وَاِنۡ مِّنۡ شَیۡءٍ اِلَّا عِنۡدَنَا خَزَآئِنُهٗ وَمَا نُنَزِّلُهٗۤ اِلَّا بِقَدَرٍ مَّعۡلُوۡمٍ

(الحجر: ۲۲)

# تفسیرِ صغیر

از


## الحاج حضرت مرزا بشیرالدین محمود احمد

خلیفة المسیح الثانی المصلح الموعود

رضی اللّٰہ عنہ


## سنڌي ترجمي سان

مترجم

پروفيسر عبدالقادر ڏاهري

# THE HOLY QURAN

## Arabic Text with Sindhi Translation

Reprinted in UK in 2014



Published by

Islam International Publication Ltd.
Sheephatch Lane
Tilford, Farnham, Surrey, Gu10 2AQ
United Kingdom

Printed and bound by

Raqeem Press
United Kingdom

ISBN: 978 - 1 - 84880 - 004 5

بسم اللّٰه الرحمٰن الرحيم نحمدهٗ و نصلّی علیٰ رسوله الکریم

# عرض ناشر

حضرت خليفہ المسيح الخامس ايده اللّه تعاليٰ بنصره العزيز جن هدايت فرمائي تہ قرآن ڪريم جو سنڌي ترجمو جيڪو شايع ٿيل آهي انهيءَ جي ترجمي تي نظرثاني ڪئي وڃي ۽ تفسيرصغير جي تشريحي حاشين جو سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪري انهيءَ ڪي بہ شامل ڪيو وڃي.

سنڌي ٻوليءَ ۾ زير نظر ترجمو مڪرم محترم پروفيسر عبدالقادر ڏاهري صاحب ۽ مڪرم محترم غوث بخش شيخ صاحب جن ڪيو هو.انهيءَ جي بابت ڪن دوستن توجه ڏياريو هو تہ انهيءَ ۾ ڪن جڳهن تي ترجمي ۾ ڪمزوري آهي ۽ ڪي ڪتابت جون غلطيون موجود آهن.

حضور انور ايده اللّه جي فرمان جي تعميل جي لاءِ محترم امير صاحب ڪراچي مودود احمد خان صاحب سان مشوري ڪانپوءِ حضور انور ايده اللّه جي خدمت ۾ هيءَ تجويز عرض رکي وئي تہ هن غرض جي لاءِ محترم پروفيسر عبدالقادر ڏاهري صاحب جي سربراهيءَ ۾ هڪ بورڊ مقرر ڪرڻ فرمائين تہ هي ڪم وڌيڪ سهڻي نموني سان ٿي سگهندو. جنهن جي حضور انور ايده اللّه جن مِهرَ ڪندي منظوري عطا فرمائي.

(۱)محترم پروفيسر عبدالقادر ڏاهري صاحب

(۲)محترم عبدالخالق ناصر سولنگي صاحب مربي سلسله

(۳)محترم مسعوداحمد چانڊيو صاحب نائب ناظم وقف جديد

تي مشتمل بورڊ نظرثانيءَ ۾ تفسيري حاشين جي ترجمي جو ڪم وڏي محنت ۽

توجه سان سرانجام ڏيڻ جي توفيق ماڻي.

محترم عبد القادر ڏاهري صاحب جن وڏي ڄمار جي هوندي به وڏي همت ۽ جاکوڙ سان هيءَ خدمت نباهي.محترم عبد الخالق ناصر سولنگي صاحب هن ڪم جي بروقت تڪميل جي لاءِ واٽون سوليون ڪرڻ ۾ ڀرپور حصو ورتو.محترم امير صاحب ڪراچيءَ ۽ محترم شيخ طاهر احمد نصير صاحب سيڪريٽري اشاعت ڪراچيءَ جن انتظامي نگراني ۽ سهولتون ميسر رکڻ ۾ تعريف جوڳو تعاون فرمايو.

ڪمپوزنگ ۽ سيٽنگ لاءِ مڪرم محمدرضاء اللّٰه چانديو صاحب مربي سلسله ۽ مڪرم سيد مبارز احمد صاحب مربي سلسله جن خدمت جي توفيق ماڻي. فجزاهم اللّٰه احسن الجزاء

تفسير صغير جو سنڌي ترجمو عام فائدي لاءِ ٻن جلدن ۾ پيش آهي.

والسلام

خاڪسار

خالد مسعود

# قرآن شريف جي سورتن جي فهرست

# قرآن شريف جي سيپارن جي فهرست

سُوْرَةُ مَرْيَمَ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ تِسْعٌ وَّ تِسْعُوْنَ اٰيَةً وَّ سِتَّةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت مريم۔ هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم الله سميت هن جون نوانوي آيتون ۽ ڇهه رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١۔(مان) الله جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

كٓهٰيٰعٓصٓ ②

٢۔اي① عالم ۽ صادق خدا تون ڪافي ۽ هادي آهين.

ذِكْرُ رَحْمَتِ رَبِّكَ عَبْدَهٗ زَكَرِيَّا ③

٣۔(هن سورت ۾)تنهنجي رب جي(انهيءَ) رحمت جو ذڪر(آهي)جيڪا انهيءَ پنهنجي ٻانهي زڪريا تي(انهيءَ وقت)ڪئي،

اِذْ نَادٰى رَبَّهٗ نِدَآءً خَفِيًّا ④

۴۔جڏهن هُن پنهنجي رب کي آهستي آواز سان پڪاريو.

قَالَ رَبِّ اِنِّيْ وَهَنَ الْعَظْمُ مِنِّيْ وَاشْتَعَلَ الرَّاْسُ شَيْبًا وَّلَمْ اَكُنْۢ بِدُعَآئِكَ رَبِّ شَقِيًّا ⑤

۵۔(۽) چيائين،اي منهنجا رب! (منهنجي حالت ته يقيناً اهڙي آهي جو)منهنجا سيئي هڏا به ڪمزور ٿي ويا آهن ۽ (منهنجو) مٿو ٻُڍاپي جي ڪري چمڪي چڪو آهي ۽ اي منهنجا رب! مان ڪڏهن به توکان دعائون

١۔ كٓهٰيٰعٓصٓ:حروف مقطعات مان آهي.ك مان مراد كَافٍ ۽ ه مان مراد هَادٍ آهي. يا حرفِ ندا آهي ۽ ع مان مراد عَالِمٌ ۽ ص مان مراد صَادِقٌ آهي. يعني كٓهٰيٰعٓصٓ مان هي مفهوم ادا ڪيو ويو آهي ته اَنْتَ كَافٍ، اَنْتَ هَادٍ (يَاعَلِيْمُ) يَاعَالِمُ يَا صَادِقُ يعني ”اي عالم ۽ صادق خدا تون ڪافي ۽ هادي آهين“ انهن حرفن جي ذريعي دراصل عيسائي عقيدن جو رد ڪيو ويو آهي.فتح البيان ۾ هيءَ معنيٰ حضرت اُم هانيؓ کان جيڪا رسول ڪريمﷺ جي سوٽ هُئي،روايت ڪئي وئي آهي. تفصيل لاءِ ڏسو تفسير ڪبير جلد ۵ صفحه ۷ کان ۲۲۔ تفسير سورت مريم.

وَاِنِّيْ خِفْتُ الْمَوَالِيَ مِنْ وَّرَآءِيْ وَكَانَتِ امْرَاَتِيْ عَاقِرًا فَهَبْ لِيْ مِنْ لَّدُنْكَ وَلِيًّا ۙ﴿٦﴾

يَّرِثُنِيْ وَيَرِثُ مِنْ اٰلِ يَعْقُوْبَ ۖ وَاجْعَلْهُ رَبِّ رَضِيًّا ﴿٧﴾

يٰزَكَرِيَّآ اِنَّا نُبَشِّرُكَ بِغُلٰمِ اسْمُهٗ يَحْيٰى ۙ لَمْ نَجْعَلْ لَّهٗ مِنْ قَبْلُ سَمِيًّا ﴿٨﴾

قَالَ رَبِّ اَنّٰى يَكُوْنُ لِيْ غُلٰمٌ وَّكَانَتِ امْرَاَتِيْ عَاقِرًا وَّقَدْ بَلَغْتُ مِنَ الْكِبَرِ عِتِيًّا ﴿٩﴾

قَالَ كَذٰلِكَ ۚ قَالَ رَبُّكَ هُوَ عَلَيَّ هَيِّنٌ وَّقَدْ خَلَقْتُكَ مِنْ قَبْلُ وَلَمْ تَكُ شَيْـًٔا ﴿١٠﴾

گهرڻ جي ڪري ناڪام (۽ نامراد)نہ رهيو آهيان.

**٦**-۽ مان يقيناً پنهنجي مائٽن کان پنهنجي (مرڻ کان) پوءِ (جي سلوڪ کان) ڊڄان ٿو ۽ منهنجي زال سنڍ آهي، سو تون مون کي پنهنجي طرفان هڪ دوست (يعني پٽ) عطا ڪر.

**٧**-جيڪو منهنجو بہ وارث هجي ۽ آل يعقوب (کان جيڪو دين ۽ تقويٰ اسان کي ورثي ۾ مليو آهي انهيءَ)جو بہ وارث هجي. ۽ اي منهنجا رب! انهيءَ کي (پنهنجو)وڻندڙ (وجود) بڻائجان.

**٨**-(انهيءَ تي الله فرمايو) اي زڪريا! اسان توکي هڪ نينگر جي خبر ڏيون ٿا(جيڪو جوانيءَ جي عمر کي پهچندو ۽)انهيءَ جو نالو (خدا جي طرفان) يحيٰ هوندو. اسان هن کان پهرين ڪنهن کي هن نالي سان ياد ناهي ڪيو.

**٩**- (زڪريا)چيو-اي منهنجا رب! مون کي نينگر ڪيئن ٿي سگهي ٿو، جڏهن تہ منهنجي زال سنڍ آهي ۽ مان ٻڍاپي جي آخري حد کي پهچي چڪو آهيان.

**١٠**-(الهام آڻيندڙ فرشتي)چيو(تہ جيئن تون چئين ٿو حقيقت)اهڙيءَ ريت(آهي)(پر) تنهنجو رب چوي ٿو تہ هيءَ (ڳالهہ)مون لاءِ سولي آهي ۽(ڏس تہ)مان توکي هن کان پهرين پيدا ڪري چڪو آهيان جيتوڻيڪ تون

قَالَ رَبِّ اجْعَلْ لِّيْٓ اٰيَةً ۭ قَالَ اٰيَتُكَ اَلَّا تُكَلِّمَ النَّاسَ ثَلٰثَ لَيَالٍ سَوِيًّا ⑪

ڪجهہ بہ نہ هئين.

١١-(زڪريا) چيو، اي منهنجا رب! منهنجي لاءِ ڪو حڪم فرماءِ. فرمايائين تنهنجي لاءِ هي حڪم آهي تہ تون ماڻهن سان ٽي راتيون لاڳيتو نہ ڳالهاءِ.

فَخَرَجَ عَلٰي قَوْمِهٖ مِنَ الْمِحْرَابِ فَاَوْحٰٓى اِلَيْهِمْ اَنْ سَبِّحُوْا بُكْرَةً وَّعَشِيًّا ⑫

١٢-انهيءَ ڪانپوءِ (زڪريا) محراب مان نڪري پنهنجي قوم وٽ ويو ۽ انهن کي آهستي آواز ۾ چيائين تہ صبح ۽ شام خدا جي تسبيح ڪندا رهو.

يٰيَحْيٰى خُذِ الْكِتٰبَ بِقُوَّةٍ ۭ وَاٰتَيْنٰهُ الْحُكْمَ صَبِيًّا ⑬

١٣-(انهيءَ ڪانپوءِ يحيٰ پيدا ٿي ويو ۽ اسان انهيءَ کي چيو) اي يحيٰ! تون (الٰهي) ڪتاب کي مضبوطيءَ سان پڪڙي وٺ ۽ اسان انهيءَ کي ننڍڙيءَ عمر ۾ ئي (پنهنجي) حڪم سان نوازيو هو.

وَّحَنَانًا مِّنْ لَّدُنَّا وَزَكٰوةً ۭ وَكَانَ تَقِيًّا ⑭

١٤-(۽ هيءَ ڳالهہ) اسان جي طرفان مهربانيءَ طور (۽ شفقت جي هئي) ۽ (هن کي) پاڪ ڪرڻ جي لاءِ (هئي) ۽ هو وڏو متقي هو.

وَّبَرًّۢا بِوَالِدَيْهِ وَلَمْ يَكُنْ جَبَّارًا عَصِيًّا ⑮

١٥-۽ هو پنهنجي والدين سان نيڪ سلوڪ ڪرڻ وارو هو ۽ ظالم ۽ نافرمان نہ هو.

وَسَلٰمٌ عَلَيْهِ يَوْمَ وُلِدَ وَيَوْمَ يَمُوْتُ

١٦-۽ جڏهن هُو① پيدا ٿيو تڏهن بہ انهيءَ

١- انهيءَ سورت جي آيت ٣٤ ۾ مسيح عليه السلام جي باري ۾ اچي ٿو تہ جڏهن مان پيدا ٿيُس، تڏهن بہ مون تي سلامتي هُئي ۽ جڏهن مان مرندس، تڏهن بہ مون تي سلامتي هوندي. عيسائي ان مان مسيح جي فضيلت ڪڍندا آهن. ۽ اِهو نٿا ڏسن تہ حضرت يحيٰ عليه السلام جي باري ۾ اِهائي ڳالهہ خداتعاليٰ حضرت زڪريا کي چئي هئي. اِن ڪري جيڪڏهن هيءَ فضيلت آهي تہ هِن مان يحيٰ عليه السلام

وَيَوْمَ يُبْعَثُ حَيًّا ﴿١٦﴾ ع ١٦

تي سلامتي هئي، ۽ جڏهن هُو مرندو ۽ جڏهن اُهو زنده ڪري اٿاريو ويندو(تڏهن به انهيءَ تي سلامتي هوندي).

وَاذْكُرْ فِي الْكِتٰبِ مَرْيَمَ ۘ إِذِ انْتَبَذَتْ مِنْ أَهْلِهَا مَكَانًا شَرْقِيًّا ۙ﴿١٧﴾

١٧- ۽ تون(هن)ڪتاب ۾ مريم جو (جيڪو ذڪر(اچي ٿو انهيءَ کي)بيان ڪر (خاص ڪري انهيءَ ڳالهہ کي تہ)جڏهن اُها پنهنجي مائٽن وٽان اوڀر (طرف هڪ) جڳهہ هلي وئي.

فَاتَّخَذَتْ مِنْ دُونِهِمْ حِجَابًا ۖ فَأَرْسَلْنَا إِلَيْهَا رُوحَنَا فَتَمَثَّلَ لَهَا بَشَرًا سَوِيًّا ﴿١٨﴾

١٨- ۽ (پنهنجي ۽)انهن(يعني مائٽن)جي وچ ۾ پردو وجهي ڇڏيو(يعني انهن سان تعلق ٽوڙي پنهنجي پاڻ کي لڪائي ڇڏيو)انهيءَ وقت اسان انهيءَ ڏانهن پنهنجو ڪلام آڻڻ وارو فرشتو(يعني جبرائيل) موڪليو ۽ اُهو هنَ جي سامهون هڪ تندرست بشر جي شڪل ۾ ظاهر ٿيو.

قَالَتْ إِنِّي أَعُوذُ بِالرَّحْمٰنِ مِنْكَ إِنْ كُنْتَ تَقِيًّا ﴿١٩﴾

١٩-(مريم انهيءَ کي)چيو، مان توکان رحمٰن خدا جي پناهہ گهران ٿي، جيڪڏهن تنهنجي اندر ڪجهہ بہ تقويٰ آهي.

قَالَ إِنَّمَا أَنَا رَسُولُ رَبِّكِ ۖ لِأَهَبَ لَكِ غُلٰمًا زَكِيًّا ﴿٢٠﴾

٢٠-(انهيءَ تي ان فرشتي)چيو مان تہ صرف تنهنجي رب جو موڪليل پيغمبر آهيان انهيءَ لاءِ تہ مان توکي(وحيءَ جي مطابق) هڪ پاڪ نينگر ڏيان(١)(جيڪو جوانيءَ جي عمر کي پهچندو).

---

**(باقي حاشيو)**جي فضيلت مسيح عليه السلام تي ثابت ٿئي ٿي.

١ - يعني انهيءَ جي خوشخبري ڏيان.

قَالَتْ اَنّٰى يَكُوْنُ لِيْ غُلٰمٌ وَّلَمْ يَمْسَسْنِيْ بَشَرٌ وَّلَمْ اَكُ بَغِيًّا ﴿٢١﴾

٢١-(مريم)چيو- مون کي نينگر ڪٿان ٿيندو. جيتوڻيڪ اڄ تائين مون کي ڪنهن مرد ڇُهيو ناهي- ۽ مان ڪڏهن بدڪاريءَ ۾ مبتلا نه ٿي آهيان.

قَالَ كَذٰلِكِ ۚ قَالَ رَبُّكِ هُوَ عَلَيَّ هَيِّنٌ ۚ وَلِنَجْعَلَهٗٓ اٰيَةً لِّلنَّاسِ وَرَحْمَةً مِّنَّا ۚ وَكَانَ اَمْرًا مَّقْضِيًّا ﴿٢٢﴾

٢٢-(فرشتي)چيو(ڳالهه)اهڙيءَ ريت آهي (جيئن تو چئي،پر)تنهنجي رب هي چيو آهي ته اهو(ڪم)منهنجي لاءِسولو آهي ۽ (١) اسان انهيءَ لاءِ هيءُ نينگر پيدا ڪنداسين)ته انهيءَ کي ماڻهن لاءِ هڪ نشان ناهيون ۽ پنهنجي طرفان رحمت (جو سبب به بڻايون) ۽ هيءَ (ڳالهه)اسانجي تقدير ۾ طئي ٿي چڪي آهي.

فَحَمَلَتْهُ فَانْتَبَذَتْ بِهٖ مَكَانًا قَصِيًّا ﴿٢٣﴾

٢٣-انهيءَ تي مريم(پنهنجي پيٽ ۾)انهيءَ (ٻار)کي کنيو ۽ پوءِ انهيءَ کي ڪٺي هڪ پرانهين جڳهه ڏانهن هلي وئي.

فَاَجَآءَهَا الْمَخَاضُ اِلٰى جِذْعِ النَّخْلَةِ ۚ قَالَتْ يٰلَيْتَنِيْ مِتُّ قَبْلَ هٰذَا وَكُنْتُ نَسْيًا مَّنْسِيًّا ﴿٢٤﴾

٢٤-پوءِ(جڏهن اُها اُتي پهتي ته) هن کي ويم جو سور(ٿيو ۽ انهيءَ کي)مجبور ڪري هڪ کجيءَ جي ٿُڙ ڏانهن وٺي ويو(جڏهن مريم کي يقين ٿي ويو ته انهيءَ کي ٻار ٿيڻ وارو آهي ته هُن دنيا جي ماڻهن جي آڏرين کٽڻ جو خيال ڪري)چيو- اي ڪاش! مان هن کان اڳ مري وڃان ها

١-يورپ جي ڪئي ڊاڪٽرن هاڻي هن ڳالهه جو اعلان ڪيو آهي ته ڪنواريءَ جي پيٽ مان ڇوڪرو پيدا ٿيڻ ممڪن ئي نه بلڪ هِن جون ڪئي مثالون يقيني طور تي طب مان ثابت ٿي چڪيون آهن. (تفصيل لاءِ ڏسو تفسير ڪبير جلد ٥ صفحه ١٧١ تا ١٧٥ تفسير سورت مريم)

فَنَادٰىهَا مِنْ تَحْتِهَآ اَلَّا تَحْزَنِيْ قَدْ جَعَلَ رَبُّكِ تَحْتَكِ سَرِيًّا ﴿٢٥﴾

وَهُزِّيْٓ اِلَيْكِ بِجِذْعِ النَّخْلَةِ تُسٰقِطْ عَلَيْكِ رُطَبًا جَنِيًّا ﴿٢٦﴾

فَكُلِيْ وَاشْرَبِيْ وَقَرِّيْ عَيْنًا ۚ فَاِمَّا تَرَيِنَّ مِنَ الْبَشَرِ اَحَدًا ۙ فَقُوْلِيْٓ اِنِّيْ نَذَرْتُ لِلرَّحْمٰنِ صَوْمًا فَلَنْ اُكَلِّمَ الْيَوْمَ اِنْسِيًّا ﴿٢٧﴾ۚ

فَاَتَتْ بِهٖ قَوْمَهَا تَحْمِلُهٗ ۭ قَالُوْا يٰمَرْيَمُ

۽ منهنجي ياد ئي مِٽائي وڃي ها.

**٢٥**-پوءِ (فرشتي) انهيءَ کي هيٺائين ① طرف کان سڏي چيو ته (اي عورت) غم نه ڪر، الله تو کان هيٺاهين طرف هڪ چشمو وهايو آهي (انهيءَ ذانهن وڃ ۽ پنهنجي ۽ ٻار جي صفائي ڪر).

**٢٦**-۽ (اُها) کجي (جيڪا تنهنجي ويجهو هوندي انهيءَ) جي ٽاريءَ کي پڪڙي پنهنجي طرف لوڏ اُها توتي تازو تازو ميوو ڪيرائيندي.

**٢٧**-پوءِ (انهي کي) کاءُ ۽ (چشمي مان پاڻي به) پيءُ ۽ (پاڻ وهنجي ۽ ٻار کي وهنجاري) پنهنجون اکيون ٺڏيون ڪر، پوءِ جيڪڏهن (انهيءَ عرصي ۾) تون ڪنهن مرد کي ڏسين ته چوءُ، منهنجي رحمٰن (خدا) جي لاءِ (هڪ) روزي جي باس ڪيل آهي ان ڪري اڄ مان ڪنهن انسان سان نه ڳالهائيندس ②.

**٢٨**-انهيءَ کانپوءِ هوءَ هن کي کڻي پنهنجي قوم ڏانهن ③ سوار ڪرائي آئي. جن چيو

١-بائيبل ۽ فلسطين جي جاگرافيءَ مان معلوم ٿئي ٿو ته مريم کي جڏهن ٻار ٿيو ڪيس سندس ٽيڻ وارو مُڙس بيت اللحم وٺي ويو هو جيڪو اُن وقت هڪ ٽڪريءَ تي هيو. جنهن جي هيٺين پاسي هڪ چشمو هُيو. اُنهيءَ پاسي کان مريم کي آواز آيو جيڪو هڪ فرشتي ڏنو.

٢-يعني اهڙي طرح روزو رکي ماڻهن جي سوالن کان پنهنجي جان ڇڏاءِ.

٣-قرآن مجيد ۾ **تَحْمِلُهٗ** جو لفظ آهي جنهن جي عام معنيٰ کڻڻ جي هوندي آهي. پر قرآن ڪريم ۽ لغت مان معلوم ٿئي ٿو ته هِن جي معنيٰ سوار ڪرائي وٺي وڃڻ جي به آهي. ۽ اِهائي معنيٰ هن جڳهه اسان ڪئي آهي. (تَحْمِلُهٗ جي انهن معنائن لاءِ ڏسو سورت توبه آيت ٩٢ پڻ ڏسو تفسير علامه

لَقَدْ جِئْتِ شَيْئًا فَرِيًّا ﴿٢٨﴾

اي مريم! تو ڏاڍو برو ڪم ڪيو آهي.

يَا أُخْتَ هَارُونَ مَا كَانَ أَبُوكِ امْرَأَ سَوْءٍ وَمَا كَانَتْ أُمُّكِ بَغِيًّا ﴿٢٩﴾

**٢٩**-اي هارون جي ڀيڻ ① ! تنهنجو پيءُ ته برو ماڻهو نه هو، ۽ تنهنجي ماءُ به بدڪار نه هئي.

فَأَشَارَتْ إِلَيْهِ ۖ قَالُوا كَيْفَ نُكَلِّمُ مَنْ كَانَ فِي الْمَهْدِ صَبِيًّا ﴿٣٠﴾

**٣٠**-انَ تي هُن انهيءَ (ٻار)ڏانهن اشارو ڪيو، انهيءَ تي ماڻهن چيو، اسان هن سان ڪهڙي طرح ڳالهيون ڪيون جيڪو (ڪالهه تائين) پينگهي ۾ ويهڻ وارو ٻار هو.

قَالَ إِنِّي عَبْدُ اللَّهِ آتَانِيَ الْكِتَابَ وَجَعَلَنِي نَبِيًّا ﴿٣١﴾

**٣١**-(هي ٻڌي مريم جي پٽ)چيو ته مان الله جو ٻانهو آهيان ۽ هن مون کي ڪتاب بخشيو آهي ۽ مون کي نبي بڻايو آهي.

وَجَعَلَنِي مُبَارَكًا أَيْنَ مَا كُنْتُ وَأَوْصَانِي بِالصَّلَاةِ وَالزَّكَاةِ مَا دُمْتُ حَيًّا ﴿٣٢﴾

**٣٢**-۽ مان جٿي به هجان انهيءَ مون کي بابرڪت(وجود) بڻايو آهي ۽ جيستائين مان زنده آهيان مون کي نماز ۽ زڪوات جو تاڪيد ڪيو آهي.

وَبَرًّا بِوَالِدَتِي وَلَمْ يَجْعَلْنِي جَبَّارًا

**٣٣**-۽ مون کي پنهنجي والده سان نيڪ

---

**(باقي حاشيو)**ابوحيان هسپانوي جلد ٥ صفحه ٨٣-٨٥ ۽ لسان العرب)

١-حضرت مريمؑ کي هارون جي ڀيڻ چيو ويو آهي اِن تي عيسائي اعتراض ڪن ٿا ته قرآن مجيد جهالت سان مريمؑ اُمِ عيسيٰؑ کي اُها مريم سمجهي ورتو آهي جيڪا هارونؑ ۽ موسيٰؑ جي ڀيڻ هُئي پر سندن اعتراض خود اُنهن جي جهالت تي دلالت ڪري ٿو. سيني قومن ۾ رواج آهي ته ٻارن جا نالا بزرگن جي نالن تي رکندا آهن. مريمؑ جي ڪنهن ڀاءُ جو نالو به جيڪڏهن هارون هجي ته ڪهڙو عجب آهي.ان کي موسيٰؑ جو ڀاءُ چوڻ خود عيسائين جي ايجاد آهي. قرآن مجيد ائين ناهي چيو.هي سوال پاڻ رسول اللهﷺ جن کان به ڪيو ويو هو. ۽ پاڻﷺ اُهوئي جواب ڏنو هو جيڪو مون ڏنو آهي.(ڏسو فتح البيان جلد ٦ صفحه ١٦)

شَقِيًّا ﴿٣٣﴾

وَالسَّلٰمُ عَلَيَّ يَوْمَ وُلِدْتُّ وَيَوْمَ اَمُوْتُ وَيَوْمَ اُبْعَثُ حَيًّا ﴿٣٤﴾

ذٰلِكَ عِيْسَى ابْنُ مَرْيَمَ ۚ قَوْلَ الْحَقِّ الَّذِيْ فِيْهِ يَمْتَرُوْنَ ﴿٣٥﴾

مَا كَانَ لِلّٰهِ اَنْ يَّتَّخِذَ مِنْ وَّلَدٍ ۙ سُبْحٰنَهٗ ؕ اِذَا قَضٰٓى اَمْرًا فَاِنَّمَا يَقُوْلُ لَهٗ كُنْ فَيَكُوْنُ ﴿٣٦﴾ؕ

وَ اِنَّ اللّٰهَ رَبِّيْ وَ رَبُّكُمْ فَاعْبُدُوْهُ ؕ هٰذَا صِرَاطٌ مُّسْتَقِيْمٌ ﴿٣٧﴾

فَاخْتَلَفَ الْاَحْزَابُ مِنْۢ بَيْنِهِمْ ۚ فَوَيْلٌ لِّلَّذِيْنَ كَفَرُوْا مِنْ مَّشْهَدِ يَوْمٍ عَظِيْمٍ ﴿٣٨﴾

اَسْمِعْ بِهِمْ وَاَبْصِرْ ۙ يَوْمَ يَاْتُوْنَنَا لٰكِنِ

سلوڪ ڪرڻ وارو بڻايو آهي ۽ مون کي ظالم ۽ بدبخت نه بڻايو اٿس.

**٣٤**-۽ جنهن ڏينهن مان پيدا ٿيو هوس انَ ڏينهن به مون تي سلامتي نازل ٿي هئي ۽ جڏهن مان مرندس،۽ جڏهن مون کي زنده ڪري اٿاريو ويندو(انهيءَ وقت به مون تي سلامتي نازل ڪئي ويندي).

**٣٥**-(ڏسو) هي(حقيقي)عيسيٰ بن مريم آهي ۽ هي(انهيءَ جو اصل)سچو واقعو آهي جنهن ۾ اُهي(ماڻهو)اختلاف ڪري رهيا آهن.

**٣٦**-خدا جي شان جي اِهو خلاف آهي ته هُو ڪنهن کي پٽ بڻائي.هُو انهيءَ ڳالهه کان پاڪ آهي هُو جڏهن به ڪنهن ڳالهه جو فيصلو ڪندو آهي ته چوندو آهي (ائين) ٿيندو وڃي ته اُهڙو ئي ٿيڻ لڳندو آهي (پوءِ انهيءَ کي مدد جي لاءِ پٽ بڻائڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي).

**٣٧**-۽ اللّٰه منهنجو به رب آهي ۽ توهان جو به رب آهي- انهيءَ جي عبادت ڪيو اِهو ئي سڌو رستو آهي.

**٣٨**-پر مختلف گروهن پاڻ ۾ اختلاف ڪيو (۽ سچائيءَ کي ڇڏي ڏنو) پوءِ جن ماڻهن هڪ وڏي ڏينهن ۾ حاضر ٿيڻ جو انڪار ڪيو انهن تي عذاب نازل ٿيندو.

**٣٩**-جنهن ڏينهن اُهي اسانجي حضور ۾

الظّٰلِمُوْنَ الْيَوْمَ فِيْ ضَلٰلٍ مُّبِيْنٍ ﴿٣٩﴾

حاضر ٿيندا انهيءَ ڏينهن انهن جي ٻڌڻ جي طاقت ڏاڍي تيز هوندي ۽ نظرون به ڏاڍيون تيز هونديون پر اُهي ظالم اڄ ڏاڍي ڳري گمراهيءَ ۾ مبتلا آهن.

وَاَنْذِرْهُمْ يَوْمَ الْحَسْرَةِ اِذْ قُضِيَ الْاَمْرُ ۘ وَهُمْ فِيْ غَفْلَةٍ وَّ هُمْ لَا يُؤْمِنُوْنَ ﴿٤٠﴾

۴۰- ۽ هُنن کي انهيءَ ڏينهن کان ڊيڄار جنهن ڏينهن (افسوس ۽) مايوسي ڇانيل هوندي (يعني قيامت جي ڏينهن کان) جڏهن سيني معاملن جو فيصلو ٿي ويندو ۽ (هاڻي ته) هي ماڻهو غفلت ۾ (پيل) آهن ۽ ايمان نٿا آڻين.

اِنَّا نَحْنُ نَرِثُ الْاَرْضَ وَمَنْ عَلَيْهَا وَاِلَيْنَا يُرْجَعُوْنَ ﴿٤١﴾ ع

۴۱- اسان يقيناً (سڄي) زمين جا به وارث هونداسين ۽ انهن ماڻهن جا به جيڪي انهيءَ تي رهن ٿا ۽ (آخر ڪار) سيئي ماڻهو اسان ڏانهن ئي موٽائي آندا ويندا.

وَاذْكُرْ فِي الْكِتٰبِ اِبْرٰهِيْمَ ۬ اِنَّهٗ كَانَ صِدِّيْقًا نَّبِيًّا ﴿٤٢﴾

۴۲- ۽ تون قرآن ڪريم جي مطابق ابراهيم جو ذڪر ڪر- اهو يقيناً وڏو سچار هو ۽ نبي هو.

اِذْ قَالَ لِاَبِيْهِ يٰۤاَبَتِ لِمَ تَعْبُدُ مَا لَا يَسْمَعُ وَلَا يُبْصِرُ وَلَا يُغْنِيْ عَنْكَ شَيْـًٔا ﴿٤٣﴾

۴۳- (۽ تون انهيءَ وقت کي به ياد ڪر- ۽ ماڻهن جي سامهون بيان ڪر) جڏهن ابراهيم پنهنجي پيءُ کي چيو هو ته اي منهنجا پيءُ! تون ڇو انهن شين جي پوڄا ڪرين ٿو جيڪي نه ٻڌن ٿيون نه ڏسن ٿيون ۽ نه تنهنجي ڪنهن تڪليف کي دور ڪرڻ تي قادر آهن.

يٰۤاَبَتِ اِنِّيْ قَدْ جَآءَنِيْ مِنَ الْعِلْمِ مَا لَمْ

۴۴- اي منهنجا پيءُ! مون کي هڪ خاص

يٰٓاَبَتِ اِنِّيْ قَدْ جَآءَنِيْ مِنَ الْعِلْمِ مَا لَمْ يَاْتِكَ فَاتَّبِعْنِيْٓ اَهْدِكَ صِرَاطًا سَوِيًّا ﴿٤٤﴾

علم عطا ڪيو ويو آهي جو توکي نا هي مليو.پوءِ (باوجود انهيءَ جي جو مان تنهنجو پٽ آهيان)تون منهنجي پيروي ڪر. مان توکي سنئون رستو ڏيکاريندس.

يٰٓاَبَتِ لَا تَعْبُدِ الشَّيْطٰنَ ؕ اِنَّ الشَّيْطٰنَ كَانَ لِلرَّحْمٰنِ عَصِيًّا ﴿٤٥﴾

٤٥-اي منهنجا پيءُ ! شيطان جي عبادت نہ ڪر، شيطان يقيناً رحمٰن خدا جو نافرمان آهي.

يٰٓاَبَتِ اِنِّيْٓ اَخَافُ اَنْ يَّمَسَّكَ عَذَابٌ مِّنَ الرَّحْمٰنِ فَتَكُوْنَ لِلشَّيْطٰنِ وَلِيًّا ﴿٤٦﴾

٤٦-اي منهنجا پيءُ! مان ڊڄان ٿو تہ توکي رحمٰن خدا جي طرفان (نافرمانيءَ جي سببان) ڪو عذاب نہ پهچي، جنهن جي نتيجي ۾ تون شيطان جو دوست ٿي وڃين.

قَالَ اَرَاغِبٌ اَنْتَ عَنْ اٰلِهَتِيْ يٰٓاِبْرٰهِيْمُ ۚ لَئِنْ لَّمْ تَنْتَهِ لَاَرْجُمَنَّكَ وَاهْجُرْنِيْ مَلِيًّا ﴿٤٧﴾

٤٧-انهيءَ تي (ابراهيم جي پيءُ)چيو، اي ابراهيم! ڇا تون منهنجي معبودن کان نفرت ٿو ڪرين؟ اي ابراهيم! جيڪڏهن تون نہ مڙندين تہ مان توکي ضرور سنگسار ڪري ڇڏيندس ۽(بهتر آهي تہ)تون ڪجهہ دير لاءِ منهنجي نظرن کان ٽري وڃ(متان ڪاوڙ ۾ ڪجهہ ڪري نہ ويهان).

قَالَ سَلٰمٌ عَلَيْكَ ۚ سَاَسْتَغْفِرُ لَكَ رَبِّيْ ؕ اِنَّهٗ كَانَ بِيْ حَفِيًّا ﴿٤٨﴾

٤٨-(انهيءَ تي ابراهيم) چيو چڱو منهنجي طرفان توتي هميشه سلامتيءَ جي دعا پهچندي رهي(يعني مان توکان جدا ٿي ٿو وڃان) مان پنهنجي رب کان تنهنجي لاءِ ضرور مغفرت جي دعا ڪندس، اُهو مون تي ڏاڍو ئي مهربان آهي.

وَاَعْتَزِلُكُمْ وَمَا تَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ

٤٩-۽ (اي پيءُ) مان توکي ۽ جن (وجودن)

وَاَدْعُوْا رَبِّيْ ۖ عَسٰٓى اَلَّآ اَكُوْنَ بِدُعَآءِ رَبِّيْ شَقِيًّا ﴿٤٩﴾

کي تون الله کانسواءِ پڪارين ٿو سڀني کي ڇڏي ڏيندس ۽ صرف پنهنجي رب جي حضور ۾ دعائون گهرندس(۽) يقيناً مان پنهنجي رب جي حضور ۾ دعا ڪرڻ جي سبب بدنصيب نه ٿيندس.

فَلَمَّا اعْتَزَلَهُمْ وَمَا يَعْبُدُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ ۙ وَهَبْنَا لَهٗٓ اِسْحٰقَ وَيَعْقُوْبَ ۭ وَكُلًّا جَعَلْنَا نَبِيًّا ﴿٥٠﴾

**۵۰**-پوءِ جڏهن (ابراهيم) انهن (يعني پنهنجي ماڻهن) کان به ۽ جن جي اُهي الله کانسواءِ پوڄا ڪندا هئا (انهن کان به) جدا ٿي ويو، ته اسان انهيءَ کي اسحاق ۽ (انهيءَ کان پوءِ) يعقوب عطا فرمايا ۽ انهن سڀني کي اسان نبي بڻايو.

وَوَهَبْنَا لَهُمْ مِّنْ رَّحْمَتِنَا وَجَعَلْنَا لَهُمْ لِسَانَ صِدْقٍ عَلِيًّا ﴿٥١﴾ ع ٣

**۵۱**-۽ اسان انهن کي پنهنجي رحمت مان هڪ (ججهو) حصو عطا فرمايو ۽ اسان انهن جي لاءِ هميشه قائم رهڻ وارو اعليٰ درجي جو ذڪر خير مقرر فرمايو.

وَاذْكُرْ فِي الْكِتٰبِ مُوْسٰٓى ۡ اِنَّهٗ كَانَ مُخْلَصًا وَّكَانَ رَسُوْلًا نَّبِيًّا ﴿٥٢﴾

**۵۲**-۽ تون قرآن① جي مطابق موسيٰ جو به ذڪر ڪر، اُهو اسان جو چونڊيل بانهو هو- ۽ رسول (۽) نبي هو.

وَنَادَيْنٰهُ مِنْ جَانِبِ الطُّوْرِ الْاَيْمَنِ وَقَرَّبْنٰهُ نَجِيًّا ﴿٥٣﴾

**۵۳**-۽ اسان موسيٰ کي طور جي ساڄي طرف کان پڪاريو ۽ کيس پنهنجا راز ٻڌائيندي پنهنجي ويجهو ڪري ورتو.

وَوَهَبْنَا لَهٗ مِنْ رَّحْمَتِنَآ اَخَاهُ هٰرُوْنَ

**۵۴**-۽ اسان انهيءَ (موسيٰ) کي پنهنجي

١-قرآن مجيد ۾ ذڪر ڪرڻ جي هي معنيٰ آهي ته قرآن مجيد اُنهن جا صحيح واقعا بيان ڪري ٿو پر بائيبل غلطيءَ ۾ وڌاءُ کان ڪم ورتي ٿي اِن ڪري قرآن ڪريم کي اصلاح جي ضرورت پيش آئي. ان ڪري ته اصل صحيح تاريخ بيان ٿيڻ گهرجي نه ته بائيبل جي بيان مان دنيا گمراهه ٿيندي.

نَبِيًّا ﴿٥٤﴾

رحمت سان انهيءَ جو ڀاءُ هارون نبي بڻائي (مددگار طور) ڏنو.

وَاذْكُرْ فِي الْكِتٰبِ اِسْمٰعِيْلَ ۚ اِنَّهٗ كَانَ صَادِقَ الْوَعْدِ وَكَانَ رَسُوْلًا نَّبِيًّا ﴿٥٥﴾

**٥٥**۔ ۽ تون قرآن جي مطابق اسماعيل جو به ذڪر ڪر، اُهو به يقيناً سچن واعدن وارو هو ۽ رسول (۽) نبي هو.

وَكَانَ يَاْمُرُ اَهْلَهٗ بِالصَّلٰوةِ وَالزَّكٰوةِ ۪ وَكَانَ عِنْدَ رَبِّهٖ مَرْضِيًّا ﴿٥٦﴾

**٥٦**۔ ۽ پنهنجي اهل کي نماز ۽ زڪوات جو تاڪيد ڪندو رهندو هو ۽ پنهنجي رب وٽ پانيل (وجود) هو.

وَاذْكُرْ فِي الْكِتٰبِ اِدْرِيْسَ ۚ اِنَّهٗ كَانَ صِدِّيْقًا نَّبِيًّا ﴿٥٧﴾

**٥٧**۔ ۽ تون قرآن جي مطابق ادريس جو به ذڪر ڪر، اهو به صديق نبي هو.

وَّرَفَعْنٰهُ مَكَانًا عَلِيًّا ﴿٥٨﴾

**٥٨**۔ ۽ اسان انهي کي نهايت اعلٰي مقام تي پهچايو هو.

اُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ اَنْعَمَ اللّٰهُ عَلَيْهِمْ مِّنَ النَّبِيّٖنَ مِنْ ذُرِّيَّةِ اٰدَمَ ۗ وَمِمَّنْ حَمَلْنَا مَعَ نُوْحٍ ۡ وَّمِنْ ذُرِّيَّةِ اِبْرٰهِيْمَ وَاِسْرَآءِيْلَ ۡ وَمِمَّنْ هَدَيْنَا وَاجْتَبَيْنَا ؕ اِذَا تُتْلٰى عَلَيْهِمْ اٰيٰتُ الرَّحْمٰنِ خَرُّوْا سُجَّدًا وَّبُكِيًّا ﴿٥٩﴾ السجدة

**٥٩**۔ اِهي سيئي اُهي ماڻهو هئا، جن تي خدا نبين مان انعام ڪيو هو۔ انهن (نبين) مان جيڪي آدم جي اولاد هئا ۽ جيڪي انهن ماڻهن جي اولاد هئا جن کي اسان نوح سان گڏ ٻيڙيءَ ۾ بچايو ۽ ابراهيم ۽ يعقوب جي (اولاد هئا) ۽ انهن (ماڻهن) مان هئا جن کي اسان هدايت ڏني ۽ پنهنجي لاءِ چونڊيو۔جڏهن انهن تي رحمٰن خدا جو ڪلام پڙهيو ويندو هو، ته اُهي سجدو ڪندي ۽ روئندي (زمين تي)ڪري پوندا هئا.

فَخَلَفَ مِنْ بَعْدِهِمْ خَلْفٌ اَضَاعُوا

**٦٠**۔پوءِ انهن کانپوءِ هڪ اهڙو نسل آيو جن نماز کي ضايع ڪري ڇڏيو ۽ نفساني

الصَّلٰوةَ وَاتَّبَعُوا الشَّهَوٰتِ فَسَوْفَ يَلْقَوْنَ غَيًّا ﴿٦٠﴾

خواهشن جي پٺيان لڳي پيا. پوءِ اُهي جلد ئي گمراهي جي حد تائين پهچي ويندا.

اِلَّا مَنْ تَابَ وَاٰمَنَ وَعَمِلَ صَالِحًا فَاُولٰٓئِكَ يَدْخُلُوْنَ الْجَنَّةَ وَلَا يُظْلَمُوْنَ شَيْئًا ﴿٦١﴾

**٦١**-سواءِ انهيءَ جي جيڪو توبه ڪندو ۽ ايمان آڻيندو ۽ نيڪ عمل ڪندو.اِهي (ماڻهو) جنت ۾ داخل ٿيندا ۽ انهن تي ڪو ظلم نه ڪيو ويندو.

جَنّٰتِ عَدْنِ الَّتِيْ وَعَدَ الرَّحْمٰنُ عِبَادَهٗ بِالْغَيْبِ ۭ اِنَّهٗ كَانَ وَعْدُهٗ مَاْتِيًّا ﴿٦٢﴾

**٦٢**-(يعني انهن جنتن ۾) جيڪي دائمي رهڻ واريون آهن ۽ جن جو رحمٰن(خدا) پنهنجي ٻانهن سان اهڙي وقت ۾ واعدو ڪيو آهي جڏهن اُهي انهن جي نظرن کان اجا لڪل ① آهن. يقيناً خدا جو واعدو پورو ٿي رهندو آهي.

لَا يَسْمَعُوْنَ فِيْهَا لَغْوًا اِلَّا سَلٰمًا ۭ وَلَهُمْ رِزْقُهُمْ فِيْهَا بُكْرَةً وَّعَشِيًّا ﴿٦٣﴾

**٦٣**- اُهي انهن (جنتن) ۾ ڪا بيهودي ڳالهه نه ٻڌندا پر صرف سلامتي (۽ امن جون ڳالهيون ٻڌندا) ۽ انهن (جنتن) ۾ انهن کي صبح ۽ شام رزق ملندو.

تِلْكَ الْجَنَّةُ الَّتِيْ نُوْرِثُ مِنْ عِبَادِنَا مَنْ كَانَ تَقِيًّا ﴿٦٤﴾

**٦٤**-هي اُها جنت آهي جنهن جا وارث اسان پنهنجي ٻانهن مان انهن کي ڪنداسين جيڪي متقي هوندا.

وَمَا نَتَنَزَّلُ اِلَّا بِاَمْرِ رَبِّكَ ۚ لَهٗ مَا بَيْنَ اَيْدِيْنَا وَمَا خَلْفَنَا وَمَا بَيْنَ ذٰلِكَ ۚ

**٦٥**-۽ (فرشتا انهن کي چوندا ته) اسان ته صرف توهانجي رب جي حڪم سان لهندا آهيون ۽ جيڪي ڪجهه اسانجي

١-هي آيت به ٻڌائي ٿي ته هي مسلمانن جي ترقيءَ جي باري ۾ آهي نه ته اڳين جهان جي جنتن جو مسلمانن کي زندگيءَ ۾ ڪنهن وقت به علم نه ٿي سگهيو ٿي.

وَمَا كَانَ رَبُّكَ نَسِيًّا ﴿٦٥﴾

آڳيان آهي ۽ جيڪي ڪجھ اسانجي پويان آهي ۽ جيڪي ڪجھ انهن ٻنهي (طرفن) جي وچ ۾ آهي سڀ ڪجھ خدا جو آهي ۽ توهان جو رب وسارڻ وارو نا هي.

رَبُّ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَمَا بَيْنَهُمَا فَاعْبُدْهُ وَاصْطَبِرْ لِعِبَادَتِهٖ ؕ هَلْ تَعْلَمُ لَهٗ سَمِيًّا ﴿٦٦﴾

**٦٦**-(هو) آسمانن جو (به) رب آهي ۽ زمين جو به (رب) ۽ جيڪي ڪجھ انهن ٻنهي جي وچ ۾ (آهي) پوءِ (اي مسلمان) انهيءَ جي عبادت ڪر ۽ انهيءَ جي عبادت تي هميشه قائم رهه- ڇا تون انهيءَ جو ڪو هم صفت ڄاڻين ٿو.

وَيَقُوْلُ الْاِنْسَانُ ءَاِذَا مَا مِتُّ لَسَوْفَ اُخْرَجُ حَيًّا ﴿٦٧﴾

**٦٧**-۽ انسان هميشه اهو چوندو رهندو ته ڇا جڏهن مان مري ويندس ته وري زنده ڪري اٿاريو ويندس؟

اَوَلَا يَذْكُرُ الْاِنْسَانُ اَنَّا خَلَقْنٰهُ مِنْ قَبْلُ وَلَمْ يَكُ شَيْئًا ﴿٦٨﴾

**٦٨**-ڇا انسان کي اِها (ڳالهه) ياد نه آهي ته اسان انهيءَ کي هن کان پهرين پيدا ڪيو هو ۽ (انهيءَ وقت) هو ڪا شيءِ نه هو.

فَوَرَبِّكَ لَنَحْشُرَنَّهُمْ وَالشَّيٰطِيْنَ ثُمَّ لَنُحْضِرَنَّهُمْ حَوْلَ جَهَنَّمَ جِثِيًّا ﴿٦٩﴾

**٦٩**-پوءِ تنهنجي رب جو قسم اسين (جيڪي تنهنجا رب آهيان) انهن ماڻهن کي (وري هڪ دفعو) اٿارينداسين ۽ شيطانن کي به (اٿارينداسين) پوءِ انهن سڀني کي جهنم جي چوڌاري اهڙي صورت ۾ حاضر ڪنداسين جو اهي گوڏن ڀر ڪريل ① هوندا.

ثُمَّ لَنَنْزِعَنَّ مِنْ كُلِّ شِيْعَةٍ اَيُّهُمْ اَشَدُّ

**٧٠**-پوءِ اسان هر هڪ گروهه مان اهڙن ماڻهن کي جدا ڪنداسين جيڪي رحمٰن (خدا)

١-يعني نوڙت سان دعائون ڪري رهيا هوندا.

عَلَى الرَّحْمٰنِ عِتِيًّا ۝٧٠

جا سخت دشمن هئا.

ثُمَّ لَنَحْنُ اَعْلَمُ بِالَّذِيْنَ هُمْ اَوْلٰى بِهَا صِلِيًّا ۝٧١

۷١- ۽ اسان خوب ڄاڻون ٿا ته انهن مان ڪير دوزخ ۾ وڃڻ جي زياده قابل آهي.

وَاِنْ مِّنْكُمْ اِلَّا وَارِدُهَا ۚ كَانَ عَلٰى رَبِّكَ حَتْمًا مَّقْضِيًّا ۝٧٢

۷٢- ۽ توهان مان هر شخص انهيءَ (دوزخ) ۾ ① وڃڻ وارو آهي. اِهو خدا جو اهڙو پڪو واعدو آهي جو پورو ٿي رهندو.

ثُمَّ نُنَجِّي الَّذِيْنَ اتَّقَوْا وَّنَذَرُ الظّٰلِمِيْنَ فِيْهَا جِثِيًّا ۝٧٣

۷٣- ۽ اسان متقين کي بچائي وٺنداسين، ۽ ظالمن کي انهيءَ ۾ گوڏن ڀر ڪريل ڇڏينداسين.

وَاِذَا تُتْلٰى عَلَيْهِمْ اٰيٰتُنَا بَيِّنٰتٍ قَالَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا لِلَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا ۙ اَيُّ الْفَرِيْقَيْنِ خَيْرٌ مَّقَامًا وَّاَحْسَنُ نَدِيًّا ۝٧٤

۷٤- ۽ جڏهن انهن کي اسان جون صاف صاف آيتون پڙهي ٻڌايون وڃن ٿيون، ته ڪافر مومنن کي چون ٿا (ٻڌايو ته) اسان ٻنهي گروهن مان ڪهڙو گروهه درجي جي لحاظ کان ۽ ساٿين جي لحاظ کان وڌيڪ سٺو آهي.

وَكَمْ اَهْلَكْنَا قَبْلَهُمْ مِّنْ قَرْنٍ هُمْ اَحْسَنُ اَثَاثًا وَّرِءْيًا ۝٧٥

۷٥- ۽ اسان انهن کان پهرين ڪيترن ئي زمانن جي ماڻهن کي تباهه ڪيو آهي جيڪي سامان جي لحاظ کان ۽ ظاهري شان شوڪت جي لحاظ کان انهن ماڻهن کان سٺا هئا.

١- قرآن مجيد مان خبر پوي ٿي ته دوزخ ٻه آهن، هڪ هن دنيا جو، هڪ اڳئين جهان جو. هي جيڪو فرمايو آهي ته هر هڪ شخص دوزخ ۾ ويندو هِن مان هي مراد نه آهي ته مومن به دوزخ ۾ ويندا بلڪ هي مراد آهي ته مومن دوزخ جو حصّو هن ئي دنيا ۾ ماڻي وٺن ٿا. يعني ڪافر اُنهن کي

قُلْ مَنْ كَانَ فِي الضَّلٰلَةِ فَلْيَمْدُدْ لَهُ الرَّحْمٰنُ مَدًّا ۚ حَتّٰى إِذَا رَاَوْا مَا يُوْعَدُوْنَ إِمَّا الْعَذَابَ وَإِمَّا السَّاعَةَ ؕ فَسَيَعْلَمُوْنَ مَنْ هُوَ شَرٌّ مَّكَانًا وَّاَضْعَفُ جُنْدًا ﴿٧٦﴾

٧٦-تون چؤ تہ جيڪو شخص گمراهيءَ ۾ (پيل) هجي رحمٰن (خدا) انهيءَ کي هڪ عرصي تائين ڍر ڏيندو ويندو آهي- ايستائين جو جڏهن اهڙن ماڻهن جي سامهون اُهو عذاب اچي ويندو جنهن جو انهن سان واعدو ڪيو ويو هو (يعني) يا دنياوي عذاب يا (قومي) ڪامل تباهي انهيءَ وقت انهن کي خبر پوندي تہ ڪهڙو شخص جاءِ جي لحاظ کان بدتر آهي ۽ دوستن جي لحاظ کان ڪمزور آهي.

وَيَزِيْدُ اللّٰهُ الَّذِيْنَ اهْتَدَوْا هُدًى ؕ وَالْبٰقِيٰتُ الصّٰلِحٰتُ خَيْرٌ عِنْدَ رَبِّكَ ثَوَابًا وَّخَيْرٌ مَّرَدًّا ﴿٧٧﴾

٧٧-۽ اللّٰه هدايت يافتہ ماڻهن کي هدايت ۾ وڌائيندو ويندو ۽ باقي رهڻ وارا نيڪ عمل خدا جي نظر ۾ سڀ کان سٺي شيءِ آهن. جزا جي لحاظ کان بہ ۽ پڇاڙيءَ جي لحاظ کان بہ.

اَفَرَءَيْتَ الَّذِيْ كَفَرَ بِاٰيٰتِنَا وَقَالَ لَاُوْتَيَنَّ مَالًا وَّوَلَدًا ؕ ﴿٧٨﴾

٧٨-ڇا تو انهيءَ شخص جي حالت تي ڪڏهن غور نہ ڪيو آهي جنهن اسان جي نشانن کان انڪار ڪيو ۽ چيو تہ مون کي يقيناً تمام گهڻو① مال ۽ تمام گهڻا پٽ ڏنا ويندا.

---

**(باقي حاشيو)** قسمن قسمن جون تڪليفون ڏيندا آهن نہ تہ مومن قرآن مجيد جي مطابق اڳئين جهان ۾ دوزخ ۾ ڪڏهن بہ ڪونہ ويندا. چو تہ قرآن مجيد مومنن جي باري ۾ فرمائي ٿو تہ لَا يَسْمَعُونَ حَسِيْسَهَا يعني مومن دوزخ کان ايترو پري رهندا جو هو اُن جو آواز بہ نہ ٻڌي سگهندا. ان ڪري مومنن جي دوزخ ۾ وڃڻ مان مراد انهن جو دنيا ۾ ڏک ڏسڻ آهي. رسول ڪريم ﷺ جن بخار کي بہ هڪ قسم جو دوزخ قرار ڏنو آهي. فرمايائون اَلْحُمّٰى حَظُّ كُلِّ مُؤْمِنٍ مِّنَ النَّارِ يعني بخار دوزخ جي باهہ جو مومن لاءِ هڪ حصو آهي. (فتح البيان جلد٦ صفحه ٣٦)

١-هن ۾ عيسائين جو ذڪر آهي جن جو اهو عقيدو آهي تہ مسيح جي اچڻ کانپوءِ موت جو

اَطَّلَعَ الْغَيْبَ اَمِ اتَّخَذَ عِنْدَ الرَّحْمٰنِ عَهْدًا ﴿٧٩﴾

٧٩-ڇا انهيءَ غيب (جو حال) معلوم ڪري ورتو آهي؟ يا رحمٰن (خدا) کان ڪو واعدو وٺي ڇڏيو آهي.

كَلَّا ۚ سَنَكْتُبُ مَا يَقُولُ وَنَمُدُّ لَهُ مِنَ الْعَذَابِ مَدًّا ﴿٨٠﴾

٨٠-ائين هرگز نه ٿيندو① اسان هنَ جي انهيءَ قول کي محفوظ رکنداسين ۽ سندس عذاب کي ڊگهو ڪري ڇڏينداسين.

وَنَرِثُهُ مَا يَقُولُ وَيَأْتِينَا فَرْدًا ﴿٨١﴾

٨١-۽ جنهن (شئي) تي هُو فخر ڪري رهيو آهي انهيءَ جا اسان وارث ٿي وينداسين ۽ هُو اسان وٽ اڪيلو ئي② ايندو.

وَاتَّخَذُوا مِنْ دُونِ اللّٰهِ اٰلِهَةً لِّيَكُونُوا لَهُمْ عِزًّا ﴿٨٢﴾

٨٢-۽ انهن ماڻهن اللّٰه کانسواءِ ڪيترائي معبود بڻائي ڇڏيا آهن، انهيءَ اميد تي ته اُهي انهن ماڻهن لاءِ عزت جو سبب بڻبا.

كَلَّا ۚ سَيَكْفُرُونَ بِعِبَادَتِهِمْ وَيَكُونُونَ عَلَيْهِمْ ضِدًّا ﴿٨٣﴾ ع

٨٣-ائين هرگز نه ٿيندو، اُهي معبود هڪ ڏينهن انهن جي عبادتن جو انڪار ڪندا ۽ انهن جي خلاف بيهي ويندا.

اَلَمْ تَرَ اَنَّآ اَرْسَلْنَا الشَّيٰطِينَ عَلَى الْكٰفِرِينَ تَؤُزُّهُمْ اَزًّا ﴿٨٤﴾

٨٤-ڇا توکي معلوم ڪونهي ته اسان شيطانن کي ڇُڙواڳ ڇڏي ڏنو آهي ته اُهي ڪافرن کي اڀاريندا رهن.

---

**(باقي حاشيو)** سلسلو ختم ٿي ويندو. هن دنيا ۾ ئي عيسائي دائمي زندگي ماڻيندا. جڻ ته جيڪا ترقي اُنهن کي هينئر حاصل آهي قيامت تائين رهندي.

١-فرمائي ٿو ته اُنهن جو هي عقيدو غلط آهي جَي مرنداسين ته به سزا ماڻينداسين ۽ جيڪڏهن هن دنيا ۾ زنده رهنداسون تڏهن به اُنهن جي عذاب ماڻڻ جي خداتعاليٰ ڪا صورت ڪڍي وٺندو.

٢-يعني هُن کي دنيا تي فخر آهي خدا اُن جو وارث ٿي ويندو. يعني اُنهن کان ڦُري پنهنجي مخلص ٻانهن کي ڏئي ڇڏيندو. هِن ۾ اسلام جي ترقيءَ جي پيشگوئي آهي.

| | |
|---|---|
| فَلَا تَعۡجَلۡ عَلَيۡهِمۡ ؕ اِنَّمَا نَعُدُّ لَهُمۡ عَدًّا ﴿۸۵﴾ | ۸۵-بس تون انهن جي خلاف تڪڙ ۾ ڪو قدم نہ ڪڻ، اسان انهن جي تباهيءَ جا ڏينهن ڳڻي رکيا آهن. |
| يَوۡمَ نَحۡشُرُ الۡمُتَّقِيۡنَ اِلَى الرَّحۡمٰنِ وَفۡدًا ﴿۸۶﴾ | ۸۶-جنهن ڏينهن اسان متقين کي زنده ڪري رحمٰن (خدا) جي حضور ۾ گڏ ڪري وٺي ويندا سين. |
| وَّنَسُوۡقُ الۡمُجۡرِمِيۡنَ اِلٰى جَهَنَّمَ وِرۡدًا ﴿۸۷﴾ | ۸۷-۽ مجرمن کي هڪليندا جهنم جي طرف وٺي ويندا سين. |
| لَا يَمۡلِكُوۡنَ الشَّفَاعَةَ اِلَّا مَنِ اتَّخَذَ عِنۡدَ الرَّحۡمٰنِ عَهۡدًا ﴿۸۸﴾ | ۸۸-انهيءَ ڏينهن ڪنهن کي شفاعت جو اختيار نہ هوندو، سواءِ انهيءَ جي جنهن رحمٰن (خدا) کان عهد وٺي ڇڏيو آهي. |
| وَقَالُوا اتَّخَذَ الرَّحۡمٰنُ وَلَدًا ﴿۸۹﴾ | ۸۹- ۽ هِي(ماڻهو) چون ٿا تہ رحمٰن (خدا) پٽ بڻائي ورتو آهي. |
| لَقَدۡ جِئۡتُمۡ شَيۡـًٔا اِدًّا ﴿۹۰﴾ | ۹۰-(تون چؤ) توهان هڪ ڏاڍي ڏکي ڳالهہ چئي رهيا آهيو. |
| تَكَادُ السَّمٰوٰتُ يَتَفَطَّرۡنَ مِنۡهُ وَتَنۡشَقُّ الۡاَرۡضُ وَتَخِرُّ الۡجِبَالُ هَدًّا ﴿۹۱﴾ | ۹۱- ويجهو آهي جو (توهانجي ڳالهہ جي ڪري) آسمان ڦاٽي ڪري پون ۽ زمين ٽڪر ٽڪر ٿي وڃي ۽ جبل ذرا ذرا ٿي (زمين تي) وڃي پون. |
| اَنۡ دَعَوۡا لِلرَّحۡمٰنِ وَلَدًا ﴿۹۲﴾ | ۹۲-انهيءَ ڪري جو انهن ماڻهن رحمٰن (خدا) جو پٽ بڻايو آهي. |
| وَمَا يَنۡۢبَغِىۡ لِلرَّحۡمٰنِ اَنۡ يَّتَّخِذَ وَلَدًا ﴿۹۳﴾ | ۹۳- ۽ رحمٰن (خدا) جي شان جي اهو بلڪل خلاف آهي جو هو ڪو پٽ بڻائي. |
| اِنۡ كُلُّ مَنۡ فِى السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ اِلَّاۤ | ۹۴-ڇو جو هر هڪ جيڪو آسمانن ۽ زمين ۾ آهي اهو رحمٰن (خدا) جي حضور غلام |

اٰتِی الرَّحۡمٰنِ عَبۡدًا ﴿۹۴﴾

جي صورت ۾ حاضر ٿيڻ وارو آهي.

لَقَدۡ اَحۡصٰىهُمۡ وَ عَدَّهُمۡ عَدًّا ﴿۹۵﴾

**٩٥**-(خداتعاليٰ) انهن کي گهيري رکيو آهي ۽ ڳڻي رکيو آهي.

وَ كُلُّهُمۡ اٰتِيۡهِ يَوۡمَ الۡقِيٰمَةِ فَرۡدًا ﴿۹۶﴾

**٩٦**-۽ قيامت جي ڏينهن اهي سڀئي اڪيلا ① ٿي انهيءَ جي خدمت ۾ حاضر ٿيندا.

اِنَّ الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ سَيَجۡعَلُ لَهُمُ الرَّحۡمٰنُ وُدًّا ﴿۹۷﴾

**٩٧**-يقيناً اهي ماڻهو جن ايمان آندو آهي ۽ جن نيڪ عمل ڪيا آهن رحمٰن (خدا) انهن جي لاءِ محبت پيدا ڪندو②.

---

١-هن آيت مان ثابت آهي ته هِن ۾ دنياوي عذاب ڪانسواءِ آخرت جي عذاب جو به ذڪر آهي. جنهن ڪي هر ماڻهو پنهنجي عملن مطابق ڀوڳيندو.ها جيڪڏهن اڪيلي اڪيلي مان مراد قوم قوم هجي ته پوءِ هي آيت هِن دنيا جي عذابن تي به لاڳو ٿي سگهي ٿي.

٢-وُدّ ، اُن محبت ڪي چوندا آهن جيڪا کِلّي وانگر دِل ۾ کُتل هجي.ان ڪري هن آيت جي معنيٰ عربي زبان جي لحاظ سان هيئن ٿئي ٿي ته مومنن جي دلين ۾ اللّٰه تعاليٰ پنهنجي محبت کلي وانگر کوڙي ڇڏيندو.يا هي ته پنهنجي دل ۾ مومنن جي محبت کلي وانگر کوڙي ڇڏيندو، يا هي ته مومنن جي دلين ۾ انسان ذات جي محبت کلي وانگر کوڙي ڇڏيندو ۽ هِن جي نتيجي ۾ سڄي انسانيت جي دل ۾ مسلمانن جي محبت کلي وانگر کُپي ويندي.جيئن ته هِن جو مثال روم جي فتحن مان به ملي ٿو.هڪ موقعي تي جڏهن عيسائي لشڪر وڏي انگ ۾ اڳتي وڌيو ۽ مسلمانن سمجهي ورتو ته هاڻي اسان اِنهن جو مقابلو نٿا ڪري سگهون ته جيڪو روپيو مسلمانن ملڪ جي حفاظت لاءِ ٽيڪس جي طور تي ورتو هُيو اُهو سڄو ملڪ جي ماڻهن ڪي واپس ڪري ڇڏيو.هن جو اثر عيسائين ۽ يهودين تي ايترو پيو جو هُو روئيندا مسلمانن جي لشڪر ڪي ڇڏڻ لاءِ ويا ۽ پادري به ۽ بيا ماڻهو به دُعا ڪندا وڃن پيا ته خدا مسلمانن ڪي وري پيهر آڻي.۽ يهودي ايترا متاثر هئا جو هو چوندا هئا ته خدا جو قسم اسان پنهنجون جانيون ڏئي ڇڏينداسون پر عيسائي لشڪر ڪي شهر ۾ داخل ٿيڻ نه ڏينداسون.(فتوح البلدان بلاذري صفحه١٤٣) محبت جو هي عملي وعظ مسيحؑ جي محبت جي تعليم ڪان ڪيترو شاندار آهي. مسيحؑ جن ته رڳو واتان چيو هُيو خدا محبت آهي پر مسلمانن عمل سان ثابت ڪري ڇڏيو ته خدا

فَإِنَّمَا يَسَّرْنٰهُ بِلِسَانِكَ لِتُبَشِّرَ بِهِ الْمُتَّقِيْنَ وَتُنْذِرَ بِهٖ قَوْمًا لُّدًّا ﴿٩٨﴾

**٩٨**-پوءِ اسان تہ هن (قرآن) کي تنهنجي زبان ۾ سولو ڪري لاٿو آهي انهيءَ لاءِ تہ تون هن جي وسيلي متقين کي بشارت ڏين ۽ هن جي ذريعي جهيڙاڪار قوم کي هوشيار ڪرين.

وَكَمْ اَهْلَكْنَا قَبْلَهُمْ مِّنْ قَرْنٍ ؕ هَلْ تُحِسُّ مِنْهُمْ مِّنْ اَحَدٍ اَوْ تَسْمَعُ لَهُمْ رِكْزًا ﴿٩٩﴾ ع ٦ النصف

**٩٩**-۽ ڪيتريون ئي استون آهن جيڪي انهن کان پهرين گذريون آهن جن کي اسان تباهہ ڪري چڪا آهيون. ڇا تون انهن مان ڪنهن کي بہ ڪنهن حسّ جي ذريعي محسوس ڪرين ٿو يا انهن جو ڪو پڙڪو بہ ٻڌين ٿو.

**(باقي حاشيو)** محبت آهي ۽ مسيحؑ جن محبت جو لفظ استعمال ڪيو ۽ قرآن مجيد **وُدّ** جو لفظ استعمال ڪيو جيڪو هِن کان وڌيڪ گهرو آهي ۽ محبت جي لفظ کان ڪئي درجا وڌيڪ محبت تي دلالت ڪري ٿو ڇو تہ محبت جي معنيٰ آهي تہ دل ۾ هڪ داڻو ڦٽي پيو پر **وُدّ** جي معنيٰ آهي تہ محبت ايتري وڌي وئي جو هُو ڪلّي وانگر ڪُپي وئي. اِن لاءِ ڪٿي انجيل جي محبت جي تعليم ۽ ڪٿي قرآن مجيد جي محبت جي تعليم. ٻنهين ۾ زمين ۽ آسمان جو فرق آهي.

سُوْرَةُ طٰه مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ مِائَةٌ وَّ سِتٌّ وَّ ثَلاَ ثُوْنَ اٰيَةً وَّ ثَمَانِيَةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت طٰهٰ- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم الله سميت هن جون هڪ سئو ڇٽيهه آيتون ۽ اٺ رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١-(مان) الله جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

طٰهٰ ②

٢-اي ڪامل قوتن وارا① مرد.

مَآ اَنْزَلْنَا عَلَيْكَ الْقُرْاٰنَ لِتَشْقٰٓى ③

٣-اسان توتي (هي) قرآن انهيءَ لاءِ نازل نہ ڪيو آهي تہ تون ڏک ۾ پئجي وڃين.

اِلَّا تَذْكِرَةً لِّمَنْ يَّخْشٰى ④

۴-(هيءُ تہ) صرف (خدا کان) ڊڄڻ واري انسان جي رهنمائي ۽ هدايت (جي لاءِ) آهي.

١-طٰهٰ حروف مقطّعات مان نہ آهي. بلڪ عرب جي مختلف قبيلن ۾ هِن جي معنيٰ يَـارَجُلُ جي آهي يعني اي ڪامل قوتن وارا مرد! (فتح البيان)ڪامل قوتن واري مرد مان هِن طرف اشارو آهي تہ مردانگيءَ جون صفتون شجاعت، سخاوت ۽ بديءَ جومقابلوڪامل طورتي محمد رسول اللّٰـهﷺ ۾ موجود آهن.پاڻ سڳورن جي گهرواريءَ حضرت خديجہؓ جڏهن پاڻ سڳورنؐ تي پهريون الهام نازل ٿيو ۽ پاڻؐ ٿورو گهبرائجي ويا تہ الهام بڌي ۽ سندن هيءَ حالت ڏسي هيءَ گواهي ڏني تہ كَلَّا وَاللّٰـهِ لَا يُـخْزِيْكَ اللّٰهُ اَبَداً- يعني توهان جا وسوسا غلط آهن اللّٰهتعاليٰ توهان کي ڪڏهن رُسوا نہ ڪندو. اِنَّكَ لَتَصِـلُ الـرَّحِمَ وَ تَقْرِى الضَّيْفَ وَ تَكْسِبُ الْـمَعْدُوْمَ وَ تُعِيْنُ على نَوَائِبِ الْحَقِّ- ڇو تہ توهان سدائين مائٽن سان نيڪ سلوڪ ڪندا آهيو ۽ ماڻهن جا بار هلڪا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهيو ۽ اُهي عظيم اخلاق جيڪي دنيا مان ختم ٿي ويا آهن اُنهن کي نئين سر قائم ڪري رهيا آهيو.۽ سدائين مهمان نوازي ڪندا آهيو ۽ جيڪڏهن ڪو ماڻهو بنا ڪنهن شرارت جي مصيبت ۾ ڦاسي پوي تہ توهان ان جي مدد ڪندا آهيو(بخاري ڪتاب بدء الوحي)انسان جي سڀ کان وڏي گواهہ اُن جي گهرواري ئي ٿي سگهي ٿي جيڪا هر وقت هُن جي حالتن کي ڏسندي آهي ان ڪري اها گواهي سڀن کان معتبر گواهي آهي جنهن مان ثابت ٿئي ٿو تہ رسول ڪريمﷺ حقيقت ۾ طٰـهٰ هئا.يعني هڪ ڪامل مرد ۾ جيڪي فضيلتون هئڻ گهرجن اُهي سڀ جون سڀ پاڻؐ ۾ وڏي شان سان موجود هيون.

تَنۡزِيۡلًا مِّمَّنۡ خَلَقَ الۡاَرۡضَ وَ السَّمٰوٰتِ الۡعُلٰى ؕ﴿۵﴾

۵-(قرآن) انهيءَ جي طرفان لاٿل آهي جنهن زمين ۽ اُوچن آسمانن کي پيدا ڪيو آهي.

اَلرَّحۡمٰنُ عَلَى الۡعَرۡشِ اسۡتَوٰى ﴿۶﴾

٦-(هُو) رحمٰن (آهي جيڪو) عرش تي مستحڪم طور تي قائم ٿي ويو آهي.

لَهٗ مَا فِى السَّمٰوٰتِ وَمَا فِى الۡاَرۡضِ وَمَا بَيۡنَهُمَا وَمَا تَحۡتَ الثَّرٰى ﴿۷﴾

۷-آسمانن ۽ زمين ۾ جيڪي ڪجهه آهي، ۽ اهو به جيڪو انهن ٻنهي جي وچ ۾ آهي انهيءَ جو آهي پڻ (اهو به) جيڪو آلي مٽيءَ جي هيٺان آهي.

وَاِنۡ تَجۡهَرۡ بِالۡقَوۡلِ فَاِنَّهٗ يَعۡلَمُ السِّرَّ وَاَخۡفٰى ﴿۸﴾

۸-جيڪڏهن تون ڏاڍيان آواز سان ڳالهائين ته خدا ان کي به ٻڌي ٿو ۽ جيڪڏهن آهستي آواز سان ڳالهائين ته انهيءَ کي به ٻڌي ٿو ڇو جو هو ڳجهيءَ ڳالهه کي به ڄاڻي ٿو ۽ جيڪا تمام ڏاڍي ڳجهي هوندي آهي (انهيءَ کي به ڄاڻي ٿو).

اَللّٰهُ لَاۤ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ؕ لَهُ الۡاَسۡمَآءُ الۡحُسۡنٰى ﴿۹﴾

۹- اللّٰه (اها ذات آهي جو انهيءَ) کانسواءِ ڪو معبود ڪونهي. انهيءَ جون ڏاڍيون سٺيون صفتون آهن.

وَهَلۡ اَتٰٮكَ حَدِيۡثُ مُوۡسٰى ۘ﴿۱۰﴾ وقف لازم

۱۰-۽ (انهيءَ جي ثابتيءَ لاءِ اسان چئون ٿا ته) ڇا تو وٽ موسٰي جو واقعو پهتو آهي؟ (ياڻه).

اِذۡ رَاٰ نَارًا فَقَالَ لِاَهۡلِهِ امۡكُثُوۡۤا اِنِّىۡۤ اٰنَسۡتُ نَارًا لَّعَلِّىۡۤ اٰتِيۡكُمۡ مِّنۡهَا بِقَبَسٍ

۱۱-(يعني) جڏهن هن هڪ باهه ڏٺي ته هن پنهنجي اهل کي چيو (پنهنجي جاءِ تي) ترسو، مون هڪ ⓵ باهه ڏٺي آهي ممڪن

١- لفظ ”هڪ باهه“ مان معلوم ٿئي ٿو ته حضرت موسٰيؑ پاڻ به ان کي ڪشف سمجهندا هئا. ڇو

اَوْ اَجِدُ عَلَى النَّارِ هُدًى ⑪

آهي جو مان اتي وڃي انهيءَ باهه مان ڪو ٽانڊو⑵ توهان لاءِ به کڻي اچان يا باهه وٽ (پنهنجي لاءِ ڪا روحاني) هدايت حاصل ڪريان.

فَلَمَّآ اَتٰىهَا نُوْدِيَ يٰمُوْسٰى ⑫

١٢-پوءِ جڏهن هو انهيءَ (باهه) جي ويجهو پهتو ته ڪيس آواز⑶ ڏنو ويو ته اي موسيٰ!.

اِنِّيْٓ اَنَا رَبُّكَ فَاخْلَعْ نَعْلَيْكَ ۚ اِنَّكَ بِالْوَادِ الْمُقَدَّسِ طُوًى ⑬

١٣-مان تنهنجو رب آهيان، پوءِ تون پنهنجا ٻئي جوتا⑷ لاهي ڇڏ، ڇو ته تون هنَ پاڪ وادي طويٰ ۾ آهين.

وَاَنَا اخْتَرْتُكَ فَاسْتَمِعْ لِمَا يُوْحٰى ⑭

١٤-۽ مون توکي (پاڻ لاءِ) چونڊيو آهي پوءِ توڏانهن جيڪا وحي ڪئي وڃي ٿي انهيءَ کي تون ٻڌ (۽ انهيءَ تي عمل ڪر).

اِنَّنِيْٓ اَنَا اللّٰهُ لَآ اِلٰهَ اِلَّآ اَنَا فَاعْبُدْنِيْ ۙ

١٥-مان يقيناً الله آهيان، مون کان سواءِ

(باقي حاشيو) ته جيڪڏهن اُها هڪ عام باهه هُجي ها ته هو ”هڪ باهه“ نه چون ها، بلڪ باهه چون ها. ۽ حقيقت ۾ آهي ته اُنهن کي هڪ جلوو ڏسڻ ۾ آيو هو جيڪو باهه جي شڪل ۾ هيو. حضرت موسيٰؑ محسوس ڪري رهيا هئا ته جيڪو ڪجهه نظر آيو آهي اُها خداتعاليٰ جي هڪ تجلّي آهي. تڏهن ئي هُنن مائٽن کي چيو ته مون هڪ باهه ڏٺي آهي.

٢-جيئن ته نظارو باهه جي صورت ۾ هو ان ڪري ان بابت سيئي لفظ استعاري ۾ ڳالهايا ويا آهن. يعني جيڪڏهن هي نظارو ذاتي آهي ته مان پنهنجي لاءِ هدايت حاصل ڪندس ۽ جيڪڏهن نظارو قوم لاءِ آهي ته توهان لاءِ اُتان روشني ۽ هدايت ۽ تعليم جو سامان آڻيندس جنهن مان توهان فائدو وٺندؤ.

٣-هيءَ مراد ناهي ته باهه جي اندر خداتعاليٰ هيو، بلڪ هيءَ مراد آهي ته هي باهه جو نظارو ڏيکارڻ وارو خدا تعاليٰ هيو.

٤-جُتين مان مراد دنياوي تعلقات آهن. نَعْلَيْن جو لفظ ان لاءِ چيو ته دنيا جا تعلق مِٽيءَ مائٽيءَ جي ڪري به هوندا آهن ۽ قوم جي ڪري به هوندا آهن. ان ڪري تعلق ٻن قسمن جا آهن جن کي نَعْلَيْن جي ٻِنهي سان ادا ڪيو ويو.

وَاَقِمِ الصَّلٰوةَ لِذِكْرِىْ ۝

کو معبود ڪونهي. پوءِ تون منهنجي ئي عبادت ڪر، ۽ منهنجي ذڪر لاءِ نماز قائم ڪر.

اِنَّ السَّاعَةَ اٰتِيَةٌ اَكَادُ اُخْفِيْهَا لِتُجْزٰى كُلُّ نَفْسٍ بِمَا تَسْعٰى ۝

**١٦**-قيامت يقيناً اچڻ واري آهي، ويجهو آهي ته مان انهيءَ کي ظاهر ڪري ڇڏيان، انهيءَ لاءِ ته هر نفس کي پنهنجي عملن جي مطابق جزا ڏني وڃي.

فَلَا يَصُدَّنَّكَ عَنْهَا مَنْ لَّا يُؤْمِنُ بِهَا وَاتَّبَعَ هَوٰىهُ فَتَرْدٰى ۝

**١٧**-پوءِ جيڪو (شخص) قيامت ① تي ايمان نٿو رکي ۽ پنهنجي خواهشن جي پنيان ٿو هلي توکي قيامت ② تي ايمان آڻڻ کان روڪي نه ڇڏي، جنهن جي نتيجي ۾ تون تباهه ٿي وڃين.

وَمَا تِلْكَ بِيَمِيْنِكَ يٰمُوْسٰى ۝

**١٨**-۽ (اسان انهيءَ وقت موسيٰ کي چيو ته) اي موسيٰ هي تنهنجي ساڄي هٿ ۾ ڇا آهي؟.

قَالَ هِىَ عَصَاىَ ۚ اَتَوَكَّؤُا عَلَيْهَا وَاَهُشُّ بِهَا عَلٰى غَنَمِىْ وَلِىَ فِيْهَا مَاٰرِبُ اُخْرٰى ۝

**١٩**-(هُن) چيو هيءَ منهنجي لٺ آهي، مان هن تي ٽيڪ ڏيندو آهيان ۽ انهيءَ سان پنهنجي ٻڪرين لاءِ (وڻن جا) پن ڇاڻيندو آهيان ۽ انهيءَ کانسواءِ به انهيءَ ۾ منهنجي لاءِ ٻيا ڪيترا فائدا (لڪل) آهن.

قَالَ اَلْقِهَا يٰمُوْسٰى ۝

**٢٠**- تنهن تي انهيءَ (خدا) فرمايو - اي موسيٰ! هن لٺ کي زمين تي اڇلي ڇڏ.

فَاَلْقٰىهَا فَاِذَا هِىَ حَيَّةٌ تَسْعٰى ۝

**٢١**-سو هن انهيءَ کي زمين تي ڦٽو ڪيو. جنهن کانپوءِ هن اوچتو ڏٺو ته اهو نانگ آهي جيڪو ڊوڙي ③ رهيو آهي.

---

١، ٢ - هِن جڳهه ضمير جي بدران ظاهر اسم استعمال ڪيو ويو آهي.

٣-تفصيل لاءِ ڏسو تفسير ڪبير جلد ٥ صفحه ٣١٣. سورت اعراف آيت ١١٨ ۽ سورت نمل آيت ١١.

قَالَ خُذْهَا وَلَا تَخَفْ ۗ سَنُعِيْدُهَا سِيْرَتَهَا الْاُوْلٰى ﴿٢١﴾

**٢٢**۔تنهن تي (اللّٰه)فرمايو، انهيءَ کي پڪڙ ۽ ڊڄ نه اسان انهيءَ کي وري انهيءَ جي پهرين حالت ڏانهن موٽائي ڇڏينداسين.

وَاضْمُمْ يَدَكَ اِلٰى جَنَاحِكَ تَخْرُجْ بَيْضَآءَ مِنْ غَيْرِ سُوْٓءٍ اٰيَةً اُخْرٰى ﴿٢٢﴾

**٢٣**۔۽ پنهنجي هٿ کي بغل ۾ دٻائي ڇڏ، جڏهن تون انهيءَ کي ڪڍندين ته اهو اڇو هوندو پر بنا ڪنهن بيماريءَ① جي، اهو هڪ ٻيو نشان هوندو.

لِنُرِيَكَ مِنْ اٰيٰتِنَا الْكُبْرٰى ﴿٢٣﴾

**٢٤**۔(۽ اسان اهو انهيءَ لاءِ ڪنداسين) ته انهيءَ جي نتيجي ۾ اسان توکي پنهنجا وڏا وڏا نشان ڏيکاريون.

اِذْهَبْ اِلٰى فِرْعَوْنَ اِنَّهٗ طَغٰى ﴿٢٤﴾ ع ٢٥/١

**٢٥**۔تون فرعون ڏانهن وڃ، ڇوجو هن سرڪشي اختيار ڪئي آهي.

قَالَ رَبِّ اشْرَحْ لِيْ صَدْرِيْ ﴿٢٥﴾

**٢٦**۔(انهيءَ تي موسيٰ) چيو، اي منهنجا رب! منهنجو سينو کولي ڇڏ.

وَيَسِّرْ لِيْٓ اَمْرِيْ ﴿٢٦﴾

**٢٧**۔۽ جيڪو فرض مون تي رکيو ويو آهي انهيءَ جو پورو ڪرڻ مون تي آسان ڪري ڇڏ.

وَاحْلُلْ عُقْدَةً مِّنْ لِّسَانِيْ ﴿٢٧﴾

**٢٨**۔۽ جيڪڏهن منهنجي زبان ۾ ڪا ڳنڍ (زبان جي هَٻَڪَ) هجي ته انهيءَ کي به کولي ڇڏ.

يَفْقَهُوْا قَوْلِيْ ﴿٢٨﴾

**٢٩**۔(ايستائين جو) ماڻهو منهنجي ڳالهه

١۔موسيٰ جو ڪتاب تورات آهي، پر هُن هي ظلم ڪيو آهي ته هٿ جي اڇاڻ کي ڪوڙهه ڪوٺيو اٿس (ڏسو خروج باب ٤ آيت ٦) پر قرآن مجيد جيڪو تورات جي مقابلي ۾ ڪتاب آهي ۽ بنو اسماعيل جي هڪ شخص تي نازل ٿيو آهي اهو موسيٰؑ جي مٿان هي الزام ختم ڪري ٿو ۽ چوي ٿو ته هٿ اڇو ته نڪتو پر هُن جي اڇاڻ بيماريءَ جي ڪري نه هئي. يهودين ۽ عيسائين کي هي فرق ڏسي ۽ پنهنجي بد زبانيءَ کي ڏسي لَڄي ٿيڻ گهرجي.

آسانيءَ سان سمجهڻ لڳن.

وَاجْعَلْ لِّيْ وَزِيْرًا مِّنْ اَهْلِيْ ﴿٣٠﴾
٣٠- ۽ منهنجي گهراڻي مان منهنجو هڪ نائب مقرر ڪر.

هٰرُوْنَ اَخِي ﴿٣١﴾
٣١-(يعني) هارون کي جيڪو منهنجو ڀاءُ آهي.

اشْدُدْ بِهٖٓ اَزْرِيْ ﴿٣٢﴾
٣٢- انهيءَ جي ذريعي منهنجي طاقت کي مضبوط ڪر.

وَاَشْرِكْهُ فِيْٓ اَمْرِيْ ﴿٣٣﴾
٣٣- ۽ انهيءَ کي منهنجي ڪم ۾ شريڪ ڪر.

كَيْ نُسَبِّحَكَ كَثِيْرًا ﴿٣٤﴾
٣٤-انهيءَ لاءِ ته اسان (ٻئي) تنهنجي گهڻي تسبيح ڪيون.

وَّنَذْكُرَكَ كَثِيْرًا ﴿٣٥﴾
٣٥- ۽ تنهنجو گهڻو ذڪر ڪريون.

اِنَّكَ كُنْتَ بِنَا بَصِيْرًا ﴿٣٦﴾
٣٦-تون اسانکي چڱيءَ طرح ڏسي رهيو آهين.

قَالَ قَدْ اُوْتِيْتَ سُؤْلَكَ يٰمُوْسٰى ﴿٣٧﴾
٣٧-(الله) فرمايو، اي موسىٰ! جيڪي تو گهريو سو توکي ڏنو ويو.

وَلَقَدْ مَنَنَّا عَلَيْكَ مَرَّةً اُخْرٰٓى ﴿٣٨﴾
٣٨- ۽ اسان (انهيءَ کان پهرين) هڪ ڀيرو اڳ به توتي احسان ڪري چڪا آهيون.

اِذْ اَوْحَيْنَآ اِلٰٓى اُمِّكَ مَا يُوْحٰٓى ﴿٣٩﴾
٣٩-جڏهن اسان تنهنجي ماءُ تي وحيءَ جي ذريعي اُهو سڀ ڪجهه نازل(١)ڪري ڇڏيو.

١- يورپ جا مستشرق اعتراض ڪن ٿا ته بائيبل جا تفصيلي حالات محمد رسول الله ﷺ جن مديني ۾ وجي يهودين کان ٻُڌي قرآن ۾ لکيا آهن. حالانڪ حضرت عيسىٰؑ جا تفصيلي واقعا سورت مريم ۾ اچن ٿا ۽ حضرت موسىٰ عليه السلام جا تفصيلي واقعا سورت طٰهٰ ۾ اچن ٿا ۽ اهي ٻئي سورتون شروعاتي زماني جون آهن. (بخاري ڪتاب التفسير) ان ڪري هي اعتراض غلط آهي ته مديني جي يهودين کان ٻڌي پاڻ جن هي حالات بيان ڪيائون. بلڪ يهودين سان ملڻ کان گهڻو اڳ الله تعالىٰ پاڻ سڳورن کي سيني حالات کان باخبر ڪري ڇڏيو هو.

اَنِ اقْذِفِيْهِ فِي التَّابُوْتِ فَاقْذِفِيْهِ فِي الْيَمِّ فَلْيُلْقِهِ الْيَمُّ بِالسَّاحِلِ يَاْخُذْهُ عَدُوٌّ لِّيْ وَعَدُوٌّ لَّهٗ ؕ وَاَلْقَيْتُ عَلَيْكَ مَحَبَّةً مِّنِّيْ ۚ وَلِتُصْنَعَ عَلٰى عَيْنِيْ ۞ ٣٩

جيڪو (اهڙي موقعي تي) نازل ڪرڻ ضروري هو

٣٩-(جنهن جو تفصيل هيءُ آهي) ته انهيءَ (موسيٰ) کي صندوق ۾ وجهي ڇڏ، پوءِ انهيءَ (صندوق) کي درياهه ۾ لوڙهي ڇڏ۔ پوءِ (ان کانپوءِ هينئن ٿئي ته)درياهه اسان جي حڪم سان انهيءَ (صندوق)کي ڪناري تائين پهچائي ڇڏي (انهيءَ لاءِ ته) هن کي اهو شخص کڻي وڃي جيڪو منهنجو به ۽ هن (موسيٰ) جو به دشمن ① آهي ۽ توتي مون پنهنجي طرفان محبت نازل ڪئي (يعني تنهنجي لاءِ ماڻهن جي دل ۾ محبت پيدا ڪئي) ۽ انهيءَ جو نتيجو اهو ٿيو جو تون اسانجي اکين اڳيان پاليو وئين ②.

اِذْ تَمْشِيْٓ اُخْتُكَ فَتَقُوْلُ هَلْ اَدُلُّكُمْ عَلٰى مَنْ يَّكْفُلُهٗ ؕ فَرَجَعْنٰكَ اِلٰٓى اُمِّكَ كَيْ تَقَرَّ عَيْنُهَا وَلَا تَحْزَنَ ؕ۬ وَقَتَلْتَ نَفْسًا فَنَجَّيْنٰكَ مِنَ الْغَمِّ وَفَتَنّٰكَ فُتُوْنًا ۬ؕ فَلَبِثْتَ سِنِيْنَ فِيْٓ اَهْلِ مَدْيَنَ ۬ۙ ثُمَّ جِئْتَ عَلٰى قَدَرٍ يّٰمُوْسٰى ۞ ٤٠

٤٠-(اِهو ان وقت ٿيو) جڏهن تنهنجي ڀيڻ (گڏوگڏ) هلندي ٿي وئي ۽ چوندي وئي ٿي ته اي انسانو! ڇا مان توهان کي ان عورت جي خبر ڏيان جيڪا هن کي پالي وٺندي ۽ اهڙيءَ طرح اسان توکي پنهنجي ماءُ کي موٽائي ڏنو، انهيءَ لاءِ ته انهيءَ جا نيڻ ٺرن ۽ اها غم نه ڪري ۽ (اي موسيٰ!) تو هڪ شخص کي قتل ڪري

١-قرآن ڪريم ۾ عَــــدُوٌّ جو لفظ ٻن جڳهن تي آيو آهي. اڙدوءَ ۾ هڪ ئي ڪافي هوندو آهي. اِن لاءِ اسان پهرين جاءِ هِن جو ترجمو نه ڪيو، ٻي جاءِ تي ڪري ڇڏيو آهي.

٢-يعني اسانجي نظرداريءَ ۾ (ڏسو اقرب زير لفظ عين).

چڏيوهو- پوءِ اسان توکي انهيءَ غم کان نجات بخشي ۽ اسان توکي ٻين ڪيترن امتحانن ۾ وجهي چڱيءَ طرح آزمايو جنهن کانپوءِ تون ڪيترا سال مدين جي ماڻهن ۾ رهئين- پوءِ اي موسٰي! (ٺيندي ٺيندي) تون انهيءَ عمر کي پهچي وئين جيڪا اسانجي ڪم جي لائق هوندي آهي.

وَاصۡطَنَعۡتُكَ لِنَفۡسِىۡ ۚ‏ ﴿۴۱﴾

۴۲- ۽ مون توکي پنهنجي ذات جي لاءِ (روحاني ترقي ڏيندي ڏيندي) تيار ڪيو.

اِذۡهَبۡ اَنۡتَ وَاَخُوۡكَ بِاٰيٰتِىۡ وَلَا تَنِيَا فِىۡ ذِكۡرِىۡ ۚ‏ ﴿۴۲﴾

۴۳- (پوءِ جڏهن تون انهيءَ عمر کي پهچي وئين ته مون توکي چيو ته) تون ۽ تنهنجو ڀاءُ منهنجا نشان کڻي وڃو ۽ منهنجي ذڪر ۾ ڪا گهٽتائي نه ڪيو.

اِذۡهَبَاۤ اِلٰى فِرۡعَوۡنَ اِنَّهٗ طَغٰى ۖۚ‏ ﴿۴۳﴾

۴۴- توهان ٻئي فرعون وٽ وڃو، ڇو جو هنَ سرڪشي اختيار ڪئي آهي.

فَقُوۡلَا لَهٗ قَوۡلًا لَّيِّنًا لَّعَلَّهٗ يَتَذَكَّرُ اَوۡ يَخۡشٰى‏ ﴿۴۴﴾

۴۵- ۽① توهان ٻئي هنَ سان نرميءَ سان ڳالهايو، شايد هو سمجهي وڃي يا (اسان کان) ڊڄڻ لڳي.

قَالَا رَبَّنَاۤ اِنَّنَا نَخَافُ اَنۡ يَّفۡرُطَ عَلَيۡنَاۤ اَوۡ اَنۡ يَّطۡغٰى‏ ﴿۴۵﴾

۴۶- ٻنهي عرض ڪيو، اي اسانجا رب! اسان ڊڄون ٿا ته هُو اسان تي زيادتي نه ڪري، يا اسان تي حد کان وڌيڪ سختي نه ڪري.

قَالَ لَا تَخَافَاۤ اِنَّنِىۡ مَعَكُمَاۤ اَسۡمَعُ وَاَرٰى‏ ﴿۴۶﴾

۴۷- (اللّٰــه) فرمايو توهان ٻئي بلڪل نه ڊڄو، مان توهان ساڻ آهيان (توهان جون دعائون به) ٻڌان ٿو ۽ (توهان جي حالت

١ - اسان ڪئي جڳهن تي لکي آيا آهيون ته فاء عربي ٻوليءَ ۾ خالي عطف جي لاءِ به اچي ٿو.

بہ) ڏسان پيو.

فَأْتِيٰهُ فَقُوْلَآ اِنَّا رَسُوْلَا رَبِّكَ فَاَرْسِلْ مَعَنَا بَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ ۙ وَ لَا تُعَذِّبْهُمْ ؕ قَدْ جِئْنٰكَ بِاٰيَةٍ مِّنْ رَّبِّكَ ؕ وَالسَّلٰمُ عَلٰى مَنِ اتَّبَعَ الْهُدٰى ﴿٤٨﴾

**٤٨**-پوءِ ٻئي انهيءَ وٽ هليا وڃو ۽ هن کي چئو اسان ٻئي تنهنجي رب جا رسول آهيون. پوءِ اسان سان بني اسرائيل کي موڪلي ڏي ۽ انهن کي تڪليفون نہ ڏي.اسان تو وٽ تنهنجي رب جي طرفان هڪ وڏو نشان کڻي آيا آهيون ۽ (توکي ٻڌايون ٿا تہ) جيڪو (شخص اسانجي آندل) هدايت جي پٺيان هلندو (خدا جي طرفان) انهيءَ تي سلامتي نازل ٿيندي.

اِنَّا قَدْ اُوْحِيَ اِلَيْنَآ اَنَّ الْعَذَابَ عَلٰى مَنْ كَذَّبَ وَ تَوَلّٰى ﴿٤٩﴾

**٤٩**-اسان تي هيءَ وحي نازل ڪئي وئي آهي تہ جيڪو بہ (خدا جي نشان کي) ڪوڙو چوندو ۽ پٺي ڦيريندو، انهيءَ تي عذاب نازل ٿيندو.

قَالَ فَمَنْ رَّبُّكُمَا يٰمُوْسٰى ﴿٥٠﴾

**٥٠**-(انهيءَ تي فرعون) چيو، اي موسٰي! توهان ٻنهي جو رب ڪير آهي؟

قَالَ رَبُّنَا الَّذِيْٓ اَعْطٰى كُلَّ شَيْءٍ خَلْقَهٗ ثُمَّ هَدٰى ﴿٥١﴾

**٥١**-(موسٰي) چيو، اسانجو رب اُهو آهي جنهن هر شئي کي (ان جي ضرورت مطابق) عضوا عطا ڪيا آهن ۽ وري انهن (عضون) کان ڪم وٺڻ جو طريقو سيکاريو آهي.

قَالَ فَمَا بَالُ الْقُرُوْنِ الْاُوْلٰى ﴿٥٢﴾

**٥٢**-(فرعون) چيو- (جيڪڏهن اها ڳالهہ آهي) تہ اڳين ماڻهن جو ڇا حال هو(يعني اُهي تہ انهن ڳالهين کي نہ مڃيندا هئا انهن سان ڪهڙو سلوڪ ٿيندو).

قَالَ عِلْمُهَا عِنْدَ رَبِّيْ فِيْ كِتٰبٍ ۚ

**٥٣**-(موسٰي) چيو انهن (پهرين ماڻهن)

لَا يَضِلُّ رَبِّيْ وَلَا يَنْسَى ﴿٥٣﴾

جو علم ته منهنجي رب کي آهي (انهن سڀني جون حالتون انهيءَ جي) ڪتاب ۾ محفوظ آهن منهنجو رب نه ڀٽڪي ٿو ۽ نه ڀلجي ٿو.

الَّذِيْ جَعَلَ لَكُمُ الْاَرْضَ مَهْدًا وَّ سَلَكَ لَكُمْ فِيْهَا سُبُلًا وَّ اَنْزَلَ مِنَ السَّمَآءِ مَآءً ؕ فَاَخْرَجْنَا بِهٖۤ اَزْوَاجًا مِّنْ نَّبَاتٍ شَتّٰى ﴿٥٤﴾

**٥٤**-(اُهو ئي آهي) جنهن توهان لاءِ هن زمين کي فرش طور بڻايو آهي ۽ انهيءَ ۾ توهان جي لاءِ رستا به ڪيا آهن ۽ آسمان مان پاڻي وسايو آهي پوءِ (تون انهن کي هيءُ به چئه ته) اسان انهيءَ پاڻي جي ذريعي مختلف قسم جي اوڀڙ جا جوڙا پيدا ڪيا آهن.

كُلُوْا وَارْعَوْا اَنْعَامَكُمْ ؕ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ لِّاُولِي النُّهٰى ﴿٥٥﴾ ع ٢٠

**٥٥**-(پوءِ) توهان به کائو، ۽ پنهنجي جانورن کي به چاريو.انهيءَ ۾ عقل وارن ماڻهن لاءِ ڪيترائي نشان آهن.

مِنْهَا خَلَقْنٰكُمْ وَفِيْهَا نُعِيْدُكُمْ وَمِنْهَا نُخْرِجُكُمْ تَارَةً اُخْرٰى ﴿٥٦﴾

**٥٦**-اسان انهيءَ (زمين) مان توهان کي پيدا ڪيو آهي، ۽ انهيءَ ۾ توهان کي موٽائي ڇڏينداسين ۽ انهيءَ مان ئي توهان کي ٻيهر ڪيدنداسين.

وَلَقَدْ اَرَيْنٰهُ اٰيٰتِنَا كُلَّهَا فَكَذَّبَ وَاَبٰى ﴿٥٧﴾

**٥٧**-۽ اسان انهيءَ (فرعون) کي پنهنجا هر قسم جا نشان ڏيکاريا پر(ان هوندي به) اُهو ڪوڙو سمجهڻ تي ضد ڪندو رهيو ۽ انڪار ڪندو ويو.

قَالَ اَجِئْتَنَا لِتُخْرِجَنَا مِنْ اَرْضِنَا بِسِحْرِكَ يٰمُوْسٰى ﴿٥٨﴾

**٥٨**-۽ چوڻ لڳو (اي موسٰي!) ڇا تون انهيءَ لاءِ اسان وٽ آيو آهين ته تون پنهنجي جادوءَ جهڙي ڳالهه ذريعي اسان کي پنهنجي زمين مان ڪيدي ڇڏين.

فَلَنَاْتِيَنَّكَ بِسِحْرٍ مِّثْلِهٖ فَاجْعَلْ بَيْنَنَا

**٥٩**-(جيڪڏهن اها ڳالهه آهي) ته اسان

وَبَيْنَكَ مَوْعِدًا لَّا نُخْلِفُهُ نَحْنُ وَلَآ اَنْتَ مَكَانًا سُوًى ﴿٥٩﴾

به تنهنجي مقابلي ۾ اهڙوئي جادو آڻينداسين. پوءِ اسان جي ۽ پنهنجي وچ ۾ هڪ (وقت ۽) واعدو ڪيل جڳهه مقرر ڪر، نه انهيءَ کان اسان پوئتي هٽون ۽ نه تون هٽين اُها(هڪ اهڙي) جڳهه(هجي جيڪا)اسانجي ۽ توهانجي وچ ۾ هڪ جهڙي هجي.

قَالَ مَوْعِدُكُمْ يَوْمُ الزِّيْنَةِ وَاَنْ يُّحْشَرَ النَّاسُ ضُحًى ﴿٦٠﴾

٦٠-(انهيءَ تي موسيٰ)چيو ته تُنهنجي (اسانجي) گڏ ٿيڻ جو ڏينهن(توهان جي) عيد جو ڏينهن هجي ۽ نيزي برابر سج چڙهڻ تي سيني ماڻهن کي گڏ ڪيو وڃي.

فَتَوَلّٰى فِرْعَوْنُ فَجَمَعَ كَيْدَهُ ثُمَّ اَتٰى ﴿٦١﴾

٦١-انهيءَ تي فرعون پٺي ورائي هليو ويو ۽ جيڪي تدبيرون انهيءَ کان ٿي سگهيون ٿي انهن کي گڏ ڪيائين ۽ پوءِ (موسيٰ ڏانهن) موٽيو.

قَالَ لَهُمْ مُّوْسٰى وَيْلَكُمْ لَا تَفْتَرُوْا عَلَى اللّٰهِ كَذِبًا فَيُسْحِتَكُمْ بِعَذَابٍ ۚ وَقَدْ خَابَ مَنِ افْتَرٰى ﴿٦٢﴾

٦٢-(تڏهن) موسيٰ انهن کي چيو اي انسانو! توهان تي بربادي هجي، اللّٰه تي ڪوڙ نه هڻو ائين نه ٿئي جو اهو توهان کي عذاب جي ذريعي پيهي ڇڏي، ۽ جيڪو به (خدا تي)ڪوڙ هڻندو آهي اُهو ناڪام ٿي ويندو آهي.

فَتَنَازَعُوْٓا اَمْرَهُمْ بَيْنَهُمْ وَاَسَرُّوا النَّجْوٰى ﴿٦٣﴾

٦٣-هيءُ ٻڌي (فرعون ۽ انهيءَ جا ساٿي) پاڻ ۾ بحث ڪرڻ لڳا ۽ ڳجها منصوبا ڪرڻ لڳا.

قَالُوْٓا اِنْ هٰذٰنِ لَسٰحِرٰنِ يُرِيْدٰنِ اَنْ

٦٤-(۽) انهن چيو هي ٻئي (يعني موسيٰ ۽ هارون) پڪ ڪجهه به ناهن صرف جادوگر

يُّخْرِجٰكُمْ مِّنْ اَرْضِكُمْ بِسِحْرِهِمَا وَيَذْهَبَا بِطَرِيْقَتِكُمُ الْمُثْلٰى ﴿٦٤﴾

آهن (جيڪي) اِهو گهرن ٿا ته توهان کي توهان جي زمين مان پنهنجي جادوءَ جي زور سان ڪڍي ڇڏين ۽ توهانجي اعلٰي درجي جي مذهب کي تباهه ڪري ڇڏين.

فَاَجْمِعُوْا كَيْدَكُمْ ثُمَّ ائْتُوْا صَفًّا ۚ وَقَدْ اَفْلَحَ الْيَوْمَ مَنِ اسْتَعْلٰى ﴿٦٥﴾

۶۵-پوءِ گهرجي ته توهان به پنهنجون تدبيرون سوچي وٺو پوءِ سيئي هڪ جماعت جي شڪل ۾ اچو ۽ جيڪو (شخص)اڄ کٽندو اهو ضرور بامراد ٿيندو.

قَالُوْا يٰمُوْسٰۤى اِمَّاۤ اَنْ تُلْقِيَ وَاِمَّاۤ اَنْ نَّكُوْنَ اَوَّلَ مَنْ اَلْقٰى ﴿٦٦﴾

۶۶-(انهيءَ تي انهن ماڻهن جن کي موسٰي جي مقابلي لاءِ فرعون گڏ ڪيو هو) چيو ته اي موسٰي! يا تون (پنهنجي تدبير) اڇلاءِ (يعني ظاهر ڪر) يا اسان توکان پهرين اڇلايون.

قَالَ بَلْ اَلْقُوْا ۚ فَاِذَا حِبَالُهُمْ وَعِصِيُّهُمْ يُخَيَّلُ اِلَيْهِ مِنْ سِحْرِهِمْ اَنَّهَا تَسْعٰى ﴿٦٧﴾

۶۷-(تڏهن موسٰي) چيو (چڱو اِهو آهي) ته توهان (پنهنجي تدبير)اڇلايو (يعني ظاهر ڪيو) پوءِ (انهن جيڪا تدبير ڪئي) انهيءَ جي نتيجي ۾ انهن جون نوڙيون ۽ انهن جون لٺيون موسٰي کي (انهن جي فريب سببان) ائين نظر آيون جڻ اهي پڇي رهيون آهن.

فَاَوْجَسَ فِيْ نَفْسِهٖ خِيْفَةً مُّوْسٰى ﴿٦٨﴾

۶۸-۽ موسٰي پنهنجي دل ۾ ڪجهه ڀو محسوس ڪيو.

قُلْنَا لَا تَخَفْ اِنَّكَ اَنْتَ الْاَعْلٰى ﴿٦٩﴾

۶۹-(تڏهن) اسان وحي ڪئي (اي موسٰي!) نه ڊڄ، ڇو جو تون ئي غالب ايندين.

وَاَلْقِ مَا فِيْ يَمِيْنِكَ تَلْقَفْ مَا

۷۰- ۽ جيڪي ڪجهه تنهنجي ساڄي

صَنَعُوْا ؕ اِنَّمَا صَنَعُوْا كَيْدُ سٰحِرٍ ؕ وَلَا يُفْلِحُ السَّاحِرُ حَيْثُ اَتٰى ۝٧٠

هٿ ۾ آهي انهيءَ کي زمين تي چٽي ڏي. جيڪي ڪجهه انهن ڪيو آهي انهيءَ سموري کي اُهو ڳهي ويندو(يعني انهيءَ جو راز فاش ٿي پوندو) انهن جيڪي ڪجهه ڪيو آهي اهو ته جادوگرن جو هڪ ڏوڪو آهي. ۽ ڏوڪي باز جنهن به طرف کان اچي (خدا جي مقابلي ۾) ڪامياب ٿئو ٿي سگهي.

فَاُلْقِيَ السَّحَرَةُ سُجَّدًا قَالُوْٓا اٰمَنَّا بِرَبِّ هٰرُوْنَ وَمُوْسٰى ۝٧١

**٧١**-پوءِ (جڏهن موسيٰ جي لٺ ڦتي ڪرڻ کانپوءِ فرعون جا آندل)چالباز (پنهنجي ڪمزوري سمجهي ويا ته اُهي پنهنجي ضمير جي آواز کان) سجدي ۾ ڪيرايا ويا ۽ چوڻ لڳا ته اسان هارون ۽ موسيٰ جي رب تي ايمان آڻيون ٿا.

قَالَ اٰمَنْتُمْ لَهٗ قَبْلَ اَنْ اٰذَنَ لَكُمْ ؕ اِنَّهٗ لَكَبِيْرُكُمُ الَّذِيْ عَلَّمَكُمُ السِّحْرَ ۚ فَلَاُقَطِّعَنَّ اَيْدِيَكُمْ وَاَرْجُلَكُمْ مِّنْ خِلَافٍ وَّلَاُوصَلِّبَنَّكُمْ فِيْ جُذُوْعِ النَّخْلِ ؗ وَلَتَعْلَمُنَّ اَيُّنَآ اَشَدُّ عَذَابًا وَّاَبْقٰى ۝٧٢

**٧٢**-(انهيءَ تي فرعون) چيو، ڇا توهان منهنجي حڪم کان پهرين ئي انهيءَ تي ايمان آڻيو ٿا (معلوم ٿي ويو ته) اُهو توهان جو سردار آهي. جنهن توهان کي اِهي چالاڪيون سيکاريون آهن.پوءِ (انهيءَ فريب جي جزا ۾) مان توهان جا هٿ ۽ پير (پنهنجي) خلاف ورزيءَ جي سببان ڪپي ڇڏيندس ۽(مان توهان کي) کجيءَ جي ٿڙن سان ٻڌي صليب تي چاڙهيندس.۽ توهان کي معلوم ٿي ويندو ته اسان مان ڪير وڌيڪ سخت ۽ جٽادار عذاب ڏئي سگهي ٿو.

قَالُوْا لَنْ نُّؤْثِرَكَ عَلٰى مَا جَآءَنَا مِنَ

**٧٣**-(انهيءَ تي) انهن (يعني فرعون جي

الْبَيِّنٰتِ وَالَّذِيْ فَطَرَنَا فَاقْضِ مَآ اَنْتَ قَاضٍ ؕ اِنَّمَا تَقْضِيْ هٰذِهِ الْحَيٰوةَ الدُّنْيَا ؕ﴿۷۳﴾

پهرين ساڻين يا جادوگرن) چيو، اسان توکي انهن نشانن تي فوقيت نٿا ڏئي سگهون جيڪي (خدا جي طرفان) اسان وٽ آيا آهن ۽ نه انهيءَ (خدا) تي جنهن اسان کي پيدا ڪيو آهي. پوءِ جيڪو تنهنجو زور لڳي ٿو لڳاءِ تون صرف هن دنيا جي زندگيءَ کي ختم ڪري سگهين ٿو.

اِنَّآ اٰمَنَّا بِرَبِّنَا لِيَغْفِرَ لَنَا خَطٰيٰنَا وَمَآ اَكْرَهْتَنَا عَلَيْهِ مِنَ السِّحْرِ ؕ وَاللّٰهُ خَيْرٌ وَّاَبْقٰى ﴿۷۴﴾

۷۴- اسان (هاڻي) پنهنجي رب تي ايمان آڻي چڪا آهيون انهيءَ لاءِ ته هُو اسان جا گناهه معاف ڪري ۽ هن ڏوڪي بازيءَ (جي مقابلي) کي به معاف ڪري ڇڏي جنهن لاءِ تو اسان کي مجبور ڪيو هو ۽ اللّٰه سڀ کان بهتر آهي ۽ سڀني کان وڌيڪ قائم رهڻ وارو آهي.

اِنَّهٗ مَنْ يَّاْتِ رَبَّهٗ مُجْرِمًا فَاِنَّ لَهٗ جَهَنَّمَ ؕ لَا يَمُوْتُ فِيْهَا وَلَا يَحْيٰى ﴿۷۵﴾

۷۵- حقيقت هيءَ آهي ته جيڪو به شخص پنهنجي رب وٽ مجرم جي حيثيت ۾ حاضر ٿيندو آهي، انهيءَ کي يقيناً جهنم ملندو آهي نه هُو انهيءَ ۾ مرندو آهي نه زنده رهندو آهي.

وَمَنْ يَّاْتِهٖ مُؤْمِنًا قَدْ عَمِلَ الصّٰلِحٰتِ فَاُولٰٓئِكَ لَهُمُ الدَّرَجٰتُ الْعُلٰى ۙ﴿۷۶﴾

۷۶- ۽ جيڪو شخص مومن هئڻ جي حالت ۾ جڏهن ته اُهو ڳڻوڳڻ حال سارو عمل به ڪندو هوندو انهيءَ (خدا) وٽ ايندو ته اهڙو هر شخص اعليٰ درجو حاصل ڪندو.

جَنّٰتُ عَدْنٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ خٰلِدِيْنَ فِيْهَا ؕ وَذٰلِكَ جَزٰٓؤُا مَنْ تَزَكّٰى ﴿۷۷﴾ ع

۷۷- (اُهي درجا) هميشه رهڻ وارا باغ (هوندا) جن جي هيٺان نديون وهنديون هونديون (۽) اُهي انهن ۾ رهندا ايندا ۽

هي انهيءَ (شخص) جو مناسب بدلو آهي جيڪو پاڪيزگي اختيار ڪري ٿو

وَلَقَدْ اَوْحَيْنَآ اِلٰى مُوْسٰٓى ۙ اَنْ اَسْرِ بِعِبَادِيْ فَاضْرِبْ لَهُمْ طَرِيْقًا فِي الْبَحْرِ يَبَسًا ۙ لَّا تَخٰفُ دَرَكًا وَّلَا تَخْشٰى ﴿٧٨﴾

٧٨ـ ۽ اسان موسيٰ ڪي وحي ڪئي هئي ته منهنجن ٻانهن (يعني پنهنجي قوم) ڪي رات جي اونداهيءَ ۾ ڪيڍي وٺي وڃ، پوءِ انهن ڪي سمنڊ ۾ هڪ رستو ٻڌاءِ جيڪو خشڪ هجي. نه توهان ڪي اهو ڊپ هوندو ته ڪو (شخص) اچي پويان پڪڙي ۽ نه اوهان (سمنڊ جي تباهي ڪان) ڊڄندا (انهيءَ تي موسيٰ پنهنجي قوم ڪي وٺي سمنڊ ڏانهن ويو).

فَاَتْبَعَهُمْ فِرْعَوْنُ بِجُنُوْدِهٖ فَغَشِيَهُمْ مِّنَ الْيَمِّ مَا غَشِيَهُمْ ﴿٧٩﴾

٧٩ـ ۽ فرعون پنهنجا لشڪر وٺي انهن جي پويان لڳو ۽ سمنڊ انهيءَ ڪي ۽ سندس ساٿين ڪي بلڪل ڍڪي ڇڏيو.

وَاَضَلَّ فِرْعَوْنُ قَوْمَهٗ وَمَا هَدٰى ﴿٨٠﴾

٨٠ـ ۽ فرعون پنهنجي قوم ڪي گمراهه ڪيو ۽ هدايت جو رستو نه ٻڌايو.

يٰبَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ قَدْ اَنْجَيْنٰكُمْ مِّنْ عَدُوِّكُمْ وَوٰعَدْنٰكُمْ جَانِبَ الطُّوْرِ الْاَيْمَنَ وَنَزَّلْنَا عَلَيْكُمُ الْمَنَّ وَالسَّلْوٰى ﴿٨١﴾

٨١ـ اي بني اسرائيل! اسان توهان ڪي توهان جي دشمن ڪان نجات ڏئي چڪا آهيون ۽ انهيءَ ڪانپوءِ اسان توهان ڪي طور جي ساڄي پاسي هڪ آمهون سامهون وعدو①

١ـ مقابلي ۾ واعدو هي هُيو ته بني اسرائيل جيڪڏهن تورات جي حُڪمن تي قائم رهندا ته خداتعاليٰ اُنهن ڪي برڪت ڏيندو.پر بني اسرائيل جي ٻئي حصّي يعني عيسائين اِنهن حُڪمن مان سبت ڪي ڇڏي ڏنو. جيئن ته پاڻ مسيحي عالمن جو اقرار آهي يعني هڪ رومي بادشاهه جي چوڻ جي مطابق چنچر ڪي جيڪو سبت جو ڏينهن هو.مٽائي آچر ڪي سبت قرار ڏئي ڇڏيو.۽ يهودين اُنهن جي مقابلي ۾ واعدن ڪي ائين ٽوڙيو جو ڀهريان عزرا نبيءَ ڪي خدا قرار ڏنو. پيو عام ماڻهو ته پري رهيو پر محمد رسول اللّٰه ﷺ ڪي جيڪي موعود نبي هئا بار بار قتل ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائون ۽ پاڻ

ڪري چڪا آهيون. ۽ اسان توهان تي ترنجبين ۽ پونتريا به لاٿا هئا (انهيءَ لاءِ ته توهان لاءِ خوراڪ مهيا ڪيون).

كُلُوْا مِنْ طَيِّبٰتِ مَا رَزَقْنٰكُمْ وَلَا تَطْغَوْا فِيْهِ فَيَحِلَّ عَلَيْكُمْ غَضَبِيْ ۚ وَمَنْ يَّحْلِلْ عَلَيْهِ غَضَبِيْ فَقَدْ هَوٰى ﴿٨١﴾

٨١-(۽ چيو هو سين ته) جيڪي ڪجهه اسان توهان کي ڏنو آهي انهيءَ مان پاڪ شيون کائو ۽ انهيءَ (رزق) جي باري ۾ ظلم کان ڪم نه وٺجو، متان ائين ٿئي جو توهان تي منهنجو عذاب نازل ٿي وڃي ۽ جنهن تي منهنجو غضب نازل ٿئي.اُهو (بلنديءَ تان) ڪري پوندو آهي.

وَاِنِّيْ لَغَفَّارٌ لِّمَنْ تَابَ وَاٰمَنَ وَعَمِلَ صَالِحًا ثُمَّ اهْتَدٰى ﴿٨٢﴾

٨٢-۽ جيڪو ماڻهو توبه ڪري ۽ ايمان آڻي ۽ پوءِ حال سارو عمل(به)ڪري ۽ هدايت حاصل ڪري ته مان انهيءَ جا (وڏي کان وڏا)گناهه معاف ڪري ڇڏيندو آهيان.

وَمَآ اَعْجَلَكَ عَنْ قَوْمِكَ يٰمُوْسٰى ﴿٨٣﴾

٨٣-۽ (اسان چيو) اي موسىٰ! تون پنهنجي قوم کي ڇڏي ڇالاءِ جلدي جلدي اچي ويو آهين؟

قَالَ هُمْ اُولَآءِ عَلٰٓى اَثَرِيْ وَعَجِلْتُ اِلَيْكَ رَبِّ لِتَرْضٰى ﴿٨٤﴾

٨٤-(موسىٰ جواب ۾) چيو ته اهي(ماڻهو) منهنجي پويان پويان اچي رهيا آهن ۽ اي منهنجا رب! مان انهيءَ لاءِ تو وٽ جلدي آيو آهيان ته تون (منهنجي انهيءَ فعل تي) خوش ٿي وڃين.

قَالَ فَاِنَّا قَدْ فَتَنَّا قَوْمَكَ مِنْۢ بَعْدِكَ

٨٥-(انهيءَ تي خدا) چيو، اسان تنهنجي قوم کي توکان پوءِ هڪ آزمائش ۾ وجهي

(باقي حاشيو)سڳورن کان اڳ حضرت عيسىٰ عليه السلام کي قتل ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائون.

وَاَضَلَّهُمُ السَّامِرِيُّ ﴿٨٦﴾

چڏيو آهي ۽ سامريءَ انهن کي گمراهه ڪري ڇڏيو آهي.

فَرَجَعَ مُوْسٰٓى اِلٰى قَوْمِهٖ غَضْبَانَ اَسِفًا ۚ قَالَ يٰقَوْمِ اَلَمْ يَعِدْكُمْ رَبُّكُمْ وَعْدًا حَسَنًا ۗ اَفَطَالَ عَلَيْكُمُ الْعَهْدُ اَمْ اَرَدْتُّمْ اَنْ يَّحِلَّ عَلَيْكُمْ غَضَبٌ مِّنْ رَّبِّكُمْ فَاَخْلَفْتُمْ مَّوْعِدِىْ ﴿٨٧﴾

٨٧-انهيءَ تي موسىٰ پنهنجي قوم ڏانهن غصي سان پريل اداس موٽي ويو (۽ پنهنجي قوم کي) چيائين اي منهنجي قوم! ڇا توهانجي رب توهان سان هڪ سٺو واعدو نه ڪيو هو. ڇا انهيءَ واعدي جي پوري ٿيڻ ۾ ڪا دير ٿي وئي هئي يا توهان گهريو ٿي ته توهان تي توهانجي رب جي طرفان ڪو غضب نازل ٿئي، سو توهان منهنجي واعدي کي رد ڪري ڇڏيو.

قَالُوْا مَآ اَخْلَفْنَا مَوْعِدَكَ بِمَلْكِنَا وَلٰكِنَّا حُمِّلْنَآ اَوْزَارًا مِّنْ زِيْنَةِ الْقَوْمِ فَقَذَفْنٰهَا فَكَذٰلِكَ اَلْقَى السَّامِرِيُّ ﴿٨٨﴾

٨٨- انهن چيو اسان تنهنجي واعدي کي پنهنجي مرضيءَ سان رد نه ڪيو پر فرعون جي قوم جي زيورن جو جيڪو بار اسان تي وڌو ويو هو. انهيءَ کي اسان اڇلائي ڇڏيو ۽ اهڙي طرح سامريءَ به انهيءَ کي اڇلائي ڇڏيو.

فَاَخْرَجَ لَهُمْ عِجْلًا جَسَدًا لَّهٗ خُوَارٌ فَقَالُوْا هٰذَآ اِلٰهُكُمْ وَاِلٰهُ مُوْسٰى ۥ فَنَسِيَ ﴿٨٩﴾

٨٩-پوءِ هُن انهن① جي لاءِ (يعني اسان لاءِ) هڪ گابو تيار ڪيو جيڪو رڳو بوتو ئي هو، انهيءَ مان هڪ بي معنىٰ آواز② نڪتو ٿي (يعني سچو پچو گابو نه هو) پوءِ (انهي ۽ سندس ساٿين) چيو ته هي توهان جو به ۽ موسىٰ جو به خدا آهي ۽ هُو هن کي وساري

١-هي فرق سڌي ۽ اڻ سڌي طريقي(Direct and indirect method) جي ڪري آهي ته عربيءَ ۾ انگريزيءَ وانگر اِن ڊائريڪٽ ميٿڊ گهڻو استعمال ٿيندو آهي. پر اڙدو ۾ نه، اِن لاءِ قرآن مجيد ۾ جيڪو ”لَهُمْ“ جو لفظ هُيو اسان هِنَ جو ترجمو ”اسان لاءِ“ ڪيو آهي.

٢-خُوَار جي بابت ڏسو سورت اعراف آيت ١٤٩- نوٽ نمبر ٢.

اَفَلَا يَرَوْنَ اَلَّا يَرْجِعُ اِلَيْهِمْ قَوْلًا ۙ وَّلَا يَمْلِكُ لَهُمْ ضَرًّا وَّلَا نَفْعًا ۟

(پوئتي چڙي) ويو آهي.

٩٠-(بي شڪ سامري ۽ سندس ساٿين ائين ڪيو) پر ڇا انهن خود ڪو نہ ٿي ڏٺو تہ اهو ڳابو انهن جي ڪنهن بہ ڳالهہ جو جواب نہ ٿو ڏئي ۽ نہ انهن ڪي ڪو نقصان پهچائي سگهي ٿو ۽ نہ نفعو پهچائي سگهي ٿو.

وَلَقَدْ قَالَ لَهُمْ هٰرُوْنُ مِنْ قَبْلُ يٰقَوْمِ اِنَّمَا فُتِنْتُمْ بِهٖ ۚ وَاِنَّ رَبَّكُمُ الرَّحْمٰنُ فَاتَّبِعُوْنِيْ وَاَطِيْعُوْٓا اَمْرِيْ ۟

٩١-۽ هارون (موسىٰ جي واپس اچڻ کان بہ) پهرين انهن کي چئي چڏيو هو تہ اي منهنجي قوم! توهان کي هن (ڳابي) جي ذريعي آزمائش ۾ وڌو ويو آهي ۽ توهان جو رب تہ رحمٰن (خدا) آهي پوءِ منهنجي پيروي ڪيو ۽ منهنجي حڪم کي مڃيو (۽ شرڪ نہ ڪيو).

قَالُوْا لَنْ نَّبْرَحَ عَلَيْهِ عٰكِفِيْنَ حَتّٰى يَرْجِعَ اِلَيْنَا مُوْسٰى ۟

٩٢-(پر انهيءَ ضدي قوم) چيو، جيستائين موسىٰ اسان وٽ واپس نہ اچي اسان برابر هن جي عبادت ۾ رُڌل رهنداسين.

قَالَ يٰهٰرُوْنُ مَا مَنَعَكَ اِذْ رَاَيْتَهُمْ ضَلُّوْٓا ۟ۙ

٩٣- (جڏهن موسىٰ واپس آيو تہ هُن هارون کي) چيو اي هارون! جڏهن تو پنهنجي قوم کي گمراهہ ٿيندي ڏٺو هو تہ توکي ڪنهن منع ڪئي هئي؟

اَلَّا تَتَّبِعَنِ ۭ اَفَعَصَيْتَ اَمْرِيْ ۟

٩٤-تہ تون منهنجي نقش قدم تي نہ هلين؟ ڇا تو منهنجي حڪم جي نافرماني ڪئي؟

قَالَ يَبْنَؤُمَّ لَا تَاْخُذْ بِلِحْيَتِيْ وَلَا بِرَاْسِيْ ۚ اِنِّيْ خَشِيْتُ اَنْ تَقُوْلَ فَرَّقْتَ

٩٥-(هارون) چيو، اي منهنجي ماءُ جا پٽ! نہ منهنجي ڏاڙهيءَ (جا وار) پڪڙ ۽ نہ منهنجي مٿي جا وار (پڪڙ) مان تہ هن

بَيۡنَ بَنِیۡۤ اِسۡرَآءِیۡلَ وَلَمۡ تَرۡقُبۡ قَوۡلِیۡ ﴿۹۵﴾

ڳالهہ کان ڊڄي ويو هوس تہ تون اهو نہ چئين تہ تو بني اسرائيل ۾ نفاق وجهي ڇڏيو آهي ۽ منهنجي ڳالهہ جو خيال نہ رکيو (تہ قوم جي تنظيم قائم رهي).

قَالَ فَمَا خَطۡبُكَ یٰسَامِرِیُّ ﴿۹۶﴾

٩٦-(انهيءَ تي موسىٰ سامريءَ سان مخاطب ٿيو ۽) چيائين اي سامري! تنهنجو ڪهڙو معاملو آهي؟

قَالَ بَصُرۡتُ بِمَا لَمۡ یَبۡصُرُوۡا بِهٖ فَقَبَضۡتُ قَبۡضَةً مِّنۡ اَثَرِ الرَّسُوۡلِ فَنَبَذۡتُهَا وَكَذٰلِكَ سَوَّلَتۡ لِیۡ نَفۡسِیۡ ﴿۹۷﴾

٩٧-هنَ چيو، مون اُهو ڪي ڏٺو جيڪو هِنن ماڻهن نہ ڏٺو هو ۽ مون هن رسول (يعني موسىٰ) جي ڳالهين مان ڪجهہ اختيار ڪري ورتيون① (۽ ڪجهہ اختيار نہ ڪيون) پوءِ (جڏهن موقعو آيو تہ) مون انهن(اختيار ڪيل ڳالهين)کي بہ ڦٽو ڪري ڇڏيو ۽ منهنجي دل، اِها ئي شيءَ مون کي، سٺي ڪري ڏيکاري هئي.

قَالَ فَاذۡهَبۡ فَاِنَّ لَكَ فِی الۡحَیٰوةِ اَنۡ تَقُوۡلَ لَا مِسَاسَ ۪ وَاِنَّ لَكَ مَوۡعِدًا لَّنۡ تُخۡلَفَهٗ ۚ وَانۡظُرۡ اِلٰۤی اِلٰهِكَ الَّذِیۡ

٩٨-(موسىٰ) چيو، چڱو تو وڃ، تنهنجي هن دنيا ۾ اِهائي سزا آهي تہ تون هن(دنيا) ۾ هر هڪ کي اهو چوندو رهين تہ (مون کي) ڇُهو نہ (يعني مونکي

١-مفسر چوندا آهن تہ سامريءَ هي چيو هو تہ مون جبرائيل کي ڏسي ورتو هو ۽ هُن جي گهوڙي جي پيرن جي مٽي کڻي ورتي هُئي اُن مان هي گابو تيار ڪيو هو. پر قرآن مجيد ۾ رسول جو لفظ آهي جنهن مان موسىٰ؊ مراد آهن ۽ اثر مان مراد ڳالهہ يا سنّت آهي جيئن تہ لُغت مان ثابت آهي (اقرب) سامريءَ تہ فقط هي چيو هو تہ پهريان مون هن رسول يعني موسىٰ؊ جي تعليم کي اختيار ڪيو هو.پوءِ جڏهن مناسب موقعو ڏٺم تہ موسىٰ؊ ترديد ڪرڻ لاءِ موجود ناهي تہ هِن تعليم کي اُڇلائي ڇڏيم.

ظَلْتَ عَلَيْهِ عَاكِفًا ۖ لَنُحَرِّقَنَّهُ ثُمَّ لَنَنْسِفَنَّهُ فِي الْيَمِّ نَسْفًا ﴿٩٨﴾

موسىٰ گندو قرار ڏئي ڇڏيو آهي)۽ (موسىٰ سامريءَ کي اِهو به چيو ته) تنهنجي لاءِ هڪ مقرر وقت آهي (يعني سزا جو) جنهن کي تون ٽاري نه سگهندين ۽ تون پنهنجي معبود ڏانهن ڏس جنهن جي سامهون ويهي تون انهيءَ جي پوڄا ڪندو هئين، اسان هِن کي ساڙينداسين ① ۽ پوءِ انهيءَ کي سمنڊ ۾ اڇلائي ڇڏينداسين.

إِنَّمَا إِلَٰهُكُمُ اللَّهُ الَّذِي لَا إِلَٰهَ إِلَّا هُوَ ۚ وَسِعَ كُلَّ شَيْءٍ عِلْمًا ﴿٩٩﴾

**٩٩**ـتوهان جو معبود ته صرف اللّٰه آهي جنهن کانسواءِ ٻيو ڪو به معبود ڪونهي، اهو هر هڪ شئي کي ڄاڻي ٿو.

كَذَٰلِكَ نَقُصُّ عَلَيْكَ مِنْ أَنْبَاءِ مَا قَدْ سَبَقَ ۚ وَقَدْ آتَيْنَاكَ مِنْ لَدُنَّا ذِكْرًا ﴿١٠٠﴾

**١٠٠**ـاهڙيءَ طرح اسان تنهنجي سامهون پهرين ماڻهن جون خبرون بيان ڪيون ٿا ۽ اسان توکي پنهنجي طرفان ذڪر (يعني قرآن) عطا فرمايو آهي.

مَنْ أَعْرَضَ عَنْهُ فَإِنَّهُ يَحْمِلُ يَوْمَ الْقِيَامَةِ وِزْرًا ﴿١٠١﴾

**١٠١**ـجيڪو انهيءَ کان منهن موڙيندو اهو قيامت جي ڏينهن هڪ تمام وڏو بوجهه کڻندو.

خَالِدِينَ فِيهِ ۖ وَسَاءَ لَهُمْ يَوْمَ الْقِيَامَةِ

**١٠٢**ـ(اهڙا ماڻهو) انهيءَ حالت ۾ وڏي دير تائين رهندا ۽ قيامت جي ڏينهن اهو

١ ـعيسائي مصنّف اڪثر اعتراض ڪندا آهن ته ڳابو سون جو هُيو ۽ سون سڙي خاڪ نٿو ٿي سگهي. هِن جو، جواب هي آهي ته سامريءَ جي غرض دوکو هيو ۽ هن جي لاءِ ڳابي جي وات ۽ پُڇ ۾ ڪاٺ جا سانچا لڳائڻ ضروري هئاتهجيئن هوا اچڻ سان آواز نڪري.ان ڪري جڏهن ڳابو ساڙيو ويو ته سانچا به سڙيا ۽ اُنهن جي خاڪ بڻجي وئي.جنهن کي موسىٰ عہ سون جي واريءَ سان گڏ درياهه ۾ ڦٽو ڪرائي ڇڏيو.(نَسَفَ جي معنىٰ لغت ۾ ڦٽو ڪرڻ جي لکيل آهي. ڏسو مفردات)

حِمۡلًا ۙ﴿۱۰۲﴾

(بوجهہ) اجا بہ تڪليف ڏيندڙ هوندو.

يَّوۡمَ يُنۡفَخُ فِى الصُّوۡرِ وَنَحۡشُرُ الۡمُجۡرِمِيۡنَ يَوۡمَئِذٍ زُرۡقًا ۖ﴿۱۰۳﴾

**۱۰۳**۔جنهن ڏينهن نفيل وڄائي ويندي ۽ انهيءَ ڏينهن مجرمن کي اسان اهڙي حالت ۾ اٿاريندا سين جو انهن جون اکيون نيريون ① هونديون.

يَّتَخَافَتُوۡنَ بَيۡنَهُمۡ اِنۡ لَّبِثۡتُمۡ اِلَّا عَشۡرًا ﴿۱۰۴﴾

**۱۰۴**۔ اهي پاڻ ۾ آهستي آهستي ڳالهيون ڪندا تہ توهان تہ صرف ڏهہ (صديون هن دنيا ۾ حاڪم) رهيا آهيو.

نَحۡنُ اَعۡلَمُ بِمَا يَقُوۡلُوۡنَ اِذۡ يَقُوۡلُ اَمۡثَلُهُمۡ طَرِيۡقَةً اِنۡ لَّبِثۡتُمۡ اِلَّا يَوۡمًا ﴿۱۰۵﴾ ع

**۱۰۵**۔اسان خوب ڄاڻون ٿا انهيءَ کي جيڪي اهي چوندا جڏهن انهن مان سيني کان وڌيڪ انهن جي مذهب ② تي هلڻ وارو چوندو تہ توهان صرف هڪ ٿورڙي مدت③ ترسيا آهيو.

وَيَسۡـَٔلُوۡنَكَ عَنِ الۡجِبَالِ فَقُلۡ يَنۡسِفُهَا رَبِّىۡ نَسۡفًا ۙ﴿۱۰۶﴾

**۱۰۶**۔۽ اهي توکان جبلن④ جي متعلق پڇن ٿا تون چوءُ تہ انهن کي منهنجو رب پٽي اڇلائي ڇڏيندو.

---

۱۔هن جڳهہ تي هي واضح ڪيو ويو آهي تہ هتي يورپ جي قومن جو ذڪر آهي جَن جون اکيون نيريون هونديون آهن.۽ اڳين آيت ۾ ٻڌايو آهي تہ هو پنهنجي ترقيءَ کانپوءِ زوال جي دور ۾ چوندا تہ اسان تہ رڳو ڏهہ رهيا آهيون يعني ڏهہ صديون ۽ يورپي قومن جي ترقيءَ جو زمانو ايتروئي نهي ٿو.

۲۔يعني پوپ يا اهڙو ئي ڪو وڏو عيسائي. جيئن تہ لغت ۾ طَرِيۡقَةٌ جي معنيٰ شَرِيۡفُ الۡقَوۡمِ جي بہ لکيل آهي. يعني قوم جو سردار(اقرب).

۳۔جڏهن عذاب ايندو آهي تہ آرام ۽ ترقيءَ جو وقت تمام ٿورو محسوس ٿيندو آهي. اِنهيءَ ڏانهن هِن آيت ۾ اشارو آهي.

۴۔جبل جي معنيٰ اسان پهريان لکي چُڪا آهيون. لغت ۾ وڏي ماڻهوءَ جي بہ هوندي آهي.(اقرب)

فَيَذَرُهَا قَاعًا صَفْصَفًا ﴿١٠٧﴾

١٠٧- ۽ انهن کي هڪ اهڙي پوٽي جي صورت ۾ ڇڏي ڏيندو.

لَّا تَرٰى فِيْهَا عِوَجًا وَّلَآ اَمْتًا ﴿١٠٨﴾

١٠٨- جو نہ تہ تون انهيءَ ۾ ڪو ور ڏسندين ۽ نہ ڪا مٿاهين.

يَوْمَىِٕذٍ يَّتَّبِعُوْنَ الدَّاعِيَ لَا عِوَجَ لَهٗ ۚ وَخَشَعَتِ الْاَصْوَاتُ لِلرَّحْمٰنِ فَلَا تَسْمَعُ اِلَّا هَمْسًا ﴿١٠٩﴾

١٠٩-انهيءَ ڏينهن ماڻهو سڏڻ واري جي پنيان لڳي پوندا جنهن جي تعليم① ۾ ڪو ڏنگ نہ هوندو ۽ رحمٰن (خدا جي آواز) جي مقابلي ۾ (انسانن جا) آواز دٻجي ويندا پوءِ تون سواءِ سُس پُس ②جي پيو ڪجهہ نہ ٻڌندين.

يَوْمَىِٕذٍ لَّا تَنْفَعُ الشَّفَاعَةُ اِلَّا مَنْ اَذِنَ لَهُ الرَّحْمٰنُ وَرَضِيَ لَهٗ قَوْلًا ﴿١١٠﴾

١١٠-انهيءَ ڏينهن شفاعت③ سواءِ انهيءَ جي جنهن جي حق ۾ شفاعت ڪرڻ جي اجازت رحمٰن (خدا) ڏيندو ۽ جنهن جي حق ۾ ڳالهہ ڪرڻ کي اُهو پسند ڪندو. ڪنهن کي نفعو نہ ڏيندي.

يَعْلَمُ مَا بَيْنَ اَيْدِيْهِمْ وَمَا خَلْفَهُمْ وَلَا يُحِيْطُوْنَ بِهٖ عِلْمًا ﴿١١١﴾

١١١-اُهو جو ڪجهہ انهن جي اڳيان اچڻ وارو آهي انهيءَ کي بہ ڄاڻي ٿو ۽ جو ڪجهہ انهن جي پويان گذري چڪو آهي

١-يعني جڏهن بين قومن تي تباهي اچڻ شروع ٿيندي ۽ جبل جهڙيون مضبوط قومون تباهہ ٿي زمين سان لڳي وينديون. تڏهن ماڻهو اُن نبيءَ کي مڃڻ شروع ڪندا جنهن جي تعليم ۾ ڪا خرابي نہ هوندي. يعني محمد رسول الله ﷺ، جيئن تہ قرآن ڪريم ۾ قرآني تعليم جي بار بار اِها ئي ساراهہ اچي ٿي.

٢-يعني دپ جي ڪري آواز دٻجي ويندا.

٣-هن آيت ۾ عيسائين جو ردّ ڪيو ويو آهي. جيڪي مسيح عہ کي شفيع چوندا آهن ۽ محمد رسول الله ﷺ جي شفيع هجڻ جو اعلان ڪيو ويو آهي. ڇو تہ رڳو اُهي ئي آهن جيڪي رحمٰن تي ايمان آڻڻ لاءِ زور ڀرن ٿا ۽ جن جي شفاعت کي قرآني ڪلام جائز رکيو آهي پر عيسائيت هِن جي برخلاف رحمانيت جي منڪر آهي اِن لاءِ هِن آيت ۾ شفاعت جي اجازت صرف رسول الله ﷺ جي حق ۾ آهي.

انهيءَ کي بہ جاڻي ٿو ۽ اُهي پنهنجي علم جي ذريعي انهيءَ (خدا)جو گهيرو ڪري نٿا سگهن.

وَعَنَتِ الْوُجُوْهُ لِلْحَيِّ الْقَيُّوْمِ ۭ وَقَدْ خَابَ مَنْ حَمَلَ ظُلْمًا ﴿١١١﴾

**١١٢**۔ ۽ (انهيءَ ڏينهن) زندهہ ۽ قائم رهڻ ۽ قائم رکڻ واري (خدا) جي سامهون سڀ وڏا ماڻهو (ادب سان) جهڪي ويندا ۽ جيڪو ظلم ڪندو اهو ناڪام رهندو.

وَمَنْ يَّعْمَلْ مِنَ الصّٰلِحٰتِ وَهُوَ مُؤْمِنٌ فَلَا يَخٰفُ ظُلْمًا وَّلَا هَضْمًا ﴿١١٢﴾

**١١٣**۔ ۽ جنهن وقت جي ضرورت جي مطابق عمل ڪيا هوندا ۽ اهو مومن بہ هوندو، اهو نہ تہ ڪنهن قسم جي ظلم کان ڊڄندو ۽ نہ ڪنهن قسم جي حق تلفيءَ کان.

وَكَذٰلِكَ اَنْزَلْنٰهُ قُرْاٰنًا عَرَبِيًّا وَّصَرَّفْنَا فِيْهِ مِنَ الْوَعِيْدِ لَعَلَّهُمْ يَتَّقُوْنَ اَوْ يُحْدِثُ لَهُمْ ذِكْرًا ﴿١١٣﴾

**١١٤**۔ ۽ اهڙي طرح اسان هن (ڪتاب) کي عربي زبان جي قرآن جي صورت ۾ لاٿو آهي ۽ انهيءَ ۾ هر قسم جي ڊيڄارڻ کي کولي کولي بيان ڪيو آهي انهيءَ لاءِ تہ اهي تقويٰ اختيار ڪن يا هي (قرآن) انهن جي لاءِ (خدا جي) ياد جو سامان (نئين سر) پيدا ڪري.

فَتَعٰلَى اللّٰهُ الْمَلِكُ الْحَقُّ ۚ وَلَا تَعْجَلْ بِالْقُرْاٰنِ مِنْ قَبْلِ اَنْ يُّقْضٰٓى اِلَيْكَ وَحْيُهٗ ۡ وَقُلْ رَّبِّ زِدْنِيْ عِلْمًا ﴿١١٤﴾

**١١٥**۔ پوءِ اللّٰه جيڪو بادشاهہ آهي، وڏي شان وارو آهي ۽ هميشه قائم رهڻ وارو آهي ۽ تون قرآن (جي وحي) لهڻ کان پهرين انهيءَ جي باري ۾ جلديءَ کان ڪم نہ وٺ ۽ (تفصيل سان) چوندو رهہ تہ اي منهنجا رب! منهنجي علم کي وڌاءِ.

وَلَقَدْ عَهِدْنَآ اِلٰٓى اٰدَمَ مِنْ قَبْلُ فَنَسِيَ وَلَمْ

**١١٦**۔ ۽ اسان هن کان پهرين آدم کي (هڪ

نَجِدْ لَهٗ عَزْمًا ﴿١١٦﴾ ع ١١ / ١٥

ڳالهہ جي) تاڪيد ڪئي هئي پر هن ڪان وسري وئي ۽ اسان چڱيءَ طرح سمجهي ورتو تہ سندس دل ۾ اسانجي حڪم جي پيچڪڙيءَ جو ڪو بہ پختو ارادو نہ هو.

وَ اِذْ قُلْنَا لِلْمَلٰٓئِكَةِ اسْجُدُوْا لِاٰدَمَ فَسَجَدُوْٓا اِلَّآ اِبْلِيْسَ ؕ اَبٰى ﴿١١٧﴾

١١٧- ۽ (هيءُ بہ ياد ڪيو تہ) جڏهن اسان ملائڪن کي چيو تہ آدم (جي پيدائش جي شڪراني ۾ خدا) کي سجدو ڪيو تہ ابليس کانسواءِ سڀني سجدو ڪيو. انهيءَ انڪار ڪيو.

فَقُلْنَا يٰٓاٰدَمُ اِنَّ هٰذَا عَدُوٌّ لَّكَ وَ لِزَوْجِكَ فَلَا يُخْرِجَنَّكُمَا مِنَ الْجَنَّةِ فَتَشْقٰى ﴿١١٨﴾

١١٨-انهيءَ تي اسان (آدم کي) چيو، اي آدم! هي(ابليس) يقيناً تنهنجو ۽ تنهنجي ساٿين جو دشمن آهي. پوءِ توهان ٻنهي (گروهن) کي هي جنت مان نہ ڪڍي ڇڏي جو انهيءَ جي نتيجي ۾ تون (۽ تنهنجو هر هڪ ساٿي) مصيبت ۾ پئجي وڃي.

اِنَّ لَكَ اَلَّا تَجُوْعَ فِيْهَا وَ لَا تَعْرٰى ﴿١١٩﴾

١١٩- يقيناً هن① (جنت) ۾ تنهنجي لاءِ هي (مقدر) آهي تہ تون بکيو نہ رهين (۽ نہ تنهنجا ساٿي) ۽ تون اُگهاڙو نہ رهين.

وَ اَنَّكَ لَا تَظْمَؤُا فِيْهَا وَ لَا تَضْحٰى ﴿١٢٠﴾

١٢٠-۽ نہ تون اجارو رهين ۽ نہ اُس ۾ سڙين.

فَوَسْوَسَ اِلَيْهِ الشَّيْطٰنُ قَالَ يٰٓاٰدَمُ هَلْ اَدُلُّكَ عَلٰى شَجَرَةِ الْخُلْدِ وَ مُلْكٍ

١٢١-انهيءَ تي شيطان هنَ جي دل ۾ وسوسو ② وڌو(۽) چيائين اي آدم! ڇا مان توکي هڪ اهڙي وڻ جي خبر ڏيان جيڪو سدا

١-معلوم ٿئي ٿو تہ هي سڀ ڪان ڀهرين تعليم آهي جيڪا آدمؑ کي ملي هئي.يعني تنهنجي حڪومت جو قانون اهڙو هجي جو اُن جو هِن هِن طرح نتيجو نڪري.

٢-ڏسو سورت اعراف آيت ٢١ نوٽ نمبر ٥.

لَّا يَبْلٰى ﴿١٢١﴾

بهار آهي ۽ اهڙي بادشاهيءَ (جي خبر ڏيان) جيڪا ڪڏهن فنا نہ ٿيندي.

فَاَكَلَا مِنْهَا فَبَدَتْ لَهُمَا سَوْاٰتُهُمَا وَطَفِقَا يَخْصِفٰنِ عَلَيْهِمَا مِنْ وَّرَقِ الْجَنَّةِ ۫ وَعَصٰى اٰدَمُ رَبَّهٗ فَغَوٰى ﴿١٢٢﴾

**١٢٢**۔پوءِ انهن ٻنهي (يعني آدم ۽ انهيءَ جي ساٿين) انهيءَ وڻ مان ڪجهہ کاڌو(يعني انهيءَ جو مزو چکيو) جنهن تي انهن ٻنهي جون ڪمزوريون انهن تي کلي ويون ۽ اُهي ٻئي پنهنجي مٿان جنت جي زينت جا سامان ① (يعني نيڪ عملَ) ويڙهڻ لڳا ۽ آدم پنهنجي رب جي نافرماني ڪئي پوءِ هو صحيح رستي کان ڀٽڪي ويو.

ثُمَّ اجْتَبٰهُ رَبُّهٗ فَتَابَ عَلَيْهِ وَ هَدٰى ﴿١٢٣﴾

**١٢٣**۔انهيءَ کانپوءِ هنَ جي رب کيس چونڊيو ۽ انهيءَ تي رحم جي نظر ڪئي ۽ انهيءَ کي ڪم جو صحيح طريقو ٻڌايو.

قَالَ اهْبِطَا مِنْهَا جَمِيْعًا بَعْضُكُمْ لِبَعْضٍ عَدُوٌّ ۚ فَاِمَّا يَاْتِيَنَّكُمْ مِّنِّيْ هُدًى ۙ فَمَنِ اتَّبَعَ هُدَايَ فَلَا يَضِلُّ وَلَا يَشْقٰى ﴿١٢٤﴾

**١٢٤**۔(۽ خدا) چيو، توهان ٻئي(گروهہ) انهيءَ مان سيئي نڪري وڃو۔ توهان مان ڪي ڪن جا دشمن هوندا۔ پوءِ جيڪڏهن توهان وٽ منهنجي طرفان هدايت اچي تہ جيڪو منهنجي هدايت جي پيروي ڪندو اهو ڪڏهن گمراهہ نہ ٿيندو ۽ نہ ڪڏهن بربادي۾ پوندو.

وَمَنْ اَعْرَضَ عَنْ ذِكْرِيْ فَاِنَّ لَهٗ مَعِيْشَةً ضَنْكًا وَّ نَحْشُرُهٗ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ اَعْمٰى ﴿١٢٥﴾

**١٢٥**۔۽ جيڪو شخص منهنجي ياد ڏيارڻ جي باوجود منهن موڙيندو انهيءَ کي تڪليف واري زندگي ملندي ۽ قيامت جي ڏينهن اسان انهيءَ کي اَنڌواٿاريندا سين.

---

١ ۔ڏسو سورت اعراف آيت ٢٣۔ نوٽ نمبر١ .

قَالَ رَبِّ لِمَ حَشَرْتَنِيْٓ اَعْمٰى وَقَدْ كُنْتُ بَصِيْرًا ﴿١٢٦﴾

١٢٦ـ(جنهن تي) هُو چوندو، اي منهنجا رب! تو مون کي چو انڌو اٿاريو،جڏنهن ته مان چڱيءَ طرح ڏسي سگهندو هوس.

قَالَ كَذٰلِكَ اَتَتْكَ اٰيٰتُنَا فَنَسِيْتَهَا ۚ وَكَذٰلِكَ الْيَوْمَ تُنْسٰى ﴿١٢٧﴾

١٢٧ـ(انهيءَ تي خدا) فرمائيندو، تو وٽ به ته اسانجون آيتون آيون هيون جن کي تو وساري ڇڏيو هو سو اڄ توکي به (خدا جي رحمت جي ورهاست جي وقت) ترڪ ڪيو ويندو.

وَكَذٰلِكَ نَجْزِيْ مَنْ اَسْرَفَ وَلَمْ يُؤْمِنْ بِاٰيٰتِ رَبِّهٖ ۭ وَلَعَذَابُ الْاٰخِرَةِ اَشَدُّ وَاَبْقٰى ﴿١٢٨﴾

١٢٨ـ ۽ جيڪو خدائي قانون کان ٻاهر هليو ويندو آهي ۽ پنهنجي رب جي آيتن تي ايمان ناهي آڻيندو انهيءَ سان ائين ئي ٿيندو آهي ۽ (اهو ته صرف دنياوي سلوڪ آهي) آخرت جو عذاب انهيءَ کان به وڌيڪ سخت ۽ تمام گهڻي وقت تائين هلڻ وارو آهي.

اَفَلَمْ يَهْدِ لَهُمْ كَمْ اَهْلَكْنَا قَبْلَهُمْ مِّنَ الْقُرُوْنِ يَمْشُوْنَ فِيْ مَسٰكِنِهِمْ ۭ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ لِّاُولِي النُّهٰى ﴿١٢٩﴾ ع ١٣ ١٦

١٢٩ـڇا انهن ماڻهن کي (انهيءَ ڳالهه مان) هدايت حاصل نه ٿي ته انهن کان پهرين گذريل قومن مان گهڻين کي اسان تباهه ڪري ڇڏيو.اِهي(ماڻهو)اُنهن جي گهرن ۾ گهمن ڦرن ٿا انهيءَ ۾ عقل واري ماڻهن لاءِ وڏا نشان آهن.

وَلَوْلَا كَلِمَةٌ سَبَقَتْ مِنْ رَّبِّكَ لَكَانَ لِزَامًا وَّاَجَلٌ مُّسَمًّى ﴿١٣٠﴾ؕ

١٣٠ـ۽ جيڪڏهن هڪ ڳالهه تنهنجي رب جي طرفان پهرين نه گذري چڪي هجي ها ۽ مدت به مقرر نه هجي ها ته عذاب (انهن قومن لاءِ) دائمي بڻجي وڃي ها (۽

هڪ ڊگهي عرصي تائين جاري رهي ها).

فَاصْبِرْ عَلٰى مَا يَقُوْلُوْنَ وَسَبِّحْ بِحَمْدِ رَبِّكَ قَبْلَ طُلُوْعِ الشَّمْسِ وَقَبْلَ غُرُوْبِهَا ۚ وَمِنْ اٰنَآئِ الَّيْلِ فَسَبِّحْ وَاَطْرَافَ النَّهَارِ لَعَلَّكَ تَرْضٰى ﴿١٣١﴾

**١٣١**-پوءِ جيڪي ڪجهہ هي (ماڻهو) چون ٿا تون انهيءَ تي صبر ڪر (ڇو جو تنهنجي رب جي سنت اِهائي آهي تہ رحم ڪان ڪم ورتو وڃي) ۽ سج جي اڀرڻ ۽ انهيءَ جي لهڻ ڪان پهرين انهيءَ جي حمد سان انهيءَ جي تسبيح بہ ڪندو ڪر ۽ رات جي مختلف حصن ۾ (اهڙي طرح) ڏينهن جي سڀني حصن ۾ بہ انهيءَ جي تسبيح ڪندو ڪر، انهيءَ لاءِ تہ (انهيءَ جي فضل ڪي حاصل ڪري) تون خوش ٿي وڃين.

وَلَا تَمُدَّنَّ عَيْنَيْكَ اِلٰى مَا مَتَّعْنَا بِهٖٓ اَزْوَاجًا مِّنْهُمْ زَهْرَةَ الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا ۙ لِنَفْتِنَهُمْ فِيْهِ ؕ وَرِزْقُ رَبِّكَ خَيْرٌ وَّاَبْقٰى ﴿١٣٢﴾

**١٣٢**-۽ اسان جيڪي ڪجهہ انهن مان ڪن ماڻهن ڪي دنياوي زندگيءَ جي سينگار جا سامان ڏئي ڇڏيا آهن تون انهيءَ ڏانهن پنهنجي ٻنهي اکين جي نظر ڪي پکيڙي پکيڙي نہ ڏس، (ڇو جو اِهو سامان انهن ڪي انهيءَ لاءِ ڏنو ويو آهي) تہ اسان انهيءَ جي ذريعي انهن جي آزمائش ڪريون ۽ تنهنجي رب جو ڏنل رزق سڀ ڪان سٺو ۽ باقي رهڻ وارو آهي.

وَاْمُرْ اَهْلَكَ بِالصَّلٰوةِ وَاصْطَبِرْ عَلَيْهَا ؕ لَا نَسْئَلُكَ رِزْقًا ؕ نَحْنُ نَرْزُقُكَ ؕ وَالْعَاقِبَةُ لِلتَّقْوٰى ﴿١٣٣﴾

**١٣٣**-۽ تون پنهنجي ڪٽنب ڪي نماز جي تاڪيد ڪندو رهہ ۽ تون خود بہ انهيءَ (نماز) تي قائم رهہ. اسان تو ڪان رزق نہ ٿا گهرون، پر اسان توکي رزق ڏئي رهيا آهيون ۽ پڇاڙي تقويٰ جي ئي بهتر ٿيندي آهي.

وَقَالُوْا لَوْلَا يَاْتِيْنَا بِاٰيَةٍ مِّنْ رَّبِّهٖ ؕ اَوَلَمْ تَاْتِهِمْ بَيِّنَةُ مَا فِي الصُّحُفِ الْاُوْلٰى ﴿١٣٣﴾

١٣٣- ۽ اهي چون ٿا ته ڇو هُو اسان وٽ پنهنجي رب جي طرفان ڪو نشان نٿو آڻي. ڇا انهن وٽ اُهڙو نشان ناهي آيو، جهڙو پهرين ڪتابن ۾ بيان ٿي چڪو آهي.

وَلَوْ اَنَّآ اَهْلَكْنٰهُمْ بِعَذَابٍ مِّنْ قَبْلِهٖ لَقَالُوْا رَبَّنَا لَوْلَآ اَرْسَلْتَ اِلَيْنَا رَسُوْلًا فَنَتَّبِعَ اٰيٰتِكَ مِنْ قَبْلِ اَنْ نَّذِلَّ وَنَخْزٰى ﴿١٣٤﴾

١٣٤- ۽ جيڪڏهن اسان انهن کي هن (رسول) کان پهرين ڪنهن عذاب جي ذريعي ناس ڪري ڇڏيون ها ته اُهي چون ها، اي اسانجا رب! تو اسان ڏانهن ڪو رسول ڇو نه موڪليو.(جيڪڏهن تون ائين ڪرين ها) ته اسان تنهنجي نشانن جي پٺيان هلي پئون ها. انهيءَ کان اڳي جو اسان ذليل ۽ خوار ٿي وڃون ها.

قُلْ كُلٌّ مُّتَرَبِّصٌ فَتَرَبَّصُوْا ۚ فَسَتَعْلَمُوْنَ مَنْ اَصْحٰبُ الصِّرَاطِ السَّوِيِّ وَمَنِ اهْتَدٰى ﴿١٣٥﴾ ع ٨ ١٧

١٣٥-تون چؤ، هر هڪ شخص پنهنجي پڇاڙي جي انتظار ۾ آهي پوءِ توهان به (پنهنجي پڇاڙيءَ جو) انتظار ڪندا رهو.۽ توهان جلد ئي معلوم ڪري وٺندؤ ته ڪهڙو شخص سڌي رستي تي هلڻ وارن ۽ هدايت حاصل ڪرڻ وارن مان آهي (۽ ڪير نه آهي).

## سُوْرَةُ الْاَنْبِيَآءِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ مِائَةٌ وَّ ثَلَاثَ عَشْرَةَ اٰيَةً وَّ سَبْعَةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت انبياء، هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون هڪ سئو تيرهن آيتون ۽ ست رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١- (سان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهان ٿو).

اِقْتَرَبَ لِلنَّاسِ حِسَابُهُمْ وَهُمْ فِيْ غَفْلَةٍ مُّعْرِضُوْنَ ②

٢- ماڻهن ڪان حساب وٺڻ جو وقت ويجهو پهچي چڪو آهي پر اُهي (پوءِ به) غفلت ۾ (پيل) آهن ۽ منهن موڙيندا وڃن ٿا.

مَا يَاْتِيْهِمْ مِّنْ ذِكْرٍ مِّنْ رَّبِّهِمْ مُّحْدَثٍ اِلَّا اسْتَمَعُوْهُ وَهُمْ يَلْعَبُوْنَ ③

٣- انهن کي اُنهن جي رب جي طرفان ڪڏهن ڪا نئين يادگيري نٿي ڪرائي وڃي پر اهي انهيءَ کي ٻڌندا به وڃن ٿا ۽ انهيءَ تي کل مسخري به ڪندا وڃن ٿا.

لَاهِيَةً قُلُوْبُهُمْ ؕ وَاَسَرُّوا النَّجْوَى ۖ الَّذِيْنَ ظَلَمُوْا ۖ هَلْ هٰذَآ اِلَّا بَشَرٌ مِّثْلُكُمْ ۚ اَفَتَاْتُوْنَ السِّحْرَ وَاَنْتُمْ تُبْصِرُوْنَ ④

٤- انهن جون دليون غفلت ۾ پيل آهن- اُهي① ماڻهو جن ظلم ڪيو مان ٻيٺ ۾ مشورا ڪن ٿا (۽ چون ٿا) ته (ڏسو نه ٿا) هيءُ شخص توهان جهڙوئي هڪ بشر آهي پوءِ ڇا توهان انهيءَ جي دوکي ڏيندڙ ڳالهين ۾ اچو ٿا، حالانڪ توهان خوب ڄاڻو ٿا.

قٰلَ رَبِّيْ يَعْلَمُ الْقَوْلَ فِي السَّمَآءِ وَالْاَرْضِ ۡ وَهُوَ السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ ⑤

٥- (انهن ڳالهين کي ٻڌي محمد رسول اللّٰه) چيو منهنجو رب ڄاڻي ٿو انهن ڳالهين کي جيڪي آسمان ۾ (چيون وڃن ٿيون) ۽ (انهن

١- قرآن مجيد ۾ "واوٗ" جو لفظ آهي پر اڙدوءَ ۾ هن جڳهه "۽" استعمال ڪرڻ سان معنيٰ خراب ٿي ويندي آهي اِن لاءِ اسان "۽" جو لفظ ڇڏي ڏنو آهي.

كي به)جيكي زمين ۾ (چيون وجن) ٿيون ۽ اُهو ڏاڍو ٻڌڻ وارو(۽)وڏو ڄاڻڻ وارو آهي.

بَلۡ قَالُوۡۤا اَضۡغَاثُ اَحۡلَامٍۭ بَلِ افۡتَرٰىهُ بَلۡ هُوَ شَاعِرٌ ۖۚ فَلۡيَاۡتِنَا بِاٰيَةٍ كَمَاۤ اُرۡسِلَ الۡاَوَّلُوۡنَ ۝٦

**٦**-پر انهن(يعني مخالفن)ته ايستائين چئي ڇڏيو آهي ته هيءُ(ڪلام) ته پريشان خواب آهن.پر(پريشان خواب به ناهن)هُن ڏسي وائسي اِهي ڳالهيون پنهنجي طرفان ٺاهيون آهن بلڪ هُو شاعراڻو مزاج رکڻ وارو ماڻهو آهي(جنهن جي دماغ ۾ طرح طرح جا خيال اٿندا رهن ٿا)پوءِ گهرجي ته اسان وٽ ڪو نشان ڪٺي اچي جهڙي طرح پهريائين ① رسول نشانن سان موڪليا ويا هئا.

مَاۤ اٰمَنَتۡ قَبۡلَهُمۡ مِّنۡ قَرۡيَةٍ اَهۡلَكۡنٰهَا ۚ اَفَهُمۡ يُؤۡمِنُوۡنَ ۝٧

**٧**-انهن کان پهرين وسندين مان به جن کي اسان تباهه ڪري ڇڏيو هو ڪنهن ايمان نه آندو هو ته پوءِ ڇا هي ايمان آڻيندا.

وَمَاۤ اَرۡسَلۡنَا قَبۡلَكَ اِلَّا رِجَالًا نُّوۡحِىۡۤ اِلَيۡهِمۡ فَسۡـَٔلُوۡۤا اَهۡلَ الذِّكۡرِ اِنۡ كُنۡتُمۡ لَا تَعۡلَمُوۡنَ ۝٨

**٨**-۽ اسان توکان پهرين(به سدائين)مردن کي ئي رسول بڻائي موڪليندا هئا سين ۽ اسان انهن ڏانهن وحي ڪندا هئاسين ۽ (اي منڪرو)جيڪڏهن توهان (هيءَ ڳالهه) نه ٿا ڄاڻو ته اهل ڪتاب کان پُڇي ڏسو.

وَمَا جَعَلۡنٰهُمۡ جَسَدًا لَّا يَاۡكُلُوۡنَ الطَّعَامَ

**٩**-۽ اسان انهن رسولن کي اهڙو جسم نه ڏنو هو جو اُهي کاڌو نه کائيندا هجن ۽ نه

١-مڪي جا ڪافر رسولن جي اچڻ جا قائل ئي نه هُئا.هي اعتراض هنن جو هڪ ٺوڪ جي طور تي آهي، مراد هي آهي ته تون پاڻ چوين ٿو ته پهريان رسول قسمن قسمن جا نشان ڪٺي آيا هئا، پوءِ تون ڇو نشان نٿو آڻين.

وَمَا كَانُوْا خٰلِدِيْنَ ۝٩
ثُمَّ صَدَقْنٰهُمُ الْوَعْدَ فَاَنْجَيْنٰهُمْ وَمَنْ نَّشَآءُ وَاَهْلَكْنَا الْمُسْرِفِيْنَ ۝١٠
لَقَدْ اَنْزَلْنَآ اِلَيْكُمْ كِتٰبًا فِيْهِ ذِكْرُكُمْ ؕ اَفَلَا تَعْقِلُوْنَ ۝١١ ع
وَكَمْ قَصَمْنَا مِنْ قَرْيَةٍ كَانَتْ ظَالِمَةً وَّاَنْشَاْنَا بَعْدَهَا قَوْمًا اٰخَرِيْنَ ۝١٢
فَلَمَّآ اَحَسُّوْا بَاْسَنَآ اِذَا هُمْ مِّنْهَا يَرْكُضُوْنَ ۝١٣
لَا تَرْكُضُوْا وَارْجِعُوْٓا اِلٰى مَآ اُتْرِفْتُمْ فِيْهِ وَمَسٰكِنِكُمْ لَعَلَّكُمْ تُسْـَٔلُوْنَ ۝١٤
قَالُوْا يٰوَيْلَنَآ اِنَّا كُنَّا ظٰلِمِيْنَ ۝١٥

اُهي غير معمولي ① عمر ماڻڻ وارا ماڻهو هئا.

**١٠**۔ ۽ اسان جيڪو واعدو انهن سان ڪيو هو انهيءَ کي پورو ڪري ڏيکاريو ۽ انهن کي ۽ انهن ڪانسواءِ جن کي گهريو(دشمنن کان) نجات ڏني ۽ جيڪي حد کان وڌڻ وارا هئا انهن کي تباهه ڪري ڇڏيو.

**١١**۔اسان توهان ڏانهن اهڙو ڪتاب لاٿو آهي جنهن ۾ توهانجي بزرگيءَ جا سامان آهن ڇا توهان عقل نٿا ڪيو.

**١٢**۔ ۽ ڪيترين ئي وسنديون آهن جيڪي ظلم ڪنديون هيون جن کي اسان تباهه ڪري ڇڏيو ۽ انهن کانپوءِ هڪ ٻي قوم کي پيدا ڪيو.

**١٣**۔پوءِ جڏهن(تباهه ٿيڻ وارن ماڻهن) اسانجي عذاب کي محسوس ڪيو ته لڳا (انهيءَ کان بچڻ لاءِ) ڀڄڻ.

**١٤**۔(تڏهن اسان چيو) ڀڄو نه، ۽ انهن شين ڏانهن جن جي ذريعي توهان آرام جي زندگي بسر ڪندا هئا ۽ پنهنجي گهرن ڏانهن واپس وڃو انهيءَ لاءِ ته توهان کان توهانجن عملن جي متعلق سوال ڪيو وڃي.

**١٥**۔انهيءَ جو اُنهن اِهو جواب ڏنو ته هاءِ افسوس! اسان ته(عمر ڀر)ظلم ئي ڪندا رهياسين.

١۔ هي خالدٌ جو ترجمو آهي (ڏسو ڪتاب لغت، مفردات راغب هيٺ لفظ خلود)

فَمَا زَالَتْ تِّلْكَ دَعْوٰىهُمْ حَتّٰى جَعَلْنٰهُمْ حَصِيْدًا خٰمِدِيْنَ ﴿١٦﴾

١٦- ۽ اُهي اِها ئي ڳالھ ڪندا رهيا، ايستائين جو اسان انهن کي هڪ لٽيل پوک وانگر ڪري ڇڏيو. جنهن جي سڄي رونق برباد ٿي چڪي هئي.

وَمَا خَلَقْنَا السَّمَآءَ وَالْاَرْضَ وَمَا بَيْنَهُمَا لٰعِبِيْنَ ﴿١٧﴾

١٧- ۽ آسمان کي ۽ زمين کي ۽ جيڪي ڪجھ انهن ٻنهي جي وچ ۾ آهي. رڳو راند جي طور تي پيدا نا هي ڪيو(پر انهن جي پيدائش ۾ حڪمت هئي).

لَوْ اَرَدْنَآ اَنْ نَّتَّخِذَ لَهْوًا لَّاتَّخَذْنٰهُ مِنْ لَّدُنَّآ ۖ اِنْ كُنَّا فٰعِلِيْنَ ﴿١٨﴾

١٨- جيڪڏهن اسان کي ڪا دل وِندُرَ ئي تجويز ڪرڻي هجي ها، ته انهيءَ کي پنهنجي ① ويجهو ئي تجويز ڪيون ها.

بَلْ نَقْذِفُ بِالْحَقِّ عَلَى الْبَاطِلِ فَيَدْمَغُهٗ فَاِذَا هُوَ زَاهِقٌ ۭ وَلَكُمُ الْوَيْلُ مِمَّا تَصِفُوْنَ ﴿١٩﴾

١٩- پر اسان ته حق کي باطل تي ڪٽي هڻون ٿاءِ اُهو انهيءَ جو مٿو ڦاڙي ڇڏي ٿو ۽ اُهو (باطل)ترت ئي ڀڄي وڃي ٿو ۽ توهان تي توهانجي ڳالهين سببان افسوس آهي.

وَلَهٗ مَنْ فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۭ وَمَنْ عِنْدَهٗ لَا يَسْتَكْبِرُوْنَ عَنْ عِبَادَتِهٖ وَلَا يَسْتَحْسِرُوْنَ ﴿٢٠﴾

٢٠- ۽ جيڪي وجود به آسمان ۾ آهن ۽ زمين ۾ آهن سڀ انهيءَ جا آهن ۽ جيڪي انهيءَ وٽ آهن انهيءَ جي عبادت کان نافرماني نه ٿا ڪن ۽ نه(انهيءَ کان) ٿڪجن ٿا.

يُسَبِّحُوْنَ الَّيْلَ وَالنَّهَارَ لَا يَفْتُرُوْنَ ﴿٢١﴾

٢١- اهي رات جوبه ۽ ڏينهن جو به تسبيح ڪنداآهن ۽ اُهي انهيءَ کان رڪجن نه ٿا.

اَمِ اتَّخَذُوْٓا اٰلِهَةً مِّنَ الْاَرْضِ هُمْ

٢٢- ڇا انهن ماڻهن زمين مان معبود بڻايا

---

١- يعني مسيح عليه السلام کي دنيا ۾ ڇو موڪليون ها. پاڻ وٽ ئي رکون ها. وڌيڪ ڏسو تفسير ڪبير جلد پنجم صفحه ٥٠٠-٥٠١ سورت الانبياء.

يُنۡشِرُوۡنَ ﴿٢٢﴾ لَوۡ كَانَ فِيۡهِمَاۤ اٰلِهَةٌ اِلَّا اللّٰهُ لَفَسَدَتَا ۚ فَسُبۡحٰنَ اللّٰهِ رَبِّ الۡعَرۡشِ عَمَّا يَصِفُوۡنَ ﴿٢٣﴾

آهن؟ ۽ اُهي (مخلوق) پيدا ڪن ٿا.

**٢٣**۔جيڪڏهن انهن ٻنهي (يعني زمين ۽ آسمان) ۾ اللّٰه کانسواءِ ٻيا به معبود① هجن ها ته اهي ٻئي تباهه ٿي وڃن ها پوءِ اللّٰه جيڪو عرش جو به رب آهي سڀني نقصن کان پاڪ آهي ۽ انهن (ڳالهين) کان به جيڪي اهي چون ٿا.

لَا يُسۡـَٔلُ عَمَّا يَفۡعَلُ وَ هُمۡ يُسۡـَٔلُوۡنَ ﴿٢٤﴾

**٢٤**۔ جو ڪجهه اُهو ڪري ٿو انهيءَ جي متعلق اهو ڪنهن کي جوابدار ناهي ٿيندو. حالانڪ اُهي (ماڻهو) جوابدار هوندا آهن.

اَمِ اتَّخَذُوۡا مِنۡ دُوۡنِهٖۤ اٰلِهَةً ؕ قُلۡ هَاتُوۡا بُرۡهَانَكُمۡ ۚ هٰذَا ذِكۡرُ مَنۡ مَّعِىَ وَذِكۡرُ مَنۡ قَبۡلِىۡ ؕ بَلۡ اَكۡثَرُهُمۡ لَا يَعۡلَمُوۡنَ ۙ الۡحَقَّ فَهُمۡ مُّعۡرِضُوۡنَ ﴿٢٥﴾

**٢٥**۔ڇا هنن انهيءَ کانسواءِ معبود ٺاهيا آهن؟ تون چئين ته پنهنجو دليل آڻيو۔ هي (قرآن) ته انهن لاءِ به جيڪي مون سان آهن عزت ②جو سبب آهي ۽ جيڪي مون کان پهرين گذري چڪا آهن انهن لاءِ به وڏائيءَ جو سبب آهي پر انهن مان اڪثر حق کي سڃاڻن نٿا انهيءَ ڪري ان کان منهن موڙين ٿا.

وَمَاۤ اَرۡسَلۡنَا مِنۡ قَبۡلِكَ مِنۡ رَّسُوۡلٍ

**٢٦**۔ ۽ اسان تو کان پهرين جيترا به رسول

١۔يعني هڪ کان وڌيڪ ڪامل معبودن لاءِ ضروري هُيو ته اُنهن مان هر هڪ نئون شمسي نظام به ٺاهي ها۔ نه ته اُنهن مان ڪو به معبود قرار نٿي ڏئي سگهيو پي.۽ جيڪڏهن هڪ کان وڌيڪ شمسي نظام هجن ها ته قدرت جا قانون به مختلف هجن ها. جنهن جي ڪري دنيا چڪر ۾ پئجي وڃي ها ۽ تباهه ٿي وڃي ها.

٢۔ اڳوڻن لاءِ اهڙي طرح جو پهرين ماڻهن تي اُنهن جي اُمت وارن ڪوڙ مڙهي اعتراض پيدا ڪري ڇڏيا هُئا. قرآن اُهي سيئي ختم ڪري ڇڏيا ۽ اهڙي طرح پهرين ۽ پوين لاءِ عزت جو باعث بڻجي ويو.

اِلَّا نُوْحِيْٓ اِلَيْهِ اَنَّهٗ لَآ اِلٰهَ اِلَّآ اَنَا فَاعْبُدُوْنِ ﴿٢٦﴾

موڪليا آهن اسان انهن مان هر هڪ ڏانهن هيءَ وحي ڪندا هئاسين ته حقيقت هيءَ آهي ته مان هڪ ئي خدا آهيان. پوءِ (صرف) منهنجي عبادت① ڪيو.

وَقَالُوا اتَّخَذَ الرَّحْمٰنُ وَلَدًا سُبْحٰنَهٗ ؕ بَلْ عِبَادٌ مُّكْرَمُوْنَ ﴿٢٧﴾

**٢٧**۔ ۽ (هي ماڻهو) چون ٿا ته رحمٰن (خدا) پٽ ناهيو آهي (انهن جي ڳالهه صحيح نه آهي) هُو ته هر هيٺائيءَ کان پاڪ آهي۔ حقيقت هيءَ آهي ته (جن کي هي پٽ چون ٿا) اُهي خدا جا ڪجهه ٻانها آهن جن کي خدا جي طرفان عزت ملي آهي.

لَا يَسْبِقُوْنَهٗ بِالْقَوْلِ وَهُمْ بِاَمْرِهٖ يَعْمَلُوْنَ ﴿٢٨﴾

**٢٨**۔ اُهي خدا جي ڳالهه کان هڪ لفظ به وڌيڪ نٿا چون ۽ اُهي هن جي حڪمن تي عمل ڪن ٿا.

يَعْلَمُ مَا بَيْنَ اَيْدِيْهِمْ وَمَا خَلْفَهُمْ وَلَا يَشْفَعُوْنَ ۙ اِلَّا لِمَنِ ارْتَضٰى وَهُمْ مِّنْ خَشْيَتِهٖ مُشْفِقُوْنَ ﴿٢٩﴾

**٢٩**۔ اُهو (خدا) انهيءَ کي به ڄاڻي ٿو جيڪو انهن کي اڳيان اچڻ وارو آهي ۽ جيڪي اُهي پوئتي ڇڏي آيا آهن ۽ اُهي سواءِ انهيءَ جي جنهن لاءِ خدا اِها ڳالهه پسند ڪئي هجي ڪنهن جي لاءِ شفاعت نٿا ڪن ۽ اُهي انهيءَ جي خوف کان ڪنبندا رهن ٿا.

وَمَنْ يَّقُلْ مِنْهُمْ اِنِّيْٓ اِلٰهٌ مِّنْ دُوْنِهٖ فَذٰلِكَ نَجْزِيْهِ جَهَنَّمَ ؕ كَذٰلِكَ نَجْزِى

**٣٠**۔ ۽ جيڪو به انهن مان هي چوي ته مان خدا کانسواءِ معبود آهيان اسان انهيءَ کي جهنم ۾ وجهنداسين ۽ اسان ظالمن

١۔ هي آيت عربيءَ جي ترجمي جي لحاظ کان ڏاڍي ڏکي آهي. ڇو ته هي مضمون اڙدوءَ ۾ مثبت لفظن ۾ ادا ڪندا آهن. پر عربيءَ ۾ منفي لفظن سان. اسان ترجمي جي سهولت جي لاءِ مفهوم کي قائم رکندي ترجمو مثبت لفظن ۾ ڪري ڇڏيو آهي.

الظّٰلِمِيْنَ ۝٣٠ ع

كي اهڙو ئي بدلو ڏيندا آهيون.

اَوَلَمْ يَرَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْٓا اَنَّ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ كَانَتَا رَتْقًا فَفَتَقْنٰهُمَا ۭ وَجَعَلْنَا مِنَ الْمَآءِ كُلَّ شَيْءٍ حَيٍّ ۭ اَفَلَا يُؤْمِنُوْنَ ۝٣١

٣١-ڇا ڪافرن اِهو نہ ڏٺو تہ آسمان ۽ زمين ٻئي بند هئا،پوءِ اسان انهن کي کولي ڇڏيو① ۽ اسان پاڻيءَ سان هر زندهہ شيءِ کي زندهہ ڪيو آهي.پوءِ ڇا اُهي ايمان نٿا آڻين؟.

وَجَعَلْنَا فِي الْاَرْضِ رَوَاسِيَ اَنْ تَمِيْدَ بِهِمْ ۠ وَجَعَلْنَا فِيْهَا فِجَاجًا سُبُلًا لَّعَلَّهُمْ يَهْتَدُوْنَ ۝٣٢

٣٢-۽ اسان زمين ۾ جبل ٺاهيا تہ ائين نہ ٿئي جو اها (يعني زمين)انهن(يعني اهل زمين) سميت سخت زلزلي ۾ مبتلا ٿي وڃي- ۽ اسان زمين ۾ کليل کليل رستا بہ ٺاهيا انهيءَ لاءِ تہ هي ماڻهو انهن جي ذريعي (مختلف هنڌن تائين) پهچن.

وَجَعَلْنَا السَّمَآءَ سَقْفًا مَّحْفُوْظًا ښ وَّهُمْ عَنْ اٰيٰتِهَا مُعْرِضُوْنَ ۝٣٣

٣٣-۽ اسان آسمان کي هڪ مضبوط ڇت (يعني حفاظت جو ذريعو)ٺاهيو آهي ۽ پوءِ بہ اهي انهيءَ جي نشانن(يعني آسمان مان ظاهر ٿيڻ وارن نشانن)مان(جيڪي انهن جي فائدي جي لاءِ آهن)منهن موڙين ٿا.

وَهُوَ الَّذِيْ خَلَقَ الَّيْلَ وَالنَّهَارَ وَالشَّمْسَ

٣٤-۽ اهو ئي آهي جنهن رات ۽ ڏينهن

١-يعني جيستائين خدا تعاليٰ وحي نہ موڪلي آسمان ۽ زمين جي هدايت جو ڪو سامان نہ ٿيو پر جڏهن اسان هُن کي کوليو ۽ وحي نازل ڪئي تڏهن هدايت جو سامان پيدا ٿيو.۽ ثابت ٿيو تہ وحي الٰهيءَ کانسواءِ ڪازندگي ناهي.تعجب آهي تہ هي ماڻهو پوءِ بہ ايمان نٿا آڻين.موجوده سائنس بہ هي ثابت ڪري ڇڏيو آهي تہ جڏهن ڪو نئون نظام شمسي پيدا ٿيندو آهي تہ پهرين هو هڪ بال وانگر هوندو آهي. پوءِ اندرين چڪرن سان هُن جا ڪنارا ڀري ڀري ڦِٽا ڪيا ويندا آهن ۽ نوان گرهہ ٺهجي ويندا آهن جيڪي اندرين محور جي چوڌير چڪر هڻڻ لڳندا آهن. ۽ هڪ نئون نظام شمسي ٺهجي ويندو آهي.

وَالْقَمَرَ ؕ كُلٌّ فِيْ فَلَكٍ يَّسْبَحُوْنَ ﴿٣٣﴾

ڪي ۽ سج ۽ چنڊ ڪي پيدا ڪيو آهي. اِهي سڀ (آسماني گرهه) پنهنجي پنهنجي محور ۾ بنا روڪ جي هلي رهيا آهن.

وَمَا جَعَلْنَا لِبَشَرٍ مِّنْ قَبْلِكَ الْخُلْدَ ؕ اَفَاۡئِنْ مِّتَّ فَهُمُ الْخٰلِدُوْنَ ﴿٣٤﴾

**٣٥**۔۽ اسان ڪنهن انسان ڪي توکان پهرين غير طبعي عمر ناهي بخشي - ڇا جيڪڏهن تون مري وڃين ته اُهي غير طبعي① عمر تائين زنده رهندا.

كُلُّ نَفْسٍ ذَآئِقَةُ الْمَوْتِ ؕ وَنَبْلُوْكُمْ بِالشَّرِّ وَالْخَيْرِ فِتْنَةً ؕ وَاِلَيْنَا تُرْجَعُوْنَ ﴿٣٥﴾

**٣٦**۔هر جان موت چکڻ واري آهي- ۽ اسان توهان جي بري ۽ سٺي حالات سان آزمائش ڪنداسين ۽ آخر اسان ڏانهن ئي توهان ڪي موٽائي آندو ويندو.

وَاِذَا رَاٰكَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْۤا اِنْ يَّتَّخِذُوْنَكَ اِلَّا هُزُوًا ؕ اَهٰذَا الَّذِيْ يَذْكُرُ اٰلِهَتَكُمْ ۚ وَهُمْ بِذِكْرِ الرَّحْمٰنِ هُمْ كٰفِرُوْنَ ﴿٣٦﴾

**٣٧**۔۽ جڏهن ڪافر توکي ڏسن ٿا ته توکي صرف هڪ حقير شيءِ سمجهن ٿا (۽ چون ٿا) ڇا اِهوئي شخص آهي جيڪو توهان جي معبودن جون اوٽايون ڳڻائي ٿو.حالانڪ اُهي رحمٰن(خدا)جي ذڪر جو انڪار ڪن ٿا.

خُلِقَ الْاِنْسَانُ مِنْ عَجَلٍ ؕ سَاُورِيْكُمْ اٰيٰتِيْ فَلَا تَسْتَعْجِلُوْنِ ﴿٣٧﴾

**٣٨**۔انسان جي اندر جلد بازيءَ جو مادو رکيو ويو آهي②، سو(ياد رکو) مان③ توهان ڪي پنهنجا نشان ڏيکاريندس، سو توهان جلد بازيءَ کان ڪم نه وٺو.

وَيَقُوْلُوْنَ مَتٰى هٰذَا الْوَعْدُ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ﴿٣٨﴾

**٣٩**۔۽ (اِهو ٻڌي)اُهي چون ٿا ته جيڪڏهن توهان ماڻهو (يعني مسلمان) سچا آهيو ته هيءُ واعدو ڪڏهن پورو ٿيندو؟

---

١۔ڏسو مفردات راغب.

٢۔ڏسو سورت الحجر آيت ٢٨ نوٽ نمبر ١.

٣۔يعني خدا تعاليٰ.

لَوْ يَعْلَمُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا حِيْنَ لَا يَكُفُّوْنَ عَنْ وُّجُوْهِهِمُ النَّارَ وَلَا عَنْ ظُهُوْرِهِمْ وَلَا هُمْ يُنْصَرُوْنَ ﴿٤٠﴾

٤٠-جيڪڏهن ڪافر انهيءَ گهڙيءَ کي ڄاڻي وٺن ها جڏهن اُهي نہ پنهنجي مُنهن کان ۽ نہ پنهنجي پٺين کان باهہ کي هٽائي سگهندا ۽ نہ ڪنهن جي طرفان انهن جي مدد ڪئي ويندي (تہ اُهي ايتري وڏائي نہ ڪن ها).

بَلْ تَأْتِيْهِمْ بَغْتَةً فَتَبْهَتُهُمْ فَلَا يَسْتَطِيْعُوْنَ رَدَّهَا وَلَا هُمْ يُنْظَرُوْنَ ﴿٤١﴾

٤١-پر(اُهو عذاب)انهن وٽ اوچتو ايندو ۽ انهن کي حيران ڪري ڇڏيندو پوءِ هو انهيءَ کي رد ڪرڻ جي طاقت نہ رکندا ۽ نہ انهن کي(ڪا)مهلت ڏني ويندي.

وَلَقَدِ اسْتُهْزِئَ بِرُسُلٍ مِّنْ قَبْلِكَ فَحَاقَ بِالَّذِيْنَ سَخِرُوْا مِنْهُمْ مَّا كَانُوْا بِهٖ يَسْتَهْزِءُوْنَ ﴿٤٢﴾ ع

٤٢-۽ توکان پهرين جيڪي رسول گذريا آهن انهن سان بہ ٺٺول ڪئي وئي هئي،پر نتيجو اِهو ٿيو جو جن انهن رسولن تي ٺٺول ڪئي هئي کين انهن ئي ڳالهين اچي گهيري ورتو جن جي ذريعي اُهي نبين تي ٺٺول ڪندا هئا.

قُلْ مَنْ يَّكْلَؤُكُمْ بِالَّيْلِ وَالنَّهَارِ مِنَ الرَّحْمٰنِ ؕ بَلْ هُمْ عَنْ ذِكْرِ رَبِّهِمْ مُّعْرِضُوْنَ ﴿٤٣﴾

٤٣-تون چئين تہ رات يا ڏينهن جي وقت رحمٰن(خدا)جي پڪڙ کان توهان کي ڪير بچائي سگهي ٿو.پر(حقيقت هي آهي تہ) اُهي پنهنجي رب جي ذڪر کان منهن موڙي رهيا آهن.

اَمْ لَهُمْ اٰلِهَةٌ تَمْنَعُهُمْ مِّنْ دُوْنِنَا ؕ لَا يَسْتَطِيْعُوْنَ نَصْرَ اَنْفُسِهِمْ وَلَا هُمْ مِّنَّا يُصْحَبُوْنَ ﴿٤٤﴾

٤٤-ڇا انهن جي تائيد ۾ ڪي(سچا)معبود آهن جيڪي انهن کي اسانجي عذاب کان بچائي سگهندا؟.اُهي(معبود)تہ پنهنجي جان جي بہ حفاظت نٿا ڪري سگهن ۽ نہ اسانجي مقابلي ۾ ڪو انهن جو ساٿ ڏئي سگهي ٿو.

بَلْ مَتَّعْنَا هٰٓؤُلَآءِ وَاٰبَآءَهُمْ حَتّٰى طَالَ

٤٥-حقيقت هيءَ آهي تہ اسان انهن کي بہ

عَلَيۡهِمُ الۡعُمُرُ ؕ اَفَلَا يَرَوۡنَ اَنَّا نَاۡتِى الۡاَرۡضَ نَنۡقُصُهَا مِنۡ اَطۡرَافِهَا ؕ اَفَهُمُ الۡغٰلِبُوۡنَ ۝٤٥

۽ انهن جي ابن ڏاڏن کي بہ تمام گهڻو مال متاع ڏنو هو.ايستائين جو انهن تي هڪ ڊگهو زمانو گذري ويو. پوءِ ڇا اِهي نٿا ڏسن تہ اسان انهن جي ملڪ ڏانهن وڌي رهيا آهيون ۽ ڪنارن① جي طرف کان انهيءَ کي ننڍو ڪندا وڃون ٿا. تہ ڇا (انهيءَ مان اِهوئي نتيجو نڪري ٿو تہ) اُهي غالب ايندا؟

قُلۡ اِنَّمَاۤ اُنۡذِرُكُمۡ بِالۡوَحۡىِ ۖ وَلَا يَسۡمَعُ الصُّمُّ الدُّعَآءَ اِذَا مَا يُنۡذَرُوۡنَ ۝٤٦

٤٦-تون انهن کي چؤ تہ مان تہ توهانکي وحيءَ جي ذريعي هوشيار ڪري رهيو آهيان ۽ (چڱيءَ طرح سمجهان ٿو تہ) جڏهن (روحاني) ٻوڙن کي هوشيار ڪيو وڃي تہ اُهي آواز نٿا ٻڌي سگهن.

وَلَئِنۡ مَّسَّتۡهُمۡ نَفۡحَةٌ مِّنۡ عَذَابِ رَبِّكَ لَيَقُوۡلُنَّ يٰوَيۡلَنَاۤ اِنَّا كُنَّا ظٰلِمِيۡنَ ۝٤٧

٤٧-۽ جيڪڏهن انهن کي تنهنجي رب جي عذاب جي گرميءَ جو ڪو جُهٽڪو لڳي وڃي تہ اُهي ضرور چوندا، اسان تي افسوس! اسان تہ ظلم ئي ڪندا رهياسين.

وَنَضَعُ الۡمَوَازِيۡنَ الۡقِسۡطَ لِيَوۡمِ الۡقِيٰمَةِ فَلَا تُظۡلَمُ نَفۡسٌ شَيۡـًٔا ؕ وَاِنۡ كَانَ مِثۡقَالَ حَبَّةٍ مِّنۡ خَرۡدَلٍ اَتَيۡنَا بِهَا ؕ وَكَفٰى بِنَا حٰسِبِيۡنَ ۝٤٨

٤٨-۽ اسان قيامت جي ڏينهن اهڙو تور② جو سامان (يعني پورو تورڻ وارو سامان) پيدا ڪنداسين جو جنهن جي سببان ڪنهن جان تي ٿورڙو بہ ظلم نہ ڪيو ويندو ۽ جيڪڏهن هي رائيءَ جي داڻي جي برابر بہ (ڪو عمل) هوندو تہ اسان (انهيءَ کي)

١-يعني ملڪ جا ڪنارا ۽ نيون اولادون مسلمانن جي قبضي ۾ ايندون وڃن ٿيون.

٢-قرآن مجيد ۾ بہ لفظ آهن اَلۡمَوَازِيۡن ۽ اَلۡقِسۡط- جيئن تہ اَلقسط بہ اَلۡمَوَازِيۡن جو هم معنيٰ آهي ۽ ترڪيب ۾ هِن جو بدل آهي ان ڪري اسان ٻنهي لفظن جي هڪ ئي معنيٰ ڪري ڇڏي آهي.

گڏ ڪنداسين ۽ اسان حساب وٺڻ لاءِ ڪافي آهيون.

وَلَقَدْ اٰتَيْنَا مُوْسٰى وَهٰرُوْنَ الْفُرْقَانَ وَضِيَآءً وَّ ذِكْرًا لِّلْمُتَّقِيْنَ ﴿٤٩﴾

۴۹-۽ اسان موسيٰ ۽ هارون کي امتيازي نشان بخشيو هو ۽ روشني بخشي هئي. ۽ متقين لاءِ هڪ يادگيري ڪرائڻ واري تعليم بخشي هئي.

الَّذِيْنَ يَخْشَوْنَ رَبَّهُمْ بِالْغَيْبِ وَهُمْ مِّنَ السَّاعَةِ مُشْفِقُوْنَ ﴿٥٠﴾

۵۰-اُهي(متقي)جيڪي پنهنجي رب کان غيب ۾(به)ڊڄن ٿا ۽ جيڪي جزا سزا جي مقرر ڪيل وقت کان به ڊڄندا رهن ٿا.

وَهٰذَا ذِكْرٌ مُّبٰرَكٌ اَنْزَلْنٰهُ ۭ اَفَاَنْتُمْ لَهٗ مُنْكِرُوْنَ ﴿٥١﴾

۵۱-۽ هي(قرآن)هڪ اهڙو يادگيرو ڪرائڻ وارو ڪتاب آهي جنهن ۾ سيني آسماني ڪتابن جون خوبيون وهي① اچي ويون آهن انهيءَ ڪري اسان لاٿو آهي پوءِ ڇا توهان اهڙي ڪتاب جا منڪر آهيو؟

وَلَقَدْ اٰتَيْنَآ اِبْرٰهِيْمَ رُشْدَهٗ مِنْ قَبْلُ وَكُنَّا بِهٖ عٰلِمِيْنَ ﴿٥٢﴾

۵۲-۽ اسان هن کان پهرين ابراهيم کي انهيءَ جي صلاحيت ۽ قابليت عطا ڪئي هئي ۽ اسان انهيءَ جي اندر کان چڱيءَ ريت واقف هئاسين.

اِذْ قَالَ لِاَبِيْهِ وَقَوْمِهٖ مَا هٰذِهِ التَّمَاثِيْلُ الَّتِيْٓ اَنْتُمْ لَهَا عٰكِفُوْنَ ﴿٥٣﴾

۵۳-جڏهن هُن پنهنجي پيءُ ۽ پنهنجي قوم کي چيو، هي ڪهڙا بت آهن جن جي اڳيان توهان وينا رهو ٿا.

قَالُوْا وَجَدْنَآ اٰبَآءَنَا لَهَا عٰبِدِيْنَ ﴿٥٤﴾

۵۴-انهن چيو اسان پنهنجن ابن ڏاڏن کي ڏٺو هو ته اُهي اِنهن جي عبادت ڪندا هئا.

---

١-قرآن مجيد ۾ مُبَارَكٌ جو لفظ آهي جو بِرُكَةٌ (يعني تالاب)مان نڪتو آهي.اِن لاءِ اسان ”وهي اچي ويون آهن“ ترجمو ڪيو آهي.(مفردات)

قَالَ لَقَدْ كُنْتُمْ اَنْتُمْ وَاٰبَآؤُكُمْ فِيْ ضَلٰلٍ مُّبِيْنٍ ﴿٥٥﴾

**۵۵**-هنَ چيو، تڏهن توهان به ۽ توهانجا ابا ڏاڏا به هڪ کليل گمراهيءَ ۾ مبتلا هئا.

قَالُوْٓا اَجِئْتَنَا بِالْحَقِّ اَمْ اَنْتَ مِنَ اللّٰعِبِيْنَ ﴿٥٦﴾

**۵٦**-انهن چيو، ڇا تون اسان وٽ هڪ حقيقت کڻي آيو آهين يا تون اسان سان مذاق ڪري رهيو آهين.

قَالَ بَلْ رَّبُّكُمْ رَبُّ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ الَّذِيْ فَطَرَهُنَّ ۖ وَاَنَا عَلٰى ذٰلِكُمْ مِّنَ الشّٰهِدِيْنَ ﴿٥٧﴾

**۵۷**-(ابراهيم)چيو حقيقت هيءَ آهي ته توهانجو رب آسمانن جو به رب آهي ۽ زمين جو به رب آهي(اُهو ئي آهي)جنهن انهن کي پيدا ڪيو آهي ۽ مان انهيءَ ڳالهه جو توهان جي اڳيان شاهد آهيان.

وَتَاللّٰهِ لَاَكِيْدَنَّ اَصْنَامَكُمْ بَعْدَ اَنْ تُوَلُّوْا مُدْبِرِيْنَ ﴿٥٨﴾

**۵۸**-۽ انهيءَ چيو، خدا جو قسم! جڏهن توهان پٺي ورائي هليا ويندؤ ته مان توهانجي بتن جي خلاف هڪ پڪي تدبير ڪندس.

فَجَعَلَهُمْ جُذٰذًا اِلَّا كَبِيْرًا لَّهُمْ لَعَلَّهُمْ اِلَيْهِ يَرْجِعُوْنَ ﴿٥٩﴾

**۵۹**-پوءِ هنَ انهن(بتن)کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو سواءِ انهن مان(هڪ)وڏي جي.انهيءَ لاءِ ته اُهي(هڪ دفعو وري)انهيءَ وٽ اچن.

قَالُوْا مَنْ فَعَلَ هٰذَا بِاٰلِهَتِنَآ اِنَّهٗ لَمِنَ الظّٰلِمِيْنَ ﴿٦٠﴾

**٦٠**-انهيءَ تي هُنن چيو ته اسان جي معبودن سان هيءُ ڪم ڪنهن ڪيو آهي ائين ڪرڻ وارو يقيناً ظالمن مان آهي.

قَالُوْا سَمِعْنَا فَتًى يَّذْكُرُهُمْ يُقَالُ لَهٗٓ اِبْرٰهِيْمُ ﴿٦١﴾

**٦١**-(تڏهن ڪجهه ٻين ماڻهن)چيو- اسان هڪ نوجوان کي جنهن جو نالو ابراهيم آهي انهن جون اوڻايون① بيان ڪندي ٻڌو آهي.

١-قرآن مجيد ۾ هي لفظ آهن ته يَـذْكُـرُهُـمُ اِنهن جو ذڪر ڪندي ٻڌو آهي. پر جيئن ته حضرت ابراهيمؑ بُتن جو ذڪر حقارت سان ڪندا هئا.اسان اوڻاين جو لفظ وڌائي ڇڏيو آهي.

قَالُوۡا فَاۡتُوۡا بِهٖ عَلٰۤى اَعۡيُنِ النَّاسِ لَعَلَّهُمۡ يَشۡهَدُوۡنَ ۝٦١

٦١-(تڏهن قوم جي سردارن)چيو (جيڪڏهن ڳالهه ائين آهي ته)انهيءَ شخص کي سڀني ماڻهن جي سامهون آڻيو شايد اُهي (هِن جي متعلق)ڪو فيصلو ڪن.

قَالُوۡۤا ءَاَنۡتَ فَعَلۡتَ هٰذَا بِاٰلِهَتِنَا يٰۤاِبۡرٰهِيۡمُ ۝٦٢

٦٢-(پوءِ) انهن چيو اي ابراهيم! ڇا هي ڪم تو اسان جي معبودن سان ڪيو آهي؟

قَالَ بَلۡ فَعَلَهٗ ۖ كَبِيۡرُهُمۡ هٰذَا فَسۡـَٔلُوۡهُمۡ اِنۡ كَانُوۡا يَنۡطِقُوۡنَ ۝٦٣

٦٣-(ابراهيم)چيو ته(آخر①)ڪنهن ڪرڻ واري ته هي ڪم ضرور ڪيو آهي.هي سڀني کان وڏو بت سامهون بيٺو آهي جيڪڏهن اُهي ڳالهائي سگهندا هجن ته اُنهن کان (يعني انهيءَ بت کان به ۽ ٻين بتن کان به) پڇي ڏسو.

فَرَجَعُوۡۤا اِلٰٓى اَنۡفُسِهِمۡ فَقَالُوۡۤا اِنَّكُمۡ اَنۡتُمُ الظّٰلِمُوۡنَ ۝٦٤

٦٤-انهيءَ تي اُهي پنهنجي سردارن② ڏانهن متوجه ٿيا ۽ انهن چيو- سچي ڳالهه ته اِهائي آهي ته ظالم توهان ئي آهيو.

ثُمَّ نُكِسُوۡا عَلٰى رُءُوۡسِهِمۡ ۚ لَقَدۡ عَلِمۡتَ مَا هٰۤؤُلَاۤءِ يَنۡطِقُوۡنَ ۝٦٥

٦٥-۽ اُهي ماڻهو پنهنجي ڪنڌ ڀرڪيرايا ويا (يعني لاجواب③ ڪيا ويا)۽ انهن چيو ته تون ڄاڻين ٿو ته هي ته ڳالهائيندا ناهن.

قَالَ اَفَتَعۡبُدُوۡنَ مِنۡ دُوۡنِ اللّٰهِ مَا

٦٦-(ابراهيم)چيو ته ڇا توهان اللّٰه کانسواءِ

١- هن محذوف لاءِ ڏسو علامه ابوالبقاء جو ڪتاب اِملاءُ مَا مَنّ بِهِ الرّحمٰنُ جلد ٢ صفحه ٧١.

٢- اَنفُسَ نَفُسٌ جي جمع آهي ۽ نفس جي معنيٰ روح جي آهي جيئن ته قوم جا روح هُن جا سردار هوندا آهن اِن لاءِ اسان اَنُفُس جو ترجمو قوم جا سردار ڪيو آهي.

٣-تفسير بحر محيط هِن جو هي ترجمو ڪيو آهي ته اُهي ماڻهو هِن تي اهڙا گهبرائجي ويا جو ننڍا ماڻهو پنهنجي سردارن ڏانهن متوجه ٿيا ته هُو هِن مشڪل جو ڪو حل ڪين.اسان جو ترجمو تفسير روح المعاني جي مطابق آهي. پر غور ڪيو ته تفسير بحر محيط ۽ روح المعاني جو مفهوم ساڳيوئي آهي.

لَا يَنْفَعُكُمْ شَيْـًٔا وَّ لَا يَضُرُّكُمْ ﴿٦٧﴾

اهڙي شيءِ جي پوڄا ڪيو ٿا جيڪا نه توهان کي نفعو ڏئي ٿي، نه نقصان پهچائي ٿي.

أُفٍّ لَّكُمْ وَلِمَا تَعْبُدُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ ۭ اَفَلَا تَعْقِلُوْنَ ﴿٦٨﴾

٦٨-(اسان) توهان تي افسوس (ڪيون ٿا) ۽ انهيءَ تي به جنهن جي توهان الله کانسواءِ عبادت ڪيو ٿا، ڇا توهان عقل کان ڪم نٿا وٺو؟

قَالُوْا حَرِّقُوْهُ وَانْصُرُوْٓا اٰلِهَتَكُمْ اِنْ كُنْتُمْ فٰعِلِيْنَ ﴿٦٩﴾

٦٩-(انهيءَ تي اُهي ڪاوڙ ۾ اچي) چوڻ لڳا. هن ماڻهوءَ کي ساڙي ڇڏيو ۽ پنهنجي معبودن جي مدد ڪيو، جيڪڏهن توهان ڪجهه ڪرڻ جو ارادو ڪيو آهي.

قُلْنَا يٰنَارُ كُوْنِيْ بَرْدًا وَّسَلٰمًا عَلٰٓى اِبْرٰهِيْمَ ﴿٧٠﴾

٧٠-تڏهن اسان چيو، اي باهه! تون ابراهيم لاءِ ٿڌي به ٿي وڃ ۽ انهيءَ لاءِ سلامتيءَ جو باعث به بڻجي وڃ.

وَاَرَادُوْا بِهٖ كَيْدًا فَجَعَلْنٰهُمُ الْاَخْسَرِيْنَ ﴿٧١﴾

٧١-۽ اُنهن هُن سان ڪجهه برو سلوڪ ڪرڻ گهريو پر اسان کين ناڪام بڻائي ڇڏيو.

وَنَجَّيْنٰهُ وَلُوْطًا اِلَى الْاَرْضِ الَّتِيْ بٰرَكْنَا فِيْهَا لِلْعٰلَمِيْنَ ﴿٧٢﴾

٧٢-۽ اسان انهيءَ کي به ۽ لوط کي به انهيءَ زمين ڏانهن نجات ڏني جنهن ۾ اسان سڀني جهانن لاءِ برڪتون رکيون هيون.

وَوَهَبْنَا لَهٗٓ اِسْحٰقَ ۭ وَيَعْقُوْبَ نَافِلَةً ۭ وَكُلًّا جَعَلْنَا صٰلِحِيْنَ ﴿٧٣﴾

٧٣-۽ اسان کيس اسحاق به بخشيو ۽ يعقوب به بطور پوٽي جي (ڏنو) ۽ اسان سڀني کي نيڪ بڻايو.

وَجَعَلْنٰهُمْ اَىِٕمَّةً يَّهْدُوْنَ بِاَمْرِنَا وَاَوْحَيْنَآ اِلَيْهِمْ فِعْلَ الْخَيْرٰتِ وَاِقَامَ الصَّلٰوةِ وَاِيْتَاۗءَ الزَّكٰوةِ ۚ وَكَانُوْا لَنَا عٰبِدِيْنَ ﴿٧٤﴾

٧٤-۽ اسان هن کي (ماڻهن جو) امام بڻايو. اُهي اسان جي حڪم سان کين هدايت ڏيندا هئا ۽ اسان انهن ڏانهن نيڪ ڪم ڪرڻ ۽ نماز قائم ڪرڻ ۽ زڪوات ڏيڻ جي وحي ڪئي ۽ اُهي سڀ اسان جا عبادت

گذار ٻانها هئا.

وَلُوۡطًا اٰتَيۡنٰهُ حُكۡمًا وَّعِلۡمًا وَّنَجَّيۡنٰهُ مِنَ الۡقَرۡيَةِ الَّتِىۡ كَانَتۡ تَّعۡمَلُ الۡخَبٰٓئِثَ ؕ اِنَّهُمۡ كَانُوۡا قَوۡمَ سَوۡءٍ فٰسِقِيۡنَ ۙ﴿۷۵﴾

**٧٥**-۽ (اسان انهيءَ کي)لوط(بہ بخشيو) جنهن کي اسان حڪم① بہ عطا ڪيو ۽ علم بہ ۽ هنَ کي انهيءَ وسنديءَ کان نجات ڏني جيڪا نهايت گندا ڪم ڪندي هئي اُهي (يعني لوط جي شهر جا رهڻ وارا) هڪ ڏاڍي بري قوم يعني نافرمان هئا.

وَاَدۡخَلۡنٰهُ فِىۡ رَحۡمَتِنَا ؕ اِنَّهٗ مِنَ الصّٰلِحِيۡنَ ﴿۷۶﴾ ع ٥

**٧٦**-۽ اسان انهيءَ کي (يعني لوط) کي پنهنجي رحمت ۾ داخل ڪيو. هو اسان جي نيڪ ٻانهن مان هو.

وَنُوۡحًا اِذۡ نَادٰى مِنۡ قَبۡلُ فَاسۡتَجَبۡنَا لَهٗ فَنَجَّيۡنٰهُ وَاَهۡلَهٗ مِنَ الۡكَرۡبِ الۡعَظِيۡمِ ۚ﴿۷۷﴾

**٧٧**-۽ (ياد ڪر)نوح کي جڏهن انهيءَ (يعني ابراهيم جي واقعي)کان پهرين (اسان کي) پڪاريو- ۽ اسان انهيءَ جي دعا ٻڌي. پوءِ اسان انهيءَ کي بہ ۽ انهيءَ جي ڪٽنب کي بہ هڪ وڏي گهبراهٽ کان ڇوٽڪارو ڏنو.

وَنَصَرۡنٰهُ مِنَ الۡقَوۡمِ الَّذِيۡنَ كَذَّبُوۡا بِاٰيٰتِنَا ؕ اِنَّهُمۡ كَانُوۡا قَوۡمَ سَوۡءٍ فَاَغۡرَقۡنٰهُمۡ اَجۡمَعِيۡنَ ﴿۷۸﴾

**٧٨**-۽ اسان هنَ جي انهيءَ قوم جي مقابلي ۾ مدد ڪئي جنهن اسان جي نشانين کي ڪوڙو ڪيو هو.اُها ڏاڍي بري قوم هئي پوءِ اسان انهن سڀني کي غرق ڪري ڇڏيو.

وَدَاوٗدَ وَسُلَيۡمٰنَ اِذۡ يَحۡكُمٰنِ فِى الۡحَرۡثِ اِذۡ نَفَشَتۡ فِيۡهِ غَنَمُ الۡقَوۡمِ ۚ وَكُنَّا

**٧٩**-۽ (ياد ڪر) داؤدکي بہ ۽ سليمان کي بہ جڏهن اهي ٻئي هڪ پوک جي جهڳڙي ۾ فيصلو ڪري رهيا هئا. انهيءَ وقت

١-حڪم مان مراد هي آهي تہ اهڙو علم بخشيو هو جنهن مان هو ماڻهن جي وچ ۾ فيصلو ڪري سگهندا هئا.جيتوڻيڪ هِن جي عام معنيٰ حڪومت جي آهي پر هتي اُها لاڳو نٿي ٿئي ان لاءِ تہ لوط کي سندن قوم ڪڍي ڇڏيو هو جيڪڏهن هو حڪمران هجن ها تہ اُنهن کي نہ ڪڍي سگهن ها.

لِحُكۡمِهِمۡ شٰهِدِيۡنَ ﴿٧٩﴾

جڏهن هڪ قوم جا عامي① ماڻهو انهيءَ کي کائي ويا هئا (يعني تباهه ڪري ويا هئا) ۽ اسان انهن جي فيصلي جا شاهد هئاسين.

فَفَهَّمۡنٰهَا سُلَيۡمٰنَ ۚ وَكُلًّا اٰتَيۡنَا حُكۡمًا وَّعِلۡمًا ۫ وَّ سَخَّرۡنَا مَعَ دَاوٗدَ الۡجِبَالَ يُسَبِّحۡنَ وَالطَّيۡرَ ؕ وَكُنَّا فٰعِلِيۡنَ ﴿٨٠﴾

٨٠ـ اسان اصل معاملو سليمان کي سمجهائي ڇڏيو. ۽ سيني کي ئي اسان حڪم ۽ علم عطا ڪيو هو ۽ اسان داؤد سان جبلن جي ماڻهن کي به ۽ پکين کي به ڪم تي لڳائي ڇڏيو هو اُهي سيئي خدا جي تسبيح ڪندا هئا ۽ اسان اهو سڀ ڪجهه ڪرڻ تي قادر هئاسين.

وَعَلَّمۡنٰهُ صَنۡعَةَ لَبُوۡسٍ لَّكُمۡ لِتُحۡصِنَكُمۡ مِّنۡۢ بَاۡسِكُمۡ ۚ فَهَلۡ اَنۡتُمۡ شٰكِرُوۡنَ ﴿٨١﴾

٨١ـ ۽ اسان انهيءَ کي هڪ پوشاڪ ناهڻ سيکاري هئي انهيءَ لاءِ ته هو توهان جي جان لڙائي ۾ بچائي. پوءِ ڇا توهان شڪر گذار بڻبا؟

وَلِسُلَيۡمٰنَ الرِّيۡحَ عَاصِفَةً تَجۡرِىۡ بِاَمۡرِهٖۤ اِلَى الۡاَرۡضِ الَّتِىۡ بٰرَكۡنَا فِيۡهَا ؕ وَكُنَّا بِكُلِّ شَىۡءٍ عٰلِمِيۡنَ ﴿٨٢﴾

٨٢ـ ۽ اسان سليمان جي لاءِ تيز هوا کي به تابع ڪري ڇڏيو هو. جيڪا انهيءَ جي حڪم جي② مطابق هلندي هئي. انهيءَ زمين ڏانهن جنهن ۾ اسان برڪت رکي هئي ۽ اسان سڀ ڪجهه جاڻون ٿا.

وَمِنَ الشَّيٰطِيۡنِ مَنۡ يَّغُوۡصُوۡنَ لَهٗ

٨٣ـ ۽ ڪي سرڪش③ ماڻهو اهڙا هئا

١ـ يعني ٻاڙيسري قوم جي ڌاڙيلن وغيره هُنن جي ملڪ کي نقصان رسايو هو. هتي غَنَمٌ جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ مفسر ٻڪريون ڪندا آهن. پر اصل ۾ غَنَمُ الۡقَوۡمِ مان مراد ٻاڙيسري قوم جو عوام آهي. جيڪي سليمانؑ ۽ داؤدؑ جي ملڪ جي ماڻهن کي نقصان رسائيندو هو. اڙدوءَ ۾ به قوم جي عام ماڻهن کي رڍ ٻڪري چوندا آهن.

٢ـ حضرت سليمانؑ جا ٻيڙا شام جي مٿاهين علائقن مان سامان کڻي هيٺ ايندا هئا يعني فلسطين ڏانهن، هن آيت ۾ انهيءَ ڏانهن اشارو آهي.

٣ـ قرآن مجيد ۾ شيطان جو لفظ باغين ۽ سرڪشن جي لاءِ استعمال ٿيو آهي. هتي به اهائي مراد

وَ يَعۡمَلُوۡنَ عَمَلًا دُوۡنَ ذٰلِكَ ۚ وَكُنَّا لَهُمۡ حٰفِظِيۡنَ ۙ﴿۸۲﴾

جيڪي انهيءَ لاءِ سمنڊن ۾ ٽٻيون هڻندا هئا ۽ انهيءَ کان سواءِ به ٻيا ڪم ڪندا هئا ۽ اسان انهن لاءِ سنڀال جو ڪم ڪندا هئاسين.

وَاَيُّوۡبَ اِذۡ نَادٰى رَبَّهٗۤ اَنِّىۡ مَسَّنِىَ الضُّرُّ وَاَنۡتَ اَرۡحَمُ الرّٰحِمِيۡنَ ۚۖ﴿۸۳﴾

۸۴- ۽(تون) ايوب کي(به ياد ڪر)جڏهن هن پنهنجي رب کي پڪاري چيو ته منهنجي حالت هيءَ آهي جو مون کي تڪليف اچي ورتو آهي ۽ اي خدا! تون ته سڀني رحم ڪرڻ وارن کان وڌيڪ رحم ڪرڻ وارو آهين.

فَاسۡتَجَبۡنَا لَهٗ فَكَشَفۡنَا مَا بِهٖ مِنۡ ضُرٍّ وَّاٰتَيۡنٰهُ اَهۡلَهٗ وَمِثۡلَهُمۡ مَّعَهُمۡ رَحۡمَةً مِّنۡ عِنۡدِنَا وَذِكۡرٰى لِلۡعٰبِدِيۡنَ ﴿۸۴﴾

۸۵-پوءِ اسان انهيءَ جي دعا ٻڌي ۽ جيڪا تڪليف انهيءَ کي پهتل هئي انهيءَ کي ختم ڪري ڇڏيو.۽ هن کي انهيءَ جو اهل(۽ عيال) به ڏنا ۽ انهن کانسواءِ پنهنجي طرفان رحم ڪندي ٻيا به ڏنا. ۽ اسان انهيءَ واقعي کي عبادت گذارن لاءِ هڪ نصيحت جو باعث بڻايو آهي.

وَاِسۡمٰعِيۡلَ وَاِدۡرِيۡسَ وَذَا الۡكِفۡلِ ؕ كُلٌّ مِّنَ الصّٰبِرِيۡنَ ۚۖ﴿۸۵﴾

۸۶-۽ اسماعيل کي به①(ياد ڪر) ۽ ادريس کي به ۽ ذوالڪفل کي به- اِهي سڀئي صبر ڪرڻ وارا هئا.

**(باقي حاشيو)** آهي. خليج فارس جي سامونڊي ڪنارن تي رهڻ وارا ٽوٻا هن جي خدمت لاءِ مقرر هئا ۽ هُن لاءِ موتي ڪيندا هئا جيڪي بحرين ۽ مسقط جي علائقي مان ڪثرت سان نڪرندا آهن.

١ ـ هِن جاءِ تي اسماعيلؑ، ادريسؑ ۽ ذوالڪفلؑ کي گڏڪيو ويو آهي،جڏهن ته هي مختلف زمانن جا نبي آهن.گڏائي ذڪر ڪرڻ جوڪارڻ هي آهي ته اهي سڀ نبي غير شرعي هئا ۽ مصيبتن جو شڪار ٿيا. جهڙوڪ قرآن ڪريم به اِنهن جي گڏيل خوبي صبر قرار ڏني آهي.ذوالنون کي به مٿين ڄاڻايل سبب جي ڪري گڏ بيان ڪيو ويو آهي.

وَاَدۡخَلۡنٰهُمۡ فِىۡ رَحۡمَتِنَا‌ ؕ اِنَّهُمۡ مِّنَ الصّٰلِحِيۡنَ‏ ﴿۸۷﴾

٨٧-۽ اسان انهن سڀني کي پنهنجي رحمت ۾ داخل ڪيو هو ۽ اُهي سڀئي نيڪ سيرت هئا.

وَ ذَا النُّوۡنِ اِذْ ذَّهَبَ مُغَاضِبًا فَظَنَّ اَنۡ لَّنۡ نَّقۡدِرَ عَلَيۡهِ فَنَادٰى فِى الظُّلُمٰتِ اَنۡ لَّاۤ اِلٰهَ اِلَّاۤ اَنۡتَ سُبۡحٰنَكَ ‌ۖ اِنِّىۡ كُنۡتُ مِنَ الظّٰلِمِيۡنَ ۚ‏ ﴿۸۸﴾

٨٨-۽ ذوالنون (يعني يونس کي به ياد ڪر) جڏهن هو ڪاوڙ جي حالت ۾ هليو ويو ۽ دل ۾ يقين هئس ته اسان ڪيس تنگ نه① ڪنداسين. پوءِ تڪليفن ۾ هنَ اسان کي پڪاريو(۽ چيائين) ته توکان سواءِ ڪو معبود ڪونهي تون پاڪ آهين.مان يقيناً ظلم ڪرڻ وارن مان هوس.

فَاسۡتَجَبۡنَا لَهٗ ۙ وَنَجَّيۡنٰهُ مِنَ الۡغَمِّ‌ ؕ وَكَذٰلِكَ نُـنۡجِى الۡمُؤۡمِنِيۡنَ‏ ﴿۸۹﴾

٨٩-پوءِ اسان انهيءَ جي دعا کي ٻڌو ۽ غم کان انهيءَ کي نجات ڏني ۽ اسان اهڙيءَ طرح مومنن کي نجات ڏيندا آهيون.

وَزَكَرِيَّاۤ اِذۡ نَادٰى رَبَّهٗ رَبِّ لَا تَذَرۡنِىۡ فَرۡدًا وَّاَنۡتَ خَيۡرُ الۡوٰرِثِيۡنَ ۚ‏ ﴿۹۰﴾

٩٠-۽ زڪريا② کي به(ياد ڪر)جڏهن هُن پنهنجي رب کي پڪاريو هو ۽ چيو هو ته اي منهنجا رب مون کي اڪيلو نه ڇڏ.۽ تون وارث ٿيڻ وارن مان سڀني کان بهتر آهين.

فَاسۡتَجَبۡنَا لَهٗ وَوَهَبۡنَا لَهٗ يَحۡيٰى

٩١-۽ اسان هن جي دعا کي ٻڌو ۽ کيس يحيٰي عطا ڪيو ۽ سندس زال کي هُن جي

١ـ قرآن مجيد ۾ لَنۡ نَّقۡدِرَ عَلَيۡهِ جا لفظ آهن.ترجمي ڪرڻ وارن غلطي وچان انهن جي هي معنيٰ ڪئي آهي ته يونسؑ هي سمجهيو ته اسان هُن کي پڪڙي نه سگهنداسون.جيڪو ڪافرن جو خيال آهي. **نعوذ بالله من ذالك**. پر لغت ۾ لکيل آهي ته قَدَرَ عَلَيۡهِ جي معنيٰ تنگي ڪرڻ جي به هوندي آهي(اقرب)۽ اِهائي معنيٰ هتي نهي ٿي يعني يونسؑ کي يقين هُيو ته اسان هِن واقعي جي ذريعي هُن کي تنگ ڪرڻ جو ارادو نٿا رکون بلڪ هن کي عزت ڏيڻ چاهيون ٿا.اِهائي معنيٰ جيڪا اسان ڪئي آهي هڪ نبيءَ جي شان مطابق آهي.

٢ـزڪريا عليه السلام جو ذڪر هتي اِن لاءِ ڪيو ويو آهي ته هُن ڪانپوءِ مريم ۽ هُن جي پٽ جو ذڪر آهي جيڪي زڪرياؑ جي زماني جا ۽ هن جا مائٽ هُئا.

وَاَصْلَحْنَا لَهٗ زَوْجَهٗ ؕ اِنَّهُمْ كَانُوْا يُسٰرِعُوْنَ فِي الْخَيْرٰتِ وَيَدْعُوْنَنَا رَغَبًا وَّرَهَبًا ؕ وَكَانُوْا لَنَا خٰشِعِيْنَ ﴿۹۱﴾ وَالَّتِيْٓ اَحْصَنَتْ فَرْجَهَا فَنَفَخْنَا فِيْهَا مِنْ رُّوْحِنَا وَجَعَلْنٰهَا وَابْنَهَآ اٰيَةً لِّلْعٰلَمِيْنَ ﴿۹۲﴾

اِنَّ هٰذِهٖٓ اُمَّتُكُمْ اُمَّةً وَّاحِدَةً ۖ وَّاَنَا رَبُّكُمْ فَاعْبُدُوْنِ ﴿۹۳﴾

وَتَقَطَّعُوْٓا اَمْرَهُمْ بَيْنَهُمْ ؕ كُلٌّ اِلَيْنَا رٰجِعُوْنَ ﴿۹۴﴾ ع

خاطر تندرست ڪري ڇڏيو.اُهي سڀئي ماڻهو نيڪين ۾ جلدي ڪندا هئا ۽ اسان کي محبت ۽ خوف سان پڪاريندا هئا ۽ اسان جي خاطر عاجزيءَ جي زندگي بسر ڪندا هئا.

**۹۲**۔ ۽ انهيءَ عورت کي به(ياد ڪر)جنهن پنهنجي ناموس جي حفاظت ڪئي سو اسان انهيءَ تي پنهنجو ڪجهه ڪلام نازل ڪيو ۽ انهيءَ کي ۽ سندس پٽ کي دنيا جي لاءِ هڪ نشان⑴ بڻايو.

**۹۳**۔ هيءَ تنهنجي امت هڪ ئي امت آهي ۽ مان توهان جو رب آهيان. سو توهان منهنجي ئي عبادت ڪيو.

**۹۴**۔ ۽ انهن(يعني نبين جي مخالفن)پنهنجي دين کي ٽڪرا ٽڪرا (ڪري پنهنجي حال سارو ٽڪري کي اختيار)ڪيو آهي⑵ (حالانڪ)اُهي سڀئي اسان ڏانهن موٽائجڻ

١۔بدقسمتيءَ سان مسلمانن هي سمجهي ورتو آهي ته مريمؑ ۽ عيسىٰؑ کانسواءِ ڪو بيو ماڻهو نشان نه هيو۔ حالانڪ قرآن ڪريم جي هر هڪ ٽڪري جو نالو آيت يعني هڪ نشان رکيو ويو آهي(تاج)ان ڪري رسول ڪريمﷺ جن تي سجو قرآن نازل ٿيو سيني نشانن جو مجموعو هئا.

٢۔يعني ڪي ٽُڪرا قوم جي ڪنهن حصّي جي فائدي لاءِ بڻائي ڇڏيا هئا ۽ ڪي ٽُڪرا قوم جي ڪنهن حصّي جي فائدي لاءِ بڻائي ڇڏيا هئا.جهڙوڪ اڄڪلهه عالمن به پنهنجو رعب جمائڻ لاءِ ڪئي قسم جون جميعتون ناهي ورتيون آهن.ڪا **جمعية العلماء** چورائي ٿي ته ڪا **ندوة العلماء**. ڪا حنفين، بريلوين ۽ اهل حديث وارن جي جمعيت آهي ۽ ظاهري طور هي معلوم ٿئي ٿو ته هُو اسلام جي عظمت وڌائڻ لاءِ ڪم ڪري رهيا آهن پر حقيقت ۾ هُو پنهنجن مجلسن ۽ پنهنجن اڳواڻن جي عزت کي وڌائڻ لاءِ ڪوشش ڪري رهيا آهن.

وارا آهن.

فَمَنْ يَّعْمَلْ مِنَ الصّٰلِحٰتِ وَهُوَ مُؤْمِنٌ فَلَا كُفْرَانَ لِسَعْيِهٖ ۚ وَاِنَّا لَهٗ كٰتِبُوْنَ ﴿٩٥﴾

**٩٥**-پوءِ جيڪو به حال سارو عمل ڪندو ۽ انهيءَ سان گڏ مومن به هوندو، ته انهيءَ جي ڪوشش ڪي رد نه ڪيو ويندو ۽ اسان انهيءَ جي نيڪ عملن ڪي لکي رکنداسين.

وَحَرٰمٌ عَلٰى قَرْيَةٍ اَهْلَكْنٰهَآ اَنَّهُمْ لَا يَرْجِعُوْنَ ﴿٩٦﴾

**٩٦**-۽ هر هڪ وسنديءَ جنهن ڪي اسان تباهه ڪيو آهي انهيءَ لاءِ اهو فيصلو ڪيو ويو آهي ته انهيءَ جي رهڻ وارا موٽي هن دنيا ۾ نه ايندا.

حَتّٰٓى اِذَا فُتِحَتْ يَاْجُوْجُ وَمَاْجُوْجُ وَهُمْ مِّنْ كُلِّ حَدَبٍ يَّنْسِلُوْنَ ﴿٩٧﴾

**٩٧**- ايستائين ① جو جڏهن ياجوج ۽ ماجوج لاءِ دروازو ڪوليو ويندو ۽ اُهي هر جبل ۽ هر سمنڊ جي لهر ڪي اورانگهيندي دنيا ۾ پکڙجي ويندا.

وَاقْتَرَبَ الْوَعْدُ الْحَقُّ فَاِذَا هِيَ شَاخِصَةٌ اَبْصَارُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا ۭ يٰوَيْلَنَا قَدْ كُنَّا فِيْ غَفْلَةٍ مِّنْ هٰذَا بَلْ كُنَّا ظٰلِمِيْنَ ﴿٩٨﴾

**٩٨**-۽ (خدا جو)سچو واعدو ويجهو اچي ويندو ته انهيءَ وقت ڪافرن جو اکيون ڦاٽل جون ڦاٽل ② رهجي ويند يون ۽ اُهي چوندا اسان تي افسوس! اسان ته انهيءَ ڏينهن متعلق سخت غفلت ۾ پئي رهياسين بلڪ اسان ماٺهو ته ظالم هئاسين.

اِنَّكُمْ وَمَا تَعْبُدُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ

**٩٩**-(انَ وقت چيو ويندو ته)توهان به ۽

١-هيءَ مراد نه آهي ته ياجوج ماجوج ڪان اڳ سڀ قومون جيئريون ٿي ينديون. بلڪ مراد هيءَ آهي ته ياجوج ماجوج جڏهن دنيا تي ڇانئجي ويندا ته مُئل قومن ۾ وري جوش ۽ غيرت پيدا ٿيندي ۽ اُهي وري پيهر جاڳڻ لڳنديون. جهڙوڪ اڄڪلهه ٿي رهيو آهي.انهيءَ جو نالو هن جاءِ پيهر جيئرو ڪرڻ رکيو ويو آهي.

٢-يعني ڪافرن مان جيڪي ماٺهو سمجهن ٿا ته مُئل قومن ڪي اسان هميشه لاءِ ختم ڪري ڇڏيو آهي اُنهن ڪي جيئرو ٿيندي ۽ اُٿندي ڏسي حيران رهجي ويندا.

حَصَبُ جَهَنَّمَ ؕ اَنۡتُمۡ لَهَا وٰرِدُوۡنَ ﴿۹۹﴾

جن شين جي توهان اللّٰه کانسواءِ پوڄا ڪندا هئا سيئي جهنم① جو ٻَلُ ٻٹبا توهان سڀ انهيءَ ۾ داخل ٿيندا.

لَوۡ كَانَ هٰٓؤُلَآءِ اٰلِهَةً مَّا وَرَدُوۡهَا ؕ وَكُلٌّ فِيۡهَا خٰلِدُوۡنَ ﴿۱۰۰﴾

**١٠٠**۔جيڪڏهن اِهي(هٿراڏو خدا جن کي توهان خدا قرارڏيوٿا)واقعي خدا هجن ها ته هي ماڻهو ڇو جهنم ۾ پون ها ۽ اِهي سڀ ته مدتن تائين انهيءَ ۾ پيا رهندا.

لَهُمۡ فِيۡهَا زَفِيۡرٌ وَّهُمۡ فِيۡهَا لَا يَسۡمَعُوۡنَ ﴿۱۰۱﴾

**١٠١**۔ اُهي انهيءَ ۾ رڙيون ڪندا ۽ اُهي انهيءَ ۾(سمجهاڻ وارن مان②ڪنهن جي) ڳالهه نه ٻڌندا.

اِنَّ الَّذِيۡنَ سَبَقَتۡ لَهُمۡ مِّنَّا الۡحُسۡنٰٓى ۙ اُولٰٓئِكَ عَنۡهَا مُبۡعَدُوۡنَ ﴿۱۰۲﴾

**١٠٢**۔يقيناً اُهي ماڻهو جن جي متعلق اسانجي طرفان نيڪ سلوڪ جو واعدو ٿي چڪو آهي اُهي انهيءَ دوزخ کان پري رکيا ويندا.

لَا يَسۡمَعُوۡنَ حَسِيۡسَهَا ۚ وَهُمۡ فِىۡ مَا اشۡتَهَتۡ اَنۡفُسُهُمۡ خٰلِدُوۡنَ ﴿۱۰۳﴾

**١٠٣**۔ اُهي انهيءَ جو آواز تائين نه ٻڌندا ۽ اُهي انهيءَ (حالت)۾ جنهن لاءِ سندن دليون چاهين ٿيون هميشه رهندا.

لَا يَحۡزُنُهُمُ الۡفَزَعُ الۡاَكۡبَرُ وَتَتَلَقّٰهُمُ الۡمَلٰٓئِكَةُ ؕ هٰذَا يَوۡمُكُمُ الَّذِىۡ كُنۡتُمۡ تُوۡعَدُوۡنَ ﴿۱۰۴﴾

**١٠٤**۔وڏي پريشانيءَ جو وقت به انهن کي غمگين نه ڪندو ۽ فرشتا انهن سان ملندا ۽ چوندا هي اُهو توهان جو ڏينهن آهي جنهن جو توهان سان واعدو ڪيو ويو هو.

١ ـ اڳين جهان جو دوزخ ته نظر نٿو اچي پر هِن آيت ۾ ڪافرن تي حجت پوري ڪئي وئي آهي ان ڪري دوزخ مان مراد هِن جڳهه تي اُها ذلت آهي جيڪا قرآن مجيد جي نازل ٿيڻ کانپوءِ اُنهن کي پهچڻ واري هئي ۽ هڪ ڊگهي وقت تائين اُنهن سان لاڳاپيل رهڻي هئي.جهڙوڪ دنيا جي تاريخ هِن تي گواهه آهي.

٢ ـ يعني اُن وقت ايمان آڻڻ ڪو فائدو نه ڏيندو.

يَوْمَ نَطْوِي السَّمَآءَ كَطَيِّ السِّجِلِّ لِلْكُتُبِ ۭ كَمَا بَدَاْنَآ اَوَّلَ خَلْقٍ نُّعِيْدُهٗ ۭ وَعْدًا عَلَيْنَا ۭ اِنَّا كُنَّا فٰعِلِيْنَ ﴿۱۰۵﴾

**۱۰۵**۔جنھن ڏينھن اسان آسمان کي ائين ويڙهي ڇڏينداسين جيئن بنديون لِکَت کي ويڙهي ونديون آهن.جھڙيءَ طرح اسان توهان جي پيدائش کي پهرئين دفعي شروع ڪيو هو اهڙيءَ طرح انهيءَ کي ٻيهر ورجائينداسين ① هيءُ اسان پنهنجي مٿان لازم ڪري رکيو آهي اسان ائين ئي ڪرڻ جو ارادو رکون ٿا.

وَلَقَدْ كَتَبْنَا فِي الزَّبُوْرِ مِنْۢ بَعْدِ الذِّكْرِ اَنَّ الْاَرْضَ يَرِثُهَا عِبَادِيَ الصّٰلِحُوْنَ ﴿۱۰۶﴾

**۱۰۶**۔۽ اسان زبور ۾ ڪجهه نصيحتون ڪرڻ کانپوءِ اهو لکي ڇڏيو آهي ته(مقدس) زمين جا وارث منهنجا نيڪ ٻانهان هوندا.

اِنَّ فِيْ هٰذَا لَبَلٰغًا لِّقَوْمٍ عٰبِدِيْنَ ﴿۱۰۷﴾ ؕ

**۱۰۷**۔هن (مضمون)۾ هڪ نياپو ② آهي اُن قوم لاءِ جيڪا عبادت گذار آهي.

وَمَآ اَرْسَلْنٰكَ اِلَّا رَحْمَةً لِّلْعٰلَمِيْنَ ﴿۱۰۸﴾

**۱۰۸**۔ ۽ اسان توکي دنيا جي لاءِ صرف رحمت ③ بڻائي موڪليو آهي.

قُلْ اِنَّمَا يُوْحٰٓى اِلَيَّ اَنَّمَآ اِلٰـهُكُمْ اِلٰهٌ وَّاحِدٌ ۚ فَهَلْ اَنْتُمْ مُّسْلِمُوْنَ ﴿۱۰۹﴾

**۱۰۹**۔تون چؤ ته مون تي ته صرف هيءَ وحي ٿئي ٿي ته توهان جو خدا هڪ آهي. پوءِ ڇا توهان انهيءَ ڳالهه کي مڃيندا(يا نه؟)

فَاِنْ تَوَلَّوْا فَقُلْ اٰذَنْتُكُمْ عَلٰي سَوَاۗءٍ ۭ وَاِنْ اَدْرِيْٓ اَقَرِيْبٌ اَمْ بَعِيْدٌ مَّا

**۱۱۰**۔پوءِ جيڪڏهن اهي پٺي ڦيري ڇڏين ته تون انهن کي چؤ ته مون توهان(سان مومن ۽ ڪافر) کي هڪ جهڙي خبر ڏئي

---

۱۔يعني اُن وقت جي دنيا تباهه ڪري ۽ نيون قومون اُڀرنديون ۽ جيئريون ٿينديون.جيئن ته هن زماني ۾ ظاهر آهي ته افريقا جيڪو مجهول ڪنڊ چورائيندو هيو جيئرو ٿي رهيو آهي.

۲۔يعني مسلمانن کي هن مان سبق پرائڻ گُهرجي جيڪڏهن فلسطين چاهين ٿا ته نيڪ بڻجن.

۳۔يعني بيشڪ آخري ڏينهن ۾ هڪ دفعو يهودي فلسطين تي قابض ٿي ويندا. پر مسلمانن کي مايوس ٿيڻ نه گُهرجي. ڇو ته اُنهن جو نبي رحمت بڻجي آيو آهي. هُن سان تعلق ڪين نقصان ۾ نه وجهندو.

تُوْعَدُوْنَ ﴿١١٠﴾

چڏي آهي مان نٿو ڄاڻان ته اُها ڳالهه جنهن جو توهان سان واعدو ڪيو ويو هو ويجهي آهي يا ڏُور.

اِنَّهٗ يَعْلَمُ الْجَهْرَ مِنَ الْقَوْلِ وَيَعْلَمُ مَا تَكْتُمُوْنَ ﴿١١١﴾

١١١-خدا ظاهر ڳالهه کي به ڄاڻي ٿو ۽ جيڪي توهان لڪايو ٿا انهيءَ کي به ڄاڻي ٿو.

وَاِنْ اَدْرِيْ لَعَلَّهٗ فِتْنَةٌ لَّكُمْ وَمَتَاعٌ اِلٰى حِيْنٍ ﴿١١٢﴾

١١٢- ۽ مان نٿو ڄاڻان ته اُها(ڳالهه جيڪا مٿي بيان ٿي آهي)شايد توهان لاءِ هڪ آزمائش آهي ۽ (انهيءَ سان) هڪ عرصي تائين توهان کي فائدو پهچائڻ مد نظر آهي (يا هميشه جي لاءِ①)

قٰلَ رَبِّ احْكُمْ بِالْحَقِّ ؕ وَرَبُّنَا الرَّحْمٰنُ الْمُسْتَعَانُ عَلٰى مَا تَصِفُوْنَ ﴿١١٣﴾ ع

١١٣- (هن وحيءَ جي نازل ٿيڻ تي محمد ﷺ) فرمايو اي منهنجا رب! تون حق جي مطابق② فيصلو ڪري ڇڏ ۽ اسانجو رب ته رحمان آهي ۽(اي ڪافرو) جيڪي توهان ڳالهيون ڪيو ٿا انهن جي خلاف انهيءَ کان مدد گهري ويندي آهي.

١-يعني پوءِ ڪڏهن يهودي فلسطين ۾ داخل نه ٿيندا.

٢-هِن آيت ۾ اللّٰه تعاليٰ محمد رسول اللّٰه ﷺ جي زبان سان مسلمانن لاءِ پهريان ئي دُعا ڪرائي ڇڏي آهي ته خدا تعاليٰ فلسطين اُنهن کي ڏئي ڇڏي ۽ اُنهن جي صداقت ثابت ڪري ڇڏي.اسان کي ڪامل يقين آهي ته محمد رسول اللّٰه ﷺ جي دُعا ڪڏهن به ردّ نه ٿيندي ۽ دنيا هن جو قبول ٿيڻ پنهنجن اکين سان ڏسي وٺندي نه روس اسرائيل کي فائدو ڏيندو ۽ نه آمريڪا.

سُوْرَةُ الْحَجِّ مَدَنِيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ تِسْعٌ وَّ سَبْعُوْنَ اٰيَةً وَّ عَشَرَةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت حج- هيءَ سورت مدني آهي ۽ بسم الله سميت هن جون اُٺاسي آيتون ۽ ڏهه رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١-(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو)

يٰٓاَيُّهَا النَّاسُ اتَّقُوْا رَبَّكُمْ ۚ اِنَّ زَلْزَلَةَ السَّاعَةِ شَيْءٌ عَظِيْمٌ ②

٢- اي انسانو! توهان پنهنجي رب جي تقويٰ ڪيو- ڇو جو(فيصلي وارو) زلزلو① تمام وڏي شئي آهي.

يَوْمَ تَرَوْنَهَا تَذْهَلُ كُلُّ مُرْضِعَةٍ عَمَّآ اَرْضَعَتْ وَتَضَعُ كُلُّ ذَاتِ حَمْلٍ حَمْلَهَا وَتَرَى النَّاسَ سُكٰرٰى وَمَا هُمْ بِسُكٰرٰى وَلٰكِنَّ عَذَابَ اللّٰهِ شَدِيْدٌ ③

٣-جنهن ڏينهن ② توهان انهيءَ کي ڏسندؤ هر کير پيارڻ واري عورت جنهن کي کير پياري رهي هوندي،ان کي وساري ڇڏيندي ۽ هر پيٽ واري عورت پنهنجو حمل ڪيرائي ڇڏيندي- ۽ تون ماڻهن کي ڏسندين ته اُهي مستانن وانگر آهن حالانڪ اُهي مستانا نه هوندا پر اللّٰه جو عذاب ڏاڍو سخت آهي.

وَمِنَ النَّاسِ مَنْ يُّجَادِلُ فِي اللّٰهِ بِغَيْرِ عِلْمٍ وَّيَتَّبِعُ كُلَّ شَيْطٰنٍ مَّرِيْدٍ ④

٤-۽ ماڻهن مان ڪي اهڙا به هوندا آهن. جيڪي اللّٰه جي باري ۾ جاڻ کانسواءِ بحث ڪندا آهن ۽ هر حق کان هٽيل ۽ سرڪش جي پيروي ڪندا آهن.

كُتِبَ عَلَيْهِ اَنَّهٗ مَنْ تَوَلَّاهُ فَاَنَّهٗ يُضِلُّهٗ

٥-(حالانڪ)انهن (سرڪشن ۽ حق کان پري ماڻهن)جي متعلق فيصلو ڪيو ويو

١-يعني آخري مصيبت جنهن سان دنيا جا جهيڙا ختم ٿي ويندا.

٢-يعني جڏهن اُهو ڏينهن ٿيندو ته دنيا جو هي حال ٿيندو.

وَيَهْدِيْهِ اِلٰى عَذَابِ السَّعِيْرِ ۝

آهي تہ جيڪو(شخص) بہ ا هڙن ماڻهن مان ڪنهن سان دوستي ڪندو اُهو (سرڪش ۽ حق ڪان پري شخص)انهيءَ کي بہ گمراهہ ڪري ڇڏيندو ۽ دوزخ جي عذاب ڏانهن وٺي ويندو.

يٰۤاَيُّهَا النَّاسُ اِنْ كُنْتُمْ فِيْ رَيْبٍ مِّنَ الْبَعْثِ فَاِنَّا خَلَقْنٰكُمْ مِّنْ تُرَابٍ ثُمَّ مِنْ نُّطْفَةٍ ثُمَّ مِنْ عَلَقَةٍ ثُمَّ مِنْ مُّضْغَةٍ مُّخَلَّقَةٍ وَّ غَيْرِ مُخَلَّقَةٍ لِّنُبَيِّنَ لَكُمْ ؕ وَنُقِرُّ فِي الْاَرْحَامِ مَا نَشَآءُ اِلٰۤى اَجَلٍ مُّسَمًّى ثُمَّ نُخْرِجُكُمْ طِفْلًا ثُمَّ لِتَبْلُغُوْۤا اَشُدَّكُمْ ۚ وَمِنْكُمْ مَّنْ يُّتَوَفّٰى وَمِنْكُمْ مَّنْ يُّرَدُّ اِلٰۤى اَرْذَلِ الْعُمُرِ لِكَيْلَا يَعْلَمَ مِنْۢ بَعْدِ عِلْمٍ شَيْـًٔا ؕ وَتَرَى الْاَرْضَ هَامِدَةً فَاِذَاۤ اَنْزَلْنَا عَلَيْهَا الْمَآءَ اهْتَزَّتْ وَرَبَتْ وَاَنْۢبَتَتْ مِنْ كُلِّ زَوْجٍۢ بَهِيْجٍ ۝

٦ ـاي انسانو! جيڪڏهن توهان پيهر اٿارڻ متعلق شڪ ۾ آهيو تہ(ياد رکو)اسان توهان کي پهرين مٽيءَ مان پيدا ڪيو هو پوءِ نطفي مان۔ پوءِ ترقي ڏئي هڪ اهڙي حالت مان جيڪا چمبڙي پوڻ جي خاصيت رکندي هئي. پوءِ اهڙي حالت مان جيڪا هڪ بُوٽيءَ وانگر هئي.ڪجهہ عرصي تائين تہ اها هڪ ڪامل بوٽيءَ جي شڪل ۾ رهي ۽ ڪجهہ عرصي تائين ناقص بوٽيءَ جي شڪل ۾ رهي انهيءَ لاءِ تہ اسان توهان تي(حقيقت حال) ظاهر ڪري ڇڏيون ۽ اسان جنهن شيءِ کي گهرون ٿا رحمُن ۾ هڪ مدت تائين قائم ڪري ڇڏيندا آهيون.پوءِ اسان توهان کي هڪ ٻار جي شڪل ۾ ڪيون ٿا.(پوءِ وڌائيندا وڃون ٿا) جنهن جو نتيجو هيءُ ٿيندو آهي جو توهان پنهنجي مضبوطيءَ (جي عمر) کي پهچي ويندا آهيو.۽ توهان مان ڪي اهڙا هوندا آهن جيڪي پنهنجي طبعي عمر کي پهچي فوت ٿي ويندا آهن.۽ ڪي توهان مان اهڙا هوندا آهن جيڪي پنهنجي انتهائي پيرسي جي عمر کي پهچي ويندا آهن. انهيءَ لاءِ تہ گهڻو علم حاصل ڪرڻ کانپوءِ بالڪل علم کان ڪورا ٿي وڃن.۽ تون زمين کي ڏسين ٿو تہ

اُها(ڪڏهن ڪڏهن) پنهنجي سڀ طاقت وجائي ويهندي آهي. پوءِ جڏهن اسان انهيءَ تي پاڻي نازل ڪندا آهيون ته اُها جوش ۾ اچي ويندي آهي ۽ وڌڻ لڳندي آهي ۽ هر قسم جي خوبصورت پوک اُپائڻ لڳندي آهي.

ذٰلِكَ بِاَنَّ اللّٰهَ هُوَ الْحَقُّ وَاَنَّهٗ يُحْيِ الْمَوْتٰى وَاَنَّهٗ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ۝٧

٧- اِهو انهيءَ لاءِ ٿيندو آهي ته (ظاهر ڪيو وڃي ته) الله ئي قائم رهڻ واري ۽ قائم رکڻ واري هستي آهي ۽ اهو مُردن کي زنده ڪندو آهي ۽ هر شيءَ تي قادر آهي.

وَّاَنَّ السَّاعَةَ اٰتِيَةٌ لَّا رَيْبَ فِيْهَا ۙ وَاَنَّ اللّٰهَ يَبْعَثُ مَنْ فِي الْقُبُوْرِ ۝٨

٨- ۽ هر شيءَ لاءِ جيڪو وقت مقرر① آهي اُهو ضرور اچي رهندو انهيءَ ۾ ڪو به شڪ ڪونهي ۽ الله يقيناً انهن کي جيڪي قبرن ۾ آهن پيهر اٿاريندو.

وَمِنَ النَّاسِ مَنْ يُّجَادِلُ فِي اللّٰهِ بِغَيْرِ عِلْمٍ وَّلَا هُدًى وَّلَا كِتٰبٍ مُّنِيْرٍ ۝٩

٩- ۽ ماڻهن مان ڪي اهڙا به هوندا آهن. جيڪي الله جي متعلق علم کانسواءِ، هدايت کانسواءِ ۽ ڪنهن روشن ڪتاب کانسواءِ انهيءَ حالت ۾ بحث ڪندا آهن.

ثَانِيَ عِطْفِهٖ لِيُضِلَّ عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ ۭ لَهٗ فِي الدُّنْيَا خِزْيٌ وَّنُذِيْقُهٗ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ عَذَابَ الْحَرِيْقِ ۝١٠

١٠- جيڪي پنهنجا پاسا موڙيون وينا (رهندا) آهن (يعني تڪبر جو اظهار ڪندا آهن) انهيءَ لاءِ ته الله جي رستي کان ماڻهن کي گمراهه ڪن. اهڙن ماڻهن لاءِ دنيا ۾ رسوائي هوندي ۽ قيامت جي ڏينهن به اسان انهن کي سڙڻ وارو عذاب پهچائينداسين.

---

١- هن آيت ۾ اَلسَّاعَة جو لفظ آهي. ۽ اَلُ هن ڳالهه تي دلالت ڪندو آهي ته هِن کانپوءِ وارو لفظ ماڻهن جي ذهنن ۾ آهي. ان لاءِ اسان ”وقت مقرر“ جي لفظن سان ترجمو ڪيو آهي.

ذٰلِكَ بِمَا قَدَّمَتْ يَدٰكَ وَاَنَّ اللّٰهَ لَيْسَ بِظَلَّامٍ لِّلْعَبِيْدِ ﴿١١﴾ ع ١١ ٨

١١- توهانجي هٿن جو ڪجهه پهرين ڪيو هو. انهيءَ جي نتيجي ۾ هيءَ ڳالهه ظاهر ٿيندي ۽(انهيءَ مان معلوم ٿيندو)ته الله پنهنجي ٻانهن تي هرگز ڪنهن قسم جو ظلم ناهي ڪندو.

وَمِنَ النَّاسِ مَنْ يَّعْبُدُ اللّٰهَ عَلٰى حَرْفٍ ۚ فَاِنْ اَصَابَهٗ خَيْرُ ۨ اطْمَاَنَّ بِهٖ ۚ وَاِنْ اَصَابَتْهُ فِتْنَةُ ۨ انْقَلَبَ عَلٰى وَجْهِهٖ ۚ خَسِرَ الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةَ ۭ ذٰلِكَ هُوَ الْخُسْرَانُ الْمُبِيْنُ ﴿١٢﴾

١٢- ۽ ماڻهن مان(ڪي)اهڙا به هوندا آهن ① جيڪي الله جي عبادت صرف بد دليءَ سان ڪندا آهن.پوءِ جيڪڏهن انهن کي ڪو فائدو پهچي وڃي ته اُهي انهيءَ (عبادت) تي خوش ٿي ويندا آهن،۽ جيڪڏهن انهن کي ڪا تڪليف پهچي وڃي ته پنهنجي مُنهن ڀِرِ ڦري ويندا آهن،اُهي دنيا ۾ بهنقصان ۾ پئجي وڃن ٿا ۽ آخرت ۾ به، ۽ اِهوئي ظاهر ظهور نقصان آهي.

يَدْعُوْا مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ مَا لَا يَضُرُّهٗ وَمَا لَا يَنْفَعُهٗ ۭ ذٰلِكَ هُوَ الضَّلٰلُ الْبَعِيْدُ ﴿١٣﴾

١٣- اُهي اللّٰه کانسواءِ انهيءَ شيءِ کي سڏين ٿا جيڪا نه انهن کي نقصان پهچائيندي آهي ۽ نه نفعو ڏيندي آهي ۽ اِهائي حد درجي جي گمراهي آهي.

يَدْعُوْا لَمَنْ ضَرُّهٗٓ اَقْرَبُ مِنْ نَّفْعِهٖ ۭ لَبِئْسَ الْمَوْلٰى وَلَبِئْسَ الْعَشِيْرُ ﴿١٤﴾

١٤-اُهي انهيءَ (شخص)کي سڏين ٿا- جنهن جو نقصان انهيءَ جي نفعي کان وڌيڪ ويجهو آهي.اهڙو مالڪ به ڏاڍو برو آهي ۽ اهڙا ساٿي به ڏاڍا برا آهن.

اِنَّ اللّٰهَ يُدْخِلُ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ جَنّٰتٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا

١٥-اللّٰه يقيناً مومنن کي جيڪي حال سارو عمل به ڪن ٿا،اهڙن باغن ۾ داخل ڪندو، جن(جي چانو)۾ نهرون وهنديون

١-آيت ۾ مَنْ جولفظ آهي جنهن جي معنيٰ جمع جي به ٿي سگهي ٿي ۽ واحد جي به.

الْاَنْهٰرُ ؕ اِنَّ اللّٰهَ يَفْعَلُ مَا يُرِيْدُ ⑮

آهن. اللّٰه جيڪي چاهي سو ڪري ٿو.

مَنْ كَانَ يَظُنُّ اَنْ لَّنْ يَّنْصُرَهُ اللّٰهُ فِي الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ فَلْيَمْدُدْ بِسَبَبٍ اِلَى السَّمَآءِ ثُمَّ لْيَقْطَعْ فَلْيَنْظُرْ هَلْ يُذْهِبَنَّ كَيْدُهٗ مَا يَغِيْظُ ⑯

**١٦**-جيڪو ماڻهو اِهو يقين رکي ٿو ته اللّٰه انهيءَ جي(يعني نبي ڪريم ﷺ جي) مدد ڪڏهن نه ڪندو۔ نه دنيا ۾ نه آخرت ۾ ته انهيءَ کي گهرجي ته هُو هڪ رسي آسمان تائين ڪٽي وڃي(۽ انهيءَ تي چڙهي وڃي)پوءِ انهيءَ کي ڪپي① ڇڏي.پوءِ اُهو ڏسي ته ڇا انهيءَ جي تدبير انهيءَ ڳالهه کي هٽائي ٿي ڇڏي جيڪا انهيءَ کي ڪاوڙ ڏياري رهي آهي(يعني نبي ڪريم ﷺ جون آسماني مددون ۽ فتوحات).

وَكَذٰلِكَ اَنْزَلْنٰهُ اٰيٰتٍ بَيِّنٰتٍ ۙ وَّاَنَّ اللّٰهَ يَهْدِيْ مَنْ يُّرِيْدُ ⑰

**١٧**-۽ اسان اهڙيءَ طرح هن(قرآن) کي ظاهر ظهور نشان ناهي نازل ڪيو آهي ۽ اللّٰه يقيناً جنهن جي متعلق ارادو ڪري ٿو انهيءَ کي صحيح رستو ڏيکاري ڇڏي ٿو.

اِنَّ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَالَّذِيْنَ هَادُوْا وَالصّٰبِـِٕيْنَ وَالنَّصٰرٰى وَالْمَجُوْسَ وَالَّذِيْنَ اَشْرَكُوْٓا ۖ اِنَّ اللّٰهَ يَفْصِلُ بَيْنَهُمْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ شَهِيْدٌ ⑱

**١٨**-يقيناً جن ماڻهن (محمد رسول اللّٰه ﷺ تي) ايمان آندو ۽ اُهي ماڻهو جيڪي يهودي بڻجي ويا ۽ صابي ۽ نصراني ۽ مجوسي ۽ اُهي ماڻهو به جن شرڪ ڪيو.اللّٰه يقيناً انهن جي وچم قيامت جي ڏينهن فيصلو ڪري ڇڏيندو.اللّٰه يقيناً هر هڪ شئي جو نگهبان آهي.

اَلَمْ تَرَ اَنَّ اللّٰهَ يَسْجُدُ لَهٗ مَنْ فِي السَّمٰوٰتِ

**١٩**-(اي اسلام جا مخالف) ڇا تون نٿو ڏسين ته جيڪي ڪي آسمان ۾ آهي اهو

---

١-۽ زمين تي ڪري مري وڃي. ڇو ته هُن جي اُميد ڪڏهن به پوري نه ٿيندي. اِن لاءِ هُن جو موت ئي اُن کي مايوسي ڏسڻ کان بچائي سگهي ٿو.

وَمَنْ فِي الْاَرْضِ وَالشَّمْسُ وَالْقَمَرُ وَالنُّجُوْمُ وَالْجِبَالُ وَالشَّجَرُ وَالدَّوَآبُّ وَكَثِيْرٌ مِّنَ النَّاسِ ؕ وَكَثِيْرٌ حَقَّ عَلَيْهِ الْعَذَابُ ؕ وَمَنْ يُّهِنِ اللّٰهُ فَمَالَهٗ مِنْ مُّكْرِمٍ ؕ اِنَّ اللّٰهَ يَفْعَلُ مَا يَشَآءُ ۩ ﴿١٩﴾

اللّٰه جي فرمانبرداري ڪري ٿو ۽ اهڙيءَ طرح جيڪي ڪجهه زمين ۾ آهي ۽ سج ۽ چنڊ ۽ تارا ۽ جبل ۽ وڻ ۽ ڍور ۽ ماڻهن مان به ڪيترائي- پر ماڻهن مان هڪ وڏو گروهه اهڙو آهي جنهن جي متعلق عذاب جو فيصلو ٿي چڪو آهي ۽ جنهن کي خدا ذليل ڪري انهيءَ کي ڪو عزت ڏيڻ وارو ڪونهي، اللّٰه جو ڪجهه چاهي ٿو ڪري ٿو.

هٰذٰنِ خَصْمٰنِ اخْتَصَمُوْا فِيْ رَبِّهِمْ ؗ فَالَّذِيْنَ كَفَرُوْا قُطِّعَتْ لَهُمْ ثِيَابٌ مِّنْ نَّارٍ ؕ يُصَبُّ مِنْ فَوْقِ رُءُوْسِهِمُ الْحَمِيْمُ ﴿٢٠﴾

**٢٠**-اِهي ٻئي① هڪ ٻئي سان مخالفت ڪرڻ وارا گروهه اهڙا آهن جيڪي پنهنجي رب جي باري ۾ بحث ڪري رهيا آهن.پوءِ جيڪي اللّٰه جي مٿي ذڪر ڪيل صفتن جا منڪر ٿيا انهن لاءِ باهه جا ڪپڙا ٺاهيا ويندا ۽ انهن جي مٿن تي گرم گرم پاڻي وڌو ويندو.

يُصْهَرُ بِهٖ مَا فِيْ بُطُوْنِهِمْ وَالْجُلُوْدُ ؕ ﴿٢١﴾

**٢١**-(ايستائين)جو انهي گرم پاڻيءَ جي سببان جيڪي انهن جي پيٽ ۾ آهي اهو به ڳري ويندو ۽ انهن جا چمڙا به(ڳري ويندا).

وَلَهُمْ مَّقَامِعُ مِنْ حَدِيْدٍ ﴿٢٢﴾

**٢٢**-۽ انهن لاءِ لوهه جا هٿوڙا (تيار ڪيا ويندا).

كُلَّمَآ اَرَادُوْٓا اَنْ يَّخْرُجُوْا مِنْهَا مِنْ غَمٍّ اُعِيْدُوْا فِيْهَا ۗ وَذُوْقُوْا عَذَابَ الْحَرِيْقِ ﴿٢٣﴾ ع

**٢٣**-جڏهن اهي غم ۽ فڪر جي سببان انهيءَ عذاب مان نڪرڻ جي ڪوشش ڪندا ته وري انهيءَ ڏانهن واپس ڪيا ويندا(۽ چيو ويندو) ساڙڻ وارو عذاب چکو.

اِنَّ اللّٰهَ يُدْخِلُ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا

**٢٤**-اللّٰه يقيناً مومنن کي جيڪي حال سارو

١- يعني مومن ۽ ڪافر.

الصّٰلِحٰتِ جَنّٰتٍ تَجْرِىْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ يُحَلَّوْنَ فِيْهَا مِنْ اَسَاوِرَ مِنْ ذَهَبٍ وَّلُؤْلُؤًا ؕ وَلِبَاسُهُمْ فِيْهَا حَرِيْرٌ ﴿٢٤﴾

عمل به ڪن ٿا اهڙن باغن ۾ رکندو.جن (جي ڇانو ۾) نهرون وهي رهيون هونديون. انهن کي انهيءَ ۾ سون ۽ موتين جي جڙاوت وارا ڪنگڻ پارايا ويندا۔ ۽ انهن جو لباس انهيءَ ۾ پَٽ جو هوندو.

وَهُدُوْٓا اِلَى الطَّيِّبِ مِنَ الْقَوْلِ ۚۖ وَهُدُوْٓا اِلٰى صِرَاطِ الْحَمِيْدِ ﴿٢٥﴾

**٢٥**۔۽ انهن جي پاڪ ڳالهين ڏانهن رهنمائي ڪئي ويندي ۽ خدا جي واٽ ڏانهن هدايت ڪئي ويندي.

اِنَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا وَيَصُدُّوْنَ عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ وَالْمَسْجِدِ الْحَرَامِ الَّذِىْ جَعَلْنٰهُ لِلنَّاسِ سَوَآءَ ۨالْعَاكِفُ فِيْهِ وَالْبَادِ ؕ وَمَنْ يُّرِدْ فِيْهِ بِاِلْحَادٍۢ بِظُلْمٍ نُّذِقْهُ مِنْ عَذَابٍ اَلِيْمٍ ﴿٢٦﴾ ع٣

**٢٦**۔(پر)اُهي ماڻهو جيڪي ڪافر آهن ۽ اللّٰه جي رستي کان ۽ بيت اللّٰه جي طرف وڃڻ کان جنهن کي اسان سڀني انسانن جي فائدي لاءِ ناهيو آهي روڪين ٿا(جڏهن ته اهو بيت اللّٰه اهڙو آهي جنهن کي اسان سڀني انسانن لاءِ بڻايو آهي)انهن لاءِ به جيڪي انهيءَ ۾ ويهي خدا جي عبادت ڪن ٿا ۽ انهن لاءِ به جيڪي جهنگلن ۾ رهن ٿا ۽ جيڪو شخص انهيءَ ۾ ظلم جي رستي سان ڪو ڏِنگُ پيدا ڪرڻ چاهيندو۔ انهيءَ کي اسان دردناڪ عذاب ڏينداسين.

وَاِذْ بَوَّاْنَا لِاِبْرٰهِيْمَ مَكَانَ الْبَيْتِ اَنْ لَّا تُشْرِكْ بِىْ شَيْـًٔا وَّطَهِّرْ بَيْتِىَ لِلطَّآئِفِيْنَ وَالْقَآئِمِيْنَ وَالرُّكَّعِ السُّجُوْدِ ﴿٢٧﴾

**٢٧**۔۽ (ياد ڪر)جڏهن اسان ابراهيم کي بيت اللّٰه جي جاءِ تي رهائش جو موقعو ڏنو (۽ چيو) ته ڪنهن به شيءِ کي اسانجو شريڪ نه بڻاءِ ۽ منهنجي گهر کي طواف ڪرڻ وارن لاءِ ۽ بيهي عبادت ڪرڻ وارن لاءِ ۽

رڪوع ڪرڻ وارن لاءِ ۽ سجدو① ڪرڻ وارن لاءِ پاڪ ڪر.

وَاَذِّنْ فِي النَّاسِ بِالْحَجِّ يَأْتُوْكَ رِجَالًا وَّعَلٰى كُلِّ ضَامِرٍ يَّأْتِيْنَ مِنْ كُلِّ فَجٍّ عَمِيْقٍ ۝٢٨

**٢٨**-۽ سڀني ماڻهن ۾ اعلان ڪر ته اُهي حج جي نيت سان تو وٽ ايندا ڪن پيادا ته ۽ هر اهڙي سواريءَ تي به جيڪا ڊگهي سفر جي ڪري ڏٻري ٿي وئي هجي(اهڙيون سواريون)پري پري کان اُونهن رستن تان ٿينديون ايندڀون.

لِّيَشْهَدُوْا مَنَافِعَ لَهُمْ وَيَذْكُرُوا اسْمَ اللّٰهِ فِيْٓ اَيَّامٍ مَّعْلُوْمٰتٍ عَلٰى مَا رَزَقَهُمْ مِّنْۢ بَهِيْمَةِ الْاَنْعَامِ ۚ فَكُلُوْا مِنْهَا وَاَطْعِمُوا الْبَآئِسَ الْفَقِيْرَ ۝٢٩

**٢٩**-انهيءَ لاءِ ته اُهي(يعني اچڻ وارا) انهن فائدن کي ڏسن جيڪي انهن لاءِ (مقرر ڪيا ويا)آهن ۽ ڪجهه مقرر ڏينهن ۾ اللّٰه کي انهن نعمتن جي سببان ياد ڪن جيڪي اسان انهن کي ڏنيون آهن(يعني)وڏن جانورن جي قسم مان(جيئن ڳئون، اُٺ وغيره) پوءِ گهرجي ته اُهي② انهن جو گوشت کائين ۽ تڪليفن ۾ مبتلا ۽ نادارن کي کارائين.

ثُمَّ لْيَقْضُوْا تَفَثَهُمْ وَلْيُوْفُوْا نُذُوْرَهُمْ وَلْيَطَّوَّفُوْا بِالْبَيْتِ الْعَتِيْقِ ۝٣٠

**٣٠**- پوءِ پنهنجي ميرُ دور ڪن ۽ پنهنجون نَذَرُون پوريون ڪن ۽ پراڻي گهر(يعني خانه ڪعبه) جو طواف ڪن.

ذٰلِكَ ۗ وَمَنْ يُّعَظِّمْ حُرُمٰتِ اللّٰهِ فَهُوَ

**٣١**- ڳالهه هيءَ آهي، ته جيڪو شخص اللّٰه

---

١-هِن ۾ اسلامي عبادت جو نقشو بيان ڪيو ويو آهي جنهن ۾ قيام رڪوع ۽ سجدا هوندا آهن. يهودي ۽ عيسائي نمازون اُنهن جو مجموعو نه هونديون آهن.

٢-آيت جي هِن حصّي ۾ مخاطب جمع جو صيغو آهي پر ڇو ته آيت جي شروع ۾ ۽ هُن کانپوءِ غائب جا صيغا استعمال ٿيا آهن اِن لاءِ آيت جي سياق ۽ سباق کي سامهون رکندي اڙدوءَ ۾ هن جو صحيح مطلب بيان ڪرڻ لاءِ آيت جي هِن حصّي جو ترجمو غائب جي صيغن ۾ ڪيو ويو آهي.

خَيْرٌ لَّهٗ عِنْدَ رَبِّهٖ ؕ وَ اُحِلَّتْ لَكُمُ الْاَنْعَامُ اِلَّا مَا يُتْلٰى عَلَيْكُمْ فَاجْتَنِبُوا الرِّجْسَ مِنَ الْاَوْثَانِ وَ اجْتَنِبُوْا قَوْلَ الزُّوْرِ ۙ﴿۳۱﴾

جي مقرر ڪيل عزت وارين جڳهن جي تعظيم ڪري ٿو ته اهو انهيءَ جي رب وٽ انهيءَ لاءِ سنو ٿيندو آهي ۽ اي مومنو! توهان لاءِ (سڀ) ڍورَ حلال ڪيا ويا آهن- سواءِ انهن جي جن جي حرمت قرآن ۾ بيان ٿي چڪي آهي پوءِ گهرجي ته توهان بت پرستيءَ جي شرڪ کان بچو.

حُنَفَآءَ لِلّٰهِ غَيْرَ مُشْرِكِيْنَ بِهٖ ؕ وَمَنْ يُّشْرِكْ بِاللّٰهِ فَكَاَنَّمَا خَرَّ مِنَ السَّمَآءِ فَتَخْطَفُهُ الطَّيْرُ اَوْ تَهْوِىْ بِهِ الرِّيْحُ فِىْ مَكَانٍ سَحِيْقٍ ﴿۳۲﴾

**٣٢**-۽ (اهڙيءَ طرح) پنهنجي عبادت ۽ فرمانبرداري صرف اللّٰه لاءِ مخصوص ڪندي ڪوڙ ڳالهائڻ کان بچو.(۽)توهان خدا جو شريڪ ڪنهن کي نه بڻايو ۽ جيڪو اللّٰه جو شريڪ ڪنهن کي بڻائي① ته اهو آسمان تان ڪري پوي ٿو ۽ پکي انهيءَ کي جهٽي کڻي وڃن ٿا. ۽ ②هوا انهيءَ کي ڪنهن ڏورانهين جاءِ تي اڇلائي ڇڏي ٿي.

ذٰلِكَ ۗ وَمَنْ يُّعَظِّمْ شَعَآئِرَ اللّٰهِ فَاِنَّهَا مِنْ تَقْوَى الْقُلُوْبِ ﴿۳۳﴾

**٣٣**-حقيقت هيءَ آهي ته جيڪو شخص اللّٰه جي مقرر ڪيل نشانين جي عزت ڪندو هنَ (جي انهيءَ فعل)کي دلين جي تقويٰ قرار ڏنو ويندو.

لَكُمْ فِيْهَا مَنَافِعُ اِلٰٓى اَجَلٍ مُّسَمًّى

**٣٤**-(ياد رکو ته) انهن قربانين مان هڪ مدت تائين توهان کي نفعو حاصل ڪرڻ

١- قرآن مجيد ۾ ڪَـاَنما آهي پر لغت ۾ لکيل آهي ته ڪ واڌاري آڪر جي طور تي يعني رڳو تاڪيد جي لاءِ به استعمال ٿيندو آهي.ان لاءِ اسان هِن جي ترجمي کي ڇڏي ڏنو آهي.

٢- آيت ۾ "اَوْ" جو لفظ آهي اسان هن جي معنيٰ "۽" جي ڪئي آهي ۽ هي عربي ٻوليءَ جي لحاظ کان صحيح آهي.

ثُمَّ مَحِلُّهَآ اِلَى الْبَيْتِ الْعَتِيْقِ ﴿٣٣﴾ ع ٨ ١١

جائز آهي پوءِ خدا جي پراڻي گهر تائين انهن کي پهچائڻ ضروري آهي.

وَلِكُلِّ اُمَّةٍ جَعَلْنَا مَنْسَكًا لِّيَذْكُرُوا اسْمَ اللّٰهِ عَلٰى مَا رَزَقَهُمْ مِّنْۢ بَهِيْمَةِ الْاَنْعَامِ ؕ فَاِلٰهُكُمْ اِلٰهٌ وَّاحِدٌ فَلَهٗٓ اَسْلِمُوْا ؕ وَبَشِّرِ الْمُخْبِتِيْنَ ﴿٣٤﴾

**٣٥**-۽ هر هڪ قوم جي لاءِ اسان قربانيءَ جو هڪ طريقو مقرر ڪيو آهي انهيءَ لاءِ ته اُهي انهن چوپاين تي جيڪي الـلّٰه انهن کي بخشيا آهن- الـلّٰه جو نالو وٺن(پوءِ ياد رکو ته) توهان جو خدا هڪ خدا آهي.سو توهان انهيءَ جي فرمانبرداري ڪيو.۽ جيڪي(خدا جي اڳيان) عاجزي ڪرڻ وارا آهن انهن کي خوشخبري ڏئي ڇڏ.

الَّذِيْنَ اِذَا ذُكِرَ اللّٰهُ وَجِلَتْ قُلُوْبُهُمْ وَالصّٰبِرِيْنَ عَلٰى مَآ اَصَابَهُمْ وَالْمُقِيْمِى الصَّلٰوةِ ۙ وَمِمَّا رَزَقْنٰهُمْ يُنْفِقُوْنَ ﴿٣٥﴾

**٣٦**-اهڙن ماڻهن کي جو جڏهن الـلّٰه جو نالو انهن جي اڳيان ورتو وڃي ته انهن جون دليون ڪنبي ٿيون وڃن ۽ انهن ماڻهن کي به (خوشخبري ڏئي ڇڏ) جيڪي پنهنجي مٿان نازل ٿيڻ وارين مصيبتن تي صبر ڪن ٿا ۽ نماز کي قائم ڪن ٿا ۽ جيڪي ڪي اسان انهن کي ڏنو آهي(اسانجي خوشنوديءَ لاءِ) انهيءَ مان خرچ ڪندا رهن ٿا.

وَالْبُدْنَ جَعَلْنٰهَا لَكُمْ مِّنْ شَعَآئِرِ اللّٰهِ لَكُمْ فِيْهَا خَيْرٌ ۖ فَاذْكُرُوا اسْمَ اللّٰهِ عَلَيْهَا صَوَآفَّ ۚ فَاِذَا وَجَبَتْ جُنُوْبُهَا فَكُلُوْا مِنْهَا وَاَطْعِمُوا الْقَانِعَ وَالْمُعْتَرَّ ؕ كَذٰلِكَ سَخَّرْنٰهَا لَكُمْ لَعَلَّكُمْ

**٣٧**-۽ اسان قربانيءَ جي اُٺن کي به عزت جي لائق بڻايو آهي انهن ۾ توهان جي لاءِ ڏاڍي ڀلائي آهي پوءِ انهن کي قطارن ۾ بيهاري انهن تي خدا جو نالو وٺو ۽ جڏهن انهن جا پاسا زمين تي لڳي وڃن ته انهن(جي گوشت)مان خود به کائو ۽ انهن کي به کارايو جيڪي پنهنجي غربت تي

تَشْكُرُوْنَ ﴿٣٧﴾

قناعت ڪندڙ آهن ۽ انهن ڪي به ڪارايو جيڪي پنهنجي غربت جي ڪري پريشان آهن. اهڙيءَ طرح اسان انهن جانورن ڪي توهان جي فائدي جي لاءِ بڻايو آهي انهيءَ لاءِ ته توهان شڪر گذار بڻجو.

لَنْ يَّنَالَ اللّٰهَ لُحُوْمُهَا وَلَا دِمَآؤُهَا وَلٰكِنْ يَّنَالُهُ التَّقْوٰى مِنْكُمْ ؕ كَذٰلِكَ سَخَّرَهَا لَكُمْ لِتُكَبِّرُوا اللّٰهَ عَلٰى مَا هَدٰىكُمْ ؕ وَبَشِّرِ الْمُحْسِنِيْنَ ﴿٣٨﴾

**٣٨**-(ياد رکو ته) انهن قربانين جو گوشت ۽ رت هرگز اللّٰه تائين نٿو پهچي پر توهان جي دل جي تقويٰ اللّٰه تائين پهچي ٿي(حقيقت ۾) اهڙيءَ طرح اللّٰه انهن قربانين ڪي توهان جي خدمت ۾ لڳائي ڇڏيو آهي ته جيئن توهان اللّٰه جي هدايت جي ڪري انهيءَ جي وڏائي بيان ڪيو.۽ تون اسلام جي حڪمن تي پوري طرح عمل ڪرڻ وارن ڪي بشارت ڏي.

اِنَّ اللّٰهَ يُدٰفِعُ عَنِ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَا يُحِبُّ كُلَّ خَوَّانٍ كَفُوْرٍ ﴿٣٩﴾ ع ١٢

**٣٩**-اللّٰه يقيناً انهن ماڻهن جي طرفان جن ايمان آندو آهي دفاع ڪندو رهندو.اللّٰه يقيناً هر خيانت ڪرڻ واري(۽)انڪار ڪرڻ واري ڪي پسند نٿو ڪري

اُذِنَ لِلَّذِيْنَ يُقٰتَلُوْنَ بِاَنَّهُمْ ظُلِمُوْا ؕ وَاِنَّ اللّٰهَ عَلٰى نَصْرِهِمْ لَقَدِيْرُ ۨ ﴿٤٠﴾

**٤٠**-اهي ماڻهو جن سان(بنان سبب جي) جنگ ڪئي وڃي ٿي انهن ڪي به(جنگ ڪرڻ جي)اجازت ڏني وڃي ٿي ڇو جو انهن تي ظلم ڪيو ويو آهي ۽ اللّٰه انهن جي مدد تي قادر آهي.

الَّذِيْنَ اُخْرِجُوْا مِنْ دِيَارِهِمْ بِغَيْرِ حَقٍّ اِلَّآ اَنْ يَّقُوْلُوْا رَبُّنَا اللّٰهُ ؕ وَلَوْلَا دَفْعُ اللّٰهِ

**٤١**-(هي اهي ماڻهو آهن) جن ڪي انهن جي گهرن مان رڳو انهن جي ايترو چوڻ تي ته اللّٰه اسانجو رب آهي بنان ڪنهن جائز سبب جي

النَّاسَ بَعْضَهُمْ بِبَعْضٍ لَّهُدِّمَتْ صَوَامِعُ وَبِيَعٌ وَّصَلَوٰتٌ وَّ مَسٰجِدُ يُذْكَرُ فِيْهَا اسْمُ اللّٰهِ كَثِيْرًا ؕ وَلَيَنْصُرَنَّ اللّٰهُ مَنْ يَّنْصُرُهٗ ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَقَوِيٌّ عَزِيْزٌ ﴿٤١﴾

ڪيو ويو ۽ جيڪڏهن اللّٰه انهن (يعني ڪافرن) سان ڪن کي ڪن جي ذريعي (شرارت کان) باز نہ رکي ها تہ ديوليون① ۽ يهودين جون عبادت گاهون ۽ مسجدون جن ۾ اللّٰه جو ڪثرت سان نالو ورتو وڃي ٿو برباد ڪيون وڃن ها ۽ اللّٰه يقيناً انهيءَ جي مدد ڪندو جيڪو انهيءَ (جي دين) جي مدد ڪندو۔ اللّٰه يقيناً گهڻو طاقتور (۽) غالب آهي.

اَلَّذِيْنَ اِنْ مَّكَّنّٰهُمْ فِي الْاَرْضِ اَقَامُوا الصَّلٰوةَ وَاٰتَوُا الزَّكٰوةَ وَاَمَرُوْا بِالْمَعْرُوْفِ وَنَهَوْا عَنِ الْمُنْكَرِ ؕ وَلِلّٰهِ عَاقِبَةُ الْاُمُوْرِ ﴿٤٢﴾

٤٢۔ هي (يعني مهاجر مسلمان) اهي ماڻهو آهن جو جيڪڏهن اسان انهن کي دنيا ۾ طاقت بخشيون تہ اهي نماز کي قائم ڪندا ۽ زڪواتون ڏيندا ۽ نيڪ ڳالهين جو حڪم ڏيندا ۽ برين ڳالهين کان روڪيندا. ۽ سڀني ڪمن جو پڇاڙي خدا جي هٿ ۾ آهي.

وَاِنْ يُّكَذِّبُوْكَ فَقَدْ كَذَّبَتْ قَبْلَهُمْ قَوْمُ نُوْحٍ وَّعَادٌ وَّثَمُوْدُ ﴿٤٣﴾

٤٣۔ ۽ جيڪڏهن (اهي دشمن) توکي ڪوڙو ڪن ٿا، تہ انهن کان پهرين نوح جي قوم بہ ۽ عاد ۽ ثمود بہ،

وَقَوْمُ اِبْرٰهِيْمَ وَقَوْمُ لُوْطٍ ﴿٤٤﴾

٤٤۔ ۽ ابراهيم جي قوم بہ، ۽ لوط جي قوم بہ،

وَّاَصْحٰبُ مَدْيَنَ ۚ وَكُذِّبَ مُوْسٰى فَاَمْلَيْتُ لِلْكٰفِرِيْنَ ثُمَّ اَخَذْتُهُمْ ۚ فَكَيْفَ كَانَ نَكِيْرِ ﴿٤٥﴾

٤٥۔ ۽ مدين جي رهاڪن بہ (پنهنجي نبين کي) ڪوڙو ڪيو هو ۽ موسىٰ کي بہ ڪوڙو ڪيو ويو هو. پوءِ مون انڪار ڪرڻ وارن کي ڪجهہ دير ڍر ڏني پوءِ انهن کي پڪڙيو۔ پوءِ (سوچو تہ) منهنجو انڪار ڪهڙو خطرناڪ هو.

١۔ صَوَامِع ۽ بِيَع بنهين جي معاني ديوليون آهي. (اقرب الموارد)

فَكَاَيِّنْ مِّنْ قَرْيَةٍ اَهْلَكْنٰهَا وَهِيَ ظَالِمَةٌ فَهِيَ خَاوِيَةٌ عَلٰى عُرُوْشِهَا وَبِئْرٍ مُّعَطَّلَةٍ وَّقَصْرٍ مَّشِيْدٍ ﴿۴۶﴾

۴۶- ۽ ڪيترين ئي وسنديون آهن جن کي اسان انهيءَ حالت ۾ تباهه ڪيو هو جو اُهي ظلم ڪري رهيون هيون اهي اج پنهنجن ڇتين پِرِ ڪريل پيون آهن ۽ ڪيترا کوهه آهن جيڪي بلڪل ويران آهن ۽ ڪيترا اوچا اوچا قلعا آهن جيڪي تباهه ٿي چڪا آهن.

اَفَلَمْ يَسِيْرُوْا فِي الْاَرْضِ فَتَكُوْنَ لَهُمْ قُلُوْبٌ يَّعْقِلُوْنَ بِهَآ اَوْ اٰذَانٌ يَّسْمَعُوْنَ بِهَا ۚ فَاِنَّهَا لَا تَعْمَى الْاَبْصَارُ وَلٰكِنْ تَعْمَى الْقُلُوْبُ الَّتِيْ فِي الصُّدُوْرِ ﴿۴۷﴾

۴۷-ڇا اُهي زمين ۾ هلي نٿا ڏسن انهيءَ لاءِ ته انهن کي اهڙيون دليون حاصل ٿي وڃن جيڪي (انهن ڳالهين کي) سمجهڻ واريون هجن يا ڪَنَ حاصل ٿي وڃن جيڪي(انهن ڳالهين)کي ٻڌڻ وارا هجن.ڇو جو اصل ڳالهه هيءَ آهي ته ظاهري اکيون انڌيون نه هونديون آهن پر دليون جيڪي سينن ۾ آهن انڌيون هونديون آهن.

وَيَسْتَعْجِلُوْنَكَ بِالْعَذَابِ وَلَنْ يُّخْلِفَ اللّٰهُ وَعْدَهٗ ۭ وَاِنَّ يَوْمًا عِنْدَ رَبِّكَ كَاَلْفِ سَنَةٍ مِّمَّا تَعُدُّوْنَ ﴿۴۸﴾

۴۸-هي ماڻهو عذاب گهرڻ ۾ جلدي ڪن ٿا. ۽ اللّٰـه ڪڏهن پنهنجو واعدو ڪوڙو نا هي ڪندو.۽(ڪو)ڪو ڏينهن خدا وٽ توهان جي ڳڻپ جي هزار سالن جي برابر ٿيندو آهي.

وَكَاَيِّنْ مِّنْ قَرْيَةٍ اَمْلَيْتُ لَهَا وَهِيَ ظَالِمَةٌ ثُمَّ اَخَذْتُهَا ۚ وَاِلَيَّ الْمَصِيْرُ ﴿۴۹﴾ ع

۴۹-۽ ڪيترائي ڳوٺ آهن جن کي(پهرين ته)مون مهلت ڏني حالانڪ اهي ظلم ڪري رهيا هئا پوءِ مون انهن کي پڪڙي ورتو ۽ مون ڏانهن ئي سڀني کي موٽي اچڻو آهي.

قُلْ يٰٓاَيُّهَا النَّاسُ اِنَّمَآ اَنَا لَكُمْ

۵۰-تون چؤ اي انسانو! مان توهان

نَذِيۡرٌ مُّبِيۡنٌ ۚ﴿۵۰﴾

ڏانهن صرف هڪ هوشيار ڪرڻ واري جي حيثيت سان آيو آهيان.

فَالَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ لَهُمۡ مَّغۡفِرَةٌ وَّرِزۡقٌ كَرِيۡمٌ ﴿۵۱﴾

**۵۱**۔پوءِ جيڪي ايمان آڻيندا ۽ (انهيءَ جي) حال سارو عمل ڪندا انهن کي(خدا جي) بخشش ۽ معزز رزق حاصل ٿيندو.

وَالَّذِيۡنَ سَعَوۡا فِىۡۤ اٰيٰتِنَا مُعٰجِزِيۡنَ اُولٰٓئِكَ اَصۡحٰبُ الۡجَحِيۡمِ ﴿۵۲﴾

**۵۲**۔۽ اهي ماڻهو جن اسان جي نشانن جي متعلق(هن مقصد سان)جدوجهد ڪئي ته (اُهي اسان کي) عاجز ڪري ڇڏين اُهي ماڻهو جهنم ۾ پوڻ وارا آهن.

وَمَاۤ اَرۡسَلۡنَا مِنۡ قَبۡلِكَ مِنۡ رَّسُوۡلٍ وَّلَا نَبِىٍّ اِلَّاۤ اِذَا تَمَنّٰٓى اَلۡقَى الشَّيۡطٰنُ فِىۡۤ اُمۡنِيَّتِهٖ ۚ فَيَنۡسَخُ اللّٰهُ مَا يُلۡقِى الشَّيۡطٰنُ ثُمَّ يُحۡكِمُ اللّٰهُ اٰيٰتِهٖ ؕ وَاللّٰهُ عَلِيۡمٌ حَكِيۡمٌ ۙ﴿۵۳﴾

**۵۳**۔۽ اسان توکان① پهرين نه ڪو رسول موڪليو نه نبي پر جڏهن به انهيءَ ڪا خواهش② ڪئي،شيطان انهيءَ جي خواهش جي رستي ۾ مشڪلاتون وجهي ڇڏيون. پوءِ اللّٰه انهيءَ کي جيڪا شيطان وجهي ٿو ختم ڪري ڇڏي ٿو ۽ جيڪي انهيءَ جا پنهنجا نشان هوندا آهن انهن کي مضبوط ڪري ڇڏي ٿو ۽ اللّٰه ڏاڍو ڄاڻڻ وارو ۽

١ ـ مفسرن لکيو آهي ته جڏهن ڪو نبي تلاوت ڪندو آهي. شيطان ان ۾ ڪجهه ملائي ڇڏيندو آهي سواءِ مسيحؑ جي جنهن کي شيطان نه ڇُهيو.هي نبيّن جي ظاهرظهور بيعزتي آهي خاص طور تي نبي ڪريمﷺ جي جيڪي سيني نبين کان افضل هُئا.هِن آيت ۾ رڳو هي بيان آهي ته نبي ارادا ڪندا آهن ۽ شيطان اُنهن کي ختم ڪرڻ چاهيندو آهي پر خداتعاليٰ نبيّن جي ارادن کي پورو ڪندو آهي. ۽ شيطان ناڪام رهندو آهي.هيءَ ڳالهه سچي آهي ۽ هر نبيءَ سان ٿي آهي ۽ سڀ کان وڌيڪ اسانجي نبيءَ ڪريمﷺ سان.

٢ ـ اُمۡنِيَّةٌ جو لفظ جيڪو هتي استعمال ٿيو آهي هن جي معنيٰ خواهش يا ارادي جي به لغت ۾ لکيل آهي(تاج العروس)مطلب هي آهي ته هر نبي دنيا جي اصلاح جو ارادو ڪندو آهي پر شيطان هر نبيءَ جي راهه ۾ يا هُن جي خواهشن جي پوري ٿيڻ جي رستي ۾ رنڊڪون وجهندو آهي.

لِّيَجۡعَلَ مَا يُلۡقِى الشَّيۡطٰنُ فِتۡنَةً لِّلَّذِيۡنَ فِىۡ قُلُوۡبِهِمۡ مَّرَضٌ وَّالۡقَاسِيَةِ قُلُوۡبُهُمۡ‌ؕ وَاِنَّ الظّٰلِمِيۡنَ لَفِىۡ شِقَاقٍۢ بَعِيۡدٍۙ ﴿۵۳﴾

وَّلِيَعۡلَمَ الَّذِيۡنَ اُوۡتُوا الۡعِلۡمَ اَنَّهُ الۡحَقُّ مِنۡ رَّبِّكَ فَيُؤۡمِنُوۡا بِهٖ فَتُخۡبِتَ لَهٗ قُلُوۡبُهُمۡ‌ؕ وَاِنَّ اللّٰهَ لَهَادِ الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡۤا اِلٰى صِرَاطٍ مُّسۡتَقِيۡمٍ ﴿۵۵﴾

وَلَا يَزَالُ الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا فِىۡ مِرۡيَةٍ مِّنۡهُ حَتّٰى تَاۡتِيَهُمُ السَّاعَةُ بَغۡتَةً اَوۡ يَاۡتِيَهُمۡ عَذَابُ يَوۡمٍ عَقِيۡمٍ ﴿۵۶﴾

اَلۡمُلۡكُ يَوۡمَٮِٕذٍ لِّلّٰهِ‌ؕ يَحۡكُمُ بَيۡنَهُمۡ‌ؕ فَالَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ فِىۡ جَنّٰتِ النَّعِيۡمِ ﴿۵۷﴾

حڪمت وارو آهي.

۵۴-نتيجو اِهو ٿيندو آهي ته جيڪي (مشڪلاتون) شيطان وجهي ٿو اُهي انهن ماڻهن لاءِ نوڪر جو سبب ٿي وڃن ٿيون جن جي دلين ۾ بيماري هوندي آهي ۽ جن جون دليون سخت هونديون آهن ۽ ظالم ماڻهو(هر خدائي ڳالهه جي)سخت مخالفت ڪرڻ تي سندرو ٻڌيو بيٺا هوندا آهن.

۵۵-۽ (اهو سڀ ڪجهه انهيءَ ڪري ٿيندو آهي) ته جيئن اُهي ماڻهو جيڪي علم وارا هوندا آهن، ڄاڻن ته اُهو(يعني قرآن)تنهنجي رب جي طرفان مجسم سچائي آهي ۽ انهيءَ تي ايمان آڻين ۽ انهن جون دليون انهيءَ جي اڳيان جهڪي وڃن ۽ اللّٰه مومنن کي ضرور سڌي رستي ڏانهن هدايت بخشڻ وارو آهي.

۵۶-۽ ڪافر انهيءَ (قرآن)جي متعلق انهيءَ وقت تائين جو(تباهيءَ جي)گهڙي اوچتو اچي وڃي يا انهن وٽ انهيءَ ڏينهن جو عذاب اچي وڃي جيڪو پنهنجي پنيان ڪجهه ناهي ڇڏيندو، شڪ ۾ پيل رهندا.

۵۷-انهيءَ ڏينهن سڄي بادشاهت اللّٰه جي ٿي هوندي،اُهو انهن جي وچ ۾ فيصلو ڪندو. پوءِ مومن جيڪي ايمان جي حال سارو عمل به ڪندا هونداـاُهي نعمت وارين جنتن ۾ رهندا.

وَالَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا وَكَذَّبُوۡا بِاٰيٰتِنَا فَاُولٰٓـئِكَ لَهُمۡ عَذَابٌ مُّهِيۡنٌ ﴿٥٨﴾ ع

٥٨-۽ ڪافر ۽ اسان جي آيتن جا منڪر تہ اُهي آهن جن جي لاءِ خواريءَ جو عذاب (مقدر) آهي.

وَالَّذِيۡنَ هَاجَرُوۡا فِىۡ سَبِيۡلِ اللّٰهِ ثُمَّ قُتِلُوۡۤا اَوۡ مَاتُوۡا لَيَرۡزُقَنَّهُمُ اللّٰهُ رِزۡقًا حَسَنًا ؕ وَاِنَّ اللّٰهَ لَهُوَ خَيۡرُ الرّٰزِقِيۡنَ ﴿٥٩﴾

٥٩-۽ اُهي ماڻهو جيڪي اللّٰه جي رستي ۾ هجرت ڪن ٿا پوءِ ماريا وڃن ٿا يا طبعي موت مري وڃن ٿا. اللّٰه انهن کي نهايت اعلٰي انعام بخشيندو ۽ اللّٰه انعام بخشڻ وارن مان سڀني کان سٺو آهي.

لَيُدۡخِلَنَّهُمۡ مُّدۡخَلًا يَّرۡضَوۡنَهٗ ؕ وَاِنَّ اللّٰهَ لَعَلِيۡمٌ حَلِيۡمٌ ﴿٦٠﴾

٦٠-هُو ضرور اُنهن کي اهڙي جڳهہ ۾ داخل ڪندو جنهن کي اُهي پسند ڪندا ۽ اللّٰه ڏاڍو ڄاڻڻهار (۽) ڏاڍي سمجهہ رکڻ وارو آهي.

ذٰلِكَ ۚ وَمَنۡ عَاقَبَ بِمِثۡلِ مَا عُوۡقِبَ بِهٖ ثُمَّ بُغِىَ عَلَيۡهِ لَيَنۡصُرَنَّهُ اللّٰهُ ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَعَفُوٌّ غَفُوۡرٌ ﴿٦١﴾

٦١-هيءَ ڳالهہ اُهڙي طرح آهي ۽ جيڪو شخص اوتري ئي سزا ڏي جيتري انهيءَ کي تڪليف ڏني وئي هئي پر باوجود انهيءَ جي (انهيءَ جو دشمن) هيڪاري انهيءَ تي چڙهي اچي تہ اللّٰه ضرور انهيءَ جي مدد ڪندو. اللّٰه يقيناً ڏاڍو معاف ڪرڻ وارو (۽) ڏاڍو بخشڻ وارو آهي.

ذٰلِكَ بِاَنَّ اللّٰهَ يُوۡلِجُ الَّيۡلَ فِى النَّهَارِ وَيُوۡلِجُ النَّهَارَ فِى الَّيۡلِ وَاَنَّ اللّٰهَ سَمِيۡعٌ ۢ بَصِيۡرٌ ﴿٦٢﴾

٦٢-هي (سزا ۽ جزا جو سلسلو) انهيءَ ڪري (هلي ٿو) تہ ثابت ٿئي تہ اللّٰه رات کي ڏينهن ۾ داخل ڪري ڇڏي ٿو ۽ ڏينهن کي رات ۾ داخل ڪري ڇڏي ٿو ۽ اللّٰه يقيناً (ڏاڍيون دعائون) ٻڌڻ وارو (۽ سڀ حالتون) ڏسڻ وارو آهي.

ذٰلِكَ بِاَنَّ اللّٰهَ هُوَ الْحَقُّ وَاَنَّ مَا يَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِهٖ هُوَ الْبَاطِلُ وَاَنَّ اللّٰهَ هُوَ الْعَلِيُّ الْكَبِيْرُ ﴿٦٢﴾

٦٢-هي (دعائون ٻڌڻ ۽ حالتن کان واقف رهڻ) انهيءَ لاءِ آهي ته اللّٰه پنهنجي ذات ۾ قائم آهي ۽ پين شيئن کي قائم رکي ٿو ۽ انهيءَ لاءِ ته جنهن شئي کي اُهي خدا کانسواءِ پڪارين ٿا اها تباهه ٿيڻ واري آهي ۽ انهيءَ لاءِ جو اللّٰه ئي سڀ کان مٿي آهي ۽ سڀني کان وڏو آهي.

اَلَمْ تَرَ اَنَّ اللّٰهَ اَنْزَلَ مِنَ السَّمَآءِ مَآءً ۫ فَتُصْبِحُ الْاَرْضُ مُخْضَرَّةً ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَطِيْفٌ خَبِيْرٌ ﴿٦٣﴾ۚ

٦٣-ڇا تو نه ڏٺو ته اللّٰه آسمان مان پاڻي لاٿو آهي. جنهن مان زمين سرسبز ٿي وڃي ٿي- اللّٰه يقيناً (پنهنجي ٻانهن سان) مهربانيءَ جو سلوڪ ڪرڻ وارو آهي ۽ (انهن جي حالتن کان) ڏاڍو باخبر آهي.

لَهٗ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَمَا فِي الْاَرْضِ ؕ وَاِنَّ اللّٰهَ لَهُوَ الْغَنِيُّ الْحَمِيْدُ ﴿٦٤﴾ ع ٨ ١٥

٦٤-جيڪي ڪجهه آسمانن ۾ آهي ۽ جيڪي ڪجهه زمين ۾ آهي اُهو سڀ انهيءَ جو آهي ۽ اللّٰه يقيناً پاڻ کانسواءِ سڀني وجودن جي مدد کان بي نياز (۽) تعريفن جو مالڪ آهي.

اَلَمْ تَرَ اَنَّ اللّٰهَ سَخَّرَ لَكُمْ مَّا فِي الْاَرْضِ وَالْفُلْكَ تَجْرِيْ فِي الْبَحْرِ بِاَمْرِهٖ ؕ وَيُمْسِكُ السَّمَآءَ اَنْ تَقَعَ عَلَى الْاَرْضِ اِلَّا بِاِذْنِهٖ ؕ اِنَّ اللّٰهَ بِالنَّاسِ لَرَءُوْفٌ رَّحِيْمٌ ﴿٦٥﴾

٦٥-ڇا تو نه ڏٺو ته اللّٰه توهانجي ڪم تي جيڪي ڪجهه زمين ۾ آهي انهيءَ کي مزدوريءَ کانسواءِ لڳائي رکيو آهي ۽ ٻيڙيون به سمنڊ ۾ انهيءَ جي حڪم سان هلن ٿيون ۽ هن آسمان① کي روڪي رکيو آهي ته ڪٿي زمين تي سواءِ انهيءَ جي حڪم جي ڪري نه پوي اللّٰه يقيناً ماڻهن سان ڏاڍي شفقت ڪرڻ وارو (۽ انهن تي) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

وَهُوَ الَّذِيْٓ اَحْيَاكُمْ ۫ ثُمَّ يُمِيْتُكُمْ ثُمَّ

٦٦-۽ اُهو ئي آهي جنهن توهان کي زنده

١-يعني عذاب جي لاءِ روڪون لڳايون آهن ته هُن جي خاص حڪم کانسواءِ دنيا تي عذاب نه اچي.

يُحۡيِيۡكُمۡ ؕ اِنَّ الۡاِنۡسَانَ لَكَفُوۡرٌ ﴿٦٧﴾

ڪيو. پوءِ توهان کي ماريندو وري توهان کي زنده ڪندو۔انسان يقيناً وڏو بي شڪرو آهي.

لِكُلِّ اُمَّةٍ جَعَلۡنَا مَنۡسَكًا هُمۡ نَاسِكُوۡهُ فَلَا يُنَازِعُنَّكَ فِى الۡاَمۡرِ وَادۡعُ اِلٰى رَبِّكَ ؕ اِنَّكَ لَعَلٰى هُدًى مُّسۡتَقِيۡمٍ ﴿٦٨﴾

٦٨۔اسان هر امت① لاءِ هڪ عبادت جو طريقو مقرر ڪيو آهي جنهن جي مطابق اها هلي ٿي پوءِ انهيءَ طريقي(يعني اسلام) جي متعلق اهي تو سان بحث نہ ڪن(ڇو جو اِهو خدا جو مقرر ڪيل آهي)ءِ تون(انهن کي) پنهنجي رب ڏانهن سڏ ڇو جو تون سڌي رستي تي آهين.

وَاِنۡ جٰدَلُوۡكَ فَقُلِ اللّٰهُ اَعۡلَمُ بِمَا تَعۡمَلُوۡنَ ﴿٦٩﴾

٦٩۔ءِ جيڪڏهن اُهي تو سان بحث ڪن تون چوُ تہ اللّٰه توهان جي عملن کان چڱيءَ ريت واقف آهي.

اَللّٰهُ يَحۡكُمُ بَيۡنَكُمۡ يَوۡمَ الۡقِيٰمَةِ فِيۡمَا كُنۡتُمۡ فِيۡهِ تَخۡتَلِفُوۡنَ ﴿٧٠﴾

٧٠۔اللّٰه (توهانجي ءِ منهنجي وچم) قيامت جي ڏينهن انهن ڳالهين جو فيصلو ڪندو جن م توهان اختلاف رکندا آهيو.

اَلَمۡ تَعۡلَمۡ اَنَّ اللّٰهَ يَعۡلَمُ مَا فِى السَّمَآءِ وَالۡاَرۡضِ ؕ اِنَّ ذٰلِكَ فِىۡ كِتٰبٍ ؕ اِنَّ ذٰلِكَ عَلَى اللّٰهِ يَسِيۡرٌ ﴿٧١﴾

٧١۔(اي محمدﷺ!) ڇا توکي معلوم نہ آهي تہ اللّٰه هر شئي کي جيڪا آسمان ءِ زمين م آهي ڄاڻي ٿو.اِهو سڀ ڪجهہ هڪ ڪتاب م لکيل موجود آهي ءِ اهڙي طرح (ڪنهن قانون کي محفوظ) ڪري ڇڏڻ اللّٰه جي لاءِ آسان آهي.

---

١۔ اُمَّة جو لفظ مؤنث آهي پر هِن کانپوءِ هُمۡ نَاسِكُوۡهُ جا لفظ آهن جيڪي مذڪر ءِ جمع جي لاءِ آهن هِن جو ڪارڻ هي آهي تہ عربي ٻوليءَ م ڪڏهن ڪڏهن جماعت جي ماڻهن ڏانهن ضمير ڦيري ويندي آهي ءِ انهن جي مجموعي کي ضمير م ادا ڪيو ويندو آهي. ان ڪري هُــــمۡ جيڪو هتي آيو آهي انهيءَ ڪري آيو آهي.

وَيَعْبُدُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ مَا لَمْ يُنَزِّلْ بِهٖ سُلْطٰنًا وَّمَا لَيْسَ لَهُمْ بِهٖ عِلْمٌ ۭ وَمَا لِلظّٰلِمِيْنَ مِنْ نَّصِيْرٍ ﴿٧٢﴾

وَاِذَا تُتْلٰى عَلَيْهِمْ اٰيٰتُنَا بَيِّنٰتٍ تَعْرِفُ فِيْ وُجُوْهِ الَّذِيْنَ كَفَرُوا الْمُنْكَرَ ۭ يَكَادُوْنَ يَسْطُوْنَ بِالَّذِيْنَ يَتْلُوْنَ عَلَيْهِمْ اٰيٰتِنَا ۭ قُلْ اَفَاُنَبِّئُكُمْ بِشَرٍّ مِّنْ ذٰلِكُمْ ۭ اَلنَّارُ ۭ وَعَدَهَا اللّٰهُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا ۭ وَبِئْسَ الْمَصِيْرُ ﴿٧٣﴾ ع ٨ ١٦

يٰٓاَيُّهَا النَّاسُ ضُرِبَ مَثَلٌ فَاسْتَمِعُوْا لَهٗ ۭ اِنَّ الَّذِيْنَ تَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ لَنْ يَّخْلُقُوْا ذُبَابًا وَّلَوِ اجْتَمَعُوْا لَهٗ ۭ وَاِنْ يَّسْلُبْهُمُ الذُّبَابُ شَيْـــًٔا لَّا يَسْتَنْقِذُوْهُ مِنْهُ ۭ ضَعُفَ الطَّالِبُ وَالْمَطْلُوْبُ ﴿٧٤﴾

**٧٢**ـ ۽ اُهي ماڻهو اللّٰه کانسواءِ انهن شين جي عبادت ڪن ٿا جن لاءِ انهيءَ ڪو دليل نہ لاٿو آهي ۽ جن جي متعلق انهن کي ڪنهن قسم جو ڪو علم حاصل نہ آهي ۽ ظالمن جو ڪو بہ مددگار نہ هوندو.

**٧٣**ـ ۽ جڏهن انهن جي سامهون اسان جون صاف صاف آيتون پڙهيون وڃن ٿيون تہ تون منڪرن جي منهن ۾ (صاف صاف) ناپسنديدگيءَ (جا آثار) ڏسين ٿو.ويجهوهوندو آهي جو اُهي انهن ماڻهن تي حملو ڪن جيڪي انهن کي اسان جون آيتون پڙهي ٻڌائي رهيا هوندا آهن.تون چوءُ، ڇا مان توهان کي انهيءَ حالت کان بہ هڪ بري حالت جي خبر ڏيان؟ (۽ اُهو) جهنم (۾ پوڻ) آهي.اللّٰه انهيءَ جو واعدو منڪرن سان ڪيو آهي ۽ اُهو برو ٺڪاڻو آهي.

**٧٤**ـ اي انسانو! هڪ ڳالهہ توهان کي ٻڌائي وڃي ٿي توهان انهيءَ کي غور سان ٻڌو توهان جن کي اللّٰه کانسواءِ سڏيو ٿا اهي هڪ مک بہ پيدا نہ ڪري سگهندا ڪٺي سڀيئي گڏ ٿي وڃن، پر جيڪڏهن هڪ مک انهن جي اڳيان ڪا شئي ڪٺي وڃي تہ اهي انهيءَ شئي کي (بہ) ڇڏائي نٿا سگهن.هي دعائون گهرڻ وارو (بہ) ۽ جنهن کان دعائون گهريون وڃن ٿيون (اُهي بہ) ڪيترا ڪمزور آهن.

مَا قَدَرُوا اللّٰهَ حَقَّ قَدْرِهٖ ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَقَوِیٌّ عَزِیْزٌ ﴿۷۵﴾

٧٥-انهن ماڻهن اللّٰه (جي صفتن) جو صحيح اندازو نہ لڳايو. اللّٰه تہ يقيناً وڏو طاقت وارو (۽) وڏو غالب آهي.

اَللّٰهُ یَصْطَفِیْ مِنَ الْمَلٰٓئِكَةِ رُسُلًا وَّ مِنَ النَّاسِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ سَمِیْعٌۢ بَصِیْرٌ ﴿۷۶﴾ۚ

٧٦- اللّٰه فرشتن مان پنهنجا رسول منتخب ڪري ٿو ۽ (اهڙي طرح) انسانن مان (بہ) اللّٰه ڏاڍيون (دعائون) ٻڌڻ وارو (۽ حالتن کي) ڏاڍو ڏسڻ وارو آهي.

یَعْلَمُ مَا بَیْنَ اَیْدِیْهِمْ وَ مَا خَلْفَهُمْ ؕ وَ اِلَى اللّٰهِ تُرْجَعُ الْاُمُوْرُ ﴿۷۷﴾

٧٧-جيڪي ڪجهہ انهن جي سامهون آهي انهيءَ کي بہ هو ڄاڻي ٿو ۽ جيڪي ڪي اهي پوئتي ڪري آيا آهن انهيءَ کي بہ ڄاڻي ٿو ۽ سڀ معاملا انهيءَ ڏانهن ئي موٽايا وڃن ٿا.

یٰۤاَیُّهَا الَّذِیْنَ اٰمَنُوا ارْكَعُوْا وَ اسْجُدُوْا وَ اعْبُدُوْا رَبَّكُمْ وَ افْعَلُوا الْخَیْرَ لَعَلَّكُمْ تُفْلِحُوْنَ ﴿۷۸﴾ۚ السجدة

٧٨-اي مومنو! رڪوع ڪيو، ۽ سجدو ڪيو، ۽ پنهنجي رب جي عبادت ڪيو ۽ نيڪ ڪم ڪيو انهيءَ لاءِ تہ توهان پنهنجي مقصد کي ماڻيو.

السجدة عند الامام الشافعي

وَ جَاهِدُوْا فِی اللّٰهِ حَقَّ جِهَادِهٖ ؕ هُوَ اجْتَبٰىكُمْ وَ مَا جَعَلَ عَلَیْكُمْ فِی الدِّیْنِ مِنْ حَرَجٍ ؕ مِلَّةَ اَبِیْكُمْ اِبْرٰهِیْمَ ؕ هُوَ سَمّٰىكُمُ الْمُسْلِمِیْنَ ۙ۬ مِنْ قَبْلُ وَ فِیْ هٰذَا لِیَكُوْنَ الرَّسُوْلُ شَهِیْدًا عَلَیْكُمْ وَ تَكُوْنُوْا شُهَدَآءَ عَلَى النَّاسِ ۖۚ فَاَقِیْمُوا الصَّلٰوةَ وَ اٰتُوا الزَّكٰوةَ وَ اعْتَصِمُوْا

٧٩-۽ اللّٰه جي رستي ۾ اهڙي ڪوشش ڪيو جيڪا مڪمل هجي، ڇو جو انهيءَ ئي توهان کي بزرگي بخشي آهي.۽ دين (جي تعليم) ۾ توهان تي ڪا تنگيءَ جي وات اختيار نا هي ڪئي-(اي مومنو!) پنهنجي پيءُ ابراهيم جي دين کي (اختيار ڪيو ڇو جو) اللّٰه① توهان جو نالو مسلمان رکيو آهي هن ڪتاب ۾ بہ ۽ هن کان پهرين ڪتابن ۾ بہ، انهيءَ لاءِ تہ رسول توهان تي شاهد

١ ـ ضمير بدران ترجمي ۾ ظاهري اسم استعمال ڪيو ويو آهي.

بِاللّٰهِ ؕ هُوَ مَوْلٰىكُمْ ۚ فَنِعْمَ الْمَوْلٰى وَ نِعْمَ النَّصِيْرُ ﴿٧٨﴾ ع

هجي ۽ توهان باقي دنيا تي شاهد رهو. پوءِ نماز کي قائم ڪيو، ۽ زڪوات ڏيو، ۽ الله کي مضبوطيءَ سان پڪڙيو اُهو توهان جو مالڪ آهي سو ڪهڙو نه سٺو مالڪ آهي ۽ ڪهڙو نه سٺو مددگار آهي.

## سُوْرَةُ الْمُؤْمِنُوْنَ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ مِائَةٌ وَّ تِسْعَ عَشْرَةَ اٰيَةً وَّ سِتَّةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت مومنون۔ هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم الله سميت هن جون هڪ سئو اڻويهه آيتون ۽ ڇهه رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١۔(مان) اللّٰـه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

قَدْ اَفْلَحَ الْمُؤْمِنُوْنَ ②

٢۔(ڪامل)مومن پنهنجي مراد کي پهچي ويا.

الَّذِيْنَ هُمْ فِيْ صَلَاتِهِمْ خٰشِعُوْنَ ③

٣۔اُهي(مومن)جيڪي پنهنجي نمازن ۾ عاجزاڻو رويو اختيار ڪندا آهن.

وَالَّذِيْنَ هُمْ عَنِ اللَّغْوِ مُعْرِضُوْنَ ④

۴۔۽ جيڪي بيهوده ڳالهين کان منهن موڙيندا آهن.

وَالَّذِيْنَ هُمْ لِلزَّكٰوةِ فٰعِلُوْنَ ⑤

٥۔۽جيڪي زڪوات (باقاعدي) ڏيندا آهن.

وَالَّذِيْنَ هُمْ لِفُرُوْجِهِمْ حٰفِظُوْنَ ⑥

٦۔۽ جيڪي پنهنجي شرمگاهن جي حفاظت ڪندا آهن.

اِلَّا عَلٰٓى اَزْوَاجِهِمْ اَوْ مَا مَلَكَتْ اَيْمَانُهُمْ فَاِنَّهُمْ غَيْرُ مَلُوْمِيْنَ ⑦

٧۔سواءِ پنهنجي زالن جي يا جن جا مالڪ انهن جا ساڄا① هٿ ٿيا آهن۔ پوءِ اهڙن ماڻهن کي ڪنهن به قسم جي ملامت نه ڪئي ويندي.

فَمَنِ ابْتَغٰى وَرَآءَ ذٰلِكَ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ

٨۔۽ جيڪي انهيءَ کانسواءِ ڪنهن بي

---

١۔هتي مَلَكَتْ اَيْمَانُهُمْ جا لفظ آهن. ظاهري معنيٰ ته هن جي هي آهي ته ساڄا هٿ مالڪ ٿيا، پريَمِيْن جو لفظ طاقت تي به دلالت ڪندو آهي.ان ڪري هِن لحاظ کان هِن جي معني هيءَ ٿيندي ته جن تي ويڙهه کانپوءِ توهان قبضو ڪيو.۽ پوءِ نه هو پاڻ آزاد ٿيون ۽ نه پين ماڻهن اُنهن کي آزاد ڪرايو.هي مضمون پين آيتن مان نڪري ٿو اسان هتي انهن آيتن جو خلاصو بيان ڪري ڇڏيو آهي.

الْعٰدُوْنَ ۚ﴿۸﴾

وَالَّذِيْنَ هُمْ لِاَمٰنٰتِهِمْ وَعَهْدِهِمْ رٰعُوْنَ ۙ﴿۹﴾

وَالَّذِيْنَ هُمْ عَلٰى صَلَوٰتِهِمْ يُحَافِظُوْنَ ﴿۱۰﴾ وقف لازم

اُولٰٓئِكَ هُمُ الْوٰرِثُوْنَ ۙ﴿۱۱﴾

الَّذِيْنَ يَرِثُوْنَ الْفِرْدَوْسَ ؕ هُمْ فِيْهَا خٰلِدُوْنَ ﴿۱۲﴾

وَلَقَدْ خَلَقْنَا الْاِنْسَانَ مِنْ سُلٰلَةٍ مِّنْ طِيْنٍ ۚ﴿۱۳﴾

ثُمَّ جَعَلْنٰهُ نُطْفَةً فِيْ قَرَارٍ مَّكِيْنٍ ﴿۱۴﴾

ثُمَّ خَلَقْنَا النُّطْفَةَ عَلَقَةً فَخَلَقْنَا الْعَلَقَةَ مُضْغَةً فَخَلَقْنَا الْمُضْغَةَ عِظٰمًا فَكَسَوْنَا الْعِظٰمَ لَحْمًا ۗ ثُمَّ اَنْشَاْنٰهُ خَلْقًا اٰخَرَ ؕ فَتَبٰرَكَ اللّٰهُ اَحْسَنُ الْخٰلِقِيْنَ ﴿۱۵﴾

ٻالهہ جي خواهش ڪن تہ اُهي ماڻهو زيادتي ڪرڻ وارا هوندا.

**۹**-۽ اُهي ماڻهو(يعني ڪامل سومن) جيڪي پنهنجن امانتن ۽ پنهنجن عهدن جو خيال رکنداآهن.

**۱۰**-۽ جيڪي ماڻهو پنهنجي نمازن جي حفاظت ڪندا رهن ٿا.

**۱۱**-اهي ئي ماڻهو اصل وارث آهن.

**۱۲**-جيڪي فردوس جا وارث هوندا اُهي انهيءَ ۾ هميشه لاءِ رهندا ايندا.

**۱۳**-۽ اسان انسان کي آلي مٽيءَ جي نچوڙ مان بنايو.

**۱۴**-پوءِ انهيءَ کي هڪ ٽِڪڻَ واري جاءِ ۾ نطفي جي طورتي رکيو.

**۱۵**-پوءِ نطفي کي ترقي ڏئي اهڙي شڪل ڏني جو اُهو چمبڙڻ وارو وجود بڻجي ويو پوءِ انهيءَ چمبڙڻ واري وجود کي هڪ بوٽي بڻايو پوءِ انهيءَ بوٽيءَ کي اسان هڏن جي شڪل ۾ تبديل ڪري ڇڏيو- پوءِ انهن هڏن تي اسان گوشت چاڙهيو. پوءِ انهيءَ کي هڪ ٻي شڪل① ۾ تبديل ڪري ڇڏيو. سو ڏاڍو برڪت وارو آهي اُهو خدا جيڪو سڀني کان سنو پيدا ڪرڻ وارو آهي.

١ـ يعني انساني وجود مڪمل ڪري ڇڏيو.

ثُمَّ اِنَّكُمۡ بَعۡدَ ذٰلِكَ لَمَيِّتُوۡنَ ﴿١٦﴾

١٦-پوءِ توهان ماڻهو انهيءَ کانپوءِ مرڻ وارا آهيو.

ثُمَّ اِنَّكُمۡ يَوۡمَ الۡقِيٰمَةِ تُبۡعَثُوۡنَ ﴿١٧﴾

١٧-پوءِ توهان قيامت جي ڏينهن اٿاريا وڃڻ وارا آهيو.

وَلَقَدۡ خَلَقۡنَا فَوۡقَكُمۡ سَبۡعَ طَرَآئِقَ ۖ وَمَا كُنَّا عَنِ الۡخَلۡقِ غٰفِلِيۡنَ ﴿١٨﴾

١٨-۽ اسان توهان جي مٿان(جي درجن لاءِ)ست(روحاني)رستا بڻايا آهن ۽ اسان (پنهنجي)مخلوق کان غافل نہ رهيا آهيون.

وَاَنۡزَلۡنَا مِنَ السَّمَآءِ مَآءًۢ بِقَدَرٍ فَاَسۡكَنّٰهُ فِى الۡاَرۡضِ ۖ وَاِنَّا عَلٰى ذَهَابٍۢ بِهٖ لَقٰدِرُوۡنَ ﴿١٩﴾

١٩-۽ اسان آسمان مان هڪ اندازي مطابق پاڻي لاٿو آهي پوءِ انهيءَ کي زمين ۾ رهائي ڇڏيو ۽ اسان انهيءَ کي کڻي وڃڻ تي بہ وسوارا آهيون.

فَاَنۡشَاۡنَا لَـكُمۡ بِهٖ جَنّٰتٍ مِّنۡ نَّخِيۡلٍ وَّاَعۡنَابٍ ۘ لَـكُمۡ فِيۡهَا فَوَاكِهُ كَثِيۡرَةٌ وَّمِنۡهَا تَاۡكُلُوۡنَ ﴿٢٠﴾

٢٠-پوءِ اسان توهان لاءِ انهيءَ مان باغ بڻايا، کجين جا(بہ)۽ انگورن جا(بہ)اُنهن ۾ توهان جي لاءِ کيترائي ميوا پيدا ڪيا ويا آهن ۽ انهن مان توهين کائو ٿا.

وَشَجَرَةً تَخۡرُجُ مِنۡ طُوۡرِ سَيۡنَآءَ تَنۡۢبُتُ بِالدُّهۡنِ وَصِبۡغٍ لِّلۡاٰكِلِيۡنَ ﴿٢١﴾

٢١-۽ (اسان توهان لاءِ) اُهو وڻ بہ (پيدا ڪيو آهي) جيڪو طور سينا مان نڪري ① ٿو جيڪو پنهنجي اندر تيل کڻي جمي ٿو ۽ کائڻ وارن لاءِ ٻوڙ کڻي بہ.

وَاِنَّ لَكُمۡ فِى الۡاَنۡعَامِ لَعِبۡرَةً ؕ نُسۡقِيۡكُمۡ مِّمَّا فِىۡ بُطُوۡنِهَا وَلَكُمۡ فِيۡهَا مَنَافِعُ

٢٢-۽ توهان لاءِ چوپاين ۾ وڏي عبرت آهي. اسان توهان کي انهيءَ شيءَ مان جيڪا انهن جي پيٽ② ۾ هوندي آهي

١- هتي زيتون جي وڻ جو ذڪر آهي جنهن مان تيل بہ نڪرندو آهي ۽ جنهن کي بطور طعام بہ استعمال ڪيو ويندو آهي.

٢- کير جي بناوت اهڙي طرح آهي جو غذا رت بڻجي ويندي آهي ۽ رت نيٺ کير بڻجي ويندو آهي.

كَثِيْرَةٌ وَّ مِنْهَا تَاْكُلُوْنَ ۙ﴿۲۲﴾

پياريون ٿا ۽ انهن چوپاين ۾ توهان لاءِ پيا بہ گهڻا فائدا آهن ۽ توهان انهن مان ڪن ڪي کائو ٿا.

وَعَلَيْهَا وَعَلَى الْفُلْكِ تُحْمَلُوْنَ ﴿۲۳﴾ ع

**٢٣**-۽ انهن تي ۽ ٻيڙين تي ڪنيا وڃو ٿا.

وَلَقَدْ اَرْسَلْنَا نُوْحًا اِلٰى قَوْمِهٖ فَقَالَ يٰقَوْمِ اعْبُدُوا اللّٰهَ مَا لَكُمْ مِّنْ اِلٰهٍ غَيْرُهٗ ؕ اَفَلَا تَتَّقُوْنَ ﴿۲۴﴾

**٢٤**- ۽ اسان نوح کي سندس قوم ڏانهن موڪليو. پوءِ هن چيو،اي منهنجي قوم! اللّٰه جي عبادت ڪيو، هن کانسواءِ ٻيو ڪو توهان جو معبود ڪونهي- ڇا توهان اُنهيءَ جي تقويٰ اختيار نٿا ڪيو؟

فَقَالَ الْمَلَؤُا الَّذِيْنَ كَفَرُوْا مِنْ قَوْمِهٖ مَا هٰذَاۤ اِلَّا بَشَرٌ مِّثْلُكُمْ ۙ يُرِيْدُ اَنْ يَّتَفَضَّلَ عَلَيْكُمْ ؕ وَلَوْ شَآءَ اللّٰهُ لَاَنْزَلَ مَلٰٓئِكَةً ۖۚ مَّا سَمِعْنَا بِهٰذَا فِيْۤ اٰبَآئِنَا الْاَوَّلِيْنَ ﴿۲۵﴾ۚ

**٢٥**-تنهن تي انهيءَ جي قوم جي ڪافرن جي سردارن چيو هيُ شخص تہ فقط توهان جهڙو هڪ انسان آهي(۽)گهري ٿو تہ توهان تي فضيلت اختيار ڪري جيڪڏهن اللّٰه پيغمبر موڪلڻ گهري ها تہ فرشتن کي لاهي ها- اسان پنهنجي اڳين ابن ڏاڏن ۾ تہ ڪو اهڙي قسم جو واقعو ٿيندي نہ ٻڌو آهي.

اِنْ هُوَ اِلَّا رَجُلٌۢ بِهٖ جِنَّةٌ فَتَرَبَّصُوْا بِهٖ حَتّٰى حِيْنٍ ﴿۲۶﴾

**٢٦**-هي تہ صرف هڪ انسان آهي جنهن کي چريائي ٿي وئي آهي پوءِ هن جي پڇاڙيءَ جو ڪجهہ دير انتظار ڪيو.

قَالَ رَبِّ انْصُرْنِيْ بِمَا كَذَّبُوْنِ ﴿۲۷﴾

**٢٧**-(انهيءَ تي نوح)چيو، اي منهنجا رب! منهنجي مدد ڪر ڇو جو هي ماڻهو مون کي ڪوڙو ڪن ٿا.

---

**(باقي حاشيو)** اِن لاءِ هتي هي فرمايو ويو آهي تہ توهانکي جانورن جي پيٽ ۾ جيڪي ڪجهہ هوندو آهي اُن مان کير پياريو آهي.

فَاَوْحَيْنَآ اِلَيْهِ اَنِ اصْنَعِ الْفُلْكَ بِاَعْيُنِنَا وَوَحْيِنَا فَاِذَا جَآءَ اَمْرُنَا وَفَارَ التَّنُّوْرُ ۙ فَاسْلُكْ فِيْهَا مِنْ كُلٍّ زَوْجَيْنِ اثْنَيْنِ وَاَهْلَكَ اِلَّا مَنْ سَبَقَ عَلَيْهِ الْقَوْلُ مِنْهُمْ ۚ وَلَا تُخَاطِبْنِىْ فِى الَّذِيْنَ ظَلَمُوْا ۚ اِنَّهُمْ مُّغْرَقُوْنَ ﴿٢٨﴾

**٢٨**-پوءِ اسان هن ڏانهن وحي ڪئي ته (جنهن) ٻيڙيءَ (جو اسان حڪم ڏنو آهي انهيءَ) کي اسانجي اکين جي آڏو ۽ اسانجي وحيءَ جي مطابق ٺاهه. پوءِ جڏهن اسانجو حڪم اچي وڃي ۽ زمين جو چشمو ڦاٽي پئي ته انهيءَ (ٻيڙيءَ) ۾ هر هڪ جانور مان(جنهن جو اسان حڪم① ڏيون) هڪ هڪ جوڙو کڻ ۽ پنهنجن مائٽن کي به انهن کانسواءِ جن جي خلاف اسانجو حڪم پهرين ئي اچي چڪو آهي سوار ڪر ۽ جن ظلم ڪيو آهي انهن جي متعلق مون سان ڪا ڳالهه نه ڪر جو جو اهي ته ضرور غرق ڪيا ويندا.

فَاِذَا اسْتَوَيْتَ اَنْتَ وَمَنْ مَّعَكَ عَلَى الْفُلْكِ فَقُلِ الْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِىْ نَجّٰنَا مِنَ الْقَوْمِ الظّٰلِمِيْنَ ﴿٢٩﴾

**٢٩**-پوءِ جڏهن تون ۽ تنهنجا ساٿي ٻيڙيءَ ۾ چڱيءَ طرح ويهي وڃن ته توهان مان هر هڪ چوي ته سڀ تعريف اللّٰه ئي جي لاءِ آهي جنهن اسان کي ظالمن جي قوم کان ڇوٽڪارو ڏنو.

وَقُلْ رَّبِّ اَنْزِلْنِىْ مُنْزَلًا مُّبٰرَكًا وَّاَنْتَ خَيْرُ الْمُنْزِلِيْنَ ﴿٣٠﴾

**٣٠**-۽ (ٻيڙيءَ مان لهڻ وقت)چوُ ته اي منهنجا رب تون مون کي(هن ٻيڙيءَ مان) اهڙيءَ حالت ۾ لاهه ـ جو مون تي ڪثرت سان برڪتون نازل ٿي رهيون هجن② ۽

١ ـجيئن ته سڄي دنيا جي جانورن جا جوڙا ٻيڙي ۾ نٿا اچي سگهن.اِن لاءِ هِن جو اِهو ئي مطلب ٿي سگهي ٿو ته جن جانورن کي رکڻ جو حڪم ڏيون. ان لاءِ اسان ڏنگيءَ ۾ ”جنهن جو اسان حڪم ڏيون“ جا لفظ وڌائي ڇڏيا آهن.

٢ ـقرآن مجيد ۾ مُبَـــــــارَك جو لفظ آهي. اسان هِن جو ترجمو هي ڪيو آهي ”مون تي ڪثرت سان

(مون کي انهيءَ دعا جي بہ ڪھڙي ضرورت آهي جڏهن تہ) سيني لاءِ هڻ وارن کان تنهنجو وجود بهتر آهي.

اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ وَّاِنْ كُنَّا لَمُبْتَلِيْنَ ﴿٣١﴾

**٣١-** هن ۾ گهڻائي نشان آهن ۽ اسان يقيناً ٻانهن جو امتحان وٺڻ وارا آهيون.

ثُمَّ اَنْشَاْنَا مِنْۢ بَعْدِهِمْ قَرْنًا اٰخَرِيْنَ ﴿٣٢﴾

**٣٢-** پوءِ اسان انهن کانپوءِ ڪيترين ئي قومون پيدا ڪيون.

فَاَرْسَلْنَا فِيْهِمْ رَسُوْلًا مِّنْهُمْ اَنِ اعْبُدُوا اللّٰهَ مَا لَكُمْ مِّنْ اِلٰهٍ غَيْرُهٗ ؕ اَفَلَا تَتَّقُوْنَ ﴿٣٣﴾ ع ٢

**٣٣-** ۽ اسان هنن ۾ انهن مان ئي رسول موڪليو(هي پيغام ڏيندي)تہ اللّٰه جي عبادت ڪيو.انهيءَ کانسواءِ توهان جو ڪو ٻيو معبود ڪونهي. ڇا توهان انهيءَ جي ذريعي پنهنجي پاڻ کي تباهيءَ کان بچايو ٿا؟.

وَقَالَ الْمَلَاُ مِنْ قَوْمِهِ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا وَكَذَّبُوْا بِلِقَآءِ الْاٰخِرَةِ وَاَتْرَفْنٰهُمْ فِي الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا ۙ مَا هٰذَآ اِلَّا بَشَرٌ مِّثْلُكُمْ ۙ يَاْكُلُ مِمَّا تَاْكُلُوْنَ مِنْهُ وَيَشْرَبُ مِمَّا تَشْرَبُوْنَ ﴿٣٤﴾

**٣٤-** ۽ انهيءَ (نئين رسول)جي قوم مان جن ڪفر ڪيو هو ۽ مرڻ کانپوءِ خدا سان ملڻ جو انڪار ڪيو هو ۽ جن کي اسان هن دنيا جي زندگيءَ ۾ مالدار بڻايو،انهن جي سردارن چيو،هيءَ تہ توهان جهڙو هڪ ماڻهو آهي انهن ئي(کاڌن)مان کائي ٿو جيڪي توهان کائو ٿا ۽ انهن ئي(پاڻين)مان پيئي ٿو جيڪو توهان پيئو ٿا.

وَلَئِنْ اَطَعْتُمْ بَشَرًا مِّثْلَكُمْ اِنَّكُمْ اِذًا لَّخٰسِرُوْنَ ﴿٣٥﴾

**٣٥-** ۽ جيڪڏهن توهان پاڻ جهڙي هڪ ماڻهوءَ جي ڳالهہ مڃيندؤ تہ توهان نقصان ماڻڻ وارن مان ٿي پوندؤ.

---

**(باقي حاشيو)** برڪتون نازل ٿي رهيون هجن” جو تہ مُبَارَك باب مفاعله مان آهي. جنهن جي هڪ خاصيت ڪثرت آهي.

اَيَعِدُكُمۡ اَنَّكُمۡ اِذَامِتُّمۡ وَكُنۡتُمۡ تُرَابًا وَّعِظَامًا اَنَّكُمۡ مُّخۡرَجُوۡنَ ۳۶

٣٦- ڇا هو توهان سان اِهو واعدو ڪري ٿو ته جڏهن توهان مري ويندؤ ۽ مٽي ٿي ويندؤ ۽ هڏا بڻجي ويندؤ ته توهان(وري زندهه ڪري)ڪڍيا ويندؤ.

هَيۡهَاتَ هَيۡهَاتَ لِمَا تُوۡعَدُوۡنَ ۳۷

٣٧-جنهن ڳالهه جو توهان سان واعدو ڪيو وڃي ٿو اُهو عقل کان تمام گهڻو پري آهي ۽ مڃڻ جي ڳالهه ڪانهي.

اِنۡ هِىَ اِلَّا حَيَاتُنَا الدُّنۡيَا نَمُوۡتُ وَنَحۡيَا وَمَا نَحۡنُ بِمَبۡعُوۡثِيۡنَ ۳۸

٣٨-زندگي ته صرف اسانجي هن دنيا جي زندگي آهي- اسان ڪڏهن مئل حالت ۾ هوندا آهيون ۽ ڪڏهن جيئري حالت ۾.۽ اسان ڪڏهن مرڻ کانپوءِ پيهر نه اٿاريا وينداسين.

اِنۡ هُوَ اِلَّا رَجُلُ ِۨ افۡتَرٰى عَلَى اللّٰهِ كَذِبًا وَّمَا نَحۡنُ لَهٗ بِمُؤۡمِنِيۡنَ ۳۹

٣٩-هيُ ته(صرف) هڪ اڪيلو ماڻهو آهي جيڪو الله تي ڪوڙو بهتان هڻي ٿو ۽ اسان هن(جي ڳالهين)کي ڪڏهن نه مڃينداسين.

قَالَ رَبِّ انۡصُرۡنِىۡ بِمَا كَذَّبُوۡنِ ۴۰

٤٠-(انهيَ تي)هنَ چيو،اي منهنجا رب! اِنهن ماڻهن مون کي ڪوڙو ڪيو آهي،سو تون منهنجي مدد ڪر.

قَالَ عَمَّا قَلِيۡلٍ لَّيُصۡبِحُنَّ نٰدِمِيۡنَ ۴۱

٤١-(تڏهن خدا) فرمايو ته هي ماڻهو ٿوري ئي عرصي ۾ شرمنده ٿي ويندا.

فَاَخَذَتۡهُمُ الصَّيۡحَةُ بِالۡحَقِّ فَجَعَلۡنٰهُمۡ غُثَآءً ۚ فَبُعۡدًا لِّلۡقَوۡمِ الظّٰلِمِيۡنَ ۴۲

٤٢-۽ انهن کي هڪ عذاب پڪڙي ورتو جنهن جي پڪي خبر ڏني وئي هئي ۽ اسان انهن کي گند ڪچرو بڻائي ڇڏيو ۽ (فرشتن کي حڪم ڏنو ته)ظالمن لاءِ خدا جي

ثُمَّ اَنْشَاْنَا مِنْۢ بَعْدِهِمْ قُرُوْنًا اٰخَرِيْنَ ﴿٤٣﴾

مَا تَسْبِقُ مِنْ اُمَّةٍ اَجَلَهَا وَمَا يَسْتَاْخِرُوْنَ ﴿٤٤﴾

ثُمَّ اَرْسَلْنَا رُسُلَنَا تَتْرَا ؕ كُلَّمَا جَآءَ اُمَّةً رَّسُوْلُهَا كَذَّبُوْهُ فَاَتْبَعْنَا بَعْضَهُمْ بَعْضًا وَّجَعَلْنٰهُمْ اَحَادِيْثَ ۚ فَبُعْدًا لِّقَوْمٍ لَّا يُؤْمِنُوْنَ ﴿٤٥﴾

ثُمَّ اَرْسَلْنَا مُوْسٰى وَاَخَاهُ هٰرُوْنَ ۙ بِاٰيٰتِنَا وَسُلْطٰنٍ مُّبِيْنٍ ﴿٤٦﴾

اِلٰى فِرْعَوْنَ وَمَلَا۟ئِهٖ فَاسْتَكْبَرُوْا وَكَانُوْا قَوْمًا عَالِيْنَ ﴿٤٧﴾

لعنت (مقدر ڪريو①).

٤٣-وري انهن ڪانپوءِ اسان ڪيتريون پيون قومون پيدا ڪيون.

٤٤-ڪا قوم پنهنجي مدت ڪان اڳتي نا هي وڌندي ۽ نہ ئي انهيءَ ڪان پوئتي رهي (بچي)سگهي ٿي.

٤٥-پوءِ اسان پنهنجا رسول لاڳيتا موڪليا- جڏهن بہ ڪنهن قوم وٽ انهيءَ جو رسول ايندو هو اُهي انهيءَ ڪي ڪوڙو ڪندا هئا. سو اسان انهن مان ڪن ڪي ڪن جي پٺيان موڪليندا ويندا هئاسين(يعني تباهہ ڪندا ٿي وياسين)۽ اسان انهن سڀني ڪي گذريل افسانا ڪري ڇڏيو②- ۽ (انهن جي متعلق فرشتن ڪي حڪم ڏنو تہ)جن ماڻهن ايمان نہ آندو آهي انهن جي لاءِ خدا جي لعنت(مقدر ڪري ڇڏيو).

٤٦،٤٧- انهيءَ ڪانپوءِ اسان موسيٰ ۽ انهيءَ جي ڀاءُ هارون ڪي پنهنجا نشان ۽ ظاهر ظهور غلبو ڏئي فرعون ۽ انهيءَ جي سردارن ڏانهن موڪليو.سو انهن تڪبر ڪيو ۽ اُهي سرڪش ماڻهن مان بڻجي پيا.

---

١-"مقدّر ڪريو" اِن لاءِ ڪڍيو ويو آهي جو بُــعُـداً جي آخر ۾ نصب آئي آهي ۽ هِن ڪان پهريان ڪو عامل هجڻ ضروري آهي.

٢-يعني دنيا ۾ اُنهن جو نالوءِ نشان باقي نہ رهيو.

فَقَالُوۡۤا اَنُؤۡمِنُ لِبَشَرَيۡنِ مِثۡلِنَا وَقَوۡمُهُمَا لَنَا عٰبِدُوۡنَ ﴿٤٨﴾

فَكَذَّبُوۡهُمَا فَكَانُوۡا مِنَ الۡمُهۡلَكِيۡنَ ﴿٤٩﴾

وَلَقَدۡ اٰتَيۡنَا مُوۡسَى الۡكِتٰبَ لَعَلَّهُمۡ يَهۡتَدُوۡنَ ﴿٥٠﴾

وَجَعَلۡنَا ابۡنَ مَرۡيَمَ وَاُمَّهٗۤ اٰيَةً وَّاٰوَيۡنٰهُمَاۤ اِلٰى رَبۡوَةٍ ذَاتِ قَرَارٍ وَّمَعِيۡنٍ ﴿٥١﴾ ع ۳

يٰۤاَيُّهَا الرُّسُلُ كُلُوۡا مِنَ الطَّيِّبٰتِ وَاعۡمَلُوۡا صَالِحًا ؕ اِنِّىۡ بِمَا تَعۡمَلُوۡنَ عَلِيۡمٌ ﴿٥٢﴾ؕ

وَاِنَّ هٰذِهٖۤ اُمَّتُكُمۡ اُمَّةً وَّاحِدَةً وَّاَنَا رَبُّكُمۡ فَاتَّقُوۡنِ ﴿٥٣﴾

۴۸-پوءِ انهن چيو، اسان پاڻ جهڙن ٻن انسان تي ايمان آڻيون؟ جڏنهن ته انهن ٻنهي جي قوم اسانجي غلامي ڪري رهي آهي.

۴۹-پوءِ هُنن اِنهن ٻنهي (يعني موسىٰ ۽ هارون) کي ڪوڙو ڪيو- نتيجو اهو ٿيو جو اهي به تباهه ٿيڻ وارن ماڻهن مان بڻجي ويا.

۵۰-۽ اسان موسىٰ کي (اُهو) ڪتاب ڏنو (جنهن کي سڀ ڄاڻن ٿا) انهيءَ لاءِ ته اُهي (۽ انهيءَ جي قوم) هدايت حاصل ڪن.

۵۱-۽ اسان مريم جي پٽ ۽ انهيءَ جي ماءُ کي هڪ نشان بڻايو ۽ اسان انهن ٻنهي کي هڪ مٿاهين ① جڳهه تي پناهه ڏني جيڪا رهائش جي قابل ۽ وهندڙ پاڻين واري هئي.

۵۲-(۽ اسان چيو) اي رسولؤ! پاڪ شين مان کائو ۽ حال سارو عمل ڪيو (۽) مان انهيءَ کي جيڪي توهان ڪيو ٿا ڄاڻان ٿو.

۵۳-۽ هيءَ توهان جي جماعت ② (يعني نبين جي) هڪ ئي جماعت ③ آهي ۽ مان توهان جو رب آهيان، سو مون کي تباهيءَ کان بچڻ جي لاءِ پنهنجي ڍال بڻايو.

١-تاريخ مان ثابت آهي ته هي مٿانهين جڳهه ڪشمير هئي بائيبل ۽ يهودين ۽ هندوئن جي تاريخ مان به ڪيترائي حوالا هِن جي تائيد ۾ ملن ٿا.

٢-هتي امت مان نبيءَ جي قوم نه بلڪ جماعت مراد آهي.

٣-يعني سيئي رسول هڪ جماعت جو حصّو آهن. اُنهن ۾ ڪو امتياز ڪرڻ صحيح نه آهي. جيئن ته فرمائي ٿو لَا نُفَرِّقُ بَيۡنَ اَحَدٍ مِّنۡ رُّسُلِهٖ- اسان رسولن ۾ ڪو فرق نٿا ڪيون.

| | |
|---|---|
| فَتَقَطَّعُوٓا اَمۡرَهُمۡ بَيۡنَهُمۡ زُبُرًا ؕ كُلُّ حِزۡبٍۢ بِمَا لَدَيۡهِمۡ فَرِحُوۡنَ ۝٥٤ | ٥٤-جنهن تي انهن (يعني ڪافرن) شريعت کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو، ۽ هر فرقي جيڪو ٽڪرو پنهنجي لاءِ اختيار ڪيو، انهيءَ تي فخر ڪرڻ لڳا. |
| فَذَرۡهُمۡ فِىۡ غَمۡرَتِهِمۡ حَتّٰى حِيۡنٍ ۝٥٥ | ٥٥-پوءِ تون انهن کي هڪ مدت تائين پنهنجي غفلت ۾ پيل رهڻ ڏي. |
| اَيَحۡسَبُوۡنَ اَنَّمَا نُمِدُّهُمۡ بِهٖ مِنۡ مَّالٍ وَّبَنِيۡنَ ۝٥٦ۙ نُسَارِعُ لَهُمۡ فِى الۡخَيۡرٰتِ ؕ بَلۡ لَّا يَشۡعُرُوۡنَ ۝٥٧ | ٥٦-٥٧-ڇا اُهي خيال ڪن ٿا ته اسان جو انهن کي مال ۽ پٽن سان مدد ڏيڻ انهن کي نيڪين ۾ جلد جلد وڌائڻ آهي؟ (ائين ناهي) پر اُهي (حال جي حقيقت کي) سمجهن نٿا. |
| اِنَّ الَّذِيۡنَ هُمۡ مِّنۡ خَشۡيَةِ رَبِّهِمۡ مُّشۡفِقُوۡنَ ۝٥٨ۙ | ٥٨-اهي ماڻهو جيڪي پنهنجي رب جي ڊپ کان ڪنبندا آهن. |
| وَالَّذِيۡنَ هُمۡ بِاٰيٰتِ رَبِّهِمۡ يُؤۡمِنُوۡنَ ۝٥٩ۙ | ٥٩-۽ اُهي ماڻهو جيڪي پنهنجي رب جي آيتن تي ايمان آڻين ٿا. |
| وَالَّذِيۡنَ هُمۡ بِرَبِّهِمۡ لَا يُشۡرِكُوۡنَ ۝٦٠ۙ | ٦٠-۽ جيڪي پنهنجي رب جو ڪنهن کي شريڪ نٿا بڻائين. |
| وَالَّذِيۡنَ يُؤۡتُوۡنَ مَاۤ اٰتَوۡا وَّقُلُوۡبُهُمۡ وَجِلَةٌ اَنَّهُمۡ اِلٰى رَبِّهِمۡ رٰجِعُوۡنَ ۝٦١ۙ | ٦١-۽ جيڪي (خدا جي بخشيل) مال کي (اڳتي حقدارن کي) ڏيندا رهن ٿا ۽ سندن دليون انهيءَ ڳالهه کان ڊڄنديون رهن ٿيون ته ڪين هڪ ڏينهن پنهنجي رب ڏانهن موٽي وڃڻو پوندو. |
| اُولٰٓئِكَ يُسٰرِعُوۡنَ فِى الۡخَيۡرٰتِ وَهُمۡ لَهَا | ٦٢-اِهي ئي ماڻهو نيڪين ۾ جلدي ڪرڻ وارا آهن ۽ اُهي انهن (نيڪين) ڏانهن هڪ |

سٰبِقُوْنَ ﴿٦١﴾

بئي کان اڳتي وڌندا وڃن ٿا.

وَلَا نُكَلِّفُ نَفْسًا اِلَّا وُسْعَهَا وَلَدَيْنَا كِتٰبٌ يَّنْطِقُ بِالْحَقِّ وَهُمْ لَا يُظْلَمُوْنَ ﴿٦٢﴾

**٦٢**ـ۽ اسان ڪنهن به جان جي ذمي ڪو ڪم ڪو نه لڳائيندا آهيون پر انهيءَ جي طاقت جي مطابق. ۽ اسان وٽ هڪ اعمالنامون آهي جيڪو سچي سچي ڳالهه چوي ٿو ۽ انهن تي ڪو ظلم نه ڪيو ويندو.

بَلْ قُلُوْبُهُمْ فِيْ غَمْرَةٍ مِّنْ هٰذَا وَلَهُمْ اَعْمَالٌ مِّنْ دُوْنِ ذٰلِكَ هُمْ لَهَا عٰمِلُوْنَ ﴿٦٣﴾

**٦٣**ـپر انهن جون دليون ته هِن تعليم جي متعلق غفلت ۾ پيل آهن ۽ انهيءَ کانسواءِ انهن جا ٻيا به ڪيترائي(خراب)عمل آهن جيڪي اُهي ڪري رهيا آهن.

حَتّٰى اِذَآ اَخَذْنَا مُتْرَفِيْهِمْ بِالْعَذَابِ اِذَا هُمْ يَجْـَٔرُوْنَ ﴿٦٤﴾

**٦٤**ـايستائين جو جڏهن اسان انهن مان سُکين ماڻهن کي عذاب ۾ گرفتار ڪري وٺندا آهيون ته اوچتو اُهي فريادون ڪرڻ لڳي ويندا آهن.

لَا تَجْـَٔرُوا الْيَوْمَ اِنَّكُمْ مِّنَّا لَا تُنْصَرُوْنَ ﴿٦٥﴾

**٦٥**ـ(اُن وقت اسان انهن کي چوندا آهيون) اڄ فريادون نه ڪيو،اسانجي طرفان توهان کي ڪا مدد نه پهچندي.

قَدْ كَانَتْ اٰيٰتِيْ تُتْلٰى عَلَيْكُمْ فَكُنْتُمْ عَلٰٓى اَعْقَابِكُمْ تَنْكِصُوْنَ ﴿٦٦﴾

مُسْتَكْبِرِيْنَ بِهٖ سٰمِرًا تَهْجُرُوْنَ ﴿٦٧﴾

**٦٦،٦٧**ـمنهنجون آيتون توهان کي پڙهي ٻڌايون وينديون هيون، پر توهان انهن کان بي پرواهيءَ جو اظهار ڪندي ۽ بيهودهه ڳالهيون ڪندي ۽ انهيءَ کان منهن موڙيندي پنهنجي ڪڙين پير ڦري ويندا هئا.

اَفَلَمْ يَدَّبَّرُوا الْقَوْلَ اَمْ جَآءَهُمْ مَّا

**٦٨**ـڇا انهن ماڻهن انهيءَ قول(يعني قرآن) تي غور نه ڪيو. يا انهن کي اُهو(واعدو)

لَمْ يَأْتِ اٰبَآءَهُمُ الْاَوَّلِيْنَ ﴿٦٩﴾

سليو آهي جيڪو انهن جي اڳين ابن ڏاڏن کي نه سليو هو.

اَمْ لَمْ يَعْرِفُوْا رَسُوْلَهُمْ فَهُمْ لَهٗ مُنْكِرُوْنَ ﴿٧٠﴾

٧٠-(ءِ) ڇا انهن پنهنجي رسول کي نه سڃاتو، جنهن جي سبب اُهي هِن جو انڪار ڪري رهيا آهن.

اَمْ يَقُوْلُوْنَ بِهٖ جِنَّةٌ ؕ بَلْ جَآءَهُمْ بِالْحَقِّ وَاَكْثَرُهُمْ لِلْحَقِّ كٰرِهُوْنَ ﴿٧١﴾

٧١-ڇا اهي چون ٿا ته هن کي چريائي آهي (پر اهڙي ڳالهه ڪانهي) بلڪ هُو اُنهن وٽ حق کڻي آيو آهي ۽ انهن مان اڪثر ماڻهو حق کي ناپسند ڪن ٿا.

وَلَوِ اتَّبَعَ الْحَقُّ اَهْوَآءَهُمْ لَفَسَدَتِ السَّمٰوٰتُ وَالْاَرْضُ وَمَنْ فِيْهِنَّ ؕ بَلْ اَتَيْنٰهُمْ بِذِكْرِهِمْ فَهُمْ عَنْ ذِكْرِهِمْ مُّعْرِضُوْنَ ﴿٧٢﴾

٧٢-۽ جيڪڏهن حق انهن جي خواهشن جي تابعداري ڪري ها ته آسمان ۽ زمين ۽ جيڪي انهن جي اندر رهن ٿا تباهه ٿي وڃن ها. حقيقت هيءَ آهي ته اسان انهن وٽ اُنهن جي عزت جو سامان کڻي آيا آهيون ۽ اُهي پنهنجي عزت جي سامان کان منهن موڙي رهيا آهن.

اَمْ تَسْـَٔلُهُمْ خَرْجًا فَخَرَاجُ رَبِّكَ خَيْرٌ ۖ وَّهُوَ خَيْرُ الرّٰزِقِيْنَ ﴿٧٣﴾

٧٣-ڇا تون انهن کان ڪو ڍُنگ گهرين ٿو (ائين نه ٿو ٿي سگهي) ڇو جو تنهنجي رب جو ڏنل① مال ڏاڍو سٺو آهي ۽ اُهو (رب) بهترين رزق ڏيڻ وارو آهي.

وَاِنَّكَ لَتَدْعُوْهُمْ اِلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ ﴿٧٤﴾

٧٤-۽ تون انهن کي سڌي رستي ڏانهن سڏين ٿو.

١-خَرَاجٌ جي معنيٰ اسان ڍُنگ جي ڪئي آهي. پر جڏهن اهو لفظ الله تعاليٰ لاءِ چيو وڃي ته هِن جي معنيٰ تحفي جي هوندي آهي. ڇو ته خدا جو ڏنل ڍُنگ نه چورائيندو آهي اِن لاءِ جو هو ماڻهن جو ماتحت نه آهي.

وَاِنَّ الَّذِيْنَ لَا يُؤْمِنُوْنَ بِالْاٰخِرَةِ عَنِ الصِّرَاطِ لَنٰكِبُوْنَ ﴿٧٥﴾

وَلَوْ رَحِمْنٰهُمْ وَكَشَفْنَا مَا بِهِمْ مِّنْ ضُرٍّ لَّلَجُّوْا فِيْ طُغْيَانِهِمْ يَعْمَهُوْنَ ﴿٧٦﴾

وَلَقَدْ اَخَذْنٰهُمْ بِالْعَذَابِ فَمَا اسْتَكَانُوْا لِرَبِّهِمْ وَمَا يَتَضَرَّعُوْنَ ﴿٧٧﴾

حَتّٰٓى اِذَا فَتَحْنَا عَلَيْهِمْ بَابًا ذَا عَذَابٍ شَدِيْدٍ اِذَا هُمْ فِيْهِ مُبْلِسُوْنَ ﴿٧٨﴾ ع

وَهُوَ الَّذِيْٓ اَنْشَاَ لَكُمُ السَّمْعَ وَالْاَبْصَارَ وَالْاَفْـِٕدَةَ ۭ قَلِيْلًا مَّا تَشْكُرُوْنَ ﴿٧٩﴾

وَهُوَ الَّذِيْ ذَرَاَكُمْ فِي الْاَرْضِ وَاِلَيْهِ تُحْشَرُوْنَ ﴿٨٠﴾

وَهُوَ الَّذِيْ يُحْيٖ وَيُمِيْتُ وَلَهُ اخْتِلَافُ الَّيْلِ وَالنَّهَارِ ۭ اَفَلَا تَعْقِلُوْنَ ﴿٨١﴾

**٧٥**۔ ۽ جيڪي ماڻهو آخرت تي ايمان نٿا آڻين اُهي (سچي) رستي کان هٽڻ وارا آهن.

**٧٦**۔ ۽ جيڪڏهن اسان انهن تي رحم ڪيون ۽ جيڪا تڪليف انهن کي پهچي رهي آهي انهيءَ کي هٽائي ڇڏيون ته اُهي پنهنجي سرڪشيءَ ۾ اجا به وڌي ويندا.

**٧٧**۔ ۽ اسان انهن کي سخت عذاب ۾ جڪڙي رکيو آهي پوءِ به اُهي پنهنجي رب جي اڳيان عاجزيءَ سان نه جهڪيا ۽ نه انهيءَ جي اڳيان زاري نيزاري ڪئي.

**٧٨**۔ ايستائين جو جڏهن اسان انهن تي هڪ سخت عذاب جو دروازو کولي ڇڏينداسين ته اُهي مايوس ٿي ويهي رهندا.

**٧٩**۔ ۽ اُهو خدا ئي آهي جنهن توهان لاءِ ڪن ۽ اکيون ۽ دل پيدا ڪئي آهي- پر توهان بلڪل ① شڪر نٿا ڪيو.

**٨٠**۔ ۽ اُهو ئي آهي جنهن زمين ۾ توهانکي پکيڙي ڇڏيو آهي ۽ توهان انهيءَ ڏانهن گڏ ڪيا ويندا.

**٨١**۔ ۽ اُهو ئي آهي جيڪو توهانکي زنده ڪري ٿو ۽ جيڪو توهانکي ماريندو ۽ رات ۽ ڏينهن جو اڳتي پوئتي اچڻ انهيءَ جي اختيار ۾ آهي ڇا توهان عقل نٿا ڪيو.

١ ـ ڏسو سورت اعراف آيت ٣. نوٽ نمبر٢.

بَلْ قَالُوْا مِثْلَ مَا قَالَ الْاَوَّلُوْنَ ﴿٨٢﴾

**٨٢**- حقيقت اِها آهي ته اُهي اُها ئي ڳالهه چون ٿا جيڪا اُنهن کان پهرين چئي هئي.

قَالُوْٓا ءَاِذَا مِتْنَا وَكُنَّا تُرَابًا وَّ عِظَامًا ءَ اِنَّا لَمَبْعُوْثُوْنَ ﴿٨٣﴾

**٨٣**- اُنهن چيو هو ته ڇا جڏهن اسان سري وينداسين ۽ مٽي ٿي وينداسين ۽ هڏا بڻجي وينداسين ته اسان وري① اٿاريا وينداسين؟

لَقَدْ وُعِدْنَا نَحْنُ وَاٰبَآؤُنَا هٰذَا مِنْ قَبْلُ اِنْ هٰذَآ اِلَّآ اَسَاطِيْرُ الْاَوَّلِيْنَ ﴿٨٤﴾

**٨٤**- انهيءَ کان پهرين انهيءَ ڳالهه جو واعدو اسان سان، اسانجي ابن ڏاڏن سان ڪيو ويو هو(پر ائين نه ٿيو)اِهي ته صرف اڳين جون آکاڻيون آهن.

قُلْ لِّمَنِ الْاَرْضُ وَمَنْ فِيْهَآ اِنْ كُنْتُمْ تَعْلَمُوْنَ ﴿٨٥﴾

**٨٥**- تون چؤ جيڪڏهن توهان ڄاڻو ٿا ته (ٻڌايو ته سهي) هي سڀ زمين ۽ جيڪي ڪي انهيءَ ۾ آهي ڪنهن جو آهي؟

سَيَقُوْلُوْنَ لِلّٰهِ ۭ قُلْ اَفَلَا تَذَكَّرُوْنَ ﴿٨٦﴾

**٨٦**- يقيناً اُهي(انهيءَ جي جواب ۾)چوندا الله جو- انهيءَ تي تون چؤ، ڇا توهان سمجهه کان ڪم نٿا وٺو؟.

قُلْ مَنْ رَّبُّ السَّمٰوٰتِ السَّبْعِ وَرَبُّ الْعَرْشِ الْعَظِيْمِ ﴿٨٧﴾

**٨٧**- (پوءِ) تون (انهن کي) چؤ ته ست ئي آسمانن ۽ عرش عظيم جو رب ڪير آهي؟

سَيَقُوْلُوْنَ لِلّٰهِ ۭ قُلْ اَفَلَا تَتَّقُوْنَ ﴿٨٨﴾

**٨٨**- اهي ترت ئي چوندا(اِهي سڀ) الله جا آهن- تون چؤ ڇا پوءِ (انهيءَ خدا جي ذريعي تباهيءَ کان) بچڻ جي ڪوشش نٿا ڪيو؟.

قُلْ مَنْۢ بِيَدِهٖ مَلَكُوْتُ كُلِّ شَيْءٍ وَّهُوَ

**٨٩**- (پڇ) تون چؤ ته ڪنهن جي قبضي ۾

---

١ ـ قرآن مجيد ۾ هِن جاءِ تي وري حرف سوال کي ورجايو ويو آهي. پر جيئن ته اڙدوءَ ۾ هڪ دفعو سوال جو لفظ اڳي وڃي ته اڳين سيني جملن سان لڳندو ويندو آهي.اسان ترجمي ۾ ٻي جڳهه جي سواليه حرف کي حذف ڪري ڇڏيو آهي.

يُجِيْرُ وَلَا يُجَارُ عَلَيْهِ اِنْ كُنْتُمْ تَعْلَمُوْنَ ﴿٨٩﴾

هر شيءِ جي بادشاهت آهي ۽ اُهو(سڀني کي) پناهه ڏئي ٿو،ها انهيءَ جي عذاب جي خلاف ڪو به پناهه ڏئي نٿو سگهي. جيڪڏهن توهان ڄاڻو ٿا(ته انهيءَ کي سمجهي سگهو ٿا).

سَيَقُوْلُوْنَ لِلّٰهِ ۭ قُلْ فَاَنّٰى تُسْحَرُوْنَ ﴿٩٠﴾

**٩٠**۔اُهي(مٿيون سوال ٻڌي)جلدي چوندا اللّٰه جي (قبضي ۾) انهيءَ تي تون چؤ ته پوءِ توهان کي ڏوکو ڏئي ڪاڏي نيو پيو وڃي.

بَلْ اَتَيْنٰهُمْ بِالْحَقِّ وَاِنَّهُمْ لَكٰذِبُوْنَ ﴿٩١﴾

**٩١**۔حقيقت هيءَ آهي ته اسان انهن وٽ حق آندو آهي ۽ اُهي انهيءَ جا حقيقت ۾ قطعي منڪر آهن.

مَا اتَّخَذَ اللّٰهُ مِنْ وَّلَدٍ وَّمَا كَانَ مَعَهٗ مِنْ اِلٰهٍ اِذًا لَّذَهَبَ كُلُّ اِلٰهٍۢ بِمَا خَلَقَ وَلَعَلَا بَعْضُهُمْ عَلٰى بَعْضٍ ۭ سُبْحٰنَ اللّٰهِ عَمَّا يَصِفُوْنَ ﴿٩٢﴾

**٩٢**۔اللّٰه ڪنهن کي پٽ نا هي بڻايو ۽ انهيءَ سان گڏ ڪو معبود ڪونهي(جيڪڏهن ايئن هجي ها)ته هر معبود پنهنجي پيدا ڪيل شيءِ کي جدا ڪري کڻي وڃي ها۔ ۽ انهن (معبودن) مان ڪي ڪن تي حملو ڪري ڏين ها.اللّٰه پاڪ آهي انهيءَ کان جيڪي هي ڳالهيون ڪن ٿا.

عٰلِمِ الْغَيْبِ وَالشَّهَادَةِ فَتَعٰلٰى عَمَّا يُشْرِكُوْنَ ﴿٩٣﴾ ع

**٩٣**۔هُو غيب جو به علم رکي ٿو ۽ حاضر جو به (علم رکي ٿو) پوءِ جن کي اُهي انهيءَ جو شريڪ بڻائين ٿا انهن کان هُو گهڻو مٿاهون آهي.

قُلْ رَّبِّ اِمَّا تُرِيَنِّيْ مَا يُوْعَدُوْنَ ﴿٩٤﴾

**٩٤**۔ تون چؤ اي منهنجا رب! جيڪڏهن تون منهنجي زندگيءَ ۾ اُهو ڪجهه ڏيکارين جنهن جو انهن سان واعدو ڪيو وڃي ٿو.

رَبِّ فَلَا تَجۡعَلۡنِیۡ فِی الۡقَوۡمِ الظّٰلِمِیۡنَ ﴿۹۵﴾

۹۵- تہ اي منهنجا رب! تون مونکي ظالم قوم مان نہ بڻائجان ۽①.

وَ اِنَّا عَلٰۤی اَنۡ نُّرِیَکَ مَا نَعِدُہُمۡ لَقٰدِرُوۡنَ ﴿۹۶﴾

۹۶- ۽ اسان انهيءَ ڳالهہ تي قادر آهيون تہ جيڪو انهن سان واعدو ڪيون ٿا توکي ڏيکاري ڇڏيون②.

اِدۡفَعۡ بِالَّتِیۡ ہِیَ اَحۡسَنُ السَّیِّئَۃَ ؕ نَحۡنُ اَعۡلَمُ بِمَا یَصِفُوۡنَ ﴿۹۷﴾

۹۷- تون انهن جي برين ڳالهين کي اهڙين (جوابي) ڳالهين سان پري ڪر جيڪي نهايت خوبصورت هجن اسان انهن جي ڳالهين کي چڱي طرح ڄاڻون ٿا.

وَ قُلۡ رَّبِّ اَعُوۡذُ بِکَ مِنۡ ہَمَزٰتِ الشَّیٰطِیۡنِ ﴿ۙ۹۸﴾

۹۸- ۽ تون چؤ اي منهنجا رب! مان سرڪش ماڻهن جي شرارتن کان تنهنجي پناهہ گهران ٿو.

وَ اَعُوۡذُ بِکَ رَبِّ اَنۡ یَّحۡضُرُوۡنِ ﴿۹۹﴾

۹۹- ۽ اي منهنجا رب! مان تنهنجي پناهہ گهران ٿو انهيءَ کان (بہ) تہ اُهي منهنجي سامهون اچن.

حَتّٰۤی اِذَا جَآءَ اَحَدَہُمُ الۡمَوۡتُ قَالَ رَبِّ ارۡجِعُوۡنِ ﴿ۙ۱۰۰﴾

۱۰۰- ۽③انهيءَ وقت جڏهن انهن مان ڪنهن تي موت اچي ويندو هُو چوندو اي منهنجا رب! مون کي واپس موٽاءِ، مون کي واپس موٽاءِ، مونکي واپس موٽاءِ.

لَعَلِّیۡۤ اَعۡمَلُ صَالِحًا فِیۡمَا تَرَکۡتُ کَلَّا ؕ اِنَّہَا کَلِمَۃٌ ہُوَ قَآئِلُہَا ؕ وَ مِنۡ وَّرَآئِہِمۡ

۱۰۱- انهيءَ لاءِ تہ مان اُها جڳهہ جنهن کي مان ڇڏي آيو آهيان (يعني دنيا ۾) حال سارو عمل ڪيان- هرگز ائين نہ ٿيندو-

١- يعني اُنهن جي عذاب ۾ شريڪ نہ ڪج.

٢- يعني تنهنجي حياتيءَ ۾ اُن عذاب جو واعدو پورو ڪري ڇڏيون.

٣- هتي حتّٰى جو لفظ آهي ۽ حتّٰى کي لغت وارا حرفِ ابتدا بہ چوندا آهن. (ڏسو بحر محيط جلد٦ صفحه ٤٢٠) جنهن جي مطابق اسان معنيٰ ڪئي آهي.

بَرْزَخٌ اِلٰى يَوْمِ يُبْعَثُوْنَ ﴿١٠١﴾

اِها صرف هڪ زباني ڳالهه آهي جيڪا اُهي چئي رهيا آهن ۽ انهن جي پٺيان هڪ پردو ① آهي انهيءَ ڏينهن تائين جو اُهي پيهر اٿاريا ويندا(سو اُهي دنيا ڏانهن زندهه ڪري ڪڏهن موٽايا نه ويندا).

فَاِذَا نُفِخَ فِي الصُّوْرِ فَلَآ اَنْسَابَ بَيْنَهُمْ يَوْمَئِذٍ وَّلَا يَتَسَآءَلُوْنَ ﴿١٠٢﴾

**١٠٢**-پوءِ جڏهن صور ۾ ڦوڪيوويندو ته انهيءَ ڏينهن انهن جي وچ ۾ ڪي مِٽيون باقي نه رهنديون ۽ نه اُهي هڪ ٻئي جو حال پڇندا.

فَمَنْ ثَقُلَتْ مَوَازِيْنُهٗ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْمُفْلِحُوْنَ ﴿١٠٣﴾

**١٠٣**-پوءِ جن جا وزن ڳرا ٿي ويندا،اُهي ماڻهو مرادوند هوندا.

وَمَنْ خَفَّتْ مَوَازِيْنُهٗ فَاُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ خَسِرُوْٓا اَنْفُسَهُمْ فِيْ جَهَنَّمَ خٰلِدُوْنَ ﴿١٠٤﴾

**١٠٤**-۽ جن جا وزن هلڪا ٿي ويندا اُهي ماڻهون نقصان ۾ پوندا(۽ پنهنجي جانين کي تباهه ڪري ڇڏيندا) ۽ جهنم ۾ هميشه رهندا.

تَلْفَحُ وُجُوْهَهُمُ النَّارُ وَهُمْ فِيْهَا كٰلِحُوْنَ ﴿١٠٥﴾

**١٠٥**-باهه انهن جي منهنِ کي ساڙيندي ۽ اُهي انهيءَ ۾ ڪارمُنهان ٿي ويندا.

اَلَمْ تَكُنْ اٰيٰتِيْ تُتْلٰى عَلَيْكُمْ فَكُنْتُمْ بِهَا تُكَذِّبُوْنَ ﴿١٠٦﴾

**١٠٦**-(۽ چيو ويندو) ڇا توهانجي اڳيان منهنجون آيتون نه پڙهيون ويندیون هيون؟ ۽ توهان انهن جو انڪار نه ڪندا هئا؟

١ ـ هي مراد نه آهي ته پيهر اُٿارڻ واري ڏينهن هن ئي دنيا ۾ واپس موٽي ايندا بلڪ هي مراد آهي ته اُن ڏينهن ته اڳين جهان جو آخري مرحلو شروع ٿي ويندو. واپس موٽڻ جو سوال نه هوندو ۽ اُنهيءَ ڏينهن تائين خداتعاليٰ اُنهن جي روحن جو هِن دنيا ۾ واپس اچڻ جي رستي ۾ روڪ بٺائي رکي آهي. يعني مردا زندهه ٿي هِن دنيا ۾ اچي ئي نٿا سگهن. هاٺي اُهي ماڻهو سوچين جيڪي وَلِين ۽ نبين کي مردن کي زندهه ڪرڻ وارو قرار ڏيندا آهن.

قَالُوْا رَبَّنَا غَلَبَتْ عَلَيْنَا شِقْوَتُنَا وَكُنَّا قَوْمًا ضَآلِّيْنَ ﴿١٠٧﴾

١٠٧- اُهي چوندا اي اسانجا رب! اسانجي بدبختي اسان تي غالب اچي وئي ۽ اسان هڪ گمراهه جماعت هئاسين.

رَبَّنَآ اَخْرِجْنَا مِنْهَا فَاِنْ عُدْنَا فَاِنَّا ظٰلِمُوْنَ ﴿١٠٨﴾

١٠٨- اي اسانجا رب! اسان کي هِن (دوزخ) مان ڪڍ. پوءِ جيڪڏهن اسان (انهن گناهن جي طرف) وري موٽون ته اسان ظالم هونداسين.

قَالَ اخْسَئُوْا فِيْهَا وَلَا تُكَلِّمُوْنِ ﴿١٠٩﴾

١٠٩-(خدا) فرمائيندو (پري ٿي وڃو ۽) دوزخ ① ۾ هليا وڃو ۽ مون سان نه ڳالهايو.

اِنَّهٗ كَانَ فَرِيْقٌ مِّنْ عِبَادِيْ يَقُوْلُوْنَ رَبَّنَآ اٰمَنَّا فَاغْفِرْلَنَا وَارْحَمْنَا وَاَنْتَ خَيْرُ الرّٰحِمِيْنَ ﴿١١٠﴾

١١٠- ڳالهه هيءَ آهي ته منهنجن ٻانهن مان هڪ گروهه اهڙو هو جيڪو چوندو هو ته اي اسانجا رب! اسان ايمان آندو آهي- سو تون اسان کي بخش ۽ اسان تي رحم ڪر، ۽ تون سڀني رحم ڪرڻ وارن مان سٺو آهين.

فَاتَّخَذْتُمُوْهُمْ سِخْرِيًّا حَتّٰٓى اَنْسَوْكُمْ ذِكْرِيْ وَكُنْتُمْ مِّنْهُمْ تَضْحَكُوْنَ ﴿١١١﴾

١١١-پر توهان انهن کي کل مسخريءَ جو نشانو بڻايو، ايستائين جو انهن(توهان جي دلچسپيءَ جو سامان بڻجي)توهان کان منهنجي يادگيري وساري ڇڏي ۽ توهان انهن سان هميشه کلون ڪندا رهيا

اِنِّيْ جَزَيْتُهُمُ الْيَوْمَ بِمَا صَبَرُوْٓا ۙ اَنَّهُمْ هُمُ الْفَآئِزُوْنَ ﴿١١٢﴾

١١٢-انهن جي صبر ڪرڻ سبب مان اڄ انهن کي (حال سارو) بدلو ڏيندس- يقيناً اُهي ڪامياب ٿيندا.

قٰلَ كَمْ لَبِثْتُمْ فِي الْاَرْضِ عَدَدَ سِنِيْنَ ﴿١١٣﴾

١١٣-پوءِ هُو(يعني خدا) فرمائيندو،ڪيترا سال توهان زمين ۾ رهيا آهيو؟

---

١ -ترجمي ۾ ضمير بدران ظاهر اسم استعمال ڪيو ويو آهي.

قَالُوْا لَبِثْنَا يَوْمًا اَوْ بَعْضَ يَوْمٍ فَسْئَلِ الْعَآدِّيْنَ ﴿١١٤﴾

قٰلَ اِنْ لَّبِثْتُمْ اِلَّا قَلِيْلًا لَّوْ اَنَّكُمْ كُنْتُمْ تَعْلَمُوْنَ ﴿١١٥﴾

اَفَحَسِبْتُمْ اَنَّمَا خَلَقْنٰكُمْ عَبَثًا وَّ اَنَّكُمْ اِلَيْنَا لَا تُرْجَعُوْنَ ﴿١١٦﴾

فَتَعٰلَى اللّٰهُ الْمَلِكُ الْحَقُّ ۚ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ۚ رَبُّ الْعَرْشِ الْكَرِيْمِ ﴿١١٧﴾

وَمَنْ يَّدْعُ مَعَ اللّٰهِ اِلٰهًا اٰخَرَ ۙ لَا بُرْهَانَ لَهٗ بِهٖ ۙ فَاِنَّمَا حِسَابُهٗ عِنْدَ رَبِّهٖ ؕ اِنَّهٗ لَا يُفْلِحُ الْكٰفِرُوْنَ ﴿١١٨﴾

وَقُلْ رَّبِّ اغْفِرْ وَارْحَمْ وَاَنْتَ خَيْرُ الرّٰحِمِيْنَ ﴿١١٩﴾ ع ٢٦ ٦

**١١٤**ـ اُهي چوندا ـ اسان هڪ ئي ڏينهن يا ڏينهن جو ڪجهه حصو زمين ۾ رهيا آهيون، تون ڳڻڻ وارن کان پڇي وٺ.

**١١٥**ـ (انهيءَ تي خداتعالي) فرمائيندو، جيڪڏهن توهان سمجهه کان ڪم ورتو ته توهان تمام ٿورو ①عرصو رهيا آهيو.

**١١٦**ـ ڇا توهان اِهو سمجهندا هئا ته اسان توهان کي بنان ڪنهن مقصد جي پيدا ڪيو آهي؟ ۽ اهو ته توهان اسان ڏانهن موٽايا نه ويندؤ.

**١١٧**ـ پوءِ اللّٰه وڏي بلند شان وارو، بادشاهه ۽ قائم رهڻ وارو ۽ قائم رکڻ وارو آهي انهيءَ کانسواءِ ڪو معبود ڪونهي، هُو عرش ڪريم جو رب آهي.

**١١٨**ـ ۽ جيڪو به اللّٰه کانسواءِ ڪنهن ٻئي معبود کي پڪاري جنهن جو ڪو دليل ڪونهي، ته انهيءَ جو حساب انهيءَ جي رب وٽ آهي. حقيقت هيءَ آهي ته ڪافر ڪڏهن ڪامياب ناهن ٿيندا.

**١١٩**ـ ۽ تون چؤ، اي منهنجا رب! معاف ڪر ۽ رحم ڪر ۽ تون سيني کان سٺو رحم ڪرڻ وارو آهين.

١ ـ يعني اڳين زندگي جي مقابلي ۾ دنياوي زندگي تمام ٿوري آهي ۽ ڏکن سان ڀريل هئڻ جي ڪري اجان به ٿورڙي معلوم ٿئي ٿي.

سُوْرَةُ النُّوْرِ مَدَنِيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ خَمْسٌ وَّ سِتُّوْنَ اٰيَةً وَّ تِسْعَةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت نور۔ هيءَ سورت مدني آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون پنجهٺ آيتون ۽ نو رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١-(سان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانڻو).

سُوْرَةٌ اَنْزَلْنٰهَا وَ فَرَضْنٰهَا وَاَنْزَلْنَا فِيْهَآ اٰيٰتٍۭ بَيِّنٰتٍ لَّعَلَّكُمْ تَذَكَّرُوْنَ ②

٢-(هيءَ) هڪ اهڙي سورت آهي جيڪا اسان لاٿي آهي ۽(جنهن تي عمل ڪرڻ) اسان فرض ڪيو آهي ۽ انَ ۾ اسان پنهنجا روشن حڪم بيان ڪيا آهن انهيءَ لاءِ ته توهان نصيحت حاصل ڪيو.

اَلزَّانِيَةُ وَالزَّانِيْ فَاجْلِدُوْا كُلَّ وَاحِدٍ مِّنْهُمَا مِائَةَ جَلْدَةٍ ۠ وَّلَا تَاْخُذْكُمْ بِهِمَا رَاْفَةٌ فِيْ دِيْنِ اللّٰهِ اِنْ كُنْتُمْ تُؤْمِنُوْنَ بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ ۚ وَلْيَشْهَدْ عَذَابَهُمَا طَآئِفَةٌ مِّنَ الْمُؤْمِنِيْنَ ③

٣-زاني عورت ۽ زاني مرد(جيڪڏهن انهن تي الزام ثابت ٿي وڃي ته)انهن مان هر هڪ کي سئو ڦٽڪا هڻو. ۽ جيڪڏهن توهان اللّٰه ۽ آخرت واري ڏينهن تي ايمان آڻيو ٿا ته اللّٰه جي حڪم بجا آڻڻ ۾ انهن ٻنهي قسمن جي ڏوهين جي باري ۾ توهان کي رحم نه اچي، ۽ گهرجي ته انهن ٻنهي جي سزا کي مومنن جي هڪ جماعت مشاهدو ڪري.

اَلزَّانِيْ لَا يَنْكِحُ اِلَّا زَانِيَةً اَوْ مُشْرِكَةً ۫ وَّ الزَّانِيَةُ لَا يَنْكِحُهَآ اِلَّا زَانٍ اَوْ مُشْرِكٌ ۚ وَحُرِّمَ ذٰلِكَ عَلَى

٤-هڪ زاني مرد، زاني عورت يا مشرڪ عورت کانسواءِ ڪنهن سان همبستر نٿو ٿئي ۽ نه زاني عورت، زاني مرد يا مشرڪ کانسواءِ ڪنهن سان همبستر① ٿئي ٿي.

١-نڪاح جي معنيٰ اڙدوَ ۾ گهڻي قدر اُن اعلان جي هوندي آهي جيڪو هڪ مرد ۽ عورت جي

الْمُؤْمِنِيْنَ۝۳

ۦ مومنن تي اها(ڳالهہ)حرام ڪئي وئي آهي.

وَالَّذِيْنَ يَرْمُوْنَ الْمُحْصَنٰتِ ثُمَّ لَمْ يَاْتُوْا بِاَرْبَعَةِ شُهَدَآءَ فَاجْلِدُوْهُمْ ثَمٰنِيْنَ جَلْدَةً وَّلَا تَقْبَلُوْا لَهُمْ شَهَادَةً اَبَدًا ۚ وَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْفٰسِقُوْنَ۝۴

**۵**-جيڪي ماڻهو پاڪدامن عورت تي الزام لڳائين ٿا. پوءِ چار شاهد مهيا نٿا ڪن تہ (انهن جي سزا هيءَ آهي تہ) انهن کي اسّي ٽڪالڳايو ۽ انهن جي شاهدي ڪڏهن قبول نہ ڪيو.۽ اُهي ماڻهو(پنهنجي انهيءَ فعل جي سببان اسلامي شريعت جي)اطاعت کان خارج آهن.

اِلَّا الَّذِيْنَ تَابُوْا مِنْۢ بَعْدِ ذٰلِكَ وَاَصْلَحُوْا ۚ فَاِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ۝۵

**۶**-سواءِ انهن جي جيڪي بعد ۾ توبهہ ڪن ۽ اصلاح ڪن.سو(انئين ڪرڻ تي)اللّٰہ يقيناً ڏاڍو بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

وَالَّذِيْنَ يَرْمُوْنَ اَزْوَاجَهُمْ وَلَمْ يَكُنْ لَّهُمْ شُهَدَآءُ اِلَّآ اَنْفُسُهُمْ فَشَهَادَةُ

**۷**-۽ جيڪي ماڻهو پنهنجي زالن تي الزام لڳائين ٿا- ۽ انهن وٽ سواءِ پنهنجي وجود

---

**(باقي حاشيو)** شرعي طور تي ڳنڍجڻ جي باري ۾ هوندو آهي.پر عربيءَ ۾ نڪاح جي معنيٰ گهڻي قدر همبستر ٿيڻ جي هوندي آهي.انهن معنائن کي سامهون نہ رکندي هن آيت جون ڪلائيندڙ معنائون ماڻهن ڪيون آهن.هن جي سادي معنيٰ هيءَ آهي تہ جڏهن ڪو ماڻهو زاني عورت سان همبستر ٿيندو تہ اُهو زاني ئي هوندو،هُن جو مڙس نئو ئي سگهي.جيڪڏهن مڙس هجي تہ پوءِ اُها عورت زانيہ ناهي.اهڙيءَ طرح هِن جي اُبتڙ معاملو آهي.زانيہ اُها اِنهيءَ صورت ۾چورائيندي جو غير مرد سان همبستر ٿئي ۽ جڏهن هڪ غير عورت غير مرد سان همبستر ٿيندي تہ لازماً اُهو مرد بہ زاني چوّرائيندو.ان ڪري آيت جو مطلب صاف هيو پر غلط ترجمو ڪري قرآن مجيد کي کل يوڳُ بڻايو ويو آهي.ان کان علاوه هيءَ ڳالهہ طبعي واقعن جي بہ خلاف آهي تہ زانيہ سان زانيءَ کانسواءِ ڪو نڪاح نہ ڪندو.دنيا ۾ هزارين مثال هِن جي خلاف ملن ٿا.ڪيترائي ماڻهو عورتن جي اصلاح لاءِ ڪنجرين سان شادي ڪري وٺندا آهن.جيتوڻيڪ اُهي پوءِ توبهہ تائب ٿي وينديون آهن پر نڪاح جي وقت اُهي زانيہ ئي چوّرائينديون آهن.

اَحَدِهِمْ اَرْبَعُ شَهٰدٰتٍ بِاللّٰهِ ۙ اِنَّهٗ لَمِنَ الصّٰدِقِيْنَ ⑦

جي پيو ڪو شاهد نہ هوندو آهي، تہ انهن مان هر شخص ڪي اهڙي شاهدي ڏيڻ گهرجي جيڪا اللّٰه جو قسم کڻي چئن شاهدين تي مشتمل هجي ۽(هر شاهديءَ ۾) هُو اِهو چوي تہ هُو سچارن مان آهي.

وَالْخَامِسَةُ اَنَّ لَعْنَتَ اللّٰهِ عَلَيْهِ اِنْ كَانَ مِنَ الْكٰذِبِيْنَ ⑧

**٨**-۽ پنجين(شاهديءَ)۾(چوي)تہ هنَ تي خدا جي لعنت هجي،جيڪڏهن هُو ڪوڙن مان هجي.

وَيَدْرَؤُا عَنْهَا الْعَذَابَ اَنْ تَشْهَدَ اَرْبَعَ شَهٰدٰتٍ بِاللّٰهِ ۙ اِنَّهٗ لَمِنَ الْكٰذِبِيْنَ ۙ ⑨

**٩**-۽ انهيءَ زال کان(جنهن تي سندس مڙس الزام لڳائي)ان جو اللّٰه جو قسم کائي چار شاهديون ڏيڻ تہ هُو(مڙس)ڪوڙو آهي عذاب ٽاري ڇڏيندو.

وَالْخَامِسَةَ اَنَّ غَضَبَ اللّٰهِ عَلَيْهَآ اِنْ كَانَ مِنَ الصّٰدِقِيْنَ ⑩

**١٠**-۽ پنجون(قسم)اهڙيءَ طرح(کڻي)تہ اللّٰه جو غضب انهيءَ (عورت)تي نازل ٿئي جيڪڏهن اُهو(الزام لڳائڻ وارو مڙس)سچو آهي.

وَلَوْلَا فَضْلُ اللّٰهِ عَلَيْكُمْ وَرَحْمَتُهٗ وَاَنَّ اللّٰهَ تَوَّابٌ حَكِيْمٌ ⑪ ع

**١١**-۽ جيڪڏهن اللّٰه جو فضل ۽ انهيءَ جي رحمت توهان تي نہ هجي ها ۽ هيءُ نہ هجي ها تہ اللّٰه وڏي فضل ڪرڻ وارو(۽)وڏين حڪمتن وارو آهي(تہ توهان ماڻهو تباهيءَ ۾ پئجي وڃو ها).

اِنَّ الَّذِيْنَ جَآءُوْ بِالْاِفْكِ عُصْبَةٌ مِّنْكُمْ ؕ لَا تَحْسَبُوْهُ شَرًّا لَّكُمْ ؕ بَلْ هُوَ خَيْرٌ لَّكُمْ ؕ لِكُلِّ امْرِئٍ مِّنْهُمْ مَّا

**١٢**-يقيناً اُهي ماڻهو جن هڪ وڏو بهتان لڳايو هو.توهان مان ئي هڪ گروهہ آهي. توهان انهيءَ (فعل)کي پنهنجي لاءِ برو نہ سمجهو پر اهو توهان لاءِ ڏاڍو چڱو هو(ڇو جو انهيءَ سبب ڪري هڪ حڪمت

اكۡتَسَبَ مِنَ الۡاِثۡمِ ۚ وَالَّذِىۡ تَوَلّٰى كِبۡرَهٗ مِنۡهُمۡ لَهٗ عَذَابٌ عَظِيۡمٌ ﴿۱۱﴾

سان پريل تعليم توهان کي ملي وئي) انهن مان هر شخص کي، هُنَ جيترو گناهه ڪيو هو انهيءَ جي سزا ملي ويندي ۽ جيڪو شخص انهيءَ گناهه جي وڏي حصي جو ذميدار هو انهيءَ کي تمام وڏو عذاب ملندو.

لَوۡلَاۤ اِذۡ سَمِعۡتُمُوۡهُ ظَنَّ الۡمُؤۡمِنُوۡنَ وَالۡمُؤۡمِنٰتُ بِاَنۡفُسِهِمۡ خَيۡرًا ۙ وَّقَالُوۡا هٰذَاۤ اِفۡكٌ مُّبِيۡنٌ ﴿۱۲﴾

١٣-جڏهن توهان هيءَ ڳالهه ٻڌي هئي ته ڇو نه مومن مردن ۽ مومن عورتن پنهنجي قوم متعلق نيڪ گمان ڪيو ۽ ڇو نه هي چئي ڏنو ته هيءُ ته هڪ تمام وڏو ڪوڙ آهي.

لَوۡلَا جَآءُوۡ عَلَيۡهِ بِاَرۡبَعَةِ شُهَدَآءَ ۚ فَاِذۡ لَمۡ يَاۡتُوۡا بِالشُّهَدَآءِ فَاُولٰٓئِكَ عِنۡدَ اللّٰهِ هُمُ الۡكٰذِبُوۡنَ ﴿۱۳﴾

١٤-۽ ڇو نه اُنهن ماڻهن (جن اِهو ڪوڙ پکيڙيو هو) انهيءَ تي چار شاهد آندا پوءِ جڏهن ته انهن شاهد نه آندا ته الله جي فيصلي مطابق اُهي ڪوڙا آهن.

وَلَوۡلَا فَضۡلُ اللّٰهِ عَلَيۡكُمۡ وَرَحۡمَتُهٗ فِى الدُّنۡيَا وَالۡاٰخِرَةِ لَمَسَّكُمۡ فِىۡ مَاۤ اَفَضۡتُمۡ فِيۡهِ عَذَابٌ عَظِيۡمٌ ۚ ﴿۱۴﴾

١٥-۽ جيڪڏهن الله جو فضل ۽ رحمت توهان تي دنيا ۽ آخرت ۾ نه هجن ها ته توهان کي انهيءَ ڪم (جي سبب) ڪري جنهن ۾ توهان پئجي ويا هئا تمام وڏو عذاب پهچي ها.

اِذۡ تَلَقَّوۡنَهٗ بِاَلۡسِنَتِكُمۡ وَتَقُوۡلُوۡنَ بِاَفۡوَاهِكُمۡ مَّا لَيۡسَ لَكُمۡ بِهٖ عِلۡمٌ وَّتَحۡسَبُوۡنَهٗ هَيِّنًا ۖ وَّهُوَ عِنۡدَ اللّٰهِ عَظِيۡمٌ ﴿۱۵﴾

١٦-انهيءَ سبب ڪري جو توهان پاڻ ۾ هڪ ٻئي جي زبان سان انهيءَ ڪوڙ کي سکڻ لڳي ويا ۽ پنهنجي وات سان اُها ڳالهه چوڻ لڳا جنهن جو توهان کي ڪو علم ڪو نه هو (خدا توهان تي ناراض ٿيو) ۽ توهان انهيءَ ڳالهه کي معمولي سمجهندا هئا حالانڪ اها الله وٽ تمام وڏي هئي.

وَلَوْلَآ اِذْ سَمِعْتُمُوْهُ قُلْتُمْ مَّا يَكُوْنُ لَنَآ اَنْ نَّتَكَلَّمَ بِهٰذَا ۖ سُبْحٰنَكَ هٰذَا بُهْتَانٌ عَظِيْمٌ ﴿١٧﴾

١٧- ۽ ڇو نه ٿيو جو جڏهن توهان انهيءَ ڳالهه کي ٻڌو هو ته فوراً چئي ڏنو ته هيءُ اسانجو ڪم ناهي جو اسان انهيءَ ڳالهه کي اڳتي دُهرايون، اي خدا تون پاڪ آهين هيءُ وڏو بهتان آهي.

يَعِظُكُمُ اللّٰهُ اَنْ تَعُوْدُوْا لِمِثْلِهٖٓ اَبَدًا اِنْ كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ﴿١٨﴾

١٨- الله توهانکي انهيءَ قسم جي ڳالهه ٻيهر ڪرڻ کان هميشه جي لاءِ روڪي ٿو، جيڪڏهن توهان مومن آهيو.

وَيُبَيِّنُ اللّٰهُ لَكُمُ الْاٰيٰتِ ۭ وَاللّٰهُ عَلِيْمٌ حَكِيْمٌ ﴿١٩﴾

١٩- ۽ الله توهان جي لاءِ پنهنجا حڪم بيان ڪري ٿو ۽ الله ڏاڍو ڄاڻڻ وارو (۽) حڪمت وارو آهي.

اِنَّ الَّذِيْنَ يُحِبُّوْنَ اَنْ تَشِيْعَ الْفَاحِشَةُ فِي الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَهُمْ عَذَابٌ اَلِيْمٌ ۙ فِي الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ ۭ وَاللّٰهُ يَعْلَمُ وَاَنْتُمْ لَا تَعْلَمُوْنَ ﴿٢٠﴾

٢٠- يقيناً جيڪي ماڻهو چاهين ٿا ته مومنن (١) ۾ بدي پکڙجي وڃي انهن لاءِ وڏو دردناڪ عذاب آهي دنيا ۾ به ۽ آخرت ۾ به ۽ الله ڄاڻي ٿو ۽ توهان نٿا ڄاڻو.

وَلَوْلَا فَضْلُ اللّٰهِ عَلَيْكُمْ وَرَحْمَتُهٗ وَاَنَّ اللّٰهَ رَءُوْفٌ رَّحِيْمٌ ﴿٢١﴾

ع ٨ النصف

٢١- ۽ جيڪڏهن الله جو فضل ۽ رحم توهان تي نه هجي ها ۽ جيڪڏهن الله ڏاڍو مهربان (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو نه هجي ها (ته توهان مصيبت ۾ پئجي وڃو ها).

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تَتَّبِعُوْا خُطُوٰتِ الشَّيْطٰنِ ۭ وَمَنْ يَّتَّبِعْ خُطُوٰتِ الشَّيْطٰنِ

٢٢- اي مومنو! شيطان جي قدمن تي نه هلو ۽ جيڪو شيطان جي قدمن تي هلي ٿو ته

١- يعني بنان جاچ فحشاء جو الزام لڳائڻ ۽ انهيءَ کي پکيڙڻ سان قوم ۾ فحشاء جي عظمت گهٽجي ويندي آهي ۽ ماڻهو فحاشيءَ تي دلير ٿيڻ لڳندا آهن.

فَإِنَّهُۥ يَأۡمُرُ بِٱلۡفَحۡشَآءِ وَٱلۡمُنكَرِۚ وَلَوۡلَا فَضۡلُ ٱللَّهِ عَلَيۡكُمۡ وَرَحۡمَتُهُۥ مَا زَكَىٰ مِنكُم مِّنۡ أَحَدٍ أَبَدٗا وَلَٰكِنَّ ٱللَّهَ يُزَكِّي مَن يَشَآءُۗ وَٱللَّهُ سَمِيعٌ عَلِيمٞ ﴿٢١﴾

اهو سمجهي وٺي ته شيطان بدين ۽ نا پسنديده ڳالهين جو حڪم ڏئي ٿو ۽ جيڪڏهن الله جو فضل ۽ رحم توهان تي نه هجي ها ته ڪڏهن به توهان مان ڪو پاڪباز نه هجي ها. پر الله جنهن کي چاهي ٿو پاڪباز بڻائي ڇڏي ٿو ۽ الله ڏاڍو دعائون ٻڌڻ وارو ڏاڍو ڄاڻڻ وارو آهي.

وَلَا يَأۡتَلِ أُوْلُواْ ٱلۡفَضۡلِ مِنكُمۡ وَٱلسَّعَةِ أَن يُؤۡتُوٓاْ أُوْلِي ٱلۡقُرۡبَىٰ وَٱلۡمَسَٰكِينَ وَٱلۡمُهَٰجِرِينَ فِي سَبِيلِ ٱللَّهِۖ وَلۡيَعۡفُواْ وَلۡيَصۡفَحُوٓاْۗ أَلَا تُحِبُّونَ أَن يَغۡفِرَ ٱللَّهُ لَكُمۡۚ وَٱللَّهُ غَفُورٞ رَّحِيمٌ ﴿٢٢﴾

٢٣-۽ توهان مان (دين ۽ دنيا ۾) فضيلت رکڻ وارا ۽ آسودا ماڻهو قسم نه کڻن ته پنهنجي مائٽن ۽ مسڪينن ۽ الله جي رستي ۾ هجرت ڪرڻ وارن جي مدد نه ڪندا ۽ گهرجي ته اهي معاف ڪن ۽ درگذر ڪن ڇا توهان نٿا چاهيو ته الله توهان جا ڏوهه معاف ڪري ۽ الله ڏاڍو معاف ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

إِنَّ ٱلَّذِينَ يَرۡمُونَ ٱلۡمُحۡصَنَٰتِ ٱلۡغَٰفِلَٰتِ ٱلۡمُؤۡمِنَٰتِ لُعِنُواْ فِي ٱلدُّنۡيَا وَٱلۡأٓخِرَةِ وَلَهُمۡ عَذَابٌ عَظِيمٞ ﴿٢٣﴾

٢٤-اُهي ماڻهو جيڪي پاڪدامن عورتن تي بهتان لڳائين ٿا جيڪي (شرين جي شرارت کان) غافل آهن ۽ ايماندار آهن انهن تي دنيا ۽ آخرت ۾ لعنت ڪئي ويندي ۽ اُنهن جي لاءِ وڏو عذاب هوندو.

يَوۡمَ تَشۡهَدُ عَلَيۡهِمۡ أَلۡسِنَتُهُمۡ وَأَيۡدِيهِمۡ وَأَرۡجُلُهُم بِمَا كَانُواْ يَعۡمَلُونَ ﴿٢٤﴾

٢٥-انهيءَ ڏينهن جڏهن ته انهن جون زبانون به ۽ انهن جا هٿ به ۽ انهن جا پير به انهن جي انهن عملن جي متعلق جيڪي اهي ڪندا هئا انهن جي خلاف شاهدي ڏيندا.

يَوۡمَئِذٖ يُوَفِّيهِمُ ٱللَّهُ دِينَهُمُ ٱلۡحَقَّ

٢٦-انهيءَ ڏينهن الله کين انهن جو صحيح

وَيَعْلَمُوْنَ اَنَّ اللّٰهَ هُوَ الْحَقُّ الْمُبِيْنُ ﴿٢٦﴾

بدلو ڏيندو ۽ اهي سمجهي وٺندا ته اللّٰه ئي ڪامل سچائي آهي اهڙي سچائي جيڪا پنهنجي پاڻ کي خود ظاهر ڪري ڇڏي ٿي.

اَلْخَبِيْثٰتُ لِلْخَبِيْثِيْنَ وَالْخَبِيْثُوْنَ لِلْخَبِيْثٰتِ ۚ وَالطَّيِّبٰتُ لِلطَّيِّبِيْنَ وَالطَّيِّبُوْنَ لِلطَّيِّبٰتِ ۚ اُولٰٓئِكَ مُبَرَّءُوْنَ مِمَّا يَقُوْلُوْنَ ؕ لَهُمْ مَّغْفِرَةٌ وَّ رِزْقٌ كَرِيْمٌ ﴿٢٧﴾ ع

**٢٧**-خبيث① ڳالهيون خبيث مردن لاءِ آهن ۽ خبيث مردخبيث ڳالهين لاءِ آهن ۽ پاڪ ڳالهيون پاڪ مردن لاءِ آهن ۽ پاڪ مرد پاڪ ڳالهين لاءِ آهن. اِهي سڀ ماڻهو انهن ڳالهين کان جيڪي (دشمن) چون ٿا پاڪ آهن. انهن جي لاءِ بخشش ۽ عزت ڀريو رزق (مقدر) آهي.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تَدْخُلُوْا بُيُوْتًا غَيْرَ بُيُوْتِكُمْ حَتّٰى تَسْتَاْنِسُوْا وَتُسَلِّمُوْا عَلٰٓى اَهْلِهَا ؕ ذٰلِكُمْ خَيْرٌ لَّكُمْ لَعَلَّكُمْ تَذَكَّرُوْنَ ﴿٢٨﴾

**٢٨**-اي مومنو! پنهنجن گهرن کانسواءِ ٻين گهرن ۾ نه داخل ٿيندا ڪيو جيستائين اجازت نه وٺو ۽ (داخل ٿيڻ کان پهرين) انهن گهرن ۾ رهڻ وارن کي سلام نه ڪري وٺو. اِهو توهان جي لاءِ سٺو ٿيندو ۽ انهيءَ (فعل)جو نتيجو اِهو ٿيندو جو توهان(نيڪ ڳالهين کي هميشه) ياد رکندؤ.

فَاِنْ لَّمْ تَجِدُوْا فِيْهَآ اَحَدًا فَلَا تَدْخُلُوْهَا

**٢٩**-۽ جيڪڏهن توهان انهن گهرن ۾ ڪنهن کي نه لهو تڏهن به انهن ۾ داخل نه ٿيو

١-عام طور تي مفسر هِن آيت جي هي معنيٰ ڪندا آهن ته خبيث مرد خبيث عورتن جي لاءِ آهن ۽خبيث عورتون خبيث مردن لاءِ پر هي درست ناهي. ڳالهيون ۽ عملَ به مؤنث استعمال ٿيندا آهن ۽ اُنهن جو ئي هتي ذڪر آهي. نه ته هڪ بدڪار عورت ڪنهن شريف سان ڏوڪو ڏئي شادي ڪري وٺي ته هِن ۾ مرد جو ڪهڙو ڏوهه؟ اهڙي طرح انهيءَ جو اُبتڙ سمجهي وٺو.قرآن مجيد ته صرف هي چوي ٿو ته جيڪي نيڪي ۾ مشهور هجن.اُنهن تي بديءَ جو الزام نه لڳايو ڇو ته عقلي طور نيڪ شُهرت رکڻ وارو مرد يا عورت نيڪ ڪم ئي ڪندا.

حَتّٰى يُؤْذَنَ لَكُمْ ۚ وَاِنْ قِيْلَ لَكُمُ ارْجِعُوْا فَارْجِعُوْا هُوَ اَزْكٰى لَكُمْ ۚ وَاللّٰهُ بِمَا تَعْمَلُوْنَ عَلِيْمٌ ﴿٢٩﴾

ايستائين جو توهان کي(گهر وارن جي طرفان) اجازت نہ ملي وئي هجي. ۽ جيڪڏهن(ڪو گهر ۾ هجي ۽) توهان کي چيو وڃي تہ هن وقت هليا وڃو تہ هليا اچو، اهو توهان جي لاءِ وڌيڪ پاڪ هوندو، ۽ اللّٰه توهانجن ڪمن کي خوب ڄاڻي ٿو.

لَيْسَ عَلَيْكُمْ جُنَاحٌ اَنْ تَدْخُلُوْا بُيُوْتًا غَيْرَ مَسْكُوْنَةٍ فِيْهَا مَتَاعٌ لَّكُمْ ۚ وَاللّٰهُ يَعْلَمُ مَا تُبْدُوْنَ وَمَا تَكْتُمُوْنَ ﴿٣٠﴾

**٣٠**ـتوهانجي لاءِ انهن گهرن ۾ داخل ٿيڻ گناهہ جو سبب ڪونهي جن ۾ ڪو رهي نہ ٿو ۽ توهانجو سامان ان ۾ پيو آهي ۽ اللّٰه انهيءَ کي بہ ڄاڻي ٿو جنهن کي توهان ظاهر ڪيو ٿا ۽ انهيءَ کي بہ جنهن کي توهان لڪايو ٿا.

قُلْ لِّلْمُؤْمِنِيْنَ يَغُضُّوْا مِنْ اَبْصَارِهِمْ وَيَحْفَظُوْا فُرُوْجَهُمْ ۚ ذٰلِكَ اَزْكٰى لَهُمْ ۚ اِنَّ اللّٰهَ خَبِيْرٌ ۢ بِمَا يَصْنَعُوْنَ ﴿٣١﴾

**٣١**ـتون مومنن کي چئُ تہ اُهي پنهنجون اکيون هيٺ رکنداڪن ۽ پنهنجي شرم گاهن جي حفاظت ڪندا ڪن.اِهو انهن جي لاءِ ڏاڍو پاڪائيءَ جو سبب ٿيندو.جيڪي ڪجهہ اُهي ڪن ٿا اللّٰه انهيءَ کان چڱيءَ طرح خبردار آهي.

وَقُلْ لِّلْمُؤْمِنٰتِ يَغْضُضْنَ مِنْ اَبْصَارِهِنَّ وَيَحْفَظْنَ فُرُوْجَهُنَّ وَلَا يُبْدِيْنَ زِيْنَتَهُنَّ اِلَّا مَا ظَهَرَ مِنْهَا وَلْيَضْرِبْنَ بِخُمُرِهِنَّ عَلٰى جُيُوْبِهِنَّ ۖ وَلَا يُبْدِيْنَ زِيْنَتَهُنَّ اِلَّا لِبُعُوْلَتِهِنَّ اَوْ اٰبَآئِهِنَّ

**٣٢**ـ۽ مومن عورتن کي چئُ تہ اُهي بہ پنهنجون اکيون هيٺ رکنديون ڪن ۽ پنهنجن شرمگاهن جي حفاظت ڪنديون ڪن ۽ پنهنجي زينت کي ظاهر نہ ڪنديون ڪن سواءِ انهيءَ جي جيڪي پنهنجو پاڻ بي اختيار[١] ظاهر ٿيندي هجي هجن.۽ پنهنجين

١ـجيئن قد ۽ ٿولهہ يا ڏُبرائي.

اَوْ اٰبَآءِ بُعُوْلَتِهِنَّ اَوْ اَبْنَآىِٕهِنَّ اَوْ اَبْنَآءِ بُعُوْلَتِهِنَّ اَوْ اِخْوَانِهِنَّ اَوْ بَنِيْٓ اِخْوَانِهِنَّ اَوْ بَنِيْٓ اَخَوٰتِهِنَّ اَوْ نِسَآىِٕهِنَّ اَوْ مَا مَلَكَتْ اَيْمَانُهُنَّ اَوِ التّٰبِعِيْنَ غَيْرِ اُولِي الْاِرْبَةِ مِنَ الرِّجَالِ اَوِ الطِّفْلِ الَّذِيْنَ لَمْ يَظْهَرُوْا عَلٰى عَوْرٰتِ النِّسَآءِ ۠ وَلَا يَضْرِبْنَ بِاَرْجُلِهِنَّ لِيُعْلَمَ مَا يُخْفِيْنَ مِنْ زِيْنَتِهِنَّ ؕ وَتُوْبُوْٓا اِلَى اللّٰهِ جَمِيْعًا اَيُّهَ الْمُؤْمِنُوْنَ لَعَلَّكُمْ تُفْلِحُوْنَ ﴿٣١﴾

چادرن کي پنهنجي ڇاتيءَ تان ٽپائي ۽ انهيءَ کي ڍڪي پائينديون ڪن، ۽ اُهي صرف پنهنجن مڙسن يا پنهنجن پيئرن يا پنهنجن سَهُرن يا پنهنجن پٽن يا پنهنجن مڙسن جي پٽن يا پنهنجن ڀائرن يا پنهنجن ڀائيٽن يا پنهنجن ڀاڻيجن يا پنهنجن(هڪ جهڙين①) عورتن يا جن جا مالڪ انهن جا ساڄا هٿ ٿيا آهن يا اهڙن ماتحت مردن تي جيڪي اجا جوان ناهن ٿيايا اهڙن ٻارن تي جن کي اجا عورتن جي خاص تعلقات جو علم حاصل نہ ٿيو آهي، پنهنجي زينت ظاهر ڪن.انهن کان سواءِ ڪنهن تي بہ ظاهر نہ ڪن.۽ پنهنجا پير (زور سان زمين تي) انهيءَ لاءِ نہ هڻنديون ڪن جو اُها شئي ظاهر ٿي پوي جنهن کي اُهي پنهنجي زينت مان لڪائي رهيون آهن،۽ اي مومنو! سڀيئي اللّٰه ڏانهن رجوع ڪيو انهيءَ لاءِ تہ توهان ڪامياب ٿي وڃو.

وَاَنْكِحُوا الْاَيَامٰى مِنْكُمْ وَالصّٰلِحِيْنَ مِنْ عِبَادِكُمْ وَاِمَآىِٕكُمْ ؕ اِنْ يَّكُوْنُوْا فُقَرَآءَ يُغْنِهِمُ اللّٰهُ مِنْ فَضْلِهٖ ؕ وَاللّٰهُ

**٣٢**۔۽ پنهنجن مان جيڪي رن زالون آهن ۽ جيڪي پنهنجن ٻانهن يا ٻانهين مان نيڪ هجن انهن جون شاديون ڪري ڇڏيندا ڪيو.۽ جيڪڏهن اُهي غريب آهن تہ

١۔يعني جيڪي شرافت ۾ مشهور هجن.هي نہ تہ مسلمانن جي عام رواج مطابق نچڻيون سدائين گهر ۾ گهڙيون رهن.

وَاسِعٌ عَلِيۡمٌ ﴿٣٣﴾

وَلۡيَسۡتَعۡفِفِ الَّذِيۡنَ لَا يَجِدُوۡنَ نِكَاحًا حَتّٰى يُغۡنِيَهُمُ اللّٰهُ مِنۡ فَضۡلِهٖ ؕ وَالَّذِيۡنَ يَبۡتَغُوۡنَ الۡكِتٰبَ مِمَّا مَلَكَتۡ اَيۡمَانُكُمۡ فَكَاتِبُوۡهُمۡ اِنۡ عَلِمۡتُمۡ فِيۡهِمۡ خَيۡرًا ۖ وَّاٰتُوۡهُمۡ مِّنۡ مَّالِ اللّٰهِ الَّذِىۡۤ اٰتٰٮكُمۡ ؕ وَلَا تُكۡرِهُوۡا فَتَيٰتِكُمۡ عَلَى الۡبِغَآءِ اِنۡ اَرَدۡنَ تَحَصُّنًا لِّتَبۡتَغُوۡا عَرَضَ الۡحَيٰوةِ الدُّنۡيَا ؕ وَمَنۡ يُّكۡرِهْهُّنَّ فَاِنَّ اللّٰهَ مِنۡۢ بَعۡدِ اِكۡرَاهِهِنَّ غَفُوۡرٌ رَّحِيۡمٌ ﴿٣٤﴾

اللّٰه پنهنجي فضل سان انهن کي آسودو بڻائي ڇڏيندو. ۽ اللّٰه ڏاڍي ڪشادگي رکڻ وارو (۽) ڏاڍو ڄاڻڻ وارو آهي.

**٣۴**۔ ۽ گهرجي ته اهي ماڻهو جن کي نڪاح جي طاقت ڪانهي پاڪائي اختيار ڪن، ايستائين جو اللّٰه انهن کي پنهنجي فضل سان آسودو بڻائي ڇڏي، ۽ توهانجن ٻانهن مان جيڪي ماڻهو(آزاديءَ لاءِ عيوض ڏيڻ جو۔ مترجم)لکيل انجام جي گُهر ڪن جيڪڏهن توهان انهن ۾ ڀلائي① ڏسو ته انهن سان لک پڙهه ڪيو ۽ (جيڪڏهن انهن وٽ پورو مال نه هجي ته)جيڪو اللّٰه توهانکي مال ڏنو آهي انهيءَ مان ڪجهه مال ڏئي(انهن جي آزادي ممڪن بڻائي)ڇڏيو.۽ توهان پنهنجن ٻانهين کي بدڪاريءَ تي مجبور نه ڪيو جيڪڏهن اهي نيڪ② رهڻ چاهينديون هجن، انهيءَ لاءِ ته توهان انهيءَ ذريعي③ دنياوي زندگيءَ جو سامان جمع ڪيو. ۽ جيڪو انهن کي مجبور ڪري. ته اللّٰه انهن عورتن جي

١۔ يعني اُهي مال لُٽائڻ وارا نه هجن يا آوارا نه هجن پر جيڪڏهن مالڪ راضي نه هجي ته لک پڙهه چاهڻ وارو غلام قاضيءَ جي ذريعي آزادي وٺي سگهي ٿو ڇو ته هي هُن جو حق آهي.

٢۔ يعني ٻانهين جي خواهش نڪاح جي هجي ته اُن کان کين نه روڪيو ڇو ته هن جو نتيجو بدڪاري ۽ بي حيائي هوندو.

٣۔ يعني عورتن کي ٻانهيون رکي پنهنجي گهرجي نوڪرن جي ڏ کيائي ختم نه ڪريو.

مجبوريءَ ڪانپوءِ ڏاڍو بخشڻ وارو(۽)بار بار رحم ڪرڻ وارو① آهي (اُهو انهن جي پڪڙ نہ ڪندو).

وَلَقَدْ اَنْزَلْنَآ اِلَيْكُمْ اٰيٰتٍ مُّبَيِّنٰتٍ وَّمَثَلًا مِّنَ الَّذِيْنَ خَلَوْا مِنْ قَبْلِكُمْ وَمَوْعِظَةً لِّلْمُتَّقِيْنَ ۝٣٥

**٣٥**۔۽ اسان توهان تي ظاهر ظهور نشان لاٿا آهن ۽ جيڪي ماڻهو توهان ڪان پهرين گذري چڪا آهن انهن جون حالتون بہ بيان ڪيون اٿئون ۽ متقين لاءِ نصيحت جون ڳالهيون بہ بيان ڪيون اٿئون.

اَللّٰهُ نُوْرُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ مَثَلُ نُوْرِهٖ كَمِشْكٰوةٍ فِيْهَا مِصْبَاحٌ ؕ اَلْمِصْبَاحُ فِىْ زُجَاجَةٍ ؕ اَلزُّجَاجَةُ كَاَنَّهَا كَوْكَبٌ دُرِّىٌّ يُّوْقَدُ مِنْ شَجَرَةٍ مُّبٰرَكَةٍ زَيْتُوْنَةٍ لَّا شَرْقِيَّةٍ وَّلَا غَرْبِيَّةٍ ۙ يَّكَادُ زَيْتُهَا يُضِیْٓءُ وَلَوْ لَمْ تَمْسَسْهُ نَارٌ ؕ نُوْرٌ عَلٰى نُوْرٍ ؕ يَهْدِى اللّٰهُ لِنُوْرِهٖ مَنْ يَّشَآءُ ؕ

**٣٦**۔اللّٰہ آسمانن جو بہ نور② آهي ۽ زمين جو بہ۔ انهيءَ جي نور جي حالت③ هيءَ آهي جيئن هڪ جارو هجي جنهن ۾ هڪ ڏيئو رکيل هجي(۽ اهو) ڏيئو هڪ ڪائي جي شمعدان جي هيٺان هجي (۽) اهو شمعدان اهڙو چمڪندڙ هجي جڻ اُهو هڪ چمڪندڙ تارو آهي(۽) اُهو (ڏيئو) هڪ اهڙي برڪت واري وڻ زيتون(جي تيل) سان ٻاريو ويندو هجي جو اُهو(وڻ④)نہ

١۔يعني قرآن ڪريم جو حڪم آهي تہ نڪاح ڪريو. پر جيڪڏهن مالڪ اِن ۾ روڪ بڻجي تہ گناهہ اُنهيءَ تي هوندو نہ ڪي عورتن تي.

٢۔يعني سڀ برڪت دنيا ۾ خداتعاليٰ جي تعلق سان پيدا ٿيندي آهي.

٣۔يعني جيڪا تعليم هُن طرفان ايندي آهي اُن جو مقابلو ٻين تعليمن سان اهڙوئي آهي جهڙو ڪ هڪ مٽيءَ جي ڏيئي جو هڪ ريفليڪٽر REFLECTOR رکڻ واري ليمپ سان.

٤۔اوپر ۽ اولهہ سان تعلق نہ رکڻ واري وڻ مان مراد اهڙي تعليم آهي جنهن ۾ نہ اوڀر وارن جو لحاظ رکيو ويو آهي ۽ نہ اولهہ وارن جو۔۽ هيءَ تعليم صرف قرآن مجيد جي آهي.رسول اللّٰهﷺ فرمائن ٿا: **لَا فَضْلَ لِلْعَرَبِيِّ عَلَى الْاَعْجَمِيِّ**. (مسند احمد بن حنبل جلد ٥ صفحه ٤١١ مطبوعه بيروت)

وَيَضۡرِبُ اللّٰهُ الۡاَمۡثَالَ لِلنَّاسِ ؕ وَاللّٰهُ بِكُلِّ شَىۡءٍ عَلِيۡمٌ ۙ‏ ﴿۳۶﴾

اوپر جو هجي نه اولهه جو. ويجهو آهي جو انهيءَ جي تيل کي پلي باهه نه به ڇُهيو هجي پڙڪي پوي(هيءُ ڏيئو) ڪيترن نورن جو مجموعو (معلوم ٿئي)ٿو الله پنهنجي نور لاءِ جن کي گهري ٿو هدايت ڏئي ٿو ۽ الله ماڻهن لاءِ (تمام ضروري) ڳالهيون بيان ڪري ٿو ۽ الله هر هڪ شيءِ کي چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو.

فِىۡ بُيُوۡتٍ اَذِنَ اللّٰهُ اَنۡ تُرۡفَعَ وَيُذۡكَرَ فِيۡهَا اسۡمُهٗ ۙ يُسَبِّحُ لَهٗ فِيۡهَا بِالۡغُدُوِّ وَالۡاٰصَالِ ۙ‏ ﴿۳۷﴾

**٣٧**-هي(ڏيئا①)اهڙن گهرن ۾ آهن جن کي بلند ڪرڻ جو خدا حڪم ڏنو آهي ۽ انهن ۾ خدا جو نالو ورتو وڃي ٿو(۽)انهن ۾ صبح ۽ شام تسبيح ڪندا رهندا آهن.

رِجَالٌ ۙ لَّا تُلۡهِيۡهِمۡ تِجَارَةٌ وَّلَا بَيۡعٌ عَنۡ ذِكۡرِ اللّٰهِ وَاِقَامِ الصَّلٰوةِ وَاِيۡتَآءِ الزَّكٰوةِ ۙ يَخَافُوۡنَ يَوۡمًا تَتَقَلَّبُ فِيۡهِ الۡقُلُوۡبُ وَالۡاَبۡصَارُ ۙ‏ ﴿۳۸﴾

**٣٨**-ڪي مرد جن کي الله جي ذڪر کان ۽ نماز جي قائم ڪرڻ کان ۽ زڪوات ڏيڻ کان نه واپار ۽ نه سودو وڪڻڻ غافل ڪري ٿو.اُهي انهيءَ ڏينهن کان ڊڄن ٿا جنهن ۾ دليون ابتيون ٿي ويندون ۽ اکيون اونڌيون ٿي وينديون.

لِيَجۡزِيَهُمُ اللّٰهُ اَحۡسَنَ مَا عَمِلُوۡا وَيَزِيۡدَهُمۡ مِّنۡ فَضۡلِهٖ ؕ وَاللّٰهُ يَرۡزُقُ مَنۡ يَّشَآءُ بِغَيۡرِ حِسَابٍ‏ ﴿۳۹﴾

**٣٩**-نتيجو اهو ٿيندو جو الله انهن کي سندن عملن جي سٺيءَ کان سٺي جزا ڏيندو ۽ کين کي پنهنجي فضل سان (مال ۽ اولاد ۾) وڌائي ڇڏيندو ۽ الله جنهن کي چاهي ٿو بنان حساب جي رزق ڏئي ٿو.

١-يعني خدائي نور جو ثبوت هي هوندو ته جن گهرن ۾ اهو نور يعني قرآن جي تعليم هوندي اُهي دنيا ۾ عزت ماڻي وٺندا ۽ عبادت ۾ هر وقت رُڌل رهندا.

وَالَّذِيْنَ كَفَرُوْٓا اَعْمَالُهُمْ كَسَرَابٍۭ بِقِيْعَةٍ يَّحْسَبُهُ الظَّمْاٰنُ مَآءً ؕ حَتّٰٓى اِذَا جَآءَهٗ لَمْ يَجِدْهُ شَيْـًٔا وَّ وَجَدَ اللّٰهَ عِنْدَهٗ فَوَفّٰىهُ حِسَابَهٗ ؕ وَاللّٰهُ سَرِيْعُ الْحِسَابِ ۙ﴿٤٠﴾

٤٠- ۽ اُهي ماڻهو جن ڪفر ڪيو اُنهن جا عمل رُڃَ وانگر آهن جيڪا هڪ ڪشادي ميدان ۾ نظر ايندي آهي جنهن ڪي اُجارو پاڻي سمجهندو آهي ايستائين جو جڏهن هُو انهيءَ وٽ پهچندو آهي ته انهيءَ ڪي ڪجهه به نه لهندو آهي ۽ اللّٰه ڪي انهيءَ وٽ ڏسي وٺندو آهي تڏهن اللّٰه هن ڪي سندس پورو پورو حساب چڪائي ڏيندو آهي ۽ اللّٰه ڏاڍو جلد حساب چڪائڻ وارن مان آهي.

اَوْ كَظُلُمٰتٍ فِيْ بَحْرٍ لُّجِّيٍّ يَّغْشٰىهُ مَوْجٌ مِّنْ فَوْقِهٖ مَوْجٌ مِّنْ فَوْقِهٖ سَحَابٌ ؕ ظُلُمٰتٌۢ بَعْضُهَا فَوْقَ بَعْضٍ ؕ اِذَآ اَخْرَجَ يَدَهٗ لَمْ يَكَدْ يَرٰىهَا ؕ وَمَنْ لَّمْ يَجْعَلِ اللّٰهُ لَهٗ نُوْرًا فَمَا لَهٗ مِنْ نُّوْرٍ ﴿٤١﴾ ع

٤١-يا (ان ڪافرن جي عملن جي حالت) اُنهن اونداهين جهڙي آهي جيڪي هڪ اُٿاهه سمنڊ جي مٿان ڇانيل هونديون آهن جن تي لهرون اٿنديون رهنديون آهن ۽ انهن لهرن مٿان ٻيهر لهرون اٿنديون رهنديون آهن ۽ انهن سيني جي مٿان هڪُ ڪَڪَرُ هوندو آهي اِهي اهڙيون اونداهيون هونديون آهن جو اُنهن مان ڪي ڪن جي مٿان ڇانيل هونديون آهن. جڏهن انسان پنهنجو هٿ ڪڍندو آهي ته باوجود ڪوشش جي انَ ڪي ڏسي نه سگهندو آهي ۽ جنهن جي لاءِ اللّٰه نور نه بڻائي انهيءَ ڪي ڪٿان به نور نا هي ملندو.

اَلَمْ تَرَ اَنَّ اللّٰهَ يُسَبِّحُ لَهٗ مَنْ فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَالطَّيْرُ صٰٓفّٰتٍ ؕ كُلٌّ قَدْ عَلِمَ

٤٢-ڇا تون ڏسين نٿو ته اللّٰه اُهو آهي جو جيڪي آسمانن ۽ زمين ۾ رهن ٿا سڀئي انهيءَ جي تسبيح ڪن ٿا ۽ پکي قطار ٻڌيو

صَلَاتَهٗ وَتَسْبِيْحَهٗ ۭ وَاللّٰهُ عَلِيْمٌۢ بِمَا يَفْعَلُوْنَ ۝۴۲

انهيءَ جي اڳيان حاضر آهن.اُنهن مان هر هڪ (پنهنجي پنهنجي پيدائش جي مطابق) پنهنجي نماز ۽ پنهنجي تسبيح کي ڄاڻي ٿو ۽ جيڪي ڪي اُهي ڪن ٿا اللّٰه انهيءَ کي چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو.

وَلِلّٰهِ مُلْكُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۚ وَاِلَى اللّٰهِ الْمَصِيْرُ ۝۴۳

۴۳- ۽ آسمانن ۽ زمين جي بادشاهت اللّٰه جي ئي آهي ۽ اللّٰه ڏانهن ئي سڀني کي موٽي وڃڻو آهي.

اَلَمْ تَرَ اَنَّ اللّٰهَ يُزْجِيْ سَحَابًا ثُمَّ يُؤَلِّفُ بَيْنَهٗ ثُمَّ يَجْعَلُهٗ رُكَامًا فَتَرَى الْوَدْقَ يَخْرُجُ مِنْ خِلٰلِهٖ ۚ وَيُنَزِّلُ مِنَ السَّمَاۗءِ مِنْ جِبَالٍ فِيْهَا مِنْۢ بَرَدٍ فَيُصِيْبُ بِهٖ مَنْ يَّشَاۗءُ وَيَصْرِفُهٗ عَنْ مَّنْ يَّشَاۗءُ ۭ يَكَادُ سَنَا بَرْقِهٖ يَذْهَبُ بِالْاَبْصَارِ ۝۴۴

۴۴- ڇا تو نه ڏٺو ته اللّٰه ڪڪرن کي آهستي آهستي هَڪلي آڻيندو آهي پوءِ انهن جي وچ ۾ ميلاپ پيدا ڪري ڇڏيندو آهي پوءِ انهن کي تهن تي تهه بڻائي ڇڏيندو آهي پوءِ تون ڏسندوآهين ته انهن جي اندران مينهن ٽمڻ لڳندو آهي ۽ هُو ڪڪر مان تمام وڏي جسامت جون شيون ڪيرائيندو آهي جن مان ڪي ڳڙن جي قسم جون هونديون آهن ۽ انهيءَ کي جنهن(قوم)تائين وڻيس پهچائي ڇڏيندو آهي ۽ جنهن کان وڻيس انهيءَ کي روڪي ڇڏيندو آهي.ويجهو آهي جو انهيءَ جي کنوڻ جي روشني ڪن اکين کي انڌو ڪري ڇڏي.

يُقَلِّبُ اللّٰهُ الَّيْلَ وَالنَّهَارَ ۭ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَعِبْرَةً لِّاُولِي الْاَبْصَارِ ۝۴۵

۴۵- اللّٰه رات ۽ ڏينهن کي ڦيرائيندو رهندو آهي اِنهيءَ ۾ عقل وارن ماڻهن لاءِ وڏي عبرت آهي.

وَاللّٰهُ خَلَقَ كُلَّ دَاۗبَّةٍ مِّنْ مَّاۗءٍ ۚ فَمِنْهُمْ مَّنْ يَّمْشِيْ عَلٰي بَطْنِهٖ ۚ وَمِنْهُمْ مَّنْ يَّمْشِيْ

۴۶- ۽ اللّٰه هر هلڻ واري جانور کي پاڻيءَ مان پيدا ڪيو آهي پوءِ ڪي ته اهڙا آهن

عَلٰى رِجْلَيْنِ ۚ وَمِنْهُمْ مَّنْ يَّمْشِىْ عَلٰٓى اَرْبَعٍ ؕ يَخْلُقُ اللّٰهُ مَا يَشَآءُ ؕ اِنَّ اللّٰهَ عَلٰى كُلِّ شَىْءٍ قَدِيْرٌ ﴿۴۶﴾

جيڪي پنهنجي پيٽ ڀر هلندا آهن ۽ ڪي اهڙا آهن جيڪي (پنهنجي) ٻن پيرن تي هلندا آهن ۽ ڪي اهڙا آهن جيڪي چئن پيرن تي هلندا آهن. اللّٰه جيڪي چاهي ٿو پيدا ڪري ٿو ۽ اللّٰه هر شيءِ تي قادر آهي.

لَقَدْ اَنْزَلْنَآ اٰيٰتٍ مُّبَيِّنٰتٍ ؕ وَاللّٰهُ يَهْدِىْ مَنْ يَّشَآءُ اِلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ ﴿۴۷﴾

۴۷-اسان ظاهر ظهور نشان لاٿا آهن ۽ اللّٰه جنهن کي گهري ٿو سڌي رستي ڏانهن هدايت ڏئي ٿو.

وَيَقُوْلُوْنَ اٰمَنَّا بِاللّٰهِ وَبِالرَّسُوْلِ وَاَطَعْنَا ثُمَّ يَتَوَلّٰى فَرِيْقٌ مِّنْهُمْ مِّنْۢ بَعْدِ ذٰلِكَ ؕ وَمَآ اُولٰٓئِكَ بِالْمُؤْمِنِيْنَ ﴿۴۸﴾

۴۸-۽ اُهي چون ٿا اسان اللّٰه ۽ انهيءَ جي رسول تي ايمان آندو، ۽ اسان اطاعت جو واعدو ڪيو، پوءِ انهن مان هڪ گروهه انهيءَ کانپوءِ (پنهنجي اقرار کان) ڦري وڃي ٿو. ۽ اهڙا ماڻهو هرگز مومن ناهن.

وَاِذَا دُعُوْٓا اِلَى اللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ لِيَحْكُمَ بَيْنَهُمْ اِذَا فَرِيْقٌ مِّنْهُمْ مُّعْرِضُوْنَ ﴿۴۹﴾

۴۹-۽ جڏهن انهن کي اللّٰه۽ ان جي رسول ڏانهن انهيءَ لاءِ سڏيو ويندو آهي ته هُو اُنهن جي وچ ۾ فيصلو ڪري ته اُنهن مان هڪ گروهه منهن موڙڻ لڳندو آهي.

وَاِنْ يَّكُنْ لَّهُمُ الْحَقُّ يَاْتُوْٓا اِلَيْهِ مُذْعِنِيْنَ ﴿۵۰﴾ؕ

۵۰-۽ جيڪڏهن ڪا ڳالهه انهن جي حق ۾ هجي ته اُهي فوراً اطاعت جو اظهار ڪندي اچي ويندا آهن.

اَفِىْ قُلُوْبِهِمْ مَّرَضٌ اَمِ ارْتَابُوْٓا اَمْ يَخَافُوْنَ اَنْ يَّحِيْفَ اللّٰهُ عَلَيْهِمْ وَرَسُوْلُهٗ ؕ بَلْ اُولٰٓئِكَ هُمُ الظّٰلِمُوْنَ ﴿۵۱﴾ ع

۵۱-ڇا انهن جي دلين ۾ ڪا بيماري آهي؟ يا اُهي شڪ ۾ پيل آهن يا اهي ڊڄن ٿا ته اللّٰه ۽ انهيءَ جو رسول انهن تي ظلم ڪندو- ائين هرگز نه آهي، پر اُهي خود ظالم آهن.

اِنَّمَا كَانَ قَوْلَ الْمُؤْمِنِيْنَ اِذَا دُعُوْٓا

۵۲-مومنن جو جواب جڏهن اهي اللّٰه ۽

إِلَى اللهِ وَرَسُوْلِهٖ لِيَحْكُمَ بَيْنَهُمْ اَنْ يَّقُوْلُوْا سَمِعْنَا وَاَطَعْنَا ؕ وَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْمُفْلِحُوْنَ ﴿۵۲﴾

ان جي رسول ڏانهن سڏايا وڃن ته اُهي انهن جي وچ ۾ فيصلو ڪن ھيُ هوندو آهي ته، اسان ٻڌو ۽ اسان مڃيو ۽ اهي ئي ماڻهو ڪامياب ٿيندا آهن.

وَمَنْ يُّطِعِ اللهَ وَرَسُوْلَهٗ وَيَخْشَ اللهَ وَيَتَّقْهِ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْفَآئِزُوْنَ ﴿۵۳﴾

**۵۳**- ۽ جيڪي ماڻهو اللّٰه ۽ انجي رسول جي اطاعت ڪن ۽ اللّٰه کان ڊڄن ۽ انهيَ جي تقويٰ اختيار ڪن اُهي بامراد ٿي ويندا آهن.

وَاَقْسَمُوْا بِاللهِ جَهْدَ اَيْمَانِهِمْ لَئِنْ اَمَرْتَهُمْ لَيَخْرُجُنَّ ؕ قُلْ لَّا تُقْسِمُوْا ۚ طَاعَةٌ مَّعْرُوْفَةٌ ؕ اِنَّ اللهَ خَبِيْرٌۢ بِمَا تَعْمَلُوْنَ ﴿۵۴﴾

**۵۴**- ۽ اهي ماڻهو اللّٰه جا پڪا قسم کڻن ٿا ته جيڪڏهن تون انهن کي حڪم ڏين ته اُهي فوراً گهرن مان نڪري پوندا. چؤ ته قسمَ نه کڻو. اسانجو حڪم ته توهان کي صرف اهڙيَ اطاعت جو آهي جيڪا عام مشهور اطاعت سمجهي ويندي آهي، اللّٰه انهيَ کان جيڪي توهان ڪيو ٿا، يقيناً خبر رکندڙ آهي.

قُلْ اَطِيْعُوا اللهَ وَاَطِيْعُوا الرَّسُوْلَ ۚ فَاِنْ تَوَلَّوْا فَاِنَّمَا عَلَيْهِ مَا حُمِّلَ وَعَلَيْكُمْ مَّا حُمِّلْتُمْ ؕ وَاِنْ تُطِيْعُوْهُ تَهْتَدُوْا ؕ وَمَا عَلَى الرَّسُوْلِ اِلَّا الْبَلٰغُ الْمُبِيْنُ ﴿۵۵﴾

**۵۵**- تون چؤ اللّٰه جي اطاعت ڪيو ۽ انهيَ جي رسول جي اطاعت ڪيو. پوءِ جيڪڏهن اُهي ڦري وڃن ته انهيَ (رسول) تي صرف انهيَ جي ذميداري آهي جيڪا انهيَ جي ذمي لڳائي وئي آهي ۽ توهان تي انهيَ جي ذميداري آهي جا اوهان جي ذمي لڳائي وئي آهي ۽ جيڪڏهن توهان انهيَ جي اطاعت ڪيو ته هدايت ماڻيندؤ ۽ رسول جي ذمي ته صرف ڳالهه کي کولي پهچائي ڇڏڻو آهي.

وَعَدَ اللّٰهُ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا مِنْكُمْ وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ لَيَسْتَخْلِفَنَّهُمْ فِي الْاَرْضِ كَمَا اسْتَخْلَفَ الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ ۖ وَلَيُمَكِّنَنَّ لَهُمْ دِيْنَهُمُ الَّذِي ارْتَضٰى لَهُمْ وَلَيُبَدِّلَنَّهُمْ مِّنْۢ بَعْدِ خَوْفِهِمْ اَمْنًا ۚ يَعْبُدُوْنَنِيْ لَا يُشْرِكُوْنَ بِيْ شَيْـًٔا ۚ وَمَنْ كَفَرَ بَعْدَ ذٰلِكَ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْفٰسِقُوْنَ ﴿٥٦﴾

**٥٦**۔اللّٰه توهان مان ايمان آڻڻ وارن ۽ حال سارو عمل ڪرڻ وارن سان واعدو ڪيو آهي ته هُو انهن کي زمين ۾ خليفو بڻائيندو①، جهڙي طرح انهن کان پهرين ماڻهن کي خليفو② بڻايو هو. ۽ جيڪو دين هُن اُنهن لاءِ پسند ڪيو آهي اُهو اُنهن جي لاءِ انهيءَ کي مضبوطيءَ سان قائم ڪري ڇڏيندو ۽ انهن جي خوف جي حالت کانپوءِ هُو انهن جي لاءِ امن جي حالت بدلائي ڇڏيندو.اُهي منهنجي عبادت ڪندا(۽) ڪنهن شيءَ کي منهنجو شريڪ نه بڻائيندا ۽ جيڪي ماڻهو انهيءَ کانپوءِ به انڪار ڪندا اُهي نافرمانن مان قرار ڏناويندا.

وَاَقِيْمُوا الصَّلٰوةَ وَاٰتُوا الزَّكٰوةَ وَاَطِيْعُوا الرَّسُوْلَ لَعَلَّكُمْ تُرْحَمُوْنَ ﴿٥٧﴾

**٥٧**۔۽ توهان سڀئي نمازن کي قائم ڪيو ۽ زڪواتون ڏيو، ۽ انهيءَ رسول جي اطاعت ڪيو انهيءَ لاءِ ته توهان تي رحم ڪيو وڃي.

---

**١**۔جيتوڻيڪ لفظ عام آهن پر مراد هيءَ آهي ته توهان مان خليفا بڻائيندو. هي عربي ٻوليءَ جو قاعدو آهي ته ڪڏهن عام لفظ هوندا آهن ۽ هڪ شخص مراد هوندو آهي. ۽ ڪڏهن وري هڪ ماڻهوءَ جو ذڪر ڪيو ويندو آهي ۽ هڪ جماعت مراد هوندي آهي. (ڏسو فقه اللغت مصنفه ثعالبي)

**٢**۔اڳوڻن ماڻهن ۾ شخصي خلافت ٿي. جيئن مسيح عليه السلام کانپوءِ ۽ موسيٰ عليه السلام کانپوءِ. ان ڪري هِن مثال مان آيت جو مضمون واضح ٿي ويو ۽ هي به واضح ٿي ويو ته هي خلافت انتخابي هوندي نه ڪِي نسلي، عيسائين ۾ ته نسلي ٿي ئي نه پئي سگهجي، ڇو ته اُنهن جي وڏن پادرين جي لاءِ شادي حرام آهي ۽ يهودين ۾ گهڻي قدر خلافت الهام سان ٿي. جيئن يوشع موسيٰ عليه السلام جا خليفا ٿيا۔ اهڙي طرح داؤد عليه السلام موسيٰ عليه السلام جا خليفا ٿيا ۽ هو صاحبِ الهام هئا.

لَا تَحْسَبَنَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا مُعْجِزِيْنَ فِي الْاَرْضِ ۚ وَمَاْوٰىهُمُ النَّارُ ۭ وَلَبِئْسَ الْمَصِيْرُ ۝۵۸ ع

**۵۸**-(ءِ اي مخاطب① !)ڪڏهن خيال نه ڪر ته ڪافر زمين ۾ اسان کي پنهنجن تدبيرن سان عاجز ڪري ڇڏيندا ۽ انهن جو ٺڪاڻو ته دوزخ آهي ۽ اُهو تمام برو ٺڪاڻو آهي.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لِيَسْتَاْذِنْكُمُ الَّذِيْنَ مَلَكَتْ اَيْمَانُكُمْ وَالَّذِيْنَ لَمْ يَبْلُغُوا الْحُلُمَ مِنْكُمْ ثَلٰثَ مَرّٰتٍ ۭ مِنْ قَبْلِ صَلٰوةِ الْفَجْرِ وَحِيْنَ تَضَعُوْنَ ثِيَابَكُمْ مِّنَ الظَّهِيْرَةِ وَمِنْۢ بَعْدِ صَلٰوةِ الْعِشَاۗءِ ڣ ثَلٰثُ عَوْرٰتٍ لَّكُمْ ۭ لَيْسَ عَلَيْكُمْ وَلَا عَلَيْهِمْ جُنَاحٌۢ بَعْدَهُنَّ ۭ طَوّٰفُوْنَ عَلَيْكُمْ بَعْضُكُمْ عَلٰي بَعْضٍ ۭ كَذٰلِكَ يُبَيِّنُ اللّٰهُ لَكُمُ الْاٰيٰتِ ۭ وَاللّٰهُ عَلِيْمٌ حَكِيْمٌ ۝۵۹

**۵۹**-اي مومنو! گهرجي ته اهي ماڻهو جن جا مالڪ توهانجا ساڄا هٿ آهن ۽ اُهي ماڻهو جيڪي اڃا بلوغت کي نه پهتا آهن اُهي ٽن وقتن ۾ اجازت وٺي اندر ايندا ڪن، صبح جي نماز کان اڳ ۽ جڏهن توهان ٻن پهرن جي وقت پنهنجا ڪپڙا لاهيندا آهيو، ۽ سومهڻي جي نماز کانپوءِ.اِهي ٽي وقت توهانجي پردي جا وقت آهن، انهن وقتن کانپوءِ (اندر اچڻ وڃڻ تي)نه توهان تي ڪو گناهه آهي ۽ نه انهن تي ڪو گناهه آهي- ڇو جو توهان مان ڪي ڪن وٽ ضرورت ۾ اڪثر ايندا ويندا آهن. اهڙيءَ طرح اللّٰه پنهنجا حڪم کولي بيان ڪري ٿو ۽ اللّٰه وڏي علم وارو (۽) حڪمت وارو آهي.

وَاِذَا بَلَغَ الْاَطْفَالُ مِنْكُمُ الْحُلُمَ فَلْيَسْتَاْذِنُوْا كَمَا اسْتَاْذَنَ الَّذِيْنَ مِنْ

**۶۰**-۽ جڏهن توهان جا ٻار بلوغت کي پهچي وڃن ته اهڙي طرح اجازت وٺندا ڪن جهڙيءَ طرح انهن کان پهرين(يعني

١-هن کان پهرين آيت ۾ جمع جا صيغا آهن ۽ هتي واحد جو صيغو آهي هن مان صاف ظاهر آهي ته جمع جن ماڻهن سان ٿهي آهي اُنهن مان هر هڪ جو هن جاءِ تي ذڪر آهي.

قَبۡلِهِمۡ ؕ كَذٰلِكَ يُبَيِّنُ اللّٰهُ لَكُمۡ اٰيٰتِهٖ ؕ وَاللّٰهُ عَلِيۡمٌ حَكِيۡمٌ ﴿۶۰﴾

وڏا)ماڻهو اجازت وٺندا هئا.اهڙيءَ طرح اللّٰه پنهنجا حڪم توهان لاءِ بيان ڪري ٿو ۽ اللّٰه گهڻو ڄاڻڻ وارو (۽) حڪمت وارو آهي.

وَالۡقَوَاعِدُ مِنَ النِّسَآءِ الّٰتِىۡ لَا يَرۡجُوۡنَ نِكَاحًا فَلَيۡسَ عَلَيۡهِنَّ جُنَاحٌ اَنۡ يَّضَعۡنَ ثِيَابَهُنَّ غَيۡرَ مُتَبَرِّجٰتٍۢ بِزِيۡنَةٍ ؕ وَاَنۡ يَّسۡتَعۡفِفۡنَ خَيۡرٌ لَّهُنَّ ؕ وَاللّٰهُ سَمِيۡعٌ عَلِيۡمٌ ﴿۶۱﴾

**٦١**-۽ اُهي عورتون① جيڪي پوڙهيون ٿي ويون آهن ۽ نڪاح جي قابل ناهن②.انهن تي ڪوگناهه ڪونهي جو پنهنجا ڪپڙا لاهي رکن اهڙيءَ طرح جو زينت ڪي ظاهر نه ڪنديون ڪن- ۽ انهن جو بچي رهڻ انهن لاءِ بهتر ٿيندو ۽ اللّٰه ڏاڍو ٻڌڻ وارو (۽) ڄاڻڻ وارو آهي.

لَيۡسَ عَلَى الۡاَعۡمٰى حَرَجٌ وَّلَا عَلَى الۡاَعۡرَجِ حَرَجٌ وَّلَا عَلَى الۡمَرِيۡضِ حَرَجٌ وَّلَا عَلٰٓى اَنۡفُسِكُمۡ اَنۡ تَاۡكُلُوۡا مِنۡۢ بُيُوۡتِكُمۡ اَوۡ بُيُوۡتِ اٰبَآئِكُمۡ اَوۡ بُيُوۡتِ اُمَّهٰتِكُمۡ اَوۡ بُيُوۡتِ اِخۡوَانِكُمۡ اَوۡ بُيُوۡتِ

**٦٢**-نه انڌن③ تي، نه منڊن تي، نه مريضن تي،نه توهان تي پنهنجن گهرن مان يا پنهنجي ابن ڏاڏن جي گهر مان يا پنهنجن مائرن (يا ناناڻي) گهر مان يا پنهنجن ڀائرن جي گهر مان يا پنهنجن ڀينرن جي گهر مان ياپنهنجن چاچن جي گهر مان يا پنهنجن ڦڦين جي گهر مان يا پنهنجن مامن

١- يعني پوڙهين عورتن لاءِ پردو ضروري ناهي پر جيڪڏهن ٻاهر وڃڻ جي مجبوري نه هجي ۽ هو پنهنجي مرضيءَ سان گهر ويٺيون رهن ته خدا تعاليٰ جي نظر ۾ اهو پسنديده هوندو.

٢- آيت جي لفظي معنيٰ هي آهي ته ”نڪاح جي اميد نٿيون رکن“ پر اسان هي ترجمو ڪيو آهي ته ”جيڪي نڪاح جي قابل نه آهن“ ڇو ته اڙدوءَ ۾ هي محاورو صحيح نه آهي ته هو نڪاح جي اميد نٿيون رکن. هن جو مطلب هي آهي ته هو اهڙي عمر تي پهچي ويون آهن جو هو سوچي به نه ٿيون سگهن ته اُنهن جو ٻيهر نڪاح ٿيندو.

٣- يهودي تعليم جي مطابق انڌا، منڊا ۽ ٻين جسماني عيبن وارا ناپاڪ سمجهيا ويندا هُئا. قرآن مجيد انهيءَ جي غلطي ظاهر ڪئي آهي.

اَخَوٰتِكُمْ اَوْ بُيُوْتِ اَعْمَامِكُمْ اَوْ بُيُوْتِ عَمّٰتِكُمْ اَوْ بُيُوْتِ اَخْوَالِكُمْ اَوْ بُيُوْتِ خٰلٰتِكُمْ اَوْ مَا مَلَكْتُمْ مَّفَاتِحَهٗۤ اَوْ صَدِيْقِكُمْ ؕ لَيْسَ عَلَيْكُمْ جُنَاحٌ اَنْ تَاْكُلُوْا جَمِيْعًا اَوْ اَشْتَاتًا ؕ فَاِذَا دَخَلْتُمْ بُيُوْتًا فَسَلِّمُوْا عَلٰۤى اَنْفُسِكُمْ تَحِيَّةً مِّنْ عِنْدِ اللّٰهِ مُبٰرَكَةً طَيِّبَةً ؕ كَذٰلِكَ يُبَيِّنُ اللّٰهُ لَكُمُ الْاٰيٰتِ لَعَلَّكُمْ تَعْقِلُوْنَ ﴿٦٢﴾ ع ١٤

جي گھر مان يا پنھنجن ماسين جي گھر مان يا جن جي سامان جي انتظام تي توھان مقرر ھجو، يا پنھنجي دوستن جي گھرن مان ڪا شيءِ وٺي کائڻ ۾ ڪو حرج آھي(اھڙيءَ طرح) توھان تي ڪوگناھ ڪونھي جو توھان سڀئي گڏجي کائو يا جدا جدا کائو. پوءِ جڏھن گھرن ۾ داخل ٿيڻ لڳو تہ پنھنجن عزيزن ۽ دوستن تي سلام چوندا ڪيو، اِھا اللّٰه جي طرفان ھڪ وڏي برڪت واري ۽ پاڪ دعا آھي.اھڙي طرح اللّٰه پنھنجا حڪم توھان کي کولي ٻڌائي ٿو انھيءَ لاءِ تہ توھان عقل کان ڪم وٺو.

اِنَّمَا الْمُؤْمِنُوْنَ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا بِاللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ وَ اِذَا كَانُوْا مَعَهٗ عَلٰۤى اَمْرٍ جَامِعٍ لَّمْ يَذْهَبُوْا حَتّٰى يَسْتَاْذِنُوْهُ ؕ اِنَّ الَّذِيْنَ يَسْتَاْذِنُوْنَكَ اُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ يُؤْمِنُوْنَ بِاللّٰهِ وَ رَسُوْلِهٖ ۚ فَاِذَا اسْتَاْذَنُوْكَ لِبَعْضِ شَاْنِهِمْ فَاْذَنْ لِّمَنْ شِئْتَ مِنْهُمْ وَاسْتَغْفِرْ لَهُمُ اللّٰهَ ؕ اِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿٦٣﴾

**٦٣** ـ صرف اُھي ئي ماڻھو مومن چورائڻ جا حقدار آھن جيڪي اللّٰه ۽ ان جي رسول تي ايمان آڻين ٿا ۽ جڏھن ڪنھن قومي ڪم جي لاءِ انھيءَ رسول وٽ وينا ھجن تہ اٿي نٿا وڃن جيستائين انھيءَ جي اجازت نہ وٺن.اُھي ماڻھو جيڪي اجازت وٺي وڃن ٿا اُھي ئي اللّٰه ۽ انجي رسول تي ايمان رکن ٿا.پوءِ جڏھن اُھي پنھنجي ڪنھن ضروري ڪم جي لاءِ تو کان اجازت وٺن تہ انھن مان جن لاءِ تون گھرين انھن کي اجازت ڏئي ڇڏ.۽ اللّٰه کان انھن لاءِ بخشش گھر.۽ اللّٰه يقيناً ڏاڍو بخشڻ وارو (۽)بار بار رحم ڪرڻ وارو آھي.

لَا تَجْعَلُوْا دُعَآءَ الرَّسُوْلِ بَيْنَكُمْ كَدُعَآءِ بَعْضِكُمْ بَعْضًا ۭ قَدْ يَعْلَمُ اللّٰهُ الَّذِيْنَ يَتَسَلَّلُوْنَ مِنْكُمْ لِوَاذًا ۚ فَلْيَحْذَرِ الَّذِيْنَ يُخَالِفُوْنَ عَنْ اَمْرِهٖٓ اَنْ تُصِيْبَهُمْ فِتْنَةٌ اَوْ يُصِيْبَهُمْ عَذَابٌ اَلِيْمٌ ۝٦٤

٦٤ - (اي مومنو!) اِهو نه سمجهو ته رسول جو توهان مان ڪنهن ڪي سڏڻ اُهڙوئي آهي جهڙو توهان مان ڪن جو ڪن ڪي سڏڻ. الله اُنهن ماڻهن ڪي ڄاڻي ٿو جيڪي توهان مان ڪسڪي (مشوري جي مجلس مان) ڀڄي وڃن ٿا. پوءِ گهرجي ته جيڪي انهيءَ (رسول) جي حڪم جي مخالفت ڪن ٿا انهيءَ ڪان ڊڄن، جو انهن ڪي خدا جي طرفان ڪا آفت نه پهچي وڃي يا انهن ڪي دردناڪ عذاب نه پهچي وڃي.

اَلَآ اِنَّ لِلّٰهِ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۭ قَدْ يَعْلَمُ مَآ اَنْتُمْ عَلَيْهِ ۭ وَيَوْمَ يُرْجَعُوْنَ اِلَيْهِ فَيُنَبِّئُهُمْ بِمَا عَمِلُوْا ۭ وَاللّٰهُ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيْمٌ ۝٦٥ ع

٦٥ - ٻڌو، جيڪي ڪجهه آسمانن ۽ زمين ۾ آهي الله جو ئي آهي. جنهن (جاءِ) تي توهان (بيٺا) آهيو انهيءَ ڪي به الله ئي ڄاڻي ٿو، ۽ جنهن ڏينهن اُهي ماڻهو الله ڏانهن موٽايا ويندا ته هُو اُنهن ڪي سندن عملن جو حال ٻڌائيندو ۽ الله هر شيءِ ڪي چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو.

سُوْرَةُ الْفُرْقَانِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ ثَمَانٍ وَّ سَبْعُوْنَ اٰيَةً وَّ سِتَّةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت فرقان- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت انهيءَ جون انهتر آيتون ۽ ڇهه رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١-(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانئو).

تَبٰرَكَ الَّذِيْ نَزَّلَ الْفُرْقَانَ عَلٰى عَبْدِهٖ لِيَكُوْنَ لِلْعٰلَمِيْنَ نَذِيْرَا ۙ②

٢-اُها ذات وڏي برڪت واري آهي جنهن فرقان① پنهنجي ٻانهي تي لاٿو آهي،انهيءَ لاءِ ته اُهو سڀني جهانن جي لاءِ هوشيار ڪرڻ وارو بڻجي.

الَّذِيْ لَهٗ مُلْكُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَلَمْ يَتَّخِذْ وَلَدًا وَّلَمْ يَكُنْ لَّهٗ شَرِيْكٌ فِي الْمُلْكِ وَخَلَقَ كُلَّ شَيْءٍ فَقَدَّرَهٗ تَقْدِيْرًا ③

٣- اُها(ذات)جنهن جي قبضي ۾ آسمانن ۽ زمين جي بادشاهت آهي ۽ جنهن ڪو پٽ ناهي بڻايو ۽ جنهن جي بادشاهت ۾ ڪو شريڪ ڪونهي ۽ جنهن هر شئي کي پيدا ڪيو آهي پوءِ انهيءَ جي لاءِ هڪ اندازو مقرر ڪيو آهي.

وَاتَّخَذُوْا مِنْ دُوْنِهٖٓ اٰلِهَةً لَّا يَخْلُقُوْنَ شَيْـًٔا وَّهُمْ يُخْلَقُوْنَ وَلَا يَمْلِكُوْنَ لِاَنْفُسِهِمْ ضَرًّا وَّلَا نَفْعًا وَّلَا يَمْلِكُوْنَ مَوْتًا وَّلَا حَيٰوةً وَّلَا نُشُوْرًا ④

٤-۽ انهن ماڻهن هُن(خدا) کانسواءِ معبود بڻائي ڇڏيا آهن،جيڪي ڪجهه (به) پيدا نٿا ڪن جڏنهن ته اُهي خود پيدا ڪيا وڃن ٿا ۽ جيڪي پنهنجي ذات لاءِ نه ڪنهن نقصان تي قادر آهن نه نفعي تي- نه موت جا مالڪ آهن ۽ نه زندگيءَ جا ۽ نه وري جيئرو ٿي اٿڻ جا.

وَقَالَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْٓا اِنْ هٰذَآ اِلَّآ اِفْكُ

٥-۽ ڪافر چون ٿا ته هيءُ ته صرف هڪ

١-يعني اها تعليم جيڪا حق ۽ باطل ۾ فرق ڪري ڇڏي ٿي.

افۡتَرٰىهُ وَاَعَانَهٗ عَلَيۡهِ قَوۡمٌ اٰخَرُوۡنَ ۛۚ فَقَدۡ جَآءُوۡ ظُلۡمًا وَّزُوۡرًا ۚ﴿۵﴾

معانقة؛ اعند المتاخرين

ڪوڙ آهي جو انهيءَ ٺاهيو آهي ۽ انهيءَ جي ٺاهڻ تي هڪ ٻي قوم①سندس مدد ڪئي آهي. پوءِ انهن ماڻهن (اِها ڳالهہ چئي) ڏاڍو وڏو ظلم ڪيو آهي ۽ تمام وڏو ڪوڙ ڳالهايو آهي.

وَقَالُوۡۤا اَسَاطِيۡرُ الۡاَوَّلِيۡنَ اكۡتَتَبَهَا فَهِىَ تُمۡلٰى عَلَيۡهِ بُكۡرَةً وَّاَصِيۡلًا ﴿۶﴾

٦-۽ اُهي چون ٿا تہ هيءُ (قرآن)تہ اڳلن جون ڳالهيون آهن جيڪي هنَ (ڪنهن ڪان) لکرائي ڇڏيون آهن ۽ هاڻي اُهي صبح شام هنَ جي اڳيان پڙهي ٻڌايون وڃن ٿيون (انهيءَ لاءِ تہ هُو قرآن چڱيءَ طرح لکي وٺي).

قُلۡ اَنۡزَلَهُ الَّذِىۡ يَعۡلَمُ السِّرَّ فِى السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ ؕ اِنَّهٗ كَانَ غَفُوۡرًا رَّحِيۡمًا ﴿۷﴾

٧-تون چوءُ تہ هن(قرآن)کي تہ اُنهيءَ (خدا) لاٿو آهي جيڪو آسمانن ۽ زمين جي ڳجهن ڪان واقف آهي،اُهو ڏاڍو بخشڻ وارو(۽)بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

وَقَالُوۡا مَالِ هٰذَا الرَّسُوۡلِ يَاۡكُلُ الطَّعَامَ وَيَمۡشِىۡ فِى الۡاَسۡوَاقِ ؕ لَوۡلَاۤ اُنۡزِلَ اِلَيۡهِ مَلَكٌ فَيَكُوۡنَ مَعَهٗ نَذِيۡرًا ۙ﴿۸﴾

٨-۽ اُهي چون ٿا تہ هِن رسول کي ڇا ٿي ويو آهي جو هُو کاڌو بہ کائي ٿو ۽ بازارن ۾ بہ گهمي ڦري ٿو. ڇو نہ هن تي فرشتو لاٿو ويو،جيڪو هن سان گڏ بيهي ماڻهن کي هوشيار ڪري ها.

اَوۡ يُلۡقٰٓى اِلَيۡهِ كَنۡزٌ اَوۡ تَكُوۡنُ لَهٗ جَنَّةٌ

٩-يا هن تي ڪو خزانو لاٿو وڃي ها،يا هن وٽ ڪو باغ هجي ها،جنهن جا ميوا

١ ـ هن جو جواب ٻي جڳهہ تي قرآن مجيد ۾ اچي چڪو آهي تہ قرآن مجيد جهڙي يا هن جي هڪ آيت يا سورت جي برابر ڪا ٻي تعليم آڻيو۔ ۽ سڀني جنّن ۽ انسانن کي مدد لاءِ سڏي وٺو، پوءِ بہ ناڪام رهندؤ.

يَّأْكُلُ مِنْهَا ؕ وَقَالَ الظّٰلِمُوْنَ اِنْ تَتَّبِعُوْنَ اِلَّا رَجُلًا مَّسْحُوْرًا ﴿٩﴾

هُو کائي ها، ۽ ظالم چون ٿا تہ توهان هڪ اهڙي ماڻهوءَ جي پنيان هلي رهيا آهيو جنهن کي ڪاڏو ڪارايو① ويو آهي.

اُنْظُرْ كَيْفَ ضَرَبُوْا لَكَ الْاَمْثَالَ فَضَلُّوْا فَلَا يَسْتَطِيْعُوْنَ سَبِيْلًا ﴿١٠﴾ ع

١٠-ڏسُ! هي تنهنجي باري ۾ ڪهڙيون ڪهڙيون ڳالهيون ناهين ٿا ۽ اُهي گمراهہ ٿي چڪا آهن پوءِ انهن کي ڪا(صحيح ڳالهہ چوڻ جو) رستو نٿو ملي.

تَبٰرَكَ الَّذِيْٓ اِنْ شَآءَ جَعَلَ لَكَ خَيْرًا مِّنْ ذٰلِكَ جَنّٰتٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ ۙ وَيَجْعَلْ لَّكَ قُصُوْرًا ﴿١١﴾

١١-وڏي برڪت وارو آهي اُهو خدا جيڪو چاهي تہ تنهنجي لاءِ(انهن جا تجويز ڪيل) انهيءَ (باغ)کان تمام ڀلا باغ ② پيدا ڪري ڇڏي جن(جي ڇانوَ)۾ نهرون وهنديون هجن ۽ تنهنجي لاءِ وڏا وڏا محل تيار ڪري ڇڏي.

بَلْ كَذَّبُوْا بِالسَّاعَةِ ۫ وَاَعْتَدْنَا لِمَنْ كَذَّبَ بِالسَّاعَةِ سَعِيْرًا ﴿١٢﴾

١٢-حق اِهو آهي تہ هِي ماڻهو قيامت جو انڪار ڪري رهيا آهن ۽ اسان انهيءَ لاءِ جيڪو قيامت جو منڪر هجي ڀڙڪڻ واري عذاب جو انتظام ڪري ڇڏيو آهي.

اِذَا رَاَتْهُمْ مِّنْ مَّكَانٍۭ بَعِيْدٍ سَمِعُوْا لَهَا تَغَيُّظًا وَّزَفِيْرًا ﴿١٣﴾

١٣-جڏهن اُهو(يعني جهنم)اُنهن کي پري کان ڏسندو تہ اُهي انهيءَ جي جوش جو ۽ (اچڻ واري)مصيبت③ جي آواز کي ٻڌندا.

---

١-مَسۡحُور جي معنيٰ اهڙي ماڻهو جي آهي جنهن کي ڪاڏو ڏنو ويو. يعني ماڻهو هُن کي لالچ ڏيڻ لاءِ امداد ڏين.

٢-ائين ئي ٿيو.قيصر ۽ ڪِسريٰ جا باغَ ۽ محلَ مسلمانن کي مليا جيڪي محمد رسول اللّٰہ ﷺ جا ادنيٰ غلام هئا.

٣-قرآن مجيد ۾ زَفِيۡرٌ جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ مفردات ”مصيبت“ لکي آهي.مطلب هِي تہ اُن جي تيز آواز سان سمجهي ويندا تہ جهنم جو عذاب سخت ٿيندو.

وَاِذَآ اُلْقُوْا مِنْهَا مَكَانًا ضَيِّقًا مُّقَرَّنِيْنَ دَعَوْا هُنَالِكَ ثُبُوْرًا ؕ﴿۱۴﴾

١۴-۽ جڏهن اُهي انهيءَ (دوزخ) جي هڪ سوڙهي هنڌ ۾ مشڪون ٻڌل اڇلايا ويندا ۽ اُهي انهيءَ وقت موت جي خواهش ڪندا.

لَا تَدْعُوا الْيَوْمَ ثُبُوْرًا وَّاحِدًا وَّ ادْعُوْا ثُبُوْرًا كَثِيْرًا ﴿۱۵﴾

١۵-(تڏهن خدا جا فرشتا انهن کي چوندا) اڄ هڪڙي موت جي خواهش نه ڪيو پر بار بار موت جي خواهش ڪيو(ڇو جو توهان تي باربار عذاب اچڻ وارا آهن).

قُلْ اَذٰلِكَ خَيْرٌ اَمْ جَنَّةُ الْخُلْدِ الَّتِيْ وُعِدَ الْمُتَّقُوْنَ ؕ كَانَتْ لَهُمْ جَزَآءً وَّمَصِيْرًا ﴿۱۶﴾

١٦-تون انهن کي چؤ ته هيءَ (پڇاڙي) چڱي آهي يا دائمي جنت،جنهن جو متقين سان واعدو ڪيو ويو آهي.اُها انهن جو(صحيح صحيح)بدلو ۽ آخري ٺڪاڻو هوندي.

لَهُمْ فِيْهَا مَا يَشَآءُوْنَ خٰلِدِيْنَ ؕ كَانَ عَلٰى رَبِّكَ وَعْدًا مَّسْـُٔوْلًا ﴿۱۷﴾

١٧-انهن کي انهيءَ ۾ جيڪي ڪجهه گهرندا ملندو.اُهي انهيءَ ۾ هميشه جي لاءِ رهندا ايندا هيءُ هڪ اهڙو واعدو آهي جنهن جو پورو ڪرڻ تنهنجي رب تي واجب آهي.

وَيَوْمَ يَحْشُرُهُمْ وَمَا يَعْبُدُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ فَيَقُوْلُ ءَاَنْتُمْ اَضْلَلْتُمْ عِبَادِيْ هٰٓؤُلَآءِ اَمْ هُمْ ضَلُّوا السَّبِيْلَ ؕ﴿۱۸﴾

١٨-۽ جڏهن هُو انهن کي ۽ انهن جي ڪوڙن معبودن کي پنهنجي حضور ۾ ڪٺو ڪندو ۽ پوءِ اُنهن کي چوندو ڇا توهان منهنجن انهن ٻانهن کي گمراهه ڪيو هو يا اُهي پاڻ ئي سڌي رستي کان ڀٽڪي ويا هئا.

قَالُوْا سُبْحٰنَكَ مَا كَانَ يَنْۢبَغِيْ لَنَآ اَنْ نَّتَّخِذَ مِنْ دُوْنِكَ مِنْ اَوْلِيَآءَ وَلٰكِنْ مَّتَّعْتَهُمْ وَاٰبَآءَهُمْ حَتّٰى نَسُوا الذِّكْرَ ۚ

١٩-(تڏهن)اُهي جواب ڏيندا تون پاڪ آهين اسان کي ڪو حق نه هو جو اسان تو کانسواءِ ٻين هستين کي پنهنجو ڪارساز بڻايون ها پر تو انهن ماڻهن کي ۽ انهن

وَكَانُوْا قَوْمًا بُوْرًا ﴿١٩﴾

جي ابن ڏاڏن کي دنياوي ملڪيتون بخشيون۔ ايسيتائين جو انهن (تنهنجي) يادگيريءَ کي ترڪ ڪري ڇڏيو ۽ تباهه ٿيڻ واري قوم بڻجي ويا.

فَقَدْ كَذَّبُوْكُمْ بِمَا تَقُوْلُوْنَ ۙ فَمَا تَسْتَطِيْعُوْنَ صَرْفًا وَّلَا نَصْرًا ۚ وَمَنْ يَّظْلِمْ مِّنْكُمْ نُذِقْهُ عَذَابًا كَبِيْرًا ﴿٢٠﴾

**٢٠-** پوءِ(ڪافرن کي چيو ويندو ته ڏسو) اِنهن ڪوڙن معبودن① توهانجي ڳالهين کي ڪوڙو ڪري ڇڏيو آهي.سو اڄ توهان نه ته عذاب کي ٽاري سگهو ٿا،۽ نه ڪا مدد حاصل ڪري سگهو ٿا.۽ جيڪو به توهان مان ظالم آهي اسان انهيءَ کي وڏو عذاب پهچائينداسين.

وَمَآ اَرْسَلْنَا قَبْلَكَ مِنَ الْمُرْسَلِيْنَ اِلَّآ اِنَّهُمْ لَيَاْكُلُوْنَ الطَّعَامَ وَيَمْشُوْنَ فِي الْاَسْوَاقِ ۗ وَجَعَلْنَا بَعْضَكُمْ لِبَعْضٍ فِتْنَةً ۗ اَتَصْبِرُوْنَ ۚ وَكَانَ رَبُّكَ بَصِيْرًا ﴿٢١﴾ ع

**٢١-** ۽ توکان پهرين اسان جيترا به رسول موڪليا هئا،اُهي سڀيئي کاڌو کائيندا هئا ۽ بازارن ۾ هلندا هئا.۽ اسان توهان مان ڪن کي ڪن جي آزمائش جو ذريعو بڻايو آهي (هيءُ ڏسڻ لاءِ)ته ڇا توهان(مسلمان)صبر ڪيو ٿا(يا نه)۽(اي مسلمان)تنهنجو رب (حالتن کي) چڱيءَ طرح ڏسڻ وارو آهي.

وَقَالَ الَّذِيْنَ لَا يَرْجُوْنَ لِقَآءَنَا لَوْلَآ اُنْزِلَ عَلَيْنَا الْمَلٰٓئِكَةُ اَوْ نَرٰى رَبَّنَا ۗ لَقَدِ اسْتَكْبَرُوْا فِيْٓ اَنْفُسِهِمْ وَعَتَوْ عُتُوًّا كَبِيْرًا ﴿٢٢﴾

**٢٢-** ۽ اُنهن جيڪي اسانجي ملاقات جي اميد نٿا ڪن چيئي ڏنو ته ڇو اسان تي فرشتا نه لاٿا ويا؟ يا اسين پنهنجي رب کي پنهنجي اکين سان نٿا ڏسون؟ هُنن پنهنجي دلين ۾ پنهنجو پاڻ کي تمام وڏو سمجهيو آهي ۽ سرڪشيءَ ۾ تمام اڳتي نڪري ويا آهن.

**١-** ترجمي ۾ ضمير بدران ظاهري اسم استعمال ڪيو ويو آهي ته جيئن مضمون واضح ٿي وڃي.

يَوْمَ يَرَوْنَ الْمَلٰٓئِكَةَ لَا بُشْرٰى يَوْمَئِذٍ لِّلْمُجْرِمِيْنَ وَ يَقُوْلُوْنَ حِجْرًا مَّحْجُوْرًا ﴿٢٢﴾

**٢٣**-(ڇا اِهي ماڻهو تڏا جاڻن ته)جنهن ڏينهن فرشتن کي ڏسندا انهيءَ ڏينهن ڏوهارين کي ڪا خوشخبري نه ملندي ۽(اُهي گهبرائجي) چوندا(اسان ڪان)پري ٿي رهو.

وَقَدِمْنَآ اِلٰى مَا عَمِلُوْا مِنْ عَمَلٍ فَجَعَلْنٰهُ هَبَآءً مَّنْثُوْرًا ﴿٢٣﴾

**٢٤**-۽ اسان انهن جي هر قسم جي عمل ڏانهن ڌيان ڏنو جو انهن ڪيو هو ۽ انهيءَ کي هوا ۾ پکيڙيل اڏايل ذرن① وانگر ڪري ڇڏيو.

اَصْحٰبُ الْجَنَّةِ يَوْمَئِذٍ خَيْرٌ مُّسْتَقَرًّا وَّاَحْسَنُ مَقِيْلًا ﴿٢٤﴾

**٢٥**-جنتي ماڻهو انهيءَ ڏينهن ٽڪاڻي جي لحاظ کان به سٺا هوندا ۽ آرام جي جاين جي لحاظ کان به اُهي اعليٰ درجي تي هوندا.

وَ يَوْمَ تَشَقَّقُ السَّمَآءُ بِالْغَمَامِ وَنُزِّلَ الْمَلٰٓئِكَةُ تَنْزِيْلًا ﴿٢٥﴾

**٢٦**-۽ انهيءَ ڏينهن(کي ياد ڪيو)جڏهن آسمان ڦاٽي پوندو ۽ ڪڪر مٿان ڦري رهيا هوندا ۽ فرشتا لڳاتار لاٿا ويندا.

اَلْمُلْكُ يَوْمَئِذِ ٍالْحَقُّ لِلرَّحْمٰنِ ۭ وَكَانَ يَوْمًا عَلَى الْكٰفِرِيْنَ عَسِيْرًا ﴿٢٦﴾

**٢٧**-انهيءَ ڏينهن بادشاهي سچ پچ رحمٰن (خدا)جي قبضي ۾ نظر ايندي ۽(اُهو) ڏينهن ڪافرن تي ڏاڍو سخت هوندو.

وَيَوْمَ يَعَضُّ الظَّالِمُ عَلٰى يَدَيْهِ يَقُوْلُ يٰلَيْتَنِي اتَّخَذْتُ مَعَ الرَّسُوْلِ سَبِيْلًا ﴿٢٧﴾

**٢٨**-۽ انهيءَ ڏينهن ظالم پنهنجا هٿ چَبيندو (۽) چوندو.جيڪر مان رسول سان گڏ هلان ها.

يٰوَيْلَتٰى لَيْتَنِيْ لَمْ اَتَّخِذْ فُلَانًا خَلِيْلًا ﴿٢٨﴾

**٢٩**-هاءِ ڪمبختي!جيڪر!مان فلاڻي شخص کي دوست نه بڻايان ها.

١-هَبَـــآءٌ جو لفظ جيڪو قرآن ڪريم ۾ اچي ٿو هن جي اصل معنيٰ هُن هلڪڙي ۽ سنهين ذري جي آهي جيڪو بعض دفعي هوا ۾ اُڏامندڙ نظر ايندو آهي ۽ آيت جو مطلب هي آهي ته اسان اُنهن کي ايترو پيهنداسون جو اُنهن جا ذرا سنها ٿي هوا ۾ اُڏرڻ لڳندا ۽ اُنهن جا دوست اُنهن کي گڏ به نه ڪري سگهندا.

لَقَدْ اَضَلَّنِيْ عَنِ الذِّكْرِ بَعْدَ اِذْ جَآءَنِيْ ؕ وَكَانَ الشَّيْطٰنُ لِلْاِنْسَانِ خَذُوْلًا ﴿۳۰﴾

٣٠-انهيءَ مونکي خدا جي ذڪر کان غافل ڪري ڇڏيو جڏهن تہ هُو(رسول جي ذريعي سان)مون وٽ آيو هو.۽ شيطان آخر انسان کي اڪيلو ڇڏي هليو ويندو آهي.

وَقَالَ الرَّسُوْلُ يٰرَبِّ اِنَّ قَوْمِي اتَّخَذُوْا هٰذَا الْقُرْاٰنَ مَهْجُوْرًا ﴿۳۱﴾

٣١-۽ رسول چيو، اي منهنجا رب! منهنجي قوم تہ هن قرآن کي پنيان اڇلائي ڇڏيو آهي.

وَكَذٰلِكَ جَعَلْنَا لِكُلِّ نَبِيٍّ عَدُوًّا مِّنَ الْمُجْرِمِيْنَ ؕ وَكَفٰى بِرَبِّكَ هَادِيًا وَّنَصِيْرًا ﴿۳۲﴾

٣٢-۽ اسان اهڙيءَ ريت ڏوهارين مان سيني نبين جا دشمن بڻايا آهن،۽ تنهنجو رب هدايت ڏيڻ ۽ مدد ڪرڻ جي لحاظ کان (بلڪل) ڪافي آهي.

معانقة ٧ عند المتقدمين

وَقَالَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا لَوْلَا نُزِّلَ عَلَيْهِ الْقُرْاٰنُ جُمْلَةً وَّاحِدَةً ۛ كَذٰلِكَ ۛ لِنُثَبِّتَ بِهٖ فُؤَادَكَ وَرَتَّلْنٰهُ تَرْتِيْلًا ﴿۳۳﴾

٣٣-۽ ڪافرن چيو،ڇو نہ قرآن انهيءَ (نبيءَ) تي هڪ ئي دفعو نازل ڪيو ويو.اُنهن جو چوڻ بہ هڪ طرح ٺيڪ آهي(پر اسان ان کي مختلف سورتن ۽ وقتن ۾)انهيءَ ڪري (لاٿو)جو اسان هن(قرآن)جي ذريعي تنهنجي دل کي مضبوط① ڪندا رهون ۽ اسان انهيءَ کي نهايت عمدو ناهيو آهي.

وَلَا يَاْتُوْنَكَ بِمَثَلٍ اِلَّا جِئْنٰكَ بِالْحَقِّ وَاَحْسَنَ تَفْسِيْرًا ﴿۳۴﴾ ؕ

٣٤-۽ (تنهنجي ترديد جي لاءِ) اُهي ڪا ڳالهہ نٿا چون جو اسان انهيءَ جي جواب ۾ هڪ پختي ڳالهہ بيان نٿا ڪريون ۽

١-مطلب هي آهي تہ ٿڪرا ٽڪرا لهڻ سان هڪ تہ سيني مسلمانن کي قرآن آسانيءَ سان ياد ٿي سگهيو ٿي.بيو هڪ سورت ۾ بيان ٿيل پيشگوئي جڏهن پوري ٿي وڃي ها تہ بي سورت ۾ هُن ڏانهن اشارو ڪري سگهجيو ٿي پيو جنهن سان آنحضرت ﷺ ۽ اصحابن رض جا دل مضبوط ٿين ها.گڏ لهڻ جي صورت ۾ هي بئي ڳالهيون پوريون نہ پئي ٿي سگهيون.

اَلَّذِيْنَ يُحْشَرُوْنَ عَلٰى وُجُوْهِهِمْ اِلٰى جَهَنَّمَ ۙ اُولٰٓئِكَ شَرٌّ مَّكَانًا وَّاَضَلُّ سَبِيْلًا ﴿٣٥﴾

ع ٣ / ١٤ / ١

وَلَقَدْ اٰتَيْنَا مُوْسَى الْكِتٰبَ وَجَعَلْنَا مَعَهٗٓ اَخَاهُ هٰرُوْنَ وَزِيْرًا ﴿٣٦﴾

فَقُلْنَا اذْهَبَآ اِلَى الْقَوْمِ الَّذِيْنَ كَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَا ؕ فَدَمَّرْنٰهُمْ تَدْمِيْرًا ﴿٣٧﴾

وَقَوْمَ نُوْحٍ لَّمَّا كَذَّبُوا الرُّسُلَ اَغْرَقْنٰهُمْ وَجَعَلْنٰهُمْ لِلنَّاسِ اٰيَةً ؕ وَاَعْتَدْنَا لِلظّٰلِمِيْنَ عَذَابًا اَلِيْمًا ﴿٣٨﴾

وَّعَادًا وَّثَمُوْدَاۡ وَاَصْحٰبَ الرَّسِّ

انهيءَ جو سني ۾ سنو سبب بيان ٿا ڪريون.

**٣٥**-جيڪي ماڻهو پنهنجن سردارن سميت جهنم ڏانهن نيا ويندا انهن جي جاءِ ڏاڍي بري هوندي ۽ انهن جو رستو وڏو گمراهيءَ جو هوندو.

**٣٦**-۽ اسان موسىٰ کي هڪ (معلوم①) ڪتاب ڏنوهو ۽ اسان انهيءَ سان سندس ڀاءُ هارون کي به نائب بڻائي موڪليو هو.

**٣٧**-۽ اسان انهن کي چيو هو ته توهان ٻئي انهيءَ قوم ڏانهن وڃو جن اسانجي آيتن جو انڪار ڪري ڇڏيو آهي پوءِ(جڏهن اُهي تبليغ ڪري چڪا)اسان انهن ڪوڙو ڪرڻ وارن کي بلڪل تباهه ڪري ڇڏيو.

**٣٨**-۽ نوح جي قوم کي به جڏهن انهن رسولن جو انڪار ڪيو اسان غرق ڪري ڇڏيو ۽ اسان انهن کي ماڻهن لاءِ هڪ نشان بڻائي ڇڏيو ۽ اسان ظالمن جي لاءِ دردناڪ عذاب تيار ڪري ڇڏيو آهي.

**٣٩**-۽ عاد کي به ۽ ثمود کي به ۽ کوهه②

١-ال اُن شيءِ لاءِ به ايندو آهي جنهن جو ذڪر پهريان ٿي چڪو هجي يا جنهن جو خيال دماغ ۾ هجي. اِن لاءِ اسان اَلْكِتٰب جو ترجمو ”معلوم ڪتاب“ ڪيو آهي.

٢- کوهه وارن ماڻهن جي متعلق مفسرن گهڻو اختلاف ڪيو آهي.پر هِن آيت مان معلوم ٿئي ٿو ته هي قوم ثمود کانپوءِ گزري هئي ۽ بحر محيط به انهيءَ جي ئي تائيد ڪئي آهي.جو ته هن ۾ حضرت ابن عباسؓ جو قول لکيل آهي.ته هيءَ قوم ثمود جو حصّو هئي.جيئن ته ثمود، عاد جو آخري حصّو هئا اِن لاءِ معلوم ٿئي ٿو ته اسماعيلؑ جي نسل جي عرب ۾ پکڙجڻ کان اڳ هِي ماڻهو ٿي گذريا آهن جڏهن اسماعيلؑ جو نسل عرب ۾

وَقُرُوۡنًۢا بَيۡنَ ذٰلِكَ كَثِيۡرًا ﴿٣٩﴾

وارن ماڻهن کي به ۽ انهن جي وچ ۾ ڪيترين ئي قومن کي به(اسان تباھ ڪري ڇڏيو).

وَكُلًّا ضَرَبۡنَا لَهُ الۡاَمۡثَالَ‌ۚ وَكُلًّا تَبَّرۡنَا تَتۡبِيۡرًا ﴿٤٠﴾

۴۰-۽ انهن مان هر هڪ قوم جي لاءِ اسان حقيقت بيان ڪري ڇڏي.۽ (جڏهن نه سمجهيا ته)سيني کي تباھ ڪري ڇڏيو.

وَلَقَدۡ اَتَوۡا عَلَى الۡقَرۡيَةِ الَّتِىۡۤ اُمۡطِرَتۡ مَطَرَ السَّوۡءِ‌ؕ اَفَلَمۡ يَكُوۡنُوۡا يَرَوۡنَهَا‌ۚ بَلۡ كَانُوۡا لَا يَرۡجُوۡنَ نُشُوۡرًا ﴿٤١﴾

۴۱-۽ هي(مڪي جا ڪافر)انهيءَ ڳوٺ جي پرسان لنگهي چڪا آهن ①جنهن تي هڪ تڪليف ڏيندڙ بارش نازل ڪئي وئي هئي. ڇا اِهي انهيءَ (ڳوٺ جي نشانن)کي نٿا ڏسن. حقيقت② هيءَ آهي ته اِهي پيهر اٿڻ جي اميد ئي نه رکندا هئا.

وَاِذَا رَاَوۡكَ اِنۡ يَّتَّخِذُوۡنَكَ اِلَّا هُزُوًا ؕ اَهٰذَا الَّذِىۡ بَعَثَ اللّٰهُ رَسُوۡلًا ﴿٤٢﴾

۴۲-۽ جڏهن اُهي توکي ڏسن ٿا ته توکي صرف هڪ کل مسخري جي شيءِ سمجهن ٿا (۽ چون ٿا)ڇا اللّٰه هن شخص کي رسول بڻائي موڪليو آهي.

اِنۡ كَادَ لَيُضِلُّنَا عَنۡ اٰلِهَتِنَا لَوۡلَاۤ اَنۡ صَبَرۡنَا عَلَيۡهَا‌ ؕ وَسَوۡفَ يَعۡلَمُوۡنَ حِيۡنَ يَرَوۡنَ الۡعَذَابَ مَنۡ اَضَلُّ سَبِيۡلًا ﴿٤٣﴾

۴۳-جيڪڏهن اسان پنهنجن معبودن تي قائم نه رهون ها ته هيُ(شخص) ته اسان کي انهن کان گمراھ ڪرڻ وارو ئي هو.۽ جڏهن اِهي عذاب کي ڏسندا ته انهن کي ضرور حقيقت معلوم ٿي ويندي ته ڪير

**(باقي حاشيو)**پکڙجي ويو ته پوءِ هي ماڻهو اُتر ڏانهن فلسطين جي طرف هليا ويا جهڙوڪ قديم آثارن مان خبر پوي ٿي. (ڏسو ”العرب قبل الاسلام“ ليکڪ جرجي زيدان)

١-يعني لوط عليه السلام جي قوم.

٢-قرآن ڪريم ۾ هن جاءِ بَـلْ جو لفظ آهي.جنهن جي معني”بلڪ“ جي به آهي.۽ ”اظهار حقيقت“ جي به. اِن لاءِ اسان هن جاءِ بلڪ ترجمو نه ڪيو آهي صرف ”حقيقت هيءَ آهي“ جا لفظ لکيا آهن.

پنهنجي هلت چلت ۾ وڏيڪ گمراهه هو.

اَرَءَيْتَ مَنِ اتَّخَذَ اِلٰهَهٗ هَوٰىهُ ؕ اَفَاَنْتَ تَكُوْنُ عَلَيْهِ وَكِيْلًا ۙ﴿۴۴﴾

۴۴- (اي رسول!)ڇا تو انهيءَ شخص جو حال ڏٺو جنهن پنهنجي نفساني خواهشن کي پنهنجو معبود بڻايو.ڇا تون انهيءَ شخص تي نگران آهين(تہ تون هن کي زبردستي گمراهيءَ کان روڪين).

اَمْ تَحْسَبُ اَنَّ اَكْثَرَهُمْ يَسْمَعُوْنَ اَوْ يَعْقِلُوْنَ ؕ اِنْ هُمْ اِلَّا كَالْاَنْعَامِ بَلْ هُمْ اَضَلُّ سَبِيْلًا ۧ﴿۴۵﴾

۴۵-ڇا تون سمجهين ٿو تہ انهن مان اڪثر ٻڌن يا سمجهن ٿا؟اُهي تہ فقط جانورن وانگر آهن،پر چال جي لحاظ کان انهن کان بہ بدتر.

ع ۲

اَلَمْ تَرَ اِلٰى رَبِّكَ كَيْفَ مَدَّ الظِّلَّ ۚ وَلَوْ شَآءَ لَجَعَلَهٗ سَاكِنًا ۚ ثُمَّ جَعَلْنَا الشَّمْسَ عَلَيْهِ دَلِيْلًا ۙ﴿۴۶﴾

۴۶-(اي قرآن جا مخاطب)ڇا توکي معلوم ڪونهي تہ تنهنجي رب ڪهڙيءَ طرح پاڇي کي ڊگهو ڪيو آهي.۽ جيڪڏهن هُو چاهي ها تہ انهيءَ کي هڪ جڳهہ تي بيٺل بڻائي ڇڏي ها.پوءِ اسان سج ① کي انهيءَ تي هڪ شاهد بڻائي ڇڏيو.

ثُمَّ قَبَضْنٰهُ اِلَيْنَا قَبْضًا يَّسِيْرًا ﴿۴۷﴾

۴۷-پوءِ ② اسان انهيءَ کي آهستي آهستي پنهنجي طرف ڇڪڻ شروع ڪيون ٿا.

وَهُوَ الَّذِيْ جَعَلَ لَكُمُ الَّيْلَ لِبَاسًا وَّالنَّوْمَ

۴۸-۽ اُهوئي(خدا)آهي جنهن رات کي

١-يعني جڏهن معلوم ڪرڻو هجي تہ پاڇو ڪيڏانهن ويو آهي ۽ ڪيترو ڊگهوآهي تہ سج کي ڏسي معلوم ڪري سگهجي ٿو.جيڪڏهن سج هيٺ هجي تہ پاڇو اُنهيءَ جي سامهون اجان بہ ڊگهو هوندو ۽ جيڪڏهن مٿي تي هجي تہ تمام ننڍو ۽ بلڪل وچ ۾.

٢-يعني شام جي ڏنڌلاڻ سان پاڇن جو نشان ڍهڻ شروع ٿي ويندو آهي.اِهو ئي قانون روحاني بادشاهت ۾ بہ آهي.يعني جڏهن ڪافر قوم زوال ڏانهن ويندي آهي تہ هُن جو اثر پاڙيسري قومن کان ختم ٿيڻ شروع ٿي ويندو آهي.ايستائين جو مڪمل تباهيءَ جي وقت يعني رات جو پاڇو بلڪل ختم ٿي ويندو آهي.

سُبَاتًا وَّ جَعَلَ النَّهَارَ نُشُوْرًا ﴿٤٨﴾

توهان لاءِ لباس بڻايو ۽ ننڊ کي آرام جو سبب، ۽ ڏينهن کي وڌڻ ۽ ترقيءَ جو ذريعو①.

وَهُوَ الَّذِيْٓ اَرْسَلَ الرِّيٰحَ بُشْرًاۢ بَيْنَ يَدَيْ رَحْمَتِهٖ ۚ وَاَنْزَلْنَا مِنَ السَّمَآءِ مَآءً طَهُوْرًا ﴿٤٩﴾

**٤٩**۔ ۽ اُهو (خدا) ئي آهي جنهن هوائن کي پنهنجي رحمت کان پهرين بشارت ڏيڻ جي لاءِ موڪليو ۽ اسان ڪڪر② مان پاڪ (۽ صاف) پاڻي لاٿو آهي.

لِّنُحْیِ َ بِهٖ بَلْدَةً مَّيْتًا وَّ نُسْقِيَهٗ مِمَّا خَلَقْنَآ اَنْعَامًا وَّ اَنَاسِيَّ كَثِيْرًا ﴿٥٠﴾

**٥٠**۔ انَ لاءِ ته انهيءَ جي وسيلي مُئلَ ملڪ کي زندهه ڪيون ۽ اهڙيءَ طرح انهيءَ (پاڻيءَ) سان پنهنجي پيدا ڪيل چوپاين ۽ ڪيترن ئي انسانن کي سيراب ڪيون.

وَلَقَدْ صَرَّفْنٰهُ بَيْنَهُمْ لِيَذَّكَّرُوْا ۖ فَاَبٰٓى اَكْثَرُ النَّاسِ اِلَّا كُفُوْرًا ﴿٥١﴾

**٥١**۔ ۽ اسان اُن (پاڻيءَ) کي اُنهن (انسانن) ۾ چڱيءَ طرح پکيڙي ڇڏيو انهيءَ لاءِ ته اُهي نصيحت حاصل ڪن پر ماڻهن مان اڪثر ماڻهو ڪفر کانسواءِ ڪنهن ڳالهه تي راضي ناهن ٿيندا.

وَلَوْ شِئْنَا لَبَعَثْنَا فِيْ كُلِّ قَرْيَةٍ نَّذِيْرًا ﴿٥٢﴾ۖ

**٥٢**۔ ۽ جيڪڏهن اسان گهرون ها ته هر وسنديءَ ۾ هڪ هوشيار ڪرڻ وارو (نبي يا مامور) موڪلي ڏيون ها.

فَلَا تُطِعِ الْكٰفِرِيْنَ وَجَاهِدْهُمْ بِهٖ

**٥٣**۔ سو تون ڪافرن جي ڳالهه③ نه

---

١۔ نَشَرَ الشَّجَرُ جي معنيٰ آهي ته وڻ پن ڪڍيا. يعني پيهر جيئرو ٿي ويو. ۽ نَشَرَ الثَّوْبَ جي معنيٰ هوندي آهي ڪپڙي کي پکيڙي ڇڏيو ۽ نَشَرَ الْمَوْتٰى جي معنيٰ هوندي آهي مُئل کي جيئرو ڪري ڇڏيو. ان ڪري نُشُوْر جي معنيٰ ٿي قوم کي اُن جي موت کانپوءِ زندهه ڪري وري پکيڙڻ شروع ڪري ڇڏيو.

٢۔ سَمَاء جي معنيٰ آسمان کانسواءِ ڪَڪَر جي به هوندي آهي (اقرب).

٣۔ ڪي ماڻهو سمجهندا آهن ته قُلْ يٰٓاَيُّهَا الْكَافِرُوْن ۾ جيڪو فرمايو ويو آهي لَآ اَعْبُدُ مَا تَعْبُدُوْنَ هي

جِهَادًا كَبِيْرًا ﴿٥٢﴾

مج ۽ هِن(قرآن)جي وسيلي انهن سان وڏو جهاد ڪر.

وَهُوَ الَّذِيْ مَرَجَ الْبَحْرَيْنِ هٰذَا عَذْبٌ فُرَاتٌ وَّهٰذَا مِلْحٌ اُجَاجٌ ۚ وَجَعَلَ بَيْنَهُمَا

٥٤۔۽ اُهوئي آهي جنهن ٻن سمنڊن① کي وهايو آهي جن مان هڪ ته ڏاڍو مٺو ② آهي، ۽ ٻيو③ لوڻاٺيو(۽)ڪڙو آهي

**(باقي حاشيو)** پهريون حڪم آهي. حالانڪ **سورة الفرقان** به مڪي آهي ۽ اُن ۾ به واضح فرمائي ڇڏيو آهي ته ڪافرن جي ڳالهه ڪڏهن ناهي مڃڻي ۽ قرآن ڪريم سان اُن جو رد ڪرڻو آهي.اهڙي قسم جي واضح آيتن جي هوندي هي سمجهڻ ته **قُلْ يٰٓاَيُّهَا الْكَافِرُوْن** جي سورت ان لاءِ نازل ٿي ته مڪي جي ڪافرن هي آڇ ڪئي هئي ته ڪڏهن اسان توهانجي خدا جي عبادت ڪري وٺنداسون ۽ ڪڏهن توهان اسانجي معبودن جي عبادت ڪندا ڪيو.جنهن تي رسول ڪريم ﷺ جن فرمايو ته مان هن معاملي ۾ سوچي ۽ خداتعاليٰ کان هدايت وٺي جواب ڏيندس.ڪنهن به حالت صحيح نٿو ٿي سگهي.جڏهن جواب سورت فرقان ۽ ڪيترين ئي مڪي سورتن ۾ موجود هيو ته رسول ڪريم ﷺ جي لاءِ سوچڻ ۽ مهلت وٺڻ جو ڪهڙو سوال هيو.قرآن مجيد صاف طور تي چئي چڪو هيو ته ڪافرن جي دين جي ڪنهن به حصّي کي ناهي مڃڻو.بلڪ قرآني تعليم جي ذريعي سان اُنهن جي ڪفر جي تعليم کي ناسُ ڪرڻو آهي.

١۔هن جاءِ تي **بَحْرٌ** جو لفظ آهي ۽ عربي ٻولي ۾ **بَحْرٌ** سمنڊ ۽ درياهه ٻنهي کي چوندا آهن. اصل ۾ هتي مذهبن جو مقابلو آهي.يعني ڪنهن جي تعليم سُٺي هوندي آهي ڪنهن جي خراب پر تمثيلي رنگ ۾ ٻڌايو آهي ته ڏسن نٿا سمنڊ جو پاڻي ڪيترو لوڻاٺيو ٿيندو آهي ۽ درياهه جيڪي هُن ۾ اچي ڪرندا آهن اُنهن جو پاڻي مٺو هوندو آهي اللّٰه ئي هيءَ تدبير ڪئي آهي ته اُهي سدائين مٺا ئي رهندا آهن ۽ سمنڊ سدائين لوڻاٺيو رهندو آهي ڇو ته درياهه برسات جي پاڻيءَ ۽ برفن مان نهندا آهن ۽ سمنڊ جي اونهائيءَ ۾ اڻ ڳڻيا جبل لوڻ جا آهن.اهڙي طرح جيڪي سڪيائون براهه راست خدا جي طرفان ايندڙيون آهن اُهي مٺيون هونديون آهن ۽ جيڪي سڪيائون دير کان دنيا ۾ موجود آهن ۽ براهه راست الهام کان محروم آهن اُهي لوڻاٺيون هونديون آهن جهڙوڪ سمنڊ جو پاڻي.

٢۔ **فُرَاتٌ** جي معنيٰ به مِٺي جي هوندي آهي ۽ **عَذْبٌ** جي معنيٰ به مِٺي جي.ان لاءِ اسان ترجمو ”ڏاڍو مٺو آهي“ جي لفظن سان ڪيو آهي.

٣۔قرآن ڪريم جا لفظ ته **هٰذَا** جا آهن جنهن جو ترجمو ”هِي“ ۽ ”هُو“ آهي.پر اڙدو ۾ ”هڪ اجان ٻيو“

بَرْزَخًا وَّحِجْرًا مَّحْجُوْرًا ﴿٥٤﴾

۽ انهيءَ (اللّٰه) انهن ٻنهي جي وچ ۾ هڪ روڪ ٺاهي ڇڏي آهي ۽ اهڙو سامان ٺاهيو آهي جو اُهي هڪ ٻئي کي پري ① رکن ٿا، ملڻ نٿا ڏين.

وَهُوَ الَّذِىْ خَلَقَ مِنَ الْمَآءِ بَشَرًا فَجَعَلَهٗ نَسَبًا وَّصِهْرًا ۭ وَكَانَ رَبُّكَ قَدِيْرًا ﴿٥٥﴾

**٥٥**۔ ۽ اُهو (خدا) ئي آهي جنهن پاڻيءَ ② مان انسان ٺاهيو، پوءِ انهيءَ کي ڪڏهن نه پيڙهي ٺاهيو آهي (يعني اباڻو شجرو) ۽ ڪڏهن صِهر ٺاهيو آهي (يعني ساهراڻو شجرو) ۽ تنهنجو رب هر شيءِ تي قادر آهي.

وَيَعْبُدُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ مَا لَا يَنْفَعُهُمْ وَلَا يَضُرُّهُمْ ۭ وَكَانَ الْكَافِرُ عَلٰى رَبِّهٖ ظَهِيْرًا ﴿٥٦﴾

**٥٦**۔ ۽ اُهي (ڪافر) اللّٰه کانسواءِ انهن جي عبادت ڪن ٿا جيڪي نه انهن کي نفعو ڏئي سگهن ٿا ۽ نه تڪليف ڏئي سگهن ٿا ۽ ڪافر هميشه پنهنجي رب جي (جاري ڪيل سلسلن جي) خلاف هوندو آهي.

وَمَآ اَرْسَلْنٰكَ اِلَّا مُبَشِّرًا وَّنَذِيْرًا ﴿٥٧﴾

**٥٧**۔ ۽ اسان نه توکي صرف خوشخبري ڏيڻ وارو ۽ هوشيار ڪرڻ وارو ٺاهيو آهي.

قُلْ مَآ اَسْـَٔلُكُمْ عَلَيْهِ مِنْ اَجْرٍ اِلَّا مَنْ شَآءَ اَنْ يَّتَّخِذَ اِلٰى رَبِّهٖ سَبِيْلًا ﴿٥٨﴾

**٥٨**۔ تون انهن کي چؤ ته مان توهان کان انهيءَ (يعني خدا جي پيغام جي پهچائڻ) جو ڪو اجورو ③ نٿو گهران. ها جيڪڏهن

**(باقي حاشيو)** جا لفظ نيڪ رهن ٿا. ان ڪري چو ته انهن سان معنائن ۾ فرق نٿو پوي اسان "هڪ ٻئي" جي لفظ کي اختيار ڪيو آهي.

١۔ يعني درياهن ۽ سمنڊن کي ظاهري طور گڏايو آهي پر اهڙو انتظام ڪيو آهي جو نه درياهه لوڻياناٿين ٿا نه سمنڊ مٺا.

٢۔ انساني نطفو مراد آهي.

٣۔ هي آيت ڪيتري واضح آهي ته اسلام کي جبر سان پکيڙڻ ناجائز آهي. هن آيت ۾ وضاحت سان چيو

ڪو شخص پنهنجي مرضيءَ سان گهري ته پنهنجي رب ڏانهن وڃڻ واري واٽ کي اختيار ڪري (اُهوئي منهنجو بدلو هوندو).

وَتَوَكَّلْ عَلَى الْحَيِّ الَّذِي لَا يَمُوتُ وَسَبِّحْ بِحَمْدِهِ ۚ وَكَفَىٰ بِهِ بِذُنُوبِ عِبَادِهِ خَبِيرًا ﴿٥٩﴾

معانقة عند المتقدمين

**٥٩**۔۽ تون انهيءَ تي توڪل ڪر جيڪو زنده آهي(۽ سيني کي زنده رکي ٿو)ڪڏهن نٿو مري ۽ انهيءَ جي تعريف سان گڏوگڏ انهيءَ جي تسبيح به ڪر ۽ هُو پنهنجن ٻانهن جي گناهن کان چڱيءَ ريت واقف آهي.

الَّذِي خَلَقَ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضَ وَمَا بَيْنَهُمَا فِي سِتَّةِ أَيَّامٍ ثُمَّ اسْتَوَىٰ عَلَى الْعَرْشِ ۚ الرَّحْمَٰنُ فَاسْأَلْ بِهِ خَبِيرًا ﴿٦٠﴾

**٦٠**۔اُهو(خدا)جنهن آسمانن ۽ زمين ۽ جيڪي ڪي انهن جي وچ ۾ آهي انهن سيني کي ڇهن وقتن ۾ پيدا ڪيو آهي پوءِ هُو مضبوطيءَ سان عرش تي قائم ٿي ويو.هُو رحمٰن آهي سو (جڏهن به اي انسان تون انهيءَ جي متعلق ڪو سوال پُڇين) ته خبر① ڏيڻ واري کان سوال پڇ (جيڪو گهڻو خبردار آهي ۽ صحيح صحيح جواب ڏئي سگهي ٿو).

وَإِذَا قِيلَ لَهُمُ اسْجُدُوا لِلرَّحْمَٰنِ قَالُوا وَمَا الرَّحْمَٰنُ أَنَسْجُدُ لِمَا تَأْمُرُنَا

**٦١**۔۽ جڏهن اِنهن کي چيو ويجي ٿو ته رحمٰن جي اڳيان سجدي ۾ ڪري پئو،ته چون ٿا رحمٰن ڪهڙي شيءِ آهي؟ڇا اسان انهيءَ

**(باقي حاشيو)** ويو آهي ته مان تبليغ اسلام جي بدلي ۾ ڪو اجورو نٿو گُهران.منهنجو اجورو اِهو ئي آهي ته جيڪڏهن ڪنهن جي دل اسلام جي صداقت کي قبول ڪري وٺي ته پنهنجي مرضيءَ سان اسلام ۾ داخل ٿي وڃي.مان اُن تي ڪو جبر نٿو ڪري سگهان ۽ نه ڪندس هِن تعليم جي هوندي هي ڇوڻ ته اسلام ترار جي ذريعي پکڙيو آهي اسلام تي ڪيڏو ظلم ۽ زيادتي آهي.ڇا ڪو پيو مذهب به آهي جنهن پنهنجي پکڙجڻ جي باري ۾ اهڙي صفائي سان ضمير جي آزاديءَ ۽ راءِ جي آزاديءَ جي تائيد ڪئي هجي

١۔خَبِيُر مان مراد محمد رسول اللهﷺ آهن جن کي خداتعاليٰ پنهنجي صفتن جو وحيءَ جي ذريعي علم ڏنو.

وَزَادَهُمْ نُفُوْرًا ﴿٦١﴾

جي اڳيان سجدو ڪيون جنهن (جي اڳيان سجدي ڪرڻ) جو تون حڪم ڏين ٿو ۽ هيءَ ڳالهه انهن کي نفرت ۾ اجا به وڌائي ڇڏي ٿي.

تَبٰرَكَ الَّذِىْ جَعَلَ فِى السَّمَآءِ بُرُوْجًا وَّ جَعَلَ فِيْهَا سِرٰجًا وَّ قَمَرًا مُّنِيْرًا ﴿٦٢﴾

٦٢-برڪت واري آهي اُها هستي جنهن آسمان ۾ تارن جي ٻيهڪ جون جايون ٺاهيون آهن ۽ انهيءَ ۾ چمڪندڙ ڏيئو① ٺاهيو آهي ۽ نور ڏيندڙ چنڊ ٺاهيو آهي.

وَهُوَ الَّذِىْ جَعَلَ الَّيْلَ وَالنَّهَارَ خِلْفَةً لِّمَنْ اَرَادَ اَنْ يَّذَّكَّرَ اَوْ اَرَادَ شُكُوْرًا ﴿٦٣﴾

٦٣-اُهوئي آهي جنهن رات کي ۽ ڏينهن کي هڪ ٻئي پٺيان اچڻ وارو ٺاهيو آهي انهيءَ شخص جي (فائدي جي) لاءِ جيڪو نصيحت حاصل ڪرڻ گهري يا شڪر گذار ٻانهو ٿيڻ گهري.

وَعِبَادُ الرَّحْمٰنِ الَّذِيْنَ يَمْشُوْنَ عَلَى الْاَرْضِ هَوْنًا وَّ اِذَا خَاطَبَهُمُ الْجٰهِلُوْنَ قَالُوْا سَلٰمًا ﴿٦٤﴾

٦٤-۽ رحمان جا (سچا) ٻانها اُهي هوندا آهن جيڪي زمين تي آرام سان هلندا آهن② ۽ جڏهن جاهلَ ماڻهو انهن سان مخاطب ③ ٿيندا آهن ته اُهي (وڙهندا ناهن پر) چوندا آهن ته اسان ته توهان لاءِ سلامتيءَ جي

١-سِرَاجٌ جي معنيٰ عربي ٻوليءَ ۾ ڏيئي جي آهي. ان لاءِ ته ڏيئي جي اندر تيل پوڻ ڪانپوءِ هُن جي پنهنجي روشني نڪرندي آهي. جهڙي طرح سج جي پنهنجي روشني نڪرندي آهي پر چنڊ ٻاهران يعني سج کان روشني وٺندو آهي ان لاءِ ٻي جڳهه قـمر کي نور چيو آهي. يعني روشني ته ڏيندو آهي پر اُها روشني ورتل هوندي آهي. (يونس آيت ٦) جيئن ته لغت ۾ به آهي ته اَلـــضَّـــوء سج جي روشنيءَ لاءِ چيو ويندو آهي ۽ ان جي صفت هيءَ هوندي آهي ته اُها ذاتي روشني هوندي آهي. (ڏسو اقرب زير لفظ ضَوء) اِن مان به خبر پوي ٿي ته نور جيڪو ان جي سامهون آهي هن جي معنيٰ پنهنجي ڪمايل روشنيءَ جي آهي. (اِهو به اقرب ۾ ئي لکيل آهي).

٢-يعني تڪبر سان نٿا هلن. ٣-يعني جهالت واريون ڳالهيون ڪندا آهن.

دعا ڪيون ٿا.

وَالَّذِيْنَ يَبِيْتُوْنَ لِرَبِّهِمْ سُجَّدًا وَّ قِيَامًا ۝٦٥

٦٥ـ ۽ اُهي ماڻهو به جيڪي پنهنجي رب جي لاءِ راتيون سجدن ۾ ۽ بيهي گذاري ڇڏيندا آهن.

وَالَّذِيْنَ يَقُوْلُوْنَ رَبَّنَا اصْرِفْ عَنَّا عَذَابَ جَهَنَّمَ ۖ اِنَّ عَذَابَهَا كَانَ غَرَامًا ۝٦٦

٦٦ـ ۽ اُهي (رحمٰن جا ٻانها) چوندا آهن، اي اسان جا رب! اسان کان جهنم جو عذاب ٽاري ڇڏ. انهيءَ جو عذاب هڪ تمام وڏي تباهي آهي.

اِنَّهَا سَآءَتْ مُسْتَقَرًّا وَّ مُقَامًا ۝٦٧

٦٧ـ اُهو (دوزخ) عارضي ٽڪاڻي طور تي به برو آهي ۽ دائمي ٽڪاڻي طور تي به (برو آهي).

وَالَّذِيْنَ اِذَآ اَنْفَقُوْا لَمْ يُسْرِفُوْا وَلَمْ يَقْتُرُوْا وَكَانَ بَيْنَ ذٰلِكَ قَوَامًا ۝٦٨

٦٨ـ ۽ اُهي (اللّٰه جا ٻانها) اهڙا هوندا آهن جو جڏهن خرچ ڪندا آهن ته فضول خرچيءَ کان ڪم نه وٺندا آهن ۽ نه بخلُ ڪندا آهن ۽ انهن جو خرچ انهن ٻنهي حالتن ۾ وچٿرو هوندو آهي.

وَالَّذِيْنَ لَا يَدْعُوْنَ مَعَ اللّٰهِ اِلٰهًا اٰخَرَ وَلَا يَقْتُلُوْنَ النَّفْسَ الَّتِیْ حَرَّمَ اللّٰهُ اِلَّا بِالْحَقِّ وَلَا يَزْنُوْنَ ۚ وَمَنْ يَّفْعَلْ ذٰلِكَ يَلْقَ اَثَامًا ۝٦٩

٦٩ـ ۽ اُهي ماڻهو اهڙا هوندا آهن جو اللّٰه کانسواءِ ڪنهن ٻئي معبود کي نه ٿا پڪاريندا ۽ نه ڪنهن جان کي جنهن کي اللّٰه حفاظت بخشي هجي قتل ڪندا آهن سواءِ (شرعي) حق جي ۽ نه زنا ڪندا آهن ۽ جيڪو به اهڙو ڪم ڪندو اُهو پنهنجي گناهه جي جزا ڏسي وٺندو.

يُّضٰعَفْ لَهُ الْعَذَابُ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ وَيَخْلُدْ فِيْهٖ مُهَانًا ۝٧٠

٧٠ـ قيامت جي ڏينهن انهيءَ لاءِ عذاب وڌيڪ ڪيو ويندو ۽ اُهو انهيءَ ۾ خواريءَ سان رهندو ايندو.

إِلَّا مَنْ تَابَ وَاٰمَنَ وَعَمِلَ عَمَلًا صَالِحًا فَأُولٰٓئِكَ يُبَدِّلُ اللّٰهُ سَيِّاٰتِهِمْ حَسَنٰتٍ ۗ وَكَانَ اللّٰهُ غَفُوْرًا رَّحِيْمًا ﴿٧١﴾

**٧١**-سواءِ انهيءَ جي جنهن توبهه ڪئي ۽ ايمان آندو ۽ ايمان جي مطابق عمل ڪيا پوءِ اِهي ماڻهو اهڙا هوندا جو اللّٰه انهن جي بدين کي نيڪين سان مَٽائي ڇڏيندو ۽ اللّٰه وڏو بخشڻ وارو مهربان آهي.

وَمَنْ تَابَ وَعَمِلَ صَالِحًا فَإِنَّهٗ يَتُوْبُ إِلَى اللّٰهِ مَتَابًا ﴿٧٢﴾

**٧٢**-۽ جيڪو توبهه ڪري ۽ انهيءَ جي مطابق عمل ڪري،ته اُهو شخص حقيقي طورتي اللّٰه جي طرف جهڪي ٿو.

وَالَّذِيْنَ لَا يَشْهَدُوْنَ الزُّوْرَ ۙ وَإِذَا مَرُّوْا بِاللَّغْوِ مَرُّوْا كِرَامًا ﴿٧٣﴾

**٧٣**-۽ اُهي ماڻهو به (اللّٰه جا ٻانهاآهن) جيڪي ڪوڙيون شاهديون ناهن ڏيندا ۽ جڏهن بيهودهه ڳالهين جي ڀرسان لنگهندا آهن ته ڀلارن وانگر(انهن ۾ شامل ٿيڻ بنان)لنگهي ويندا آهن.

وَالَّذِيْنَ إِذَا ذُكِّرُوْا بِاٰيٰتِ رَبِّهِمْ لَمْ يَخِرُّوْا عَلَيْهَا صُمًّا وَّعُمْيَانًا ﴿٧٤﴾

**٧٤**-۽ اُهي ماڻهو به جو سندن رب جون آيتون جڏهن انهن کي ياد ڏياريون وڃن ته انهن سان ٻوڙن ۽ انڌن وارو معاملو ناهن ڪندا.

وَالَّذِيْنَ يَقُوْلُوْنَ رَبَّنَا هَبْ لَنَا مِنْ أَزْوَاجِنَا وَذُرِّيّٰتِنَا قُرَّةَ أَعْيُنٍ وَّاجْعَلْنَا لِلْمُتَّقِيْنَ إِمَامًا ﴿٧٥﴾

**٧٥**-۽ اُهي ماڻهو به(رحمٰن جا ٻانها آهن) جيڪي هي چوندا رهندا آهن ته اي اسانجا رب! اسانکي پنهنجين زالن جي طرفان ۽ اولاد جي طرفان اکين جي ٺارَ بخش.۽ اسان کي متقين جو امام (١) بڻاءِ.

١ - يعني اسان جو خاندان اسان جي پيروي ڪري پر اُهو متقي هجي.صرف مٽي مائٽي جي ضدّ ۾ اسان جو ساٿُ نه ڏئي.

أُولٰٓئِكَ يُجْزَوْنَ الْغُرْفَةَ بِمَا صَبَرُوْا وَيُلَقَّوْنَ فِيْهَا تَحِيَّةً وَّسَلٰمًا ﴿٧٦﴾

٧٦-هي اُهي ماڻهو آهن جن کي انهن جي نيڪين تي قائم رهڻ جي ڪري(بهشت ۾) مٿاهيون جڳهيون ڏنيون وينديون ۽ کين انهن ۾ دعائون ڏنيون وينديون ۽ سلامتيءَ جا سنيها پهچايا ويندا.

خٰلِدِيْنَ فِيْهَا ؕ حَسُنَتْ مُسْتَقَرًّا وَّمُقَامًا ﴿٧٧﴾

٧٧-اُهي انهيءَ ۾ رهندا ايندا.اُها(جنت) ٿوري وقت لاءِ آرام جي جاءِ طور تي به ڏاڍي سٺي آهي ۽ هميشه آرام جي جاءِ طور تي به (ڏاڍي سٺي آهي).

قُلْ مَا يَعْبَؤُا بِكُمْ رَبِّيْ لَوْلَا دُعَآؤُكُمْ ۚ فَقَدْ كَذَّبْتُمْ فَسَوْفَ يَكُوْنُ لِزَامًا ﴿٧٨﴾

٧٨-(اي رسول!)تون انهن کي چؤ ته منهنجو رب توهان جي پرواهه ئي ڪهڙي ڪري ٿو جيڪڏهن توهان جي طرفان دعا (۽ توبهه)نه هجي سو جڏهن ته توهان(الٰهي پيغام کي)ڪوڙو ڪيو ته(هاڻي)انهيءَ جو عذاب(توهان سان)چمبڙيو هليو ويندو.

سُوْرَةُ الشُّعَرَآءِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِىَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ مِائَتَانِ وَثَمَانٍ وَّ عِشْرُوْنَ اٰيَةً وَّ اَحَدَ عَشَرَ رُكُوْعًا

سورت شعراء- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم الله سميت هن جون ٻه سئو اناويهه آيتون ۽ يارنهن رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١-(مان) الله جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

طٰسٓمّٓ ①

٢-طاهر① (۽) سميع (۽) مجيد (خدا هِن سورت جو نازل ڪرڻ وارو آهي).

تِلْكَ اٰيٰتُ الْكِتٰبِ الْمُبِيْنِ ②

٣-هي آيتون انهيءَ ڪتاب جون آهن جيڪو (پنهنجي مضمونن کي) کولي بيان ڪريٿو.

لَعَلَّكَ بَاخِعٌ نَّفْسَكَ اَلَّا يَكُوْنُوْا مُؤْمِنِيْنَ ③

٤-شايد تون پنهنجي جان کي هلاڪت ۾ وجهندين ته اهي ڇو نٿا ② مومن ٿين.

اِنْ نَّشَاْ نُنَزِّلْ عَلَيْهِمْ مِّنَ السَّمَآءِ اٰيَةً فَظَلَّتْ اَعْنَاقُهُمْ لَهَا خٰضِعِيْنَ ④

٥-جيڪڏهن اسان چاهيون ته آسمان مان انهن تي هڪ اهڙو نشان لاهي ڇڏيون جو انهيءَ جي اڳيان سندن ڪنڌَ جهڪيل جا جهڪيل ئي رهجي وڃن.

وَمَا يَاْتِيْهِمْ مِّنْ ذِكْرٍ مِّنَ الرَّحْمٰنِ مُحْدَثٍ

٦-۽ رحمٰن جي طرفان ڪڏهن ڪو نئون ذڪر نٿو اچي جو جنهن کان ماٺهو منهن

١-يعني هن سورت ۾ دل جي پاڪائي، دعاجي مجتا ۽ بزرگي حاصل ڪرڻ جي ذريعن جو ذڪر ڪيو ويو آهي.

٢-يعني تنهنجي پاڪ دل ڪافرن جي سچائيءَ جي مخالفت کي سهي نٿي سگهي ۽ خواهش ڪري ٿي ته اُهي ٻه هدايت ماٺي وٺن.

إِلَّا كَانُوْا عَنْهُ مُعْرِضِيْنَ ۝٦

نہ موڙيندا هجن ①.

فَقَدْ كَذَّبُوْا فَسَيَاْتِيْهِمْ اَنْۢبٰٓؤُا مَا كَانُوْا بِهٖ يَسْتَهْزِءُوْنَ ۝٧

٧-سو (جيئن تہ) اُنهن (خداتعاليٰ جي آيتن کي) ڪوڙو ڪيو آهي انهيءَ جي نتيجي ۾ سندن ٺٺول جي حقيقت ضرور انهن تي کُلي پوندي.

اَوَلَمْ يَرَوْا اِلَى الْاَرْضِ كَمْ اَنْۢبَتْنَا فِيْهَا مِنْ كُلِّ زَوْجٍ كَرِيْمٍ ۝٨

٨-ڇا اُهي زمين کي نٿا ڏسن تہ اسان انهيءَ ۾ قسم قسم جا عمدا جوڙا ناهيا آهن.

اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيَةً ۭ وَمَا كَانَ اَكْثَرُهُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ۝٩

٩-انهيءَ ۾ هڪ وڏو نشان ② آهي، پر اُنهن مان اڪثر ايمان نٿا آڻين.

وَاِنَّ رَبَّكَ لَهُوَ الْعَزِيْزُ الرَّحِيْمُ ۝١٠ ع

١٠- ۽ تنهنجو رب ئي يقيناً غالب (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

وَاِذْ نَادٰى رَبُّكَ مُوْسٰٓى اَنِ ائْتِ الْقَوْمَ الظّٰلِمِيْنَ ۝١١

١١-۽ (ياد ڪر) جڏهن تنهنجي رب موسيٰ کي پڪاريو هو، (۽ چيو هو) تہ ظالم قوم.

١-سو جيئن تہ هر نبيءَ جو نہ مڃڻ هڪ جاري حقيقت آهي ان ڪري اللّٰہ تعاليٰ اهڙا نشان ناهي لاهيندو جيڪي ماڻهن کي زوريءَ مومن بڻائي ڇڏين. ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن هُو ائين ڪري تہ هُو ڪن نبين جو حمايتي چوائبو پر هُو ائين نٿو ڪري سگهي.

٢-يعني اُنهن ماڻهن جو اسلام نہ آڻڻ ڪا حيرت جي ڳالهہ ناهي. قدرت جي قانون مان بہ خبر پوي ٿي تہ هر هڪ شيءِ جو خداتعاليٰ جوڙو بڻايو آهي. نيڪ جو جوڙو نيڪ ۽ بد جو جوڙو بد. سو رسول ڪريم ﷺ جن جي پاڪ وجود لاءِ بہ خداتعاليٰ پاڪ جوڙا بڻايا. جهڙوڪ ابوبڪر، عمر، عثمان، علي رضوان اللّٰہ تعاليٰ عليهم اجمعين ۽ ٻين اصحاب ڪرام جا. جيڪڏهن ڪافر پنهنجي دلين جي سختيءَ جي هوندي پاڻ سڀورن جي هٽ تي گڏ ٿي وڃن ها تہ ان جي اِها معنيٰ ٿئي ها تہ هڪ نيڪ وجود کي گندا جوڙا ملي ويا. بيشڪ ابوبڪرؓ عمرؓ وغيره بہ اڳ ڪافر هئا پر سندن زندگيون دل جي لحاظ کان پاڪ هيون. ۽ حضرت عليؓ تہ اجان ٻارُ ئي هيو. جنهن تي شريعت واجب ناهي ٿيندي سو اُنهن ماڻهن جو ايمان آڻڻ انهيءَ دليل جي برخلاف ناهي.

قَوۡمَ فِرۡعَوۡنَ ؕ اَلَا یَتَّقُوۡنَ ﴿۱۱﴾

١١-(يعني)فرعون جي قوم وٽ وڃ(۽ انهن کي چؤ ته)ڇا اُهي تقويٰ نٿا ڪن؟.

قَالَ رَبِّ اِنِّیۡۤ اَخَافُ اَنۡ یُّکَذِّبُوۡنِ ﴿ؕ۱۲﴾

١٢-هُنَ(جواب ۾)وراڻيو، اي منهنجا رب! مان ڊڄان ٿو ته اُهي مون کي ڪوڙو نه ڪن.

وَ یَضِیۡقُ صَدۡرِیۡ وَ لَا یَنۡطَلِقُ لِسَانِیۡ فَاَرۡسِلۡ اِلٰی ہٰرُوۡنَ ﴿۱۳﴾

١٣-۽ منهنجو سينو تنگي محسوس ڪري ٿو ۽ منهنجي زبان(چڱيءَ طرح) هلي نٿي،سو (مون سان) هارون کي به مبعوث ڪر.

وَ لَہُمۡ عَلَیَّ ذَنۡۢبٌ فَاَخَافُ اَنۡ یَّقۡتُلُوۡنِ ﴿ۚ۱۴﴾

١٤-۽ (هيءَ ڳالهه به آهي ته)انهن(ماڻهن) جو منهنجي خلاف① هڪ الزام به آهي ۽ مان ڊڄان ٿو ② ته اُهي مون کي قتل نه ڪري ڇڏين.

قَالَ کَلَّا ۚ فَاذۡہَبَا بِاٰیٰتِنَاۤ اِنَّا مَعَکُمۡ مُّسۡتَمِعُوۡنَ ﴿۱۵﴾

١٥-فرمايائين، هرگز نه.پوءِ(اسان جو حڪم بڌي)توهان ٻئي اسان جون آيتون کڻي (هليا)وڃو اسان توهان سان(۽ توهانجن ساٿين سان)گڏ هونداسين.۽(توهانجن دعائن کي) ٻڌندا③ رهنداسين.

فَاۡتِیَا فِرۡعَوۡنَ فَقُوۡلَاۤ اِنَّا رَسُوۡلُ رَبِّ الۡعٰلَمِیۡنَ ﴿ۙ۱۶﴾

١٦-سوفرعون وٽ وڃو ۽ انهيءَ کي چئو ته اسان رب العالمين(خدا)جا موڪليل آهيون.

---

١-هن ۾ ان الزام ڏانهن اشارو آهي ته سندس هٿان ڀُلَ سان هڪ ماڻهو مارجي پيو هو.

٢-اِها مراد ناهي ته پنهنجي قتل ٿيڻ کان ڊڄان ٿو بلڪ اِها مراد آهي ته ائين نه ٿئي جو اُهي ڪاوڙ منجهان تنهنجو پيغام ٻڌڻ کان اڳ ئي مون کي ماري وجهن۽ پيغام ٻڌڻ کان محروم ٿي وڃن.مطلب ڊپُ پنهنجي مارجي وڃڻ جو ناهي بلڪ قوم جي صداقت کان محروم ٿي وڃڻ جو آهي.

٣-هن آيت ۾ طٰسٓمٓ کي سورت جي شروع ۾ لکڻ جو سبب ٻڌايو ويو آهي ۽ ٻڌايو اٿئين ته اللّٰه تعاليٰ پنهنجي ٻانهن جون دعائون هميشه ٻڌندو رهندو آهي ۽ انهيءَ ڏانهن طٰسٓمٓ ۾ اشارو هو.

اَنۡ اَرۡسِلۡ مَعَنَا بَنِیۡۤ اِسۡرَآءِیۡلَ ﴿۱۸﴾

١٨-(هن حڪم سان)ته اسان سان بني اسرائيل کي موڪل.

قَالَ اَلَمۡ نُرَبِّكَ فِیۡنَا وَلِیۡدًا وَّ لَبِثۡتَ فِیۡنَا مِنۡ عُمُرِكَ سِنِیۡنَ ﴿۱۹﴾

١٩-انهيءَ(تي فرعون)چيو(اي موسیٰ!)ڇا اسان توکي انهيءَ وقت نه پاليو جڏهن تون اجا ٻار هُئين ۽ تو اسان ۾ پنهنجي عمر جا ڪيترائي سال گذاريا آهن.

وَفَعَلۡتَ فَعۡلَتَكَ الَّتِیۡ فَعَلۡتَ وَاَنۡتَ مِنَ الۡكٰفِرِیۡنَ ﴿۲۰﴾

٢٠-۽ تو اُهو ڪم به ڪيو آهي جو تون ڪري چڪو آهين ۽ تون(اسانجن احسانن جو) بي شڪرو آهين.

قَالَ فَعَلۡتُهَاۤ اِذًا وَّاَنَا مِنَ الضَّآلِّیۡنَ ﴿۲۱﴾

٢١-(موسیٰ)چيو اُهو ڪم(جنهن جو تو اشارو ڪيو آهي)مون انهيءَ وقت ڪيو هو جڏهن حقيقت مون کي معلوم نه هئي.

فَفَرَرۡتُ مِنۡكُمۡ لَمَّا خِفۡتُكُمۡ فَوَهَبَ لِیۡ رَبِّیۡ حُكۡمًا وَّجَعَلَنِیۡ مِنَ الۡمُرۡسَلِیۡنَ ﴿۲۲﴾

٢٢-سو انهيءَ جي نتيجي ۾ جڏهن مون کي تو کان ڊپ محسوس ٿيو ته مان توکان ڀڄي هليو ويس.انهيءَ تي منهنجي رب مون کي حڪم① (يعني نبوت جو عُهدو)عطا فرمايو ۽ مون کي رسولن مان (هڪ رسول) بڻائي ڇڏيو.

وَتِلۡكَ نِعۡمَةٌ تَمُنُّهَا عَلَیَّ اَنۡ عَبَّدۡتَّ بَنِیۡۤ اِسۡرَآءِیۡلَ ﴿۲۳﴾

٢٣-۽ هي(ننڍپڻ ۾ مون کي پالڻ جي) نعمت جنهن جو تون احسان ڄِتائين ٿو ڇا اِهو انهيءَ ڳالهه جي مقابلي ۾ پيش ڪيو وڃي ٿو ته تو بني اسرائيل جي سڄي قوم کي غلام بڻائي ڇڏيو آهي.

---

١-جيڪو ان ڳالهه جو ثبوت آهي ته مُون ڄاڻي واڻي ڪا شرارت نه ڪئي هئي نه ته خداتعالیٰ مونکي اهڙي طرح نه نوازي ها.

قَالَ فِرْعَوْنُ وَمَا رَبُّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿٢٤﴾

**٢٤**-انهيءَ تي فرعون(شرمندو ٿي ۽ ڳالهہ مَٽائڻ لاءِ)چيو، هي ربُ العالمين ڪير آهي؟ (جنهن جي طرفان اچڻ تون بيان ڪرين ٿو.)

قَالَ رَبُّ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَمَا بَيْنَهُمَا ۭ اِنْ كُنْتُمْ مُّوْقِنِيْنَ ﴿٢٥﴾

**٢٥**-(موسٰي) چيو،آسمان ۽ زمين ۽ جيڪي ڪي انهن ٻنهي جي وچہ آهي انهيءَ جو رب. جيڪڏهن تو ہ يقين ڪرڻ جي خواهش آهي.

قَالَ لِمَنْ حَوْلَهٗٓ اَلَا تَسْتَمِعُوْنَ ﴿٢٦﴾

**٢٦**-(انهيءَ تي)فرعون پنهنجي آسپاس وارن ماڻهن ڪي چيو.ڇا توهان ٻڌو نٿا(تہ موسٰي ڇا ٿو چوي).

قَالَ رَبُّكُمْ وَرَبُّ اٰبَاۗىِٕكُمُ الْاَوَّلِيْنَ ﴿٢٧﴾

**٢٧**-(موسٰي پنهنجي پهرين بيان جي تشريح ڪندي)جواب ڏنو.اُهوئي جيڪو توهان جو بہ رب آهي ۽ تنهنجن اڳين ابن ڏاڏن جو بہ رب هو.

قَالَ اِنَّ رَسُوْلَكُمُ الَّذِيْٓ اُرْسِلَ اِلَيْكُمْ لَمَجْنُوْنٌ ﴿٢٨﴾

**٢٨**-(انهيءَ تي فرعون)ڳالهايو(اي انسانو!) توهان جو اُهو رسول جيڪو توهان ڏانهن موڪليو ويو آهي ضرور چريو① آهي.

قَالَ رَبُّ الْمَشْرِقِ وَالْمَغْرِبِ وَمَا بَيْنَهُمَا ۭ اِنْ كُنْتُمْ تَعْقِلُوْنَ ﴿٢٩﴾

**٢٩**-(موسٰي سمجهي ويو تہ هُو ڳالهہ ٽارڻ چاهي ٿو ۽)چيائين(رب العالمين)اُهوئي آهي جيڪو مشرق جو بہ رب آهي ۽ مغرب جو بہ(رب آهي)۽ جيڪي ڪي انهن جي

---

١ـاِهو مطلب ناهي تہ مان سوال پيو ٿو ڪريان ۽ هُو جواب پيو ٿو ڏي. بلڪ مطلب هي آهي تہ موسٰي (عليه السلام) اُن ڳالهہ جي چوڻ ڪان نہ ٿو ڊڄي جنهن جي خلاف مان اظهار ڪري چڪو آهيان ۽ اِها جنون جي علامت آهي.

وچم آهي (انهن جو به رب آهي) جيڪڏهن توهين عقل ڪان ڪم وٺو.

قَالَ لَئِنِ اتَّخَذْتَ اِلٰهًا غَيْرِيْ لَاَجْعَلَنَّكَ مِنَ الْمَسْجُوْنِيْنَ ﴿٣٠﴾

**٣٠**-(انهيءَ تي) فرعون (غصي ۾ اچي) چيو①، جيڪڏهن مون کانسواءِ تو ڪو ٻيو معبود بڻايو ته مان توکي قيد ڪري ڇڏيندس.

قَالَ اَوَلَوْ جِئْتُكَ بِشَيْءٍ مُّبِيْنٍ ﴿٣١﴾

**٣١**-انهيءَ (يعني موسىٰ) چيو، ڇا انهيءَ صورت ۾ به جو مان ڪا (حال جي حقيقت کي) کولي ڇڏڻ واري شيءِ تو وٽ آڻيان (يعني معجزو).

قَالَ فَاْتِ بِهٖٓ اِنْ كُنْتَ مِنَ الصّٰدِقِيْنَ ﴿٣٢﴾

**٣٢**-(انهيءَ تي) فرعون چيو. جيڪڏهن تون سچو آهين ته وٺي به آ.

فَاَلْقٰى عَصَاهُ فَاِذَا هِيَ ثُعْبَانٌ مُّبِيْنٌ ﴿٣٣﴾

**٣٣**-پوءِ هُن (يعني موسىٰ) پنهنجي لٺ زمين تي رکي ڇڏي ته اوچتو (فرعون جي ماڻهن ڏٺو ته) اهو هڪ چِٽو پڌرو نظر اچڻ وارو واسينگ نانگ آهي.

وَّنَزَعَ يَدَهٗ فَاِذَا هِيَ بَيْضَآءُ لِلنّٰظِرِيْنَ ﴿٣٤﴾ ع ٢

**٣٤**-۽ هُن پنهنجو هٿ (پنهنجي بغل مان) ڪڍيو ته سيني ڏسڻ وارن اوچتو ڏٺو ته اُهو بلڪل اڇو آهي.

قَالَ لِلْمَلَاِ حَوْلَهٗٓ اِنَّ هٰذَا لَسٰحِرٌ عَلِيْمٌ ﴿٣٥﴾

**٣٥**-انهيءَ تي فرعون پنهنجي آسپاس جي سردارن کي چيو هيءُ ته وڏو ڄاڻو جادوگر آهي.

يُّرِيْدُ اَنْ يُّخْرِجَكُمْ مِّنْ اَرْضِكُمْ بِسِحْرِهٖ ۖ فَمَاذَا تَاْمُرُوْنَ ﴿٣٦﴾

**٣٦**-هيءُ چاهي ٿو ته پنهنجي جادوءَ جي ذريعي توهان کي توهان جي ملڪ مان ڪڍي ڇڏي. پوءِ ٻڌايو توهان ڪهڙو ٿا مشورو ڏيو.

---

١-ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن فرعون ان موقعي تي اِهو چوي ها ته مان به اِهڙو ئي آهيان ته سندس قوم جيڪا تارن جي پُڄاري هُئي هُن کان برخلاف ٿي وڃي ها.

قَالُوْٓا اَرْجِهْ وَاَخَاهُ وَابْعَثْ فِي الْمَدَآئِنِ حٰشِرِيْنَ ﴿٣٧﴾

٣٧-اُنهن چيو، هِن کي ۽ هِن جي ڀاءُ کي (ڪي ڏينهنَ) ڍر ڏي ۽ مختلف شهرن① ڏانهن ماڻهو موڪل جيڪي(قابل ماڻهن کي) گڏ ڪري سگهن.

يَاْتُوْكَ بِكُلِّ سَحَّارٍ عَلِيْمٍ ﴿٣٨﴾

٣٨-(۽) هر وڏي جادوگر ۽ وڏي ڄاڻوءَ کي تو وٽ وٺي اچن.

فَجُمِعَ السَّحَرَةُ لِمِيْقَاتِ يَوْمٍ مَّعْلُوْمٍ ﴿٣٩﴾

٣٩-انهيءَ تي سڀئي جادوگر هڪ مقرر ڏينهن تي گڏ ڪيا ويا.

وَّقِيْلَ لِلنَّاسِ هَلْ اَنْتُمْ مُّجْتَمِعُوْنَ ﴿٤٠﴾

٤٠-۽ ماڻهن کي چيو ويو ڇا توهان سڀ (هڪ مقصد تي) گڏ ٿيڻ جي لاءِ تيار آهيو(يا نه).

لَعَلَّنَا نَتَّبِعُ السَّحَرَةَ اِنْ كَانُوْا هُمُ الْغٰلِبِيْنَ ﴿٤١﴾

٤١-انهيءَ لاءِ ته جيڪڏهن جادوگر غالب ٿي وڃن ته اسان انهن جي چوڻ تي هلون.

فَلَمَّا جَآءَ السَّحَرَةُ قَالُوْا لِفِرْعَوْنَ اَئِنَّ لَنَا لَاَجْرًا اِنْ كُنَّا نَحْنُ الْغٰلِبِيْنَ ﴿٤٢﴾

٤٢-پوءِ جڏهن جادوگر اچي ويا، ته انهن فرعون کي چيو ته جيڪڏهن اسان غالب ٿياسين ته ڇا اسان کي ڪو انعام به ملندو؟

قَالَ نَعَمْ وَاِنَّكُمْ اِذًا لَّمِنَ الْمُقَرَّبِيْنَ ﴿٤٣﴾

٤٣-(فرعون) چيو هائو! بلڪ انهيءَ صورت ۾ توهان دربار ۾ قُربائتن ۾ جڳهه حاصل ڪندؤ.

قَالَ لَهُمْ مُّوْسٰٓى اَلْقُوْا مَآ اَنْتُمْ مُّلْقُوْنَ ﴿٤٤﴾

٤٤-انهيءَ تي موسٰي انهن کي چيو جيڪا تدبير② توهان کي ڪرڻي آهي ڪيو.

---

١-فِي الْمَدَآئِنِ ۾ فِي اِلٰى جي معنيٰ ۾ آهي. جيئن ته لغت ۾ لکيل آهي مُرَادِفَةُ اِلٰى نَحْوَفَرَدُّوْا اَيْدِيَهُمْ فِيْ اَفْوَاهِهِمْ اَىْ اِلَيْهَا يعني فِيْ ڪنهن وقت اِلٰى جي معنيٰ ۾ به ايندو آهي جهڙوڪ آيت فَرَدُّوْا اَيْدِيَهُمْ فِيْ اَفْوَاهِهِمْ ۾ آهي.

٢-اِلْقَاء جي معنيٰ اهڙي طرح اڇلائڻ جي هوندي آهي جو ٻيا ان کي ڏسڻ لڳي وڃن.پوءِ عام

فَاَلۡقَوۡا حِبَالَهُمۡ وَعِصِيَّهُمۡ وَقَالُوۡا بِعِزَّةِ فِرۡعَوۡنَ اِنَّا لَنَحۡنُ الۡغٰلِبُوۡنَ ﴿٤٥﴾

٤٥-انهيءَ تي انهن پنهنجون رسيون ۽ پنهنجا ڏنڊا(ميدان ۾ ڪيڏي)رکيا ۽ چيائون، فرعون جي عزت جو قسم، اسان ضرور غالب ايندا سين.

فَاَلۡقٰى مُوۡسٰى عَصَاهُ فَاِذَا هِىَ تَلۡقَفُ مَا يَاۡفِكُوۡنَ ﴿٤٦﴾

٤٦-تڏهن موسىٰ به ڪٺي پنهنجي لٺ ڦٽي ڪئي.تہ اوچتو اُها اُنهن جا ڪُوڙَ ڳِهڻَ لڳي①.

فَاُلۡقِىَ السَّحَرَةُ سٰجِدِيۡنَ ﴿٤٧﴾

٤٧-تڏهن جادوگر(خدا جي اڳيان) سجدي ۾ ڪيرايا ويا.

قَالُوۡۤا اٰمَنَّا بِرَبِّ الۡعٰلَمِيۡنَ ﴿٤٨﴾ رَبِّ مُوۡسٰى وَهٰرُوۡنَ ﴿٤٩﴾

٤٨، ٤٩-(۽)اُنهن چيو، اسان رب العالمين تي جيڪو موسىٰ ۽ هارون جو رب آهي ايمان آڻيون ٿا.

قَالَ اٰمَنۡتُمۡ لَهٗ قَبۡلَ اَنۡ اٰذَنَ لَكُمۡ ۚ اِنَّهٗ لَكَبِيۡرُكُمُ الَّذِىۡ عَلَّمَكُمُ السِّحۡرَ ۚ فَلَسَوۡفَ تَعۡلَمُوۡنَ ۬ ؕ لَاُقَطِّعَنَّ اَيۡدِيَكُمۡ وَاَرۡجُلَكُمۡ مِّنۡ خِلَافٍ وَّلَاُوصَلِّبَنَّكُمۡ اَجۡمَعِيۡنَ ﴿٥٠﴾

٥٠-انهيءَ تي فرعون(چڙَندي)چيو تہ چا منهنجي حڪم ڏيڻ کان پهرين توهان ايمان آندو آهي؟ هي(شخص)يقيناً توهان جو ڪو سردار آهي جنهن توهان کي جادو سيکاريو آهي سو جلد ئي توهان (پنهنجو انجام)معلوم ڪري وٺندؤ مان توهان جي هٿن ۽ پيرن کي (پنهنجي) خلاف ورزيءَ سبب ڪپي ڇڏيندس ۽ توهان سيني کي صليب تي ٽنگي ڇڏيندس.

**(باقي حاشيو)**استعمال ۾ صرف اڇلائڻ جي معنىٰ رهجي وئي (ڏسو مفردات) سو اِلقَاء جي معنىٰ اصل ۾ اِهائي آهي تہ جو ڪجهہ دل ۾ آهي انهيءَ کي سامهون آڻيو تہ جيئن سڀ ڏسن.

١ ـ ڏسو نوٽ سورت اعراف آيت ١١٨ پڻ سورت اعراف ۾ اسان هن آيت جو بيو ترجمو ڪيو آهي هن جاءِ تي بيو،اِن جو سبب هي آهي تہ اِهي ٻئي معنائون دراصل هِڪُ ئي آهن.

قَالُوْا لَا ضَيْرَ ۡ اِنَّآ اِلٰى رَبِّنَا مُنْقَلِبُوْنَ ﴿٥١﴾

**٥١**- انهن چيو (انهيءَ ۾) ڪو حرجُ ڪونهي آخر ڪار اسان پنهنجي رب جي طرف ئي موٽي وڃڻ وارا آهيون.

اِنَّا نَطْمَعُ اَنْ يَّغْفِرَ لَنَا رَبُّنَا خَطٰيٰنَآ اَنْ كُنَّآ اَوَّلَ الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿٥٢﴾ ع ٣ / ١٨ / ٧

**٥٢**- اسان اميد ڪريون ٿا اسان جو رب اسان جا گناهه انهيءَ ڪري معاف ڪري ڇڏيندو جو اسان سڀني کان پهرين ايمان آڻڻ وارن مان بڻجي وياسين.

وَاَوْحَيْنَآ اِلٰى مُوْسٰٓى اَنْ اَسْرِ بِعِبَادِيْٓ اِنَّكُمْ مُّتَّبَعُوْنَ ﴿٥٣﴾

**٥٣**- ۽ اسان موسيٰ ڏانهن وحي ڪئي ته منهنجن ٻانهن کي راتو رات وٺي وڃ توهان جو پيڇو ڪيو ويندو.

فَاَرْسَلَ فِرْعَوْنُ فِى الْمَدَآئِنِ حٰشِرِيْنَ ﴿٥٤﴾

**٥٤**- انهيءَ تي فرعون شهرن ڏانهن گڏ ڪرڻ وارا ماڻهو موڪليا.

اِنَّ هٰٓؤُلَآءِ لَشِرْذِمَةٌ قَلِيْلُوْنَ ﴿٥٥﴾

**٥٥**- (هي چوندي) ته هي ماڻهو (يعني بني اسرائيل) ته هڪ ٿورڙي جماعت آهي.

وَاِنَّهُمْ لَنَا لَغَآئِظُوْنَ ﴿٥٦﴾

**٥٦**- باوجود انهيءَ جي هو اسان کي ڪاوڙ ڏياري رهيا آهن.

وَاِنَّا لَجَمِيْعٌ حٰذِرُوْنَ ﴿٥٧﴾

**٥٧**- ۽ اسان هڪ (وڏي) جماعت آهيون جيڪي ڏاڍا محتاط آهيون (سو اسان کي انهن جو مقابلو ڪرڻ گهرجي).

فَاَخْرَجْنٰهُمْ مِّنْ جَنّٰتٍ وَّعُيُوْنٍ ﴿٥٨﴾ وَّكُنُوْزٍ وَّمَقَامٍ كَرِيْمٍ ﴿٥٩﴾

**٥٩،٥٨**- تڏهن اسان انهن (يعني فرعون ۽ انهيءَ جي جماعت) کي باغن ۽ چشمن ۽ خزانن ۽ عزت واري ملڪ مان ڪڍي ڇڏيو (يعني محروم ڪري ڇڏيو).

كَذٰلِكَ ۭ وَاَوْرَثْنٰهَا بَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ ﴿٦٠﴾

**٦٠**- انئين ئي ٿيو ۽ اسان انهن (شين) جو

وارث① بني اسرائيل کي ڪري ڇڏيو.

فَاَتْبَعُوْهُمْ مُّشْرِقِيْنَ ﴿٦١﴾

٦١-پوءِ صبح جي وقت اُهي (يعني فرعون ۽ انهيءَ جي قوم جا ماڻهو بني اسرائيل کي روڪڻ جي لاءِ) انهن جي پويان پيا.

فَلَمَّا تَرَآءَ الْجَمْعٰنِ قَالَ اَصْحٰبُ مُوْسٰٓى اِنَّا لَمُدْرَكُوْنَ ﴿٦٢﴾

٦٢- پوءِ جڏهن ٻئي گروهه هڪ ٻئي جي سامهون ٿيا ته موسىٰ جي ساٿين چيو، اسان ته پڪڙجي پياسين.

قَالَ كَلَّا ۚ اِنَّ مَعِیَ رَبِّیْ سَيَهْدِيْنِ ﴿٦٣﴾

٦٣-(موسىٰ) جواب ڏنو، هرگز ائين نه ٿيندو، منهنجو رب مون سان آهي ۽ اُهو مون کي ڪاميابيءَ جو رستو ڏيکاريندو.

فَاَوْحَيْنَآ اِلٰى مُوْسٰٓى اَنِ اضْرِبْ بِّعَصَاكَ الْبَحْرَ ۖ فَانْفَلَقَ فَكَانَ كُلُّ فِرْقٍ كَالطَّوْدِ الْعَظِيْمِ ﴿٦٤﴾

٦٤-تڏهن اسان موسىٰ ڏانهن وحي ڪئي ته پنهنجي لٺ کي سمنڊ تي هڻ، جنهن ڪري (سمنڊ) ڦاٽي پيو ۽ انهيءَ جو هر ٽڪرُ هڪ وڏي دڙي وانگر نظر اچڻ لڳو.

وَاَزْلَفْنَا ثَمَّ الْاٰخَرِيْنَ ﴿٦٥﴾

٦٥-۽ انهيءَ وقت اسان ٻئي گروهه (يعني فرعون جي گروهه) کي ويجهو وٺي آياسين.

وَاَنْجَيْنَا مُوْسٰى وَمَنْ مَّعَهٗٓ اَجْمَعِيْنَ ﴿٦٦﴾

٦٦-۽ اسان موسىٰ ۽ انهيءَ جي ساٿين کي ڇوٽڪارو ڏنو.

ثُمَّ اَغْرَقْنَا الْاٰخَرِيْنَ ﴿٦٧﴾

٦٧- ۽ ٻئي گروهه کي اسان غرق ڪري ڇڏيو.

اِنَّ فِىْ ذٰلِكَ لَاٰيَةً ۖ وَمَا كَانَ اَكْثَرُهُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ﴿٦٨﴾

٦٨- هن (واقعي) ۾ وڏو نشان آهي پر انهن (منڪرن) مان اڪثر نٿا مڃين.

---

١-مطلب هي آهي ته بني اسرائيل کي اُن جڳهه تي وٺي وياسون جتي اِهي سڀ شيون موجود هيون. باغ، چشمان، خزانا ۽ اعلىٰ درجي جو ملڪ (يعنىٰ فلسطين) نه ته بني اسرائيل فرعون جي واقعي کان پوءِ مصر جا حاڪم نه ٿيا.

وَاِنَّ رَبَّكَ لَهُوَ الْعَزِيْزُ الرَّحِيْمُ ﴿٦٩﴾

٦٩-۽ تنهنجو رب يقيناً غالب(۽)بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

وَاتْلُ عَلَيْهِمْ نَبَاَ اِبْرٰهِيْمَ ﴿٧٠﴾

٧٠-۽ انهن کي ابراهيم وارو واقعو پڙهي ٻڌاءِ.

اِذْ قَالَ لِاَبِيْهِ وَقَوْمِهٖ مَا تَعْبُدُوْنَ ﴿٧١﴾

٧١-جڏهن انهيءَ پنهنجي پيءُ ۽ پنهنجي قوم کي چيو توهان ڪهڙي شيءِ جي عبادت ڪيو ٿا؟

قَالُوْا نَعْبُدُ اَصْنَامًا فَنَظَلُّ لَهَا عٰكِفِيْنَ ﴿٧٢﴾

٧٢-انهن چيو ته اسان بتن جي پوڄا ڪيون ٿا ۽ انهن جي اڳيان وينا هوندا آهيون.

قَالَ هَلْ يَسْمَعُوْنَكُمْ اِذْ تَدْعُوْنَ ﴿٧٣﴾

٧٣-انهيءَ تي ابراهيم چيو.ته ڇا جڏهن توهان انهن کي سڏيو ٿا ته اُهي توهان جي (اُها) پڪار ٻڌن ٿا؟

اَوْ يَنْفَعُوْنَكُمْ اَوْ يَضُرُّوْنَ ﴿٧٤﴾

٧٤- يا توهان کي ڪو نفعو پهچائين يا نقصان ڏين ٿا؟

قَالُوْا بَلْ وَجَدْنَآ اٰبَآءَنَا كَذٰلِكَ يَفْعَلُوْنَ ﴿٧٥﴾

٧٥- انهن چيو،ائين ته ڪونهي،پر اسان پنهنجن وڏن کي ائين ڪندي ڏسندا آيا آهيون.

قَالَ اَفَرَءَيْتُمْ مَّا كُنْتُمْ تَعْبُدُوْنَ ﴿٧٦﴾

٧٦-انهيءَ چيو،ته ڇا توهان کي معلوم آهي ته جن جي توهان عبادت ڪندا آيا آهيو.

اَنْتُمْ وَاٰبَآؤُكُمُ الْاَقْدَمُوْنَ ﴿٧٧﴾

٧٧-توهان به ۽ توهان جا اڳيان ابا ڏاڏا به.

فَاِنَّهُمْ عَدُوٌّ لِّيْٓ اِلَّا رَبَّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿٧٨﴾

٧٨- اُهي سڀئي رب العالمين کانسواءِ منهنجي تباهي چاهين ٿا.

الَّذِيْ خَلَقَنِيْ فَهُوَ يَهْدِيْنِ ﴿٧٩﴾

٧٩-جنهن(رب العالمين)مون کي پيدا ڪيو آهي ۽(انهيءَ جي نتيجي ۾)هُو مون

ڪي هدايت به ڏيندو.

وَالَّذِىۡ هُوَ يُطۡعِمُنِىۡ وَ يَسۡقِيۡنِ ۙ‏ ﴿۸۰﴾

۸۰- ۽ جنهن جي صفت هيءَ آهي جو اُهوئي مون کي کاڌو کارائي ٿو ۽ اُهوئي مون کي پاڻي پياري ٿو.

وَاِذَا مَرِضۡتُ فَهُوَ يَشۡفِيۡنِ ۙ‏ ﴿۸۱﴾

۸۱- ۽ جڏهن مان بيمار ٿيان ٿو ته اُهو مون کي شفا ڏئي ٿو.

وَالَّذِىۡ يُمِيۡتُنِىۡ ثُمَّ يُحۡيِيۡنِ ۙ‏ ﴿۸۲﴾

۸۲- ۽ جيڪو مون کي ماريندو ۽ وري زنده ڪندو.

وَالَّذِىۡۤ اَطۡمَعُ اَنۡ يَّغۡفِرَ لِىۡ خَطِيۡٓـــَٔتِىۡ يَوۡمَ الدِّيۡنِ ؕ‏ ﴿۸۳﴾

۸۳- ۽ هُو اهڙو آهي جو مان اميد ڪيان ٿو ته اُهو منهنجا گناهه جزا سزا جي وقت مون کي معاف ڪري ڇڏيندو.

رَبِّ هَبۡ لِىۡ حُكۡمًا وَّاَلۡحِقۡنِىۡ بِالصّٰلِحِيۡنَ ۙ‏ ﴿۸۴﴾

۸۴- اي منهنجا رب! مون کي صحيح تعليم عطا ڪر ۽ نيڪن ۾ شامل ڪر.

وَاجۡعَلْ لِّىۡ لِسَانَ صِدۡقٍ فِى الۡاٰخِرِيۡنَ ۙ‏ ﴿۸۵﴾

۸۵- ۽ پوءِ اچڻ وارن ماڻهن ۾ هڪ هميشه قائم رهڻ واري تعريف مون کي بخش.

وَاجۡعَلۡنِىۡ مِنۡ وَّرَثَةِ جَنَّةِ النَّعِيۡمِ ۙ‏ ﴿۸۶﴾

۸۶- ۽ مون کي نعمتن واري جنت جي وارثن مان بڻاءِ.

وَاغۡفِرۡ لِاَبِىۡۤ اِنَّهٗ كَانَ مِنَ الضَّآلِّيۡنَ ۙ‏ ﴿۸۷﴾

۸۷- ۽ منهنجي پيءُ کي معاف ڪر، اُهو يقيناً گمراهن مان هو.

وَلَا تُخۡزِنِىۡ يَوۡمَ يُبۡعَثُوۡنَ ۙ‏ ﴿۸۸﴾

۸۸- ۽ جنهن ڏينهن ماڻهو زنده ڪري اٿاريا وڃن مون کي انهيءَ ڏينهن خوار نه ڪج.

يَوۡمَ لَا يَنۡفَعُ مَالٌ وَّلَا بَنُوۡنَ ۙ‏ ﴿۸۹﴾

۸۹- جنهن ڏينهن نه ته مال نفعو ڏيندو نه پُٽَ (نفعو ڏيندا).

اِلَّا مَنۡ اَتَى اللّٰهَ بِقَلۡبٍ سَلِيۡمٍ ؕ‏ ﴿۹۰﴾

۹۰- ها (اُهوئي نفعو ماڻيندو) جيڪو اللّٰه

وت هڪ تندرست دل ڪٺي ايندو.

وَاُزْلِفَتِ الْجَنَّةُ لِلْمُتَّقِيْنَ ﴿٩١﴾

٩١-۽ جنهن ڏينهن جنت متقين جي ويجهو ڪئي ويندي.

وَبُرِّزَتِ الْجَحِيْمُ لِلْغٰوِيْنَ ﴿٩٢﴾

٩٢-۽ گمراهن لاءِ دوزخ تان پردا ڪنيا ويندا.

وَقِيْلَ لَهُمْ اَيْنَمَا كُنْتُمْ تَعْبُدُوْنَ ﴿٩٣﴾

٩٣-۽ چيو ويندو ته ڪٿي آهن اُهي جن جي توهان الله ڪانسواءِ عبادت ڪندا هئا.

مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ ؕ هَلْ يَنْصُرُوْنَكُمْ اَوْ يَنْتَصِرُوْنَ ﴿٩٤﴾

٩٤-ڇا اُهي توهان جي مدد ڪري سگهن ٿا؟ يا توهان جو بدلو وٺي سگهن ٿا؟

فَكُبْكِبُوْا فِيْهَا هُمْ وَالْغَاوٗنَ ﴿٩٥﴾

وَجُنُوْدُ اِبْلِيْسَ اَجْمَعُوْنَ ﴿٩٦﴾

٩٥، ٩٦-پوءِ انهيءَ وقت اُهي (ڪوڙا معبود ۽ ڪافر) ۽ گمراهه ۽ ابليس جا لشڪر سڀيئي انهيءَ (دوزخ) ۾ اونڌي منهن ڪيرايا ويندا.

قَالُوْا وَهُمْ فِيْهَا يَخْتَصِمُوْنَ ﴿٩٧﴾

٩٧- اُهي پاڻ ۾ جڏهن انهيءَ (جهنم) ۾ بحث ڪري رهيا هوندا چوندا.

تَاللّٰهِ اِنْ كُنَّا لَفِيْ ضَلٰلٍ مُّبِيْنٍ ﴿٩٨﴾

٩٨-خدا جو قسم اسان ظاهر ظهور گمراهيءَ ۾ پيل هئاسين.

اِذْ نُسَوِّيْكُمْ بِرَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿٩٩﴾

٩٩-جڏهن ته اسان توهان کي رب العالمين خدا جي برابر درجو ڏيندا هئاسين.

وَمَآ اَضَلَّنَآ اِلَّا الْمُجْرِمُوْنَ ﴿١٠٠﴾

١٠٠-۽ اسان کي ته ڏوهارين ئي رستي کان ڀٽڪايو هو.

فَمَا لَنَا مِنْ شَافِعِيْنَ ﴿١٠١﴾

١٠١-پوءِ (اڄ) شفاعت ڪرڻ وارن مان ڪو اسان جي شفاعت نٿو ڪري.

وَلَا صَدِيْقٍ حَمِيْمٍ ﴿١٠٢﴾

١٠٢-۽ نه اسان جو ڪو غمخوار دوست آهي.

فَلَوْ اَنَّ لَنَا كَرَّةً فَنَكُوْنَ مِنَ الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿١٠٣﴾

**١٠٣**-پوءِ جيڪڏهن اسان کي موٽڻ جي طاقت هجي ها ته اسان(موٽي)ضرور مومنن ۾(شامل)ٿي وڃون ها.

اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيَةً ؕ وَمَا كَانَ اَكْثَرُهُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ﴿١٠٤﴾

**١٠٤**-هن(واقعي)۾ هڪ تمام وڏو نشان آهي پر انهن(ڪافرن)مان اڪثر ايمان ئي نٿا آڻين.

وَاِنَّ رَبَّكَ لَهُوَ الْعَزِيْزُ الرَّحِيْمُ ﴿١٠٥﴾ ع ٣٦ / ٩

**١٠٥**-۽ تنهنجو رب يقيناً غالب(۽)بار بار ڪرم ڪرڻ وارو آهي.

كَذَّبَتْ قَوْمُ نُوْحِ ِۨ الْمُرْسَلِيْنَ ﴿١٠٦﴾ ۚۖ

**١٠٦**-نوح جي قوم(پنهنجي)رسولن جو انڪار ڪيو.

اِذْ قَالَ لَهُمْ اَخُوْهُمْ نُوْحٌ اَلَا تَتَّقُوْنَ ﴿١٠٧﴾ ۚ

**١٠٧**-جڏهن ته اُنهن کي سندن ڀاءُ نوح ① چيو،ڇا توهان تقويٰ نٿا ڪيو؟

اِنِّيْ لَكُمْ رَسُوْلٌ اَمِيْنٌ ﴿١٠٨﴾ ۙ

**١٠٨**-مان توهان ڏانهن هڪ امانت وارو پيغمبر ٿي آيو آهيان.

فَاتَّقُوا اللّٰهَ وَاَطِيْعُوْنِ ﴿١٠٩﴾ ۚ

**١٠٩**-پوءِ اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو ۽ منهنجي اطاعت ڪيو.

وَمَآ اَسْـَٔلُكُمْ عَلَيْهِ مِنْ اَجْرٍ ۚ اِنْ اَجْرِيَ اِلَّا عَلٰى رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿١١٠﴾ ۚ

**١١٠**-۽ مان هِن(خدمت جي سلسلي) ۾ ڪو اجر نٿو گهران،منهنجو اجر ته رب العالمين (خدا)جي ذمي آهي.

فَاتَّقُوا اللّٰهَ وَاَطِيْعُوْنِ ﴿١١١﴾ ؕ

**١١١**-سو اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو ۽ منهنجي اطاعت ڪيو.

---

١ -هن جڳهه رڳو نوح جو ذڪر آهي پر انڪار رسولن جو ٻڌايو ويو آهي سو يا ته نوح عليه السلام کي رسولن جو مجموعو ان ڪري قرار ڏنو آهي ته سڀني رسولن ۾ هڪجهڙائي هوندي آهي ۽ هڪ رسول جو انڪار دراصل سڀني رسولن جو انڪار هوندو آهي يا وري ان ڪري جو نوح عليه السلام جي امت ۾ هن جي ماتحت ڪيترائي رسول گزريا.

قَالُوْٓا اَنُؤْمِنُ لَكَ وَاتَّبَعَكَ الْاَرْذَلُوْنَ ﴿١١١﴾

١١٢- (اُنهن ڪافرن) چيو تہ ڇا اسان توتي ايمان آڻيون، جڏنهن تہ نهايت حقير ماڻهو تنهنجا تابعدار ٿيا آهن.

قَالَ وَمَا عِلْمِيْ بِمَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿١١٢﴾

١١٣- هُن چيو، مونکي ڪٿان علم آيو آهي تہ انهن جا اندروني عمل ڪهڙا آهن.

اِنْ حِسَابُهُمْ اِلَّا عَلٰى رَبِّيْ لَوْ تَشْعُرُوْنَ ﴿١١٣﴾

١١٤- انهن جو حساب ڪرڻ تہ منهنجي رب جي ذمي آهي، جيڪڏهن توهان سمجهو.

وَمَآ اَنَا بِطَارِدِ الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿١١٤﴾

١١٥- ۽ جيڪو شخص مومن ٿي مون وٽ اچي ٿو منهنجو ڪم نہ آهي تہ مان انهيءَ کي ڌڪاري ڇڏيان.

اِنْ اَنَا اِلَّا نَذِيْرٌ مُّبِيْنٌ ﴿١١٥﴾

١١٦- مان تہ صرف هڪ ظاهر ظهور هوشيار ڪرڻ وارو (انسان) آهيان.

قَالُوْا لَئِنْ لَّمْ تَنْتَهِ يٰنُوْحُ لَتَكُوْنَنَّ مِنَ الْمَرْجُوْمِيْنَ ﴿١١٦﴾

١١٧- (انهن ڪافرن) چيو اي نوح! جيڪڏهن تون باز نہ آئين تہ تون سنگسار ڪيلن ۾ شامل ٿي ويندين (يعني اسان توکي سنگسار ڪري ڇڏينداسين).

قَالَ رَبِّ اِنَّ قَوْمِيْ كَذَّبُوْنِ ﴿١١٧﴾ النصف

١١٨- انهيءَ تي (نوح) چيو، اي منهنجا رب! منهنجي قوم مون کي ڪوڙو ڪيو آهي.

فَافْتَحْ بَيْنِيْ وَبَيْنَهُمْ فَتْحًا وَّنَجِّنِيْ وَمَنْ مَّعِيَ مِنَ الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿١١٨﴾

١١٩- سو تون منهنجي ۽ انهن جي وچ ۾ هڪ قطعي ① فيصلو ڪر. ۽ مون کي ۽ منهنجن ساٿي مومنن کي (دشمن جي) شر کان بچاءِ.

فَاَنْجَيْنٰهُ وَمَنْ مَّعَهٗ فِى الْفُلْكِ

١٢٠- پوءِ اسان هن کي ۽ جن انهيءَ سان

١- هتي اِفْتَح جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ "فيصلو ڪر" جي آهي. پر جيئن تہ اِن جو مفعول فَتْحاً آيو آهي اسان " قطعي فيصلو ڪر" جي لفظن سان ترجمو ڪيو آهي.

الْمَشْحُوْنِ ﴿١٢٠﴾

ثُمَّ اَغْرَقْنَا بَعْدُ الْبٰقِيْنَ ﴿١٢١﴾

اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيَةً ؕ وَمَا كَانَ اَكْثَرُهُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ﴿١٢٢﴾

وَ اِنَّ رَبَّكَ لَهُوَ الْعَزِيْزُ الرَّحِيْمُ ﴿١٢٣﴾

كَذَّبَتْ عَادُ ِۨ الْمُرْسَلِيْنَ ﴿١٢٤﴾

اِذْ قَالَ لَهُمْ اَخُوْهُمْ هُوْدٌ اَلَا تَتَّقُوْنَ ﴿١٢٥﴾

اِنِّيْ لَكُمْ رَسُوْلٌ اَمِيْنٌ ﴿١٢٦﴾

فَاتَّقُوا اللّٰهَ وَ اَطِيْعُوْنِ ﴿١٢٧﴾

گڏ ايمان آندو هو، هڪ ڀريل ① ٻيڙيءَ جي وسيلي (شرڪان) بچايو.

**١٢١**-پوءِ انهيءَ کان بعد جيڪي باقي ماڻهو هئا انهن کي غرق ڪري ڇڏيو.

**١٢٢**-انهيءَ ۾ هڪ تمام وڏو نشان هو پر انهن (ڪافرن) مان اڪثر ايمان آڻڻ تي تيار نه هئا.

**١٢٣**-۽ تنهنجو رب ئي غالب (۽) بار بار ڪرم ڪرڻ وارو آهي.

**١٢٤**-(اهڙيءَ ريت) عاد به رسولن ② جو انڪار ڪيو.

**١٢٥**-جڏهن ته انهن کي سندن ڀاءُ هود چيو، ڇا توهان تقويٰ نٿا ڪيو.

**١٢٦**- مان توهان ڏانهن هڪ امانتدار پيغمبر ٿي آيو آهيان.

**١٢٧**-سو اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو، ۽ منهنجي اطاعت ڪيو.

---

١-اَلْمَشْحُوْنَ جو لفظ ڀريل ٻيڙيءَ تي دلالت ڪري ٿو.پر ڀريل ٻيڙيءَ ۾ ته وڏيڪ سوار نٿا ٿي سگهن دراصل عربي ٻوليءَ جو محاورو آهي ته ڪڏهن ڪنهن شيءِ کي انهيءَ حالت جي مطابق نالو ڏئي ڇڏيندا آهن جيڪا ان تي اچڻ واري هوندي هجي.سو جيئن ته اُها ٻيڙي حضرت نوح عليه السلام ۽ سندس ساٿين سان ڀرجي وڃڻ واري هئي.ان ڪري ڇئي ڇڏيائين ته ڀريل ٻيڙيءَ جي ذريعي ڇوٽڪارو ڏنو.

٢-قرآن ڪريم باربار هڪ رسول جي انڪار کي سڀني رسولن جو انڪار قرار ڏنو آهي جنهن سان ان طرف اشارو ڪيو ويو آهي ته سڀ رسول نبوت جي هڪ ئي ريت جي مطابق ايندا آهن سو جڏهن نبوت جي ريت جي موجودگيءَ ۾ هڪ رسول جو انڪار ڪيو وڃي ته ان منجهان نتيجو نڪري ٿو ته جيڪڏهن مُنڪِرُ اَڳُ ڪنهن رسول جي وقت ۾ هجي ها هُو ان جو به انڪار ڪري ها.ڇاڪاڻ ته جيڪي دليل هُن جي صداقت جا هُئا ساڳيائي دليل هِن رسول جي صداقت جا آهن.

وَمَآ اَسۡـَٔلُكُمۡ عَلَيۡهِ مِنۡ اَجۡرٍ ۚ اِنۡ اَجۡرِىَ اِلَّا عَلٰى رَبِّ الۡعٰلَمِيۡنَ ؕ﴿۱۲۸﴾

١٢٨- ۽ مان توهان کان انهيءَ (خدمت) لاءِ ڪو اجر نٿو گهران. منهنجو اجر صرف رب العالمين خدا جي ذمي آهي (جنهن مون کي موڪليو آهي).

اَتَبۡنُوۡنَ بِكُلِّ رِيۡعٍ اٰيَةً تَعۡبَثُوۡنَ ۙ﴿۱۲۹﴾

١٢٩- ڇا توهان هر ڪنهن دڙي تي اجايو ڪم ڪندي (يادگار) عمارت بڻايو ٿا.

وَتَتَّخِذُوۡنَ مَصَانِعَ لَعَلَّكُمۡ تَخۡلُدُوۡنَ ۚ﴿۱۳۰﴾

١٣٠- ۽ توهان وڏا وڏا محل بڻايو ٿا، انهيءَ لاءِ ته توهان هميشه قائم رهو.

وَاِذَا بَطَشۡتُمۡ بَطَشۡتُمۡ جَبَّارِيۡنَ ۚ﴿۱۳۱﴾

١٣١- ۽ جڏهن توهان (ڪنهن کي) پڪڙيو ٿا ته توهان ظالمن ① وانگر پڪڙيو ٿا.

فَاتَّقُوا اللّٰهَ وَاَطِيۡعُوۡنِ ۚ﴿۱۳۲﴾

١٣٢- سو الله جي تقويٰ اختيار ڪيو، ۽ منهنجي اطاعت ڪيو.

وَاتَّقُوا الَّذِىۡۤ اَمَدَّكُمۡ بِمَا تَعۡلَمُوۡنَ ۚ﴿۱۳۳﴾

١٣٣- وري مان چوان ٿو ته انهيءَ (ذات) جي تقويٰ اختيار ڪيو جنهن توهان جي انهن شين سان مدد ڪئي آهي جن کي توهان سڃاڻو ٿا.

اَمَدَّكُمۡ بِاَنۡعَامٍ وَّبَنِيۡنَ ۙۚ﴿۱۳۴﴾

١٣٤- انهيءَ توهانجي مدد ڪئي آهي، چوپايا ۽ پٽ

وَجَنّٰتٍ وَّعُيُوۡنٍ ۚ﴿۱۳۵﴾

١٣٥- ۽ باغ ۽ چشمان ڏئي.

اِنِّىۡۤ اَخَافُ عَلَيۡكُمۡ عَذَابَ يَوۡمٍ عَظِيۡمٍ ؕ﴿۱۳۶﴾

١٣٦- مان توهان تي هڪ وڏي ڏينهن جي عذاب نازل ٿيڻ کان ڊڄان ٿو.

قَالُوۡا سَوَآءٌ عَلَيۡنَاۤ اَوَعَظۡتَ اَمۡ لَمۡ تَكُنۡ مِّنَ الۡوٰعِظِيۡنَ ۙ﴿۱۳۷﴾

١٣٧- انهن چيو، تنهنجو نصيحت ڪرڻ يا نه ڪرڻ اسان لاءِ برابر آهي.

---

١- جَبَّار جو لفظ جڏهن الله تعاليٰ جي لاءِ استعمال ٿئي ته ان جي معنيٰ مصلح جي هوندي آهي پر جڏهن انسانن جي لاءِ استعمال ٿئي ته ان جي معنيٰ ٻئي کي هيٺ ڪيرائي پاڻ ترقي ڪرڻ جي هوندي آهي (مفردات) سو اسان ترجمو "ظالم" جو ڪيو آهي.

اِنۡ هٰذَاۤ اِلَّا خُلُقُ الۡاَوَّلِيۡنَ ۙ﴿۱۳۸﴾

وَمَا نَحۡنُ بِمُعَذَّبِيۡنَ ۚ﴿۱۳۹﴾

فَكَذَّبُوۡهُ فَاَهۡلَكۡنٰهُمۡ ؕ اِنَّ فِىۡ ذٰلِكَ لَاٰيَةً ؕ وَمَا كَانَ اَكۡثَرُهُمۡ مُّؤۡمِنِيۡنَ ﴿۱۴۰﴾

وَاِنَّ رَبَّكَ لَهُوَ الۡعَزِيۡزُ الرَّحِيۡمُ ﴿۱۴۱﴾ ع ۱۸ ۱۱

كَذَّبَتۡ ثَمُوۡدُ الۡمُرۡسَلِيۡنَ ۚۖ﴿۱۴۲﴾

اِذۡ قَالَ لَهُمۡ اَخُوۡهُمۡ صٰلِحٌ اَلَا تَتَّقُوۡنَ ۚ﴿۱۴۳﴾

اِنِّىۡ لَكُمۡ رَسُوۡلٌ اَمِيۡنٌ ۙ﴿۱۴۴﴾

فَاتَّقُوا اللّٰهَ وَاَطِيۡعُوۡنِ ۚ﴿۱۴۵﴾

وَمَاۤ اَسۡـَٔلُكُمۡ عَلَيۡهِ مِنۡ اَجۡرٍ ۚ اِنۡ اَجۡرِىَ اِلَّا عَلٰى رَبِّ الۡعٰلَمِيۡنَ ؕ﴿۱۴۶﴾

**۱۳۸-**(ڇو جو جيڪي ڳالهيون اسان کيون ٿا) اهي ته اڳيئن ① زماني جي ماڻهن کان جاري آهن.

**۱۳۹-**۽ اسانتي (ڪڏهن) عذاب نه ايندو.

**۱۴۰-**پوءِ انهن ڪافرن هُن کي ڪوڙو ڪيو ۽ اسان انهن کي تباهه ڪري ڇڏيو هِن واقعي ۾ هڪ تمام وڏو نشان آهي- پر انهن مان اڪثر مومنن مان نه بڻيا.

**۱۴۱-** ۽ تنهنجو رب يقيناً غالب (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

**۱۴۲-** ثمود به رسولن کي ڪوڙو ڪيو هو.

**۱۴۳-**جڏهن ته انهن کي سندن ڀاءُ صالح چيو هو ته ڇا توهين تقويٰ نٿا ڪيو؟

**۱۴۴-** مان توهان ڏانهن هڪ امانتدار پيغمبر بڻائي موڪليو ويو آهيان.

**۱۴۵-**سو الله جي تقويٰ اختيار ڪيو ۽ منهنجي اطاعت ڪيو.

**۱۴۶-**۽ مان هن ڪم لاءِ توهان کان ڪو اجر ڪو نه ٿو گهران، منهنجو اجر ته رب العالمين جي ذمي آهي (جنهن مون

١-بحر محيط به اِها معنيٰ ڪئي آهي ۽ لکيو آهي ته ان مان هيءَ مراد ناهي ته تو جهڙيون نصيحتون پهريان ماڻهو به ڪندا هئابلڪ مقصد اِهو آهي ته جن ڳالهين کان تون اسان کي جهلين ٿو، اُهي ئي ڳالهيون پهريان ماڻهو به ڪندا هئا (ڏسو بحر محيط مصنفه علامه ابوحيان جلد ۷ ص ۳۴) جيڪڏهن اُهي محفوظ رهيا ته اسان ڇونه رهنداسين.

اَتُتْرَكُوْنَ فِيْ مَا هٰهُنَآ اٰمِنِيْنَ ﴿١٤٧﴾
فِيْ جَنّٰتٍ وَّعُيُوْنٍ ﴿١٤٨﴾
وَّزُرُوْعٍ وَّنَخْلٍ طَلْعُهَا هَضِيْمٌ ﴿١٤٩﴾
وَتَنْحِتُوْنَ مِنَ الْجِبَالِ بُيُوْتًا فٰرِهِيْنَ ﴿١٥٠﴾
فَاتَّقُوا اللّٰهَ وَاَطِيْعُوْنِ ﴿١٥١﴾
وَلَا تُطِيْعُوْٓا اَمْرَ الْمُسْرِفِيْنَ ﴿١٥٢﴾
الَّذِيْنَ يُفْسِدُوْنَ فِي الْاَرْضِ وَلَا يُصْلِحُوْنَ ﴿١٥٣﴾
قَالُوْٓا اِنَّمَآ اَنْتَ مِنَ الْمُسَحَّرِيْنَ ﴿١٥٤﴾
مَآ اَنْتَ اِلَّا بَشَرٌ مِّثْلُنَا ۚ فَاْتِ بِاٰيَةٍ اِنْ

کي موڪليو آهي).

**١٤٧**-ڇا (توهان خيال ڪيو ٿا تہ) جيڪي ڪي هن (دنيا) ۾ آهي توهان ڪي انهيءَ ۾ امن سان (زندگي بسر ڪندي) ڇڏيو ويندو.

**١٤٨**-يعني باغن ۽ چشمن ۾.

**١٤٩**-۽ جهوليندڙ پوکُن ۾ ۽ کجين ۾ جن جا ڦَرَ بار جي سببان ٽُٽِي رهيا هجن.

**١٥٠**-۽ توهان ماڻهو جبل ڪوٽي ڪوٽي (پنهنجي وڏائيءَ تي) فخر ڪندي گهر ٺاهيو ٿا.

**١٥١**-سو اللّٰـه جي تقويٰ اختيار ڪيو ۽ منهنجي اطاعت ڪيو.

**١٥٢**- ۽ حد کان وڌي وڃڻ وارن ماڻهن جي ڳالهين ڪي نہ مڃيو.

**١٥٣**- اُهي ماڻهو جيڪي ملڪ ۾ فساد ڪن ٿا ۽ اصلاح نٿا ڪن.

**١٥٤**- انهيءَ تي انهن (ڪافرن) چيو توکي صرف ڪاڏو① ڏنو ويو آهي.

**١٥٥**- تُون اسان جهڙو هڪ ماڻهو آهين، پوءِ جيڪڏهن تون سچو آهين، تہ ڪو

١-سَحَّرَ جي معنيٰ ڪاڏو ڏيڻ جي بہ هوندي آهي. تقريباً هر نبي جيڪو دنيا ۾ آيو اُن کي چيو ويو آهي تہ تون مُسَحَّر يا مَسْحُوْر آهين يعني ڪي ماڻهو توکي رشوت ڏئي پنهنجي ڪم آڻين ٿا. تون نہ ٿو ڳالهائين بلڪ تنهنجي پنيان ڪا ٻي طاقت ڳالهائي رهي آهي جيڪا مال ۽ دولت سان توکي طاقت پهچائي رهي آهي. سو تُون تہ هڪ ايجنٽ آهين. اِهوئي اعتراض محمد رسول اللّٰـه ﷺ تي ٿيدو هو اڄڪلهہ جا ڪي مولوين جهڙا ماڻهو حضرت مرزا صاحب تي ڪندا آهن.

| | |
|---|---|
| كُنْتَ مِنَ الصّٰدِقِيْنَ ﴿١٥٥﴾ | نشان ظاهر ڪر. |
| قَالَ هٰذِهٖ نَاقَةٌ لَّهَا شِرْبٌ وَّلَكُمْ شِرْبُ يَوْمٍ مَّعْلُوْمٍ ﴿١٥٦﴾ | ١٥٦-هنَ چيو هيءَ هڪ ڏاچي آهي، هڪ ڏينهن هن لاءِ گهاٽ تي پاڻي پيئڻ مقرر آهي ۽ هڪ ڏينهن توهان لاءِ گهاٽ تان پاڻي پرڻ مقرر آهي. |
| وَلَا تَمَسُّوْهَا بِسُوْٓءٍ فَيَاْخُذَكُمْ عَذَابُ يَوْمٍ عَظِيْمٍ ﴿١٥٧﴾ | ١٥٧-۽ توهان هن (ڏاچيءَ) کي ڪو نقصان نہ پهچائجو نہ تہ هڪ وڏي ڏينهن جو عذاب توهان کي اچي سوگهو ڪندو. |
| فَعَقَرُوْهَا فَاَصْبَحُوْا نٰدِمِيْنَ ﴿١٥٨﴾ | ١٥٨-(اِهو بڌي ڪري بہ) هُنن انهيءَ (ڏاچيءَ) جون کُچُون ڪپي ڇڏيون ۽ (پوءِ) شرمنده ٿي ويا. |
| فَاَخَذَهُمُ الْعَذَابُ ۭ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيَةً ۭ وَمَا كَانَ اَكْثَرُهُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ﴿١٥٩﴾ | ١٥٩-تڏهن کين (واعدي ڪيل ①) عذاب اچي ورتو، انهيءَ ۾ يقيناً هڪ تمام وڏو نشان هو پر انهن مان اڪثر مومنن ۾ شريڪ نہ ٿيا. |
| وَاِنَّ رَبَّكَ لَهُوَ الْعَزِيْزُ الرَّحِيْمُ ﴿١٦٠﴾ ع ١٩ ١٢ | ١٦٠-۽ تنهنجو رب يقيناً غالب (۽) بار بار ڪرم ڪرڻ وارو آهي. |
| كَذَّبَتْ قَوْمُ لُوْطِ ِۨ الْمُرْسَلِيْنَ ﴿١٦١﴾ | ١٦١-لوط جي قوم بہ رسولن جو انڪار ڪيو. |
| اِذْ قَالَ لَهُمْ اَخُوْهُمْ لُوْطٌ اَلَا تَتَّقُوْنَ ﴿١٦٢﴾ | ١٦٢-جڏهن تہ انهن جي ڀاءُ لوط چيو. تہ ڇا توهان تقويٰ اختيار نٿا ڪيو. |
| اِنِّىْ لَكُمْ رَسُوْلٌ اَمِيْنٌ ﴿١٦٣﴾ | ١٦٣-مان توهان ڏانهن هڪ امانتدار پيغمبر بڻائي موڪليو ويو آهيان. |
| فَاتَّقُوا اللّٰهَ وَاَطِيْعُوْنِ ﴿١٦٤﴾ | ١٦٤-سو اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو ۽ منهنجي اطاعت ڪيو. |

١-اَلُ جي معنيٰ واعدو ڪيل جي ڪئي وئي آهي.

وَمَآ اَسۡـَٔلُكُمۡ عَلَيۡهِ مِنۡ اَجۡرٍ‌ۚ اِنۡ اَجۡرِىَ اِلَّا عَلٰى رَبِّ الۡعٰلَمِيۡنَؕ‏ ﴿۱۶۵﴾

۱۶۵- ۽ مان انهيءَ (ڪم)جي بدلي ۾ توهان کان ڪا اجرت نہ ٿو گھران. منهنجو اجر تہ صرف رب العالمين جي ذمي آهي.

اَتَاۡتُوۡنَ الذُّكۡرَانَ مِنَ الۡعٰلَمِيۡنَۙ‏ ﴿۱۶۶﴾

۱۶۶- ڇا سڄي مخلوقات مان توهان نَرَنِ کي پنهنجي لاءِ چونڊيو آهي.

وَتَذَرُوۡنَ مَا خَلَقَ لَـكُمۡ رَبُّكُمۡ مِّنۡ اَزۡوَاجِكُمۡ‌ؕ بَلۡ اَنۡتُمۡ قَوۡمٌ عٰدُوۡنَ‏ ﴿۱۶۷﴾

۱۶۷- ۽ توهان انهن کي ڇڏيو ٿا جن کي توهانجي رب توهانجي زالن جي حيثيت سان پيدا ڪيو آهي(صرف اِهو ئي ناهي تہ توهان اِهو فعل ڪيو ٿا)پر(حقيقت هيءَ آهي تہ) توهان(انساني فطرت جي) ڳُهرجُن کي هر طرح توڙڻ واري قوم آهيو.

قَالُوۡا لَـئِنۡ لَّمۡ تَنۡتَهِ يٰلُوۡطُ لَـتَكُوۡنَنَّ مِنَ الۡمُخۡرَجِيۡنَ‏ ﴿۱۶۸﴾

۱۶۸- اُنهن چيو، اي لوط! جيڪڏهن تون باز نہ آئين تہ تون ملڪ بدر ڪيلن ۾ شامل ٿي ويندين.

قَالَ اِنِّىۡ لِعَمَلِكُمۡ مِّنَ الۡقَالِيۡنَؕ‏ ﴿۱۶۹﴾

۱۶۹- (لوط)چيو(بهرحال)مان توهانجي عمل کي نفرت سان ڏسان ٿو.

رَبِّ نَجِّنِىۡ وَاَهۡلِىۡ مِمَّا يَعۡمَلُوۡنَ‏ ﴿۱۷۰﴾

۱۷۰- اي منهنجا رب! مون کي ۽ منهنجي ڪٽنب کي انهن جي عملن کان ڇوٽڪارو ڏي.

فَنَجَّيۡنٰهُ وَ اَهۡلَهٗۤ اَجۡمَعِيۡنَۙ‏ ﴿۱۷۱﴾

۱۷۱- پوءِ اسان انهيءَ کي ۽ سندس ڪٽنب کي سيني کي ڇوٽڪارو ڏنو.

اِلَّا عَجُوۡزًا فِى الۡغٰبِرِيۡنَ‌ۚ‏ ﴿۱۷۲﴾

۱۷۲- سواءِ هڪ ٻڍڙيءَ جي جيڪا پوئتي رهڻ وارن ۾ شامل ٿي وئي.

ثُمَّ دَمَّرۡنَا الۡاٰخَرِيۡنَ‌ۚ‏ ﴿۱۷۳﴾

۱۷۳- پوءِ(لوط کي ڇوٽڪاري ڏيڻ کانپوءِ) ٻين سيني کي اسان تباهہ ڪري ڇڏيو.

وَاَمۡطَرۡنَا عَلَيۡهِمۡ مَّطَرًا‌ ۚ فَسَآءَ مَطَرُ

۱۷۴- ۽ اسان انهن تي(پٿرن جو)مينهن

الْمُنْذَرِيْنَ ﴿١٧٤﴾

وسايو ۽ جن کي (خدا جي طرفان) هوشيار ڪيو ويندو آهي (پر تہ بہ باز نہ ايندا آهن) انهن تي وسائڻ وارو مينهن ڏاڍو برو هوندو آهي.

اِنَّ فِىْ ذٰلِكَ لَاٰيَةً ؕ وَمَا كَانَ اَكْثَرُهُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ﴿١٧٥﴾

١٧٥- هن واقعي ۾ يقيناً هڪ وڏو نشان هو. پر انهن (ڪافرن) مان اڪثر پوءِ بہ مومن نہ بڻيا.

وَاِنَّ رَبَّكَ لَهُوَ الْعَزِيْزُ الرَّحِيْمُ ﴿١٧٦﴾ ع

١٧٦- تنهنجو رب يقيناً اُهو آهي جيڪو غالب (۽) بار بار ڪرم ڪرڻ وارو آهي.

كَذَّبَ اَصْحٰبُ لْئَيْكَةِ الْمُرْسَلِيْنَ ﴿١٧٧﴾

١٧٧- بَن ① جي رهڻ وارن بہ رسولن جو انڪار ڪيو هو.

اِذْ قَالَ لَهُمْ شُعَيْبٌ اَلَا تَتَّقُوْنَ ﴿١٧٨﴾

١٧٨- جڏهن تہ انهن کي شعيب چيو تہ ڇا توهان تقويٰ اختيار نٿا ڪيو.

اِنِّىْ لَكُمْ رَسُوْلٌ اَمِيْنٌ ﴿١٧٩﴾

١٧٩- مان توهان ڏانهن هڪ امانتدار پيغمبر جي حيثيت سان آيو آهيان.

فَاتَّقُوا اللّٰهَ وَاَطِيْعُوْنِ ﴿١٨٠﴾

١٨٠- سو اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو، ۽ منهنجي اطاعت ڪيو ②.

وَمَآ اَسْئَلُكُمْ عَلَيْهِ مِنْ اَجْرٍ ۚ اِنْ اَجْرِىَ اِلَّا عَلٰى رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿١٨١﴾

١٨١- ۽ مان هن ڪم لاءِ توهان کان ڪو اَجر نٿو گهران، منهنجو اَجر صرف رب العالمين (خدا) جي ذمي آهي.

اَوْفُوا الْكَيْلَ وَلَا تَكُوْنُوْا مِنَ

١٨٢- (اي انسانو!) ماپ پوري (پري) ڏيندا

---

١- ڏسو سورت الحجر آيت ٧٩.

٢- هن آيت کان اڳ ڪيترين آيتن ۾ اللّٰه تعاليٰ جي تقويٰ جو ذڪر ڪيو ويو آهي هاڻي هن آيت ۾ هي ٻڌايو ويو تہ اللّٰه تعاليٰ جي تقوي تڏهن ڪامل ٿيندي آهي جڏهن وقت جي رسول جي اطاعت ڪئي وڃي. ڇاڪاڻ تہ ان جي ذريعي سان خداتعاليٰ جي مرضيءَ جي خبر پوندي آهي.

الۡمُخۡسِرِيۡنَ ﴿۱۸۲﴾ۚ

کيو ۽(پين کي) نقصان پهچائڻ وارا نه بڻجو.

وَزِنُوۡا بِالۡقِسۡطَاسِ الۡمُسۡتَقِيۡمِ ﴿۱۸۳﴾ۚ

١٨٣- ۽ سڌي ڪانيءَ سان توريندا ڪيو.

وَلَا تَبۡخَسُوا النَّاسَ اَشۡيَآءَهُمۡ وَلَا تَعۡثَوۡا فِى الۡاَرۡضِ مُفۡسِدِيۡنَ ﴿۱۸۴﴾ۚ

١٨٤- ۽ ماڻهن کي انهن جون شيون (انهن جي حق کان) گهٽ نه ڏيندا ڪيو، ۽ ملڪ ۾ هرگز① فساد نه ڪندا ڪيو.

وَاتَّقُوا الَّذِىۡ خَلَقَكُمۡ وَالۡجِبِلَّةَ الۡاَوَّلِيۡنَ ﴿۱۸۵﴾ؕ

١٨٥- ۽ جنهن توهان کي ۽ توهان کان پهرين مخلوقات کي پيدا ڪيو آهي انهيءَ جي تقويٰ اختيار ڪيو.

قَالُوۡۤا اِنَّمَاۤ اَنۡتَ مِنَ الۡمُسَحَّرِيۡنَ ﴿۱۸۶﴾ۙ

١٨٦-(انهيءَ تي سندس قوم) چيو تون ته اهڙو (شخص) آهين جنهن کي کاڌو② ڏنو ويجي ٿو.

وَمَاۤ اَنۡتَ اِلَّا بَشَرٌ مِّثۡلُنَا وَ اِنۡ نَّظُنُّكَ لَمِنَ الۡكٰذِبِيۡنَ ﴿۱۸۷﴾ۚ

١٨٧- ۽ تون صرف اسان جهڙو هڪ انسان آهين ۽ اسان يقيناً توکي ڪوڙو سمجهون ٿا.

فَاَسۡقِطۡ عَلَيۡنَا كِسَفًا مِّنَ السَّمَآءِ اِنۡ كُنۡتَ

١٨٨- سو جيڪڏهن تون سچو آهين ته

١- عربي ٻوليءَ جو قانون آهي ته جڏهن ڪنهن فعل کانپوءِ ان جي مطابق معنيٰ زمان حال آندو ويجي ته ان جي معنيٰ زور ڏيڻ جي هوندي آهي ۽ اڙدوءَ ۾ ان جو ترجمو "هرگز" يا "بلڪل" سان ڪيو ويندو. ڇاڪاڻ ته لفظي ترجمو بي معنيٰ ٿي ويندو آهي. سو هِن آيت جو لفظي ترجمو هي ٿيندو ته زمين ۾ فساد ڪندي سخت فساد نه ڪندا ڪيو. ۽ ظاهر آهي ته هيءَ معنيٰ صحيح ناهي پر جڏهن "هرگز ۽ بلڪل" سان ان جو ترجمو ڪيو ويجي ته صحيح ترجمو ٿي ويندو ۽ هيئن ٿيندو ته ملڪ ۾ بلڪل يا هرگز فساد نه ڪندا ڪيو.

٢- يعني حضرت شعيب عليه السلام تي به ۽ حضرت موسيٰ عليه السلام تي به جهڙوڪ پين آيتن مان ثابت آهي ۽ اهڙي طرح ڪيترن ئي پين نبين تي اُهوئي الزام لڳايو ويو جيڪو حضرت مرزا صاحب جي دشمنن اوهان تي لڳايو هو ته اوهان کي انگريز پيسا ڏئي ڪم ڪرائيندا هئا ته دل سان هُو پنهنجي عقيدن جا قائل نه هئا. حضرت شعيب عليه السلام کي سندن دشمن اِهوئي چيو آهي ته توکي ڪو شخص يا جماعت پيسا ڏئي انهن ڳالهين تي اُڀاري رهي آهي نه ته تون دل سان اهي ڳالهيون ناهين مڃيندو.

مِنَ الصّٰدِقِيْنَ ﴿١٨٨﴾

اسان تي ڪو ڪڪر① جو ٽڪرو ڪيراءِ.

قَالَ رَبِّيْٓ اَعْلَمُ بِمَا تَعْمَلُوْنَ ﴿١٨٩﴾

١٨٩- (انهيءَ تي شعيب) چيو، سنهنجو رب توهانجن عملن کي چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو.

فَكَذَّبُوْهُ فَاَخَذَهُمْ عَذَابُ يَوْمِ الظُّلَّةِ ۭ اِنَّهٗ كَانَ عَذَابَ يَوْمٍ عَظِيْمٍ ﴿١٩٠﴾

١٩٠- پر (انهيءَ جي سمجهائڻ جي باوجود) هنن کيس ڪوڙو ڪيو. پوءِ انهن کي ڇانو جي ڏينهن واري عذاب اچي پڪڙيو (يعني گهاٽن ۽ ديرپا ڪڪرن جي عذاب) اُهو يقيناً هڪ وڏي ڳري ڏينهن جو عذاب هو.

اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيَةً ۭ وَمَا كَانَ اَكْثَرُهُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ﴿١٩١﴾

١٩١- هن واقعي ۾ هڪ وڏو نشان هو ۽ (انهيءَ کي ڏسي به) انهن ڪافرن مان اڪثر مومنن ۾ شامل نه ٿيا.

وَاِنَّ رَبَّكَ لَهُوَ الْعَزِيْزُ الرَّحِيْمُ ﴿١٩٢﴾ ع

١٩٢- ۽ تنهنجو رب يقيناً غالب (۽) بار بار ڪرم ڪرڻ وارو آهي.

وَاِنَّهٗ لَتَنْزِيْلُ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿١٩٣﴾

١٩٣- ۽ يقيناً هي (قرآن) رب العالمين خدا جي طرفان نازل ڪيو ويو آهي.

نَزَلَ بِهِ الرُّوْحُ الْاَمِيْنُ ﴿١٩٤﴾

١٩٤- هن کي کڻي هڪ امانتدار ڪلام کڻندڙ فرشتي (جبريل) تنهنجي دل تي لاٿو آهي.

عَلٰي قَلْبِكَ لِتَكُوْنَ مِنَ الْمُنْذِرِيْنَ ﴿١٩٥﴾

١٩٥- انهيءَ لاءِ ته تون هوشيار ڪرڻ واري جماعت ۾ شامل ٿي وڃين.

بِلِسَانٍ عَرَبِيٍّ مُّبِيْنٍ ﴿١٩٦﴾

١٩٦- (هن کي جبريل خدا جي حڪم سان) کولي بيان ڪرڻ واري عربي زبان ۾ لاٿو آهي.

---

١- سَمَآءٌ جي معنيٰ عربي ٻوليءَ ۾ ڪڪر جي به آهي ۽ آسمان جي به. اڄڪلهه هندوستان ۽ پاڪستان ۾ اهڙي قسم جا عذاب ڪثرت سان اچي رهيا آهن ۽ مينهن آهن جو بند ئي نه ٿا ٿين.

وَاِنَّهٗ لَفِيْ زُبُرِ الْاَوَّلِيْنَ ﴿١٩٧﴾

١٩٧- ۽ يقيناً هن جو ذڪر پهرين ڪتابن ۾ بہ موجود هو.

اَوَلَمْ يَكُنْ لَّهُمْ اٰيَةً اَنْ يَّعْلَمَهٗ عُلَمٰٓؤُا بَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ ﴿١٩٨﴾

١٩٨- ڇا انهن لاءِ هي نشان گهٽ آهي جو هن (قرآن) کي بني اسرائيل جا عالم بہ سڃاڻن ٿا①.

وَلَوْ نَزَّلْنٰهُ عَلٰى بَعْضِ الْاَعْجَمِيْنَ ﴿١٩٩﴾

١٩٩- ۽ جيڪڏهن اسان هن کي عجمين ② مان ڪنهن تي نازل ڪيون ها.

فَقَرَاَهٗ عَلَيْهِمْ مَّا كَانُوْا بِهٖ مُؤْمِنِيْنَ ﴿٢٠٠﴾

٢٠٠- ۽ هُو انهيءَ کي اُنهن (ڪافرن) جي سامهون پڙهي ٻڌائي ها تہ اُهي ڪڏهن بہ انهيءَ تي ايمان نہ آڻين ها③.

كَذٰلِكَ سَلَكْنٰهُ فِيْ قُلُوْبِ الْمُجْرِمِيْنَ ﴿٢٠١﴾

٢٠١- اهڙيءَ طرح اسان ڏوهارين جي دلين ۾ هيءَ (ڳالهہ) داخل ڪري ڇڏي آهي.

لَا يُؤْمِنُوْنَ بِهٖ حَتّٰى يَرَوُا الْعَذَابَ الْاَلِيْمَ ﴿٢٠٢﴾

٢٠٢- (سو) اُهي هن تي ايمان نہ آڻيندا ايستائين جو دردناڪ عذاب ڏسي وٺن.

فَيَاْتِيَهُمْ بَغْتَةً وَّهُمْ لَا يَشْعُرُوْنَ ﴿٢٠٣﴾

٢٠٣- پوءِ اُهو (عذاب) سندن بي خبريءَ ۾ انهن وٽ اوچتو اچي ويندو.

فَيَقُوْلُوْا هَلْ نَحْنُ مُنْظَرُوْنَ ﴿٢٠٤﴾

٢٠٤- تڏهن اهي چوندا، ڇا اسان کي دير ملي سگهندي؟

اَفَبِعَذَابِنَا يَسْتَعْجِلُوْنَ ﴿٢٠٥﴾

٢٠٥- سو (ٻڌايو تہ) ڇا اِهي ئي ماڻهو اسان جي عذاب کي جلدي گهرندا هئا.

اَفَرَءَيْتَ اِنْ مَّتَّعْنٰهُمْ سِنِيْنَ ﴿٢٠٦﴾

٢٠٦- پوءِ ڇا توکي يقين نہ آهي تہ جيڪڏهن اسان انهن کي سالن تائين فائدو پهچائيندا

---

١- يعني سمجهن ٿا تہ هي قرآن بني اسرائيل جي نبين جي پيشگوئين جي مطابق آهي.

٢- اَعْجَمِيٌّ يعني غير عرب.

٣- يعني چون ها تہ اسان عرب آهيون ۽ هي رسول ڌاري ٻولي ڳالهائڻ وارو آهي.

ثُمَّ جَآءَهُمْ مَّا كَانُوْا يُوْعَدُوْنَ ﴿٢٠٧﴾
مَآ اَغْنٰى عَنْهُمْ مَّا كَانُوْا يُمَتَّعُوْنَ ﴿٢٠٨﴾
وَمَآ اَهْلَكْنَا مِنْ قَرْيَةٍ اِلَّا لَهَا مُنْذِرُوْنَ ﴿٢٠٩﴾
ذِكْرٰى وَمَا كُنَّا ظٰلِمِيْنَ ﴿٢١٠﴾
وَمَا تَنَزَّلَتْ بِهِ الشَّيٰطِيْنُ ﴿٢١١﴾
وَمَا يَنْۢبَغِيْ لَهُمْ وَمَا يَسْتَطِيْعُوْنَ ﴿٢١٢﴾
اِنَّهُمْ عَنِ السَّمْعِ لَمَعْزُوْلُوْنَ ﴿٢١٣﴾
فَلَا تَدْعُ مَعَ اللّٰهِ اِلٰهًا اٰخَرَ فَتَكُوْنَ مِنَ الْمُعَذَّبِيْنَ ﴿٢١٤﴾
وَاَنْذِرْ عَشِيْرَتَكَ الْاَقْرَبِيْنَ ﴿٢١٥﴾
وَاخْفِضْ جَنَاحَكَ لِمَنِ اتَّبَعَكَ مِنَ الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿٢١٦﴾
فَاِنْ عَصَوْكَ فَقُلْ اِنِّيْ بَرِيْٓءٌ مِّمَّا

وجون ها.
**٢٠٧**۔پوءِ انهن وٽ اُهو(عذاب)اچي وڃي ها جنهن جو انهن سان واعدو ڪيو وڃي ٿو.
**٢٠٨**۔ته جيڪي ڪي انهن کي ڏنو ويو آهي اُهو ڪانئن هِن(عذاب) کي ٽاري نٿي سگهيو.
**٢٠٩**۔۽ اسان ڪنهن وسنديءَ کي سواءِ انهيءَ جي جو انهن ڏانهن نبي موڪليا هجن تباهه نه ڪيو.
**٢١٠**۔ هِي اِنهيءَ لاءِ ڪيو ويو ته انهن کي نصيحت پهچي وڃي ۽ اسان ظالم نه آهيون.
**٢١١**۔۽ شيطان هن(قرآن)کي ڪٺي ناهن لٿا.
**٢١٢**۔۽ نه هِي ڪم اُنهن جي حال مطابق هو ۽ نه اُهي هن جي طاقت رکندا هئا.
**٢١٣**۔ اُهي يقيناً (ڪلام الٰهي جي)ٻڌڻ کان پري رکيا ويا آهن.
**٢١٤**۔سو تون اللّٰه سان گڏ ڪنهن ٻئي معبود کي نه پڪار،نه ته تون عذاب ۾ مبتلا ماڻهن مان ٿي ويندين.
**٢١٥**۔۽ تون (سڀني کان پهرين)پنهنجي سڀني کان ويجهي مائٽن کي ڊيڄار.
**٢١٦**۔۽ جيڪي تو وٽ مومن ٿي اچن انهن لاءِ محبت جون ٻانهون جهڪاءِ.
**٢١٧**۔ پوءِ جيڪڏهن ڪنهن وقت اهي

معانقه ٩ عند المتقدمين

تَعْمَلُوْنَ ﴿٢١٧﴾

تنهنجي نافرماني ڪري ويهن، تون چؤ ته مان توهانجي عمل کان بيزار آهيان.

وَتَوَكَّلْ عَلَى الْعَزِيْزِ الرَّحِيْمِ ﴿٢١٨﴾

٢١٨- ۽ غالب (۽) بار بار ڪرم ڪرڻ واري هستيءَ تي توڪل ڪر.

الَّذِيْ يَرٰىكَ حِيْنَ تَقُوْمُ ﴿٢١٩﴾

٢١٩-جيڪو توکي ان وقت به ڏسي ٿو جڏهن تون (اڪيلو نماز جي لاءِ) بيهندو آهين.

وَتَقَلُّبَكَ فِي السّٰجِدِيْنَ ﴿٢٢٠﴾

٢٢٠- ۽ انهيءَ وقت به جڏهن تون (نماز باجماعت جي لاءِ) سجدي ڪرڻ واري(١) جماعت ۾ هيڏانهن هوڏانهن ڦرندو رهندو آهين.

اِنَّهٗ هُوَ السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ ﴿٢٢١﴾

٢٢١-يقيناً اهو (خدا ئي) ڏاڍو ٻڌڻ وارو (۽) ڏاڍو ڄاڻڻ وارو آهي.

هَلْ اُنَبِّئُكُمْ عَلٰى مَنْ تَنَزَّلُ الشَّيٰطِيْنُ ﴿٢٢٢﴾

٢٢٢-ڇا مان توکي ٻڌايان ته شيطان ڪنهن تي لهندا آهن؟

تَنَزَّلُ عَلٰى كُلِّ اَفَّاكٍ اَثِيْمٍ ﴿٢٢٣﴾

٢٢٣-(شيطان) هر ڪوڙي گنهگار تي لهندا آهن.

يُّلْقُوْنَ السَّمْعَ وَاَكْثَرُهُمْ كٰذِبُوْنَ ﴿٢٢٤﴾

٢٢٤-اهي پنهنجا ڪن(٢) (آسمان ڏانهن) لڳائيندا آهن ۽ انهن مان اڪثر ڪوڙا هوندا آهن.

وَالشُّعَرَآءُ يَتَّبِعُهُمُ الْغَاوٗنَ ﴿٢٢٥﴾

٢٢٥- ۽ شاعرن جي جماعت اهڙي هوندي آهي جو انهن جي پٺيان هلڻ وارا گمراه(٣) هوندا آهن.

---

١-قرآن مجيد جا ڪئين بطن آهن ۽ هڪ بطن جي لحاظ کان تَقَلُّبَكَ فِي السّٰجِدِيْنَ جي اُها معنيٰ به آهي جيڪا ترجمي ۾ ڪئي وئي آهي.

٢-سَمْع جي معنيٰ ڪن جي به هوندي آهي.

٣-جڏهن ته هن نبي جي پيروي ڪرڻ وارا تمام نيڪ ۽ متقي آهن. ان ڪري خبر پئي ته هي شاعر نه آهي.

اَلَمۡ تَرَ اَنَّهُمۡ فِیۡ کُلِّ وَادٍ یَّهِیۡمُوۡنَ ﴿٢٢٦﴾

**٢٢٦**-(اي مخاطب) چا تنهنجي سمجهه ۾ (اچا تائين) نا هي آيو ته اهي (شاعر) ته هر ڪنهن واديءَ ۾ بنان مقصد① جي ڦرندا رهندا آهن.

وَاَنَّهُمۡ یَقُوۡلُوۡنَ مَا لَا یَفۡعَلُوۡنَ ﴿٢٢٧﴾

**٢٢٧**-۽ اهي اهڙيون ڳالهيون چوندا آهن، جيڪي ڪندا نه آهن.

اِلَّا الَّذِیۡنَ اٰمَنُوۡا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ وَذَکَرُوا اللّٰهَ کَثِیۡرًا وَّانۡتَصَرُوۡا مِنۡۢ بَعۡدِ مَا ظُلِمُوۡا ؕ وَسَیَعۡلَمُ الَّذِیۡنَ ظَلَمُوۡۤا اَیَّ مُنۡقَلَبٍ یَّنۡقَلِبُوۡنَ ﴿٢٢٨﴾ ع ١١ ٣٦ ١٥

**٢٢٨**-سواءِ (شاعرن مان) مومنن ۽ نيڪ عمل ڪرڻ وارن جي ۽ انهن جي جيڪي اللّٰه جو (پنهنجي شعرن ۾) ڪثرت سان ذڪر ڪندا آهن ۽ (جيڪڏهن ڳلا ڪندا آهن ته شروعات نه ڪندا آهن بلڪ) مظلوم هجڻ ڪانپوءِ (جائز) بدلو وٺندا آهن ۽ اهي ماڻهو جيڪي ظالم آهن ضرور ڄاڻي وٺندا ته ڪهڙي جڳهه ڏانهن هنن کي موٽي وڃڻو پوندو.

١-يعني شاعرن جا ڪلام ڪنهن هڪ مضمون جي باري ۾ نه هوندا آهن بلڪ جيئن ڪو مضمون هنن جي دماغ (ذهن) ۾ ايندو ويندو آهي اُن کي پنهنجي نظم ڪلام ۾ ڳنڍيندا ويندا آهن. اصل مقصد اُنهن جي مضمون جي ترتيب نه هوندي آهي بلڪ هڪڙي قسم جي قافيا ۽ رديف کي جوڙڻ هوندو آهي. ان ڪري اشاري طور هِن آيت ۾ هي به پيشگوئي آهي ته آئنده شاعري جو طريقو، قافيو ۽ رديف ڏانهن منتقل ٿي ويندو جيڪو طريقو فارسي ۽ اڙدو شاعرن اختيار ڪيو آهي. نه ته جنهن وقت هي آيت نازل ٿي آهي عرب شاعرن ۾ حقيقي طور تي رديف جو استعمال شروع نه ٿيو هو.

سُوْرَةُ النَّمْلِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ اَرْبَعٌ وَّ تِسْعُوْنَ اٰيَةً وَّ سَبْعَةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت نمل- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم الله سميت هن جون چورانوي آيتون ۽ ست رڪوع آهن.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ ۝١

١-(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

طٰسٓ ۚ تِلۡكَ اٰيٰتُ الۡقُرۡاٰنِ وَكِتَابٍ مُّبِيۡنٍ ۝٢

٢-طاهر(۽)سميع (يعني پاڪ ۽ دعائن جي ٻڌڻ وارو خدا هن سورت کي نازل ڪرڻ وارو آهي) هن جون آيتون قرآن ۽ مُدلَل ڪتاب جو حصو آهن.

هُدًى وَّبُشۡرٰى لِلۡمُؤۡمِنِيۡنَ ۝٣

٣-(جيڪي) مومنن جي لاءِ هدايت ۽ بشارت(جو سبب)آهن.

الَّذِيۡنَ يُقِيۡمُوۡنَ الصَّلٰوةَ وَيُؤۡتُوۡنَ الزَّكٰوةَ وَهُمۡ بِالۡاٰخِرَةِ هُمۡ يُوۡقِنُوۡنَ ۝٤

٤-(اهڙا مومن)جيڪي نماز باجماعت ادا ڪن ٿا ۽ زڪوات ادا ڪندا رهن ٿا ۽ آخرت تي (۽ بعد ۾ اچڻ وارين موعود ڳالهين تي) يقين رکن ٿا.

اِنَّ الَّذِيۡنَ لَا يُؤۡمِنُوۡنَ بِالۡاٰخِرَةِ زَيَّنَّا لَهُمۡ اَعۡمَالَهُمۡ فَهُمۡ يَعۡمَهُوۡنَ ۝٥

٥-اُهي ماڻهو جيڪي آخرت واري زندگيءَ تي ايمان نٿا آڻين اسان انهن جي عملن کي انهن جي لاءِ خوبصورت① ڪري ڏيکاريو

١-اهو مطلب نہ آهي تہ سندن بُرا عمل خدا تعاليٰ کين خوبصورت ڪري ڏيکاريندو آهي بلڪ مطلب هي آهي تہ اهو الٰهي قانون آهي تہ جڏهن ڪو ماڻهو سچي رستي کي ڇڏي بُرو رستو اختيار ڪندو آهي تہ هو پنهنجي نفس کي هي ڪوڙ هٿندي خوش ڪري وٺندو آهي تہ اِهو ئي رستو سنو آهي ڇو تہ هي انساني عملن جو هڪ طبعي نتيجو هوندو آهي.قرآني اصطلاح ۾ هن کي خداتعاليٰ ڏانهن منسوب ڪيو ويندو آهي ڇو تہ فطرت ۽ طبيعت خدا پيدا ڪئي آهي.جيڪڏهن ڇئو تہ پوءِ هُن ماڻهوءَ جو ڪهڙو ڏوهہ؟ تہ هِن جو،

آهي پوءِ اُهي حيران پريشان ڦرندا آهن.

أُولَٰئِكَ الَّذِينَ لَهُمْ سُوءُ الْعَذَابِ وَهُمْ فِي الْآخِرَةِ هُمُ الْأَخْسَرُونَ ⑥

٦-انهن جي لاءِ دردناڪ عذاب هوندو، ۽ اُهي آخرت واري زندگيءَ ۾ سڀني کان وڌيڪ نقصان ماڻهو وارا هوندا.

وَإِنَّكَ لَتُلَقَّى الْقُرْآنَ مِنْ لَدُنْ حَكِيمٍ عَلِيمٍ ⑦

٧-۽ توکي يقيناً قرآن انهيءَ (هستيءَ) جي طرفان ملي رهيو آهي جيڪا ڏاڍي حڪمت واري (۽) ڏاڍي ڄاڻ واري آهي.

إِذْ قَالَ مُوسَىٰ لِأَهْلِهِ إِنِّي آنَسْتُ نَارًا

٨-(ياد ڪيو) جڏهن موسىٰ پنهنجي ڪٽنب کي چيو ته مون هڪ ① باهه ②

(باقي حاشيو) جواب هي آهي ته قرآن ڪريم ورجائي ورجائي چيو آهي ته جيڪا ڳالهه اسان چوندا آهيون ته اُن جو دليل به ڏيندا آهيون. جهڙوڪ هن سورت جي شروعات ۾ به قرآن کي مدلّل ڪتاب قرار ڏنو ويو آهي. ان ڪري جيتوڻيڪ بدعمليءَ جي نتيجي ۾ هوريان هوريان بدعملي سُٺي لڳڻ لڳندي آهي پر دليل ۽ فطرت پوءِ به انسان کي خبردار ڪندي رهندي آهي ته هو غلط رستي تي هلي رهيو آهي.

١-هن آيت ۾ ٻڌايو ويو آهي ته جيئن وحيءَ جي هڪ ڊگهي عرصي تائين رُڪجي وڃڻ کانپوءِ موسىٰ عليه السلام تي وحي نازل ٿي هئي اهڙي طرح هاڻي محمد ﷺ تي نازل ٿي آهي.

(٢)-آيت جو هي به مطلب آهي ته موسىٰ عليه السلام نبوت جي شروعات ۾ هڪ باهه ڏٺي هئي جنهن جي تعبير هُن هيءَ ڪئي ته مون تي وحي نازل ٿيڻ واري آهي. جيڪڏهن اصلي باهه هجي ها ته هِن جاءِ تي هڪ باهه جو لفظ استعمال نه ڪيو وڃي ها، رڳو باهه چيو وڃي ها. چو ته هو سمجهن پيا ته هي ڪشفي نظارو آهي تڏهن ته اُنهن پنهنجي مائٽن کي چيو ته معلوم ٿئي تو ته ڪا الٰهي تجلّي ٿيڻ واري آهي. مان هُتي وڃان ٿو ۽ جيڪڏهن اُها تجلّي صرف منهنجي ذات لاءِ هوندي ته هي عظيم الشان خبر توهانکي يعني پنهنجي زال کي ۽ ٻين مائٽن کي اچي ٻڌائيندس ۽ جيڪڏهن هي تجلّي منهنجي قوم ۽ ملڪ لاءِ عام هوندي ته پوءِ ڪو چمڪندڙ ٽانڊو يعني ڪا اهڙي تعليم آڻيندس جيڪا دلين ۾ الٰهي محبت پيدا ڪري ته جيئن توهان به اُن کان پاڻُ سيڪي سگهو. محمد رسول الله ﷺ جن به جيڪو نظارو غارِ حرا ۾ ڏٺو اُن جي خبر سڀ کان پهريان پنهنجي گهرواريءَ حضرت خديجه رضي الله عنها کي ۽ ٻين مائٽن کي ڏني ۽ اهڙي ريت پاڻ سڳورن جي مشابهت حضرت موسىٰ عليه السلام سان ثابت ٿي وئي.

سَاٰتِيۡكُمۡ مِّنۡهَا بِخَبَرٍ اَوۡ اٰتِيۡكُمۡ بِشِهَابٍ قَبَسٍ لَّعَلَّكُمۡ تَصۡطَلُوۡنَ ۝٨

ڏني آهي. مان يقيناً توهان وٽ انهيءَ (باهه)وٽان ڪا(عاليشان)خبر آڻيندس يا توهان وٽ هڪ چمڪندڙ ٽانڊو آڻيندس ته توهان پاڻ سيڪيو.

فَلَمَّا جَآءَهَا نُوۡدِیَ اَنۡۢ بُوۡرِكَ مَنۡ فِی النَّارِ وَمَنۡ حَوۡلَهَا ؕ وَسُبۡحٰنَ اللّٰهِ رَبِّ الۡعٰلَمِيۡنَ ۝٩

**٩-** پوءِ هو جڏهن انهيءَ (باهه) وٽ آيو ته هن کي آواز ڏنو ويو ته جيڪي ڪي باهه ۾ آهي ۽ جيڪي انهيءَ جي چوڌاري آهي انهيءَ کي برڪت① ڏني وئي آهي ۽ اللّٰه رب العالمين پاڪ آهي.

يٰمُوۡسٰۤى اِنَّهٗۤ اَنَا اللّٰهُ الۡعَزِيۡزُ الۡحَكِيۡمُ ۝١٠

**١٠-** اي موسيٰ! ڳالهه هيءَ آهي ته مان اللّٰه آهيان②. ۽ غالب (۽) حڪمت وارو آهيان.

---

١-هِن آيت مان به ثابت آهي ته هيءَ ڳالهه غلط آهي ته هُن باهه ۾ خداتعاليٰ جو وجود هيو.ڇو ته خداتعاليٰ پاڻ برڪت ڏيندو آهي، هُن کي ڪو به برڪت نا هي ڏيندو. يعني هُو تَبَارَكَ چوّرائي سگهي ٿو بُوۡرِكَ نٿو چوّرائي سگهي. پيو هيءُ ته مَنۡ فِی النَّارِ سان گڏ وَمَنۡ حَوۡلَهَا به چيو ويو آهي يعني جيڪي ڪي هن باهه ۾ آهي ۽ جيڪو هن جي چوڌاري بيٺل آهي اُنهيءَ کي به برڪت ڏني وئي آهي، يعني موسيٰ به مهبطِ انوار (نور نازل ٿيڻ واري جاءِ) آهي ۽ باهه جو جلوو به مهبطِ انوار آهي يعني ٻنهين جي ذريعي خداتعاليٰ جي هستيءَ کي ظاهر ڪيو پيو وڃي سُبُحَانَ اللّٰه جي جملي ۾ به هن ڳالهه جو رد ڪيو ويو آهي ته خدا باهه ۾ هو.ڇو ته رب العالمين چئي هن کي سيني جاين کان آزاد ڪيو ويو آهي۽ سبحان اللّٰه چئي هُن کي ڪنهن جسماني شڪل ۾ ظاهر ٿيڻ کان پاڪ قرار ڏنو ويو آهي.

٢-هن جي هيءَ معنيٰ ناهي ته باهه ۾ خدا هُيو بلڪ موسيٰ عليه السلام کي الهام جي ذريعي هي چيو ويو هو ته ڏس منهنجو جلوو هر شيءِ مان ظاهر آهي. باهه مان به، ان جي چوڌاري شين مان به، لٺ مان به ۽ انهيءَ جي ڪشفي شڪل مان به جيڪا نانگ جي هُئي.ان ڪري هي چوڻ بلڪل قرآن مجيد ۽ عقل جي خلاف آهي ته هُن باهه ۾ خدا هيو.بلڪ جيڪو باطني نظارو هُن باهه يا لٺ يا نانگ جي ذريعي ڏيکاريو ويو هو اُهي سڀ نظارا خدا جي ذات کي انسان جي ويجهو ڪرڻ وارا هئا نڪي حقيقت ۾ خدا هئا.

وَاَلْقِ عَصَاكَ ؕ فَلَمَّا رَاٰهَا تَهْتَزُّ كَاَنَّهَا جَآنٌّ وَّلّٰى مُدْبِرًا وَّلَمْ يُعَقِّبْ ؕ يٰمُوْسٰى لَا تَخَفْ ۫ اِنِّىْ لَا يَخَافُ لَدَىَّ الْمُرْسَلُوْنَ ﴿۱۱﴾

**١١**-تون پنهنجي لٺ اُڇلاءِ ۽ جڏهن هن انهيءَ (لٺ) کي ڏٺو ته اها چُري رهي آهي جڻ ته اهو ننڍڙو نانگ① آهي ته هو پٺي ڦيرائي ڀڄو ۽ پوئتي مڙي نه ڏٺائين(تڏهن اسان چيو)اي موسيٰ! ڊڄ نه، مان اُهو آهيان جو رسول منهنجي حضور ۾ ڊڄندا ناهن.

اِلَّا مَنْ ظَلَمَ ثُمَّ بَدَّلَ حُسْنًاۢ بَعْدَ سُوْٓءٍ فَاِنِّىْ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿۱۲﴾

**١٢**-پر جنهن ظلم ڪيو، پر پوءِ ② انهيءَ ظلم کي ڇڏي نيڪي اختيار ڪئي،مان(انهيءَ جي لاءِ)ڏاڍو بخشڻ وارو(۽)بار بار ڪرم ڪرڻ وارو آهيان.

وَاَدْخِلْ يَدَكَ فِىْ جَيْبِكَ تَخْرُجْ

**١٣**-۽ تون پنهنجو هٿ پنهنجي گريبان ۾ وجهه اُهو سواءِ ڪنهن بيماريءَ جي اڇو

١ـ هتي جَــــانٌّ جو لفظ استعمال ڪيو ويو آهي، جيڪو ننڍڙي نانگ کي چوندا آهن. ٻي جاءِ تي قرآن مجيد ۾ ثُــعُبَــــان جو لفظ استعمال ڪيو ويو آهي.جنهن جي معنيٰ واسينگ نانگ جي هوندي آهي.۽ هڪ ٽئين جاءِ تي حَيَّةٌ جو لفظ استعمال ڪيو ويو آهي جنهن جي معنيٰ رڳو نانگ جي هوندي آهي.ڪن بيوقوفن اعتراض ڪيو آهي ته هي اختلاف آهي دراصل جتي ننڍڙي نانگ جو لفظ استعمال ڪيو ويو آهي اُتي چيو ويو آهي ته اهڙي طرح چُري رهيو هو جيئن ننڍڙو نانگ. يعني ننڍڙي نانگ جو لفظ اُن جي تيز حرڪت جي ڪري چيو ويو آهي ۽ واسينگ نانگ جو لفظ هُن جي وڏي نظر اچڻ واري جسم جي ڪري چيو ويو آهي ۽ نانگ جو لفظ رڳو هُن جي جنس تي دلالت ڪرڻ لاءِ چيو ويو آهي. يعني هر موقعي جي لحاظ سان هر لفظ استعمال ڪيو ويو آهي.

٢ـاسان پهريان لکي چُڪا آهيون ته ڪئي جڳهن تي نبي مخاطب هوندو آهي ۽ مراد اُن مان جماعت هوندي آهي. هتي به پهرين آيت ۾ هي فرمايو آهي ته نبي مون کان ناهن ڊڄندا پر پوءِ فرمايائين ته ها جنهن ظلم ڪيو ۽ بعد ۾ هُن کي نيڪي سان مَٽائي ڇڏيو هُن کي خدا بخشي ڇڏيندو ۽ هي آيت نبين تي نٿي لاڳو ٿئي. سو ياد رکڻ گهرجي ته هن جڳهه تي مراد نبين جا پوئلڳ آهن جيڪي نبين جا قائم مقام هوندا آهن. اُنهن مان ڪي پهريان ڪافر هوندا آهن ۽ پوءِ مومن ٿي ويندا آهن.

بَيْضَآءَ مِنْ غَيْرِ سُوْٓءٍ ۣ فِيْ تِسْعِ اٰيٰتٍ نڪرندو.اِهو اُنهن نون① نشانن مان

١ ـ فِيْ تِسْعِ اٰيٰتٍ فرعون ۽ اُن جي قوم جي لاءِ موسٰي عليه السلام جي ذريعي خداتعاليٰ نوّ نشان ڏيکاريا هُئا.جن مان هڪ نشان هي ته هُيو ته پنهنجي هٿ کي پنهنجي بغل ۾ دباءِ.جڏهن ڪڍندي ته اُهو اڇو هوندو بنان ڪنهن بيماري جي.

هٿ عربي بوليءَ جي محاوري ۾ پائرن ۽ قوم کي چوندا آهن.ان ڪري هِن جو مطلب هي هُيو ته اي موسيٰ! پنهنجي قوم کي پاڻ سان چمبڙائي رک. هِن جو نتيجو هي ٿيندو ته تنهنجي تربيت سان اُها نيڪ ۽ سُني ٿي ويندي ۽ بي عيب بڻجي ويندي ۽ ڪا بُرائي هُن ۾ باقي نه رهندي.جيئن ته اسان ڏسون ٿا ته موسيٰؑ جي قوم موسيٰؑ جي اچڻ کان اڳ تمام خراب ٿي وئي هئي ۽ ابراهيمي تعليم کي هُن وساري ڇڏيو هو. موسيٰ عليه السلام جي صحبت ۾ رهي اُنهن ۾ وڏا وڏا ولي پيدا ٿيڻ لڳا پر جڏهن به اُهي موسيٰ کان پري ٿيندا هُئا هُنن ۾ بدي پيدا ٿي ويندي هئي. جهڙوڪ موسيٰ عليه السلام جي جبل تي وڃڻ تي ڪجهه ڏينهن جي جدائي ۾ ئي اُنهن ڳابي کي خدا ٺاهي ورتو ۽ پوڄڻ لڳا.

هي جيڪو نوّن معجزن ڏانهن اشارو ڪيو ويو آهي اُنهن جي تشريح مختلف جڳهن تي قرآن مجيد ۾ اچي ٿي. ۽ ته هتي ئي بيان آهن،يعني يَدِ بَيْضاء ۽ عَصَا ٽيون معجزو ذُڪار آهي چوٿون معجزو اولادن جو مري وڃڻ آهي. جيڪو هِنن لفظن ۾ بيان ٿيو آهي ته وَنَقْصٍ مِّنَ الثَّمَرَاتِ پنجون معجزو طوفان جو هيو ته اُنهن تي هڪ عظيم الشان طوفان آيو هو. منهنجي خيال ۾ طوفان جو معجزو اُهو ئي هو جيڪو بحيرهٔ احمر ۾ ظاهر ٿيو جڏهن فرعون ۽ هُن جا لشڪر هُن ۾ غرق ڪيا ويا هئا. اُن وقت به هڪ وڏو طوفان آيو هو جنهن سان سمنڊ زمين کان پري هٽي ويو هو ۽ زمين اُگهاڙي ٿي وئي هئي ۽ جڏهن موسيٰؑ پار هليا ويا ته فرعون اُنهن جو پيڇو ڪندي پنهنجي لشڪرن سوڌوهُن ۾ گهڙي آخر غرق ٿي ويو هو.ڇهون معجزو مڪڙن جو هو. يعني مڪڙن فصل تباهه ڪري ڇڏيو هو ۽ ذُڪار پئجي ويو هو. ستون معجزو اَلْقُمَّلَ يعني جُونئن جو معجزو هيو. يعني جونئون ملڪ ۾ تمام گهڻيون ٿي ويون هيون گهٽو ڪري ته اهڙو پارو(سيُّ) پيو هو جو غسل ڪرڻ اُنهن لاءِ ڏکيو ٿي ويو هو.۽ جونئون پئجي ويون هُيون.اٺون معجزواَلضَّفَادِع يعني ڏيڏرن جو هيو.جڏهن مينهن گهڻا پوندا آهن ته ڏيڏر وڌي ويندا آهن هن ۾ اشارو آهي ته برساتون تمام گهڻيون پيون هيون ۽ جيئن ته تجربو آهي ته هر پٽ تي ڏيڏرن جا آنا سُڪي ويندا آهن.۽ مينهن جي وسندي ئي ننڍڙا ننڍڙا ڏيڏر مينهن وانگر ڪرڻ لڳندا آهن گرم ملڪن ۾ گهڻي قدر ائين ٿيندو آهي.نائون معجزو اَلدَّم يعني رَتُ جو هيو.جنهن مان مراد طاعون جي اُها قسم آهي جنهن ۾ نڪهير ڦُٽي پوندي آهي.۽ ماڻهو مري ويندو آهي اها هن قوم ۾ نڪري پئي هئي.

اِلٰى فِرْعَوْنَ وَقَوْمِهٖ ؕ اِنَّهُمْ كَانُوْا قَوْمًا فٰسِقِيْنَ ﴿۱۳﴾

فَلَمَّا جَآءَتْهُمْ اٰيٰتُنَا مُبْصِرَةً قَالُوْا هٰذَا سِحْرٌ مُّبِيْنٌ ﴿ۚ۱۴﴾

وَجَحَدُوْا بِهَا وَاسْتَيْقَنَتْهَآ اَنْفُسُهُمْ ظُلْمًا وَّعُلُوًّا ؕ فَانْظُرْ كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ الْمُفْسِدِيْنَ ﴿۱۵﴾ ع

وَلَقَدْ اٰتَيْنَا دَاوٗدَ وَسُلَيْمٰنَ عِلْمًا ۚ وَقَالَا الْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِيْ فَضَّلَنَا عَلٰى كَثِيْرٍ مِّنْ عِبَادِهِ الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿۱۶﴾

وَوَرِثَ سُلَيْمٰنُ دَاوٗدَ وَقَالَ يٰٓاَيُّهَا النَّاسُ عُلِّمْنَا مَنْطِقَ الطَّيْرِ وَاُوْتِيْنَا مِنْ كُلِّ شَيْءٍ ؕ اِنَّ هٰذَا لَهُوَ الْفَضْلُ الْمُبِيْنُ ﴿۱۷﴾

وَحُشِرَ لِسُلَيْمٰنَ جُنُوْدُهٗ مِنَ الْجِنِّ

آهي جيڪي فرعون ۽ انهيءَ جي قوم ڏانهن موڪليا ويڻ وارا آهن اها اطاعت کان نڪري ويڻ واري قوم آهي.

**١٤**- پوءِ جڏهن انهن وٽ اسانجا نشان جيڪي اکيون کولي ڇڏڻ وارا هئا آيا ته انهن چيو هيءُ ته هڪ ظاهر ظهور جادو آهي.

**١٥**- ۽ انهن اصرار سان ظلم ۽ تڪبر ڪندي انهن (نشانن) جو انڪار ڪيو، حالانڪ انهن جون دليون انهن تي يقين آڻي چڪيون هيون. پوءِ ڏس ته فساد ڪرڻ وارن جي پڇاڙي ڪهڙي ٿيندي آهي.

**١٦**- ۽ اسان داؤد ۽ سليمان کي علم عطا ڪيو ۽ ٻنهي چيو، الله ئي سموري تعريف جو مالڪ آهي جنهن اسانکي پنهنجي ڪيترن ئي مومن ٻانهن تي فضيلت ڏني آهي.

**١٧**- ۽ سليمان داؤد جو وارث ٿيو ۽ انهيءَ چيو اي انسانو! اسانکي پکين ① جي زبان سيکاري ويئي آهي ۽ هر ڪا ضروري شيءِ (يعني تعليم) اسانکي ڏني ويئي آهي اِهو ظاهر ظهور فضل آهي.

**١٨**- ۽ (هڪ دفعي) سليمان جي اڳيان جنن ۽ انسانن ۽ پکين مان انهن جا لشڪر

١ـ اسان ٻي جاءِ تي لکي چُڪا آهيون ته طَيُــــرٌ جي معنيٰ آسماني پرواز ڪرڻ وارن ماڻهن (يعني بزرگ ماڻهن) جي هوندي آهي. اُها ئي معنيٰ هِن جاءِ پکين جي آهي.

وَالۡاِنۡسِ وَالطَّيۡرِ فَهُمۡ يُوۡزَعُوۡنَ ﴿١٨﴾

ترتيب وار گڏ ڪيا ويا (پوءِ انهن کي ڪُوچَ جو حڪم مليو).

حَتّٰٓى اِذَاۤ اَتَوۡا عَلٰى وَادِ النَّمۡلِ ۙ قَالَتۡ نَمۡلَةٌ يّٰۤاَيُّهَا النَّمۡلُ ادۡخُلُوۡا مَسٰكِنَكُمۡ ۚ لَا يَحۡطِمَنَّكُمۡ سُلَيۡمٰنُ وَجُنُوۡدُهٗ ۙ وَهُمۡ لَا يَشۡعُرُوۡنَ ﴿١٩﴾

**١٩**۔ايستائين جو جڏهن اُهي نمل جي وادي ① ۾ پهتا ته نمله قوم مان هڪ شخص چيو، اي نمله قوم پنهنجي پنهنجي گهرن ۾ هليا وڃو.ائين نه ٿئي جو سليمان ۽ انهيءَ جا لشڪر(توهانجي حالتن کي) نه ڄاڻندي توهانکي پيرن جي هيٺان چيپاٽي ڇڏين.

فَتَبَسَّمَ ضَاحِكًا مِّنۡ قَوۡلِهَا وَقَالَ رَبِّ اَوۡزِعۡنِیۡۤ اَنۡ اَشۡكُرَ نِعۡمَتَكَ الَّتِیۡۤ اَنۡعَمۡتَ عَلَیَّ وَعَلٰى وَالِدَیَّ وَاَنۡ اَعۡمَلَ صَالِحًا تَرۡضٰىهُ وَاَدۡخِلۡنِیۡ بِرَحۡمَتِكَ فِیۡ عِبَادِكَ الصّٰلِحِیۡنَ ﴿٢٠﴾

**٢٠**۔ پوءِ سليمان انهن جي ڳالهه ٻڌي کلي ڏنو ۽ چيائين،اي منهنجا رب! مونکي توفيق ڏي جو تنهنجي نعمت جو جيڪا تو مون تي ۽ منهنجي والدين تي ڪئي آهي شڪر② ادا ڪري سگهان ۽ اهڙو مناسب عمل ڪيان جنهن کي تون پسند فرمائين ۽ (اي خدا) پنهنجي رحم سان تون مونکي پنهنجي بزرگ ٻانهن ۾ داخل ڪر.

---

**١**۔واديءَ نمل سمنڊ جي ڪناري تي يروشلم جي سامهون يا هُن جي ويجهو دمشق مان حجاز ڏي ايندي هڪ سڄ پڇ جي وادي آهي جنهن کي استعاري طور تي واديءَ نمل چوندا آهن.اندازاً دمشق کان سئو ميل هيٺ واقع آهي. اِنهن علائقن ۾ حضرت سليمان عليه السلام جي وقت تائين عرب ۽ مدين جا ڪيترائي قبيلا رهندا هُئا.(ڏسو نقشو فلسطين ۽ شام بعهد قديم ۽ جديد ۽ نيلسنز انسائيڪلو پيڊيا Nelson's Encyclopedia) ۽ نمله هڪ قوم هئي جيڪا اُتي رهندي هئي.هِن آيت مان اِهو به ظاهر ٿئي ٿو ته حضرت سليمان عليه السلام جي قوم ڄاڻي ٻجهي ڪنهن کي نقصان نه رسائيندي هئي بلڪ جيڪڏهن هُن کي خبر پئجي وڃي ته ڪا قوم ڪمزور آهي ته هُن کي بچائڻ جي ڪوشش ڪندي هئي.

**٢**۔يعني هڪ وحشي قبيلي جا ماڻهو به هي ڄاڻن ٿا ته مان ڄاڻي ٻجهي اُنهن کي نقصان نه رسائيندس.(ڏسو پهرين آيت)

وَتَفَقَّدَ الطَّيْرَ فَقَالَ مَالِيَ لَآ اَرَى الْهُدْهُدَ ۖ اَمْ كَانَ مِنَ الْغَآئِبِيْنَ ﴿٢١﴾

٢١-۽ هن سيني پکين جي حاضري ورتي- پوءِ چيائين مونکي ڇا ٿيو آهي جو مان هُد هُد① کي کونه ٿو ڏسان يا اُهو(ڄاڻي ٻجهي) غير حاضر آهي.

لَاُعَذِّبَنَّهٗ عَذَابًا شَدِيْدًا اَوْ لَاَ اذْبَحَنَّهٗٓ اَوْ لَيَاْتِيَنِّيْ بِسُلْطٰنٍ مُّبِيْنٍ ﴿٢٢﴾

٢٢-مان انهيءَ کي يقيناً سخت سزا ڏيندس، يا انهيءَ کي قتل ڪري ڇڏيندس ② يا هُو منهنجي اڳيان ڪو ڪليل دليل(پنهنجي غير حاضريءَ جو) پيش ڪندو.

فَمَكَثَ غَيْرَ بَعِيْدٍ فَقَالَ اَحَطْتُّ بِمَا لَمْ تُحِطْ بِهٖ وَجِئْتُكَ مِنْ سَبَاٍ بِنَبَاٍ يَّقِيْنٍ ﴿٢٣﴾

٢٣-پوءِ ٿورڙي دير هو ترسيو(ايتري ۾ هُد هُد حاضر ٿيو) ۽ هن چيو ته مون انهيءَ ڳالهه جو علم حاصل ڪيو آهي جيڪو توکي حاصل نه آهي ۽ مان سبا(جي قوم جي علائقي) کان تو وٽ (آيو آهيان ۽) هڪ يقيني خبر آندي اٿم.

اِنِّيْ وَجَدْتُّ امْرَاَةً تَمْلِكُهُمْ وَاُوْتِيَتْ مِنْ كُلِّ شَيْءٍ وَّلَهَا عَرْشٌ عَظِيْمٌ ﴿٢٤﴾

٢٤-(جيڪا هيءَ آهي ته)مان(اُتي) هڪ عورت کي ڏٺو جيڪا انهن(جي سبجي قوم) تي حڪومت ڪري رهي آهي ۽ هر نعمت

١-ڪيترن ئي ادومي بادشاهن جو نالو هُدَدْ هو.جنهن کي عرب ماڻهو پنهنجي اُچار جي مطابق هُدْهُدْ چوندا هئا.هي نالو بنو اسماعيل ۾ عام رائج هو.حضرت سليمان عليه السلام جي دربار جي هڪ سردار جو نالو به هُد هُد هو.جڏهن حضرت سليمان عليه السلام جن موآب کي جيڪو هڪ وڏو انجنيئر هو، هُن جي سازش جي ڪري قتل ڪرايو ته هي هُد هُد پيچي مصر هليو ويو ته ڪٿي مونکي به نه ماري ڇڏين.پوءِ وري معافي گُهري ۽ سفارشون ڪرائي واپس اچي ويو(ڏسو جيوش انسائيڪلو پيڊيا) ممڪن آهي ته جيئن ته هي عام نالو هيو ڪن ٻين سردارن جو به هي نالو هجي.۽ جيئن ته عربيءَ ۾ هُد هُد هڪ پکيءَ جو به نالو آهي.مفسرن سمجهي ورتو ته شايد هي اُنهيءَ پکيءَ جو ذڪر آهي.

٢-عربي ۾ ذَبَحَ قَتَلَ جي معني ۾ به ايندو آهي. (تاج العروس).

ڪيس حاصل آهي ۽ انهيءَ جو هڪ وڏو تخت آهي.

وَجَدْتُّهَا وَقَوْمَهَا يَسْجُدُوْنَ لِلشَّمْسِ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ وَزَيَّنَ لَهُمُ الشَّيْطٰنُ اَعْمَالَهُمْ فَصَدَّهُمْ عَنِ السَّبِيْلِ فَهُمْ لَا يَهْتَدُوْنَ ﴿٢٥﴾

**٢٥**-۽ مون هن ڪي ۽ سندس قوم ڪي اللّٰه کانسواءِ سج جي اڳيان سجدو ڪندي ڏٺو ۽ شيطان انهن جا عمل ڪين سهڻا ڪري ڏيکاريا آهن ۽ انهن ڪي سچي رستي ڪان روڪي ڇڏيو آهي، جنهن جي سببان اُهي هدايت① تتا ماڻين.

اَلَّا يَسْجُدُوْا لِلّٰهِ الَّذِيْ يُخْرِجُ الْخَبْءَ فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَيَعْلَمُ مَا تُخْفُوْنَ وَمَا تُعْلِنُوْنَ ﴿٢٦﴾

**٢٦**-۽ اڙيل آهن تہ اللّٰه ڪي سجدو نہ ڪن جيڪو آسمانن ۽ زمين جي هر ڳجهي تقدير ڪي ظاهر ڪري ٿو ۽ جيڪي ڪي توهان لڪايو ۽ ظاهر ڪيو ٿا انهن (تدبيرن) ڪي بہ ڄاڻي ٿو

اَللّٰهُ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ رَبُّ الْعَرْشِ الْعَظِيْمِ ﴿٢٧﴾ السجدة

**٢٧**-(حالانڪ) اللّٰه اُهو آهي جنهن کانسواءِ ڪوبہ معبود ڪونهي(هُو) هڪ وڏي تخت جو مالڪ آهي.

قَالَ سَنَنْظُرُ اَصَدَقْتَ اَمْ كُنْتَ مِنَ الْكٰذِبِيْنَ ﴿٢٨﴾

**٢٨**-(انهيءَ تي سليمان) چيو تہ اسان ڏسنداسين تہ تو سچ ڳالهايو آهي يا تون ڪوڙن مان آهين.

١- هِن جي هيءَ معنيٰ نہ آهي تہ شيطان ماڻهن ڪي زبردستي هدايت ڪان روڪيندو آهي. بلڪ جيئن تہ اسان ڪئي دفعا اڳ لکي چڪا آهيون شيطان جي معنيٰ عربي ٻوليءَ ۾ حق ڪان ڏور رهڻ واري ۽ ڏور ڪرڻ واري جي بہ آهي ۽ هن جاءِ تي اِها ئي مراد آهي تہ حق ڪان ڏور رهڻ وارن ۽ ڏور ڪرڻ وارن ماڻهن اُنهن جي نظر ۾ اُهي شريعت جي برخلاف ۽ عقل جي خلاف ڪم جن ڪان صحيح فطرت ڪي نفرت ٿيندي آهي سُهڻا ڪري ڏيکاريا.

اِذْهَبْ بِّكِتٰبِىْ هٰذَا فَاَلْقِهْ اِلَيْهِمْ ثُمَّ تَوَلَّ عَنْهُمْ فَانْظُرْ مَاذَا يَرْجِعُوْنَ ﴿٢٩﴾

**٢٩**-تون هيءُ منهنجو خط کڻي وڃ ۽ انهيءَ کي هنن جي(يعني سبا جي قوم جي) سامهون اڇلي ڇڏ پوءِ (ادب سان) پوئتي هٽي(بيهي) رهه ۽ ڏس ته اُهي ڪهڙو جواب ڏين ٿا.

قَالَتْ يٰۤاَيُّهَا الْمَلَؤُا اِنِّىْۤ اُلْقِىَ اِلَىَّ كِتٰبٌ كَرِيْمٌ ﴿٣٠﴾

**٣٠**- (جڏهن انهيءَ ائين ڪيو)ته انهيءَ (راڻيءَ) چيو - اي منهنجا درباريو! منهنجي سامهون هڪ معزز خط رکيو ويو آهي.

اِنَّهٗ مِنْ سُلَيْمٰنَ وَ اِنَّهٗ بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ﴿٣١﴾

**٣١** -(جنهن جو مضمون هيءُ آهي) هيءُ خط سليمان جي طرفان آهي ۽ انهيءَ ۾ ٻڌايو ويو آهي ته اللّٰه جيڪو بي انتها رحم ڪرڻ وارو (۽) بار بار ڪرم ڪرڻ وارو آهي،انهيءَ جي نالي سان اسان شروع ڪيون ٿا.

اَلَّا تَعْلُوْا عَلَىَّ وَاْتُوْنِىْ مُسْلِمِيْنَ ﴿٣٢﴾ ع

**٣٢**- (۽ چون ٿا) ته اسان تي زيادتي نه ڪيو ۽ اسانجي حضور ۾ فرمانبردار بڻجي حاضر ٿي وڃو.

قَالَتْ يٰۤاَيُّهَا الْمَلَؤُا اَفْتُوْنِىْ فِىْۤ اَمْرِىْۚ مَا كُنْتُ قَاطِعَةً اَمْرًا حَتّٰى تَشْهَدُوْنِ ﴿٣٣﴾

**٣٣**-پوءِ انهيءَ (راڻيءَ) چيو اي سردارو! منهنجي معاملي ۾ پنهنجي پختي راءِ ڏيو. چو جو مان ڪڏهن به ڪو فيصلو نه ڪندي آهيان جيستائين توهان مون وٽ حاضر ٿي (۽ مشورو نٿا ڏيو).

قَالُوْا نَحْنُ اُولُوْا قُوَّةٍ وَّ اُولُوْا بَاْسٍ شَدِيْدٍ ۙ وَّ الْاَمْرُ اِلَيْكِ فَانْظُرِىْ مَاذَا تَاْمُرِيْنَ ﴿٣٤﴾

**٣٤**-(درٻارين)چيو اسان وڏي طاقت وارا آهيون ۽ ڏاڍا جنگجو آهيون ۽ (آخري) معاملو توهان جي هٿ ۾ آهي پوءِ غور ڪيو ته تون ڇا حڪم ڏيڻ چاهين ٿي(اسان انهيءَ جي تابعداري ڪنداسين).

قَالَتْ اِنَّ الْمُلُوْكَ اِذَا دَخَلُوْا قَرْيَةً اَفْسَدُوْهَا وَجَعَلُوْٓا اَعِزَّةَ اَهْلِهَآ اَذِلَّةً ۚ وَكَذٰلِكَ يَفْعَلُوْنَ ﴿٣٥﴾

**٣٥**۔هنَ چيو ته جڏهن بادشاهه ڪنهن ملڪ ۾ داخل ٿيندا آهن ته انهيءَ ڪي تباهه ڪري ڇڏيندا آهن ۽ انهيءَ جي رهاڪن مان عزت وارن ماڻهن ڪي ذليل ڪندا آهن ۽ اُهي ائين ڪندا آيا آهن.

وَاِنِّيْ مُرْسِلَةٌ اِلَيْهِمْ بِهَدِيَّةٍ فَنٰظِرَةٌۢ بِمَ يَرْجِعُ الْمُرْسَلُوْنَ ﴿٣٦﴾

**٣٦**۔۽ (مون فيصلو ڪيو آهي ته)مان اُنهن ڏانهن هڪ تحفو① موڪليندس۔ پوءِ ڏسندس ته منهنجا ايلچي ڪهڙو جواب وٺي واپس اچن ٿا.

فَلَمَّا جَآءَ سُلَيْمٰنَ قَالَ اَتُمِدُّوْنَنِ بِمَالٍ فَمَآ اٰتٰىنِۦَ اللّٰهُ خَيْرٌ مِّمَّآ اٰتٰىكُمْ ۚ بَلْ اَنْتُمْ بِهَدِيَّتِكُمْ تَفْرَحُوْنَ ﴿٣٧﴾

**٣٧**۔پوءِ جڏهن اُهو تحفو سليمان جي اڳيان آڻي رکيو ويو ته انهيءَ چيو ڇا توهان مال جي ذريعي منهنجي مدد ڪرڻ چاهيو ٿا (جيڪڏهن اها ڳالهه آهي ته ياد رکو ته) اللّٰه جيڪي ڪجهه مونکي ڏنو آهي اهو انهيءَ کان گهڻو بهتر آهي جيڪي توهانکي ڏنو آهي ۽ (معلوم ٿئي ٿو ته) توهان پنهنجي تحفي تي ڏاڍو ناز ڪرڻ وارا آهيو.

اِرْجِعْ اِلَيْهِمْ فَلَنَاْتِيَنَّهُمْ بِجُنُوْدٍ لَّا قِبَلَ لَهُمْ بِهَا وَلَنُخْرِجَنَّهُمْ مِّنْهَآ اَذِلَّةً وَّهُمْ صٰغِرُوْنَ ﴿٣٨﴾

**٣٨**۔(اي هُد هُد) تون انهن ڏانهن موٽي وڃ ۽ (انهن کي چئو ته) مان هڪ وڏي لشڪر سان انهن وٽ ايندس اهڙو لشڪر جو انهيءَ جي مقابلي جي ڪين

١۔پُراڻي زماني ۾ بادشاهن جو دستور هيو ته هُو وڏي طاقت وارن بادشاهن جو وات رشوت سان بند ڪندا هُئا جڏهن بلقيس جا تحفا حضرت سليمان عليه السلام کي مليا ته اُنهن سمجهيو ته هُن مونکي اهڙو ئي بد اخلاق قرارڏنو آهي ۽ هُن جي هِن فعل تي ناراضپي جو اظهار ڪيائين.

طاقت نہ هوندي ۽ مان ڪين انهيءَ (ملڪ)مان(فتح ڪرڻ ڪانپوءِ)اهڙي حالت ۾ ڪڍي ڇڏيندس جو(اُهي بادشاهت جي) عزت① وڃائي ويٺا هوندا.

قَالَ يٰٓاَيُّهَا الْمَلَؤُا اَيُّكُمْ يَاْتِيْنِيْ بِعَرْشِهَا قَبْلَ اَنْ يَّاْتُوْنِيْ مُسْلِمِيْنَ ﴿٣٩﴾

٣٩-(انهيءَ ڪانپوءِ) هنَ (پنهنجن درٻارين کي مخاطب ٿي) چيو اي درٻاريو! توهان مان ڪير انهيءَ جي تخت کي مون وٽ کڻي ايندو. انهيءَ کان پهرين جو اُهي(ماڻهو) فرمانبردار ٿي منهنجي خدمت ۾ حاضر ٿين.

قَالَ عِفْرِيْتٌ مِّنَ الْجِنِّ اَنَا اٰتِيْكَ بِهٖ قَبْلَ اَنْ تَقُوْمَ مِنْ مَّقَامِكَ ۚ وَ اِنِّيْ عَلَيْهِ لَقَوِيٌّ اَمِيْنٌ ﴿٤٠﴾

٤٠-(جابلو قومن مان) هڪ سرڪش سردار② چيو.اوهان جي(هن)جڳهه تان وڃڻ کان پهرين اهو (تخت)کڻي ايندس ۽ مان انهيءَ ڳالهه تي وڏي قدرت رکڻ وارو(۽)امانت وارو آهيان.

قَالَ الَّذِيْ عِنْدَهٗ عِلْمٌ مِّنَ الْكِتٰبِ اَنَا اٰتِيْكَ بِهٖ قَبْلَ اَنْ يَّرْتَدَّ اِلَيْكَ طَرْفُكَ ؕ فَلَمَّا رَاٰهُ مُسْتَقِرًّا عِنْدَهٗ قَالَ هٰذَا مِنْ

٤١-(انهي تي) انَ شخص③ جنهن کي (الٰهي) ڪتاب جو علم حاصل هو چيو تہ مان تو وٽ انهيءَ (تخت) کي تنهنجي اک چنڀڻ کان پهرين کڻي ايندس. پوءِ جڏهن

١ ـ هُمْ صَاغِرُوْنَ يعني جڏهن هو بادشاهن واري عزت وڃائي ويهندا.

٢ ـ قَالَ عِفْرِيْتٌ مِّنَ الْجِنِّ جا لفظ قرآن مجيد ۾ آهن ۽ هن مان مراد جابلو قومن جي ماڻهن منجهان هڪ سردار آهي.

٣ ـ جيئن تہ ملڪ يهودين جو هو اِن لاءِ عبراني عالم کي يقين هو تہ يهودي منهنجي لاءِ تمام جلدي ڪم ڪندا ان ڪري هُن عفريت کان پهريان عرش کڻي اچڻ جو واعدو ڪيو ۽ چيائين تہ مان تخت جلد حاضر ڪندس.مختلف ٻولين ۾ اک چنڀڻ جو محاورو جلديءَ تي دلالت ڪري ٿو ۽ اُن کي لفظي قرار ناهي ڏنو ويندو. هتي بہ انهيءَ معنيٰ ۾ استعمال ٿيو آهي.

فَضْلِ رَبِّيْ ۗ لِيَبْلُوَنِيْٓ ءَاَشْكُرُ اَمْ اَكْفُرُ ۗ وَمَنْ شَكَرَ فَاِنَّمَا يَشْكُرُ لِنَفْسِهٖ ۚ وَمَنْ كَفَرَ فَاِنَّ رَبِّيْ غَنِيٌّ كَرِيْمٌ ﴿٤١﴾

(سليمان) انهيءَ کي پر ۾ رکيل ڏٺو ته انهيءَ چيو. هيءُ منهنجي رب جي فضل جي سببان ٿيو آهي انهيءَ لاءِ ته اهو مونکي آزمائي ته مان شڪر ڪيان ٿو يا ناشڪري ڪيان ٿو ۽ جيڪو شڪر ڪري اهو پنهنجي جان جي فائدي لاءِ ائين ڪري ٿو ۽ جيڪو ناشڪري ڪري ته يقيناً منهنجو رب بي نياز(۽)وڏي سخاوت ڪرڻ وارو آهي.

قَالَ نَكِّرُوْا لَهَا عَرْشَهَا نَنْظُرْ اَتَهْتَدِيْٓ اَمْ تَكُوْنُ مِنَ الَّذِيْنَ لَا يَهْتَدُوْنَ ﴿٤٢﴾

٤٢-(پوءِ) انهيءَ چيو هُن (راڻيءَ) جي لاءِ انهيءَ جو تخت حقير① ڪري ڏيکاريو (اسان ڏسنداسين ته) ڇا اها هدايت حاصل ڪري ٿي يا انهن ماڻهن مان بڻجي ٿي جيڪي هدايت حاصل نٿا ڪن.

فَلَمَّا جَآءَتْ قِيْلَ اَهٰكَذَا عَرْشُكِ ۗ قَالَتْ كَاَنَّهٗ هُوَ ۚ وَاُوْتِيْنَا الْعِلْمَ مِنْ قَبْلِهَا وَكُنَّا مُسْلِمِيْنَ ﴿٤٣﴾

٤٣-پوءِ جڏهن اُها اچي ويئي ته چيو ويو، ڇا تنهنجو تخت اهڙو ئي آهي؟ انهيءَ ٿي هن چيو ته ائين معلوم ٿئي ٿو ته هيءُ اُهوئي آهي ۽ اسانکي هن کان پهرين ئي علم حاصل ٿي چڪو هو ۽ اسان (تنهنجا) فرمانبردار بڻجي چڪا هئاسين.

وَصَدَّهَا مَا كَانَتْ تَّعْبُدُ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ ۗ اِنَّهَا كَانَتْ مِنْ قَوْمٍ كٰفِرِيْنَ ﴿٤٤﴾

٤٤-۽ سليمان راڻيءَ کي اللّٰه کانسواءِ پوڄا ڪرڻ کان روڪيو. اُها يقيناً ڪافر قوم مان هئي.

١-يعني اهڙو تخت نا هِم جيڪو هُن جي تخت کان به اعليٰ هُجي. قرآن جا لفظ نَكِّرُوْا آهن جنهن جي معنيٰ عام ڪري ڇڏڻ جي آهي. يعني اُها شيءِ خاص نظر نه اچي عام ٿي وڃي. يعني اهڙو تخت نا هيو ته راڻيءَ جو تخت هِن جي پيٽ ۾ هُن کي عام شيءِ ڏسڻ ۾ اچي. (ڏسو اقرب)

قِيْلَ لَهَا ادْخُلِي الصَّرْحَ ۚ فَلَمَّا رَاَتْهُ حَسِبَتْهُ لُجَّةً وَّكَشَفَتْ عَنْ سَاقَيْهَا ۗ قَالَ اِنَّهٗ صَرْحٌ مُّمَرَّدٌ مِّنْ قَوَارِيْرَ ۗ قَالَتْ رَبِّ اِنِّيْ ظَلَمْتُ نَفْسِيْ وَاَسْلَمْتُ مَعَ سُلَيْمٰنَ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿٤٥﴾ ع ٣ ١٣ ١٨

۴۵-۽ کيس چيو ويو تہ محل ۾ داخل ٿيءُ. پوءِ جڏهن هن انهيءَ (محل) کي ڏٺو تہ کيس اونهون پاڻي سمجهيو ۽ گهبرائجي ويئي. تڏهن سليمان چيو هيءُ تہ محل آهي جنهن ۾ شيشي جا ٽڪرا لڳايا ويا آهن، تڏهن انهيءَ (راڻيءَ) چيو اي منهنجا رب! مون پنهنجي جان تي ظلم ڪيو ۽ مان سليمان سان گڏ رب العالمين خدا تي ايمان آڻيان ٿي①.

وَلَقَدْ اَرْسَلْنَآ اِلٰى ثَمُوْدَ اَخَاهُمْ صٰلِحًا اَنِ اعْبُدُوا اللّٰهَ فَاِذَا هُمْ فَرِيْقٰنِ يَخْتَصِمُوْنَ ﴿٤٦﴾

۴۶-۽ اسان ثمود ڏانهن سندن ڀاءُ صالح کي ضرور رسول بڻائي موڪليو هو(هيءُ چونديخ تہ اللّٰــــه جي عبادت ڪيو. پوءِ اُهي (ٻڌندي ئي) ٻہ گروهہ ٿي ويا جيڪي پاڻ ۾ وڙهڻ لڳا.

قَالَ يٰقَوْمِ لِمَ تَسْتَعْجِلُوْنَ بِالسَّيِّئَةِ قَبْلَ الْحَسَنَةِ ۚ لَوْلَا تَسْتَغْفِرُوْنَ اللّٰهَ لَعَلَّكُمْ تُرْحَمُوْنَ ﴿٤٧﴾

۴۷-انهيءَ (صالح) چيو اي منهنجي قوم! توهان خوشحالي اچڻ کان پهرين بدحاليءَ لاءِ ڇو جلدي ڪريو ٿا ڇا توهان خدا کان پنهنجن گناهن تي بخشش نٿا گهرو انهيءَ لاءِ تہ توهان تي رحم ڪيو وڃي.

قَالُوا اطَّيَّرْنَا بِكَ وَبِمَنْ مَّعَكَ ۗ قَالَ

۴۸-انهن چيو(اي صالح)اسان(جيترو سوچيو آهي)توکي ۽ تنهنجن ساٿين کي نياڳو ئي

---

١-يعني سليمان عليه السلام جي هِن تدبير سان تہ پاڻي مٿان شيشي جا بلاڪ لڳايا ويا هئا. هُوءَ پنهنجي غلطي جاڻي وئي. تہ جيئن شيشي هيٺان پاڻي ڏسڻ ۾ اچي ٿو اهڙي طرح سج جو نور خدا وٽان آهي اِن لاءِ سج کي پُوڄڻُ غلطي آهي ۽ خداتعاليٰ هڪڙو ئي آهي.

طَّيِرُكُمۡ عِنۡدَ اللّٰهِ بَلۡ اَنۡتُمۡ قَوۡمٌ تُفۡتَنُوۡنَ ﴿۴۸﴾

ڏنو① آهي. صالح چيو توهانجي نياڳ جو سبب تہ اللّٰه وٽ آهي پر حقيقت هيءَ آهي تہ توهان هڪ اهڙي قوم آهيو جنهن کي آزمائش ۾ وڌو ويو آهي.

وَكَانَ فِي الۡمَدِيۡنَةِ تِسۡعَةُ رَهۡطٍ يُّفۡسِدُوۡنَ فِي الۡاَرۡضِ وَلَا يُصۡلِحُوۡنَ ﴿۴۹﴾

۴۹- ۽ شهر ۾ نو ماڻهو② هئا جيڪي ملڪ ۾ فساد ڪندا هئا ۽ اصلاح نہ ڪندا هئا

قَالُوۡا تَقَاسَمُوۡا بِاللّٰهِ لَنُبَيِّتَنَّهٗ وَاَهۡلَهٗ ثُمَّ لَنَقُوۡلَنَّ لِوَلِيِّهٖ مَا شَهِدۡنَا مَهۡلِكَ اَهۡلِهٖ وَاِنَّا لَصٰدِقُوۡنَ ﴿۵۰﴾

۵۰- انهن چيو تہ توهان سڀئي انهيءَ تي اللّٰه جو قسم کڻو تہ اسان هن ۽ سندس گهر وارن تي رات جي وقت حملو ڪنداسين پوءِ جيڪو بہ هن جي خون جو مطالبو③ ڪرڻ ايندو اسان انهيءَ کي چونداسين تہ اسان هن جي ڪٽنب جي هلاڪت (جي واقعي) کي ناهي ڏٺو ۽ اسان سچا آهيون.

وَمَكَرُوۡا مَكۡرًا وَّمَكَرۡنَا مَكۡرًا وَّهُمۡ لَا يَشۡعُرُوۡنَ ﴿۵۱﴾

۵۱- ۽ اُنهن هڪ تدبير ڪئي ۽ اسان بہ هڪ تدبير ڪئي ۽ اُهي ڄاڻن نہ پيا.

---

١ - يعني توهان ماڻهو پنهنجي قوم جي لاءِ ڪنهن ترقيءَ جو نہ بلڪ تباهيءَ جو باعث بڻيا.

٢ - رَهۡطٌ جي معنيٰ قبيلي يا عدد جي هوندي آهي. هِن جاءِ جيئن تہ قبيلي جي معنيٰ نٿي ٺهي سگهي ان ڪري عدد جي معنيٰ ٿيندي.

٣ - قرآن مجيد ۾ وَلِيٌّ جو لفظ آهي ۽ وَلِيٌّ جي معنيٰ اهڙي شخص جي هوندي آهي جو ڪنهن جي ڪم ڪار جو ذمي دار ۽ هُن جو مددگار هوندو آهي. اهڙي طرح جيڪو شخص ڪنهن جي موت ڪانپوءِ هُن جي خون جي بدلي جو مطالبو ڪري هُن کي بہ عربيءَ ۾ وَلِيٌّ چوندا آهن. چو تہ اهڙو ماڻهو هُن جو مددگار هوندو آهي.

فَانْظُرْ كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ مَكْرِهِمْ ۙ اَنَّا دَمَّرْنٰهُمْ وَقَوْمَهُمْ اَجْمَعِيْنَ ﴿۵۲﴾

**۵۲**-پوءِ ڏس ته انهن جي تدبير جو نتيجو ڇا نڪتو. اسان انهن کي ۽ انهن جي قوم کي سڀني کي تباهه ڪري ڇڏيو.

فَتِلْكَ بُيُوْتُهُمْ خَاوِيَةًۢ بِمَا ظَلَمُوْا ؕ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيَةً لِّقَوْمٍ يَّعْلَمُوْنَ ﴿۵۳﴾

**۵۳**-پوءِ (ڏس) هي انهن جا گهر آهن جيڪي انهن جي ظلمن جي سببان ڪريل آهن هن ۾ علم واري قوم لاءِ وڏو نشان آهي.

وَاَنْجَيْنَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَكَانُوْا يَتَّقُوْنَ ﴿۵۴﴾

**۵۴**- ۽ اسان انهن ماڻهن کي جن ايمان آندو ۽ تقويٰ ڪندا هئا ڇوٽڪارو ڏنو.

وَلُوْطًا اِذْ قَالَ لِقَوْمِهٖۤ اَتَاْتُوْنَ الْفَاحِشَةَ وَاَنْتُمْ تُبْصِرُوْنَ ﴿۵۵﴾

**۵۵**-۽ (اسان) لوط کي (به رسول بڻائي موڪليو) جڏهن ته هن پنهنجي قوم کي چيو ڇا توهان بديون ڪيو ٿا ۽ توهان ڏسي رهيا هوندا آهيو.

اَئِنَّكُمْ لَتَاْتُوْنَ الرِّجَالَ شَهْوَةً مِّنْ دُوْنِ النِّسَآءِ ؕ بَلْ اَنْتُمْ قَوْمٌ تَجْهَلُوْنَ ﴿۵۶﴾

**۵۶**-ڇا توهان عورتن کي ڇڏي مردن وٽ شهوت جي نيت سان اچو ٿا حقيقت هيءَ آهي ته توهان هڪ جاهل قوم آهيو.

فَمَا كَانَ جَوَابَ قَوْمِهٖۤ اِلَّاۤ اَنْ قَالُوْۤا اَخْرِجُوْۤا اٰلَ لُوْطٍ مِّنْ قَرْيَتِكُمْ ۚ اِنَّهُمْ اُنَاسٌ يَّتَطَهَّرُوْنَ ﴿۵۷﴾

**۵۷**-پوءِ انهيءَ جي قوم جو جواب صرف هيءُ هو ته (اي انسانو!) لوط جي خاندان کي پنهنجي شهر مان ڪڍي ڇڏيو. اُهي اهڙا ماڻهو آهن جيڪي ڏاڍا نيڪ بڻجڻ چاهين ٿا.

فَاَنْجَيْنٰهُ وَاَهْلَهٗۤ اِلَّا امْرَاَتَهٗ ؗ قَدَّرْنٰهَا مِنَ الْغٰبِرِيْنَ ﴿۵۸﴾

**۵۸**-نتيجو⁽¹⁾ اِهو ٿيو جو اسان انهيءَ (لوط) کي ۽ انهيءَ جي ڪٽنب جي ماڻهن کي سواءِ انهيءَ جي زال جي ڇوٽڪارو ڏنو. اسان انهيءَ (زال) کي پوئتي⁽²⁾ رهڻ وارن ۾ ڳڻي ڇڏيو هو.

---

١ ـ فاء جي معنيٰ ”۽“ جي به ”ان ڪري جي به“ ۽ ”نتيجو“ جي به هوندي آهي.

٢ ـ يعني هُوءَ پنهنجي عملن جي ڪري ڏسڻ ۾ آئي ٿي ته پوئتي رهجي ويندي.

وَ اَمۡطَرۡنَا عَلَیۡهِمۡ مَّطَرًا ۚ فَسَآءَ مَطَرُ الۡمُنۡذَرِیۡنَ ﴿۵۹﴾

۵۹ـ ۽ اسان انهن تي هڪ مينهن وسايو ۽ جن کي عذاب جو پيغام پهچي چڪو هجي، انهن جو مينهن ڏاڍو برو هوندو آهي.

قُلِ الۡحَمۡدُ لِلّٰهِ وَ سَلٰمٌ عَلٰی عِبَادِهِ الَّذِیۡنَ اصۡطَفٰی ؕ آٰللّٰهُ خَیۡرٌ اَمَّا یُشۡرِکُوۡنَ ﴿۶۰﴾

۶۰ـ تون چئو هر تعريف جو الله (ئي) لائق آهي ۽ انهيءَ جا اُهي ٻانها جن کي هن چونڊيو هجي انهن تي سدائين سلامتي نازل ٿيندي آهي. ڇا الله بهتر آهي يا اهي شيون جنهن کي اهي (هن جو) شريڪ قرار ڏين ٿا؟.

اَمَّنۡ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَ الۡاَرۡضَ وَ اَنۡزَلَ لَکُمۡ مِّنَ السَّمَآءِ مَآءً ۚ فَاَنۡۢبَتۡنَا بِهٖ حَدَآئِقَ ذَاتَ بَهۡجَةٍ ۚ مَا کَانَ لَکُمۡ اَنۡ تُنۡۢبِتُوۡا شَجَرَهَا ؕ ءَاِلٰهٌ مَّعَ اللّٰهِ ؕ بَلۡ هُمۡ قَوۡمٌ یَّعۡدِلُوۡنَ ﴿۶۱﴾

۶۱ـ(ٻڌايو ته) آسمانن ۽ زمين کي ڪنهن پيدا ڪيو آهي؟ ۽ (ڪنهن) توهان لاءِ ڪڪر① مان پاڻي وسايو آهي پوءِ انهيءَ (پاڻيءَ) جي ذريعي اسان خوبصورت باغ پيدا ڪيا آهن توهان انهن باغن جا وڻ اُپائي نٿي سگهيا. ڇا الله سان ڪو ٻيو به معبود آهي؟ (جيڪو سڀني ڪائنات عالم جو انتظام ڪري رهيو آهي) پر هي(ڪافر) اهڙي قوم آهن جيڪي هن جا شريڪ② بڻائي رهيا آهن.

اَمَّنۡ جَعَلَ الۡاَرۡضَ قَرَارًا وَّ جَعَلَ خِلٰلَهَاۤ اَنۡهٰرًا وَّ جَعَلَ لَهَا رَوَاسِیَ وَ جَعَلَ بَیۡنَ الۡبَحۡرَیۡنِ حَاجِزًا ؕ ءَاِلٰهٌ مَّعَ اللّٰهِ ؕ

۶۲ـ(ٻڌايو ته) ڪنهن زمين کي رهڻ جي جاءِ بڻايو آهي؟ ۽ انهيءَ جي وچ ۾ درياهه وهايا آهن ۽ انهيءَ جي (فائدي) لاءِ جبل بڻايا آهن ۽ ٻن سمنڊن③ جي وچ ۾ (جن

ا ـ سَمَآءٌ جي معنيٰ آسمان کان علاوه ڪڪر جي به هوندي آهي.(اقرب)

٢ ـ عَدَلَ بِرَبِّهٖ جي معنيٰ ٿيندي آهي اَشۡرَكَ (اقرب) يعني شريڪ قرار ڏنو.

٣ ـ تفصيل لاءِ ڏسو نوٽ سورت فرقان آيت ۵۴.

بَلْ اَكْثَرُهُمْ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿٦٦﴾

مان هڪ منو ۾ هڪ ڪارو هوندو آهي) هڪ روڪ بڻائي آهي. ڇا اللّٰه ڪانسواءِ ڪو ٻيو معبود آهي؟ پر حقيقت هيءَ آهي ته انهن مان اڪثر ڄاڻن نٿا.

اَمَّنْ يُّجِيْبُ الْمُضْطَرَّ اِذَا دَعَاهُ وَيَكْشِفُ السُّوْٓءَ وَيَجْعَلُكُمْ خُلَفَآءَ الْاَرْضِ ءَاِلٰهٌ مَّعَ اللّٰهِ قَلِيْلًا مَّا تَذَكَّرُوْنَ ﴿٦٢﴾

**٦٢** -(ڀڻ ٻڌايو ته)ڪير ڪنهن لاچار جي دعا ٻڌي ٿو.جڏهن اهو انهيءَ (خدا) کان دعا گهري ٿو ۽ (انهيءَ جي) تڪليف ٽاري ڇڏي ٿو ۽ اهو توهان (دعا ڪرڻ وارن انسانن) کي(هڪ ڏينهن)سڄي زمين جو وارث بڻائي ڇڏيندو.ڇا(انهيءَ قادر مطلق) اللّٰه ڪانسواءِ ڪو معبود آهي؟ توهان بلڪل① نصيحت حاصل نٿا ڪيو.

اَمَّنْ يَّهْدِيْكُمْ فِيْ ظُلُمٰتِ الْبَرِّ وَالْبَحْرِ وَمَنْ يُّرْسِلُ الرِّيٰحَ بُشْرًا بَيْنَ يَدَيْ رَحْمَتِهٖ ءَاِلٰهٌ مَّعَ اللّٰهِ تَعٰلَى اللّٰهُ عَمَّا يُشْرِكُوْنَ ﴿٦٣﴾

**٦٣** -(ٻڌايو ته) خشڪين ۽ سمنڊن جي مصيبتن ۾ ڪير توهانکي ڇوٽڪاري جي واٽ ڏيکاري ٿو ۽ ڪير پنهنجي رحمت (يعني مينهن) کان پهرين خوشخبريءَ جي طور تي هوائن کي موڪلي ٿو ڇا اللّٰه ڪانسواءِ ڪو ٻيو معبود آهي؟. اللّٰه توهانجي شرڪ جي ڳالهين کان تمام اوچو آهي.

اَمَّنْ يَّبْدَؤُا الْخَلْقَ ثُمَّ يُعِيْدُهٗ وَمَنْ يَّرْزُقُكُمْ مِّنَ السَّمَآءِ وَالْاَرْضِ ءَاِلٰهٌ مَّعَ اللّٰهِ قُلْ هَاتُوْا بُرْهَانَكُمْ

**٦٤** -(ٻڌايو ته) هُو جيڪو پهريون دفعو پيدا ڪري ٿو ۽ پوءِ (پيدائش جي) سلسلي کي جاري ڪري ٿو ۽ جيڪو ڪڪرن ۽ زمين مان توهانکي رزق ڏئي ٿو. ڇا(انهيءَ قادر مطلق)اللّٰه ڪانسواءِ ڪو ٻيو معبود

١ -قَلِيْل جو لفظ عربي ٻولي جيءَ محاوري ۾ مڪمل نفيءَ جي لاءِ به استعمال ٿيندو آهي.اڙدوءَ ۾ به چوندا آهن. ”توهان مجو ڪٿي ٿا؟“ جنهن جو مطلب هي هوندو آهي ته توهان بلڪل نٿا مجو.

اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ﴿٦٥﴾

آهي؟ تون چئو تہ جيڪڏهن توهان سچا آهيو تہ پنهنجو دليل پيش ڪيو(تہ انهيءَ جا مَٽُ پيا بہ آهن).

قُلْ لَّا يَعْلَمُ مَنْ فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ الْغَيْبَ اِلَّا اللّٰهُ ۭ وَمَا يَشْعُرُوْنَ اَيَّانَ يُبْعَثُوْنَ ﴿٦٦﴾

٦٦-(پوءِ تون) چئو تہ آسمانن ۾ زمين ۾ جيڪا بہ مخلوق آهي خدا کانسواءِ (انهن مان ڪا) غيب کي نٿي ڄاڻي ۽ انهن مان ڪو اهو بہ نٿو سمجهي تہ انهن کي ڪڏهن زندهہ ڪري اُٿاريو ويندو.

بَلِ ادّٰرَكَ عِلْمُهُمْ فِي الْاٰخِرَةِ ۣ بَلْ هُمْ فِيْ شَكٍّ مِّنْهَا ۣ بَلْ هُمْ مِّنْهَا عَمُوْنَ ﴿٦٧﴾ ع

٦٧-پر حقيقت هيءَ آهي تہ آخرت واري زندگيءَ جي باري ۾ انهن جو علم بلڪل ختم ٿي ويو آهي بلڪ اُهي انهيءَ جي باري ۾ شڪ ۾ پيل آهن بلڪ اُهي انهيءَ جي باري ۾ بلڪل انڌا آهن.

وَقَالَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْٓا ءَاِذَا كُنَّا تُرٰبًا وَّاٰبَاۗؤُنَآ اَىِٕنَّا لَمُخْرَجُوْنَ ﴿٦٨﴾

٦٨-۽ ڪافر چون ٿا تہ ڇا جڏهن اسان ۽ اسان جا ابا ڏاڏا مٽي ٿي ويندا سين تہ ڇا اسان وري (زمين مان) زندهہ ڪري ڪڍيا ويندا سين.

لَقَدْ وُعِدْنَا هٰذَا نَحْنُ وَاٰبَاۗؤُنَا مِنْ قَبْلُ ۙ اِنْ هٰذَآ اِلَّآ اَسَاطِيْرُ الْاَوَّلِيْنَ ﴿٦٩﴾

٦٩-اسان ۽ اسانجن ابن ڏاڏن سان هن کان پهرين اهڙو ئي واعدو ڪيو ويو هو. پر اِهي صرف پهرين ماڻهن جون ڳالهيون آهن (جيڪي ڪڏهن بہ پوريون نٿيون ٿين).

قُلْ سِيْرُوْا فِي الْاَرْضِ فَانْظُرُوْا كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ الْمُجْرِمِيْنَ ﴿٧٠﴾

٧٠-تون چوءُ تہ زمين ۾ گهمو ۽ ڏسو تہ ڏوهارين جي پڇاڙي ڪهڙي ٿي هئي.

وَلَا تَحْزَنْ عَلَيْهِمْ وَلَا تَكُنْ فِيْ ضَيْقٍ مِّمَّا يَمْكُرُوْنَ ﴿٧١﴾

٧١-۽ تون انهن تي غم نہ ڪر ۽ انهن جي تدبيرن جي سببان تنگي محسوس نہ ڪر.

وَيَقُوْلُوْنَ مَتٰى هٰذَا الْوَعْدُ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ﴿٧٢﴾

**۷۲**- ۽ اُهي چون ٿا تہ جيڪڏهن توهان سچا آهيو تہ هي(عذاب جو)واعدو ڪڏهن پورو ٿيندو؟

قُلْ عَسٰٓى اَنْ يَّكُوْنَ رَدِفَ لَكُمْ بَعْضُ الَّذِيْ تَسْتَعْجِلُوْنَ ﴿٧٣﴾

**۷۳**-تون چئو تہ ممڪن آهي تہ اُهو(عذاب) جنهن لاءِ توهان جلدي ڪري رهيا آهيو انهيءَ جو ڪجهہ حصو توهانجي پنيان پنيان هليو ايندو هجي.

وَاِنَّ رَبَّكَ لَذُوْ فَضْلٍ عَلَى النَّاسِ وَلٰكِنَّ اَكْثَرَهُمْ لَا يَشْكُرُوْنَ ﴿٧٤﴾

**۷۴**-۽ تنهنجو رب ماڻهن تي فضل ڪرڻ وارو آهي. پر انهن مان اڪثر شڪر نٿا ڪن.

وَاِنَّ رَبَّكَ لَيَعْلَمُ مَا تُكِنُّ صُدُوْرُهُمْ وَمَا يُعْلِنُوْنَ ﴿٧٥﴾

**۷۵**-۽ تنهنجو رب انهن شين ڪي بہ ڄاڻي ٿو جن ڪي انهن جا سينا لڪائي رهيا آهن ۽ جن ڪي اهي ظاهر ڪري رهيا آهن.

وَمَا مِنْ غَآئِبَةٍ فِي السَّمَآءِ وَالْاَرْضِ اِلَّا فِيْ كِتٰبٍ مُّبِيْنٍ ﴿٧٦﴾

**۷۶**-۽ آسمانن ۽ زمين ۾ جيڪا بہ لڪل شي ءِ آهي هڪ بيان ڪرڻ واري ڪتاب ۾ (محفوظ) آهي.

اِنَّ هٰذَا الْقُرْاٰنَ يَقُصُّ عَلٰى بَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ اَكْثَرَ الَّذِيْ هُمْ فِيْهِ يَخْتَلِفُوْنَ ﴿٧٧﴾

**۷۷**- هي قرآن بني اسرائيل جي سامهون اڪثر اُهي ڳالهيون ٻڌائي ٿو جن ۾ اُهي اختلاف ڪري رهيا آهن.

وَاِنَّهٗ لَهُدًى وَّرَحْمَةٌ لِّلْمُؤْمِنِيْنَ ﴿٧٨﴾

**۷۸**- ۽ اُهو بيشڪ مومنن جي لاءِ هدايت ۽ رحمت آهي.

اِنَّ رَبَّكَ يَقْضِيْ بَيْنَهُمْ بِحُكْمِهٖ ۚ وَهُوَ الْعَزِيْزُ الْعَلِيْمُ ﴿٧٩﴾

**۷۹**-تنهنجو رب انهن(بني اسرائيل)جي وچ ۾ پنهنجي حڪم (يعني قرآن)سان(سچو) فيصلو ڪري ٿو ۽ اهو غالب (۽) ڏاڍي وڏي علم وارو آهي.

فَتَوَكَّلْ عَلَى اللّٰهِ ؕ اِنَّكَ عَلَى الْحَقِّ الْمُبِيْنِ ﴿۸۰﴾

**٨٠**-پوءِ اللّٰـه تي توڪل ڪر، تون يقيناً هڪ مدلّل حق تي قائم آهين.

اِنَّكَ لَا تُسْمِعُ الْمَوْتٰى وَلَا تُسْمِعُ الصُّمَّ الدُّعَآءَ اِذَا وَلَّوْا مُدْبِرِيْنَ ﴿۸۱﴾

**٨١**- تون هرگز مُردن ڪي نٿو ٻڌائي سگهين ۽ نه ٻوڙن ڪي ئي (پنهنجو) آواز ٻڌائي سگهين ٿو(خاص ڪري)جڏهن اهي پٺي ڦيرائي هليا وڃن ٿا.

وَمَآ اَنْتَ بِهٰدِى الْعُمْىِ عَنْ ضَلٰلَتِهِمْ ؕ اِنْ تُسْمِعُ اِلَّا مَنْ يُّؤْمِنُ بِاٰيٰتِنَا فَهُمْ مُّسْلِمُوْنَ ﴿۸۲﴾

**٨٢**-۽ تون انڌن ڪي به انهن جي گمراهيءَ کان بچائي هدايت نٿو ڏيئي سگهين تون ته صرف انهن ڪي ئي ٻڌائين ٿو جيڪي اسانجن آيتن تي ايمان آڻين ٿا ۽ اُهي(عملن به) فرمانبردار① هوندا آهن.

وَاِذَا وَقَعَ الْقَوْلُ عَلَيْهِمْ اَخْرَجْنَا لَهُمْ دَآبَّةً مِّنَ الْاَرْضِ تُكَلِّمُهُمْ ۙ اَنَّ النَّاسَ

**٨٣**-۽ جڏهن انهن جي تباهيءَ جي پيشنگوئي پوري ② ٿي ويندي ته اسان انهن جي لاءِ زمين مان هڪ جيوڙو③ ڪيندا سين

١-هتي **مُسْلِم** جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي عملاً فرمانبرداري ڪرڻ وارو. (مفردات راغب)

٢-هتي **عَلَيْهِمْ** آيو آهي. ۽ **عَلٰى** عموماً هي ٻُڌائي ٿو ته جنهن جي باري ۾ عذاب جي خبر آهي اُن جي خلاف ڳالهه ظاهر ٿي وئي.ان ڪري **وَقَعَ الْقَوْلُ** کانپوءِ جيئن ته **عَلٰى** جو لفظ آيو آهي ته اِن جو مطلب هي آهي ته اُنهن جي تباهي جي خبر پوري ٿي ويندي.

٣-**دَآبَّةً** مان مراد طاعون جو جيوڙو آهي جنهن جي آخري زماني ۾ ظاهر ٿيڻ جي خبر ڏني وئي هئي. اُهو جيوڙو جنهن جي جسم ڪي ٽُڪي اندر داخل ٿي ويندو آهي اُهو فوت ٿي ويندو آهي.جيئن ته رسول ڪريمﷺ جن هڪ حديث ۾ بيان فرمايو ته آخري زماني ۾ خداتعاليٰ **دَآبَّةُ الْاَرْض** پيدا ڪندو.(ڏسو ابن ڪثير بر حاشيه فتح البيان سورت نمل صفحه ٢٣١) اهڙي طرح ٻي حديث ۾ فرمايائون ته آخري زماني ۾ نغف جي بيماري پيدا ٿيندي (مسلم ڪتاب الفتن) انهن ٻنهن حديثن ڪي ڳڏائڻ سان هي نتيجو نڪري ٿو ته حديثن ۾ هيءَ خبر ڏني وئي هئي ته آخري زماني ۾ طاعون جو مرض

كَانُوْا بِاٰيٰتِنَا لَا يُوْقِنُوْنَ ﴿٨٣﴾ ع ٦/٢٦

جيڪو انهن کي زخمي ڪندو. انهيءَ ڪري جو ماڻهو اسانجن نشانن تي يقين نہ رکندا هئا.

وَيَوْمَ نَحْشُرُ مِنْ كُلِّ اُمَّةٍ فَوْجًا مِّمَّنْ يُّكَذِّبُ بِاٰيٰتِنَا فَهُمْ يُوْزَعُوْنَ ﴿٨٤﴾

٨٤- ۽ انهيءَ ڏينهن (کي ياد ڪيو) جڏهن هر (انهيءَ) قوم مان جيڪا اسانجن نشانن جو انڪار ڪندي رهي هوندي اسان هڪ وڏو گروهہ ڪڍو ڪنداسين- پوءِ انهيءَ (گروهہ) کي (جواب ڏيڻ لاءِ) مختلف گروهن ۾ ورهايو ويندو.

حَتّٰٓى اِذَا جَآءُوْ قَالَ اَكَذَّبْتُمْ بِاٰيٰتِيْ وَلَمْ تُحِيْطُوْا بِهَا عِلْمًا اَمَّاذَا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ﴿٨٥﴾

٨٥- ۽ جڏهن اُهي انهيءَ وٽ پهچندا هُو انهن کي چوندو- ڇا توهان منهنجن نشانن جو انهيءَ جي باوجود انڪار ڪيو هو تہ توهان علم جي ذريعي انهن جي پوري واقفيت حاصل نہ ڪئي هئي يا هيءُ ① ٻڌايو تہ توهان (اسلام جي خلاف ڪهڙيون) ڪهڙيون سازشون ڪندا هئا.

وَوَقَعَ الْقَوْلُ عَلَيْهِمْ بِمَا ظَلَمُوْا فَهُمْ لَا يَنْطِقُوْنَ ﴿٨٦﴾

٨٦- ۽ انهن جي ظلمن جي سببان انهن جي خلاف ڪيل پيشنگوئي پوري ٿي ويندي ۽ اُهي ڪا ڳالهہ ② ڪري نہ سگهندا.

اَلَمْ يَرَوْا اَنَّا جَعَلْنَا الَّيْلَ لِيَسْكُنُوْا فِيْهِ وَالنَّهَارَ مُبْصِرًا ؕ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ لِّقَوْمٍ يُّؤْمِنُوْنَ ﴿٨٧﴾

٨٧- ڇا اُنهن کي معلوم ناهي تہ اسان رات کي انهيءَ لاءِ بڻايو آهي تہ اهي انهيءَ ۾ آرام حاصل ڪن ۽ ڏينهن کي ڏسڻ جي طاقت ڏيڻ وارو بڻايو. انهيءَ ۾ يقيناً مومن قوم جي لاءِ وڏا نشان آهن.

**(باقي حاشيو)** پڪڙبو جيڪو هڪ لِڪَل جيوڙي سان بہ تعلق رکندڙ آهي ۽ ڳُڙ سان بہ تعلق رکندڙ آهي.

١- يعني چڱي نموني تحقيق نہ ڪئي هئي رڳو قوم جي ليڊرن جي پڙڪائڻ سان پڙڪي اُٿيا هئا.

٢- يعني ڪا دليل پنهنجي مخالفت جي پيش نہ ڪري سگهندا.

وَيَوْمَ يُنْفَخُ فِي الصُّوْرِ فَفَزِعَ مَنْ فِي السَّمٰوٰتِ وَمَنْ فِي الْاَرْضِ اِلَّا مَنْ شَآءَ اللّٰهُ ؕ وَكُلٌّ اَتَوْهُ دٰخِرِيْنَ ﴿۸۸﴾

**۸۸**-۽ (انهيءَ ڏينهن کي به ياد ڪيو) جنهن ڏينهن نفيل ۾ هوا ڦوڪي ويندي جنهن نتيجي ۾ آسمانن ۽ زمين ۾ جيڪو به آهي گهبرائجي اٿندو. سواءِ انهيءَ جي جنهن جي متعلق اللّٰه گهرندو (ته هو گهبراهٽ کان محفوظ رهي) ۽ سيئي انهيءَ (خدا) جي حضور مطيع ۽ فرمانبردار ٿي ايندا.

وَتَرَى الْجِبَالَ تَحْسَبُهَا جَامِدَةً وَّهِيَ تَمُرُّ مَرَّ السَّحَابِ ؕ صُنْعَ اللّٰهِ الَّذِيْٓ اَتْقَنَ كُلَّ شَيْءٍ ؕ اِنَّهٗ خَبِيْرٌۢ بِمَا تَفْعَلُوْنَ ﴿۸۹﴾

**۸۹**-۽ تون جبلن کي انهيءَ صورت ۾ ڏسين ٿو ته اهي پنهنجي جڳهه تي قائم آهن حالانڪ اهي ڪڪرن① وانگر هلي رهيا آهن. هيءَ اللّٰه جي صنعت آهي جنهن هر شيءَ کي مضبوط بڻايو آهي اُهو توهانجن عملن کان خوب واقف آهي.

مَنْ جَآءَ بِالْحَسَنَةِ فَلَهٗ خَيْرٌ مِّنْهَا ۚ وَهُمْ مِّنْ فَزَعٍ يَّوْمَئِذٍ اٰمِنُوْنَ ﴿۹۰﴾

**۹۰**-جيڪو ڪا نيڪي ڪندو هن کي انهيءَ کان بهتر بدلو ملندو ۽ اهڙا ماڻهو انهيءَ ڏينهن خوف کان(جنهن جو ذڪر مٿي ٿي چڪو آهي) محفوظ رهندا

وَمَنْ جَآءَ بِالسَّيِّئَةِ فَكُبَّتْ وُجُوْهُهُمْ فِي النَّارِ ؕ هَلْ تُجْزَوْنَ اِلَّا مَا كُنْتُمْ

**۹۱**-۽ جيڪي ماڻهو برا عمل ڪٽي خدا جي خدمت ۾ حاضر ٿيندا انهن جي سردارن② کي دوزخ ۾ اونڌو ڪري ڪيرايو ويندو ۽

١-هن ۾ پراڻي جاگرافي لکڻ وارن جي برخلاف زمين جي هلڻ جو ذڪر آهي جيڪي سج کي هلندڙ ۽ بڌائيندا هئا ۽ زمين کي بيٺل.

٢-قرآن مجيد ۾ وُجُوْهُهُمْ جا لفظ آهن. يعني اُنهن جا مُنهن دوزخ ۾ اُونڌا ڪري ڪيراياويندا.پر وَجُهٌ جي معنيٰ عربي بوليءَ ۾ مُنهن کان علاوه سردار جي به هوندي آهي. بي معنيٰ جيئن ته وڌيڪ واضح آهي ان ڪري اُنهيءَ کي ترجمي ۾ اختيار ڪيو ويو آهي.

تَعْمَلُوْنَ ﴿٩١﴾

چيو ويندو ته ڇا توهانجي جزا توهانجن عملن جي مطابق نہ آهي.

اِنَّمَآ اُمِرْتُ اَنْ اَعْبُدَ رَبَّ هٰذِهِ الْبَلْدَةِ الَّذِيْ حَرَّمَهَا وَلَهٗ كُلُّ شَيْءٍ وَّاُمِرْتُ اَنْ اَكُوْنَ مِنَ الْمُسْلِمِيْنَ ﴿٩٢﴾

**٩٢**-مونکي تہ فقط هيءُ حڪم ڏنو ويو آهي تہ مان هن شهر (مڪي) جي رب جي جنهن کي انهيءَ (رب) عزت ڀريو بڻايو آهي عبادت ڪريان ۽ هر شي ۽ انهيءَ جي قبضي ۾ آهي ۽ مونکي حڪم ڏنو ويو آهي تہ مان فرمانبردارن مان ٿي وڃان.

وَاَنْ اَتْلُوَا الْقُرْاٰنَ فَمَنِ اهْتَدٰى فَاِنَّمَا يَهْتَدِيْ لِنَفْسِهٖ وَمَنْ ضَلَّ فَقُلْ اِنَّمَآ اَنَا مِنَ الْمُنْذِرِيْنَ ﴿٩٣﴾

**٩٣**- ۽ هيءُ بہ تہ مان قرآن پڙهي ٻڌايان. پوءِ جيڪو انهيءَ کي ٻڌي هدايت حاصل ڪندو تہ انهيءَ جي هدايت حاصل ڪرڻ فقط انهيءَ جي جان جي ڪم ايندي ۽ جيڪو انهيءَ کي ٻڌي گمراهہ ٿي ويندو تہ تون انهيءَ کي چوءُ تہ مان صرف هڪ چتاءُ ڏيندڙ(وجود) آهيان.

وَقُلِ الْحَمْدُ لِلّٰهِ سَيُرِيْكُمْ اٰيٰتِهٖ فَتَعْرِفُوْنَهَا وَمَا رَبُّكَ بِغَافِلٍ عَمَّا تَعْمَلُوْنَ ﴿٩٤﴾

**٩٤**-۽ هيءُ بہ چوءُ تہ اللّٰہ ئي سڀني تعريفن جو لائق آهي اهو توهان کي پنهنجا نشان ڏيکاريندو ايستائين جو اوهان انهن کي سڃاڻي وٺندوءُ، توهانجو رب توهانجي عمل کان غافل ناهي.

سُوْرَةُ الْقَصَصِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ تِسْعٌ وَّ ثَمَانُوْنَ اٰيَةً وَّ تِسْعَةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت قصص- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم الله سميت هن جون اُٺانوي آيتون ۽ نوّ رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١- (مان) الله جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

طٰسٓمّٓ ②

٢- طاهر (پاڪ) سميع (دعائن ٻڌڻ وارو) مجيد (وڏي بزرگيءَ وارو خدا هن سورت کي نازل ڪرڻ وارو آهي).

تِلْكَ اٰيٰتُ الْكِتٰبِ الْمُبِيْنِ ③

٣- هي (يعني هن سورت جون آيتون) هڪ مُدَلّل ڪتاب جون آيتون آهن.

نَتْلُوْا عَلَيْكَ مِنْ نَّبَاِ مُوْسٰى وَ فِرْعَوْنَ بِالْحَقِّ لِقَوْمٍ يُّؤْمِنُوْنَ ④

٤- مومن قوم جي فائدي لاءِ اسان موسيٰ ۽ فرعون جا صحيح واقعا تنهنجي سامهون پڙهون ٿا.

اِنَّ فِرْعَوْنَ عَلَا فِي الْاَرْضِ وَ جَعَلَ اَهْلَهَا شِيَعًا يَّسْتَضْعِفُ طَآئِفَةً مِّنْهُمْ يُذَبِّحُ اَبْنَآءَهُمْ وَ يَسْتَحْيٖ نِسَآءَهُمْ ؕ اِنَّهٗ كَانَ مِنَ الْمُفْسِدِيْنَ ⑤

٥- فرعون (پنهنجي) ملڪ ۾ ڏاڍي وڏائيءَ کان ڪم ورتو هو ۽ انهيءَ جي رهڻ وارن کي ٽوليون ٽوليون ڪري ڇڏيو هو. هن انهن مان هڪ گروهه کي ڪمزور ڪرڻ چاهيو ٿي (اهڙي طرح جو) انهن جي پٽن کي قتل ڪندو هو ۽ انهن جي ڇوڪرين کي زنده رکندو هو ۽ هو يقيناً فسادين مان هو.

وَ نُرِيْدُ اَنْ نَّمُنَّ عَلَى الَّذِيْنَ اسْتُضْعِفُوْا فِي الْاَرْضِ وَ نَجْعَلَهُمْ اَئِمَّةً وَّ نَجْعَلَهُمُ

٦- ۽ اسان ارادو ڪري ڇڏيو هو ته جن ماڻهن کي ملڪ ۾ ڪمزور سمجهيو ويو هو انهن تي احسان ڪيون ۽ انهن کي

الْوٰرِثِيْنَ ۙ﴿۶﴾

سردار بڻايون ۽ انهن کي(سيني نعمتن جو)وارث ڪري ڇڏيون.

وَنُمَكِّنَ لَهُمْ فِي الْاَرْضِ وَنُرِيَ فِرْعَوْنَ وَهَامٰنَ وَجُنُوْدَهُمَا مِنْهُمْ مَّا كَانُوْا يَحْذَرُوْنَ ﴿۷﴾

٧-۽ انهن کي ملڪ ۾ دٻدٻو بخشيون ۽ فرعون ۽ هامان ۽ انهن جي لشڪرن کي هنن کان اهو ڪجهه ڏيکاريون جنهن جو انهن کي خوف لڳل هو.

وَاَوْحَيْنَآ اِلٰٓى اُمِّ مُوْسٰٓى اَنْ اَرْضِعِيْهِ ۚ فَاِذَا خِفْتِ عَلَيْهِ فَاَلْقِيْهِ فِي الْيَمِّ وَلَا تَخَافِيْ وَلَا تَحْزَنِيْ ۚ اِنَّا رَآدُّوْهُ اِلَيْكِ وَجَاعِلُوْهُ مِنَ الْمُرْسَلِيْنَ ﴿۸﴾

٨-۽ اسان موسیٰ جي ماءُ ڏانهن وحي ڪئي هئي ته انهيءَ کي (يعني موسیٰ کي) کير پيارپوءِ جڏهن تون انهيءَ (جي جان) جي باري ۾ خوف ڪرين ته انهيءَ کي درياهه ۾ وجهي ڇڏ ۽ ڊڄ نه ۽ نه ڪنهن گذريل واقعي جي سببان غم ڪر اسان انهيءَ کي توڏانهن موٽائي آڻينداسين ۽ انهيءَ کي رسولن مان هڪ رسول بڻائينداسين(سو موسیٰ جي ماءُ انهيءَ وحي جي مطابق عمل ڪيو ۽ موسیٰ کي درياهه ۾ وجهي ڇڏيو).

فَالْتَقَطَهٗٓ اٰلُ فِرْعَوْنَ لِيَكُوْنَ لَهُمْ عَدُوًّا وَّحَزَنًا ۭ اِنَّ فِرْعَوْنَ وَهَامٰنَ وَجُنُوْدَهُمَا كَانُوْا خٰطِــِٕيْنَ ﴿۹﴾

٩-سو انهيءَ ڪانپوءِ انهيءَ (موسیٰ) کي فرعون جي خاندان مان هڪ کڻي ورتو. جنهن جو نتيجو ⑴ هي ٿيو جو هڪ ڏينهن اهو انهن لاءِ دشمن ثابت ٿيو ۽ غم جو سبب بڻيو.فرعون ۽ هامان⑵ ۽ انهن ٻنهي جا لشڪر غلطيءَ ۾ مبتلا هئا.

١-ل جي معنیٰ ڪڏهن نتيجي جي هوندي آهي ۽ هِن کي لامِ عاقبت چوندا آهن.

٢- چوندا آهن ته هامان فرعون جي درٻارين منجهان هو.ان ڪري لشڪر کي هن جي رُتبي جي ڪري هُن ڏانهن منسوب ڪيو ويو آهي يا ممڪن آهي ته هو ڪماندر ان چيف هُجي.

وَقَالَتِ امۡرَاَتُ فِرۡعَوۡنَ قُرَّتُ عَيۡنٍ لِّيۡ وَلَكَ ؕ لَا تَقۡتُلُوۡهُ ۖ عَسٰٓى اَنۡ يَّنۡفَعَنَاۤ اَوۡ نَتَّخِذَهٗ وَلَدًا وَّهُمۡ لَا يَشۡعُرُوۡنَ ﴿١٠﴾

**١٠**- ۽ فرعون (جي خاندان) جي(هڪ) عورت ① چيو، هي تنهنجي لاءِ ۽ منهنجي لاءِ اکين جي ٺار جو سبب ٿيندو. انهيءَ کي قتل نہ ڪر ممڪن آهي تہ هڪ ڏينهن هو اسانکي نفعو پهچائي يا اسان انهيءَ کي پٽ بڻايون ۽ انهن کي اصل حقيقت② معلوم نہ هئي.

وَاَصۡبَحَ فُؤَادُ اُمِّ مُوۡسٰى فٰرِغًا ؕ اِنۡ كَادَتۡ لَتُبۡدِىۡ بِهٖ لَوۡلَاۤ اَنۡ رَّبَطۡنَا عَلٰى قَلۡبِهَا لِتَكُوۡنَ مِنَ الۡمُؤۡمِنِيۡنَ ﴿١١﴾

**١١**- ۽ موسيٰ جي ماءُ جي دل(غم کان) ڇوٽڪارو پاتو- ويجهو هو تہ جيڪڏهن اسان انهيءَ جي دل کي مومن بڻائڻ لاءِ مضبوط نہ ڪيون ها تہ اها هن واقعي جي سچي حقيقت ظاهر ڪري ڏئي ها.

وَقَالَتۡ لِاُخۡتِهٖ قُصِّيۡهِ ۫ فَبَصُرَتۡ بِهٖ عَنۡ جُنُبٍ وَّهُمۡ لَا يَشۡعُرُوۡنَ ۙ﴿١٢﴾

**١٢**- ۽ انهي (يعني موسيٰ جي ماءُ) انهيءَ (يعني موسيٰ) جي ڀيڻ کي چيو تہ هن جي پويان پويان وڃ. پوءِ اها انهيءَ کي پري کان ڏسندي رهي ۽ اهي(يعني فرعون جا ماڻهو) بي خبر هئا.

وَحَرَّمۡنَا عَلَيۡهِ الۡمَرَاضِعَ مِنۡ قَبۡلُ فَقَالَتۡ

**١٣**- ۽ اسان انهيءَ (يعني موسيٰ)تي انهيءَ کان پهرين ڌير پيارڻ وارين کي حرام③

١ـ هن مان مراد هن جي ڇوڪري آهي.ڇونداآهن جنهن عورت کي موسيٰ درياهہ جي ڪناري تي مليو اُها فرعون جي ڌِيءُ هئي(خروج باب ٢ آيت ٥) هُن جي خواهش هئي تہ هڪ سنو ٻار پالي.

٢ـ يعني خداتعاليٰ هُن ٻار کي فرعون ۽ هُن جي قوم جي تباهيءَ لاءِ انهن جي گهر رکرايو.

٣ـ هن مان معلوم ٿئي ٿو تہ موسيٰ عليه السلام جنهن ٽوڪري ۾ هُئا اُهو ترندو ترندو پهريان ڪناري کي وڃي لڳو هو ۽ موسيٰ عليه السلام جي ڀيڻ احتياط سان تمام هوريان هوريان پويان هلندي رهي هئي.ان عرصي ۾فرعون جي ڌيءُ ڪيترين ئي ڌير پيارڻ واريون سڏي اُنهن کي موسيٰ عليه السلام کي ڌير پيارڻ جو حڪم ڏنو پر موسيٰ عليه السلام اُنهن جو ڌير پيئڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو.ايستائين جو الٰهي

هَلْ اَدُلُّكُمْ عَلٰۤى اَهْلِ بَيْتٍ يَّكْفُلُوْنَهٗ لَكُمْ وَهُمْ لَهٗ نٰصِحُوْنَ ﴿١٣﴾

ڪري ڇڏيو.پوءِ هن (يعني موسٰي جي ڀيڻ) چيو ته ڇا مان توهان کي هڪ اهڙي گهر وارن جي خبر ڏيان جيڪي انهيءَ کي توهان لاءِ پالي ڏين ۽ اُهي هِن جا خير خواهه ثابت ٿيندا.

فَرَدَدْنٰهُ اِلٰۤى اُمِّهٖ كَیْ تَقَرَّ عَيْنُهَا وَلَا تَحْزَنَ وَلِتَعْلَمَ اَنَّ وَعْدَ اللّٰهِ حَقٌّ وَّلٰكِنَّ اَكْثَرَهُمْ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿١٤﴾ ع

۱۴-اهڙيءَ طرح اسان هن کي سندس ماءُ ڏانهن موٽائي ڇڏيو انهيءَ لاءِ ته هن جون اکيون ٺرن ۽ اها غم نه ڪري ۽ سمجهي ته اللّٰه جو واعدو پورو ٿي رهندو آهي پر (منڪرن مان) اڪثر ڄاڻن ٿا.

وَلَمَّا بَلَغَ اَشُدَّهٗ وَاسْتَوٰۤى اٰتَيْنٰهُ حُكْمًا وَّعِلْمًا ؕ وَكَذٰلِكَ نَجْزِى الْمُحْسِنِيْنَ ﴿١٥﴾

۱۵-۽ جڏهن اُهو پنهنجي پڪي(١) جوانيءَ کي پهتو ۽ (پنهنجي اعلٰي اخلاق تي) مضبوطيءَ سان قائم ٿي ويو ته اسان انهيءَ کي دانائي ۽ علم بخشيو ۽ اسان محسنن کي اهڙو ئي بدلو ڏيندا آهيون.

وَدَخَلَ الْمَدِيْنَةَ عَلٰى حِيْنِ غَفْلَةٍ مِّنْ اَهْلِهَا فَوَجَدَ فِيْهَا رَجُلَيْنِ يَقْتَتِلٰنِ ۗ هٰذَا مِنْ شِيْعَتِهٖ وَهٰذَا مِنْ عَدُوِّهٖ ۚ فَاسْتَغَاثَهُ الَّذِىْ مِنْ شِيْعَتِهٖ عَلَى الَّذِىْ مِنْ عَدُوِّهٖ ۙ

۱۶-۽ (هڪ ڏينهن) هو شهر ۾ اهڙي وقت آيو جو ماڻهو غفلت جي حالت(٢) ۾ هئا هن انهيءَ شهر ۾ ٻن ماڻهن کي ڏٺو ته پاڻ ۾ وڙهي رهيا هئا. هڪڙو انهيءَ جي دوستن جي گروهه مان هو ۽ ٻيو هن جي دشمن مان هو. پوءِ هن جيڪو سندس جماعت

**(باقي حاشيو)** تدبير جي مطابق هو پنهنجي ماءُ وٽ موٽي آيا.

١-هِن مان مراد هي آهي ته اهڙي عمر کي پهتو، جنهن ۾ وحي نازل ٿيندي آهي يعني ٣٠ کان وٺي ٤٠ تائين يا هِن کان مٿي.

٢-يعني آرام سان پنهنجي گهرن ۾ سمهي رهيا هُئا. منجهند جو يا آڌي رات جو.

فَوَكَزَهٗ مُوْسٰى فَقَضٰى عَلَيْهِ ۖ قَالَ هٰذَا مِنْ عَمَلِ الشَّيْطٰنِ ؕ اِنَّهٗ عَدُوٌّ مُّضِلٌّ مُّبِيْنٌ ﴿١٦﴾

مان هو انهيءَ شخص جي خلاف جيڪو هن جي دشمنن مان هو سندس مدد طلب ڪئي. انهيءَ تي موسيٰ انهيءَ (دشمن) کي هڪ ٺونشو① هنيو ۽ انهيءَ (ٺونشي) انهيءَ جو ڪم پورو ڪري ڇڏيو. پوءِ موسيٰ چيو ته هي سڄو واقعو شيطاني ڪرتوتن② سان ٿيو آهي. اهو (شيطان) (موسن جو) دشمن ۽ (انهيءَ کي امن جي رستي کان) ظاهر ظهور ڀرغلائڻ وارو آهي.

قَالَ رَبِّ اِنِّيْ ظَلَمْتُ نَفْسِيْ فَاغْفِرْ لِيْ فَغَفَرَ لَهٗ ؕ اِنَّهٗ هُوَ الْغَفُوْرُ الرَّحِيْمُ ﴿١٧﴾

١٧- پوءِ موسيٰ دعا ڪئي ته اي منهنجا رب! مون پنهنجي جان کي تڪليف ۾ وجهي ڇڏيو آهي. پوءِ تون منهنجي انهيءَ فعل تي پردو وجهي ڇڏ سو اُنهيءَ اِنهي فعل تي پردو وجهي ڇڏيو. هو ڏاڍو بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

قَالَ رَبِّ بِمَآ اَنْعَمْتَ عَلَيَّ فَلَنْ اَكُوْنَ ظَهِيْرًا لِّلْمُجْرِمِيْنَ ﴿١٨﴾

١٨- تڏهن موسيٰ عرض ڪيو، اي منهنجا رب! ڇاڪاڻ ته تو مون تي انعام③ ڪيو آهي مان به ڪڏهن مجرمن مان ڪنهن به مجرم جي مدد نه ڪندس.

فَاَصْبَحَ فِي الْمَدِيْنَةِ خَآئِفًا يَّتَرَقَّبُ فَاِذَا

١٩- انهيءَ کانپوءِ هُو شهر ۾ صبح جي وقت

١- ٺونشو، جنهن کي پنجابيءَ ۾ مُڪو چوندا آهن.

٢- يعني شيطان منهنجي قوم جي ماڻهو ۽ فرعون جي قوم جي ماڻهو کي ڪاوڙ ڏياري پاڻ ۾ ويڙهائي ڇڏيو ۽ مونکي پنهنجي قوم جي ماڻهو جي جيڪو مظلوم هُيو مدد ڪرڻي پئي ۽ فرعون جي قوم جو ماڻهو مري ويو.

٣- يعني مونکي هڪ مظلوم جي مدد جو موقعو ڏنو آهي. ان ڪري هن جي شڪراني ۾ مان هميشه مظلوم جي ئي مدد ڪندو رهندس. ظالم جي مدد ڪڏهن نه ڪندس.

الَّذِی اسۡتَنۡصَرَہٗ بِالۡاَمۡسِ یَسۡتَصۡرِخُہٗ ؕ قَالَ لَہٗ مُوۡسٰۤی اِنَّکَ لَغَوِیٌّ مُّبِیۡنٌ ﴿۱۹﴾

دشمنن کان خوف کندوءِ هيڏانهن هوڏانهن ڏسندي نڪتو ته ڇا ٿو ڏسي ته جنهن هن کان ڪالهه مدد گهري هئي اهو وري انهيءَ کي مدد لاءِ سڏي رهيو آهي انهيءَ تي موسيٰ هن کي چيو تون يقيناً هڪ ظاهر ظهور گمراهه آهين.

فَلَمَّاۤ اَنۡ اَرَادَ اَنۡ یَّبۡطِشَ بِالَّذِیۡ ہُوَ عَدُوٌّ لَّہُمَا ۙ قَالَ یٰمُوۡسٰۤی اَتُرِیۡدُ اَنۡ تَقۡتُلَنِیۡ کَمَا قَتَلۡتَ نَفۡسًۢا بِالۡاَمۡسِ ٭ۖ اِنۡ تُرِیۡدُ اِلَّاۤ اَنۡ تَکُوۡنَ جَبَّارًا فِی الۡاَرۡضِ وَ مَا تُرِیۡدُ اَنۡ تَکُوۡنَ مِنَ الۡمُصۡلِحِیۡنَ ﴿۲۰﴾

**٢٠**-پوءِ جڏهن هن ارادو ڪيو ته انهيءَ شخص کي پڪڙي جيڪو انهن ٻنهي جو دشمن هو ته انهيءَ (شخص①) چيو ته اي موسيٰ! ڇا تون چاهين ٿو ته مونکي قتل ڪري ڇڏين. جهڙيءَ طرح تو ڪلهه هڪ شخص کي قتل ڪيو هو تون صرف اهو چاهين ٿو ته ڪمزورن کي ملڪ ۾ دٻائي ڇڏين ۽ اصلاح ڪرڻ وارن ۾ شامل ٿيڻ تنهنجو مطلب ناهي.

وَ جَآءَ رَجُلٌ مِّنۡ اَقۡصَا الۡمَدِیۡنَۃِ یَسۡعٰی ۫ قَالَ یٰمُوۡسٰۤی اِنَّ الۡمَلَاَ یَاۡتَمِرُوۡنَ بِکَ لِیَقۡتُلُوۡکَ فَاخۡرُجۡ اِنِّیۡ لَکَ مِنَ النّٰصِحِیۡنَ ﴿۲۱﴾

**٢١**-۽ انهيءَ وقت هڪ شخص شهر جي پراهين حصي کان ڊوڙندو آيو ۽ چيائين اي موسيٰ(ملڪ جا) رئيس مشورو ڪري رهيا آهن ته توکي قتل ڪري②ڇڏين. پوءِ (منهنجي ڳالهه ٻڌ ۽) هن شهر مان نڪري وڃ، مان تنهنجن خير خواهن مان آهيان.

١-يعني جيڪو بني اسرائيل مان هُيو هُن غلطي وچان هي سمجهيو ته هو مونکي مارڻ لڳو آهي ۽ رڙ سان چيائين ته ڪلهه وانگر تون اڄ به خون ڪرڻ چاهين ٿو.

٢-يعني ڪنهن نه ڪنهن طرح سان ڪالهوڪي ڳالهه جي پڌڪ هُنن جي ڪن ۾ پئجي وئي آهي. معلوم ٿئي ٿو ته هي ماڻهو موسيٰ جي هم خيالن ۽ دوستن مان هُيو.

فَخَرَجَ مِنْهَا خَآئِفًا يَّتَرَقَّبُ ۫ قَالَ رَبِّ نَجِّنِیْ مِنَ الْقَوْمِ الظّٰلِمِیْنَ ﴿۲۲﴾ ع ۲ ۸ ۵

۲۲۔ تڏهن هُو انهيءَ شهر مان ڊڄندي نڪري ويو ۽ هُو هوشياريءَ سان هيڏانهن هوڏانهن ڏسندو ٿي ويو انهيءَ وقت انهيءَ دعا ڪئي ۽ چيائين اي منهنجا رب! سونکي ظالم قوم کان نجات ڏي.

وَلَمَّا تَوَجَّهَ تِلْقَآءَ مَدْيَنَ قَالَ عَسٰی رَبِّیْۤ اَنْ یَّهْدِیَنِیْ سَوَآءَ السَّبِیْلِ ﴿۲۳﴾

۲۳۔ ۽ جڏهن هُو مدين ① شهر ڏانهن هليو، ته انهيءَ چيو مونکي اميد ② آهي ته منهنجو رب مونکي سڌورستو ڏيکاري ڇڏيندو.

وَلَمَّا وَرَدَ مَآءَ مَدْيَنَ وَجَدَ عَلَيْهِ اُمَّةً مِّنَ النَّاسِ يَسْقُوْنَ ۫ وَوَجَدَ مِنْ دُوْنِهِمُ امْرَاَتَيْنِ تَذُوْدٰنِ ۚ قَالَ مَا خَطْبُكُمَا ؕ قَالَتَا لَا نَسْقِیْ حَتّٰی يُصْدِرَ الرِّعَآءُ ٚ وَاَبُوْنَا شَيْخٌ كَبِيْرٌ ﴿۲۴﴾

۲۴۔ ۽ جڏهن هُو مدين شهر جي چشمي وٽ آيو ته هن انهيءَ وٽ ماڻهن جو هڪ گروهه ڏٺو جيڪي (پنهنجن جانورن کي) پاڻي پياري رهيا هئا ۽ انهن کان ٿورڙو پوئتي ٻه ٻيئل عورتون ③ ڏٺيون جيڪي پنهنجن جانورن کي (هجوم کان پري) هٽائي رهيون هيون. موسیٰ انهن کي چيو توهان ٻنهي کي ڪهڙو اهم ڪم درپيش ④ آهي. انهيءَ تي ٻنهي عورتن چيو، اسان پاڻي

۱۔مصر کان عبراني علائقي ڏانهن ويندي رستي ۾ مدين ايندوهو. اُن وقت مدين ۾ عاد قوم جا عرب رهندا هئا. اسرائيلين عربن کي موسیٰ کي بچائڻ جو سنو بدلو ڏنو آهي. اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّا اِلَيْهِ رَاجِعُوْنَ

۲۔عَسٰی عربي ٻولي ۾ ڪنهن شيءِ جي تسلي رکڻ لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي (مغني اللبيب).

۳۔قرآن مجيد ۾ ٻن عورتن جو ذڪر آهي پر بائيبل خروج باب ۲ آيت ۱۶ ۾ لکيل آهي ته ست ڇوڪريون آيون هُيون. هي فرق ان لاءِ آهي ته قرآن ڪريم ۾ صرف وڏين ڇوڪرين جو ذڪر آهي ڇو ته اڳتي شادي جو معاملو اچڻ وارو هيو. بائيبل ان جي برخلاف جيتريون ڇوڪريون پنهنجي پينرن سان گڏ آيون هيون ننڍيون توڙي وڏيون سڀني جو ذڪر ڪري ڇڏيو.

۴۔هتي خَطْب جو لفظ آهي جنهن جي معني آهي وڏو اهم ڪم.

پياري نہ ٿيون سگهون جيستائين پيا ڌنار هليا نہ وڃن ۽ اسانجو پيءُ ڏاڍو پوڙهو آهي(انهيءَ ڪري اسان سان نہ اچي سگهيو).

فَسَقٰى لَهُمَا ثُمَّ تَوَلّٰٓى اِلَى الظِّلِّ فَقَالَ رَبِّ اِنِّىْ لِمَآ اَنْزَلْتَ اِلَىَّ مِنْ خَيْرٍ فَقِيْرٌ ﴿۲۵﴾

**۲۵**-پوءِ هُن انهن ٻنهي جي خاطر(جانورن ڪي)پاڻي پياريو.پوءِ هڪ پاڇي ڏانهن هٽي ويو.پوءِ چيائين اي منهنجا رب! پنهنجي پلاڻيءَ مان جيڪي ڪجهہ تون مون تي نازل ڪرين مان انهيءَ جو محتاج آهيان.

فَجَآءَتْهُ اِحْدٰىهُمَا تَمْشِىْ عَلَى اسْتِحْيَآءٍ ؗ قَالَتْ اِنَّ اَبِىْ يَدْعُوْكَ لِيَجْزِيَكَ اَجْرَ مَا سَقَيْتَ لَنَا ؕ فَلَمَّا جَآءَهٗ وَقَصَّ عَلَيْهِ الْقَصَصَ ۙ قَالَ لَا تَخَفْ ٚ نَجَوْتَ مِنَ الْقَوْمِ الظّٰلِمِيْنَ ﴿۲۶﴾

**۲۶**-انهيءَ ڪانپوءِ انهن ٻنهي ڇوڪرين مان هڪ هلندي آهي ۽ اها شرمائي رهي هئي ۽ انهيءَ چيو منهنجو پيءُ توکي سڏي ٿو انهيءَ لاءِ تہ توکي اسانجي جڳهہ تي(جانورن ڪي) پاڻي پيارڻ جو اجورو عطا ڪري.پوءِ جڏهن هو انهيءَ(يعني ڇوڪرين جي پيءُ) وٽ آيو ۽ انهيءَ جي اڳيان(پنهنجو)سارو واقعو بيان ڪيائين تہ انهيءَ چيس ڊڄ نہ، تون هاڻي ظالم قوم جي هٿ ڪان ڇوٽڪارو حاصل ڪري ويو آهين.

قَالَتْ اِحْدٰىهُمَا يٰٓاَبَتِ اسْتَاْجِرْهُ ؗ اِنَّ خَيْرَ مَنِ اسْتَاْجَرْتَ الْقَوِىُّ الْاَمِيْنُ ﴿۲۷﴾

**۲۷**-انهيءَ تي انهن(ٻنهي ڇوڪرين)مان هڪڙي چيو، اي منهنجا پيءُ! هن ڪي تون ملازم ڪٽي رک ڇو جو جن ڪي تون ملازم رکين انهن مان بهتر شخص اهو ئي هوندو جيڪو مضبوط① بہ هجي ۽ امانتدار بہ.

**۱**-اُهي ڇوڪريون اجنبي هُيون پوءِ هيءَ تعريف موسٰي جي هُنن ڇو ڪئي. اِن جو جواب هي آهي تہ ڪيترن ئي ڌنارن ڪي پري ڪري چشمي مان جانورن ڪي ڀهريان پاڻي پيارڻ مضبوط ماڻهن جو ڪم آهي.پوءِ پاڻي پيارڻ ڪانپوءِ هڪ پاسي وڃي پاڇي هينان ويهڻ ۽ ڇوڪرين مان ڪنهن شڪراني

قَالَ اِنِّیۡۤ اُرِیۡدُ اَنۡ اُنۡکِحَکَ اِحۡدَی ابۡنَتَیَّ ہٰتَیۡنِ عَلٰۤی اَنۡ تَاۡجُرَنِیۡ ثَمٰنِیَ حِجَجٍ ۚ فَاِنۡ اَتۡمَمۡتَ عَشۡرًا فَمِنۡ عِنۡدِکَ ۚ وَ مَاۤ اُرِیۡدُ اَنۡ اَشُقَّ عَلَیۡکَ ؕ سَتَجِدُنِیۡۤ اِنۡ شَآءَ اللّٰہُ مِنَ الصّٰلِحِیۡنَ ﴿۲۸﴾

**۲۸**۔تڏهن انهيءَ شخص چيو(اي موسىٰ) مان چاهيان ٿو تہ هن شرط تي پنهنجن هنن ٻن ڇوڪرين مان هڪ سان تنهنجو نڪاح ڪريان جيڪڏهن تون اٺن سالن تائين منهنجي خدمت ڪرين پوءِ جيڪڏهن تون (اٺن جي عدد جي جاءِ تي)ڏهن جي عدد سان پنهنجي واعدي کي مڪمل ڪري ڇڏين تہ اِهو تنهنجو احسان ٿيندو ۽ مان تو تي ڪو بوجهہ وجهڻ نٿو گهران.جيڪڏهن اللّٰه گهريو تہ تون مونکي نيڪ معاملي ڪرڻ وارن مان لهندين.

قَالَ ذٰلِکَ بَیۡنِیۡ وَ بَیۡنَکَ ؕ اَیَّمَا الۡاَجَلَیۡنِ قَضَیۡتُ فَلَا عُدۡوَانَ عَلَیَّ ؕ وَ اللّٰہُ عَلٰی مَا نَقُوۡلُ وَکِیۡلٌ ﴿۲۹﴾ ع

**۲۹**۔(انهيءَ تي موسىٰ)چيوهيءَ ڳالهہ منهنجي ۽ تنهنجي وچم پڪي ٿي وئي.انهن ٻنهي مدتن مان جيڪا بہ مان پوري ڪريان مون تي ڪو الزام نہ هوندو ۽ جيڪي ڪجهہ اسان چئون ٿا، اللّٰه انهيءَ تي شاهد آهي.

فَلَمَّا قَضٰی مُوۡسَی الۡاَجَلَ وَ سَارَ بِاَہۡلِہٖۤ اٰنَسَ مِنۡ جَانِبِ الطُّوۡرِ نَارًا ۚ قَالَ لِاَہۡلِہِ امۡکُثُوۡۤا اِنِّیۡۤ اٰنَسۡتُ نَارًا لَّعَلِّیۡۤ اٰتِیۡکُمۡ مِّنۡہَا بِخَبَرٍ اَوۡ جَذۡوَۃٍ مِّنَ النَّارِ

**۳۰**۔جڏهن موسىٰ مقرر وقت کي پورو ڪيو ۽ پنهنجي گهروارن کي وٺي هليو تہ هن طور جي طرف کان هڪ باهہ ڏٺي (۽)پنهنجي گهر وارن کي چيائين توهان هتي ترسو،مون هڪ باهہ① ڏٺي آهي، شايد مان اُتان توهان لاءِ ڪا (ضروري) خبر

**(باقي حاشيو)**جي اميد نہ رکڻ هڪ امانت دار ماڻهو جو ڪم آهي.هي ٻئي ڳالهيون ڏسي ڇوڪريءَ صحيح نتيجو ڪڍيو.

۱۔ڏسو نوٽ سورت نمل آيت ۸.

لَعَلَّكُمۡ تَصۡطَلُوۡنَ ۞

آٹيان يا ڪو باھہ جو ٽانڊو آٹيان جنهن سان توهان پاڻ ڪي سيڪيو.

فَلَمَّاۤ اَتٰىهَا نُوۡدِىَ مِنۡ شَاطِیٴِ الۡوَادِ الۡاَيۡمَنِ فِى الۡبُقۡعَةِ الۡمُبٰرَكَةِ مِنَ الشَّجَرَةِ اَنۡ يّٰمُوۡسٰۤى اِنِّىۡۤ اَنَا اللّٰهُ رَبُّ الۡعٰلَمِيۡنَ ۞

**۳۱**۔پوءِ جڏهن هو انهيءَ(باهہ)وٽ پهتو،تہ مبارڪ مقام جي هڪ مبارڪ⁽¹⁾ حصي جي طرفان هڪ وڻ وٽان هن ڪي سڏيو ويو تہ اي موسٰي! مان اللّٰـــہ آهيان سڀني جهانن جو رب.

وَاَنۡ اَلۡقِ عَصَاكَ‌ ؕ فَلَمَّا رَاٰهَا تَهۡتَزُّ كَاَنَّهَا جَآنٌّ وَّلّٰى مُدۡبِرًا وَّلَمۡ يُعَقِّبۡ‌ ؕ يٰمُوۡسٰۤى اَقۡبِلۡ وَلَا تَخَفۡ‌ اِنَّكَ مِنَ الۡاٰمِنِيۡنَ ۞

**۳۲**۔۽ اهو بہ تہ تون پنهنجي لٺ اڇلي ڇڏ. پوءِ جڏهن هن انهيءَ(لٺ)ڪي ڇُرندي ڏٺو ڄڻ تہ اهو هڪ ننڍڙو نانگ آهي، هو پٺي ڦيري ڀڳو ۽ پوئتي موٽي نہ ڏٺائين (تڏهن هن ڪي چيو ويو)اي موسٰي! اڳتي وڌ ۽ ڊڄ نہ تون سلامتي حاصل ڪرڻ وارن ماڻهن مان آهين.

اُسۡلُكۡ يَدَكَ فِىۡ جَيۡبِكَ تَخۡرُجۡ بَيۡضَآءَ مِنۡ غَيۡرِ سُوۡٓءٍ وَّاضۡمُمۡ اِلَيۡكَ جَنَاحَكَ مِنَ الرَّهۡبِ‌ فَذٰنِكَ بُرۡهَانٰنِ مِنۡ رَّبِّكَ اِلٰى فِرۡعَوۡنَ وَمَلَا۟ئِهٖ‌ ؕ اِنَّهُمۡ كَانُوۡا قَوۡمًا فٰسِقِيۡنَ ۞

**۳۳**۔(۽) پنهنجي هٿ ڪي پنهنجي گريبان ۾ وجهہ،اهو بنان ڪنهن بيماريءَ جي اڇو نڪرندو ۽ پنهنجي ٻانهن ڪي خوف جي سببان (زور سان) چڪي (پنهنجي جسم سان) ملاءِ هي بہ دليل (سواءِ ٻين دليلن جي) آهن جيڪي فرعون ۽ انهيءَ جي درٻارين ڏانهن تنهنجي رب جي طرفان

---

۱۔ اَيۡمَن جي معنيٰ بہ مبارڪ جي آهي. مراد هيءَ آهي تہ اُها وادي بہ مبارڪ هُئي ۽ وڻ جي ويجهي واري زمين جتان ڪان آواز آيو اُها بہ مبارڪ هُئي ڇو تہ هِن جاءِ خداتعاليٰ جي پيدا ڪيل تجلّي موسٰي عليه السلام جن ڏني.

۲۔ڏسو نوٽ سورت نمل آيت ۱۱.

موڪليا ويا آهن ڇو جو اهي اطاعت ڪان نڪري وڃڻ وارا ماڻهو آهن.

قَالَ رَبِّ اِنِّيْ قَتَلْتُ مِنْهُمْ نَفْسًا فَاَخَافُ اَنْ يَّقْتُلُوْنِ ﴿٣٤﴾

**٣٤**-(موسىٰ) چيو،اي منهنجا رب! مون فرعون جي قوم مان هڪ شخص ڪي قتل ڪيو هو.پوءِ مان ڊڄان ٿو ته اهي مونکي قتل نه ڪري ڇڏين (۽ تنهنجو پيغام① نه پهچي سگهي).

وَاَخِيْ هٰرُوْنُ هُوَ اَفْصَحُ مِنِّيْ لِسَانًا فَاَرْسِلْهُ مَعِيَ رِدْاً يُّصَدِّقُنِيْٓ ۡ اِنِّيْٓ اَخَافُ اَنْ يُّكَذِّبُوْنِ ﴿٣٥﴾

**٣٥**-۽ منهنجو ڀاءُ هارون ڳالهه ڪرڻ ۾ مون ڪان وڌيڪ فصيح آهي.پوءِ هن ڪي مون سان مددگار طور موڪل.انهيءَ لاءِ ته هو منهنجي تصديق ڪري مان ڊڄان ٿو ته اهي مون ڪي ڪوڙو نه ڪن.

قَالَ سَنَشُدُّ عَضُدَكَ بِاَخِيْكَ وَنَجْعَلُ لَكُمَا سُلْطٰنًا فَلَا يَصِلُوْنَ اِلَيْكُمَا ۚ بِاٰيٰتِنَآ ۚ اَنْتُمَا وَمَنِ اتَّبَعَكُمَا الْغٰلِبُوْنَ ﴿٣٦﴾ معانقة عند المتأخرين

**٣٦**-فرمايائين،اسان تنهنجي ڀاءُ سان تنهنجون ٻانهون مضبوط ڪنداسين ۽ توهان ٻنهي لاءِ غلبي جو سامان پيدا ڪنداسين. پوءِ اُهي توهان تائين نه پهچي سگهندا توهان ٻئي ۽ جيڪي توهان ٻنهي جا تابعدار هوندا اسانجي آيتن جي ذريعي غالب ٿيندا.

فَلَمَّا جَآءَهُمْ مُّوْسٰى بِاٰيٰتِنَا بَيِّنٰتٍ قَالُوْا مَا هٰذَآ اِلَّا سِحْرٌ مُّفْتَرًى وَّمَا سَمِعْنَا بِهٰذَا فِيْٓ اٰبَآئِنَا الْاَوَّلِيْنَ ﴿٣٧﴾

**٣٧**-پوءِ جڏهن موسىٰ اسان جون ظاهر ظهور آيتون ڪٽي آيو ته فرعون جي ماڻهن چيو، هيءُ ته هڪ فريب آهي جو ٺاهيو ويو آهي.اسان پنهنجن ابن ڏاڏن ڪان اهڙي ڳالهه ڪڏهن نه ٻڌي.

١-يعني ڊپ جوسبب جان جو خوف نه آهي، بلڪ پيغام نه پُهچي سگهڻ جو خوف آهي.

وَقَالَ مُوْسٰى رَبِّيْٓ اَعْلَمُ بِمَنْ جَآءَ بِالْهُدٰى مِنْ عِنْدِهٖ وَمَنْ تَكُوْنُ لَهٗ عَاقِبَةُ الدَّارِ ؕ اِنَّهٗ لَا يُفْلِحُ الظّٰلِمُوْنَ ﴿٣٨﴾

**٣٨**-۽ موسٰي چيو،منهنجو رب انهيءَ کي جيڪو انهيءَ جي طرفان هدايت آڻي خوب ڄاڻي ٿو ۽ انهيءَ کي به جنهن جي پڇاڙي چڱي هجي، حق اهو آهي ته ظالم ڪڏهن ڪامياب ناهن ٿيندا.

وَقَالَ فِرْعَوْنُ يٰٓاَيُّهَا الْمَلَاُ مَا عَلِمْتُ لَكُمْ مِّنْ اِلٰهٍ غَيْرِيْ ۚ فَاَوْقِدْ لِيْ يٰهَامٰنُ عَلَى الطِّيْنِ فَاجْعَلْ لِّيْ صَرْحًا لَّعَلِّيْٓ اَطَّلِعُ اِلٰٓى اِلٰهِ مُوْسٰى ۙ وَاِنِّيْ لَاَظُنُّهٗ مِنَ الْكٰذِبِيْنَ ﴿٣٩﴾

**٣٩**-۽ فرعون چيو، اي درٻاريو! مونکي پاڻ کان سواءِ توهانجو ڪو معبود معلوم ڪونهي. پوءِ اي هامان! منهنجي لاءِ آليءَ مٽيءَ تي باهه ٻار (يعني سرون ٺهراءِ) پوءِ مون لاءِ هڪ قلعو① تيار ڪر. شايد انهيءَ تي چڙهي مان موسٰي جي خدا کي معلوم ڪري سگهان.۽ مان ته هن کي ڪوڙن مان سمجهان ٿو.

وَاسْتَكْبَرَ هُوَ وَجُنُوْدُهٗ فِي الْاَرْضِ بِغَيْرِ الْحَقِّ وَظَنُّوْٓا اَنَّهُمْ اِلَيْنَا لَا يُرْجَعُوْنَ ﴿٤٠﴾

**٤٠**-۽ هن به ۽ سندس لشڪرن به ملڪ ۾ بنان ڪنهن حق جي تڪبر کان ڪم ورتو ۽ خيال ڪيو ته اهي اسان وٽ موٽائي ڪو نه آندا ويندا.

فَاَخَذْنٰهُ وَجُنُوْدَهٗ فَنَبَذْنٰهُمْ فِي الْيَمِّ ۚ فَانْظُرْ كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ الظّٰلِمِيْنَ ﴿٤١﴾

**٤١**-پوءِ اسان انهيءَ کي به ۽ انهيءَ جي لشڪرن کي به سوگهو ڪيو ۽ انهن کي سمنڊ② ۾ اڇلائي ڇڏيو. پوءِ ڏس ته

١-مصروارن جو عقيدو هيو ته آسماني روحون بلند جاءِن تي لهنديون آهن. اِن لاءِ هو روحاني ڪمال حاصل ڪرڻ لاءِ وڏيون جڳهون ناهيندا هئا. اهرام مصر انهيءَ عقيدي جا يادگار آهن.

٢-يَـــمّ جي معنٰي عام طور تي ماٺهو درياهه جي ڪندا آهن پر تاريخ مان خبر پوي ٿي ته موسٰي عليه السلام ۽ فرعون بحيره احمر جتي واديءِ سينا سان گڏجي ٿو اُتان کان لنگهيا هئا.ان ڪري اسان يَمّ جي معنٰي سمنڊ جي ڪئي آهي ۽ لغت ۾ به هِن جي معنٰي سمنڊ جي لکيل آهي. (ڏسو اقرب)

ظالمن جي پڇاڙي ڪهڙي ٿي؟

وَجَعَلْنٰهُمْ اَىِٕمَّةً يَّدْعُوْنَ اِلَى النَّارِ ۚ وَيَوْمَ الْقِيٰمَةِ لَا يُنْصَرُوْنَ ﴿۴۱﴾

۴۲۔ ۽ اسان انهن (فرعونين) کي سردار بڻايو هو جيڪي (پنهنجي سرداريءَ جي غرور ۾) ماڻهن کي دوزخ ڏانهن سڏيندا هئا ۽ قيامت جي ڏينهن انهن جي ڪا مدد نہ ڪئي ويندي.

وَاَتْبَعْنٰهُمْ فِيْ هٰذِهِ الدُّنْيَا لَعْنَةً ۚ وَيَوْمَ الْقِيٰمَةِ هُمْ مِّنَ الْمَقْبُوْحِيْنَ ﴿۴۲﴾ ع

۴۳۔ ۽ هن دنيا ۾ بہ اسان انهن تي لعنت موڪلي ۽ قيامت جي ڏينهن بہ اهي بدحال ماڻهن مان هوندا.

وَلَقَدْ اٰتَيْنَا مُوْسَى الْكِتٰبَ مِنْۢ بَعْدِ مَآ اَهْلَكْنَا الْقُرُوْنَ الْاُوْلٰى بَصَاۤىِٕرَ لِلنَّاسِ وَهُدًى وَّرَحْمَةً لَّعَلَّهُمْ يَتَذَكَّرُوْنَ ﴿۴۳﴾

۴۴۔ ۽ اسان موسيٰ کي انهيءَ ڪانپوءِ جو اسان پهرين قومن کي تباھ ڪري ڇڏيو هو، ڪتاب بخشيو. انهيءَ جي تعليم ماڻهن کي روحاني سوجهرو بخشيندي هئي. ۽ اها هدايت ۽ رحمت جو سبب هئي (۽) انهيءَ مطلب سان (ڏني ويئي هئي) تہ اهي نصيحت حاصل ڪن.

وَمَا كُنْتَ بِجَانِبِ الْغَرْبِيِّ اِذْ قَضَيْنَآ اِلٰى مُوْسَى الْاَمْرَ وَمَا كُنْتَ مِنَ الشّٰهِدِيْنَ ﴿۴۴﴾

۴۵۔ ۽ تون (طور جي) اولاهين پاسي نہ هئين جڏهن اسان موسيٰ جي حوالي (رسالت جو) ڪم ڪيو هو(۱) ۽ نہ تون (انهيءَ وقت) شاهدن مان هڪ شاهد هئين.

وَلٰكِنَّآ اَنْشَاْنَا قُرُوْنًا فَتَطَاوَلَ عَلَيْهِمُ

۴۶۔ پر اسان ڪيترين قومن کي پيدا ڪيو. پوءِ انهن تي(۲) عمر وڏي ٿي ويئي (۽

۱۔ هن موقعي تي اُها مشهور پيشگوئي موسيٰ عليه السلام کي ٻُڌائي وئي هئي جنهن ۾ محمد رسول الله ﷺ جو ذڪر آهي. انهي ڏانهن اشارو آهي تہ تون اُن وقت نہ هُئين تہ پوءِ تون موسيٰ عليه السلام کان پيشگوئي ڪيئن ڪرائي؟

۲۔ يعني موسيٰ عليه السلام جي پيشگوئين جي باوجود يهودين جو انڪار اِن لاءِ آهي تہ اُن جي

اَلۡعُمُرُ ۚ وَمَا كُنۡتَ ثَاوِيًا فِىۡۤ اَهۡلِ مَدۡيَنَ تَتۡلُوۡا عَلَيۡهِمۡ اٰيٰتِنَا ۙ وَلٰـكِنَّا كُنَّا مُرۡسِلِيۡنَ ﴿۴۶﴾

اهي پنهنجين پيشگوئين کي وساري وينا) ۽ تون اهل مدين① سان به نه رهندو هئين جو انهن جي اڳيان اسانجا نشان پڙهي ٻڌائين ها. پر اسان ئي رسول② موڪلڻ وارا آهيون.

وَمَا كُنۡتَ بِجَانِبِ الطُّوۡرِ اِذۡ نَادَيۡنَا وَلٰـكِنۡ رَّحۡمَةً مِّنۡ رَّبِّكَ لِتُنۡذِرَ قَوۡمًا مَّاۤ اَتٰٮهُمۡ مِّنۡ نَّذِيۡرٍ مِّنۡ قَبۡلِكَ لَعَلَّهُمۡ يَتَذَكَّرُوۡنَ ﴿۴۷﴾

۴۷-۽ تون طور جي طرف نه هئين- جڏهن ته اسان (موسىٰ کي) پڪاريو پر هي سڀ ڪجهه تنهنجي رب جي طرف کان رحمت آهي انهيءَ لاءِ ته تون انهيءَ قوم کي هوشيار ڪرين جن وٽ توکان پهرين ڪو به هوشيار ڪرڻ وارو نه آيو هو جو اهي نصيحت حاصل ڪن③.

وَلَوۡلَاۤ اَنۡ تُصِيۡبَهُمۡ مُّصِيۡبَةٌ ۢ بِمَا قَدَّمَتۡ

۴۸-۽ جيڪڏهن اِهو خيال نه اچي ها ته اُهي پنهنجن عملن جي سببان ڪنهن

**(باقي حاشيو)** عمر ڏگهي ٿي وئي. يعني حضرت موسىٰ عليه السلام ڪانپوءِ وڏو ڏگهو وقت گذري ويو ۽ اِهي ماٺهو اُنهن پيشگوين کي وساري وينا آهن.

١- مدين ذي پيهر ويندي موسىٰ عليه السلام جن محمد رسول الله ﷺ جن جي پيشگوئي ڪئي هُئي. اِن لاءِ پيهر مدين جو ذڪر به ڪيو ويو آهي.

٢- يعني موسىٰ عليه السلام جي ڪتاب ۾ تنهنجون پيشگوئيون آهن جيڪي هِن وجه لاءِ ته تون موسىٰ عؑ کان تمام گهٽو پوءِ پيدا ٿيو آهين هڪ واضح ثبوت آهي ته هو خدا طرفان آهن تنهنجي چوڻ سان موسىٰ اهڙيون پيشگوئيون ناهن ڪيون ۽ نه جڏهن موسىٰ مدين ويو ته تون هُن وقت هُن سان گڏ هئين. ان ڪري هاڻي جيڪا توکي نبوت ملي آهي ڪنهن ٺاهه جي ڪري نه ملي آهي بلڪ خدا جي طرفان ملي آهي ۽ خدا ئي رسول موڪليندو آهي.

٣- يعني مڪي جا ڪافر جيتوڻيڪ ابراهيمؑ جي نسل مان هُئا پر ابراهيمؑ اُنهن کان صديون اڳ ٿيا هئا. ان ڪري ضروري هيو ته ڪو نئون نبي اچي اُنهن کي خدا ڏي توجه ڏياري.

اَيۡدِيۡهِمۡ فَيَقُوۡلُوۡا رَبَّنَا لَوۡلَاۤ اَرۡسَلۡتَ اِلَيۡنَا رَسُوۡلًا فَنَتَّبِعَ اٰيٰتِكَ وَنَكُوۡنَ مِنَ الۡمُؤۡمِنِيۡنَ﴿۴۸﴾

مصيبت جي اچڻ تي چوندا اي اسانجا رب! تو اسان ڏانهن ڪو رسول نہ موڪليو،جو اسان تنهنجن آيتن جي پويان هلون ها ۽ مومنن مان بڻجي وڃون ها (تہ شايد اسان توکي رسول بڻائي نہ موڪليون ها پر ڪافرن تي حجت قائم ڪرڻ ضروري هئي).

فَلَمَّا جَآءَهُمُ الۡحَقُّ مِنۡ عِنۡدِنَا قَالُوۡا لَوۡلَاۤ اُوۡتِىَ مِثۡلَ مَاۤ اُوۡتِىَ مُوۡسٰى ؕ اَوَلَمۡ يَكۡفُرُوۡا بِمَاۤ اُوۡتِىَ مُوۡسٰى مِنۡ قَبۡلُ ۚ قَالُوۡا سِحۡرٰنِ تَظٰهَرَا ۚ وَقَالُوۡۤا اِنَّا بِكُلٍّ كٰفِرُوۡنَ﴿۴۹﴾

**۴۹**-پوءِ جڏهن انهن وٽ اسانجي طرفان حق اچي ويو تہ انهن چيو چو انهيءَ (يعني محمد رسول اللّٰه) کي اهڙي تعليم نا هي ملي جهڙي موسٰي کي ملي هئي. ڇا انهن موسٰي جي تعليم جو انهيءَ کان پهرين انڪار نہ ڪيو هو؟ انهن تہ چيو هو تہ هي بہ وڏا جادوگر آهن جيڪي هڪ ٻئي جي مدد ڪن ٿا ۽ چيو هئائون تہ اسان انهن مان هر هڪ جي دعويٰ جا منڪر آهيون.

قُلۡ فَاۡتُوۡا بِكِتٰبٍ مِّنۡ عِنۡدِ اللّٰهِ هُوَ اَهۡدٰى مِنۡهُمَاۤ اَتَّبِعۡهُ اِنۡ كُنۡتُمۡ صٰدِقِيۡنَ﴿۵۰﴾

**۵۰**-تون چؤ تہ (جيڪڏهن موسٰي ۽ هارون ۽ محمد رسول اللّٰـه ﷺ سيني جون ڳالهيون ڪوڙيون آهن تہ) جيڪڏهن توهان سچا آهيو تہ اللّٰـه وٽان هڪ اهڙو ڪتاب آڻيو جيڪو انهن ٻنهي ڪتابن کان وڌيڪ هدايت ڏيندو هجي انهيءَ لاءِ تہ مان انهيءَ جي تابعداري ڪيان.

فَاِنۡ لَّمۡ يَسۡتَجِيۡبُوۡا لَكَ فَاعۡلَمۡ اَنَّمَا يَتَّبِعُوۡنَ اَهۡوَآءَهُمۡ ؕ وَمَنۡ اَضَلُّ مِمَّنِ اتَّبَعَ هَوٰٮهُ بِغَيۡرِ هُدًى مِّنَ اللّٰهِ ؕ

**۵۱**-پوءِ جيڪڏهن اُهي ڪو جواب نہ ڏين، تہ سمجهہ تہ اُهي صرف پنهنجن خواهشن جي پيروي ڪري رهيا آهن ۽ انهيءَ کان وڌيڪ ڪير گمراهہ آهي جيڪو اللّٰـه جي

اِنَّ اللّٰهَ لَا يَهْدِى الْقَوْمَ الظّٰلِمِيْنَ ﴿٥١﴾ ع ٨

هدايت کي نظر انداز ڪري پنهنجي خواهش جي پنيان هلي ته الله يقيناً ظالم قوم کي ڪاميابيءَ جو رستو نه ڏيکاريندو.

وَلَقَدْ وَصَّلْنَا لَهُمُ الْقَوْلَ لَعَلَّهُمْ يَتَذَكَّرُوْنَ ﴿٥٢﴾

**٥٢**۔ ۽ اسان انهن جي لاءِ هڪ ٻئي پنيان وحي موڪليندا رهياسون انهيءَ لاءِ ته اهي نصيحت حاصل ڪن.

اَلَّذِيْنَ اٰتَيْنٰهُمُ الْكِتٰبَ مِنْ قَبْلِهٖ هُمْ بِهٖ يُؤْمِنُوْنَ ﴿٥٣﴾

**٥٣**۔ اُهي ماڻهو جن کي اسان هن (قرآن) کان پهرين ڪتاب ڏنو هو.اُهي هن (قرآن) تي (دل ۾) ايمان رکن ٿا①.

وَاِذَا يُتْلٰى عَلَيْهِمْ قَالُوْٓا اٰمَنَّا بِهٖٓ اِنَّهُ الْحَقُّ مِنْ رَّبِّنَآ اِنَّا كُنَّا مِنْ قَبْلِهٖ مُسْلِمِيْنَ ﴿٥٤﴾

**٥٤**۔ ۽ جڏهن اُهو (قرآن) انهن جي اڳيان پڙهيو وڃي ٿو ته اهي چون ٿا اسان انهيءَ تي ايمان آڻيون ٿا. هي اسانجي رب جي طرفان برحق ڪلام آهي اسان ته انهيءَ ڏينهن کان پهرين ئي مسلمان هئاسين.

اُولٰٓئِكَ يُؤْتَوْنَ اَجْرَهُمْ مَّرَّتَيْنِ بِمَا صَبَرُوْا وَيَدْرَءُوْنَ بِالْحَسَنَةِ السَّيِّئَةَ وَمِمَّا رَزَقْنٰهُمْ يُنْفِقُوْنَ ﴿٥٥﴾

**٥٥**۔ انهن ماڻهن کي انهيءَ جو بدلو سندن صبر② جي سببان③ ٻه دفعا ملندو ۽ اُهي نيڪيءَ سان بديءَ جو مقابلو ڪن ٿا ۽ جيڪي ڪجهه اسان انهن کي ڏنو آهي انهيءَ کي خرچ ڪن ٿا.

وَاِذَا سَمِعُوا اللَّغْوَ اَعْرَضُوْا عَنْهُ وَقَالُوْا لَنَآ

**٥٦**۔ ۽ (يهودين مان مسلمان ٿيڻ وارا جڏهن) ڪا لغو④ ڳالهه ٻڌن ٿا ته انهيءَ

١۔ يعني اُهي ماڻهو جيڪي پنهنجي ڪتاب جي پيشگوئين جي ڄاڻ رکن ٿا ۽ اُنهن کي سچو سمجهن ٿا.

٢۔ صَبَرُوا يعني اُهي پهرين تعليم تورات تي به قائم رهيا ۽ قرآن مجيد تي به ايمان آندائون.

٣۔ يعني هِن دنيا ۾ به ۽ اڳئين جهان ۾ به.

٤۔ يعني مشرڪن کان جڏهن خدائي ڳالهين بابت ڏنول جون ڳالهيون ٻُڌندا آهن.

اَعۡمَالُنَا وَلَكُمۡ اَعۡمَالُكُمۡ سَلٰمٌ عَلَيۡكُمۡ لَا نَبۡتَغِي الۡجٰهِلِيۡنَ ﴿۵۶﴾

کان پاسو کن ٿا.۽ چون ٿا اي کافرو اسانجا عمل اسان لاءِ آهن ۽ توهانجا عمل توهان لاءِ آهن. توهان تي سلامتي نازل هجي (يعني خدا توهان کي ايمان نصيب کري) اسان جاهلن سان تعلق رکڻ پسند ناهيون کندا.

اِنَّكَ لَا تَهۡدِيۡ مَنۡ اَحۡبَبۡتَ وَلٰكِنَّ اللّٰهَ يَهۡدِيۡ مَنۡ يَّشَآءُ ۚ وَهُوَ اَعۡلَمُ بِالۡمُهۡتَدِيۡنَ ﴿۵۷﴾

**۵۷**-تون جنهن کي پسند کرين هدايت ① نٿو ڏئي سگهين. پر اللّٰه جنهن کي گهري هدايت ڏئي ٿو ۽ اهو هدايت حاصل کرڻ وارن کي چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو.

وَقَالُوۡۤا اِنۡ نَّتَّبِعِ الۡهُدٰى مَعَكَ نُتَخَطَّفۡ مِنۡ اَرۡضِنَا ؕ اَوَلَمۡ نُمَكِّنۡ لَّهُمۡ حَرَمًا اٰمِنًا يُّجۡبٰۤى اِلَيۡهِ ثَمَرٰتُ كُلِّ شَىۡءٍ رِّزۡقًا مِّنۡ لَّدُنَّا وَلٰكِنَّ اَكۡثَرَهُمۡ لَا يَعۡلَمُوۡنَ ﴿۵۸﴾

**۵۸**-۽ اهي چون ٿا جيڪڏهن اسان انهيءَ هدايت جي جيڪا تو تي نازل ٿئي ٿي اطاعت ڪيون ته پنهنجي ملڪ مان ڪنيا ② ويندا سين (تون چوُ) ڇا اسان انهن کي محفوظ ۽ امن واري جاءِ ۾ جڳهه ناهي ڏني. جنهن ڏانهن هر قسم جا ميوا آندا ويندا آهن اهو اسانجي طرفان تحفو آهي. پر انهن مان اڪثر ڄاڻن نٿا.

وَكَمۡ اَهۡلَكۡنَا مِنۡ قَرۡيَةٍۭ بَطِرَتۡ مَعِيۡشَتَهَا ۚ فَتِلۡكَ مَسٰكِنُهُمۡ لَمۡ تُسۡكَنۡ مِّنۡۢ بَعۡدِهِمۡ اِلَّا قَلِيۡلًا ؕ وَكُنَّا نَحۡنُ

**۵۹**-۽ ڪيتريون ئي آباديون آهن جن کي اسان تباهه ڪيو جيڪي پنهنجي معيشت (جي گهڻائيءَ) جي سببان متڪبر ٿي ويون هيون. پوءِ (ڏس) هي انهن جي رهڻ جون

۱-يعني هدايت زبردستي ناهي مڙهي ويندي. جيڪو هدايت قبول ڪندو آهي اُنهيءَ کي ئي هدايت ملندي آهي. اِن ڪري اللّٰه جيڪو دلين جي ڳالهين کي ڄاڻي ٿو.هدايت جو ڏيڻ پنهنجي هٿ ۾ رکيو آهي.

۲- يعني ماڻهو اسان کي ماري ڇڏيندا.

الْوٰرِثِيْنَ۝۵۹

جايون آهن جن ۾ انهن ڪانپوءِ ڪو به نه رهيو① ۽ اسان ئي انهن جا وارث بڻياسين.

وَمَا كَانَ رَبُّكَ مُهْلِكَ الْقُرٰى حَتّٰى يَبْعَثَ فِيْٓ اُمِّهَا رَسُوْلًا يَّتْلُوْا عَلَيْهِمْ اٰيٰتِنَا ۚ وَمَا كُنَّا مُهْلِكِي الْقُرٰٓى اِلَّا وَاَهْلُهَا ظٰلِمُوْنَ۝۶۰

**٦٠**- ۽ تنهنجو رب جيستائين ڪنهن مرڪزي وسنديءَ ۾ اهڙو رسول نه موڪلي جيڪو انهن جي اڳيان اسانجون آيتون پڙهي ٻڌائي. انهن ڳوٺن جي مجموعي② (يعني ملڪ) کي تباهه ڪرڻ جو عمل نه ٿي ڪري سگهيو (ڇو جو اهو انصاف جي خلاف آهي) ۽ اسان وسندين کي ڪڏهن به تباهه ناهيون ڪندا سواءِ انهيءَ جي جو انهن جي رهڻ وارا ظالم ٿي وڃن.

وَمَآ اُوْتِيْتُمْ مِّنْ شَيْءٍ فَمَتَاعُ الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا وَزِيْنَتُهَا ۚ وَمَا عِنْدَ اللّٰهِ خَيْرٌ وَّاَبْقٰى ۭ اَفَلَا تَعْقِلُوْنَ۝۶۱ ع ۹

**٦١**- ۽ جيڪي ڪي توهان کي ڏنو ويو آهي تو اهو ته صرف دنياوي زندگيءَ جو سامان آهي ۽ انهيءَ جي زينت آهي ۽ جيڪي اللّٰه وٽ آهي اُهو بهتر ۽ جٽادار آهي ڇا توهان عقل کان ڪم نٿا وٺو؟

اَفَمَنْ وَّعَدْنٰهُ وَعْدًا حَسَنًا فَهُوَ لَاقِيْهِ كَمَنْ مَّتَّعْنٰهُ مَتَاعَ الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا ثُمَّ هُوَ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ مِنَ الْمُحْضَرِيْنَ۝۶۲

**٦٢**- ڇا اهو شخص جنهن سان اسان سٺو (يعني آخرت جي زندگيءَ جي ڪاميابيءَ جو) واعدو ڪيو هجي ۽ هو انهيءَ کي (يقيناً) حاصل ڪرڻ وارو هجي انهيءَ شخص وانگر ٿي سگهي ٿو جنهن کي اسان صرف دنياوي زندگيءَ جو ڪجهه سامان ڏنو هجي. پوءِ هو

١- هتي قرآن مجيد ۾ اَلَّا قَلِيْلًا جا لفظ آهن پر ٻڌايو ويو آهي ته لَا قَلِيْلًا وَلَا كَثِيْرًا جي معنيٰ آهي ”ڪو به نه“.

٢- اڙدوءَ ۾ وسنديءَ جي جمع وسنديون بنان خاص ضرورت جي نه ايندي آهي ۽ عربي ۾ وسندين مان مراد مُلڪ هوندو آهي.

قيامت جي ڏينهن (خدا جي روبرو جواب ڏيڻ لاءِ) پيش ڪيو وڃڻ وارو هجي.

وَيَوْمَ يُنَادِيْهِمْ فَيَقُوْلُ اَيْنَ شُرَكَآءِىَ الَّذِيْنَ كُنْتُمْ تَزْعُمُوْنَ ﴿٦٣﴾

**٦٣**ـ ۽ (ياد ڪيو) جنهن ڏينهن هو (الله) انهن کي ڳُهرائيندو پوءِ پڇندو ته منهنجا گمان ڪيل شريڪ ڪٿي آهن جن کي توهان منهنجي مقابلي ۾ معبود قرار ڏيندا هئا.

قَالَ الَّذِيْنَ حَقَّ عَلَيْهِمُ الْقَوْلُ رَبَّنَا هٰٓؤُلَآءِ الَّذِيْنَ اَغْوَيْنَا ۚ اَغْوَيْنٰهُمْ كَمَا غَوَيْنَا ۚ تَبَرَّاْنَآ اِلَيْكَ ۖ مَا كَانُوْٓا اِيَّانَا يَعْبُدُوْنَ ﴿٦٤﴾

**٦٤**ـ(تڏهن) جن تي اسانجي عذاب جي خبر پوري ٿي چڪي[1] هوندي چوندا اي اسانجا رب! هي اُهي ماڻهو آهن جن کي اسان گمراهه ڪيو هو.اسان انهن کي اُهڙيءَ طرح گمراهه ڪيو هو جهڙيءَ طرح اسان خود گمراهه ٿي ويا هئاسون.اڄ اسان تو وٽ پنهنجي گمراهيءَ کان بيزاري ظاهر ڪيون ٿا. اُهي ماڻهو اسان جا عبادت گذار نه هئا (پر پنهنجن خيالن جي پويان هلندا هئا).

وَقِيْلَ ادْعُوْا شُرَكَآءَكُمْ فَدَعَوْهُمْ فَلَمْ يَسْتَجِيْبُوْا لَهُمْ وَرَاَوُا الْعَذَابَ ۚ لَوْ اَنَّهُمْ كَانُوْا يَهْتَدُوْنَ ﴿٦٥﴾

**٦٥**ـ۽ چيو ويندو،توهان پنهنجن شريڪن کي سڏيو،پوءِ اُهي اُنهن کي سڏيندا پر اهي سندن جواب نه ڏيندا ۽ (مشرڪ) مقرر ڪيل عذاب ڏسندا.ڪاش جو اهي هدايت حاصل ڪن ها.

وَيَوْمَ يُنَادِيْهِمْ فَيَقُوْلُ مَاذَآ اَجَبْتُمُ الْمُرْسَلِيْنَ ﴿٦٦﴾

**٦٦**ـ۽ انهيءَ ڏينهن کي به ياد ڪريو جڏهن خدا انهن کي پڪاريندو ۽ چوندو توهان رسولن (جي نصيحت) جو ڪهڙو جواب

---

١ـيعني يا ته هو مري وڃڻ کانپوءِ دوزخ ۾ وڃي چُڪا هوندا يا هِن دنيا ۾ هُنن تي عذاب نازل ٿي چُڪو هوندو

ڏنو هو؟

فَعَمِيَتْ عَلَيْهِمُ الْاَنْۢبَآءُ يَوْمَىِٕذٍ فَهُمْ لَا يَتَسَآءَلُوْنَ ﴿٦٧﴾

٦٧-پوءِ انهيءَ ڏينهن سڀ دليل انهن کان وسري ويندا ۽ اهي هڪ ٻئي کان کو بہ سوال نہ ڪري سگهندا.

فَاَمَّا مَنْ تَابَ وَاٰمَنَ وَعَمِلَ صَالِحًا فَعَسٰۤى اَنْ يَّكُوْنَ مِنَ الْمُفْلِحِيْنَ ﴿٦٨﴾

٦٨-پوءِ جيڪو توبهہ ڪندو ۽ ايمان آڻيندو ۽ حال سارو عمل ڪندو جلدي مُرادوند ماڻهن ۾ شامل ٿي ويندو.

وَرَبُّكَ يَخْلُقُ مَا يَشَآءُ وَيَخْتَارُ ؕ مَا كَانَ لَهُمُ الْخِيَرَةُ ؕ سُبْحٰنَ اللّٰهِ وَتَعٰلٰى عَمَّا يُشْرِكُوْنَ ﴿٦٩﴾

٦٩-۽ تنهنجو رب جيڪي چاهي ٿو پيدا ڪري ٿو ۽ جنهن کي چاهي ٿو منتخب ڪري ٿو.انهن کي انهيءَ باري ۾ ڪو اختيار حاصل ڪونهي. اللّٰہ پاڪ آهي ۽ انهن جي شرڪ وارين ڳالهين کان مٿاهون آهي.

وَرَبُّكَ يَعْلَمُ مَا تُكِنُّ صُدُوْرُهُمْ وَمَا يُعْلِنُوْنَ ﴿٧٠﴾

٧٠- ۽ تنهنجو رب انهيءَ کي بہ ڄاڻي ٿو جنهن کي اهي سيني ۾ لڪائين ٿا ۽ انهيءَ کي بہ جنهن کي اهي ظاهر ڪن ٿا.

وَهُوَ اللّٰهُ لَاۤ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ؕ لَهُ الْحَمْدُ فِى الْاُوْلٰى وَالْاٰخِرَةِ ۫ وَلَهُ الْحُكْمُ وَاِلَيْهِ تُرْجَعُوْنَ ﴿٧١﴾

٧١-۽ حقيقت هيءَ آهي تہ اللّٰــہ جي ذات اهڙي آهي جو انهيءَ کانسواءِ ڪو معبود ڪونهي پيدائش جي شروعات ۾ بہ اهو تعريف جي لائق هو.۽ آخرت ۾ بہ اهو ئي تعريف جي لائق هوندو. سڄي بادشاهت سندس قبضي ۾ آهي ۽ توهان سڀني کي انهيءَ ڏانهن موٽي وڃڻو پوندو.

قُلْ اَرَءَيْتُمْ اِنْ جَعَلَ اللّٰهُ عَلَيْكُمُ الَّيْلَ

٧٢-تون (انهن کي) چوءَ،مونکي ٻڌايو① تہ سهي جيڪڏهن اللّٰہ توهان لاءِ قيامت

١ ـ اَرَءَ يْتُمْ محاورو آهي جنهن جي معني آهي مونکي ٻڌايو.

سَرۡمَدًا اِلٰی یَوۡمِ الۡقِیٰمَۃِ مَنۡ اِلٰہٌ غَیۡرُ اللّٰہِ یَاۡتِیۡکُمۡ بِضِیَآءٍ ؕ اَفَلَا تَسۡمَعُوۡنَ ﴿۷۲﴾

جي ڏينهن تائين رات کي ڊگهو ڪري ڇڏي ته الله کانسواءِ ٻيو ڪير آهي جيڪو توهان وٽ روشني آڻيندو؟ ڇا توهان ٻڌو نٿا؟

قُلۡ اَرَءَیۡتُمۡ اِنۡ جَعَلَ اللّٰہُ عَلَیۡکُمُ النَّہَارَ سَرۡمَدًا اِلٰی یَوۡمِ الۡقِیٰمَۃِ مَنۡ اِلٰہٌ غَیۡرُ اللّٰہِ یَاۡتِیۡکُمۡ بِلَیۡلٍ تَسۡکُنُوۡنَ فِیۡہِ ؕ اَفَلَا تُبۡصِرُوۡنَ ﴿۷۳﴾

۷۳- تون چؤ ته مونکي ٻڌايو ته سهي ته جيڪڏهن الله ڏينهن کي قيامت جي ڏينهن تائين توهان لاءِ ڊگهو ڪري ڇڏي ته الله کانسواءِ ڪهڙو معبود آهي جيڪو توهان وٽ رات کي آڻي جنهن ۾ توهان سڪون حاصل ڪيو.ڇا توهان ڏسو نٿا.

وَ مِنۡ رَّحۡمَتِہٖ جَعَلَ لَکُمُ الَّیۡلَ وَ النَّہَارَ لِتَسۡکُنُوۡا فِیۡہِ وَ لِتَبۡتَغُوۡا مِنۡ فَضۡلِہٖ وَ لَعَلَّکُمۡ تَشۡکُرُوۡنَ ﴿۷۴﴾

۷۴- ۽ هيءَ انهيءَ جي رحمت آهي جو انهيءَ توهان جي لاءِ رات ۽ ڏينهن بڻايا آهن جو انهيءَ (رات) ۾ توهان سڪون حاصل ڪيو. ۽ انهيءَ (ڏينهن ۾) توهان انهيءَ جو فضل ڳوليو.انهيءَ لاءِ ته توهان شڪر گذار بڻجو.

وَ یَوۡمَ یُنَادِیۡہِمۡ فَیَقُوۡلُ اَیۡنَ شُرَکَآءِیَ الَّذِیۡنَ کُنۡتُمۡ تَزۡعُمُوۡنَ ﴿۷۵﴾

۷۵- ۽ جنهن ڏينهن هو انهن کي پڪاريندو ۽ چوندو ته ڪٿي آهن اهي منهنجا گمان ڪيل شريڪ جن کي توهان (معبود) خيال ڪندا هئا.

وَ نَزَعۡنَا مِنۡ کُلِّ اُمَّۃٍ شَہِیۡدًا فَقُلۡنَا ہَاتُوۡا بُرۡہَانَکُمۡ فَعَلِمُوۡۤا اَنَّ الۡحَقَّ لِلّٰہِ وَ ضَلَّ عَنۡہُمۡ مَّا کَانُوۡا یَفۡتَرُوۡنَ ﴿۷۶﴾ ع ۱۵ ۱۰

۷٦- ۽ اسان هر هڪ امت مان هڪ شاهد ڪڍي ڀيهاريندا سين پوءِ چونداسين پنهنجو دليل آڻيو. تڏهن اُهي سمجهي ويندا ته ڪامل حق الله وٽ ئي آهي ۽ انهن جو سمورو ڪوڙ ڳالهائڻ انهن کان ڇڏائجي ويندو.

اِنَّ قَارُوۡنَ کَانَ مِنۡ قَوۡمِ مُوۡسٰی فَبَغٰی

۷۷- قارون (دراصل) موسيٰ جي قوم

عَلَيْهِمْ ۖ وَاٰتَيْنٰهُ مِنَ الْكُنُوْزِ مَآ اِنَّ مَفَاتِحَهٗ لَتَنُوْٓاُ بِالْعُصْبَةِ اُولِي الْقُوَّةِ ۖ اِذْ قَالَ لَهٗ قَوْمُهٗ لَا تَفْرَحْ اِنَّ اللّٰهَ

مان هو. پر اُهو اُنهن جي ئي① خلاف ظلم تي تيار ٿي ويو ۽ اسان انهيءَ کي ايترا خزانا② ڏنا هئا جو انهن جون ڪنجيون ③ هڪ مضبوط جماعت لاءِ به کڻڻ مشڪل

١ ـ فَبَغٰى عَلَيْهِمْ: ظالم بادشاهن جو دستور آهي ته هو نندن عُهدن تي رعايا مان ڪي ماڻهو چونڊيندا آهن ۽ اُهي ماڻهو پنهنجي قوم جي ماڻهن تي ظلم ڪرڻ ۾ پاڻ حاڪمن کان به اڳتي نڪتل هوندا آهن. انگريز جي دور ۾ ڏسي ونو، انگريز سپرنٽنڊنٽ پوليس ۽ انگريز ڊپٽي ڪمشنر ايترو ظلم نه ڪندو هو جيترو هڪڙو هندوستاني ٿاڻي دار يا سپاهي يا تپيدار يا مختيارڪار ظلم ڪندا هئا. فرعون به اها ئي چالاڪي ڪيڏي هئي. ۽ ڪي ريوينيو آفيسر يا مختيارڪار خود بني اسرائيل مان مقرر ڪري ڇڏيا هئائين. ۽ اُهي ماڻهو قبطين کان به وڌيڪ پنهنجي قوم يعني بني اسرائيل تي ظلم ڪندا هئا ڇو ته هو سمجهندا هئا ته بادشاهه غير قوم جو آهي. اسان جي اهڙن ڪمن جي ڪري هو اسانکي اجان به وڌيڪ رُتبو ڏيندو.

٢ـ اٰتَيْنٰهُ مِنَ الْكُنُوْزِ: هن مان هيءَ مراد نه آهي ته هي خزانا هُن جاذاتي هئا، بلڪ هن جي معنيٰ هيءَ آهي ته هو هڪ مختيارڪار يا مال جو آفيسر هو ياخزاني جو آفيسر هو. جنهن جي قبضي ۾ سرڪاري خزانا هوندا هئا. جهڙوڪ حضرت يوسف عليه السلام به پنهنجي وقت جي فرعون جا ملازم هُئا. سورت يوسف:٥٥،٥٦ ۾ آهي ته جڏهن مصرجي فرعون حضرت يوسف عليه السلام کي قيد مان ڪيڻ کانپوءِ چيو ته" اسان توکي پاڻ وٽ وڏو مرتبو ڏينداسين ته يوسف عليه السلام چيو ته مونکي توهان ملڪ جي خزانن تي آفيسر مقرر ڪيو ڇو جو مان اِهو هُنرخوب ڄاڻڻ وارو ۽اقتصاديات جو ماهر آهيان". هِن مان خبر پوي ٿي ته حضرت يوسف عليه السلام جي زماني ۾ به بني اسرائيل کي مالي معاملن جو وڏو تجربو هُيو ۽ هو پنهنجي پاڻ کي ٻين قومن کان هن فن ۾ وڌيڪ ماهر سمجهندا هئا. معلوم ٿئي ٿو ته هي مشهوري حضرت يوسف عليه السلام کانپوءِ بني اسرائيل جي پکڙجندي وئي ايتري قدر جو موسىٰ عليه السلام جي زماني ۾ حڪومت فرعون، بني اسرائيل جي هِن هنر کي مڃي ورتو. ۽ خزانن مٿان عام طور تي اُنهن ئي کي مقرر ڪرڻ شروع ڪيو.

٣ـ اَنَّ مَفَاتِحَهٗ لَتَنُوْٓاُ بِالْعُصْبَةِ اُولِي الْقُوَّةِ: ڪن مفسرن هِن آيت مان قارون جي خزاني جو هڪ الف ليلا وانگر اندازو لڳايو آهي. جڏنهن ته هن آيت مان هي خبر پوي ٿي ته قارون مالدار ماڻهو هُيو پر ڪو جناتي لڪيل خزانو هُن جي قبضي ۾ ثابت نٿو ٿئي. هي ته خزاني جون ڪنجيون هڪ مضبوط جٿي جي لاءِ به کڻڻ ڏکيون هيون. هن جي وضاحت ڪندي اِهو ياد رکڻ گهرجي تي هي خزانو

لَا يُحِبُّ الْفَرِحِيْنَ ﴿۷۷﴾

هيون.(ياد كر) جڏهن سندس قوم کيس چيو ته (ايترو) فخر نه ڪر. اللّٰه فخر ڪرڻ وارن کي يقيناً پسند نا هي ڪندو.

وَابْتَغِ فِيْمَآ اٰتٰىكَ اللّٰهُ الدَّارَ الْاٰخِرَةَ وَلَا

۷۸- ۽ جيڪي ڪي توکي اللّٰه ڏنو آهي انهيءَ سان آخرت واري زندگي جي گهر جي

**(باقي حاشيو)** حڪومت جو هُيو ۽ هُن وقت بادشاهه جڏهن ملڪ ۾ سفر ڪندا هُئا ته سوّين هزارين اُنن تي خزاني جون پٽيون پيٽيون رکي ساڻ کڻي ويندا هُئا. چو ته اُن وقت گاڏيون ڪين هونديون هُيون نه مختلف هَنڌن تي سرڪاري خزانا ٺهيل هوندا هُئا. بادشاهه سان گڏو گڏئي سندس خزانو ويندو هو.رستي ۾ ئي سپاهي ملازمن کي پگهارون ڏنيون ويندون هيون ۽ رستي ۾ ئي اُنهن جي خوراڪ ورتي ويندي هُئي.جيڪڏهن فرض ڪيو ته ڏهه هزار ماڻهو به بادشاهه جي عملي ۾ هُجن ۽ هو ڇهن مهينن جي مُهم تي وڃي رهيو هُجي ته گهٽ ۾ گهٽ تي چار هزار اُٺ هُن سان گڏ ضرور هوندا. جن تي جيڪڏهن ٻه ٻه صندوق هجن ته اٺ هزار صندوق خزاني جا ٿيندا هوندا.پهريان ته هُن زماني ۾ ڪُنجيون ڪاٺ جون هونديون هيون جهڙوڪ هاڻي تائين به مڪي شريف ۽ اُن جي پر پاسي ۾ ڪاٺ جون ڪُنجيون استعمال ڪيون وينديون آهن. پيو جيڪڏهن هڪ صندوق جي حفاظت لاءِ ٻه ٻه ڪُرف سمجهيا وڃن ته سورنهن هزار ڪُنجيون ٿين ٿيون.جيڪڏهن هڪ هڪ ڪُنجي اڌ اڌ سير جي هجي ته اٺ هزار سير ٿي وڃن ٿا يعني ٻه سو مڻ. ۽ ظاهر آهي ته ٻه سئو مڻ کي ويهه پنجويهه ماڻهو به وڏي مشڪل سان کڻي سگهن ٿا. خاص طور تي جڏهن اُنهن کي لاڳيتو ڊگهو سفر ڪرڻو هجي.هي به ياد رکڻ کپي ته هي ناهي لکيل ته ماڻهو اُنهن ڪنجين کي کڻندا هئا اُهي ڪُنجيون يقيناً اُٺن تي لڏيون وينديون هونديون. هتي صرف ايترو لکيل آهي ته ڪُنجيون جيڪڏهن ماڻهو کڻن ها ته ماڻهن جي هڪ وڏي جٿي لاءِ به ڳريون هجن ها. يعني ڏهه ٻارهن ماڻهو به اُنهن کي مشڪل سان کڻي سگهن ها. جيڪڏهن لوهه جي ڪُرفن جو اُنهن ۾ رواج هيو ته اُن وقت لوهي ڪُرف به تمام وزني ٺاهيا ويندا هُئا. سورنهن هزار لوهي ڪُنجيون به. يقيناً ايتريون ڳريون هونديون هُيون جو ڏهه ٻارنهن ماڻهن جي لاءِ اُنهن جو کڻڻ ڏکيو هوندو هو. هي جيڪو اسان لکيو آهي ته قارون فرعون جي خزاني جو آفيسر هو ته ان جو ثبوت هي آهي ته هِن آيت ۾ لکيل آهي ته هو پنهنجي قوم تي ئي ظلم ڪرڻ لڳي ويو هو ۽ رڳو مالدار هجڻ جي ڪري ڪو شخص پنهنجي قوم تي ظلم ٿئو ڪري سگهي. عهديدار هجڻ جي ڪري ظلم ڪري سگهي ٿو. ان ڪري هتي هڪ مالدار قارون جو ذڪر نه آهي بلڪ اهڙي قارون جو ذڪر آهي جيڪو شاهي خزاني تي مقرر هيو. ۽ وڏي آفيسر هئڻ جي ڪري قوم تي ظلم ڪرڻ جي هُن ۾ طاقت هئي.

تَنْسَ نَصِيْبَكَ مِنَ الدُّنْيَا وَاَحْسِنْ كَمَآ اَحْسَنَ اللّٰهُ اِلَيْكَ وَلَا تَبْغِ الْفَسَادَ فِي الْاَرْضِ ۭ اِنَّ اللّٰهَ لَا يُحِبُّ الْمُفْسِدِيْنَ ۝۷۸

ڳولا ڪر۽ دنياوي زندگيءَ مان توکي جيڪو حصو مليو آهي انهي کي به نه وسار(اسان توکي هڪ حد تائين دنيا جي آسائشن جي استعمال کان تنارو ڪيون ) ۽ جهڙيءَ طرح اللّٰـــه توتي احسان ڪيو آهي تون به ماڻهن تي احسان ڪر۽ ملڪ ۾ فسادپکيڙڻ جي ڪوشش نه ڪر. اللّٰه يقيناً فسادين کي پسند ناهي ڪندو.

قَالَ اِنَّمَآ اُوْتِيْتُهٗ عَلٰي عِلْمٍ عِنْدِيْ ۭ اَوَلَمْ يَعْلَمْ اَنَّ اللّٰهَ قَدْ اَهْلَكَ مِنْ قَبْلِهٖ مِنَ الْقُرُوْنِ مَنْ هُوَ اَشَدُّ مِنْهُ قُوَّةً وَّاَكْثَرُ جَمْعًا ۭ وَلَا يُسْـَٔـلُ عَنْ ذُنُوْبِهِمُ الْمُجْرِمُوْنَ ۝۷۹

٧٩-(قارون) چيو، هي سارو① رتبو مونکي هڪ اهڙي علم جي سببان مليو آهي، جيڪو صرف مونکي حاصل آهي چا هو ②چاڻندو نه هو ته انهيءَ کان پهرين اللّٰـــه ڪيترن ئي نسلن کي جيڪي انهيءَ کان وڌيڪ طاقتور ۽ انهيءَ کان وڌيڪ مالدار هئا تباهه ڪري ڇڏيو هو ۽ ڏوهارين③ کي(جڏهن

١-هي جملو به ٻڌائي ٿو ته قارون هڪ وڏو آفيسر هُيو. جنهن جي قابليت جي ڪري هُن کي خزاني جو آفيسر بڻايو ويو هو.

٢-هن آيت مان به ثابت ٿئي ٿو ته هو سرڪاري خزاني جو آفيسر هيو. هُن جي ذاتي دولت نه هُئي. جيڪڏهن ذاتي دولت هجي ها ته هِن جاءِ تي هي چيو وڃي ها ته هِن کان به وڌن مالدار ماڻهن کي خدا تباهه ڪري چُڪو آهي. پر هتي قارون جي ڀيٽ ۾ قومن ۽ اُمّتن جي دولت کي پيش ڪيو ويو آهي. ان ڪري معلوم ٿيو ته قارون جي قبضي ۾ به قوم ۽ اُمّت جي دولت هُئي. يعني هو سرڪاري آفيسر هو. هُن جي ذاتي دولت جو هن جاءِ ذڪر نه آهي.

٣-يعني اللّٰـــه تعاليٰ جي طرفان جيڪا سزا ملندي آهي اُها طبعي هوندي آهي. دنياوي بادشاهن وانگر حاڪماڻي نه هوندي آهي. طبعي سزا پاڻ ئي ٻڌائي ڇڏيندي آهي ته ڏوهاري هِن جو حقدار هُيو. مثال طور ڪو ماڻهو حق جي انڪار جي ڪري هدايت کان محروم ٿي وڃي يا دماغ کان ڪم نه وٺڻ جي ڪري سوچڻ کان محروم رهجي وڃي ته ڪو ٿو چئي سگهي ته پهريان هِن جي ڏوهه جي جاچ

عذاب ڏنو ويندو آهي تہ) انهن جي گناهن متعلق انهن کان پڇا ڳاڇا ناهي ڪئي ويندي.

فَخَرَجَ عَلٰى قَوْمِهٖ فِىْ زِيْنَتِهٖ ؕ قَالَ الَّذِيْنَ يُرِيْدُوْنَ الْحَيٰوةَ الدُّنْيَا يٰلَيْتَ لَنَا مِثْلَ مَآ اُوْتِىَ قَارُوْنُ ۙ اِنَّهٗ لَذُوْ حَظٍّ عَظِيْمٍ ۝٨٠

٨٠-(هڪ ڏينهن هينئن ٿيو جو) هُو پنهنجي قوم جي اڳيان پنهنجي زينت ① (يعني پنهنجي بادڀي گارڊ) سان نڪتو. انهيءَ تي اُهي ماڻهو جيڪي دنيا جي زندگيءَ جو سامان چاهيندا هئا چئي اٿيا، اي ڪاش! اسانکي بہ اهو ڪجهہ ملي ها جو قارون کي ڏنو ويو، هن کي تہ (دنيا جو هڪ) وڏو حصو مليو آهي.

وَقَالَ الَّذِيْنَ اُوْتُوا الْعِلْمَ وَيْلَكُمْ ثَوَابُ اللّٰهِ خَيْرٌ لِّمَنْ اٰمَنَ وَعَمِلَ صَالِحًا ۚ وَلَا يُلَقّٰىهَآ اِلَّا الصّٰبِرُوْنَ ۝٨١

٨١-۽ جن ماڻهن کي علم ڏنو ويو هو انهن چيو، توهانجي ستيا ناس - اللّٰه جي طرفان ملڻ وارو بدلو② مومن ۽ ايمان جي حال سارو عمل ڪرڻ واري لاءِ ڏاڍو سٺو هوندو آهي ۽ اِهو (بدلو) صرف صبر ڪرڻ وارن جو گروهہ ئي حاصل ڪندو آهي.

فَخَسَفْنَا بِهٖ وَبِدَارِهِ الْاَرْضَ ۫ فَمَا كَانَ لَهٗ مِنْ فِئَةٍ يَّنْصُرُوْنَهٗ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ ۗ وَمَا

٨٢-پوءِ اسان انهي کي ۽ انهيءَ جي قبيلي کي مڪروهہ ڳالهين ۾ ڦاسائي ڇڏيو ۽ ڪا جماعت اهڙي نہ نڪتي جيڪا اللّٰه

**(باقي حاشيو)** چو نہ ڪئي وئي. هر ماڻهو سمجهي سگهي ٿو تہ هُن جي سزا هُن جي عملن جي بلڪل مطابق آهي ۽ سزاجو، وجود ئي بدعمليءَ جو ثبوت آهي.

١- هِن مان ثابت ٿئي ٿو تہ هو سرڪاري آفيسر هو.

٢- هي آيت بہ دلالت ڪري ٿي تہ جنهن دولت جو ذڪر آهي اُها فرعون جي ڏنل رُتبي جي ڪري ملي هُئي. بيشڪ عام دولت جي باري ۾ بہ چيو ويندو آهي تہ اِها اللّٰه تعاليٰ جي ڏنل آهي. پر هتي چو تہ ٻن دولتن جو مقابلو ڪيو ويو آهي اللّٰه جي ڏنل ۽ غيراللّٰه جي ڏنل. ان ڪري هڪ دولت جي باري ۾ چوڻو پوندو تہ هو پنهنجي ڪمائيءَ جي نہ هُئي، بلڪ فرعون طرفان مليل هئي.

كَانَ مِنَ الْمُنْتَصِرِيْنَ ﴿٨٢﴾

وَاَصْبَحَ الَّذِيْنَ تَمَنَّوْا مَكَانَهٗ بِالْاَمْسِ يَقُوْلُوْنَ وَيْكَاَنَّ اللّٰهَ يَبْسُطُ الرِّزْقَ لِمَنْ يَّشَآءُ مِنْ عِبَادِهٖ وَيَقْدِرُ ۚ لَوْلَآ اَنْ مَّنَّ اللّٰهُ عَلَيْنَا لَخَسَفَ بِنَا ؕ وَيْكَاَنَّهٗ لَا يُفْلِحُ الْكٰفِرُوْنَ ﴿٨٣﴾ ع

تِلْكَ الدَّارُ الْاٰخِرَةُ نَجْعَلُهَا لِلَّذِيْنَ لَا يُرِيْدُوْنَ عُلُوًّا فِى الْاَرْضِ وَلَا فَسَادًا ؕ وَالْعَاقِبَةُ لِلْمُتَّقِيْنَ ﴿٨٤﴾

مَنْ جَآءَ بِالْحَسَنَةِ فَلَهٗ خَيْرٌ مِّنْهَا ۚ وَمَنْ جَآءَ بِالسَّيِّئَةِ فَلَا يُجْزَى الَّذِيْنَ عَمِلُوا السَّيِّاٰتِ اِلَّا مَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿٨٥﴾

ڪانسواءِ سندس مدد ڪري. ۽ ڪنهن تدبير سان بہ هو(پنهنجي دشمن ڪان) بچي نہ① سگهيو.

**٨٣**- ۽ اهي ماڻهو جيڪي ڪالهہ تائين انهيءَ جي جاءِ تي پهچڻ جي خواهش ڪندا هئا چوڻ لڳا توتي تباهي هجي. اللّٰه ئي يقيناً پنهنجي ٻانهن مان جنهن لاءِ چاهي ٿو رزق ۾ ڪشادگي ڏي ٿو ۽ جنهن لاءِ چاهي ٿو تنگي ڪري ٿو جيڪڏهن اسان تي اللّٰه احسان نہ ڪيو هجي ها تہ اسانکي بہ مصيبتن جو شڪار ڪري ڇڏي ها. توتي تباهي هجي (ڳالهہ اهائي آهي تہ) ڪافر ڪڏهن ڪامياب ناهن ٿيندا.

**٨٤**- هي (جا) آخرت واري زندگي (آهي) اسان انهيءَ کي انهن لاءِ ئي مخصوص ڪري ٿا ڇڏيون جيڪي ملڪ ۾ ناجائز غلبو ۽ فساد نٿا چاهين ۽ پڇاڙي متقين جي ئي (سني) ٿيندي آهي.

**٨٥**- جيڪو ماڻهو پسنديدهہ عمل ڪري، ڪيس انهيءَ ڪان بهتر بدلو ملندو. ۽ جيڪو برو عمل ڪندو تہ برن عملن ڪرڻ وارن کي سندن پنهنجي عمل جي برابر بدلو ڏنو ويندو.

١- اِنْتَصَرَ جي معنىٰ آهي اِمْتَنَعَ مِنْ ظَالِمِهٖ: پنهنجي دشمن ڪان بچي ويو (اقرب) ۽ اها ئي معنيٰ اسان اختيار ڪئي آهي.

اِنَّ الَّذِیۡ فَرَضَ عَلَیۡکَ الۡقُرۡاٰنَ لَرَآدُّکَ اِلٰی مَعَادٍ ؕ قُلۡ رَّبِّیۡۤ اَعۡلَمُ مَنۡ جَآءَ بِالۡہُدٰی وَ مَنۡ ہُوَ فِیۡ ضَلٰلٍ مُّبِیۡنٍ ﴿۸۶﴾

٨٦ـ اهو خدا جنهن توتي هي قرآن فرض ڪيو آهي پنهنجي ذات جو قسم ڪڻي چوي ٿو ته هو توکي⑴ انهيءَ جاءِ ڏانهن موٽائي آڻيندو⑵ جنهن ڏانهن ماڻهون وري وري موٽي ايندا آهن تون چؤ، منهنجو رب (انهيءَ کي به) چڱيءَ ريت ڄاڻي ٿو جيڪو هدايت تي قائم هوندو آهي ۽ (انهيءَ کي به) جيڪو کليل گمراهيءَ ۾ ڦاٿل هوندو آهي.

وَ مَا کُنۡتَ تَرۡجُوۡۤا اَنۡ یُّلۡقٰۤی اِلَیۡکَ الۡکِتٰبُ اِلَّا رَحۡمَۃً مِّنۡ رَّبِّکَ فَلَا تَکُوۡنَنَّ ظَہِیۡرًا لِّلۡکٰفِرِیۡنَ ﴿۫۸۷﴾

٨٧ـ ۽ تون (ڪا) اميد نه رکندو هئين ته توتي هڪ ڪامل ڪتاب نازل ڪيو ويندو پر تنهنجي رب جي طرفان رحمت جي طور تي ائين ٿيو. پوءِ تون ڪافرن جو مددگار ڪڏهن به نه بڻجاءِ.

وَ لَا یَصُدُّنَّکَ عَنۡ اٰیٰتِ اللّٰہِ بَعۡدَ اِذۡ اُنۡزِلَتۡ اِلَیۡکَ وَ ادۡعُ اِلٰی رَبِّکَ وَ لَا تَکُوۡنَنَّ مِنَ الۡمُشۡرِکِیۡنَ ﴿ۚ۸۸﴾

٨٨ـ ۽ توکي ڪو شخص هن ڪانپوءِ جواللّٰه جون آيتون توتي نازل ڪيون ويون انهن کي روڪڻ وارو نه بڻجي ۽ تون پنهنجي رب ڏانهن (ماڻهن کي) سڏ ۽ مشرڪن ۾

١ـ اَلۡمَعَادُ جي معنٰي اَلۡمَرۡجِعُ جي هوندي آهي يعني جنهن ڏانهن ماڻهوپيهر پيهر موٽي ايندا آهن. هتي هن مان مراد مڪو آهي جتي ماڻهو بار بار حج ۽ عمري جي لاءِ ويندا هئا.

٢ـ هن ۾ فتح مڪي ڏانهن اشارو آهي. جنهن ڏانهن محمد رسول اللّٰه ﷺ کي موٽائي آڻڻ جي پيشگوئي ڪئي وئي آهي. ۽ قرآن جي فرض ڪرڻ مان هي ٻڌايو ويو آهي ته جيڪڏهن محمد رسول اللّٰه ﷺ مڪي ڏانهن موٽي واپس نه آيا ته هي قرآن جي سچائيءَ تي هڪ الزام هوندو، چو ته اللّٰه تعاليٰ هي واعدو قرآن جي شريعت جي ذڪر سان گڏ پنهنجو قسم ڪڻي ڪيو آهي. ۽ اللّٰه تعاليٰ جي فضل سان پورو ٿي رهندو.

وَلَا تَدْعُ مَعَ اللّٰهِ اِلٰهًا اٰخَرَ ۘ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ۣ كُلُّ شَيْءٍ هَالِكٌ اِلَّا وَجْهَهٗ ۭ لَهُ الْحُكْمُ وَاِلَيْهِ تُرْجَعُوْنَ ﴿٨٩﴾

شامل نہ ٿيُ.

**٨٩**۔۽ (اي مخاطب) اللّٰه کانسواءِ ڪنهن معبود کي نہ پڪار.انهيءَ کانسواءِ ڪو معبود ڪونهي. هر هڪ شيءِ هلاڪ ⑴ ٿيڻ واري آهي سواءِ انهيءَ جي جنهن ڏانهن انهي (اللّٰه) جو توجہ هجي. حڪم انهيءَ جي اختيار ۾ آهي. ۽ توهان سڀيئي انهيءَ ڏانهن موٽائي نيا ويندا.

١۔هن مان مراد هي آهي تہ هر هڪ مادي شيءِ نہ وري اڳئين جهان جون نعمتون يا روحاني علم. جيئن تہ حضرت عثمان بن مظعونؓ جي اڳيان جڏهن لبيد هي شعر پڙهيو تہ:

ے اَلَا كُلُّ شَيْءٍ مَّا خَلَا اللّٰهَ بَاطِلٗ وَكُلُّ نَعِيمٍ لَّا مَحَالَةَ زَائِلٗ

تہ عثمان بن مظعونؓ وڏي جوش سان بينو ۽ چوڻ لڳو نَعِيمُ اللّٰهِ لَا يَبْطُلُ يعني جنت جون نعمتون ڪڏهن ختم نہ ٿينديون. ان ڪري كُلُّ شَيْءٍ هَالِكٌ مان مراد مادي شيون آهن نہ تہ جنت تي هن جي ثابتي ٿئي ٿي ۽ نہ وري علم روحاني تي.ان ڪري صحابہؓ جي تشريح سان هن آيت جي تشريح ٿي وڃي ٿي ۽ اها ئي ٺيڪ آهي.

## سُوْرَةُ الْعَنْكَبُوْتِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ سَبْعُوْنَ اٰيَةً وَّ سَبْعَةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت عنڪبوت- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ستر آيتون ۽ ست رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١-(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) باربار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

الٓمّٓ ۚ ②

٢-مان اللّٰه سڀني ڳالهين وڌيڪ ڄاڻڻ وارو آهيان①.

اَحَسِبَ النَّاسُ اَنْ يُّتْرَكُوْٓا اَنْ يَّقُوْلُوْٓا اٰمَنَّا وَهُمْ لَا يُفْتَنُوْنَ ③

٣-ڇا (هن زماني جي) ماڻهن اِهو سمجهي ڇڏيو آهي ته انهن جو هيءُ چوڻ ته اسان ايمان آندو آهي (ڪافي ٿيندو) ۽ اهي ڇڏي ڏنا ويندا ۽ انهن کي آزمايو نه ويندو.

وَلَقَدْ فَتَنَّا الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ فَلَيَعْلَمَنَّ اللّٰهُ الَّذِيْنَ صَدَقُوْا وَلَيَعْلَمَنَّ الْكٰذِبِيْنَ ④

٤-حالانڪ جيڪي (ماڻهو) انهن کان پهرين گذري چڪا آهن انهن کي اسان آزمايو هو (۽ هاڻي به اُهو ائين ئي ڪندو) سو اللّٰه ظاهر② ڪندو انهن کي به جن سچ ڳالهايو ۽ انهن کي به جن ڪوڙ ڳالهايو.

اَمْ حَسِبَ الَّذِيْنَ يَعْمَلُوْنَ السَّيِّاٰتِ اَنْ يَّسْبِقُوْنَا ؕ سَآءَ مَا يَحْكُمُوْنَ ⑤

٥-ڇا جيڪي ماڻهو بديون ڪن ٿا- اهي خيال ڪن ٿا ته اُهي اسانجي سزا کان بچي ويندا. انهن جو فيصلو ڏاڍو بُرو آهي.

---

١-حروف مقطعات جا حرف هڪ هڪ لفظ يا جملي جا قائم مقام آهن. جيئن ته رسول اللّٰه ﷺ جن جي حديثن ۽ اصحابؓ جن جي قولن مان ثابت آهي يا ڪن جڳهن تي هو عددن جا قائم مقام هوندا آهن. الٓمّٓ ۾ الف اَنَاجو قائم مقام آهي ۽ ”ل“ اللّٰه ۽ ”م“ اَعْلَمُ جو. يعني مان اللّٰه سڀن کان وڌيڪ ڄاڻڻ وارو آهيان.

٢-يعني علمِ ازلي کي علمِ وقوعه سان مَٿائي ڇڏيندو.

مَنْ كَانَ يَرْجُوْا لِقَآءَ اللّٰهِ فَاِنَّ اَجَلَ اللّٰهِ لَاٰتٍ ؕ وَهُوَ السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ ۝٦

**٦**-جيڪو ماڻهو اللّٰه جي ملاقات جي اميد رکي ٿو (ان کي معلوم هئڻ گهرجي ته) اللّٰه جو مقرر ڪيل وقت ضرور اچڻ وارو آهي ۽ اهو ڏاڍو ٻڌڻ وارو (۽) ڏاڍو ڄاڻڻ وارو آهي.

وَمَنْ جَاهَدَ فَاِنَّمَا يُجَاهِدُ لِنَفْسِهٖ ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَغَنِيٌّ عَنِ الْعٰلَمِيْنَ ۝٧

**٧**-۽ جيڪو شخص خدا جي لاءِ ڪوشش ڪري ٿو در حقيقت اهو پنهنجي جان جي لاءِ ئي ڪري ٿو اللّٰه سڀني جهانن کان بي نياز آهي (۽ انهن جي عبادت جو محتاج ڪونهي).

وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ لَنُكَفِّرَنَّ عَنْهُمْ سَيِّاٰتِهِمْ وَلَنَجْزِيَنَّهُمْ اَحْسَنَ الَّذِىْ كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ۝٨

**٨**-۽ جن ماڻهن ايمان آندو ۽ ايمان مطابق ① انهن عمل ڪيا اسان انهن جي بدين کي انهن کان ٽاريندا سين- ۽ جيڪي ڪم اهي ڪندا هئا انهيءَ جي مطابق جيڪا بهترين جزا انهن کي ملي سگهندي هوندي اها اسان کين ڏينداسين.

وَوَصَّيْنَا الْاِنْسَانَ بِوَالِدَيْهِ حُسْنًا ؕ وَاِنْ جَاهَدٰكَ لِتُشْرِكَ بِىْ مَا لَيْسَ لَكَ بِهٖ عِلْمٌ فَلَا تُطِعْهُمَا ؕ اِلَىَّ مَرْجِعُكُمْ فَاُنَبِّئُكُمْ بِمَا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ۝٩

**٩**-۽ اسان انسان کي پنهنجي والدين سان سٺو سلوڪ ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي ۽ (چيو آهي ته) جيڪڏهن اهي ٻئي توسان هن ڳالهه تي بحث ڪن ته تون ڪنهن کي منهنجو شريڪ ٺهراءِ حالانڪ انهيءَ جو توکي ڪو علم ڪونهي، تون انهن

---

١-صَالِح صَلُحَ مان نڪتو آهي ۽ صَلُحَ جي معنيٰ هوندي آهي ڪنهن شيءِ جي مطابق هجڻ . ان ڪري عَمِلُوالصّٰلِحٰتِ جي معنيٰ ٿي پنهنجي ايمان جي مطابق عمل ڪيو. ماڻهو عام طور تي صَالِح جي معنيٰ نيڪ جي ڪندا آهن پر عربي ٻوليءَ جي لحاظ کان هن جي معني آهي ”ايمان جي مطابق عمل ڪرڻ وارو“. ۽ نيڪي هڪ نسبتي شيءِ آهي ڪا مخصوص شيءِ نه آهي. جيڪو ڪم ڪن حالتن ۾ نيڪ هوندو آهي ٻين حالتن ۾ ساڳوئي برو ٿي ويندو آهي.

بنهي جي فرمانبرداري① نہ ڪر ڇو جو توهان سڀني ڪي مون ڏانهن ئي موٽي اچڻو آهي ۽ مان توهانجي عمل (جي نيڪيءَ بديءَ) ڪان توهانکي واقف ڪندس.

وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ لَنُدْخِلَنَّهُمْ فِي الصّٰلِحِيْنَ ⑩

١٠-۽ جن ماڻهن ايمان آندو آهي ۽ ان مطابق انهن عمل بہ ڪيا آهن، اسان انهن ڪي چڱن ٻانهن ۾ داخل ڪنداسين.

وَمِنَ النَّاسِ مَنْ يَّقُوْلُ اٰمَنَّا بِاللّٰهِ فَاِذَآ اُوْذِيَ فِي اللّٰهِ جَعَلَ فِتْنَةَ النَّاسِ كَعَذَابِ اللّٰهِ ؕ وَلَىِٕنْ جَآءَ نَصْرٌ مِّنْ رَّبِّكَ لَيَقُوْلُنَّ اِنَّا كُنَّا مَعَكُمْ ؕ اَوَلَيْسَ اللّٰهُ بِاَعْلَمَ بِمَا فِيْ صُدُوْرِ الْعٰلَمِيْنَ ⑪

١١-۽ ماڻهن مان (ڪي اهڙا بہ هوندا آهن) جيڪي چون ٿا تہ اسان اللّٰـه تي ايمان آندو آهي ۽ پوءِ جڏهن اللّٰه جي ڪري انهن ڪي تڪليف ڏني ويندي آهي اهي ماڻهن جي عذاب ڪي اللّٰـــه جي عذاب وانگر سمجهندا آهن ۽ جيڪڏهن تنهنجي رب جي طرفان مدد اچي ٿي تہ اهي چون ٿا (در حقيقت) اسان بہ توهان سان هئاسين ڇا دنيا جهان جي ماڻهن جي دلين ۾ جيڪي ڪجهہ آهي انهيءَ ڪي اللّٰه چڱي طرح نٿو ڄاڻي؟

وَلَيَعْلَمَنَّ اللّٰهُ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَلَيَعْلَمَنَّ الْمُنٰفِقِيْنَ ⑫

١٢-۽ اللّٰه ضرور ظاهر ڪري ڇڏيندو انهن ڪي بہ جن ايمان آندو آهي ۽ انهن ڪي بہ جيڪي منافق آهن.

وَقَالَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا لِلَّذِيْنَ اٰمَنُوا اتَّبِعُوْا

١٣-۽ ڪافر مومنن ڪي چون ٿا، توهان اسانجي پويان هلو. اسان توهان جا② گناهہ

١-مطلب هي نہ آهي تہ اُنهن جي فرمانبرداري ضروري ناهي، بلڪ هي آهي تہ هِن خاص حڪم جي فرمانبرداري نہ ڪر.

٢-آيت ۾ واؤ جو لفظ اچي ٿو جنهنجو ترجمو ”۽“ هوندو آهي پر ڇو تہ اڙدوءَ ۾ هي بيڪار ٿي

سَبِيۡلَنَا وَلۡنَحۡمِلۡ خَطٰيٰكُمۡ ؕ وَمَا هُمۡ بِحٰمِلِيۡنَ مِنۡ خَطٰيٰهُمۡ مِّنۡ شَيۡءٍ ؕ اِنَّهُمۡ لَكٰذِبُوۡنَ ⑬

ڪٺندا سين. حالانڪ اُهي اُنهن جا گناهه (بلڪل) نٿا کڻي سگهن. اُهي يقيناً ڪوڙا آهن.

وَلَيَحۡمِلُنَّ اَثۡقَالَهُمۡ وَاَثۡقَالًا مَّعَ اَثۡقَالِهِمۡ ۫ وَلَيُسۡـَٔلُنَّ يَوۡمَ الۡقِيٰمَةِ عَمَّا كَانُوۡا يَفۡتَرُوۡنَ ⑭ ع

١٤-حقيقت هيءَ آهي ته اُهي پنهنجو بوجهه به کڻندا ۽ پنهنجي بوجهن کانسواءِ ٻين ماڻهن جا بوجهه به کڻندا (جن کي اهي دوکو ڏين ٿا) ۽ قيامت جي ڏينهن انهن کان انهيءَ بهتان جي باري ۾ سوال ڪيو ويندو.

وَلَقَدۡ اَرۡسَلۡنَا نُوۡحًا اِلٰى قَوۡمِهٖ فَلَبِثَ فِيۡهِمۡ اَلۡفَ سَنَةٍ اِلَّا خَمۡسِيۡنَ عَامًا ؕ فَاَخَذَهُمُ الطُّوۡفَانُ وَهُمۡ ظٰلِمُوۡنَ ⑮

١٥-۽ اسان نوح کي انهيءَ جي قوم ڏانهن موڪليو هو پوءِ هو انهن ۾ نو سئو پنجاهه ① سالن تائين رهيو،سو انهيءَ جي قوم جي ماڻهن کي طوفان اچي ورتو ۽ اهي ظالم هئا.

فَاَنۡجَيۡنٰهُ وَاَصۡحٰبَ السَّفِيۡنَةِ وَجَعَلۡنٰهَاۤ اٰيَةً لِّلۡعٰلَمِيۡنَ ⑯

١٦-پوءِ اسان انهيءَ کي ۽ سندس ٻيڙيءَ ۾ ويهڻ وارن ساٿين کي ڇوٽڪارو ڏنو ۽ اسان انهيءَ واقعي کي سڀني جهانن جي ماڻهن لاءِ هڪ نشان بڻائي ڇڏيو.

وَاِبۡرٰهِيۡمَ اِذۡ قَالَ لِقَوۡمِهِ اعۡبُدُوا اللّٰهَ

١٧-۽ (اسان) ابراهيم کي (به رسول بڻائي موڪليو هو) جڏهن هُن پنهنجي قوم کي

**(باقي حاشيو)** ويندو آهي اِن لاءِ اسان هن جو ترجمو ڇڏي ڏنو آهي.

١-مراد نوحؑ جي عمر نه آهي بلڪ سندس نبوت جو زمانو مراد آهي. يا اُنهن جي قوم جو اُهو زمانو مراد آهي جنهن ۾ اُها نيڪ رهي جيئن ٻي جاءِ تي اللّٰه تعاليٰ حضرت ابراهيم عليه السلام جن جي باري ۾ فرمائي ٿو وَاِنَّ مِنۡ شِيۡعَتِهٖ لَاِبۡرٰهِيۡمَ (صافات: ٨٤) يعني ابراهيمؑ به نوحؑ جي پيروڪارن منجهان هو. ان ڪري نوحؑ جي عمر پهريان ابراهيمؑ تائين ڏِسي ٿي ۽ پوءِ حضرت يوسفؑ بلڪ حضرت موسيٰؑ تائين ڏِسي ٿي.

وَاتَّقُوْهُ ؕ ذٰلِكُمْ خَيْرٌ لَّكُمْ اِنْ كُنْتُمْ تَعْلَمُوْنَ ﴿١٧﴾

چيو هو تہ اللّٰہ جي عبادت ڪيو ۽ انهيءَ جي تقويٰ اختيار ڪيو. جيڪڏهن توهان ڄاڻو ٿا تہ هيءُ توهان جي لاءِ ڏاڍو سنو آهي.

اِنَّمَا تَعْبُدُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ اَوْثَانًا وَّتَخْلُقُوْنَ اِفْكًا ؕ اِنَّ الَّذِيْنَ تَعْبُدُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ لَا يَمْلِكُوْنَ لَكُمْ رِزْقًا فَابْتَغُوْا عِنْدَ اللّٰهِ الرِّزْقَ وَاعْبُدُوْهُ وَاشْكُرُوْا لَهٗ ؕ اِلَيْهِ تُرْجَعُوْنَ ﴿١٨﴾

**١٨**- توهان اللّٰہ کانسواءِ پين هستين جي عبادت ڪيو ٿا ۽ (مذهب جي باري ۾) ڪوڙيون ڳالهيون ناهيو ٿا. اُهي (هستيون) جن جي توهان اللّٰہ کانسواءِ پوڄا ڪيو ٿا توهان کي رزق نہ ٿيون ڏئي سگهن. پوءِ اللّٰه کان پنهنجو رزق گهرو ۽ انهيءَ جي عبادت ڪيو ۽ انهيءَ جو شڪر ادا ڪيو. توهانکي انهيءَ ڏانهن موٽائي نيو ويندو.

وَاِنْ تُكَذِّبُوْا فَقَدْ كَذَّبَ اُمَمٌ مِّنْ قَبْلِكُمْ ؕ وَمَا عَلَى الرَّسُوْلِ اِلَّا الْبَلٰغُ الْمُبِيْنُ ﴿١٩﴾

**١٩**- ۽ جيڪڏهن توهان منهنجي ڳالهہ کي ڪوڙو قرار ڏيو تہ (اِها ڪا نئين ڳالهہ ناهي) توهان کان پهرين قومن بہ (پنهنجي رسولن کي) ڪوڙو ڪيو هو ۽ رسول جو ڪم تہ صرف کولي کولي پهچائڻ هوندو آهي (زبردستي مڃرائڻ نہ هوندو آهي).

اَوَلَمْ يَرَوْا كَيْفَ يُبْدِئُ اللّٰهُ الْخَلْقَ ثُمَّ يُعِيْدُهٗ ؕ اِنَّ ذٰلِكَ عَلَى اللّٰهِ يَسِيْرٌ ﴿٢٠﴾

**٢٠**- ڇا انهن کي معلوم ڪونهي تہ اللّٰہ عالم جي پيدائش کي ڪيئن پهريون دفعو شروع ڪندو آهي پوءِ انهيءَ کي وري وري موٽائيندو آهي هي ڪم اللّٰه جي لاءِ ① بلڪل آسان آهي.

١- عَلٰی جي معنيٰ لام جي بہ ايندي آهي جنهن جي معنيٰ "جي لاءِ" جي هوندي آهي ۽ اُها ئي معنيٰ هن جاءِ ورتي ويئي آهي.

قُلْ سِيْرُوْا فِي الْاَرْضِ فَانْظُرُوْا كَيْفَ بَدَاَ الْخَلْقَ ثُمَّ اللّٰهُ يُنْشِئُ النَّشْاَةَ الْاٰخِرَةَ ؕ اِنَّ اللّٰهَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ﴿٢١﴾

**٢١**-تون چوَ، ملڪ ۾ چو طرف گهمو ۽ ڏسو ته اللّٰه مخلوق جي پيدائش ڪهڙي طرح شروع ڪئي هئي پوءِ مرڻ ڪان بعد① انهن کي پيهر زندهه ڪندو ويو اللّٰه هر هڪ شيءِ تي قادر آهي.

يُعَذِّبُ مَنْ يَّشَآءُ وَيَرْحَمُ مَنْ يَّشَآءُ ۚ وَاِلَيْهِ تُقْلَبُوْنَ ﴿٢٢﴾

**٢٢**-هُو جنهن کي چاهي② تو عذاب ڏئي تو ۽ جنهن تي چاهي تو رحم ڪري تو ۽ انهيءَ ڏانهن توهان کي موٽائي آندو ويندو.

وَمَآ اَنْتُمْ بِمُعْجِزِيْنَ فِي الْاَرْضِ وَلَا فِي السَّمَآءِ ۫ وَمَا لَكُمْ مِّنْ دُوْنِ اللّٰهِ مِنْ وَّلِيٍّ وَّلَا نَصِيْرٍ ﴿٢٣﴾ ع ٢ ٩ ١٤

**٢٣**-۽ توهان نه زمين ۾ نه آسمان ۾ خدا کي انهيءَ جي مرضيءَ جي خلاف مجبور ڪري سگهندؤ. ۽ خدا ڪانسواءِ نه ڪو توهان جو دوست آهي نه مددگار.

وَالَّذِيْنَ كَفَرُوْا بِاٰيٰتِ اللّٰهِ وَلِقَآئِهٖٓ

**٢٤**-۽ اهي ماڻهو جيڪي اللّٰه جي نشانن جو ۽ انهيءَ سان ملاقات③جو انڪار

---

١-هِن جاءِ تي آخرت جو ذڪر نه آهي بلڪ هِن دنيا جو ذڪر آهي ۽ هن دنيا ۾ مُئل جيئراڻي ناهن ايندا. ان ڪري هي آيت هي واضح ثبوت آهي هِن ڳالهه جو ته پهرين پيدائش مان مراد قومن کي شان بخشڻ ۽ بي پيدائش مان مراد فاتح قومن جي زوال ڪانپوءِ وري اُنهن ۾ سجاڳي پيدا ڪرڻ آهي. هِن جي هي معنيٰ نه آهي ته آخرت واري زندگي آهي ئي ڪا نه.بلڪ اسان جو هي مطلب آهي ته هن آيت ۾ هن دنيا ۾ قومن جي زوال ۽ عروج جو ذڪر آهي جيئن ته سِيْرُوْا فِي الْاَرْضِ جي لفظن مان ۽ هِنن لفظن مان ظاهر آهي ته دنيا تي غور ڪيو ته ڪيئن اللّٰه تعاليٰ پهرين پيري پيدائش جو ڪم شروع ڪيو۔ ۽ مرڻ ڪانپوءِ وري پيهر زندگي ڏيڻ شروع ڪئي.

٢- قرآن ڪريم جي بين آيتن مان ثابت آهي ته عذاب اللّٰه تعاليٰ اُنهيءَ کي ڏيندو آهي جيڪو حقدار هوندو آهي ان ڪري هِن آيت جي معنيٰ هيءَ آهي ته هن جو ڪامل علم جنهن شخص يا قوم کي عذاب جو حقدار قرار ڏئي تو اُن کي عذاب ڏيندو آهي نه وري هيءُ ته بنا ڏسڻ وائسڻ جي ناحق عذاب ڏيندو آهي.

٣-اصل ۾ ته اللّٰه تعاليٰ جي ملاقات مومن سان ٿيندي آهي پر ڪافرن جي لاءِ اُها عذاب جي

أُولَٰٓئِكَ يَئِسُوا مِن رَّحْمَتِي وَأُولَٰٓئِكَ لَهُمْ عَذَابٌ أَلِيمٌ ﴿٢٤﴾

ڪن ٿا اهي ماڻهو اهڙا آهن جيڪي منهنجي رحمت کان مايوس ٿي ويا آهن ۽ اهي ئي آهن جن کي دردناڪ عذاب ملندو.

فَمَا كَانَ جَوَابَ قَوْمِهِۦٓ إِلَّآ أَن قَالُوا اقْتُلُوهُ أَوْ حَرِّقُوهُ فَأَنجَىٰهُ اللَّهُ مِنَ النَّارِ ۚ إِنَّ فِي ذَٰلِكَ لَءَايَٰتٍ لِّقَوْمٍ يُؤْمِنُونَ ﴿٢٥﴾

**٢٥**-پوءِ انهيءَ جي (يعني ابراهيم جي) قوم جو جواب انهيءَ کانسواءِ ڪجهه نه هو ته انهن چيو هن کي قتل ڪري ڇڏيو يا ان کي ساڙي ڇڏيو(جيئن ته انهن هن کي باهه ۾ وجهي ڇڏيو) پر اللّٰه هن کي باهه کان بچائي ورتو، انهيءَ ۾ يقيناً مومن قوم لاءِ وڏا نشان آهن.

وَقَالَ إِنَّمَا اتَّخَذْتُم مِّن دُونِ اللَّهِ أَوْثَٰنًا مَّوَدَّةَ بَيْنِكُمْ فِي الْحَيَوٰةِ الدُّنْيَا ۖ ثُمَّ يَوْمَ الْقِيَٰمَةِ يَكْفُرُ بَعْضُكُم بِبَعْضٍ وَيَلْعَنُ بَعْضُكُم بَعْضًا وَمَأْوَىٰكُمُ النَّارُ وَمَا لَكُم مِّن نَّٰصِرِينَ ﴿٢٦﴾

**٢٦**-(ابراهيم) چيو،توهان اللّٰه کانسواءِ بتن سان تعلق قائم ڪري ڇڏيو آهي (۽ توهانجو اهو فعل) دنياوي زندگيءَ ۾ بين مشرڪن سان محبت وڌائڻ لاءِ(١)(آهي) پوءِ قيامت جي ڏينهن توهان مان ڪي ڪن جو انڪار ڪندا ۽ توهان مان ڪي ڪن تي لعنت وجهندا ۽ توهانجو ٺڪاڻو دوزخ هوندو ۽ جن کي توهان مددگار

**(باقي حاشيو)**صورت ۾ ظاهر ٿيندي آهي. ۽ جڏهن به هُنن جي دل ۾ ندامت پيدا ٿئي ته رحم ۽ معافيءَ جي تدبيرن جي ذريعي سان ظاهر ٿيندي آهي.ان ڪري هن آيت جو مطلب هي آهي ته جيڪي ماڻهو اللّٰه تعاليٰ جي ملاقات جا منڪر هوندا آهن اصل ۾ هو هي سمجهندا آهن ته خداتعاليٰ ڪڏهن اسان کي معاف نه ڪندو ۽ رحمت جي ذريعي پنهنجو جلوو اسان تي ظاهر نه ڪندو. ان ڪري اللّٰه تعاليٰ به سندن يقين مطابق اُنهن سان سلوڪ ڪندو آهي ۽ دردناڪ عذاب ۾ مبتلا ڪندو آهي.

١-يعني توهان جو مذهب دليل تي مبني نه آهي بلڪ پنهنجي قوم جي ماڻهن کي پاڻ سان ريجهائڻ لاءِ آهي.سچو دين سدائين دليلن تي قائم هوندو آهي. پر ڪافرن جي دين جو بنياد هن ڳالهه تي هوندو آهي

سمجهو ٿا انهن مان ڪو توهان جي مدد لاءِ نه ايندو.

فَاٰمَنَ لَهٗ لُوۡطٌ ۘ وَقَالَ اِنِّىۡ مُهَاجِرٌ اِلٰى رَبِّىۡ ؕ اِنَّهٗ هُوَ الۡعَزِيۡزُ الۡحَكِيۡمُ ﴿۲۷﴾

٢٧-هن (نصيحت) ڪانپوءِ لوط انهيءَ تي ايمان آندو ۽ (ابراهيم) چيو،مان ته پنهنجي رب ڏانهن هجرت ڪري وڃڻ وارو آهيان ①. هو يقيناً غالب(۽)وڏي حڪمت وارو آهي.

وَوَهَبۡنَا لَهٗۤ اِسۡحٰقَ وَيَعۡقُوۡبَ وَجَعَلۡنَا فِىۡ ذُرِّيَّتِهِ النُّبُوَّةَ وَالۡكِتٰبَ وَاٰتَيۡنٰهُ اَجۡرَهٗ فِى الدُّنۡيَا ۚ وَاِنَّهٗ فِى الۡاٰخِرَةِ لَمِنَ الصّٰلِحِيۡنَ ﴿۲۸﴾

٢٨-۽ اسان هن کي اسحاق ۽ يعقوب بخشيا، ۽ سندس اولاد سان نبوت ۽ ڪتاب مخصوص ڪري ڇڏيو ۽ اسان هن کي دنيا ۾ به انهيءَ جو اجر بخشيو ۽ آخرت② ۾ به هو نيڪ ٻانهن ۾ شامل ڪيو ويندو.

وَلُوۡطًا اِذۡ قَالَ لِقَوۡمِهٖۤ اِنَّكُمۡ لَتَاۡتُوۡنَ الۡفَاحِشَةَ مَا سَبَقَكُمۡ بِهَا مِنۡ اَحَدٍ مِّنَ

٢٩- ۽ لوط کي به (اسان رسول بڻائي موڪليو) جڏهن ته هن پنهنجي قوم کي چيو ته توهان هڪ اهڙي بدي ڪيو ٿا

**(باقي حاشيو)** ته دنيادار خوش ٿي وڃن ڪٿي خدا تعاليٰ ناراض ٿي وڃي. پر هِن جي نتيجي ۾ هن دنيا ۾ به اهڙو، وقت ايندو آهي جو جن کي خوش ڪرڻ لاءِ ڪافر سچائيءَ جو انڪار ڪندا آهن. اُهي ئي سندن مخالف ٿي ويندا آهن ۽ اڳين جهان ۾ به اهڙو وقت ايندو. ۽ هي دنيا جا دوست هُن وقت ڪنهن ڪم نه ايندا.

١- يعني هجرت جي ارادي جو اعلان ڪري ڇڏيائين.

٢- هي جيڪو حضرت ابراهيم عليه السلام جي باري ۾ چيو ويو آهي ته اِنَّهٗ فِى الۡاٰخِرَةِ لَمِنَ الصّٰلِحِيۡنَ- هن جي هڪ معنيٰ هيءَ آهي ته آخري زماني ۾ به ابراهيمؑ کي ماڻهو تمام نيڪ قرار ڏيندا سو هن آخري زماني ۾ به جيڪي اُمتون قائم آهن اُهي سموريون حضرت ابراهيم عليه السلام کي مڃن ٿيون. يعني مسلمان به، يهودي به ۽ عيسائي به. ٻي معنيٰ هِن جي هيءَ آهي ته آخرت جي گهڙيءَ ۾ جيڪو ابراهيمؑ جو بروز ظاهر ٿيندو اُهو به خدا جي نظر ۾ پنهنجي ڪم جو اهل هوندو.۽ هُن تي اعتراض ڪرڻ وارا غلطي ڪندا.

الْعٰلَمِيْنَ ﴿٢٩﴾

جنهن جو دنيا ۾ توهان کان پهرين ڪنهن به ارتڪاب نه ڪيو هو.

اَئِنَّكُمْ لَتَاْتُوْنَ الرِّجَالَ وَ تَقْطَعُوْنَ السَّبِيْلَ ۙ وَتَاْتُوْنَ فِيْ نَادِيْكُمُ الْمُنْكَرَ ؕ فَمَا كَانَ جَوَابَ قَوْمِهٖٓ اِلَّآ اَنْ قَالُوا ائْتِنَا بِعَذَابِ اللّٰهِ اِنْ كُنْتَ مِنَ الصّٰدِقِيْنَ ﴿٣٠﴾

**٣٠**-ڇا توهان (عورتن کي ڇڏي) مردن ڏانهن اچو ٿا ۽ ڌاڙا هڻو ٿا ۽ پنهنجي مجلسن ۾ اڻ وڻندڙ⑴ حرڪتون ڪيو ٿا. انهيءَ تي سندس قوم جو جواب انهيءَ کانسواءِ ڪجهه نه هو جو انهن چئي ڏنو، ته جيڪڏهن تون سچن ماڻهن مان آهين ته **اللّٰه** جو عذاب اسان تي نازل ڪر.

قَالَ رَبِّ انْصُرْنِيْ عَلَى الْقَوْمِ الْمُفْسِدِيْنَ ﴿٣١﴾ ع

**٣١**-انهيءَ تي لوط چيو، اي منهنجا رب! فسادي قوم جي خلاف منهنجي مدد ڪر.

وَلَمَّا جَآءَتْ رُسُلُنَآ اِبْرٰهِيْمَ بِالْبُشْرٰى ۙ

**٣٢**-۽ جڏهن اسانجي رسولن ابراهيم وٽ خوشخبري ⑵ آندي. ته انهن چيو.اسان

١-يعني مسافرن سان ڌتول ڪندا يا اُنهن تي ظلم ڪندا آهيو.

٢- آيت جا لفظ هي آهن ته ابراهيم وٽ اسانجا رسول **بُشْرىٰ** کڻي آيا. ۽ اڙدوءَ ۾ **بُشْرىٰ** جو لفظ بشارت يعني خوشخبري جي معنائن ۾ استعمال ٿيندو آهي.حالانڪ اڳتي هلي هنن هيءَ خبر ڏني آهي ته اسان هن وسنديءَ جي ماڻهن کي هلاڪ ڪرڻ وارا آهيون. جيڪا بظاهر هڪ بُري خبر آهي. هِن جو سبب هي آهي ته عربي ٻوليءَ ۾ **بُشْرىٰ** جي معنيٰ هڪ وڏي ۽ اهم خبر جي هوندي آهي. جنهن جو اثر مُنهن تي ظاهر ٿي وڃي.لازمي طور تي سُٺي خبر جي لاءِ هي لفظ استعمال نه ٿيندو آهي.سو جيئن ته نبي دل جو نرم هوندو آهي ۽ ابراهيم عليه السلام جي لاءِ قرآن ڪريم ۾ خاص طور تي ذڪر آهي ته هو ڏاڍا نرم دل هُئا.جڏهن اُنهن هي ٻڌو ته لوط جي وسنديءَ جا ماڻهو هلاڪ ٿي ويندا ته غم وچان اُنهن جي مُنهن جو رنگ بدلجي ويو.اِن خيال سان به ته هن ڳوٺ ۾ ته لوط به آهي ۽ هِن خيال سان به ته هِن ڳوٺ ۾ ٻيا به ڪيترائي ماڻهو آهن. جيئن ته بائيبل ۾ اچي ٿو ته حضرت ابراهيم عليه السلام خدا کان دُعا گُهري ته اي خدا! ڇا تون نيڪن جي هوندي بُرن کي هلاڪ ڪري ڇڏيندين. ۽ ڇپائين

قَالُوْۤا اِنَّا مُهْلِكُوْۤا اَهْلِ هٰذِهِ الْقَرْيَةِ ۚ اِنَّ اَهْلَهَا كَانُوْا ظٰلِمِيْنَ ﴿۳۲﴾

هن وسنديءَ وارن کي هلاڪ ڪرڻ وارا آهيون. ڇو جو هن جا رهواسي ظالم آهن.

قَالَ اِنَّ فِيْهَا لُوْطًا ۗ قَالُوْا نَحْنُ اَعْلَمُ بِمَنْ فِيْهَا ۫ لَنُنَجِّيَنَّهٗ وَاَهْلَهٗۤ اِلَّا امْرَاَتَهٗ ۫ كَانَتْ مِنَ الْغٰبِرِيْنَ ﴿۳۳﴾

**٣٣-**(ابراهيم جواب ۾)چيو ته هن (وسنديءَ) ۾ ته لوط به رهي ٿو انهن چيو اسان هن (ڳوٺ) جي رهڻ وارن کي چڱي طرح ڄاڻون ٿا،اسان انهيءَ(يعني لوط)کي ۽

**(باقي حاشيو)** ته جيڪڏهن اِنهن ۾ پنجاهه نيڪ هُجن ۽ باقي برا هُجن ته ڇا اُنهن پنجاهه جي خاطر تون اُنهن ٻين کي نه بچائيندين. اللّٰــه تعاليٰ اُنهن کي الهام ڪيو ته اي ابراهيم! جيڪڏهن اُنهن ۾ ايترا نيڪ هوندا ته مان اُنهن جي خاطر باقين کي به بچائي وٺندس. نيٺ هيٺ ايندي ايندي حضرت ابراهيم جن چيو ته جيڪڏهن ڏهه نيڪ هجن ته ڇا ڏهن جي خاطر ٻين کي نه بچائيندين؟ اللّٰــه تعاليٰ حضرت ابراهيم جي هر هڪ ڳالهه کي مڃيندو ويو نيٺ ابراهيم عليه السلام سمجهي ويا ته ڏهه نيڪ به هن ڳوٺ ۾ موجود نه آهن ۽ ماٺ ڪري ويا (پيدائش باب ١٨).

رُسُلُنَا: ڪي ماڻهو چون ٿا ته رُسُلُنَا مان مراد فرشتا آهن، ڇو ته اُنهن چيو ته اسان هن ڳوٺ جي ماڻهن کي هلاڪ ڪرڻ وارا آهيون. پر هي صحيح نه آهي. رسولن مان مراد ڪي نيڪ ماڻهو هُيا جيڪي خدا کان وحي حاصل ڪري پهريان حضرت ابراهيمؑ وٽ ۽ پوءِ لوطؑ وٽ آيا هئا.ڪجهه آيتون اڳ هي ذڪر آهي ته ابراهيمؑ جن چيو ته مان پنهنجي وطن کان هجرت ڪري ويندس. ۽ تورات مان ۽ تاريخ مان به ثابت آهي ته حضرت ابراهيمؑ پنهنجي وطن کان هجرت ڪري فلسطين جي علائقي ۾ اچي ويا ۽ لوطؑ به اُنهن سان گڏ هو. ان ڪري هو هِن علائقي ۾ او پرا هُئا. اللّٰه تعاليٰ اُنهن کي دلاسو ڏيڻ لاءِ هِن علائقي جي ڪن ماڻهن کي الهام ذريعي اُنهن وٽ موڪليو هو ته جيئن عذاب جي وقت هو پنهنجي پاڻ کي بي يار و مددگار نه ڏسن ۽ حضرت لوطؑ کي ڪنهن امن واري جاءِ تي پُهچائن. فرشتو به ته پاڻ عذاب ناهي ڏيندو. بلڪ خداتعاليٰ جي عذاب يا نجات جي خبر ڏيندو آهي.اهو ئي حال انساني مُلهَمن(الهام لهندڙن) جو ٿيندو آهي. ان ڪري اڳتي جيڪي ڪجهه چيو ويو آهي اُهو اُئين ئي فرشتن تي لڳي سگهي ٿو جهڙوڪ ماڻهن تي ۽ مراد هيءَ آهي ته اللّٰه جي خبر جي ماتحت اسان هيءَ خبر ڏيون ٿا ته لوطؑ ۽ هُن جا اڪثر اهل بيت بچي ويندا ۽ مخالف تباهه ٿي ويندا.

وَلَمَّآ اَنْ جَآءَتْ رُسُلُنَا لُوْطًا سِيْٓءَ بِهِمْ وَضَاقَ بِهِمْ ذَرْعًا وَّقَالُوْا لَا تَخَفْ وَلَا تَحْزَنْ ۫ اِنَّا مُنَجُّوْكَ وَاَهْلَكَ اِلَّا امْرَاَتَكَ كَانَتْ مِنَ الْغٰبِرِيْنَ ﴿٣٤﴾

انهيءَ جي گهر وارن کي سواءِ سندس زال جي جا پوئتي رهجي وڃڻ وارن ۾ شامل ٿي ويندي ڇوٽڪارو ڏينداسين.

٣٤- ۽ جڏهن اسانجا رسول لوط وٽ آيا ته انهن جي ڪري هن کي ڏک پهتو پڻ انهن جي ڪري سندس دل تنگ① ٿي ويئي. ۽ (سندس انهيءَ حالت کي ڏسي انهن پيغام آڻ وارن) چيو- ڪنهن (ايندڙ) ڳالهه جو خوف نه ڪر ۽ نه ڪنهن گذريل واقعي تي افسوس ڪر. اسان توکي ۽ تنهنجي گهروارن کي سواءِ تنهنجي زال جي، جا پوئتي رهجي وڃڻ وارن ۾ شامل ٿي ويندي، ڇوٽڪارو② ڏيڻ وارا آهيون.

١- سِيْٓءَ بِهِمْ وَضَاقَ بِهِمْ ذَرْعاً: هن جي هي معنيٰ نه آهي ته مهمان نوازيءَ جو خيال لوط عليه السلام کي بُرو لڳو. بلڪ مطلب هي آهي ته ڇو ته لوطؑ جي قوم کيس منع ڪيو هو ته هو اڻڄاڻ واٽهڙن کي گهر نه آڻيندا ڪن. ان لاءِ حضرت لوط عليه السلام کي هي رسول ڏسي ڏک ٿيو ۽ هنن جي دل تنگ ٿي ته ڪٿي ائين نه ٿئي جو منهنجي قوم مونکي مهمان نوازيءَ کان جهلي ۽ مهمانن کيڏک ڏئي جيئن ته قرآن ڪريم ۾ اچي ٿو اَوَلَمْ نَنْهَكَ عَنِ الْعٰلَمِيْنَ (الحجر: ٧١) اي لوط! ڇا اسان توکي اڻڄاڻ مسافرن کي گهر ۾ آڻ کان نا هي روڪيو؟ انهيءَ زماني ۾ شهر ننڍا ۽ پري پري هوندا هئا ۽ اڻڄاڻ مسافرن جي وڃي اچڻ ۾ دَپ هوندو هو ته ڪٿي ڌاڙو نه لڳي. پاڻ لوطؑ جي ڳوٺ جا ماڻهو به ڌاڙيل هئا. ۽ ٻين کي به پاڻ جهڙو سمجهندا هئا. حضرت لوط عليه السلام جيئن ته مهمان نواز هئا، سندن قوم کين هن ڳالهه کان روڪيندي هئي.

٢- اِنَّا مُنَجُّوْكَ: هي حقيقت ۾ خداتعاليٰ جو ڪلام آهي. قرآن ڪريم ۾ عربي قاعدي مطابق انتشار ضمائر (ضميرن جو پکيڙڻ-مترجم) ڪثرت سان استعمال ٿيندو آهي. يعني غائب کان مٽائي حاضر جي ضمير ۽ حاضر کان مٽائي غائب جي ضمير استعمال ٿيندي آهي. جيئن ته ڏسو ڪجهه آيتون هيٺ وري فرمائي ٿو ته اسان هن واقعي کي نشان طور پوئين قومن ۾ ڇڏيو ۽ هن کان اڳين آيت ۾ فرمايائين ته

اِنَّا مُنۡزِلُوۡنَ عَلٰۤى اَهۡلِ هٰذِهِ الۡقَرۡيَةِ رِجۡزًا مِّنَ السَّمَآءِ بِمَا كَانُوۡا يَفۡسُقُوۡنَ ﴿۳۵﴾

**٣٥**۔اسان هن بستيءَ تي انهن جي نافرمانيءَ جي ڪري عذاب نازل ڪرڻ وارا آهيون.

وَلَقَدۡ تَّرَكۡنَا مِنۡهَاۤ اٰيَةًۢ بَيِّنَةً لِّقَوۡمٍ يَّعۡقِلُوۡنَ ﴿۳۶﴾

**٣٦**۔۽ اسان هن بستيءَ جي(واقعي جي) ذريعي هڪ کليل عبرت جو سامان عقل وارن ماڻهن لاءِ پوئتي ڇڏيو آهي.

وَاِلٰى مَدۡيَنَ اَخَاهُمۡ شُعَيۡبًا ۙ فَقَالَ يٰقَوۡمِ اعۡبُدُوا اللّٰهَ وَارۡجُوا الۡيَوۡمَ الۡاٰخِرَ وَلَا تَعۡثَوۡا فِى الۡاَرۡضِ مُفۡسِدِيۡنَ ﴿۳۷﴾

**٣٧**۔ ۽ مدين ڏانهن اسان هنن جي ڀاءُ شعيب کي رسول بڻائي موڪليو هو(جڏهن هو آيو ته) هن چيو اي منهنجي قوم! اللّٰه جي عبادت ڪيو ۽ آخرت واري زندگي جي وقت کي ياد رکو ۽ اهڙا فساد جا ڪم نه ڪيو جو ملڪ ۾ توهان جي ڪمن جي ڪري فساد پکڙجي وڃي.

فَكَذَّبُوۡهُ فَاَخَذَتۡهُمُ الرَّجۡفَةُ فَاَصۡبَحُوۡا فِىۡ دَارِهِمۡ جٰثِمِيۡنَ ﴿۳۸﴾

**٣٨**۔ انهيءَ تي انهن کيس ڪوڙو ڪري ڇڏيو.۽ هڪ لوڏي ڇڏڻ واري عذاب انهن کي اچي ورتو۔ جنهن جي نتيجي ۾ اهي پنهنجي گهرن ۾ (زمين سان) چمبڙيل جا چمبڙيل رهجي ويا.

وَعَادًا وَّثَمُوۡدَا۟ وَقَدۡ تَّبَيَّنَ لَـكُمۡ مِّنۡ مَّسٰكِنِهِمۡ ۗ وَزَيَّنَ لَهُمُ الشَّيۡطٰنُ اَعۡمَالَهُمۡ فَصَدَّهُمۡ عَنِ السَّبِيۡلِ وَكَانُوۡا

**٣٩**۔۽ عاد کي به ۽ ثمود کي به (اسانجي طرفان هڪ لوڏي ڇڏڻ واري عذاب اچي ورتو) ۽ (اي اهل مڪه!) توهان تي انهن جي گهرن جو حال ظاهر آهي ۽ شيطان

**(باقي حاشيو)**مدين ڏانهن اسان انهن جي ڀاءُ شعيب کي رسول ڪري موڪليو هيو. هي ٻئي آيتون رسولن ڏانهن، ڪٿي اُنهن کي فرشتو سمجهو يا انسان، منسوب نه ٿيون ٿي سگهن. اللّٰه تعاليٰ ڏانهن ئي منسوب ٿي سگهن ٿيون. ان ڪري ”اسان توکي ڇوٽڪارو ڏيڻ وارا آهيون“ به خدا جوئي ڪلام آهي.

مُسْتَبْصِرِيْنَ ﴿٣٩﴾

انهن کي سندن عمل سٺا ڪري ڏيکاريا① ۽ انهيءَ (شيطان) کين (اللّٰه جي) رستي کان روڪيو. حالانڪ اُهي چڱي طرح سمجهندا هئا.

وَقَارُوْنَ وَ فِرْعَوْنَ وَهَامٰنَ ۟ وَلَقَدْ جَآءَهُمْ مُّوْسٰى بِالْبَيِّنٰتِ فَاسْتَكْبَرُوْا فِي الْاَرْضِ وَمَا كَانُوْا سٰبِقِيْنَ ﴿٤٠﴾

٤٠- ۽ قارون ۽ فرعون ۽ هامان کي به (اسان عذاب ۾ گرفتار ڪيو) ۽ موسيٰ انهن وٽ ظاهر ظهور نشان کڻي آيو هو.پوءِ به (انهن نه مڃيو بلڪ) انهن ملڪ ۾ تڪبر وارو رويو اختيار ڪيو ۽ (اسانجي عذاب کان) ڀڄي بچي نه سگهيا.

فَكُلًّا اَخَذْنَا بِذَنْۢبِهٖ ۚ فَمِنْهُمْ مَّنْ اَرْسَلْنَا عَلَيْهِ حَاصِبًا ۚ وَمِنْهُمْ مَّنْ اَخَذَتْهُ الصَّيْحَةُ ۚ وَمِنْهُمْ مَّنْ خَسَفْنَا بِهِ الْاَرْضَ ۚ وَمِنْهُمْ مَّنْ اَغْرَقْنَا ۚ وَمَا كَانَ اللّٰهُ لِيَظْلِمَهُمْ وَلٰكِنْ كَانُوْٓا اَنْفُسَهُمْ يَظْلِمُوْنَ ﴿٤١﴾

٤١- پوءِ اسان انهن مان هر هڪ کي انهيءَ جي گناهه جي سببان پڪڙي ورتو سو انهن ۾ ڪو ته اهڙو هو جو اسان انهيءَ تي پٿرن جو مينهن وسايو ۽ ڪو اهڙو هو جو کيس ڪنهن ٻئي سخت عذاب پڪڙي ورتو- ۽ ڪو اهڙو هو جو اسان کيس ملڪ ۾ ذليل ڪري ڇڏيو. ۽ ڪو اهڙو هو جو اسان کيس غرق ڪري ڇڏيو. ۽ اللّٰه انهن تي ظلم ڪرڻ وارو نه هو، پر اُنهن خود پنهنجي جانين تي ظلم ڪيو ٿي.

مَثَلُ الَّذِيْنَ اتَّخَذُوْا مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ اَوْلِيَآءَ كَمَثَلِ الْعَنْكَبُوْتِ ۚ اِتَّخَذَتْ بَيْتًا ۭ وَاِنَّ اَوْهَنَ الْبُيُوْتِ لَبَيْتُ الْعَنْكَبُوْتِ ۘ

٤٢- انهن ماڻهن جو حال جن اللّٰه کي ڇڏي ٻيا دوست بڻايا، ڪوريئڙي جهڙو حال آهي، جنهن (پنهنجي لاءِ) هڪ گهر ته بڻايو پر گهرن مان سڀني کان ڪمزور گهر ڪوريئڙي جو ئي هوندو آهي ڪاش! جو اِهي ماڻهو

١- يعني هو دير تائين بدعملين جا مرتڪب رهيا. ايستائين جو اُنهن جي عادت ٿي وئي ۽ هو اُنهن کي سٺيون لڳڻ لڳيون.

لَوْ كَانُوْا يَعْلَمُوْنَ ﴿٤١﴾

اِنَّ اللّٰهَ يَعْلَمُ مَا يَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِهٖ مِنْ شَیْءٍ ؕ وَهُوَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ﴿٤٢﴾

وَتِلْكَ الْاَمْثَالُ نَضْرِبُهَا لِلنَّاسِ ۚ وَمَا يَعْقِلُهَآ اِلَّا الْعٰلِمُوْنَ ﴿٤٣﴾

خَلَقَ اللّٰهُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ بِالْحَقِّ ؕ اِنَّ فِیْ ذٰلِكَ لَاٰيَةً لِّلْمُؤْمِنِيْنَ ﴿٤٤﴾ ع ١٦

اُتْلُ مَآ اُوْحِیَ اِلَيْكَ مِنَ الْكِتٰبِ وَاَقِمِ الصَّلٰوةَ ؕ اِنَّ الصَّلٰوةَ تَنْهٰی عَنِ الْفَحْشَآءِ وَالْمُنْكَرِ ؕ وَلَذِكْرُ اللّٰهِ اَكْبَرُ ؕ وَاللّٰهُ يَعْلَمُ مَا تَصْنَعُوْنَ ﴿٤٥﴾

وَلَا تُجَادِلُوْٓا اَهْلَ الْكِتٰبِ اِلَّا بِالَّتِیْ هِیَ اَحْسَنُ ۖ اِلَّا الَّذِيْنَ ظَلَمُوْا مِنْهُمْ وَقُوْلُوْٓا اٰمَنَّا بِالَّذِیْٓ اُنْزِلَ اِلَيْنَا وَاُنْزِلَ اِلَيْكُمْ

سمجهن ها.

٤٣-اللّٰه هر انهيءَ شيءِ کي جنهن کي اُهي ماڻهو انهيءَ کانسواءِ پڪارين ٿا ڄاڻي ٿو ۽ اهو غالب (۽) حڪمت وارو آهي.

٤٤- ۽ اِهي مثال آهن جيڪي اسان ماڻهن لاءِ بيان ڪيون ٿا.پر عالمن کانسواءِ ڪو به انهن کي نہ ٿو سمجهي.

٤٥-اللّٰه آسمانن ۽ زمين کي خاص مقصد جي لاءِ پيدا ڪيو آهي. انهيءَ ۾ مومنن لاءِ هڪ وڏو نشان آهي.

٤٦-هن ڪتاب (يعني قرآن) مان جيڪي ڪي توڏانهن وحي ڪيو وڃي ٿو ان کي پڙهہ① (۽ ماڻهن کي پڙهي ٻڌاءِ) ۽ نماز کي (انهيءَ جي سيني شرطن سان)ادا ڪر يقيناً نماز سيني برين ۽ اڻ وڻندڙ ڳالهين کان روڪي ٿي ۽ اللّٰــه جي يادگيري يقيناً (۽ ٻين سيني ڪمن کان) وڏي آهي ۽ اللّٰه توهانجن عملن کي ڄاڻي ٿو.

٤٧-۽ اهل ڪتاب سان ڪڏهن بحث نہ ڪيو پر اعليٰ ۽ مضبوط دليل سان- سواءِ انهن ماڻهن جي جيڪي انهن مان ظلم ڪرڻ وارا هجن(انهن کي الزامي جواب

١-تَلَا جي معنيٰ پڙهڻ ۽ تَلَا عَلَيۡهِ جي معنيٰ ٻُڌائڻ جي هوندي آهي. ۽ جيئن تہ عربيءَ ۾ ڪئي دفعا صِلو حذف ڪيو ويندو آهي ان لاءِ هن جون ٻئي معنائون ٿي سگهن ٿيون. پڙهڻ بہ ۽ ٻُڌائڻ بہ.

وَاِلٰهُنَا وَاِلٰهُكُمْ وَاحِدٌ وَّنَحْنُ لَهٗ مُسْلِمُوْنَ ﴿٤٧﴾

ڏيئي سگهو ٿا) ۽ انهن کي چؤ ته جيڪي اسان تي نازل ٿيو آهي اسان انهيءَ تي به ايمان آڻيون ٿا ۽ جيڪي توهان تي نازل ٿيو آهي انهيءَ تي به.۽ اسانجو خدا ۽ توهانجو خدا هڪ آهي ۽ اسان ان جا فرمانبردار آهيون.

وَكَذٰلِكَ اَنْزَلْنَآ اِلَيْكَ الْكِتٰبَ ۭ فَالَّذِيْنَ اٰتَيْنٰهُمُ الْكِتٰبَ يُؤْمِنُوْنَ بِهٖ ۚ وَمِنْ هٰٓؤُلَاۗءِ مَنْ يُّؤْمِنُ بِهٖ ۭ وَمَا يَجْحَدُ بِاٰيٰتِنَآ اِلَّا الْكٰفِرُوْنَ ﴿٤٨﴾

٤٨-۽ اهڙيءَ طرح اسان توتي هي مڪمل ڪتاب لاٿو آهي.پوءِ اهي ماڻهو جن کي اسان هي ڪتاب ڏنو آهي اُهي هِن تي ايمان آڻين ٿا ۽ انهن مان (يعني اهل ڪتاب وارن مان به) ڪي انهيءَ تي ايمان آڻين ٿا ۽ اسانجي آيتن جو ضد سان انڪار صرف ڪافر ئي ڪندا آهن ①.

وَمَا كُنْتَ تَتْلُوْا مِنْ قَبْلِهٖ مِنْ كِتٰبٍ وَّلَا تَخُطُّهٗ بِيَمِيْنِكَ اِذًا لَّارْتَابَ الْمُبْطِلُوْنَ ﴿٤٩﴾

٤٩-۽ هِن(قرآن) جي نازل ٿيڻ کان پهرين تون ڪو ڪتاب نه پڙهندو هُئين، نه ماڻهن کي ٻڌائيندو هئين ۽ نه ان کي پنهنجي ساڄي هٿ سان لکندو هئين، جيڪڏهن ائين هجي ها ته ڪوڙو ڪرڻ وارا شڪ ۾ پئجي وڃن ها.

بَلْ هُوَ اٰيٰتٌۢ بَيِّنٰتٌ فِيْ صُدُوْرِ الَّذِيْنَ

٥٠- پر هي(قرآن)ته کليل نشانيون آهن، انهن② ماڻهن جي دلين③ ۾ جن کي علم

١- ڪَــافِــر جي هيءَ معنيٰ ناهي ته مڪي وارا ماڻهو، بلڪ ڪافر جو لفظ قرآن مجيد ۾ اهلِ ڪتاب جي لاءِ به استعمال ٿيو آهي. ڪافر جو صرف هي مطلب آهي ته انسان ڪنهن سچائي جو انڪار ڪري. لازمي طور هن جي معنيٰ مشرڪ جي نه آهي.(ڏسو سورت بيّنه)

٢- يعني اُنهن جي دل مجي ٿي.

٣- يعني يهودين منجهان مسلمان ماڻهن جي دلين ۾.

اُوْتُوا الْعِلْمَ ؕ وَ مَا يَجْحَدُ بِاٰيٰتِنَآ اِلَّا الظّٰلِمُوْنَ ۝٥٠

ڏنو ويو آهي ۽ اسانجي نشانين جو ظالمن کانسواءِ ڪو انڪار ناهي ڪندو.

وَقَالُوْا لَوْلَآ اُنْزِلَ عَلَيْهِ اٰيٰتٌ مِّنْ رَّبِّهٖ ؕ قُلْ اِنَّمَا الْاٰيٰتُ عِنْدَ اللّٰهِ ؕ وَ اِنَّمَآ اَنَا نَذِيْرٌ مُّبِيْنٌ ۝٥١

**٥١**۔ ۽ اهي چون ٿا ته ڇو انهيءَ جي رب جي طرفان هن تي ڪي نشان نه لٿا. چؤ ته نشان ته خدا وٽ آهن (جڏهن هو فائدو ڏسندو آهي لاهيندو آهي) ۽ مان ته هڪ ظاهر ظهور هوشيار ڪرڻ وارو آهيان.

اَوَلَمْ يَكْفِهِمْ اَنَّآ اَنْزَلْنَا عَلَيْكَ الْكِتٰبَ يُتْلٰى عَلَيْهِمْ ؕ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَرَحْمَةً وَّ ذِكْرٰى لِقَوْمٍ يُّؤْمِنُوْنَ ۝٥٢ ع

**٥٢**۔ڇا اُنهن جي لاءِ (هي نشان) ڪافي نه هو جو اسان تو تي هڪ ڪامل ڪتاب (قرآن) ڪي نازل ڪيو جيڪو انهن کي پڙهي ٻڌايو وڃي ٿو هن ڳالهه ۾ مومنن جي لاءِ ته وڏي رحمت ۽ نصيحت جا سامان آهن.

قُلْ كَفٰى بِاللّٰهِ بَيْنِيْ وَ بَيْنَكُمْ شَهِيْدًا ۚ يَعْلَمُ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَ الْاَرْضِ ؕ وَ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا بِالْبَاطِلِ وَ كَفَرُوْا بِاللّٰهِ ۙ اُولٰٓئِكَ هُمُ الْخٰسِرُوْنَ ۝٥٣

**٥٣**۔تون چؤ منهنجي ۽ توهانجي وچ ۾ شاهد طور فيصلي ڪرڻ وارو اللّٰه ئي ڪافي آهي ۽ جيڪي ڪي آسمانن ۾ آهي ۽ زمين ۾ آهي انهيءَ کي هو ڄاڻي ٿو ۽ جيڪي ماڻهو ڪوڙ تي عمل ڪن ٿا ۽ اللّٰه جي حڪمن جو انڪار ڪن ٿا اُهي ئي گهاٽي ۾ پوڻ وارا آهن.

وَ يَسْتَعْجِلُوْنَكَ بِالْعَذَابِ ؕ وَ لَوْلَآ اَجَلٌ مُّسَمًّى لَّجَآءَهُمُ الْعَذَابُ ؕ وَ لَيَاْتِيَنَّهُمْ بَغْتَةً وَّ هُمْ لَا يَشْعُرُوْنَ ۝٥٤

**٥٤**۔ ۽ اُهي توکان عذاب جي جلد اچڻ جي گهر ڪن ٿا ۽ جيڪڏهن هڪ وقت مقرر نه هجي ها ته عذاب انهن وٽ اچي وڃي ها ۽ هاڻي به اهو انهن وٽ ضرور (ايندو ۽)

اوچتو ايندو اهڙي حالت ۾ جو اُهي بي خبر هوندا.

يَسۡتَعۡجِلُوۡنَكَ بِالۡعَذَابِ ؕ وَ اِنَّ جَهَنَّمَ لَمُحِيۡطَةٌۢ بِالۡكٰفِرِيۡنَ ۙ﴿۵۵﴾

**۵۵**۔(ءُ) اهي توکان عذاب جي جلدي ① آڻڻ جي گُهر ڪن ٿا ۽ جهنم ڪافرن کي يقيناً تباهه ڪرڻ وارو آهي.

يَوۡمَ يَغۡشٰهُمُ الۡعَذَابُ مِنۡ فَوۡقِهِمۡ وَمِنۡ تَحۡتِ اَرۡجُلِهِمۡ وَ يَقُوۡلُ ذُوۡقُوۡا مَا كُنۡتُمۡ تَعۡمَلُوۡنَ ﴿۵۶﴾

**۵۶**۔جنهن ڏينهن(جو جهنم جو عذاب ڪافرن کي گهيري تباهه ڪري ڇڏيندو) (هي اهو ڏينهن هوندو جو خدائي) عذاب انهن کي مٿان کان به ڍڪي ڇڏيندو ۽ انهن جي پيرن جي هيٺيان نڪري به انهن کي گهيري وٺندو ۽ (خدا) چوندو. پنهنجن عملن جو نتيجو چکيو.

يٰعِبَادِىَ الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡۤا اِنَّ اَرۡضِىۡ وَاسِعَةٌ فَاِيَّاىَ فَاعۡبُدُوۡنِ ﴿۵۷﴾

**۵۷**۔اي منهنجا مومن ٻانهوُ! منهنجي زمين ڪُشادي آهي. سو توهان منهنجي ئي عبادت ڪيو.

كُلُّ نَفۡسٍ ذَآئِقَةُ الۡمَوۡتِ ۟ ثُمَّ اِلَيۡنَا تُرۡجَعُوۡنَ ﴿۵۸﴾

**۵۸**۔هر ڪو ساهه وارو موت جو مزو چکڻ وارو آهي.پوءِ اسان ڏانهن ئي توهان (سيني کي) موٽايو ويندو.

وَالَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ لَنُبَوِّئَنَّهُمۡ مِّنَ الۡجَنَّةِ غُرَفًا تَجۡرِىۡ

**۵۹**۔۽ اهي ماڻهو جيڪي ايمان آڻين ٿا ۽ انهيءَ جي مطابق عمل به ڪن ٿا اسان انهن کي جنت ۾ مٿاهين منزلن ۾ جڳهه

١۔لاڳيتو هڪ مطالبي کي اڳتي پوئتي بيان ڪرڻ مان ظاهر آهي ته هڪ مطالبو دنياوي عذاب جي باري ۾ آهي ۽ ٻيو مطالبو اُخروي عذاب جي باري ۾ آهي. هڪ مطالبي مان هيءُ مراد آهي ته اسان تي پنهنجي پيشگوئين جي مطابق دنيا ۾ عذاب ڇو نٿو اچي ۽ ٻئي مطالبي مان مراد هيءُ آهي ته ڇو اسان تنهنجي مخالفت جي ڪري مري نٿا وڃون ۽ جهنم ۾ داخل ٿي نٿا وڃون. جيئن ته ٻئي مطالبي کانپوءِ جهنم جو ذڪر آهي جيڪو پهرئين مطالبي کانپوءِ ناهي.

مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ خٰلِدِيْنَ فِيْهَا ؕ نِعْمَ اَجْرُ الْعٰمِلِيْنَ ﴿٥٩﴾

ڏينداسين (اهڙي جنت ۾) جو انهيءَ جي (ڄَائُن) هيٺيان نهرون وهنديون هونديون۔ اُهي (مومن) انهن جنتن ۾ هميشه جي لاءِ رهندا ايندا ۽ سٺن عملن ڪرڻ وارن جو اجر، ڏاڍو سٺو هوندو آهي.

الَّذِيْنَ صَبَرُوْا وَعَلٰى رَبِّهِمْ يَتَوَكَّلُوْنَ ﴿٦٠﴾

٦٠-انهن (مومنن) جو جيڪي (پنهنجي عقيدي ۽ عمل تي) ڄميا① رهندا آهن ۽ پنهنجي رب تي توڪل ڪندا آهن.

وَكَاَيِّنْ مِّنْ دَآبَّةٍ لَّا تَحْمِلُ رِزْقَهَا ۖ اَللّٰهُ يَرْزُقُهَا وَاِيَّاكُمْ ۖ وَهُوَ السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ ﴿٦١﴾

٦١-هن دنيا ۾ ڪيترائي جانور به آهن جيڪي پاڻ سان (انسانن وانگر) پنهنجو رزق کنيو وتندا ناهن، اللّٰه ئي کين رزق ڏئي ٿو ۽ توهانکي به②- ۽ هُو ڏاڍو دعائن ٻڌڻ وارو (۽) حالتن کان چڱي طرح واقف آهي.

وَلَئِنْ سَاَلْتَهُمْ مَّنْ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ وَسَخَّرَ الشَّمْسَ وَالْقَمَرَ لَيَقُوْلُنَّ اللّٰهُ ۚ فَاَنّٰى يُؤْفَكُوْنَ ﴿٦٢﴾

٦٢-۽ جيڪڏهن تون انهن ماڻهن کان پُڇين ته آسمانن ۽ زمين کي ڪنهن پيدا ڪيو آهي ۽ سج ۽ چنڊ کي (بنان مزدوريءَ ③ جي) ڪنهن انسانن جي خدمت ۾ لڳائي ڇڏيو آهي؟ ته اهي چوندا ته اللّٰه (پوءِ جڏهن اهي هيءَ ڳالهه ڄاڻن ٿا) ته ڪيڏانهن گمراهه

١-صَبُر جي هڪ معنيٰ مضبوط رهڻ جي به هوندي آهي. (اقرب)

٢-يعني بظاهر انسان ڪمائي ڪري رزق حاصل ڪندو آهي پر جانور ۽ جيت جڻيا گاهه ڪک پن يا پاڻ کان ننڍڙا جيتامڙا کائي گذارو ڪندا آهن. ان ڪري جانورن جي لاءِ رزق مهيا ڪرڻ ٻڌائي ٿو ته انسان جي لاءِ به خدا ئي رزق مهيا ڪري رهيو آهي. ۽ هُن جي ڪمائي صرف هڪ پردو آهي.

٣-سَخَّرَ مان مراد بنان مزدوريءَ جي ڪنهن آسماني قانون جي ماتحت خدمت ۾ لڳائڻ جي آهي.

كيا پيا وڃن.

اَللّٰهُ يَبْسُطُ الرِّزْقَ لِمَنْ يَّشَآءُ مِنْ عِبَادِهٖ وَيَقْدِرُ لَهٗ ؕ اِنَّ اللّٰهَ بِكُلِّ شَیْءٍ عَلِيْمٌ ﴿٦٢﴾

٦٢-الله ئي پنهنجن ٻانهن مان جنهن لاءِ گُهرندو آهي رزق کُشادو ڪري ڇڏيندو آهي ۽ جنهن لاءِ گُهرندو آهي تنگي ڪري ڇڏيندو آهي الله يقيناً هر شيءِ کان چڱي طرح واقف آهي.

وَلَئِنْ سَاَلْتَهُمْ مَّنْ نَّزَّلَ مِنَ السَّمَآءِ مَآءً فَاَحْيَا بِهِ الْاَرْضَ مِنْۢ بَعْدِ مَوْتِهَا لَيَقُوْلُنَّ اللّٰهُ ؕ قُلِ الْحَمْدُ لِلّٰهِ ؕ بَلْ اَكْثَرُهُمْ لَا يَعْقِلُوْنَ ﴿٦٣﴾ ع ١٢

٦٣-۽ جيڪڏهن تون انهن کان پُڇين ته ڪڪر مان پاڻي ڪنهن وسايو آهي؟ ۽ پوءِ انهيءَ جي ذريعي زمين کي انهيءَ جي مرڻ کانپوءِ جيئرو ڪيو آهي؟ ته اهي چوندا- يقيناً الله تون چوءُ ته سڀ ساراهه الله جي لاءِ ئي آهي پر انهن (انسانن) مان گهڻا سمجهن نٿا.

وَمَا هٰذِهِ الْحَيٰوةُ الدُّنْيَآ اِلَّا لَهْوٌ وَّلَعِبٌ ؕ وَاِنَّ الدَّارَ الْاٰخِرَةَ لَهِیَ الْحَيَوَانُ ۘ لَوْ كَانُوْا يَعْلَمُوْنَ ﴿٦٤﴾

٦٤-۽ هيءَ دنياوي زندگي صرف هڪ غفلت ۽ راند جو سامان آهي ۽ آخرت جي زندگيءَ جو گهر ئي در حقيقت اصلي زندگيءَ جو گهر چوائي سگهي ٿو- ڪاش جو اهي ماڻهو ڄاڻن ها.

فَاِذَا رَكِبُوْا فِی الْفُلْكِ دَعَوُا اللّٰهَ مُخْلِصِيْنَ لَهُ الدِّيْنَ ۚ فَلَمَّا نَجّٰىهُمْ اِلَی الْبَرِّ اِذَا هُمْ يُشْرِكُوْنَ ﴿٦٥﴾

٦٥-۽ جڏهن اهي ماڻهو ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿين ٿا ته پنهنجي عقيدت کي خالص الله جي لاءِ ڪري انهيءَ کان دعا گهُرن ٿا پر جڏهن اهو کين خشڪيءَ ڏانهن ڇوٽڪارو ڏيئي پهچائي ڇڏي ٿو ته اوچتو وري شرڪ ڪرڻ لڳندا آهن.

لِيَكْفُرُوْا بِمَآ اٰتَيْنٰهُمْ ۚ وَلِيَتَمَتَّعُوْا ۫ وقفة

٦٦-انهيءَ لاءِ ته اسان(١) جيڪي ڪي

١-يعني الله تعاليٰ جن.

فَسَوۡفَ يَعۡلَمُوۡنَ ﴿۶۷﴾

انهن کي ڏنو آهي انهيءَ جو انڪار ڪري ڇڏين (۽ انهيءَ انعام کي خدا کانسواءِ ٻين شريڪن ڏانهن منسوب ڪري ڇڏين) ۽ انهيءَ (وقتي توبهہ) جو نتيجو هيءُ ٿئي ٿو جو (اللّٰه تعاليٰ کين ڇڏي ڏئي ٿو ۽) اُهي هڪ عرصي تائين دنياوي سامانن مان فائدو حاصل ڪن ٿا پوءِ (هڪ ڏينهن اها بخشش ختم ٿي ويندي ۽) اهي (پنهنجي حقيقي بدلي کي) ڏسي وٺندا.

اَوَلَمۡ يَرَوۡا اَنَّا جَعَلۡنَا حَرَمًا اٰمِنًا وَّيُتَخَطَّفُ النَّاسُ مِنۡ حَوۡلِهِمۡ ؕ اَفَبِالۡبَاطِلِ يُؤۡمِنُوۡنَ وَبِنِعۡمَةِ اللّٰهِ يَكۡفُرُوۡنَ ﴿۶۸﴾

**۶۸**۔ڇا انهن کي معلوم ڪونهي ته اسان حرم (يعني مڪي) کي امن جي جڳهه بڻائي ڇڏيو آهي. ۽ انهن ماڻهن جي آسپاس (يعني مڪي کان ٻاهران) ماڻهو اُمالڪ کنيا ويندا آهن۔ ته ڇا اُهي ڪوڙ تي ته ايمان آڻين ٿا ۽ اللّٰه جي نعمت جو انڪار ڪن ٿا.

وَمَنۡ اَظۡلَمُ مِمَّنِ افۡتَرٰی عَلَی اللّٰهِ كَذِبًا اَوۡ كَذَّبَ بِالۡحَقِّ لَمَّا جَآءَهٗ ؕ اَلَيۡسَ فِىۡ جَهَنَّمَ مَثۡوًى لِّلۡكٰفِرِيۡنَ ﴿۶۹﴾

**۶۹**۔۽ جيڪو شخص اللّٰه تي ڪوڙ ٻڌي[1] بهتان هڻي ٿو،انهيءَ کان وڌيڪ ظالم ڪير ٿي سگهي ٿو يا (انهيءَ کان)جيڪو سچي ڳالهه کي انهيءَ وقت ڪوڙو ڪري ٿو جڏهن اها انهيءَ وٽ اچي وڃي ٿي ڇا اهڙن

۱۔هڪ ته اُهو ماڻهو هوندو آهي جيڪو خداتعاليٰ تي ڪوڙ ته هڻندو آهي پر اُها ئي ڳالهه هُن ڏي منسوب ڪندو آهي جيڪا هُن جي الهام ۾ موجود هوندي آهي جيتوڻيڪ هُن کي نا هي چئي ويندي. ۽ هڪ ٻيو شخص هوندو آهي جيڪو اللّٰه ڏانهن هڪ ڳالهه غلط طور تي منسوب ڪندو آهي ۽ خدا تعاليٰ اُها ڳالهه ڪنهن ڪتاب ۾ به نا هي چئي هوندي. ان ڪري هي شخص ڪوڙ به هڻندو آهي ۽ هن بهتان جو بنياد ڪوڙ تي هوندو آهي.

وَالَّذِيْنَ جَاهَدُوْا فِيْنَا لَنَهْدِيَنَّهُمْ سُبُلَنَا ؕ وَاِنَّ اللّٰهَ لَمَعَ الْمُحْسِنِيْنَ ۝۷۰ ع

كافرن جي جاءِ جهنم ۾ نہ هئڻ گهرجي.

٧٠-۽ اهي (ماڻهو) جيڪي اسان سان ملڻ جي ڪوشش ڪنداآهن.اسان انهن کي ضرور پنهنجي رستن ڏانهن اچڻ جي توفيق بخشينداسين ۽ اللّٰه يقيناً محسنن سان گڏ آهي.

سُوْرَةُ الرُّوْمِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ اِحْدٰی وَ سِتُّوْنَ اٰيَةً وَّ سِتَّةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت روم- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه هن جون ايڪهٺ آيتون ۽ ڇهه رڪوع آهن.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ ①

١-(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

الٓمّٓ ②

٢-مان① اللّٰه سڀ ڪان وڌيڪ ڄاڻڻ وارو آهيان.

غُلِبَتِ الرُّوۡمُ ③

فِيۡۤ اَدۡنَى الۡاَرۡضِ وَهُمۡ مِّنۡۢ بَعۡدِ غَلَبِهِمۡ

٣،٤،٥-رومي ماڻهو(يعني قيصر جي ساٿي) ويجهڙي زمين ۾ مغلوب ② ٿي ويا ۽ اهي پنهنجي مغلوب ٿيڻ ڪانپوءِ ٿورن سالن ۾

١- ڏسو نوٽ سورت بقره آيت ٢

٢- هن آيت جون ٻه قراء تون اچن ٿيون، هڪ هِن طرح تہ غُلِبَتِ الرُّوْمُ فِيْ اَدْنَى الْاَرْضِ وَهُمْ مِّنْۢ بَعْدِ غَلَبِهِمْ سَيَغْلِبُوْنَ جنهن جي معنيٰ هيءَ آهي تہ رومي حجاز جي ويجهڙواري علائقي ۾ ڪسريٰ ڪان مار کائي ويا آهن پر مار کائڻ ڪانپوءِ هو سگهو وري طاقت وٺي ويندا ۽ ڪسريٰ کي شڪست ڏئي ڇڏيندا. جهڙوڪ هيءَ پيشگوئي پوري ٿي وئي ۽ پهريان تہ رومين شڪست کاڌي پر پوءِ رومين ايرانين کي شڪست ڏني ۽ هي خبر بدر جي فتح جي موقعي تي مسلمانن کي پهتي. ۽ اهڙي طرح هي لفظ پورا ٿيا تہ يَوْمَئِذٍ يَّفْرَحُ الْمُؤْمِنُوْنَ بِنَصْرِ اللّٰهِ تہ ان ڏينهن مسلمان اللّٰه تعاليٰ جي مدد جي ڪري خوش ٿي رهيا هوندا. ٻي قراء ت هِن آيت جي هيءَ آهي تہ: غُلِبَتِ الرُّوْمُ فِيْ اَدْنَى الْاَرْضِ وَهُمْ مِّنْۢ بَعْدِ غَلَبِهِمْ سَيُغْلَبُوْنَ يعني رومي ايرانين جي هٿان ويجهڙ واري علائقي ۾ شڪست کائي ويٺا آهن پر هن شڪست ڪانپوءِ هو هڪ دفعو ٻيهر فتح ماڻي وٺندا ۽ هن فتح ڪانپوءِ وري هڪ ٻي قوم جي هٿان زبردست شڪست ماڻيندا. يعني مسلمانن جي هٿان. جهڙوڪ حضرت عمر رضي اللّٰه عنه جي زماني ۾ ٿيو. پنجين ڀيري هي پيشگوئي سلطان محمد فاتح جي وقت ۾ پوري ٿي- يعني پهريان تہ جيستائين مسلمان خشڪيءَ طرفان حملو ڪندا رهيا. قسطنطنيه جو بادشاهه غالب ايندو رهيو. پر جڏهن

سَيَغۡلِبُوۡنَ ۙ‏ فِىۡ بِضۡعِ سِنِيۡنَ ؕ لِلّٰهِ الۡاَمۡرُ مِنۡ قَبۡلُ وَمِنۡۢ بَعۡدُ ؕ وَيَوۡمَئِذٍ يَّفۡرَحُ الۡمُؤۡمِنُوۡنَ ۙ‏ ﴿٥﴾

پيهر غالب اچي ويندا. ان واقعي کان پهرين به اللّٰه جي حڪومت هوندي ۽ پوءِ به (انهيءَ جي حڪومت هوندي) ۽ ان ڏينهن مومن اللّٰه جي مدد کان ڏاڍا خوش هوندا.

بِنَصۡرِ اللّٰهِ ؕ يَنۡصُرُ مَنۡ يَّشَآءُ ؕ وَهُوَ الۡعَزِيۡزُ الرَّحِيۡمُ ۙ‏ ﴿٦﴾

٦-اللّٰه جنهن کي پسند ڪري ٿو انهيءَ جي مدد ڪريٿو ۽ هو غالب (۽) بار بار ڪرم ڪرڻ وارو آهي.

وَعۡدَ اللّٰهِ ؕ لَا يُخۡلِفُ اللّٰهُ وَعۡدَهٗ وَلٰكِنَّ اَكۡثَرَ النَّاسِ لَا يَعۡلَمُوۡنَ ﴿٧﴾

٧-اللّٰه جي واعدي (کي چڱي طرح ياد رکو) (۽) اللّٰه پنهنجن واعدن کي ڪوڙو نٿو ڪري پر اڪثر ماڻهو انهيءَ ڳالهه کي سمجهن نٿا.

يَعۡلَمُوۡنَ ظَاهِرًا مِّنَ الۡحَيٰوةِ الدُّنۡيَا ۖۚ وَهُمۡ عَنِ الۡاٰخِرَةِ هُمۡ غٰفِلُوۡنَ ﴿٨﴾

٨-اهي ماڻهو دنياوي زندگيءَ جي ظاهر (يعني انهيءَ جي شان ۽ شوڪت) کي ته چڱي طرح سمجهن ٿا، پر آخرت واري زندگيءَ کان بلڪل نا واقف آهن.

اَوَلَمۡ يَتَفَكَّرُوۡا فِىۡۤ اَنۡفُسِهِمۡ ؕ مَا خَلَقَ اللّٰهُ السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضَ وَمَا بَيۡنَهُمَاۤ اِلَّا بِالۡحَقِّ وَاَجَلٍ مُّسَمًّى ؕ وَاِنَّ كَثِيۡرًا مِّنَ النَّاسِ بِلِقَآئِ رَبِّهِمۡ لَكٰفِرُوۡنَ ﴿٩﴾

٩-ڇا انهن پنهنجي دل ۾ ڪڏهن اهو غور ناهي ڪيو ته آسمانن ۽ زمين کي ۽ جيڪي ڪي انهن جي وچ ۾ آهي، خدا ڪنهن حڪمت جي مطابق ۽ هڪ مقرر وقت جي لاءِ پيدا ڪيو آهي. پر ماڻهن مان گهڻا پنهنجي رب جي ملاقات کان منڪر آهن.

اَوَلَمۡ يَسِيۡرُوۡا فِى الۡاَرۡضِ فَيَنۡظُرُوۡا

١٠-ڇا اهي زمين ۾ نه گهميا آهن ۽ هي نه

**(باقي حاشيو)** سلطان محمد فاتح ٻيڙو ونيءِ قسطنطينه تي حملي آور ٿيو ته اُن وقت خداتعاليٰ مسلمانن کي فتح ڏني ۽ اُهي قسطنطنيه ۾ داخل ٿيا ۽ تقريباً هڪ هزار سال کان هُن تي قابض آهن.

كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ ؕ كَانُوْٓا اَشَدَّ مِنْهُمْ قُوَّةً وَّ اَثَارُوا الْاَرْضَ وَعَمَرُوْهَآ اَكْثَرَ مِمَّا عَمَرُوْهَا وَجَآءَتْهُمْ رُسُلُهُمْ بِالْبَيِّنٰتِ ؕ فَمَا كَانَ اللّٰهُ لِيَظْلِمَهُمْ وَلٰكِنْ كَانُوْٓا اَنْفُسَهُمْ يَظْلِمُوْنَ ؕ﴿١٠﴾

ڏٺو اٿن تہ جيڪي انهن کان پهرين ماڻهو هئا تن جي پڇاڙي ڪهڙي ٿي هئي؟ اُهي هِنن کان وڌيڪ طاقتور هئا ۽ اُنهن زمين کي چڱيءَ طرح کيڙيو (يعني هر هلايو) هو ۽ انهيءَ کي هن کان وڌيڪ آباد ڪيو هو جيڪي هِنن ڪيو آهي ۽ اُنهن جا رسول انهن وٽ دليل کڻي آيا هئا پر ڇاڪاڻ تہ اللّٰه جي شان جي مطابق نہ هو جو انهن تي ظلم ڪري ها. پر اُهي ماڻهو خود پنهنجي جانين تي ظلم ڪري رهيا هئا.

ثُمَّ كَانَ عَاقِبَةَ الَّذِيْنَ اَسَآءُوا السُّوْٓآٰى اَنْ كَذَّبُوْا بِاٰيٰتِ اللّٰهِ وَكَانُوْا بِهَا يَسْتَهْزِءُوْنَ ﴿١١﴾ ع

١١-پوءِ انهن ماڻهن جو جن بڇڙا ڪم ڪيا هئا. اللّٰه جي آيتن جي انڪار ڪرڻ جي سببان بروئي انجام ٿيو- ۽ اهي اللّٰه جي آيتن تي کلندا هئا.

اَللّٰهُ يَبْدَؤُا الْخَلْقَ ثُمَّ يُعِيْدُهٗ ثُمَّ اِلَيْهِ تُرْجَعُوْنَ ﴿١٢﴾

١٢-اللّٰه دنيا جي پيدائش کي شروع بہ ڪري ٿو ۽ پوءِ انهيءَ سلسلي کي پيهر بہ بڻائيندو رهي ٿو.پوءِ توهان سڀئي انهيءَ ڏانهن موٽائي نيا ويندؤ.

وَيَوْمَ تَقُوْمُ السَّاعَةُ يُبْلِسُ الْمُجْرِمُوْنَ ﴿١٣﴾

١٣-۽ جنهن ڏينهن قيامت برپا ٿيندي، ڏوهاري مايوس ٿي ويندا.

وَلَمْ يَكُنْ لَّهُمْ مِّنْ شُرَكَآئِهِمْ شُفَعٰٓؤُا وَكَانُوْا بِشُرَكَآئِهِمْ كٰفِرِيْنَ ﴿١٤﴾

١٤-۽ جن کي اهي خدا جو شريڪ بڻائيندا هئا انهن مان ڪو انهن جو شفاعت ڪندڙ نہ بڻبو ۽ اهي پنهنجي (بڻايل) شريڪن جو انڪار ڪري ڇڏيندا.

وَيَوۡمَ تَقُوۡمُ السَّاعَةُ يَوۡمَىِٕذٍ يَّتَفَرَّقُوۡنَ ﴿۱۵﴾

١٥-۽ جنهن ڏينهن قيامت برپا ٿيندي انهيءَ ڏينهن سڀ (مشرڪ) جدا جدا ٿي ويندا.

فَاَمَّا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ فَهُمۡ فِىۡ رَوۡضَةٍ يُّحۡبَرُوۡنَ ﴿۱۶﴾

١٦-پوءِ اهي ماڻهو جن ايمان آندو ۽ جن پنهنجي ايمان مطابق عمل به ڪيو. تن ڪي عاليشان باغ ۾ خوشي پهچائي ويندي.

وَاَمَّا الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا وَكَذَّبُوۡا بِاٰيٰتِنَا وَلِقَآئِ الۡاٰخِرَةِ فَاُولٰۤئِكَ فِى الۡعَذَابِ مُحۡضَرُوۡنَ ﴿۱۷﴾

١٧-۽ اهي (ماڻهو) جن ڪفر ڪيو ۽ اسانجي آيتن جو ۽ آخرت واري زندگيءَ جي حاصل ڪرڻ جو انڪار ڪيو عذاب جي سامهون حاضر ڪيا ويندا.

فَسُبۡحٰنَ اللّٰهِ حِيۡنَ تُمۡسُوۡنَ وَحِيۡنَ تُصۡبِحُوۡنَ ﴿۱۸﴾

١٨-پوءِ اللّٰه جي تسبيح ڪيو- جڏهن توهان شام جي وقت ۾ داخل ٿيو يا صبح جي وقت ۾ داخل ٿيو.

وَلَهُ الۡحَمۡدُ فِى السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ وَعَشِيًّا وَّحِيۡنَ تُظۡهِرُوۡنَ ﴿۱۹﴾

١٩-۽ آسمانن ۽ زمين ۾ انهيءَ جي تعريف آهي ۽ ٻن پهرن ڪانپوءِ به انهيءَ جي تسبيح ڪيو ۽ اهڙيءَ طرح (نيڪ) ٻن پهرن جي وقت به.

يُخۡرِجُ الۡحَىَّ مِنَ الۡمَيِّتِ وَيُخۡرِجُ الۡمَيِّتَ مِنَ الۡحَىِّ وَيُحۡىِ الۡاَرۡضَ بَعۡدَ مَوۡتِهَا ؕ وَكَذٰلِكَ تُخۡرَجُوۡنَ ﴿۲۰﴾ ع

٢٠-هُو جيئري ڪي مئل مان ڪڍي ٿو ۽ مُئل ڪي جيئري مان ڪڍي ٿو ۽ زمين ڪي ان جي مرڻ ڪانپوءِ جيئرو ڪري ٿو. ۽ اُهڙي طرح توهان به ڪڍيا ويندؤ.

وَمِنۡ اٰيٰتِهٖۤ اَنۡ خَلَقَكُمۡ مِّنۡ تُرَابٍ ثُمَّ اِذَاۤ اَنۡتُمۡ بَشَرٌ تَنۡتَشِرُوۡنَ ﴿۲۱﴾

٢١-۽ هن جي نشانن مان (هڪ) هيءُ (نشان) به آهي جو هن توهانکي مٽيءَ مان پيدا ڪيو.پوءِ انهيءَ پيدائش جي نتيجي ۾ توهان بشر بڻجي ۽ (پوري زمين ۾) پکڙجي وجو ٿا.

وَمِنْ اٰيٰتِهٖٓ اَنْ خَلَقَ لَكُمْ مِّنْ اَنْفُسِكُمْ اَزْوَاجًا لِّتَسْكُنُوْٓا اِلَيْهَا وَجَعَلَ بَيْنَكُمْ مَّوَدَّةً وَّرَحْمَةً ۭ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ لِّقَوْمٍ يَّتَفَكَّرُوْنَ ﴿٢١﴾

**٢٢-** ۽ انهيءَ جي نشانن مان (هڪ) هي (نشان) بہ آهي جو هُن توهانجي ئي جنس مان توهان لاءِ جوڙا بنايا آهن ان لاءِ تہ توهان انهن جي طرف (مائل ٿي) آرام حاصل ڪيو. ۽ توهانجي وچ ۾ پيار ۽ رحم جو لاڳاپو پيدا ڪيو آهي ان ۾ فڪر ڪرڻ واري قوم جي لاءِ وڏا نشان آهن.

وَمِنْ اٰيٰتِهٖ خَلْقُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَاخْتِلَافُ اَلْسِنَتِكُمْ وَاَلْوَانِكُمْ ۭ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ لِّلْعٰلِمِيْنَ ﴿٢٢﴾

**٢٣-** ۽ هُن جي نشانن مان آسمانن ۽ زمين جو پيدا ڪرڻ ۽ توهانجي ٻولين ۽ توهان جي رنگن جو اختلاف بہ آهي ان ۾ سيڻي ڄاڻڻ وارن لاءِ وڏا نشان آهن.

وَمِنْ اٰيٰتِهٖ مَنَامُكُمْ بِالَّيْلِ وَالنَّهَارِ وَابْتِغَاۗؤُكُمْ مِّنْ فَضْلِهٖ ۭ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ لِّقَوْمٍ يَّسْمَعُوْنَ ﴿٢٣﴾

**٢٤-** ۽ هن جي نشانن مان رات جي وقت ۽ ڏينهن جي وقت توهانجو سمهڻ ۽ انهيءَ جي فضل حاصل ڪرڻ جي لاءِ محنت ڪرڻ بہ آهي. ان ۾ ٻڌڻ واري قوم جي لاءِ وڏا نشان آهن.

وَمِنْ اٰيٰتِهٖ يُرِيْكُمُ الْبَرْقَ خَوْفًا وَّطَمَعًا وَّيُنَزِّلُ مِنَ السَّمَاۗءِ مَاۗءً فَيُحْيٖ بِهِ الْاَرْضَ بَعْدَ مَوْتِهَا ۭ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ لِّقَوْمٍ يَّعْقِلُوْنَ ﴿٢٤﴾

**٢٥-** ۽ هن جي نشانن مان هيءُ بہ آهي جو هو توهانکي بجلي، خوف ۽ اميد پيدا ڪرڻ جي لاءِ ڏيکاري ٿو ۽ ڪڪر مان پاڻي وسائي ٿو- پوءِ انهيءَ جي وسيلي سان زمين کي انهيءَ جي مري وڃڻ کانپوءِ زنده ڪري ٿو- ان ۾ عقل وارن ماڻهن لاءِ وڏا نشان آهن.

وَمِنْ اٰيٰتِهٖٓ اَنْ تَقُوْمَ السَّمَاۗءُ وَالْاَرْضُ بِاَمْرِهٖ ۭ ثُمَّ اِذَا دَعَاكُمْ دَعْوَةً ڰ مِّنَ

**٢٦-** ۽ هن جي نشانن مان آسمانن ۽ زمين جو انهيءَ جي حڪم سان بيهي رهڻ بہ آهي- پوءِ (هن جو هي نشان بہ ظاهر ٿيندو تہ) جڏهن

الْاَرْضِ ۗ اِذَآ اَنْتُمْ تَخْرُجُوْنَ ﴿٢٥﴾

هو توهانکي زمين مان نڪرڻ لاءِ هڪ سڏ ڪندو تہ اوچتو توهان زمين مان نڪرڻ لڳندؤ.

وَلَهٗ مَنْ فِي السَّمٰوٰتِ وَ الْاَرْضِ ؕ كُلٌّ لَّهٗ قٰنِتُوْنَ ﴿٢٦﴾

٢٦-۽ آسمانن ۽ زمين ۾ (رهڻ وارا) سڀيئي وجود هن جا فرمانبردار آهن.

وَهُوَ الَّذِيْ يَبْدَؤُا الْخَلْقَ ثُمَّ يُعِيْدُهٗ وَهُوَ اَهْوَنُ عَلَيْهِ ؕ وَلَهُ الْمَثَلُ الْاَعْلٰى فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۚ وَهُوَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ﴿٢٧﴾

٢٧-۽ اهو پيدائش (عالم) کي شروع بہ ڪري ٿو ۽ وري انهيءَ کي بار بار ٻٽائيندو رهي ٿو. ۽ اهو فعل هن لاءِ تمام سولو آهي ۽ آسمانن ۽ زمين ۾ انهيءَ جو نشان سڀ کان بالا آهي ۽ اهو غالب (۽) وڏي حڪمت وارو آهي.

ضَرَبَ لَكُمْ مَّثَلًا مِّنْ اَنْفُسِكُمْ ؕ هَلْ لَّكُمْ مِّنْ مَّا مَلَكَتْ اَيْمَانُكُمْ مِّنْ شُرَكَآءَ فِيْ مَا رَزَقْنٰكُمْ فَاَنْتُمْ فِيْهِ سَوَآءٌ تَخَافُوْنَهُمْ كَخِيْفَتِكُمْ اَنْفُسَكُمْ ؕ كَذٰلِكَ نُفَصِّلُ الْاٰيٰتِ لِقَوْمٍ يَّعْقِلُوْنَ ﴿٢٨﴾

٢٨-هن توهانجي سمجهاڻ جي لاءِ توهان جي ئي جنس جي هڪ حالت بيان ڪئي آهي. (جيڪا اها آهي تہ) جن ماڻهن جا توهان جا ساڄا هٿ مالڪ هوندا آهن.ڇا انهن مان ڪو انهيءَ (مال) ۾ جيڪو اسان توهان کي ڏنو آهي توهان سان برابر جو شريڪ بہ هوندو آهي؟ اهڙي طرح جو توهان سڀئي (مالڪ ۽ غلام) انهيءَ (مال ۽ دولت) ۾ برابر ٿي وڃو ٿا ۽ انهن (غلامن) کان اهڙي طرح ڊڄو ٿا جهڙي طرح توهان پنهنجي ① پاڻ کان ڊڄو ٿا.اهڙيءَ طرح اسان عقل واري قوم جي لاءِ نشان کولي کولي بيان ڪندا آهيون.

بَلِ اتَّبَعَ الَّذِيْنَ ظَلَمُوْٓا اَهْوَآءَهُمْ

٢٩- پر (حقيقت هيءَ آهي تہ) ظالم ماڻهو

١-يعني جهڙي طرح اُنهن کي مال حوالي ڪرڻ کان اڳ توهان پنهنجي مال جا مالڪ هُئا ۽ جيترو وڻيوَ پيو پنهنجي پاڻ تي خرچ ڪري سگهندا هئا. ڇا توهان پنهنجن غلامن کي مال تي ايترو قبضو بہ ڏيندا آهيو جو پوءِ توهان ڊڄڻ لڳو تہ خبر نہ آهي هي اسانکي ڪجهہ کائڻ لاءِ بہ ڏيندا يا نہ ۽ توهان جي قبضي جي ڪا نشاني باقي نہ رهندي هجي.

بِغَيْرِ عِلْمٍ ۚ فَمَنْ يَّهْدِىْ مَنْ اَضَلَّ اللّٰهُ ؕ وَمَا لَهُمْ مِّنْ نّٰصِرِيْنَ ۝۳۰

بنان علم جي پنهنجي خواهشن جي پنيان هلي پيا آهن ۽ جنهن کي اللّٰه گمراهه ڪري انهيءَ کي ڪير هدايت ڏئي سگهي ٿو (۽) انهن (ماڻهن) جو ڪو مددگار نه هوندو.

فَاَقِمْ وَجْهَكَ لِلدِّيْنِ حَنِيْفًا ؕ فِطْرَتَ اللّٰهِ الَّتِىْ فَطَرَ النَّاسَ عَلَيْهَا ؕ لَا تَبْدِيْلَ لِخَلْقِ اللّٰهِ ؕ ذٰلِكَ الدِّيْنُ الْقَيِّمُ ۙ وَلٰكِنَّ اَكْثَرَ النَّاسِ لَا يَعْلَمُوْنَ ۝۳۱

**۳۱**-سو تون پنهنجو سجو ڌيان دين جي لاءِ مخصوص ڪري ڇڏ اهڙيءَ صورت ۾ جو تو ۾ ڪو به ڏنگُ نه ① هجي.(تون)اللّٰه جي(پيدا ڪيل) فطرت ② کي اختيار ڪر (اها فطرت) جنهن تي اللّٰه ماڻهن کي پيدا ڪيو آهي. اللّٰه جي پيدائش ۾ ڪاتبديلي نٿي ٿي سگهي. اهو ئي قائم رهڻ وارو دين آهي پر گهڻا ماڻهو نٿا ڄاڻن.

مُنِيْبِيْنَ اِلَيْهِ وَاتَّقُوْهُ وَاَقِيْمُوا الصَّلٰوةَ وَلَا تَكُوْنُوْا مِنَ الْمُشْرِكِيْنَ ۝۳۲

**۳۲**-(پوءِ) توهان سيئي انهيءَ (خدا) ڏانهن جهڪندي فطرت وارو دين اختيار ڪيو ۽ انهيءَ جي تقويٰ اختيار ڪيو ۽ نماز کي انهيءَ جي شرطن مطابق ادا ڪيو ۽ مشرڪن مان نه ٿيو.

مِنَ الَّذِيْنَ فَرَّقُوْا دِيْنَهُمْ وَكَانُوْا شِيَعًا ؕ

**۳۳**-يعني انهن ③(مشرڪ) ماڻهن مان

۱-حَنِيُف جي معنيٰ هوندي آهي جنهن ۾ ڪو به ڏنگُ (ٽيڏائپ) نه هجي.

۲-يعني جنهن فطرت جي مطابق اللّٰه تعاليٰ انسان کي پيدا ڪيو آهي اُها هميشه قائم رهندي ۽ انهيءَ کي ڪو انسان مَٽائي نه ٿو سگهي.

۳-مشرڪ جيئن ته بُتن، فرشتن، روحن ۽ انسانن منجهان مختلف معبود بڻائيندا آهن اِن ڪري هو ڪڏهن هڪ نقطي تي گڏ نٿا ٿي سگهن. هڪ نقطي تي رڳو موُحد جمع ٿي سگهن ٿا. جهڙي طرح اُهي ماڻهو جيڪي پنهنجي پاڻ کي مختلف حڪومتن جا رهاڪو چون گڏ نٿا ٿي سگهن. گڏ ٿيڻ لاءِ ضروري آهي ته هڪ حڪومت جو پنهنجي پاڻ کي Citizen يعني شهري قرار ڏين.

كُلُّ حِزْبٍۭ بِمَا لَدَيْهِمْ فَرِحُوْنَ ﴿٣٣﴾

جن پنهنجي دين کي چِڙ وِچِڙ ڪري ڇڏيو. ۽ (دين کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري) مختلف فرقن ۾ ورهائجي ويا ۽ هر ڪو ٽولو انهيءَ خيال کان خوش آهي ته جيڪو ٽڪرو اسان ورتو آهي اُهو ئي بهتر آهي①.

وَاِذَا مَسَّ النَّاسَ ضُرٌّ دَعَوْا رَبَّهُمْ مُّنِيْبِيْنَ اِلَيْهِ ثُمَّ اِذَآ اَذَاقَهُمْ مِّنْهُ رَحْمَةً اِذَا فَرِيْقٌ مِّنْهُمْ بِرَبِّهِمْ يُشْرِكُوْنَ ﴿٣٤﴾

**٣٤**-۽ جڏهن انسانن کي ڪا تڪليف پهچي ٿي ته اهي پنهنجي رب کي انهيءَ ڏانهن جهڪندي پڪارين ٿا. پوءِ جڏهن هن جي طرفان انهن کي ڪا رحمت پهچي ٿي ته انهن مان هڪ ٽولو پنهنجي رب جي مقابلي ۾ شريڪ بڻائڻ لڳي وڃي ٿو.

لِيَكْفُرُوْا بِمَآ اٰتَيْنٰهُمْ ؕ فَتَمَتَّعُوْا ٝ فَسَوْفَ تَعْلَمُوْنَ ﴿٣٥﴾

**٣٥**-جنهن جو نتيجو② اهو نڪري ٿو ته جيڪي ڪي اسان انهن کي ڏنو آهي اهي عملي طور انهيءَ جو انڪار ڪرڻ لڳن ٿا (تڏهن انهن کي چيو وڃي ٿو. دنيا مان) جيڪي ڪي فائدو وٺڻو آهي وٺو. ڇو جو③ توهان جلد ئي پنهنجي پڇاڙي ڏسي وٺندؤ.

اَمْ اَنْزَلْنَا عَلَيْهِمْ سُلْطٰنًا فَهُوَ يَتَكَلَّمُ بِمَا كَانُوْا بِهٖ يُشْرِكُوْنَ ﴿٣٦﴾

**٣٦**-ڇا اسان انهن جي لاءِ ڪو (شرڪ جو) دليل لاٿو آهي جيڪو انهن سان اهي ڳالهيون ڪري ٿو جيڪي شرڪ جي متعلق اهي بيان ڪن ٿا.

---

١- جيئن ته اڄ ڪلهه جا فقط نالي ۾ علماءَ ڪندا آهن.

٢- هتي ”لام“ آهي جنهن جي معنيٰ ”لاءِ“ جي به هوندي آهي. ۽ ”نتيجي“ جي به يعني جنهن جملي تي هو اچي اُهو جملو پهرين ڳالهه جو نتيجو هوندو آهي.

٣-فاء جي معنيٰ ”ڇو جو“ جي آهي.

وَإِذَآ أَذَقْنَا النَّاسَ رَحْمَةً فَرِحُوا بِهَا ۖ وَإِن تُصِبْهُمْ سَيِّئَةٌۢ بِمَا قَدَّمَتْ أَيْدِيهِمْ إِذَا هُمْ يَقْنَطُونَ ﴿٣٦﴾

**٣٦**-جڏهن اسان ماڻهن سان رحم جو سلوڪ ڪيون ٿا تہ اُهي انهيءَ ڪان خوش ٿي وڃن ٿا ۽ جيڪڏهن انهن ڪي پنهنجن گذريل عملن جي سببان ڪا تڪليف پهچي ٿي تہ اُهي اوچتو مايوس ٿي وڃن ٿا.

أَوَلَمْ يَرَوْا أَنَّ اللَّهَ يَبْسُطُ الرِّزْقَ لِمَن يَشَآءُ وَيَقْدِرُ ۚ إِنَّ فِي ذَٰلِكَ لَآيَاتٍ لِّقَوْمٍ يُؤْمِنُونَ ﴿٣٧﴾

**٣٨**-ڇا انهن نا هي ڏٺو آهي تہ اللّٰه جنهن لاءِ پسند ڪري ٿو رزق ڪشادو ڪري ڇڏي ٿو ۽ جنهن لاءِ پسند ڪري ٿو رزق ڏکيو ڪري ڇڏي ٿو انهيءَ ۾ ايمان آڻڻ وارن ماڻهن لاءِ تمام گهڻا نشان آهن.

فَآتِ ذَا الْقُرْبَىٰ حَقَّهُ وَالْمِسْكِينَ وَابْنَ السَّبِيلِ ۚ ذَٰلِكَ خَيْرٌ لِّلَّذِينَ يُرِيدُونَ وَجْهَ اللَّهِ ۖ وَأُولَٰئِكَ هُمُ الْمُفْلِحُونَ ﴿٣٨﴾

**٣٩**-پوءِ گهرجي(تہ جڏهن خدا رزق ۾ ڪشادگي ڏي تہ اي قرآن پڙهڻ وارا) ويجهڙن، مسڪين ۽ مسافر کي سندس حق بخش(١). هيءَ ڳالهہ تمام بهتر آهي.انهن ماڻهن جي لاءِ جيڪي اللّٰه جي رضا حاصل ڪرڻ گهرن ٿا ۽ اُهي ئي ماڻهو مرادوند ٿيڻ وارا آهن.

وَمَآ آتَيْتُم مِّن رِّبًا لِّيَرْبُوَا فِي أَمْوَالِ

**٤٠**-۽ جيڪو روپيو اوهان وياج (٢)حاصل

١-قرآن ڪريم ۾ ڪئي جاين تي ظاهري طور محمد رسول اللّٰه ﷺ مخاطب هوندا آهن پر مراد پاڻ جا پيروڪار يا قرآن پڙهڻ وارا هوندا آهن هن جاءِ تي بہ رسول اللّٰه ﷺ مراد نہ آهن ڇو تہ هن جاءِ تي صدقي ۽ خيرات جو حڪم آهي ۽ پاڻ پهريائين تنگدستي ۽ خوشحالي ٻنهي حالتن ۾ مائٽن مٽن جي خبر لهندا هئا. ۽ مسڪينن ۽ مسافرن جي مدد ڪندا رهندا هئا. ان لاءِ هن جاءِ پاڻ جي امت جا ماڻهو مراد آهن پاڻ مراد نہ آهن.

٢-قرآن ڪريم وياج جا ٻہ قسم بيان ڪيا آهن: هڪ اُهو وياج جو ڪاروبار جيڪو غريبن سان ڪيو ويندو آهي. انهيءَ کي جهليو ويو آهي، پر هن آيت مان صاف خبر پوي ٿي تہ هن جاء اُن وياجي

النَّاسِ فَلَا يَرْبُوْا عِنْدَ اللّٰهِ ۚ وَمَآ اٰتَيْتُمْ مِّنْ زَكٰوةٍ تُرِيْدُوْنَ وَجْهَ اللّٰهِ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْمُضْعِفُوْنَ ﴿٤٠﴾

ڪرڻ لاءِ ڏيو ٿا، انهيءَ لاءِ ته اهو ماڻهن جي مالن ۾ وڌي، ته اهو پيسو، اللّٰه جي حضور ۾ نٿو وڌي ۽ جيڪي توهان اللّٰه جي رضا(١) حاصل ڪرڻ جي لاءِ زڪوات جي طور تي ڏيو ٿا ته ياد رکو ته اهڙي قسم جا ماڻهو خدا وٽ (پيسو) وڌائي رهيا آهن.

اَللّٰهُ الَّذِيْ خَلَقَكُمْ ثُمَّ رَزَقَكُمْ ثُمَّ يُمِيْتُكُمْ ثُمَّ يُحْيِيْكُمْ ؕ هَلْ مِنْ شُرَكَآئِكُمْ مَّنْ يَّفْعَلُ مِنْ ذٰلِكُمْ مِّنْ شَيْءٍ ؕ سُبْحٰنَهٗ وَتَعٰلٰى عَمَّا يُشْرِكُوْنَ ﴿٤١﴾ ع

٤١-اللّٰه اهو آهي جنهن توهانکي پيدا ڪيو آهي پوءِ انهيءَ توهانکي رزق ڏنو آهي. پوءِ اُهو توهانکي ماريندو، پوءِ توهانکي زنده ڪندو- ڇا توهانجي(نااهل)شريڪن مان به ڪو اهڙو آهي جيڪو انهيءَ ڪم جو ڪو حصو به ڪندو هجي؟اهو انهن جي شرڪ کان پاڪ، ۽ بلند شان رکڻ وارو آهي.

ظَهَرَ الْفَسَادُ فِي الْبَرِّ وَالْبَحْرِ بِمَا كَسَبَتْ اَيْدِي النَّاسِ لِيُذِيْقَهُمْ بَعْضَ الَّذِيْ

٤٢-(هن زماني ۾) خشڪيءَ ۽ پاڻيءَ ۾ ماڻهن جي ڪمن جي سببان فساد ظاهر ٿي ويو

**(باقي حاشيو)** ڪاروبار جو ذڪر آهي جيڪو شاهوڪارن سان ڪيوويندو آهي ته جيئن اُهي مالدار اُن ڪي ڪاروبار ۾ لڳائن ۽ پيسي ڏيڻ وارن جو پيسو به وڌي.ڪي مسلمان هي سمجهندا آهن ته شاهوڪارن يا ڪمپني وارن ڪي پيسو وياج تي ڏيڻ يا بينڪ ۾ وياج تي پيسو لڳائڻ اسلام ۾ منع نه آهي حالانڪ هيءَ آيت واضح ڪري ٿي ته اهڙي قسم جو وياجي ڪاروبار به منع آهي جيڪڏهن اُنهن جو خيال نيڪ هجي ها ته هيءَ آيت ڇو نازل ٿئي ها ۽ هن جو مقصد ڇا هيو.قرآن ڪريم جو نازل ڪرڻ وارو عالم الغيب خدا آهي اُهو ڄاڻي پيو ته هڪ زماني ۾ مسلمانن ڪي وياج جائز ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻي آهي.ان ڪري هُن آئيندي اچڻ وارا گمان به هن آيت ۾ ڏور ڪري ڇڏيا آهن.

١- لغت ۾ وَجْهٌ جي معنيٰ مَرْضَاة جي به لکيل آهي(اقرب) يعني رضا.

عَمِلُوْا لَعَلَّهُمْ يَرْجِعُوْنَ ﴿٤١﴾

آهي جنهن جو نتيجو هي① ٿيندو جو خدا ماڻهن کي انهن جي عملن جي ڪجهه حصي جي سزا (هن دنيا ۾) ڏيندو انهيءَ لاءِ ته اُهي (پنهنجي نافرمانيءَ کان) موٽي اچن.

قُلْ سِيْرُوْا فِي الْاَرْضِ فَانْظُرُوْا كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلُ ۭ كَانَ اَكْثَرُهُمْ مُّشْرِكِيْنَ ﴿٤٢﴾

٤٣-تون چوءِ ملڪ ۾ گهمو ۽ ڏسو ته جيڪي ماڻهو توهان کان پهرين هئا انهن جي ڪهڙي پڇاڙي ٿي هئي. انهن مان اڪثر مشرڪ هئا.

فَاَقِمْ وَجْهَكَ لِلدِّيْنِ الْقَيِّمِ مِنْ قَبْلِ اَنْ يَّاْتِيَ يَوْمٌ لَّا مَرَدَّ لَهٗ مِنَ اللّٰهِ يَوْمَىِٕذٍ يَّصَّدَّعُوْنَ ﴿٤٣﴾

٤٤-پر تون پنهنجي ذيان کي قائم رهڻ واري دين ڏانهن ڦيرائي ڇڏ انهيءَ کان پهرين جو اهو ڏينهن اچي جنهن کي ٽارڻ جي لاءِ اللّٰه جي طرفان ڪوعلاج ناهي لٿو جنهن ڏينهن اهي (مومن ۽ ڪافر) هڪ ٻئي کان جدا ٿي ويندا ②.

مَنْ كَفَرَ فَعَلَيْهِ كُفْرُهٗ ۚ وَمَنْ عَمِلَ صَالِحًا فَلِاَنْفُسِهِمْ يَمْهَدُوْنَ ﴿٤٤﴾

٤٥-جنهن ڪفر ڪيو انهي تي سندس ڪفر جو وبال پوندو. ۽ جنهن پنهنجي ايمان مطابق عمل ڪيو اهو پنهنجي ئي نفس جي فائدي جي لاءِ تياري ڪري رهيو آهي.

لِيَجْزِيَ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ مِنْ فَضْلِهٖ ۭ اِنَّهٗ لَا يُحِبُّ الْكٰفِرِيْنَ ﴿٤٥﴾

٤٦-انهيءَ لاءِ ته خدا مومنن ۽ پنهنجي ايمان جي مطابق عمل ڪرڻ وارن کي پنهنجي فضل سان جزا ڏي هو يقيناً منڪرن سان

١- هتي لام عاقبت جو آهي.

٢- يعني مسلمان غالب اچي ويندا ۽ پنهنجو حڪومت جو دستور هلائيندا. جنهن جو ذڪر سورة براءة ۾ ڪيو ويو آهي.

محبت نا ھي ڪندو.

وَمِنْ اٰيٰتِهٖٓ اَنْ يُّرْسِلَ الرِّيَاحَ مُبَشِّرٰتٍ وَّلِيُذِيْقَكُمْ مِّنْ رَّحْمَتِهٖ وَلِتَجْرِيَ الْفُلْكُ بِاَمْرِهٖ وَلِتَبْتَغُوْا مِنْ فَضْلِهٖ وَلَعَلَّكُمْ تَشْكُرُوْنَ ﴿٤٧﴾

٤٧-۽ انھيءَ جي نشانن مان ھڪ نشان ھوائن ڪي بشارت ڏيندي موڪلڻ بہ آھي ۽ اھو انھيءَ لاءِ ائين ڪري ٿو تہ اھو توھانکي پنھنجي رحمت (جو ميوو) چکائي- ۽ ٻيڙيون انھيءَ جي حڪم سان ھلن ۽ توھان انھيءَ جي فضل کي حاصل ڪيو ۽ توھان شڪر گذار بڻجو.

وَلَقَدْ اَرْسَلْنَا مِنْ قَبْلِكَ رُسُلًا اِلٰى قَوْمِهِمْ فَجَآءُوْهُمْ بِالْبَيِّنٰتِ فَانْتَقَمْنَا مِنَ الَّذِيْنَ اَجْرَمُوْا ۭ وَكَانَ حَقًّا عَلَيْنَا نَصْرُ الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿٤٨﴾

٤٨-۽ اسان توکان پھرين ڪيترا رسول انھن جي قومن ڏانھن موڪليا ھئا پوءِ اھي انھن وٽ کليل نشان کڻي آيا ۽ اسان مجرمن کان مناسب بدلو ورتو، ۽ مومنن جي مدد ڪرڻ اسانجو فرض آھي.

اَللّٰهُ الَّذِيْ يُرْسِلُ الرِّيٰحَ فَتُثِيْرُ سَحَابًا فَيَبْسُطُهٗ فِي السَّمَآءِ كَيْفَ يَشَآءُ وَيَجْعَلُهٗ كِسَفًا فَتَرَى الْوَدْقَ يَخْرُجُ مِنْ خِلٰلِهٖ ۚ فَاِذَآ اَصَابَ بِهٖ مَنْ يَّشَآءُ مِنْ عِبَادِهٖٓ اِذَا هُمْ يَسْتَبْشِرُوْنَ ﴿٤٩﴾

٤٩-الله اھو آھي جيڪو ھوائن کي موڪلي ٿو، پوءِ اھي ھوائون ڪڪرن جي شڪل ۾ بخار کڻن ٿيون. پوءِ ھُو انھيءَ کي جھڙي طرح چاھي ٿو آسمان ۾ پکيڙي ڇڏي ٿو ۽ ھو انھيءَ کي ٽڪرا ٽڪرا① ڪري ڇڏي ٿو ۽ تون مينھن کي ڏسين ٿو تہ انھيءَ (ڪڪر) مان ٽمندو آھي پوءِ جڏھن خدا انھيءَ ڪڪر کي پنھنجن ٻانھن مان جنھن تائين پسند ڪري پھچائي ڇڏي ٿو تہ اوچتو اھي خوش ٿي وڃن ٿا.

١-يعني ھڪ ڪڪر مان ڪئي ڪڪر ٺھائي ڇڏيندو آھي. تہ جيئن ھڪ ڊگھي علائقي کي سيراب ڪري سگھن.

وَاِنْ كَانُوْا مِنْ قَبْلِ اَنْ يُّنَزَّلَ عَلَيْهِمْ مِّنْ قَبْلِهٖ لَمُبْلِسِيْنَ ۝٥٠

**۵۰**۔جيتوڻيڪ اُهي① انهيءَ(بارش)جي نازل ٿيڻ کان پهرين بلڪل نااميد ٿي ويا هئا.

فَانْظُرْ اِلٰٓى اٰثٰرِ رَحْمَتِ اللّٰهِ كَيْفَ يُحْيِ الْاَرْضَ بَعْدَ مَوْتِهَا ؕ اِنَّ ذٰلِكَ لَمُحْيِ الْمَوْتٰى ۚ وَهُوَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ۝٥١

**۵۱**۔پوءِ (اي مخاطب! ) اللّٰـــه جي رحمت جي نشانن کي ڏس ته هو ڪهڙي طرح زمين جي مري وڃڻ کانپوءِ ان کي جيئرو ڪري ٿو. اهو ئي خدا آهي جيڪو(قيامت جي ڏينهن) مُئلن کي جيئرو ڪندو ۽ هو هر شيءِ تي قادر آهي.

وَلَئِنْ اَرْسَلْنَا رِيْحًا فَرَاَوْهُ مُصْفَرًّا لَّظَلُّوْا مِنْۢ بَعْدِهٖ يَكْفُرُوْنَ ۝٥٢

**۵۲**۔۽ جيڪڏهن اسان هوا هلايون ۽ اِهي ماڻهو انهيءَ (يعني پوک)کي هيڊو ٿيندي ڏسن،ته انهيءَ نظاري کانپوءِ (نصيحت حاصل ڪرڻ جي بدران) نا شڪرا بڻجي ويندا.

فَاِنَّكَ لَا تُسْمِعُ الْمَوْتٰى وَلَا تُسْمِعُ الصُّمَّ الدُّعَآءَ اِذَا وَلَّوْا مُدْبِرِيْنَ ۝٥٣

**۵۳**۔(پوءِ تون انهن کي ائين ڪرڻ ڏي) ڇو جو نه ڪي تون مُئلن کي ہڌائي سگهين ٿو ۽ نه ٻوڙن کي انهيءَ وقت (پنهنجو آواز)ٻڌائي سگهين ٿو جڏهن اهي پٺي ڦيرائي موٽي وڃن.

وَمَآ اَنْتَ بِهٰدِ الْعُمْىِ عَنْ ضَلٰلَتِهِمْ ؕ اِنْ تُسْمِعُ اِلَّا مَنْ يُّؤْمِنُ بِاٰيٰتِنَا فَهُمْ مُّسْلِمُوْنَ ۝٥٤ ع ۱۳ ۸

**۵۴**۔۽ نه ڪي تون انڌن کي انهن جي گمراهيءَ کان هٽائي سڌي رستي تي آڻي سگهين ٿو تون صرف انهن کي ئي ٻڌائي سگهين ٿو جيڪي اسانجي آيتن تي ايمان آڻين ٿا ۽ اهي فرمانبردار بڻجي وڃن ٿا.

اَللّٰهُ الَّذِيْ خَلَقَكُمْ مِّنْ ضُعْفٍ ثُمَّ جَعَلَ

**۵۵**۔اللّٰـــه اهو ئي آهي جنهن توهانکي

۱۔ آيت جي شروع ۾ واؤ جو لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ "۽" جي آهي. پر هي اڙدوءَ ۾ نه ٿو نهي ۽ هن جي حذف ڪرڻ سان معنائن ۾ فرق نٿو پوي اِن لاءِ اسان هِن کي حذف ڪري ڇڏيو آهي.

مِنْۢ بَعْدِ ضُعْفٍ قُوَّةً ثُمَّ جَعَلَ مِنْۢ بَعْدِ قُوَّةٍ ضُعْفًا وَّشَيْبَةً ۭ يَخْلُقُ مَا يَشَاۗءُ ۚ وَهُوَ الْعَلِيْمُ الْقَدِيْرُ ۝۵۵

انهيءَ حالت ۾ پيدا ڪيو جو توهانجي اندر ڪمزوري موجود هئي پوءِ ڪمزوريءَ کانپوءِ توهانکي قوت بخشيائين وري قوت کانپوءِ ڪمزوري ۽ پيري ڏني.اهو جنهن شيءِ کي چاهي ٿو پيدا ڪري ٿو ۽ هو وڏي علم وارو (۽) قدرت وارو آهي.

وَيَوْمَ تَقُوْمُ السَّاعَةُ يُقْسِمُ الْمُجْرِمُوْنَ ڏ مَا لَبِثُوْا غَيْرَ سَاعَةٍ ۭ كَذٰلِكَ كَانُوْا يُؤْفَكُوْنَ ۝۵۶

**٥٦**۔۽ جنهن ڏينهن مقرر ڪيل گهڙي اچي ويندي ڏوهاري قسم کڻندا ته اُهي ٿورڙي وِيرَم ① کانسواءِ (دنيا ۾)ناهن رهيا.اهي اهڙي طرح ابتيون سبتيون ڳالهيون ٺاهيندا رهيا.

وَقَالَ الَّذِيْنَ اُوْتُوا الْعِلْمَ وَالْاِيْمَانَ لَقَدْ لَبِثْتُمْ فِيْ كِتٰبِ اللّٰهِ اِلٰى يَوْمِ الْبَعْثِ ۡ فَهٰذَا يَوْمُ الْبَعْثِ وَلٰكِنَّكُمْ كُنْتُمْ لَا تَعْلَمُوْنَ ۝۵۷

**٥٧**۔۽ اهي ماڻهو جن کي علم ۽ ايمان ڏنو ويو آهي چوندا توهان الله جي حساب ۾ انهي ڏينهن تائين ترسيا آهيو.جيڪو توهانجي وري ايرڻ ② لاءِ مقرر هيو ۽(ياد رکو ته)اهو ئي وري ايرڻ ③ جو ڏينهن آهي پر توهان ڄاڻو نٿا.

١۔هن جاءِ تي عيسائين جي ان حالت ڏانهن اشارو آهي جيڪا عيسائيت جي اٿليءَ ۾ پکڙجي وڃڻ کانپوءِ ٿي هئي. اُن وقت اهي هُن تڪليف واري زماني مان گذري چُڪا هُئا جيڪا اصحاب ڪهف جي زماني ۾ اُنهن تي نازل ٿي هُئي. اُن کانپوءِ ڪجهه عرصي تائين اُنهن کي ترقي ملي. پر اسلام جي ترقي جي زماني ۾ هو وري ڪِريا. ۽ پوءِ اسلام جي ترقي جي زماني ۾ اُنهن تي جيڪو زوال جو دور آيو هيو اُن کي ياد ڪري افسوس ڪرڻ لڳا ته اسان تمام گهٽ لذت ماڻي آهي.گهڻي قدر تڪليف ۾ ئي عمر گذاري آهي.

٢۔لفظ ٻڌائن ٿا ته هن جڳهه دنيا ۾ قومي ترقيءَ جو ذڪر آهي، نه وري آخرت ۾ ٻيهر جيئرو ٿي اٿڻ جو.

٣۔هن آيت ۾ ٻڌايو ويو آهي ته توهان غلط فهميءَ ۾ پيل آهيو.اسلام جي ترقيءَ جي پهرين دور ۾ توهانجي آخري تباهي نه هُئي توهانجي آخري تباهي اسلام جي ٻيهر ترقي جي وقت ۾ ٿيندي جنهن کانپوءِ توهان تباهه ٿيا ته پوءِ ارڙهين ۽ اُڻويهين صدي جي شان جي برابر نه اُٿي سگهندؤ.

فَيَوْمَئِذٍ لَّا يَنْفَعُ الَّذِيْنَ ظَلَمُوْا مَعْذِرَتُهُمْ وَلَا هُمْ يُسْتَعْتَبُوْنَ ﴿٥٨﴾

**٥٨**-پوءِ اج ظالمن کي انھن جو کو عذر نفعو نہ ڏيندو ۽ نہ کي انھن کي معاف کري ڏيڏيءَ تائين اچڻ جو موقعو ڏنو ويندو.

وَلَقَدْ ضَرَبْنَا لِلنَّاسِ فِيْ هٰذَا الْقُرْاٰنِ مِنْ كُلِّ مَثَلٍ ؕ وَلَئِنْ جِئْتَهُمْ بِاٰيَةٍ لَّيَقُوْلَنَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْٓا اِنْ اَنْتُمْ اِلَّا مُبْطِلُوْنَ ﴿٥٩﴾

**٥٩**-۽ اسان ماڻھن جي خاطر ھن قرآن ۾ ھر قسم جون حقيقتون کولي کولي بيان ڪري ڇڏيون آھن ۽ جيڪڏھن تون انھن وٽ ڪو نشان آڻين تہ ڪافر ضرور چوندا تہ توھان ماڻھو تہ صرف ڪوڙيون ① ڳالھيون پيش ڪرڻ وارا آھيو.

كَذٰلِكَ يَطْبَعُ اللّٰهُ عَلٰى قُلُوْبِ الَّذِيْنَ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿٦٠﴾

**٦٠**-اھڙي طرح اللّٰہ بي علم ماڻھن جي دلين تي مھر② لڳائي ڇڏي ٿو.

فَاصْبِرْ اِنَّ وَعْدَ اللّٰهِ حَقٌّ وَّلَا يَسْتَخِفَّنَّكَ الَّذِيْنَ لَا يُوْقِنُوْنَ ﴿٦١﴾ ع ٦

**٦١**-سو(اي قرآن جا مخاطب)مضبوطيءَ سان (پنھنجي ايمان تي) قائم رھہ، اللّٰہ جو واعدو ضرور پورو ٿي رھندو ۽ گھرجي تہ جيڪي ماڻھو يقين نٿا رکن اھي توکي دوکو ڏئي (پنھنجي جڳھہ کان) ھٽائي نہ ڇڏين.

١- اَبْطَلَ جي معنيٰ آھي ڪوڙ کي پيش ڪيو (اقرب) ھن کي سامھون رکندي اسان مُبْطِلُوْنَ جي معنيٰ ڪوڙين ڳالھين کي پيش ڪرڻ وارن جي ڪئي آھي.

٢- ھي آيت بلڪل واضح آھي ۽ ھِن مان خبر پوي ٿي تہ اللّٰہ تعاليٰ بنان ڪنھن سبب جي دل تي مُھر نا ھي لڳائيندو. پھريان ماڻھو ڪُوڙ پنيان ھلڻ لڳندو آھي ۽ پوءِ ھڪ عرصي کان بعد ھُن جي دِل تي مُھر لڳندي آھي.

سُوْرَةُ لُقْمَانَ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ خَمْسٌ وَّ ثَلَاثُوْنَ اٰيَةً وَّ اَرْبَعَةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت لقمان۔ هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم الله سميت هن جون پنجٽيهه آيتون ۽ چار رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

۱۔(مان) الله جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

الٓمّٓ ②

۲۔مان① الله سڀ ڪان وڌيڪ ڄاڻندڙ آهيان.

تِلْكَ اٰيٰتُ الْكِتٰبِ الْحَكِيْمِ ③

۳۔ هي (يعني هن سورت جون آيتون) هن ڪامل ڪتاب جون آيتون آهن جيڪو وڏين حڪمتن وارو آهي.

هُدًى وَّ رَحْمَةً لِّلْمُحْسِنِيْنَ ④

۴۔ (۽) پنهنجن ② فرضن کي صحيح طرح سان ادا ڪرڻ وارن لاءِ هدايت ۽ رحمت جو سبب آهي.

الَّذِيْنَ يُقِيْمُوْنَ الصَّلٰوةَ وَ يُؤْتُوْنَ الزَّكٰوةَ وَهُمْ بِالْاٰخِرَةِ هُمْ يُوْقِنُوْنَ ⑤

۵۔اُهي ماڻهو جيڪي نماز کي (انهيءَ جي شرطن سان) ادا ڪن ٿا ۽ (غريبن ۽ مسڪينن کي) زڪوات ڏيندا رهنداآهن ۽ آخرت جي زندگيءَ تي يقين رکن ٿا.

اُولٰٓئِكَ عَلٰى هُدًى مِّنْ رَّبِّهِمْ وَ اُولٰٓئِكَ

۶۔هي ماڻهو پنهنجي رب جي طرفان اچڻ واري هدايت تي به مضبوطيءَ سان قائم

۱۔ الٓمّٓ جي لاءِ ڏسو نوٽ نمبر ۱ سورت بقره آيت ۲.

۲۔قرآن ڪريم ۾ مُحْسِنٌ جو لفظ آهي جيڪو اَحْسَنَ مان نڪتو آهي ۽ اَحْسَنَ جي معنيٰ لغت ۾ هيءَ لکيل آهي ته جيڪو ڪم ڪي چڱي نموني ڪري (اقرب) ان ڪري اسان هن جو ترجمو ”پنهنجن فرضن کي چڱيءَ طرح سان ادا ڪرڻ واري“ جو ڪيو آهي۔ جيڪو محاوري جي مطابق بلڪل صحيح آهي.

هُمُ الْمُفْلِحُوْنَ ⑥

آهن ۽ اهڙا ئي ماڻهو (هر ميدان ۾) ڪامياب① ٿيندا.

وَ مِنَ النَّاسِ مَنْ يَّشْتَرِيْ لَهْوَ الْحَدِيْثِ لِيُضِلَّ عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ بِغَيْرِ عِلْمٍ ۖ وَّ يَتَّخِذَهَا هُزُوًا ؕ اُولٰٓئِكَ لَهُمْ عَذَابٌ مُّهِيْنٌ ⑦

٧-۽ ماڻهن مان ڪي اهڙا آهن جيڪي (پنهنجو پيسو ضائع ڪري) کيل تماشي جون ڳالهيون وٺندا رهن ٿا انهيءَ لاءِ ته علم کانسواءِ ماڻهن کي اللّٰه جي رستي کان روڪين ۽ انهيءَ (يعني اللّٰه جي رستي) کي ٺٺول جي لائق شيءِ بڻائي ٿا ڇڏين انهن ماڻهن جي لاءِ ذلت وارو عذاب هوندو.

وَ اِذَا تُتْلٰى عَلَيْهِ اٰيٰتُنَا وَلّٰى مُسْتَكْبِرًا كَاَنْ لَّمْ يَسْمَعْهَا كَاَنَّ فِيْٓ اُذُنَيْهِ وَقْرًا ۚ فَبَشِّرْهُ بِعَذَابٍ اَلِيْمٍ ⑧

٨-۽ جڏهن اهڙي شخص جي آڏو② اسان جون آيتون پڙهيون وڃن ٿيون ته اهو تڪبر ڪندي پٺي ڦيرائي ٿو ڇڏي ڄڻ ته انهيءَ اهي ٻڌيون ئي ڪونهن (اهو انهيءَ حد تائين بي پرواهي ڪريٿو) ڄڻ انهيءَ جي ڪنن ۾ ٻوڙاڻ آهي. پوءِ تون انهيءَ کي هڪ دردناڪ عذاب جي اهم خبر ٻڌاءِ.

اِنَّ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ لَهُمْ جَنّٰتُ النَّعِيْمِ ۙ ⑨

٩- يقيناً اهي ماڻهو جن ايمان آندو ۽ جن انهيءَ جي حال سارو عمل ڪيا انهن کي نعمت وارا باغ ملندا.

خٰلِدِيْنَ فِيْهَا ؕ وَعْدَ اللّٰهِ حَقًّا ؕ وَهُوَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ⑩

١٠-جن ۾ اهي رهندا ايندا. اهو اللّٰه جو کيل پڪو واعدو آهي ۽ هو غالب (۽) وڏيءَ حڪمت وارو آهي.

---

١- اَلْـمُفْلِحُ جي معنيٰ آهي ڪامل طور تي ڪامياب. اِن لاءِ اسان ترجمو"هر ميدان ۾ ڪامياب" جي لفظن سان ڪيو آهي.

٢-جنهن جو پهرين آيت ۾ ذڪر ٿيو آهي.

خَلَقَ السَّمٰوٰتِ بِغَيْرِ عَمَدٍ تَرَوْنَهَا وَاَلْقٰى فِي الْاَرْضِ رَوَاسِيَ اَنْ تَمِيْدَ بِكُمْ وَبَثَّ فِيْهَا مِنْ كُلِّ دَآبَّةٍ ؕ وَاَنْزَلْنَا مِنَ السَّمَآءِ مَآءً فَاَنْۢبَتْنَا فِيْهَا مِنْ كُلِّ زَوْجٍ كَرِيْمٍ ﴿١١﴾

١١-انهيءَ آسمانن کي بنان ٿنين جي پيدا ڪيو آهي- جيئن توهان ڏسو ٿا ۽ زمين ۾ جبل انهيءَ خيال کان وجهي ڇڏيا آهن ته اهان توهان سميت سخت زلزلي ۾ مبتلا ① نه ٿي وڃي ۽ انهيءَ ۾ هر نموني جا جانور پکيڙيا ۽ ڪڪرن مان پاڻي لاٿو آهي پوءِ انهيءَ ۾ هر قسم جا عمدا ② جوڙا پيدا ڪيا آهن.

هٰذَا خَلْقُ اللّٰهِ فَاَرُوْنِيْ مَاذَا خَلَقَ الَّذِيْنَ مِنْ دُوْنِهٖ ؕ بَلِ الظّٰلِمُوْنَ فِيْ ضَلٰلٍ مُّبِيْنٍ ﴿١٢﴾ ع

١٢-هيءَ الله جي مخلوق آهي- پوءِ توهان سونکي ڏيکاريو ته انهيءَ کانسواءِ جن کي توهان شريڪ قرار ڏيو ٿا. انهن ڇا پيدا ڪيو آهي (ڪجهه به نه) پر حق اهو آهي ته ظالم ظاهر ظهور گمراهيءَ ۾ آهن.

وَلَقَدْ اٰتَيْنَا لُقْمٰنَ الْحِكْمَةَ اَنِ اشْكُرْ لِلّٰهِ ؕ وَمَنْ يَّشْكُرْ فَاِنَّمَا يَشْكُرُ لِنَفْسِهٖ ۚ وَمَنْ كَفَرَ فَاِنَّ اللّٰهَ غَنِيٌّ حَمِيْدٌ ﴿١٣﴾

١٣-۽ اسان لقمان کي حڪمت ڏني هئي ۽ چيو هو ته الله جو شڪر ادا ڪر. ۽ جيڪو شخص به شڪر ڪريٿو انهيءَ جو شڪر ڪرڻ جو فائدو انهيءَ جي جان کي پهچي ٿو ۽ جيڪو نا شڪري ڪري ٿو (انهيءَ کي ياد رکڻ گهرجي ته) الله هر قسم جي شُڪرن کان بي نياز آهي (۽) وڏي تعريف وارو آهي.

١-قرآن مجيد مصدري مثبت جملو استعمال ڪيو آهي اسان ترجمي ۾ مصدري منفي جملو استعمال ڪيو آهي ۽ هي عربي قاعدي جي مطابق آهي جنهن ۾ اَنْ کانپوءِ "نه" جو ڪيڻ نحوي (گرامر ڄاڻڻ وارا) ماڻهو جائز قرار ڏيندا آهن.

٢- قرآن ڪريم ۾ لفظ اَنْۢبَتْنَا آهي جنهن جي معنيٰ اُپائڻ جي به آهي ۽ وڌائڻ جي به آهي ڇو ته اڳتي جوڙي جو ذڪر اچي ٿو ۽ قرآني اصطلاح ۾ جوڙو جانورن جي لاءِ به ڳالهايو ويندو آهي ۽ نباتات جي لاءِ به اِن ڪري اسان هي ترجمو ڪيو آهي ته انهيءَ ۾ هر قسم جا جوڙا پيدا ڪيا.

وَاِذْ قَالَ لُقْمٰنُ لِابْنِهٖ وَهُوَ يَعِظُهٗ يٰبُنَيَّ لَا تُشْرِكْ بِاللّٰهِ ؕ اِنَّ الشِّرْكَ لَظُلْمٌ عَظِيْمٌ ﴿١٤﴾

١٤- ۽ (ياد ڪيو) جڏهن لقمان پنهنجي پٽ کي نصيحت ڪندي چيو اي منهنجا پٽ! الله جو شريڪ ڪنهن کي به قرار نه ڏي شرڪ يقيناً تمام وڏو ظلم آهي.

وَوَصَّيْنَا الْاِنْسَانَ بِوَالِدَيْهِ ۚ حَمَلَتْهُ اُمُّهٗ وَهْنًا عَلٰى وَهْنٍ وَّ فِصٰلُهٗ فِيْ عَامَيْنِ اَنِ اشْكُرْ لِيْ وَلِوَالِدَيْكَ ؕ اِلَيَّ الْمَصِيْرُ ﴿١٥﴾

١٥- ۽ اسان هيءُ چوندي ته منهنجو ۽ پنهنجي والدين جو شڪريو ادا ڪر،انسان کي پنهنجي والدين جي متعلق (احسان ڪرڻ جو) تاڪيدي حڪم ڏنو هو (۽) هنَ جي ماءُ انهيءَ کي ڪمزوريءَ جي (هڪ دور کان) ٻوءِ ڪمزوريءَ (جي ٻي دور) ۾ کنيو هو.۽ انهيءَ جو ٿڃ ڇڏائڻ ٻن① سالن جي عرصي ۾ هو (ياد رکو ته) منهنجي ئي طرف (توکي) موٽي اچڻو پوندو.

وَاِنْ جَاهَدٰكَ عَلٰٓى اَنْ تُشْرِكَ بِيْ مَا لَيْسَ لَكَ بِهٖ عِلْمٌ ۙ فَلَا تُطِعْهُمَا وَصَاحِبْهُمَا فِي الدُّنْيَا مَعْرُوْفًا ۫ وَّاتَّبِعْ سَبِيْلَ مَنْ اَنَابَ اِلَيَّ ۚ ثُمَّ اِلَيَّ مَرْجِعُكُمْ فَاُنَبِّئُكُمْ بِمَا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ﴿١٦﴾

١٦- ۽ جيڪڏهن اهي ٻئي تو سان بحث ڪن ته تون ڪنهن کي منهنجو شريڪ مقرر ڪر جنهن جو توکي ڪو علم ڪونهي ته انهن ٻنهي جي ڳالهه نه مڃ- ها دنياوي معاملن ۾ انهن سان نيڪ تعلقات قائم رکج ۽ انهيءَ شخص جي پويان هلج جيڪو مون ڏانهن جهڪي ٿو ۽ توهان سڀني جو موٽڻ

١- سورهٔ احقاف ۾ چيو ويو آهي ته حَمْلُهٗ وَ فِصَالُهٗ ثَلاَ ثُوْنَ شَهْراً (آيت ١٦) يعني ٻار جو پيٽ ۾ رهڻ ۽ ٿڃ ڇڏائڻ ٽيهه مهينن جي مدت ۾ ختم ٿيندو آهي پر هتي ٻه سال چيو آهي. هن جو جواب هي آهي ته ڪي ٻار جلد پيدا ٿي پوندا آهن ۽ ڪمزور هوندا آهن ڪي وڌيڪ ڏينهن ۾ پيدا ٿيندا آهن ۽ مضبوط هوندا آهن. ٻي آيت ۾ ٻڌايو آهي ته جڏهن ٻار ڪمزور هجي ۽ جلد پيدا ٿي پوي ته هُن جي ٿڃ پيارڻ جو عرصو ڊگهو ڪيو وڃي ته جيئن اُهو مضبوط ٿي وڃي.

سون ڏانهن ئي ٽيندو. انهيءَ وقت مان توهان کي توهان جي عملن جي سُڌ ڏيندُس.

يٰبُنَيَّ اِنَّهَآ اِنْ تَكُ مِثْقَالَ حَبَّةٍ مِّنْ خَرْدَلٍ فَتَكُنْ فِيْ صَخْرَةٍ اَوْ فِي السَّمٰوٰتِ اَوْ فِي الْاَرْضِ يَاْتِ بِهَا اللّٰهُ ۭ اِنَّ اللّٰهَ لَطِيْفٌ خَبِيْرٌ ﴿١٧﴾

**١٧**-(لقمان چيو ته) اي منهنجا پٽ! ڳالهه هيءَ آهي ته هڪ عمل اَهُرِ جي داڻي جي برابر به هجي پوءِ اهو (اَهُرِ جي برابر عمل ڪنهن) پٿر ۾ يا آسمانن ۾ يا زمين ۾ لڪل هجي ته الله انهيءَ کي ظاهر ڪري ڇڏيندو. الله نازڪ کان نازڪ راز کي سمجهڻ وارو ۽ ڏاڍو ڄاڻندڙ آهي.

يٰبُنَيَّ اَقِمِ الصَّلٰوةَ وَاْمُرْ بِالْمَعْرُوْفِ وَانْهَ عَنِ الْمُنْكَرِ وَاصْبِرْ عَلٰي مَآ اَصَابَكَ ۭ اِنَّ ذٰلِكَ مِنْ عَزْمِ الْاُمُوْرِ ﴿١٨﴾ۚ

**١٨**-اي منهنجا پٽ! نماز کي (سيني شرطن سان) قائم رکـ ۽ چڱن① ڪمن جو حڪم ڏيندو رهه ۽ مَندِين ڳالهين کان روڪيندو رهه ۽ جيڪا (تنگي تُرشي) توکي پهچي انهيءَ تي صبر کان ڪم وٺ هيءَ ڳالهه يقيناً نهايت ئي همٿ وارن ڪمن ② مان آهي.

وَلَا تُصَعِّرْ خَدَّكَ لِلنَّاسِ وَلَا تَمْشِ فِي الْاَرْضِ مَرَحًا ۭ اِنَّ اللّٰهَ لَا يُحِبُّ كُلَّ مُخْتَالٍ فَخُوْرٍ ﴿١٩﴾ۚ

**١٩**-۽ پنهنجا ڳلَ ماڻهن جي اڳيان (ڪاوڙ مان) نه ڦُنداءِ - ۽ زمين ۾ وڏائيءَ سان نه هل. الله يقيناً هر ٽيڙي ڪرڻ واري ۽ فخر ڪرڻ واري سان پيار نا هي ڪندو.

وَاقْصِدْ فِيْ مَشْيِكَ وَاغْضُضْ

**٢٠**-۽ پنهنجي رفتار ۾ وِچٿرائي اختيار ڪر

١-مَعْرُوْف يعني اُهي ڳالهيون جيڪي عام طور تي سُٺيون سمجهيون ويندیون آهن.

٢-قرآن مجيد ۾ مِنْ عَزْمِ الْاُمُوْرِ آهي. پر محاوري جي مطابق هن جي معني اَلْاُمُوْرُ الْمَعْزُوْمَةُ جي آهي. يعني اهڙن ڪمن جي جن جي لاءِ سَندرو ٻڌي تيار ٿيڻو پوندو آهي. هي اهڙي ترڪيب آهي جيئن مَسْجِدُ الْجَامِعِ جي ترڪيب آهي.

مِنۡ صَوۡتِكَ ؕ اِنَّ اَنۡكَرَ الۡاَصۡوَاتِ لَصَوۡتُ الۡحَمِيۡرِ ؕ﴿۱۹﴾ ع ٢ ٨ ١١

۽ پنهنجي آواز کي جهيڻو رکندو کر (ڇو جو) آوازن مان سڀني کان وڌيڪ اڻوڻندڙ آواز گڏهه جو آواز آهي. (جيڪو ڏاڍو وڏو هوندو آهي).

اَلَمۡ تَرَوۡا اَنَّ اللّٰهَ سَخَّرَ لَكُمۡ مَّا فِى السَّمٰوٰتِ وَمَا فِى الۡاَرۡضِ وَاَسۡبَغَ عَلَيۡكُمۡ نِعَمَهٗ ظَاهِرَةً وَّبَاطِنَةً ؕ وَمِنَ النَّاسِ مَنۡ يُّجَادِلُ فِى اللّٰهِ بِغَيۡرِ عِلۡمٍ وَّلَا هُدًى وَّلَا كِتٰبٍ مُّنِيۡرٍ ﴿۲۰﴾

**٢١-** ڇا توهان (ماڻهن) ڏٺو نه آهي ته الله جيڪي ڪي آسمانن ۾ آهي ۽ زمين ۾ آهي توهانجي خدمت ۾ لڳائي ڇڏيو آهي ۽ توهان تي پنهنجون نعمتون توڙي ظاهري هجن يا ڳجهيون هجن پاڻيءَ وانگر وهائي ڇڏيون آهن ۽ ماڻهن مان ڪي اهڙا آهن جيڪي بنان علم ۽ بنان هدايت ۽ بنان ڪنهن روشن ڪتاب جي دليل جي الله جي باري ۾ بحث ڪن ٿا.

وَاِذَا قِيۡلَ لَهُمُ اتَّبِعُوۡا مَاۤ اَنۡزَلَ اللّٰهُ قَالُوۡا بَلۡ نَتَّبِعُ مَا وَجَدۡنَا عَلَيۡهِ اٰبَآءَنَا ؕ اَوَلَوۡ كَانَ الشَّيۡطٰنُ يَدۡعُوۡهُمۡ اِلٰى عَذَابِ السَّعِيۡرِ ﴿۲۱﴾

**٢٢-** ۽ جڏهن انهن کي چيو وڃي ٿو ته جيڪي ڪي الله لاٿو آهي انهيءَ جي تابعداري ڪيو. ته چون ٿا، نه! اسان ته انهيءَ جي تابعداري ڪنداسين جنهن تي اسان پنهنجن ابن ڏاڏن کي ڏٺو آهي. ڇا جيڪڏهن شيطان (انهنجي ابن ڏاڏن جي ذريعي) انهن کي دوزخ جي عذاب جي طرف سڏي رهيو هجي (پوءِ به اهي ائين ڪندا).

وَمَنۡ يُّسۡلِمۡ وَجۡهَهٗۤ اِلَى اللّٰهِ وَهُوَ مُحۡسِنٌ فَقَدِ اسۡتَمۡسَكَ بِالۡعُرۡوَةِ الۡوُثۡقٰى ؕ وَاِلَى اللّٰهِ

**٢٣-** ۽ جيڪو شخص پنهنجو ڏيان الله ڏانهن ڦيرائي ٿو ۽ اهو پنهنجي عمل ۾ به پورو① احتياط ڪندڙ آهي ته اهو ائين

١ - اَحۡسَنَ جي معني جَعَلَهٗ حَسَناً جي آهي (اقرب) يعني پورو ڪم ڪيائين اڌورو نه ڇڏيائين.

عَاقِبَةُ الْاُمُوْرِ ﴿٢٢﴾

آهي جو (جڻ) هن هڪ مضبوط ڪڙي ① ڪي پڪڙي ورتو آهي ۽ الله ڏانهن ئي سڀني ڪمن جي پڇاڙي② ڦري ٿي.

وَمَنْ كَفَرَ فَلَا يَحْزُنْكَ كُفْرُهٗ ۭ اِلَيْنَا مَرْجِعُهُمْ فَنُنَبِّئُهُمْ بِمَا عَمِلُوْا ۭ اِنَّ اللّٰهَ عَلِيْمٌۢ بِذَاتِ الصُّدُوْرِ ﴿٢٣﴾

**٢٣**۔۽ جيڪي ماڻهو ڪفر ڪن انهن جو ڪفر توکي غمگين نه ڪري۔ انهن کي آخر ③ اسان ڏانهن ئي موٽڻو پوندو۔ پوءِ اسان انهن کي انهن جي عملن جي حقيقت جي سُڌ ڏينداسين. الـلّٰـه يقيناً سيني جي اندر④ جي سڀني ڳالهين کي ڄاڻي ٿو.

نُمَتِّعُهُمْ قَلِيْلًا ثُمَّ نَضْطَرُّهُمْ اِلٰى عَذَابٍ غَلِيْظٍ ﴿٢٤﴾

**٢٤**۔اسان انهن کي ڪجهه عرصي تائين دنياوي فائدو پهچائينداسين۔ پوءِ اسان انهن کي مجبور ڪري وڏي سخت عذاب ⑤ ڏانهن وٺي وينداسين.

---

١۔عُرْوَةٌ نندي پخال جي پنيان جيڪا هٿي ٺهيل هوندي آهي اُن کي عُرْوَة چوندا آهن.

٢۔هتي”ڦري ٿي“ جا لفظ استعمال ڪيا ويا آهن. جيڪي اڙدوَ ۾ هِن موقعي تي استعمال نه ٿيندا آهن. مطلب هي آهي ته سڀني ڪمن جو انجام الـلّٰـه تعاليٰ جي هٿن ۾ آهي ۽ انسان جون ڪاوشون هن ۾ بي نتيجي رهنديون آهن.

٣۔پهريان مَـــنْ آيو آهي ۽ واحد جا صيغا آيا آهن پوءِ جمع جو صيغو آهي. هن جو سبب هي آهي ته مَــــــنْ ڏانهن معنائن جي لحاظ سان جمع جي ضمير ڦيرڻ جائز آهي ۽ لفظ جي لحاظ کان واحد جي ضمير ڦيرڻ جائز آهي.

٤۔اڙدوَ ۾ جن کي دلي خيالات چوندا آهن عربيءَ ۾ اُنهن لاءِ سيني جون ڳالهين جو محاورو اچي ٿو. اهڙي طرح دماغ ۾ جيڪي خيال ايندا آهن عربيءَ ۾ اُنهن لاءِ به سيني جي ڳالهين جو محاورو استعمال ٿيندو آهي.

٥۔قرآن مجيد ۾ لفظ غليظ آهي جنهن جو ترجمو اڙدوَ ۾ ”گهاٽو“ ٿيندو آهي. پر اڙدوَ ۾ ”گهاٽو عذاب“ نه چوندا آهن ”سخت عذاب“ چوندا آهن. عربي ۾ ”گهاٽو عذاب“ چوندا آهن يعني اهڙو عذاب جنهن مان ماڻهو نڪري نه سگهي. ان لاءِ اسان ترجمو”سخت عذاب“ ڪيو آهي.

وَلَئِنْ سَاَلْتَهُمْ مَّنْ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ لَيَقُوْلُنَّ اللّٰهُ ؕ قُلِ الْحَمْدُ لِلّٰهِ ؕ بَلْ اَكْثَرُهُمْ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿٢٦﴾

**٢٦**۔۽ جيڪڏهن تون اُنهن ڪان پُڇين ته آسمانن ۽ زمين ڪي ڪنهن پيدا ڪيو آهي ته اهي ضرور چوندا اللّٰه۔ تون انهن ڪي چؤ (نيڪ آهي) سموري تعريف اللّٰه جي ئي آهي پر انهن (منڪرن) مان اڪثر اها ڳالهه نٿا ڄاڻن.

لِلّٰهِ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ هُوَ الْغَنِيُّ الْحَمِيْدُ ﴿٢٧﴾

**٢٧**۔ آسمانن ۽ زمين ۾ جيڪي ڪي آهي اللّٰه جو ئي آهي۔ اللّٰه ئي يقيناً اها (ذات) آهي جيڪا (هر عبادت ۽ تعريف ڪان) بي نياز آهي (پر انهيءَ سان گڏ) اهو سيني تعريفن جو به مستحق آهي.

وَلَوْ اَنَّ مَا فِي الْاَرْضِ مِنْ شَجَرَةٍ اَقْلَامٌ وَّالْبَحْرُ يَمُدُّهٗ مِنْۢ بَعْدِهٖ سَبْعَةُ اَبْحُرٍ مَّا نَفِدَتْ كَلِمٰتُ اللّٰهِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ عَزِيْزٌ حَكِيْمٌ ﴿٢٨﴾

**٢٨**۔۽ جيڪڏهن زمين ۾ جيترا وڻ آهن انهن جا قلم بڻائجن ۽ سمنڊ مَسُ سان ڀريل هجي۔ اهڙيءَ طرح جو ست ٻيا مس جا سمنڊ انهيءَ ۾ ملايا وڃن ته به اللّٰه جا نشان① ختم نه ٿيندا. اللّٰه يقيناً غالب (۽) وڏين حڪمتن وارو آهي.

مَا خَلْقُكُمْ وَلَا بَعْثُكُمْ اِلَّا كَنَفْسٍ وَّاحِدَةٍ ؕ اِنَّ اللّٰهَ سَمِيْعٌۢ بَصِيْرٌ ﴿٢٩﴾

**٢٩**۔توهان سيني جي پيدائش ۽ توهانکي زندهه ڪري اُٿارڻ صرف هڪ شخص جي پيدائش وانگر آهي اللّٰه يقيناً گهڻو ٻڌڻ وارو (۽) گهڻو ڏسڻ وارو آهي.

اَلَمْ تَرَ اَنَّ اللّٰهَ يُوْلِجُ الَّيْلَ فِي النَّهَارِ وَيُوْلِجُ النَّهَارَ فِي الَّيْلِ وَسَخَّرَ الشَّمْسَ

**٣٠**۔ڇا تو ڏٺو نه آهي ته اللّٰه رات ڪي ڏينهن ۾ داخل ڪري ڇڏي ٿو ۽ ڏينهن ڪي رات ۾ داخل ڪري ڇڏي ٿو ۽ سج

١۔ كَلِمَةٌ نشان جي معنيٰ ۾ آهي.

وَالْقَمَرَ كُلٌّ يَّجْرِيْٓ اِلٰٓى اَجَلٍ مُّسَمًّى وَّ اَنَّ اللّٰهَ بِمَا تَعْمَلُوْنَ خَبِيْرٌ ۝٣٠

۽ چنڊ کي هُن خدمت تي لڳائي ڇڏيو آهي. انهن مان هر هڪ مقرر مُدَت تائين هلندو هلي ٿو ۽ اللّٰه توهانجن عملن کان چڱيءَ طرح واقف آهي.

ذٰلِكَ بِاَنَّ اللّٰهَ هُوَ الْحَقُّ وَاَنَّ مَا يَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِهِ الْبَاطِلُ ۙ وَاَنَّ اللّٰهَ هُوَ الْعَلِيُّ الْكَبِيْرُ ۝٣١

**٣١-** اهو سڀ ڪجهه انهيءَ ڪري ٿي رهيو آهي جو اللّٰه جي ذات سچي ۽ قائم رهڻ واري آهي ۽ انهيءَ ڪري جو جن کي اُهي ماڻهو هنَ کانسواءِ پڪارين ٿا اُهي ڪوڙا ۽ فنا① ٿيڻ وارا آهن ۽ اللّٰه يقيناً ڏاڍو بلند ۽ وسيع شان وارو آهي.

اَلَمْ تَرَ اَنَّ الْفُلْكَ تَجْرِيْ فِي الْبَحْرِ بِنِعْمَتِ اللّٰهِ لِيُرِيَكُمْ مِّنْ اٰيٰتِهٖ ۭ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ لِّكُلِّ صَبَّارٍ شَكُوْرٍ ۝٣٢

**٣٢-** ڇا تو ڏٺو نه آهي ته ٻيڙيون اللّٰه جي نعمت② سان سمنڊ ۾ هلن ٿيون انهيءَ لاءِ ته هُو توهانکي پنهنجا نشان ڏيکاري. انهيءَ ۾ هر ڪنهن وڏي③ صابر ۽ هر ڪنهن وڏي شڪر گذار ٻانهي جي لاءِ ڏاڍا نشان آهن.

وَاِذَا غَشِيَهُمْ مَّوْجٌ كَالظُّلَلِ دَعَوُا اللّٰهَ مُخْلِصِيْنَ لَهُ الدِّيْنَ ۚ فَلَمَّا نَجّٰىهُمْ اِلَى

**٣٣-** ۽ جڏهن انهن کي ڪا لهر ڇاپي وانگر ڍڪي ڇڏي ٿي ته اهي عبادت کي صرف اللّٰه جي لاءِ مخصوص ڪندي انهيءَ

١- بَـاطِـلُ جي معنيٰ ڪوڙي جي به آهي ۽ هلاڪ ٿيڻ واري جي به. جيئن ته هي حقّ جي مقابلي جو لفظ آهي، اِن ڪري باطل جي لاءِ اسان اهي ٻئي معنائون ڪيون آهن جيڪي حق جي مقابلي جون آهن.

٢-نعمت مان مراد ماڻهن جي ڪم ۾ اچڻ وارو اُهو سامان آهي جنهن کي ڪٽي جهاز مختلف مُلڪن ڏانهن ويندا رهندا آهن.

٣- صَبَّار صَابِرمان مبالغي جو صيغو آهي ۽ شَكُوْر شَاكِر مان مبالغي جو صيغو آهي.

الْبَرِّ فَمِنْهُمْ مُّقْتَصِدٌ ؕ وَمَا يَجْحَدُ بِاٰيٰتِنَآ اِلَّا كُلُّ خَتَّارٍ كَفُوْرٍ ﴿٣٢﴾

کي پڪارين ٿا. پوءِ جڏهن اهو انهن کي خشڪيءَ ڏانهن ڇوٽڪارو ڏئي ٿو ته انهن مان ڪي ماٺهو وچٿرائيءَ تي قائم رهن ٿا (۽ ڪي وري اهو ئي ظلم ۽ شرڪ ڪرڻ لڳن ٿا) ۽ اسانجن آيتن جو انڪار صرف بدعهد① ۽ نا شڪرو ئي ڪندو آهي.

يٰٓاَيُّهَا النَّاسُ اتَّقُوْا رَبَّكُمْ وَاخْشَوْا يَوْمًا لَّا يَجْزِىْ وَالِدٌ عَنْ وَّلَدِهٖ ؗ وَلَا مَوْلُوْدٌ هُوَ جَازٍ عَنْ وَّالِدِهٖ شَيْـًٔا ؕ اِنَّ وَعْدَ اللّٰهِ حَقٌّ فَلَا تَغُرَّنَّكُمُ الْحَيٰوةُ الدُّنْيَا ٝ وَلَا يَغُرَّنَّكُمْ بِاللّٰهِ الْغَرُوْرُ ﴿٣٣﴾

**٣٣**۔اي انسانو! پنهنجي رب جي تقويٰ اختيار ڪيو ۽ انهيءَ ڏينهن کان ڊڄو جنهن ڏينهن ڪو پيءُ به پنهنجي پٽ جي ڪم نه اچي سگهندو ۽ نه ڪو پٽ پنهنجي پيءُ جي ڪم اچي سگهندو۔ اللّٰه جو واعدو ضرور پورو ٿي رهندو آهي۔ پوءِ دنيا جي زندگي توهانکي دوکي ۾ نه وجهي ڇڏي ۽ نه ذوڪي ڏيڻ وارو شيطان توهان کي اللّٰه جي باري ۾ دوکي ۾ وجهي.

اِنَّ اللّٰهَ عِنْدَهٗ عِلْمُ السَّاعَةِ ۚ وَيُنَزِّلُ الْغَيْثَ ۚ وَيَعْلَمُ مَا فِى الْاَرْحَامِ ؕ وَمَا تَدْرِىْ نَفْسٌ مَّاذَا تَكْسِبُ غَدًا ؕ وَمَا تَدْرِىْ نَفْسٌۢ بِاَىِّ اَرْضٍ تَمُوْتُ ؕ اِنَّ اللّٰهَ عَلِيْمٌ خَبِيْرٌ ﴿٣٤﴾ ع ١٣

**٣٥**۔قيامت (يا ڪنهن قوم جي آخري فيصلي) جو علم اللّٰه کي ئي آهي ۽ اهو ئي بارش نازل ڪري ٿو ۽ ڳڀيرڻين ۾ جيڪي ڪي آهي انهيءَ کي جاڻي ٿو ۽ ڪو شخص نٿو جاڻي ته سڀاڻي اهو ڪهڙو عمل ڪندو ۽ نه ڪو شخص جاڻي ٿو ته اهو ڪهڙي زمين ۾ مرندو۔ اللّٰه ئي يقيناً جاڻڻ وارو (۽) خبر رکڻ وارو آهي.

١۔خَتَّار: جي معنيٰ لغت ۾ بدعهد جي لکيل آهي.

سُوْرَةُ السَّجْدَةِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِىَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ اِحْدٰى وَ ثَلَاثُوْنَ اٰيَةً وَّ ثَلَاثَةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت سجده- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ايڪٽيهه آيتون ۽ ٽي رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١- (مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

الٓمّٓ ②

٢- مان اللّٰه آهيان جيڪو سڀني ڪان وڌيڪ ڄاڻان ٿو.

تَنْزِيْلُ الْكِتٰبِ لَا رَيْبَ فِيْهِ مِنْ رَّبِّ الْعٰلَمِيْنَ ③

٣- هن ڪتاب جو (جنهن جي هيءَ هڪ سورت آهي) رب العالمين جي طرفان لاهڻ هڪ يقيني ڳالهه آهي، جنهن ۾ ڪو به شڪ ڪونهي.

اَمْ يَقُوْلُوْنَ افْتَرٰىهُ ۚ بَلْ هُوَ الْحَقُّ مِنْ رَّبِّكَ لِتُنْذِرَ قَوْمًا مَّآ اَتٰىهُمْ مِّنْ نَّذِيْرٍ مِّنْ قَبْلِكَ لَعَلَّهُمْ يَهْتَدُوْنَ ④

٤- ڇا اهي ماڻهو چون ٿا ته هن شخص (يعني محمد رسول اللّٰه ﷺ) هن کي پنهنجي طرفان ٺاهيو آهي. ائين ڪونهي پر هي ڪتاب تنهنجي رب جي طرفان نازل ٿيڻ وارو (۽ قائم رهڻ وارو) ڪتاب آهي- انهيءَ لاءِ ته تون انهيءَ قوم کي هوشيار ڪرين جن وٽ توکان پهرين ڪو به رسول نه آيو آهي جو اهي هدايت حاصل ڪن.

اَللّٰهُ الَّذِىْ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ وَمَا بَيْنَهُمَا فِىْ سِتَّةِ اَيَّامٍ ثُمَّ اسْتَوٰى عَلَى

٥- اللّٰه اهو آهي جنهن آسمانن ۽ زمين کي ۽ جيڪي ڪي انهن ٻنهي جي وچ ۾ آهي، انهيءَ سڀ کي ڇهن ① وقتن ۾ پيدا

١- يعني ڇهه زمانن ۾ يا ڇهه عظيم الشان رَدبَدل سان هِن دنيا جي پيدائش ٿي. هي ناهي ٻڌايو

الْعَرْشِ ؕ مَا لَكُمْ مِّنْ دُوْنِهٖ مِنْ وَّلِيٍّ وَّلَا شَفِيْعٍ ؕ اَفَلَا تَتَذَكَّرُوْنَ ﴿۵﴾

ڪيو. انهيءَ ڪانپوءِ اهو حڪومت جي عرش تي مضبوطيءَ سان قائم ٿي ويو، توهانجو انهيءَ (خدا) کانسواءِ نہ ڪو حقيقي دوست آهي، نہ سفارشي ڇا توهان نصيحت حاصل نٿا ڪيو.

يُدَبِّرُ الْاَمْرَ مِنَ السَّمَآءِ اِلَى الْاَرْضِ ثُمَّ يَعْرُجُ اِلَيْهِ فِيْ يَوْمٍ كَانَ مِقْدَارُهٗٓ اَلْفَ سَنَةٍ مِّمَّا تَعُدُّوْنَ ﴿۶﴾

٦۔ اهو آسمان کان زمين تائين پنهنجي حڪم کي پنهنجي تدبير جي مطابق قائم ڪندو پوءِ اهو انهيءَ ڏانهن هڪ اهڙي وقت ۾ جنهن جو مقدار اهڙي هزار ① سال جو آهي جنهن جي مطابق توهان دنيا ۾ ڳڻپ

(باقي حاشيو) تہ هر زمانو ڪيترو ڊگهو هو. يوم جي معنيٰ عربي ٻوليءَ ۾ زماني جي بہ هوندي آهي. ماڻهن غلطيءَ وچان يوم جي معنيٰ سج نڪرڻ کان سج لهڻ تائين جو وقت سمجهي ورتو آهي. حالانڪ لغت ۾ لکيل آهي يوم جي معنيٰ آهي اَلْوَقْتُ مُطْلَقاً يعني زمانو ڪٿي اُهو ڪروڙ سال جو هجي يا ارب سال جو هجي يا هن کان بہ وڏيڪ هجي يَوْمٌ چوْرائيندو آهي.

آيت جو مطلب هي آهي تہ ڇهہ دورن ۾ ڪٿي هر دور ڪيترو ئي ڊگهو هجي زمين ۽ آسمان جي پيدائش ڪئي وئي. ۽ ستون دور پيدائش جي تڪميل جو آيو. جڏهن اللّٰـه تعاليٰ عرش تان پنهنجي قانون کي نازل ڪرڻ شروع ڪيو. جڻ تہ هُن جي بادشاهت ظاهري طور مڪمل صورت اختيار ڪري ورتي. ۽ پيدائش جو مقصد پورو ٿي ويو.

١۔ بهائي ماڻهو هِن آيت جي غلط معنيٰ ڪري مسلمانن کي ورغلائيندا آهن هو چوندا آهن تہ اسلام جي زندگي صرف هڪ هزار سال آهي پوءِ هو ختم ٿي ويندو ۽ بهائي مذهب هُن جي جاءِ وٺي ڇڏيندو. حالانڪ آيت جي معنيٰ صاف آهي تہ اسلام هزار سال ۾ آسمان تي چڙهندو. ان جي معنيٰ ختم ٿيڻ جي نہ ٿي، ٿي سگهي. ڇوتہ منسوخ هڪ آيت مان هڪ منٽ ۾ ٿي ويندو آهي. دراصل هِن آيت ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ هڪ هزار سال تائين مسلمان دنيا ۾ ڪمزور ٿيندا. ان کانپوءِ محمد رسول اللّٰـه ﷺ جي پيشگوئين جي مطابق اسلام کي قائم ڪرڻ وارو مامور اچي ويندو. ۽ اسلام ٻيهر مضبوطيءَ سان قائم ٿي ويندو. جهڙوڪ انهيءَ سورت جي آيت نمبر ١٠ ۾ لکيل آهي تہ خداتعاليٰ ڪِن وجودن کي چوندي اُنهن ۾ الٰهي ڪلام وجهندو آهي.

ذٰلِكَ عٰلِمُ الْغَيْبِ وَالشَّهَادَةِ الْعَزِيْزُ الرَّحِيْمُ ۝٦

الَّذِيْٓ اَحْسَنَ كُلَّ شَيْءٍ خَلَقَهٗ وَبَدَاَ خَلْقَ الْاِنْسَانِ مِنْ طِيْنٍ ۝٧

ثُمَّ جَعَلَ نَسْلَهٗ مِنْ سُلٰلَةٍ مِّنْ مَّآءٍ مَّهِيْنٍ ۝٨

ثُمَّ سَوّٰىهُ وَنَفَخَ فِيْهِ مِنْ رُّوْحِهٖ وَجَعَلَ لَكُمُ السَّمْعَ وَالْاَبْصَارَ وَالْاَفْـِٕدَةَ ۭ قَلِيْلًا مَّا تَشْكُرُوْنَ ۝٩

وَقَالُوْٓا ءَاِذَا ضَلَلْنَا فِي الْاَرْضِ ءَاِنَّا لَفِيْ خَلْقٍ جَدِيْدٍ ۭ بَلْ هُمْ بِلِقَاۗئِ رَبِّهِمْ كٰفِرُوْنَ ۝١٠

كيو ٿا، چڙهڻ شروع كندو.

٧-هي غيب ۽ حاضر جي ڄاڻڻ وارو (خدا) آهي جيڪو غالب (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو① آهي.

٨-جنهن جيڪي ڪي پيدا ڪيو آهي اعليٰ طاقتن سان پيدا ڪيو آهي ۽ انسان کي آلي مٽيءَ مان پيدا ڪيو آهي.

٩-پوءِ انهيءَ جي نسل کي هڪ حقير پاڻياٺي شيءِ جي تت (يعني نطفي) مان پيدا ڪيو آهي.

١٠-پوءِ انهيءَ کي مڪمل طاقتون ڏنائين ۽ انهيءَ ۾ پنهنجي طرفان روح② وڌائين ۽ توهان لاءِ ڪن، ۽ اک، ۽ دل بڻايا- پر توهان بلڪل شڪر نٿا ڪيو.

١١-۽ اُهي چون ٿا ته ڇا جڏهن اسان زمين ۾ گم ڪيا ويندا سين ته اسانکي هڪ نئين مخلوق جي شڪل ۾ اٿاريو ويندو (اهي ماڻهو انهيءَ نئين پيدائش جا منڪر نه آهن) پر پنهنجي رب جي ملاقات جا منڪر③ آهن.

١-يعني هو اسلام کي ٻيهر زندهه ڪندو.

٢-يعني جسم جي تڪميل کانپوءِ جسماني روح وِڌائين ۽ روحانيت جي تڪميل کانپوءِ الٰهي ڪلام هُن تي لاٿائين.

٣-يعني جيڪڏهن خالي مرڻ کانپوءِ وري اُٿڻ جي تعليم هجي ها ته وڏي شوق وچان مڃي وٺن ها پر ڇو ته خداتعاليٰ جي اڳيان پيش ٿيڻ ۽ جزا سزا جو ذڪر آهي ان لاءِ انڪار ڪندا آهن.

قُلْ يَتَوَفّٰىكُمْ مَّلَكُ الْمَوْتِ الَّذِيْ وُكِّلَ بِكُمْ ثُمَّ اِلٰى رَبِّكُمْ تُرْجَعُوْنَ ﴿١١﴾ ع

١٢-تون چؤ اهو موت جو فرشتو جيڪو توهان تي مقرر ڪيو ويو آهي، ضرور توهانجو روح قبض ڪندو- پوءِ توهان پنهنجي رب ڏانهن موٽايا ويندؤ.

وَلَوْ تَرٰى اِذِ الْمُجْرِمُوْنَ نَاكِسُوْا رُءُوْسِهِمْ عِنْدَ رَبِّهِمْ ؕ رَبَّنَآ اَبْصَرْنَا وَسَمِعْنَا فَارْجِعْنَا نَعْمَلْ صَالِحًا اِنَّا مُوْقِنُوْنَ ﴿١٢﴾

١٣-۽ جيڪڏهن توکي اها حالت معلوم (١) ٿي وڃي جڏهن ڏوهاري پنهنجي رب جي اڳيان پنهنجو ڪنڌ (٢) جهڪايو بيٺا هونداءِ چئي رهيا هوندا اي اسانجا رب! اسان (جيڪي ڪجهه تو چيو هو) ڏسي ورتو ۽ ٻڌي ورتو. پوءِ هاڻي تون اسانکي واپس موٽاءِ انهيءَ لاءِ ته تنهنجي حڪم جي مطابق عمل ڪيون- هاڻي اسان تنهنجي ڳالهه تي پوريءَ طرح يقين ڪري چُڪا آهيون (٣).

وَلَوْ شِئْنَا لَاٰتَيْنَا كُلَّ نَفْسٍ هُدٰىهَا وَلٰكِنْ حَقَّ الْقَوْلُ مِنِّيْ لَاَمْلَئَنَّ جَهَنَّمَ مِنَ الْجِنَّةِ

١٤-۽ جيڪڏهن اسان گهرون ها ته هر شخص کي انهيءَ جي حال سارو هدايت ڏيون ها (٤)- پر منهنجي ڳالهه پوري ٿي ويئي ته مان

١- رَاٰى ڪانپوءِ جڏهن ٻه مفعول اچن ته اُتي دل جو ڏسڻ مراد هوندو آهي اکين جونه. اِن ڪري اسان "معلوم ٿي وڃي" ترجمو ڪيو آهي، ڏسڻ ناهي ڪيو.

٢-عربي ۾ رُءُوْسٌ جو لفظ جمع آيو آهي پر اڙدوءَ ۾ هن موقعي تي واحد استعمال ڪندا آهن اهو ئي اسان ڪيو آهي.

٣-عربي ۾ ڪئي ڀيرا شرط ظاهر ڪيو ويندو آهي ۽ بدلو محذوف ڪيو ويندو آهي. هِن جاءِ به ايئن ئي آهي ۽ مطلب هي آهي ته جيڪڏهن ان وقت جو نظارو تنهنجي ذهن ۾ اچي وڃي ته توکي خبر پئجي ويندي ته هو ڏاڍي ذلت ۽ شرمندگي محسوس ڪري رهيا هوندا.

٤-عربي لفظن جو معنيٰ هيءَ آهي ته اسان هن ڪي هُن جي هدايت ڏيون ها پر مطلب هي آهي ته هُن ڪي حال سارو هدايت ڏيون ها.

وَالنَّاسِ اَجْمَعِيْنَ ﴿١٤﴾

ضرور جهنم کي جنن ۽ انسانن سان پريندس.

فَذُوْقُوْا بِمَا نَسِيْتُمْ لِقَآءَ يَوْمِكُمْ هٰذَا ۚ اِنَّا نَسِيْنٰكُمْ وَذُوْقُوْا عَذَابَ الْخُلْدِ بِمَا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ﴿١٥﴾

**١٥**-پوءِ اجوکي ڏينهن جي ملاقات کي وساري ڇڏڻ جي سببان ۽ پنهنجن عملن جي سببان هميشه جي عذاب جو مزو چکو ۽ (ياد رکو ته) اسان به (اڄ) توهانکي پنهنجي ذهن تان لاهي ڇڏيو آهي (يعني توهانجي پرواهه ڪرڻ ڇڏي ڏني آهي).

اِنَّمَا يُؤْمِنُ بِاٰيٰتِنَا الَّذِيْنَ اِذَا ذُكِّرُوْا بِهَا خَرُّوْا سُجَّدًا وَّسَبَّحُوْا بِحَمْدِ رَبِّهِمْ وَهُمْ لَا يَسْتَكْبِرُوْنَ ﴿١٦﴾ السجدة

**١٦**- اسانجن آيتن تي ته اهي ماڻهو ايمان آڻين ٿا جو جڏهن انهن کي انهن جي متعلق ياد ڏياريو وڃي ٿو ته اهي سجدو ڪندي زمين تي ڪري پون ٿا ۽ پنهنجي رب جي تعريف ۽ تسبيح ڪن ٿا ۽ تڪبر نٿا ڪن.

تَتَجَافٰى جُنُوْبُهُمْ عَنِ الْمَضَاجِعِ يَدْعُوْنَ رَبَّهُمْ خَوْفًا وَّطَمَعًا ۫ وَّمِمَّا رَزَقْنٰهُمْ يُنْفِقُوْنَ ﴿١٧﴾

**١٧**-(۽) انهن (مومنن) جا پاسا انهن جي بسترن کان جدا ٿي وڃن ٿا (يعني تهجد جي نماز پڙهڻ لاءِ) (۽) اهي پنهنجي رب کي انهيءَ جي عذابن کان بچڻ لاءِ ۽ انهيءَ جي رحمتن کي حاصل ڪرڻ لاءِ پڪارين ٿا ۽ جيڪي ڪي اسان انهن کي ڏنو آهي انهيءَ مان خدا جي راهه ۾ خرچ ڪندا رهن ٿا.

فَلَا تَعْلَمُ نَفْسٌ مَّآ اُخْفِيَ لَهُمْ مِّنْ قُرَّةِ اَعْيُنٍ ۚ جَزَآءًۢ بِمَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿١٨﴾

**١٨**-۽① (حقيقت هيءَ آهي ته) ڪو شخص نٿو ڄاڻي ته انهن (مومنن) جي لاءِ انهن جي عملن جي بدلي جي خاطر ڇا ڇا اکين ٺارڻ واريون شيون لڪائي رکيون ويون آهن.

١-هتي فَاءِ آهي اسان هن جي معني ''۽'' جي ڪئي آهي ڇو ته عربيءَ جي لحاظ سان هي صحيح آهي.

اَفَمَنْ كَانَ مُؤْمِنًا كَمَنْ كَانَ فَاسِقًا ؕ لَا يَسْتَوٗنَ ﴿۱۹﴾

وقف غفران

**١٩-** ڇا جيڪو شخص مومن هجي انهيءَ وانگر ٿي سگهي ٿو جيڪو اطاعت کان ٻاهر نڪري وڃي. اهڙا ماڻهو هرگز برابر نٿا ٿي سگهن.

اَمَّا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ فَلَهُمْ جَنّٰتُ الْمَاْوٰى ۫ نُزُلًاۢ بِمَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿۲۰﴾

**٢٠-** اهي ماڻهو جن ايمان آندو آهي ۽ انهيءَ جي مطابق انهن عمل ڪيا آهن انهن کي رهائش جي لائق جنتون ملنديون. اِها انهن جي عملن مطابق مهماني هوندي.

وَاَمَّا الَّذِيْنَ فَسَقُوْا فَمَاْوٰىهُمُ النَّارُ ؕ كُلَّمَاۤ اَرَادُوْۤا اَنْ يَّخْرُجُوْا مِنْهَاۤ اُعِيْدُوْا فِيْهَا وَقِيْلَ لَهُمْ ذُوْقُوْا عَذَابَ النَّارِ الَّذِيْ كُنْتُمْ بِهٖ تُكَذِّبُوْنَ ﴿۲۱﴾

**٢١-** ۽ جيڪي ماڻهو فرمانبرداريءَ کان نڪري ويا آهن انهن کي رهڻ جي لاءِ دوزخ ملندو جڏهن به انهيءَ مان نڪرڻ جو ارادو ڪندا، انهيءَ ۾ واپس ڪيا ويندا ۽ انهن کي چيو ويندو ته هاڻي دوزخ جو اهو عذاب چکو جنهن کي توهان ڪوڙو ڀائيندا هئا.

وَلَنُذِيْقَنَّهُمْ مِّنَ الْعَذَابِ الْاَدْنٰى دُوْنَ الْعَذَابِ الْاَكْبَرِ لَعَلَّهُمْ يَرْجِعُوْنَ ﴿۲۲﴾

**٢٢-** ۽ انهيءَ وڏي اچڻ واري عذاب کان پهرينءَ اسان (هن دنيا جو) ننڍو عذاب به انهن کي چکائينداسين انهيءَ لاءِ ته اهي موٽن (۽ توبهه ڪن ۽ آخرت جي عذاب کان بچي وڃن).

وَمَنْ اَظْلَمُ مِمَّنْ ذُكِّرَ بِاٰيٰتِ رَبِّهٖ ثُمَّ اَعْرَضَ عَنْهَا ؕ اِنَّا مِنَ الْمُجْرِمِيْنَ مُنْتَقِمُوْنَ ﴿۲۳﴾ ع

**٢٣-** ۽ جنهن کي انهيءَ جي رب جون آيتون ياد ڏياريون وڃن پوءِ به هو انهن کان منهن موڙي انهيءَ کان وڌيڪ ظالم ڪير ٿي سگهي ٿو۔ اسان يقيناً ڏوهارين کان بدلو وٺنداسين.

وَلَقَدْ اٰتَيْنَا مُوْسَى الْكِتٰبَ فَلَا تَكُنْ

**٢٤-** ۽ اسان موسىٰ کي ڪتاب ڏنو هو پوءِ

فِيْ مِرْيَةٍ مِّنْ لِّقَآئِهٖ وَجَعَلْنٰهُ هُدًى لِّبَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ ﴿٢٤﴾

تون به هڪ مڪمل ڪتاب جي ملڻ جي متعلق شڪ نه ڪر ۽ اسان اُنهيءَ (ڪتاب) کي بني اسرائيل جي لاءِ هدايت بڻايو هو.

وَجَعَلْنَا مِنْهُمْ اَئِمَّةً يَّهْدُوْنَ بِاَمْرِنَا لَمَّا صَبَرُوْا ۗ وَكَانُوْا بِاٰيٰتِنَا يُوْقِنُوْنَ ﴿٢٥﴾

**٢٥**۔۽ اسان انهن مان امام① بڻايا هئا جيڪي اسان جي حڪم سان ماڻهن کي هدايت ڏيندا هئا۔ انهيءَ سبب ڪري جو انهن استقلال ② کان ڪم ورتو ۽ اهي ماڻهو اسانجي آيتن تي مڪمل يقين رکندا هئا.

اِنَّ رَبَّكَ هُوَ يَفْصِلُ بَيْنَهُمْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ فِيْمَا كَانُوْا فِيْهِ يَخْتَلِفُوْنَ ﴿٢٦﴾

**٢٦**۔ تنهنجو رب ته اهو آهي جيڪو (انهن ڪلام الٰهيءَ جي پهچائڻ وارن ۽) انهن جي (منڪرن جي) وچهِ قيامت جي ڏينهن فيصلو ڪندو۔ هر انهيءَ امر جي متعلق جنهن ۾ اهي اختلاف ڪندا هئا.

اَوَلَمْ يَهْدِ لَهُمْ كَمْ اَهْلَكْنَا مِنْ قَبْلِهِمْ مِّنَ الْقُرُوْنِ يَمْشُوْنَ فِيْ مَسٰكِنِهِمْ ۭ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ ۭ اَفَلَا يَسْمَعُوْنَ ﴿٢٧﴾

**٢٧**۔ڇا انهن کي انهيءَ ڳالهه هدايت نه ڏني ته اسان ڪيترن زمانن جي ماڻهن کي انهن کان پهرين تباهه ڪري ڇڏيو هو (۽ هاڻي) هي ماڻهو انهن جي ئي گهرن ۾ گهمن ڦرن

١۔ يعني هو مامور هُئا ۽ اللّٰه تعالىٰ جي وحي اُنهن تي نازل ٿيندي هُئي ته ماڻهن کي هدايت ڏانهن وٺي اچو.

٢۔صَبْرٌ جي معنىٰ استقلال جي هوندي آهي. يعني جڏهن به دنيا ۾ خرابي پيدا ٿي ۽ ڪِن ماڻهن خدا جي ڪتاب جي تبليغ شروع ڪئي ته جيڪي ماڻهو خراب ٿي ويا هُئا اُنهن هنن تي ظلم ڪرڻ شروع ڪري ڏنا. پر هُو پنهنجي تعليم ۽ تبليغ تي قائم رهيا ۽ اُنهن ظلم سَنا.نيٺ اُنهن جي اِنهيءَ قربانيءَ کي ڏسي خداتعالىٰ اُنهن تي وحي نازل ڪئي ۽ پنهنجي زماني لاءِ اُنهن کي امام بڻائي ڇڏيو. ته جيئن جيڪي ڪم پهريان هو پنهنجي شوق سان ڪندا هُئا هاڻي خدا جي وحيءَ جي مطابق ڪرڻ لڳي وڃن جڻ ته آسماني بادشاهت جا هڪ آفيسر بڻجي وڃن.

پيا انهيءَ ۾ يقيناً ڏاڍا نشان آهن پر ڇا اهي ٻڌن نٿا؟

اَوَلَمۡ يَرَوۡا اَنَّا نَسُوۡقُ الۡمَآءَ اِلَى الۡاَرۡضِ الۡجُرُزِ فَنُخۡرِجُ بِهٖ زَرۡعًا تَاۡكُلُ مِنۡهُ اَنۡعَامُهُمۡ وَاَنۡفُسُهُمۡ ؕ اَفَلَا يُبۡصِرُوۡنَ ﴿۲۸﴾

**٢٨**-ڇا انهن نه ڏٺو آهي ته اسان هڪ غير آباد زمين ڏانهن پاڻيءَ کي ڌڪي ويندا آهيون پوءِ انهيءَ (پاڻيءَ) جي ذريعي پوک پيداڪندا آهيون جنهن مان انهن جا جانور به کائيندا آهن ۽ اهي خود به کائيندا آهن ڇا اهي ڏسن نٿا؟

وَيَقُوۡلُوۡنَ مَتٰى هٰذَا الۡفَتۡحُ اِنۡ كُنۡتُمۡ صٰدِقِيۡنَ ﴿۲۹﴾

**٢٩**-۽ اهي چون ٿا ته هي فتح ① جنهن جو توهان ذڪر ڪيو ٿا جيڪڏهن توهين سچا آهيو ته ٻڌايو ته ڪڏهن ٿيندي.

قُلۡ يَوۡمَ الۡفَتۡحِ لَا يَنۡفَعُ الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡۤا اِيۡمَانُهُمۡ وَلَا هُمۡ يُنۡظَرُوۡنَ ﴿۳۰﴾

**٣٠**-تون چؤ ته انهيءَ ② فتح جي ڏينهن ڪافرن کي انهن جو ايمان نفعو نه ڏيندو ۽ نه انهن کي ڍر ڏني ويندي

فَاَعۡرِضۡ عَنۡهُمۡ وَانۡتَظِرۡ اِنَّهُمۡ مُّنۡتَظِرُوۡنَ ﴿۳۱﴾ ع ٨ ١٦

**٣١**-پوءِ تون انهن کان منهن موڙ ۽ (انهن جي انجام جو) انتظار ڪر،اهي به ڪجهه عرصي تائين اجا وڏيڪ انتظار ڪندا.

١-فتح مان مراد ڪافرن جي اُن تباهيءَ جي خبر آهي جنهن جو اڳ ذڪر ٿي چڪو آهي ته آخري عذاب کان پهريان هِن دنيا ۾ به اُنهن تي عذاب ايندو. ته جيئن هو نصيحت حاصل ڪري وٺن ۽ پوءِ آيت ٢٧ ۾ چيو ويو آهي ته اِنهن کان اڳ زماني جي ماڻهن کي به هلاڪ ڪيو ويو هو. ڇا هي اُنهن کان نصيحت حاصل نٿا ڪن. ته اُنهن جو وارو به اچڻ وارو آهي، اُنهن جو ملڪ اُنهن کي مليو آهي ته اهڙا ئي عمل ڪرڻ تي سزا به ته اُنهن کي ملندي.

٢-فتح جي وقت ايمان آڻڻ وارا ماڻهو ڪجهه دنياوي فائدو ته ماڻي وٺندا آهن پر آخرت وارا انعام اُنهن کي گهٽ ملندا آهن. سواءِ اِن جي جو هو عمل ۾ تمام گهڻو وڏي وڃن ۽ دير ڪرڻ جو ڪُفارو ڏئي ڇڏين.

سُوْرَةُ الْاَحْزَابِ مَدَنِيَّةٌ وَّ هِیَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ اَرْبَعٌ وَّ سَبْعُوْنَ اٰيَةً وَّ تِسْعَةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت احزاب ـ هيءَ سورت مدني آهي ۽ بسم الله سميت هن جون چوهتر آيتون ۽ نو رڪوع آهن.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ ①

١ـ(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

یٰۤاَیُّهَا النَّبِیُّ اتَّقِ اللّٰهَ وَلَا تُطِعِ الۡكٰفِرِیۡنَ وَالۡمُنٰفِقِیۡنَ ؕ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ عَلِیۡمًا حَكِیۡمًا ۙ②

٢ـاي نبي ! اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪر ۽ ڪافرن ۽ منافقن جي ڳالهه نه مڃ. اللّٰه يقيناً ڏاڍو ڄاڻڻ وارو (۽) ڏاڍي حڪمت وارو آهي.

وَّاتَّبِعۡ مَا یُوۡحٰۤی اِلَیۡكَ مِنۡ رَّبِّكَ ؕ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ بِمَا تَعۡمَلُوۡنَ خَبِیۡرًا ۙ③

٣ـ۽ (صرف) انهيءَ وحيءَ جي پيروي ڪر جيڪا تنهنجي رب جي طرفان تو تي نازل ڪئي وڃي ٿي. ۽ اللّٰه توهانجي عملن کان چڱيءَ طرح واقف آهي.

وَّتَوَكَّلۡ عَلَی اللّٰهِ ؕ وَكَفٰی بِاللّٰهِ وَكِیۡلًا ④

٤ـ۽ اللّٰه تي توڪل ڪر ۽ اللّٰه ڪارساز هئڻ جي لحاظ کان ڪافي آهي.

مَا جَعَلَ اللّٰهُ لِرَجُلٍ مِّنۡ قَلۡبَیۡنِ فِیۡ جَوۡفِهٖ ۚ وَمَا جَعَلَ اَزۡوَاجَكُمُ الّٰٓیِٴۡ تُظٰهِرُوۡنَ مِنۡهُنَّ اُمَّهٰتِكُمۡ ۚ وَمَا جَعَلَ اَدۡعِیَآءَكُمۡ اَبۡنَآءَكُمۡ ؕ ذٰلِكُمۡ قَوۡلُكُمۡ بِاَفۡوَاهِكُمۡ ؕ وَاللّٰهُ یَقُوۡلُ الۡحَقَّ وَهُوَ یَهۡدِی السَّبِیۡلَ ⑤

٥ـاللّٰه ڪنهن مرد جي سيني ۾ ٻه دليون نه ٺاهيون آهن ۽ نه توهانجي زالن کي جن کي توهان (ڪڏهن ڪڏهن) مائرون سڏيو ٿا توهانجون مائر ٺاهيو آهي ۽ نه توهانجي پُٽيلن کي توهانجو پٽ بڻايو آهي. اهي سڀ توهانجون زباني ڳالهيون آهن ۽ اللّٰه ئي سچي ڳالهه چئي ٿو ۽ اهو ئي سڌو رستو ڏيکاري ٿو.

اُدْعُوْهُمْ لِاٰبَآئِهِمْ هُوَ اَقْسَطُ عِنْدَ اللّٰهِ ۚ فَاِنْ لَّمْ تَعْلَمُوْٓا اٰبَآءَهُمْ فَاِخْوَانُكُمْ فِی الدِّیْنِ وَمَوَالِیْكُمْ ؕ وَلَیْسَ عَلَیْكُمْ جُنَاحٌ فِیْمَآ اَخْطَاْتُمْ بِهٖ ۙ وَلٰكِنْ مَّا تَعَمَّدَتْ قُلُوْبُكُمْ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ غَفُوْرًا رَّحِیْمًا ۝٦

٦-(ڳُھرجي تہ) انهن (پُٽيلن) کي انهن جي پيئرن جو پٽ ڪري ڪوٺيو. اهو اللّٰه جي ويجهو وڌيڪ انصاف وارو فعل آهي. ۽ جيڪڏهن توهانکي معلوم نہ هجي تہ انهن جا پيئر ڪير آهن تہ (بهرحال) اهي توهانجا ديني ڀائر آهن ۽ ديني دوست آهن ۽ جيڪو توهان غلطيءَ کان پهرين ڪري چڪا آهيو انهيءَ جي متعلق توهانتي ڪوگناهہ ڪونهي. پر جنهن ڳالهہ تي توهان جون دليون پختو ارادو ڪري وينيون هجن (اها سزا جي لائق آهي) ۽ اللّٰه (هر ڪنهن توبهہ ڪرڻ واري جي لاءِ) ڏاڍو بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

اَلنَّبِیُّ اَوْلٰی بِالْمُؤْمِنِیْنَ مِنْ اَنْفُسِهِمْ وَاَزْوَاجُهٗٓ اُمَّهٰتُهُمْ ؕ وَاُولُوا الْاَرْحَامِ بَعْضُهُمْ اَوْلٰی بِبَعْضٍ فِیْ كِتٰبِ اللّٰهِ مِنَ

٧-نبي مومنن کي انهن جي پنهنجن جانين جي نسبت بہ وڌيڪ ويجهو① آهي ۽ هن جون زالون انهن جون مائرون آهن ۽ رت وارن مائٽن مان اللّٰه

①-ان مان مراد هي آهي تہ پنهنجي مائٽن جون جيڪي ڳالهيون ٻڌائڻ انسان لاءِ جائز ناهن ۽ جن ڳالهين کي لڪائڻ انسان لاءِ جائز آهي ان کان وڌيڪ نبيءَ سان سلوڪ ۾ احتياط جي ضرورت هوندي آهي. ان ڪري اللّٰه تعاليٰ نبيءَ کي پيءُ ۽ سندس زالُن کي مائرون قرار ڏنو آهي چاڪاڻ تہ جيڪڏهن اهڙي طرح نبي ۽ سندس زالن کي باقي پين مومنن کان ممتاز درجو نہ ڏنو وڃي ها تہ جن ڳالهين جو لڪائڻ مقصد هيو اُهي نہ لڪايون وڃن ها ۽ جن ڳالهين کي ظاهر ڪرڻ ڳُھربل هو اُهي ظاهر نہ ٿين ها. تاريخ مان ثابت آهي تہ رسول ڪريم ﷺ جي گهر وارين پاڻ سڳورن جون ڳالهيون ڳجهہ ۾ ناهن رکيون. ان ڪري ان مان هيءَ مراد ناهي تہ نبي ڪو گناهہ ڪندو آهي جنهن کي لڪائڻ مقصد هوندو آهي بلڪ اصلي مقصد هي آهي تہ جيڪڏهن نبيءَ جي سيني عملن جي امت کي خبر پئجي وڃي جيڪي هو پنهنجي گهر ۾ ڪندو هو جن کي سندس گهر وارين کانسواءِ ڪو ڄاڻندو نہ هو، تہ امت انهن جي نقل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ڏکيائيءَ ۾ پئجي ويندي.

الْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُهٰجِرِيْنَ اِلَّآ اَنْ تَفْعَلُوْٓا اِلٰٓى اَوْلِيٰٓئِكُمْ مَّعْرُوْفًا ؕ كَانَ ذٰلِكَ فِي الْكِتٰبِ مَسْطُوْرًا ⑥

جي ڪتاب جي مطابق ڪي ڪن ڪان وڌيڪ ويجها آهن. بنسبت (غير رشتيدار) مومنن ۽ مهاجرن جي، ها توهانجو پنهنجن دوستن سان نيڪ سلوڪ (جائز آهي) اها ڳالهه قرآن ۾ لکجي چُڪي آهي.

وَاِذْ اَخَذْنَا مِنَ النَّبِيّٖنَ مِيْثَاقَهُمْ وَمِنْكَ وَمِنْ نُّوْحٍ وَّ اِبْرٰهِيْمَ وَمُوْسٰى وَعِيْسَى ابْنِ مَرْيَمَ ۪ وَاَخَذْنَا مِنْهُمْ مِّيْثَاقًا غَلِيْظًا ۙ⑦

٨-۽ (ياد ڪيو) جڏهن اسان نبين ڪان انهن تي رکيل هڪ خاص ڳالهه جو واعدو ورتو هو ۽ تو ڪان به (واعدو ورتو هو) ۽ نوح ۽ ابراهيم ۽ موسٰي ۽ عيسٰي ابن مريم ڪان به ۽ اسان انهن سيني ڪان هڪ پختو ①عهد ورتو هو.

لِّيَسْـَٔلَ الصّٰدِقِيْنَ عَنْ صِدْقِهِمْ ۚ وَاَعَدَّ لِلْكٰفِرِيْنَ عَذَابًا اَلِيْمًا ۠⑧ ع ١٧

٩-انهيءَ لاءِ ته اللّٰه سچن ڪان انهن جي سچ جي متعلق سوال ڪري ۽ ڪافرن جي لاءِ هُن هڪ دردناڪ عذاب تيار ڪيو آهي.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اذْكُرُوْا نِعْمَةَ اللّٰهِ عَلَيْكُمْ اِذْ جَآءَتْكُمْ جُنُوْدٌ فَاَرْسَلْنَا عَلَيْهِمْ رِيْحًا وَّجُنُوْدًا لَّمْ تَرَوْهَا ؕ وَكَانَ

١٠-اي مومنو! اللّٰه جي ان نعمت ڪي ياد ڪيو جيڪا هُن توهانتي اُن وقت ڪئي جڏهن توهانتي ڪجهه لشڪر چڙهي آيا هئا. ۽ اسان انهن ڏانهن هڪ هوا② موڪلي

١-هن ۾ آل عمران جي آيت ٨٢ ڏانهن اشارو آهي ته هر نبيءَ ڪي ان ڪانپوءِ اچڻ واري نبيءَ جي خوشخبري ڏني وئي هئي ۽ ان جي قوم تي واجب ڪيو ويو هو ته ان تي ايمان آڻي.

٢-هن ۾ غزوه احزاب جو ذڪر آهي. جڏهن نيڪ ان ڏينهن دشمن غالب ٿيڻ جو اميدوار هو تيز هواءِ لڳي ۽ رات جو مختلف تنبوئن جون باهيون وسامجي ويون جنهن ڪي عرب ماڻهو نياڳ سمجهندا هئا اهو ڏسي سيئي جرنيل پنهنجي قبيلن ڪي وٺي چرين وانگر ڀڄي ويا ۽ مسلمان انهن جي حملي ڪان محفوظ ٿي ويا.

اللّٰهُ بِمَا تَعْمَلُوْنَ بَصِيْرًا ۚ ۝١٠

هئي ۽ اهڙا لشڪر موڪليا هئا جن کي توهان نٿي ڏٺو ۽ اللّٰه توهانجن عملن کي خوب ڏسي ٿو.

اِذْ جَآءُوْكُمْ مِّنْ فَوْقِكُمْ وَمِنْ اَسْفَلَ مِنْكُمْ وَاِذْ زَاغَتِ الْاَبْصَارُ وَبَلَغَتِ الْقُلُوْبُ الْحَنَاجِرَ وَتَظُنُّوْنَ بِاللّٰهِ الظُّنُوْنَا ۝١١

١١- (ها اُن وقت کي ياد ڪيو) جڏهن توهانجا مخالف توهانجي مٿين پاسي کان به (يعني تڪريءَ طرفان به) ۽ هيناهين طرف کان به (يعني لاهيءَ کان به) اچي ويا هئا ۽ جڏهن اکيون گهبرائجي ٽيڏيون ٿي ويون هيون ۽ دليون ڌڙڪندي نڙيءَ تائين اچي ويون هيون ۽ توهان اللّٰه جي متعلق مختلف شڪن ۾ مبتلا ٿي ويا هئا.

هُنَالِكَ ابْتُلِيَ الْمُؤْمِنُوْنَ وَزُلْزِلُوْا زِلْزَالًا شَدِيْدًا ۝١٢

١٢- اُن وقت مومن هڪ (وڏي) آزمائش ۾ وڌا ويا هئا ۽ سخت لوڏيا ويا هئا.

وَاِذْ يَقُوْلُ الْمُنٰفِقُوْنَ وَالَّذِيْنَ فِيْ قُلُوْبِهِمْ مَّرَضٌ مَّا وَعَدَنَا اللّٰهُ وَرَسُوْلُهٗٓ اِلَّا غُرُوْرًا ۝١٣

١٣- ۽ (اُن وقت کي به ياد ڪيو) جڏهن منافق ۽ جن ماڻهن جي دلين ۾ بيماري هئي، چوڻ ٿي لڳا ته اللّٰه ۽ سندس رسول اسان سان صرف هڪ ڪوڙو واعدو ڪيو هو.

وَاِذْ قَالَتْ طَّآئِفَةٌ مِّنْهُمْ يٰٓاَهْلَ يَثْرِبَ لَا مُقَامَ لَكُمْ فَارْجِعُوْا ۚ وَيَسْتَاْذِنُ فَرِيْقٌ مِّنْهُمُ النَّبِيَّ يَقُوْلُوْنَ اِنَّ بُيُوْتَنَا عَوْرَةٌ ۛ وَمَا هِيَ بِعَوْرَةٍ ۚۛ اِنْ يُّرِيْدُوْنَ اِلَّا فِرَارًا ۝١٤

١٤- ۽ جڏهن ته انهن مان هڪڙي گروهه اهو به چوڻ شروع ڪيو هو ته اي مديني وارؤ! (هاڻي) توهان لاءِ ڪو ٽڪاڻو ڪونهي پوءِ (اسلام کان) مرتد ٿي وڃو، ۽ انهن مان هڪ گروهه نبيءَ کان اجازت گهرڻ لڳو هو ۽ چوڻ لڳو هو ته اسانجا گهر دشمن جي مار ۾ آهن حالانڪ اهي دشمن جي

مار ۾ نہ ھئا اھي صرف ڀڄڻ جو ارادو ڪري رھيا ھئا.

وَلَوْ دُخِلَتْ عَلَيْهِمْ مِّنْ اَقْطَارِهَا ثُمَّ سُئِلُوا الْفِتْنَةَ لَاٰتَوْهَا وَمَا تَلَبَّثُوْا بِهَآ اِلَّا يَسِيْرًا ﴿١٥﴾

١٥۔ ۽ جيڪڏھن مديني جي مختلف طرفن کان انھن تي (فوجون) داخل ڪيون وڃن ۽ پوءِ انھن کان (ڪافرن جي طرفان) مرتد ٿيڻ جو مطالبو ڪيو وڃي تہ اھي ضرور اُن مطالبي کي قبول ڪندا - پر ①اھي انھيءَ (يعني مديني) ۾ (اُن ڪانپوءِ) ٿورڙو ئي② رھي سگھندا.

وَلَقَدْ كَانُوْا عَاهَدُوا اللّٰهَ مِنْ قَبْلُ لَا يُوَلُّوْنَ الْاَدْبَارَ ؕ وَكَانَ عَهْدُ اللّٰهِ مَسْئُوْلًا ﴿١٦﴾

١٦۔ ۽ (حقيقت اھا آھي تہ) ان کان پھرينءَ انھن (منافقن) اللّٰه سان عھد ڪيو ھو تہ اھي ڪڏھن پٺي نہ ڦيرائيندا (۽ ثابت قدم رھندا) ۽ اللّٰه سان ڪيل عھد متعلق ضرور سوال ڪيو ويندو.

قُلْ لَّنْ يَّنْفَعَكُمُ الْفِرَارُ اِنْ فَرَرْتُمْ مِّنَ الْمَوْتِ اَوِ الْقَتْلِ وَ اِذًا لَّا تُمَتَّعُوْنَ اِلَّا قَلِيْلًا ﴿١٧﴾

١٧۔ تون انھن کي چؤ تہ جيڪڏھن توھان موت يا قتل (ٿيڻ) کان ڀڄندؤ تہ توھانجو ڀڄڻ توھانکي ھرگز نفعو نہ ڏيندو ۽ اھڙيءَ صورت ۾ توھان ڪو③ فائدو حاصل نہ ڪري سگھندؤ.

قُلْ مَنْ ذَا الَّذِيْ يَعْصِمُكُمْ مِّنَ اللّٰهِ

١٨۔ تون چؤ تہ اُھو ڪير آھي جيڪو توھان کي اللّٰه جي پڪڙ کان جيڪڏھن

١۔ واؤ يَر جي معنيٰ لاءِ بہ ايندو آھي.

٢۔ يعني مرتد ٿيڻ جي باوجود ڪافر انھن کي نہ ڇڏيندا، ڇاڪاڻ تہ سندن دل ۾ ھر مسلمان لاءِ بغض آھي ڀلي ھو پاڻ منافق ئي ڇو نہ ھجي.

٣۔ يعني جيڪڏھن توھان ڀڄندؤ تہ يا تہ ڪافر توھان کي قتل ڪري ڇڏيندا يا خداتعاليٰ اسلام کي جلد ڀيھر غلبو ڏئي ڇڏيندو ۽ مسلمان توھان کي سزا ڏيندا. جھڙوڪ اڳين آيت مان ظاھر آھي.

اِنۡ اَرَادَ بِكُمۡ سُوۡٓءًا اَوۡ اَرَادَ بِكُمۡ رَحۡمَةً ؕ وَلَا يَجِدُوۡنَ لَهُمۡ مِّنۡ دُوۡنِ اللّٰهِ وَلِيًّا وَّلَا نَصِيۡرًا ﴿١٨﴾

اهو توهانکي سزا ڏيڻ چاهي تہ بچائيندو. يا جيڪڏهن هُو توهان تي رحم ڪرڻ چاهي (تہ انهيءَ کان توهانکي محروم ڪري سگهندو) اُهي اللّٰه کانسواءِ پنهنجي لاءِ نہ ڪو حقيقي دوست لهندا ۽ نہ مددگار. (يعني جڏهن بہ ڪم ايندو خدا ئي ايندو).

قَدۡ يَعۡلَمُ اللّٰهُ الۡمُعَوِّقِيۡنَ مِنۡكُمۡ وَالۡقَآئِلِيۡنَ لِاِخۡوَانِهِمۡ هَلُمَّ اِلَيۡنَا ۚ وَلَا يَاۡتُوۡنَ الۡبَاۡسَ اِلَّا قَلِيۡلًا ۙ﴿١٩﴾

**١٩**۔اللّٰه انهن ماڻهن کي چڱيءَ طرح سڃاڻي ٿو جيڪي توهان مان ٻين کي (جهاد کان) پوئتي موٽائيندا هئا. ۽ پنهنجن ڀائرن کي چوندا هئا تہ اسان ڏانهن اچو (۽ جهاد ۾ شامل نہ ٿيو) ۽ اهي خود بہ دشمن سان بلڪل جنگ① نہ ڪندا هئا.

اَشِحَّةً عَلَيۡكُمۡ ۖۚ فَاِذَا جَآءَ الۡخَوۡفُ رَاَيۡتَهُمۡ يَنۡظُرُوۡنَ اِلَيۡكَ تَدُوۡرُ اَعۡيُنُهُمۡ كَالَّذِىۡ يُغۡشٰى عَلَيۡهِ مِنَ الۡمَوۡتِ ۚ فَاِذَا ذَهَبَ الۡخَوۡفُ سَلَقُوۡكُمۡ بِاَلۡسِنَةٍ حِدَادٍ اَشِحَّةً عَلَى الۡخَيۡرِ ؕ اُولٰٓئِكَ لَمۡ يُؤۡمِنُوۡا فَاَحۡبَطَ اللّٰهُ اَعۡمَالَهُمۡ ؕ وَكَانَ ذٰلِكَ عَلَى اللّٰهِ يَسِيۡرًا ﴿٢٠﴾

**٢٠**۔اهي توهان لاءِ ڏاڍو بخل رکڻ وارا آهن (يعني ڪڏهن نٿا چاهين تہ توهانکي ڪو خير پهچي) ۽ جڏهن انهن تي ڪو خوف جو وقت اچي تہ تون انهن کي ڏسندين تہ اهي توڏانهن ائين ڏسندا آهن جو سندن اکيون ڦرنديون رهنديون آهن بلڪل انهيءَ شخص وانگر جيڪو موت جي غشيءَ ۾ مبتلا هجي. پوءِ جڏهن خوف جو وقت گذري ويندو آهي تہ اهي توهان تي تلوار وانگر ڪپڻ واري زبان هلائيندا آهن ② اهي هر خير جي متعلق بخيل آهن

١۔هتي قليل جو لفظ آهي پر اسان اڳ ٻڌائي چُڪا آهيون تہ قليل جو لفظ عربيءَ ۾ بلڪل نفيءَ لاءِ ايندو آهي.

٢۔يعني طعنو ڏيندا آهن.

يَحْسَبُوْنَ الْاَحْزَابَ لَمْ يَذْهَبُوْا ۚ وَ اِنْ يَّاْتِ الْاَحْزَابُ يَوَدُّوْا لَوْ اَنَّهُمْ بَادُوْنَ فِي الْاَعْرَابِ يَسْاَلُوْنَ عَنْ اَنْۢبَآئِكُمْ ؕ وَلَوْ كَانُوْا فِيْكُمْ مَّا قٰتَلُوْٓا اِلَّا قَلِيْلًا ﴿۲۰﴾

لَقَدْ كَانَ لَكُمْ فِيْ رَسُوْلِ اللّٰهِ اُسْوَةٌ حَسَنَةٌ لِّمَنْ كَانَ يَرْجُوا اللّٰهَ وَالْيَوْمَ الْاٰخِرَ وَذَكَرَ اللّٰهَ كَثِيْرًا ﴿۲۱﴾

وَلَمَّا رَاَ الْمُؤْمِنُوْنَ الْاَحْزَابَ ۙ قَالُوْا

(۽ گُھرن ٿا ته توهانکي نه ملي) انهن ماڻهن (در حقيقت) ايمان آندو ئي نه هو.سو اللّٰه انهن جون سڀئي ڪوششون ضائع ڪري ڇڏيون، (جيڪي اهي اسلام جي خلاف ڪندا هئا) ۽ اللّٰه لاءِ اها ڳالهه بلڪل آسان هئي.

**۲۱**-(۽) اِهي ماڻهو ته هاڻي به اميد رکن ٿا ته (ڪاش) (ڪافرن جو) لشڪر اجا نه ويو هجي حالانڪ جيڪڏهن (ڪافرن جو) لشڪر واپس اچي وڃي ته (بجاءِ انهن جي اچڻ تي خوش ٿيڻ جي) اهي ماڻهو خواهش ڪندا ته ڪاش اُهي جهنگلي ماڻهن ۾ رهندا هجن ها (۽ اي مومنو!) توهانجي متعلق (ماڻهن کان) دريافت ڪندا رهن ها (ته اجا زنده آهن يا تباهه ٿي چُڪا آهن) ۽ جيڪڏهن اهي (ضرورت جي موقعي تي) توهان سان گڏ رهن ها تڏهن به توهانجي طرفان بلڪل نه وڙهن ها.

**۲۲**- توهان لاءِ (يعني انهن ماڻهن لاءِ) جيڪي اللّٰه ۽ آخري ڏينهن ڏسڻ جي اميد رکن ٿا. ۽ اللّٰه جو ڏاڍو ذڪر ڪن ٿا. اللّٰه جي رسول ۾ هڪ اعليٰ نمونو آهي (جنهن جي انهن کي پيروي ڪرڻ گُهرجي).

**۲۳**-جيئن ته ①(ڏسو) جڏهن حقيقي مومنن

۱-واؤ ڪئي ڀيرا ڳالهائڻ جي وچ ۾ جيئن ته جي معنيٰ به ڏيندو آهي.

هٰذَا مَا وَعَدَنَا اللّٰهُ وَرَسُوْلُهٗ وَصَدَقَ اللّٰهُ وَرَسُوْلُهٗ ۡ وَمَا زَادَهُمْ اِلَّآ اِيْمَانًا وَّتَسْلِيْمًا ؕ﴿۲۳﴾

حملي آور لشڪر کي ڏٺو ته چيائون ته هي ته اُهي ①ئي (لشڪر) آهن جن جو الله ۽ انهيءَ جي رسول اسان سان واعدو ڪيو هو ۽ الله ۽ انهي جي رسول بلڪل سچ چيو هو ۽ انهن کي انهيءَ واقعي ايمان ۽ طاقت ۾ئي وڌايو (ڪمزور نه ڪيو).

مِنَ الْمُؤْمِنِيْنَ رِجَالٌ صَدَقُوْا مَا عَاهَدُوا اللّٰهَ عَلَيْهِ ۚ فَمِنْهُمْ مَّنْ قَضٰى نَحْبَهٗ وَمِنْهُمْ مَّنْ يَّنْتَظِرُ ۖ وَمَا بَدَّلُوْا تَبْدِيْلًا ۙ﴿۲۴﴾

**٢٤**-انهن مومنن مان ڪي ماڻهو اهڙا آهن جن اُن واعدي کي جيڪو هُنن الله سان ڪيو هو، سچو ڪري ڏيکاريو. پوءِ ڪي ته اهڙا آهن جن پنهنجي نيت کي پورو ڪيو (يعني وڙهندي وڙهندي مارجي ويا) ۽ انهن مان ڪي اهڙا به آهن جيڪي اجا انتظار ڪري رهيا آهن ۽ پنهنجي ارادي ۾ ڪا تبديلي انهن اچڻ نه ڏني.

لِّيَجْزِيَ اللّٰهُ الصّٰدِقِيْنَ بِصِدْقِهِمْ وَيُعَذِّبَ الْمُنٰفِقِيْنَ اِنْ شَآءَ اَوْ يَتُوْبَ عَلَيْهِمْ ؕ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ غَفُوْرًا رَّحِيْمًا ۚ﴿۲۵﴾

**٢٥**-انهيءَ جو نتيجو اهو ٿيندو جو الله اهڙن سچن کي انهن جي سچ جو بدلو ڏيندو ۽ جيڪڏهن گُهرندو ته منافقن کي عذاب ڏيندو. يا انهن تي رحم ڪندو ۽ الله يقيناً وڏو بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

وَرَدَّ اللّٰهُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا بِغَيْظِهِمْ لَمْ يَنَالُوْا خَيْرًا ؕ وَكَفَى اللّٰهُ الْمُؤْمِنِيْنَ الْقِتَالَ ؕ

**٢٦**-۽ (حقيقت اِها آهي ته) الله ڪافرن کي انهن جي سڄي غصي سميت (مديني مان) واپس موٽائي ڇڏيو ۽ ڪنهن قسم

١-قرآن ڪريم ۾ احزاب جي ڪاهه جي اڳي کان خبر هئي. انهيءَ ڏانهن اشارو آهي. (ڏسو سورت قمر آيت ٤٦، سورت ص آيت ١٢)

وَكَانَ اللّٰهُ قَوِيًّا عَزِيْزًا ﴿۲۶﴾

جو فائدو انهن کي نہ پهتو، ۽ اللّٰه مومنن جي طرفان خود لڙائي ڪئي ۽ اللّٰه وڏو طاقتور (۽) غالب آهي.

وَاَنْزَلَ الَّذِيْنَ ظَاهَرُوْهُمْ مِّنْ اَهْلِ الْكِتٰبِ مِنْ صَيَاصِيْهِمْ وَقَذَفَ فِيْ قُلُوْبِهِمُ الرُّعْبَ فَرِيْقًا تَقْتُلُوْنَ وَتَاْسِرُوْنَ فَرِيْقًا ﴿۲۷﴾

**۲۷**- ۽ انهيءَ (اللّٰه) انهن اهل ڪتاب کي جن انهن (حملي آور مشرڪن) جي مدد ڪئي هئي، پنهنجي قلعن مان لاهي ڇڏيو ۽ انهن جي دلين ۾ هيبت ويهاري ڇڏي. ايستائين جو توهان انهن مان هڪ حصي کي قتل ڪرڻ ۽ هڪ حصي کي قيد ڪرڻ تي قادر ٿي ويا.

وَاَوْرَثَكُمْ اَرْضَهُمْ وَدِيَارَهُمْ وَاَمْوَالَهُمْ وَاَرْضًا لَّمْ تَطَئُوْهَا ؕ وَكَانَ اللّٰهُ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرًا ﴿۲۸﴾ ع ۳ ۱۹

**۲۸**- ۽ انهن جي زمينن ۽ انهن جي گهرن ۽ انهن جي مالن جو توهانکي وارث ڪري ڇڏيو ۽ پڻ انهيءَ زمين جو بہ جنهن تي اجا توهانجا قدم ناهن[1] پيا ۽ اللّٰه هر هڪ شيءِ تي قادر آهي.

يٰۤاَيُّهَا النَّبِيُّ قُلْ لِّاَزْوَاجِكَ اِنْ كُنْتُنَّ تُرِدْنَ الْحَيٰوةَ الدُّنْيَا وَزِيْنَتَهَا فَتَعَالَيْنَ اُمَتِّعْكُنَّ وَاُسَرِّحْكُنَّ سَرَاحًا جَمِيْلًا ﴿۲۹﴾

**۲۹**- اي نبي! پنهنجن زالن کي چؤ تہ جيڪڏهن توهان دنيا ۽ انهيءَ جي زينت گُهرو ٿيون تہ اچو مان توهانکي ڪجهہ دنياوي سامان ڏئي ٿو ڇڏيان ۽ توهانکي نيڪ طريقي سان رخصت ڪري ٿو ڇڏيان.

---

۱- يعني خيبر جي- هيءَ هڪ زبردست پيشگوئي آهي احزاب خيبر کان اڳ ٿي هئي، بلڪ خيبر صلح حديبيہ کان بہ پوءِ ٿي آهي. پر هتي هيءَ پيشگوئي ڪئي وئي آهي تہ اُها زمين بہ مسلمان فتح ڪري وٺندا. جهڙوڪ ائين ئي ٿيو. هيءَ هڪ واضح پيشگوئي آهي. جنهن جو وڏي کان وڏو دشمن بہ انڪار نٿو ڪري سگهي. ڇاڪاڻ تہ دشمن بہ يڪ راءِ آهن تہ خيبر جي جنگ احزاب کان گهڻو پوءِ ٿي آهي.

وَاِنْ كُنْتُنَّ تُرِدْنَ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ وَالدَّارَ الْاٰخِرَةَ فَاِنَّ اللّٰهَ اَعَدَّ لِلْمُحْسِنٰتِ مِنْكُنَّ اَجْرًا عَظِيْمًا ﴿٣٠﴾

**٣٠**۔ ۽ جيڪڏهن توهان الله ۽ انهيءَ جي رسول ۽ آخرت جي زندگيءَ جو گهر چاهيو ٿيون ته الله توهان مان پوريءَ طرح اسلام تي قائم رهڻ وارين لاءِ تمام وڏو انعام تجويز ڪري رکيو آهي.

يٰنِسَآءَ النَّبِيِّ مَنْ يَّاْتِ مِنْكُنَّ بِفَاحِشَةٍ مُّبَيِّنَةٍ يُّضٰعَفْ لَهَا الْعَذَابُ ضِعْفَيْنِ ؕ وَكَانَ ذٰلِكَ عَلَى اللّٰهِ يَسِيْرًا ﴿٣١﴾

**٣١**۔اي نبيءَ جون زالون! جيڪڏهن توهان مان ڪا اعليٰ ايمان جي خلاف ڳالهه① ڪري، ته انهيءَ جو عذاب ٻيڻون ڪيو ويندو. ۽ اها ڳالهه الله لاءِ آسان آهي.

وَمَنْ يَّقْنُتْ مِنْكُنَّ لِلّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ وَتَعْمَلْ صَالِحًا نُّؤْتِهَآ اَجْرَهَا مَرَّتَيْنِ ۙ وَاَعْتَدْنَا لَهَا رِزْقًا كَرِيْمًا ﴿٣٢﴾

**٣٢**۔ ۽ توهان مان جيڪا به الله ۽ انهيءَ جي رسول جي نافرمانبرداري ڪندي ۽ انهيءَ (فرمانبرداريءَ جي شان) مطابق ڪم به ڪندي ته اسان انهيءَ کي انعام به ٻيڻو ڏينداسين ۽ اسان هر ڪنهن اهڙيءَ (زال) جي لاءِ عزت ڀريو رزق تيار ڪيو آهي.

يٰنِسَآءَ النَّبِيِّ لَسْتُنَّ كَاَحَدٍ مِّنَ النِّسَآءِ اِنِ اتَّقَيْتُنَّ فَلَا تَخْضَعْنَ بِالْقَوْلِ فَيَطْمَعَ الَّذِيْ فِيْ قَلْبِهٖ مَرَضٌ وَّقُلْنَ قَوْلًا مَّعْرُوْفًا ﴿٣٣﴾

**٣٣**۔اي نبيءَ جون زالون! جيڪڏهن توهان پنهنجي مقام کي سمجهو ته توهان عام عورتن وانگر نه آهيو. پوءِ چباڙيءَ (يعني ناز نخري سان) ڳالهه نه ڪنديون ڪيو۔ جو ائين نه ٿئي ته جنهن جي دل ۾ مرض هجي سو توهانجي متعلق ڪو بد ارادو ڪري ۽ هميشه

---

**١**۔ فَاحِشَةٌ ان بري ڪم کي چوندا آهن جنهن جي برائي نظر اچي وجي. ڇاڪاڻ ته نبيءَ جي زالن کي اعليٰ نيڪين جي تعليم ڏني وئي آهي.ان ڪري جيڪڏهن انهن کان ڪو اهڙو فعل ظاهر ٿئي جيڪو اعليٰ نيڪي نا هي جيتوڻيڪ عام نيڪي آهي تڏهن به اهو محاوري ۾ فَاحِشَةٌ چوائيندو.

وَقَرْنَ فِيْ بُيُوْتِكُنَّ وَلَا تَبَرَّجْنَ تَبَرُّجَ الْجَاهِلِيَّةِ الْأُوْلٰى وَاَقِمْنَ الصَّلٰوةَ وَاٰتِيْنَ الزَّكٰوةَ وَاَطِعْنَ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ ط اِنَّمَا يُرِيْدُ اللّٰهُ لِيُذْهِبَ عَنْكُمُ الرِّجْسَ اَهْلَ الْبَيْتِ وَيُطَهِّرَكُمْ تَطْهِيْرًا ﴿٣٤﴾ ج

ماڻهن کي نيڪ ڳالهيون چونديون ڪيو.

**٣٤**۔ ۽ پنهنجن گهرن ۾ ويٺيون رهنديون ڪيو ۽ پراڻي زماني جي جاهليت (جي طريقن) وانگر پنهنجي زينت (غير ماڻهن تي) ظاهر نہ ڪنديون ڪيو ۽ نماز کي (شرطن سان) ادا ڪنديون ڪيو. ۽ زڪوات ڏينديون ڪيو. ۽ اللّٰه ۽ انهيءَ جي رسول جي اطاعت ڪنديون ڪيو. اي اهل بيت! اللّٰه توهان مان هر قسم جي گندگي پري ڪرڻ ۽ توهانکي ڪامل طور تي پاڪ ڪرڻ گُهري ٿو.

وَاذْكُرْنَ مَا يُتْلٰى فِيْ بُيُوْتِكُنَّ مِنْ اٰيٰتِ اللّٰهِ وَالْحِكْمَةِ ط اِنَّ اللّٰهَ كَانَ لَطِيْفًا خَبِيْرًا ﴿٣٥﴾ ع

**٣٥**۔ ۽ جيڪي ڪي توهانجي گهرن ۾ اللّٰه جي آيتن ۽ حڪمت جي ڳالهين جي تلاوت ڪئي وڃي ٿي اُن کي ياد رکو۔ اللّٰه ڏاڍي مهرباني ڪرڻ وارو (۽) خبر رکڻ وارو آهي.

اِنَّ الْمُسْلِمِيْنَ وَالْمُسْلِمٰتِ وَالْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُؤْمِنٰتِ وَالْقٰنِتِيْنَ وَالْقٰنِتٰتِ وَالصّٰدِقِيْنَ وَالصّٰدِقٰتِ وَالصّٰبِرِيْنَ وَالصّٰبِرٰتِ وَالْخٰشِعِيْنَ وَالْخٰشِعٰتِ وَالْمُتَصَدِّقِيْنَ وَالْمُتَصَدِّقٰتِ وَالصَّآئِمِيْنَ وَالصّٰٓئِمٰتِ وَالْحٰفِظِيْنَ فُرُوْجَهُمْ وَالْحٰفِظٰتِ وَالذّٰكِرِيْنَ اللّٰهَ كَثِيْرًا

**٣٦**۔ يقيناً ڪامل مسلمان مرد ۽ ڪامل مسلمان عورتون ۽ ڪامل مومن مرد ۽ ڪامل مومن عورتون ۽ ڪامل فرمانبردار مرد ۽ ڪامل فرمانبردار عورتون ۽ ڪامل سچ ڳالهائيندڙ مرد ۽ ڪامل سچ ڳالهائيندڙ عورتون ۽ ڪامل صبر ڪرڻ وارا مرد ۽ ڪامل صبر ڪرڻ واريون عورتون ۽ ڪامل عاجزي ڏيکاريندڙ مرد ۽ ڪامل عاجزي ڏيکاريندڙ عورتون ۽ ڪامل صدقي ڪرڻ وارا مرد ۽ ڪامل

وَّالذّٰكِرٰتِ ۙ اَعَدَّ اللّٰهُ لَهُمْ مَّغْفِرَةً وَّ اَجْرًا عَظِيْمًا ﴿٣٦﴾

صدقي ڪرڻ واريون عورتون ۽ ڪامل روزي رکڻ وارا مرد ۽ ڪامل روزي رکڻ واريون عورتون ۽ پوريءَ طرح پنهنجي شرم گاهن جي حفاظت ڪرڻ وارا مرد ۽ پوري طرح پنهنجي شرم گاهن جي حفاظت ڪرڻ واريون عورتون ۽ اللّٰه جو گهڻو ذڪر ڪرڻ وارا مرد ۽ اللّٰه جو گهڻو ذڪر ڪرڻ واريون عورتون انهن سڀني لاءِ اللّٰه بخشش جو سامان ۽ وڏو انعام تيار ڪري رکيو آهي.

وَمَا كَانَ لِمُؤْمِنٍ وَّلَا مُؤْمِنَةٍ اِذَا قَضَى اللّٰهُ وَرَسُوْلُهٗٓ اَمْرًا اَنْ يَّكُوْنَ لَهُمُ الْخِيَرَةُ مِنْ اَمْرِهِمْ ۭ وَمَنْ يَّعْصِ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ فَقَدْ ضَلَّ ضَلٰلًا مُّبِيْنًا ﴿٣٧﴾

**٣٧**۔۽ ڪنهن مومن مرد يا مومن عورت جي لاءِ جائز نہ آهي تہ جڏهن اللّٰه ۽ انهيءَ جو رسول ڪنهن معاملي ۾ ڪو فيصلو ڪري ڇڏين تہ اُهي (پوءِ بہ) پنهنجي معاملي جو پنهنجي مرضيءَ سان فيصلو ڪن ۽ جيڪو بہ اللّٰه ۽ انهيءَ جي رسول جي نافرماني ڪري ٿو اهو ظاهر ظهور گمراهيءَ ۾ پئجي وڃي ٿو.

وَاِذْ تَقُوْلُ لِلَّذِيْٓ اَنْعَمَ اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاَنْعَمْتَ عَلَيْهِ اَمْسِكْ عَلَيْكَ زَوْجَكَ وَاتَّقِ اللّٰهَ وَتُخْفِيْ فِيْ نَفْسِكَ مَا اللّٰهُ

**٣٨**۔۽ (اي نبي ياد ڪر) جڏهن تون اُن شخص کي جنهن تي اللّٰه ۽ تو انعام ڪيو هو، چوندو هئين تہ پنهنجي زال کي روڪي رک (۽ طلاق نہ ڏي) ۽ اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪر ۽ تون پنهنجي دل ۾ ① اُها

---

١ ۔ڪي مفسر چوندا آهن تہ رسول ڪريم ﷺ "نعوذباللّٰه" دل ۾ حضرت زينب رضؓ کي نڪاح ۾ آڻڻ جو ارادو رکندا هئا پر ان کي لڪائيندا هئا تہ جيئن ماڻهو بدگمان نہ ٿين پر ان جي اصل معنيٰ هيءَ آهي تہ آنحضرت ﷺ کي خبر پئجي وئي هئي تہ حضرت زيد رضؓ حضرت زينب رضؓ کي طلاق ڏيڻ چاهي ٿو ۽ پاڻ سڳورا ان معاملي کي لڪ ۾ رکي حضرت زيد رضؓ کي نصيحت ڪندا هئا تہ جيئن ماڻهن کي اهو ڏوڪو نہ لڳي تہ

مُبْدِيْهِ وَتَخْشَى النَّاسَ ۚ وَاللّٰهُ اَحَقُّ اَنْ تَخْشٰهُ ؕ فَلَمَّا قَضٰى زَيْدٌ مِّنْهَا وَطَرًا زَوَّجْنٰكَهَا لِكَيْ لَا يَكُوْنَ عَلَى الْمُؤْمِنِيْنَ حَرَجٌ فِيْٓ اَزْوَاجِ اَدْعِيَآئِهِمْ اِذَا قَضَوْا مِنْهُنَّ وَطَرًا ؕ وَكَانَ اَمْرُ اللّٰهِ مَفْعُوْلًا ۝٣٨

ڳالهه لڪائيندو هئين جنهن کي اللّٰه ظاهر ڪرڻ وارو هو. ۽ تون ماڻهن کان ڊڄندو هئين، حالانڪ اللّٰه وڌيڪ حقدار آهي ته تون انهيءَ کان ڊڄين- پوءِ جڏهن زيد اُن (عورت) جي باري ۾ پنهنجي خواهش پوري ڪري ورتي (يعني طلاق ڏيئي ڇڏيائين) اسان انهيءَ (عورت) جي تو سان ① شادي ڪري ڇڏي انهيءَ لاءِ ته مومنن جي دلين ۾ پنهنجي پُٽيلَن جي زالن سان نڪاح ڪرڻ جي متعلق انهن کي طلاق ملڻ جي صورت ۾ ڪا اوڪائي نه رهي ۽ خدا جو فيصلو بهرحال پورو ٿي رهڻو هو.

مَا كَانَ عَلَى النَّبِيِّ مِنْ حَرَجٍ فِيْمَا فَرَضَ اللّٰهُ لَهٗ ؕ سُنَّةَ اللّٰهِ فِي الَّذِيْنَ خَلَوْا مِنْ قَبْلُ ؕ

**٣٩**-نبيءَ تي انهيءَ معاملي ۾ جيڪو اللّٰه اُن تي فرض ڪيو آهي ڪو الزام ڪونهي- اِهو ئي طريقو اللّٰه پهرين ماڻهن ۾ جاري ڪيو هو ۽ خدا جو حڪم ته هڪ فيصلو

---

**(باقي حاشيو)** هڪ شريف خاندان جي ڇوڪري هڪ آزاد غلام سان پرڻائي رسول ڪريم ﷺ سنو ڪم نه ڪيو بلڪ فتني جو در کولي ڇڏيو آهي.ڪي عَالِمَ چوندا آهن ته زينبؓ جو نڪاح آنحضرت ﷺ سان خداتعاليٰ عرش تي پڙهائي ڇڏيو هو ان ڪري دنيا ۾ سندن نڪاح نه پڙهيو ويو. پر اِهو صحيح ناهي تاريخ ۾ هيءَ روايت موجود آهي ته حضرت زينبؓ جو پاڻ سڳورن سان نڪاح پڙهيو ويو. (سيرت الحلبيه جلد ٣ صفحه ٣٤٠)

١- اسان اڳ ۾ لکي چُڪا آهيون ته تاريخ مان هي ثابت آهي ته رسول ڪريم ﷺ حضرت زينبؓ سان نڪاح ڪيو هو پر هن آيت ۾ **زَوَّجْنٰكَهَا** جا لفظ آهن. جنهن جي معنيٰ هيءَ آهي ته ”اسان هن جي شادي تو سان ڪري ڇڏي“ ان ڪري ياد رکڻ گُهرجي ته عربي ٻوليءَ ۾ جيڪو فعل ڪنهن جي دخل ڏيڻ سان ٿئي اهو انهيءَ ڏانهن منسوب ڪيو ويندو آهي. جيئن ته الهام ۾ **اللّٰه** تعاليٰ جي طرفان نڪاح جو حڪم ٿيو هو ان ڪري هي فعل **اللّٰه** تعاليٰ ڏانهن منسوب ڪيو ويو.

وَكَانَ اَمْرُ اللّٰهِ قَدَرًا مَّقْدُوْرَا ۣ ۙ﴿۳۹﴾ 

كيل شيءِ آهي (ڪو انهيءَ کي ٽاري نٿو سگهي).

الَّذِيْنَ يُبَلِّغُوْنَ رِسٰلٰتِ اللّٰهِ وَيَخْشَوْنَهٗ وَلَا يَخْشَوْنَ اَحَدًا اِلَّا اللّٰهَ ۭ وَكَفٰى بِاللّٰهِ حَسِيْبًا ﴿۴۰﴾

٤٠-(اِها ئي سنت پهرين گذري ويل نبين ۾ جاري هئي) جيڪي اللّٰه جا پيغام ماڻهن کي پهچائيندا هئا ۽ انهيءَ کان ڊڄندا هئا ۽ اللّٰه کانسواءِ ڪنهن کان نه ڊڄندا هئا ۽ حساب وٺڻ ۾ اللّٰه ڪافي آهي.

مَا كَانَ مُحَمَّدٌ اَبَآ اَحَدٍ مِّنْ رِّجَالِكُمْ وَلٰكِنْ رَّسُوْلَ اللّٰهِ وَخَاتَمَ النَّبِيّٖنَ ۭ

٤١-نه محمد توهان مان ڪنهن فرد جو پيءُ هو نه آهي①(نه ٿيندو) پر اللّٰه جا رسول آهن بلڪ (انهيءَ کان به وڌيڪ) نبين جي مُهر②

١- مَا كَانَ مُحَمَّدٌ اَبَا اَحَدٍ جا لفظ قرآن مجيد ۾ آهن ۽ عربي قاعدو آهي ته كَانَ استمرار جي معنيٰ به ڏيندو آهي (ڏسو تاج العروس ومغني اللبيب) ان ڪري اسان استمرار جي لحاظ سان آيت جو ترجمو هي ڪيو آهي ته "محمد(ﷺ) نه ڪنهن مرد جو پيءُ هو، نه آهي، نه هوندو".

٢- يعني پاڻ جي تصديق کانسواءِ سندن تعليم جي گواهيءَ کان بنان ڪو شخص نبوت يا ولايت جي مقام تائين نٿو پهچي سگهي. ماڻهن نبين جي مهر جي جاءِ تي آخري نبيءَ جي معنيٰ ڪئي آهي. پر اِن سان به اسانجي موُقف تي ڪو فرق نٿو پوي. آنحضرتﷺ جي معراج کي مد نظر رکيو وڃي ته نبين جو شجرو مسند احمد بن حنبلؒ هيٺن ڄاڻائي ٿو.

| | |
|---|---|
| سدرة المنتهى | محمد رسول اللّٰهﷺ |
| ستون آسمان | حضرت ابراهيم عليه السلام |
| ڇهون آسمان | حضرت موسيٰ عليه السلام |
| پنجون آسمان | حضرت هارون عليه السلام |
| چوٿون آسمان | حضرت ادريس عليه السلام |
| ٽيون آسمان | حضرت يوسف عليه السلام |
| ٻيو آسمان | حضرت عيسيٰ ۽ حضرت يحيٰ عليهما السلام |
| پهريون آسمان | حضرت آدم عليه السلام |
| زمين وارا | |

هن نقشي کي ڏسجي ته مخلوق جي جاءِ تي جيڪو شخص ٻينو هوندو، ان جي نظر سڀ کان اڳ حضرت آدم عليه السلام تي پوندي ۽ سڀ کان آخر ۾ ان جي نظر محمد رسول اللّٰهﷺ تي پوندي. جڏهن ته سڀني نبين ۾ آخري نبي هو رسول ڪريمﷺ کي قرار ڏيندو. ان کان علاوه جيڪڏهن ان حديث کي وٺون ته آدمؑ اڃا پيدا نه ٿيو هو، تڏهن به مان خاتم النبيين هُيس تڏهن به نبين جي شجري ۾ رسول ڪريمﷺ کي مرتبي جي لحاظ کان مٿانهين جڳهه حاصل آهي. ان ڪري جڏهن رسول ڪريمﷺ معراج ۾ سڀ کان مٿي ويا ته محمدي مقام نبوت جو آخري مقام ٿيو. هن ريت به اُها ئي معنيٰ ٺيڪ رهي جيڪا اسان ڪئي آهي. يعني ختم نبوت جي هيءَ معنيٰ آهي ته محمد رسول اللّٰهﷺ جو مرتبو سڀني نبين کان افضل آهي.

| | |
|---|---|
| وَكَانَ اللّٰهُ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيْمًا ﴿٤١﴾ ع | آهن ۽ اللّٰه هر شيءِ کان خوف واقف آهي. |
| يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اذْكُرُوا اللّٰهَ ذِكْرًا كَثِيْرًا ﴿٤٢﴾ | ٤٢-اي مومنو! اللّٰه جو ذڪر گهڻو ڪندا ڪريو. |
| وَّسَبِّحُوْهُ بُكْرَةً وَّاَصِيْلًا ﴿٤٣﴾ | ٤٣-۽ صبح شام انهيءَ جي تسبيح ڪندا ڪريو. |
| هُوَ الَّذِيْ يُصَلِّيْ عَلَيْكُمْ وَمَلٰٓئِكَتُهٗ لِيُخْرِجَكُمْ مِّنَ الظُّلُمٰتِ اِلَى النُّوْرِ ۭ وَكَانَ بِالْمُؤْمِنِيْنَ رَحِيْمًا ﴿٤٤﴾ | ٤٤-اُهوئي آهي جيڪو توهان تي پنهنجون رحمتون موڪلي ٿو ۽ انهيءَ جا فرشتا به توهان لاءِ دعائون ① ڪن ٿا انهيءَ لاءِ ته (انهن جو نتيجو اهو نڪري ته) هو توهانکي اونداهين کان نور② ڏانهن وٺي وڃي ۽ اهو مومنن تي بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي. |
| تَحِيَّتُهُمْ يَوْمَ يَلْقَوْنَهٗ سَلٰمٌ ۚ وَاَعَدَّ لَهُمْ اَجْرًا كَرِيْمًا ﴿٤٥﴾ | ٤٥-انهن کي جڏهن اُهي هُن سان ملندا دعا جو تحفو سلامتيءَ جي شڪل ۾ ③ ملندو ۽ هو انهن لاءِ هڪ وڏي عزت وارو بدلو تيار ڪندو. |

١-هتي اللّٰه ۽ سندس فرشتن لاءِ **يُصَلِّی** جو فعل استعمال ڪيو ويو آهي. پر جڏهن اللّٰه تعاليٰ لاءِ **يُصَلِّی** اچي ته ان جي معنيٰ رحمت موڪلڻ جي هوندي آهي ۽ جڏهن فرشتن ۽ انسانن لاءِ اچي ته ان جي معنيٰ دعا يا استغفار ڪرڻ جي هوندي آهي (اقرب) ان ڪري اسان ٻنهي فاعلن کي مدنظر رکندي **يصلّی** جون ٻه معنائون ڪري ڇڏيون آهن. يعني اللّٰه تعاليٰ جي لحاظ کان به ۽ فرشتن جي لحاظ کان به ته جيئن مفهوم غلط نه ٿي وڃي.

٢-يعني خداتعاليٰ جون رحمتون ۽ فرشتن جون دعائون توهان کي اونداهين کان نور ڏانهن وٺي وڃن.

٣-ان جو مطلب هي آهي ته جڏهن مومن مرڻ کان پوءِ اُٿندا ته سندن تسلي ۽ اطمينان لاءِ خداتعاليٰ طرفان کين سلام موڪليو ويندو يعني (سلامتيءَ جو پيغام) ۽ هن لفظي سلام کي عملي شڪل ڏيڻ لاءِ انهن جي لاءِ عزت وارا سامان تيار ڪيا ويندا.

يَاَيُّهَا النَّبِيُّ اِنَّآ اَرْسَلْنٰكَ شَاهِدًا وَّمُبَشِّرًا وَّنَذِيْرًا ﴿٤٦﴾

٤٦-اي نبي اسان توکي اهڙي حال ۾ موڪليو آهي جو تون (دنيا جو) نگران① به آهين (مومنن کي)خوشخبري ڏيڻ وارو به آهين ۽ (ڪافرن کي)ڊيڄارڻ وارو به آهين.

وَّدَاعِيًا اِلَى اللّٰهِ بِاِذْنِهٖ وَسِرَاجًا مُّنِيْرًا ﴿٤٧﴾

٤٧-۽ پڻ الله جي حڪم سان انهيءَ ڏانهن سڏڻ وارو ۽ هڪ چمڪندڙ سج ② بڻائي (موڪليو آهي).

وَبَشِّرِ الْمُؤْمِنِيْنَ بِاَنَّ لَهُمْ مِّنَ اللّٰهِ فَضْلًا كَبِيْرًا ﴿٤٨﴾

٤٨-۽ مومنن کي بشارت ڏي ته انهن کي الله جي طرفان تمام وڏو فضل ملندو.

وَلَا تُطِعِ الْكٰفِرِيْنَ وَالْمُنٰفِقِيْنَ وَدَعْ اَذٰىهُمْ وَتَوَكَّلْ عَلَى اللّٰهِ ۭ وَكَفٰى بِاللّٰهِ وَكِيْلًا ﴿٤٩﴾

٤٩-۽ ڪافرن ۽ منافقن جي ڳالهه بلڪل نه مڃ، ۽ انهن جي ايذا پهچائڻ کي نظر انداز ڪري ڇڏ ۽ الله تي توڪل رک ۽ الله ڪارسازيءَ ۾ ڪافي آهي.

يَاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اِذَا نَكَحْتُمُ الْمُؤْمِنٰتِ ثُمَّ طَلَّقْتُمُوْهُنَّ مِنْ قَبْلِ اَنْ تَمَسُّوْهُنَّ فَمَا لَكُمْ عَلَيْهِنَّ مِنْ عِدَّةٍ تَعْتَدُّوْنَهَا ۚ

٥٠-اي مومنو! جڏهن توهان مومن عورتن سان شادي ڪيو، پوءِ ڪين انهن جي ڇُهڻ کان پهرينءَ طلاق ڏيئي ڇڏيو ته توهانکي ڪو حق ڪونهي جو انهن کان عدت جو مطالبو ڪيو، پوءِ (گُهرجي ته) انهن کي

١-نگران جي هيءَ معنيٰ ناهي ته رسول ڪريم ﷺ پنهنجي زماني جي ماڻهن تي بطور داروغا مقرر ڪيا ويا آهن. ڇاڪاڻ ته قرآن ڪريم ۾ صاف اچي ٿو ته لَسْتَ عَلَيْهِمْ بِمُصَيْطِرٍ. مراد هيءَ آهي ته عملي نموني سان انهن تي نگران هوندا ڏاڍائي سان نه.

٢-هن جاءِ تي رسول ڪريم ﷺ جو نالو روشن ڪندڙ ڏيئو يا سج رکيو ويو آهي. يعني اوهان کان نور حاصل ڪري ظِلّي طور تي اهڙا ماڻهو تيار ٿيندا رهندا جيڪي دنيا کي روشن ڪندا رهندا. جهڙوڪ چنڊ سج کان روشني ماڻي اونداهي ختم ڪندو آهي.

فَمَتِّعُوْهُنَّ وَسَرِّحُوْهُنَّ سَرَاحًا جَمِيْلًا ۝٥٠

کجھ دنياوي نفعو پھچايو ۽ انھن کي عمدگيءَ سان رخصت ڪري ڇڏيو.

يٰٓاَيُّهَا النَّبِيُّ اِنَّآ اَحْلَلْنَا لَكَ اَزْوَاجَكَ الّٰتِيْٓ اٰتَيْتَ اُجُوْرَهُنَّ وَ مَا مَلَكَتْ يَمِيْنُكَ مِمَّآ اَفَآءَ اللّٰهُ عَلَيْكَ وَبَنٰتِ عَمِّكَ وَبَنٰتِ عَمّٰتِكَ وَبَنٰتِ خَالِكَ وَبَنٰتِ خٰلٰتِكَ الّٰتِيْ هَاجَرْنَ مَعَكَ ۡ وَامْرَاَةً مُّؤْمِنَةً اِنْ وَّهَبَتْ نَفْسَهَا لِلنَّبِيِّ اِنْ اَرَادَ النَّبِيُّ اَنْ يَّسْتَنْكِحَهَا ۗ خَالِصَةً لَّكَ

**٥١**-اي نبي! تنھنجي موجودھ زالن مان اُھي جن کي تو انھن جو حق مھر ادا ڪري ڇڏيو آھي اسان تو لاءِ حلال① ڪري ڇڏيون آھن. اھڙي طرح آئيندي② لاءِ اُھي عورتون جن جا مالڪ تنھنجا ساڄا ھٿ ٿيا آھن جن کي اللّٰہ تنھنجي قبضي ۾ جنگ ڪانپوءِ آندو آھي ۽ اھڙيءَ طرح تنھنجي چاچي جون ڌيئرون ۽ تنھنجي ڦُڦيءَ جون ڌيئرون ۽ تنھنجي مامي جون ڌيئرون ۽ تنھنجي ماسين جون ڌيئرون جن تو سان گڏ ھجرت ڪئي

**١**ـ زالون تہ سڀني جون حلال ھونديون آھن پوءِ رسول ڪريمﷺ جي گھروارين جو ھن جڳھہ تي ڇو ذڪر ڪيائين؟ ان جو جواب ھي آھي تہ انھيءَ سورت جي آيت ٢٩ ۾ فرمايو ھئائين تہ اي گھرواريون! جيڪڏھن توھان جي دل ۾ دنيا جي ڪا طلب آھي تہ مان دنيا ڏَئي توھان کي آزاد ٿو ڪري ڇڏيان.اھڙي طرح سندن معاملو وچم رھجي ويو ھو. پر ھن آيت جي اعلان ڪانپوءِ ڪنھن ھڪ زال بہ اھو نہ چيو تہ سونکي دنيا ڏَئي ڇڏي ڏيو. جنھن مان خبر پوي ٿي تہ سڀني زالن جي دل ۾ دين جي طلب ھئي. دنيا جي طلب نہ ھئي. ھن آيت ۾ اِھوئي ٻڌايو ويو آھي تہ انھن پنھنجي دل ۾ دنيا ڇڏڻ ۽ رسول ڪريمﷺ سان گڏ رھڻ جو فيصلو ڪري ورتو آھي. ان ڪري ھاڻي اُھي محمد رسول اللّٰہ جي لاءِ لفظي ۽ معنوي طور جائز ٿي ويون آھن.

**٢**ـ ھيءَ صرف اجازت آھي عملي طور رسول ڪريمﷺ ان اجازت مان فائدو نہ ورتو. جيڪڏھن حضرت ماريہ قبطيہؓ جو مثال پيش ڪيو وڃي تہ ان جو جواب ھي آھي تہ حضرت ماريہ ھڪ ٻي گروھہ منجھان آھن. ھن آيت ۾ جنگ ۾ پڪڙيون وڃڻ وارين عورتن جو ذڪر آھي ۽ حضرت ماريہؓ کي مقوقس مصر پنھنجي ملڪ جي رواج مطابق ٻانھيءَ طور تحفي ۾ رسول ڪريمﷺ ڏانھن موڪليو ھو. ان ڪري اُھي ھن آيت جي حڪم کان ٻاھر آھن ۽ انھن سان بہ رسول اللّٰہﷺ جو نڪاح ثابت آھي.

مِنْ دُوْنِ الْمُؤْمِنِيْنَ ؕ قَدْ عَلِمْنَا مَا فَرَضْنَا عَلَيْهِمْ فِيْۤ اَزْوَاجِهِمْ وَ مَا مَلَكَتْ اَيْمَانُهُمْ لِكَيْلَا يَكُوْنَ عَلَيْكَ حَرَجٌ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ غَفُوْرًا رَّحِيْمًا ﴿٥١﴾

آهي ۽ اهڙي مومن عورت به جنهن پنهنجي جان نبيءَ کي بخشي ڏني.ان شرط سان ته نبي انهيءَ سان نڪاح جو ارادو ڪري①- هيءُ حڪم خاص② تنهنجي لاءِ آهي باقي مومنن لاءِ ناهي اسان انهيءَ کي جيڪو اسان انهن (مسلمانن) تي انهن جي زالن جي متعلق ۽ انهن جي ٻانهين جي متعلق فرض ڪيو آهي خوب③ ڄاڻون ٿا. انهيءَ لاءِ جو تو تي ڪا غير واجبي پابندي نه هجي. ۽ الله ڏاڍو بخشڻ وارو (۽) بار بار ڪرم ڪرڻ وارو آهي.

١-هن آيت مان ظاهر آهي ته اهي مخالف جيڪي چوندا آهن ته رسول ڪريم ﷺ هي حڪم خاص طور تي پنهنجي لاءِ نازل ڪري ورتو آهي صحيح ناهي ڇاڪاڻ ته هن آيت ۾ صاف لکيل آهي ته هي حڪم سڀني نبين لاءِ آهي.صرف محمد رسول الله ﷺ جن لاءِ ناهي. ڇاڪاڻ ته جتي هي فرمايو آهي ته هي حڪم خاص تو لاءِ آهي اُتي اڳتي اهو وڌايو آهي ته مومن کانسواءِ. جنهن جي هيءَ معني آهي ته مومنن لاءِ هي حڪم ناهي. پر مومنن کانسواءِ جيڪي نبي آهن انهن لاءِ هي حڪم آهي پلي اُهي اڳوڻا هئا يا آئيندي ٿيندا.

٢-اهڙي ڪنهن عورت سان رسول ڪريم ﷺ شادي ناهي ڪئي. هي سڀ حڪم بطور اجازت آهن. دشمن اعتراض ڪندو آهي ته پنهنجي لاءِ خاص حڪم پاڻ سڳورن نازل ڪري ورتا.پر رسول ڪريم ﷺ جڏهن ان اجازتن تي عمل ئي نه ڪيو ته دشمن جو منهن ڪارو ٿي ويو ۽ هن جو هيءُ اعتراض ڪوڙو ٿي ويو ته پنهنجي خواهشن کي پورو ڪرڻ لاءِ قرآن ڪريم هي خاص رعايتون قرآن ڪريم بيان ڪري ڇڏيون آهن. آيت نمبر ٣ مان به ظاهر آهي ته هي حڪم صرف ڪجهه زالن جي باري رسول ڪريم ﷺ جي نيڪ راءِ ظاهر ڪرڻ لاءِ آهي پاڻ سڳورن لاءِ ڪو خاص رستو کولڻ لاءِ ناهي.

٣-"خوب ڄاڻون ٿا" مان مراد هيءَ آهي ته ان کي توتي ظاهر به ڪري ڇڏيو آهي.جهڙوڪ فرمايائين"ته جيئن توکي ڪا تڪليف نه ٿئي". يعني مسئلو ٻڌائڻ مهل اهو خيال نه هجي ته خداتعاليٰ جي مرضي معلوم ناهي.

تُرۡجِيۡ مَنۡ تَشَآءُ مِنۡهُنَّ وَ تُـٔۡوِيۡۤ اِلَيۡكَ مَنۡ تَشَآءُ ؕ وَ مَنِ ابۡتَغَيۡتَ مِمَّنۡ عَزَلۡتَ اَعۡيُنُهُنَّ وَلَا يَحۡزَنَّ وَ يَرۡضَيۡنَ بِمَاۤ اٰتَيۡتَهُنَّ كُلُّهُنَّ ؕ وَاللّٰهُ يَعۡلَمُ مَا فِيۡ قُلُوۡبِكُمۡ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ عَلِيۡمًا حَلِيۡمًا ﴿۵۲﴾

**۵۲**۔تون انهن (زالن) مان جنهن کي چاهين جدا① ڪري ڇڏ ۽ جنهن کي چاهين پاڻ وٽ رک ۽ انهن عورتن مان جن کي تو جُدا ڪري ڇڏيو آهي ڪنهن کي به پاڻ وٽ وٺي اچين ته تو تي ڪو گناهه ڪونهي.اهو ڪم انهيءَ ڳالهه جي تمام گهڻو ويجهو آهي ته سندن اکيون ٺرن ۽ اُهي غم نه ڪن ۽ جيڪي ڪي تو انهن کي ڏنو② آهي انهيءَ تي سڀئي

١۔هن آيت ۾ پهرين آيت ۾ هي فرق آهي ته سورت احزاب جي آيت ٢٩ ۾ ته هي چيو ويو هو ته اي زالون! جيڪڏهن اوهان جي دل ۾ دنيا جي فراخي دين جي فراخيءَ کان مٿانهين هجي ته توهان ٻڌائي ڇڏيو. مان توهان کي دنيا جي فراخي ڏئي روانو ڪري ڇڏيندس۔ پر هن آيت ۾ هي چيو ويو آهي ته عورتن ته فيصلو ڏئي ڇڏيو ته ماٺ ڪيائون ۽ اهڙي طرح انهن عملي طور چئي ڇڏيو ته اسين دين تي راضي آهيون دنيا تي نه. پر زال مڙس جي تعلقات ۾ هڪ پيو رُخ به هوندو آهي يعني عورت توڙي سمجهندي هجي ته مان دیندار آهيان پر مرد ان ۾ ڪي اهڙيون ڳالهيون ڏسندو آهي جن سان هو ان کي دنيادار سمجهندو آهي۔ ان ڪري ان کي به حق هجڻ گهرجي ته جيڪڏهن هو سمجهي ته هُوءَ اصل ۾ دنيادار آهي پر ظاهر ۾ پنهنجو پاڻ کي ديندار چوي ٿي ته ان کي طلاق ڏئي الڳ ڪري ڇڏي هن آيت ۾ اِهو ئي ٻڌايو ويو آهي ته جٽي عورتن کي حق هو ته پيسا وٺي الڳ ٿي وڃن اُتي تو کي به حق آهي ته دنياوي مال ڏئي الڳ ڪري ڇڏ.جڻ ته هي ٻئي آيتون هڪ ئي مضمون جو حصو آهن. هن آيت کان پوءِ جهڙوڪ رسول اللّٰهﷺ ڪنهن عورت کي طلاق نه ڏني ان ڪري خبر پئي ته جهڙي طرح سورت احزاب جي آيت ٥١ ثابت ڪيو هو ته رسول ڪريمﷺ جي ڪنهن زال کي محمد رسول اللّٰهﷺ کان دنيا مٿانهين نه هئي. اهڙي طرح محمد رسول اللّٰهﷺ به هن آيت کانپوءِ ڪنهن کي طلاق نه ڏني. يعني محمد رسول اللّٰهﷺ جو به اهو ئي فيصلو هو ته انهن عورتن تمام سٺو نمونو ڏيکاريو آهي ۽ جيتوڻيڪ مونکي خدا طلاق جو اختيار ڏنو آهي پر مونکي انهن عورتن جي باري طلاق جو اختيار استعمال نه ڪرڻ گهرجي.

٢۔يعني زالون رسول ڪريمﷺ جي حسن اخلاق کان واقف هيون جڏهن خداتعالیٰ پاڻ سڀورن تي معاملو ڇڏي ڏنو ته اُهي خوش ٿي ويون ته هاڻي جيڪو ڪجهه ٿيندو صحيح ٿيندو.

راضي ٿي وڃن ۽ اللّٰه توهانجي دلين جي هر ڳالهه کي ڄاڻي ٿو. ۽ هو ڏاڍو ڄاڻڻ وارو (۽) ڏاڍي سمجهه ٻوجهه کان ڪم وٺڻ وارو آهي.

لَا يَحِلُّ لَكَ النِّسَآءُ مِنْۢ بَعْدُ وَلَآ اَنْ تَبَدَّلَ بِهِنَّ مِنْ اَزْوَاجٍ وَّلَوْ اَعْجَبَكَ حُسْنُهُنَّ اِلَّا مَا مَلَكَتْ يَمِيْنُكَ ۭ وَكَانَ اللّٰهُ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ رَّقِيْبًا ۝۵۲ ع

۵۳- تنهنجي① لاءِ (وڌيڪ) عورتون هن کانپوءِ حلال نه آهن ۽ نه هي حلال آهي جو انهن موجوده زالن کي بدلائي ٻيون زالون ڪرين. ڀلي انهن جو حُسن توکي ڪيترو ڪٿي پسند هجي. سواءِ انهن عورتن ② جي جن جا مالڪ تنهنجا ساڄا هٿ ٿيا ۽ اللّٰه هر هڪ شيءِ جو نگران آهي.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تَدْخُلُوْا بُيُوْتَ النَّبِيِّ

۵۴- اي مومنو! نبيءَ جي گهرن ۾ سواءِ انهيءَ جي جو توهانکي کاڌي لاءِ گُهرايو

**(باقي حاشيو)** قرآن ڪريم ۾ گهڻين جڳهين تي "ڏنو آهي"، "ڏيندو" جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيو آهي ۽ مطلب هي آهي ته آئيندي جيڪو سلوڪ به تون انهن سان ڪندين ان حڪم جي ماتحت اُهي ان تي خوش ٿي ويندريون ۽ سمجهي ويندريون ته تون محبت ۽ انصاف جو سلوڪ ڪري رهيو آهين.

۱- پهرين آيت ۾ ظاهري طور تي اجازت هئي ته موجوده زالن مان ڪنهن کي بدلائي ٻيو نڪاح ڪري ڇڏ. هن آيت ۾ فرمايو آهي ته تون موجوده زالن کي بدلائي نٿو سگهين ۽ نه وڌيڪ نڪاح ڪري سگهين ٿو. هي اختلاف ناهي. ڇاڪاڻ ته اسان بيان ڪري چُڪا آهيون ته هي فيصلو ڪيو ويو آهي ته محمد رسول اللّٰه ﷺ کي جيئن وڻي تيئن ڪن. ۽ محمد رسول اللّٰه ﷺ جا ارادا عالم الغيب خدا کي معلوم هئا. ان ڪري آيت ۾ انهن ارادن جي ترجماني ڪئي وئي آهي ڪو اختلاف ناهي. ٻي معنيٰ هيءَ آهي ته "اُن کانپوءِ" مان مراد زماني جو مفاصلو ناهي پر اڳيِ ڳڻايل قِسمن جو مفاصلو آهي ۽ مراد هيءَ آهي ته مٿي ڄاڻايل عورتن کان علاوه ٻي ڪا توهان لاءِ جائز ناهي. يعني هجرت ڪرڻ وارين مائٽياڻين حلال عورتن منجهان ڪنهن سان به نڪاح ڪري سگهو ٿا پر غير سان نه. اهڙي طرح حڪم محدود ڪيو ويو پر جهڙوڪ اجازت هئي رسول ڪريم ﷺ هن اجازت کان فائدو نه ورتو.

۲- ان بابت به لکيو ويو آهي ته صرف اجازت آهي. رسول ڪريم ﷺ ان تي عمل نه ڪيو.

اِلَّآ اَنۡ يُّؤۡذَنَ لَكُمۡ اِلٰى طَعَامٍ غَيۡرَ نٰظِرِيۡنَ اِنٰىهُ ۙ وَلٰكِنۡ اِذَا دُعِيۡتُمۡ فَادۡخُلُوۡا فَاِذَا طَعِمۡتُمۡ فَانۡتَشِرُوۡا وَلَا مُسۡتَاۡنِسِيۡنَ لِحَدِيۡثٍ ؕ اِنَّ ذٰلِكُمۡ كَانَ يُؤۡذِى النَّبِىَّ فَيَسۡتَحۡىٖ مِنۡكُمۡ وَاللّٰهُ لَا يَسۡتَحۡىٖ مِنَ الۡحَـقِّ ؕ وَاِذَا سَاَلۡتُمُوۡهُنَّ مَتَاعًا فَسۡـَٔلُوۡهُنَّ مِنۡ وَّرَآءِ حِجَابٍ ؕ ذٰلِكُمۡ اَطۡهَرُ لِقُلُوۡبِكُمۡ وَقُلُوۡبِهِنَّ ؕ وَمَا كَانَ لَكُمۡ اَنۡ تُؤۡذُوۡا رَسُوۡلَ اللّٰهِ وَلَاۤ اَنۡ

وجي هرگز داخل نہ① ٿيندا ڪيو. اهو بہ اِنهيءَ شرط سان جو ڪاڌي پچڻ جي انتظار ۾ ويهي نہ رهندا ڪيو ۽ نہ ڳالهين ڪرڻ جي شوق ۾ ويهي رهندا ڪيو ها! جڏهن توهانکي سڏايو وڃي تہ پوءِ ضرور هليا ويندا ڪيو ②۔ پوءِ جڏهن ڪاڌو ڪائي وٺو تہ پنهنجن پنهنجن گهرن ڏانهن هليا ويندا ڪيو. اهو امر (يعني اجايو ويهي رهڻ، يا پهرين اچي وڃڻ) نبيءَ کي تڪليف ڏيندو هو. پر هو (توهان جي جذبن جو خيال ڪندي) توهان (کي منع ڪرڻ) کان حيا ڪندو هو. پر اللّٰه سچي ڳالهہ ڪرڻ

١۔يعني پوري وقت تي داخل ٿيندا ڪيو. بنان ڪنهن مهل اچي نبيءَ جو وقت ضايع نہ ڪندا ڪيو.

٢۔هن آيت جو اهو مطلب ناهي تہ صرف نبي جي گهر اجازت کان بغير ڪائڻ لاءِ نہ ويندا ڪريو. ڇاڪاڻ تہ ٻين آيتن مان ثابت آهي تہ هر مومن جي گهر بنان اجازت وڃڻ ناجائز آهي. ان ڪري هن آيت سان هڪ نئين مضمون ڏانهن اشارو ڪيو ويو آهي ۽ اهو هي تہ جهڙوڪ پهرين آيتن ۾ رسول ڪريم ﷺ کي مومنن جو پيءُ ۽ سندن زالن کي انهن جون مائرون قرار ڏنيون ويون آهن ان ڪري هي نتيجو نڪتو ٿي تہ نبي جي گهر ۾ اجازت کانسواءِ وڃڻ جائز آهي. ان ڪري هن آيت ۾ ان جو رستو بند ڪيو ويو. ٻيو هي تہ ٻار پنهنجي ماءُ پيءُ جي گهر ۾ دير تائين وينا هوندا آهن پر نبي جهڙوڪ روحاني پيءُ هوندو آهي ان جا ٻار تہ ڪئي هزار هوندا آهن پر مومنن جا تہ چار چار پنج پنج هوندا آهن. جيڪڏهن انهن جي گهرن ۾ ماني کائڻ کانپوءِ ٻار وينا رهن تہ ڪا تڪليف ناهي ٿيندي. پر جيڪڏهن نبيءَ جي گهر ۾ سڀ مومن گهڙڻ شروع ٿي وڃن ۽ پهريان تہ ڪا شيءِ کٽي ڪائي وڃن ۽ پوءِ واريءَ واريءَ سان ايترو ويهڻ شروع ڪري ڏين جو ٻيو ڏينهن تہ ڇڏيو ٻيو مهينو اچي وڃي تہ اهڙي طرح نبيءَ جو خاندان تہ بلڪل پريشان ٿي وڃي ۽ گهر جو سڪون برباد ٿي وڃي. ان ڪري هن آيت ۾ اُهي سڀ طريقا بند ڪيا ويا آهن. جن سان نبين کي تڪليف ٿيندي آهي.

تَنْكِحُوْٓا اَزْوَاجَهٗ مِنْۢ بَعْدِهٖٓ اَبَدًا ؕ اِنَّ ذٰلِكُمْ كَانَ عِنْدَ اللّٰهِ عَظِيْمًا ۝

ڪان (ماڻهن جي خيالن جي سبب ڪان) باز نٿو رهي ۽ (گُهرجي ته) جڏهن توهان انهن (يعني نبيءَ جي زالن) ڪان ڪا گهرجي شيءِ گهرو ته پردي جي پٺيان گهرندا ڪيو. هيءَ ڳالهه توهانجي دلين ۽ سندن دلين لاءِ ڏاڍي سٺي آهي ۽ اللّٰه جي رسول کي تڪليف ڏيڻ توهانجي لاءِ جائز نه آهي ۽ نه اهو جائز آهي جو توهان هن ڪانپوءِ سندس زالن سان ڪڏهن به شادي ڪيو. اها ڳالهه خدا جي فيصلي جي مطابق ڏاڍي بري آهي.

اِنْ تُبْدُوْا شَيْـًٔا اَوْ تُخْفُوْهُ فَاِنَّ اللّٰهَ كَانَ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيْمًا ۝

**٥٥**-جيڪڏهن توهان ڪنهن شيءِ کي ظاهر ڪيو يا لڪايو ته اللّٰه هر شيءِ کي چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو.

لَا جُنَاحَ عَلَيْهِنَّ فِيْٓ اٰبَآئِهِنَّ وَلَآ اَبْنَآئِهِنَّ وَلَآ اِخْوَانِهِنَّ وَلَآ اَبْنَآءِ اِخْوَانِهِنَّ وَلَآ اَبْنَآءِ اَخَوٰتِهِنَّ وَلَا نِسَآئِهِنَّ وَلَا مَا

**٥٦**-انهن (يعني رسول ڪريمﷺ جي زالن) تي پنهنجي پيئرن يا پنهنجن پُٽن① يا پنهنجن ڀائرن يا پنهنجن ڀائيٽن يا پنهنجن ڀاڻيجن يا پنهنجن همسر عورتن يا پنهنجي زير تصرف ٻانهين جي سامهون ٿيڻ ۾ ڪا پابندي

١- هتي پُٽن جو لفظ آهي جڏهن ته رسول ڪريمﷺ جي ڪنهن زال وٽ ڪو جوان پُٽ نه هو. ان جو جواب هي آهي ته ڪئي ڀيرا عام حڪم ڏنو ويندو آهي پر ان ۾ چوٽ به هوندي آهي. جهڙوڪ قرآن ڪريم ۾ ئي اللّٰه تعاليٰ فرمائي ٿو ته لَا تَـقُلْ لَّهُمَآ اُفٍّ (بني اسرائيل:٢٣) يعني جيڪڏهن توهان منجهان ڪنهن جا ماءُ پيءُ پوڙها ٿي وڃن ته ڪين اُف به نه چئو. جڏهن ته مسلمانن ۾ لکين ماڻهون اهڙا نظر ايندا آهن جنهن جي ڪا اولاد ڪانهي ته لَا تَـقُلْ لَّهُمَآ اُفٍّ جو مخاطب ڪير ٿيو. ڇا اهڙي صورت ۾ اسان هن حڪم کي بيڪار چونداسين؟ اصل ڳالهه هيءَ آهي ته هر حڪم ۾ چوٽ هوندي آهي ڪن تي اها لاڳو ٿيندو آهي ۽ ڪن تي نا هي ٿيندو ۽ ڪئي ڀيرا سيني تي لاڳو نا هي ٿيندو.

مَلَكَتْ اَيْمَانُهُنَّ ۚ وَاتَّقِيْنَ اللّٰهَ ؕ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ شَهِيْدًا ﴿۵۶﴾

ڪانهي ۽ اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو اللّٰه هر هڪ شيءِ کي ڏسي رهيو آهي.

اِنَّ اللّٰهَ وَمَلٰٓئِكَتَهٗ يُصَلُّوْنَ عَلَى النَّبِيِّ ؕ يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا صَلُّوْا عَلَيْهِ وَسَلِّمُوْا تَسْلِيْمًا ﴿۵۷﴾

**٥٧**-اللّٰه يقيناً هن نبيءَ ① تي پنهنجي رحمت نازل ڪري رهيو آهي ۽ انهيءَ جا فرشتا به (يقيناً انهيءَ لاءِ دعائون ڪري رهيا آهن پوءِ) اي مومنو! توهان به انهيءَ نبيءَ تي درود موڪليندا ۽ انهيءَ جي لاءِ دعائون ڪندا رهو ۽ (خوب جوش ۽ خروش سان) انهيءَ جي لاءِ سلامتي گهرندا رهو.

اِنَّ الَّذِيْنَ يُؤْذُوْنَ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ لَعَنَهُمُ اللّٰهُ فِي الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ وَاَعَدَّ لَهُمْ عَذَابًا مُّهِيْنًا ﴿۵۸﴾

**٥٨**-اهي ماڻهو جيڪي اللّٰه ۽ انهيءَ جي رسول کي تڪليف ڏين ٿا. اللّٰه انهن کي (هن) دنيا ۽ آخرت ۾ پنهنجي قرب کان محروم ڪري ڇڏي ٿو ۽ هُن انهن لاءِ خوار ڪرڻ وارو عذاب تيار ڪري ڇڏيو آهي.

وَالَّذِيْنَ يُؤْذُوْنَ الْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُؤْمِنٰتِ بِغَيْرِ مَا اكْتَسَبُوْا فَقَدِ احْتَمَلُوْا بُهْتَانًا وَّاِثْمًا مُّبِيْنًا ﴿۵۹﴾ ع

**٥٩**-اهي ماڻهو جيڪي مومن مردن ۽ مومن عورتن کي انهيءَ کان سواءِ جو انهن ڪو ڏوهه ڪيو هجي تڪليف ڏين ٿا. انهن ماڻهن خطرناڪ ڪوڙ ۽ ظاهر ظهور گناهه جو بوجهه پنهنجي مٿان کنيو آهي.

يٰٓاَيُّهَا النَّبِيُّ قُلْ لِّاَزْوَاجِكَ وَبَنٰتِكَ وَنِسَآءِ الْمُؤْمِنِيْنَ يُدْنِيْنَ عَلَيْهِنَّ مِنْ

**٦٠**-اي نبي! پنهنجي زالن ۽ پنهنجن ڌيئرن ۽ مومنن جي زالن کي چوُ ته (جڏهن اهي ٻاهر نڪرن) پنهنجن وڏين چادرن ② کي

١-يعني محمد رسول اللّٰه ﷺ.

٢-هن ۾ پردي جي تفصيل آهي. عرب عورتون ٻاهر نڪرڻ مهل پنجابي عورتن وانگر وڏيون

جَلَابِيْبِهِنَّ ۭ ذٰلِكَ اَدْنٰٓى اَنْ يُّعْرَفْنَ فَلَا يُؤْذَيْنَ ۭ وَكَانَ اللّٰهُ غَفُوْرًا رَّحِيْمًا ۝۶۰

مٿن تان سرڪائي پنهنجي سينن تائين آڻين اهو امر انهيءَ ڳالهه ڪي ممڪن بڻائي ڇڏي ٿو ته اهي سڃاتيون① وڃن ۽ انهن کي تڪليف نه ڏني وڃي ۽ الله وڏو بخشڻ وارو (۽) باربار رحم ڪرڻ وارو آهي.

لَىِٕنْ لَّمْ يَنْتَهِ الْمُنٰفِقُوْنَ وَالَّذِيْنَ فِيْ قُلُوْبِهِمْ مَّرَضٌ وَّالْمُرْجِفُوْنَ فِي الْمَدِيْنَةِ لَنُغْرِيَنَّكَ بِهِمْ ثُمَّ لَا يُجَاوِرُوْنَكَ فِيْهَآ اِلَّا قَلِيْلًا ۝۶۱

٦١-جيڪڏهن منافق مرد ۽ اهي ماڻهو جن جي دلين ۾ مرض آهي ۽ اُهي ماڻهو جيڪي مديني ۾ ڪوڙا افواهه پکيڙيندا رهن ٿا باز نه ايندا ته اسان توکي انهن ماڻهن جي خلاف (هڪ ڏينهن) ڪڙو ڪنداسين پوءِ اهي تو سان انهيءَ شهر ۾ تمام ٿورڙي مدت تائين پاڙيسري ٿي گذاريندا.

مَّلْعُوْنِيْنَ ۚ اَيْنَمَا ثُقِفُوْٓا اُخِذُوْا وَقُتِّلُوْا تَقْتِيْلًا ۝۶۲

معانقة ١٢ عند المتأخرين

٦٢-اهي جتي به توهانجي قابوءَ ۾ اچن گُهرجي ته پڪڙيا وڃن ۽ قتل ڪيا وڃن ڇو جو اهي خدا جي رحم کان محروم ڪيا ويا آهن.

سُنَّةَ اللّٰهِ فِي الَّذِيْنَ خَلَوْا مِنْ قَبْلُ ۚ

٦٣- الله جي انهيءَ سنت کي (اختيار ڪيو)

---

**(باقي حاشيو)** چادرون نندين چادرن جي مٿان ويڙهينديون هيون. نندين چادرن سان سينو ڍڪينديون ۽ وڏين چادرن سان گهونگهٽ ڪڍنديون هيون. لڳ ڀڳ اهڙو ئي رواج پنجاب ۾ به آهي. فرمائي ٿو ته عورتون جڏهن ٻاهر نڪرن ته مٿي تي رکيل وڏي چادر کي ڇڪي سيني تائين آڻين يعني اهڙو گهونگهٽ هجي جو منهن اُگهاڙو نظر نه اچي ڪن ماڻهن هن آيت مان بي پردگي ڪڍي آهي جڏهن ته هيءَ آيت پردي جي صاف وضاحت ڪري ڇڏي ٿي.

١-يعني هر ڪنهن کي خبر پئجي وڃي ته هيءَ عورت مسلمان آهي ۽ ڪافر عورت سمجهي اُن سان ڪا حرڪت نه ڪن.

وَلَنْ تَجِدَ لِسُنَّةِ اللّٰهِ تَبْدِيْلًا ﴿٦٢﴾

جيڪا انهن ماڻهن ۾ جاري ٿي هئي جيڪي توهان کان پهرين گذري چُڪا آهن ۽ تون ڪڏهن به اللّٰه جي سنت ۾ تبديلي نه ڏسندين.

يَسْـَٔلُكَ النَّاسُ عَنِ السَّاعَةِ ؕ قُلْ اِنَّمَا عِلْمُهَا عِنْدَ اللّٰهِ ؕ وَمَا يُدْرِيْكَ لَعَلَّ السَّاعَةَ تَكُوْنُ قَرِيْبًا ﴿٦٤﴾

٦٤- ماڻهو تو کان خاتمو ڪرڻ واري گهڙيءَ جي متعلق پڇن ٿا تون چوُ ته انهي جو علم صرف اللّٰه کي آهي- توهانکي ان ڳالهه جي ڪهڙي خبر ته شايد اها گهڙي ويجهي ئي هجي.

اِنَّ اللّٰهَ لَعَنَ الْكٰفِرِيْنَ وَاَعَدَّ لَهُمْ سَعِيْرًا ﴿٦٥﴾

٦٥- اللّٰـه يقيناً ڪافرن کي پنهنجي قرب کان محروم ڪري ڇڏيو آهي ۽ انهن جي لاءِ ڀڙڪندڙ عذاب تيار ڪيو آهي.

خٰلِدِيْنَ فِيْهَآ اَبَدًا ۚ لَا يَجِدُوْنَ وَلِيًّا وَّلَا نَصِيْرًا ﴿٦٦﴾

٦٦-جنهن ۾ اهي هميشه لاءِ رهندا ايندا (۽ اتي) نه ڪو دوست لهندا ۽ نه مددگار.

يَوْمَ تُقَلَّبُ وُجُوْهُهُمْ فِي النَّارِ يَقُوْلُوْنَ يٰلَيْتَنَآ اَطَعْنَا اللّٰهَ وَاَطَعْنَا الرَّسُوْلَا ﴿٦٧﴾

٦٧-جنهن ڏينهن انهن جي وڏن وڏن ماڻهن کي باهه تي اُٿلايو پُٿلايو① ويندو- ۽ اهي چوندا ڪاش! اسان اللّٰـه ۽ انهيءَ جي رسول جي اطاعت ڪريون ها.

وَقَالُوْا رَبَّنَآ اِنَّآ اَطَعْنَا سَادَتَنَا وَكُبَرَآءَنَا فَاَضَلُّوْنَا السَّبِيْلَا ﴿٦٨﴾

٦٨- ۽ (عام ماڻهو) چوندا- اي اسانجا رب! اسان پنهنجن سردارن ۽ وڏن جي اطاعت ڪئي پوءِ انهن اسانکي (اصلي) رستي کان گمراهه ڪري ڇڏيو.

رَبَّنَآ اٰتِهِمْ ضِعْفَيْنِ مِنَ الْعَذَابِ

٦٩-اي اسانجا رب! انهن کي ٻيڻو عذاب ڏي ۽ انهن کي پنهنجي رحم کان پري

①-جهڙي طرح سيخ ڪباب کي اُٿلايو پُٿلايو ويندو آهي.

وَالْعَنْهُمْ لَعْنًا كَبِيْرًا ﴿٦٨﴾ ع ١٠

ڪري ڇڏ.

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تَكُوْنُوْا كَالَّذِيْنَ اٰذَوْا مُوْسٰى فَبَرَّاَهُ اللّٰهُ مِمَّا قَالُوْا ؕ وَكَانَ عِنْدَ اللّٰهِ وَجِيْهًا ﴿٦٩﴾

٧٠-اي مومنو! توهان انهن ماڻهن وانگر نه ٿجو. جن موسىٰ کي تڪليف ڏني هئي جنهن تي الله انهيءَ کي انهن جي قولن کان آزاد ڪري ڇڏيو هو ۽ اهو الله جي حضور ۾ وڏو شان رکي ٿو.

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اتَّقُوا اللّٰهَ وَقُوْلُوْا قَوْلًا سَدِيْدًا ﴿٧٠﴾

٧١-اي مومنو! الله جي تقوىٰ اختيار ڪيو ۽ اها ڳالهه ڪيو جيڪا مُنجهيل نه هجي، (پر سچي هجي).

يُّصْلِحْ لَكُمْ اَعْمَالَكُمْ وَيَغْفِرْ لَكُمْ ذُنُوْبَكُمْ ؕ وَمَنْ يُّطِعِ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ فَقَدْ فَازَ فَوْزًا عَظِيْمًا ﴿٧١﴾

٧٢-(جيڪڏهن توهان ائين ڪندا) ته الله توهانجي عملن کي درست ڪري ڇڏيندو ۽ توهانجي گناهن کي معاف ڪري ڇڏيندو ۽ جيڪو شخص الله ۽ انهيءَ جي رسول جي اطاعت ڪري اهو وڏي ڪاميابي حاصل ڪري ٿو.

اِنَّا عَرَضْنَا الْاَمَانَةَ عَلَى السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَالْجِبَالِ فَاَبَيْنَ اَنْ يَّحْمِلْنَهَا وَاَشْفَقْنَ مِنْهَا وَحَمَلَهَا الْاِنْسَانُ ؕ اِنَّهٗ كَانَ ظَلُوْمًا جَهُوْلًا ﴿٧٢﴾

٧٣-اسان ڪامل امانت (يعني شريعت) کي آسمانن ۽ زمين ۽ جبلن جي سامهون پيش ڪيو هو. پر انهيءَ جي کڻڻ کان انهن انڪار ڪري ڇڏيو ۽ انهيءَ کان ڊڄي ويا پر انسان انهيءَ کي کنيو. اهو يقيناً وڏي ظلم ① ڪرڻ وارو (۽) نتيجن کان بي پرواهه هو.

---

١-عالِمن لکيون آهي ته اِهو ئي صحيح آهي ته ظلم ڪرڻ واري مان مراد پنهنجي جان تي ظلم ڪرڻ وارو آهي. يعني پنهنجي نفس کي حرام شين کان سختيءَ سان روڪي سگهي ٿو.

لِّيُعَذِّبَ اللّٰهُ الْمُنٰفِقِيْنَ وَالْمُنٰفِقٰتِ وَالْمُشْرِكِيْنَ وَالْمُشْرِكٰتِ وَيَتُوْبَ اللّٰهُ عَلَى الْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُؤْمِنٰتِ ۭ وَكَانَ اللّٰهُ غَفُوْرًا رَّحِيْمًا ۷۴ ع

۷۴-(اسانجي انهيءَ شريعت جي بار لَڏڻ جو) نتيجو اهو نڪتو جو منافق مردن ۽ منافق عورتن ۽ مشرڪ مردن ۽ مشرڪ عورتن کي اللّٰه عذاب ڏنو. ۽ مومن مردن ۽ مومن عورتن تي فضل ڪيو ۽ اللّٰه آهي ئي وڏي بخشش ڪرڻ وارو (۽) بار بار ڪرم ڪرڻ وارو.

سُوْرَةُ سَبَاٍ مَّكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ خَمْسٌ وَّ خَمْسُوْنَ اٰيَةً وَّ سِتَّةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت سبا۔ هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت انهيءَ جون پنجونجاهه آيتون ۽ ڇهه رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١۔(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِيْ لَهٗ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَمَا فِي الْاَرْضِ وَلَهُ الْحَمْدُ فِي الْاٰخِرَةِ ؕ وَهُوَ الْحَكِيْمُ الْخَبِيْرُ ②

٢۔سڀ تعريف اللّٰه جي ئي آهي (۽) جيڪو آسمانن ۽ زمين ۾ آهي،(سڀ)انهيءَ جو آهي ۽ (جهڙي طرح ابتدا ① ۾ هو تعريف جو لائق آهي) انجام ڪار به اهو ئي تعريف جو لائق ٿئي ٿو ۽ هو وڏين حڪمتن ② جو مالڪ آهي (۽) هر شيءِ کان خبردار آهي.

يَعْلَمُ مَا يَلِجُ فِي الْاَرْضِ وَمَا يَخْرُجُ مِنْهَا وَمَا يَنْزِلُ مِنَ السَّمَآءِ وَمَا يَعْرُجُ فِيْهَا ؕ

٣۔جيڪي ڪي زمين ۾ داخل ٿئي ٿو③ انهيءَ کي به هُو ڄاڻي ٿو ۽ جيڪي ڪجهه انهيءَ مان نڪري ٿو، انهيءَ کي به ڄاڻي

١۔قرآن ڪريم ۾ شروعات جو لفظ ناهي صرف آخرت جو آهي پر عربي ٻوليءَ جو قاعدو آهي ته جيڪي لفظ مقابلي ۾ سامهون هجن انهن مان هڪ کي محذوف ڪري ڇڏيندا آهن ۽ پوءِ عبارت مان انکي ڪڍي ڇڏيندا آهن. جيئن ته هتي آخرت جو لفظ موجود هو اسان شروع جو لفظ ڪڍي ڇڏيو.

٢۔ يعني خداتعاليٰ ڪلام نازل ڪرڻ ۾ وڏي حڪمت رکي آهي ڇاڪاڻ ته ان جي ذريعي انسان هدايت ماڻيندو آهي ۽ اللّٰه تعاليٰ تائين رسندو آهي ۽ اهو هر شيءِ کان خبردار آهي يعني ان کي خبر هئي ته انسان خدا جي هدايت کانسواءِ ڪمال تائين نٿو پهچي سگهي.

٣۔يعني زمين جي اندر رهڻ وارن جانورن ۽ ان مان نڪرڻ وارن سيني جانورن کي ڄاڻي ٿو. اهڙي طرح زوال ماڻيندڙ قومن کي به ڄاڻي ٿو جيڪي مٿان کان هيٺ ڪِري رهيون هونديون آهن ۽ ترقي ڪرڻ وارين قومن کي به ڄاڻي ٿو جيڪي جڏهن ته زمين کان آسمان ڏانهن وڃي رهيون هونديون آهن.

وَهُوَ الرَّحِيۡمُ الۡغَفُوۡرُ ﴿۲﴾

تو پڻ انهيءَ کي به جيڪي آسمان مان لهي ٿو ۽ انهيءَ کي به جيڪو آسمان ڏانهن چڙهي ٿو ۽ هو بار بار رحم ڪرڻ وارو (۽) ڏاڍو بخشڻ وارو آهي.

وَقَالَ الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا لَا تَاۡتِيۡنَا السَّاعَةُ‌ ؕ قُلۡ بَلٰى وَرَبِّىۡ لَتَاۡتِيَنَّكُمۡ ۙ عٰلِمِ الۡغَيۡبِ‌ ۚ لَا يَعۡزُبُ عَنۡهُ مِثۡقَالُ ذَرَّةٍ فِى السَّمٰوٰتِ وَلَا فِى الۡاَرۡضِ وَلَاۤ اَصۡغَرُ مِنۡ ذٰلِكَ وَلَاۤ اَكۡبَرُ اِلَّا فِىۡ كِتٰبٍ مُّبِيۡنٍ ۙ ﴿۴﴾

۴-۽ ڪافرن چيو ته اسانجي قوم جي تباهيءَ جي آخري گهڙي اسان نه① ڏسنداسين- تون چؤ ته ائين ناهي، مونکي پنهنجي (انهيءَ) رب جو قسم جيڪو غيب کي ڄاڻڻ وارو آهي ۽ آسمانن ۽ زمين مان ڪا شيءِ ڪٿي هڪ ٻاڙهي ڪوِلِ جي برابر هجي يا انهيءَ کان به ننڍي يا انهيءَ کان وڏي هجي هن جي نظرن کان غائب ٿي رهي. اِها گهڙي توهان ضرور ڏسندؤ ڇو جو اها هڪ ظاهر ڪرڻ واري تحرير ۾ محفوظ آهي.

لِّيَجۡزِىَ الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ‌ ؕ اُولٰٓـئِكَ لَهُمۡ مَّغۡفِرَةٌ وَّرِزۡقٌ كَرِيۡمٌ ﴿۵﴾

۵-(اُن گهڙيءَ جو اچڻ اِن ڪري ضروري آهي) - جيئن الله مومنن ۽ ايمان جي مطابق عمل ڪرڻ وارن کي سندن ايمان ۽ عمل جي مطابق جزا ڏئي- اُهي يقيناً اهڙا آهن جو انهن کي خدا جي طرفان مغفرت ۽ عزت ڀريو رزق هميشه پهچندو رهندو.

وَالَّذِيۡنَ سَعَوۡ فِىۡۤ اٰيٰتِنَا مُعٰجِزِيۡنَ اُولٰٓـئِكَ لَهُمۡ عَذَابٌ مِّنۡ رِّجۡزٍ اَلِيۡمٌ ﴿۶﴾

۶-۽ اهي ماڻهو جيڪي اسانجي نشانن جي باري ۾ (اسانکي) عاجز ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا انهن کي سندن گناهه جي سببان دردناڪ عذاب پهچندو.

---

①-يعني اسانجي زماني ۾ اهو ڏينهن نه ايندو.

وَيَرَى الَّذِيْنَ اُوْتُوا الْعِلْمَ الَّذِيْٓ اُنْزِلَ اِلَيْكَ مِنْ رَّبِّكَ هُوَ الْحَقَّ ۙ وَيَهْدِيْٓ اِلٰى صِرَاطِ الْعَزِيْزِ الْحَمِيْدِ ۝۷

۷-۽ اهي ماڻهو جن کي علم ڏنو ويو آهي انهيءَ شيءِ کي جيڪا توڏانهن تنهنجي رب جي طرفان نازل ٿي آهي حق ڄاڻن ٿا ۽ اهو (به ڄاڻن ٿا) ته (اها تعليم) غالب ۽ تعريف واري خدا ڏانهن وٺي وڃي ٿي.

وَقَالَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا هَلْ نَدُلُّكُمْ عَلٰى رَجُلٍ يُّنَبِّئُكُمْ اِذَا مُزِّقْتُمْ كُلَّ مُمَزَّقٍ ۙ اِنَّكُمْ لَفِيْ خَلْقٍ جَدِيْدٍ ۝۸

۸-۽ اهي (ماڻهو) جن ڪفر ڪيو آهي چَوَن ٿا ته (اي انسانو!) ڇا اسان توهانکي هڪ اهڙي شخص جي خبر ڏيون جيڪو توهانکي اهو ٻڌائي ٿو ته جڏهن توهان (مرڻ کانپوءِ) ڳيا ڳيا ڪيا ويندا ته پوءِ ڳنڍجي توهان هڪ نئين مخلوق جي صورت ۾ بدلجي ويندؤ.

اَفْتَرٰى عَلَى اللّٰهِ كَذِبًا اَمْ بِهٖ جِنَّةٌ ۭ بَلِ الَّذِيْنَ لَا يُؤْمِنُوْنَ بِالْاٰخِرَةِ فِي الْعَذَابِ وَالضَّلٰلِ الْبَعِيْدِ ۝۹

۹-ڇا اهو شخص اللّٰه تي ڪوڙو ناهم ٺاهي رهيو آهي يا انهيءَ کي جنون آهي- ائين نه بلڪ جيڪي ماڻهو آخرت تي ايمان نٿا آڻين اهي (اهڙن ٻُرن خيالن جي سببان هينئر کان ئي) عذاب ۽ خطرناڪ گمراهيءَ ۾ مبتلا ٿي ويا آهن.

اَفَلَمْ يَرَوْا اِلٰى مَا بَيْنَ اَيْدِيْهِمْ وَمَا خَلْفَهُمْ مِّنَ السَّمَاۗءِ وَالْاَرْضِ ۭ اِنْ نَّشَاْ نَخْسِفْ بِهِمُ الْاَرْضَ اَوْ نُسْقِطْ عَلَيْهِمْ كِسَفًا مِّنَ السَّمَاۗءِ ۭ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيَةً لِّكُلِّ عَبْدٍ مُّنِيْبٍ ۝۱۰ ع

۱۰-ڇا انهن انهيءَ شيءِ ڏانهن ناهي ڏنو جيڪا آسمان ۽ زمين کان اُنهن جي اڳئين طرف کان ۽ انهن جي پوئين طرف کان انهن کي گهيريو بيٺي آهي- جيڪڏهن اسان چاهيون ته انهن کي انهن جي ئي ملڪ ۾ تڪليفن ۾ مبتلا ڪري ڇڏيون يا انهن تي ڪي ڪڪرن جا ٽڪرا

وَلَقَدْ اٰتَيْنَا دَاوٗدَ مِنَّا فَضْلًا ؕ يٰجِبَالُ اَوِّبِيْ مَعَهٗ وَالطَّيْرَ ۚ وَاَلَنَّا لَهُ الْحَدِيْدَ ﴿۱۱﴾

① نازل ڪيون. انهيءَ ۾ خدا ڏانهن جهڪڻ واري هر بندي جي لاءِ هڪ نشان آهي.

۱۱ـ ۽ اسان دائود کي پنهنجي طرفان فضل عطا ڪيو هو (۽ چيو هئوسين ته) اي جبلن ② جي رهڻ وارؤ! توهان به ۽ اي پکيو ③ توهان به انهيءَ سان گڏ خدا جي تسبيح ڪيو ۽ اسان هن لاءِ لوهه کي نرم ڪري ڇڏيو هو.

اَنِ اعْمَلْ سٰبِغٰتٍ وَّقَدِّرْ فِي السَّرْدِ وَاعْمَلُوْا صَالِحًا ؕ اِنِّيْ بِمَا تَعْمَلُوْنَ بَصِيْرٌ ﴿۱۲﴾

۱۲ـ (۽ چيو هئوسين ته) پوري ماپ جون زرهون ناهيو ۽ انهن جا ڪڙا ننڍا ناهجو ۽ (اي دائود جا ساٿيو!) پنهنجي ايمان جي مطابق عمل ڪيو، مان توهانجي عمل کي ڏسي رهيو آهيان.

وَلِسُلَيْمٰنَ الرِّيْحَ غُدُوُّهَا شَهْرٌ

۱۳ـ ۽ (اسان) سليمان کي اهڙي هوا (عطا

١ ـ يعني انهن جي ملڪ تي مينهن مٿان مينهن وسي ۽ کين تباهه ڪري ڇڏي.

٢ ـ قرآن مجيد ۾ ”يَاجِبَالُ“ جنهن جي معنيٰ آهي ”اي جَبَلو“ مفسر هيءَ معنيٰ ڪندا آهن ته دائود سان گڏ جبل به زور زور سان تسبيح ڪندا هئا پر اُهي وساري ٿا ڇڏين ته قرآن ڪريم ۾ سورت يوسف ۾ بيان ٿيو آهي ته وَسْئَلِ الْقَرْيَةَ الَّتِيْ كُنَّا فِيْهَا وَالْعِيْرَ الَّتِيْٓ اَقْبَلْنَا فِيْهَا ـ الخ يعني يعقوب جي پُٽن چيو ته جيڪڏهن بن يامين جي بابت اسان ڪوڙ ڳالهايون ٿا ته اُن وسنديءَ کان پڇو جنهن ۾ اسين رهندا هئاسين. جڏهن ته وسنديون ڪڏهن به ناهن ڳالهائينديون. عرب جا اديب چون ٿا ته اُن مان مراد ”ڳوٺ وارا“ آهن. ۽ عِيْر جي معنيٰ گڏهه جي آهي. پر اُن جي معنيٰ اديب هي بيان ڪندا آهن ته يعقوب جي پُٽن جو هي مطلب هو ته گڏهه وارن کان پڇو. انهيءَ چوڻيءَ جي مطابق هتي چيو ويو آهي ته يَا جِبَالُ اَوِّبِيْ مَعَهٗ ـ اي جَبَلو دائود جي تسبيح جو تسبيح سان وراڻو ڏيندا ڪيو. ۽ معنيٰ هيءَ آهي ته اي جبلن جا رهڻ وارؤ! توهان به دائود تي ايمان آڻيو ۽ سندس تسبيح ۾ شامل ٿي وڃو.

٣ ـ يعني نيڪ ماڻهو. وڌيڪ ڏسو نوٽ سورت مائده آيت ١١١.

وَّرَوَاحُهَا شَهْرٌ ۚ وَاَسَلْنَا لَهٗ عَيْنَ الْقِطْرِ ؕ وَمِنَ الْجِنِّ مَنْ يَّعْمَلُ بَيْنَ يَدَيْهِ بِاِذْنِ رَبِّهٖ ؕ وَمَنْ يَّزِغْ مِنْهُمْ عَنْ اَمْرِنَا نُذِقْهُ مِنْ عَذَابِ السَّعِيْرِ ﴿١٣﴾

ڪئي هئي) جنهن جو صبح جو هلڻ (١) هڪ مهيني جي برابر هوندو هو ۽ شام جو هلڻ بہ هڪ مهيني جي برابر هوندو هو ۽ اسان انهيءَ جي لاءِ ٽامي (٢) جو چشمو رِجائي ڇڏيو هو ۽ اسان اُن ڪي جِن (٣) جي هڪ جماعت بہ عطا ڪئي هئي جيڪا انهيءَ جي رب جي حڪم سان انهيءَ جي ماتحت عمل ڪندي هئي ۽ (اهو بہ چئي ڇڏيو هو تہ) انهن مان جيڪو بہ اسان جي حڪم کان ڏِنگ اختيار ڪندو اسان انهيءَ کي ڀڙڪندڙ عذاب پهچائينداسين.

يَعْمَلُوْنَ لَهٗ مَا يَشَآءُ مِنْ مَّحَارِيْبَ وَتَمَاثِيْلَ وَجِفَانٍ كَالْجَوَابِ وَقُدُوْرٍ رّٰسِيٰتٍ ؕ اِعْمَلُوْٓا اٰلَ دَاوٗدَ شُكْرًا ؕ وَقَلِيْلٌ مِّنْ عِبَادِيَ الشَّكُوْرُ ﴿١٤﴾

۱۴۔ اُهو جيڪي ڪي چاهيندو هو جِنّ (۴) (يعني سرڪش قومن جا سردار) هُن لاءِ ٺاهيندا هئا يعني مسجدون ۽ قالب ۾ تيار ڪيل مورتون ۽ وڏيون وڏيون ٿاليون جيڪي حوضن جي برابر هونديون هيون ۽ ڳريون ڳريون ديڳيون (۵) جيڪي هر وقت چُلهَن تي پيون هونديون هيون (۽ اسان چيو) اي دائود جي خاندان وارؤ!

---

١۔ يعني خليج فارس کان انطاڪيه تائين هوائون تمام سهڻي نموني هلنديون رهنديون هيون. جنهن سان سليمانؑ جي زماني ۾ ساموندي تجارت سُٺي ٿيندي هئي.

٢۔ يعني کين ٽامي کي رِجائڻ وارا ڪارخانا ٺاهڻ جي سگهه ڏني هئي.

٣۔ ڏسو نوٽ سورت نمل آيت ۴٠.

۴۔ ترجمي ۾ ضمير جي جاءِ تي اسم ظاهر استعمال ڪيو ويو آهي.

۵۔ جهڙوڪ اجمير شريف جون ديڳيون.

شڪر گذاريءَ سان عمل ڪيوءِ منهنجي ٻانهن مان تمام گهٽ ماڻهو شڪر گذار هوندا آهن.

فَلَمَّا قَضَيْنَا عَلَيْهِ الْمَوْتَ مَا دَلَّهُمْ عَلٰى مَوْتِهٖٓ اِلَّا دَآبَّةُ الْاَرْضِ تَاْكُلُ مِنْسَاَتَهٗ ۚ فَلَمَّا خَرَّ تَبَيَّنَتِ الْجِنُّ اَنْ لَّوْ كَانُوْا يَعْلَمُوْنَ الْغَيْبَ مَا لَبِثُوْا فِي الْعَذَابِ الْمُهِيْنِ ﴿١٥﴾

**١٥**-پوءِ جڏهن اسان انهيءَ جي لاءِ موت جي پهچڻ جو فيصلو ڪيو ته انهن (يعني سرڪش قومن) کي انهيءَ جي موت جي صرف هڪ زمين جي ڪيڙي① خبر ڏني جيڪو هن جي لٺ (حڪومت) کي کائي رهيو هو پوءِ جڏهن هو ڪري پيو ته جِنّن تي ظاهر ٿي ويو ته جيڪڏهن انهن کي غيب② جو علم هجي ها ته اهي ذلت واري عذاب ۾ نه پيا هجن ها.

لَقَدْ كَانَ لِسَبَاٍ فِيْ مَسْكَنِهِمْ اٰيَةٌ ۚ جَنَّتٰنِ عَنْ يَّمِيْنٍ وَّ شِمَالٍ ۬ؕ كُلُوْا مِنْ رِّزْقِ رَبِّكُمْ وَاشْكُرُوْا لَهٗ ؕ بَلْدَةٌ طَيِّبَةٌ وَّ رَبٌّ غَفُوْرٌ ﴿١٦﴾

**١٦**-سبا جي لاءِ انهن جي پنهنجي ملڪ ۾ هڪ وڏي نشاني موجود هئي (۽ اُها) ٻن باغن جي صورت ۾ (هئي) جن مان هڪ ساڄي طرف هو ۽ هڪ کاٻي طرف (هو) (۽ اسان انهن کي چئي ڇڏيو هو ته) پنهنجي رب جي رزق کي کائو ۽ انهيءَ جو شڪر ادا ڪيو (توهانجو) شهر هڪ خوبصورت شهر آهي ۽ (توهانجو) رب ڏاڍو بخشڻ وارو آهي.

١-يعني سندس وارث دنيا جو هڪ ڪيڙو هو. نيڪ ٻانهو نه هو. سليمانؑ کانپوءِ اُن جي ورثاءَ سان ماڻهو ٿَهِي ويا ۽ بغاوتون شروع ٿي ويون. (ڏسو بائيبل سلاطين ١ باب ١٢)

٢-يعني جيڪڏهن هو سمجهن ها ته سليمانؑ جهڙي بادشاهه جي ملڪ تي به هڪ ڏينهن تباهي ايندي ته هو آزاديءَ جي ان ڏينهن جي انتظار ۾ ان جي فرمانبرداري ئي نه ڪن ها.

فَاَعۡرَضُوۡا فَاَرۡسَلۡنَا عَلَیۡهِمۡ سَیۡلَ الۡعَرِمِ وَبَدَّلۡنٰهُمۡ بِجَنَّتَیۡهِمۡ جَنَّتَیۡنِ ذَوَاتَیۡ اُکُلٍ خَمۡطٍ وَّاَثۡلٍ وَّشَیۡءٍ مِّنۡ سِدۡرٍ قَلِیۡلٍ ﴿۱۷﴾

١٧-پوءِ به انهن (حق ڪان) منهن موڙي ڇڏيو تڏهن اسان (انهن جي حق حاصل ڪرڻ ڪان مايوس ٿي) انهن تي اهڙي ٻوڏ موڪلي جيڪا هر شيءِ کي تباهه ڪندي ٿي ويئي ۽ اسان انهن جي ٻن اعليٰ درجي جي باغن جي جاءِ تي انهن کي به اهڙا باغَ ڏنا جن جا ميوا ڪسارا هئا ۽ جن ۾ لئا هوندا هئا يا ڪجهه ٿورڙيون ٻيريون هيون.

ذٰلِکَ جَزَیۡنٰهُمۡ بِمَا کَفَرُوۡا ؕ وَهَلۡ نُجٰزِیۡۤ اِلَّا الۡکَفُوۡرَ ﴿۱۸﴾

١٨-هيءَ سزا اسان انهن کي انهن جي ناشڪريءَ جي سببان ڏني هئي ۽ بي شڪرن کي ئي اسان اهڙو بدلو ڏيندا آهيون.

وَجَعَلۡنَا بَیۡنَهُمۡ وَبَیۡنَ الۡقُرَی الَّتِیۡ بٰرَکۡنَا فِیۡهَا قُرًی ظَاهِرَۃً وَّقَدَّرۡنَا فِیۡهَا السَّیۡرَ ؕ سِیۡرُوۡا فِیۡهَا لَیَالِیَ وَاَیَّامًا اٰمِنِیۡنَ ﴿۱۹﴾

١٩-۽ اسان انهن جي وچ ۾ ۽ انهن بستين جي وچ ۾ جن کي اسان برڪت ڏني هئي، (يعني فلسطين جيڪو سليمان جو ملڪ هو) ڪيتريون بستيون آباد ڪري ڇڏيون هيون جيڪي هڪ ٻئي جي سامهون ۽ ويجهو (ويجهو) هيون. ۽ اسان هڪ بستيءَ کان ٻي بستيءَ تائين وڃڻ جو سفر ننڍو ڪري ڇڏيو هو ۽ چيو هئوسين ته راتين جو به ۽ ڏينهن جو به انهن ۾ امن سان سفر ڪيو.

فَقَالُوۡا رَبَّنَا بٰعِدۡ بَیۡنَ اَسۡفَارِنَا وَظَلَمُوۡۤا اَنۡفُسَهُمۡ فَجَعَلۡنٰهُمۡ اَحَادِیۡثَ وَمَزَّقۡنٰهُمۡ

٢٠-(پر شڪر ادا ڪرڻ جي بدران) انهن (هينئن) چيو ته اي اسانجا رب! اسانجي سفرن① کي ڊگهو ڪري ڇڏ (انهيءَ لاءِ ته

١-حضرت سليمانؑ جي زماني ۾ فلسطين بلڪ هڪ ملڪ مٿان ڪان وٺي سڄي عرب جوساحل يمن سوڌو انهن جي ماتحت هو. پوءِ سندن حڪومت عدن ڪان ٿيندي خليج فارس جي مٿانهين علائقي

كُلَّ مُمَزَّقٍ ؕ اِنَّ فِیۡ ذٰلِکَ لَاٰیٰتٍ لِّکُلِّ صَبَّارٍ شَکُوۡرٍ ﴿۲۰﴾

سير ۽ سفر جو مزو اچي) ۽ انهن پنهنجي جانين تي ظلم ڪيو پوءِ اسان انهن جو نالو مٽائي ڇڏيو ۽ ڪين قديم زماني جا افسانا بڻائي ڇڏيو①.۽ تباهه ڪري ذرا ذرا ڪري ڇڏيو. انهيءَ ۾ هر صبر ڪرڻ واري ۽ گهڻو شڪر ڪرڻ واري ٻانهي لاءِ وڏا نشان آهن.

وَلَقَدۡ صَدَّقَ عَلَیۡهِمۡ اِبۡلِیۡسُ ظَنَّهٗ فَاتَّبَعُوۡهُ اِلَّا فَرِیۡقًا مِّنَ الۡمُؤۡمِنِیۡنَ ﴿۲۱﴾

**٢١**-۽ ابليس انهن جي باري ۾ پنهنجي خيال کي سچو ثابت ڪري ڇڏيو ۽ مومنن جي هڪ گروهه کي ڇڏي باقي ماڻهن (يعني ڪافرن) انهيءَ جي پيروي ڪئي.

وَمَا کَانَ لَهٗ عَلَیۡهِمۡ مِّنۡ سُلۡطٰنٍ اِلَّا لِنَعۡلَمَ مَنۡ یُّؤۡمِنُ بِالۡاٰخِرَۃِ مِمَّنۡ هُوَ مِنۡهَا فِیۡ شَکٍّ ؕ وَرَبُّکَ عَلٰی کُلِّ شَیۡءٍ حَفِیۡظٌ ﴿۲۲﴾ ع

**٢٢**-حالانڪ انهيءَ (يعني شيطان) کي انهن تي ڪو قبضو حاصل نه هو اِهو صرف انهيءَ ڪري ٿيو ته اسان انهن کي جيڪي آخرت تي ايمان آڻڻ وارا آهن انهن جي مقابلي ۾ جيڪي آخرت تي شڪ رکن ٿا ممتاز ڪري انهن جي اندروني حقيقت کولي ڇڏيون ۽ تنهنجو رب هر شيءِ جو نگران آهي.

قُلِ ادۡعُوا الَّذِیۡنَ زَعَمۡتُمۡ مِّنۡ دُوۡنِ اللّٰهِ ۚ لَا یَمۡلِکُوۡنَ مِثۡقَالَ ذَرَّۃٍ فِی السَّمٰوٰتِ وَلَا فِی الۡاَرۡضِ وَمَا لَهُمۡ فِیۡهِمَا مِنۡ شِرۡکٍ

**٢٣**-تون چؤ ته جن ماڻهن کي توهان پنهنجي خيال جي مطابق الله کانسواءِ پڪاريو ٿا انهن کي (پنهنجي مدد جي لاءِ) سڏيو، اُهي آسمانن ۽ زمين ۾ هڪ ننڍڙي ڪِوِلِ جي برابر به ڪنهن شيءِ جا هرگز

**(باقي حاشيو)** تائين عربي ساحل تائين هئي. پر بعد ۾ تباهي آئي ته عرب آزاد ٿي ويو ۽ ملڪ ۾ قوت پوڻ سبب آباديون ويران ٿي ويون ۽ مسافريون ڏکيون ۽ ڏکيون ٿي ويون.

١ ـ يعني سندن تاريخ اهڙي ڏٿي جو انهن جا واقعا ماڻهن کي آکاڻيون لڳنديون هيون.

وَّمَا لَهٗ مِنْهُمْ مِّنْ ظَهِيْرٍ ﴿٢٣﴾

مالڪ ناهن ۽ انهن ٻنهي (جي ملڪيت) ۾ انهن کي (ڪا) شراڪت حاصل ناهي نه ئي انهن مان ڪو مددگار آهي.

وَلَا تَنْفَعُ الشَّفَاعَةُ عِنْدَهٗٓ اِلَّا لِمَنْ اَذِنَ لَهٗ ؕ حَتّٰٓى اِذَا فُزِّعَ عَنْ قُلُوْبِهِمْ قَالُوْا مَاذَا ۙ قَالَ رَبُّكُمْ ؕ قَالُوا الْحَقَّ ۚ وَهُوَ الْعَلِيُّ الْكَبِيْرُ ﴿٢٤﴾

٢٤-۽ انهيءَ (الله) جي حضور انهيءَ شخص جي شفاعت ڪانسواءِ جنهن کي الله اجازت ڏني هجي① (يا جنهن شخص جي حق ۾ الله شفاعت ڪرڻ جي اجازت ڏني هجي) ڪنهن شخص جي شفاعت نفعو ئي بخشي- ايتري تائين جو جڏهن انهن (شفاعت جي اجازت حاصل ڪرڻ واري گروهه) جي دلين تان رعب لهي ٿو وڃي ته پيا ماڻهو انهن کي چوَن ٿا ته هاڻي توهانجي رب توهانکي ڇا چيو هو. انهيءَ تي اُهي جواب ڏين ٿا (الله) جو ڪجهه چيو هو سچ ئي چيو هو ۽ اُهو بلند شان ۽ وڏن اختيارن وارو آهي②.

١-يعني محمد رسول الله ﷺ.

٢-جيئن ته اڳ ۾ هي چيو ويو هو ته ڪافرن جي حق ۾ ڪڏهن سفارش قبول نه ڪئي ويندي ۽ هاڻي هي چيو ويو آهي ته سفارش قبول ڪئي ويندي ۽ اهو اختلاف هو ان ڪري هن آيت ۾ ان اختلاف کي ختم ڪيو ويو آهي ۽ فرمائي ٿو ته شفاعت قبول ته ڪئي ويندي پر ان جي جنهن کي خداتعاليٰ اجازت ڏيندو. ۽ جيئن ته شفاعت جو قبول ٿيڻ اجازت تي ٻڌل آهي.ان ڪري جن کي شفاعت جي اجازت ڏني ويندي اُهي به گهبرائجي ويندا ۽ چوندا ته هي خاص ڪم اسان کان ڇو ٿو پيو ورتو وڃي.تڏهن اُنهن جي ڀرپاسي جا پيا ملائڪ يا ٻي مخلوق انهن کان پڇندي ته هاڻي راز جي طور تي توهان کي خداتعاليٰ ڇا چيو آهي. اُهي چوندا ڏسڻ ۾ ته اڻ ٿيڻي ڳالهه آهي پر جيئن ته خداتعاليٰ چئي آهي ان ڪري ضرور پوري ٿي رهندي. ڇاڪاڻ ته خداتعاليٰ جو وڏو شان آهي.۽ هو **(باقي**

قُلْ مَنْ يَّرْزُقُكُمْ مِّنَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ قُلِ اللّٰهُ ۙ وَاِنَّاۤ اَوْ اِيَّاكُمْ لَعَلٰى هُدًى اَوْ فِيْ ضَلٰلٍ مُّبِيْنٍ ﴿۲۵﴾

**۲۵**-(ءِ) تون چؤ (تہ اي انسانو!) آسمانن ۽ زمين مان توهانکي ڪير ٿو رزق ڏئي (۽ پوءِ پاڻ ئي انهيءَ سوال جي جواب ۾) چؤ الـلّٰه (پيو ڪير) ۽ مان ۽ ① توهان يا تہ هدايت تي قائم آهيون يا ظاهر ظهور گمراهيءَ ۾ مبتلا آهيون.

قُلْ لَّا تُسْـَٔلُوْنَ عَمَّاۤ اَجْرَمْنَا وَلَا نُسْـَٔلُ عَمَّا تَعْمَلُوْنَ ﴿۲۶﴾

**۲۶**-تون چؤ (جيڪڏهن اسان توهانجي خيال مطابق ڏوهاري آهيون تہ) اسانجي ڏوهن متعلق توهان کان نہ پڇيو ويندو ۽ نہ اسان کان توهانجن عملن جي متعلق پڇيو ويندو.

قُلْ يَجْمَعُ بَيْنَنَا رَبُّنَا ثُمَّ يَفْتَحُ بَيْنَنَا بِالْحَقِّ ؕ وَهُوَ الْفَتَّاحُ الْعَلِيْمُ ﴿۲۷﴾

**۲۷**-۽ هي بہ چؤ تہ اسانجو رب (هڪ ڏينهن) توهانکي ۽ اسانکي (هڪ جنگ جي ميدان ۾) گڏ ڪندو پوءِ حق ۽ انصاف سان اسان ٻنهي جي وچ ۾ فيصلو ڪندو ۽ هو سڀني کان وڏو (۽) سنو فيصلو ڪندڙ آهي ۽ هر ڳالهہ کي خوب ڄاڻي ٿو.

قُلْ اَرُوْنِيَ الَّذِيْنَ اَلْحَقْتُمْ بِهٖ شُرَكَآءَ

**۲۸**-چؤ، اُهي مونکي ڏيکاريو تہ سهي جن

**حاشيو)** وڏي طاقتن وارو آهي. جيستائين اهڙا ڪم ظاهر نہ ٿين جن کي ڪئي پيرا نبي ۽ فرشتا بہ اڻ هوندا سمجهن هُن جو وڏو شان ۽ وڏين طاقتن جي خبر پئجي نٿي سگهي.

۱-هي لف ۽ نشر جو مثال آهي يعني ٻن گروهن جو ذڪر آهي ۽ ٻن جزائن جو. پهرين ۽ ٻي کي گڏ بيان ڪيو ويو آهي ترجمو ڪرڻ مهل پهرين جزا کي پهرين قوم ڏانهن منسوب ڪيو ويندو ۽ ٻي جزا کي ٻي قوم ڏانهن، ۽ هي مطلب ٿي ويندو تہ مان تہ هدايت تي آهيان ۽ توهان جن جو بعد ۾ ذڪر آهي بعد ۾ ڄاڻايل جزا ماڻيندؤ يعني توهان جي حصي ۾ گمراهي ايندي. هن کي معنيٰ جي علم ۾ لف ۽ نشر چوندا آهن. يعني ڳالهائڻ مختصر ۽ تشريح ۾ تفصيل بيان ڪئي ويندي آهي.

كَلَّا ۚ بَلْ هُوَ اللّٰهُ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ﴿٢٨﴾

کي توهان شريڪ ڪري انهيءَ سان ملايو ٿا (انهيءَ جو ڪو شريڪ بڻائڻ) هرگز درست ڪونهي پر حق اهو آهي ته الله غالب (۽) وڏين حڪمتن وارو آهي.

وَمَآ اَرْسَلْنٰكَ اِلَّا كَآفَّةً لِّلنَّاسِ بَشِيْرًا وَّنَذِيْرًا وَّلٰكِنَّ اَكْثَرَ النَّاسِ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿٢٩﴾

**۲۹**-۽ اسان توکي سڀني بني نوع انسان⑴ ڏانهن (جن مان هڪ به تنهنجي رسالت جي دائري کان ٻاهر نه رهي اهڙو) رسول بڻائي موڪليو آهي جيڪو (مومنن کي) خوشخبري ڏئي ٿو ۽ (ڪافرن کي) هوشيار ڪري ٿو پر انسانن مان اڪثر انهيءَ حقيقت کان واقف نه آهن.

وَيَقُوْلُوْنَ مَتٰى هٰذَا الْوَعْدُ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ﴿٣٠﴾

**۳۰**-۽ اُهي (جوش ۾ اچي) چَوَن ٿا ته هيءُ (سڀني دنيا تائين رسالت جو پيغام ڏيڻ جو) واعدو جيڪڏهن تون سچو آهين ڪڏهن پورو ٿيندو؟

قُلْ لَّكُمْ مِّيْعَادُ يَوْمٍ لَّا تَسْتَاْخِرُوْنَ عَنْهُ

**۳۱**-تون چوءُ ته توهان جي لاءِ هڪ⑵

---

١-هتي كَآفَّةً لِّلنَّاسِ جا لفظ آهن ۽ كَفَّ الشَّيْءَ جي هيءَ معنيٰ ٿيندي آهي ته ڪنهن شيءِ کي اهڙي طرح گڏ ڪيو وڃي جو اُن جو ڪو حصو ٻاهر نه رهي (اقرب) هيءَ آيت ان ڳالهه جو زبردست ثبوت آهي ته يهودي هجي عيسائي يا ڪنهن ٻي مذهب جو. ۽ پلي قيامت تائين ڪنهن صدي ۾ پيدا ٿيڻ وارو هجي هو رسول ڪريم ﷺ جي رسالت جي ماتحت آهي. اهڙي ڪا دعويٰ نه توريت ۾ آهي نه انجيل ۾، نه ويدن ۾. بيشڪ سڀني مذهبن ڏانهن ۽ سڀني زمانن ڏانهن ۽ سڀني قومن ڏانهن مبعوث هجڻ جي دعويٰ صرف محمد رسول اللّٰه جي آهي. جيڪا هن آيت مان ثابت آهي. اڳوڻن نبين جيڪي دعوائون ڪيون آهن ڪنهن نبيءَ جي اهڙي وسيع ۽ مڪمل دعويٰ ناهي. ان ڪري جڏهن هو پاڻ ئي محمد رسول اللّٰه ﷺ جي سامهون پنهنجي شڪست مڃين ٿا ته سندن اُمتن لاءِ مسلمانن سان ٽڪرائڻ جو ڪهڙو دليل رهجي ٿو وڃي.

٢-هڪ ڏينهن مان مراد هڪ هزار سال آهي. يعني اسلام جي ترقيءَ جا پهريان ٽي سئو سال

سَاعَةً وَّلَا تَسْتَقْدِمُوْنَ ﴿٣١﴾ ع

ڏينهن جو ميعاد مقرر آهي نہ تہ توهان انهيءَ کان هڪ گهڙي پوئتي رهي سگهندؤ ،نہ هڪ گهڙي اڳتي وڌي سگهندؤ.

وَقَالَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا لَنْ نُّؤْمِنَ بِهٰذَا الْقُرْاٰنِ وَلَا بِالَّذِيْ بَيْنَ يَدَيْهِ ؕ وَلَوْ تَرٰٓى اِذِ الظّٰلِمُوْنَ مَوْقُوْفُوْنَ عِنْدَ رَبِّهِمْ ۖۚ يَرْجِعُ بَعْضُهُمْ اِلٰى بَعْضِ ۣ الْقَوْلَ ۚ يَقُوْلُ الَّذِيْنَ اسْتُضْعِفُوْا لِلَّذِيْنَ اسْتَكْبَرُوْا لَوْلَآ اَنْتُمْ لَكُنَّا مُؤْمِنِيْنَ ﴿٣٢﴾

**٣٢** ـ ۽ ڪافر چَوَن ٿا تہ اسان نہ تہ هن قرآن کي مڃون ٿا ۽ نہ انهن پيشگوين کي جيڪي انهي جي متعلق ڪيون ويون آهن ۽ جيڪڏهن تون ظالمن کي انهيءَ وقت ڏسين جڏهن اهي پنهنجي رب جي اڳيان بيهاريا ويندا ۽ انهن مان ڪي ڪن سان بحث ڪري رهيا هوندا ۽ ڪمزور طبقو متڪبر طبقي کي چئي رهيو هوندو تہ جيڪڏهن توهان نہ هجو ها تہ اسان ضرور ايمان آڻيون ها.

قَالَ الَّذِيْنَ اسْتَكْبَرُوْا لِلَّذِيْنَ اسْتُضْعِفُوْٓا اَنَحْنُ صَدَدْنٰكُمْ عَنِ الْهُدٰى بَعْدَ اِذْ جَآءَكُمْ بَلْ كُنْتُمْ مُّجْرِمِيْنَ ﴿٣٣﴾

**٣٣** ـ (تڏهن) متڪبر طبقو جواب ۾ ڪمزور طبقي کي چوندو، تہ جڏهن هدايت توهان وٽ پهچي وئي هئي تہ ڇا اسان توهانکي انهيءَ کان روڪيو هو؟ (هرگز نہ) پر توهان خود ئي ڏوهاري هئا.

وَقَالَ الَّذِيْنَ اسْتُضْعِفُوْا لِلَّذِيْنَ اسْتَكْبَرُوْا بَلْ مَكْرُ الَّيْلِ وَالنَّهَارِ اِذْ تَاْمُرُوْنَنَآ اَنْ نَّكْفُرَ بِاللّٰهِ وَنَجْعَلَ لَهٗٓ

**٣٤** ـ ۽ اهي ماڻهو جن کي ضعيف سمجهيو ويو هو، انهن ماڻهن کي جيڪي متڪبر هئا چوندا (اسان ائين ئي ڏوهاري نہ بڻجي ويا هئاسين) پر توهانجي رات ۽ ڏينهن جي تدبيرن اسانکي ائين بڻائي ڇڏيو.

**(باقي حاشيو)** حديث جي مطابق ڳڌائي تيرهين صدي هجريءَ تائين هي واعدو هلندو. ۽ ٽين صدي کانپوءِ جڏهن هزار سال پورا ٿي ويندا يعني بطور اصطلاح هڪ ڏينهن تہ اسلام جي ترقيءَ جو زمانو اچي ويندو.

اَنۡـدَادًا ؕ وَاَسَرُّوا النَّدَامَـةَ لَمَّا رَاَوُا الۡعَذَابَ ؕ وَجَعَلۡنَا الۡاَغۡلٰلَ فِیۡۤ اَعۡنَاقِ الَّذِیۡنَ كَفَرُوۡا ؕ هَلۡ يُجۡزَوۡنَ اِلَّا مَا كَانُوۡا يَعۡمَلُوۡنَ ﴿۳۴﴾

جڏهن تہ توهان اسانکي اللّٰه جي حڪمن جي انڪار ڪرڻ ۽ انهيءَ جي شريڪ بڻائڻ جي تعليم ڏيندا هئا ۽ جڏهن (انهن سرڪشين جي نتيجي ۾) انهن هڪ خطرناڪ عذاب ڏٺو. تہ (جيڪي ماڻهو پنهنجي پاڻ کي وڏو سمجهندا هئا) انهن (پنهنجي دل جي) شرمساريءَ کي لڪائڻ شروع ڪيو ① ۽ اسان انهن مان جيڪي پڪا ڪافر هوندا انهن جي ڳچين ۾ ڳٽ وجهنداسين. (۽ اِها سزا انهن جي بدعملين کان وڌيڪ نہ هوندي، تہ ڇا اُهي سمجهي ٿا سگهن تہ) انهن کي جيڪا سزا ڏني ويندي اها انهن جي عمل جي مطابق هوندي.

وَمَاۤ اَرۡسَلۡنَا فِیۡ قَرۡيَةٍ مِّنۡ نَّذِيۡرٍ اِلَّا قَالَ مُتۡرَفُوۡهَاۤ ۙ اِنَّا بِمَاۤ اُرۡسِلۡتُمۡ بِهٖ كٰفِرُوۡنَ ﴿۳۵﴾

**٣٥**-۽ اسان ڪنهن بستيءَ ۾ ڪو هوشيار ڪرڻ وارو (نبي) نہ موڪليو آهي جو انهيءَ جي آسودن ماڻهن هيءُ نہ چيو هجي تہ (اي رسولؤ!) اسان توهانجي رسالت جا منڪر آهيون.

وَقَالُوۡا نَحۡنُ اَكۡثَرُ اَمۡوَالًا وَّاَوۡلَادًا ۙ وَّمَا نَحۡنُ بِمُعَذَّبِيۡنَ ﴿۳۶﴾

**٣٦**-پڻ اُهي اِهو بہ چوندا رهيا آهن تہ اسان توهان کان مال ۽ اولاد ۾ وڌيڪ آهيون ۽ اسان تي ڪڏهن بہ عذاب نازل نہ ٿيندو.

قُلۡ اِنَّ رَبِّیۡ يَبۡسُطُ الرِّزۡقَ لِمَنۡ يَّشَآءُ

**٣٧**-تون چؤ، منهنجو رب، جنهن لاءِ

١-يعني اسين تہ اُن ڳالهہ تي خوش هئاسين تہ اسان کي خدا جو شريڪ قرار ڏنو ٿو وڃي. ۽ اسانکي هڪ وڏو عذاب ملي رهيو آهي.

وَيَقْدِرُ وَلٰكِنَّ اَكْثَرَ النَّاسِ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿٣٦﴾ ع

چاهي ٿو رزق (جو دروازو) کولي ڇڏي ٿو ۽ جنهن لاءِ گهري ٿو تنگ ڪري ڇڏي ٿو پر ماڻهن مان اڪثر ڄاڻن نہ ٿا.

وَمَآ اَمْوَالُكُمْ وَلَآ اَوْلَادُكُمْ بِالَّتِيْ تُقَرِّبُكُمْ عِنْدَنَا زُلْفٰى اِلَّا مَنْ اٰمَنَ وَعَمِلَ صَالِحًا فَاُولٰٓئِكَ لَهُمْ جَزَآءُ الضِّعْفِ بِمَا عَمِلُوْا وَهُمْ فِي الْغُرُفٰتِ اٰمِنُوْنَ ﴿٣٧﴾

٣٨- ۽ توهانجو مال ۽ توهانجو اولاد اهڙي شيءِ ناهن جو توهانکي اسانجو مقرب بڻائي ڇڏين، ها جيڪو ايمان آڻي ٿو ۽ انهيءَ جي حال سارو عمل ڪري ٿو (اهو ئي اسانجو مقرب هوندو آهي) ۽ اهڙن ئي ماڻهن ڪي انهن جي سُٺن عملن جي سبب جي ڪري وڏ ڪان وڏ بدلو ملندو ۽ اهي ماڙين ۾ امن سان زندگي بسر ڪندا.

وَالَّذِيْنَ يَسْعَوْنَ فِيْٓ اٰيٰتِنَا مُعٰجِزِيْنَ اُولٰٓئِكَ فِي الْعَذَابِ مُحْضَرُوْنَ ﴿٣٨﴾

٣٩- ۽ اهي ماڻهو جيڪي اسانجي نشانن جي باري ۾ اسانکي عاجز ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪن ٿا اهي ماڻهو سخت عذاب جي سامهون پيش ڪيا ويندا.

قُلْ اِنَّ رَبِّيْ يَبْسُطُ الرِّزْقَ لِمَنْ يَّشَآءُ مِنْ عِبَادِهٖ وَيَقْدِرُ لَهٗ ؕ وَمَآ اَنْفَقْتُمْ مِّنْ شَيْءٍ فَهُوَ يُخْلِفُهٗ ۚ وَهُوَ خَيْرُ الرّٰزِقِيْنَ ﴿٣٩﴾

٤٠- (۽) تون چوءُ منهنجو رب پنهنجن ٻانهن مان جنهن جي رزق ڪي گهري ٿو ڪُشادو ڪري ٿو ۽ جنهن جي رزق ڪي چاهي ٿو تنگ ڪري ڇڏي ٿو ۽ جيڪي ڪي توهان خرچ ڪيو، اهو انهيءَ جو نتيجو ضرور ڪيندو. اهو سڀني رزق ڏيڻ وارن مان سنو (۽ ڪامل) آهي.

وَيَوْمَ يَحْشُرُهُمْ جَمِيْعًا ثُمَّ يَقُوْلُ لِلْمَلٰٓئِكَةِ اَهٰٓؤُلَآءِ اِيَّاكُمْ كَانُوْا

٤١- ۽ جنهن ڏينهن اهو (اللّٰه) انهن سڀني ڪي گڏ ڪندو پوءِ اهو فرشتن ڪي چوَندو

يَعْبُدُوْنَ ﴿٤١﴾

چا هي ماڻهو توهانجي عبادت ڪندا هئا؟

قَالُوْا سُبْحٰنَكَ اَنْتَ وَلِيُّنَا مِنْ دُوْنِهِمْ ۚ بَلْ كَانُوْا يَعْبُدُوْنَ الْجِنَّ ۚ اَكْثَرُهُمْ بِهِمْ مُّؤْمِنُوْنَ ﴿٤٢﴾

۴۲-اُهي چَوَندا تہ تون پاڪ آهين. انهن کي ڇڏي فقط تون اسانجو دوست آهين (پوءِ ائين نہ جهڙيءَ طرح ڪافر چَوَندا) پر حقيقت هيءَ آهي تہ اهي خيالي ۽ ڳجهين هستين جي عبادت ڪندا هئا ۽ انهن مان اڪثر انهن هستين تي ايمان آڻيندا هئا.

فَالْيَوْمَ لَا يَمْلِكُ بَعْضُكُمْ لِبَعْضٍ نَّفْعًا وَّلَا ضَرًّا ۭ وَنَقُوْلُ لِلَّذِيْنَ ظَلَمُوْا ذُوْقُوْا عَذَابَ النَّارِ الَّتِيْ كُنْتُمْ بِهَا تُكَذِّبُوْنَ ﴿٤٣﴾

۴۳-پوءِ انهن کي چيو ويندو، اڄ توهان مان ڪي ڪن کي نہ نفعو پهچائي سگهندا، نہ نقصان.۽ اسان ظالمن کي چَونداسين، تہ هن دوزخ جو عذاب چکو۔ جنهن کي توهان ڪوڙو سمجهندا هئا.

وَاِذَا تُتْلٰى عَلَيْهِمْ اٰيٰتُنَا بَيِّنٰتٍ قَالُوْا مَا هٰذَآ اِلَّا رَجُلٌ يُّرِيْدُ اَنْ يَّصُدَّكُمْ عَمَّا كَانَ يَعْبُدُ اٰبَآؤُكُمْ ۚ وَقَالُوْا مَا هٰذَآ اِلَّآ اِفْكٌ مُّفْتَرًى ۭ وَقَالَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا لِلْحَقِّ لَمَّا جَآءَهُمْ ۙ اِنْ هٰذَآ اِلَّا سِحْرٌ مُّبِيْنٌ ﴿٤٤﴾

۴۴-۽ جڏهن انهن جي اڳيان اسانجا ظاهر ظهور نشان پڙهي ٻڌايا وڃن ٿا تہ اهي چَوَن ٿا تہ هي شخص صرف اهڙو ماڻهو آهي جيڪو توهانکي انهن (هستين) جي عبادت کان روڪڻ چاهي ٿو، جن جي توهان جا ابا ڏاڏا عبادت ڪندا هئا ۽ چَوَن ٿا هي (قرآن رڳو) ڪوڙ آهي جيڪو پنهنجي نفس سان ٺاهيو ويو آهي ۽ جڏهن ڪامل سچائي انهن وٽ اچي وڃي ٿي تہ ڪافر مجبور ٿي هيئن چَوَن ٿا تہ هيءُ تہ هڪ ظاهر ظهور دوکو① آهي.

١-سِحُر جي معنيٰ عربي زبان ۾ جادوءَ جي بہ ٿيندي آهي ۽ دل کي موهيندڙ ڳالهہ جي بہ. ان

وَمَآ اٰتَيْنٰهُمْ مِّنْ كُتُبٍ يَّدْرُسُوْنَهَا وَمَآ اَرْسَلْنَآ اِلَيْهِمْ قَبْلَكَ مِنْ نَّذِيْرٍ ﴿٤٥﴾

۴۵-۽ اسان انهن کي ڪي (آسماني) صحيفا نہ ڏنا آهن جن کي اهي پڙهندا هجن (۽ انهن ۾ اهڙيون بيهوديون ڳالهيون لکيل هجن) ۽ نہ اسان انهن ڏانهن توکان پهرين ڪو (اهڙو) ڊيڄارڻ وارو موڪليو آهي (جنهن اهڙيون بيهوديون ڳالهيون انهن کي سيکاريون هجن).

وَكَذَّبَ الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ ۙ وَمَا بَلَغُوْا مِعْشَارَ مَآ اٰتَيْنٰهُمْ فَكَذَّبُوْا رُسُلِيْ ۖ فَكَيْفَ كَانَ نَكِيْرِ ﴿٤٦﴾ ع

۴٦-۽ جيڪي ماڻهو انهن کان پهرين هئا انهن بہ (پنهنجي رسولن کي) ڪوڙو ٺي سمجهيو هو ۽ هن زماني جي ماڻهن کي انهيءَ طاقت جو ڏهون حصو بہ نہ مليو آهي جيڪا اسان انهن کان پهرين ماڻهن کي ڏني هئي پر انهن ماڻهن (بہ باوجود پهرين کان ذليل هئڻ جي ۽ انهن جي سزا کي ڏسڻ جي) اسانجن رسولن جو انڪار ٺي ڪيو، سو (هاڻي ڏسن تہ انهن حالتن ۾) منهنجي انڪار جو نتيجو (يعني عذاب) ڪهڙو هوندو آهي.

قُلْ اِنَّمَآ اَعِظُكُمْ بِوَاحِدَةٍ ۚ اَنْ تَقُوْمُوْا لِلّٰهِ مَثْنٰى وَفُرَادٰى ثُمَّ تَتَفَكَّرُوْا ۫ مَا بِصَاحِبِكُمْ مِّنْ جِنَّةٍ ۭ اِنْ هُوَ اِلَّا نَذِيْرٌ

۴۷-تون چؤ، مان توهانکي هڪ ڳالهہ جي نصيحت ٿو ڪيان (گهٽ ۾ گهٽ اُها تہ مڃيو) اُها هيءَ آهي تہ الله جي اڳيان ٻہ ٻہ ٿي ۽ اڪيلا اڪيلا بيهي وڃو. پوءِ غور ڪيو (تہ لازماً اهو ٺي نتيجو نڪرندو)

**(باقي حاشيو)** ڪري جڏهن ڪافر هي ڏسندا هئا تہ قرآن ڪريم ۾ بيان ڪيل ڪامل سچائيون ماڻهن جي دلين کي موهي رهيون آهن تہ هو پنهنجي سنگتين کي دوڪو ڏيڻ لاءِ هي چوندا هئا تہ محمد رسول الله ﷺ دوکو ڏيڻ وارن لفظن ۾ ڪي ڳالهيون چئي ٿو ڇڏي نہ تہ هو آهي (نعوذ بالله) ڪوڙو.

لَّكُمْ بَيْنَ يَدَيْ عَذَابٍ شَدِيْدٍ ﴿٤٧﴾

تہ توهانجو هي رسول چريو نہ آهي، اهو صرف توهانکي آئيندي اچڻ واري سخت عذاب کان هوشيار ڪرڻ وارو (شخص) آهي.

قُلْ مَا سَاَلْتُكُمْ مِّنْ اَجْرٍ فَهُوَ لَكُمْ ۗ اِنْ اَجْرِيَ اِلَّا عَلَى اللّٰهِ ۚ وَهُوَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ شَهِيْدٌ ﴿٤٨﴾

۴۸-تون چؤ مون توهان کان (تبليغ رسالت جي بدلي ۾) جيڪا بہ اُجرت گُهري هجي، اها توهان ئي ونو. منهنجو حق صرف اللّٰه تي آهي ۽ هو هر شيءِ کي ڏسي رهيو آهي.

قُلْ اِنَّ رَبِّيْ يَقْذِفُ بِالْحَقِّ ۚ عَلَّامُ الْغُيُوْبِ ﴿٤٩﴾

۴۹-(پوءِ انهن کي) چؤ تہ منهنجو رب يقيناً حق جي ذريعي (ڪوڙ کي) ٽڪرا ٽڪرا ڪري رهيو آهي ۽ اهو هر غيب کي چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو.

قُلْ جَآءَ الْحَقُّ وَمَا يُبْدِئُ الْبَاطِلُ وَمَا يُعِيْدُ ﴿٥٠﴾

۵۰-(۽) چؤ تہ ڪامل حق اچي ويو آهي ۽ باطل ڪا شيءِ پيدا نٿو ڪري ۽ نہ ڪنهن مري ويل شيءِ کي واپس آڻي سگهي ٿو①.

قُلْ اِنْ ضَلَلْتُ فَاِنَّمَآ اَضِلُّ عَلٰى نَفْسِيْ ۚ وَاِنِ اهْتَدَيْتُ فَبِمَا يُوْحِيْٓ اِلَيَّ رَبِّيْ ۗ اِنَّهٗ سَمِيْعٌ قَرِيْبٌ ﴿٥١﴾

۵۱-تون چؤ جيڪڏهن مان گمراهہ آهيان تہ منهنجي گمراهيءَ جي مصيبت صرف منهنجي ذات تي پوندي ۽ جيڪڏهن مان هدايت تي آهيان تہ صرف هن وحيءَ جي

١-مطلب هي آهي تہ سچيون ۽ سوپاريون تحريڪون حق سان پيدا ٿينديون آهن. باطل ڪا سوپاري تحريڪ نٿو هلائي سگهي جيڪا حق جي مقابلي م بيهي سگهي. ۽ جڏهن حق اچي وڃي ۽ باطل تباهہ ٿي وڃي جهڙوڪ فرمايائين **قُلْ جَآءَ الْحَقُّ وَزَهَقَ الْبَاطِلُ** (سورت بني اسرائيل ٨٢) تڏهن باطل ۾ اِها سگهہ نہ هوندي آهي تہ هو پنهنجي مُئل تحريڪ کي جيئرو ڪري سگهي. اِها طاقت حق ۾ ئي آهي تہ هو مرندي مرندي جيئرو ٿيندو آهي ۽ پنهنجي دشمنن کي ناڪام ڪندو رهندو آهي. جهڙوڪ اسلام جو پيهر پکڙجڻ اُن جو ثبوت ڏئي رهيو آهي.

سببان آهيان جيڪا منهنجي رب مون تي نازل ڪئي آهي. هو يقيناً ڏاڍو دُعائن ٻڌڻ وارو (۽) ٻانهي وٽ ئي موجود رهڻ وارو آهي.

وَلَوْ تَرٰٓى اِذْ فَزِعُوْا فَلَا فَوْتَ وَ اُخِذُوْا مِنْ مَّكَانٍ قَرِيْبٍ ۝٥١

**٥١**۔ ۽ جيڪڏهن تون انهيءَ حالت ڪي ڏسين جڏهن ته اِهي (خدا جي عذاب جي سببان) گهٻرائجي ويندا ۽ انهن ڪي ڀڄڻ جو رستو نه ملندو ۽ هڪ ويجهي گهر مان اهي پڪڙيا ويندا (ته توکي معلوم ٿي ويندو ته اهي ڪهڙا بزدل آهن).

وَّ قَالُوْٓا اٰمَنَّا بِهٖ ۚ وَ اَنّٰى لَهُمُ التَّنَاوُشُ مِنْ مَّكَانٍ بَعِيْدٍ ۝٥٢

**٥٢**۔ ۽ چوندا ته اسان هن (ڪلام) تي ايمان آندو پر انهن ڪي انهيءَ (يعني ايمان) جو حاصل ڪرڻ ايترو پري وڃي ڪهڙي ريت نصيب ٿي سگهي ٿو.

وَّ قَدْ كَفَرُوْا بِهٖ مِنْ قَبْلُ ۚ وَ يَقْذِفُوْنَ بِالْغَيْبِ مِنْ مَّكَانٍ بَعِيْدٍ ۝٥٣

**٥٣**۔ ۽ اهي انهيءَ کان پهرين انهيءَ جو انڪار ڪري چُڪا آهن ۽ پري ويهي بنان غور ۽ ويچار جي خيالي اعتراض ڪندا رهيا آهن.

وَ حِيْلَ بَيْنَهُمْ وَ بَيْنَ مَا يَشْتَهُوْنَ كَمَا فُعِلَ بِاَشْيَاعِهِمْ مِّنْ قَبْلُ ؕ اِنَّهُمْ كَانُوْا فِيْ شَكٍّ مُّرِيْبٍ ۝٥٤ ع ٦

**٥٤**۔ ۽ انهن جي وچم ۽ انهن جي خواهشن جي وچم رنڊڪون وڌيون ويون. اُهڙيءَ طرح جهڙيءَ طرح انهن جي هم جنس ماڻهن سان انهن کان پهريون ڪيو ويو هو. اُهي به هڪ اهڙي شڪ مبتلا هئا جيڪو بي چيني پيدا ڪرڻ وارو هو (۽ هي به).

سُوْرَةُ فَاطِرٍ مَّكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ سِتٌّ وَّ اَرْبَعُوْنَ اٰيَةً وَّ خَمْسَةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت فاطر- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ڇائيتاليهه آيتون ۽ پنج رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١-(مان) اللّٰــه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ فَاطِرِ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ جَاعِلِ الْمَلٰٓئِكَةِ رُسُلًا اُولِيْٓ اَجْنِحَةٍ مَّثْنٰى وَثُلٰثَ وَرُبٰعَ ۭ يَزِيْدُ فِي الْخَلْقِ مَا يَشَاۗءُ ۭ اِنَّ اللّٰهَ عَلٰي كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ②

٢-اللّٰه جي لاءِ ئي سڀ تعريف آهي جيڪو آسمانن ۽ زمين کي (هڪ نئين نظام① جي مطابق) پيدا ڪرڻ وارو آهي (۽) فرشتن کي اهڙي حالت ۾ رسول بڻائي موڪلڻ وارو آهي جو ڪڏهن ته انهن کي ٻه ٻه پر هوندا② آهن، ڪڏهن ٽي ٽي ۽ ڪڏهن چار چار.(۽ انهن فرشتن جي پرن جي) پيدائش ۾ اهو (اللّٰــه) جيتري چاهي ٿو زيادتي بخشي ٿو اللّٰــه هر هڪ شي ءِ تي ڏاڍو قادر آهي.

مَا يَفْتَحِ اللّٰهُ لِلنَّاسِ مِنْ رَّحْمَةٍ فَلَا

٣-جيڪو رحمت جو سامان اللّٰــه ماڻهن

١-جيئن ته زمين ۽ آسمان اڳ ڪان پيدا ڪيل آهن پيو فَــاطِــر جي معنيٰ بلڪل نئين پيدائش جي آهي.ان ڪري ٻن پيدائشن جي پيٽ ۽ فاطر جي لفظ کي سامهون رکندي ترجمي ۾ ”نئين نظام جي مطابق“ جا لفظ وڌايا ويا آهن.

٢-هن جڳهه رسول ڪريم ﷺ جي وحيءَ جي سرسي ٻڌائي آهي ته هاڻي هن رسول تي اهڙا فرشتا نازل ٿيندا جيڪي خداتعاليٰ جي ڪيترين ئي صفتن جا مالڪ هوندا. ٻه ٻه صفتن جا ٽن ٽن ۽ چئن چئن جا. پر انهن تي ئي بس ناهي.خداتعاليٰ چاهيندو ته قرآني وحي آڻڻ وارن فرشتن جي پَرن يعني الٰهي صفتن جن کي هو ظاهر ڪرڻ وارا هوندا، وڌائي ڇڏيندو.

مُمْسِكَ لَهَا ۚ وَمَا يُمْسِكْ ۙ فَلَا مُرْسِلَ لَهٗ مِنۢ بَعْدِهٖ ؕ وَهُوَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ③

لاءِ کولي انهيءَ کي کو بند ڪرڻ وارو ڪونهي ۽ جنهن رحمت جي سامان کي اهو بند ڪري ته انهيءَ کي خدا جي بند ڪرڻ کانپوءِ ڪو جاري ڪرڻ وارو ڪونهي ۽ اهو وڏو غالب (۽) وڏي حڪمت وارو آهي

يٰٓاَيُّهَا النَّاسُ اذْكُرُوْا نِعْمَتَ اللّٰهِ عَلَيْكُمْ ؕ هَلْ مِنْ خَالِقٍ غَيْرُ اللّٰهِ يَرْزُقُكُمْ مِّنَ السَّمَآءِ وَالْاَرْضِ ؕ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ۖ فَاَنّٰى تُؤْفَكُوْنَ ④

٤-اي انسانو! الله جي جيڪا نعمت توهان تي نازل ٿي آهي،انهيءَ کي ياد ڪيو. ڇا الله کانسواءِ ڪو خالق آهي جيڪو آسمان ۽ زمين مان توهان کي رزق ڏيندو هجي؟ انهيءَ کانسواءِ ڪو معبود ناهي پوءِ توهان ڪيڏانهن برغلائي نيا وڃو ٿا.

وَاِنْ يُّكَذِّبُوْكَ فَقَدْ كُذِّبَتْ رُسُلٌ مِّنْ قَبْلِكَ ؕ وَاِلَى اللّٰهِ تُرْجَعُ الْاُمُوْرُ ⑤

٥-جيڪڏهن اهي ماڻهو تو کي ڪوڙو ڪن ٿا ته (ڪهڙو حرج آهي) تو کان پهرين جيترا رسول ٿي گذريا آهن انهن کي به ڪوڙو ڪيو ويو هو ۽ سڀ معاملا (فيصلي جي لاءِ) الله جي حضور ۾ پيش ڪيا ويندا.

يٰٓاَيُّهَا النَّاسُ اِنَّ وَعْدَ اللّٰهِ حَقٌّ فَلَا تَغُرَّنَّكُمُ الْحَيٰوةُ الدُّنْيَا ۗ وَلَا يَغُرَّنَّكُمْ بِاللّٰهِ الْغَرُوْرُ ⑥

٦-اي انسانو! الله جو واعدو يقيناً سچو آهي پوءِ توهان کي دنياوي زندگي ڏوکي ۾ نه وجهي ۽ ڪو ڏوکي ڏيڻ وارو توهان کي الله جي باري ۾ ڏوکو نه ڏئي.

اِنَّ الشَّيْطٰنَ لَكُمْ عَدُوٌّ فَاتَّخِذُوْهُ عَدُوًّا ؕ اِنَّمَا يَدْعُوْا حِزْبَهٗ لِيَكُوْنُوْا مِنْ اَصْحٰبِ السَّعِيْرِ ⑦ؕ

٧-شيطان توهان جو يقيناً دشمن آهي. سو انهيءَ کي دشمن ئي سمجهو.اهو پنهنجي ساٿين کي صرف انهيءَ لاءِ سڏي ٿو ته اهي دوزخي بڻجي وڃن.

اَلَّذِيْنَ كَفَرُوْا لَهُمْ عَذَابٌ شَدِيْدٌ ۬ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ لَهُمْ مَّغْفِرَةٌ وَّاَجْرٌ كَبِيْرٌ ۝٨ ع ٨/١٣

٨-اهي ماڻهو جن ڪفر ڪيو آهي انهن جي لاءِ سخت عذاب مقدر آهي ۽ اهي ماڻهو جن ايمان آندو ۽ ايمان جي مطابق انهن ڪم به ڪيا، انهن جي حصي ۾ بخشش ۽ تمام وڏو انعام آهي.

اَفَمَنْ زُيِّنَ لَهٗ سُوْٓءُ عَمَلِهٖ فَرَاٰهُ حَسَنًا ؕ فَاِنَّ اللّٰهَ يُضِلُّ مَنْ يَّشَآءُ وَيَهْدِيْ مَنْ يَّشَآءُ ۖ فَلَا تَذْهَبْ نَفْسُكَ عَلَيْهِمْ حَسَرٰتٍ ؕ اِنَّ اللّٰهَ عَلِيْمٌۢ بِمَا يَصْنَعُوْنَ ۝٩

٩-ڇا جنهن شخص جي لاءِ ان جي بد اعمالي خوبصورت ڪري ڏيکاري وئي هجي ۽ اهو انهيءَ کي چڱو سمجهندو هجي (اهو هدايت حاصل ڪري سگهي ٿو؟) پوءِ ياد رکو، اللّٰه جنهن کي گُهري ٿو (يعني ان جي قابل سمجهي ٿو) انهي کي هلاڪ ڪري ڇڏي ٿو ۽ جنهن کي گُهري ٿو (يعني قابل سمجهي ٿو) ان کي ڪاميابيءَ جو رستو ڏيکاري ڇڏي ٿو. پوءِ تنهنجي جان انهن جي ڪري حسرت ۽ غم جي باعث هلاڪ نه ٿي وڃي. اللّٰه انهن جي عملن کي خوب ڄاڻي ٿو (سو خدا جي سزا عمل جي عين مطابق هوندي آهي بنان سبب جي نه هوندي آهي).

وَاللّٰهُ الَّذِيْٓ اَرْسَلَ الرِّيٰحَ فَتُثِيْرُ سَحَابًا فَسُقْنٰهُ اِلٰى بَلَدٍ مَّيِّتٍ فَاَحْيَيْنَا بِهِ الْاَرْضَ بَعْدَ مَوْتِهَا ؕ كَذٰلِكَ النُّشُوْرُ ۝١٠

١٠-۽ اللّٰه اهو آهي جيڪو هوائون موڪلي ٿو جيڪي ڪڪر کي کڻن ٿيون.پوءِ اسان انهيءَ کي هڪ مُرده ملڪ ڏانهن ڌڪي وڃون ٿا ۽ انهي جي ذريعي زمين کي انهيءَ جي ويرانيءَ کانپوءِ آباد ڪري ڇڏيون ٿا اهڙيءَ طرح موت کانپوءِ اُٿڻ جو قانون مقرر آهي.

مَنْ كَانَ يُرِيْدُ الْعِزَّةَ فَلِلّٰهِ الْعِزَّةُ جَمِيْعًا ؕ

١١-جيڪڏهن ڪو عزت چاهي ٿو ته انهيءَ کي ياد رهي ته عزت سڀ اللّٰه جي

اِلَيۡهِ يَصۡعَدُ الۡكَلِمُ الطَّيِّبُ وَالۡعَمَلُ الصَّالِحُ يَرۡفَعُهٗ ؕ وَالَّذِيۡنَ يَمۡكُرُوۡنَ السَّيِّاٰتِ لَهُمۡ عَذَابٌ شَدِيۡدٌ ؕ وَمَكۡرُ اُولٰٓئِكَ هُوَ يَبُوۡرُ ⑪

هٿ ۾ آهي، پاڪ ڳالهيون انهيءَ ڏانهن چڙهي وڃن ٿيون ۽ ايمان جي مطابق عمل ①انهن کي کڻي ٿو ۽ جيڪي ماڻهو (تنهنجي خلاف) بريون تدبيرون ڪن ٿا انهن جي لاءِ سخت عذاب، (مقدر) آهي ۽ انهن ماڻهن جي تدبير ئي تباهه ٿيڻ واري شيءِ آهي (نڪي تون).

وَاللّٰهُ خَلَقَكُمۡ مِّنۡ تُرَابٍ ثُمَّ مِنۡ نُّطۡفَةٍ ثُمَّ جَعَلَكُمۡ اَزۡوَاجًا ؕ وَمَا تَحۡمِلُ مِنۡ اُنۡثٰى وَلَا تَضَعُ اِلَّا بِعِلۡمِهٖ ؕ وَمَا يُعَمَّرُ مِنۡ مُّعَمَّرٍ وَّلَا يُنۡقَصُ مِنۡ عُمُرِهٖۤ اِلَّا فِىۡ كِتٰبٍ ؕ اِنَّ ذٰلِكَ عَلَى اللّٰهِ يَسِيۡرٌ ⑫

**١٢**ـ ۽ الله توهان کي مٽيءَ مان پيدا ڪيو آهي انهيءَ کانپوءِ نطفي مان. پوءِ جوڙن جي شڪل ۾ بڻايو آهي. ۽ ڪنهن عورت کي حمل نٿو ٿئي ۽ نه اها ٻار ڄڻي ٿي پر اهو خدا جي علم جي مطابق هوندو آهي ۽ نه ڪووڏي عمر وارو وڏي عمر ماڻي ٿو ۽ نه ڪنهن جي عمر ۾ گهٽتائي ڪئي وڃي ٿي پر اها هڪ قانون جي مطابق آهي. هي ڳالهه الله جي لاءِ بلڪل سَولي آهي.

وَمَا يَسۡتَوِى الۡبَحۡرٰنِ ۖ هٰذَا عَذۡبٌ فُرَاتٌ سَآئِغٌ شَرَابُهٗ وَهٰذَا مِلۡحٌ اُجَاجٌ ؕ وَمِنۡ كُلٍّ تَاۡكُلُوۡنَ لَحۡمًا طَرِيًّا وَّتَسۡتَخۡرِجُوۡنَ حِلۡيَةً تَلۡبَسُوۡنَهَا ۚ وَتَرَى الۡفُلۡكَ فِيۡهِ

**١٣**ـ ۽ اهڙا ٻه سمنڊ (يا درياهه) هرگز برابر نٿا ٿي سگهن جو (انهن مان) هڪ ته مٺو ۽ وڻندڙ هجي ۽ ان جو پاڻي سَوَلائيءَ سان نڙيءَ مان لهي ويندو هجي ۽ هڪ (ٻيو) لوڻ وارو نڙي ساڙڻ وارو هجي ۽ توهان (انهيءَ جي باوجود) انهن ٻنهي

١ ـــ قرآن ڪريم ۾ ضمير واحد آهي اسان ترجمي ۾ جمع ڪئي آهي اُن جو سبب هي آهي ته اُن کان اڳ اَلۡكَلِمُ جو لفظ آيو آهي جيڪو جمع آهي ۽ عربيءَ ۾ ڪڏهن جمع جي لاءِ واحد جي ضمير استعمال ڪئي ويندي آهي ۽ مطلب هي هوندو آهي ته اُنهن مان هر هڪ سان اِهو سلوڪ ٿيندو آهي.

مَوَاخِرَ لِتَبْتَغُوْا مِنْ فَضْلِهٖ وَلَعَلَّكُمْ تَشْكُرُوْنَ ⑬

سمندن (يا دريائن) مان تازو گوشت کائو ٿا ۽ انهن مان زيور جي طور تي استعمال ٿيڻ واريون شيون ڪڍو ٿا. (يعني موتي وغيره) جيڪي توهان پهريو ٿا ۽ توهان ٻيڙين کي ڏسو ٿا ته انهن ۾ لهرن کي چيريندڙيون هليون وڃن ٿيون انهيءَ لاءِ ته توهان انهيءَ (خدا) جي فضل جي تلاش ڪيو ۽ انهيءَ لاءِ ته توهان شڪر گذار بڻجو.

يُوْلِجُ الَّيْلَ فِي النَّهَارِ وَيُوْلِجُ النَّهَارَ فِي الَّيْلِ ۙ وَسَخَّرَ الشَّمْسَ وَالْقَمَرَ ۖ كُلٌّ يَّجْرِيْ لِاَجَلٍ مُّسَمًّى ۭ ذٰلِكُمُ اللّٰهُ رَبُّكُمْ لَهُ الْمُلْكُ ۭ وَالَّذِيْنَ تَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِهٖ مَا يَمْلِكُوْنَ مِنْ قِطْمِيْرٍ ⑭

١٤-اهو رات کي ڏينهن ۾ داخل ڪري ٿو ۽ ڏينهن کي رات ۾ داخل ڪري ٿو ۽ سج ۽ چنڊ کي هُن (سڀني مخلوق جي) خدمت ۾ لڳائي ڇڏيو آهي. انهن مان هر ڪو مقرر مدت لاءِ هلندو رهي ٿو. اِهو آهي توهانجو رب. بادشاهت انهيءَ جي آهي ۽ جن کي توهان انهيءَ کانسواءِ پڪاريو ٿا اُهي کجيءَ جي کڪڙي جي وچواري ڇِل جي برابر به ڪنهن شيءِ جا مالڪ نه آهن.

اِنْ تَدْعُوْهُمْ لَا يَسْمَعُوْا دُعَاۗءَكُمْ ۚ وَلَوْ سَمِعُوْا مَا اسْتَجَابُوْا لَكُمْ ۭ وَيَوْمَ الْقِيٰمَةِ يَكْفُرُوْنَ بِشِرْكِكُمْ ۭ وَلَا يُنَبِّئُكَ مِثْلُ خَبِيْرٍ ⑮ ع

١٥-جيڪڏهن توهان انهن کي سڏيو ته اهي ڪڏهن به توهانجي دعا نه ٻڌندا ۽ جيڪڏهن کٽي ٻڌن به ته توهانجي فائدي لاءِ انهيءَ کي قبول نه ڪري سگهندا ۽ پوءِ قيامت جي ڏينهن توهانجي شرڪ جو انڪار ڪري ڇڏيندا ۽ توکي واقف ڪار① کان وڌيڪ سٺي خبر ڪو به نٿو ڏئي سگهي.

١-يعني محمد رسول الله ﷺ کانسواءِ جيڪو صاحبِ وحي ۽ الهام آهي.

يَـٰٓأَيُّهَا ٱلنَّاسُ أَنتُمُ ٱلْفُقَرَآءُ إِلَى ٱللَّهِ ۖ وَٱللَّهُ هُوَ ٱلْغَنِىُّ ٱلْحَمِيدُ ﴿١٦﴾

**١٦**ـ اي انسانو! توهان اللّٰه جا محتاج آهيو ۽ اللّٰه ڪنهن جو محتاج ڪونهي، پر سڀني تعريفن جو مالڪ آهي (يعني پين جون حاجتون پوريون ڪري ٿو).

إِن يَشَأْ يُذْهِبْكُمْ وَيَأْتِ بِخَلْقٍ جَدِيدٍ ﴿١٧﴾

**١٧**ـ جيڪڏهن اهو چاهي ته توهان سڀني کي تباهه ڪري ڇڏي ۽ هڪ نئين مخلوق پيدا ڪري ڇڏي.

وَمَا ذَٰلِكَ عَلَى ٱللَّهِ بِعَزِيزٍ ﴿١٨﴾

**١٨**ـ ۽ اللّٰه جي لاءِ اها ڳالهه هرگز ڏکي نه آهي.

وَلَا تَزِرُ وَازِرَةٌ وِزْرَ أُخْرَىٰ ۚ وَإِن تَدْعُ مُثْقَلَةٌ إِلَىٰ حِمْلِهَا لَا يُحْمَلْ مِنْهُ شَىْءٌ وَلَوْ كَانَ ذَا قُرْبَىٰٓ ۗ إِنَّمَا تُنذِرُ ٱلَّذِينَ يَخْشَوْنَ رَبَّهُم بِٱلْغَيْبِ وَأَقَامُوا۟ ٱلصَّلَوٰةَ ۚ وَمَن تَزَكَّىٰ فَإِنَّمَا يَتَزَكَّىٰ لِنَفْسِهِۦ ۚ وَإِلَى ٱللَّهِ ٱلْمَصِيرُ ﴿١٩﴾

**١٩**ـ ۽ ڪا بوجهه کڻڻ واري جان ٻئي جو بوجهه نٿي کڻي سگهي ۽ جيڪڏهن ڪو بار سان دٻيل پنهنجي بار جي کڻڻ لاءِ ڪنهن کي پُڪاري ته انهيءَ جو ذري برابر بار به نه کنيو ويندو ڀلي اهو ڪيترو ئي قريبي ڪٽي ڇو نه هجي. تون ته صرف انهن ماڻهن کي هوشيار ڪرين ٿو جيڪي پنهنجي رب کان عليحدگيءَ ۾ به ڊڄن ٿا ۽ نمازون (شرطن مطابق) ادا ڪن ٿا ۽ جيڪو شخص پاڪ هوندو آهي اهو صرف پنهنجي جان جي فائدي لاءِ پاڪ هوندو آهي ۽ آخر ڪار سڀني کي اللّٰه ڏانهن ئي موٽي وڃڻو آهي.

وَمَا يَسْتَوِى ٱلْأَعْمَىٰ وَٱلْبَصِيرُ ﴿٢٠﴾

**٢٠**ـ ۽ انڌو ۽ اکين وارو برابر نٿا ٿي سگهن.

وَلَا ٱلظُّلُمَـٰتُ وَلَا ٱلنُّورُ ﴿٢١﴾

**٢١**ـ ۽ نه اونداهيون ۽ سوجهرو (برابر ٿي سگهن ٿا).

وَلَا الظِّلُّ وَلَا الْحَرُوْرُ ﴿٢١﴾

**٢٢**- ۽ نہ ڇانو ۽ اُسُ (برابر ٿي سگهن ٿا).

وَمَا يَسْتَوِي الْاَحْيَآءُ وَلَا الْاَمْوَاتُ ۭ اِنَّ اللّٰهَ يُسْمِعُ مَنْ يَّشَآءُ ۚ وَمَآ اَنْتَ بِمُسْمِعٍ مَّنْ فِي الْقُبُوْرِ ﴿٢٢﴾

**٢٣**- ۽ نہ زندهہ ۽ مُردهہ (برابر ٿي سگهن ٿا) اللّٰه يقيناً جنهن کي چاهي ٿو ٻڌائي سگهي ٿو پر تون انهن کي ٿئو ٻڌائي سگهين، جيڪي قبرن ۾ دپيا پيا آهن.

اِنْ اَنْتَ اِلَّا نَذِيْرٌ ﴿٢٣﴾

**٢٤**- تون تہ صرف هڪ هوشيار ڪرڻ وارو آهين.

اِنَّآ اَرْسَلْنٰكَ بِالْحَقِّ بَشِيْرًا وَّنَذِيْرًا ۭ وَاِنْ مِّنْ اُمَّةٍ اِلَّا خَلَا فِيْهَا نَذِيْرٌ ﴿٢٤﴾

**٢٥**-اسان توکي هڪ قائم رهڻ واري صداقت سان هڪ خوشخبري ڏيڻ وارو ۽ هوشيار ڪرڻ وارو بڻائي موڪليو آهي ۽ ڪابہ اهڙي قوم ڪانهي جنهن ۾ (خدا جي طرفان) ڪو هوشيار ڪرڻ وارو نہ آيو هجي.

وَاِنْ يُّكَذِّبُوْكَ فَقَدْ كَذَّبَ الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ ۚ جَآءَتْهُمْ رُسُلُهُمْ بِالْبَيِّنٰتِ وَبِالزُّبُرِ وَبِالْكِتٰبِ الْمُنِيْرِ ﴿٢٥﴾

**٢٦**- ۽ جيڪڏهن اهي ماڻهو توکي ڪوڙو ڪن ٿا تہ انهن ماڻهن بہ جيڪي انهن کان پهرين گذريا هئا (پنهنجي وقت جي رسولن کي) ڪوڙو ڪيو هو. انهن وٽ بہ انهن جي زماني جا رسول دليلن سان ۽ ڪن تعليمن سان آيا هئا ۽ (انهن سان ڪي) روشن ڪرڻ واري ڪتاب سان (بہ آيا هئا).

ثُمَّ اَخَذْتُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا فَكَيْفَ كَانَ نَكِيْرِ ﴿٢٦﴾ ع ٣ ١٢ ١٥

**٢٧**-پوءِ مون ڪافرن کي انهن جي ڪوڙو ڪوٺڻ سبب (عذاب سان) پڪڙيو. سو (هاڻي ڏسن تہ انهن حالتن ۾) منهنجي انڪار جو نتيجو (يعني عذاب) ڪهڙو هوندو آهي.

اَلَمْ تَرَ اَنَّ اللّٰهَ اَنْزَلَ مِنَ السَّمَآءِ مَآءً ۚ فَاَخْرَجْنَا بِهٖ ثَمَرٰتٍ مُّخْتَلِفًا اَلْوَانُهَا ؕ وَمِنَ الْجِبَالِ جُدَدٌۢ بِيْضٌ وَّحُمْرٌ مُّخْتَلِفٌ اَلْوَانُهَا وَغَرَابِيْبُ سُوْدٌ ﴿۲۸﴾

**٢٨**-ڇا تو ڏٺو نہ آهي تہ اللّٰه ڪڪرن مان پاڻي وسايو آهي پوءِ اسان انهيءَ سان مختلف رنگ جا ميوا پيدا ڪيا آهن ۽ جبلن مان مختلف رنگن جا جبل ٿيندا آهن (جيڪي هڪ ٻئي کان ممتاز هوندا آهن) ڪي اڇا ڪي ڳاڙها مختلف رنگن جا ۽ تمام ڪارا بہ.

وَمِنَ النَّاسِ وَالدَّوَآبِّ وَالْاَنْعَامِ مُخْتَلِفٌ اَلْوَانُهٗ كَذٰلِكَ ؕ اِنَّمَا يَخْشَى اللّٰهَ مِنْ عِبَادِهِ الْعُلَمٰٓؤُا ؕ اِنَّ اللّٰهَ عَزِيْزٌ غَفُوْرٌ ﴿۲۹﴾

**٢٩**-۽ ماڻهن ۽ چوپاين ۽ جانورن مان بہ ڪي اهڙا هوندا آهن جو انهن مان هر هڪ جو رنگ ٻئي کان جُدا ٿيندو آهي- حقيقت اهڙي طرح آهي (۽) اللّٰه جي ٻانهن مان صرف عالم انهيءَ کان ڊڄن ٿا. اللّٰه وڏو غالب (۽) ڏاڍو بخشڻ وارو آهي.

اِنَّ الَّذِيْنَ يَتْلُوْنَ كِتٰبَ اللّٰهِ وَاَقَامُوا الصَّلٰوةَ وَاَنْفَقُوْا مِمَّا رَزَقْنٰهُمْ سِرًّا وَّعَلَانِيَةً يَّرْجُوْنَ تِجَارَةً لَّنْ تَبُوْرَ ﴿۳۰﴾

**٣٠**-اهي ماڻهو جيڪي اللّٰه جي ڪتاب کي پڙهن ٿا ۽ نماز (با جماعت) ادا ڪن ٿا ۽ جيڪي ڪي اسان انهن کي ڏنو آهي انهيءَ مان لِڪَ ۾ بہ ۽ ظاهر بہ خرچ ڪن ٿا اهي ئي درحقيقت اهڙي واپار① جي ڳولا ۾ لڳل آهن جيڪو ڪڏهن بہ تباهہ نہ ٿيندو.

لِيُوَفِّيَهُمْ اُجُوْرَهُمْ وَيَزِيْدَهُمْ مِّنْ فَضْلِهٖ ؕ اِنَّهٗ غَفُوْرٌ شَكُوْرٌ ﴿۳۱﴾

**٣١**-ڇو جو انهيءَ جو نتيجو اهو ٿيندو جو اللّٰه انهن کي سندن عملن جا پورا پورا اجر ڏيندو ۽ انهن کي (انهن جي عملن جي اجر کان علاوه) پنهنجي فضل سان اڃا بہ زيادهہ ڏيندو (انهيءَ جي ڪري انهن جي

١- يعني اُها تجارت جيڪا خداتعاليٰ سان ڪئي ويندي آهي.

حالت هن دنيا کان هزارين دفعا بهتر هوندي) انهيءَ لاءِ جو اهو (خدا) ڏاڍو بخشڻ وارو (۽) ڏاڍو قدر ڪرڻ وارو آهي.

وَالَّذِيٓ اَوۡحَيۡنَآ اِلَيۡكَ مِنَ الۡكِتٰبِ هُوَ الۡحَقُّ مُصَدِّقًا لِّمَا بَيۡنَ يَدَيۡهِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ بِعِبَادِهٖ لَخَبِيۡرٌۢ بَصِيۡرٌ ﴿۳۱﴾

**٣٢**-۽ اها ڳالهه جيڪا اسان هن قرآن مان تو تي وحيءَ جي ذريعي موڪلي آهي بلڪل سچي آهي ۽ پوري ٺيڪ رهڻي آهي ۽ هن کان اڳ جيڪا وحي اچي چُڪي آهي انهيءَ کي پوري ڪرڻ واري آهي الله پنهنجن ٻانهن کان يقيناً باخبر آهي (۽) انهن جي حالت کي ڏسي ٿو.

ثُمَّ اَوۡرَثۡنَا الۡكِتٰبَ الَّذِيۡنَ اصۡطَفَيۡنَا مِنۡ عِبَادِنَا ۚ فَمِنۡهُمۡ ظَالِمٌ لِّنَفۡسِهٖ ۚ وَمِنۡهُمۡ مُّقۡتَصِدٌ ۚ وَمِنۡهُمۡ سَابِقٌۢ بِالۡخَيۡرٰتِ بِاِذۡنِ اللّٰهِ ؕ ذٰلِكَ هُوَ الۡفَضۡلُ الۡكَبِيۡرُ ﴿ؕ۳۲﴾

**٣٣**-پوءِ (حقيقت هيءَ آهي ته وحيءَ جي نازل ٿيڻ کانپوءِ) اسان پنهنجي ڪتاب جو (هميشه) انهن ئي ماڻهن کي وارث بڻايو آهي، جن کي اسان پنهنجن ٻانهن مان چونڊي ورتو، پوءِ انهن مان ڪو ڪو ماڻهو ته اهڙو ثابت ٿيو، جيڪو پنهنجي جان تي انتهائي ظلم ڪرڻ وارو هو ۽ ڪو انهن مان اهڙو نڪتو جيڪو وچولي چال هلڻ وارو هو ۽ ڪو ڪو اهڙو نڪتو جيڪو نيڪين ۾ الله جي حڪم سان ٻين کان اڳتي وڌڻ وارو هو- هيءُ (الله جو) وڏو فضل آهي.

جَنّٰتُ عَدۡنٍ يَّدۡخُلُوۡنَهَا يُحَلَّوۡنَ فِيۡهَا مِنۡ اَسَاوِرَ مِنۡ ذَهَبٍ وَّلُؤۡلُؤًا ۚ وَلِبَاسُهُمۡ

**٣٤**-(انهيءَ مقام جو بدلو) هميشه رهڻ واريون اُهي جنتون هونديون جن ۾ اُهي (ماڻهو) داخل ٿيندا (۽) ان ۾ کين سونا

فِيۡهَا حَرِيۡرٌ ﴿٣٤﴾

کنگڻ ① پارايا ويندا ۽ موتين (جا زيور) بہ ۽ انهن جو لباس انهيءَ ۾ ريشم (جو ٺهيل) هوندو.

وَقَالُوا الۡحَمۡدُ لِلّٰهِ الَّذِیۡۤ اَذۡهَبَ عَنَّا الۡحَزَنَ ؕ اِنَّ رَبَّنَا لَغَفُوۡرٌ شَكُوۡرُ ۨ ﴿٣٥﴾

**٣٥**۔ ۽ اهي چوندا تہ سڀ تعريف اللّٰه جي ٿي آهي جنهن اسانجو غم دور ڪري ڇڏيو. اسانجو رب يقيناً ڏاڍو بخشڻ وارو (۽) ڏاڍو قدردان آهي.

الَّذِیۡۤ اَحَلَّنَا دَارَ الۡمُقَامَةِ مِنۡ فَضۡلِهٖ ۚ لَا يَمَسُّنَا فِيۡهَا نَصَبٌ وَّلَا يَمَسُّنَا فِيۡهَا لُغُوۡبٌ ﴿٣٦﴾

**٣٦**۔ هو (خدا) جنهن پنهنجي فضل سان اسانکي رهڻ لاءِ هڪ اهڙي جڳهہ تي رکيو آهي جو جنهن ۾ نہ تہ اسانکي ڪا تڪليف ٿئي ٿي ۽ نہ ٿڪاوٽ.

وَالَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا لَهُمۡ نَارُ جَهَنَّمَ ۚ لَا يُقۡضٰى عَلَيۡهِمۡ فَيَمُوۡتُوۡا وَلَا يُخَفَّفُ عَنۡهُمۡ مِّنۡ عَذَابِهَا ؕ كَذٰلِكَ نَجۡزِىۡ كُلَّ كَفُوۡرٍ ۚ ﴿٣٧﴾

**٣٧**۔ ۽ اهي ماڻهو جن ڪفر ڪيو آهي انهن ڪي دوزخ جي باهہ ساڙيندي۔ نہ تہ انهن تي موت جو فيصلو صادر ٿيندو جو اهي مري وڃن ۽ نہ جهنم جي عذاب ۾ انهن جي خاطر ڪا ڪمي ڪئي ويندي. اسان هر بي شڪري سان اهڙو ئي معاملو ڪندا آهيون.

وَهُمۡ يَصۡطَرِخُوۡنَ فِيۡهَا ۚ رَبَّنَاۤ اَخۡرِجۡنَا

**٣٨**۔ ۽ اهي انهيءَ (جهنم) ۾ دانهون ڪندا (۽ چوندا) اي اسانجا رب! اسانکي هن

١۔ هي استعارو آهي. ڇاڪاڻ تہ بادشاهہ اڳوڻي زماني ۾ جنهن ڪي خِلعتَ بخشيندا هئا اُن ڪي موتين جا هار پارائيندا يا مڙهيل ڪنگڻ ڏيندا هئا. پر اها سندن مرضي هوندي هئي تہ پاڻ پائين يا گهر وارين ڪي ڏين. هتي بہ اُهوئي مثال بيان ڪيوويو آهي. جنتين ڪي جڏهن انعام ملندا تہ جهڙي ريت دنياوي انعام ماڻي انسان خوش ٿيندو آهي اُهي انعام حاصل ڪري هُو اُهڙيءَ طرح خوش ٿيندا. جيڪو لباس ۽ زيور ڪين ڏنو ويندو اهي پاڻ سان گڏ جنت ۾ وڃڻ وارين گهروارين ڪي ڏئي ڇڏيندا. اُن تي ڪهڙو اعتراض آهي. جيڪڏهن روحاني هار مراد هجن تہ مرد پاڻ بہ پائيندا.

نَعۡمَلۡ صَالِحًا غَيۡرَ الَّذِىۡ كُنَّا نَعۡمَلُ ؕ اَوَلَمۡ نُعَمِّرۡكُمۡ مَّا يَتَذَكَّرُ فِيۡهِ مَنۡ تَذَكَّرَ وَجَآءَكُمُ النَّذِيۡرُ ؕ فَذُوۡقُوۡا فَمَا لِلظّٰلِمِيۡنَ مِنۡ نَّصِيۡرٍ ﴿۳۸﴾

جهنم مان ڪيد ته اسان (مومنن وانگر) نيڪ ڪم ڪنداسين، انهن کان مختلف جيڪي اسان پهرين زندگيءَ ۾ ڪندا هئاسين (اسان انهن کي چونداسين) ڇا اسان توهانکي ايتري عمر نه ڏني هئي جنهن ۾ نصيحت حاصل ڪرڻ جو خواهشمند نصيحت حاصل ڪري وٺندو آهي ۽ توهان وٽ هوشيار ڪرڻ وارا (به) ته آيا هئا (پوءِ توهان انهن جي ڳالهه چو نه مڃي) پوءِ (هاڻي اهو) عذاب چکو جو ظالمن جو ڪو مددگار نه هوندو آهي.

اِنَّ اللّٰهَ عٰلِمُ غَيۡبِ السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ ؕ اِنَّهٗ عَلِيۡمٌۢ بِذَاتِ الصُّدُوۡرِ ﴿۳۹﴾

**۳۹**۔اللّٰه آسمانن ۽ زمين جي غيب جو ڄاڻڻ وارو آهي. اهو دلين جي ڳالهين کي به خوب چڱي طرح ڄاڻي ٿو.

هُوَ الَّذِىۡ جَعَلَكُمۡ خَلٰٓئِفَ فِى الۡاَرۡضِ ؕ فَمَنۡ كَفَرَ فَعَلَيۡهِ كُفۡرُهٗ ؕ وَلَا يَزِيۡدُ الۡكٰفِرِيۡنَ كُفۡرُهُمۡ عِنۡدَ رَبِّهِمۡ اِلَّا مَقۡتًا ۚ وَلَا يَزِيۡدُ الۡكٰفِرِيۡنَ كُفۡرُهُمۡ اِلَّا خَسَارًا ﴿۴۰﴾

**۴۰**۔اهو ئي آهي جنهن توهان کي دنيا ۾ (پهرين ماڻهن جو) قائم مقام بڻايو .پوءِ جيڪو انڪار ڪندو انهي جي انڪار جي سزا انهيءَ تي پوندي ۽ ڪافرن جو ڪفر انهن کي انهن جي رب جي نظر ۾ صرف ڏمر ۾ ئي وڌائي ٿو ۽ ڪافرن جو ڪفر انهن کي صرف گهاٽي ۾ ئي وڌائي ٿو.

قُلۡ اَرَءَيۡتُمۡ شُرَكَآءَكُمُ الَّذِيۡنَ تَدۡعُوۡنَ مِنۡ دُوۡنِ اللّٰهِ ؕ اَرُوۡنِىۡ مَاذَا خَلَقُوۡا مِنَ الۡاَرۡضِ اَمۡ لَهُمۡ شِرۡكٌ فِى السَّمٰوٰتِ ۚ اَمۡ

**۴۱**۔تون چؤ ته مون کي ٻڌايو ته سهي پنهنجا (خيالي) شريڪ جن کي توهان اللّٰه کانسواءِ پڪاريو ٿا (۽ جيڪڏهن اهي نظر ٿا اچن ته) مونکي انهن جي اها مخلوق

اٰتَيْنٰهُمْ كِتٰبًا فَهُمْ عَلٰى بَيِّنَتٍ مِّنْهُ ۚ بَلْ اِنْ يَّعِدُ الظّٰلِمُوْنَ بَعْضُهُمْ بَعْضًا اِلَّا غُرُوْرًا ﴿٤١﴾

ڏيکاريو جيڪا انھن زمين ۾ پيدا ڪئي آھي، يا ڇا انھن جي آسمانن جي ناھڻ ۾ ڪا شراڪت آھي؟ ڇا اسان انھن کي ڪو ڪتاب ڏنو آھي؟ جو اھي انھي جو بيان ڪيل دليل پاڻ وٽ رکن ٿا(ڇوُ ائين ھرگز ناھي) پر ظالم پاڻ ۾ ھڪ ٻئي سان صرف ڌوڪي ڏيڻ وارا واعدا ڪن ٿا.

اِنَّ اللّٰهَ يُمْسِكُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ اَنْ تَزُوْلَا ۚ وَلَئِنْ زَالَتَآ اِنْ اَمْسَكَهُمَا مِنْ اَحَدٍ مِّنْۢ بَعْدِهٖ ۭ اِنَّهٗ كَانَ حَلِيْمًا غَفُوْرًا ﴿٤٢﴾

٤٢-اللّٰه ئي آسمانن ۽ زمين کي انھيءَ ڳالھ کان روڪي رکيو آھي تہ اھي پنھنجي جڳھ تان ٽري وڃن ۽ جيڪڏھن اھي ٽري وڃن تہ انھيءَ کانپوءِ ڪو انھن کي (تباھ ٿيڻ کان) روڪي نہ سگھندو. يقيناً ھو وڏي سمجھ ٻوجھہ وارو (۽) تمام معاف ڪرڻ وارو آھي.

وَاَقْسَمُوْا بِاللّٰهِ جَهْدَ اَيْمَانِهِمْ لَئِنْ جَآءَهُمْ نَذِيْرٌ لَّيَكُوْنُنَّ اَهْدٰى مِنْ اِحْدَى الْاُمَمِ ۚ فَلَمَّا جَآءَهُمْ نَذِيْرٌ مَّا زَادَهُمْ اِلَّا نُفُوْرَا ۨ ﴿٤٣﴾

٤٣-۽ اھي اللّٰه جا پڪا قسم کڻن ٿا تہ جيڪڏھن انھن وٽ ڪو نبي اچي وڃي تہ اھي سڀني اُمتن مان ھر ھڪ کان وڌيڪ ھدايت حاصل ڪرڻ وارا ٿيڻ وارا ٿي ويندا پر جڏھن انھن وٽ نبي آيو تہ انھي جو اچڻ انھن کي صرف نفرت ۾ وڌائڻ جو سبب بڻيو.

اسْتِكْبَارًا فِى الْاَرْضِ وَمَكْرَ السَّيِّئِ ۭ وَلَا يَحِيْقُ الْمَكْرُ السَّيِّئُ اِلَّا بِاَهْلِهٖ ۭ فَهَلْ يَنْظُرُوْنَ اِلَّا سُنَّتَ الْاَوَّلِيْنَ ۚ

٤٤-ڇو جو انھن زمين ۾ وڏو ٿيڻ چاھيوٿي ۽ بُريون تدبيرون ڪرڻ چاھيو ٿي ۽ بُري تدبير انھيءَ جي ڪرڻ وارن کي ئي تباھ ڪندي آھي. پوءِ ڇا اھي صرف پھرين جي سنت (يعني عذاب) جو تہ

فَلَنْ تَجِدَ لِسُنَّتِ اللّٰهِ تَبْدِيْلًا ۚ وَلَنْ تَجِدَ لِسُنَّتِ اللّٰهِ تَحْوِيْلًا ﴿٤٤﴾

انتظار نہ ڪري رهيا آهن (۽ جيڪڏهن تون غور ڪرين) تہ الله جي سنت ۾ ڪڏهن بہ تبديلي نہ لهندين ۽ نہ تون ڪڏهن الله جي سنت ڪي ٽَرندو ڏسندين.

اَوَلَمْ يَسِيْرُوْا فِي الْاَرْضِ فَيَنْظُرُوْا كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ وَكَانُوْٓا اَشَدَّ مِنْهُمْ قُوَّةً ۭ وَمَا كَانَ اللّٰهُ لِيُعْجِزَهٗ مِنْ شَيْءٍ فِي السَّمٰوٰتِ وَلَا فِي الْاَرْضِ ۭ اِنَّهٗ كَانَ عَلِيْمًا قَدِيْرًا ﴿٤٥﴾

۴۵-ڇا اهي زمين ۾ ناهن گهميا (جيڪڏهن ائين ڪن ها) تہ ڏسن ها تہ انهن کان پهرين ماڻهن جي ڪهڙي پڇاڙي ٿي؟ حالانڪ اهي انهن کان طاقت ۾ وڌيڪ هئا. ۽ ڪا شيءِ الله کي آسمانن ۾ ۽ زمين ۾ پنهنجي ارادي ۾ ناڪام نٿي ڪري سگهي. هو يقيناً ڄاڻڻ وارو (۽) وڏي قدرت وارو آهي.

وَلَوْ يُؤَاخِذُ اللّٰهُ النَّاسَ بِمَا كَسَبُوْا مَا تَرَكَ عَلٰي ظَهْرِهَا مِنْ دَاۗبَّةٍ وَّلٰكِنْ يُّؤَخِّرُهُمْ اِلٰٓى اَجَلٍ مُّسَمًّى ۚ فَاِذَا جَاۗءَ اَجَلُهُمْ فَاِنَّ اللّٰهَ كَانَ بِعِبَادِهٖ بَصِيْرًا ﴿٤٦﴾ ع

۴٦-۽ جيڪڏهن الله ماڻهن کي انهن جي ڪمن جي سببان پڪڙڻ شروع ڪري ها تہ زمين جي سطح تي ڪنهن جان واري کي باقي نہ ڇڏي ها. پرهُو انهن کي هڪ مدت تائين دير ڏئي ٿو پوءِ جڏهن انهن جي مقرر مدت اچي وڃي ٿي تہ (ثابت ٿي وڃي ٿو تہ) الله پنهنجن ٻانهن کي چڱيءَ طرح ڏسي رهيو هو.

سُوْرَةُ يٰسٓ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ اَرْبَعٌ وَّ ثَمَانُوْنَ اٰيَةً وَّ خَمْسَةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت يٰسٓ ـ هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون چوراسي آيتون ۽ پنج رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١ـ(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

يٰسٓ ۚ ②

٢ـاي ①سيد!

وَالْقُرْاٰنِ الْحَكِيْمِ ۙ ③

٣ـاسان حڪمت واري قرآن کي (تنهنجي سيد هجڻ جي) شاهديءَ ۾ پيش ڪيون ٿا②.

اِنَّكَ لَمِنَ الْمُرْسَلِيْنَ ۙ ④

٤ـيقيناً تون رسولن مان آهين.

عَلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ ۭ ⑤

٥ـ(۽) سڌي رستي تي (آهين).

تَنْزِيْلَ الْعَزِيْزِ الرَّحِيْمِ ۙ ⑥

٦ـ(۽ قرآن) غالب (۽) بي انتها رحم ڪرڻ واري (خدا) جي طرفان نازل ڪيو ويو آهي.

لِتُنْذِرَ قَوْمًا مَّآ اُنْذِرَ اٰبَاۗؤُهُمْ فَهُمْ غٰفِلُوْنَ ⑦

٧ـانهيءَ غرض سان ته تون انهيءَ قوم کي هوشيار ڪرين جن جي ابن ڏاڏن کي هوشيار نه ڪيو ويو هو ۽ اهي غافل پيا هئا.

---

١ـس سَيِّدٌ جو جانشين آهي. اڳتي اچڻ واري آيتن ۾ رسول ڪريم ﷺ جي سيد هجڻ جو دليل ڏنو آهي. ۽ اهو دليل قرآن حڪيم آهي.

٢ـواوَ عربي زبان ۾ قَسمَ جي معنيٰ به ڏيندو آهي، ۽ قرآن ڪريم ۾ جتي به قَسم جو لفظ استعمال ٿيندو آهي ان ۾ اهڙي گواهيءَ جو ذڪر هوندو آهي جيڪو پهرين مضمون جو دليل هوندو آهي. چاڪاڻ ته قسم جو وڏو مقصد پنهنجي دعويٰ کي سچو ثابت ڪرڻ هوندو آهي. ۽ گواهيءَ سان اِهو مقصد تمام سٺي نموني پورو ٿيندو آهي.

لَقَدْ حَقَّ الْقَوْلُ عَلٰۤى اَكْثَرِهِمْ فَهُمْ لَا يُؤْمِنُوْنَ ۝

**٨**۔اسان① جي دعويٰ انهن مان گهڻن جي متعلق پوري ٿي ويئي، تنهن ڪري اهي ايمان نٿا آڻين.

اِنَّا جَعَلْنَا فِيْۤ اَعْنَاقِهِمْ اَغْلٰلًا فَهِيَ اِلَى الْاَذْقَانِ فَهُمْ مُّقْمَحُوْنَ ۝

**٩**۔اسان انهن جي ڳچين ۾ ڳٽ ② وجهي ڇڏيا آهن ۽ اهي انهن جي ڪاڏين تائين چڙهي ويا آهن ۽ اهي (تڪليف ڪان بچڻ لاءِ پنهنجون) ڳچيون اوچيون ڪري رهيا آهن.

وَجَعَلْنَا مِنْۢ بَيْنِ اَيْدِيْهِمْ سَدًّا وَّمِنْ

**١٠**۔۽ اسان انهن جي اڳيان به هڪ روڪ ③ بڻائي ڇڏي آهي ۽ انهن جي پنيان به

**١**۔هن دعويٰ مان مراد اها آيت آهي جيڪا قرآن ڪريم جي هن ئي سورت ۾ هن ريت بيان ٿي آهي ته يَاحَسْرَةً عَلَى الْعِبَادِ مَا يَاْتِيهِمْ مِّنْ رَّسُوْلٍ اِلَّا كَانُوْا بِهٖ يَسْتَهْزِءُوْنَ (يٰسين ٣١) يعني افسوس اُن ماڻهن تي ته انهن وٽ ڪڏهن ڪو رسول نه آيو جنهن جو هنن انڪار نه ڪيو هجي ۽ جنهن سان چَٽَرَ ۽ ٺٺول نه ڪئي وئي هجي.

**٢**۔هن آيت ۾ ٻڌايو ويو آهي ته جڏهن شريعت نازل ناهي ٿيندي ته انسان پنهنجي هٺرادو رسمن جا ڳٽ پنهنجي ڳچيءَ ۾ پائي ڇڏيندو آهي. ۽ اُن رسمن جي سختي وڌندي ويندي آهي ايتري قدر جو انسان پنهنجي سامهون واري شيءِ به ڏسي ناهي سگهندو ۽ اُنهن ڪان بچڻ لاءِ پنهنجون اکيون بند ڪري پنهنجي ڳچي مٿي ڪرڻ لڳندو آهي يعني اکيون کولي اِهو به ناهي ڏسندو ته مان بيهودي رسمن ريتن ۾ وڪوڙيل آهيان پر تڪليف گهٽائڻ لاءِ ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي ڳچي مٿي ڪندو آهي. يعني قوم ڪان چوريءَ لِڪي اُنهن رسمن جي تڪليف ڪان بچڻ به گهرندو آهي.

**٣**۔يعني هڪ پاسي ته اُنهن جون زالون ۽ ٻارڪين رسمن جي پابنديءَ تي مجبور ڪندا آهن. ڪا شادي ٿيندي آهي ته پُٽ چوندو آهي ته ”بابا فلاڻي جي شاديءَ تي ته اهڙا ڍُهل وڳا هڻا ۽ ايترو خرچ ٿيو هو، منهنجي شادي به شاندار ڪيو ۽ ايترا زيور نهرايو“ ڪڏهن زال اهڙيون ئي ڳالهيون چئي هُن ڪي اهڙين رسمُن تي مجبور ڪندي آهي جيڪي هن ڪي گهُٽو ڏئي ڇڏينديون آهن ۽ ڪڏهن جهونا بزرگ پيُءُ ڏاڏو ۽ چاچا وغيرهم جيڪي پوئين نسل جا آهن قِسمن قِسمن جون ڳالهيون ڪري هُن ڪي رسمُن جي ڪڏ ۾ ڪيرائڻ چاهيندا آهن ۽ مصيبت محسوس ڪري جيڪو عقل ڪيس ايندو آهي اُن ڏانهن ڪيس موٽڻ ناهن ڏيندا. مطلب ته چئني پاسن ڪان هُن جي عقل تي ايترا

خَلْفِهِمْ سَدًّا فَاَغْشَيْنٰهُمْ فَهُمْ لَا يُبْصِرُوْنَ ⑩

هڪ روڪ بڻائي ڇڏي آهي ۽ انهن کي ڍڪي① ڇڏيو آهي پوءِ اهي ڏسي نٿا سگهن.

وَسَوَآءٌ عَلَيْهِمْ ءَاَنْذَرْتَهُمْ اَمْ لَمْ تُنْذِرْهُمْ لَا يُؤْمِنُوْنَ ⑪

**١١**۔۽ تنهنجو ڊيڄارڻ يا نه ڊيڄارڻ انهن لاءِ برابر آهي۔ اُهي (جيستائين پنهنجي دلين ۾ تبديلي پيدا نه ڪندا) ايمان نه آڻيندا.

اِنَّمَا تُنْذِرُ مَنِ اتَّبَعَ الذِّكْرَ وَخَشِيَ الرَّحْمٰنَ بِالْغَيْبِ ۚ فَبَشِّرْهُ بِمَغْفِرَةٍ وَّاَجْرٍ كَرِيْمٍ ⑫

**١٢**۔تون ته صرف انهيءَ شخص کي هوشيار ڪري سگهين ٿو جيڪو يادگيريءَ کي مڃي وٺي ٿو ۽ رحمان (خدا) کان عليحدگي ۾ به ڊڄي ٿو۔ پوءِ اهڙي شخص کي تون هڪ عظيم الشان معافيءَ ۽ هڪ عزت واري بدلي جي خبر ٻڌاءِ.

اِنَّا نَحْنُ نُحْيِ الْمَوْتٰى وَنَكْتُبُ مَا قَدَّمُوْا وَاٰثَارَهُمْ ۗ وَكُلَّ شَيْءٍ اَحْصَيْنٰهُ فِيْٓ اِمَامٍ مُّبِيْنٍ ⑬

وقف غفران — ع ١١ / ١٨

**١٣**۔اسان② ئي مُردن کي زندهه ڪيون ٿا ۽ جيڪي ڪي اهي آئيندي زندگيءَ جي لاءِ اڳتي موڪلين ٿا انهي کي به محفوظ رکون ٿا ۽ جيڪي عمل انهن دنيا ۾ ڪيا هئا انهن جا جيڪي نتيجا نڪرندا انهن کي

**(باقي حاشيو)** پردا وڌا ويندا آهن جو هُو بلڪل سوچڻ سمجهڻ لائق نه رهندو آهي.

١۔قرآن مجيد ۾ فَاَغْشَيْنٰهُمْ جا لفظ آهن جنهن جي معني آهي ته اسان اُنهن کي ڍڪي ڇڏيو آهي. هي قرآن جو محاورو آهي. جيئن ته سيئي نتيجا خدا تعاليٰ ڪيندو آهي اِن ڪري ڪيترن ئي جڳهن تي عمل کي به خدا تعاليٰ پاڻ ڏانهن منسوب ڪري وٺندو آهي. ته جيئن انسان کي هي سمجهه اچي ته مان پنهنجي مرضيءَ مطابق پنهنجي بد عمليءَ کان هٽي نٿو سگهان بلڪ لاڳيتو بد عمليءَ کان پوءِ خدا تعاليٰ جي طبعي سزا مون تي نازل ٿي ويندي ۽ مان پنهنجي بد عملن جي ڄار ۾ اهڙو ڦاسي ويندس جو اُن منجهان نڪرڻ مون لاءِ ڏکيو ٿي ويندو.

٢۔جڏهن ضمير ورجايو وڃي ته اُن مان مراد حصر هوندو آهي ان ڪري اسان ترجمي ۾ "ئي" جو لفظ وڌائي ڇڏيو آهي.

وَاضۡرِبۡ لَهُمۡ مَّثَلًا اَصۡحٰبَ الۡقَرۡيَةِ ۘ اِذۡ جَآءَهَا الۡمُرۡسَلُوۡنَ ۚ﴿۱۴﴾

اِذۡ اَرۡسَلۡنَاۤ اِلَيۡهِمُ اثۡنَيۡنِ فَكَذَّبُوۡهُمَا فَعَزَّزۡنَا بِثَالِثٍ فَقَالُوۡۤا اِنَّاۤ اِلَيۡكُمۡ مُّرۡسَلُوۡنَ ﴿۱۵﴾

قَالُوۡا مَاۤ اَنۡتُمۡ اِلَّا بَشَرٌ مِّثۡلُنَا ۙ وَمَاۤ اَنۡزَلَ الرَّحۡمٰنُ مِنۡ شَىۡءٍ ۙ اِنۡ اَنۡتُمۡ اِلَّا تَكۡذِبُوۡنَ ﴿۱۶﴾

قَالُوۡا رَبُّنَا يَعۡلَمُ اِنَّاۤ اِلَيۡكُمۡ لَمُرۡسَلُوۡنَ ﴿۱۷﴾

۽ محفوظ رکون ٿا ۽ هر شيءَ کي اسان هڪ کليل ڪتاب ۾ ڳڻي رکيو آهي.

۱۴-۽ تون انهن جي اڳيان هڪ ڳوٺ وارن جي حالت بيان ڪر جڏهن انهن وٽ انهن جا رسول آيا.

۱۵-يعني جنهن وقت اسان پهرين ته انهن ڏانهن ٻه رسول موڪليا پر هنن ٻنهي جو انڪار ڪري ڇڏيو، انهيءَ تي اسان پهرين ٻن رسولن کي هڪ ٽيون رسول موڪلي ① طاقت بخشي- پوءِ انهن سڀني گڏجي پنهنجي قوم کي چيو ته اسان توهان ڏانهن هڪ پيغام کڻي توهان جي رب جي طرفان موڪليا ويا آهيون.

۱۶-انهن (جواب ۾) چيو ته توهان ته اسان جهڙا ماڻهو آهيو ۽ رحمان خدا ڪا شيءَ (بطور الهام جي) ناهي لاٿي، توهان صرف ڪوڙ ڳالهائي رهيا آهيو.

۱۷-انهن چيو، ته اسانجو رب انهن ڳالهين

١-هن آيت ۾ چيو ويو آهي ته اسان ٻه رسول اڳ ۾ موڪليا. پوءِ ڪين سگهارو ڪرڻ لاءِ ٽيون موڪليوسين. جنهن جي معنيٰ هيءَ آهي ته اُهو ٽيون رسول ٻه اُهي ئي ڳالهيون ڪندو هو جيڪي اڳوڻا ڪندا هئا. نه ته جيڪڏهن نيون ڳالهيون ڪري ها ته اُنهن کي هِن سان ڪهڙي طاقت ملي ها. هِن آيت مان ثابت آهي ته بغير شريعت جي ٻه نبي هوندو آهي ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن هن کان اڳ شريعت وارا نبي گذريا آهن ۽ هو ٻه اُنهن جهڙيون ڳالهيون ڪندو آهي ته اُن جي معنيٰ اِهائي ٿي سگهي ٿي ته هو پنهنجي قوم کي چوندو آهي ته اُنهن جي شريعت تي عمل ڪيو. مان اُنهن جي ئي شريعت قائم ڪرڻ لاءِ آيو آهيان. ڪا نئين شريعت کڻي نه آيو آهيان.

ڪي جاڻي ٿو ته اسان توهان ڏانهن رسول ٻڌائي موڪليا ويا آهيون.

وَمَا عَلَيۡنَآ اِلَّا الۡبَلٰغُ الۡمُبِيۡنُ ﴿۱۸﴾

**۱۸**۔ ۽ اسان جو ڪم صرف اهو آهي ته اسان ظاهر ظهور تبليغ ڪيون.

قَالُوۡۤا اِنَّا تَطَيَّرۡنَا بِكُمۡ‌ۚ لَئِنۡ لَّمۡ تَنۡتَهُوۡا لَنَرۡجُمَنَّكُمۡ وَلَيَمَسَّنَّكُمۡ مِّنَّا عَذَابٌ اَلِيۡمٌ ﴿۱۹﴾

**۱۹**۔انهيءَ تي ڪافرن چيو،اسان ته توهان جو پاڻ ڏانهن اچڻ منحوس قرار ڏيون ٿا جيڪڏهن توهان پنهنجي ڳالهين کان نه رُڪندؤ، ته اسان توهان کي سنگسار ڪري ڇڏينداسين ۽ توهان کي اسان جي طرفان دردناڪ عذاب پهچندو.

قَالُوۡا طَآئِرُكُمۡ مَّعَكُمۡ‌ؕ اَئِنۡ ذُكِّرۡتُمۡ‌ؕ بَلۡ اَنۡتُمۡ قَوۡمٌ مُّسۡرِفُوۡنَ ﴿۲۰﴾

**۲۰**۔انهن چيو ته توهان جو عمل① ته توهان سان آهي (توهان جتي به هوندؤ توهان جي عملن جو بدنتيجو نڪرندو رهندو) ڇا توهان اها ڳالهه انهيءَ لاءِ چئو ٿا ته اسان توهان کي سنا ڪم ياد ڏياريون ٿا پر حق اهو آهي ته توهان حد کان لنگهي وڃڻ واري قوم آهيو (تنهن ڪري ضرور سزا ماڻيندؤ).

وَجَآءَ مِنۡ اَقۡصَا الۡمَدِيۡنَةِ رَجُلٌ يَّسۡعٰى قَالَ يٰقَوۡمِ اتَّبِعُوا الۡمُرۡسَلِيۡنَۙ ﴿۲۱﴾

**۲۱**۔ ۽ شهر جي ٻئي سري کان هڪ شخص ڊوڙندو آيو، ۽ هن چيو ته اي منهنجي قوم ! رسولن جي پيروي ڪيو.

اتَّبِعُوۡا مَنۡ لَّا يَسۡـئَلُكُمۡ اَجۡرًا وَّهُمۡ مُّهۡتَدُوۡنَ ﴿۲۲﴾

**۲۲**۔انهن جي پيروي ڪيو،جيڪي توهان کان ڪو اجر نٿا گُهرن،۽ اهي هدايت وند آهن.

---

١۔طائر جي معنيٰ عمل جي ڪئي وئي آهي ان لاءِ ڏسو سورت بني اسرائيل آيت ١١٤ نوٽ ٢.

| | |
|---|---|
| وَمَا لِيَ لَآ اَعْبُدُ الَّذِيْ فَطَرَنِيْ وَاِلَيْهِ تُرْجَعُوْنَ ﴿٢٣﴾ | ٢٣-۽ مون کي ڇا ٿيو آهي جو مان ان (خدا) جي عبادت نہ ڪريان جنهن مونکي پيدا ڪيو آهي ۽ توهان سڀ انهيءَ ڏانهن موٽائي نيا ويندؤ. |
| ءَاَتَّخِذُ مِنْ دُوْنِهٖٓ اٰلِهَةً اِنْ يُّرِدْنِ الرَّحْمٰنُ بِضُرٍّ لَّا تُغْنِ عَنِّيْ شَفَاعَتُهُمْ شَيْـًٔا وَّلَا يُنْقِذُوْنِ ﴿٢٤﴾ | ٢٤-ڇا مان انهيءَ کانسواءِ ڪو ٻيو معبود اختيار ڪري سگهان ٿو. جيڪڏهن رحمان (خدا) مونکي ڪو نقصان پهچائڻ چاهي تہ انهن (معبودن) جي شفاعت مونکي ڪو فائدو نٿي پهچائي سگهي. ۽ نہ اهي مونکي (انهيءَ جي نقصان کان) بچائي سگهن ٿا. |
| اِنِّيْٓ اِذًا لَّفِيْ ضَلٰلٍ مُّبِيْنٍ ﴿٢٥﴾ | ٢٥-(جيڪڏهن مان ائين ڪيان) تہ مان يقيناً ظاهر ظهور گمراهيءَ ۾ مبتلا هوندس. |
| اِنِّيْٓ اٰمَنْتُ بِرَبِّكُمْ فَاسْمَعُوْنِ ﴿٢٦﴾ | ٢٦-مون توهان جي رب تي ايمان آندو آهي، پوءِ منهنجي ڳالهہ ٻڌو. |
| قِيْلَ ادْخُلِ الْجَنَّةَ ۭ قَالَ يٰلَيْتَ قَوْمِيْ يَعْلَمُوْنَ ﴿٢٧﴾ | ٢٧-(تڏهن هن کي خدا جي طرفان) چيو ويو، جنت ۾ داخل ٿي وڃ- (اِن تي) هُن چيو، ڪاش! منهنجي قوم کي (منهنجي پڇاڙي) معلوم هجي ها. |
| بِمَا غَفَرَ لِيْ رَبِّيْ وَجَعَلَنِيْ مِنَ الْمُكْرَمِيْنَ ﴿٢٨﴾ | ٢٨-تہ ڪهڙي طرح منهنجي رب مونکي بخشي ڇڏيو آهي ۽ مونکي معزز گروهہ ۾ شامل ڪيو آهي. |
| وَمَآ اَنْزَلْنَا عَلٰى قَوْمِهٖ مِنْۢ بَعْدِهٖ مِنْ جُنْدٍ مِّنَ السَّمَآءِ وَمَا كُنَّا مُنْزِلِيْنَ ﴿٢٩﴾ | ٢٩-۽ اسان اُن کانپوءِ سندس قوم تي آسمان مان (انهن کي تباهہ ڪرڻ لاءِ) ڪو لشڪر ڪو نہ لاٿو، ۽ نہ اسان اهڙو |

اِنْ كَانَتْ اِلَّا صَيْحَةً وَّاحِدَةً فَاِذَا هُمْ خٰمِدُوْنَ ﴿٣٠﴾

يٰحَسْرَةً عَلَى الْعِبَادِ ۚ مَا يَاْتِيْهِمْ مِّنْ رَّسُوْلٍ اِلَّا كَانُوْا بِهٖ يَسْتَهْزِءُوْنَ ﴿٣١﴾

اَلَمْ يَرَوْا كَمْ اَهْلَكْنَا قَبْلَهُمْ مِّنَ الْقُرُوْنِ اَنَّهُمْ اِلَيْهِمْ لَا يَرْجِعُوْنَ ﴿٣٢﴾

وَاِنْ كُلٌّ لَّمَّا جَمِيْعٌ لَّدَيْنَا مُحْضَرُوْنَ ﴿٣٣﴾ ع

وَاٰيَةٌ لَّهُمُ الْاَرْضُ الْمَيْتَةُ ۚ اَحْيَيْنٰهَا وَاَخْرَجْنَا مِنْهَا حَبًّا فَمِنْهُ يَاْكُلُوْنَ ﴿٣٤﴾

وَجَعَلْنَا فِيْهَا جَنّٰتٍ مِّنْ نَّخِيْلٍ وَّاَعْنَابٍ وَّفَجَّرْنَا فِيْهَا مِنَ الْعُيُوْنِ ﴿٣٥﴾

لِيَاْكُلُوْا مِنْ ثَمَرِهٖ ۙ وَمَا عَمِلَتْهُ اَيْدِيْهِمْ ۭ

لشڪر لا هيندائي آهيون.

**٣٠**-صرف هڪ خطرناڪ عذاب انهن تي آيو ۽ اُهي پنهنجو سڄو شان شوڪت وڃائي ويٺا.

**٣١**-هاءِ افسوس (انڪار جي طرف مائل) ٻندن تي جو جڏهن بہ انهن وٽ ڪو رسول اچي ٿو اُهي انهيءَ کي حقارت جي نظر سان ڏسڻ لڳن ٿا (۽ ٺٺولي ڪرڻ لڳن ٿا).

**٣٢**-ڇا انهن نہ ڏٺو آهي تہ انهن کان پهرين ڪيترن ئي وسندين کي اسان هلاڪ ڪري ڇُڪا آهيون (۽ اهو بہ تہ جن کي هلاڪ ڪيو ويو هو) اهي واپس ناهن موٽندا.

**٣٣**-۽ سڀ① ماڻهو ضرور اسانجي حضور ۾ حاضر ڪيا ويندا.

**٣٤**-۽ انهن (ڪافرن) جي لاءِ مُردهہ زمين بہ هڪ نشان آهي اسان ان کي زندهہ ڪيو آهي ۽ انهيءَ مان اناج پيدا ڪيو آهي، سو هِي انهيءَ مان کائين ٿا.

**٣٥**- ۽ اسان زمين ۾ کجين ۽ انگورن جا باغَ بہ پيدا ڪيا آهن ۽ انهيءَ ۾ چشما وهايا آهن.

**٣٦**-انهيءَ لاءِ تہ اهي انهيءَ (يعني باغَ) جي ميوي مان (ضرورت مطابق) کائين ۽

**١**-قرآن مجيد ۾ ”سڀ“ جي لفظ تي دلالت ڪرڻ لاءِ بہ لفظ آيا آهن، پر اڙدوءَ ۾ صرف هڪ لفظ ڪافي هوندو آهي. اِن ڪري اسان هڪ جو ترجمو ڪري ڇڏيو آهي ۽ ٻئي کي ڇڏي ڏنو آهي.

اَفَلَا يَشْكُرُوْنَ ﴿٣٥﴾

انهيءَ (باغ) کي انهن جي هٿن ناهي اپايو (پر اسان اپايو آهي) ڇا اهي شڪر نٿا ڪن؟

سُبْحٰنَ الَّذِیْ خَلَقَ الْاَزْوَاجَ كُلَّهَا مِمَّا تُنْۢبِتُ الْاَرْضُ وَ مِنْ اَنْفُسِهِمْ وَ مِمَّا لَا یَعْلَمُوْنَ ﴿٣٦﴾

٣٧- پاڪ آهي اها ذات جنهن هر قسم جا جوڙا پيدا ڪيا آهن، ان مان به جنهن کي زمين پيدا ڪري ٿي ۽ خود انهن جي جانين مان به ۽ انهن شين مان به جن کي اهي نٿا ڄاڻين.

وَ اٰیَةٌ لَّهُمُ الَّیْلُ ۖۚ نَسْلَخُ مِنْهُ النَّهَارَ فَاِذَا هُمْ مُّظْلِمُوْنَ ﴿٣٨﴾

٣٨-۽ انهن جي لاءِ رات به هڪ وڏو نشان آهي جنهن مان ڇڪي اسان ڏينهن ڪيون ٿا جنهن ڪانپوءِ اوچتو اهي اونداهيءَ ۾ رهجي وڃن ٿا.

وَ الشَّمْسُ تَجْرِیْ لِمُسْتَقَرٍّ لَّهَا ؕ ذٰلِكَ تَقْدِیْرُ الْعَزِیْزِ الْعَلِیْمِ ﴿٣٩﴾

٣٩-۽ سج هڪ مقرر جڳهه ڏانهن وڃي رهيو آهي، اِهو غالب (۽) علم واري (خدا) جو مقرر ڪيل قانون آهي.

وَ الْقَمَرَ قَدَّرْنٰهُ مَنَازِلَ حَتّٰی عَادَ كَالْعُرْجُوْنِ الْقَدِیْمِ ﴿٤٠﴾

٤٠-۽ چنڊ کي (ڏسو ته) اسان انهيءَ جي لاءِ به منزلون مقرر ڪري ڇڏيون آهن ايستائين جو اُهو (انهن منزلن تي هلندي هلندي) هڪ پُراڻي ٽاريءَ[١] وانگر ٿي وري موٽي اچي ٿو.

لَا الشَّمْسُ یَنْۢبَغِیْ لَهَاۤ اَنْ تُدْرِكَ الْقَمَرَ وَ لَا الَّیْلُ سَابِقُ النَّهَارِ ؕ وَ كُلٌّ

٤١-نه ته سج کي طاقت آهي جو اهو پنهنجي سال جي دوري ۾ ڪنهن وقت چنڊ جي ويجهو وڃي پهچي (ڇو جو جيڪڏهن ائين ٿئي

١-مطلب هي آهي ته جڏهن چنڊ پيهر ظاهر ٿيندو آهي ته ائين لڳندو آهي ته هڪ مُڙيل وڻ جي پراڻي ٽاري آهي.

فِيْ فَلَكٍ يَّسْبَحُوْنَ ﴿٤١﴾

تہ سجو نظام شمسي تباهہ ٿي وڃي) ۽ نہ رات کي (يعني چنڊ کي) طاقت آهي جو اهو اڳرائي ڪندي ڏينهن کي (يعني سج کي) پڪڙي(١) پر اِهي سڀئي هڪ مقرر رستي تي نهايت سهولت سان هلندا رهن ٿا(٢).

وَاٰيَةٌ لَّهُمْ اَنَّا حَمَلْنَا ذُرِّيَّتَهُمْ فِي الْفُلْكِ الْمَشْحُوْنِ ﴿٤٢﴾

۴۲- ۽ انهن جي لاءِ اها بہ نشاني آهي جو اسان انهن جي نسل کي ڀريل ٻيڙين ۾ کنيو ڦرون ٿا.

وَخَلَقْنَا لَهُمْ مِّنْ مِّثْلِهٖ مَا يَرْكَبُوْنَ ﴿٤٣﴾

۴۳- ۽ اسان انهن جي لاءِ اهڙي قسم جون ٻيون (شيون) بہ پيدا ڪنداسين جن کي اهي سواريءَ (٣) جي ڪم آڻيندا.

وَاِنْ نَّشَاْ نُغْرِقْهُمْ فَلَا صَرِيْخَ لَهُمْ وَلَا هُمْ يُنْقَذُوْنَ ﴿٤٤﴾

۴۴-۽ جيڪڏهن اسان چاهيون تہ انهن کي هلاڪ ڪري ڇڏيون پوءِ ڪو انهن جو فرياد ٻڌڻ وارو نہ هوندو ۽ نہ اسانجي رحمت کانسواءِ ڪنهن ٻئي ذريعي سان اهي بچايا ويندا.

١-هن آيت ۾ هي ٻڌايو ويو آهي تہ چنڊ کي بہ طاقت ناهي تہ هو سج جي ويجهو هليو وڃي، ڇاڪاڻ تہ اُن صورت ۾ بہ تباهي اچي ويندي آهي.

٢-جيئن تہ هتي اِهو ٻڌائڻ مقصد آهي تہ اُنهن جي هلڻ ۾ ڪا رنڊڪ ناهي، اُن ڪري يَسْبَحُوْنَ جو لفظ استعمال ڪيو ويو آهي.جنهن جي معنيٰ ترڻ جي آهي.مراد هيءَ آهي تہ هُو سهولت سان هلندا ويندا آهن ۽ ڪا روڪ سندن رستي ۾ پيدا نہ ٿي ٿئي. يعني ڪو سيارو ٻئي سياري جي رستي ۾ اچي اُن کي تباهہ نٿو ڪري سگهي

٣-ان مان مراد آئيندي ظاهر ٿيڻ واريون سواريون آهن مثال طور ريل، ڪار،لاري، بحري جهاز، هوائي جهاز وغيره. اِها ڪيڏي نہ روشن پيشگوئي آهي جيڪا قرآن ڪريم ڪئي آهي. پر پادري پوءِ بہ رَٽ لڳايو ٿا وڃن تہ قرآن ڪريم ۾ ڪا پيشگوئي ڪونهي.

اِلَّا رَحۡمَةً مِّنَّا وَمَتَاعًا اِلٰى حِيۡنٍ ﴿۴۵﴾

۴۵- ۽ اُهي صرف هڪ مدت تائين دنياوي فائدو حاصل ڪندا.

وَاِذَا قِيۡلَ لَهُمُ اتَّقُوۡا مَا بَيۡنَ اَيۡدِيۡكُمۡ وَمَا خَلۡفَكُمۡ لَعَلَّكُمۡ تُرۡحَمُوۡنَ ﴿۴٦﴾

۴٦- ۽ جڏهن انهن کي چيو ويجي ته جيڪي ڪي توهانجي اڳيان اچڻ وارو آهي (اُن کان بچو) ۽ جيڪي عمل توهان پويان ڇڏي آيا آهيو انهن جي جزا کان به بچڻ جي ڪوشش ڪيو① انهيءَ لاءِ ته توهان تي رحم ڪيو وڃي (ته اهي نصيحت حاصل ڪرڻ جي بجاءِ انهيءَ جي بي حرمتي ڪن ٿا ۽ فائدو نٿا وٺن ②).

وَمَا تَاۡتِيۡهِمۡ مِّنۡ اٰيَةٍ مِّنۡ اٰيٰتِ رَبِّهِمۡ اِلَّا كَانُوۡا عَنۡهَا مُعۡرِضِيۡنَ ﴿۴۷﴾

۴۷- ۽ انهن جي رب جي نشانن مان جيڪو به اهم نشان ظاهر ٿئي ٿو، اُهي انهيءَ کان به منهن موڙي ڇڏين ٿا.

وَاِذَا قِيۡلَ لَهُمۡ اَنۡفِقُوۡا مِمَّا رَزَقَكُمُ اللّٰهُ ۙ قَالَ الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا لِلَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡۤا اَنُطۡعِمُ مَنۡ لَّوۡ يَشَآءُ اللّٰهُ اَطۡعَمَهٗۤ ‌ۖ اِنۡ اَنۡتُمۡ اِلَّا فِىۡ ضَلٰلٍ مُّبِيۡنٍ ﴿۴۸﴾

۴۸- ۽ جڏهن انهن کي چيو وڃي ٿو ته جيڪي ڪي توهانکي خدا ڏنو آهي انهيءَ مان خرچ ڪيو ته ڪافر مومنن کي چون ٿا ته ڇا اسان انهن کي کارايون جن کي جيڪڏهن اللّٰه چاهي ها ته پاڻ به کارائي سگهيو ٿي توهان (ته خدا جي مرضيءَ جي خلاف تعليم ڏيئي) ظاهر ظهور گمراهيءَ ۾ مبتلا آهيو.

وَيَقُوۡلُوۡنَ مَتٰى هٰذَا الۡوَعۡدُ اِنۡ كُنۡتُمۡ صٰدِقِيۡنَ ﴿۴۹﴾

۴۹- ۽ اهي چون ٿا ته جيڪڏهن توهان سچا آهيو ته اسانکي ٻڌايو ته اهو (عذاب جو) واعدو ڪڏهن پورو ٿيندو.

---

١- يعني آئندي لاءِ دُعا ۽ گذريل لاءِ توبهه جي وسيلي.

٢- هتي جزا محذوف آهي جنهن کي اسان عبارت جي مطابق ظاهر ڪري ڇڏيو آهي.

مَا يَنْظُرُوْنَ اِلَّا صَيْحَةً وَّاحِدَةً تَأْخُذُهُمْ وَهُمْ يَخِصِّمُوْنَ ﴿٥٠﴾ فَلَا يَسْتَطِيْعُوْنَ تَوْصِيَةً وَّلَآ اِلٰٓى اَهْلِهِمْ يَرْجِعُوْنَ ﴿٥١﴾

ع ١٨ ٣ ٢

وَنُفِخَ فِي الصُّوْرِ فَاِذَا هُمْ مِّنَ الْاَجْدَاثِ اِلٰى رَبِّهِمْ يَنْسِلُوْنَ ﴿٥٢﴾ قَالُوْا يٰوَيْلَنَا مَنْۢ بَعَثَنَا مِنْ مَّرْقَدِنَا ۜ هٰذَا مَا وَعَدَ الرَّحْمٰنُ وَصَدَقَ الْمُرْسَلُوْنَ ﴿٥٣﴾

اِنْ كَانَتْ اِلَّا صَيْحَةً وَّاحِدَةً فَاِذَا هُمْ جَمِيْعٌ لَّدَيْنَا مُحْضَرُوْنَ ﴿٥٤﴾ فَالْيَوْمَ لَا تُظْلَمُ نَفْسٌ شَيْـًٔا وَّلَا تُجْزَوْنَ اِلَّا مَا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ﴿٥٥﴾ اِنَّ اَصْحٰبَ الْجَنَّةِ الْيَوْمَ فِيْ شُغُلٍ

**٥٠**-اُهي صرف هڪ اوچتي عذاب جو انتظار ڪري رهيا آهن جيڪو انهن کي اچي پڪڙيندو ۽ اهي بحث ۾ ئي لڳل هوندا.

**٥١**-انهي وقت نه ته اهي هڪ ٻئي کي ڪا نصيحت① ڪري سگهندا ۽ نه پنهنجي اهل و عيال ڏانهن واپس وڃي (انهن کي سمجهائي) سگهندا.

**٥٢**- ۽ بگل وڄايو ويندو. ۽ اُهي اوچتو قبرن مان نڪري پنهنجي رب ڏانهن ڊڪي پوندا.

**٥٣**-(۽ هڪ ٻئي کي) چوندا، هاءِ تباهي! اسانکي قبرن مان ڪير ڪنهن کڙو ڪيو آهي، هيءَ ته اها ئي ڳالهه آهي جنهن جو رحمان (خدا) اسان سان واعدو ڪيو هو ۽ رسولن جيڪي ڪجهه چيو هو سچ ئي چيو هو.

**٥٤**-اهو(محض) هڪ اوچتو عذاب هوندو جنهن جي نتيجي ۾ اهي سڀئي گڏ ڪري اسانجي حضور ۾ پيش ڪيا ويندا.

**٥٥**-۽ انهيءَ ڏينهن ڪنهن جان تي ذري برابر به ظلم نه ڪيو ويندو، ۽ توهانکي توهانجي عملن جي مطابق جزا ڏني ويندي.

**٥٦**-جنتي ماڻهن انهي ڏينهن هڪ اهم ②

١-وَصَّاهُ- عَهِدَ اِلَيْهِ- هُن کي ڪنهن ڪم جي ڪرڻ جي نصيحت ڪئي (اقرب).

٢-"اهم" جي معنٰي **شُغُلٍ** جي تنوين مان نڪتي آهي. جنهن جي معنيٰ وڏي شيءِ جي هوندي آهي.

فٰكِهُوْنَ ﴿٥٦﴾

كم(يعني ذكر الٰهي)۾ مشغول هوندا ۽ (پنهنجي حالت کي ڏسي)خوشيءَ سبب کلي رهيا هوندا.

هُمْ وَاَزْوَاجُهُمْ فِيْ ظِلٰلٍ عَلَى الْاَرَآئِكِ مُتَّكِـُٔوْنَ ﴿٥٧﴾

۵۷-اهي به ۽ انهن جا ساٿي به پلنگن تي ٽيڪ لڳائي وينا هوندا (۽ خدا جي رحمت جي) پاڇن هيٺان (هوندا).

لَهُمْ فِيْهَا فَاكِهَةٌ وَّلَهُمْ مَّا يَدَّعُوْنَ ﴿٥٨﴾

۵۸- انهن جي لاءِ انهن جنتن ۾ ميوا مهيا ڪيا ويندا ۽ جيڪي ڪجهه اهي طلب ڪندا انهن کي ڏنو ويندو.

سَلٰمٌ قَوْلًا مِّنْ رَّبٍّ رَّحِيْمٍ ﴿٥٩﴾

۵۹-(۽) انهن کي سلام چيو ويندو جيڪو بار بار ڪرم ڪرڻ واري رب جي طرفان انهن ڏانهن پيغام هوندو.

وَامْتَازُوا الْيَوْمَ اَيُّهَا الْمُجْرِمُوْنَ ﴿٦٠﴾

۶۰-۽ (اسان هيءُ به چونداسين ته) اي مجرمو! اڄ توهان (مومنن کان) جُدا ٿي وڃو.

اَلَمْ اَعْهَدْ اِلَيْكُمْ يٰبَنِيْٓ اٰدَمَ اَنْ لَّا تَعْبُدُوا الشَّيْطٰنَ ۚ اِنَّهٗ لَكُمْ عَدُوٌّ مُّبِيْنٌ ﴿٦١﴾

۶۱-اي بني آدم! ڇا مون توهان تي هيءَ ذميواري نه لڳائي هئي ته شيطان جي عبادت نه ڪندا ڪيو، اهو توهانجو ظاهر ظهور دشمن آهي.

وَّاَنِ اعْبُدُوْنِيْ ۚ هٰذَا صِرَاطٌ مُّسْتَقِيْمٌ ﴿٦٢﴾

۶۲-۽ صرف منهنجي عبادت ڪيو جو اهو ئي سڌو رستو آهي.

وَلَقَدْ اَضَلَّ مِنْكُمْ جِبِلًّا كَثِيْرًا ۚ اَفَلَمْ تَكُوْنُوْا تَعْقِلُوْنَ ﴿٦٣﴾

۶۳-۽ شيطان ته ڪيتري مخلوق کي تباهه ڪري ڇڪو آهي، ڇا توهانجي سمجهه ۾ اهو نٿو اچي؟

هٰذِهٖ جَهَنَّمُ الَّتِيْ كُنْتُمْ تُوْعَدُوْنَ ﴿٦٤﴾

۶۴-(ڏسو) هيءُ جهنم آهي جنهن جو توهان سان واعدو ڪيو ويندو هو.

اِصۡلَوۡهَا الۡيَوۡمَ بِمَا كُنۡتُمۡ تَكۡفُرُوۡنَ ﴿٦٥﴾

**٦٥**۔پنهنجي ڪفر جي سببان اڄ انهيءَ ۾ داخل ٿي وڃو.

اَلۡيَوۡمَ نَخۡتِمُ عَلٰۤى اَفۡوَاهِهِمۡ وَتُكَلِّمُنَاۤ اَيۡدِيۡهِمۡ وَتَشۡهَدُ اَرۡجُلُهُمۡ بِمَا كَانُوۡا يَكۡسِبُوۡنَ ﴿٦٦﴾

**٦٦**۔انهيءَ ڏينهن اسان (انهن جي ڪفر جي سببان) انهن جي واتن تي مهر لڳائي ڇڏينداسين (يعني ڳالهائڻ جي ضرورت نه هوندي) ۽ انهن جا هٿ اسان سان ڳالهيون ڪندا ۽ انهن جا پير انهن جي ڪرتوتن تي شاهدي① ڏيندا.

وَلَوۡ نَشَآءُ لَطَمَسۡنَا عَلٰۤى اَعۡيُنِهِمۡ فَاسۡتَبَقُوا الصِّرَاطَ فَاَنّٰى يُبۡصِرُوۡنَ ﴿٦٧﴾

**٦٧**۔۽ جيڪڏهن اسان گُهرون ته انهن جي اکين کي انڌو ڪري ڇڏيون، پوءِ اهي بنان ڏسڻ جي هڪ رستي جي تلاش ۾ نڪري پون، پر اهڙي حالت ۾ اهي (سچي رستي کي) ڏسي ڪيئن ٿا سگهن.

وَلَوۡ نَشَآءُ لَمَسَخۡنٰهُمۡ عَلٰى مَكَانَتِهِمۡ فَمَا اسۡتَطَاعُوۡا مُضِيًّا وَّلَا يَرۡجِعُوۡنَ ﴿٦٨﴾ ع

**٦٨**۔۽ جيڪڏهن اسان گُهرون ته جتي اهي آهن اتي انهن جي شان کي بيڪار ڪري ڇڏيون۔ پوءِ اهي نه ته ڪٿي اڳتي وڃڻ جي طاقت حاصل ڪن ۽ نه واپس موٽڻ جو رستو لهن.

وَمَنۡ نُّعَمِّرۡهُ نُنَكِّسۡهُ فِى الۡخَلۡقِ ؕ اَفَلَا يَعۡقِلُوۡنَ ﴿٦٩﴾

**٦٩**۔۽ جنهن جي اسان تمام وڏي عمر ڪيون ٿا انهيءَ کي جسماني طاقتن ۾ ڪمزور ڪندا وڃون ٿا ڇا اهي سمجهن نٿا②.

١۔تفصيل ته تفسير جو ڪم آهي. وڌو مثال اُن کي حل ڪرڻ لاءِ هي آهي ته آتشڪ جي مريض جي نڪ ۽ نڙيءَ تي اُن مرض جو اثر ظاهر ٿيندو آهي. يعني جسم ڳالهائي ٻڌائي ڇڏيندو آهي ته هُن ماٺهوءَ زنا ڪئي آهي.

٢۔يعني بنو اسرائيل ڊگهي جمار ماڻي آهي. ۽ هاڻي سندن ڪمزوريءَ جو زمانو اچي چڪو آهي

وَ مَا عَلَّمْنٰهُ الشِّعْرَ وَ مَا يَنْۢبَغِيْ لَهٗ ؕ اِنْ هُوَ اِلَّا ذِكْرٌ وَّ قُرْاٰنٌ مُّبِيْنٌ ۙ﴿۷۰﴾

۷۰- ۽ اسان انهيءَ کي (يعني محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم کي) شعر چوڻ ناهي سيکاريو، ۽ نہ اهو ڪم سندس شان جي مطابق هو. هيءُ قرآن تہ صرف هڪ نصيحت آهي ۽ وري وري پڙهڻ وارو ڪتاب آهي جيڪو (دليل ڳڙوڳڙ) بيان ڪري ٿو.

لِّيُنْذِرَ مَنْ كَانَ حَيًّا وَّ يَحِقَّ الْقَوْلُ عَلَى الْكٰفِرِيْنَ ﴿۷۱﴾

۷۱-انهيءَ لاءِ تہ جيڪو زندهہ (دل) آهي انهيءَ کي هوشيار ڪري ڇڏي ۽ ڪافرن جي متعلق خدا جو فيصلو پورو ٿي وڃي.

اَوَ لَمْ يَرَوْا اَنَّا خَلَقْنَا لَهُمْ مِّمَّا عَمِلَتْ اَيْدِيْنَاۤ اَنْعَامًا فَهُمْ لَهَا مٰلِكُوْنَ ﴿۷۲﴾

۷۲-ڇا اهي نٿا ڏسن تہ اسان انهن جي لاءِ پنهنجي خاص قدرت سان چوپايا بڻايا آهن ۽ اهي انهن جا مالڪ آهن.

وَ ذَلَّلْنٰهَا لَهُمْ فَمِنْهَا رَكُوْبُهُمْ وَ مِنْهَا يَاْكُلُوْنَ ﴿۷۳﴾

۷۳-۽ اسان انهن چوپاين کي انهن جي تابع ڪري ڇڏيو آهي. پوءِ انهن مان ڪن تي تہ اهي سواري ڪن ٿا ۽ ڪن کي اُهي کائين ٿا.

وَ لَهُمْ فِيْهَا مَنَافِعُ وَ مَشَارِبُ ؕ اَفَلَا يَشْكُرُوْنَ ﴿۷۴﴾

۷۴-۽ انهن مان ڪيترن ئي قسمن جو فائدو وٺن ٿا ۽ پيڻ جو سامان بہ مهيا ڪن ٿا ڇا اهي شُڪر نٿا ڪن؟

وَ اتَّخَذُوْا مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ اٰلِهَةً لَّعَلَّهُمْ يُنْصَرُوْنَ ؕ﴿۷۵﴾

۷۵-۽ انهن ماڻهن الله کانسواءِ ڪجهہ ٻيا معبود بڻائي ڇڏيا آهن تہ شايد ڪنهن وقت انهن جي مدد ڪئي وڃي.

لَا يَسْتَطِيْعُوْنَ نَصْرَهُمْ ۙ وَ هُمْ لَهُمْ

۷۶-اهي (معبود) انهن جي ڪا مدد نٿا ڪري سگهن ۽ اهي (معبود انهن جي مدد

**(باقي حاشيو)** ڇاڪاڻ تہ قومن جو مثال بہ ماڻهن وانگر ٿيندو آهي.

جُنْدٌ مُّحْضَرُوْنَ ﴿٧٦﴾

ته ڪهڙي ڪندا) التو انهن جي خلاف سيئي هڪ لشڪر جي شڪل ۾ گڏ ٿي شاهدي ڏيندا.

فَلَا يَحْزُنْكَ قَوْلُهُمْ ۘ اِنَّا نَعْلَمُ مَا يُسِرُّوْنَ وَمَا يُعْلِنُوْنَ ﴿٧٧﴾

٧٧-پوءِ توکي انهن جون ڳالهيون غمگين نه ڪن اسان انهيءَ کي به ڄاڻون ٿا جيڪي اهي لڪائين ٿا ۽ انهيءَ کي به جيڪي اهي ظاهر ڪن ٿا.

اَوَلَمْ يَرَ الْاِنْسَانُ اَنَّا خَلَقْنٰهُ مِنْ نُّطْفَةٍ فَاِذَا هُوَ خَصِيْمٌ مُّبِيْنٌ ﴿٧٨﴾

٧٨- ڇا انسان کي معلوم ڪونهي ته اسان انهيءَ کي هڪ (حقير) ڦُڙي مان پيدا ڪيو آهي پوءِ (جڏهن) اهو (پيدا ٿئي ٿو ته) اوچتو سخت جهيڙا ڪار بڻجي وڃي ٿو.

وَضَرَبَ لَنَا مَثَلًا وَّنَسِيَ خَلْقَهٗ ؕ قَالَ مَنْ يُّحْيِ الْعِظَامَ وَهِيَ رَمِيْمٌ ﴿٧٩﴾

٧٩-۽ اسان جي هستيءَ متعلق ڳالهيون بڻائڻ شروع ٿو ڪري ۽ پنهنجي پيدائش کي وساري ٿو ڇڏي ۽ چوڻ لڳي ٿو ته جڏهن هڏا ڳري ويندا ته انهن کي پلا ڪير زنده ڪندو.

قُلْ يُحْيِيْهَا الَّذِيْٓ اَنْشَاَهَآ اَوَّلَ مَرَّةٍ ؕ وَهُوَ بِكُلِّ خَلْقٍ عَلِيْمُۨ ﴿٨٠﴾ۙ

٨٠-تون چؤ ته اهڙين هڏين کي اهو ئي زنده ڪندو جنهن انهن کي پهرئين پيري پيدا ڪيو هو ۽ اهو هر مخلوق جي حالت کان چڱيءَ طرح واقف آهي.

الَّذِيْ جَعَلَ لَكُمْ مِّنَ الشَّجَرِ الْاَخْضَرِ نَارًا فَاِذَآ اَنْتُمْ مِّنْهُ تُوْقِدُوْنَ ﴿٨١﴾

٨١- اهو (خدا) جنهن توهان لاءِ ساون وڻن مان باهه پيدا ڪئي آهي پوءِ توهان انهيءَ جي ذريعي باهه باريو ٿا.

اَوَلَيْسَ الَّذِيْ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ

٨٢-ڇا اهو جنهن آسمانن ۽ زمين کي پيدا ڪيو آهي انهيءَ ڳالهه تي قادر ڪونهي

بِقٰدِرٍ عَلٰٓى اَنْ يَّخْلُقَ مِثْلَهُمْ ۭ بَلٰى ۤ وَهُوَ الْخَلّٰقُ الْعَلِيْمُ ﴿٨١﴾

جو انهن جهڙي بي مخلوق پيدا ڪري چڏي. اهڙو خيال (ته اهو پيدا نٿو ڪري سگهي) صحيح ڪونهي، پر اهو ڏاڍو پيدا ڪرڻ وارو (۽) ڏاڍو ڄاڻڻ وارو آهي.

اِنَّمَآ اَمْرُهٗٓ اِذَآ اَرَادَ شَـيْـــًٔا اَنْ يَّقُوْلَ لَهٗ كُنْ فَيَكُوْنُ ﴿٨٢﴾

**٨٣**-انهيءَ جو معاملو ته هيئن آهي جو جڏهن به هُو اِهو ارادو ڪري ٿو ته فلاڻي شيءِ ٿي وڃي، اهو انهيءَ جي باري ۾ چئي ڇڏي ٿو ته هن طرح ٿي وڃي، ته اها انهيءَ طرح ٿي وڃي ٿي.

فَسُبْحٰنَ الَّذِيْ بِيَدِهٖ مَلَكُوْتُ كُلِّ شَيْءٍ وَّاِلَيْهِ تُرْجَعُوْنَ ﴿٨٣﴾

**٨٤**- پوءِ پاڪ آهي اهو جنهن جي طاقت جي قبضي ۾ هر شيءِ جي بادشاهت آهي ۽ جنهن ڏانهن توهان سڀني کي موٽائي نيو ويندو.

سُوْرَةُ الصّٰفّٰتِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ مِائَةٌ وَّ ثَلاَ ثُ وَّ ثَمَانُوْنَ اٰيَةً وَّخَمْسَةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت صافات۔ هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم الله سميت هن جون هڪ سئو تياسي آيتون ۽ پنج رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ① — ١-(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

وَالصّٰٓفّٰتِ صَفًّا ② — ٢-(مان) شاهديءَ طور پيش ڪيان ٿو انهن نفسن کي جيڪي (سچائيءَ جي دشمنن جي سامهون) صفون① ٻڌيو بيٺا آهن.

فَالزّٰجِرٰتِ زَجْرًا ③ — ٣-۽ جيڪي بري ڪم ڪرڻ وارن کي چڙٻين ٿا.

فَالتّٰلِيٰتِ ذِكْرًا ④ — ٤-۽ ذڪر الٰهي (يعني قرآن) کي پڙهي ٻڌائين ٿا.

اِنَّ اِلٰهَكُمْ لَوَاحِدٌ ⑤ — ٥-يقيناً توهانجو معبود اڪيلو معبود آهي.

رَبُّ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَمَا بَيْنَهُمَا وَرَبُّ الْمَشَارِقِ ⑥ — ٦-آسمانن جو به رب آهي، ۽ زمين جو به ۽ جيڪي ڪجھه انهن ٻنهي جي وچم آهي انهن جو به ۽ سڀني روشنيءَ جي اُڀرڻ وارين جڳهن جو به.

اِنَّا زَيَّنَّا السَّمَآءَ الدُّنْيَا بِزِيْنَةِ ﮼الْكَوَاكِبِ ⑦ — ٧-اسان دنيا جي آسمان کي تارن سان زينت ڏني آهي.

وَحِفْظًا مِّنْ كُلِّ شَيْطٰنٍ مَّارِدٍ ⑧ — ٨-۽ اسان انهيءَ کي هر سرڪش شيطان

١- يعني صحابه ڪرامؓ .اُنهن جي حالات سان مڪي جي ڪافرن جي پيٺ ڪيو ته اسلام جي سچائيءَ چڱيءَ طرح ظاهر ٿي ويندي.

لَا يَسَّمَّعُوْنَ اِلَى الْمَلَاِ الْاَعْلٰى وَيُقْذَفُوْنَ مِنْ كُلِّ جَانِبٍ ﴿٨﴾

دُحُوْرًا وَّلَهُمْ عَذَابٌ وَّاصِبٌ ﴿٩﴾

اِلَّا مَنْ خَطِفَ الْخَطْفَةَ فَاَتْبَعَهٗ شِهَابٌ ثَاقِبٌ ﴿١٠﴾

فَاسْتَفْتِهِمْ اَهُمْ اَشَدُّ خَلْقًا اَمْ مَّنْ خَلَقْنَا ۭ اِنَّا خَلَقْنٰهُمْ مِّنْ طِيْنٍ لَّازِبٍ ﴿١١﴾

بَلْ عَجِبْتَ وَيَسْخَرُوْنَ ﴿١٢﴾

کان محفوظ ڪيو آهي.

**٩**-اهي (سرڪش شيطان) مٿين زبردست هستين① جي ڳالهه تائين② ٻڌن ۽ هر ڪنهن طرف کان انهن کي (ڌتڪاهٽي هٽي) پري ڪيو وڃي ٿو③.

**١٠**-۽ انهن جي لاءِ هڪ مستقل عذاب آهي.

**١١**-پر انهن مان جيڪو فرد ڪا ڳالهه شرارت سان چورائي وڃي④ ته انهيءَ جي پويان ڪرندڙ تارو اچي ٿو.

**١٢**-پوءِ تون انهن کان پُڇ ته ڇا پيدائش جي لحاظ کان انهن کي پيدا ڪرڻ وڌيڪ مشڪل آهي يا (انهن کانسواءِ دنيا جو نظام) جيڪو اسان بڻايو آهي؟ اسان انهن کي هڪ لِڳ لڳدار مٽيءَ مان بڻايو آهي.

**١٣**-بلڪ حقيقت اها آهي جو تون (انهن جي ڳالهين تي) تعجب ڪرين ٿو ۽ اهي (تنهنجن ڳالهين کي) حقير سمجهن ٿا.

١-يعني ملائڪ ڪرام جي.

٢-مطلب هي آهي ته اصل حقيقت تائين نٿا پهچن صرف ظاهري طور تي ٻڌندا آهن.

٣-يعني جڏهن شيطان جا مددگار دنيا ۾ نبين جي الهام کي بگاڙي ماڻهن جي آڏو پيش ڪرڻ گُهرندا آهن ته تُرت خداتعاليٰ جو عذاب اچي ويندو آهي. ۽ ڌتڪا هڻندي هڻندي ڪين پڇايو ويندو آهي.

٤-يعني مخالف هجڻ جي ڪري جيڪڏهن قرآن جو ڪو ٽڪرو مخالف چورائي ڪٽي وڃي ته جيئن ماڻهن کي دوکو ڏئي ته الله تعاليٰ اُن لاءِ پنهنجا اهڙا ٻانها جيڪي شيطانن کي مارڻ جي طاقت رکندا هجن بيهاري ڇڏيا آهن جيڪي ڪلامِ الٰهيءَ کي بگاڙي پيش ڪرڻ وارن کي سزا ڏيندا آهن.

وَ اِذَا ذُكِّرُوْا لَا يَذْكُرُوْنَ ۝١٤

١٤-۽ جڏهن انهن کي نصيحت ڪجي ٿي تہ نصيحت حاصل نٿا ڪن.

وَ اِذَا رَاَوْا اٰيَةً يَّسْتَسْخِرُوْنَ ۝١٥

١٥-۽ جڏهن ڪو نشان ڏسن ٿا تہ انهيءَ تي ٺٺول ڪن ٿا.

وَقَالُوْٓا اِنْ هٰذَآ اِلَّا سِحْرٌ مُّبِيْنٌ ۝١٦

١٦- ۽ چون ٿا تہ هيءُ ظاهر ظهور مڪر آهي.

ءَاِذَا مِتْنَا وَكُنَّا تُرَابًا وَّعِظَامًا ءَاِنَّا لَمَبْعُوْثُوْنَ ۝١٧

١٧-ڇا جڏهن اسان مري ويندا سين ۽ مٽي ٿي ويندا سين ۽ هڏا ٿي ويندا سين (تہ) اسانکي ٻيهر اُٿاريو ويندو؟

اَوَ اٰبَآؤُنَا الْاَوَّلُوْنَ ۝١٨

١٨-۽ (اهڙي طرح) اسانجن ڀهرين ابن ڏاڏن کي بہ؟

قُلْ نَعَمْ وَاَنْتُمْ دَاخِرُوْنَ ۝١٩

١٩-تون چؤ، هائو! (هائو!) بلڪ توهان ذليل ٿي ويندؤ.

فَاِنَّمَا هِيَ زَجْرَةٌ وَّاحِدَةٌ فَاِذَا هُمْ يَنْظُرُوْنَ ۝٢٠

٢٠- اها گهڙي تہ صرف هڪ ڇينڀ (جو مثال) آهي جو (جيئن ئي اها ڇينڀ پوندي) اهي (زنده ٿي) ڏسڻ لڳندا.

وَقَالُوْا يٰوَيْلَنَا هٰذَا يَوْمُ الدِّيْنِ ۝٢١

٢١-۽ چوندا، هاءِ افسوس اسان تي! اهو ئي تہ جزا سزا جو ڏينهن آهي.

هٰذَا يَوْمُ الْفَصْلِ الَّذِيْ كُنْتُمْ بِهٖ تُكَذِّبُوْنَ ۝٢٢ ع

٢٢- (۽ خدا جي طرفان آواز ايندو) هيءُ اهو فيصلي جو ڏينهن آهي جنهن جو توهان انڪار ڪندا هئا.

اُحْشُرُوا الَّذِيْنَ ظَلَمُوْا وَاَزْوَاجَهُمْ وَمَا كَانُوْا يَعْبُدُوْنَ ۝٢٣

٢٣-(اسان فرشتن کي چونداسين تہ) جن ظلم ڪيو هو انهن کي بہ ۽ انهن جي ساٿين کي بہ ۽ اللّٰـه کانسواءِ جن جي هو عبادت ڪندا هئا انهن کي بہ زنده ڪري آڻي بيهاريو،

| | |
|---|---|
| مِنۡ دُوۡنِ اللّٰهِ فَاهۡدُوۡهُمۡ اِلٰى صِرَاطِ الۡجَحِيۡمِ ﴿۲۴﴾ | **۲۴**-پوءِ انهن سڀني کي جهنم جي رستي ڏانهن وٺي وڃو. |
| وَقِفُوۡهُمۡ اِنَّهُمۡ مَّسۡـُٔوۡلُوۡنَ ﴿۲۵﴾ | **۲۵**-پوءِ (اوستائين وٺي وڃي) انهن کي بيهاري ڇڏيو، ڇو جو اتي انهن کان کي سوال ڪيا ويندا. |
| مَا لَـكُمۡ لَا تَنَاصَرُوۡنَ ﴿۲۶﴾ | **۲۶**-(۽ انهن کان پڇيو ويندو) توهانکي ڇا ٿي ويو آهي جو توهان هڪ ٻئي جي مدد نٿا ڪيو؟ |
| بَلۡ هُمُ الۡيَوۡمَ مُسۡتَسۡلِمُوۡنَ ﴿۲۷﴾ | **۲۷**-حقيقت اها آهي جو (مدد ڪرڻ ته نهيو) اهي انهيءَ ڏينهن بلڪل هٿيار ڦٽا ڪندا. |
| وَاَقۡبَلَ بَعۡضُهُمۡ عَلٰى بَعۡضٍ يَّتَسَآءَلُوۡنَ ﴿۲۸﴾ | **۲۸**-۽ انهن مان هڪ فريق ٻئي سان بحث① ڪندو. |
| قَالُوۡۤا اِنَّكُمۡ كُنۡتُمۡ تَاۡتُوۡنَنَا عَنِ الۡيَمِيۡنِ ﴿۲۹﴾ | **۲۹**-(۽) انهيءَ کي مخاطب ڪري چوندو ته توهان هميشه اسانجي ساڄي② پاسي کان ايندا هئا. |
| قَالُوۡا بَلۡ لَّمۡ تَكُوۡنُوۡا مُؤۡمِنِيۡنَ ﴿۳۰﴾ | **۳۰**-(انهن جا خيالي معبود جواب ۾) چوندا ائين ناهي حقيقت هيءَ آهي ته توهان ۾ خود ايمان (جو مادو) نه هو. |
| وَمَا كَانَ لَنَا عَلَيۡكُمۡ مِّنۡ سُلۡطٰنٍ | **۳۱**-۽ اسان کي توهان تي ڪو غلبو نه |

۱-هتي لفظ يَتَسَآءَلُوۡنَ آهي پر لغت ۾ لکيل آهي ته تَسَآءُل بحث جي معنيٰ ۾ به ايندو آهي.(اقرب)

۲-ساڄو پاسو مذهب تي دلالت ڪري ٿو.مطلب هي آهي ته مذهب جو لباس پائي اسان کي دوکو ڏيندا هئا.

| | |
|---|---|
| بَلْ كُنْتُمْ قَوْمًا طٰغِيْنَ ﴿٣١﴾ | هو، پر توهان هڪ سرڪش قوم هئا. |
| فَحَقَّ عَلَيْنَا قَوْلُ رَبِّنَآ ۖ إِنَّا لَذَآئِقُوْنَ ﴿٣٢﴾ | **٣٢**-پوءِ اڄ اسان سيني جي متعلق اسانجي رب جي ڳالهه پوري ٿي ويئي ته اسان (عذاب) چکڻ وارا آهيون. |
| فَاَغْوَيْنٰكُمْ اِنَّا كُنَّا غٰوِيْنَ ﴿٣٣﴾ | **٣٣**-۽ (اهو درست آهي ته) اسان توهانکي گمراهه ڪيو هو ڇو جو اسين خود به گمراهه هئاسين. |
| فَاِنَّهُمْ يَوْمَئِذٍ فِى الْعَذَابِ مُشْتَرِكُوْنَ ﴿٣٤﴾ | **٣٤**-پوءِ (انهيءَ جو نتيجو اهو ٿيندو جو) انهيءَ ڏينهن اهي سڀ عذاب ۾ شريڪ هوندا. |
| اِنَّا كَذٰلِكَ نَفْعَلُ بِالْمُجْرِمِيْنَ ﴿٣٥﴾ | **٣٥**-اسان مجرمن سان ائين ئي ڪندا آهيون. |
| اِنَّهُمْ كَانُوْٓا اِذَا قِيْلَ لَهُمْ لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ ۙ يَسْتَكْبِرُوْنَ ﴿٣٦﴾ | **٣٦**-جڏهن به انهن کي ائين چيو ويندو هو ته اللّٰه کانسواءِ ڪو معبود ڪونهي ته اهي تڪبر ڪندا هئا. |
| وَيَقُوْلُوْنَ اَئِنَّا لَتَارِكُوْٓا اٰلِهَتِنَا لِشَاعِرٍ مَّجْنُوْنٍ ﴿٣٧﴾ | **٣٧**-۽ چوندا هئا،ڇا اسان پنهنجي معبودن کي هڪ شاعر ۽ چرئي جي چوڻ تي ڇڏي ڏينداسين. |
| بَلْ جَآءَ بِالْحَقِّ وَصَدَّقَ الْمُرْسَلِيْنَ ﴿٣٨﴾ | **٣٨**-حقيقت اها آهي ته هو (يعني محمد رسول اللّٰه ﷺ) ڪامل سچائي کڻي آيو آهي ۽ پهرين سيني رسولن کي سچو قرار ڏئي ٿو. |
| اِنَّكُمْ لَذَآئِقُوا الْعَذَابِ الْاَلِيْمِ ﴿٣٩﴾ | **٣٩**-(اي منڪرو!) توهان يقيناً دردناڪ عذاب چکڻ وارا آهيو. |
| وَمَا تُجْزَوْنَ اِلَّا مَا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ﴿٤٠﴾ | **٤٠**-۽ جيڪي ڪي توهان ڪندا هئا انهيءَ |

جي مطابق سزا ڀوڳيندؤ.

اِلَّا عِبَادَ اللّٰهِ الْمُخْلَصِيْنَ ﴿۴۱﴾

۴۱-پر جيڪي الله جا چونديل ٻانها آهن (انهن کي دردناڪ عذاب نه ملندو).

اُولٰٓئِكَ لَهُمْ رِزْقٌ مَّعْلُوْمٌ ﴿۴۲﴾

۴۲-(پر) انهن کي معلوم① رزق ملندو.

فَوَاكِهُ ۚ وَهُمْ مُّكْرَمُوْنَ ﴿۴۳﴾ فِيْ جَنّٰتِ النَّعِيْمِ ﴿۴۴﴾

۴۳-۴۴-(يعني②) ميون جي قسمن مان، ۽ انهن جي نعمت وارن باغن ۾ عزت ڪئي ويندي.

عَلٰى سُرُرٍ مُّتَقٰبِلِيْنَ ﴿۴۵﴾

۴۵-اهي پلنگن تي آمهون سامهون③ ويهندا.

يُطَافُ عَلَيْهِمْ بِكَاْسٍ مِّنْ مَّعِيْنٍ ﴿۴۶﴾

۴۶-(چشمن جي) پاڻين مان ڀريل گلاس انهن وٽ آندا ويندا.

بَيْضَآءَ لَذَّةٍ لِّلشّٰرِبِيْنَ ﴿۴۷﴾

۴۷-جيڪي اڇا هوندا ۽ پيئڻ وارن جي لاءِ لذت جو سبب هوندا.

لَا فِيْهَا غَوْلٌ وَّلَا هُمْ عَنْهَا يُنْزَفُوْنَ ﴿۴۸﴾

۴۸- نه ته انهن جي ڪري مٿي ۾ سور ٿيندو ۽ نه اهي ماڻهو انهيءَ جي سبب ڪو عقل وڃائي ويهندا.

وَعِنْدَهُمْ قٰصِرٰتُ الطَّرْفِ عِيْنٌ ﴿۴۹﴾

۴۹-۽ انهن وٽ وڏين وڏين اکين واريون نظرون جهڪائي رکڻ واريون عورتون هونديون.

كَاَنَّهُنَّ بَيْضٌ مَّكْنُوْنٌ ﴿۵۰﴾

۵۰-جڻ ته اُهي ڍڪيل آنا④ آهن.

---

۱-يعني جنهن رزق جي قرآن مجيد ۾ مختلف جاين تي خبر ڏني وئي آهي.

۲-يعني سندن عملن جي جزا. ڇاڪاڻ ته ميوو عمل جي جزا کي چوندا آهن.

۳-يعني هڪ مسلمان ٻئي جو دشمن نه هوندو يعني اُن ڏانهن منهن ڪندو.اُن کان مُنهن نه موڙيندو.

۴-عرب ماڻهو سڀ کان وڌيڪ سهڻو رنگ اُن پکيءَ جي بيدي جو سمجهندا آهن.ڍڪيل هجڻ مان مراد آهي ته اُن تي ڪا ميرُ نه هوندي. عربي محاوري جي مطابق هيءَ رنگ جي تمام وڌي واکاڻ آهي.

فَاَقْبَلَ بَعْضُهُمْ عَلٰى بَعْضٍ يَّتَسَآءَلُوْنَ ﴿۵۱﴾

**۵۱**-پوءِ انهن مان ڪي ڪن ڏانهن سوال ڪرڻ لاءِ ڏيان ڏيندا.

قَالَ قَآىِٕلٌ مِّنْهُمْ اِنِّیْ كَانَ لِیْ قَرِیْنٌ ﴿۵۲﴾

**۵۲**-۽ ڪو شخص انهن مان هيئن چوندو ته هڪ منهنجو ساٿي هوندو هو.

يَّقُوْلُ اَئِنَّكَ لَمِنَ الْمُصَدِّقِيْنَ ﴿۵۳﴾

**۵۳**- اهو چوندو هو ته ڇا تون به (حشر نشر جي) مڃڻ وارن مان آهين.

ءَاِذَا مِتْنَا وَكُنَّا تُرَابًا وَّ عِظَامًا ءَاِنَّا لَمَدِيْنُوْنَ ﴿۵۴﴾

**۵۴**-(۽ جيڪڏهن اها ڳالهه آهي ته ٻڌاءِ ته) ڇا جڏهن اسان مري وينداسين ۽ مٽي ۽ هڏا ٿي ويندا سين ته ڇا اسانکي اسانجن عملن جي جزا ڏني ويندي؟

قَالَ هَلْ اَنْتُمْ مُّطَّلِعُوْنَ ﴿۵۵﴾

**۵۵**-انهيءَ تي اهو (مومن شخص) چوندو، ڇا توهان مان ڪو اهڙو آهي جو جهاتي پائي ڏسي ته انهيءَ (شخص) جو ڪهڙو حال آهي.

فَاطَّلَعَ فَرَاٰهُ فِیْ سَوَآءِ الْجَحِيْمِ ﴿۵۶﴾

**۵۶**-پوءِ اهو پاڻ ئي حال معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو ۽ پنهنجي دنياوي ساٿيءَ کي جهنم ۾ پيل ڏسندو.

قَالَ تَاللّٰهِ اِنْ كِدْتَّ لَتُرْدِيْنِ ﴿۵۷﴾

**۵۷**-پوءِ انهي کي چوندو، خدا جو قسم! تون ته مونکي به هلاڪ ڪرڻ لڳو هئين.

وَلَوْلَا نِعْمَةُ رَبِّیْ لَكُنْتُ مِنَ الْمُحْضَرِيْنَ ﴿۵۸﴾

**۵۸**-۽ جيڪڏهن منهنجي رب جو فضل نه ٿئي ها ته مان به اڄ دوزخ جي سامهون حاضر ٿيڻ وارن منجهان هجان ها.

اَفَمَا نَحْنُ بِمَيِّتِيْنَ ﴿۵۹﴾

**۵۹،۶۰**-(اي جهنمي!) هاڻي تون ٻڌاءِ. ڇا سواءِ پهرين موت جي اسانجي لاءِ ٻيو

اِلَّا مَوْتَتَنَا الْاُوْلٰى وَمَا نَحْنُ بِمُعَذَّبِيْنَ ۝٦٠

موت① ڪونهي؟ ۽ اسانکي ڪو عذاب نہ ڏنو ويندو؟

اِنَّ هٰذَا لَهُوَ الْفَوْزُ الْعَظِيْمُ ۝٦١

٦١-اِها (مومن جي حالت) بيشڪ وڏي ڪاميابي آهي.

لِمِثْلِ هٰذَا فَلْيَعْمَلِ الْعٰمِلُوْنَ ۝٦٢

٦٢-۽ عمل ڪرڻ وارن کي انهيءَ مقام کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ گھرجي.

اَذٰلِكَ خَيْرٌ نُّزُلًا اَمْ شَجَرَةُ الزَّقُّوْمِ ۝٦٣

٦٣-ڇا اها مهمان نوازي بهتر آهي يا ٿوهَرَ جو وڻ؟

اِنَّا جَعَلْنٰهَا فِتْنَةً لِّلظّٰلِمِيْنَ ۝٦٤

٦٤-اسان انهيءَ کي ظالمن جي لاءِ هڪ آزمائش جو ذريعو بڻايو آهي.

اِنَّهَا شَجَرَةٌ تَخْرُجُ فِيْٓ اَصْلِ الْجَحِيْمِ ۝٦٥

٦٥-اهو هڪ اهڙو وڻ آهي جيڪو دوزخ جي تري ۾ ڄمندو آهي.

طَلْعُهَا كَاَنَّهٗ رُءُوْسُ الشَّيٰطِيْنِ ۝٦٦

٦٦-انهيءَ جو ميوو اهڙو ڏيندو آهي جهڙو نانگن جون ڦڻيون.

فَاِنَّهُمْ لَاٰكِلُوْنَ مِنْهَا فَمَالِـُٔوْنَ مِنْهَا الْبُطُوْنَ ۝٦٧

٦٧-سو اهي انهيءَ وڻ مان کائيندا ۽ انهيءَ سان پنهنجا پيٽ ڀريندا.

ثُمَّ اِنَّ لَهُمْ عَلَيْهَا لَشَوْبًا مِّنْ حَمِيْمٍ ۝٦٨

٦٨-۽ انهيءَ کانسواءِ انهن جي (پيئڻ جي) پاڻيءَ ۾ تيز ٿهڪندڙ پاڻي وڌو ويندو.

ثُمَّ اِنَّ مَرْجِعَهُمْ لَاِلَى الْجَحِيْمِ ۝٦٩

٦٩-پوءِ انهن سڀني کي موٽائي جهنم ڏانهن نيو ويندو.

---

١-يعني جسماني موت کانپوءِ ڪو اهڙو عذاب ناهي جنهن کي هميشه جو موت قرار ڏجي. مومن تہ جنت ۾ هوندو جيڪا دائمي زندگي آهي. پر هي قول ڇِتَرَ جي طور تي آهي جيڪو مومن ڪافر کي چوندو.

اِنَّهُمۡ اَلۡفَوۡا اٰبَآءَهُمۡ ضَآلِّيۡنَ ۙ﴿۷۰﴾
٧٠-انهن پنهنجن ابن ڏاڏن کي گمراهه ڏٺو.

فَهُمۡ عَلٰۤى اٰثٰرِهِمۡ يُهۡرَعُوۡنَ ﴿۷۱﴾
٧١-۽ اهي به انهن جي نقش قدم تي ڊوڙي پيا.

وَلَقَدۡ ضَلَّ قَبۡلَهُمۡ اَكۡثَرُ الۡاَوَّلِيۡنَ ۙ﴿۷۲﴾
٧٢-۽ انهن کان پهرين کيترين ئي پهريون قومون به گمراهه ٿي چُڪيون آهن.

وَلَقَدۡ اَرۡسَلۡنَا فِيۡهِمۡ مُّنۡذِرِيۡنَ ﴿۷۳﴾
٧٣-۽ اسان انهن ۾ رسول موڪلي چُڪا آهيون.

فَانۡظُرۡ كَيۡفَ كَانَ عَاقِبَةُ الۡمُنۡذَرِيۡنَ ۙ﴿۷۴﴾
٧٤-پوءِ ڏسو جن کي ڊيڄاريو ويو هو، انهن جو ڪهڙو انجام ٿيو؟

اِلَّا عِبَادَ اللّٰهِ الۡمُخۡلَصِيۡنَ ﴿۷۵﴾ ع
٧٥-سواءِ اللّٰه جي مخلص ٻانهن جي.

وَلَقَدۡ نَادٰٮنَا نُوۡحٌ فَلَنِعۡمَ الۡمُجِيۡبُوۡنَ ﴿۷۶﴾
٧٦-۽ اسانکي (رسولن مان) نوح به پُڪاريو هو ۽ اسان ڏاڍو سنو جواب ڏيڻ وارا آهيون.

وَنَجَّيۡنٰهُ وَاَهۡلَهٗ مِنَ الۡكَرۡبِ الۡعَظِيۡمِ ﴿۷۷﴾
٧٧-۽ اسان هُن کي به ۽ انهيءَ جي ڪُٽنب کي به ڏاڍي گهبراهٽ کان نجات ڏني هئي.

وَجَعَلۡنَا ذُرِّيَّتَهٗ هُمُ الۡبٰقِيۡنَ ﴿۷۸﴾
٧٨-۽ صرف انهي جي اولاد کي ئي دنيا ۾ باقي رکيو هيوسين.

وَتَرَكۡنَا عَلَيۡهِ فِى الۡاٰخِرِيۡنَ ﴿۷۹﴾
٧٩-۽ انهيءَ کان پوءِ اچڻ وارين قومن ۾ انهيءَ جو نيڪ ذڪر قائم رکيو هوسين.

سَلٰمٌ عَلٰى نُوۡحٍ فِى الۡعٰلَمِيۡنَ ﴿۸۰﴾
٨٠-سيني قومن جي طرفان نوح تي سلامتيءَ جي دعا ٿي رهي آهي.

اِنَّا كَذٰلِكَ نَجۡزِى الۡمُحۡسِنِيۡنَ ﴿۸۱﴾
٨١-اسان محسنن کي اهڙيءَ طرح جزا

ڏيندا آهيون.

اِنَّهٗ مِنْ عِبَادِنَا الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿٨٢﴾
٨٢- اُهو اسانجن مومن ٻانهن مان هو.

ثُمَّ اَغْرَقْنَا الْاٰخَرِيْنَ ﴿٨٣﴾
٨٣- ۽ ٻين ماڻهن کي اسان غرق ڪري ڇڏيو هو.

وَاِنَّ مِنْ شِيْعَتِهٖ لَاِبْرٰهِيْمَ ﴿٨٤﴾
٨٤- ۽ انهيءَ جي جماعت مان ابراهيم به هو.

اِذْ جَآءَ رَبَّهٗ بِقَلْبٍ سَلِيْمٍ ﴿٨٥﴾
٨٥- جڏهن هُو پنهنجي رب جي حضور ۾ هڪ اهڙي دل کڻي آيو هو جيڪا (هر قسم جي ڪفر ۽ شرڪ کان) پاڪ هئي.

اِذْ قَالَ لِاَبِيْهِ وَقَوْمِهٖ مَاذَا تَعْبُدُوْنَ ﴿٨٦﴾
٨٦- ۽ اُن وقت هُن پنهنجي پيءُ کان به ۽ پنهنجي قوم کان به پڇيو هو ته توهان ڪهڙيءَ شيءَ جي عبادت ڪيو ٿا.

اَئِفْكًا اٰلِهَةً دُوْنَ اللّٰهِ تُرِيْدُوْنَ ﴿٨٧﴾
٨٧- ڇا ڪوڙ جي؟ يعني الله کانسواءِ ٻين معبودن کي چاهيو ٿا.

فَمَا ظَنُّكُمْ بِرَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿٨٨﴾
٨٨- پوءِ ٻڌايو، توهانجو رب العالمين بابت ڪهڙو خيال آهي؟

فَنَظَرَ نَظْرَةً فِي النُّجُوْمِ ﴿٨٩﴾
٨٩- پوءِ انهيءَ تارن ڏانهن ڏٺو.

فَقَالَ اِنِّيْ سَقِيْمٌ ﴿٩٠﴾
٩٠- ۽ چيائين ته مان بيمار (١) ٿيڻ وارو آهيان.

فَتَوَلَّوْا عَنْهُ مُدْبِرِيْنَ ﴿٩١﴾
٩١- پوءِ اهي ماڻهو هُن (٢) کي ڇڏي هليا ويا.

١- يعني پنهنجي قوم جي دستور مطابق تارن جي چال مان اندازو لڳايائين. حقيقت ۾ جيئن ته قرآن ڪريم ٻڌائي چڪو آهي. ابراهيمؑ اُنهن ڳالهين تي ايمان نه رکندو هو پر پنهنجي قوم کي شرمسار ڪرڻ لاءِ هُن چيو ته مان توهان جي جوتشي علم مطابق ته بيمار ٿيڻ وارو آهيان. پر ڏسجو ته خداتعاليٰ مونکي ڪهڙي توفيق ٿو ڏئي ۽ توهان کي ڪوڙو ثابت ڪري ٿو.

٢- ڇاڪاڻ ته هو تارن جي تاثير کي مڃيندا هئا.

فَرَاغَ اِلٰٓى اٰلِهَتِهِمْ فَقَالَ اَلَا تَاْكُلُوْنَ ﴿٩٢﴾

٩٢-۽ هُو بہ انهن جي معبودن ڏانهن ماٺ ڪري هليو ويو ۽ انهن کي ڏسي چيائين، ڇا توهان ڪجهہ کائو نٿا؟

مَا لَكُمْ لَا تَنْطِقُوْنَ ﴿٩٣﴾

٩٣-توهانکي ڇا ٿيو آهي جوتوهان ڳالهايو بہ نٿا؟

فَرَاغَ عَلَيْهِمْ ضَرْبًا بِالْيَمِيْنِ ﴿٩٤﴾

٩٤-پوءِ خاموشيءَ سان پنهنجي ساڄي هٿ سان مٿن زورسان هڪ وڏو ڌڪُ هنيائين.

فَاَقْبَلُوْٓا اِلَيْهِ يَزِفُّوْنَ ﴿٩٥﴾

٩٥-جڏهن ماڻهن کي خبر پئي تہ اهي انهيءَ ڏانهن ڊوڙندا آيا.

قَالَ اَتَعْبُدُوْنَ مَا تَنْحِتُوْنَ ﴿٩٦﴾

٩٦-(ابراهيم انهن کي) چيو، ڇا توهان پنهنجن هٿن سان گهڙيل (بتن) جي پوڄا ڪيو ٿا.

وَاللّٰهُ خَلَقَكُمْ وَمَا تَعْمَلُوْنَ ﴿٩٧﴾

٩٧-حالانڪ اللّٰه ئي توهان کي پيدا ڪيو آهي ۽ توهانجي عمل① کي بہ.

قَالُوا ابْنُوْا لَهٗ بُنْيَانًا فَاَلْقُوْهُ فِي الْجَحِيْمِ ﴿٩٨﴾

٩٨-انهن سيني (ماڻهن) چيو تہ هن جي جوڏاري هڪ پِٽ ٺاهيو (۽ انهيءَ ۾ باهہ ٻاريو) پوءِ هن کي انهيءَ ٻڙڪندڙ باهہ ۾ وجهو.

فَاَرَادُوْا بِهٖ كَيْدًا فَجَعَلْنٰهُمُ الْاَسْفَلِيْنَ ﴿٩٩﴾

٩٩-۽ اُنهن هن سان هڪ چالاڪي② ڪرڻ چاهي پر اسان انهن کي نهايت

---

١- هيءَ معنيٰ ناهي تہ انسان جا سڀ عمل جبر سان آهن بلڪ مراد هيءَ آهي تہ اُهي هٿ پير جن سان توهان ڪم ڪريو ٿا اُهي خدا تعاليٰ جائي خلقيل آهن نہ تہ قرآن ڪريم ۾ لاڳيتو بيان ٿيو آهي تہ اللّٰه تعاليٰ جيڪڏهن ڏاڍُ ڪري ها تہ سڀ دنيا کي هدايت ڏئي ها. بديءَ لاءِ هُو ڪڏهن ڏاڍ ناهي ڪندو ۽ جيئن تہ نيڪي ڏاڍ سان ڪرائڻ بہ بي فائدي آهي نيڪيءَ لاءِ بہ هو ڏاڍ ناهي ڪندو.

٢- كَيْدٌ جو لفظ جڏهن خداتعاليٰ لاءِ اچي تہ اُن جي معنيٰ صرف تدبير جي ٿيندي آهي. پر جيڪڏهن انسان جي لاءِ هجي تہ اُن جي معنيٰ چالاڪيءَ جي ٿيندي آهي.

خوار ڪري ڇڏيو.

وَقَالَ اِنِّيْ ذَاهِبٌ اِلٰى رَبِّيْ سَيَهْدِيْنِ ﴿١٠٠﴾

١٠٠- ۽ ابراهيم چيو، مان پنهنجي رب ڏانهن ويندس اهو مونکي ضرور ڪاميابيءَ جو رستو ڏيکاريندو.

رَبِّ هَبْ لِيْ مِنَ الصّٰلِحِيْنَ ﴿١٠١﴾

١٠١- (۽ چيائين) اي منهنجا رب! مونکي نيڪوڪار اولاد بخش.

فَبَشَّرْنٰهُ بِغُلٰمٍ حَلِيْمٍ ﴿١٠٢﴾

١٠٢- تڏهن اسان هن کي هڪ حليم نينگر جي بشارت ڏني.

فَلَمَّا بَلَغَ مَعَهُ السَّعْيَ قَالَ يٰبُنَيَّ اِنِّيْٓ اَرٰى فِي الْمَنَامِ اَنِّيْٓ اَذْبَحُكَ فَانْظُرْ مَاذَا تَرٰى ۭ قَالَ يٰٓاَبَتِ افْعَلْ مَا تُؤْمَرُ ۡ سَتَجِدُنِيْٓ اِنْ شَاۗءَ اللّٰهُ مِنَ الصّٰبِرِيْنَ ﴿١٠٣﴾

١٠٣- پوءِ جڏهن اهو ڇوڪرو انهيءَ سان تکو هلڻ جي لائق ٿي ويو ته هن چيو اي منهنجا پٽ! مون توکي خواب ۾ ڏٺو آهي ته (جڻ) مان توکي ڪُهي① رهيو آهيان. پوءِ تون فيصلو ڪر ته انهيءَ بابت تنهنجي ڪهڙي راءِ آهي (اُن وقت پٽ چيو) اي منهنجا پيءُ جيڪي توکي خدا چوي ٿو اهو ئي ڪر تون انشاءاللّٰه مونکي پنهنجي ايمان تي قائم رهڻ وارو ڏسندين.

فَلَمَّآ اَسْلَمَا وَتَلَّهٗ لِلْجَبِيْنِ ﴿١٠٤﴾ۚ

١٠٤- پوءِ جڏهن اُهي ٻئي فرمانبرداريءَ تي آمادهہ ٿي ويا ۽ انهيءَ (يعني پيءُ) هن (يعني رضامندي ڪرڻ واري پٽ) کي مٿي ڀر ڪيرائي ڇڏيو②.

١- هن خواب جي اصل معنيٰ هيءَ هئي ته توکي مڪي جي بَر پَٽ بيابان ۾ ڇڏي اچڻ وارو آهيان. جيڪو هڪ قسم جو موت آهي ۽ هي تعبير لفظي طور تي پوري ٿي جيتوڻيڪ ڪاتيءَ سان ذبح ڪرڻ لفظي طور تي پورو نه ٿيو.

٢- جيڪا معنيٰ اسان مٿين نوٽ ۾ بيان ڪئي آهي اُها قرآن جي لفظن جي خلاف ناهي.چاڪاڻ

وَنَادَيْنٰهُ اَنْ يّٰٓاِبْرٰهِيْمُ ﴿١٠٥﴾

١٠٥- ۽ اسان انهيءَ (يعني ابراهيم) کي پڪاري چيو اي ابراهيم!

قَدْ صَدَّقْتَ الرُّءْيَا ۚ اِنَّا كَذٰلِكَ نَجْزِى الْمُحْسِنِيْنَ ﴿١٠٦﴾

١٠٦-تون پنهنجي رويا پوري ڪري چُڪين، اسان اهڙيءَ طرح محسنن کي بدلو① ڏيندا آهيون.

اِنَّ هٰذَا لَهُوَ الْبَلٰٓؤُا الْمُبِيْنُ ﴿١٠٧﴾

١٠٧- هيءَ يقيناً هڪ ظاهر ظهور آزمائش هئي.

وَفَدَيْنٰهُ بِذِبْحٍ عَظِيْمٍ ﴿١٠٨﴾

١٠٨-۽ اسان انهيءَ (يعني اسماعيل) جو فديو ② هڪ وڏي قربانيءَ جي ذريعي

---

**(باقي حاشيو)** ته قرآن جي لفظن ۾ به مثال طور "مڪي" ۾ اسماعيلؑ کي ڇڏي اچڻ کي موت جهڙو ٻڌايو ويو آهي. ۽ جهڙوڪ اسان بيان ڪري چُڪا آهيون حضرت اسماعيل جو ظاهري طور تي ذبح ڪيو وڃڻ نه قرآن مان ثابت آهي ۽ نه بائيبل مان. بائيبل مان خبر پوي ٿي ته جڏهن حضرت ابراهيم، اسماعيلؑ کي ذبح ڪرڻ لڳو ته کين آواز آيو ته اي ابراهيمؑ! تون پنهنجو هٿ ڇوڪري تي نه هلاءِ ۽ اُن کي ڪجهه به نه ڪر ڇاڪاڻ ته مان هاڻي ڄاڻي چُڪو آهيان ته تون خدا کان ڊڄندو آهين. ۽ پوءِ هِن پوئتي نگاهه ڪئي ته هڪ ڳهتو ڏٺائين جنهن کي هنن اسماعيلؑ جي جاءِ تي ذبح ڪري ڇڏيو (پيدائش باب ٢٢) وڌيڪ ڏسو نوٽ نمبر٣ زير آيت ١٠٨.

حديثن ۾ به ڪاٿي حضرت اسماعيلؑ کي ڪاتيءَ سان ذبح ڪرڻ جو ذڪر ناهي بلڪ اهو ئي ذڪر آهي ته حضرت ابراهيمؑ کين ۽ سندن والده کي مڪي ۾ ڇڏي آيا هئا. ۽ پوءِ جڏهن حضرت اسماعيل عليه السلام جوان ٿيا ۽ شڪار لاءِ جهنگ ۾ وڃڻ لڳي ويا ته اُن زماني ۾ حضرت ابراهيم عليه السلام فلسطين کان اُنهن سان ملڻ لاءِ ويا هئا.

١-يعني تون ۽ تنهنجو پُٽ قربانيءَ لاءِ تيار ٿي ويا ۽ اهڙي طرح خداتعاليٰ توکي قرب جو مقام بخشيو جيڪو محسنن جو بدلو آهي.

٢-ياد رکڻ گهرجي ته بنو اسرائيل چوندا آهن ته قربانيءَ لاءِ اسحاقؑ کي چونڊيو ويو هو ۽ اُهو ئي پهريني هو پر قرآن ڪريم اُن جي برخلاف اسماعيلؑ جو نالو وٺي ٿو ۽ اُهو ئي سچو آهي. ڇاڪاڻ ته بائيبل جو جيڪڏهن غور سان مطالعو ڪجي ته اُها چوي ٿي ته پهريني يعني سڀ کان وڏو پُٽ قربان ٿيندو ۽ سڀ کان وڏو پُٽ خود بائيبل جي قول جي مطابق اسماعيلؑ هو نه ڪي اسحاقؑ. (پيدائش باب ١٦ آيت ١٥).

ڏيئي ڇڏيو.

وَتَرَكْنَا عَلَيْهِ فِي الْاٰخِرِيْنَ ۝١٠٩

**١٠٩**- ۽ پوءِ اچڻ وارين قومن ۾ انهيءَ جو نيڪ ذڪر باقي رکيو.

سَلٰمٌ عَلٰٓى اِبْرٰهِيْمَ ۝١١٠

**١١٠**- ابراهيم تي سلامتي نازل ٿيندي رهي.

كَذٰلِكَ نَجْزِي الْمُحْسِنِيْنَ ۝١١١

**١١١**- اسان محسنن کي اهڙئي طرح بدلو ڏيندا آهيون.

اِنَّهٗ مِنْ عِبَادِنَا الْمُؤْمِنِيْنَ ۝١١٢

**١١٢**- هو يقيناً اسانجي مومن ٻانهن مان هو.

وَبَشَّرْنٰهُ بِاِسْحٰقَ نَبِيًّا مِّنَ الصّٰلِحِيْنَ ۝١١٣

**١١٣**- ۽ اسان انهيءَ کي اسحاق جي به خبر ڏني هئي جيڪو نبي هو ۽ صالحن مان هو.

وَبٰرَكْنَا عَلَيْهِ وَعَلٰٓى اِسْحٰقَ ۭ وَمِنْ ذُرِّيَّتِهِمَا مُحْسِنٌ وَّظَالِمٌ لِّنَفْسِهٖ مُبِيْنٌ ۝١١٤ ع ٣ ٣٩ ٧

**١١٤**- ۽ اسان انهيءَ (يعني ابراهيم) تي ۽ اسحاق تي برڪتون نازل ڪيون ۽ انهن جي اولاد مان به ڪي ماڻهو پورا فرمانبردار هئا ۽ ڪي پنهنجي جانين تي ظاهر ظهور ظلم ڪرڻ وارا هئا.

وَلَقَدْ مَنَنَّا عَلٰي مُوْسٰى وَهٰرُوْنَ ۝١١٥ ج

**١١٥**- ۽ اسان موسيٰ ۽ هارون تي به احسان ڪيو هو.

وَنَجَّيْنٰهُمَا وَقَوْمَهُمَا مِنَ الْكَرْبِ

**١١٦**- ۽ اسان انهن ٻنهي کي ۽ انهن جي قوم کي هڪ وڏي غم ۽ بوجهه کان

**(باقي حاشيو)** اِن ڪري جتي جتي قربانيءَ جي ذڪر ۾ ڪنهن پُٽ جو ذڪر آهي اُتي مراد اسماعيلؑ آهي نڪي ڪو ٻيو. جڏهن حضرت اسماعيل قربان ٿيڻ تي راضپو ظاهر ڪيو ته جيئن ته خواب جي اصل تعبير اِها هئي ته اسماعيلؑ کي هڪ بَرپَٽ بيابان ماٿريءَ ۾ ڇڏي اچو ته خداتعاليٰ الهام ڪيو ته ظاهر طور قتل ڪرڻ جي پيٽ ۾ جهنگ ۾ رهي هر وقت موت قبول ڪرڻ سنو فديو آهي تون ۽ تنهنجو پُٽ اُن فديي کي قبول ڪندؤ ته خدا تعاليٰ جا پيارا ٿي ويندؤ ۽ سمجهيو ويندو ته تون پنهنجي پُٽ کي ذبح ڪري ڇڏيو آهي ۽ تنهنجي پُٽ پنهنجي خوشيءَ سان ذبح ٿيڻ قبول ڪري ورتو آهي.

الْعَظِيْمِ ۝۱۱۶

نجات ڏني هئي.

وَنَصَرْنٰهُمْ فَكَانُوْا هُمُ الْغٰلِبِيْنَ ۝۱۱۷

۱۱۷- ۽ اسان انهن سڀني جي مدد ڪئي جنهن جو نتيجو اهو ٿيو جو اهي غالب ٿي ويا.

وَاٰتَيْنٰهُمَا الْكِتٰبَ الْمُسْتَبِيْنَ ۝۱۱۸

۱۱۸- ۽ اسان انهن کي هڪ ڪامل ڪتاب ڏنو جيڪو سڀني حڪمن کي کولي کولي بيان ڪندو هو.

وَهَدَيْنٰهُمَا الصِّرَاطَ الْمُسْتَقِيْمَ ۝۱۱۹

۱۱۹- ۽ اسان انهن ٻنهي کي سڌو رستو ڏيکاريو هو.

وَتَرَكْنَا عَلَيْهِمَا فِي الْاٰخِرِيْنَ ۝۱۲۰

۱۲۰- ۽ اچڻ وارين قومن ۾ انهن جي لاءِ خير جو ذڪر ڇڏيو هو.

سَلٰمٌ عَلٰى مُوْسٰى وَهٰرُوْنَ ۝۱۲۱

۱۲۱- موسيٰ ۽ هارون تي هميشه سلامتي ٿيندي رهي

اِنَّا كَذٰلِكَ نَجْزِي الْمُحْسِنِيْنَ ۝۱۲۲

۱۲۲- اسان اهڙيءَ طرح محسنن کي بدلو ڏيندا آهيون.

اِنَّهُمَا مِنْ عِبَادِنَا الْمُؤْمِنِيْنَ ۝۱۲۳

۱۲۳- اهي ٻئي اسانجا مومن ٻانها هئا.

وَاِنَّ اِلْيَاسَ لَمِنَ الْمُرْسَلِيْنَ ۝۱۲۴

۱۲۴- ۽ الياس يقيناً رسولن مان هو.

اِذْ قَالَ لِقَوْمِهٖٓ اَلَا تَتَّقُوْنَ ۝۱۲۵

۱۲۵- (ياد ڪيو) جڏهن هن پنهنجي قوم کي چيو، ڇا توهان تقويٰ نٿا ڪيو.

اَتَدْعُوْنَ بَعْلًا وَّتَذَرُوْنَ اَحْسَنَ الْخٰلِقِيْنَ ۝۱۲۶

۱۲۶- ڇا توهان بَعل بت کي پُڪاريو ٿا؟ ۽ جيڪو بهترين پيدائش ڪرڻ وارو آهي (يعني اللّٰه) انهيءَ کي ڇڏي ٿا ڏيو.

اللّٰهَ رَبَّكُمْ وَرَبَّ اٰبَآئِكُمُ الْاَوَّلِيْنَ ۝۱۲۷

۱۲۷- جيڪو توهانجو به رب آهي ۽ توهانجن پهرين ابن ڏاڏن جو به رب آهي.

فَكَذَّبُوْهُ فَاِنَّهُمْ لَمُحْضَرُوْنَ ۝۱۲۸

۱۲۸- (اهو ٻڌي) سندس قوم کيس ڪوڙو

کيو.پوءِ اهي يقيناً عذاب جي لاءِ پيش
کيا ويندا.

اِلَّا عِبَادَ اللّٰهِ الْمُخْلَصِيْنَ ﴿۱۲۹﴾

۱۲۹- سواءِ اللّٰه جي مخلص ٻانهن جي (جو
انهن سان اهو معاملو نه ڪيو ويندو).

وَتَرَكْنَا عَلَيْهِ فِي الْاٰخِرِيْنَ ﴿۱۳۰﴾

۱۳۰-۽ اسان انهيءَ (يعني الياس) جي لاءِ
آخري قومن ۾ خير جو ذڪر ڇڏيو.

سَلٰمٌ عَلٰٓى اِلْ يَاسِيْنَ ﴿۱۳۱﴾

۱۳۱-الياسين ① تي هميشه هميشه سلامتي
ٿيندي رهي.

اِنَّا كَذٰلِكَ نَجْزِى الْمُحْسِنِيْنَ ﴿۱۳۲﴾

۱۳۲- اسان اهڙيءَ طرح محسنن کي جزا
ڏيندا آهيون.

اِنَّهٗ مِنْ عِبَادِنَا الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿۱۳۳﴾

۱۳۳-اهو (يعني ڀهريون الياس) اسانجي
مومن ٻندن مان هو.

وَاِنَّ لُوْطًا لَّمِنَ الْمُرْسَلِيْنَ ﴿۱۳۴﴾

۱۳۴-۽ لوط به يقيناً مرسلين مان هو.

اِذْ نَجَّيْنٰهُ وَاَهْلَهٗٓ اَجْمَعِيْنَ ﴿۱۳۵﴾
اِلَّا عَجُوْزًا فِى الْغٰبِرِيْنَ ﴿۱۳۶﴾

۱۳۵،۱۳۶-(سو ياد ڪيو انهيءَ وقت
کي) جڏهن اسان انهيءَ کي ۽ انهيءَ جي
اهل کي به سڀني کي هڪ پوڙهي عورت
کانسواءِ جيڪا پوئتي رهجي وڃڻ وارن
مان هئي نجات ڏني.

۱-ڪن چيو آهي ته هي الياس کي پڙهڻ جي هڪ قرأت آهي. پر هي صحيح ناهي. الياس جي جمع الياسين به هوندي آهي ۽ يهودي ۽ اسلامي ڪتابن مان خبر پوي ٿي ته الياس ٿي آهن. هڪ الياس جيڪو حضرت موسىٰ کان اڳ گذريو هو. ۽ هڪ يحيٰ جنهن جو نالو پيشگوئيءَ ۾ الياس آيو هو ۽ حضرت مسيحؑ به اُن کي الياس قرار ڏنو آهي. ۽ هڪ آخري زماني ۾ اچڻ وارو الياس جيڪو مسيح موعودؑ کان اڳ اهڙي طرح ظاهر ٿيڻو هو. جهڙي طرح مسيح ناصريؑ جي لاءِ يحيٰ هو. هي الياس حضرت سيد احمد بريلوي هو جنهن جي قبر هن وقت بالاڪوٽ ضلع هزاره ۾ آهي.

| | |
|---|---|
| ثُمَّ دَمَّرْنَا الْاٰخَرِيْنَ ﴿١٣٧﴾ | ١٣٧-پوءِ اسان باقي سڀني کي تباھ ڪري ڇڏيو. |
| وَاِنَّكُمْ لَتَمُرُّوْنَ عَلَيْهِمْ مُّصْبِحِيْنَ ﴿١٣٨﴾ | ١٣٨- ۽ توھان انھن (جي علائقي) کان ڪڏھن صبح جي وقت ۽ ڪڏھن شام جي وقت لنگھو① ٿا. |
| وَبِالَّيْلِ ۭ اَفَلَا تَعْقِلُوْنَ ﴿١٣٩﴾ ع ٢٥ ٨ | ١٣٩-ڇا پوءِ بہ توھان عقل کان ڪم نٿا وٺو. |
| وَاِنَّ يُوْنُسَ لَمِنَ الْمُرْسَلِيْنَ ﴿١٤٠﴾ | ١٤٠-۽ يونس بہ يقيناً رسولن مان ھو. |
| اِذْ اَبَقَ اِلَى الْفُلْكِ الْمَشْحُوْنِ ﴿١٤١﴾ | ١٤١-(ياد ڪيو) جڏھن ھُو ڀڄي ھڪ اھڙي ٻيڙي ڏانھن ويو جيڪا ڀرجڻ واري ھئي②. |
| فَسَاهَمَ فَكَانَ مِنَ الْمُدْحَضِيْنَ ﴿١٤٢﴾ | ١٤٢-(۽ طوفان اچي انھن کي وڪوڙيو ۽ ٻڏڻ جو خطرو پيدا ٿي ويو) تڏھن انھن (باقي سڀني سوارن سان ملي)ڪُڻو ڪڍيو ۽ (ڇاڪاڻ تہ ڪُڻي ۾ انھن جو نالو نڪتو) اھي (ڪُڻي جي لحاظ کان) درياھ ۾ ڦٽو ڪرڻ وارا ٿي ويا. |
| فَالْتَقَمَهُ الْحُوْتُ وَهُوَ مُلِيْمٌ ﴿١٤٣﴾ | ١٤٣-جنھن تي ھن کي ھڪ وڏي مڇيءَ ڳھي ڇڏيو جڏھن تہ ھُو پنھنجي پاڻ کي ملامت ڪري رھيو ھو. |
| فَلَوْلَآ اَنَّهٗ كَانَ مِنَ الْمُسَبِّحِيْنَ ﴿١٤٤﴾ | ١٤٤-۽ جيڪڏھن ھُو تسبيح ڪرڻ وارن مان نہ ھجي ھا، |
| لَلَبِثَ فِيْ بَطْنِهٖٓ اِلٰى يَوْمِ يُبْعَثُوْنَ ﴿١٤٥﴾ | ١٤٥-تہ انھيءَ مڇيءَ جي پيٽ ۾ قيامت جي ڏينھن تائين پيو رھي ھا(يعني مري وڃي ھا). |

١-ڏسو سورت حجر آيت ٧٧ نوٽ ٥.

٢-ڏسو نوٽ سورت شعراء آيت ١٢٠.

| | |
|---|---|
| فَنَبَذۡنٰهُ بِالۡعَرَآءِ وَهُوَ سَقِيۡمٌ ﴿١٤٦﴾ | ١٤٦- پوءِ اسان انهيءَ کي هڪ ڪليل ميدان ۾ اُڇلائي ڇڏيو①، جڏهن ته هُو بيمار هو. |
| وَاَنۡۢبَتۡنَا عَلَيۡهِ شَجَرَةً مِّنۡ يَّقۡطِيۡنٍ ﴿١٤٧﴾ | ١٤٧-۽ اسان انهيءَ جي پاسي ۾ هڪ ڪدو جو وڻ پيدا ڪيو. |
| وَاَرۡسَلۡنٰهُ اِلٰى مِائَةِ اَلۡفٍ اَوۡ يَزِيۡدُوۡنَ ﴿١٤٨﴾ | ١٤٨-۽ اسان انهيءَ کي هڪ لک کان ڪجهه وڌيڪ ماڻهن ڏانهن نبي ڪري موڪليو. |
| فَاٰمَنُوۡا فَمَتَّعۡنٰهُمۡ اِلٰى حِيۡنٍ ﴿١٤٩﴾ | ١٤٩-پوءِ انهن سڀني ايمان آندو ۽ اسان هڪ ڊگهي عرصي تائين انهن کي دنياوي فائدا پهچايا②. |
| فَاسۡتَفۡتِهِمۡ اَلِرَبِّكَ الۡبَنَاتُ وَلَهُمُ الۡبَنُوۡنَ ﴿١٥٠﴾ | ١٥٠-پوءِ تون انهن③ کان پڇ ته ڇا تنهنجي رب جون ته ڌيئرون آهن ۽ انهن جا پٽ آهن؟ |
| اَمۡ خَلَقۡنَا الۡمَلٰٓئِكَةَ اِنَاثًا وَّهُمۡ شٰهِدُوۡنَ ﴿١٥١﴾ | ١٥١-ڇا اسان فرشتن کي ماديءَ جي شڪل ۾ پيدا ڪيو ۽ اُهي انهن جي پيدائش جا شاهد آهن؟ |
| اَلَاۤ اِنَّهُمۡ مِّنۡ اِفۡكِهِمۡ لَيَقُوۡلُوۡنَ ﴿١٥٢﴾ | ١٥٢- ڪن ڪولي ٻڌو اهي پنهنجي دل جي گهڙيل ڪوڙ جي مطابق اِهي ڳالهيون ڪن ٿا. |
| وَلَدَ اللّٰهُ ۙ وَاِنَّهُمۡ لَكٰذِبُوۡنَ ﴿١٥٣﴾ | ١٥٣-ته اللّٰه کي ٻه اولاد آهي- پر اُهي قطعاً ڪوڙا آهن. |
| اَصۡطَفَى الۡبَنَاتِ عَلَى الۡبَنِيۡنَ ﴿١٥٤﴾ | ١٥٤-ڇا هُن پٽ ڇڏي نياڻيون چونديون |

١- يعني مڇيءَ جي دل ۾ جوش ڏياريائين ته اُها اوڳاڇي هن کي ميدان تي اُڇلي ڇڏي.

٢- يعني ايمان آڻڻ وارن کي.

٣- يعني مڪي جي ڪافرن کان.

آهن ①.

مَا لَكُمْ ۟ كَيْفَ تَحْكُمُوْنَ ﴿١٥٥﴾

١٥٥- توهانکي ڇا ٿي ويو، جو توهان اهڙا بيوقوفيءَ جا فيصلا ڪيو ٿا.

اَفَلَا تَذَكَّرُوْنَ ﴿١٥٦﴾

١٥٦- ڇا توهان سمجهو نٿا.

اَمْ لَكُمْ سُلْطٰنٌ مُّبِيْنٌ ﴿١٥٧﴾

١٥٧- ڇا توهان وٽ ڪو کليل دليل آهي؟

فَاْتُوْا بِكِتٰبِكُمْ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ﴿١٥٨﴾

١٥٨- پوءِ پنهنجو اهو ڪتاب آڻيو جنهن ۾ اهو لکيل آهي جيڪڏهن توهان سچا آهيو.

وَجَعَلُوْا بَيْنَهٗ وَبَيْنَ الْجِنَّةِ نَسَبًا ؕ وَلَقَدْ عَلِمَتِ الْجِنَّةُ اِنَّهُمْ لَمُحْضَرُوْنَ ﴿١٥٩﴾

١٥٩- ۽ اهي ماڻهو انهيءَ جي (يعني خدا جي) ۽ جنن جي وچ ۾ ماٽي تجويز ڪن ٿا حالانڪ جن جي نالي جي لائق قوم (وڏا ماڻهو ۽ جبلن تي رهڻ وارا) چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿي ته اها به (جيڪڏهن حق تي قائم نه هوندي ته) انهيءَ کي به عذاب جي ڪيفيت ڏيکاري ويندي.

---

١- پهرين آيت ۾ ته هي ذڪر هو. ڪافر هي قرار ڏيندا آهن ته خدا جا پُٽ به آهن ۽ ڌيئر به آهن حقيقت ۾ قرآن ڪريم اُنهن آيتن سان پريل آهي ته ڪافر خدا تعاليٰ جون ڌيئر قرار ڏيندا آهن. يعني بُتن ۽ فرشتن کي خدا تعاليٰ جون ڌيئر قرار ڏئي خدا ڏانهن منسوب ڪندا آهن. پر هن آيت ۾ هن جي اُبتڙ اچي ٿو. هي اختلاف نا هي. ڪافرن جون ڪئي قِسمون آهن. عيسائي خدا جو پُٽ ڄاڻائين ٿا ۽ اهڙي طرح يهودي به عزير کي خدا جو پُٽ قرار ڏيندا آهن. پرهندوستان جا بُت پرست ۽ مڪي جا بُت پرست خدا جون ڌيئر قرار ڏيندا هئا. جيئن ته پهرين آيت ۾ هي فرمايائين ته ڪي ڪافر خدا جا پُٽ مڃيندا آهن ۽ ڪي ڪافر خدا جون ڌيئر مڃيندا آهن ان ڪري ٻنهي کي رد ڪرڻ لاءِ ٻي آيت ۾ فرمايائين ته پلي هو پُٽ به مڃين پر ايترو ته مڃيائون ته خدا تعاليٰ ڪن پُٽن سان گڏ ڪي ڌيئر به پنهنجي گهر پيدا ڪري ورتيون آهن. حقيقت ۾ جيئن ته قرآن ڪريم ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي پلي ڪافر جا ڪيترا به پُٽ هجن جيڪڏهن هڪ به ڌيءُ پيدا ٿي وڃي ته ان جو منهن ڪارو ٿي ويندو آهي.

سُبۡحٰنَ اللّٰهِ عَمَّا يَصِفُوۡنَ ۙ﴿۱۶۰﴾

١٦٠۔ اللّٰه انهن جي بيان ڪيل ڳالهين کان پاڪ آهي (يعني فرشتا ڌيئرون نه پر عبادت گذار ٻانها آهن).

اِلَّا عِبَادَ اللّٰهِ الۡمُخۡلَصِيۡنَ ﴿۱۶۱﴾

١٦١۔ سواءِ اللّٰه جي مخلص ٻانهن جي (جو اهي ائين نٿا ڪن).

فَاِنَّكُمۡ وَ مَا تَعۡبُدُوۡنَ ۙ﴿۱۶۲﴾

١٦٢۔ پوءِ (ٻڌي ڇڏيو ته) توهان ۽ جن جي توهان عبادت ڪيو ٿا.

مَاۤ اَنۡتُمۡ عَلَيۡهِ بِفٰتِنِيۡنَ ۙ﴿۱۶۳﴾

١٦٣۔ خدا جي خلاف ڪنهن کي برغلائي نٿا سگهو.

اِلَّا مَنۡ هُوَ صَالِ الۡجَحِيۡمِ ﴿۱۶۴﴾

١٦٤۔ سواءِ انهيءَ بدقسمت جي جيڪو جهنم ۾ داخل ٿيڻ وارو آهي.

وَ مَا مِنَّاۤ اِلَّا لَهٗ مَقَامٌ مَّعۡلُوۡمٌ ۙ﴿۱۶۵﴾

١٦٥۔ ۽ اسان سڀني جي لاءِ هڪ مقرر جڳهه آهي.

وَّ اِنَّا لَنَحۡنُ الصَّآفُّوۡنَ ۚ﴿۱۶۶﴾

١٦٦۔ ۽ اسان سڀئي① خدا جي اڳيان صف ٻڌيو بيٺا آهيون.

وَ اِنَّا لَنَحۡنُ الۡمُسَبِّحُوۡنَ ﴿۱۶۷﴾

١٦٧۔ ۽ اسان سڀ تسبيح ڪرڻ وارا آهيون.

وَ اِنۡ كَانُوۡا لَيَقُوۡلُوۡنَ ۙ﴿۱۶۸﴾

١٦٨۔ ۽ ڪڏهن اِهي ماڻهو (يعني اهل مڪه) چوندا هئا.

لَوۡ اَنَّ عِنۡدَنَا ذِكۡرًا مِّنَ الۡاَوَّلِيۡنَ ۙ﴿۱۶۹﴾

١٦٩۔ (ته) جيڪڏهن پهرين قومن جهڙو رسول اسان وٽ② به اچي ها.

لَكُنَّا عِبَادَ اللّٰهِ الۡمُخۡلَصِيۡنَ ﴿۱۷۰﴾

١٧٠۔ ته اسان به اللّٰه جا خالص ٻانها ٻڻجي

١۔ يعني محمد رسول اللّٰه ﷺ ۽ صحابه ڪرام جيڪي نماز باجماعت پڙهندا هئا.

٢۔ ذِكۡرٌ جي معنيٰ قرآن ڪريم ۾ رسول جي به آئي آهي. جيئن ته اللّٰه تعاليٰ فرمائي ٿو قَدۡ اَنۡزَلَ اللّٰهُ اِلَيۡكُمۡ ذِكۡرًا رَّسُوۡلًا (سورت طلاق ١١،١٢) يعني اللّٰه تعاليٰ توهان ڏانهن ذڪر يعني رسول موڪليو آهي.

وجون ها.

فَكَفَرُوْا بِهٖ فَسَوْفَ يَعْلَمُوْنَ ﴿١٧٠﴾

۱۷۱-پوءِ انهن انهيءَ (اللّٰه) جو انڪار ڪري ڇڏيو ۽ اهي جلد ئي پنهنجي پڇاڙي سمجهي ويندا.

وَلَقَدْ سَبَقَتْ كَلِمَتُنَا لِعِبَادِنَا الْمُرْسَلِيْنَ ﴿١٧١﴾

۱۷۲-۽ اسانجو فيصلو اسانجن ٻانهن يعني رسولن لاءِ ٻهرين گذري چڪو آهي.

اِنَّهُمْ لَهُمُ الْمَنْصُوْرُوْنَ ﴿١٧٢﴾

۱۷۳-(جيڪو هيءُ آهي) ته انهن جي مدد ڪئي ويندي.

وَاِنَّ جُنْدَنَا لَهُمُ الْغٰلِبُوْنَ ﴿١٧٣﴾

۱۷۴-۽ اسانجو لشڪر (يعني مومنن جو گروهه) ئي غالب رهندو.

فَتَوَلَّ عَنْهُمْ حَتّٰى حِيْنٍ ﴿١٧٤﴾

۱۷۵-پوءِ تون انهن کان هڪ عرصي جي لاءِ منهن موڙي ڇڏ.

وَّاَبْصِرْهُمْ فَسَوْفَ يُبْصِرُوْنَ ﴿١٧٥﴾

۱۷۶-۽ انهن کي چڱيءَ طرح ڏسندو رهه- اُهي به سگهو (پنهنجي پڇاڙي) ڏسي وٺندا.

اَفَبِعَذَابِنَا يَسْتَعْجِلُوْنَ ﴿١٧٦﴾

۱۷۷-ڇا اِهي ماڻهو اسانجي عذاب کي جلدي گُهري رهيا آهن؟

فَاِذَا نَزَلَ بِسَاحَتِهِمْ فَسَآءَ صَبَاحُ الْمُنْذَرِيْنَ ﴿١٧٧﴾

۱۷۸-پوءِ جڏهن اهو (عذاب) انهن جي اڱڻن تي نازل ٿيندو ته اها قوم جنهن کي ڊيجاريو ويو آهي انهيءَ جو صبح نهايت افسوس ناڪ هوندو.

وَتَوَلَّ عَنْهُمْ حَتّٰى حِيْنٍ ﴿١٧٨﴾

۱۷۹-۽ (اسان وري چئون ٿا ته) انهن کان ڪجهه عرصي جي لاءِ منهن موڙي ڇڏ.

وَّاَبْصِرْ فَسَوْفَ يُبْصِرُوْنَ ﴿١٧٩﴾

۱۸۰-۽ انهن جو حال ڏسندو رهه ۽ اهي به يقيناً (پنهنجو انجام) ڏسي وٺندا.

سُبۡحٰنَ رَبِّكَ رَبِّ الۡعِزَّةِ عَمَّا يَصِفُوۡنَ ۚ﴿۱۸۱﴾

۱۸۱- تنهنجو رب جيڪو سڀني وڏاين جو مالڪ آهي، انهن جي بيان ڪيل ڳالهين کان پاڪ آهي.

وَسَلٰمٌ عَلَى الۡمُرۡسَلِيۡنَ ۚ﴿۱۸۲﴾

۱۸۲- ۽ رسولن تي هميشه سلامتي نازل ٿيندي رهندي.

وَالۡحَمۡدُ لِلّٰهِ رَبِّ الۡعٰلَمِيۡنَ ﴿۱۸۳﴾ ع

۱۸۳- ۽ سڀ تعريف الله جي آهي جيڪو سڀني جهانن جو رب آهي.

سُوْرَةُ صٓ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ تِسْعٌ وَّ ثَمَانُوْنَ اٰيَةً وَّخَمْسَةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت ص ـ هي سورت مڪي آهي ۽ بسم الله سميت انهيءَ جون اُٺانوي آيتون ۽ پنج رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١ـ(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

صٓ وَالْقُرْاٰنِ ذِي الذِّكْرِ ②

٢ـهن قرآن ڪي سچي① خدا لاٿو آهي، اسان هن دعويٰ جي ثبوت ۾ قرآن کي شاهديءَ جي طور تي پيش ڪيون ٿا جيڪو هر ڪنهن قسم جي نصيحتن سان پُر آهي.

بَلِ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا فِيْ عِزَّةٍ وَّشِقَاقٍ ③

٣ـپر جن ڪفر ڪيو آهي اُهي تڪبر ۾ مبتلا آهن ۽ (پنهنجي ڪوڙي ڳالهه کي سچو ڪرڻ لاءِ) اختلاف ڪرڻ انهن جو شيوو آهي.

كَمْ اَهْلَكْنَا مِنْ قَبْلِهِمْ مِّنْ قَرْنٍ فَنَادَوْا وَّلَاتَ حِيْنَ مَنَاصٍ ④

٤ـاسان ڪيترين ئي قومن انهن کان پهرينءَ تباهه ڪيون آهن.جنهن تي انهن فرياد ڪيو، پر اهو وقت نجات جو نه هو.

وَعَجِبُوْٓا اَنْ جَآءَهُمْ مُّنْذِرٌ مِّنْهُمْ وَقَالَ الْكٰفِرُوْنَ هٰذَا سٰحِرٌ كَذَّابٌ ⑤

٥ـ۽ اُهي تعجب ڪن ٿا ته انهن وٽ انهن جي ئي قوم مان هوشيار ڪرڻ وارو اچي ويو. ۽ ڪافر چون ٿا ته هيُ ته هڪ فريبي (۽) ڪوڙو آهي.

---

١ـصٓ جي معنٰي صادق آهي يعني هن قرآن کي صادق خدا نازل ڪيو آهي.

اَجَعَلَ الْاٰلِهَةَ اِلٰهًا وَّاحِدًا ۚ اِنَّ هٰذَا لَشَیْءٌ عُجَابٌ ۝٦

**٦**-ڇا هُن گھڻن معبودن کي هڪ ①معبود بڻايو آهي؟ اِها وڏي عجيب ڳالهه آهي.

وَانْطَلَقَ الْمَلَاُ مِنْهُمْ اَنِ امْشُوْا وَاصْبِرُوْا عَلٰۤى اٰلِهَتِكُمْ ۚ اِنَّ هٰذَا لَشَیْءٌ یُّرَادُ ۝٧

**٧**-۽ انهن مان وڏن ماڻهن چيو هتان هلو- ۽ پنهنجن معبودن تي مضبوطيءَ سان قائم رهو، هيءَ (ڳالهه يعني قرآن جي دعوي) يقيناً اهڙي ڳالهه آهي جو انهيءَ ۾ ڪجهه منصوبو آهي (يعني ڪنهن مطلب هيٺ چئي وئي آهي).

مَا سَمِعْنَا بِهٰذَا فِی الْمِلَّةِ الْاٰخِرَةِ ۚ اِنْ هٰذَاۤ اِلَّا اخْتِلَاقٌ ۝٨

**٨**- اسان انهيءَ (قسم جي ڳالهه) جو ذڪر پاڻ کان پهرين قوم ۾ ڪڏهن نه ٻڌو هيءُ رڳو هڪ ڪوڙ آهي.

ءَاُنْزِلَ عَلَیْهِ الذِّكْرُ مِنْۢ بَیْنِنَا ؕ بَلْ هُمْ فِیْ شَكٍّ مِّنْ ذِكْرِیْ ۚ بَلْ لَّمَّا یَذُوْقُوْا عَذَابِ ۝٩

**٩**-ڇا اسانجي سڀني قوم مان انهيءَ تي ذڪر نازل ٿيو آهي؟ حقيقت هيءَ آهي ته انهن کي منهنجي طرفان ذڪر نازل ٿيڻ ۾ ئي شڪ آهي (اصل ۾ اِهو شڪ ڪونهي ته انهيءَ شخص تي ذڪر نازل ٿيو يا نه) پر (اصل ڳالهه اِها آهي ته) انهن اجا تائين منهنجو عذاب نه چکيو آهي (انهيءَ ڪري دلير ٿي ويا آهن).

اَمْ عِنْدَهُمْ خَزَآىِٕنُ رَحْمَةِ رَبِّكَ

**١٠**-تنهنجو رب جيڪو غالب (۽) بخشڻهار آهي،ڇا اُن جي رحمت جا خزانا انهن ئي

١-انهن کي اِهو تعجب آهي ته معبود ته حقيقت ۾ ڪئي آهن.هن شخص جيڪو هڪ خدا چوي ٿو ته شايد هن سڀني معبودن کي ڪُٽي سَٽي هڪ معبود ناهي ڇڏيو آهي.اهڙي طرح پنهنجي حماقت کي هو رسول ڪريمﷺ ڏانهن منسوب ڪندا هئا.

الْعَزِيْزِ الْوَهَّابِ ⑩

وٽ آهن (جو وڏين ڏين وڏين تہ نہ ڏين).

اَمْ لَهُمْ مُّلْكُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَمَا بَيْنَهُمَا فَلْيَرْتَقُوْا فِي الْاَسْبَابِ ⑪

١١-ڇا آسمانن ۽ زمين ۽ جيڪي ڪي انهن جي وچ ۾ آهي انهن سڀني جي بادشاهت انهن جي ئي قبضي ۾ آهي؟ جيڪڏهن ائين آهي تہ رَسَن جي ذريعي مٿي چڙهي وڃن (۽ ڪا خدائي شاهدي يعني لکيل ڪتاب ڪٽي اچن جنهن ڪي ڪافر پڙهي سگهن جهڙيءَ طرح اُهي محمد رسول اللّٰه کان گُهرندا هئا①).

جُنْدٌ مَّا هُنَالِكَ مَهْزُوْمٌ مِّنَ الْاَحْزَابِ ⑫

١٢-هڪڙي (غير متقي) ② منظم لشڪر (جي اسان خبر ڏيون ٿا جيڪو محمد رسول اللّٰه ﷺ جي جاءِ تي حملو ڪندو پر) آخر اُتان ڀڄي ويندو.

كَذَّبَتْ قَبْلَهُمْ قَوْمُ نُوْحٍ وَّ عَادٌ وَّفِرْعَوْنُ ذُو الْاَوْتَادِ ⑬

١٣-انهن کان پهرين نوح جي قوم ۽ عاد ۽ فرعون (بہ) جيڪو وڏي طاقت وارو هو ڪوڙو ڪيو هو.

وَثَمُوْدُ وَقَوْمُ لُوْطٍ وَّ اَصْحٰبُ لْـَٔيْكَةِ اُولٰٓئِكَ الْاَحْزَابُ ⑭

١٤-اُهڙيءَ طرح ثمود ۽ لوط جي قوم ۽ ايڪہ ③ وارن ماڻهن بہ ڪوڙو ڪيو هو اِهي سڀئي هڪ غير (متقي) منظم گروهہ هئا.

اِنْ كُلٌّ اِلَّا كَذَّبَ الرُّسُلَ فَحَقَّ

١٥-انهن مان هر هڪ رسولن کي ڪوڙو

١-سورت بني اسرائيل ۾ ڪافرن جي اهڙي ئي هڪ مطالبي جو ذڪر محمد رسول اللّٰه ﷺ کان ڪيو ويو آهي (ڏسو بني اسرائيل آيت ٩١ تا ٩٣)

٢-هن آيت ۾ غزوه احزاب جي پيشگوئي آهي ھيءَ آيت غزوه احزاب کان بلڪ هجرت کان بہ اڳ نازل ٿي هئي. ۽ ان ۾ احزاب جي حملو ڪندڙ ڪافرن جي شڪست جي خبر ڏني وئي هئي. سبحان اللّٰه!

٣-ايڪہ جي تشريح لاءِ ڏسو سورت حجر نوٽ آيت ٧٩.

عِقَابِ ۝١٥ ع ١

وَمَا يَنْظُرُ هٰٓؤُلَآءِ اِلَّا صَيْحَةً وَّاحِدَةً مَّا لَهَا مِنْ فَوَاقٍ ۝١٦

وَقَالُوْا رَبَّنَا عَجِّلْ لَّنَا قِطَّنَا قَبْلَ يَوْمِ الْحِسَابِ ۝١٧

اِصْبِرْ عَلٰى مَا يَقُوْلُوْنَ وَاذْكُرْ عَبْدَنَا دَاوٗدَ ذَا الْاَيْدِ ۚ اِنَّهٗٓ اَوَّابٌ ۝١٨

اِنَّا سَخَّرْنَا الْجِبَالَ مَعَهٗ يُسَبِّحْنَ بِالْعَشِيِّ وَالْاِشْرَاقِ ۝١٩

وَالطَّيْرَ مَحْشُوْرَةً ۭ كُلٌّ لَّهٗٓ اَوَّابٌ ۝٢٠

وَشَدَدْنَا مُلْكَهٗ وَاٰتَيْنٰهُ الْحِكْمَةَ وَفَصْلَ الْخِطَابِ ۝٢١

وَهَلْ اَتٰىكَ نَبَؤُا الْخَصْمِ ۘ اِذْ تَسَوَّرُوا

كوڙيو هو. پوءِ آخر منهنجو عذاب نازل ٿي رهيو.

**١٦-**۽ هي ماڻهو صرف هڪ اوچتي اچڻ واري عذاب جو انتظار ڪري رهيا آهن جنهن ۾ ڪو وقفو نه هوندو.

**١٧-**۽ چون ٿا ته اي اسانجا رب! اسانجو حصو جيڪي ڪي آهي اسانکي جلدي حساب جي وقت کان پهرين ئي ڏيئي ڇڏ.

**١٨-**جيڪي ڪي اهي چون ٿا انهيءَ تي تون صبر کان ڪم وٺ ۽ اسانجي ٻانهي دائود کي ياد ڪر جيڪو وڏي طاقت جو مالڪ هو يقيناً اهو بار بار خدا جي اڳيان جهڪندو هو.

**١٩-**اسان جبل جي رهڻ وارن ماڻهن کي انهيءَ جي طابع ڪري ڇڏيو هو ۽ اهي شام ۽ صبح تسبيح ۾ لڳا رهندا هئا.

**٢٠-**۽ اوچي ① اُڏام وارن انسانن کي به گڏ ڪري انهيءَ سان لڳائي ڇڏيو هوسين اُهي سڀئي خدا جي اڳيان جهڪڻ وارا هئا.

**٢١-**۽ اسان انهيءَ جي حڪومت کي مضبوط ڪيو هو ۽ انهيءَ کي حڪمت ۽ فيصلو ڪندڙ دليل بخشيو هو.

**٢٢-**۽ ڇا توکي انهن دشمنن جي خبر آهي جڏهن اهي پٺ ٽپي اندر اچي ويا

١-طير ۽ جبال جي تشريح لاءِ ڏسو سورت سبا نوٽ آيت ١١.

الْمِحْرَابَ ﴿٢١﴾

هئا.

اِذْ دَخَلُوْا عَلٰى دَاوٗدَ فَفَزِعَ مِنْهُمْ قَالُوْا لَا تَخَفْ ۚ خَصْمٰنِ بَغٰى بَعْضُنَا عَلٰى بَعْضٍ فَاحْكُمْ بَيْنَنَا بِالْحَقِّ وَلَا تُشْطِطْ وَاهْدِنَآ اِلٰى سَوَآءِ الصِّرَاطِ ﴿٢٢﴾

**٢٢**-جڏهن اهي دائود وٽ آيا ته هُو انهن کان گهبرائي ويو- انهن چيو ڊڄ نه (اسان ٻئي) ٻه جهڳڙو ڪرڻ واريون ڌريون آهيون اسان مان هڪ، ٻئي تي زيادتي ڪري رهيو آهي- پوءِ تون اسان جي وچ ۾ انصاف سان فيصلو ڪر ۽ ظلم نه ڪجان ۽. ۽ اسانجي سڌي رستي ڏانهن رهنمائي ڪر.

اِنَّ هٰذَآ اَخِيْ ۫ لَهٗ تِسْعٌ وَّ تِسْعُوْنَ نَعْجَةً وَّلِيَ نَعْجَةٌ وَّاحِدَةٌ ۫ فَقَالَ اَكْفِلْنِيْهَا وَعَزَّنِيْ فِي الْخِطَابِ ﴿٢٣﴾

**٢٣**- هيُ منهنجو ڀاءُ آهي هن جون نوانوي ① دُنبيون آهن ۽ منهنجي صرف هڪ دُنبي آهي تڏهن به هو چوي ٿو ته پنهنجي دُنبي مونکي ڏيئي ڇڏ ۽ بحث ۾ مونکي دٻائيندو وڃي ٿو.

قَالَ لَقَدْ ظَلَمَكَ بِسُؤَالِ نَعْجَتِكَ اِلٰى

**٢٤**-انهيَ تي (دائود) چيو تنهنجي دُنبي گُهرڻ سان انهيَ ظلم② ڪان ڪم ورتو

١-مفسر چوندا آهن حضرت دائود جون نوانوي زالون هيون، پر هڪ جرنيل جي زال ڪيس وڻي وئي. هنن جرنيل کي خطرناڪ جاءِ تي موڪليو ته جيئن مارجي وڃي پوءِ هن جي زال تي قبضو ڪيائين. اللّٰه تعاليٰ سبق سيکارڻ لاءِ فرشتن کي موڪليو جن نعوذباللّٰه هي رڌن وارو ڪوڙ جوڙيو. پر حقيقت هيءَ آهي ته حضرت دائود جي بادشاهت جڏهن ڊگهي ٿي وئي ته سندن دشمن ڪرُ ڪٽڻ شروع ڪيو. ۽ ان جا دشمن گهر ۾ ٽپي آيا. جڏهن حضرت دائودؑ کي سجاڳ ڏٺائون ته ڊڄي ويا ته هڪ سڌ تي محافظ گڏ ٿي ويندا ۽ گهبراهٽ ۾ هي قصو گهڙي ٻڌايائون جنهن جي تعبير اصل حقيقت ۾ اها هئي ته انهن حضرت دائود تي هي الزام مڙهيو ته تون طاقتور ٿي ڪري ڀرپاسي جي غريب قبيلن کي ڪائيندو ٿو وڃين حقيقت ۾ اهي ٿورڙا آهن ۽ تون ڏاڍو آهين. پر اِها ڳالهه غلط هئي. حضرت دائود جو ملڪ تمام ننڍو هو ۽ ان جي ڀرپاسي جا قبيلا عراق تائين پکڙيل هئا جن جو تعداد حضرت دائود جي قبيلي جي انگ کان سَوئُٽان وڌيڪ هو.

٢-يعني جيڪڏهن هي مثال سچ آهي- نه ته هو ڄاڻندا هئا ته اُهي ڪوڙ ڳالهائي رهيا آهن.

نِعَاجِهٖ ۭ وَاِنَّ كَثِيْرًا مِّنَ الْخُلَطَاۗءِ لَيَبْغِيْ بَعْضُهُمْ عَلٰي بَعْضٍ اِلَّا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ وَقَلِيْلٌ مَّا هُمْ ۭ وَظَنَّ دَاوٗدُ اَنَّمَا فَتَنّٰهُ فَاسْتَغْفَرَ رَبَّهٗ وَخَرَّ رَاكِعًا وَّاَنَابَ ۝۲۵

آهي ۽ گهڻا شريڪ اهڙا هوندا آهن جيڪي هڪ ٻئي تي ظلم ڪندا آهن سواءِ مومنن جي ۽ انهي جي جيڪي ايمان جي مطابق عمل ڪن ٿا ۽ اهي ماڻهو ٿورا آهن. ۽ دائود کي يقين ٿي ويو (١) ته اسان هن کي آزمائش ۾ وڌو آهي (٢) (يعني دشمنن جي ڪُرڪٽڻ جي سببان) پوءِ انهيءَ پنهنجي رب اڳيان استغفار ڪرڻ شروع ڪيو ۽ اطاعت ظاهر ڪندي زمين تي ڪري پيو ۽ (خدا ڏانهن) متوجه ٿي ويو.

فَغَفَرْنَا لَهٗ ذٰلِكَ ۭ وَاِنَّ لَهٗ عِنْدَنَا لَزُلْفٰى وَحُسْنَ مَاٰبٍ ۝۲۶

٢٦-تڏهن اسان انهيءَ جي انهن سيني ڪمزورين (٣) تي پردو وجهي ڇڏيو، ڇو جو حقيقتاً دائود اسانجو ويجهڙو هو ۽ انهيءَ کي اسان وٽ سٺو ٺڪاڻو ملندو (٤).

يٰدَاوٗدُ اِنَّا جَعَلْنٰكَ خَلِيْفَةً فِي الْاَرْضِ فَاحْكُمْ بَيْنَ النَّاسِ بِالْحَقِّ وَلَا تَتَّبِعِ الْهَوٰى فَيُضِلَّكَ عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ ۭ اِنَّ

٢٧-(پوءِ اسان هُن کي چيو) اي دائود! اسان توکي زمين ۾ خليفو بڻايو آهي تون ماڻهن ۾ انصاف سان حڪم هلاءِ ۽ پنهنجي خواهش جي پيروي نه ڪر- اها توکي اللّٰه جي رستي کان ڀٽڪائي ڇڏيندي- اهي

١-يعني دشمنن جي اهڙي همت جو پيدا ٿيڻ ٻڌائي ٿو ته ملڪ ۾ فتنو ڪُرڪٽي رهيو آهي.

٢-يعني اهڙي طرح جو واقعو بادشاهه سان ڪڏهن پيش نٿو اچي سگهي جيستائين اللّٰه تعاليٰ جي مرضي به ائين نه هجي تڏهن "اسان انهيءَ کي آزمائش ۾ وڌو آهي" جا لفظ استعمال ڪياويا آهن. ۽ مراد هيءَ آهي ته هن فيصلي ۾ آسماني نظام شامل آهي.

٣- اِهي ڪمزوريون جسماني هيون روحاني نه هيون.

٤-جيڪڏهن حقيقت ۾ هو ڪنهن جي زال کسي ها يا ڪمزور قبيلن کي ڏاڍ سان پنهنجو ماتحت ڪري ها ته اسانجو پيارو ڪيئن ٿي سگهي ها.

الَّذِيْنَ يَضِلُّوْنَ عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ لَهُمْ عَذَابٌ شَدِيْدٌۢ بِمَا نَسُوْا يَوْمَ الْحِسَابِ ﴿۲۶﴾ ع

ماڻهو جيڪي الله جي رستي کان ڀٽڪي وڃن ٿا انهن کي سخت عذاب ملي ٿو ڇو جو اهي حساب جي ڏينهن کي وساري ويهن ٿا.

وَمَا خَلَقْنَا السَّمَآءَ وَالْاَرْضَ وَمَا بَيْنَهُمَا بَاطِلًا ۭ ذٰلِكَ ظَنُّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا ۚ فَوَيْلٌ لِّلَّذِيْنَ كَفَرُوْا مِنَ النَّارِ ﴿۲۷﴾

**۲۸**-۽ اسان آسمانن ۽ زمين ۽ جيڪي ڪجهه انهن ٻنهي جي وچ ۾ آهي اُن کي ائين ئي ضايع ٿيڻ وارو ناهي بڻايو، اِهو گمان انهن ماڻهن جو آهي جيڪي ڪافر آهن- پوءِ ڪافرن تي باهه جي عذاب سببان تباهي نازل ٿيڻ واري آهي.

اَمْ نَجْعَلُ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ كَالْمُفْسِدِيْنَ فِي الْاَرْضِ ۡ اَمْ نَجْعَلُ الْمُتَّقِيْنَ كَالْفُجَّارِ ﴿۲۸﴾

**۲۹**-ڇا اسان مومنن ۽ ايمان جي مطابق عمل ڪرڻ وارن کي زمين ۾ فساد ڪرڻ وارن جي برابر سمجهون. يا اسان متقين کي فاجرن جي برابر سمجهون.

كِتٰبٌ اَنْزَلْنٰهُ اِلَيْكَ مُبٰرَكٌ لِّيَدَّبَّرُوْٓا اٰيٰتِهٖ وَلِيَتَذَكَّرَ اُولُوا الْاَلْبَابِ ﴿۲۹﴾

**۳۰**-هيءَ (قرآن) هڪ ڪتاب آهي، جنهن کي اسان توڏانهن نازل ڪيو آهي سيني خوبين جو مجموعو آهي انهيءَ لاءِ ته اهي (الله) جي ڳالهين تي غور ڪن ۽ انهيءَ لاءِ ته عقل مند ماڻهو نصيحت حاصل ڪن.

وَوَهَبْنَا لِدَاوٗدَ سُلَيْمٰنَ ۭ نِعْمَ الْعَبْدُ ۭ اِنَّهٗٓ اَوَّابٌ ﴿۳۰﴾

**۳۱**-۽ اسان دائود کي سليمان بخشيو ۽ اهو تمام ڏاڍو سٺو ٻانهو هيو، هو خدا جي طرف گهڻو جهڪڻ وارو هو.

اِذْ عُرِضَ عَلَيْهِ بِالْعَشِيِّ الصّٰفِنٰتُ الْجِيَادُ ﴿۳۱﴾

**۳۲**-(۽ ياد ڪر) جڏهن انهيءَ جي اڳيان شام جي وقت اعليٰ درجي جا گهوڙا پيش ڪيا ويا.

فَقَالَ اِنِّیۡۤ اَحۡبَبۡتُ حُبَّ الۡخَیۡرِ عَنۡ ذِکۡرِ رَبِّیۡ ۚ حَتّٰی تَوَارَتۡ بِالۡحِجَابِ ﴿۳۳﴾

**٣٣**-تہ انهيءَ چيو،مان دنيا جي سٺين شين سان انهيءَ لاءِ محبت رکان ٿو تہ اهي مونکي منهنجي① رب جي يادگيري ڏيارين ٿيون، ايستائين جو جڏهن اهي گهوڙا اوٽ ۾ اچي ويا.

رُدُّوۡهَا عَلَیَّ ؕ فَطَفِقَ مَسۡحًۢا بِالسُّوۡقِ وَ الۡاَعۡنَاقِ ﴿۳۴﴾

**٣٤**-(هن چيو) انهن کي مون وٽ واپس آڻيو (جڏهن اُهي آيا) تہ هُو انهن جي پِنين ۽ ڪَنڌ کي نپرڻ لڳو②.

وَ لَقَدۡ فَتَنَّا سُلَیۡمٰنَ وَ اَلۡقَیۡنَا عَلٰی کُرۡسِیِّهٖ جَسَدًا ثُمَّ اَنَابَ ﴿۳۵﴾

**٣٥**-۽ اسان سليمان جي آزمائش ڪئي ۽ انهيءَ جي تخت تي هڪ بي جان③ جسم کي ويهارڻ جو فيصلو ڪيو (پوءِ جڏهن اهو نظارو هن ڪشف ۾ ڏٺو) تہ هو پنهنجي رب ڏانهن جهڪيو.

١- قرآن ڪريم ۾ اِنِّـیۡ اَحۡبَبۡـتُ حُبَّ الۡخَیۡرِ عَنۡ ذِکۡرِ رَبِّیۡ آهي. مفسرن چيو آهي تہ گهوڙا ڏسندي نماز جو وقت گذري ويو پر اصل مطلب هي آهي تہ گهوڙن کي مون خدا جي ياد ۾ خريد ڪيو آهي يعني جهاد جي لاءِ ۽ اهيا ئي ڳالهہ نبي جي شان وٽان آهي نَڪي اهو جيڪو مفسر چون ٿا. جيئن تہ عَـنۡ جي معنيٰ لغت ۾ "سببان" جي بہ آهي (اقرب).

٢-قرآن ڪريم ۾ مَسَـحَ جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ ٿڦکيون ڏيڻ ۽ وڍڻ بہ آهي. مفسر جيئن تہ هڪ غلطي ڪري وينا هئا انهن وڍڻ جي معنيٰ کي ٿڦڪي جي معنيٰ تي فوقيت ڏني ۽ آيت جي هيءَ معنيٰ ڪري ڇڏي تہ گهوڙا واپس گهرائي هِن ڪاوڙ ۾ تہ انهن کي ڏسندي نماز جو وقت گذري ويو، انهن کي وڍي ڇڏيائين. حقيقت ۾ اِهو فعل هڪ مجنون جو ٿي سگهي ٿو خدا جي نبيءَ جو نٿو ٿي سگهي. حقيقت ۾ هن جڳهہ تي اِهو ئي ذڪر آهي تہ حضرت سليمانؑ گهوڙا واپس گُهرايا ۽ جيئن تہ انهن کي جهاد لاءِ پاليو هو انهن کي ٿڦڪيون ڏيڻ لڳو ۽ پيار ڪرڻ لڳو تہ مون اهڙا پلوڙ گهوڙا جهاد لاءِ تيار ڪيا آهن.

٣-بي جان جسم مان مراد هي آهي تہ انهن جو وارث هڪ اهڙو پُٽ هوندو جنهن جي اندر آسماني روح نہ هوندو بلڪ صرف مادي جسم هوندو.

قَالَ رَبِّ اغْفِرْ لِيْ وَهَبْ لِيْ مُلْكًا لَّا يَنْبَغِيْ لِاَحَدٍ مِّنْۢ بَعْدِيْ ۚ اِنَّكَ اَنْتَ الْوَهَّابُ ﴿٣٦﴾

٣٦-۽ انهيءَ (سليمان پنهنجي پُٽ جي حقيقت خدا کان معلوم ڪري) چيو ته اي منهنجا رب منهنجن عيبن کي ڍڪ ۽ مونکي اهڙي بادشاهت ① عطا ڪر جيڪا مون کان پوءِ اچڻ واري اولاد کي ورثي ۾ نه ملي تون يقيناً وڏو بخشڻهار آهين.

فَسَخَّرْنَا لَهُ الرِّيْحَ تَجْرِيْ بِاَمْرِهٖ رُخَآءً حَيْثُ اَصَابَ ﴿٣٧﴾

٣٧-۽ اسان هن جي لاءِ هوا کي خدمت تي لڳائي ڇڏيو جيڪا انهيءَ جي حڪم جي مطابق جيڏانهن هن وجڻ چاهيو ٿي نرميءَ سان انهيءَ طرف هلڻ ٿي لڳي.

وَالشَّيٰطِيْنَ كُلَّ بَنَّآءٍ وَّغَوَّاصٍ ﴿٣٨﴾

٣٨-اهڙيءَ طرح اسان سرڪش شيطانن کي يعني انهن مان سيني انجنيئرن ۽ رازن، اهڙي طرح ٽوبن کي، انهيءَ جي خدمت تي لڳائي ڇڏيو هو.

وَّاٰخَرِيْنَ مُقَرَّنِيْنَ فِي الْاَصْفَادِ ﴿٣٩﴾

٣٩-۽ ڪن ٻين ماڻهن کي به،جيڪي زنجيرن② ۾ ٻڌا رهندا هئا.

---

١-هتي ملڪ مان مراد نبوت يعني روحاني بادشاهت آهي جيڪا بعد ۾ اچڻ وارن کي به اللّٰه جي طرفان عطا ڪئي ويندي آهي.نڪي والد کان وراثت ۾ ورثي طور.ان ڪري حضرت سليمانؑ دعا ڪئي ته اي اللّٰه روحاني فضل وڌاءِ. دنياوي ترقي جيڪا اولاد جي هٿان ضايع ٿي سگهي ٿي مونکي ان جي طلب ناهي.

٢-پراڻي زماني ۾ غلامن کي خاص طور تي جيڪي سمنڊ ۾ ڪم ڪندا هئا،زنجيرن سان ٻڌي رکندا هئا ته جيئن اهي ٻيڙي مان ٽپو ڏئي ڪاڏهن ڀڄي نه وڃن. روم جي تاريخ ان تي گواهه آهي ۽ هن جڳهه سمنڊ ۾ ڪم ڪرڻ وارن ملاحن جو ئي ذڪر آهي. چاڪاڻ ته مٿي ٻيڙين جو ذڪر ڪيو ويو آهي. جيڪي پري پري ويندیون هيون.

هٰذَا عَطَآؤُنَا فَامْنُنْ اَوْ اَمْسِكْ بِغَيْرِ حِسَابٍ ﴿٤٠﴾

٤٠- اها اسانجي بي حساب عطا① آهي- پوءِ پلي تون انهن قومن تي احسان ڪرين، توڙي جيتري مناسب سختي② هجي- انهن سان ڪر.

وَاِنَّ لَهٗ عِنْدَنَا لَزُلْفٰى وَحُسْنَ مَاٰبٍ ﴿٤١﴾ ع

٤١- ۽ انهيءَ (يعني سليمان) ڪي اسان وٽ ڏاڍو قرب حاصل آهي ۽ اسان وٽ انهيءَ جو ڏاڍو سنو ٺڪاڻو آهي.

وَاذْكُرْ عَبْدَنَآ اَيُّوْبَ ۘ اِذْ نَادٰى رَبَّهٗٓ اَنِّيْ مَسَّنِيَ الشَّيْطٰنُ بِنُصْبٍ وَّعَذَابٍ ﴿٤٢﴾

٤٢-۽ اسانجي ٻانهي ايوب ڪي ياد ڪر جڏهن انهيءَ پنهنجي رب ڪي هيءُ چوندي پُڪاريو ته مونکي هڪ ڪافر دشمن ڏاڍي سخت تڪليف ۽ عذاب پهچايو آهي.

اُرْكُضْ بِرِجْلِكَ ۚ هٰذَا مُغْتَسَلٌۢ بَارِدٌ وَّشَرَابٌ ﴿٤٣﴾

٤٣-(اسان هن ڪي چيو ته) پنهنجي سواريءَ ڪي اَڙي هڻ اهو (سامهون) هڪ وهنجڻ جو پاڻي آهي جيڪو ٿڌو به آهي ۽ پيئڻ جي قابل به (يعني صاف آهي).

وَوَهَبْنَا لَهٗٓ اَهْلَهٗ وَمِثْلَهُمْ مَّعَهُمْ رَحْمَةً مِّنَّا وَذِكْرٰى لِاُولِي الْاَلْبَابِ ﴿٤٤﴾

٤٤-۽ اسان هن ڪي سندس گهروارا به ڏنا ۽ انهن جهڙا ٻيا به پنهنجي رحم سان ڏنا ۽ عقل وارن جي لاءِ هڪ نصيحت جو سامان به بخشيو.

وَخُذْ بِيَدِكَ ضِغْثًا فَاضْرِبْ بِّهٖ وَلَا

٤٥-۽ (ايوب ڪي چيوسين ته) پنهنجي

١-يعني اسانجي فضل سان هي ڪامياب ٻيڙا توڪي مليا آهن ۽ توڪي سرڪش قومن تي قبضو مليو آهي.

٢-هن مان خبر پوي ٿي ته جنگي قيدين تي ايتري قدر سختي ڪري سگهجي ٿي جنهن سان انهن ڪي ڀڄڻ ڪان روڪيو وڃي ان ڪان وڌيڪ سختي ڪرڻ جائز ناهي.

تَحۡنَثۡ ؕ اِنَّا وَجَدۡنٰهُ صَابِرًا ؕ نِعۡمَ الۡعَبۡدُ ؕ اِنَّهٗۤ اَوَّابٌ ﴿۴۵﴾

هٿ ۾ هڪ ڪجيءَ جي پنن واري① ڏاري ڪڻ ۽ انهيءَ جي مدد سان تيزيءَ سان سفر ڪر② (يعني انهيءَ سان سواريءَ جي جانور کي تيز هڪل) ۽ حق کان باطل طرف مائل③ نه ٿي. اسان هُن (يعني ايوب) کي صابر ماڻهو ڏٺو، هُو تمام سٺو ٻانهو هو. هُو يقيناً خدا جي طرف ڪثرت سان جهڪڻ وارو هو.

وَاذۡكُرۡ عِبٰدَنَاۤ اِبۡرٰهِيۡمَ وَاِسۡحٰقَ وَيَعۡقُوۡبَ اُولِي الۡاَيۡدِيۡ وَالۡاَبۡصَارِ ﴿۴۶﴾

٤٦-۽ ياد ڪر اسانجن ٻانهن ابراهيم ۽ اسحاق ۽ يعقوب کي، جيڪي وڏا سرگرم④ ۽ داناءَ هئا.

اِنَّاۤ اَخۡلَصۡنٰهُمۡ بِخَالِصَةٍ ذِكۡرَى الدَّارِ ﴿۴۷﴾ۚ

٤٧-اسان انهن کي هڪ خالص ڳالهه لاءِ چونڊيو هو، ۽ اها اصلي گهر (يعني

١-جابلو ماڻهو ڏڳهي ڏاري جنهن جي اڳيان پَن هوندا آهن هٿي گهوڙي کي ڊوڙائيندا آهن. انهيءَ حالت جو هتي ذڪر آهي جنهن سان معلوم ٿئي ٿو ته حضرت ايوبؑ جبل جا رهڻ وارا هئا. تفسير فتح البيان ۾ لکيل آهي ته ضِغۡث جي معني ڪجيءَ جي پنن واري ڏاري جي به ڏيندي آهي (جلد ٨ صفحه ١١٧).

٢-ضَرَبَ جي معنيٰ سفر ڪرڻ جي به هوندي آهي. (اقرب الموارد)

٣-حِــنُث جي معنيٰ آهي حق کان باطل ڏانهن لاڙو ڪرڻ. ان ۾ هي اشارو ڪيو ويو آهي ته دشمن توکي هدايت کان ڦيرائي پاڻ ڏانهن آڻڻ گُهرن ٿا پر جيتوڻيڪ تون فطرتي طور تي ائين نٿو ڪري سگهين پوءِ به دشمنن جي مخالفت جي ڪري توکي ڏک پهچندا. ان ڪري اسان توکي حڪم ڏيون ٿا ته هڪ سواريءَ تي ويهي رهه ۽ ڪُڙيون ۽ ڏاريون هڻندي هڻندي ان کي ڊُڪاءِ يعني تيزيءَ سان دشمن جي ملڪ مان نڪري وڃ ته جيئن دشمن جو توتي قبضو نه رهي ۽ تون انهن جي باطل کان جيئن روحاني طور تي محفوظ آهين جسماني طور تي به محفوظ ٿي وڃين.

٤-هي اُولِى الۡاَيۡدِى جو ترجمو آهي. يَدٌ يعني هٿ ڪم تي دلالت ڪري ٿو. ان ڪري جن جا گهڻا هٿ هئا حقيقت ۾ اهي گهڻو ڪم ڪرڻ وارا هئا. ۽ داناء اُولِـى الۡاَبۡصَار جو ترجمو آهي ڇاڪاڻ ته گهڻين اکين مان مراد ذاهپ ئي ٿي سگهي ٿي.

وَإِنَّهُمْ عِنْدَنَا لَمِنَ الْمُصْطَفَيْنَ الْأَخْيَارِ ﴿٤٨﴾

آخرت) جي يادگيري هئي.

٤٨- ۽ اهي سڀئي اسان لاءِ خالص ۽ وڏي خير وارا ماڻهو هئا.

وَاذْكُرْ إِسْمَاعِيلَ وَالْيَسَعَ وَذَا الْكِفْلِ ۖ وَكُلٌّ مِّنَ الْأَخْيَارِ ﴿٤٩﴾

٤٩- ۽ اسماعيل (١) ۽ يسع (يعني يسعياهہ) کي ياد ڪيو ۽ ذوالڪفل (يعني حزقيل (٢)) کي (ياد ڪيو) ۽ اهي سڀيئي اسانجي نهايت نيڪ ٻانهن مان هئا.

هَٰذَا ذِكْرٌ ۚ وَإِنَّ لِلْمُتَّقِينَ لَحُسْنَ مَآبٍ ﴿٥٠﴾

٥٠- اهو (بيان) انهن ماڻهن جي نقش قدم تي هلڻ لاءِ هڪ يادگيري آهي ۽ متقين لاءِ نهايت اعليٰ درجي جو ٺڪاڻو مقرر آهي.

جَنَّاتِ عَدْنٍ مُّفَتَّحَةً لَّهُمُ الْأَبْوَابُ ﴿٥١﴾

٥١- (يعني) هميشه رهڻ وارا باغ جن جا دروازا هميشه انهن لاءِ کليل رهندا.

مُتَّكِئِينَ فِيهَا يَدْعُونَ فِيهَا بِفَاكِهَةٍ كَثِيرَةٍ وَشَرَابٍ ﴿٥٢﴾

٥٢- اهي انهن ۾ وهاڻا لڳايو وينا هوندا، اُهي انهيءَ ۾ هر قسم جو ميوو جيڪو گهڻي تعداد ۾ هوندو طلب ڪندا ۽ اهڙي طرح پيڻ جي شيءِ بہ.

وَعِندَهُمْ قَاصِرَاتُ الطَّرْفِ أَتْرَابٌ ﴿٥٣﴾

٥٣- ۽ انهن وٽ نظرون هيٺ رکڻ وارون هم عمر عورتون هونديون.

هَٰذَا مَا تُوعَدُونَ لِيَوْمِ الْحِسَابِ ﴿٥٤﴾

٥٤- هي اهي ڳالهيون آهن جن جو توهان سان قيامت جي ڏينهن ملڻ جو واعدو ڪيو وڃي ٿو.

إِنَّ هَٰذَا لَرِزْقُنَا مَا لَهُ مِن نَّفَادٍ ﴿٥٥﴾

٥٥- هيءُ اسانجو رزق آهي جيڪو ڪڏهن

١- ڏسو سورت انعام آيت ٨٦.

٢- ذُوالڪفل جي حزقيل هجڻ جي بابت ڏسو تفسير سورت انبياء آيت ٨٦.

هٰذَا ؕ وَاِنَّ لِلطّٰغِيْنَ لَشَرَّ مَاٰبٍ ۙ﴿۵۶﴾

جَهَنَّمَ ۚ يَصْلَوْنَهَا ۚ فَبِئْسَ الْمِهَادُ ﴿۵۷﴾

هٰذَا ۙ فَلْيَذُوْقُوْهُ حَمِيْمٌ وَّغَسَّاقٌ ۙ﴿۵۸﴾

وَّاٰخَرُ مِنْ شَكْلِهٖٓ اَزْوَاجٌ ؕ﴿۵۹﴾

هٰذَا فَوْجٌ مُّقْتَحِمٌ مَّعَكُمْ ۚ لَا مَرْحَبًا بِهِمْ ؕ اِنَّهُمْ صَالُوا النَّارِ ﴿۶۰﴾

قَالُوْا بَلْ اَنْتُمْ ۟ لَا مَرْحَبًا بِكُمْ ؕ اَنْتُمْ قَدَّمْتُمُوْهُ لَنَا ۚ فَبِئْسَ الْقَرَارُ ﴿۶۱﴾

ختم نٿو ٿي سگهي.

**۵۶**۔اها (مومنن جي وعدي ڪيل شيءِ آهي) ليڪن سرڪش لاءِ ڏاڍو برو ٺڪاڻو (مقرر) آهي.

**۵۷**۔يعني جهنم،جنهن جي اندر اهي داخل ٿيندا ۽ اها بري رهڻ جي جڳهه آهي.

**۵۸**۔اها (ڪافرن جي واعدي ڪيل شيءِ آهي) پوءِ گهرجي ته اهي انهيءَ کي چکن يعني گرم پاڻي ۽ زخمن جي پونِ کي.

**۵۹**۔۽ انهيءَ (گروهه) وانگر ڪي ٻيا به گروهه هوندا (جن جا عمل پاڻ ۾ ملندڙ جلندڙ هوندا).

**۶۰**۔ (انهن مان هڪ جماعت هڪ ٻيءِ جماعت ڏانهن اشارو ڪري چوندي) هيءُ به هڪ گروهه آهي جيڪو توهان سان جهنم ۾ داخل ٿيندو (۽) انهن کي ڪو آجيان ڪرڻ وارو نه هوندو اهي ضرور جهنم ۾ داخل ٿيندا.

**۶۱**۔(انهيءَ تي) اُهو گروهه (جنهن کي اها ڳالهه چئي ويندي) چوندو،اسان جو ذڪر ڇڏيو، توهان به اهڙا ماٺهو آهيو جن کي آءُ جيءُ ڪرڻ وارو ڪو ڪونهي توهان (اسان کي برغلائي برغلائي) انهيءَ (دوزخ) کي اسان لاءِ اڳتي موڪليو① هو ۽ اهو

١۔يعني اهڙا عمل ۽ عقيدا اسانجي آڏو پيش ڪيا جن تي عمل ڪرڻ جي سبب اسانکي دوزخ جو منهن ڏسڻو پيو.

قَالُوۡا رَبَّنَا مَنۡ قَدَّمَ لَنَا هٰذَا فَزِدۡهُ عَذَابًا ضِعۡفًا فِی النَّارِ ﴿۶۲﴾

تمام برو ٺڪاڻو آهي.

۶۲-(انهيءَ تي) اهو گروهہ (جنهن کي اهي اِها ڳالهہ چوندا) چوندو اي اسانجا رب! جنهن (بہ تنهنجي نظر ۾) اسان جي لاءِ انهيءَ دوزخ کي اڳتي موڪليو آهي (يعني اسانجي لاءِ ممڪن بڻايو آهي) تون انهيءَ کي باهہ ۾ گهڻي کان گهڻو عذاب ڏي.

وَقَالُوۡا مَا لَنَا لَا نَرٰی رِجَالًا كُنَّا نَعُدُّهُمۡ مِّنَ الۡاَشۡرَارِ ﴿۶۳﴾

۶۳-۽ (انهيءَ وقت دوزخي) چوندا اسانکي ڇا ٿيو جو اسان اڄ انهن ماڻهن کي نٿا ڏسون جن کي اسان برو قرار ڏيندا هئاسين.

اَتَّخَذۡنٰهُمۡ سِخۡرِيًّا اَمۡ زَاغَتۡ عَنۡهُمُ الۡاَبۡصَارُ ﴿۶۴﴾

۶۴- ڇا اسان انهن کي (ائين ئي پنهنجي دلي خيالن جي سببان) حقير سمجهندا هواسين يا هن وقت اسانجون اکيون ٽيڏيون ٿي ويون آهن (۽ اهي اسانکي نظر نٿا اچن).

اِنَّ ذٰلِكَ لَحَقٌّ تَخَاصُمُ اَهۡلِ النَّارِ ﴿۶۵﴾ ع

۶۵- دوزخين جو اهو جهڳڙو هڪ سچي ڳالهہ آهي ۽ ائين ئي ٿي رهندو.

قُلۡ اِنَّمَاۤ اَنَا مُنۡذِرٌ ۖ وَّمَا مِنۡ اِلٰهٍ اِلَّا اللّٰهُ الۡوَاحِدُ الۡقَهَّارُ ﴿۶۶﴾

۶۶-تون (انهن کي) چؤ مان تہ صرف هڪ ڊيڄارڻ وارو آهيان. اللّٰه کانسواءِ ڪو معبود ڪونهي، هو اڪيلو (۽) غالب آهي.

رَبُّ السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ وَمَا بَيۡنَهُمَا الۡعَزِيۡزُ الۡغَفَّارُ ﴿۶۷﴾

۶۷-آسمانن ۽ زمين جورب آهي، ۽ جيڪي ڪي انهن ٻنهي جي وچ ۾ آهي انهيءَ جو بہ. (هو) غالب آهي (۽ انهيءَ جي باوجود) بخشڻ وارو ① آهي.

۱-دنيا ۾ تہ انسان هي ڪندا آهن تہ جڏهن غالب اچي وڃن تہ پنهنجي دشمن کي پيهي

قُلْ هُوَ نَبَؤٌا عَظِيْمٌ ﴿٦٨﴾

**٦٨**-تون چؤ، ته هيءُ هڪ وڏي خبر آهي.

اَنْتُمْ عَنْهُ مُعْرِضُوْنَ ﴿٦٩﴾

**٦٩**-(پر) توهان انهيءَ کان منهن موڙي رهيا آهيو.

مَا كَانَ لِيَ مِنْ عِلْمٍ بِالْمَلَاِ الْاَعْلٰٓى اِذْ يَخْتَصِمُوْنَ ﴿٧٠﴾

**٧٠**-مونکي بلند شان فرشتن جو ڪو علم نه هو جڏهن ته اُهي، هي بحث ڪري رهيا هئا (ته هن زماني ۾ هدايت ڏيڻ لاءِ ڪهڙو شخص مناسب آهي).

اِنْ يُّوْحٰٓى اِلَيَّ اِلَّآ اَنَّمَآ اَنَا نَذِيْرٌ مُّبِيْنٌ ﴿٧١﴾

**٧١**-مونکي ته صرف اها وحي ڪئي ٿي وڃي ته مان کولي کولي بيان ڪرڻ وارو نذير (يعني نبي) آهيان.

اِذْ قَالَ رَبُّكَ لِلْمَلٰٓئِكَةِ اِنِّيْ خَالِقٌ بَشَرًا مِّنْ طِيْنٍ ﴿٧٢﴾

**٧٢**-(ياد ڪر) جڏهن تنهنجي رب فرشتن کي چيو ته مان آلي مٽيءَ مان هڪ بشر پيدا ڪرڻ وارو آهيان.

فَاِذَا سَوَّيْتُهٗ وَنَفَخْتُ فِيْهِ مِنْ رُّوْحِيْ فَقَعُوْا لَهٗ سٰجِدِيْنَ ﴿٧٣﴾

**٧٣**-پوءِ جڏهن مان انهيءَ کي مڪمل ڪري وٺان ۽ انهيءَ ۾ پنهنجو ڪلام وجهان، ته توهان ماڻهو فرمانبرداريءَ سان

**(باقي حاشيو)** ڇڏيندا آهن. پر اللّٰه تعاليٰ جي باري اچي ٿو ته اهو غالب به آهي ۽ وڏو بخشڻ وارو به. يعني سيئي ڪافر ان جي قبضي ۾ آهن پوءِ به هو سزا ڏيڻ ۾ ڍرو آهي. ان ۾ رسول ڪريمﷺ جا اخلاق ٻڌايا ويا آهن ڇاڪاڻ ته رسول ڪريمﷺ جي باري حضرت عائشهؓ فرمائن ٿيون ته كَانَ خُلُقُهُ الْقُرْاٰنُ (احمد بن حنبل جلد٦ صفحو١٩ مطبوعه بيروت) يعني قرآن ڪريم ۾ اللّٰه تعاليٰ جون جيڪي صفات حسنه بيان ڪيون ويون آهن اهي سڀ جون سڀ رسول ڪريمﷺ ۾ موجود هيون. ان ڪري جيتوڻيڪ هي لفظ خداتعاليٰ جي لاءِ چيا ويا آهن پر انهن مان مراد محمد رسول اللّٰهﷺ به آهن. جيئن ته مڪي جي فتح جي موقعي تي پاڻ سڳورن اِهو ئي نمونو ڏيکاريو ته جڏهن سڀ ڪافر جيڪي رات ڏينهن کين ۽ سندس ساٿين کي ڏک ڏيندا هئا اوهان جي آڏو پيش ٿيا ته پاڻ فرمايائون ته لَا تَثْرِيْبَ عَلَيْكُمُ الْيَوْمَ اڄ توهان منجهان ڪنهن جي پڪڙ نه ڪئي ويندي.(سيرت حلبيه و زرقاني جلد ٢ صفحه ٣٠٣،٣٠٢ مطبوعه مطبع ازهريه مصر)

فَسَجَدَ الْمَلٰٓئِكَةُ كُلُّهُمْ اَجْمَعُوْنَ ﴿٧٤﴾

انهيءَ جي اڳيان جهڪي پئجو.

٧٤-پوءِ سڀني ملائڪن انهيءَ جي فرمانبرداري اختيار ڪئي.

اِلَّآ اِبْلِيْسَ ۭ اِسْتَكْبَرَ وَكَانَ مِنَ الْكٰفِرِيْنَ ﴿٧٥﴾

٧٥-سواءِ ابليس جي جنهن تڪبر ڪيو ۽ اهو اڳ کان ئي ڪافر هو.

قَالَ يٰٓاِبْلِيْسُ مَا مَنَعَكَ اَنْ تَسْجُدَ لِمَا خَلَقْتُ بِيَدَيَّ ۭ اَسْتَكْبَرْتَ اَمْ كُنْتَ مِنَ الْعَالِيْنَ ﴿٧٦﴾

٧٦-(اللّٰه) فرمايو، اي ابليس! توکي ڪنهن انهيءَ ڳالهه کان روڪيو ته جنهن کي مون پنهنجن ٻنهي ① هٿن سان بڻايو هو انهيءَ جي فرمانبرداري ڪرين. ڇا تو پنهنجي پاڻ کي وڏو سمجهيو يا تون واقعي منهنجي حڪم مڃڻ کان مٿي آهين.

قَالَ اَنَا خَيْرٌ مِّنْهُ ۭ خَلَقْتَنِيْ مِنْ نَّارٍ وَّخَلَقْتَهٗ مِنْ طِيْنٍ ﴿٧٧﴾

٧٧-(شيطان) چيو ته مان گهٽ ۾ گهٽ انهيءَ شخص (يعني آدم) کان سٺو آهيان تو مونکي باهه مان پيدا ڪيو آهي ۽ انهيءَ کي آلي مٽيءَ ② مان پيدا ڪيو آهي.

قَالَ فَاخْرُجْ مِنْهَا فَاِنَّكَ رَجِيْمٌ ﴿٧٨﴾

٧٨-انهيءَ تي (اللّٰه) فرمايو، هن (جڳهه) مان نڪري وڃ.ڇو جو تون اسانجي درگاهه مان ڌڪاريل آهين.

وَّاِنَّ عَلَيْكَ لَعْنَتِيْٓ اِلٰى يَوْمِ الدِّيْنِ ﴿٧٩﴾

٧٩-۽ جزا سزا جي وقت تائين توتي اسانجي ڦٽڪار پوندي رهندي.

---

١-يعني سڀئي صفتون ان جي اندر گڏ ڪيون ويون آهن. ڇاڪاڻ ته عربيءَ ۾ تثنيه جمع لاءِ به استعمال ٿيندو آهي. (ڏسو فقه اللغه جلد ٢ صفحه ٢١٦).

٢-باهه منجهان پيدا ٿيڻ ۽ آلي مٽيءَ منجهان پيدا ٿيڻ جي تشريح لاءِ ڏسو سورت اعراف آيت ١٣ نوٽ ٣.

قَالَ رَبِّ فَاَنۡظِرۡنِیۡۤ اِلٰی یَوۡمِ یُبۡعَثُوۡنَ ﴿۸۰﴾

٨٠-انهيءَ تي چيو اي منهنجا رب! (جيڪڏهن ائين ئي ڪرڻو آهي) تہ مونکي انهيءَ وقت تائين مهلت ڏي جيستائين انهن کي زندهہ ڪري وري کڙو ڪيو وڃي.

قَالَ فَاِنَّکَ مِنَ الۡمُنۡظَرِیۡنَ ﴿ۙ۸۱﴾

٨١-انهيءَ تي (الله) فرمايو، (اهائي خواهش آهي) تہ پنهنجي پاڻ کي ڍر ڏنل وارن مان سمجهہ.

اِلٰی یَوۡمِ الۡوَقۡتِ الۡمَعۡلُوۡمِ ﴿۸۲﴾

٨٢-اها (ڍر) هڪ مقرر وقت تائين هوندي.

قَالَ فَبِعِزَّتِکَ لَاُغۡوِیَنَّهُمۡ اَجۡمَعِیۡنَ ﴿ۙ۸۳﴾

اِلَّا عِبَادَکَ مِنۡهُمُ الۡمُخۡلَصِیۡنَ ﴿۸۴﴾

٨٣، ٨٤-تڏهن انهيءَ چيو مون کي تنهنجي عزت جو قسم! مان انهن مان سيني کي. سواءِ چونڊيل ٻانهن جي گمراهہ ڪندس.

قَالَ فَالۡحَقُّ ۫ وَ الۡحَقَّ اَقُوۡلُ ﴿ۚ۸۵﴾

٨٥-تڏهن (الله) فرمايو. تہ حقيقت اها آهي. ۽ مان حقيقت ئي بيان ڪندو آهيان.

لَاَمۡلَـَٔنَّ جَهَنَّمَ مِنۡکَ وَ مِمَّنۡ تَبِعَکَ مِنۡهُمۡ اَجۡمَعِیۡنَ ﴿۸۶﴾

٨٦-تہ مان جهنم کي توسان ۽ انهن مان جيڪي تنهنجي پيروي ڪندا، سيني سان ڀريندس.

قُلۡ مَاۤ اَسۡـَٔلُکُمۡ عَلَیۡهِ مِنۡ اَجۡرٍ وَّ مَاۤ اَنَا مِنَ الۡمُتَکَلِّفِیۡنَ ﴿۸۷﴾

٨٧-تون چؤ مان هن (تبليغ) لاءِ توهان کان ڪو اجر نٿو گهران ۽ نہ مان بناوٽي ڳالهہ ڪرڻ جو عادي آهيان.

اِنۡ هُوَ اِلَّا ذِکۡرٌ لِّلۡعٰلَمِیۡنَ ﴿۸۸﴾

٨٨-هيءُ (قرآن) تہ سيني جهانن جي لاءِ هڪ نصيحت جو ڪتاب آهي.

وَ لَتَعۡلَمُنَّ نَبَاَهٗ بَعۡدَ حِیۡنٍ ﴿ع۸۹﴾ ع ٢٤ ١٤

٨٩- ۽ توهان ٿوري عرصي کانپوءِ ان جي خبر① ٻڌندؤ.

١-يعني ان جون پيشگوئيون پوريون ٿي ويندي.

## سُوْرَةُ الزُّمَرِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ سِتٌّ وَّ سَبْعُوْنَ اٰيَةً وَّ ثَمَانِيَةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت زمر- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ڇاهتر آيتون ۽ اٺ رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١-(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

تَنْزِيْلُ الْكِتٰبِ مِنَ اللّٰهِ الْعَزِيْزِ الْحَكِيْمِ ②

٢-هن ڪتاب جو نازل ٿيڻ اللّٰه جي طرفان آهي جيڪو غالب (۽) سڀ ڪم حڪمتن هيٺ ڪرڻ وارو آهي.

اِنَّآ اَنْزَلْنَآ اِلَيْكَ الْكِتٰبَ بِالْحَقِّ فَاعْبُدِ اللّٰهَ مُخْلِصًا لَّهُ الدِّيْنَ ③

٣-اسان توڏانهن هيءَ ڪتاب (يعني قرآن) ڪامل سچائين سان لاٿو آهي، پوءِ تون اطاعت کي خاص اللّٰه جي لاءِ خالص ڪندي انهيءَ جي عبادت ڪر.

اَلَا لِلّٰهِ الدِّيْنُ الْخَالِصُ ۭ وَالَّذِيْنَ اتَّخَذُوْا مِنْ دُوْنِهٖٓ اَوْلِيَاۗءَ ۘ مَا نَعْبُدُهُمْ اِلَّا لِيُقَرِّبُوْنَآ اِلَى اللّٰهِ زُلْفٰى ۭ اِنَّ اللّٰهَ يَحْكُمُ بَيْنَهُمْ فِيْ مَا هُمْ فِيْهِ يَخْتَلِفُوْنَ ڛ اِنَّ اللّٰهَ لَا يَهْدِيْ مَنْ هُوَ كٰذِبٌ كَفَّارٌ ④

٤-ٻڌو، اطاعت خالص اللّٰه جو ئي حق آهي ۽ جيڪي ماڻهو انهيءَ کانسواءِ ٻين هستين کي دوست بڻائين ٿا (هيءُ چوندي) ته اسان انهن جي عبادت صرف انهيءَ لاءِ ڪريون ٿا ته اهي اسانکي اللّٰه جي ويجهو① ڪري ڇڏين- اللّٰه انهن جي وچ ۾ انهن ڳالهين جي متعلق جن ۾ اهي اختلاف رکن ٿا فيصلو ڪندو. اللّٰه يقيناً ڪوڙي ۽ بي شڪري ڪي ڪاميابيءَ جو رستو نٿو ڏيکاري.

---

١-اڄ ڪلهه مسلمانن منجهان ملحد (دين تان ڦرڻ وارا-مترجم) انهيءَ عذر سان شرڪ ڪندا آهن پر پراڻي مشرڪن مان به ڪي ماڻهو شرڪ جي اِها ئي تاويل ڪندا آهن.

لَوْ اَرَادَ اللّٰهُ اَنْ يَّتَّخِذَ وَلَدًا لَّاصْطَفٰى مِمَّا يَخْلُقُ مَا يَشَآءُ ۙ سُبْحٰنَهٗ ؕ هُوَ اللّٰهُ الْوَاحِدُ الْقَهَّارُ ۝٥

خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ بِالْحَقِّ ۚ يُكَوِّرُ الَّيْلَ عَلَى النَّهَارِ وَيُكَوِّرُ النَّهَارَ عَلَى الَّيْلِ وَسَخَّرَ الشَّمْسَ وَالْقَمَرَ ؕ كُلٌّ يَّجْرِيْ لِاَجَلٍ مُّسَمًّى ؕ اَلَا هُوَ الْعَزِيْزُ الْغَفَّارُ ۝٦

خَلَقَكُمْ مِّنْ نَّفْسٍ وَّاحِدَةٍ ثُمَّ جَعَلَ مِنْهَا زَوْجَهَا وَاَنْزَلَ لَكُمْ مِّنَ الْاَنْعَامِ ثَمٰنِيَةَ اَزْوَاجٍ ؕ يَخْلُقُكُمْ فِيْ بُطُوْنِ اُمَّهٰتِكُمْ خَلْقًا مِّنْۢ بَعْدِ خَلْقٍ فِيْ ظُلُمٰتٍ ثَلٰثٍ ؕ ذٰلِكُمُ اللّٰهُ رَبُّكُمْ لَهُ الْمُلْكُ ؕ لَآ اِلٰهَ اِلَّا

**٥**-جيڪڏهن الله پٽ بڻائڻ جو ارادو رکي ها ته پنهنجي مخلوق مان جنهن کي چاهي ها چونڊي ها هو(حقيقي پٽ جي نقص کان) پاڪ آهي- ڳالهه هيءَ آهي ته الله هڪ آهي (۽) غالب آهي.

**٦**-هن آسمانن ۽ زمين کي هڪ ڪامل مصلحت سان پيدا ڪيو آهي هو رات کي ڏينهن تي ڍڪي ڇڏي ٿو ۽ ڏينهن کي رات تي ڍڪي ڇڏي ٿو ۽ سج ۽ چنڊ کي انهيءَ هڪ (قانون جو پابند بڻائي) ڪم تي لڳائي ڇڏيو آهي- بنهي (مان هر هڪ) مقرر مدت جي لاءِ هڪ رستي تي هلي رهيا آهن- ٻڌو! هو وڏو غالب (۽) وڏو بخشڻ وارو آهي.

**٧**-توهان کي هن هڪ جان مان پيدا ڪيو آهي- پوءِ هُن اُنهيءَ جنس مان سندس جوڙو بڻايو ۽ توهان جي لاءِ چوپاين مان هن اَٺَ جوڙا بڻايا آهن هو توهانکي توهانجن مائرن جي پيٽ ۾ پيدا ڪري ٿو (يعني) هڪ پيدائش کانپوءِ ٻي پيدائش ۾ بدلائيندي ٽن اونداهين ⁽١⁾ مان گذاريندي. هي اللّٰه توهان جو رب آهي، بادشاهت انهيءَ جي

١-ان جي هيءَ معنٰي آهي ته جڏهن ٻار ماءُ جي پيٽ ۾ هوندو آهي ته ان تي خطري جا ٽي وقت ايندا آهن، جڏهن اِهو ڊپ هوندو آهي ته ٿورڙي لاپرواهيءَ سان ٻار ڪري پوندو. يعني ٻي کان ٽين مهيني تائين. وري ٽين کان پنجين مهيني تائين ۽ پوءِ اٺين مهيني جي شروع ۾. جيئن ته طبي طور تي ان جو تجربو ڪيو ويو آهي ته اِهي ٽئي وقت ئي گهٽي قدر ٻار ڪرڻ جا هوندا آهن.

هُوَ ۚ فَاَنّٰى تُصْرَفُوْنَ ۞۶

اِنْ تَكْفُرُوْا فَاِنَّ اللّٰهَ غَنِيٌّ عَنْكُمْ ۟ وَلَا يَرْضٰى لِعِبَادِهِ الْكُفْرَ ۚ وَاِنْ تَشْكُرُوْا يَرْضَهُ لَكُمْ ۭ وَلَا تَزِرُ وَازِرَةٌ وِّزْرَ اُخْرٰى ۭ ثُمَّ اِلٰى رَبِّكُمْ مَّرْجِعُكُمْ فَيُنَبِّئُكُمْ بِمَا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ۭ اِنَّهٗ عَلِيْمٌۢ بِذَاتِ الصُّدُوْرِ ۞۷

وَاِذَا مَسَّ الْاِنْسَانَ ضُرٌّ دَعَا رَبَّهٗ مُنِيْبًا اِلَيْهِ ثُمَّ اِذَا خَوَّلَهٗ نِعْمَةً مِّنْهُ نَسِيَ مَا كَانَ يَدْعُوْٓا اِلَيْهِ مِنْ قَبْلُ وَجَعَلَ لِلّٰهِ اَنْدَادًا لِّيُضِلَّ عَنْ سَبِيْلِهٖ ۭ قُلْ تَمَتَّعْ بِكُفْرِكَ قَلِيْلًا ڰ اِنَّكَ مِنْ اَصْحٰبِ النَّارِ ۞۸

قبضي ۾ آهي صرف اهو ئي هڪ معبود آهي پوءِ توهان ڪيڏانهن ڦيرايا وڃو ٿا.

۸۔جيڪڏهن توهان ڪفر ڪيو ته الله توهانجو محتاج ڪونهي، ۽ اهو پنهنجن ٻانهن لاءِ ڪفر ڪي ڪڏهن پسند نٿو ڪري، ۽ جيڪڏهن شڪر ڪيو ته هو ان ڪي توهان جي لاءِ پسند ڪري ٿو ۽ ڪا بار① کڻڻ واري هستي ٻئي جو بار نٿي کڻي سگهي توهان سيني ڪي پنهنجي رب ڏانهن ئي موٽي وڃڻو پوندو۔ تڏهن هو توهانکي توهانجن عملن کان خبردار ڪندو۔ هو سينن جي اندر لڪل ڳالهين ڪي جاڻڻ ② وارو آهي.

۹۔۽ جڏهن به انسان ڪي ڪا تڪليف پهچي ٿي هُو پنهنجي رب ڏانهن ڌيان ڏيندي هن ڪي پڪاري ٿو پوءِ جڏهن هو انسان ڪي پنهنجي طرفان نعمت عطا ڪري ڇڏي ٿو ته انسان انهيءَ غرض ڪي وساري ڇڏي ٿو جنهن جي لاءِ هن خدا ڪي پڪاريو ٿي ۽ خدا جا شريڪ مقرر ڪري ڇڏي ٿو انهيءَ لاءِ ته انهيءَ جي رستي کان (ماڻهن ڪي) گمراهه ڪري. تون چؤ (اي انسان) ٿوري دير پنهنجي ڪفر جي ڪري فائدو وٺ۔ آخر ڪار ته تون دوزخ ۾ پوڻ وارو آهين.

---

١ ـ ڏسو سورت انعام آيت ١٦٥ .

٢ ـ يعني دل جي ڳالهين ڪي.

اَمَّنْ هُوَ قَانِتٌ اٰنَآءَ الَّيْلِ سَاجِدًا وَّ قَآئِمًا يَّحْذَرُ الْاٰخِرَةَ وَ يَرْجُوْا رَحْمَةَ رَبِّهٖ ؕ قُلْ هَلْ يَسْتَوِي الَّذِيْنَ يَعْلَمُوْنَ وَالَّذِيْنَ لَا يَعْلَمُوْنَ ؕ اِنَّمَا يَتَذَكَّرُ اُولُوا الْاَلْبَابِ ﴿١٠﴾ ع ١٥

**١٠**-ڇا جيڪو شخص رات جي گھڙين ۾ سجدي ۽ قيام جي صورت ۾ فرمانبرداريءَ جو نمونو ڏيکاري ٿو ۽ آخرت کان ڊڄي ٿو ۽ پنهنجي رب جي رحمت جي اميد رکي ٿو (اهو نافرمان وانگر ٿي سگهي ٿو) تون چؤ ڇا علم وارا ماڻهو ۽ جاهل برابر ٿي سگهن ٿا؟ نصيحت ته صرف عقلمند ماڻهو حاصل ڪندا آهن.

قُلْ يٰعِبَادِ الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اتَّقُوْا رَبَّكُمْ ؕ لِلَّذِيْنَ اَحْسَنُوْا فِيْ هٰذِهِ الدُّنْيَا حَسَنَةٌ ؕ وَاَرْضُ اللّٰهِ وَاسِعَةٌ ؕ اِنَّمَا يُوَفَّى الصّٰبِرُوْنَ اَجْرَهُمْ بِغَيْرِ حِسَابٍ ﴿١١﴾

**١١**-(اهڙيءَ طرح) چؤ ته اي منهنجا مومن ٻانهو! پنهنجي رب جي تقويٰ اختيار ڪيو- اُهي ماڻهو جيڪي هن دنيا ۾ (الله جي) حڪمن کي پوريءَ طرح ادا ڪن ٿا انهن جي لاءِ (اڳئين جهان ۾) نيڪ بدلو مقرر آهي. ۽ الله جي زمين ڏاڍي ڪُشادي① آهي- صابرن کي انهن جو اجر② ٻنان حساب جي پورو پورو ڏنو ويندو.

قُلْ اِنِّيْٓ اُمِرْتُ اَنْ اَعْبُدَ اللّٰهَ مُخْلِصًا لَّهُ الدِّيْنَ ﴿١٢﴾

**١٢**-تون چؤ ته مونکي حڪم ڏنو ويو آهي ته مان الله جي اهڙيءَ طرح عبادت ڪيان جو اطاعت صرف انهيءَ جي لاءِ مخصوص ڪري ڇڏيان.

وَ اُمِرْتُ لِاَنْ اَكُوْنَ اَوَّلَ الْمُسْلِمِيْنَ ﴿١٣﴾

**١٣**-۽ مونکي اِهو حڪم ڏنو ويو آهي ته مان سڀني کان وڏو فرمانبردار ٿيان.

---

١-يعني جيڪڏهن مومن ماڻهن کي ڪنهن جڳهه تڪليف پهچي ته انهن کي هجرت ڪري ٻي جاءِ تي هليو وڃڻ گُهرجي.

٢-يعني انهن جو اجر هوندو ته بي حساب ۽ بي حساب هوندي به وڌندو ئي رهندو.

قُلْ اِنِّيْٓ اَخَافُ اِنْ عَصَيْتُ رَبِّيْ عَذَابَ يَوْمٍ عَظِيْمٍ ⑬

١٣-چوءُ، جيڪڏهن مان پنهنجي رب جي نافرماني ڪيان، ته مان هڪ وڏي ڏينهن جي عذاب کان ڊڄان ٿو.

قُلِ اللّٰهَ اَعْبُدُ مُخْلِصًا لَّهٗ دِيْنِيْ ⑭

١٤-(۽ پوءِ) چوءُ ته مان اللّٰه جي عبادت پنهنجي اطاعت کي صرف انهيءَ جي لاءِ وابسته ڪندي ڪيان ٿو.

فَاعْبُدُوْا مَا شِئْتُمْ مِّنْ دُوْنِهٖ ۭ قُلْ اِنَّ الْخٰسِرِيْنَ الَّذِيْنَ خَسِرُوْٓا اَنْفُسَهُمْ وَاَهْلِيْهِمْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ ۭ اَلَا ذٰلِكَ هُوَ الْخُسْرَانُ الْمُبِيْنُ ⑮

١٥-(باقي رهيا توهين) سو توهان اللّٰه کانسواءِ جنهن جي چاهيو عبادت ڪيو (۽ اهو به) چوءُ ته پوريءَ طرح گهاٽي ۾ پوڻ وارا ماڻهو اهي ئي آهن جن پنهنجي پاڻ کي به ۽ پنهنجن مائٽن کي به قيامت جي ڏينهن گهاٽي ۾ وجهي ڇڏيو. ٻڌو! اهو ظاهر ظهور گهاٽو آهي.

لَهُمْ مِّنْ فَوْقِهِمْ ظُلَلٌ مِّنَ النَّارِ وَمِنْ تَحْتِهِمْ ظُلَلٌ ۭ ذٰلِكَ يُخَوِّفُ اللّٰهُ بِهٖ عِبَادَهٗ ۭ يٰعِبَادِ فَاتَّقُوْنِ ⑯

١٦-انهن جي مٿان به باهه جو پاڇا هوندا ۽ هيٺان به باهه جا پاڇا هوندا①. هيءَ اُها شيءِ آهي جنهن کان اللّٰه پنهنجن ٻانهن کي ڊيڄاري ٿو. اي منهنجا ٻانهوءُ! منهنجي تقويٰ اختيار ڪيو.

وَالَّذِيْنَ اجْتَنَبُوا الطَّاغُوْتَ اَنْ يَّعْبُدُوْهَا وَاَنَابُوْٓا اِلَى اللّٰهِ لَهُمُ الْبُشْرٰى ۚ فَبَشِّرْ عِبَادِ ⑰

١٧-۽ جيڪي ماڻهو سرڪش هستين جي فرمانبرداريءَ کان بچن ٿا ۽ اللّٰه ڏانهن جُهڪن ٿا انهن جي لاءِ وڏي خوشخبري آهي. پوءِ تون منهنجن انهن ٻانهن کي خوشخبري ڏي.

الَّذِيْنَ يَسْتَمِعُوْنَ الْقَوْلَ فَيَتَّبِعُوْنَ

١٨-جيڪي اسانجي ڳالهه کي ٻڌن ٿا پوءِ

١-يعني اُنهن جو هنڌ اوڇڻ باهه ئي هوندو.

اَحْسَنَهٗ ؕ اُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ هَدٰىهُمُ اللّٰهُ وَ اُولٰٓئِكَ هُمْ اُولُوا الْاَلْبَابِ ۝١٩

انهيءَ مان سيني ڪان بهتر حڪم جي پيروي ڪن ٿا اهي ئي ماڻهو آهن جنڪي اللّٰه هدايت ڏني ۽ اهي ئي ماڻهو عقلمند آهن.

اَفَمَنْ حَقَّ عَلَيْهِ كَلِمَةُ الْعَذَابِ ؕ اَفَاَنْتَ تُنْقِذُ مَنْ فِي النَّارِ ۝٢٠

**٢٠**-ڇا اهو شخص جنهن تي عذاب جي پيشگوئي پوري ٿي ويئي (انهيءَ ڪي ڪو بچائي سگهي ٿو؟ ۽) ڇا تون باهه ۾ پوڻ وارن ڪي بچائي سگهين ٿو.

لٰكِنِ الَّذِيْنَ اتَّقَوْا رَبَّهُمْ لَهُمْ غُرَفٌ مِّنْ فَوْقِهَا غُرَفٌ مَّبْنِيَّةٌ ۙ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ ۬ؕ وَعْدَ اللّٰهِ ؕ لَا يُخْلِفُ اللّٰهُ الْمِيْعَادَ ۝٢١

**٢١**-پر اُهي ماڻهو جيڪي پنهنجي رب جي تقويٰ اختيار ڪن ٿا انهن ڪي ڪيترن ئي منزلن واريون جايون عطا ٿينديون جن جي مٿان پيون منزلون مضبوطيءَ سان نهيل هونديون۔ انهن جي هيٺان نهرون وهنديون هونديون اهو اللّٰه جو هڪ پڪو انجام آهي (۽) اللّٰه پنهنجن واعدن ڪي ٽوڙيندو نه آهي.

اَلَمْ تَرَ اَنَّ اللّٰهَ اَنْزَلَ مِنَ السَّمَآءِ مَآءً فَسَلَكَهٗ يَنَابِيْعَ فِي الْاَرْضِ ثُمَّ يُخْرِجُ بِهٖ زَرْعًا مُّخْتَلِفًا اَلْوَانُهٗ ثُمَّ يَهِيْجُ فَتَرٰىهُ مُصْفَرًّا ثُمَّ يَجْعَلُهٗ حُطَامًا ؕ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَذِكْرٰى لِاُولِي الْاَلْبَابِ ۝٢٢ ع

**٢٢**-ڇا توهان نه ڏٺو آهي ته اللّٰه آسمان مان پاڻي وسايو آهي- پوءِ انهيءَ ڪي زمين مان چشما بڻائي هلايو آهي. پوءِ انهيءَ جي ذريعي مختلف رنگن جي پوک پيدا ڪري ٿو- پوءِ اها پچڻ تي اچي وڃي ٿي ته تون انهيءَ ڪي ڦڪو ڦڪو ڏسين ٿو. پوءِ اللّٰه انهيءَ ڪي ڪک ڪاني وانگر ڪري ڇڏي ٿو انهيءَ ۾ عقلمند لاءِ وڏي نصيحت آهي.

اَفَمَنْ شَرَحَ اللّٰهُ صَدْرَهٗ لِلْاِسْلَامِ فَهُوَ

**٢٣**-ڇا جنهن جو سينو اللّٰه فرمانبرداريءَ لاءِ کولي ڇڏي ۽ انهيءَ ڪي پنهنجي رب

عَلٰى نُوْرٍ مِّنْ رَّبِّهٖ ؕ فَوَيْلٌ لِّلْقٰسِيَةِ قُلُوْبُهُمْ مِّنْ ذِكْرِ اللّٰهِ ؕ اُولٰٓئِكَ فِىْ ضَلٰلٍ مُّبِيْنٍ ﴿۲۳﴾

جي طرفان نور به مليو هجي (اهو انهيءَ جي برابر ٿي سگهي ٿو جيڪو ائين نه هجي) پوءِ افسوس انهن تي جن جون دليون الـلّٰه جي ذڪر کان سختي محسوس ڪن ٿيون. اُهي وڏي کليل گمراهيءَ ۾ آهن.

اَللّٰهُ نَزَّلَ اَحْسَنَ الْحَدِيْثِ كِتٰبًا مُّتَشَابِهًا مَّثَانِيَ ۖ تَقْشَعِرُّ مِنْهُ جُلُوْدُ الَّذِيْنَ يَخْشَوْنَ رَبَّهُمْ ۚ ثُمَّ تَلِيْنُ جُلُوْدُهُمْ وَ قُلُوْبُهُمْ اِلٰى ذِكْرِ اللّٰهِ ؕ ذٰلِكَ هُدَى اللّٰهِ يَهْدِىْ بِهٖ مَنْ يَّشَآءُ ؕ وَمَنْ يُّضْلِلِ اللّٰهُ فَمَا لَهٗ مِنْ هَادٍ ﴿۲۴﴾

۲۴۔الـلّٰـه اهو آهي جنهن بهتر کان بهتر ڳالهه يعني اهو ڪتاب نازل ڪيو آهي، جيڪو ملندڙ جلندڙ① به آهي ۽ انهيءَ جا مضمون نهايت ② اعليٰ ③ آهن. جيڪي ماڻهو پنهنجي رب کان ڊڄن ٿا انهن جي جسم جا وار انهيءَ جي پڙهڻ سان ڪانڊارجي وڃن ٿا. پوءِ انهن جي چمڙي ۽ دل نرم ٿي الـلّٰـه جي ذڪر ڏانهن جهڪن ٿيون. هي (قرآن) الـلّٰه جي هدايت آهي. (يعني قرآن جنهن هدايت جو مالڪ آهي اها الـلّٰـه جي هدايت آهي)

۱۔يعني ڪجهه آيتون قرآن مجيد جون ته اُهي آهن جن جو مضمون بائيبل ۽ اڳوڻن ڪتابن مان ملي ٿو ۽ ڪي آيتون اهڙيون آهن جيڪي نوان مضمون بيان ڪن ٿيون. ۽ پنهنجي شان ۾ اعليٰ آهن ۽ انهن کي پهريون ڪو ڪتاب نٿو پهچي.

۲۔هي مثانيءَ جو ترجمو آهي.

۳۔قرآن مجيد ۾ مثاني جو لفظ آهي ۽ مثاني جي معنيٰ موڙ جي به هوندي آهي ۽ ٻتاري جي تارَ جي به معنيٰ آهي. جنهن کي عام طور تي نَهنِ سان وَڄائيندا آهن (نَهن کي عربيءَ ۾ ظفر چوندا آهن انهيءَ کي بگاڙي انگريزيءَ ۾ اُن واڄي جو ظفر (ZITHER) نالو رکيو ويو آهي) ۽ جنهن مان آواز تمام وڏو ۽ سُريلو نڪرندو آهي. ان ڪري هن آيت ۾ قرآن ڪريم جي هيءَ واکاڻ ڪئي وئي آهي ته اڳين ڪتابن جي ڀيٽ ۾ هن جي تعليم تمام سُريلي ۽ بلند شان واري آهي.(تفصيل لاءِ ڏسو سير روحاني جلد ۲ صفحه ۱۰۵).

جنهن جي وسيلي هو جنهن کي چاهي ٿو هدايت ڏئي ٿو ۽ جنهن کي الله گمراهه ٺهرائي انهيءَ کي ڪو به هدايت نٿو ڏيئي سگهي.

اَفَمَنْ يَّتَّقِيْ بِوَجْهِهٖ سُوْٓءَ الْعَذَابِ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ ۭ وَقِيْلَ لِلظّٰلِمِيْنَ ذُوْقُوْا مَا كُنْتُمْ تَكْسِبُوْنَ ۝٢٥

**٢٥-** ڇا اُهو شخص جيڪو پنهنجي منهن ① کي قيامت جي ڏينهن سخت عذاب (يعني دوزخ) کان بچڻ جي لاءِ ڍال بڻائي ٿو (اهو جنت ۾ وڃڻ واري جي برابر ٿي سگهي ٿو) ۽ ظالمن کي چيو ويندو ته پنهنجن عملن جو نتيجو چکو.

كَذَّبَ الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ فَاَتٰىهُمُ الْعَذَابُ مِنْ حَيْثُ لَا يَشْعُرُوْنَ ۝٢٦

**٢٦-** انهن کان پهرين به ماڻهو ڪوڙو ڪري چُڪا آهن (پوءِ انهيءَ جي نتيجي ۾) انهن جي مٿان عذاب اهڙن اهڙن طرفن کان آيو جن کي اهي سمجهي نٿي سگهيا.

فَاَذَاقَهُمُ اللّٰهُ الْخِزْيَ فِي الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا ۚ وَلَعَذَابُ الْاٰخِرَةِ اَكْبَرُ ۘ لَوْ كَانُوْا يَعْلَمُوْنَ ۝٢٧

**٢٧-** ۽ الله انهن کي دنياوي زندگيءَ جي خواري به ڏني ۽ آخرت ۾ جيڪو عذاب ايندو جيڪڏهن اهي سمجهن ته اهو انهيءَ کان به وڏو هوندو.

وَلَقَدْ ضَرَبْنَا لِلنَّاسِ فِيْ هٰذَا الْقُرْاٰنِ مِنْ

**٢٨-** ۽ اسان هن قرآن ۾ هر قسم جون

١- ڪن جڳهن تي اسان وَجْهٌ جي معنيٰ ”سردار“ جي به ڪئي آهي پر هيءَ معنيٰ دنياوي عذاب تي لڳي سگهي ٿي آخرت واري عذاب تي نه. ڇاڪاڻ ته دنيا ۾ انسان پنهنجي جاءِ تي پنهنجي سردارن کي عذاب ڏانهن ڌڪي سگهي ٿو پر آخرت ۾ ائين نٿو ڪري سگهي. ان ڪري اسان هتي وَجْهٌ جي معنيٰ منهن جي ڪئي آهي. مراد هيءَ آهي ته قيامت جي ڏينهن عذاب جي سختيءَ جي ڪري ڪافر اهڙا مدهوش ۽ چريا ٿيندا جو بجاءِ اِن جي جو هو پنهنجي منهن کي بچائين جيڪو اصل بچائڻ واري شيءِ آهي. هو باقي بدن کي پوئتي ڪري ڇڏيندا ۽ مُنهن اڳتي ڪري ڇڏيندا. جڻ خدا تعاليٰ سندن دل ۾ اهڙي خواهش پيدا ڪري ڇڏيندو جو هو بي اختيار پيٽ ڀَر رِڙهندي دوزخ ڏانهن ويندا.

كُلِّ مَثَلٍ لَّعَلَّهُمْ يَتَذَكَّرُوْنَ ۝٢٨

ڳالهيون بيان ڪري ڇڏيون آهن، انهيءَ لاءِ ته اُهي (يعني ڪافر) نصيحت حاصل ڪن.

قُرْاٰنًا عَرَبِيًّا غَيْرَ ذِيْ عِوَجٍ لَّعَلَّهُمْ يَتَّقُوْنَ ۝٢٩

**٢٩**۔اسان هن ڪي قرآن بڻايو آهي جيڪو پنهنجو مطلب ڪولي بيان ڪرڻ وارو آهي هن ۾ ڪو به ڏِنگ نه آهي (هيءُ انهيءَ لاءِ لثو آهي) ته ماڻهو تقويٰ اختيار ڪن.

ضَرَبَ اللّٰهُ مَثَلًا رَّجُلًا فِيْهِ شُرَكَآءُ مُتَشٰكِسُوْنَ وَرَجُلًا سَلَمًا لِّرَجُلٍ ؕ هَلْ يَسْتَوِيٰنِ مَثَلًا ؕ اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ ۚ بَلْ اَكْثَرُهُمْ لَا يَعْلَمُوْنَ ۝٣٠

**٣٠**۔اللّٰه انهيءَ شخص جي حالت ڪي (عبرت جي لاءِ) بيان ڪري ٿو جنهن جا ڪيترائي مالڪ آهن جيڪي پاڻ ۾ اختلاف به رکن ٿا ۽ هڪ شخص سڄو ئي هڪ ماڻهو جي ملڪيت آهي۔ ڇا اهي ٻئي[۱] شخص پنهنجي حال ۾ برابر ٿي سگهن ٿا؟ سڀ تعريف اللّٰه جي ئي آهي پر انهن مان اڪثر نٿا ڄاڻن.

اِنَّكَ مَيِّتٌ وَّاِنَّهُمْ مَّيِّتُوْنَ ۝٣١

**٣١**۔ تون به هڪ ڏينهن مرڻ وارو آهين ۽ اهي به مرڻ وارا آهن.

ثُمَّ اِنَّكُمْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ عِنْدَ رَبِّكُمْ تَخْتَصِمُوْنَ ۝٣٢ ع

**٣٢**۔پوءِ توهان سڀيئي قيامت جي ڏينهن پنهنجي رب جي سامهون پنهنجي پنهنجي عقيدن ۽ عملن ڪي پيش ڪندؤ.

فَمَنْ اَظْلَمُ مِمَّنْ كَذَبَ عَلَى اللّٰهِ وَكَذَّبَ بِالصِّدْقِ اِذْ جَآءَهٗ ؕ اَلَيْسَ فِيْ جَهَنَّمَ مَثْوًى لِّلْكٰفِرِيْنَ ۝٣٣

**٣٣**۔۽ انهيءَ کان وڌيڪ ظالم ڪير ٿي سگهي ٿو جيڪو اللّٰه تي ڪوڙ مڙهي ۽ (خدا جي طرفان اچڻ واري) سچ ڪي جڏهن اهو انهيءَ وٽ اچي ڪوڙو ڪري. ڇا ڪافرن جو ٺڪاڻو جهنم نه آهي؟

وَالَّذِيْ جَآءَ بِالصِّدْقِ وَصَدَّقَ بِهٖٓ

**٣٤**۔۽ (هر) اهو شخص جيڪو خدا جي طرفان

۱۔ يعني مشرڪ ۽ موحّد.

| | |
|---|---|
| اُولٰٓئِكَ هُمُ الْمُتَّقُوْنَ﴿٣٤﴾ | سچي تعليم آڻي ۽ (هر) اهو شخص جيڪو اهڙي تعليم جي تصديق ڪري اهڙا ماڻهو ئي متقي ٿيندا آهن. |
| لَهُمْ مَّا يَشَآءُوْنَ عِنْدَ رَبِّهِمْ ۚ ذٰلِكَ جَزٰٓؤُا الْمُحْسِنِيْنَ﴿٣٥﴾ | ٣٥-اهي جيڪي ڪجهه گُهرندا انهن کي پنهنجي رب وٽان ملي ويندو- نيڪو ڪارن جو بدلو اهڙو ئي هوندو آهي. |
| لِيُكَفِّرَ اللّٰهُ عَنْهُمْ اَسْوَاَ الَّذِىْ عَمِلُوْا وَيَجْزِيَهُمْ اَجْرَهُمْ بِاَحْسَنِ الَّذِىْ كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ﴿٣٦﴾ | ٣٦-انهيءَ لاءِ ته الله انهن جي عملن جي بدين کي ڍڪي ڇڏي ۽ انهن جو بدلو انهن جي عملن مان جيڪي سڀ کان سٺا عمل هجن انهن جي مطابق ڏيئي ڇڏي. |
| اَلَيْسَ اللّٰهُ بِكَافٍ عَبْدَهٗ ۚ وَيُخَوِّفُوْنَكَ بِالَّذِيْنَ مِنْ دُوْنِهٖ ۚ وَمَنْ يُّضْلِلِ اللّٰهُ فَمَا لَهٗ مِنْ هَادٍ﴿٣٧﴾ | ٣٧-ڇا الله پنهنجي ٻانهي لاءِ ڪافي ناهي؟ ۽ اهي ماڻهو توکي انهن کان ڊيڄارين ٿا جيڪي هن (الله) کانسواءِ آهن ۽ جنهن کي الله گمراهه سمجهي انهيءَ کي هدايت ڏيڻ وارو ڪو ڪونهي. |
| وَمَنْ يَّهْدِ اللّٰهُ فَمَا لَهٗ مِنْ مُّضِلٍّ ۚ اَلَيْسَ اللّٰهُ بِعَزِيْزٍ ذِى انْتِقَامٍ﴿٣٨﴾ | ٣٨-۽ جنهن کي الله هدايت ڏئي انهيءَ کي ڪوگمراهه ڪري نٿو سگهي- ڇا الله غالب (۽) بدلي① وٺڻ تي قادر نه آهي؟ |
| وَلَئِنْ سَاَلْتَهُمْ مَّنْ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ لَيَقُوْلُنَّ اللّٰهُ ۚ قُلْ اَفَرَءَيْتُمْ مَّا تَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ اِنْ اَرَادَنِىَ اللّٰهُ | ٣٩-۽ جيڪڏهن تون انهن کان پڇين ته آسمانن ۽ زمين کي ڪنهن پيدا ڪيو آهي؟ ته اُهي ضرور چوندا ته الله- تون چؤ ته ڇا توهان کي معلوم آهي ته توهان الله |

١-يعني ڪافر ته ڪوشش ڪندا هئا ته مومن ڪيئن به ڪري گمراهه ٿي وڃن پر مومنن جي قربانيءَ جي ڪري الله تعاليٰ چاهيندو هو ته مومن وڌن ان ڪري هن آيت ۾ فرمائي ٿو ته ڇا الله تعاليٰ غالب ناهي جو جيڪا هن جي مرضي هجي انکي پورو ڪري ۽ جيڪا دشمن جي مرضي آهي انهن کي ناڪام ڪري.

بِضُرٍّ هَلْ هُنَّ كٰشِفٰتُ ضُرِّهٖٓ اَوْ اَرَادَنِيْ بِرَحْمَةٍ هَلْ هُنَّ مُمْسِكٰتُ رَحْمَتِهٖ ؕ قُلْ حَسْبِيَ اللّٰهُ ؕ عَلَيْهِ يَتَوَكَّلُ الْمُتَوَكِّلُوْنَ ﴿۳۹﴾

کانسواءِ کنهن کي ٿا پُڪاريو؟ جيڪڏهن اللّٰه مون کي نقصان پهچائڻ گُهري ته ڇا اُهي① (کوڙا معبود) اُن جي نقصان کي ٽاري سگهن ٿا؟ يا جيڪڏهن اللّٰه مونکي رحمت پهچائڻ گُهري ته ڇا اُهي (معبود) سندس رحمت کي روڪي سگهن ٿا؟ تون چؤ مون لاءِ اللّٰه ڪافي آهي. سڀ (سچا) ڀروسو ڪندڙ انهيءَ تي ڀروسو ڪن ٿا.

قُلْ يٰقَوْمِ اعْمَلُوْا عَلٰى مَكَانَتِكُمْ اِنِّيْ عَامِلٌ ۚ فَسَوْفَ تَعْلَمُوْنَ ۙ﴿۴۰﴾

۴۰- تون چؤ، اي منهنجي قوم! توهان پنهنجي جاءِ تي عمل ڪيو، مان به (پنهنجي جاءِ تي) عمل ڪندس- پوءِ توهان ضرور ڄاڻي وٺندؤ.

مَنْ يَّاْتِيْهِ عَذَابٌ يُّخْزِيْهِ وَ يَحِلُّ عَلَيْهِ عَذَابٌ مُّقِيْمٌ ﴿۴۱﴾

۴۱- (ته) ڪنهن کي اهڙو عذاب اچي ٿو جيڪو انهيءَ کي خوار ڪري ڇڏي ٿو ۽ ڪنهن تي اهو عذاب اچي ٿو جيڪو دائمي ٿئي ٿو.

اِنَّآ اَنْزَلْنَا عَلَيْكَ الْكِتٰبَ لِلنَّاسِ بِالْحَقِّ ۚ فَمَنِ اهْتَدٰى فَلِنَفْسِهٖ ۚ وَمَنْ ضَلَّ فَاِنَّمَا يَضِلُّ عَلَيْهَا ۚ وَمَآ اَنْتَ عَلَيْهِمْ بِوَكِيْلٍ ﴿۴۲﴾ ع

۴۲- اسان توتي (هيءَ) ڪتاب يقيناً ماڻهن جي فائدي لاءِ حق ۽ حڪمت سان نازل ڪيو آهي سو جنهن هدايت حاصل ڪئي انهيءَ جو نفعو انهيءَ جي جان کي حاصل ٿيندو ۽ جيڪو گمراهه ٿي ويو انهيءَ جي

ا- قرآن مجيد ۾ هُنَّ جو لفظ آهي جيڪو جمع مؤنث لاءِ ايندو آهي. هي لفظ اِن ڪري استعمال ڪيو ويو آهي ته اللّٰه تعاليٰ کانسواءِ جيڪي معبود هيا ڪافر اُنهن کي عورتون سمجهندا هئا.

گمراهي انهيءَ تي پوندي ۽ تون انهن تي ڪارساز جي طور تي مقرر نہ ڪيو ويو آهين.

اَللّٰهُ يَتَوَفَّى الْاَنْفُسَ حِيْنَ مَوْتِهَا وَالَّتِيْ لَمْ تَمُتْ فِيْ مَنَامِهَا ۚ فَيُمْسِكُ الَّتِيْ قَضٰى عَلَيْهَا الْمَوْتَ وَيُرْسِلُ الْاُخْرٰۤى اِلٰۤى اَجَلٍ مُّسَمًّى ؕ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ لِّقَوْمٍ يَّتَفَكَّرُوْنَ ﴿٤٣﴾

۴۳۔اللّٰه هر شخص جو روح انهيءَ جي موت جي وقت قبض ڪندو آهي ۽ جنهن جو موت نہ آيو آهي (انهيءَ جو روح) انهيءَ جي ننڊ جي وقت (قبض ڪري ٿو) پوءِ اهو جنهن جي موت جو حڪم ڪري چُڪندو آهي انهيءَ جي روح کي روڪي رکندو آهي ۽ ٻئي کي هڪ مقرر ڪيل مدت جي لاءِ واپس ڪري ڇڏي ٿو انهيءَ ۾ فڪر ڪرڻ واري قوم جي لاءِ نشانيون آهن.

اَمِ اتَّخَذُوْا مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ شُفَعَآءَ ؕ قُلْ اَوَلَوْ كَانُوْا لَا يَمْلِكُوْنَ شَيْـًٔا وَّلَا يَعْقِلُوْنَ ﴿٤٤﴾

۴۴۔ڇا انهن اللّٰه کانسواءِ ڪي شفاعت ڪندڙ قرار ڏئي ڇڏيا آهن؟ چوُ جيتوڻيڪ انهن جي قبضي ۾ ڪا طاقت نہ هجي ۽ نہ انهن کي (ڪنهن قسم جي) سمجهہ ٻوجهہ هجي (پوءِ بہ توهان انهن کي شفاعت ڪندڙ قرار ڏيندوَ).

قُلْ لِّلّٰهِ الشَّفَاعَةُ جَمِيْعًا ؕ لَهٗ مُلْكُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ ثُمَّ اِلَيْهِ تُرْجَعُوْنَ ﴿٤٥﴾

۴۵۔تون چوُ شفاعت جو اختيار سڄو ئي اللّٰه جي هٿ ۾ آهي (جنهن کي چاهي ٿو اهو اختيار ڏئي ٿو) آسمانن ۽ زمين جي بادشاهت انهيءَ جي آهي ۽ توهان انهيءَ ڏانهن موٽايا ويندوَ.

وَاِذَا ذُكِرَ اللّٰهُ وَحْدَهُ اشْمَاَزَّتْ قُلُوْبُ الَّذِيْنَ لَا يُؤْمِنُوْنَ بِالْاٰخِرَةِ ۚ وَاِذَا ذُكِرَ

۴۶۔ ۽ جڏهن واحد خدا جو ذڪر ڪيو وڃي ٿو تہ اهي ماڻهو جيڪي آخرت تي ايمان نٿا آڻين انهن جون دليون (اهڙي واعظ کان)

الَّذِيْنَ مِنْ دُوْنِهٖٓ اِذَا هُمْ يَسْتَبْشِرُوْنَ ﴿٤٥﴾

نفرت① ڪرڻ لڳن ٿيون ۽ جڏهن انهن (بتن) جو جيڪي خدا جي مقابلي ۾ بلڪل حقير آهن ذڪر ڪيو وڃي ٿو ته اهي هڪدم خوش ٿيڻ لڳن ٿا.

قُلِ اللّٰهُمَّ فَاطِرَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ عٰلِمَ الْغَيْبِ وَالشَّهَادَةِ اَنْتَ تَحْكُمُ بَيْنَ عِبَادِكَ فِيْ مَا كَانُوْا فِيْهِ يَخْتَلِفُوْنَ ﴿٤٦﴾

٤٦-تون چؤ اي الله! (اي) آسمانن ۽ زمين کي پيدا ڪرڻ وارا، غيب ۽ ظاهر جو علم رکڻ وارا! تون ئي پنهنجن ٻانهن جي وچ ۾ انهن سڀني شين جو فيصلو ڪرڻ وارو آهين جن ۾ اهي اختلاف ڪن ٿا.

وَلَوْ اَنَّ لِلَّذِيْنَ ظَلَمُوْا مَا فِي الْاَرْضِ جَمِيْعًا وَّمِثْلَهٗ مَعَهٗ لَافْتَدَوْا بِهٖ مِنْ سُوْٓءِ الْعَذَابِ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ ۭ وَبَدَا لَهُمْ مِّنَ اللّٰهِ مَا لَمْ يَكُوْنُوْا يَحْتَسِبُوْنَ ﴿٤٧﴾

٤٧-۽ جيڪڏهن ظالم ماڻهو زمين ۾ جيڪي ڪي آهي انهيءَ جا مالڪ هجن ها ۽ ايتروئي ٻيو انهن وٽ هجي ها ته هي قيامت جي ڏينهن عذاب کان بچڻ جي لاءِ انهيءَ کي فديئي جي طور تي ڏيئي ڇڏين ها ۽ الله جي طرفان انهن تي اهو ڪجهه ظاهر ٿي ويندو. جنهن جو اهي گمان به نه رکندا هئا.

وَبَدَا لَهُمْ سَيِّاٰتُ مَا كَسَبُوْا وَحَاقَ بِهِمْ مَّا كَانُوْا بِهٖ يَسْتَهْزِءُوْنَ ﴿٤٨﴾

٤٨-۽ انهن تي انهن جي عملن جون برايون ظاهر ٿي ونديون ۽ جنهن عذاب تي اهي کلندا هئا (اهو به) انهن کي هر طرف کان گهيري ويندو.

فَاِذَا مَسَّ الْاِنْسَانَ ضُرٌّ دَعَانَا ۡ ثُمَّ اِذَا خَوَّلْنٰهُ نِعْمَةً مِّنَّا ۙ قَالَ اِنَّمَآ اُوْتِيْتُهٗ عَلٰى عِلْمٍ ۭ بَلْ هِيَ فِتْنَةٌ وَّلٰكِنَّ

٤٩-۽ جڏهن انسان کي ڪو نقصان پهچي ٿو ته هُو اسانکي پڪارڻ لڳي ٿو- پوءِ جڏهن اسان انهيءَ کي پنهنجي طرفان ڪا نعمت ڏيون ٿا ته هو چوي ٿو مونکي اها

١- يعني مشرڪ ماڻهو توحيد جي ذڪر سان ڏاڍو چڙندا آهن.

اَكۡثَرَهُمۡ لَا يَعۡلَمُوۡنَ۝٥٠

نعمت پنهنجي علم جي سببان ملي آهي (اهو صحيح ڪونهي) پر انهيءَ جو ملڻ هڪ آزمائش آهي پر انهن مان اڪثر نٿا ڄاڻن.

قَدۡ قَالَهَا الَّذِيۡنَ مِنۡ قَبۡلِهِمۡ فَمَاۤ اَغۡنٰى عَنۡهُمۡ مَّا كَانُوۡا يَكۡسِبُوۡنَ۝٥١

۵۱-اِها ئي (ڳالهه) انهن کان پهريان ماڻهو به چئي چڪا آهن- تڏهن به انهن جاعمل انهن جي ڪم نه آيا.

فَاَصَابَهُمۡ سَيِّاٰتُ مَا كَسَبُوۡا ؕ وَالَّذِيۡنَ ظَلَمُوۡا مِنۡ هٰٓؤُلَآءِ سَيُصِيۡبُهُمۡ سَيِّاٰتُ مَا كَسَبُوۡا ۙ وَمَا هُمۡ بِمُعۡجِزِيۡنَ۝٥٢

۵۲-بلڪ انهن جي عملن جي بدين (جي جزا) انهن کي اچي پڪڙيو ۽ هن زماني جي ماڻهن مان جيڪي ظالم آهن انهن کي به انهن جي عملن جون بديون پڪڙينديون ۽ اُهي خدا کي انهيءَ جي ارادي کان روڪي نه سگهندا.

اَوَلَمۡ يَعۡلَمُوۡۤا اَنَّ اللّٰهَ يَبۡسُطُ الرِّزۡقَ لِمَنۡ يَّشَآءُ وَيَقۡدِرُ ؕ اِنَّ فِىۡ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ لِّقَوۡمٍ يُّؤۡمِنُوۡنَ۝٥٣ ع

۵۳-ڇا انهن کي معلوم ناهي ته اللّٰه جنهن لاءِ چاهي ٿو رزق ۾ ڪشادگي ڏئي ٿو ۽ (جنهن جي لاءِ چاهي ٿو رزق ۾) تنگي ڪري ڇڏي ٿو ۽ انهيءَ ۾ مومن قوم جي لاءِ وڏا وڏا نشان آهن.

قُلۡ يٰعِبَادِىَ الَّذِيۡنَ اَسۡرَفُوۡا عَلٰٓى اَنۡفُسِهِمۡ لَا تَقۡنَطُوۡا مِنۡ رَّحۡمَةِ اللّٰهِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ يَغۡفِرُ الذُّنُوۡبَ جَمِيۡعًا ؕ اِنَّهٗ هُوَ الۡغَفُوۡرُ الرَّحِيۡمُ۝٥٤

۵۴- تون (انهن کي اسانجي طرفان) چؤ اي منهنجا ٻانهو! جن پنهنجي جان تي (گناهه ڪري) ظلم ڪيو آهي اللّٰه جي رحمت کان مايوس نه ٿيو- اللّٰه سڀ گناهه بخشي ڇڏي ٿو- اهو بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

وَاَنِيۡبُوۡۤا اِلٰى رَبِّكُمۡ وَاَسۡلِمُوۡا لَهٗ مِنۡ قَبۡلِ

۵۵-۽ توهان سڀئي پنهنجي رب جي طرف جُهڪو ۽ انهيءَ کان اڳ جو توهان تي

اَنْ يَّاْتِيَكُمُ الْعَذَابُ ثُمَّ لَا تُنْصَرُوْنَ ﴿٥٥﴾

اهڙو عذاب نازل ٿئي جنهن جي نازل ٿيڻ کانپوءِ توهانجي مدد لاءِ ڪو پهچي نه سگهي انهيءَ جا پورا فرمانبردار بڻجي وڃو.

وَاتَّبِعُوْٓا اَحْسَنَ مَآ اُنْزِلَ اِلَيْكُمْ مِّنْ رَّبِّكُمْ مِّنْ قَبْلِ اَنْ يَّاْتِيَكُمُ الْعَذَابُ بَغْتَةً وَّاَنْتُمْ لَا تَشْعُرُوْنَ ﴿٥٦﴾

**٥٦**- ۽ جيڪي ڪي توهان جي لاءِ لٿو آهي انهيءَ مان (پنهنجي حال مطابق) سڀ کان بهتر① حڪم جي پيروي ڪيو انهيءَ کان اڳ جو توهان تي اوچتو عذاب اچي وڃي ۽ توهان ڄاڻندا به نه هجو.

اَنْ تَقُوْلَ نَفْسٌ يّٰحَسْرَتٰى عَلٰى مَا فَرَّطْتُّ فِيْ جَنْۢبِ اللّٰهِ وَاِنْ كُنْتُ لَمِنَ السّٰخِرِيْنَ ﴿٥٧﴾

**٥٧**- ته ائين نه ٿئي جو توهان مان ڪو شخص ائين چوڻ لڳي ته جيڪي ڪي اللّٰه جي باري ۾ مون ڪمي ڪئي آهي انهيءَ سببان مون تي افسوس! ۽ مان ته (وحي الٰهيءَ کي) حقير سمجهندو رهيو هوس.

اَوْ تَقُوْلَ لَوْ اَنَّ اللّٰهَ هَدٰىنِيْ لَكُنْتُ مِنَ الْمُتَّقِيْنَ ﴿٥٨﴾

**٥٨**- يا (ڪو) ائين چوڻ لڳي ته جيڪڏهن اللّٰه مونکي (زوريءَ) هدايت ڏيئي ڇڏي ها ته مان به متقين مان ٿي پوان ها.

اَوْ تَقُوْلَ حِيْنَ تَرَى الْعَذَابَ لَوْ اَنَّ لِيْ كَرَّةً فَاَكُوْنَ مِنَ الْمُحْسِنِيْنَ ﴿٥٩﴾

**٥٩**- يا جڏهن عذاب کي ڏسي ته چوڻ لڳي ته جيڪڏهن مونکي واپس وڃڻ جو موقعو ملي ها، ته مان محسنن ۾ شامل ٿي وڃان ها.

بَلٰى قَدْ جَآءَتْكَ اٰيٰتِيْ فَكَذَّبْتَ بِهَا وَاسْتَكْبَرْتَ وَكُنْتَ مِنَ الْكٰفِرِيْنَ ﴿٦٠﴾

**٦٠**-(ائين) هرگز نه (ٿي سگهي) پر تو وٽ اسانجا نشان اچي چُڪا هئا پوءِ به تو انهن جو انڪار ڪيوءِ تڪبر سان پيش آئين ۽ ڪافرن ۾ شامل ٿي وئين.

وَيَوْمَ الْقِيٰمَةِ تَرَى الَّذِيْنَ كَذَبُوْا

**٦١**- ۽ قيامت جي ڏينهن تون انهن ماڻهن

---

١- يعني جيتري گهڻي کان گهڻي توفيق هجي اُن جي مطابق ڪم ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو.

عَلَى اللّٰهِ وُجُوْهُهُمْ مُّسْوَدَّةٌ ۭ اَلَيْسَ فِيْ جَهَنَّمَ مَثْوًى لِّلْمُتَكَبِّرِيْنَ ۝٦١

کي ڏسندين جن اللّٰه تي ڪوڙ مڙهيو. ته انهن جا منهن ڪارا هوندا ڇا متڪبرن جي جاءِ جهنم ۾ نه آهي؟

وَيُنَجِّي اللّٰهُ الَّذِيْنَ اتَّقَوْا بِمَفَازَتِهِمْ ۡ لَا يَمَسُّهُمُ السُّوْۗءُ وَلَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ ۝٦٢

٦٢-۽ (اللّٰه) متقين کي انهن جي شان جي مطابق ڪاميابي عطا ڪري هر قسم جي غم کان نجات بخشيندو. نه ڪا تڪليف انهن کي پهچندي ۽ نه اهي (ڪنهن گذريل ڪوتاهي تي) غم ڪندا.

اَللّٰهُ خَالِقُ كُلِّ شَيْءٍ ۡ وَّهُوَ عَلٰي كُلِّ شَيْءٍ وَّكِيْلٌ ۝٦٣

٦٣-اللّٰه هر شيءِ جو پيدا ڪرڻ وارو آهي ۽ اهو هر هڪ ڪم جي لاءِ ڪافي آهي.

لَهٗ مَقَالِيْدُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۭ وَالَّذِيْنَ كَفَرُوْا بِاٰيٰتِ اللّٰهِ اُولٰۗىِٕكَ هُمُ الْخٰسِرُوْنَ ۝٦٤ ع

٦٤- آسمانن ۽ زمين جون ڪُنجيون انهيءَ جي هٿ ۾ آهن ۽ جيڪي ماڻهو اللّٰه جي آيتن جو انڪار ڪن ٿا، اُهي ئي گهاٽي ۾ پون ٿا.

قُلْ اَفَغَيْرَ اللّٰهِ تَاْمُرُوْۗنِّيْٓ اَعْبُدُ اَيُّهَا الْجٰهِلُوْنَ ۝٦٥

٦٥-تون چؤ اي جاهلو! ڇا توهان مونکي حڪم ڏيو ٿا ته اللّٰه کانسواءِ مان ڪنهن ٻي (هستيءَ) جي عبادت ڪيان.

وَلَقَدْ اُوْحِيَ اِلَيْكَ وَاِلَى الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِكَ ۚ لَىِٕنْ اَشْرَكْتَ لَيَحْبَطَنَّ عَمَلُكَ وَلَتَكُوْنَنَّ مِنَ الْخٰسِرِيْنَ ۝٦٦

٦٦-حالانڪ خود خدا جي طرفان تو ڏانهن ۽ توکان پهرين (نبين) ڏانهن وحي ڪئي ويئي آهي(۽ هر هڪ نبيءَ کي چيو ويو هو ته) جيڪڏهن تون شرڪ ڪندين ته تنهنجا سڀ عمل ضايع ٿي ويندا ۽ تون انهن ماڻهن مان ٿي ويندين جيڪي گهاٽي ۾ پئجي ويندا آهن.

بَلِ اللّٰهَ فَاعْبُدْ وَكُنْ مِّنَ الشّٰكِرِيْنَ ۝٦٧

٦٧-(پوءِ ائين نه ڪر) پر اللّٰه جي عبادت

وَمَا قَدَرُوا اللّٰهَ حَقَّ قَدْرِهٖ ۖ وَالْاَرْضُ جَمِيْعًا قَبْضَتُهٗ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ وَالسَّمٰوٰتُ مَطْوِيّٰتٌ بِيَمِيْنِهٖ ۭ سُبْحٰنَهٗ وَتَعٰلٰى عَمَّا يُشْرِكُوْنَ ﴿٦٨﴾

وَنُفِخَ فِي الصُّوْرِ فَصَعِقَ مَنْ فِي السَّمٰوٰتِ وَمَنْ فِي الْاَرْضِ اِلَّا مَنْ شَآءَ اللّٰهُ ۭ ثُمَّ نُفِخَ فِيْهِ اُخْرٰى فَاِذَا هُمْ قِيَامٌ يَّنْظُرُوْنَ ﴿٦٩﴾

وَاَشْرَقَتِ الْاَرْضُ بِنُوْرِ رَبِّهَا وَوُضِعَ الْكِتٰبُ وَجِايْٓءَ بِالنَّبِيّٖنَ وَالشُّهَدَآءِ وَقُضِيَ بَيْنَهُمْ بِالْحَقِّ وَهُمْ لَا يُظْلَمُوْنَ ﴿٧٠﴾

وَوُفِّيَتْ كُلُّ نَفْسٍ مَّا عَمِلَتْ وَهُوَ اَعْلَمُ

ڪر ۽ شڪر گذار ٿيڻ وارن ۾ شامل ٿي وڃ.

**٦٨**۔ ۽ انهن ماڻهن اللّٰه جي صفتن جو صحيح اندازو نہ لڳايو حالانڪ سموري زمين سندس ملڪيت آهي ۽ آسمان (۽ زمين ٻئي) قيامت جي ڏينهن انهيءَ جي ساڄي هٿ ۾ ويڙهيل ① هوندا اهو پاڪ آهي ۽ انهن جي شرڪ وارن عقيدن کان گهڻو مٿي آهي.

**٦٩**۔ ۽ بگل ۾ ڦوڪيو ويندو تہ آسمانن ۽ زمين ۾ جيڪي ڪي بہ آهي انهيءَ تي هڪ بيهوشي ڇانئجي ويندي سواءِ انهيءَ (شخص) جي جنهن کي اللّٰه چاهيندو (تہ بچائي وٺي) وري ٻيو دفعو بگل ۾ ڦوڪيو ويندو ۽ اوچتو اهي سڀيئي (پنهنجي متعلق فيصلي جو) انتظار ڪندي اُٿي بيهندا.

**٧٠**۔ ۽ زمين پنهنجي رب جي نور سان روشن ٿي ويندي. ۽ ڪتاب سامهون رکيو ويندو ۽ نبين ۽ ٻين شاهدن کي حاضر ڪيو ويندو۔ وري انهن سڀني انسانن جي وچ ۾ پورو پورو سچائيءَ جي مطابق فيصلو ڪيو ويندو ۽ انهن تي ظلم نہ ڪيو ويندو.

**٧١**۔ ۽ هر نفس جيڪي ڪيو هوندو انهيءَ

١۔ويڙهيل هجڻ مان مراد هيءَ آهي تہ جڏهن ماڻهو ڪنهن شيءِ کي ويڙهي وٺندو آهي تہ اُها اُن جي هٿ مان ٻاهر ناهي نڪري سگهندي. مثال طور واريءَ کي ڪو شخص پڪڙي تہ دٻائڻ سان اُها ان جي هٿ مان ٻاهر نڪري ويندي آهي. پر جيڪڏهن مانيءَ کي ويڙهي ڇڏي تہ اُها زور لڳائڻ سان گهڻي کان گهڻي قابوءَ ۾ ايندي آهي ٻاهر ناهي نڪرندي. اُنهيءَ مفهوم ڏانهن وڏيڪ اشارو بِيَمِيْنِهٖ سان فرمايائين. يعني اُن ڏينهن زمين ۽ آسمان رڳو اسان جي هٿن ۾ ويڙهيل نہ هوندا بلڪ اُهي اسانجي ساڄي هٿ ۾ جيڪو طاقت جي نشاني آهي ويڙهيل هوندا.

بِمَا يَفْعَلُوْنَ ۝٧٠ ع٧

جي مطابق انهيءَ کي پورو پورو بدلو ڏنو ويندو ۽ اهو (الله) انهن جي عملن کان پوريءَ طرح واقف آهي.

وَسِيْقَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْٓا اِلٰى جَهَنَّمَ زُمَرًا ؕ حَتّٰٓى اِذَا جَآءُوْهَا فُتِحَتْ اَبْوَابُهَا وَقَالَ لَهُمْ خَزَنَتُهَآ اَلَمْ يَاْتِكُمْ رُسُلٌ مِّنْكُمْ يَتْلُوْنَ عَلَيْكُمْ اٰيٰتِ رَبِّكُمْ وَيُنْذِرُوْنَكُمْ لِقَآءَ يَوْمِكُمْ هٰذَا ؕ قَالُوْا بَلٰى وَلٰكِنْ حَقَّتْ كَلِمَةُ الْعَذَابِ عَلَى الْكٰفِرِيْنَ ۝٧١

٧٢- ۽ ڪافرن کي جهنم ڏانهن ٽولا ٽولا ڪري هڪليو ويندو ايستائين جو جڏهن اهي انهيءَ وٽ پهچي ويندا ته انهيءَ جا دروازا کوليا ويندا ۽ انهن (ڪافرن) کي انهيءَ (دوزخ) جا داروغا چوندا- ڇا توهان وٽ توهانجي ئي قوم مان رسول نه آيا هئا جيڪي توهانجي سامهون توهانجي رب جون آيتون پڙهي ٻڌائيندا هئا ۽ اجوڪي ڏينهن جي ملاقات کان توهانکي هوشيار ڪندا هئا؟ اهي چوندا هائو! ائين ٿيو هو- پر ڪافرن تي عذاب جي پيشگوئي پوري ٿيڻي ئي هئي (يعني اسان ڪافر هئاسين اسان رسولن کي ڪيئن ٿي مڃي سگهياسين).

قِيْلَ ادْخُلُوْٓا اَبْوَابَ جَهَنَّمَ خٰلِدِيْنَ فِيْهَا ۚ فَبِئْسَ مَثْوَى الْمُتَكَبِّرِيْنَ ۝٧٢

٧٣-انهن کي چيو ويندو ته جهنم جي دروازن ۾ داخل ٿي وڃو،اهڙيءَ صورت ۾ جو هڪ ڊگهو عرصو توهانکي انهيءَ ۾ رهڻو پوندو- پوءِ متڪبرن جو ٺڪاڻو ڏاڍو برو آهي.

وَسِيْقَ الَّذِيْنَ اتَّقَوْا رَبَّهُمْ اِلَى الْجَنَّةِ زُمَرًا ؕ حَتّٰٓى اِذَا جَآءُوْهَا وَفُتِحَتْ

٧٤- ۽ جيڪي ماڻهو تقويٰ ڪندا هئا انهن کي جنت ڏانهن ٽولن جا ٽولا ڪري ڏکي (١) نيو ويندو- ايستائين جو جڏهن اهي

---

١-جـنّـت ڏانهن وڃڻ وارو ته ڊُکي ويندو آهي پر هن جاءِ ڏکڻ جو لفظ استعمال ڪيو ويو آهي. اُن جو سبب هي آهي ته جيستائين نتيجو ظاهر نه ٿئي انسان تي خوف غالب رهندو آهي ۽ هو هر قدم احتياط سان کڻندو آهي.

اَبْوَابُهَا وَقَالَ لَهُمْ خَزَنَتُهَا سَلٰمٌ عَلَيْكُمْ طِبْتُمْ فَادْخُلُوْهَا خٰلِدِيْنَ ﴿٧٤﴾

جنت تائين پهچي ويندا تہ انهيءَ جا دروازا کوليا ويندا ۽ انهيءَ جا داروغا انهن کي چوندا توهان تي هميشہ سلامتي هجي توهان ڏاڍي سٺي حالت کي پهتا آهيو. پوءِ انهيءَ (جنت) ۾ داخل ٿي وڃو انهيءَ فيصلي سان تہ توهان هميشه انهيءَ ۾ رهندؤ.

وَقَالُوا الْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِىْ صَدَقَنَا وَعْدَهٗ وَاَوْرَثَنَا الْاَرْضَ نَتَبَوَّاُ مِنَ الْجَنَّةِ حَيْثُ نَشَآءُ ۚ فَنِعْمَ اَجْرُ الْعٰمِلِيْنَ ﴿٧٥﴾

**٧٥**۔ ۽ اهي چوندا، اللّٰه جي ئي سموري تعريف آهي جنهن اسان سان پنهنجو واعدو پورو ڪري ڇڏيو ۽ هن جڳهہ جو اسانکي وارث بڻائي ڇڏيائين. اسان جنت ۾ جتي چاهينداسين رهنداسين سو (ثابت ٿيو تہ) پوريءَ طرح عمل ڪرڻ وارن جو انعام ڏاڍو سنو ٿيندو آهي.

وَتَرَى الْمَلٰٓئِكَةَ حَآفِّيْنَ مِنْ حَوْلِ الْعَرْشِ يُسَبِّحُوْنَ بِحَمْدِ رَبِّهِمْ ۚ وَقُضِىَ بَيْنَهُمْ بِالْحَقِّ وَقِيْلَ الْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿٧٦﴾ ع

**٧٦**۔ ۽ تون انهيءَ ڏينهن ملائڪن کي ڏسندين تہ عرش جي چوڌاري گهيرو ڪيون پنهنجي رب جي حمد سان گڏ تسبيح بہ ڪري رهيا آهن ۽ انهن (ماڻهن) جي وچ ۾ پوري پوري انصاف سان فيصلو ڪيو ويندو ۽ چيو ويندو تہ سڀ تعريف اللّٰه کي ئي حاصل آهي جيڪو سڀني جهانن جو رب آهي.

## سُوْرَةُ الْمُؤْمِنِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ سِتٌّ وَّ ثَمَانُوْنَ اٰيَةً وَّ تِسْعَةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت مومن ـ هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ڇهاسي آيتون ۽ نو رڪوع آهن.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ ﴿۱﴾

۱-(مان) اللّٰـه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

حٰمٓ ﴿۲﴾

۲- هيءَ سورت خدا جي حمد① ۽ انهيءَ جي بزرگيءَ کي ثابت ڪري ٿي.

تَنۡزِيۡلُ الۡكِتٰبِ مِنَ اللّٰهِ الۡعَزِيۡزِ الۡعَلِيۡمِ ﴿۳﴾

۳-هيءُ ڪتاب غالب (۽) علم واري اللّٰه جي طرفان نازل ٿيو آهي.

غَافِرِ الذَّنۡۢبِ وَقَابِلِ التَّوۡبِ شَدِيۡدِ الۡعِقَابِ ذِي الطَّوۡلِ لَاۤ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ اِلَيۡهِ الۡمَصِيۡرُ ﴿۴﴾

۴-جيڪو گناهن کي بخشڻ وارو آهي ۽ توبهہ قبول ڪرڻ وارو آهي (۽ انهيءَ سبب حمد جو مستحق آهي) سزا ڏيڻ ۾ سخت ② آهي وڏو احسان ڪرڻ وارو آهي- انهيءَ کانسواءِ ڪو معبود ڪونهي- انهيءَ ڏانهن ئي موٽي وڃڻو آهي.

مَا يُجَادِلُ فِيۡۤ اٰيٰتِ اللّٰهِ اِلَّا الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا فَلَا يَغۡرُرۡكَ تَقَلُّبُهُمۡ فِي الۡبِلَادِ ﴿۵﴾

۵-ڪافرن کانسواءِ اللّٰه جي آيتن جي متعلق ڪو شخص تڪرار وارو بحث نٿو ڪري. پوءِ انهن جو مختلف ملڪن ۾ (تجارت وغيره لاءِ آزاديءَ سان) گهمندو رهڻ توکي دوکي ۾ نہ وجهي (ڇو جو انهن جا عمل

۱-حٰمٓ- حَاءِ حَمِيُد جو جانشين آهي ۽ مِيُم مَجِيُد جو.

۲- يعني معاف تہ تمام گهڻو ڪندو آهي پر هن جي سزا انسان جي سزا جهڙي ناهي هوندي بلڪ تمام سخت هوندي آهي.

كَذَّبَتْ قَبْلَهُمْ قَوْمُ نُوْحٍ وَّالْاَحْزَابُ مِنْۢ بَعْدِهِمْ ۠ وَهَمَّتْ كُلُّ اُمَّةٍۭ بِرَسُوْلِهِمْ لِيَاْخُذُوْهُ وَجٰدَلُوْا بِالْبَاطِلِ لِيُدْحِضُوْا بِهِ الْحَقَّ فَاَخَذْتُهُمْ ۣ فَكَيْفَ كَانَ عِقَابِ ۝٥

انهن جي ئي تباهيءَ جو باعث آهن).

٦-انهن کان پهرين قومن به (پنهنجن رسولن جو) انڪار ڪيو هو. نوح جي قوم به ۽ انهن کانپوءِ پين مختلف قومن (جڏهن پنهنجن نبين جي خلاف جٿا ٺاهيا) ۽ هر ڪنهن قوم پنهنجي رسول جي متعلق ارادو ڪيو ته انهيءَ کي گرفتار ڪن ۽ ڪوڙن دليلن سان بحث ڪرڻ شروع ڪيو انهيءَ لاءِ ته پنهنجي فضول بحث سان حق کي انهيءَ جي مقام کان هٽائي ڇڏين. پوءِ مون انهن کي پڪڙي ورتو، هاڻي ٻڌايو منهنجي سزا ڪهڙي هئي.

وَكَذٰلِكَ حَقَّتْ كَلِمَتُ رَبِّكَ عَلَى الَّذِيْنَ كَفَرُوْٓا اَنَّهُمْ اَصْحٰبُ النَّارِ ۝٦

٧-۽ اهڙيءَ طرح تنهنجي رب جو فيصلو ڪافرن جي متعلق پورو ٿي ويو (يعني اِهو) ته اُهي دوزخي آهن.

اَلَّذِيْنَ يَحْمِلُوْنَ الْعَرْشَ وَمَنْ حَوْلَهٗ يُسَبِّحُوْنَ بِحَمْدِ رَبِّهِمْ وَيُؤْمِنُوْنَ بِهٖ وَيَسْتَغْفِرُوْنَ لِلَّذِيْنَ اٰمَنُوْا ۚ رَبَّنَا وَسِعْتَ كُلَّ شَيْءٍ رَّحْمَةً وَّعِلْمًا فَاغْفِرْ لِلَّذِيْنَ تَابُوْا وَاتَّبَعُوْا سَبِيْلَكَ وَقِهِمْ عَذَابَ الْجَحِيْمِ ۝٧

٨-اُهي فرشتا جيڪي عرش کي کنيو بيٺا آهن ۽ جيڪي انهيءَ جي چوڌاري آهن اهي پنهنجي رب جي تعريف سان گڏوگڏ انهيءَ جي پاڪائي به بيان ڪن ٿا ۽ انهيءَ (حمد) تي پورو ايمان رکن ٿا ۽ مومنن جي لاءِ استغفار ڪن ٿا (۽ چون ٿا) اي اسانجا رب! هر هڪ شيءِ جو تو پنهنجي رحمت ۽ علم سان گهيرو ڪيو آهي پوءِ توبهه ڪرڻ وارن کي ۽ پنهنجي رستي تي هلڻ وارن کي معاف فرماءِ ۽ انهن کي دوزخ جي عذاب کان بچاءِ.

رَبَّنَا وَاَدۡخِلۡهُمۡ جَنّٰتِ عَدۡنِ الَّتِیۡ وَعَدۡتَّهُمۡ وَمَنۡ صَلَحَ مِنۡ اٰبَآئِهِمۡ وَاَزۡوَاجِهِمۡ وَذُرِّیّٰتِهِمۡ ؕ اِنَّكَ اَنۡتَ الۡعَزِیۡزُ الۡحَكِیۡمُ ۙ﴿۹﴾

**٩**-اي اسانجا رب! انهن کي ۽ انهن جي ابن ڏاڏن ۽ انهن جي زالن ۽ انهن جي اولاد مان جيڪي نيڪ هجن انهن کي به دائمي جنتن ۾ داخل ڪر، جن جو تو انهن سان واعدو ڪيو آهي تون غالب (۽) وڏي حڪمت وارو آهين.

وَقِهِمُ السَّیِّاٰتِ ؕ وَمَنۡ تَقِ السَّیِّاٰتِ یَوۡمَئِذٍ فَقَدۡ رَحِمۡتَهٗ ؕ وَذٰلِكَ هُوَ الۡفَوۡزُ الۡعَظِیۡمُ ﴿۱۰﴾ ع

**١٠**-۽ تون انهن کي سڀني تڪليفن کان بچاءِ. ۽ جنهن کي تون انهيءَ ڏينهن تڪليف کان محفوظ رکين ته يقيناً تو انهيءَ تي رحم ڪيو-۽ اِها وڏي ڪاميابي آهي.

اِنَّ الَّذِیۡنَ كَفَرُوۡا یُنَادَوۡنَ لَمَقۡتُ اللّٰهِ اَكۡبَرُ مِنۡ مَّقۡتِكُمۡ اَنۡفُسَكُمۡ اِذۡ تُدۡعَوۡنَ اِلَی الۡاِیۡمَانِ فَتَكۡفُرُوۡنَ ﴿۱۱﴾

**١١**-۽ ڪافرن کي يقيناً (موت کانپوءِ) چيو ويندو ته اڄ توهان جيترو پنهنجي جانين کي نفرت جي نگاهه سان ڏسو ٿا الله جي نفرت (جيڪا اهو توهان سان ڪري ٿو) انهيءَ کان وڏيڪ آهي (ياد ڪيو) جڏهن توهان کي ايمان جي طرف پُڪاريو ويندو هو ته توهان ڪفر ڪندا هئا.

قَالُوۡا رَبَّنَاۤ اَمَتَّنَا اثۡنَتَیۡنِ وَاَحۡیَیۡتَنَا

**١٢**-اُهي چوندا ته اي اسانجا رب! تو اسانکي ٻه① دفعا ماريو ۽ ٻه دفعا زندهه ڪيو②-

١-اَمَتَّنَا اثۡنَتَیۡنِ ۾ هڪ ته اُهو موت مراد آهي جيڪو پيدائش کان اڳ واري زماني سان واسطو رکي ٿو اُن کي ياد ڏياري هُو چوندا آهن ته اي اللّٰه تو ٻه دفعا اسان تي اهڙي حالت طاري ڪئي جو اسان مُردن وانگر هئاسين. هڪ دفعو پيدائش کان اڳ ۽ هڪ دفعو زندگيءَ کان پوءِ. اَحۡیَیۡتَنَا اثۡنَتَیۡنِ ۾ ٻه ٻن زندگين ڏانهن اشارو ڪيو آهي هڪ دفعو جڏهن ماءُ جي پيٽان ٻار نڪتو ۽ هُن ساهه کنيو ۽ ٻيو دفعو جڏهن هو هِن دنيا ۾ زندگي گذاري مرندو ۽ وري ٻيهر زندهه ڪيو ويندو.

٢-يعني ٻه دفعا موت کانپوءِ اسان کي زندگي ملي پر پوءِ به اسان نصيحت حاصل نه ڪئي ته ڇا

اثْنَتَيْنِ فَاعْتَرَفْنَا بِذُنُوْبِنَا فَهَلْ اِلٰى خُرُوْجٍ مِّنْ سَبِيْلٍ ﴿١١﴾

سو اسان پنهنجن خطائن جو اقرار ڪيون ٿا. پوءِ (تون ٻڌاءِ ته) هاڻي (انهيءَ پڪڙ کان) نڪرڻ جي ڪا صورت به آهي.

ذٰلِكُمْ بِاَنَّهٗٓ اِذَا دُعِيَ اللّٰهُ وَحْدَهٗ كَفَرْتُمْ ۚ وَاِنْ يُّشْرَكْ بِهٖ تُؤْمِنُوْا ۭ فَالْحُكْمُ لِلّٰهِ الْعَلِيِّ الْكَبِيْرِ ﴿١٢﴾

١٣-توهانجو اِهو حال انهيءَ ڪري آهي جو جڏهن صرف اللّٰه کي پڪاريو ويندو هو ته توهان انڪار ڪري ڇڏيندا هئا ۽ جڏهن انهيءَ جو ڪو شريڪ مقرر ڪيو ويندو هو ته توهان ايمان آڻيندا هئا.سو (اڄ ثابت ٿي ويو ته) سڀ حڪومت عاليشان ڪشادي بادشاهت واري اللّٰه جي ئي آهي.

هُوَ الَّذِيْ يُرِيْكُمْ اٰيٰتِهٖ وَيُنَزِّلُ لَكُمْ مِّنَ السَّمَاۗءِ رِزْقًا ۭ وَمَا يَتَذَكَّرُ اِلَّا مَنْ يُّنِيْبُ ﴿١٣﴾

١٤-اهو ئي توهان کي پنهنجا نشان ڏيکاري ٿو ۽ آسمانن مان توهان جي لاءِ رزق لاهي ٿو ۽ نصيحت صرف اهو ئي حاصل ڪري ٿو جيڪو خدا جي طرف جُهڪي ٿو.

فَادْعُوا اللّٰهَ مُخْلِصِيْنَ لَهُ الدِّيْنَ وَلَوْ كَرِهَ الْكٰفِرُوْنَ ﴿١٤﴾

١٥-پوءِ پنهنجي اطاعت کي خالص انهيءَ جي لاءِ ڪندي اللّٰه کي پڪاريو خواهه ڪافر انهيءَ کي ناپسند ئي ڪن.

رَفِيْعُ الدَّرَجٰتِ ذُو الْعَرْشِ ۚ يُلْقِي

١٦-(هو) اوچي درجن وارو (آهي) عرش جو مالڪ آهي پنهنجي حڪم سان پنهنجن

**(باقي حاشيو)** هي اسانجو گناهه ناقابلِ معافي هوندو يا ڪو اهڙو ذريعو به آهي جنهن سان معافي ملي وڃي. قرآن ڪريم مان معلوم ٿئي ٿو ته هن دنيا ۾ ته هي موقعو آهي ته انسان وقت جي نبيءَ کي قبول ڪري ۽ توبهه ڪري ته اُن جا اڳوڻا سڀ گناهه معاف ٿي ويندا آهن ۽ ٻيو موقعو مرڻ کانپوءِ شفاعت جو آهي جنهن جو ذڪر قرآن ڪريم ۾ اڳي چڪو آهي ته نبين ۽ فرشتن جي ذريعي جن کي خداتعاليٰ شفاعت ڪرڻ جي اجازت ڏيندو ڪي ماڻهو نجات حاصل ڪندا. (ترمذي_صفة القيامة_باب ما جاء فی الشفاعة و بخاري ڪتاب الرقاق)

الرُّوۡحَ مِنۡ اَمۡرِهٖ عَلٰى مَنۡ يَّشَآءُ مِنۡ عِبَادِهٖ لِيُنۡذِرَ يَوۡمَ التَّلَاقِ ﴿١٦﴾

ٻانهن مان جنهن تي چاهي ٿو پنهنجو ڪلام نازل ڪري ٿو انهيءَ لاءِ ته اهو (ٻندو خدا جي) ملاقات جي ڏينهن ڪان ماڻهن کي ڊيڄاري.

يَوۡمَ هُمۡ بٰرِزُوۡنَ ۚ لَا يَخۡفٰى عَلَى اللّٰهِ مِنۡهُمۡ شَىۡءٌ ‌ؕ لِمَنِ الۡمُلۡكُ الۡيَوۡمَ‌ ؕ لِلّٰهِ الۡوَاحِدِ الۡقَهَّارِ ﴿١٧﴾

۱۷-جنهن ڏينهن اهي سيئي ماڻهو خدا جي سامهون اچي حاضر ٿيندا، انهن جي ڪابه شيءِ الله ڪان ڳجهي نه هوندي. انهيءَ ڏينهن بادشاهت ڪنهن کي حاصل هوندي؟ (صرف) الله کي جيڪو اڪيلو آهي (۽) سيني تي غالب آهي.

اَلۡيَوۡمَ تُجۡزٰى كُلُّ نَفۡسٍۢ بِمَا كَسَبَتۡ‌ ؕ لَا ظُلۡمَ الۡيَوۡمَ‌ ؕ اِنَّ اللّٰهَ سَرِيۡعُ الۡحِسَابِ ﴿١٨﴾

۱۸-انهيءَ ڏينهن هر جان کي انهيءَ جي عمل جي جزا ڏني ويندي ۽ انهيءَ ڏينهن ڪنهن به قسم جو ظلم نه ٿيندو. الله ڏاڍو جلدي ① حساب وٺي ڇڏيندو آهي.

وَاَنۡذِرۡهُمۡ يَوۡمَ الۡاٰزِفَةِ اِذِ الۡقُلُوۡبُ لَدَى الۡحَـنَـاجِرِ كٰظِمِيۡنَ ؕ مَا لِلظّٰلِمِيۡنَ مِنۡ حَمِيۡمٍ وَّلَا شَفِيۡعٍ يُّطَاعُ ﴿١٩﴾

۱۹-۽ تون انهن کي انهيءَ ڏينهن ڪان ڊيڄار جيڪو ويجهي ڪان ويجهو ٿيندو ٿو وڃي جڏهن دليون غم سان ڀريل (هونديون ۽) سنهن تائين اچي وينديون. ظالمن جو انهيءَ ڏينهن نه ڪو دوست هوندو نه ڪو شفيع (هوندو) جنهن جي ڳالهه مڃي وڃي.

يَعۡلَمُ خَآئِنَةَ الۡاَعۡيُنِ وَمَا تُخۡفِى

۲۰-الله اکين ② جي خيانت کي به ڄاڻي

---

١ ـ هي مطلب ناهي ته ٻُري عملن جي ٿُرت سزا ملي ويندي آهي بلڪ مراد هيءَ آهي ته حساب وٺڻ ۾ اُن کي ٿورو وقت لڳندو آهي ۽ جزا جو بنياد ٿُرت پئجي ويندو آهي.

٢ ـ يعني بد نظري يا ڪاوڙ يا نفرت سان ڀين کي ڏسڻ جنهن کي انسان لفظن ۾ ڊپ يا لڄ جي ڪري ظاهر ناهي ڪندو.

الصُّدُوْرُ ﴿٢٠﴾

وَاللّٰهُ يَقْضِيْ بِالْحَقِّ ۭ وَالَّذِيْنَ يَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِهٖ لَا يَقْضُوْنَ بِشَيْءٍ ۭ اِنَّ اللّٰهَ هُوَ السَّمِيْعُ الْبَصِيْرُ ﴿٢١﴾ ع

اَوَلَمْ يَسِيْرُوْا فِي الْاَرْضِ فَيَنْظُرُوْا كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ الَّذِيْنَ كَانُوْا مِنْ قَبْلِهِمْ ۭ كَانُوْا هُمْ اَشَدَّ مِنْهُمْ قُوَّةً وَّاٰثَارًا فِي الْاَرْضِ فَاَخَذَهُمُ اللّٰهُ بِذُنُوْبِهِمْ ۭ وَمَا كَانَ لَهُمْ مِّنَ اللّٰهِ مِنْ وَّاقٍ ﴿٢٢﴾

ذٰلِكَ بِاَنَّهُمْ كَانَتْ تَّاْتِيْهِمْ رُسُلُهُمْ بِالْبَيِّنٰتِ فَكَفَرُوْا فَاَخَذَهُمُ اللّٰهُ ۭ اِنَّهٗ قَوِيٌّ شَدِيْدُ الْعِقَابِ ﴿٢٣﴾

وَلَقَدْ اَرْسَلْنَا مُوْسٰى بِاٰيٰتِنَا وَسُلْطٰنٍ مُّبِيْنٍ ﴿٢٤﴾

ٿو ۽ انهيءَ کي به جيڪا سيني ۽ دل ۾ لڪايو وينا آهن.

**٢١**۔۽ الله هميشه انصاف جي مطابق فيصلو ڪري ٿو ۽ جن کي اهي ماڻهو خدا کانسواءِ پڪارين ٿا، سي ڪو به فيصلو نه ٿا ڪن. الـلّٰـه يقيناً ڏاڍو ٻڌڻ وارو (۽) ڏاڍو ڏسڻ وارو آهي.

**٢٢**۔ڇا اِهي ماڻهو زمين ۾ نه گهميا آهن جو ڏسن ها ته انهن کان پهرين ماڻهن جي ڪهڙي پڇاڙي ٿي هئي؟ اهي ماڻهو انهن کان طاقت ۽ پوئتي ڇڏيل ① نشانن جي لحاظ کان وڌا هئا۔ سو الله انهن کي سندن گناهن جي سببان تباهه ڪري ڇڏيو ۽ ڪو به الله جي پڪڙ کان انهن کي بچائڻ وارو پيدا نه ٿيو.

**٢٣**۔اها (بي وَسي) انهيءَ سبب ڪري هئي جو انهن وٽ انهن جا رسول نشان کڻي ايندا رهيا ۽ انهن (هميشه) انڪار کان ڪم ورتو پوءِ الله به انهن کي تباهه ڪري ڇڏيو۔ هو وڏو طاقتور آهي (۽) انهيءَ جو عذاب سخت آهي.

**٢٤، ٢٥**۔۽ اسان موسىٰ کي به پنهنجن نشانن سان ۽ ظاهر ظهور غلبي سان، فرعون ۽ هامان ۽ قارون ڏانهن موڪليو هو

١۔يعني اُهي قتل قلعا ۽ محل جيڪي اُنهن ڇڏيا آهن اُهي ٻڌائن ٿا ته هِنن ماڻهن کي اُهي فن حاصل ناهن جيڪي اڳوڻن کي حاصل هئا.

اِلٰى فِرْعَوْنَ وَهَامٰنَ وَقَارُوْنَ فَقَالُوْا سٰحِرٌ كَذَّابٌ ﴿٢٥﴾

①پر انهن چيو هي شخص ڏوڪي ڏيڻ وارو (۽) ڪوڙو آهي.

فَلَمَّا جَآءَهُمْ بِالْحَقِّ مِنْ عِنْدِنَا قَالُوا اقْتُلُوْٓا اَبْنَآءَ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا مَعَهٗ وَاسْتَحْيُوْا نِسَآءَهُمْ ؕ وَمَا كَيْدُ الْكٰفِرِيْنَ اِلَّا فِيْ ضَلٰلٍ ﴿٢٦﴾

**٢٦**-پوءِ جڏهن اهو (موسٰي) اسانجي طرفان حق وٺي انهن وٽ ويو ته انهن چيو، ته جيڪي ماڻهو ايمان آڻي انهيءَ سان شامل ٿي ويا آهن.انهن جي پٽن کي ماري ڇڏيو- ۽ انهن جي عورتن کي زندهه رکو ۽ ڪافرن جي تدبير هميشه اُبتي ئي پوندي آهي②.

وَقَالَ فِرْعَوْنُ ذَرُوْنِيْٓ اَقْتُلْ مُوْسٰى وَلْيَدْعُ رَبَّهٗ ۚ اِنِّيْٓ اَخَافُ اَنْ يُّبَدِّلَ دِيْنَكُمْ اَوْ اَنْ يُّظْهِرَ فِي الْاَرْضِ الْفَسَادَ ﴿٢٧﴾

**٢٧**-۽ فرعون چيو ته مونکي ڇڏيو③ ته مان موسٰي کي قتل ڪيان ۽ گُهرجي ته اهو پنهنجي رب کي پُڪاري مان انهيءَ ڳالهه کان ڊڄان ٿو ته اهو توهانجي دين کي بدلائي نه ڇڏي يا ملڪ ۾ ڪو فساد نه پيدا ڪري ڇڏي.

وَقَالَ مُوْسٰٓى اِنِّيْ عُذْتُ بِرَبِّيْ وَرَبِّكُمْ مِّنْ كُلِّ مُتَكَبِّرٍ لَّا يُؤْمِنُ بِيَوْمِ الْحِسَابِ ﴿٢٨﴾ ع

**٢٨**-(انهيءَ تي) موسٰي چيو، مان پنهنجي رب کان ۽ توهانجي رب کان هر ڪنهن متڪبر جي شرارت کان جيڪو حساب واري

١-فرعون ته بادشاهه هيو ئي پر هامان به اُن جو چيف انجنيئر هو ۽ گهڻو ڪري ملڪ ۾ وڏي اثر وارو هو. قارون خود بني اسرائيل مان هو پر فرعون اُن کي خزانن تي مقرر ڪيو هو. جڻ ته ريونيو جو آفيسر هو اُن ڪري ان جو اثر به قوم تي گهڻو هو. انهيءَ ڪري ٽئي نالا گڏ ڪيا ويا آهن.

٢-ڪئي ڀيرا ڏسڻ ۾ائين لڳندو آهي ته نبيءَ جي مقابلي ۾ ڪافرن جي تدبير ڪامياب رهي پر اِهو تمام ٿوري عرصي لاءِ ٿيندو آهي.اصل سوڀ اُهائي هوندي آهي جيڪا هميشه لاءِ هجي ۽ ڪافرن کي ڪڏهن مستقل ڪاميابي ناهي ملندي. بلڪ مستقل ڪاميابي صرف نبين ۽ اُن جي جماعتن کي ملندي آهي.

٣-عني هاڻي مان موسٰي کي قتل ڪرڻ تي سنبريل آهيان ان جي خلاف مونکي ڪا صلاح نه ڏيو.

ڏينهن تي ايمان نٿو آڻي پناهه گُهران ٿو.

وَقَالَ رَجُلٌ مُّؤْمِنٌ ۖ مِّنْ اٰلِ فِرْعَوْنَ يَكْتُمُ اِيْمَانَهٗٓ اَتَقْتُلُوْنَ رَجُلًا اَنْ يَّقُوْلَ رَبِّيَ اللّٰهُ وَقَدْ جَآءَكُمْ بِالْبَيِّنٰتِ مِنْ رَّبِّكُمْ ۭ وَاِنْ يَّكُ كَاذِبًا فَعَلَيْهِ كَذِبُهٗ ۚ وَاِنْ يَّكُ صَادِقًا يُّصِبْكُمْ بَعْضُ الَّذِيْ يَعِدُكُمْ ۭ اِنَّ اللّٰهَ لَا يَهْدِيْ مَنْ هُوَ مُسْرِفٌ كَذَّابٌ ﴿٢٩﴾

**٢٩**۔ ۽ آل فرعون مان هڪ شخص جيڪو ايماندار هو، پر پنهنجو ايمان لڪائيندو هو هُن چيو اي انسانو! ڇا توهان هڪ ماڻهوءَ کي صرف انهيءَ ڪري ماريو ٿا جو هو چوي ٿو ته اللّٰــه منهنجو رب آهي ۽ اهو توهانجي رب جي طرفان نشان به کڻي آيو آهي ۽ جيڪڏهن اهو ڪوڙو آهي ته انهيءَ جي ڪوڙ جو وبال انهيءَ تي پوندو ۽ جيڪڏهن اهو سچو آهي ته انهيءَ جون ڪَيَل ڪي (ڊيڄاريندڙ) پيشگوئيون توهانجي متعلق پوريون ٿي وينديون اللّٰه حد کان وڌي وڃڻ واري ۽ گهڻي ڪوڙ ڳالهائڻ واري کي ڪڏهن ڪامياب ناهي ڪندو①.

يٰقَوْمِ لَكُمُ الْمُلْكُ الْيَوْمَ ظٰهِرِيْنَ فِي الْاَرْضِ ۡ فَمَنْ يَّنْصُرُنَا مِنْۢ بَاْسِ اللّٰهِ اِنْ جَآءَنَا ۭ قَالَ فِرْعَوْنُ مَآ اُرِيْكُمْ اِلَّا مَآ اَرٰى وَمَآ اَهْدِيْكُمْ اِلَّا سَبِيْلَ الرَّشَادِ ﴿٣٠﴾

**٣٠**۔ اي منهنجي قوم! اڄ توهانجي اهڙي حڪومت آهي جو توهان ملڪ تي غالب آهيو، پوءِ ٻڌايو ته اللّٰه جي عذاب جي مقابلي ۾ جيڪڏهن اهو اسان تي نازل ٿي ويو ته اسانجي مدد ڪير ڪندو؟ فرعون چيو، مان توهانکي اهو ٻڌايان ٿو جيڪو خود مونکي نيڪ نظر اچي ٿو ۽ مان توهانکي صرف هدايت جو رستو ٻڌايان ٿو.

١ـ هي مطلب ناهي ته جيڪو حد کان وڌي ڪوڙ ڳالهائي، اُن کي ڪامياب ناهي ڪندو ،بلڪ عربي زبان ۾ ڪيترا ڀيرا وڌاءَ تي نفي آندي ويندي آهي ۽ مراد هيءَ هوندي آهي ته ان قسم جي ٿورڙي شيءِ به نه سهبي.

وَقَالَ الَّذِيْٓ اٰمَنَ يٰقَوْمِ اِنِّيْٓ اَخَافُ عَلَيْكُمْ مِّثْلَ يَوْمِ الْاَحْزَابِ ﴿٣١﴾

**٣١**۔ ۽ اهو شخص جيڪو (درحقيقت) ايمان آڻي چڪو هو هُن چيو ته اي منهنجي قوم گذريل وڏين وڏين قومن جي تباهيءَ جي ڏينهن وانگر مان توهانجي تباهيءَ جي ڏينهن کان ٻه ڊڄان ٿو.

مِثْلَ دَاْبِ قَوْمِ نُوْحٍ وَّ عَادٍ وَّ ثَمُوْدَ وَالَّذِيْنَ مِنْۢ بَعْدِهِمْ ؕ وَمَا اللّٰهُ يُرِيْدُ ظُلْمًا لِّلْعِبَادِ ﴿٣٢﴾

**٣٢**۔ جيئن نوح جي قوم ۽ عاد ۽ ثمود تي گذريو۔ ۽ جيڪي ماڻهو انهن کانپوءِ گذريا. ۽ اللّٰه پنهنجن ٻانهن تي ظلم ڪرڻ نٿو چاهي.

وَيٰقَوْمِ اِنِّيْٓ اَخَافُ عَلَيْكُمْ يَوْمَ التَّنَادِ ﴿٣٣﴾

**٣٣**۔ ۽ اي منهنجي قوم! مان توهان تي انهيءَ ڏينهن کان ڊڄان ٿو جنهن ڏينهن ماڻهو مدد جي لاءِ هڪ ٻئي کي پُڪاريندا.

يَوْمَ تُوَلُّوْنَ مُدْبِرِيْنَ ۚ مَا لَكُمْ مِّنَ اللّٰهِ مِنْ عَاصِمٍ ۚ وَمَنْ يُّضْلِلِ اللّٰهُ فَمَا لَهٗ مِنْ هَادٍ ﴿٣٤﴾

**٣٤**۔ جنهن ڏينهن توهان پٺي ڦيرائي (خدائي لشڪرن جي اڳيان) ڀڄي ويندا ۽ اللّٰه جي مقابلي ۾ ڪو توهانکي بچائڻ وارو نه هوندو ۽ جنهن کي اللّٰه گمراهه ڪري ڇڏي انهيءَ کي ڪو هدايت نٿو ڏيئي سگهي.

وَلَقَدْ جَآءَكُمْ يُوْسُفُ مِنْ قَبْلُ بِالْبَيِّنٰتِ فَمَا زِلْتُمْ فِيْ شَكٍّ مِّمَّا جَآءَكُمْ بِهٖ ؕ حَتّٰٓى اِذَا هَلَكَ قُلْتُمْ لَنْ يَّبْعَثَ اللّٰهُ مِنْۢ بَعْدِهٖ رَسُوْلًا ؕ كَذٰلِكَ يُضِلُّ اللّٰهُ مَنْ هُوَ مُسْرِفٌ مُّرْتَابُ ۚ ﴿٣٥﴾

**٣٥**۔ ۽ يوسف هن کان پهرين دليلن سان توهان وٽ اچي چڪو آهي پر جيڪي ڪجهه توهان وٽ آندو هئائين توهان انهيءَ جي باري ۾ شڪ ۾ پئجي رهيا، ايستائين جو جڏهن هو فوت ٿي ويو ته توهان (مايوسيءَ کان) چوڻ شروع ڪيو ته اللّٰه هن کانپوءِ① ڪو رسول مبعوث نه ڪندو اهڙيءَ طرح اللّٰه هر

١۔ جيئن مسلمان عوام رسول اللّٰه ﷺ کانپوءِ چوندو آهي.

كنهن حد ٽپي وڃڻ واري (۽) شڪ ڪرڻ واري کي گمراهه قرار ڏئي ٿو.

الَّذِيْنَ يُجَادِلُوْنَ فِيْۤ اٰيٰتِ اللّٰهِ بِغَيْرِ سُلْطٰنٍ اَتٰىهُمْ ؕ كَبُرَ مَقْتًا عِنْدَ اللّٰهِ وَعِنْدَ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا ؕ كَذٰلِكَ يَطْبَعُ اللّٰهُ عَلٰى كُلِّ قَلْبِ مُتَكَبِّرٍ جَبَّارٍ ۝٣٦

٣٦-جيڪي ماڻهو اللّٰه جي آيتن ۾ بغير ڪنهن دليل جي جيڪو انهن وٽ (اللّٰه جي طرفان) آيو هجي بحث ڪن ٿا (انهن کي معلوم هئڻ گهرجي ته) اهو اللّٰه وٽ ۽ مومنن جي نظر ۾ ڏاڍو برو آهي اهڙيءَ طرح اللّٰه متڪبر انسان جي سڄي① دل تي مهر لڳائي ڇڏي ٿو.

وَقَالَ فِرْعَوْنُ يٰهَامٰنُ ابْنِ لِيْ صَرْحًا لَّعَلِّيْۤ اَبْلُغُ الْاَسْبَابَ ۝٣٧

٣٧-۽ فرعون چيو، اي هامان! منهنجي لاءِ هڪ محل نهراءِ انهيءَ لاءِ ته مان انهن رستن تي وڃي پهچان،

اَسْبَابَ السَّمٰوٰتِ فَاَطَّلِعَ اِلٰۤى اِلٰهِ مُوْسٰى وَاِنِّيْ لَاَظُنُّهٗ كَاذِبًا ؕ وَكَذٰلِكَ زُيِّنَ لِفِرْعَوْنَ سُوْٓءُ عَمَلِهٖ وَصُدَّ عَنِ السَّبِيْلِ ؕ وَمَا كَيْدُ فِرْعَوْنَ اِلَّا

٣٨-جيڪي آسمان جا رستا آهن ۽ اهڙيءَ طرح موسىٰ جي خدا ڪان آگاهه ٿي وڃان. ڇو جو مان انهيءَ کي ڪوڙو سمجهان ٿو.۽ اهڙيءَ طرح فرعون جي نظر ۾ انهيءَ جي عملن جون بديون خوبصورت ڪري

١-بظاهر هي لفظ هجڻ گهرجن.ته هر تڪبر ڪرڻ واري جي دل تي مُهر هڻي ڇڏيندو آهي پر قرآن مجيد چوي ٿو ته تڪبر ڪرڻ واري جي سڄي دل تي مهر هڻي ڇڏيندو آهي. قرآن مجيد جو هي استعمال بي مثال آهي. ڇاڪاڻ ته هر تڪبر ڪرڻ واري جي دل تي مُهر لڳڻ سان اُها ڳالهه نٿي نڪري جيڪا هڪ ڪامل تڪبر ڪرڻ واري جي سڄي دل تي مهر هڻڻ سان نڪرندي آهي. ڇاڪاڻ ته هن بي ڳالهه مان هي نتيجو ڪڍيو ويو آهي ته هدايت جون واٽون مختلف هونديون آهن. هڪ گمراهه ماڻهو به هدايت جي ڪا واٽ هٿ ڪري سگهي ٿو پر جيڪو ڪامل تڪبر ڪندڙ هجي اُن لاءِ هدايت جون سڀئي واٽون بند ٿي وينديون آهن ۽ دل جي هر حصي تي مهر لڳي ويندي آهي اُن لاءِ هدايت جي ڪا راهه کليل نه رهندي آهي.

فِيْ تَبَابٍ ﴿٣٨﴾ ع

ڏيکاريون ويون هيون ۽ هُو حقيقي رستي کان (پنهنجن نافرمانين جي سببان) روڪيو ويو هو ۽ فرعون جي تدبير ناڪاميءَ جي صورت ۾ ئي ظاهر ٿيڻ واري هئي.

وَقَالَ الَّذِيْٓ اٰمَنَ يٰقَوْمِ اتَّبِعُوْنِ اَهْدِكُمْ سَبِيْلَ الرَّشَادِ ﴿٣٩﴾

۳۹-۽ اهو شخص جنهن ايمان آندو هو، انهيءَ چيو،اي منهنجي قوم! منهنجي تابعداري ڪيو، مان توهانکي هدايت جو رستو ڏيکاريندس.

يٰقَوْمِ اِنَّمَا هٰذِهِ الْحَيٰوةُ الدُّنْيَا مَتَاعٌ ۡ وَّاِنَّ الْاٰخِرَةَ هِيَ دَارُ الْقَرَارِ ﴿٤٠﴾

۴۰-اي منهنجي قوم! هي دنياوي زندگي صرف هڪ چند ڏينهن جو فائدو آهي،۽ آخرت واري زندگي ئي يقيناً پائيدار ٽڪاڻو آهي.

مَنْ عَمِلَ سَيِّئَةً فَلَا يُجْزٰٓى اِلَّا مِثْلَهَا ۚ وَمَنْ عَمِلَ صَالِحًا مِّنْ ذَكَرٍ اَوْ اُنْثٰى وَهُوَ مُؤْمِنٌ فَاُولٰٓئِكَ يَدْخُلُوْنَ الْجَنَّةَ يُرْزَقُوْنَ فِيْهَا بِغَيْرِ حِسَابٍ ﴿٤١﴾

۴۱-جيڪو برو فعل ڪندو- هُن کي انهيءَ جي مطابق نتيجو ملندو ۽ جيڪو ايمان جي مطابق عمل ڪندو خواهه مرد هجي يا عورت، ان شرط سان ته اهو ايمان ۾ سچو هجي اهو ۽ انهيءَ جا ساٿي جنت ۾ داخل ٿيندا ۽ انهن کي انهيءَ ۾ بغير حساب جي انعام ڏنو ويندو.

وَيٰقَوْمِ مَا لِيْٓ اَدْعُوْكُمْ اِلَى النَّجٰوةِ وَتَدْعُوْنَنِيْٓ اِلَى النَّارِ ﴿٤٢﴾ النصف

۴۲-۽ اي منهنجي قوم! منهنجو به ڪهڙو عجيب حال آهي جو مان ته توهانکي نجات جي طرف سڏيان ٿو ۽ توهان مونکي دوزخ ڏانهن سڏيو ٿا.

تَدْعُوْنَنِيْ لِاَكْفُرَ بِاللّٰهِ وَاُشْرِكَ بِهٖ مَا لَيْسَ لِيْ بِهٖ عِلْمٌ ۡ وَّاَنَا اَدْعُوْكُمْ اِلَى

۴۳-توهان مونکي انهيءَ غرض لاءِ سڏيو ٿا ته مان اللّٰه جو ڪفر ڪيان ۽ انهيءَ جو شريڪ انهن کي قرار ڏيان جن جي شريڪ

الْعَزِيْزِ الْغَفَّارِ ﴿٤٣﴾

هئڻ جي متعلق مونکي ڪو علم ڪونهي ۽ مان توهانکي هڪ غالب (۽) بخشڻ واري هستيءَ جي طرف سڏيان ٿو.

لَا جَرَمَ اَنَّمَا تَدْعُوْنَنِيْٓ اِلَيْهِ لَيْسَ لَهٗ دَعْوَةٌ فِي الدُّنْيَا وَلَا فِي الْاٰخِرَةِ وَاَنَّ مَرَدَّنَآ اِلَى اللّٰهِ وَاَنَّ الْمُسْرِفِيْنَ هُمْ اَصْحٰبُ النَّارِ ﴿٤٤﴾

٤٤-انهيءَ ۾ ڪو به شڪ ڪونهي جو توهان مونکي انهيءَ هستيءَ ڏانهن سڏيو ٿا جنهن جو ڪو (اثرائتو) آواز نه هن دنيا ۾ آهي نه ايندڙ جهان ۾ (حقيقت هيءَ آهي ته) اسان سڀني کي اللّٰه ئي ڏانهن موٽي وڃڻو آهي ۽ هي به ته حد کان ٽپي وڃڻ وارا ماڻهو دوزخي آهن.

فَسَتَذْكُرُوْنَ مَآ اَقُوْلُ لَكُمْ ؕ وَاُفَوِّضُ اَمْرِيْٓ اِلَى اللّٰهِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ بَصِيْرٌۢ بِالْعِبَادِ ﴿٤٥﴾

٤٥-پوءِ مان جيڪا توهانکي نصيحت ڪيان ٿو انهيءَ کي توهان جلد ئي ياد ڪندا ۽ (مان تنهنجن ڌمڪين کان ڊجان نٿو) مان پنهنجو معاملو اللّٰه جي سپرد ڪيان ٿو. اللّٰه يقيناً (پنهنجن) ٻانهن جو نگران آهي.

فَوَقٰىهُ اللّٰهُ سَيِّاٰتِ مَا مَكَرُوْا وَحَاقَ بِاٰلِ فِرْعَوْنَ سُوْٓءُ الْعَذَابِ ﴿٤٦﴾ۚ

٤٦-ان تي اللّٰه انهيءَ (مومن شخص) کي انهن (ڪافرن) جي تدبيرن جي بدنتيجن کان بچائي ورتو ۽ آل فرعون کي دردناڪ عذاب چئني طرفن کان گهيري ورتو.

اَلنَّارُ يُعْرَضُوْنَ عَلَيْهَا غُدُوًّا وَّعَشِيًّا ۚ وَيَوْمَ تَقُوْمُ السَّاعَةُ ۫ اَدْخِلُوْٓا اٰلَ فِرْعَوْنَ اَشَدَّ الْعَذَابِ ﴿٤٧﴾

٤٧-يعني باهه جنهن جي سامهون اهي صبح ۽ شام پيش ڪيا وڃن ٿا ۽ جڏهن مقرر گهڙي ايندي (فرشتن کي چيو ويندو ته) فرعون جي ساٿين کي سخت عذاب ۾ داخل ڪيو.

وَاِذْ يَتَحَآجُّوْنَ فِي النَّارِ فَيَقُوْلُ الضُّعَفٰٓؤُا

٤٨-۽ (انهيءَ وقت کي به ياد ڪيو) جڏهن

لِلَّذِيْنَ اسْتَكْبَرُوْٓا اِنَّا كُنَّا لَكُمْ تَبَعًا فَهَلْ اَنْتُمْ مُّغْنُوْنَ عَنَّا نَصِيْبًا مِّنَ النَّارِ ﴿٤٨﴾

(فرعون جا ساٿي) باهم ۾ بحث ڪري رهيا هوندا ۽ انهن مان ڪمزور وڏن ماڻهن کي چئي رهيا هوندا ته اسان توهانجا تابع هئاسين پوءِ ڇا اڄ توهان اسانکي باهہ جي عذاب جي ڪنهن حصي کان بچائي سگهو ٿا؟

قَالَ الَّذِيْنَ اسْتَكْبَرُوْٓا اِنَّا كُلٌّ فِيْهَآ ۙ اِنَّ اللّٰهَ قَدْ حَكَمَ بَيْنَ الْعِبَادِ ﴿٤٩﴾

۴۹-وڏا ماڻهو چوندا، اسان سڀ انهيءَ عذاب ۾ مبتلا آهيون. اللّٰه پنهنجن ٻانهن جي وچ ۾ جيڪو فيصلو ڪرڻو هو ڪري ڇڏيو.

وَقَالَ الَّذِيْنَ فِي النَّارِ لِخَزَنَةِ جَهَنَّمَ ادْعُوْا رَبَّكُمْ يُخَفِّفْ عَنَّا يَوْمًا مِّنَ الْعَذَابِ ﴿٥٠﴾

۵۰-۽ دوزخي ماڻهو دوزخ جي داروغن کي چوندا، توهان پنهنجي رب کي پُڪاريو ته عذاب جو ڪجهہ وقت ته اسان تان گهٽ ڪري.

قَالُوْٓا اَوَلَمْ تَكُ تَاْتِيْكُمْ رُسُلُكُمْ بِالْبَيِّنٰتِ ۭ قَالُوْا بَلٰى ۭ قَالُوْا فَادْعُوْا ۚ وَمَا دُعٰۗؤُا الْكٰفِرِيْنَ اِلَّا فِيْ ضَلٰلٍ ﴿٥١﴾ ع

۵۱-اُهي چوندا ته ڇا توهان وٽ توهانجا رسول دليل کڻي نه آيا هئا اهي چوندا ته هائو- ڇو نه؟ انهيءَ تي اهي (دوزخ جا داروغا) چوندا، هاڻي توهان (جيترو وڻيو) پُڪاريندا رهو ۽ ڪافرن جي دعا ضائع ٿي ويندي آهي.

اِنَّا لَنَنْصُرُ رُسُلَنَا وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا فِي الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا وَيَوْمَ يَقُوْمُ الْاَشْهَادُ ﴿٥٢﴾

۵۲-اسان پنهنجن رسولن ۽ انهن تي ايمان آڻڻ وارن جي هن دنيا ۾ بہ ضرور مدد ڪنداسين ۽ انهيءَ ڏينهن بہ جڏهن شاهد بيٺا هوندا.

يَوْمَ لَا يَنْفَعُ الظّٰلِمِيْنَ مَعْذِرَتُهُمْ وَلَهُمُ اللَّعْنَةُ وَلَهُمْ سُوْۗءُ الدَّارِ ﴿٥٣﴾

۵۳-جنهن ڏينهن ظالمن کي انهن جو عذر ڪو نفعو نه ڏيندو ۽ انهن تي (خدا تعاليٰ جي) لعنت نازل ٿيندي. ۽ انهن کي برو گهر (رهڻ جو) ملندو.

وَلَقَدْ اٰتَيْنَا مُوْسَى الْهُدٰى وَاَوْرَثْنَا بَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ الْكِتٰبَ ﴿٥٤﴾

٥٤-۽ اسان يقيناً موسٰي کي هدايت ڏني هئي ۽ بني اسرائيل کي (هن) ڪتاب (يعني تورات) جو وارث بڻائي ڇڏيو هو.

هُدًى وَّذِكْرٰى لِاُولِى الْاَلْبَابِ ﴿٥٥﴾

٥٥-جيڪو عقلمندن جي لاءِ هدايت ۽ نصيحت جو موجب هو.

فَاصْبِرْ اِنَّ وَعْدَ اللّٰهِ حَقٌّ وَّاسْتَغْفِرْ لِذَنْۢبِكَ وَسَبِّحْ بِحَمْدِ رَبِّكَ بِالْعَشِيِّ وَالْاِبْكَارِ ﴿٥٦﴾

٥٦-بس تون صبر ڪر. الله جو واعدو پورو ٿي رهندو ۽ جيڪي تنهنجا گناهه ماڻهن ڪيا آهن انهن جي به سندن حق ۾ بخشش گهرندو ① رهه ۽ پنهنجي رب جي شام ۽ صبح حمد سان گڏ تسبيح به ڪندو رهندو ڪر.

اِنَّ الَّذِيْنَ يُجَادِلُوْنَ فِيْٓ اٰيٰتِ اللّٰهِ بِغَيْرِ سُلْطٰنٍ اَتٰىهُمْ ۙ اِنْ فِيْ صُدُوْرِهِمْ اِلَّا كِبْرٌ مَّا هُمْ بِبَالِغِيْهِ ۚ فَاسْتَعِذْ بِاللّٰهِ ۭ اِنَّهٗ هُوَ السَّمِيْعُ الْبَصِيْرُ ﴿٥٧﴾

٥٧- اهي ماڻهو جيڪي الله تعالٰي جي آيتن جي باري ۾ بغير ڪنهن دليل جي جيڪي انهن وٽ (خدا جي طرفان) آيو هجي بحث ۾ لڳا رهن ٿا،انهن جي دلين ۾ وڏيون وڏيون خواهشون آهن جنڪي اُهي ڪڏهن نه پهچندا. پوءِ الله جي پناهه گُهرندو رهه. اهو ڏاڍو ٻڌڻ وارو (۽) ڏاڍو ڏسڻ وارو آهي.

لَخَلْقُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ اَكْبَرُ مِنْ خَلْقِ النَّاسِ وَلٰكِنَّ اَكْثَرَ النَّاسِ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿٥٨﴾

٥٨- آسمانن ۽ زمين جي پيدائش انسانن جي پيدائش کان وڏو ڪم آهي پر اڪثر انسان ڄاڻن نٿا.

وَمَا يَسْتَوِى الْاَعْمٰى وَالْبَصِيْرُ ۥ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ وَلَا

٥٩-۽ انڌا ۽ اکين وارا برابر نٿا ٿي سگهن ۽ جن ماڻهن ايمان آندو ۽ ايمان جي مطابق انهن ڪم ڪيا اهي بدڪردار

١-ان جي تشريح لاءِ ڏسو تفسير ڪبير جلد ١٠ تفسير سورت النصر.

الْمُسِیْٓءُ ۭ قَلِيْلًا مَّا تَتَذَكَّرُوْنَ ﴿٥٩﴾

ماڻهن جي (برابر نٿا ٿي سگهن) توهان ماڻهو بلڪل نصيحت حاصل نٿا ڪيو.

اِنَّ السَّاعَةَ لَاٰتِيَةٌ لَّا رَيْبَ فِيْهَا وَلٰكِنَّ اَكْثَرَ النَّاسِ لَا يُؤْمِنُوْنَ ﴿٦٠﴾

٦٠- ۽ انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي ته تباهيءَ جي گهڙي① ضرور اچڻ واري آهي پر اڪثر ماڻهو ايمان نٿا آڻين.

وَقَالَ رَبُّكُمُ ادْعُوْنِيْٓ اَسْتَجِبْ لَكُمْ ۭ اِنَّ الَّذِيْنَ يَسْتَكْبِرُوْنَ عَنْ عِبَادَتِيْ سَيَدْخُلُوْنَ جَهَنَّمَ دٰخِرِيْنَ ﴿٦١﴾ ع

٦١- ۽ توهانجو رب چوي ٿو مونکي پڪاريو، مان توهانجي دُعا ٻڌندس- جيڪي ماڻهو اسانجي عبادت جي معاملي ۾ تڪبر ڪان ڪم وٺن ٿا اهي ضرور جهنم ۾ خوار ٿي داخل ٿيندا.

اَللّٰهُ الَّذِيْ جَعَلَ لَكُمُ الَّيْلَ لِتَسْكُنُوْا فِيْهِ وَالنَّهَارَ مُبْصِرًا ۭ اِنَّ اللّٰهَ لَذُوْ فَضْلٍ عَلَى النَّاسِ وَلٰكِنَّ اَكْثَرَ النَّاسِ لَا يَشْكُرُوْنَ ﴿٦٢﴾

٦٢- اللّٰـه اهو آهي جنهن اوهان لاءِ رات بڻائي انهيءَ لاءِ ته توهان انهيءَ ۾ آرام حاصل ڪيو، ۽ ڏينهن کي ڏيکارڻ وارو بڻايو آهي اللّٰـه ماڻهن تي وڏو فضل ڪرڻ وارو آهي. (پر ماڻهن مان اڪثر شڪر نٿا ڪن).

ذٰلِكُمُ اللّٰهُ رَبُّكُمْ خَالِقُ كُلِّ شَيْءٍ ۘ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ۡ فَاَنّٰى تُؤْفَكُوْنَ ﴿٦٣﴾

٦٣- اِهو اللّٰه توهانجو اُهو رب آهي جيڪو هر شيءِ جو پيدا ڪندڙ آهي انهيءَ کانسواءِ ڪو معبود ڪونهي- پوءِ ٻڌايو ته سهي توهان کي ڪيڏانهن ڦيرايو پيو وڃي.

كَذٰلِكَ يُؤْفَكُ الَّذِيْنَ كَانُوْا بِاٰيٰتِ اللّٰهِ يَجْحَدُوْنَ ﴿٦٤﴾

٦٤- اهڙيءَ طرح انهن ماڻهن کي گهٽ عقل جي ڳالهين ڏانهن ڦيرائي نيو ويندو آهي. جيڪي اللّٰـه جي آيتن جو ضد سان

١- هن جڳهه تي اَلسَّـاعَة مان دنياوي تباهيءَ جي گهڙي به مراد ٿي سگهي ٿي ۽ آخرت واري به. پر دنياوي تباهيءَ جي گهڙي جيئن ته ڪافرن کي نظر اچي سگهي ٿي اُن ڪري اُن کي مقدم سمجهڻ گهُرجي ۽ آخرت واري تباهي جيئن ته نظر نٿي اچي سگهي اُن ڪري ان کي مؤخّر سمجهڻ گهُرجي.

انڪار ڪن ٿا.

اَللّٰهُ الَّذِیْ جَعَلَ لَكُمُ الْاَرْضَ قَرَارًا وَّالسَّمَآءَ بِنَآءً وَّ صَوَّرَكُمْ فَاَحْسَنَ صُوَرَكُمْ وَرَزَقَكُمْ مِّنَ الطَّیِّبٰتِ ؕ ذٰلِكُمُ اللّٰهُ رَبُّكُمْ ۚۖ فَتَبٰرَكَ اللّٰهُ رَبُّ الْعٰلَمِیْنَ ﴿۶۵﴾

**٦٥**-(حالانڪ) الـلّٰه اهو آهي جنهن زمين ڪي توهان لاءِ قرار جي جڳهه بڻايو آهي ۽ آسمان ڪي هڪ جڳهه جي صورت ۾ (حفاظت لاءِ بڻايو آهي) ۽ انهيءَ توهانڪي مختلف طاقتون بخشيون آهن ۽ پوءِ انهن طاقتن ڪي نهايت اعليٰ درجي جو ۽ مضبوط بڻايو آهي ۽ توهانڪي پاڪ رزق بخشيو آهي- اِهو الـلّٰه آهي جيڪو اوهانجو رب به آهي پوءِ ڏاڍو برڪت وارو آهي الـلّٰه جيڪو سيني جهانن جو رب آهي.

هُوَ الْحَیُّ لَاۤ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ فَادْعُوْهُ مُخْلِصِیْنَ لَهُ الدِّیْنَ ؕ اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِیْنَ ﴿۶۶﴾

**٦٦**-هُو زندهه (۽ ٻين ڪي زندگي ڏيڻ وارو) آهي- انهيءَ کانسواءِ ڪو معبود ڪونهي،۽ اللّٰه جي لاءِ عبادت① ڪي خالص ڪندي انهيءَ ڪي پُڪاريو، سڀ تعريف الـلّٰه جي ئي آهي جيڪو سيني جهانن جو رب آهي.

قُلْ اِنِّیْ نُهِیْتُ اَنْ اَعْبُدَ الَّذِیْنَ تَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ لَمَّا جَآءَنِیَ الْبَیِّنٰتُ مِنْ رَّبِّیْ ؗ وَاُمِرْتُ اَنْ اُسْلِمَ

**٦٧**-تون چؤ ته مونکي انهيءَ کان روڪيو ويو آهي ته مان انهن جي عبادت ڪريان جن ڪي توهان اللّٰه کانسواءِ پڪاريو ٿا- خصوصاً تڏهن جڏهن مون وٽ منهنجي رب جي طرفان ڪليل نشان به اچي چڪا آهن ۽

١-عربيءَ جي لفظن جي لحاظ سان هتي ضمير استعمال ٿيڻ گُهرجي پر جيئن ته اڳ ۾ اللّٰه جو ذڪر گذري چُڪو آهي ۽ اڙدوءَ ۾ مضمون واضح نٿو ٿئي اسان هن جاءِ تي الــلّٰـــه جو لفظ کولي لکي ڇڏيو آهي. ۽ اُن کانپوءِ ضمير ئي رهڻ ڏنو آهي. هي صرف عربي ۽ اڙدو ۾ بيان ڪرڻ جو فرق آهي.

لِرَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿٦٧﴾

مونکي حڪم ڏنو ويو آهي تہ مان صرف سڀني جهانن جي رب جي اطاعت ڪريان.

هُوَ الَّذِیْ خَلَقَكُمْ مِّنْ تُرَابٍ ثُمَّ مِنْ نُّطْفَةٍ ثُمَّ مِنْ عَلَقَةٍ ثُمَّ یُخْرِجُكُمْ طِفْلًا ثُمَّ لِتَبْلُغُوْۤا اَشُدَّكُمْ ثُمَّ لِتَكُوْنُوْا شُیُوْخًا ۚ وَ مِنْكُمْ مَّنْ یُّتَوَفّٰى مِنْ قَبْلُ وَ لِتَبْلُغُوْۤا اَجَلًا مُّسَمًّى وَّ لَعَلَّكُمْ تَعْقِلُوْنَ ﴿٦٨﴾

٦٨ـ اُهو ئي آهي جنهن توهانکي (پهرين دور ۾) مٽيءَ مان پيدا ڪيو پوءِ (ٻئي دور ۾) نطفي مان پوءِ (ٽئين دور ۾) هڪَ رتُ جي دِڳ مان پوءِ (انهيءَ مان) توهانکي هڪ ٻار ٺاهي ڪڍي ٿو. پوءِ انهيءَ جو نتيجو اهو ٿئي ٿو جو توهان پنهنجي جوانيءَ کي پهچي وڃو ٿا پوءِ انهيءَ جو نتيجو اهو ٿئي ٿو تہ توهان پنهنجي پيريءَ کي پهچي وڃو ٿا ۽ توهان مان ڪنهن جو روح انهيءَ (عمر کي پهچڻ) کان پهرين (يعني پيريءَ جي عمر کان پهرين) قبض ڪيو وڃي ٿو ۽ اهو ائين انهيءَ لاءِ ڪيو وڃي ٿو تہ توهان انهيءَ مدت کي پهچي وڃو جيڪا توهانجي لاءِ مقرر ڪئي وئي آهي ۽ انهيءَ لاءِ بہ تہ توهان (انهيءَ ڍر جي زماني مان فائدو وٺي) عقل کان ڪم وٺو.

هُوَ الَّذِیْ یُحْیٖ وَ یُمِیْتُ ۚ فَاِذَا قَضٰۤى اَمْرًا فَاِنَّمَا یَقُوْلُ لَهٗ كُنْ فَیَكُوْنُ ﴿٦٩﴾ ع ٨/٧ ١٢

٦٩ـ اهو خدا ئي آهي جيڪو زنده ڪري ٿو ۽ ماري ٿو پوءِ جڏهن اهو ڪنهن ڳالهہ جو فيصلو ڪري ڇڏي ٿو تہ انهيءَ جي باري ۾ چوي ٿو، ٿي وڃي، سو اهو ٿي وڃي ٿو.

اَلَمْ تَرَ اِلَى الَّذِیْنَ یُجَادِلُوْنَ فِیْۤ اٰیٰتِ اللّٰهِ ؕ اَنّٰى یُصْرَفُوْنَ ﴿٧٠﴾

معانقة ١٣ عند المتأخرين

٧٠ـ ڇا تو انهن ماڻهن کي نہ ڏٺو آهي جيڪي اللّٰه جي آيتن متعلق جهڳڙندا رهن ٿا اهي ڪيڏانهن ڦيرائي نيا وڃن ٿا.

الَّذِیْنَ كَذَّبُوْا بِالْكِتٰبِ وَ بِمَاۤ اَرْسَلْنَا بِهٖ

٧١ـ اهي (انهيءَ قسم جا) ماڻهو آهن جن اسانجي ڪتاب جو بہ ۽ اسانجي رسولن

رُسُلَنَا ۚ فَسَوْفَ يَعْلَمُوْنَ ﴿٧١﴾

جيڪو پيغام آندو آهي انهيءَ جو به انڪار ڪري ڇڏيو آهي پوءِ هاڻي اهي جلدي پنهنجي انجام کي ڏسي وٺندا.

اِذِ الْاَغْلٰلُ فِيْٓ اَعْنَاقِهِمْ وَالسَّلٰسِلُ ۭ يُسْحَبُوْنَ ﴿٧٢﴾ فِي الْحَمِيْمِ ڏ ثُمَّ فِي النَّارِ يُسْجَرُوْنَ ﴿٧٣﴾ ثُمَّ قِيْلَ لَهُمْ اَيْنَ مَا كُنْتُمْ تُشْرِكُوْنَ ﴿٧٤﴾

٧٢، ٧٣ - جڏهن ڳٽ ۽ زنجيرون انهن جي ڳچين ۾ هونديون ۽ اهي (انهن زنجيرن جي ذريعي ساڙڻ واري) گرم پاڻيءَ ۾ گهليا ويندا- پوءِ دوزخ ۾ اُڇليا ويندا.

٧٤ - پوءِ انهن کي چيو ويندو، اُهي (معبود) ڪٿي آهن جن کي توهان الله کانسواءِ خدا جو شريڪ بڻائيندا هئا،

مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ ۭ قَالُوْا ضَلُّوْا عَنَّا بَلْ لَّمْ نَكُنْ نَّدْعُوْا مِنْ قَبْلُ شَيْـًٔا ۭ كَذٰلِكَ يُضِلُّ اللّٰهُ الْكٰفِرِيْنَ ﴿٧٥﴾

٧٥ - هو چوندا هن وقت اهي اسان کان وڃائجي ويا آهن (پوءِ چوندا) ائين نه آهي حقيقت هيءَ آهي ته اسان هن کان پهرين ڪنهن شيءَ کي خدا جو شريڪ بڻائيندا ئي نه هئاسين، اهڙيءَ طرح الله ڪافرن کي گمراهه ڪندو آهي.

ذٰلِكُمْ بِمَا كُنْتُمْ تَفْرَحُوْنَ فِي الْاَرْضِ بِغَيْرِ الْحَقِّ وَبِمَا كُنْتُمْ تَمْرَحُوْنَ ﴿٧٦﴾

٧٦ - اها ئي (حقيقت) آهي جنهن جي باعث توهان بغير ڪنهن دليل جي خوشيون ملهائيندا هئا ۽ جنهن جي سببان توهان بنان ڪنهن سبب جي غرور ڪندا هئا.

اُدْخُلُوْٓا اَبْوَابَ جَهَنَّمَ خٰلِدِيْنَ فِيْهَا ۚ فَبِئْسَ مَثْوَى الْمُتَكَبِّرِيْنَ ﴿٧٧﴾

٧٧ - (هاڻي وڃي) جهنم جي دروازن ۾ داخل ٿي وڃو (چو جو توهان جي لاءِ فيصلو ٿي چڪو آهي ته) توهان انهيءَ ۾ ئي رهندؤ ۽ متڪبرن جو ٺڪاڻو ڏاڍو برو آهي.

فَاصْبِرْ اِنَّ وَعْدَ اللّٰهِ حَقٌّ ۚ فَاِمَّا نُرِيَنَّكَ

٧٨ - پوءِ صبر ڪر الله جو واعدو ضرور

بَعۡضَ الَّذِیۡ نَعِدُهُمۡ اَوۡ نَتَوَفَّیَنَّكَ فَاِلَیۡنَا یُرۡجَعُوۡنَ ﴿۷۸﴾

پورو ٿي رهندو ۽ جيڪڏهن اسان توکي انهن ڳالهين مان جن جو انهن سان واعدو ڪيو وڃي ٿو ڪي (تنهنجي موت تائين) ڏيکاريون (تہ ڪي پيشگوئيون تنهنجي وفات بعد پوريون ٿينديون ۽ انهيءَ ۾ ڪو حرج ڪونهي) ڇو جو اهي اسان ڏانهن موٽايا ويندا (۽ اتي انهن جي پچاڙي انهن تي کلي ويندي).

وَلَقَدۡ اَرۡسَلۡنَا رُسُلًا مِّنۡ قَبۡلِكَ مِنۡهُمۡ مَّنۡ قَصَصۡنَا عَلَیۡكَ وَمِنۡهُمۡ مَّنۡ لَّمۡ نَقۡصُصۡ عَلَیۡكَ ؕ وَمَا كَانَ لِرَسُوۡلٍ اَنۡ یَّاۡتِیَ بِاٰیَةٍ اِلَّا بِاِذۡنِ اللّٰهِ ۚ فَاِذَا جَآءَ اَمۡرُ اللّٰهِ قُضِیَ بِالۡحَقِّ وَخَسِرَ هُنَالِكَ الۡمُبۡطِلُوۡنَ ﴿۷۹﴾ ع

۷۹-۽ اسان توکان پهرين ڪيترا رسول موڪليا هئا ڪن جو ذڪر اسان تنهنجي آڪيان ڪري ڇڏيو آهي ۽ ڪن جو ذڪر اسان تنهنجي اڳيان نہ ڪيو آهي ۽ ڪنهن رسول کي اها طاقت نہ آهي جو خدا جي حڪم کانسواءِ ڪو ڪلام آڻي ۽ جڏهن اللّٰہ جو حڪم اچي وڃي ٿو تہ حق جي مطابق فيصلو ڪيو وڃي ٿو ۽ ڪوڙ ڳالهائڻ وارا ماٺهو گهاٽي ۾ پئجي وڃن ٿا.

اَللّٰهُ الَّذِیۡ جَعَلَ لَكُمُ الۡاَنۡعَامَ لِتَرۡكَبُوۡا مِنۡهَا وَمِنۡهَا تَاۡكُلُوۡنَ ﴿۸۰﴾

۸۰-اللّٰہ اُهو ئي آهي جنهن توهانجي لاءِ چوپايا پيدا ڪيا آهن انهيءَ لاءِ تہ انهن مان ڪن تي توهان سواري ڪيو ۽ انهن مان ڪن جو (گوشت) کائو.

وَلَكُمۡ فِیۡهَا مَنَافِعُ وَلِتَبۡلُغُوۡا عَلَیۡهَا حَاجَةً فِیۡ صُدُوۡرِكُمۡ وَعَلَیۡهَا وَعَلَی الۡفُلۡكِ تُحۡمَلُوۡنَ ﴿۸۱﴾ ؕ

۸۱-۽ انهن چوپاين ۾ توهانجي لاءِ پيا بہ ڪيترائي فائدا آهن ۽ هيءُ (مقصد بہ آهي) تہ توهان انهن تي بار کڻڻ وغيره ڪري پنهنجي دلين جي حاجت پوري ڪندا ڪيو، ۽ انهن (چوپاين) تي ۽ ٻيڙين تي توهان کي

سوار ڪيو وڃي ٿو.

وَيُرِيْكُمْ اٰيٰتِهٖ ۖ فَاَيَّ اٰيٰتِ اللّٰهِ تُنْكِرُوْنَ ۝٨١

٨١- ۽ هو (يعني خدا) توهانکي پنهنجا نشان ڏيکاري ٿو پوءِ توهان اللّٰــه جي نشانن مان ڪهڙي نشان جو انڪار ڪري سگهو ٿا.

اَفَلَمْ يَسِيْرُوْا فِى الْاَرْضِ فَيَنْظُرُوْا كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ ؕ كَانُوْٓا اَكْثَرَ مِنْهُمْ وَاَشَدَّ قُوَّةً وَّاٰثَارًا فِى الْاَرْضِ فَمَآ اَغْنٰى عَنْهُمْ مَّا كَانُوْا يَكْسِبُوْنَ ۝٨٢

٨٣- ڇا اهي زمين ۾ نه گهميا آهن جو ڏسن ها ته انهن کان پهرين جي ڇچاڙي ڪهڙي ٿي؟ اُهي ملڪ ۾ انهن کان تعداد ۽ طاقت ۾ به وڌيڪ هئا ۽ عمارتن وغيره جي فنن ۾ به وڌيڪ (ماهر) هئا- پر انهن جي عملن کين ڪو نفعو نه ڏنو هو.

فَلَمَّا جَآءَتْهُمْ رُسُلُهُمْ بِالْبَيِّنٰتِ فَرِحُوْا بِمَا عِنْدَهُمْ مِّنَ الْعِلْمِ وَحَاقَ بِهِمْ مَّا كَانُوْا بِهٖ يَسْتَهْزِءُوْنَ ۝٨٣

٨٤- ۽ جڏهن انهن وٽ انهن جا رسول نشان کڻي آيا ته انهن وٽ جيڪو ٿورو گهڻو علم هو انهيءَ تي فخر ڪرڻ لڳا ۽ جنهن (عذاب) تي اهي کِلندا هئا انهيءَ ئي انهن کي گهيري ورتو.

فَلَمَّا رَاَوْا بَاْسَنَا قَالُوْٓا اٰمَنَّا بِاللّٰهِ وَحْدَهٗ وَكَفَرْنَا بِمَا كُنَّا بِهٖ مُشْرِكِيْنَ ۝٨٤

٨٥- پوءِ جڏهن انهن اسانجو عذاب ڏٺو ته چئي اُٿيا ته اسان ته اللّٰــه کي هڪ قرار ڏيندي انهيءَ تي ايمان آڻيون ٿا انهيءَ سان گڏ جن شين کي اسان شريڪ قرار ڏيندا هئاسين انهن جو اسان انڪار ڪيون ٿا.

فَلَمْ يَكُ يَنْفَعُهُمْ اِيْمَانُهُمْ لَمَّا رَاَوْا بَاْسَنَا ؕ سُنَّتَ اللّٰهِ الَّتِىْ قَدْ خَلَتْ فِىْ عِبَادِهٖ ۚ وَخَسِرَ هُنَالِكَ الْكٰفِرُوْنَ ۝٨٥ ع ٧ ١٤

٨٦- پوءِ جڏهن انهن اسانجو عذاب ڏسي ورتو ته انهن جي ايمان انهن کي ڪو فائدو نه پهچايو- اهائي اللّٰه جي مقرر ڪيل سنت آهي جيڪا انهيءَ جي ٻانهن ۾ هلندي اچي ٿي ۽ ان وقت ڪافر گهاٽي ۾ پئجي ويا.

سُوْرَةُ حٰمٓ السَّجْدَةِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ خَمْسٌ وَّخَمْسُوْنَ اٰيَةً وَّ سِتَّةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت حٰمٓ سجده- هيءُ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون پنجونجاهه آيتون ۽ ڇهه رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١-(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

حٰمٓ ②

٢- حميد① ۽ مجيد (خدا جون صفتون هن سورت ۾ بيان ڪيون ويون آهن).

تَنْزِيْلٌ مِّنَ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ③

٣- هيءُ قرآن بي انتها رحم ڪرڻ واري ۽ بار بار ڪرم ڪرڻ واري (خدا) جي طرفان نازل ٿيو آهي.

كِتٰبٌ فُصِّلَتْ اٰيٰتُهٗ قُرْاٰنًا عَرَبِيًّا لِّقَوْمٍ يَّعْلَمُوْنَ ④

٤-(۽) اهڙو ڪتاب آهي جنهن جون آيتون خوب تفصيل سان بيان ڪيون ويون آهن ۽ جيڪو (ڪتاب) خوب پڙهيو ويندو ۽ (اهو اهڙي زبان ۾ آهي جيڪا) پنهنجو مطلب پاڻ کولي بيان ڪري ٿي پر (هيءُ ڪتاب) انهن کي ئي فائدو ڏئي ٿو جيڪي (روحاني) علم رکندا آهن.

بَشِيْرًا وَّنَذِيْرًا ۚ فَاَعْرَضَ اَكْثَرُهُمْ فَهُمْ لَا يَسْمَعُوْنَ ⑤

٥-(نيڪن کي) خوشخبري ڏيڻ وارو ۽ (برن کي) هوشيار ڪرڻ وارو آهي. پوءِ (به) انهن مان ڪيترن منهن موڙيو ۽ اهي انهيءَ کي ٻڌڻ لاءِ به تيار نه آهن.

---

١-حٰمٓ قرآن ڪريم جي مقطعات منجهان آهي. حَا حَمِيْد جو جانشين آهي ۽ مِيْم مَجِيْد جو (تفصيل لاءِ ڏسو سورت بقره نوٽ آيت ٢).

وَقَالُوْا قُلُوْبُنَا فِيْٓ اَكِنَّةٍ مِّمَّا تَدْعُوْنَآ اِلَيْهِ وَفِيْٓ اٰذَانِنَا وَقْرٌ وَّمِنْۢ بَيْنِنَا وَبَيْنِكَ حِجَابٌ فَاعْمَلْ اِنَّنَا عٰمِلُوْنَ ۝٦

٦- ۽ چون ٿا جنهن شيءِ ڏانهن توهان اسانکي سڏيو ٿا انهيءَ جي مڃڻ کان اسانجون دليون پردن ۾ آهن (يعني اُهي اسانجي دل تي اثر نه ٿيون ڪري سگهن) ۽ اسانجي ڪنن ۾ بوڙائپ① آهي (جنهن جي ڪري اسان تنهنجي ڳالهه ئي ٻڌي نٿا سگهون) ۽ اسانجي ۽ توهانجي وچ ۾ هڪ پردو② آهي- پوءِ تون (پنهنجي عقيدي جي مطابق) ڪم ڪر،اسان (پنهنجي عقيدي جي مطابق) ڪم ڪنداسين.

قُلْ اِنَّمَآ اَنَا بَشَرٌ مِّثْلُكُمْ يُوْحٰٓى اِلَيَّ اَنَّمَآ اِلٰهُكُمْ اِلٰهٌ وَّاحِدٌ فَاسْتَقِيْمُوْٓا اِلَيْهِ وَاسْتَغْفِرُوْهُ ۭ وَوَيْلٌ لِّلْمُشْرِكِيْنَ ۝٧

٧-تون چوءُ، مان به توهان وانگر هڪ ماڻهو آهيان، مون ڏانهن وحي ڪئي وڃي ٿي ته توهانجو صرف هڪ خدا آهي- پوءِ انهيءَ جو خيال ڪري پختگي ڏيکاريو- ۽ انهيءَ کان استغفار ڪندا رهو (ته پير نه ترڪي وڃي) ۽ (ياد رکو ته) مشرڪن جي لاءِ عذاب (مقدر) آهي.

الَّذِيْنَ لَا يُؤْتُوْنَ الزَّكٰوةَ وَهُمْ بِالْاٰخِرَةِ هُمْ كٰفِرُوْنَ ۝٨

٨-اهي مشرڪ جيڪي نه زڪوات ڏين ٿا ۽ نه آخرت تي ايمان آڻين ٿا.

اِنَّ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ لَهُمْ اَجْرٌ غَيْرُ مَمْنُوْنٍ ۝٩

٩- يقيناً اهي (ماڻهو) جن ايمان به آندو ۽ انهيءَ جي مطابق انهن عمل به ڪيا، انهن جي لاءِ هڪ نه ختم ٿيڻ وارو اجر (مقدر) آهي.

١ ـ بوڙائپ مان مراد هي آهي ته دل مائل نا هن ته ڪن ڪيئن ٻڌندا.

٢ ـ پردي مان مراد طبيعتن جو اختلاف آهي.

قُلْ اَئِنَّكُمْ لَتَكْفُرُوْنَ بِالَّذِيْ خَلَقَ الْاَرْضَ فِيْ يَوْمَيْنِ وَتَجْعَلُوْنَ لَهٗٓ اَنْدَادًا ۭ ذٰلِكَ رَبُّ الْعٰلَمِيْنَ ۝ۚ۱۰

۱۰- تون چؤ، ڇا توهان انهيءَ خدا جو انڪار ڪيو ٿا، جنهن زمين کي ٻن دورن ۾ پيدا ڪيو آهي، ۽ انهيءَ جا شريڪ مقرر ڪيو ٿا- هيءُ (خدا ته) سيني جهانن جو رب آهي.

وَجَعَلَ فِيْهَا رَوَاسِيَ مِنْ فَوْقِهَا وَبٰرَكَ فِيْهَا وَقَدَّرَ فِيْهَآ اَقْوَاتَهَا فِيْٓ اَرْبَعَةِ اَيَّامٍ ۭ سَوَاۗءً لِّلسَّاۗىِٕلِيْنَ ۝۱۱

۱۱- ۽ هُن زمين ۾ اُن جي مٿان جبل بڻايا آهن ۽ انهيءَ ۾ وڏي برڪت رکي آهي ۽ انهيءَ ۾ رهڻ وارن جي کاڌي پيتي (١) لاءِ هر شيءِ کي اندازي جي مطابق بڻايو آهي- اهو سڀ ڪجهه چئن دورن ۾ ڪيو آهي- اها ڳالهه (٢) سيني پڇڻ وارن لاءِ هڪ جهڙي آهي.

ثُمَّ اسْتَوٰٓى اِلَى السَّمَاۗءِ وَهِىَ دُخَانٌ فَقَالَ لَهَا وَلِلْاَرْضِ ائْتِيَا طَوْعًا اَوْ كَرْهًا ۭ قَالَتَآ اَتَيْنَا طَاۗىِٕعِيْنَ ۝۱۲

۱۲- پوءِ آسمان ڏانهن متوجه ٿيو- ۽ اهو محض هڪ ڏُنڌ وانگر هو- ۽ هن انهيءَ کي ۽ زمين کي چيو ته ٻئي پنهنجي مرضيءَ سان يا مجبور ٿي منهنجي فرمانبرداريءَ لاءِ اچو- انهن ٻنهي چيو اسان فرمانبردار ٿي اچي ويا آهيون.

١ ـ هن آيت مان هي اشارو ملي ٿو ته هڪ زماني ۾ زمين کي پوري غذا پيدا ڪرڻ جي قابل نه سمجهيو ويندو. پر اللّٰه تعاليٰ اُن جو رد ڪري ٿو ۽ فرمائي ٿو ته اسان زمين ۾ اهڙا سامان پيدا ڪري ڇڏيا آهن جن جي سببان اُها ضرورت مطابق غذا ڏيندي. يلي زمين مان ڪڍي، يائنين غذا جي ايجاد ڪرڻ سان، يا آسماني شعاعن جي مدد سان.

٢ ـ مطلب هي آهي ته لکُ ماڻهو به سوال ڪن ته اسانجو جواب اِهوئي هوندو.جيئن ته غذا جي مسئلي تي دنيا ۾ اٽڪل ٻه سئو سالن کان مختلف ملڪن ۾ بحث هلندو پيو اچي سيني کي مٿي لکيل جواب پڙهڻ گُهرجي ته اِهو خدا تعاليٰ جو فيصلو آهي. هڪ دفعي مسٽر ڪپور جيڪو پنجاب يونيورسٽي جو پروفيسر غذا هو مون سان ملڻ لاءِ قاديان آيو ۽ مون قرآن جي آيتن سان اُن کي غذا جومسئلو سمجهايو ته هو ڏاڍو حيران ٿيو ۽ گُهر ڪيائين ته اِهي آيتون مونکي لکي ڏنيون وڃن اُن ڪري مون اُن کي لکرائي ڇڏيون.

فَقَضٰىهُنَّ سَبْعَ سَمٰوَاتٍ فِيْ يَوْمَيْنِ وَاَوْحٰى فِيْ كُلِّ سَمَآءٍ اَمْرَهَا ؕ وَزَيَّنَّا السَّمَآءَ الدُّنْيَا بِمَصَابِيْحَ ۖ وَحِفْظًا ؕ ذٰلِكَ تَقْدِيْرُ الْعَزِيْزِ الْعَلِيْمِ ﴿١٣﴾

۱۳- پوءِ انهن کي ستن آسمانن جي صورت ۾ ٻن دورن ۾ ٺاهيو ۽ هر آسمان ۾ جيڪي ڪجهه ٺيٺو هو انهيءَ جي طاقت انهيءَ ۾ سمائي ڇڏيائين ۽ اسان هيٺين آسمان کي روشنين سان خوبصورت ٺاهيو ۽ (خوبصورت ٺاهڻ کان علاوه) حفاظت جي لاءِ به (انهيءَ ۾ سامان پيدا ڪيو) (۽) اها غالب (۽) ڄاڻڻ واري خدا جي تقدير آهي.

فَاِنْ اَعْرَضُوْا فَقُلْ اَنْذَرْتُكُمْ صٰعِقَةً مِّثْلَ صٰعِقَةِ عَادٍ وَّ ثَمُوْدَ ؕ ﴿١٤﴾

۱۴- پوءِ جيڪڏهن اهي منهن موڙين ته انهن کي چؤ ته مون توهانکي انهيءَ عذاب کان جيڪو عاد ۽ ثمود جهڙو عذاب آهي هوشيار ڪري ڇڏيو آهي.

اِذْ جَآءَتْهُمُ الرُّسُلُ مِنْۢ بَيْنِ اَيْدِيْهِمْ وَمِنْ خَلْفِهِمْ اَلَّا تَعْبُدُوْٓا اِلَّا اللّٰهَ ؕ قَالُوْا لَوْ شَآءَ رَبُّنَا لَاَنْزَلَ مَلٰٓئِكَةً فَاِنَّا بِمَآ اُرْسِلْتُمْ بِهٖ كٰفِرُوْنَ ﴿١٥﴾

۱۵- يعني جڏهن انهن وٽ انهن جي اڳيان به ۽ انهن جي پنيان به رسول آيا (يعني قومي زندگيءَ جي دوران لاڳيتو رسول آيا) هيءُ چوندي ته اللّٰه کانسواءِ ڪنهن جي عبادت نه ڪريو، ته انهن کين جواب ڏنو ته جيڪڏهن اسانجو رب گهري ها ته اسان تي خود فرشتا نازل ڪري ها. پوءِ اسان انهيءَ تعليم جو جنهن سان توهانکي موڪليو ويو آهي انڪار ڪيون ٿا.

فَاَمَّا عَادٌ فَاسْتَكْبَرُوْا فِي الْاَرْضِ بِغَيْرِ الْحَقِّ وَقَالُوْا مَنْ اَشَدُّ مِنَّا قُوَّةً ؕ اَوَلَمْ يَرَوْا اَنَّ اللّٰهَ الَّذِيْ خَلَقَهُمْ هُوَ اَشَدُّ

۱۶- ۽ عاد جي قوم زمين ۾ بغير ڪنهن حق جي تڪبر کان ڪم ورتو ۽ چيو، اسان کان وڌيڪ قوت ۾ ڪير آهي ڇا انهن ڏٺو نه آهي ته جنهن خدا انهن کي پيدا ڪيو

مِنْهُمْ قُوَّةً ؕ وَكَانُوْا بِاٰيٰتِنَا يَجْحَدُوْنَ ﴿١٥﴾

آهي. اهو انهن کان وڌيڪ طاقتور آهي ۽ اهي اسانجن آيتن جو ضد سان انڪار ڪندا هئا.

فَاَرْسَلْنَا عَلَيْهِمْ رِيْحًا صَرْصَرًا فِيْٓ اَيَّامٍ نَّحِسَاتٍ لِّنُذِيْقَهُمْ عَذَابَ الْخِزْيِ فِي الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا ؕ وَلَعَذَابُ الْاٰخِرَةِ اَخْزٰى وَهُمْ لَا يُنْصَرُوْنَ ﴿١٦﴾

**١٦**-پوءِ اسان انهن تي هڪ اهڙي هوا موڪلي جيڪا ڏاڍي تيز هئي ۽ منحوس ڏينهن ۾ آئي هئي انهيءَ لاءِ ته اسان انهن کي هن دنيا ۾ خواريءَ جو عذاب چکايون ۽ آخرت واري زندگيءَ جو عذاب انهيءَ کان به وڌيڪ خواريءَ وارو آهي ۽ (اتي) انهن جي ڪنهن رنگ ۾ مدد نه ڪئي ويندي.

وَاَمَّا ثَمُوْدُ فَهَدَيْنٰهُمْ فَاسْتَحَبُّوا الْعَمٰى عَلَى الْهُدٰى فَاَخَذَتْهُمْ صٰعِقَةُ الْعَذَابِ الْهُوْنِ بِمَا كَانُوْا يَكْسِبُوْنَ ﴿١٧﴾ۚ

**١٧**-۽ ثمود (جو اهو حال هو جو) اسان انهن کي هدايت جو رستو ڏيکاريو هو- پر انهن گمراهيءَ کي هدايت تي ترجيح ڏني. پوءِ انهن کي هڪ خواريءَ جي عذاب، انهن جي عملن جي سببان اچي گهيري ورتو.

وَنَجَّيْنَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَكَانُوْا يَتَّقُوْنَ ﴿١٨﴾ ع ٢ ١٦

**١٨**-۽ جيڪي متقي هئا ۽ مومن هئا انهن کي اسان نجات ڏيئي ڇڏي.

وَيَوْمَ يُحْشَرُ اَعْدَآءُ اللّٰهِ اِلَى النَّارِ فَهُمْ يُوْزَعُوْنَ ﴿١٩﴾

**١٩**-۽ جنهن ڏينهن اللّٰه جا دشمن (يعني ڪافر) زندهہ ڪري باهہ ڏانهن نيا ويندا پوءِ انهن کي مختلف درجن ۾ تقسيم ڪيو ويندو.

حَتّٰٓى اِذَا مَا جَآءُوْهَا شَهِدَ عَلَيْهِمْ سَمْعُهُمْ وَاَبْصَارُهُمْ وَجُلُوْدُهُمْ بِمَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿٢٠﴾

**٢٠**-ايستائين جو جڏهن اهي دوزخ وٽ پهچي ويندا انهن جا ڪن ۽ انهن جون اکيون ۽ انهن جون چمڙيون انهن جي عمل جي سببان انهن جي خلاف شاهدي ڏينديون.

وَقَالُوْا لِجُلُوْدِهِمْ لِمَ شَهِدْتُّمْ عَلَيْنَا ؕ

**٢١**-۽ اهي پنهنجي چمڙين کي چوندا ته توهان اسانجي خلاف شاهدي ڇو ڏني؟

قَالُوْٓا اَنْطَقَنَا اللّٰهُ الَّذِيْٓ اَنْطَقَ كُلَّ شَيْءٍ وَّ هُوَ خَلَقَكُمْ اَوَّلَ مَرَّةٍ وَّ اِلَيْهِ تُرْجَعُوْنَ ﴿٢٢﴾

۽ انهن جون چمڙيون جواب ۾ چونديون، اسان کان اُنهيءَ خدا ڪلام ڪرايو آهي جنهن هر شيءِ کان ڪلام ڪرايو آهي ۽ انهيءَ توهانکي پهرين دفعو به پيدا ڪيو هو ۽ وري به توهان انهيءَ ڏانهن موٽايا ويندا.

وَمَا كُنْتُمْ تَسْتَتِرُوْنَ اَنْ يَّشْهَدَ عَلَيْكُمْ سَمْعُكُمْ وَلَآ اَبْصَارُكُمْ وَلَا جُلُوْدُكُمْ وَلٰكِنْ ظَنَنْتُمْ اَنَّ اللّٰهَ لَا يَعْلَمُ كَثِيْرًا مِّمَّا تَعْمَلُوْنَ ﴿٢٣﴾

**۲۳**-۽ توهان پنهنجا عيب انهيءَ خوف کان نه لڪائيندا هئا ته ڪٿي توهانجا ڪن ۽ توهانجون اکيون ۽ توهانجون چمڙيون توهانجي خلاف شاهدي نه ڏين. (پر بيِن ماڻهن جي آڏو ڪٽڻ جي ڊپ کان ائين ڪندا هئا) بلڪ توهانکي يقين هو، ته اللّٰه کي ته ڪيترين توهانجي ڳالهين جو علم ئي ڪونهي①.

وَذٰلِكُمْ ظَنُّكُمُ الَّذِيْ ظَنَنْتُمْ بِرَبِّكُمْ اَرْدٰىكُمْ فَاَصْبَحْتُمْ مِّنَ الْخٰسِرِيْنَ ﴿٢٤﴾

**۲۴**-۽ هي اِهائي بدظني هئي جيڪا توهان پنهنجي رب جي متعلق ڪئي جنهن توهانکي تباهه ڪري ڇڏيو ۽ توهان هر طرح نقصان ماڻڻ وارن مان ٿي ويا.

فَاِنْ يَّصْبِرُوْا فَالنَّارُ مَثْوًى لَّهُمْ ۚ وَاِنْ يَّسْتَعْتِبُوْا فَمَا هُمْ مِّنَ الْمُعْتَبِيْنَ ﴿٢٥﴾

**۲۵**-پوءِ جيڪڏهن اهي ماڻهو صبر کان ڪم وٺن ته باهه انهن جو ٺڪاڻو آهي ۽ جيڪڏهن اهي خدا جي حضور ۾ حاضر ٿيڻ چاهين ته انهن کي خدا جي حضور ۾ حاضر ٿيڻ جي اجازت نه ڏني ويندي.

وَقَيَّضْنَا لَهُمْ قُرَنَآءَ فَزَيَّنُوْا لَهُمْ مَّا بَيْنَ

**۲٦**-۽ اسان انهن سان ڪجهه اهڙا سنگتي لڳائي ڇڏيا جن انهن جي عملن کي سهڻو

١- يعني بيو ڪو شخص اسانجي خلاف گواهي ڏيڻ وارو ناهي ان ڪري انهيءَ سبب لِڪي ڇُپي گناهه ڪرڻ تي توهان دليري ڏيکاريندا هئا.

اَيۡدِيۡهِمۡ وَمَا خَلۡفَهُمۡ وَحَقَّ عَلَيۡهِمُ الۡقَوۡلُ فِىۡۤ اُمَمٍ قَدۡ خَلَتۡ مِنۡ قَبۡلِهِمۡ مِّنَ الۡجِنِّ وَالۡاِنۡسِ‌ۚ اِنَّهُمۡ كَانُوۡا خٰسِرِيۡنَ ﴿٢٦﴾ ع

ڪري ڏيکاريو. ۽ انهن جي مٿان اهو ئي حڪم جاري ٿي ويو جيڪو جنّن ۽ انسانن مان انهن ڪان پهرين گذريل قومن تي جاري ٿيو هو (يعني اهو) ته اهي نقصان حاصل ڪرڻ وارن مان ٿي ويندا.

وَقَالَ الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا لَا تَسۡمَعُوۡا لِهٰذَا الۡقُرۡاٰنِ وَالۡغَوۡا فِيۡهِ لَعَلَّكُمۡ تَغۡلِبُوۡنَ ﴿٢٧﴾

**٢٧**-۽ ڪافرن چيو، هن قرآن جي تعليم نه ٻڌو ۽ انهيءَ جي ٻڌائڻ جي وقت گوڙ ڪيو- انهيءَ لاءِ ته اهڙي طرح توهان غالب اچي وڃو.

فَلَنُذِيۡقَنَّ الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا عَذَابًا شَدِيۡدًا ۙ وَّلَنَجۡزِيَنَّهُمۡ اَسۡوَاَ الَّذِىۡ كَانُوۡا يَعۡمَلُوۡنَ ﴿٢٨﴾

**٢٨**-سو انهيءَ جي نتيجي ۾ اسان ڪافرن ڪي ضرور سخت عذاب جو مزو چکائيندا‌سين ۽ انهن جي بدترين عملن جي جزا انهن ڪي ڏيندا‌سين.

ذٰلِكَ جَزَآءُ اَعۡدَآءِ اللّٰهِ النَّارُ‌ۚ لَهُمۡ فِيۡهَا دَارُ الۡخُلۡدِ‌ؕ جَزَآءًۢ بِمَا كَانُوۡا بِاٰيٰتِنَا يَجۡحَدُوۡنَ ﴿٢٩﴾

**٢٩**-(۽) الله جي دشمنن جي جزا اها ئي آهي يعني باهه، انهيءَ ۾ هڪ ڏگهي عرصي تائين رهڻ وارو گهر انهن ڪي ملندو اها جزا انهن ڪي انهيءَ لاءِ ملندي جو اهي اسانجن آيتن جو ضد سان انڪار ڪندا هئا.

وَقَالَ الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا رَبَّنَاۤ اَرِنَا الَّذَيۡنِ اَضَلّٰنَا مِنَ الۡجِنِّ وَالۡاِنۡسِ نَجۡعَلۡهُمَا تَحۡتَ اَقۡدَامِنَا لِيَكُوۡنَا مِنَ الۡاَسۡفَلِيۡنَ ﴿٣٠﴾

**٣٠**-۽ ڪافر چوندا ته اي اسانجا رب! تون اسانکي جِنّن ۽ انسانن مان اهي ماڻهو ڏيکار جيڪي اسانکي گمراهه ڪندا هئا- انهيءَ لاءِ ته اسان انهن ڪي پنهنجن پيرن جي هيٺان چيپاٽيون ۽ انهيءَ جي نتيجي ۾ اهي ذليل ترين① ماڻهو بڻجي وڃن.

١-جيئن ته دنيا ۾ گمراهه ڪرڻ وارا ماڻهو وڏا معتبر سمجهيا ويندا آهن. قيامت جي ڏينهن ادنيٰ درجي جا ماڻهو جيڪي اُنهن جي پيروي ڪندا هئا،خدا تعاليٰ ڪي عرض ڪندا ته جيڪڏهن تون

اِنَّ الَّذِيْنَ قَالُوْا رَبُّنَا اللّٰهُ ثُمَّ اسْتَقَامُوْا تَتَنَزَّلُ عَلَيْهِمُ الْمَلٰٓئِكَةُ اَلَّا تَخَافُوْا وَلَا تَحْزَنُوْا وَاَبْشِرُوْا بِالْجَنَّةِ الَّتِيْ كُنْتُمْ تُوْعَدُوْنَ ﴿٣١﴾

**٣١**۔اهي ماڻهو جن چيو ته اللّٰه اسانجو رب آهي پوءِ مستقل مزاجيءَ سان انهيءَ عقيدي تي قائم ٿي ويا، انهن تي فرشتا لهندا هيُ چوندي ته ڊڄو نه ۽ ڪنهن پوئين غلطيءَ جو غم نه ڪيو ۽ انهيءَ ① جنت جي ملڻ سان خوش ٿي وڃو، جنهن جو توهان سان واعدو ڪيو ويو هو.

نَحْنُ اَوْلِيٰٓؤُكُمْ فِي الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا وَفِي الْاٰخِرَةِ ۚ وَلَكُمْ فِيْهَا مَا تَشْتَهِيْٓ اَنْفُسُكُمْ وَلَكُمْ فِيْهَا مَا تَدَّعُوْنَ ﴿٣٢﴾ؕ

**٣٢**۔اسان دنيا ۾ به توهانجا دوست آهيون ۽ آخرت ۾ به توهانجا دوست رهنداسين ۽ هن (جنت) ۾ جيڪي ڪجهه توهانجي دل گهرندي توهانکي ملندو ۽ جيڪي ڪجهه توهان گُهرندؤ اهو به توهانکي انهيءَ ۾ ملندو.

نُزُلًا مِّنْ غَفُوْرٍ رَّحِيْمٍ ﴿٣٣﴾ ع ٧/١٨

**٣٣**۔اهو بخشڻ واري (۽) بي انتها ڪرم ڪرڻ واري خدا جي طرفان مهمانيءَ جي طور تي هوندو.

وَمَنْ اَحْسَنُ قَوْلًا مِّمَّنْ دَعَآ اِلَى اللّٰهِ وَعَمِلَ صَالِحًا وَّقَالَ اِنَّنِيْ مِنَ الْمُسْلِمِيْنَ ﴿٣٤﴾

**٣٤**۔۽ انهيءَ کان وڌيڪ سُٺي ڳالهه ڪنهن جي هوندي جيڪو اللّٰه ڏانهن ماڻهن کي سڏي ٿو ۽ پنهنجي ايمان جي مطابق عمل ڪري ٿو ۽ چوي ٿو ته مان فرمانبردارن مان آهيان.

وَلَا تَسْتَوِي الْحَسَنَةُ وَلَا السَّيِّئَةُ ؕ اِدْفَعْ

**٣٥**۔۽ نيڪي ۽ بدي برابر نه ٿيون ٿي

---

**(باقي حاشيو)** انهن کي اسانجي حوالي ڪرين ته اسان انهن کي پيرن هيٺان مهٽيون، ته جيئن سندن سڄي عزت ختم ٿي وڃي ۽ اُهي سڀ کان ذليل ماڻهو ٿي وڃن.

١۔ قرآن مجيد ۾ ٻن جنتن جو ذڪر آهي دنيا جي ۽ آخرت واري. هن جڳهه تي ٻئي مراد وٺي سگهجن ٿيون.

بِالَّتِیۡ ہِیَ اَحۡسَنُ فَاِذَا الَّذِیۡ بَیۡنَکَ وَ بَیۡنَہٗ عَدَاوَۃٌ کَاَنَّہٗ وَلِیٌّ حَمِیۡمٌ ﴿۳۵﴾

سگهن. ۽ تون برائيءَ جو جواب نهايت نيڪ سلوڪ سان ڏي. انهيءَ جو نتيجو اهو ٿيندو جو انهيءَ شخص جي ۽ تنهنجي وچ ۾ دشمني هوندي به اهو تنهنجو سهڻي سلوڪ ڪري ڏسي هڪ گرم جوش دوست بڻجي ويندو.

وَ مَا یُلَقّٰہَاۤ اِلَّا الَّذِیۡنَ صَبَرُوۡا ۚ وَ مَا یُلَقّٰہَاۤ اِلَّا ذُوۡ حَظٍّ عَظِیۡمٍ ﴿۳۶﴾

**٣٦**-۽ (باوجود ظلمن جي سهڻ جي) اهڙي (قسم جي سلوڪ) جي توفيق صرف انهن کي ئي ملي ٿي جيڪي گهڻو صبر ڪرڻ وارا آهن ۽ يا وري انهن کي ملي ٿي جن کي (خدا جي طرفان نيڪيءَ جو) هڪ وڏو حصو مليو هجي.

وَ اِمَّا یَنۡزَغَنَّکَ مِنَ الشَّیۡطٰنِ نَزۡغٌ فَاسۡتَعِذۡ بِاللّٰہِ ؕ اِنَّہٗ ہُوَ السَّمِیۡعُ الۡعَلِیۡمُ ﴿۳۷﴾

**٣٧**-۽ جيڪڏهن شيطان (يعني حق کان پري واري هستي) توکي تڪليف پهچائي ته (هڪدم انهيءَ جي بدلي وٺڻ لاءِ تيار نه ٿي وڃ پر) اللّٰه کان پناهه گهرندو ڪر (ته اهو توکي انهيءَ ادنيٰ درجي جي اخلاق کان بچائي) اللّٰه يقيناً ڏاڍو ٻڌڻ وارو (۽) ڏاڍو ڄاڻڻ وارو آهي.

وَ مِنۡ اٰیٰتِہِ الَّیۡلُ وَ النَّہَارُ وَ الشَّمۡسُ وَ الۡقَمَرُ ؕ لَا تَسۡجُدُوۡا لِلشَّمۡسِ وَ لَا لِلۡقَمَرِ وَ اسۡجُدُوۡا لِلّٰہِ الَّذِیۡ خَلَقَہُنَّ اِنۡ کُنۡتُمۡ اِیَّاہُ تَعۡبُدُوۡنَ ﴿۳۸﴾

**٣٨**-۽ انهيءَ جي نشانن مان رات به آهي ۽ ڏينهن به ۽ سج به آهي ۽ چنڊ به- نه سج کي سجدو ڪيو نه چنڊ کي- پر صرف اللّٰه کي جنهن انهن ٻنهي کي پيدا ڪيو آهي، سجدو ڪيو- جيڪڏهن توهان پڪا موحّد آهيو.

فَاِنِ اسۡتَکۡبَرُوۡا فَالَّذِیۡنَ عِنۡدَ رَبِّکَ

**٣٩**-پوءِ جيڪڏهن اِهي ماڻهو تڪبر ڪن، ته ياد رک ته اهي ماڻهو جيڪي تنهنجي

يُسَبِّحُوْنَ لَهٗ بِالَّيْلِ وَالنَّهَارِ وَهُمْ لَا يَسْئَمُوْنَ ۩ ﴿٣٩﴾

رب جا مقرب آهن اهي رات ۽ ڏينهن انهيءَ جي تسبيح ڪن ٿا ۽ اهي ڪڏهن به ٿڪجن نه ٿا.

وَمِنْ اٰيٰتِهٖٓ اَنَّكَ تَرَى الْاَرْضَ خَاشِعَةً فَاِذَآ اَنْزَلْنَا عَلَيْهَا الْمَآءَ اهْتَزَّتْ وَرَبَتْ ۭ اِنَّ الَّذِيْٓ اَحْيَاهَا لَمُحْيِ الْمَوْتٰى ۭ اِنَّهٗ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ﴿٤٠﴾

٤٠- ۽ انهيءَ جي نشانن مان (هڪ نشان) هيءُ به آهي جو تون زمين کي (ڪن وقتن ۾) ويران ڏسين ٿو پوءِ جڏهن اسان انهيءَ تي پاڻي وسايون ٿا ته اها هڪ نئين زندگي حاصل ڪري ٿي ۽ (ساوڪ کي) خوب وڌائي①ٿي- اهو (خدا) جنهن هِن (زمين) کي زندهه ڪيو آهي اُهو يقيناً مُردن کي به زندهه ڪندو- هُو هر هڪ شيءِ تي قادر آهي.

اِنَّ الَّذِيْنَ يُلْحِدُوْنَ فِيْٓ اٰيٰتِنَا لَا يَخْفَوْنَ عَلَيْنَا ۭ اَفَمَنْ يُّلْقٰى فِي النَّارِ خَيْرٌ اَمْ مَّنْ يَّاْتِيْٓ اٰمِنًا يَّوْمَ الْقِيٰمَةِ ۭ اِعْمَلُوْا مَا شِئْتُمْ ۙ اِنَّهٗ بِمَا تَعْمَلُوْنَ بَصِيْرٌ ﴿٤١﴾

٤١- اُهي ماڻهو جيڪي اسانجي آيتن مان پيچيده غلط ڳالهيون ڪيدندا رهن ٿا اهي اسان کان ڳُجهيون ڪينهن- ڇا اهو شخص جيڪو دوزخ ۾ وڌو وڃي وڌيڪ چڱو آهي يا اهو جيڪو قيامت جي ڏينهن امن

١-قرآن ڪريم ۾ ۽ ٻين ٻولين ۾ ڪڏهن ڪڏهن تقليب نسبت به استعمال ڪئي ويندي آهي مثال طور چوندا آهن ته نيسارو وهي ٿو، پر حقيقت ۾ نيسارو ڪڏهن به ناهي وهندو بلڪ پاڻي وهندو آهي. اهڙي طرح چوندا آهن ته سج زمين جي چئوڦير چڪر لڳائي رهيو آهي حقيقت ۾ معمولي غور ڪرڻ سان به معلوم ٿي سگهي ٿو ته سج زمين جي چئوڦير چڪر نٿو ڏئي بلڪ زمين سج جي چئوڦير چڪر ڏئي رهي آهي يا اهڙي طرح تيز گاڏيءَ ۾ ويني سَڙڪَ تي وڻ هجن انسان سمجهندو آهي ته وڻ ڀڄي رهيا آهن.حقيقت ۾ وڻ ناهن ڀڄي رهيا هوندا بلڪ گاڏي ڀڄي رهي هوندي آهي. اهڙي طرح هتي به تقليب نسبت کان ڪم ورتو ويو آهي اِهْتَزَّتْ وَرَبَتْ چيو ويو آهي. حقيقت ۾ نه ته زمين ڦٽندي آهي بلڪ زمين ۾ ساوڪ ڦٽندي آهي ۽ وڌندي به ساوڪ آهي. ان ڪري تقليب نسبت جي طورتي جيئن چوندا آهن ته”نيسارو وهندو آهي“ چيو ويو آهي ته زمين جوش ۾ اچي ويندي آهي ۽ ڦٽڻ لڳندي آهي.

سان (اسان وٽ) اچي- (اي انسانو) جيڪي ڪجھہ وڻيو① ڪيو- الله توھانجي عملن ڪي چڱيءَ طرح ڏسي رھيو آھي.

اِنَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا بِالذِّكْرِ لَمَّا جَآءَهُمْ ۚ وَاِنَّهٗ لَكِتٰبٌ عَزِيْزٌ ۝٤١

۴۱- اُھي ماڻھو جيڪي ھن ذڪر (يعني قرآن) جو جڏھن اھو انھن وٽ آيو انڪار ڪن ٿا حالانڪ اھو ھڪ وڏي عزت وارو ڪتاب آھي (اھي پنھنجي تباھيءَ جو سامان پنھنجي ھٿان ڪري رھيا آھن).

لَّا يَاْتِيْهِ الْبَاطِلُ مِنْۢ بَيْنِ يَدَيْهِ وَلَا مِنْ خَلْفِهٖ ۭ تَنْزِيْلٌ مِّنْ حَكِيْمٍ حَمِيْدٍ ۝٤٢

۴۲-باطل نہ انھيءَ جي اڳيان ② ڪان اچي سگھي ٿو نہ انھيءَ جي پٺيان ڪان، وڏين حڪمتن واري ۽ وڏين تعريفن واري خدا جي طرفان اُھو لٿو آھي.

مَا يُقَالُ لَكَ اِلَّا مَا قَدْ قِيْلَ لِلرُّسُلِ مِنْ قَبْلِكَ ۭ اِنَّ رَبَّكَ لَذُوْ مَغْفِرَةٍ وَّذُوْ عِقَابٍ اَلِيْمٍ ۝٤٣

۴۳-توکي صرف اھي ڳالھيون چيون وڃن ٿيون- جي توکان پھرين رسولن کي چيون ويون ھيون- تنھنجو رب وڏي بخشش وارو آھي ۽ انھيءَ جو عذاب بہ دردناڪ ھوندو آھي.

وَلَوْ جَعَلْنٰهُ قُرْاٰنًا اَعْجَمِيًّا لَّقَالُوْا لَوْلَا

۴۴-جيڪڏھن اسان ھن قرآن کي عجمي

١- اِعْمَلُوْا مَاشِئْتُمْ جي معنيٰ ھيءَ آھي تہ انسان پنھنجي عملن ۾ مجبور ناھي.اِھو مطلب ناھي تہ جيئن دل ڪريس تيئن ڪري ان جي ڪا پڪڙ نہ ٿيندي. ڇاڪاڻ تہ خداتعاليٰ نيڪي بہ ظاھر ڪري ڇڏي آھي ۽ بدي بہ ظاھر ڪري ڇڏي آھي. ھاڻي نيڪي جي ڄاڻ ڪانپوءِ بہ ڪو شخص بدي ڪري ٿو تہ اھو خود ذميوار آھي ۽ اسان ان جي بابت اِھو ئي چونداسين تہ ھو پنھنجي مرضيءَ سان بدي اختيار ڪري رھيو آھي اِھو نہ چونداسين تہ ان تي ڪو ڏاڍ ٿي رھيو آھي.

٢-يعني ھي ھڪ اھڙو ڪتاب آھي جو ھن جي آڏو نہ باطل بيھي سگھي ٿو ۽ نہ ھن جي تعليم جي جاري رھڻ جي نتيجي ۾ ڪنھن باطل تعليم کي ڪا مدد ملي سگھي ٿي. ھي ان ڪري آھي جو ھن قرآن کي وڏي حڪمت واري ۽ وڏي ساراھہ واري خدا جي طرفان نازل ڪيو ويو آھي.

فُصِّلَتْ اٰيٰتُهٗ ءَاَعْجَمِيٌّ وَّعَرَبِيٌّ قُلْ هُوَ لِلَّذِيْنَ اٰمَنُوْا هُدًى وَّشِفَآءٌ وَالَّذِيْنَ لَا يُؤْمِنُوْنَ فِيْٓ اٰذَانِهِمْ وَقْرٌ وَّهُوَ عَلَيْهِمْ عَمًى اُولٰٓئِكَ يُنَادَوْنَ مِنْ مَّكَانٍۢ بَعِيْدٍ ﴿٤٥﴾ ع ١٢ ١٩

بڻايون ها (يعني عربي زبان کان علاوه ڪنهن بي زبان ۾ نازل ڪيون ها) ته اُهي (مَڪي وارا) چئي سگهيا ٿي ته انهيءَ جون آيتون کولي ڇو نه بيان ڪيون ويون. ڇا عجمي زبان ۽ عربي نبي ڪا به مشابهت رکن ٿا؟ تون چؤ اهو مومنن جي لاءِ هدايت ۽ شفا ① رکي ٿو (يعني عربيءَ ۾ لاٿو ويو آهي ۽ مڪي جا ماڻهو انهيءَ کي سمجهي سگهن ٿا) ۽ جيڪي ايمان نٿا آڻين انهن جي ڪنن ۾ ته ٻوڙائپ آهي ۽ اُها (يعني انهيءَ جي حقيقت) انهن تي لِڪل آهي اُهي ماڻهو اهڙا ئي آهن جيئن ڪنهن کي ڏورانهين جڳهه ② کان سڏيو وڃي.

وَلَقَدْ اٰتَيْنَا مُوْسَى الْكِتٰبَ فَاخْتُلِفَ فِيْهِ وَلَوْلَا كَلِمَةٌ سَبَقَتْ مِنْ رَّبِّكَ لَقُضِيَ بَيْنَهُمْ وَاِنَّهُمْ لَفِيْ شَكٍّ مِّنْهُ مُرِيْبٍ ﴿٤٦﴾

٤٦- ۽ اسان موسيٰ کي به هڪ اعليٰ ڪتاب ڏنو هو ۽ انهيءَ جي باري ۾ به اختلاف ڪيو ويو هو ۽ جيڪڏهن هڪ ڳالهه تنهنجي رب جي طرفان پهرين نه گذري چُڪي هجي ها ته انهن ماڻهن جو ڪڏهوڪو فيصلو ٿي چُڪو هجي ها. اُهي هن (قرآن) جي باري ۾ هڪ اهڙي شڪ ۾ پيل آهن جيڪو انهن جي

١- مطلب هي آهي ته جيڪو نبي سچي دنيا ڏانهن اچڻو هو اُهو آخر ڪنهن هڪ ئي ملڪ ۾ اچڻو هو ۽ هڪ ئي قوم کي شروع ۾ مخاطب ڪرڻو هو. باقي قومن اُن قوم کان سکي ان کي دنيا ۾ پکيڙڻو هو. ان ڪري ٻڌايو آهي ته قرآن ڪريم اسان عربيءَ ۾ نازل ڪيو آهي ان ڪري مڪي وارن مان جيڪي ايمان آڻيندا انهن کي ان مان هدايت ۽ شفا ملندي ۽ ٻيا ماڻهو انهن کان سکي وٺندا.

٢- جڏهن ڪو شخص پري هجي ۽ انڌو به ته انکي سمجهائڻ ڏاڍو ڏکيو هوندو آهي. پري هجڻ جي ڪري هو آواز نٿو ٻڌي سگهي ۽ انڌي هجڻ جي ڪري هو اشارا به نٿو سمجهي سگهي.

اسن کي ڪپي ڇڏي ٿو (يعني انتهائي شڪن ۾ مبتلا رهن ٿا ۽ انهيءَ تي غور نٿا ڪن).

مَنْ عَمِلَ صَالِحًا فَلِنَفْسِهٖ وَمَنْ اَسَآءَ فَعَلَيْهَا ؕ وَمَا رَبُّكَ بِظَلَّامٍ لِّلْعَبِيْدِ ﴿٤٧﴾

٤٧- جيڪو شخص ايمان جي مطابق عمل ڪري ته انهيءَ جو فائدو انهيءَ جي پنهنجي جان کي پهچي ٿو ۽ جيڪو برا عمل ڪري انهيءَ جو عذاب به انهيءَ تي نازل ٿئي ٿو ۽ تنهنجو رب پنهنجن ٻانهن تي ڪو ظلم نٿو① ڪري.

اِلَيْهِ يُرَدُّ عِلْمُ السَّاعَةِ ؕ وَمَا تَخْرُجُ مِنْ ثَمَرٰتٍ مِّنْ اَكْمَامِهَا وَمَا تَحْمِلُ مِنْ اُنْثٰى وَلَا تَضَعُ اِلَّا بِعِلْمِهٖ ؕ وَيَوْمَ يُنَادِيْهِمْ اَيْنَ شُرَكَآءِيْ ۙ قَالُوْٓا اٰذَنّٰكَ ۙ مَا مِنَّا مِنْ شَهِيْدٍ ﴿٤٨﴾

٤٨- قيامت جو علم انهيءَ ڏانهن موٽايو وڃي ٿو (يعني قيامت جو ڪامل علم انهيءَ کي حاصل آهي) ۽ ڳيٽن مان (به) ڪي ميوا نٿا نڪرن ۽ عورتون به پنهنجي پيٽ ۾ ڪجهه نٿيون کڻن ۽ نه ڄڻين ٿيون پر اهو اللّٰه کي معلوم هوندو آهي جنهن ڏينهن اهو انهن کي پڪاريندو ۽ چوندو ڪٿي آهن منهنجا شريڪ؟ اهي چوندا اسان توکي صاف چئي ڇڏيو آهي ته اسان مان ڪو انهيءَ ڳالهه جو شاهد ڪونهي.

وَضَلَّ عَنْهُمْ مَّا كَانُوْا يَدْعُوْنَ مِنْ قَبْلُ وَظَنُّوْا مَا لَهُمْ مِّنْ مَّحِيْصٍ ﴿٤٩﴾

٤٩- ۽ جن (معبودن) کي اهي انهيءَ کان پهرينءَ پڪاريندا هئا اهي انهن کان وڃائجي ويندا ۽ انهن کي يقين ٿي ويندو ته هاڻي انهن جي لاءِ ڪيڏانهن ڀڄي وڃڻ جي جڳهه ڪانهي.

---

١- آيت ۾ **ظَلَّام** جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي ته تنهنجو رب پنهنجي ٻانهن تي وڏو ظلم ڪرڻ وارو ناهي، ان جي اها معنيٰ ناهي ته ٿورڙو ظلم ڪري وٺندو آهي. بلڪ هي عربي زبان جو محاورو آهي ته جڏهن مبالغي تي نفي اچي وڃي ته ان جو مطلب هي هوندو آهي ته نه گهٽو، نه ٿورو. جهڙوڪ **قَلِيْل** جو لفظ استعمال ڪندا آهن ۽ ان جي معنيٰ نه ٿورو، نه گهٽو هوندي آهي.

لَا يَسْـَٔمُ الْاِنْسَانُ مِنْ دُعَآءِ الْخَيْرِ ۫ وَاِنْ مَّسَّهُ الشَّرُّ فَيَـُٔوْسٌ قَنُوْطٌ ۝٥٠

**٥٠**-انسان سٺين شين جي گهرڻ ڪان ڪڏهن نٿو ٿڪجي- پر جيڪڏهن انهيءَ کي ڪڏهن ڪا تڪليف پهچي ته (پهرين حالت کي وساري) مايوس ٿي وڃي ٿو.

وَلَىٕنْ اَذَقْنٰهُ رَحْمَةً مِّنَّا مِنْۢ بَعْدِ ضَرَّآءَ مَسَّتْهُ لَيَقُوْلَنَّ هٰذَا لِيْ ۙ وَمَآ اَظُنُّ السَّاعَةَ قَآىٕمَةً ۙ وَّلَىٕنْ رُّجِعْتُ اِلٰى رَبِّيْٓ اِنَّ لِيْ عِنْدَهٗ لَلْحُسْنٰى ۚ فَلَنُنَبِّئَنَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا بِمَا عَمِلُوْا ۫ وَلَنُذِيْقَنَّهُمْ مِّنْ عَذَابٍ غَلِيْظٍ ۝٥١

**٥١**-۽ جيڪڏهن اسان انهيءَ کي ڏُک پهچڻ کانپوءِ رحمت جو مزو چکايون ته اهو چوي ٿو هيءَ ته منهنجو حق ئي آهي ۽ مونکي يقين آهي ته قيامت ڪانه ايندي ۽ جيڪڏهن مونکي منهنجي رب ڏانهن موٽايو به ويو ته انهيءَ وٽ منهنجي لاءِ (هن دنيا کان) اعليٰ انعام موجود هوندا ۽ اسان ڪافرن کي ضرور انهن جي عملن جي باري ۾ خبر ڏينداسين ۽ انهن کي هڪ سخت① عذاب چکائينداسين.

وَاِذَآ اَنْعَمْنَا عَلَى الْاِنْسَانِ اَعْرَضَ وَنَاٰ بِجَانِبِهٖ ۚ وَاِذَا مَسَّهُ الشَّرُّ فَذُوْ دُعَآءٍ عَرِيْضٍ ۝٥٢

**٥٢**-۽ جڏهن اسان انسان تي انعام ڪيون ٿا ته منهن موڙي ٿو وٺي ۽ اسان کان پاسيرو ٿي وڃي ٿو ۽ جڏهن انهيءَ کي ڪا تڪليف پهچي ٿي ته وڏيون ڊگهيون ڊگهيون دعائون گُهري ٿو.

قُلْ اَرَءَيْتُمْ اِنْ كَانَ مِنْ عِنْدِ اللّٰهِ ثُمَّ كَفَرْتُمْ بِهٖ مَنْ اَضَلُّ مِمَّنْ هُوَ فِيْ شِقَاقٍۭ بَعِيْدٍ ۝٥٣

**٥٣**-تون انهن کي چؤ مونکي ٻڌايو ته سهي جيڪڏهن هيءُ (قرآن) اللّٰه جي طرفان هجي ۽ توهان انهيءَ جو انڪار ڪري ڇڏيو. ته انهيءَ شخص کان جيڪو حق کان تمام گهڻو

١-عربي ۾ سخت جي جڳهه غَـلِيُـظ (يعني گهاٽو) جو لفظ آهي. جنهن جو مطلب هي آهي ته اهو عذاب صرف سخت ئي نه هوندو بلڪ ان مان نڪرڻ جي ڪا واٽ نه هوندي. ڇاڪاڻ ته گهاٽي شيءِ ۾ انسان ڦاسي پوندو آهي ۽ ان مان نڪري نه سگهندو آهي.

پري پڇي وڃي ڪير وڌيڪ گمراھ ھوندو؟

سَنُرِيْهِمْ اٰيٰتِنَا فِي الْاٰفَاقِ وَفِيْٓ اَنْفُسِهِمْ حَتّٰى يَتَبَيَّنَ لَهُمْ اَنَّهُ الْحَقُّ ۭ اَوَلَمْ يَكْفِ بِرَبِّكَ اَنَّهٗ عَلٰي كُلِّ شَيْءٍ شَهِيْدٌ ۝

۵۳ـ اسان انھن ماڻھن کي سڀجي دنيا جي سمورن طرفن ۾ بہ ضرور پنھنجا نشان ڏيکاريندا سين ۽ انھن جي جانين (۽ خاندانن) ۾ بہ. ايستائين جو ھيءُ (ڳالھہ) انھن جي لاءِ بلڪل ظاھر ٿي ويندي تہ ھيءُ (قرآن) حق آھي ڇا تنھنجي رب جو ھر شيءِ تي نگران ٿيڻ انھيءَ لاءِ ڪافي ڪونھي؟

اَلَآ اِنَّهُمْ فِيْ مِرْيَةٍ مِّنْ لِّقَاۗءِ رَبِّهِمْ ۭ اَلَآ اِنَّهٗ بِكُلِّ شَيْءٍ مُّحِيْطٌ ۝ ع

۵۴ـ خبردار! ھي ماڻھو پنھنجي رب جي ملاقات جي باري ۾ شڪ ۾ پيل آھن ڪن ڪولي ٻڌو! اللّٰه ھر شيءِ تي حاوي (۽ انھيءَ جي تباھہ ڪرڻ تي قادر[1]) آھي.

١ ـ ڏسو نوٽ سورت آل عمران آيت ١٢١.

## سُوْرَةُ الشُّوْرٰى مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ اَرْبَعٌ وَّ خَمْسُوْنَ اٰيَةً وَّ خَمْسَةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت شوريٰ - هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون چوونجاهه آيتون ۽ پنج رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١-(مان) اللّٰــه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

حٰمٓ ②

٢-(هيءَ سورت) حميد① (۽) مجيد

عٓسٓقٓ ③

٣-عليم، سميع (۽) قدير (خدا نازل ڪئي آهي).

كَذٰلِكَ يُوْحِيْٓ اِلَيْكَ وَاِلَى الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِكَ ۙ اللّٰهُ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ④

٤-اهڙيءَ طرح اللّٰه توتي به وحي ڪري ٿو ۽ انهن تي به (وحي ڪري چڪو آهي) جيڪي (ماڻهو) توکان پهرين گذري چُڪا آهن هو غالب به آهي (۽) حڪمت وارو به آهي.

لَهٗ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَمَا فِي الْاَرْضِ ۭ وَهُوَ الْعَلِيُّ الْعَظِيْمُ ⑤

٥- آسمانن ۽ زمين ۾ جيڪي ڪجهه آهي سڀ انهيءَ جو آهي- ۽ هو وڏي شان وارو آهي ۽ هن جي حڪومت② هر طبقي جي مخلوق تي پکڙيل آهي.

تَكَادُ السَّمٰوٰتُ يَتَفَطَّرْنَ مِنْ فَوْقِهِنَّ

٦-ويجهو آهي جو آسمان پنهنجي مٿان (غالب ذات ③ جي حڪم جي سببان) ڦاٽي

---

١ ـ حٰمٓ ـ عٓسٓقٓ مقطعات منجهان آهن ۽ حَا حَمِيُد جو جانشين آهي. مِيُم مَجِيُد جو. عٓسٓقٓ مان خداتعاليٰ جون عَلِيُم، سَمِيُع ۽ قَدِيُر صفتون مراد آهن. تفصيل لاءِ ڏسو سورت بقره نوٽ آيت ٢.

٢ ـ هي عَظِيُم جي تفسير ڪندڙ معنيٰ آهي.

٣ ـ فَوُق جي معنيٰ مٿي جي آهي ۽ مِنُ جي معنيٰ سبب ۽ مقصد جي به هوندي آهي. آسمان تي

وَالۡمَلٰٓئِكَةُ يُسَبِّحُوۡنَ بِحَمۡدِ رَبِّهِمۡ وَ يَسۡتَغۡفِرُوۡنَ لِمَنۡ فِى الۡاَرۡضِ ؕ اَلَاۤ اِنَّ اللّٰهَ هُوَ الۡغَفُوۡرُ الرَّحِيۡمُ ۞

ڪري پون باوجود انهيءَ جي جو ملائڪ پنهنجي رب جو حمد به ڪري رهيا آهن ۽ تسبيح ⑴ به ڪري رهيا آهن ۽ جيڪي ماڻهو زمين ۾ آهن انهن جي لاءِ استغفار به ڪري رهيا آهن.(پوءِ به خدا پنهنجي عذاب کي روڪيندو ڪو نه، انهيءَ لاءِ ته انهيءَ جي غفاري ۽ رحيميت ظاهر ٿئي) ٻڌو اللّٰه ڏاڍو بخشڻ ⑵ وارو (۽) بي انتها رحم ڪرڻ

**(باقي حاشيو)فَوۡق** خداتعاليٰ آهي ان ڪري اسان هن آيت جو هي ترجمو ڪيو آهي ته آسمان پنهنجو پاڻ تي غالب هستيءَ جي حڪم سان ڦاٽي ڪِري پَوَن.

۱ ـ هن ۾ اِهو ٻڌايو ويو آهي ته جيتوڻيڪ فرشتا انسانن جي بخشش لاءِ دعائون گُهري رهيا آهن ۽ خداتعاليٰ جي حمد ۽ تسبيح به ڪري رهيا آهن پر پوءِ به انسان ايترو گندو ٿي ويو آهي جو آسمانن جو رب ان کي تباهه ڪرڻ گهري ٿو ۽ ان جي تباهيءَ جي حڪم آڏو فرشتن جو آسمان جي ڪنارن تي دعائون گُهرڻ ڪا حيثيت نٿو رکي.

۲ ـ آيت جي هن حصي ۾ ان طرف اشارو ڪيو ويو آهي ته فرشتن جي استغفار ڪرڻ کان پوءِ به خداتعاليٰ جو دنياوي نظام کي ٽوڙي ڇڏڻ ۽ انسان کي هلاڪ ڪري ڇڏڻ خداتعاليٰ جي غفاري ۽ رحيميت جي خلاف ناهي ڇاڪاڻ ته جيڪي انسان دنيا ۾ ماريا ويندا اُهي پنهنجي بدين جي ڪارڻ ماريا ويندا ۽ سندن بابت سورت الفرقان ۾ خداتعاليٰ اڳ ئي چئي چُڪو آهي ته قُلۡ مَا يَعۡبَؤُا بِكُمۡ رَبِّىۡ لَوۡلَا دُعَآؤُكُمۡ (الفرقان: ۷۸) تون چئي ڇڏ ته جيڪڏهن توهان خداتعاليٰ جي آڏو نِوڙت ڪندي نه ڪري پئو ته اللّٰه تعاليٰ کي توهان جهڙي ذليل ماڻهن کي هلاڪ ڪرڻ جي پرواهه ئي ڪهڙي ٿي سگهي ٿي. ان ڪري هن دنيا جي گناهگارن جي تباهي سورت الفرقان جي آيت جي بلڪل مطابق آهي. ۽ هن آيت ۾ جيڪو اَلۡغَفُوۡرُ الرَّحِيۡمُ چيو ويو آهي ان جي به خلاف ناهي. ڇاڪاڻ ته جيستائين هن دنيا جا ماڻهو نه مرندا اهي اڳين جهان جا انعام ڪيئن حاصل ڪري سگهندا ۽ خداتعاليٰ جي رحيميت جو نظارو ڪيئن ڏسندا.ان ڪري اَلَا چئي هي ٻڌايو آهي ته اللّٰه تعاليٰ جي غفاريت ۽ رحيميت ڪامل طور تي اڳين جهان ۾ ئي ظاهر ٿيندي جيڪڏهن هن دنيا جي ماڻهن تي عذاب نه اچي ۽ هڪ اعليٰ طريقي سان مومنن کي

وَالَّذِيْنَ اتَّخَذُوْا مِنْ دُوْنِهٖٓ اَوْلِيَآءَ اللّٰهُ حَفِيْظٌ عَلَيْهِمْ ۖ وَمَآ اَنْتَ عَلَيْهِمْ بِوَكِيْلٍ ۞

وارو آهي.

٧-اهي ماڻهو جيڪي الله کانسواءِ ڪنهن کي پنهنجي پناهه ڏيڻ وارو بڻائين ٿا الله انهن جي خلاف ٿيڻ وارن سڀني عملن کي محفوظ ڪري ڇڏيو آهي ۽ تون انهن تي نگران نه آهين (خدا ئي نگران آهي).

وَكَذٰلِكَ اَوْحَيْنَآ اِلَيْكَ قُرْاٰنًا عَرَبِيًّا لِّتُنْذِرَ اُمَّ الْقُرٰى وَمَنْ حَوْلَهَا وَتُنْذِرَ يَوْمَ الْجَمْعِ لَا رَيْبَ فِيْهِ ۭ فَرِيْقٌ فِي الْجَنَّةِ وَفَرِيْقٌ فِي السَّعِيْرِ ۞

٨-۽ انهيءَ طرح (يعني پنهنجي نگران هئڻ جي ثبوت ۾) اسان قرآن کي عربيءَ زبان ۾ توڏانهن لاٿو آهي انهيءَ لاءِ ته تون ملڪ جي مرڪز جي ماڻهن کي ۽ انهيءَ جي آسپاس رهڻ وارن کي هوشيار ڪرين ۽ انهيءَ لاءِ ته تون انهيءَ وقت کان هوشيار ڪرين جڏهن سڀ ماڻهو جمع ڪيا ويندا جنهن جي اچڻ ۾ ڪو به شڪ ڪونهي انهيءَ ڏينهن هڪ گروهه ته جنت ۾ ويندو ۽ هڪ گروهه دوزخ ۾ ويندو.

وَلَوْ شَآءَ اللّٰهُ لَجَعَلَهُمْ اُمَّةً وَّاحِدَةً وَّلٰكِنْ يُّدْخِلُ مَنْ يَّشَآءُ فِيْ رَحْمَتِهٖ ۭ وَالظّٰلِمُوْنَ مَا لَهُمْ مِّنْ وَّلِيٍّ وَّلَا نَصِيْرٍ ۞

٩-۽ جيڪڏهن الله پنهنجي مرضيءَ کان ڪم وٺي ها (يعني زبردستي ڪري ها) ته انهن سڀني کي هڪ جماعت بڻائي ڇڏي ها پر اهو جنهن کي چاهي ٿو پنهنجي رحمت ۾ داخل ڪري ٿو ۽ ظالمن لاءِ نه ڪو پناهه ڏيڻ وارو هوندو آهي ۽ نه مددگار.

**(باقي حاشيو)** به موت نه اچي ته خداتعاليٰ جي غفاري ۽ رحيميت ڪيئن ثابت ٿيندي. ان ڪري خداتعاليٰ جي غفاري ۽ رحيميت لاءِ ضروري آهي ته ڪافر عذاب سان مرن ۽ مومن نيڪ ڪم ڪندي مرن ته جيئن ڪافر جهنم ۾ وڃي پنهنجو بدلو حاصل ڪن ۽ مومن جنت ۾ وڃي پنهنجو انعام حاصل ڪري وٺن.

اَمِ اتَّخَذُوْا مِنْ دُوْنِهٖۤ اَوْلِيَآءَ ۚ فَاللّٰهُ هُوَ الْوَلِيُّ وَهُوَ يُحْيِ الْمَوْتٰى ۡ وَهُوَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ۟ؑ ﴿١٠﴾

١٠- ڇا انهن اللّٰه کانسواءِ ڪنهن ٻئي کي پناهه ڏيڻ وارو قرار ڏنو آهي؟ پوءِ (ياد رهي ته) اللّٰه ئي پناهه ڏيڻ وارو آهي ۽ اهو ئي مُردا زنده ڪندو آهي ۽ اهو پنهنجي هر ارادي کي پوري ڪرڻ تي قادر آهي.

وَمَا اخْتَلَفْتُمْ فِيْهِ مِنْ شَيْءٍ فَحُكْمُهٗۤ اِلَى اللّٰهِ ؕ ذٰلِكُمُ اللّٰهُ رَبِّيْ عَلَيْهِ تَوَكَّلْتُ ۖۗ وَاِلَيْهِ اُنِيْبُ ﴿١١﴾

١١- ۽ جنهن به (ڳالهه) ۾ توهان اختلاف ڪيو انهيءَ جو آخري فيصلو اللّٰه جي ئي قبضي ۾ آهي اهو آهي توهانجو اللّٰه جيڪو منهنجو به رب آهي- مون انهيءَ تي ئي توڪل ڪئي آهي ۽ انهيءَ جي طرف مان جُهڪان ٿو.

فَاطِرُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ جَعَلَ لَكُمْ مِّنْ اَنْفُسِكُمْ اَزْوَاجًا وَّمِنَ الْاَنْعَامِ اَزْوَاجًا ۚ يَذْرَؤُكُمْ فِيْهِ ؕ لَيْسَ كَمِثْلِهٖ شَيْءٌ ۚ وَهُوَ السَّمِيْعُ الْبَصِيْرُ ﴿١٢﴾

١٢- هو آسمانن ۽ زمين جو پيدا ڪرڻ وارو آهي انهيءَ توهانجي ئي جنس مان توهانجا ساٿي بڻايا آهن ۽ چوپاين جا به جوڙا بڻايا آهن ۽ اهڙيءَ طرح اهو توهانکي زمين ۾ وڌائي ٿو[١] انهيءَ جهڙي ڪا شيءِ ڪانهي ۽ اهو ڏاڍو ٻڌڻ وارو (۽) ڏسڻ وارو آهي.

لَهٗ مَقَالِيْدُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۚ يَبْسُطُ الرِّزْقَ لِمَنْ يَّشَآءُ وَيَقْدِرُ ؕ اِنَّهٗ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيْمٌ ﴿١٣﴾

١٣- آسمانن جون ڪُنجيون به انهيءَ جي هٿ ۾ آهن ۽ زمين جون به هُو جنهن لاءِ چاهي ٿو رزق ۾ ڪشادگي ڏئي ٿو ۽ (جنهن لاءِ چاهي ٿو رزق ۾) تنگي ڪري ڇڏي ٿو هُو هر هڪ ڳالهه کي تمام چڱيءَ طرح جاڻي ٿو.

شَرَعَ لَكُمْ مِّنَ الدِّيْنِ مَا وَصّٰى بِهٖ نُوْحًا

١٤- انهيءَ (اللّٰه) توکي (اصولي طور تي) اهو ئي دين ڏنو آهي جنهن جو تاڪيد

١ - يعني نسل کي وڌائيندي وڌائيندي زمين کي آباد ڪندو ٿو وڃي.

وَّالَّذِيْٓ اَوْحَيْنَآ اِلَيْكَ وَمَا وَصَّيْنَا بِهٖٓ اِبْرٰهِيْمَ وَمُوْسٰى وَعِيْسٰٓى اَنْ اَقِيْمُوا الدِّيْنَ وَلَا تَتَفَرَّقُوْا فِيْهِ ۭ كَبُرَ عَلَى الْمُشْرِكِيْنَ مَا تَدْعُوْهُمْ اِلَيْهِ ۭ اَللّٰهُ يَجْتَبِيْٓ اِلَيْهِ مَنْ يَّشَاۗءُ وَيَهْدِيْٓ اِلَيْهِ مَنْ يُّنِيْبُ ﴿١٤﴾

هن نوح کي ڪيو هو - ۽ جيڪو اسان هاڻي توتي (قرآن جي ذريعي) نازل ڪيو آهي ۽ جنهن جو تاڪيد اسان ابراهيم ۽ موسیٰ ۽ عيسیٰ کي ڪيو هو ۽ اهو هيءُ هو ته (الله جي) اطاعت کي دنيا ۾ قائم ڪيو، ۽ انهيءَ (دين) جي باري ۾ اختلاف ڪڏهن به نه ڪندا ڪيو. مشرڪن کي اها (تعليم ڏاڍي) ڏکي ٿي لڳي جنهن طرف تون انهن کي سڏين ٿو حالانڪ الله جي نظر ۾ جيڪو پسند ٿيل هوندو آهي. هو اُن کي انهيءَ (دين) لاءِ چونڊيندو آهي ۽ هيءَ تعليم انهيءَ کي ملندي آهي جيڪو خدا ڏانهن هميشه جُهڪيل رهندو آهي.

وَمَا تَفَرَّقُوْٓا اِلَّا مِنْۢ بَعْدِ مَا جَاۗءَهُمُ الْعِلْمُ بَغْيًۢا بَيْنَهُمْ ۭ وَلَوْلَا كَلِمَةٌ سَبَقَتْ مِنْ رَّبِّكَ اِلٰٓى اَجَلٍ مُّسَمًّى لَّقُضِيَ بَيْنَهُمْ ۭ وَاِنَّ الَّذِيْنَ اُوْرِثُوا الْكِتٰبَ مِنْۢ بَعْدِهِمْ لَفِيْ شَكٍّ مِّنْهُ مُرِيْبٍ ﴿١٥﴾

**١٥-** ۽ ڪافرن دين جي معاملي ۾ اختلاف ڪو نه ڪيو پر انهيءَ ڪانپوءِ جو انهن وٽ هڪ ڪامل علم (يعني قرآن) اچي ويو ۽ اهو اختلاف انهن (ڪنهن عقلي دليل جي سببان نه ڪيو پر) پاڻ ۾ بغض ۽ حسد جي سببان ڪيو آهي. ۽ جيڪڏهن تنهنجي رب جي طرفان هڪ مقرر مدت تائين هڪ ڳالهه جو فيصلو① نه ٿي چڪو هجي ها ته انهن ڪافرن جي تباهي ڪڏهوڪي ٿي وڃي ها ۽ اهي ماڻهو جن کي انهن (پهرين ماڻهن) ڪانپوءِ ڪتاب جو وارث ڪيو ويو آهي. اهي هن ڪتاب جي سببان هڪ

**١-** مطلب هي آهي ته مختلف ڪافرن جي بابت ڪيترين ئي پيشگوئيون قرآن مجيد ۽ حديثن ۾ بيان ٿيل آهن جيڪڏهن ڪين هاڻي تباهه ڪيو وڃي ته پنهنجي پنهنجي وقت تي انهن پيشگوئين جي پورو ٿيڻ جو امڪان باقي نه ٿو بچي. ان ڪري هيءَ دير قرآن ۽ حديث کي سچو ثابت ڪرڻ لاءِ آهي نڪي انهن ماڻهن جي ڪنهن حق جي ڪري.

اهڙي شڪ ۾ مبتلا آهن جيڪو انهن جي دل ۾ بي آرامي پيدا ڪري رهيو آهي.

فَلِذٰلِكَ فَادْعُ ۚ وَاسْتَقِمْ كَمَآ اُمِرْتَ ۚ وَلَا تَتَّبِعْ اَهْوَآءَهُمْ ۚ وَقُلْ اٰمَنْتُ بِمَآ اَنْزَلَ اللّٰهُ مِنْ كِتٰبٍ ۚ وَاُمِرْتُ لِاَعْدِلَ بَيْنَكُمْ ؕ اَللّٰهُ رَبُّنَا وَرَبُّكُمْ ؕ لَنَآ اَعْمَالُنَا وَلَكُمْ اَعْمَالُكُمْ ؕ لَا حُجَّةَ بَيْنَنَا وَبَيْنَكُمْ ؕ اَللّٰهُ يَجْمَعُ بَيْنَنَا ۚ وَاِلَيْهِ الْمَصِيْرُ ﴿١٦﴾

**١٦**-پوءِ تون (انهيءَ دين ڏانهن) ماڻهن کي سڏ ۽ تون (اهڙي طرح دين تي) پختگيءَ سان قائم رهه جهڙي طرح توکي چيو ويو آهي ۽ انهن جي خواهشن جي پيروي نه ڪر ۽ چؤ ته الله پنهنجي ڪتاب مان جيڪي ڪي نازل ڪيو آهي مان انهيءَ تي ايمان آڻيان ٿو ۽ مونکي حڪم ڏنو ويو آهي ته مان توهانجي وچ ۾ عدل سان فيصلو ڪيان. الله اسانجو به رب آهي ۽ توهانجو به رب (آهي) اسان جا عمل اسان ساڻ آهن ۽ توهانجا عمل توهان ساڻ (آهن) توهانجي ۽ اسانجي وچ ۾ ڪو جهڳڙو ڪونهي. الله اسانکي (هڪ ڏينهن) گڏ ڪندو ۽ انهيءَ ڏانهن اسان سڀني کي موٽي وڃڻو آهي.

وَالَّذِيْنَ يُحَآجُّوْنَ فِي اللّٰهِ مِنْۢ بَعْدِ مَا اسْتُجِيْبَ لَهٗ حُجَّتُهُمْ دَاحِضَةٌ عِنْدَ رَبِّهِمْ وَعَلَيْهِمْ غَضَبٌ وَّلَهُمْ عَذَابٌ شَدِيْدٌ ﴿١٧﴾

**١٧**-۽ اهي ماڻهو جيڪي الله جي باري ۾ بحث ڪن ٿا جڏهن ته (ماڻهن جو هڪ وڏو تعداد) انهيءَ جي آواز کي قبول ڪري چڪو آهي انهن جو دليل انهن جي رب جي حضور ٽوڙيو وڃڻ وارو آهي انهن تي غضب نازل ٿيندو ۽ انهن جي لاءِ سخت عذاب (مقدر) آهي.

اَللّٰهُ الَّذِيْٓ اَنْزَلَ الْكِتٰبَ بِالْحَقِّ

**١٨**-الله اهو ئي آهي جنهن حق سان انهيءَ ڪامل ڪتاب (قرآن) ۽ ميزان① لاٿو

١-قرآن ڪريم جو هڪ نالو مِيْـــــزَان رکيو ويو آهي. ڇاڪاڻ ته ان ۾ جيڪا ڳالهه چئي ويندي

وَالْمِيْزَانَ ۭ وَمَا يُدْرِيْكَ لَعَلَّ السَّاعَةَ قَرِيْبٌ ﴿۱۸﴾

آهي ۽ توهانکي کھڙيءَ (ڳالهہ) ٻڌايو آهي تہ مقرر وقت ويجھو اچي ويو آهي.

يَسْتَعْجِلُ بِهَا الَّذِيْنَ لَا يُؤْمِنُوْنَ بِهَا ۚ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا مُشْفِقُوْنَ مِنْهَا ۙ وَيَعْلَمُوْنَ اَنَّهَا الْحَقُّ ۭ اَلَآ اِنَّ الَّذِيْنَ يُمَارُوْنَ فِي السَّاعَةِ لَفِيْ ضَلٰلٍۢ بَعِيْدٍ ﴿۱۹﴾

**١٩**-جيڪي ماڻھو انھيءَ تي ايمان نٿا آڻين اهي انھيءَ جي جلد آڻڻ جا خواهشمند① آهن ۽ مومن تہ انھيءَ کان ڊڄندا رهن ٿا ۽ يقين رکن ٿا تہ اهو تي رهڻو آهي ٻڌو! جيڪي ماڻھو قيامت ۾ شڪ کن ٿا،اهي هڪ لا علاج گمراهيءَ ۾ مبتلا آهن.

اَللّٰهُ لَطِيْفٌۢ بِعِبَادِهٖ يَرْزُقُ مَنْ يَّشَاۗءُ ۚ وَهُوَ الْقَوِيُّ الْعَزِيْزُ ﴿۲۰﴾ ع

**٢٠**-اللّٰه پنهنجن ٻانهن جي لڪل رازن کي ڄاڻي ٿو جنهن کي چاهي ٿو رزق جَجهو ڏئي ٿو ۽ جنهن جي لاءِ چاهي رزق ۾ گھٽتائي ڪري ڇڏي ٿو. اهو وڏي طاقت وارو (۽) غالب آهي.

مَنْ كَانَ يُرِيْدُ حَرْثَ الْاٰخِرَةِ نَزِدْ لَهٗ فِيْ حَرْثِهٖ ۚ وَمَنْ كَانَ يُرِيْدُ حَرْثَ الدُّنْيَا نُؤْتِهٖ مِنْهَا وَمَا لَهٗ فِي الْاٰخِرَةِ مِنْ

**٢١**-جيڪو بہ آخرت جي پوک گُهري ٿو اسان انھيءَ جي (آخرت جي) پوک کي انھيءَ لاءِ وڌائيندا وڃون ٿا ۽ جيڪو بہ هن دنيا جي پوک گُهري ٿو اسان

**(باقي حاشيو)** آهي دليل سان چئي ويندي آهي. ۽ دليل سيني انسانن جي لاءِ برابر آهي ۽ جيستائين ڪو ان کي ڪوڙو ثابت نہ ڪري ان کي رد نٿو ڪري سگھي. سو جيئن تہ قرآن ڪريم هر ڳالهہ دليل سان چوي ٿو ان ڪري هو ميزان آهي. يعني جيڪا ڳالهہ هن جي ساهميءَ ۾ پوري ٿئي اها ئي سچي ڳالهہ آهي باقي سڀ ڳالهيون ڪوڙيون آهن. ڇاڪاڻ تہ اهي عقل جي ساهمي ۾ پوريون نٿيون بيهن.

١-يعني جيئن تہ اُهي مڃين ئي نٿا تہ اسان تي عذاب اچڻو آهي ان ڪري هو چوندا رهندا آهن تہ عذاب جلدي آڻيو ڇاڪاڻ تہ جڏهن انهن جي خيال ۾ عذاب کي اچڻو ئي ناهي تہ هو جلدي اچي يا دير سان اچي سندن خيال ۾ هڪ جهڙي ڳالهہ آهي.

نَّصِيْبٍ ﴿٢١﴾

انهيءَ (کي هن دنيا جي پوک) مان انهيءَ جو حصو ڏيون ٿا (يعني دنيوي متاع انهيءَ کي ملي وڃي ٿو) ۽ آخرت ۾ انهيءَ جو ڪو حصو نه هوندو آهي.

اَمْ لَهُمْ شُرَكٰٓؤُا شَرَعُوْا لَهُمْ مِّنَ الدِّيْنِ مَا لَمْ يَاْذَنْۢ بِهِ اللّٰهُ ؕ وَلَوْ لَا كَلِمَةُ الْفَصْلِ لَقُضِيَ بَيْنَهُمْ ؕ وَاِنَّ الظّٰلِمِيْنَ لَهُمْ عَذَابٌ اَلِيْمٌ ﴿٢٢﴾

**٢٢**-ڇا انهن جي لاءِ ڪي اهڙا شريڪ آهن جن انهن جي لاءِ اهڙي ديني تعليم تجويز ڪئي آهي جنهن جو اللّٰه حڪم نه ڏنو آهي ۽ جيڪڏهن (اللّٰــه تعالٰي جي طرفان) آخري ① فيصلو نه ٿي چڪو هجي ها ته انهن جي وچ ۾ فيصلو ڪيو وڃي ها ② ها ۽ ظالمن کي يقيناً دردناڪ عذاب پهچندو.

تَرَى الظّٰلِمِيْنَ مُشْفِقِيْنَ مِمَّا كَسَبُوْا وَهُوَ وَاقِعٌۢ بِهِمْ ؕ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ فِيْ رَوْضٰتِ الْجَنّٰتِ ۚ لَهُمْ مَّا يَشَآءُوْنَ عِنْدَ رَبِّهِمْ ؕ ذٰلِكَ هُوَ الْفَضْلُ الْكَبِيْرُ ﴿٢٣﴾

**٢٣**-تون ظالمن کي ڏسين ٿو ته اهي پنهنجي عمل جي سببان ڊڄي رهيا آهن حالانڪ اهو (موعود عذاب) انهن تي ضرور نازل ٿيڻ وارو آهي ۽ اهي ماڻهو جن ايمان آندو ۽ ايمان جي مطابق عمل ڪيا، اهي گهاٽن باغن ۾ هوندا (۽) انهن جي رب وٽ انهن جي لاءِ اهو سڀ ڪجهه موجود هوندو (جنهن جي انهن کي خواهش هوندي) اِهو ئي وڏو فضل آهي.

ذٰلِكَ الَّذِيْ يُبَشِّرُ اللّٰهُ عِبَادَهُ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ ؕ قُلْ لَّآ اَسْـَٔلُكُمْ

**٢٤**- اِها ئي اُها شيءِ آهي جنهن جي اللّٰه پنهنجي مومن ٻانهن کي بشارت ڏئي ٿو، اهڙن مومن ٻانهن کي جيڪي ايمان جي

١ - ڏسو سورت الشوريٰ آيت ١٥.

٢ - يعني انهن تي تباهي اچي وڃي ها پر جيئن ته خداتعاليٰ جو قطعي فيصلو قرآن ڪريم ۾ موجود آهي ته جيستائين حجت پوري نه ٿئي ڪنهن قوم کي تباهه ناهي ڪيو ويندو.ان ڪري ڪين دير ڏني وئي آهي.

عَلَيْهِ اَجْرًا اِلَّا الْمَوَدَّةَ فِي الْقُرْبٰى ؕ وَمَنْ يَّقْتَرِفْ حَسَنَةً نَّزِدْ لَهٗ فِيْهَا حُسْنًا ؕ اِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ شَكُوْرٌ ﴿٢٤﴾

مطابق عمل به ڪندا آهن. تون چؤ مان پنهنجي خدمت جي بدلي ۾ توهان کان ڪو اجر نٿو گُهران، سواءِ انهيءَ محبت جي جيڪا پنهنجي ويجهي ۾ ويجهن رشتيدارن سان ڪئي ويندي آهي①، ۽ جيڪو شخص ڪو نيڪيءَ جو ڪم ڪريٿو اسان انهيءَ جي نيڪيءَ ڪي انهيءَ جي لاءِ اجا وڌيڪ حسين ② بڻائي ڇڏيندا آهيون اللّٰه ڏاڍو بخشڻ وارو (۽) قدردان آهي.

اَمْ يَقُوْلُوْنَ افْتَرٰى عَلَى اللّٰهِ كَذِبًا ۚ

**٢٥**۔ڇا اهي چون ٿا ته انهيءَ شخص (يعني محمد رسول اللّٰه ﷺ) خدا تي ڪوڙ مڙهيو

١۔شيعه ان جي هيءَ معنيٰ ڪندا آهن ته مان پيو ڪو اجورو نٿو گُهران صرف منهنجي مائٽن سان محبت ڪريو. حقيقت ۾ اهو به ته اجر آهي. هن آيت جي اصل معنيٰ اُها ئي آهي جيڪا اسان ڪئي آهي. اَلْمَوَدَّةُ فِي الْقُرْبٰى، گُهران ٿو. يعني بحيثيت رسول ان جي گُهر ڪيان ٿو، ته جيڪا ويجهڙي مِٽ سان محبت ڪئي ويندي آهي سا مون سان ڪريو.جهڙوڪ هڪ بي جاءِ تي انهيءَ مضمون کي واضح ڪيو ويو آهي ۽ ٻڌايو ويو آهي ته خدا ۽ رسول سان مائٽن کان به وڌيڪ محبت هجڻ گُهرجي. جيئن ته فرمائي ٿو: قُلْ اِنْ كَانَ اٰبَآؤُكُمْ وَ اَبْنَآؤُكُمْ وَاِخْوَانُكُمْ وَاَزْوَاجُكُمْ وَعَشِيْرَتُكُمْ وَاَمْوَالُ ن اقْتَرَفْتُمُوْهَا وَتِجَارَةٌ تَخْشَوْنَ كَسَادَهَا وَمَسٰكِنُ تَرْضَوْنَهَآ اَحَبَّ اِلَيْكُمْ مِّنَ اللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ وَجِهَادٍ فِيْ سَبِيْلِهٖ فَتَرَبَّصُوْا حَتّٰى يَاْتِيَ اللّٰهُ بِاَمْرِهٖ (سورت توبه آيت ٢٣) يعني جيڪڏهن توهان کي خداتعاليٰ ۽ ان جي رسول جي ڀيٽ ۾ پنهنجي ماءُ پيءُ، پٽن، ڀائرن، زالن ۽ مائٽن سان وڌيڪ محبت آهي ۽ اهڙي طرح خدا ۽ رسول جي ڀيٽ ۾ پنهنجون ملڪيتون ۽ ڪاروبار ۽ جائيدادون وڌيڪ پيائين ٿيون ته پوءِ اللّٰه جي فيصلي جو انتظار ڪريو. جيڪو اِهو ٻڌائي ڇڏيندو ته توهان غلط طريقو اختيار ڪري رکيو هو.ان ڪري هن آيت ۾ ٻڌايو ويو آهي ته هر مومن کي مائٽن کان وڌ خداتعاليٰ ۽ ان جي رسول سان محبت ڪرڻ گهرجي. يعني ان جي ڳالهه جي ڀيٽ ۾ ڪنهن مائٽ جي ڳالهه نه مڃڻ گُهرجي.

٢۔يعني هو نيڪين تي اهڙي طرح فدا ٿيندو آهي جيئن عاشق ڪنهن حسين شيءِ تي فدا ٿيندو آهي.

فَاِنْ يَّشَاِ اللّٰهُ يَخْتِمْ عَلٰى قَلْبِكَ ؕ وَيَمْحُ اللّٰهُ الْبَاطِلَ وَ يُحِقُّ الْحَقَّ بِكَلِمٰتِهٖ ؕ اِنَّهٗ عَلِيْمٌۢ بِذَاتِ الصُّدُوْرِ ﴿٢٥﴾

آهي- پوءِ جيڪڏهن اللّٰه چاهي ته تنهنجي دل تي مهر① لڳائي ڇڏي. ۽ اللّٰه هميشه باطل کي مٽائي ڇڏيندو آهي ۽ حق کي پنهنجي نشانن جي ذريعي قائم ڪري ڇڏي ٿو اهو دلين جي ڳالهين کي ڄاڻي ٿو.

وَهُوَ الَّذِیْ يَقْبَلُ التَّوْبَةَ عَنْ عِبَادِهٖ وَيَعْفُوْا عَنِ السَّيِّاٰتِ وَيَعْلَمُ مَا تَفْعَلُوْنَ ﴿٢٦﴾

**٢٦**- ۽ اهو ئي آهي جيڪو پنهنجن ٻانهن جي توبهه کي قبول ڪري ٿو ۽ انهن جي غلطين کي معاف ڪري ٿو ۽ جيڪي ڪجهه توهان ڪيو ٿا انهيءَ کي ڄاڻي ٿو.

وَيَسْتَجِيْبُ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ وَيَزِيْدُهُمْ مِّنْ فَضْلِهٖ ؕ وَالْكٰفِرُوْنَ لَهُمْ عَذَابٌ شَدِيْدٌ ﴿٢٧﴾

**٢٧**- ۽ مومنن ۽ ايمان جي مطابق عمل ڪرڻ وارن جي دعائن کي قبول ڪري ٿو ۽ پنهنجي فضل سان (جيتري بدلي جا اهي مستحق هوندا آهن انهيءَ کان به) وڌيڪ کين ڏئي ٿو، ۽ ڪافرن جي لاءِ سخت عذاب مقرر آهي.

وَلَوْ بَسَطَ اللّٰهُ الرِّزْقَ لِعِبَادِهٖ لَبَغَوْا

**٢٨**- ۽ جيڪڏهن اللّٰه پنهنجي ٻانهن جي لاءِ رزق کي تمام ڪشادو ڪري ڇڏي

١- يعني جيڪڏهن ڪوڙ ڳالهائي ها ته هن جي تقويٰ ضايع ٿي وڃي ها ۽ دل تي مهر لڳي وڃي ها. پر هي ته قرآن جي نازل ٿيڻ کانپوءِ تقويٰ ۾ وڌي ويو آهي. ان ڪري دشمن جو الزام ڪوڙو آهي. هي به ياد رکڻ گُهرجي ته قرآن ڪريم ۾ ڪافرن لاءِ به مهر جو لفظ اچي ٿو پر اُتي هن جي هيءَ معنيٰ آهي ته هن درجي کانپوءِ انهن جي دل ۾ ڪنهن قسم جي تقويٰ داخل نه ٿي سگهندي. پر محمد رسول اللّٰه ﷺ جي بابت هيءَ مراد آهي ته هي ان مقام تي پهچي ويو آهي ته هن جي دل ۾ ڪنهن به قسم جو ڪفر داخل نٿو ٿي سگهي. جهڙوڪ رسول ڪريم ﷺ فرمائن ٿا ته منهنجو شيطان به مسلمان ٿي ويو آهي يعني هو جيڪا ڳالهه به منهنجي دل ۾ وجهندو آهي اها نيڪيءَ جي صورت ۾ مَتجي ويندي آهي. (مسلم كتاب صفات المنافقين ،باب تحريش الشيطان و بعثه،و مسند احمد بن حنبل جلد ٦ صفحه ١١٥ مطبوعه بيروت).

فِي الْاَرْضِ وَلٰكِنْ يُّنَزِّلُ بِقَدَرٍ مَّا يَشَآءُ ؕ اِنَّهٗ بِعِبَادِهٖ خَبِيْرٌۢ بَصِيْرٌ ﴿۲۸﴾

ها ته اهي ملڪ ۾ ڏاڍي سرڪشي ڪرڻ لڳي وڃن ها، پر هو جيڪي ڪجهه چاهي ٿو اندازي جي مطابق لاهي ٿو اهو پنهنجن ٻانهن جي حالتن کان باخبر (۽) انهن جي حالت کي ڏسڻ وارو آهي.

وَهُوَ الَّذِيْ يُنَزِّلُ الْغَيْثَ مِنْۢ بَعْدِ مَا قَنَطُوْا وَيَنْشُرُ رَحْمَتَهٗ ؕ وَهُوَ الْوَلِيُّ الْحَمِيْدُ ﴿۲۹﴾

**٢٩**-۽ اهو ئي آهي جيڪو مايوسيءَ کانپوءِ بارش وسائي ٿو ۽ پنهنجي رحمت کي پکيڙي ڇڏي ٿو ۽ اهو ئي (سچو) پناهه ڏيڻ وارو (۽) سيني تعريفن جو مالڪ آهي.

وَمِنْ اٰيٰتِهٖ خَلْقُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَمَا بَثَّ فِيْهِمَا مِنْ دَآبَّةٍ ؕ وَهُوَ عَلٰى جَمْعِهِمْ اِذَا يَشَآءُ قَدِيْرٌ ﴿۳۰﴾ ع

**٣٠**-۽ آسمانن ۽ زمين جي پيدائش ۽ جيڪي ڪجهه انهن ٻنهي جي وچ ۾ جاندارن جي قسمن مان هُن پکيڙيو آهي انهيءَ جي نشانين مان آهي ۽ جڏهن اُهو چاهيندو انهن سيني جي جمع ڪرڻ تي قادر هوندو①.

وَمَآ اَصَابَكُمْ مِّنْ مُّصِيْبَةٍ فَبِمَا كَسَبَتْ اَيْدِيْكُمْ وَيَعْفُوْا عَنْ كَثِيْرٍ ﴿۳۱﴾ ؕ

**٣١**-۽ جيڪا مصيبت توهانکي پهچي اها توهانجن عملن جي سببان هوندي آهي ۽ اللّٰه توهانجن اڪثر قصورن کي معاف ڪري ٿو.

١-گڏ ڪرڻ جي معنيٰ عام طور تي قيامت جي هوندي آهي پر هن جڳهه دَآبَّة جو لفظ آهي. جنهن سان اِهو شڪ پيدا ٿي سگهي ٿو ته ڇا جانورن جو به حشر ٿيندو. ان ڪري ان جو پهريون جواب ته هي آهي ته دَآبَّة جو لفظ قرآن ڪريم ۾ انسانن لاءِ به ڳالهايو ويو آهي. ۽ ٻيو جواب هي آهي ته رسول ڪريمﷺ فرمايو آهي ته قيامت جي ڏينهن جانورن جو به حساب ٿيندو. ان ڪري پاڻ فرمايائون ته مان ڏسي رهيو آهيان ته قيامت جي ڏينهن هڪ ٻڪري ٻي ٻڪريءَ کي سڱ هڻي رهي آهي ان ڪري ته ٻي ٻڪريءَ هن کي دنيا ۾ سڱ هنيو هو. ان ڪري ٻنهي طريقن سان ان آيت جي معنيٰ صحيح آهي. (ترمذی ابواب صفة القيامة باب ما جاء فی شان الحساب و القصاص)

وَمَآ اَنْتُمْ بِمُعْجِزِيْنَ فِي الْاَرْضِ ۚ وَمَا لَكُمْ مِّنْ دُوْنِ اللّٰهِ مِنْ وَّلِيٍّ وَّلَا نَصِيْرٍ ﴿٣١﴾

٣٢- ۽ توهان (الله کي) انهيءَ جي ارادي ۾ ڪٿي به زمين تي ناڪام نٿا ڪري سگهو ۽ الله کانسواءِ توهانکي ڪو به پناهه ڏيڻ وارو ڪونهي، نه ڪو توهانجو مددگار آهي.

وَمِنْ اٰيٰتِهِ الْجَوَارِ فِي الْبَحْرِ كَالْاَعْلَامِ ﴿٣٢﴾

٣٣- ۽ انهيءَ جي نشانن مان جبلن جهڙيون سمنڊ ۾ هلڻ واريون ٻيڙيون آهن (يعني جيڪي تمام وڏيون وڏيون ٿينديون آهن).

اِنْ يَّشَاْ يُسْكِنِ الرِّيْحَ فَيَظْلَلْنَ رَوَاكِدَ عَلٰى ظَهْرِهٖ ۭ اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَاٰيٰتٍ لِّكُلِّ صَبَّارٍ شَكُوْرٍ ﴿٣٣﴾

٣٤- ۽ جيڪڏهن اهو چاهي ته هوا کي بيهاري ڇڏي ۽ اُهي سمنڊ جي سطح تي بيٺيون ئي رهجي وڃن- انهيءَ ۾ هر صبر ڪرڻ واري قدردان جي لاءِ نشان آهن.

اَوْ يُوْبِقْهُنَّ بِمَا كَسَبُوْا وَيَعْفُ عَنْ كَثِيْرٍ ﴿٣٤﴾

٣٥- يا جيڪڏهن هو چاهي ته ٻيڙيءَ (١) وارن کي انهن جي عملن جي سببان تباهه ڪري ڇڏي ۽ هو ڪيترن ئي گناهن کي معاف ڪري ڇڏي ٿو.

وَّيَعْلَمَ الَّذِيْنَ يُجَادِلُوْنَ فِيْٓ اٰيٰتِنَا ۭ مَا لَهُمْ مِّنْ مَّحِيْصٍ ﴿٣٥﴾

٣٦- ۽ ته جيئن اهي ماڻهو جيڪي اسانجي نشانن تي بحث ڪن ٿا جاڻي وٺن ته انهن جي لاءِ ڀڄڻ جي ڪا جاءِ ڪانهي.

فَمَآ اُوْتِيْتُمْ مِّنْ شَيْءٍ فَمَتَاعُ الْحَيٰوةِ

٣٧- ۽ جيڪي ڪي توهانکي ڏنوويو آهي

---

١- اسان "ٻيڙيءَ وارا" معنيٰ ڪئي آهي. پر قرآن مجيد ۾ آهي ته ٻيڙين کي تباهه ڪري ڇڏيون، اسان هيءَ معنيٰ ان ڪري ڪئي آهي ته ٻيڙيءَ وارن جو رزق ٻيڙيءَ سان لاڳاپيل هوندو آهي. جيڪڏهن ٻيڙيون تباهه ٿي وڃن ته ٻيڙيءَ وارا به تباهه ٿي ويندا آهن. ان ڪري حذف مضاف جي ذريعي سان اسان ترجمو ٺيڪ ڪري ورتو آهي اهڙي طرح هن آيت ۾ آهي ته اسان ٻيڙين کي سندن عملن جي ڪري تباهه ڪنداسين. ۽ عمل ٻيڙي وارا ڪندا آهن نڪي ٻيڙيون. ان ڪري هن دليل به ٻڌائي ڇڏيو آهي ته هن جڳهه تي ٻيڙيءَ وارن جو ذڪر آهي نڪي ٻيڙين جو.

الدُّنْيَا ۚ وَمَا عِنْدَ اللّٰهِ خَيْرٌ وَّاَبْقٰى لِلَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَلٰى رَبِّهِمْ يَتَوَكَّلُوْنَ ۚ﴿۳۷﴾

اهو دنياوي زندگيءَ جو سامان آهي ۽ جيڪي اللّٰه وٽ آهي اهو مومنن ۽ پنهنجي رب تي توڪل ڪرڻ وارن جي لاءِ وڌيڪ سنو ۽ وڌيڪ جٽادار آهي.

وَالَّذِيْنَ يَجْتَنِبُوْنَ كَبٰٓئِرَ الْاِثْمِ وَالْفَوَاحِشَ وَاِذَا مَا غَضِبُوْا هُمْ يَغْفِرُوْنَ ۚ﴿۳۸﴾

۳۸-۽ (انهن جي لاءِ) جيڪي وڏن گناهن ۽ بدڪاريءَ کان بچن ٿا ۽ جڏهن انهن کي غصو اچي ٿو ته معاف ڪري ڇڏين ٿا.

وَالَّذِيْنَ اسْتَجَابُوْا لِرَبِّهِمْ وَاَقَامُوا الصَّلٰوةَ ۠ وَاَمْرُهُمْ شُوْرٰى بَيْنَهُمْ ۠ وَمِمَّا رَزَقْنٰهُمْ يُنْفِقُوْنَ ۚ﴿۳۹﴾

۳۹- ۽ جيڪي پنهنجي رب جي آواز کي قبول ڪري وٺن ٿا ۽ نمازون باجماعت ادا ڪن ٿا ۽ انهن جو طريقو اهو آهي جو پنهنجي هر معاملي کي پاڻ ۾ مشوري سان طي ڪن ٿا ۽ جيڪي ڪي اسان انهن کي ڏنو آهي انهيءَ مان خرچ ڪن ٿا.

وَالَّذِيْنَ اِذَآ اَصَابَهُمُ الْبَغْيُ هُمْ يَنْتَصِرُوْنَ ﴿۴۰﴾

۴۰-۽ جڏهن انهن تي ڪو ظلم ٿئي ٿو ته اهي بدلو ته وٺن ٿا (پر هيءُ ياد رکن ٿا).

وَجَزٰٓؤُا سَيِّئَةٍ سَيِّئَةٌ مِّثْلُهَا ۚ فَمَنْ عَفَا وَاَصْلَحَ فَاَجْرُهٗ عَلَى اللّٰهِ ؕ اِنَّهٗ لَا يُحِبُّ الظّٰلِمِيْنَ ﴿۴۱﴾

۴۱- ته بديءَ جو بدلو ايتري ئي بدي ٿيندي آهي ۽ جيڪو معاف ڪري ۽ اصلاح کي مد نظر رکي ته انهيءَ کي بدلو ڏيڻ اللّٰه جي ذمي هوندو آهي. اهو (اللّٰه) ظالمن کي پسند نٿو ڪري.

وَلَمَنِ انْتَصَرَ بَعْدَ ظُلْمِهٖ فَاُولٰٓئِكَ مَا عَلَيْهِمْ مِّنْ سَبِيْلٍ ؕ﴿۴۲﴾

۴۲-۽ جيڪي ماڻهو پنهنجي ذات تي ظلم ٿيڻ کانپوءِ مناسب بدلو وٺن ٿا.انهن تي ڪنهن به قسم جو اعتراض نٿو ٿي سگهي.

اِنَّمَا السَّبِيْلُ عَلَى الَّذِيْنَ يَظْلِمُوْنَ النَّاسَ

۴۳-اعتراض صرف انهن ماڻهن تي ٿئي

وَيَبْغُوْنَ فِي الْاَرْضِ بِغَيْرِ الْحَقِّ ؕ اُولٰٓئِكَ لَهُمْ عَذَابٌ اَلِيْمٌ ﴿٤٣﴾

تو جيڪي ماڻهن تي ظلم (۽ حملي) ۾ شروعات ڪن ٿا ۽ زمين ۾ بغير ڪنهن حق جي زيادتي ڪرڻ لڳي وڃن ٿا اهڙن ماڻهن ڪي دردناڪ عذاب ملندو.

وَلَمَنْ صَبَرَ وَغَفَرَ اِنَّ ذٰلِكَ لَمِنْ عَزْمِ الْاُمُوْرِ ﴿٤٤﴾ ع

٤٤- ۽ جنهن صبر ڪيو ۽ معاف ڪيو ته (انهيءَ جو) اهو (ڪم) وڏي همت وارن ڪمن مان آهي.

وَمَنْ يُّضْلِلِ اللّٰهُ فَمَا لَهٗ مِنْ وَّلِيٍّ مِّنْۢ بَعْدِهٖ ؕ وَتَرَى الظّٰلِمِيْنَ لَمَّا رَاَوُا الْعَذَابَ يَقُوْلُوْنَ هَلْ اِلٰى مَرَدٍّ مِّنْ سَبِيْلٍ ﴿٤٥﴾ ج

٤٥- ۽ جنهن ڪي اللّٰه گمراهه قرار ڏئي ته انهي (اللّٰه) ڪي ڇڏي انهيءَ جو ڪو مددگار نٿو ٿي سگهي ۽ تون ظالمن ڪي ڏسندين ته جڏهن اهو عذاب ايندو ڏسندا ته چوندا ته ڇا هن عذاب ڪي ٽارڻ جي ڪا تدبير به آهي!

وَتَرٰىهُمْ يُعْرَضُوْنَ عَلَيْهَا خٰشِعِيْنَ مِنَ الذُّلِّ يَنْظُرُوْنَ مِنْ طَرْفٍ خَفِيٍّ ؕ وَقَالَ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اِنَّ الْخٰسِرِيْنَ الَّذِيْنَ خَسِرُوْٓا اَنْفُسَهُمْ وَاَهْلِيْهِمْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ ؕ اَلَآ اِنَّ الظّٰلِمِيْنَ فِيْ عَذَابٍ مُّقِيْمٍ ﴿٤٦﴾

٤٦- ۽ تون انهن ڪي ڏسندين ته اهي ان عذاب جي سامهون پيش ڪيا ويندا ۽ ذلت جي سببان مٿو جهڪائيندي اکيون هيٺ ڪري ڏسي رهيا هوندا ۽ مومن چوندا ته اصل گهاٽو حاصل ڪرڻ وارا اُهي آهن جن پنهنجي جانين ۽ اهل وعيال ڪي قيامت جي ڏينهن گهاٽي ۾ وڌو- ڪن ڪولي ٻڌو! ظالم ماڻهو هڪ قائم رهڻ واري عذاب ۾ هوندا.

وَمَا كَانَ لَهُمْ مِّنْ اَوْلِيَآءَ يَنْصُرُوْنَهُمْ مِّنْ دُوْنِ اللّٰهِ ؕ وَمَنْ يُّضْلِلِ اللّٰهُ فَمَا لَهٗ

٤٧- ۽ انهن ڪي پناهه ڏيڻ وارا ڪي به نه هوندا جيڪي انهن جي اللّٰه جي مقابلي ۾ مدد ڪري سگهن ۽ جنهن ڪي اللّٰه گمراهه

مِنْ سَبِيْلٍ ۞ ٤٧

سمجھي (١) ٿو انهيءَ کي رستي تي آڻڻ جي ڪا تدبير ڪانهي.

اِسْتَجِيْبُوْا لِرَبِّكُمْ مِّنْ قَبْلِ اَنْ يَّاْتِيَ يَوْمٌ لَّا مَرَدَّ لَهٗ مِنَ اللّٰهِ ۭ مَا لَكُمْ مِّنْ مَّلْجَاٍ يَّوْمَىِٕذٍ وَّمَا لَكُمْ مِّنْ نَّكِيْرٍ ۞ ٤٨

٤٨-توهان پنهنجي رب جي آواز جو (انهيءَ تي لبيڪ چوندي) جواب ڏيو. انهيءَ کان اڳ جو اهو وقت اچي وڃي جنهن کي الله جي مقابلي ۾ موٽائڻ وارو ڪوڪونهي. انهيءَ ڏينهن توهان جي لاءِ ڪا پناهه جي جڳهه نه هوندي ۽ توهان جي لاءِ انڪار (٢) جي ڪا گنجائش نه هوندي.

فَاِنْ اَعْرَضُوْا فَمَآ اَرْسَلْنٰكَ عَلَيْهِمْ حَفِيْظًا ۭ اِنْ عَلَيْكَ اِلَّا الْبَلٰغُ ۭ وَاِنَّآ اِذَآ اَذَقْنَا الْاِنْسَانَ مِنَّا رَحْمَةً فَرِحَ بِهَا ۚ وَاِنْ تُصِبْهُمْ سَيِّئَةٌۢ بِمَا قَدَّمَتْ اَيْدِيْهِمْ فَاِنَّ الْاِنْسَانَ كَفُوْرٌ ۞ ٤٩

٤٩-پوءِ به جيڪڏهن اهي منهن موڙين ته (موڙيندا رهن) اسان توکي انهن تي نگران بڻائي ناهي موڪليو. توتي صرف ڳالهه جو پهچائي ڇڏڻ فرض آهي ۽ جڏهن به اسان انسان کي پنهنجي طرفان رحمت پهچايون ٿا ته اهو انهيءَ تي خوش ٿي وڃي ٿو ۽ جيڪڏهن انهيءَ جي ڪنهن عمل جي سببان (اسانجي طرفان) انهيءَ کي ڪا تڪليف پهچي ته انسان بي شڪرو بڻجي وڃي ٿو (۽ پهرين سيني فضلن جو انڪار ڪري ڇڏي ٿو).

لِلّٰهِ مُلْكُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۭ يَخْلُقُ مَا يَشَآءُ ۭ يَهَبُ لِمَنْ يَّشَآءُ اِنَاثًا وَّيَهَبُ لِمَنْ يَّشَآءُ الذُّكُوْرَ ۞ ٥٠

٥٠-الله ئي جي لاءِ زمين ۽ آسمانن جي بادشاهت آهي جيڪي ڪجهه چاهي ٿو پيدا ڪري ٿو جنهن کي چاهي ٿو ڇوڪريون ڏئي ٿو، جنهن کي چاهي ٿو ،ڇوڪرا

---

١- اَضَلَّ جي هڪ معني گمراهه ڪرڻ هوندي آهي ۽ بي گمراهه قرار ڏيڻ جي. (ڏسو مفردات امام راغب).

٢- هن جاءِ تي لفظ نَكِيْر آهي جنهن جي معني انڪار جي آهي (مفردات).

اَوْ يُزَوِّجُهُمْ ذُكْرَانًا وَّاِنَاثًا ۚ وَيَجْعَلُ مَنْ يَّشَآءُ عَقِيْمًا ؕ اِنَّهٗ عَلِيْمٌ قَدِيْرٌ ﴿٥١﴾

ڏئي ٿو.

**٥١**-يا ڇوڪرين ۽ ڇوڪرن ڪي گڏائي ڇڏي ٿو (يعني ڇوڪريون به پيدا ٿين ٿيون ۽ ڇوڪرا به) ۽ جنهن ڪي چاهي ٿو سَنڍ بڻائي ڇڏي ٿو اهو وڏي علم وارو (۽) قدرت وارو آهي.

وَمَا كَانَ لِبَشَرٍ اَنْ يُّكَلِّمَهُ اللّٰهُ اِلَّا وَحْيًا اَوْ مِنْ وَّرَآئِ حِجَابٍ اَوْ يُرْسِلَ رَسُوْلًا فَيُوْحِيَ بِاِذْنِهٖ مَا يَشَآءُ ؕ اِنَّهٗ عَلِيٌّ حَكِيْمٌ ﴿٥٢﴾

**٥٢**-۽ ڪنهن به ماڻهوءَ جي اِها حيثيت ڪانهي جو اللّٰه ساڻس وحي① ڪانسواءِ يا پردي پنيان ڳالهائڻ ڪانسواءِ ڪنهن ٻئي صورت سان ڪلام ڪري يا(انهيءَ ڏانهن فرشتن مان) رسول (بڻائي) موڪلي جيڪي انهيءَ جي حڪم سان جيڪي ڪجهه هُو چوي ڳالهه پهچائين- هو وڏي شان وارو (۽) حڪمتن جو واقف آهي.

١-وحي جي اصل معنيٰ اهڙو اشارو هوندو آهي جيڪو جلديءَ سان ڪيو وڃي ۽ ٻين ڪي ان جي خبر نه پئجي سگهي. خداتعاليٰ جي ڪلام ڪي وحي ان ڪري چوندا آهن جو اهو جلدي جلدي نازل ٿيندو آهي ۽ مُلهَم (جنهن ڪي الهام ڪيو وڃي-مترجم) ڪانسواءِ ٻي ڪنهن ڪي خبر نه پوندي آهي. سواءِ ان جي جو اللّٰه تعاليٰ ڪنهن ٻي ڪي به ان ۾ پاڻ شامل ڪري.

هن آيت ۾ اللّٰه تعاليٰ ٻانهي سان ڪلام ڪرڻ جا ٽي طريقا بيان ڪيا آهن.(١) پهريون طريقو هي آهي ته اللّٰه تعاليٰ جو ڪلام ٻانهي تي بنان ڪنهن واسطي جي نازل ٿئي. (٢) ٻيو طريقو وحيءَ جو هي آهي ته خداتعاليٰ پاران لفظ نازل نه ٿين بلڪ مضمون ڪي تعبير طلب مثالن ۾ يا بنا تعبير طلب نظاري ۾ ڏيکاريو وڃي انهيءَ ڪي هن آيت ۾ **مِنْ وَّرَآئِ حِجَاب** جي لفظن سان بيان ڪيو ويو آهي. يعني اصل مقصد پردي جي پويان هوندو آهي. (٣) ٽيون طريقو هي آهي ته اللّٰه تعاليٰ پنهنجو ڪلام فرشتي تي نازل ڪري ۽ فرشتو ٻانهي تائين پهچائي ڇڏي. (تفصيل جي لاءِ ڏسو تفسير ڪبير جلد٩ صفحه ٤١٨ تا ٤٥٤ تفسير سورت زلزال).

وَكَذٰلِكَ اَوْحَيْنَآ اِلَيْكَ رُوْحًا مِّنْ اَمْرِنَا ؕ مَا كُنْتَ تَدْرِىْ مَا الْكِتٰبُ وَلَا الْاِيْمَانُ وَلٰكِنْ جَعَلْنٰهُ نُوْرًا نَّهْدِىْ بِهٖ مَنْ نَّشَآءُ مِنْ عِبَادِنَا ؕ وَاِنَّكَ لَتَهْدِىْٓ اِلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ ۙ﴿۵۲﴾

۵۳۔۽ اهڙيءَ طرح اسان توڏانهن پنهنجي حڪم سان ڪلام نازل ڪيو آهي تون نه ڄاڻيندو هئين ته ڪتاب ڪهڙي شيءِ آهي ۽ نه اِهو ڄاڻيندو هئين ته ايمان ڪهڙي شيءِ آهي پر اسان انهيءَ (تنهنجي وحيءَ) کي نور بڻائي ڇڏيو آهي ۽ انهيءَ جي ذريعي پنهنجن ٻانهن مان جنهن کي گُهرون ٿا اسان هدايت ڏئي ڇڏيندا آهيون ۽ تون يقيناً ماڻهن کي سڌي رستي ڏانهن آڻي رهيو آهين.

صِرَاطِ اللّٰهِ الَّذِىْ لَهٗ مَا فِى السَّمٰوٰتِ وَمَا فِى الْاَرْضِ ؕ اَلَآ اِلَى اللّٰهِ تَصِيْرُ الْاُمُوْرُ ﴿۵۳﴾ ع

۵۴۔اللّٰه جي رستي ڏانهن جيڪو انهيءَ جو به مالڪ آهي جيڪي آسمانن ۾ آهي ۽ انهيءَ جو به جيڪي زمين ۾ آهي ٻڌو! سڀ ڳالهيون خدا ڏانهن ئي وڃن ٿيون (يعني سڀني ڳالهين جي شروعات ۽ پڇاڙي خدا جي هٿ ۾ آهي).

سُوْرَةُ الزُّخْرُفِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ تِسْعُوْنَ اٰيَةً وَّ سَبْعَةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت زخرف ـ هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون نوّي آيتون ۽ ست رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ﴿١﴾

١ـ(سان) اللّٰـه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

حٰمٓ ﴿٢﴾

٢ـ حميد ۽ مجيد (خدا جي طرفان هيءَ سورت نازل ٿي آهي).

وَالْكِتٰبِ الْمُبِيْنِ ﴿٣﴾

معانقة١١ عند المتقدمين

٣ـاسان هن ڪتاب جو قَسم کڻون ٿا (يعني هن کي شاهديءَ طور پيش ڪيون ٿا) جيڪو پنهنجي مضمون کي کولي بيان ڪرڻ وارو آهي.

اِنَّا جَعَلْنٰهُ قُرْءٰنًا عَرَبِيًّا لَّعَلَّكُمْ تَعْقِلُوْنَ ﴿٤﴾

٤ـاسان هن ڪتاب کي قرآن بڻايو آهي (۽ قرآن به) اهڙو جيڪو عربي① آهي انهيءَ لاءِ ته توهان سمجهو.

وَاِنَّهٗ فِيْٓ اُمِّ الْكِتٰبِ لَدَيْنَا لَعَلِيٌّ

٥ـ ۽ اهو (يعني قرآن) ام الڪتاب②

---

١ـهتي قُرْاٰناً عَرَبِيًّا جا لفظ استعمال ڪيا ويا آهن. شايد ڪن ماڻهن لاءِ هن کي سمجهڻ ڏکيو هجي، انهن لاءِ هي واضح ڪيو پيو وڃي ته قرآن جو لفظ ان لاءِ استعمال ڪيو ويو آهي جو هيءُ ڪتاب ڪثرت سان پڙهيو ويندو يعني ان جو پڙهڻ سَوَلو هوندو ۽ عَــــرَبِيًّــا سان هي ٻڌايو ويو آهي ته ان جي مفهوم کي سمجهڻ به سَوَلو هوندو. چاڪاڻ ته هي هر ڳالهه دليل سان بيان ڪندو.

٢ـهن جڳهه هڪ استعارو استعمال ڪيو ويو آهي ته سڀئي شريعتون ڪنهن اصول جي ماتحت هونديون آهن ۽ اهو اصول ڪتاب لاءِ ماءُ وانگر هوندو آهي جيئن هڪ عورت انسانن جي ماءُ هوندي آهي اهڙي طرح اللّٰـه تعاليٰ فرمائي ٿو ته هي قرآن ام الڪتاب ۾ آهي يعني جيڪو اصولي ڪتاب دنيا ۾ نازل ڪرڻ خداتعاليٰ کي مد نظر

حَكِيۡمٌ ۝٥

اَفَنَضۡرِبُ عَنۡكُمُ الذِّكۡرَ صَفۡحًا اَنۡ كُنۡتُمۡ قَوۡمًا مُّسۡرِفِيۡنَ ۝٦

وَكَمۡ اَرۡسَلۡنَا مِنۡ نَّبِيٍّ فِى الۡاَوَّلِيۡنَ ۝٧

وَمَا يَاۡتِيۡهِمۡ مِّنۡ نَّبِيٍّ اِلَّا كَانُوۡا بِهٖ يَسۡتَهۡزِءُوۡنَ ۝٨

فَاَهۡلَكۡنَاۤ اَشَدَّ مِنۡهُمۡ بَطۡشًا وَّمَضٰى مَثَلُ الۡاَوَّلِيۡنَ ۝٩

وَلَئِنۡ سَاَلۡتَهُمۡ مَّنۡ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضَ لَيَقُوۡلُنَّ خَلَقَهُنَّ الۡعَزِيۡزُ الۡعَلِيۡمُ ۝١٠

الَّذِىۡ جَعَلَ لَكُمُ الۡاَرۡضَ مَهۡدًا وَّجَعَلَ لَكُمۡ فِيۡهَا سُبُلًا لَّعَلَّكُمۡ تَهۡتَدُوۡنَ ۝١١

۾ آهي ۽ اسان وٽ وڏي شان وارو (۽) وڏين حڪمتن وارو آهي.

**٦**-ڇا اسان توهان جي سامهون ذڪر (يعني ڪتاب) جو بيان ڪرڻ صرف انهيءَ لاءِ ڇڏي ڏيون جو توهان حد کان وڌيل قوم آهيو.

**٧**-۽ اسان پهرين قومن ۾ ڪيترائي نبي موڪليا آهن.

**٨**-۽ انهن وٽ ڪو نبي نه ايندو هو جو اهي انهيءَ تي کلون نه ڪندا هجن (پوءِ به اسان انهن ڏانهن وحي نازل ڪئي).

**٩**-۽ اسان انهن کان وڌيڪ طاقتور ماڻهن کي (انڪار جي سببان) هلاڪ ڪري ڇڏيو هو (پوءِ هنن کي هلاڪ ڪرڻ ۾ ڪهڙي ڏکيائي آهي) ۽ انهن ماڻهن جي سامهون پهرين ماڻهن جون حالتون گذري ئي چُڪيون آهن.

**١٠**-۽ جيڪڏهن تون انهن کان پڇين ته آسمانن ۽ زمين کي ڪنهن پيدا ڪيو آهي ته اهي چوندا غالب (۽) وڏي علم رکڻ واريءَ هستيءَ کين پيدا ڪيو آهي.

**١١**-انهيءَ (هستيءَ) جنهن زمين کي توهان جي لاءِ وڇاڻو بڻايو ۽ انهيءَ ۾ توهانجي لاءِ رستا بڻايا آهن انهيءَ لاءِ ته توهان

---

**(باقي حاشيو)** هئو ان ۾ هي قرآن شامل هو. جڻ ته ازل کان خداتعاليٰ کي اِهو مدنظر هيو ته دنيا جي ڪامل هدايت لاءِ هو قرآن ڪريم موڪليندو.

وَالَّذِىۡ نَزَّلَ مِنَ السَّمَآءِ مَآءًۢ بِقَدَرٍ ۚ فَاَنۡشَرۡنَا بِهٖ بَلۡدَةً مَّيۡتًا ۚ كَذٰلِكَ تُخۡرَجُوۡنَ ﴿۱۱﴾

وَالَّذِىۡ خَلَقَ الۡاَزۡوَاجَ كُلَّهَا وَجَعَلَ لَكُمۡ مِّنَ الۡفُلۡكِ وَالۡاَنۡعَامِ مَا تَرۡكَبُوۡنَ ۙ﴿۱۲﴾

لِتَسۡتَوٗا عَلٰى ظُهُوۡرِهٖ ثُمَّ تَذۡكُرُوۡا نِعۡمَةَ رَبِّكُمۡ اِذَا اسۡتَوَيۡتُمۡ عَلَيۡهِ وَتَقُوۡلُوۡا سُبۡحٰنَ الَّذِىۡ سَخَّرَ لَنَا هٰذَا وَمَا كُنَّا لَهٗ مُقۡرِنِيۡنَ ۙ﴿۱۳﴾

وَاِنَّاۤ اِلٰى رَبِّنَا لَمُنۡقَلِبُوۡنَ ﴿۱۴﴾

وَجَعَلُوۡا لَهٗ مِنۡ عِبَادِهٖ جُزۡءًا ؕ اِنَّ الۡاِنۡسَانَ لَكَفُوۡرٌ مُّبِيۡنٌ ؕ﴿۱۵﴾

اَمِ اتَّخَذَ مِمَّا يَخۡلُقُ بَنٰتٍ وَّاَصۡفٰكُمۡ بِالۡبَنِيۡنَ ﴿۱۶﴾

هدايت حاصل ڪيو.

**١٢**-۽ انهيءَ ڪڪر مان هڪ اندازي جي مطابق پاڻي وسايو آهي پوءِ انهيءَ جي ذريعي هڪ مُردهه زمين کي زندهه ڪري ڇڏيو آهي اهڙيءَ طرح توهان به (زندهه ڪري) ڪڍيا ويندؤ.

**١٣**-۽ انهيءَ توهان جي لاءِ هر قسم جا جوڙا پيدا ڪيا آهن ۽ اهڙيءَ طرح چوپايا پيدا ڪيا آهن ۽ ٻيڙيون ٺاهيون آهن جن تي توهان سوار ٿيو ٿا.

**١٤**-جڏهن توهان چڱيءَ طرح انهن تي ويهي وجو، ته پوءِ پنهنجي رب جي نعمت کي ياد ڪيو ۽ هيئن چئو ته پاڪ آهي اُهو خدا جنهن اسانکي انهن تي قبضو بخشيو آهي حالانڪ اسان پنهنجي زور سان انهن کي پنهنجي حڪم هيٺ ٿي بٺائي سگهياسين.

**١٥**-۽ اسان يقيناً هڪ ڏينهن پنهنجي رب ڏانهن موٽي وڃڻا آهيون.

**١٦**-(پر حال هي آهي جو) اُنهن انهيءَ (خدا) جي لاءِ هُن جي ٻانهن منجهان هڪ حصو (يعني ڌيئر) تجويز ڪري رکيو آهي انسان يقيناً پڌرو نا شڪرو آهي.

**١٧**-(انهن کان پڇو ته سهي ته) ڇا هُن پنهنجي مخلوق مان پنهنجي لاءِ ته ڌيئرون ٺاهيون ۽ توهانکي پٽن سان فضيلت ڏني؟

وَاِذَا بُشِّرَ اَحَدُهُمْ بِمَا ضَرَبَ لِلرَّحْمٰنِ مَثَلًا ظَلَّ وَجْهُهٗ مُسْوَدًّا وَّهُوَ كَظِيْمٌ ﴿۱۸﴾

**۱۸**۔۽ جڏهن انهن مان ڪنهن کي انهيءَ شيءِ جي خبر ڏني ويندي آهي جنهن کي هو رحمٰن (خدا) ڏانهن منسوب ڪندو آهي ته انهيءَ جو منهن ڪارو ٿي ويندو آهي ۽ هو غصي سان ڀرجي ويندو آهي.

اَوَمَنْ يُّنَشَّؤُا فِى الْحِلْيَةِ وَهُوَ فِى الْخِصَامِ غَيْرُ مُبِيْنٍ ﴿۱۹﴾

**۱۹**۔ڇا اها جيڪا زيورن ۾ پلبي آهي ۽ جهڳڙي ۾ پنهنجو مقصد نيڪ طرح ادا نٿي ڪري سگهي (اها خدا جي حصي ۾ ايندي آهي ۽ غالب رهڻ وارو مرد انسان جي حصي ۾)

وَجَعَلُوا الْمَلٰٓئِكَةَ الَّذِيْنَ هُمْ عِبٰدُ الرَّحْمٰنِ اِنَاثًا ؕ اَشَهِدُوْا خَلْقَهُمْ ؕ سَتُكْتَبُ شَهَادَتُهُمْ وَيُسْئَلُوْنَ ﴿۲۰﴾

**۲۰**۔۽ انهن ملائڪن کي جيڪي رحمٰن (خدا) جا ٻانها آهن عورتون قرار ڏيئي ڇڏيو آهي ڇا اهي انهن جي پيدائش جي وقت موجود هئا؟ جيڪڏهن اها ڳالهه آهي ته ضرور انهن جي شاهدي لکي ويندي ۽ انهن کان (قيامت جي ڏينهن) انهيءَ باري ۾ سوال ڪيو ويندو.

وَقَالُوْا لَوْ شَآءَ الرَّحْمٰنُ مَا عَبَدْنٰهُمْ ؕ مَا لَهُمْ بِذٰلِكَ مِنْ عِلْمٍ ۗ اِنْ هُمْ اِلَّا يَخْرُصُوْنَ ﴿۲۱﴾ؕ

**۲۱**۔۽ اهي چون ٿا جيڪڏهن رحمٰن (خدا) چاهي ها ته اسان انهيءَ کانسواءِ ٻين معبودن جي پرستش نه ڪيون ها. اها ڳالهه اهي رڳو دوکي سان چون ٿا انهيءَ جو انهن کي حقيقي علم هرگز حاصل نه آهي.

اَمْ اٰتَيْنٰهُمْ كِتٰبًا مِّنْ قَبْلِهٖ فَهُمْ بِهٖ مُسْتَمْسِكُوْنَ ﴿۲۲﴾

**۲۲**۔ڇا اسان انهن کي هن (قرآن) کان پهرين ڪو اهڙو ڪتاب ڏنو آهي (جنهن ۾ اها ڳالهه لکيل آهي) جو اهي انهيءَ

جي ذريعي دليل پڪڙي رهيا آهن.

بَلْ قَالُوْٓا اِنَّا وَجَدْنَآ اٰبَآءَنَا عَلٰٓى اُمَّةٍ وَّاِنَّا عَلٰٓى اٰثٰرِهِمْ مُّهْتَدُوْنَ ﴿٢٣﴾

**٢٣**-ائين ناهي، پر حقيقت اها آهي ته اهي ماڻهو انهيءَ ڳالهه تي اصرار ڪندڙ آهن ته اسان پنهنجن ابن ڏاڏن کي هڪ طريقي تي ڏٺو هو ۽ اسان انهن جي ئي نقش قدم تي هلندا رهنداسين.

وَكَذٰلِكَ مَآ اَرْسَلْنَا مِنْ قَبْلِكَ فِيْ قَرْيَةٍ مِّنْ نَّذِيْرٍ اِلَّا قَالَ مُتْرَفُوْهَآ ۙ اِنَّا وَجَدْنَآ اٰبَآءَنَا عَلٰٓى اُمَّةٍ وَّاِنَّا عَلٰٓى اٰثٰرِهِمْ مُّقْتَدُوْنَ ﴿٢٤﴾

**٢٤**-۽ (اي رسول!) توکان پهرين اسان ڪنهن بستيءَ ۾ به رسول نه موڪليو جو انهن ئي وانگر انهن جي مالدارن اهو نه چيو هجي ته اسان پنهنجن ابن ڏاڏن کي هڪ طريقي تي ڏٺو هو، ۽ اسان انهن جي ئي نقش قدم تي هلنداسين.

قٰلَ اَوَلَوْ جِئْتُكُمْ بِاَهْدٰى مِمَّا وَجَدْتُّمْ عَلَيْهِ اٰبَآءَكُمْ ۭ قَالُوْٓا اِنَّا بِمَآ اُرْسِلْتُمْ بِهٖ كٰفِرُوْنَ ﴿٢٥﴾

**٢٥**-(انهيءَ تي هر رسول) جواب ڏنو ته ڇا جيڪڏهن مان توهان وٽ انهيءَ کان بهتر تعليم آڻيان جنهن تي توهان پنهنجن ابن ڏاڏن کي ڏٺو هو (تڏهن به توهان انهيءَ تي هوڏ ڪندؤ؟) ته انهن جواب ڏنو ته جنهن تعليم سان توکي موڪليو ويو آهي، اسان انهيءَ جا منڪر آهيون!

فَانْتَقَمْنَا مِنْهُمْ فَانْظُرْ كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ الْمُكَذِّبِيْنَ ﴿٢٦﴾ ع ٨

**٢٦**-۽ اسان انهن کان بدلو ورتو. پوءِ ڏسي وٺ ته ڪوڙي ڪرڻ وارن جو انجام ڇا ٿيو.

وَاِذْ قَالَ اِبْرٰهِيْمُ لِاَبِيْهِ وَقَوْمِهٖٓ اِنَّنِيْ بَرَآءٌ مِّمَّا تَعْبُدُوْنَ ﴿٢٧﴾

**٢٧،٢٨**-۽ (ياد ڪيو) جڏهن ابراهيم پنهنجي پيءُ ۽ پنهنجي قوم کي چيو هو ته جن (هستين) جي توهان عبادت ڪيو ٿا، مان انهن

| | |
|---|---|
| اِلَّا الَّذِیۡ فَطَرَنِیۡ فَاِنَّهٗ سَیَهۡدِیۡنِ ﴿۲۸﴾ | ڪانسواءِ انهيءَ (خدا) جي جنهن مونکي پيدا ڪيو آهي بيزار آهيان، ۽ اهو مونکي يقيناً هدايت ڏيندو. |
| وَ جَعَلَهَا کَلِمَةًۢ بَاقِیَةً فِیۡ عَقِبِهٖ لَعَلَّهُمۡ یَرۡجِعُوۡنَ ﴿۲۹﴾ | **٢٩**-۽ ابراهيم انهيءَ تعليم کي پنهنجي نسل ۾ هڪ مستقل يادگار ڇڏيو انهيءَ لاءِ ته اهي (شرڪ کان) باز اچي وڃن. |
| بَلۡ مَتَّعۡتُ هٰۤؤُلَآءِ وَ اٰبَآءَهُمۡ حَتّٰی جَآءَهُمُ الۡحَقُّ وَ رَسُوۡلٌ مُّبِیۡنٌ ﴿۳۰﴾ | **٣٠**-حقيقت اها آهي ته مون انهن ماڻهن کي ۽ انهن جي ابن ڏاڏن کي دنياوي فائدو پهچايو ايستائين جو انهن وٽ حق به ۽ کولي بيان ڪرڻ وارو رسول به اچي ويو. |
| وَ لَمَّا جَآءَهُمُ الۡحَقُّ قَالُوۡا هٰذَا سِحۡرٌ وَّ اِنَّا بِهٖ کٰفِرُوۡنَ ﴿۳۱﴾ | **٣١**-۽ جڏهن انهن وٽ حق اچي ويو ته انهن چيو اهي ته رڳو دلفريب ڳالهيون آهن ۽ اسان انهيءَ جا منڪر آهيون. |
| وَ قَالُوۡا لَوۡ لَا نُزِّلَ هٰذَا الۡقُرۡاٰنُ عَلٰی رَجُلٍ مِّنَ الۡقَرۡیَتَیۡنِ عَظِیۡمٍ ﴿۳۲﴾ | **٣٢**-۽ اهو به اعتراض ڪيو ته هي قرآن ٻنهي(١) وڏن وڏن شهرن مان ڪنهن وڏي ماڻهو تي ڇو نازل نه ٿيو؟ |
| اَهُمۡ یَقۡسِمُوۡنَ رَحۡمَتَ رَبِّکَ ؕ نَحۡنُ قَسَمۡنَا بَیۡنَهُمۡ مَّعِیۡشَتَهُمۡ فِی الۡحَیٰوةِ الدُّنۡیَا وَ رَفَعۡنَا بَعۡضَهُمۡ فَوۡقَ بَعۡضٍ دَرَجٰتٍ لِّیَتَّخِذَ بَعۡضُهُمۡ بَعۡضًا سُخۡرِیًّا ؕ | **٣٣**-ڇا اهي تنهنجي رب جي رحمت کي ورهائين ٿا؟ (اهو ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟) اسان انهن جي وچ ۾ دنياوي زندگيءَ سان تعلق رکڻ وارا انهن جي معيشت جا سامان ورهايا آهن ۽ انهن مان ڪن کي |

١-يعني محمد رسول الله ﷺ هڪ يتيم تي ڇو نازل ٿيو. اسان قوم جي سردارن کي مجرائٹو هو ته طائف ۽ مڪي جي ڪنهن وڏي رئيس تي هي ڪلام نازل ٿئي ها هي پراڻو اعتراض آهي ۽ اڄ تائين ڪيو ويندو آهي. هن زماني جا ماڻهو به مصلحن تي اِهو ئي اعتراض ڪندا آهن.

وَرَحۡمَتُ رَبِّكَ خَيۡرٌ مِّمَّا يَجۡمَعُوۡنَ ﴿۳۳﴾

کن تي فوقيت ڏني آهي جنهن جي نتيجي ۾ انهن مان کي (وڏا) کن (ننڍن) کي حقير سمجهڻ لڳندا آهن ۽ تنهنجي رب جي رحمت انهيءَ سڀ مال متاع کان جيڪو اهي جمع کن ٿا سٺي آهي.

وَلَوۡلَاۤ اَنۡ يَّكُوۡنَ النَّاسُ اُمَّةً وَّاحِدَةً لَّجَعَلۡنَا لِمَنۡ يَّكۡفُرُ بِالرَّحۡمٰنِ لِبُيُوۡتِهِمۡ سُقُفًا مِّنۡ فِضَّةٍ وَّ مَعَارِجَ عَلَيۡهَا يَظۡهَرُوۡنَ ﴿۳۴﴾

**٣٤**-۽ جيڪڏهن اِهو خوف نہ هجي ها تہ سڀئي هڪ ئي طريقي جا ٿي ويندا، تہ اسان رحمٰن (خدا) جو ڪفر ڪرڻ وارن ماڻهن جي ڇتين ۽ ڏاڪڻين کي جنهن تي هو چڙهن ها چانديءَ جو بڻائي ڇڏيون ها.

وَلِبُيُوۡتِهِمۡ اَبۡوَابًا وَّ سُرُرًا عَلَيۡهَا يَتَّكِـُٔوۡنَ ﴿۳۵﴾

**٣٥**-۽ انهن جي گهرن جي دروازن کي بہ (چانديءَ جو بڻائي ڇڏيون ها) ۽ (اهڙيءَ طرح) اُهي پلنگ جن تي اهي وهاڻان لڳائين ٿا (انهن کي بہ چانديءَ جو بڻائي ڇڏيون ها).

وَزُخۡرُفًا ؕ وَاِنۡ كُلُّ ذٰلِكَ لَمَّا مَتَاعُ الۡحَيٰوةِ الدُّنۡيَا ؕ وَالۡاٰخِرَةُ عِنۡدَ رَبِّكَ لِلۡمُتَّقِيۡنَ ﴿۳۶﴾ ع

**٣٦**-بلڪ سون جو بڻائي ڇڏيون ها، پر اهو سڀ ڪجهہ دنياوي زندگيءَ جو سامان آهي ۽ آخرت (جو آرام) تنهنجي رب جي فيصلي مطابق متقين لاءِ مخصوص آهي.

وَمَنۡ يَّعۡشُ عَنۡ ذِكۡرِ الرَّحۡمٰنِ نُقَيِّضۡ لَهٗ شَيۡطٰنًا فَهُوَ لَهٗ قَرِيۡنٌ ﴿۳۷﴾

**٣٧**-۽ جيڪو بہ رحمٰن (خدا) جي ذڪر کان منهن موڙي ٿو ڇڏي اسان انهيءَ تي هڪ شيطاني طبع وجود کي غالب ڪري ڇڏيون ٿا ۽ اهو انهيءَ جو هر وقت جو ساٿي ٿي وڃي ٿو.

وَاِنَّهُمۡ لَيَصُدُّوۡنَهُمۡ عَنِ السَّبِيۡلِ

**٣٨**-۽ اُهي (شيطانَ①) انهن کي ڪامل

١ - اڳ ۾ شيطان جو لفظ گذريو آهي پر شيطان جيئن تہ اسم جنس آهي ان ڪري آيت جي ۾

وَيَحْسَبُوْنَ اَنَّهُمْ مُّهْتَدُوْنَ ﴿٣٨﴾

(۽ سچي) رستي کان روڪيندا رهن ٿا. پر باوجود انهيءَ جي اهي گمان ڪن ٿا ته اهي سچي رستي تي هلي رهيا آهن.

حَتّٰٓى اِذَا جَآءَنَا قَالَ يٰلَيْتَ بَيْنِيْ وَبَيْنَكَ بُعْدَ الْمَشْرِقَيْنِ فَبِئْسَ الْقَرِيْنُ ﴿٣٩﴾

٣٩-پر (اهو انهيءَ وقت تائين ٿئي ٿو جيستائين اهڙو انسان زندهه رهي ٿو) جڏهن اهو اسان وٽ اچي وڃي ٿو ته (سڀ غلط فهميون دور ٿي وڃن ٿيون ۽ اهو) چوڻ لڳي ٿو اي ڪاش! مون ۾ ۽ (اي شيطان) تو ۾ اوڀر ۽ اولهه جو مفاصلو هجي ها. پوءِ (خود انسان جي شاهديءَ مان ثابت ٿيو ته) اُهو(شيطان) ڏاڍو برو ساٿي آهي.

وَلَنْ يَّنْفَعَكُمُ الْيَوْمَ اِذْ ظَّلَمْتُمْ اَنَّكُمْ فِي الْعَذَابِ مُشْتَرِكُوْنَ ﴿٤٠﴾

٤٠-۽ (اسان انهيءَ ڏينهن انسانن کي چونداسين ته) جڏهن توهان ظلم ڪري چُڪا آهيو ته هيءَ ڳالهه ته توهان ۽ توهانجي برغلائڻ وارا عذاب ۾ شريڪ آهيو توهانکي ڪو نفعو نٿي پهچائي سگهي.

اَفَاَنْتَ تُسْمِعُ الصُّمَّ اَوْ تَهْدِى الْعُمْىَ وَمَنْ كَانَ فِيْ ضَلٰلٍ مُّبِيْنٍ ﴿٤١﴾

٤١-ڇا تون ٻوڙي کي ٻڌائي ٿو سگهين ۽ انڌي کي رستو ڏيکاري ٿو سگهين ۽ اهڙيءَ طرح جيڪو کليل گمراهيءَ ۾ مبتلا هجي (انهيءَ کي رستو ڏيکاري سگهين ٿو).

فَاِمَّا نَذْهَبَنَّ بِكَ فَاِنَّا مِنْهُمْ مُّنْتَقِمُوْنَ ﴿٤٢﴾

٤٢-پوءِ جيڪڏهن اسان توکي هن دنيا مان وٺي به وڃون (يعني وفات ڏئي ڇڏيون) تڏهن به اسان انهن کان بدلو ضرور وٺنداسين.

اَوْ نُرِيَنَّكَ الَّذِىْ وَعَدْنٰهُمْ فَاِنَّا عَلَيْهِمْ

٤٣-يا اسان توکي اها شيءِ ڏيکاري

**(باقي حاشيو)** حصي ۾ ان ڏانهن جمع جي ضمير ڦيري وئي آهي.

مُّقْتَدِرُوْنَ ﴿٤٢﴾

چڏيندا سين جنهن جو اسان انهن سان واعدو ڪيو (١) آهي (ياد رکو) اسان انهن تي پوريءَ طرح اختيار رکون ٿا.

فَاسْتَمْسِكْ بِالَّذِيْٓ اُوْحِيَ اِلَيْكَ ۚ اِنَّكَ عَلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ ﴿٤٣﴾

٤٤- ۽ تون انهيءَ ڪلام کي جيڪو توڏانهن وحي ڪيو ويو آهي مضبوطيءَ سان پڪڙي رک ڇو جو تون سڌي رستي تي آهين.

وَاِنَّهٗ لَذِكْرٌ لَّكَ وَلِقَوْمِكَ ۚ وَسَوْفَ تُسْـَٔلُوْنَ ﴿٤٤﴾

٤٥- ۽ هي (ڪلام) تنهنجي لاءِ به شرف ۽ عزت جو سبب آهي ۽ تنهنجي قوم جي لاءِ به، ۽ توهان کان ضرور توهانجي عملن جي باري ۾ سوال ڪيو ويندو.

وَسْـَٔلْ مَنْ اَرْسَلْنَا مِنْ قَبْلِكَ مِنْ رُّسُلِنَآ اَجَعَلْنَا مِنْ دُوْنِ الرَّحْمٰنِ اٰلِهَةً يُّعْبَدُوْنَ ﴿٤٥﴾ ع ١٠

٤٦- ۽ جن رسولن کي اسان توکان پهرين موڪليو، انهن کان پڇ (٢) ڇا اسان رحمٰن (خدا) کانسواءِ ٻين معبودن جو به (پنهنجن ڪتابن ۾) ذڪر ڪيو هو؟ جن جي عبادت ڪئي ويندي هئي.

وَلَقَدْ اَرْسَلْنَا مُوْسٰى بِاٰيٰتِنَآ اِلٰى فِرْعَوْنَ وَمَلَا۟ئِهٖ فَقَالَ اِنِّيْ رَسُوْلُ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿٤٦﴾

٤٧- ۽ اسان موسٰي کي پنهنجا نشان ڏيئي فرعون ۽ انهن جي درٻارين ڏانهن موڪليو هو ۽ هُن (انهن وٽ وڃي) چيو هو ته مان سڀني جهانن جي رب جي طرفان رسول ٿي آيو آهيان.

---

١- يعني موعود (وعدو ڪيل) عذابَ ڪافرن تي تنهنجي زندگيءَ ۾ اچي ويندا يا تنهنجي وفات کانپوءِ ۽ اِهي ٻئي ڳالهيون خدا جي قدرت کان پري نا هن.

٢- ان مان مراد هي آهي ته جيڪا اڳوڻن رسولن جي تعليم هئي ان جي باري ۾ ڪافرن کان سوال پڇو ته توهان وٽ اُهي تعليمون موجود آهن. ڇا انهن ۾ هڪ کان وڌيڪ خدائن جو ذڪر آهي؟ جيڪڏهن نه ته توهان پنهنجن رسولن جي خلاف تعليم ڇو پڪيڙي رهيا آهيو؟

فَلَمَّا جَآءَهُمْ بِاٰيٰتِنَآ اِذَا هُمْ مِّنْهَا يَضْحَكُوْنَ ﴿٤٨﴾

۴۸- پوءِ جڏهن هُو انهن وٽ اسانجا نشان کڻي آيو ته اهي ٺٺولي ڪندي انهيءَ تي کِلون ڪرڻ لڳا.

وَمَا نُرِيْهِمْ مِّنْ اٰيَةٍ اِلَّا هِيَ اَكْبَرُ مِنْ اُخْتِهَا ۫ وَاَخَذْنٰهُمْ بِالْعَذَابِ لَعَلَّهُمْ يَرْجِعُوْنَ ﴿٤٩﴾

۴۹- ۽ اسان انهن کي جيڪي به نشان ڏيکاريندا هئاسون اهو پهرين نشان کان وڏو هوندو هو ۽ اسان انهن کي عذاب ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو هو انهيءَ لاءِ ته اهي (پنهنجي بدعملن کان) موٽي اچن.

وَقَالُوْا يٰۤاَيُّهَ السّٰحِرُ ادْعُ لَنَا رَبَّكَ بِمَا عَهِدَ عِنْدَكَ ۚ اِنَّنَا لَمُهْتَدُوْنَ ﴿٥٠﴾

۵۰-باوجود انهيءَ جي اُهي اهوئي چوندا ويندا هئا ته اي جادوگر! پنهنجي رب جي سامهون اسانجي حق ۾ انهن سڀني واعدن جو واسطو ڏيئي دعا ڪر جيڪي (واعدا) انهيءَ تو سان ڪيا آهن (جيڪڏهن عذاب ٽري ويو) ته اسان ضرور هدايت حاصل ڪري وينداسين.

فَلَمَّا كَشَفْنَا عَنْهُمُ الْعَذَابَ اِذَا هُمْ يَنْكُثُوْنَ ﴿٥١﴾

۵۱-پوءِ جڏهن اسان انهن تان عذاب ٽاري ڇڏيو ته اهي هڪدم واعدا ٽوڙڻ لڳا.

وَنَادٰى فِرْعَوْنُ فِيْ قَوْمِهٖ قَالَ يٰقَوْمِ اَلَيْسَ لِيْ مُلْكُ مِصْرَ وَهٰذِهِ الْاَنْهٰرُ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِيْ ۚ اَفَلَا تُبْصِرُوْنَ ﴿٥٢﴾

۵۲-۽ فرعون پنهنجي قوم ۾ هيءُ اعلان ڪيو ته اي منهنجي قوم! ڇا مصر جي حڪومت منهنجي قبضي ۾ ناهي؟ ۽ هي درياهه (ڏسو) منهنجي اختيار جي هيٺ هلي رهيا آهن- ڇا توهان ڏسو نه ٿا!؟

اَمْ اَنَا خَيْرٌ مِّنْ هٰذَا الَّذِيْ هُوَ مَهِيْنٌ ۙ وَّلَا يَكَادُ يُبِيْنُ ﴿٥٣﴾

۵۳- ڇا مان انهيءَ شخص کان جيڪو ذليل آهي ۽ کولي ڳالهه به نٿو ڪري سگهي سنو آهيان (يا هو سنو آهي؟)

فَلَوْلَآ اُلْقِیَ عَلَیْهِ اَسْوِرَةٌ مِّنْ ذَهَبٍ اَوْ جَآءَ مَعَهُ الْمَلٰٓىِٕكَةُ مُقْتَرِنِیْنَ ﴿٥٤﴾

**٥٣**-(سو جيڪڏهن اُهو سنو آهي) ته انهيءَ تي سون جا ڪنگڻ ڇو نه نازل ٿيا. يا انهيءَ سان گڏ فرشتا ڇو نه آيا جيڪي انهيءَ جي آسپاس (انهيءَ جي حفاظت جي لاءِ) جمع هجن.

فَاسْتَخَفَّ قَوْمَهٗ فَاَطَاعُوْهُ ؕ اِنَّهُمْ كَانُوْا قَوْمًا فٰسِقِیْنَ ﴿٥٥﴾

**٥٥**-سو اهڙيءَ طرح انهيءَ پنهنجي قوم کي برغلائي ڇڏيو ۽ انهن هن جي ڳالهه مڃي ورتي. اهي ماڻهو خدا جي انجام ٽوڙڻ وارا هئا.

فَلَمَّآ اٰسَفُوْنَا انْتَقَمْنَا مِنْهُمْ فَاَغْرَقْنٰهُمْ اَجْمَعِیْنَ ۙ﴿٥٦﴾

**٥٦**-پوءِ جڏهن انهن اسانکي غصو ڏياريو ته اسان انهن کان بدلو ورتو ۽ انهن سڀني کي غرق ڪري ڇڏيو.

فَجَعَلْنٰهُمْ سَلَفًا وَّ مَثَلًا لِّلْاٰخِرِیْنَ ﴿٥٧﴾ ع

**٥٧**- ۽ اسان انهن کي (هڪ گذريل) افسانو بڻائي ڇڏيو- پڻ پوءِ اچڻ وارن لاءِ هڪ عبرت جو ذريعو (به) بڻائي ڇڏيو.

وَ لَمَّا ضُرِبَ ابْنُ مَرْیَمَ مَثَلًا اِذَا قَوْمُكَ مِنْهُ یَصِدُّوْنَ ﴿٥٨﴾

**٥٨**-۽ جڏهن به ابن① مريم جو واقعو (قرآن ۾) بيان ڪيو ويو ٿو، ته تنهنجي قوم انهيءَ (ڳالهه) تي گوڙ ڪرڻ شروع ڪري ٿي ڏيئي.

وَ قَالُوْٓا ءَاٰلِهَتُنَا خَیْرٌ اَمْ هُوَ ؕ مَا ضَرَبُوْهُ

**٥٩**-۽ هيءُ به چوڻ لڳي ٿي ته ڇا اسانجا②

١-يعني قرآن مجيد ۾ ابن مريم جي پيهر اچڻ جي خبر جڏهن پڙهندا آهن ته لُڏ ڪندا آهن ته ڇا هو اسانجي معبودن کان سُنو آهي جو اسانجي معبودن کي ته جهنم ۾ اُڇلايو وڃي ٿو ۽ هن کي دنيا جي اصلاح جي لاءِ واپس آندو وڃي ٿو. حقيقت ۾ بنهي واقعن ۾ زمين ۽ آسمان جو فرق آهي. مسيحؑ خود پنهنجي بانهي هجڻ جو اقرار ڪري ٿو ۽ هو هڪ صالح مرد هو ان جي پيٽ مشرڪن يا مشرڪن جي سردارن سان ٿي ڪري سگهجي.

٢- ”اسانجا معبود“ مان مراد اُهي بزرگ آهن جن کي هو خداتعاليٰ جي پيٽ ۾ عظمت ڏيندا

لَكَ اِلَّا جَدَلًا ؕ بَلۡ هُمۡ قَوۡمٌ خَصِمُوۡنَ ﴿۵۹﴾

معبود سنا آهن يا اهو (يعني عيسيٰ) سٺو آهي. اهي اها ڳالهه تنهنجي سامهون صرف جهڳڙي جي مقصد سان ڪن ٿا حقيقت هيءَ آهي ته انهيءَ قوم ۾ حق جي خلاف بحث ڪرڻ جي عادت آهي.

اِنۡ هُوَ اِلَّا عَبۡدٌ اَنۡعَمۡنَا عَلَيۡهِ وَجَعَلۡنٰهُ مَثَلًا لِّبَنِىۡۤ اِسۡرَآءِيۡلَ ؕ ﴿۶۰﴾

**٦٠**-۽ هو (يعني عيسيٰ) ته صرف هڪ ٻانهو هو جنهن تي اسان انعام ڪيو هو ۽ انهيءَ کي بني اسرائيل جي لاءِ عبرت طور بڻايو هو.

وَلَوۡ نَشَآءُ لَجَعَلۡنَا مِنۡكُمۡ مَّلٰۤـئِكَةً فِى الۡاَرۡضِ يَخۡلُفُوۡنَ ﴿۶۱﴾

**٦١**-۽ جيڪڏهن اسان چاهيون ① ها ته توهان مان به ڪن کي ملائڪ بڻائي ڇڏيون ها جيڪي زمين ۾ توهانجي جڳهه تي آباد هجن ها.

وَاِنَّهٗ لَعِلۡمٌ لِّلسَّاعَةِ فَلَا تَمۡتَرُنَّ بِهَا

**٦٢**-۽ اُهو (يعني قرآن) آخري گهڙيءَ ②

**(باقي حاشيو)** آهن پلي انهن جي آڏو حقيقت ۾ سجدو نه ڪندا هجن. جهڙوڪ اڄڪلهه جا مشرڪ يعني اهل تشيع وغيره جيڪي چوندا آهن ته مهدي جي اچڻ تي سڀ رسول زندهه ڪيا ويندا ۽ ان جي اطاعت ڪندا.

١-يعني مسيحؑ تي فرشتا نازل ٿيا چاڪاڻ ته هو روحاني طور تي فرشتو بڻجي ويو هو. جيڪڏهن محمد رسول اللّٰه ﷺ جي زماني جا ماڻهو يا ڪائن پوءِ جا ماڻهو به مسيحؑ جهڙا ٿي وڃن ها ته انهن تي به فرشتا نازل ٿيڻ لڳن ها ان ۾ حيرت جي ڪا ڳالهه ڪانهي. اڄڪلهه جا مسلمان صرف پنهنجي هٺ جي ڪري اِن امڪان جا منڪر آهن.

٢-ڪن عالمن اِن جي هيءَ معنيٰ ڪئي آهي ته اِنَّهٗ جي ضمير جنهن کي اسان قرآن ڏانهن ڦيريو آهي مسيحؑ ڏانهن وڃي ٿي ۽ آيت جو مطلب هي آهي ته مسيحؑ کي قيامت جو علم آهي. حقيقت ۾ علم جي معنيٰ مصدر جي حيثيت ۾ اسم فاعل جي به ٿيندي آهي. جيئن ته مفسر خود به مڃين ٿا ۽ ان صورت ۾ ان جي معنيٰ اها ئي بڻجي وڃي ٿي جيڪا اسان ڪئي آهي.

وَاتَّبِعُوْنِ ؕ هٰذَا صِرَاطٌ مُّسْتَقِيْمٌ ﴿٦٢﴾

جو علم بخشي(١) ته پوءِ توهان گهڙيءَ جي باري ۾ شڪ نه ڪيو ۽ (اي انسانؤ) توهان منهنجي تابعداري ڪيو، اِهو ئي سڌو رستو آهي.

وَلَا يَصُدَّنَّكُمُ الشَّيْطٰنُ ۚ اِنَّهٗ لَكُمْ عَدُوٌّ مُّبِيْنٌ ﴿٦٣﴾

٦٣-حق ڪان پري ٿي وڃڻ وارو شخص توهانکي سڌي رستي ڪان روڪي نه- هو توهان جو ظاهر ظهور دشمن آهي.

وَلَمَّا جَآءَ عِيْسٰى بِالْبَيِّنٰتِ قَالَ قَدْ جِئْتُكُمْ بِالْحِكْمَةِ وَلِاُبَيِّنَ لَكُمْ بَعْضَ الَّذِىْ تَخْتَلِفُوْنَ فِيْهِ ۚ فَاتَّقُوا اللّٰهَ وَاَطِيْعُوْنِ ﴿٦٤﴾

٦٤-۽ جڏهن عيسيٰ(٢)(پيهر ظاهر ٿيڻ وقت) نشانن سان ايندو(٣)، ته هو چوندو ته مان توهان وٽ حڪمت جي ڳالهين سان آيو آهيان ۽ انهيءَ لاءِ آيو آهيان ته توهانکي ڪي اُهي ڳالهيون سمجهايان جن ۾ توهان اختلاف ڪيو ٿا- پوءِ اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو ۽ منهنجي اطاعت ڪيو.

اِنَّ اللّٰهَ هُوَ رَبِّىْ وَرَبُّكُمْ فَاعْبُدُوْهُ ؕ هٰذَا صِرَاطٌ مُّسْتَقِيْمٌ ﴿٦٥﴾

٦٥-اللّٰه ئي منهنجو به ۽ توهانجو به رب آهي- پوءِ انهيءَ جي عبادت ڪيو- اِهو ئي سڌو رستو آهي.

---

١-قيامت جو علم بخشڻ جي هيءَ معنيٰ آهي ته دنيا ۾ جيڪي وڏيون وڏيون تباهيون اچڻ واريون آهن انهن جو ذڪر قرآن مجيد ۾ موجود آهي. مسلمانن جي شروعاتي تباهيءَ جو به ۽ سندن آخري تباهيءَ جو به، عيسائين جي شروعاتي تباهيءَ جو به ۽ سندن آخري تباهيءَ جو به ۽ اهڙي طرح پين وڏين وڏين قومن جي تباهيءَ جو به.

٢-هن جڳهه تي حضرت عيسيٰ عليه السلام جي پيهر بعثت جو ذڪر آهي. ڇاڪاڻ ته مٿين آيت ۾ به انهيءَ جو ذڪر آهي.

٣-ڪيترين ئي جڳهن تي ثابت ڪيو ويو آهي ته ماضي مضارع جي معنيٰ ۾ به ايندو آهي. (ڏسو فقه اللغه ثعالبي صفحه ٢١٥).

فَاخْتَلَفَ الْاَحْزَابُ مِنْۢ بَيْنِهِمْ ۚ فَوَيْلٌ لِّلَّذِيْنَ ظَلَمُوْا مِنْ عَذَابِ يَوْمٍ اَلِيْمٍ ﴿٦٥﴾

٦٦- سو اِهو ٻڌي انهيءَ جا مخالف گروهه پاڻ ۾ مختلف ڳالهيون ڪرڻ لڳي ويا پوءِ جن ماڻهن ظلم ڪيو هڪ تڪليف ڏيندڙ وقت جي عذاب جي ذريعي سان انهن جي لاءِ تباهي مقرر آهي.

هَلْ يَنْظُرُوْنَ اِلَّا السَّاعَةَ اَنْ تَاْتِيَهُمْ بَغْتَةً وَّهُمْ لَا يَشْعُرُوْنَ ﴿٦٦﴾

٦٧-اهي فقط قيامت جو انتظار ڪري رهيا آهن جنهن لاءِ اوچتو اچڻ مقدر آهي. پر اُهي انهيءَ کي سمجهن نٿا.

اَلْاَخِلَّآءُ يَوْمَىِٕذٍۢ بَعْضُهُمْ لِبَعْضٍ عَدُوٌّ اِلَّا الْمُتَّقِيْنَ ﴿٦٧﴾ ع ١١/١٢

٦٨-ڪيترا دوست انهيءَ ڏينهن پاڻ ۾ هڪ ٻئي جا دشمن هوندا سواءِ متقين جي

يٰعِبَادِ لَا خَوْفٌ عَلَيْكُمُ الْيَوْمَ وَلَآ اَنْتُمْ تَحْزَنُوْنَ ﴿٦٨﴾

٦٩-(تہ انهن کي خدا چوندو) اي منهنجا ٻانهوءُ! اڄ توهانکي ڪنهن خوف جو ڏپ ڪونهي ۽ نہ ڪنهن گذريل غلطيءَ جي غم ۾ توهان مبتلا ٿي سگهو ٿا.

اَلَّذِيْنَ اٰمَنُوْا بِاٰيٰتِنَا وَكَانُوْا مُسْلِمِيْنَ ﴿٦٩﴾

٧٠- (هيءُ انعام حاصل ڪرڻ وارا اُهي ماڻهو هوندا) جن اسانجي آيتن تي ايمان آندو هو ۽ جن فرمانبردارن جهڙي زندگي بسر ڪئي هئي.

اُدْخُلُوا الْجَنَّةَ اَنْتُمْ وَاَزْوَاجُكُمْ تُحْبَرُوْنَ ﴿٧٠﴾

٧١-(اللّٰه انهن کي چوندو) توهان بہ ۽ توهانجا ساٿي بہ خوشيون ملهائيندي جنت ۾ داخل ٿي وڃو.

يُطَافُ عَلَيْهِمْ بِصِحَافٍ مِّنْ ذَهَبٍ وَّاَكْوَابٍ ۚ وَفِيْهَا مَا تَشْتَهِيْهِ الْاَنْفُسُ وَتَلَذُّ الْاَعْيُنُ ۚ وَاَنْتُمْ فِيْهَا خٰلِدُوْنَ ﴿٧١﴾

٧٢-انهن وٽ سون جا ٿالهہ ۽ آبخورا هر هر آندا ويندا ۽ انهيءَ (جنت) ۾ جيڪي ڪجهہ دل چاهيندي ۽ اکيون پسند ڪنديون موجود هوندو ۽ (چيو ويندو تہ)

توهان انهيءَ ۾ هميشه رهندؤ.

وَتِلْكَ الْجَنَّةُ الَّتِيٓ اُوْرِثْتُمُوْهَا بِمَا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ﴿٧٣﴾

٧٣-۽ هيءَ اُها جنت هوندي جنهن جو توهانکي توهانجي عملن جي سببان وارث بڻايو ويندو.

لَكُمْ فِيْهَا فَاكِهَةٌ كَثِيْرَةٌ مِّنْهَا تَأْكُلُوْنَ ﴿٧٤﴾

٧٤-توهانجي لاءِ انهيءَ ۾ ڪثرت سان ميوا موجود هوندا جن مان توهان ضرورت آهر کائيندؤ.

اِنَّ الْمُجْرِمِيْنَ فِيْ عَذَابِ جَهَنَّمَ خٰلِدُوْنَ ﴿٧٥﴾

٧٥-مجرم يقيناً جهنم جي عذاب ۾ مُدتُن تائين مبتلا رهندا.

لَا يُفَتَّرُ عَنْهُمْ وَهُمْ فِيْهِ مُبْلِسُوْنَ ﴿٧٦﴾

٧٦- انهن جي عذاب ۾ ساهي نه ڏني ويندي ۽ اهي انهيءَ ۾ مايوس ٿي ويندا.

وَمَا ظَلَمْنٰهُمْ وَلٰكِنْ كَانُوْا هُمُ الظّٰلِمِيْنَ ﴿٧٧﴾

٧٧-۽ اسان انهن تي ظلم ناهي ڪيو پر اُهي خود پنهنجي جانين تي ظلم ڪري رهيا هئا.

وَنَادَوْا يٰمٰلِكُ لِيَقْضِ عَلَيْنَا رَبُّكَ ۭ قَالَ اِنَّكُمْ مّٰكِثُوْنَ ﴿٧٨﴾

٧٨-۽ اُهي پُڪاريندا ته اي مالڪ (يعني دوزخ جي آفيسر ڪي چوندا) تنهنجي رب کي گُهرجي ته اسانکي موت ڏيئي ڇڏي- هُو چوندو توهان دير تائين انهيءَ ۾ رهندؤ.

لَقَدْ جِئْنٰكُمْ بِالْحَقِّ وَلٰكِنَّ اَكْثَرَكُمْ لِلْحَقِّ كٰرِهُوْنَ ﴿٧٩﴾

٧٩- (خدا تعاليٰ چوي ٿو) اسان توهان وٽ حق کڻي آيا هئاسون، پر توهان مان اڪثر حق کان نفرت ڪندا هئا.

اَمْ اَبْرَمُوْٓا اَمْرًا فَاِنَّا مُبْرِمُوْنَ ﴿٨٠﴾

٨٠-ڇا انهن ماڻهن ① (رسول اللّٰه ﷺ

١-ڪيڏو وڏو نشان آهي زخرف مڪي سورت آهي. ان ۾ هڪ ته هيءَ خبر ڏني آهي ته مڪي جا ڪافر رسول الله ﷺ جي خلاف خطرناڪ منصوبو ٺاهيندا ۽ ٻي خبر هيءَ ڏني ته اهي ناڪام رهندا ۽

تي) حملي ڪرڻ جو ڪو فيصلو ڪري ڇڏيو آهي (جيڪڏهن ائين آهي) تہ اسان بہ انهن جي تباهيءَ جو فيصلو ڪري ڇڏيو آهي.

اَمۡ يَحۡسَبُوۡنَ اَنَّا لَا نَسۡمَعُ سِرَّهُمۡ وَنَجۡوٰىهُمۡ ؕ بَلٰى وَرُسُلُنَا لَدَيۡهِمۡ يَكۡتُبُوۡنَ ﴿٨١﴾

٨١-ڇا هُو اِهو گمان ڪن ٿا تہ اسان انهن جي ڳجهين ڳالهين ۽ ڳجهين مشورن کي ڪو نہ ٿا ٻڌون اها ڳالهہ نہ آهي پر اسانجا رسول① انهن جي پاسي ۾ وينا لکي رهيا آهن.

قُلۡ اِنۡ كَانَ لِلرَّحۡمٰنِ وَلَدٌ ۖ فَاَنَا اَوَّلُ الۡعٰبِدِيۡنَ ﴿٨٢﴾

٨٢-تون چؤ تہ جيڪڏهن رحمٰن (خدا) جو ڪو پٽ هجي ها تہ مان ② انهيءَ جي سڀني کان پهرينءَ عبادت ڪريان ها.

سُبۡحٰنَ رَبِّ السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ

٨٣- آسمانن ۽ زمين جو رب ۽ عرش جو رب انهن سڀني (شرڪ وارين صفتن) کان

**(باقي حاشيو)**اسان انهن کي تباهہ ڪري ڇڏينداسين ۽ اهي ٻئي پيشگوئيون پوريون ٿي ويون. قرآن جي منڪرن لاءِ هاڻي انڪار جي ڪهڙي گنجائش آهي.

١-عام مفسر تہ ان مان فرشتا مراد وٺندا آهن پر جيئن تہ قرآن ڪريم ۾ اللّٰہ تعاليٰ فرمائي ٿو تہ **يَوۡمَ تَشۡهَدُ عَلَيۡهِمۡ اَلۡسِنَتُهُمۡ وَ اَيۡدِيۡهِمۡ وَ اَرۡجُلُهُمۡ بِمَا كَانُوا يَعۡمَلُوۡنَ** (نور: ٢٥) جنهن مان خبر پوي ٿي تہ رڳو فرشتا ئي نہ بلڪ انسان جو پنهنجو پاڻ کي بدلڻ بہ هر فعل لاءِ ڪو نشان رکي ٿو ۽ اهو نشان قيامت جي ڏينهن ان جي ڏوهہ کي ظاهر ڪري ڇڏيندو.ان ڪري هن جاءِ تي **رُسُـــل** مان مراد انسان جا پنهنجا عضوا بہ ٿي سگهن ٿا. تازو ڊاڪٽرن جي کوجنا مان بہ معلوم ٿئي ٿو تہ انسان جي نطفي ۾ هر ڪيڙو پنهنجي بزرگن جي ڪن اَخلاقن جا نشان پنهنجي مٿان رکندو آهي ۽ جڏهن بہ اهو نشان غالب ٿي ويندو آهي تہ ان مان پيدا ٿيڻ وارو ٻار اُهي ئي اخلاق ظاهر ڪندو آهي. يعني نہ رڳو هڪ انسان جا عملَ محفوظ رهندا آهن بلڪ ڪيترن ئي نسلن تائين عمل محفوظ رهندا آهن. ۽ نطفي کان پوءِ ٻئي نطفي ۾ اُهي نشان هلندا ويندا آهن.

٢-ڇاڪاڻ تہ خداتعاليٰ سان پيار ڪرڻ وارو آهيان، ۽ ان جو فرمانبردار آهيان. پر نہ آسماني دليل ان جي حق ۾ آهي نہ عقل جو ڪو دليل. ان ڪري مان مجبور ٿي پٽ جي خيال کي رد ٿو ڪريان.

رَبِّ الْعَرْشِ عَمَّا يَصِفُوْنَ ﴿٨٣﴾

پاڪ آهي جيڪي مشرڪ بيان ڪن ٿا.

فَذَرْهُمْ يَخُوْضُوْا وَيَلْعَبُوْا حَتّٰى يُلٰقُوْا يَوْمَهُمُ الَّذِىْ يُوْعَدُوْنَ ﴿٨٤﴾

٨٤-پوءِ (اي پيغمبر!) تون انهن کي ڇڏي ڏي ته گند اُڇلائيندا رهن ۽ انهيءَ وقت تائين کيڏندا رهن جو اهي پنهنجي انهيءَ عذاب کي پهچي وڃن جنهن جو انهن سان واعدو ڪيو ويو هو.

وَهُوَ الَّذِىْ فِى السَّمَآءِ اِلٰهٌ وَّفِى الْاَرْضِ اِلٰهٌ ؕ وَهُوَ الْحَكِيْمُ الْعَلِيْمُ ﴿٨٥﴾

٨٥-۽ اهو (خدا) ئي آسمانن ۽ زمين ۾ اڪيلو معبود آهي ۽ اهو وڏين حڪمتن وارو ۽ ڏاڍو ڄاڻ وارو آهي.

وَتَبٰرَكَ الَّذِىْ لَهٗ مُلْكُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَمَا بَيْنَهُمَا ۚ وَعِنْدَهٗ عِلْمُ السَّاعَةِ ۚ وَاِلَيْهِ تُرْجَعُوْنَ ﴿٨٦﴾

٨٦- ۽ وڏيون برڪتون بخشڻ واري اُها هستي آهي جيڪا آسمانن ۽ زمين ۽ جيڪي ڪي انهيءَ جي وچ ۾ آهي، انهن سڀني جي بادشاهت جو مالڪ آهي ۽ قيامت جو علم صرف انهيءَ کي حاصل آهي ۽ انهيءَ ڏينهن توهانکي موٽايو ويندو.

وَلَا يَمْلِكُ الَّذِيْنَ يَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِهِ الشَّفَاعَةَ اِلَّا مَنْ شَهِدَ بِالْحَقِّ وَهُمْ يَعْلَمُوْنَ ﴿٨٧﴾

٨٧-۽ جن کي اهي ماڻهو خدا کانسواءِ پُڪارين ٿا اهي شفاعت جا مالڪ ناهن پر اهو ئي شفاعت جو حق رکي ٿو جيڪو حق جي شاهدي ڏئي① ۽ اهي (ڪافر انهيءَ حقيقت کي) چڱيءَ طرح سمجهي سگهن ٿا.

وَلَئِنْ سَاَلْتَهُمْ مَّنْ خَلَقَهُمْ لَيَقُوْلُنَّ اللّٰهُ

٨٨-۽ جيڪڏهن تون انهن کان پڇين ته

١-يعني محمد رسول اللّٰه ﷺ. هن آيت واضح ڪري ڇڏيو آهي ته شفاعت رڳو محمد رسول اللّٰه ﷺ جي هٿ ۾ هوندي ڇاڪاڻ ته دشمنن محمد رسول اللّٰه ﷺ کي ئي صادق ۽ امين جو نالو ڏنو هو ۽ بني اسرائيل جي ڪن نبين به پاڻ سڳورن کي صادق جو لقب ڏنو هو.(ڏسو يسعياه باب ٩)

فَاَنّٰى يُؤْفَكُوْنَ ﴿٨٨﴾

انهن کي کنهن پيدا کيو آهي؟ ته اهي ضرو چوندا اللّٰــه، پوءِ اهي کهڙي طرف برغلائجي نيا پيا وڃن.

وَقِيْلِهٖ يٰرَبِّ اِنَّ هٰٓؤُلَآءِ قَوْمٌ لَّا يُؤْمِنُوْنَ ﴿٨٩﴾ وقف لازم

**٨٩**ـ ۽ اسانکي انهيءَ (رسول) جي انهيءَ قول جو قسم① ! جڏهن هُن چيو هو اي منهنجا رب! هيءَ قوم ته اهڙي آهي جو کنهن به سچائيءَ تي ايمان نٿي آڻي.

فَاصْفَحْ عَنْهُمْ وَقُلْ سَلٰمٌ ؕ فَسَوْفَ يَعْلَمُوْنَ ﴿٩٠﴾ ع ٧ ٢٢ ١٣

**٩٠**ـ سو (اسان انهيءَ کي جواب ڏنو هو ته) انهن کان درگذر کر ۽ صرف ايتري دعا کندو کر ته توتي خدا جي سلامتي نازل ٿئي، ته انهيءَ جو اهو نتيجو نکرندو جو اهي (حق کي) ڄاڻڻ لڳندا.

١ ـ يعني اسان هن قول کي شهادت جي طور تي پيش کريون ٿا.

## سُوْرَةُ الدُّخَانِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ سِتُّوْنَ اٰيَةً وَّ ثَلٰثَةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت دُخان ـ هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت انهيءَ جون سٺ آيتون ۽ ٽي رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١ـ(مان) اللّٰــه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهاڻو).

حٰمٓ ۚ ②

٢ـ(هيءُ) حميد ۽ مجيد (خدا جي طرفان نازل ڪيل سورت آهي).

وَالْكِتٰبِ الْمُبِيْنِ ۙ ③

معانقة٢ عند المتقدمين

٣ـاسان (انهيءَ سچائيءَ جي ثبوت جي لاءِ انهيءَ کي ڪولي) بيان ڪرڻ واري ڪتاب جو قسم کائون ٿا (يعني اُن کي شاهديءَ طور پيش ڪيون ٿا.)

اِنَّآ اَنْزَلْنٰهُ فِيْ لَيْلَةٍ مُّبٰرَكَةٍ اِنَّا كُنَّا مُنْذِرِيْنَ ④

٤ـاسان انهيءَ (ڪتاب) کي هڪ برڪت واري رات ۾ نازل ڪيو آهي ڇو جو اسان گمراهن کي هميشه کان هوشيار ڪندا آيا آهيون.

فِيْهَا يُفْرَقُ كُلُّ اَمْرٍ حَكِيْمٍ ۙ ⑤

٥ـانهيءَ رات① ۾ هر حڪمت ② وارو

---

١ـيعني اُها رات جنهن ۾ نبي ايندو آهي ۽ خدا جي تعليم دنيا کي ٻڌائيندو آهي ڏاڍي مبارڪ هوندي آهي. ان وقت سڄي عالم جي نظام ۾ وڏو گند نظر ايندو آهي پر حقيقت ۾ خدا تعاليٰ جي مرضي ان وقت سڄي تعليم موڪلڻ جي هوندي آهي. ۽ ان ڪري اها ظاهر ۽ خراب نظر اچڻ واري رات حقيقت ۾ سڀ کان ڀلو زمانو هوندو آهي ۽ اِها ڪا نئين ڳالهه ناهي. بلڪ آدم جي زماني کان هي دورَ لاڳيتا هلندا پيا اچن ۽ قرآن ڪريم جي هيءَ آيت ثابت ڪري ٿي ته قيامت تائين هلندا ويندا.

٢ـ آيت جي هن حصي ۾ ان مضمون کي واضح ڪيو ويو آهي جيڪو اسان مٿي بيان ڪيو آهي. يعني هيءَ رات اهڙي آهي جنهن ۾ نبي دنيا کي الٰهي تعليم ڏيندا آهن ۽ قرآن ڪريم ۾ خدا تعاليٰ

كم بيان ڪيو وڃي ٿو.

اَمۡرًا مِّنۡ عِنۡدِنَا ؕ اِنَّا کُنَّا مُرۡسِلِیۡنَ ۚ﴿۶﴾

٦-هر اُهو ① ڪم جنهن جو اسان پنهنجي حضور مان حڪم ڏنو آهي اسان اهڙي موقعي تي هميشه ئي رسول موڪليندا آهيون.

رَحۡمَۃً مِّنۡ رَّبِّکَ ؕ اِنَّہٗ ہُوَ السَّمِیۡعُ الۡعَلِیۡمُ ۙ﴿۷﴾

٧-اِهوتنهنجي رب جي طرفان رحمت جي طور ② تي هوندو آهي اهو ڏاڍو دعائون ٻڌڻ وارو (۽) دلين جا حال ڄاڻڻ وارو آهي.

رَبِّ السَّمٰوٰتِ وَ الۡاَرۡضِ وَ مَا بَیۡنَہُمَا ۘ اِنۡ کُنۡتُمۡ مُّوۡقِنِیۡنَ ﴿۸﴾

٨-(يعني) انهيءَ رب جي طرفان جيڪو آسمانن ۽ زمين ۽ جيڪي ڪجهه انهن جي وچ ۾ آهي انهيءَ جو رب آهي ان شرط سان ته توهانجي نيت يقين ڪرڻ واري هجي.

لَاۤ اِلٰہَ اِلَّا ہُوَ یُحۡیٖ وَ یُمِیۡتُ ؕ رَبُّکُمۡ وَ رَبُّ اٰبَآئِکُمُ الۡاَوَّلِیۡنَ ﴿۹﴾

٩-انهي ڪانسواءِ ڪو معبود ڪونهي، اهو زندهه به ڪري ٿو ۽ ماري به ٿو اهو توهانجو به رب آهي ۽ توهانجن پهرين ابن ڏاڏن جو به رب هو.

بَلۡ ہُمۡ فِیۡ شَکٍّ یَّلۡعَبُوۡنَ ﴿۱۰﴾

١٠-پر اهي شڪ ۾ مبتلا آهن (۽) ڪيڏي رهيا آهن.

---

**(باقي حاشيو)** جي ڳالهين جو نالو "امرِ حڪيم" رکيو ويو آهي ڇاڪاڻ ته خداتعاليٰ جو پنهنجو نالو حڪيم آهي ان ڪري هن جي طرفان جيڪا ڳالهه ايندي آهي اها حڪمتن سان پريل هوندي آهي.

١-هن ۾ اِهو ٻڌايو ويو آهي ته هيءَ تعليم لازمي طور تي اسانجي طرفان هوندي آهي ۽ اسان ئي ان جا نازل ڪرڻ وارا هوندا آهيون پلي ماڻهو ان جو ڪيترو به انڪار ڪن.

٢-يعني هن تعليم جو نازل ڪرڻ انسانن جي ڪنهن حق جي خاطر نه بلڪ صرف خداتعاليٰ جي فضل سان هوندو آهي. هو پنهنجي ٻانهن جي دعائن ڪي جيڪي زماني جي بگڙڻ جي ڪري آسمان ڏانهن موڪليون ويندڙيون آهن چڱيءَ طرح ٻڌندو آهي ۽ انهن تباهين جي بنيادن ڪي جيڪي انسان پنهنجي بدعملين سان رکي رهيو هوندو آهي چڱي طرح ڏسندو آهي.

فَارْتَقِبْ يَوْمَ تَأْتِي السَّمَآءُ بِدُخَانٍ مُّبِينٍ ﴿١١﴾

١١-پوءِ تون انهيءَ ڏينهن جو انتظار ڪر جنهن ڏينهن آسمان تي هڪ ظاهر ظهور دونهون① ظاهر ٿيندو.

يَّغْشَى النَّاسَ ۖ هَٰذَا عَذَابٌ أَلِيمٌ ﴿١٢﴾

١٢-جيڪو سيني ماڻهن تي ڇانئجي ويندو، اهو دردناڪ عذاب هوندو.

رَبَّنَا اكْشِفْ عَنَّا الْعَذَابَ إِنَّا مُؤْمِنُونَ ﴿١٣﴾

١٣-(ماڻهو انهيءَ ڪي ڏسي چوڻ لڳندا) اي اسانجا رب! اسان ڪان اهو عذاب ٽاري ڇڏ اسان ايمان آڻيون ٿا.

أَنَّىٰ لَهُمُ الذِّكْرَىٰ وَقَدْ جَاءَهُمْ رَسُولٌ مُّبِينٌ ﴿١٤﴾

١٤-انهيءَ ڏينهن ايمان آڻڻ جي توفيق انهن ڪي ڪٿان ملندي حالانڪ انهن وٽ هڪ حقيقت ڪي کولي بيان ڪرڻ وارو رسول اچي چڪو آهي (جنهن ڪي انهن نہ مڃيو).

ثُمَّ تَوَلَّوْا عَنْهُ وَقَالُوا مُعَلَّمٌ مَّجْنُونٌ ﴿١٥﴾ وقف لازم

١٥-۽ انهيءَ ڪان پٺي ڦيرائي هليا ويا ۽ چوڻ لڳا، هيءُ ڪنهن جو سيکاريل چريو آهي.

إِنَّا كَاشِفُو الْعَذَابِ قَلِيلًا ۚ إِنَّكُمْ عَائِدُونَ ﴿١٦﴾ وقف لازم

١٦-اسان عذاب ڪي ٿوري ديرلاءِ هٽائي ڇڏينداسين پر توهان وري اهي ئي (ڪرتوتَ) ڪرڻ لڳي ويندؤ.

يَوْمَ نَبْطِشُ الْبَطْشَةَ الْكُبْرَىٰ ۚ إِنَّا مُنتَقِمُونَ ﴿١٧﴾

١٧-جنهن ڏينهن اسان وڏي پڪڙ ۾ توهانکي آڻينداسين (توهان تي ظاهر ٿي ويندو تہ) اسان انتقام وٺڻ تي قادر آهيون.

وَلَقَدْ فَتَنَّا قَبْلَهُمْ قَوْمَ فِرْعَوْنَ وَجَاءَهُمْ رَسُولٌ كَرِيمٌ ﴿١٨﴾

١٨-۽ اسان انهن ڪان پهرينءَ فرعون جي قوم جي بہ آزمائش ڪئي هئي ۽ انهن وٽ هڪ معزز رسول آيو هو.

١-هي لفظ ٻڌائين ٿا تہ هن آيت ۾ ايٽم بم ۽ هائيڊروجن بم جو ذڪر آهي جن جي اُڇلائڻ سان سڄي فضا ۾ دوهون پکڙجي ويندو آهي ۽ انهن بمن ڪي هن وقت سائنسدان قيامت جو اهڃاڻ بہ ٻڌائين ٿا.

اَنْ اَدُّوْٓا اِلَيَّ عِبَادَ اللّٰهِ ۭ اِنِّىْ لَكُمْ رَسُوْلٌ اَمِيْنٌ ۙ﴿١٩﴾

**١٩**-(۽ انهيءَ رسول انهن کي چيو هو ته) خدا جا ٻانها منهنجي حوالي ڪري ڇڏيو، مان توهان ڏانهن هڪ امانتدار رسول بڻائي موڪليو ويو آهيان.

وَّاَنْ لَّا تَعْلُوْا عَلَى اللّٰهِ ۚ اِنِّىْٓ اٰتِيْكُمْ بِسُلْطٰنٍ مُّبِيْنٍ ﴿٢٠﴾ۚ

**٢٠**-۽ انهيءَ حڪم سان موڪليو ويو آهيان ته خدا جي معاملي ۾ زيادتيءَ کان ڪم نه وٺو (۽ منهنجي آندل دليلن تي غور ڪيو) مان توهان ڏانهن يقيناً هڪ ظاهر ظهور دليل آڻڻ وارو آهيان.

وَاِنِّىْ عُذْتُ بِرَبِّىْ وَرَبِّكُمْ اَنْ تَرْجُمُوْنِ ﴿٢١﴾ۡ

**٢١**-۽ مان پنهنجي رب ۽ توهانجي رب کان پناهه گُهران ٿو جوتوهان ڪٿي جلد بازيءَ ۾ مونکي سنگسار نه ڪري ڇڏيو.

وَاِنْ لَّمْ تُؤْمِنُوْا لِىْ فَاعْتَزِلُوْنِ ﴿٢٢﴾

**٢٢**-۽ جيڪڏهن توهان مون تي ايمان نٿا آڻيو، ته (گهٽ ۾ گهٽ اهو ته ڪيو جو) مونکي بلڪل اڪيلو ڇڏي ڏيو.

فَدَعَا رَبَّهٗٓ اَنَّ هٰٓؤُلَاۗءِ قَوْمٌ مُّجْرِمُوْنَ ﴿٢٣﴾

**٢٣**-انهيءَ تي موسىٰ پنهنجي رب کي پُڪاريو ۽ چيو ته هيءَ قوم ته ڏوهاري آهي (مون تي ايمان آڻيندي نظر نٿي اچي).

فَاَسْرِ بِعِبَادِيْ لَيْلًا اِنَّكُمْ مُّتَّبَعُوْنَ ﴿٢٤﴾ۙ

**٢٤**-تڏهن (خدا) چيو، تون منهنجن ٻانهن کي راتو رات (هن ملڪ مان) ڪيدي وڃ ۽ اهو خيال رک ته فرعون جي قوم تنهنجو پيڇو ڪندي.

وَاتْرُكِ الْبَحْرَ رَهْوًا ۭ اِنَّهُمْ جُنْدٌ

**٢٥**-۽ سمنڊ کي دڙن تان لنگهندي پوئتي ڇڏي① وڃ (يعني دڙن تي هلندي

١- ڏسو تفسير ڪبير جلد ١ صفحه ٤١٧ تا ٤٢٢.

مُّغۡرَقُوۡنَ ﴿٢٥﴾

هلندي سمنڊ مان لنگهي وڃ) اهو (يعني فرعون جو) لشڪر تہ غرق ٿي رهندو.

كَمۡ تَرَكُوۡا مِنۡ جَنّٰتٍ وَّعُيُوۡنٍ ﴿٢٦﴾

٢٦- انهن (يعني فرعون جي قوم) پنهنجي پويان ڪيترا باغ ۽ چشما

وَّزُرُوۡعٍ وَّمَقَامٍ كَرِيۡمٍ ﴿٢٧﴾

٢٧- ۽ پوکون ۽ ڏاڍي آرام واريون جايون ۽ اهڙيون رهائش واريون جڳهون

وَّنَعۡمَةٍ كَانُوۡا فِيۡهَا فٰكِهِيۡنَ ﴿٢٨﴾

٢٨- جن ۾ ڏاڍا خوش رهندا هئا ڇڏي ڏنيون.

كَذٰلِكَ ۚ وَاَوۡرَثۡنٰهَا قَوۡمًا اٰخَرِيۡنَ ﴿٢٩﴾

٢٩- ائين ئي ٿيو، ۽ اسان انهن سڀني شين جو وارث هڪ ① ٻي قوم کي ڪري ڇڏيو.

فَمَا بَكَتۡ عَلَيۡهِمُ السَّمَآءُ وَالۡاَرۡضُ وَمَا كَانُوۡا مُنۡظَرِيۡنَ ﴿٣٠﴾ ع

٣٠- پوءِ آسمان ۽ زمين انهن تي ڪو نہ ② رُنا- ۽ انهن کي دير نہ ڏني وئي.

وَلَقَدۡ نَجَّيۡنَا بَنِيۡۤ اِسۡرَآءِيۡلَ مِنَ الۡعَذَابِ الۡمُهِيۡنِ ﴿٣١﴾

٣١- ۽ اسان بني اسرائيل کي فرعون جي طرفان ملڻ واري خوار ڪندڙ عذاب کان نجات ڏني هئي.

مِنۡ فِرۡعَوۡنَ ؕ اِنَّهٗ كَانَ عَالِيًا مِّنَ الۡمُسۡرِفِيۡنَ ﴿٣٢﴾

٣٢- ۽ اهو (يعني فرعون) وڏو متڪبر هو ۽ حد کان وڌيل هو.

وَلَقَدِ اخۡتَرۡنٰهُمۡ عَلٰى عِلۡمٍ عَلَى الۡعٰلَمِيۡنَ ﴿٣٣﴾

٣٣- ۽ اسان بني اسرائيل کي پنهنجي زماني جي سڀني قومن تي انهن جي حالتن سبب فضيلت ڏني هئي.

١- هن مان مراد مثال طور بني اسرائيل بہ آهن. جن کي بعد ۾ وڏي عزت ملي ۽ انهن مصر کي هڪ ڀيرو هيٺ مٿي ڪري ڇڏيو ۽ ان مان مراد فرعون ۽ ان جي قوم جو نسل بہ آهي تہ جيتوڻيڪ انهن فرعون جهڙو شان نہ ماڻيو پر پوءِ بہ هڪ حد تائين مصر تي حڪومت ڪندا رهيا.

٢- يعني نہ آسماني ماڻهن کي ڪو ڏک ٿيو نہ زميني ماڻهن کي.

وَاٰتَيْنٰهُمْ مِّنَ الْاٰيٰتِ مَا فِيْهِ بَلٰٓؤٌا مُّبِيْنٌ ۝٣٤

٣٤- ۽ اسان انهن وٽ اهڙن نشانن مان هڪ نشان موڪليو هو جنهن ۾ انهن جي وڏي آزمائش هئي.

اِنَّ هٰٓؤُلَآءِ لَيَقُوْلُوْنَ ۝٣٥

٣٥- هي ماڻهو (يعني اهل مڪه) چون ٿا.

اِنْ هِيَ اِلَّا مَوْتَتُنَا الْاُوْلٰى وَمَا نَحْنُ بِمُنْشَرِيْنَ ۝٣٦

٣٦- اسانکي صرف پهرين موت سان واسطو پوندو ۽ اسانکي ٻيهر زنده ڪري نه اُٿاريو ويندو.

فَاْتُوْا بِاٰبَآئِنَآ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ۝٣٧

٣٧- پوءِ جيڪڏهن توهان سچا آهيو ته اسانجن ابن ڏاڏن کي ٻيهر هن دنيا ۾ آڻي ڏيکاريو.

اَهُمْ خَيْرٌ اَمْ قَوْمُ تُبَّعٍ ۙ وَّالَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ ۭ اَهْلَكْنٰهُمْ ۡ اِنَّهُمْ كَانُوْا مُجْرِمِيْنَ ۝٣٨

٣٨- ڇا اهي چڱا آهن يا تُبع جي قوم، ۽ اُهي ماڻهو جيڪي تُبع کان پهرين هئا (دنياوي طاقت ۾ انهن کان چڱا هئا) اسان انهن سڀني کي هلاڪ ڪري ڇڏيو، اُهي ماڻهو يقيناً ڏوهاري هئا.

وَمَا خَلَقْنَا السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ وَمَا بَيْنَهُمَا لٰعِبِيْنَ ۝٣٩

٣٩- ۽ آسمانن ۽ زمين کي ۽ جيڪي ڪجهه انهيءَ جي وچ ۾ آهي اسان راند ڪندي نا هي پيدا ڪيو.

مَا خَلَقْنٰهُمَآ اِلَّا بِالْحَقِّ وَلٰكِنَّ اَكْثَرَهُمْ لَا يَعْلَمُوْنَ ۝٤٠

٤٠- اسان انهن کي صرف هڪ دائمي رهڻ واري مقصد جي لاءِ پيدا ڪيو هو پر انهن مان اڪثر ڄاڻن نٿا.

اِنَّ يَوْمَ الْفَصْلِ مِيْقَاتُهُمْ اَجْمَعِيْنَ ۝٤١

٤١- فيصلي جو ڏينهن انهن سڀني جو موعود وقت آهي.

يَوْمَ لَا يُغْنِيْ مَوْلًى عَنْ مَّوْلًى شَيْـًٔا وَّلَا

٤٢- جنهن ڏينهن ڪو دوست ڪنهن دوست جي ضرورت پوري نه ڪري سگهندو

هُمۡ يُنۡصَرُوۡنَ ۝٤٢ — ۽ نه انهن مان ڪنهن جي مدد ڪئي ويندي.

اِلَّا مَنۡ رَّحِمَ اللّٰهُ ؕ اِنَّهٗ هُوَ الۡعَزِيۡزُ الرَّحِيۡمُ ۝٤٣ — ٤٣- صرف (انهيءَ جي مدد ڪئي ويندي) جنهن تي الله رحم ڪندو. هُو غالب (۽) بي انتها ڪرم ڪرڻ وارو آهي.

ع ٢ ١٣ ١٥

اِنَّ شَجَرَتَ الزَّقُّوۡمِ ۝٤٤ — ٤٤- يقيناً ٿوهر① جو وڻ

طَعَامُ الۡاَثِيۡمِ ۝٤٥ — ٤٥- گنهگار جو کاڌو آهي

كَالۡمُهۡلِ ۛ يَغۡلِيۡ فِى الۡبُطُوۡنِ ۝٤٦ — ٤٦- پوڻ ۽ وانگر خراب سواد وارو جيڪو پيٽن ۾ رجيل ٽامي وانگر ٽهڪندو

معانقة ٢ عند المتأخرين

كَغَلۡىِ الۡحَمِيۡمِ ۝٤٧ — ٤٧- جهڙيءَ طرح گرم پاڻي ٽهڪندو آهي.

خُذُوۡهُ فَاعۡتِلُوۡهُ اِلٰى سَوَآءِ الۡجَحِيۡمِ ۝٤٨ — ٤٨- ۽ اسان فرشتن کي چونداسين هن گنهگار کي پڪڙيو. ۽ جهنم جي وچ تائين انهيءَ کي گهلِيندا وٺي وڃو.

ثُمَّ صُبُّوۡا فَوۡقَ رَاۡسِهٖ مِنۡ عَذَابِ الۡحَمِيۡمِ ۝٤٩ — ٤٩- پوءِ انهيءَ جي مٿي تي تمام گهڻو گرم پاڻي وِجهو جنهن مان انهيءَ کي سخت گرميءَ جو عذاب پهچندو.

ذُقۡ ۚ اِنَّكَ اَنۡتَ الۡعَزِيۡزُ الۡكَرِيۡمُ ۝٥٠ — ٥٠- (۽ اسان انهيءَ شخص کي چونداسين) تون هيُ عذاب چک تون (پنهنجي خيال ۾) غالب② (۽) عزت وارو هئين.

اِنَّ هٰذَا مَا كُنۡتُمۡ بِهٖ تَمۡتَرُوۡنَ ۝٥١ — ٥١- (پوءِ چونداسين) اهو ئي ته آهي، جنهن جي باري ۾ توهان شڪ ڪندا هئا.

اِنَّ الۡمُتَّقِيۡنَ فِىۡ مَقَامٍ اَمِيۡنٍ ۝٥٢ — ٥٢- يقيناً متقي هڪ امن واري جاءِ ۾ رهندا.

---

١- ٿوهر جو لفظ قرآن مجيد ۾ مڪروهه شين جي لاءِ ڳالهايو ويندو آهي. (ڏسو مفردات امام راغب).

٢- هي چٽَر تي ٻَڌل ڪلام آهي ۽ مراد آهي ته تون پنهنجو پاڻ کي اهڙو سمجهندو هئين.

فِيْ جَنّٰتٍ وَّعُيُوْنٍ ﴿٥٣﴾

**٥٣-** يعني جنتن ۽ چشمن ۾

يَّلْبَسُوْنَ مِنْ سُنْدُسٍ وَّ اِسْتَبْرَقٍ مُّتَقٰبِلِيْنَ ﴿٥٤﴾

**٥٤-** اهي سنهون پَٽ ۽ ٿُلهو پَٽ پائيندا. ۽ هڪ ٻئي جي آمهون سامهون ويٺا هوندا.

كَذٰلِكَ ۛ وَزَوَّجْنٰهُمْ بِحُوْرٍ عِيْنٍ ﴿٥٥﴾

**٥٥-** (ائين ئي ٿيندو) ۽ اسان انهن کي ساٿي طور وڏين وڏين ڪارين اکين واريون عورتون ڏينداسين.

يَدْعُوْنَ فِيْهَا بِكُلِّ فَاكِهَةٍ اٰمِنِيْنَ ﴿٥٦﴾

**٥٦-** اهي انهن جنتن ۾ هر قسم جا ميوا گهرائيندا ۽ امن سان (زندگي) بسر ڪندا.

لَا يَذُوْقُوْنَ فِيْهَا الْمَوْتَ اِلَّا الْمَوْتَةَ الْاُوْلٰى ۚ وَوَقٰهُمْ عَذَابَ الْجَحِيْمِ ﴿٥٧﴾

**٥٧-** انهن کي انهن (جنتن) ۾ ڪو موت نه ايندو[1] سواءِ پهرين موت جي (جيڪو آخرت واري زندگيءَ کان پهرين اچي چڪو آهي) ۽ اللّٰه انهن کي دوزخ جي عذاب کان بچائيندو.

فَضْلًا مِّنْ رَّبِّكَ ۭ ذٰلِكَ هُوَ الْفَوْزُ الْعَظِيْمُ ﴿٥٨﴾

**٥٨-** اِهو به تنهنجي رب جي طرفان فضل جي ڪري هوندو (نڪي حق جي طورتي) ۽ اها هڪ وڏي ڪاميابي آهي.

فَاِنَّمَا يَسَّرْنٰهُ بِلِسَانِكَ لَعَلَّهُمْ يَتَذَكَّرُوْنَ ﴿٥٩﴾

**٥٩-** سو ٻڌي ڇڏ ته اسان انهيءَ قرآن کي تنهنجي زبان ۾ سَولَو ڪري لاٿو آهي انهيءَ لاءِ ته اِهي ماڻهو (عرب وارا) انهيءَ مان نصيحت حاصل ڪري سگهن.

فَارْتَقِبْ اِنَّهُمْ مُّرْتَقِبُوْنَ ﴿٦٠﴾ ع ٣ ١٦

**٦٠-** پوءِ تون به پڇاڙيءَ جو انتظار ڪر، اُهي به انتظار ڪندا.

---

١- يعني هو هڪ ڀيرو مري پيا هئا، هاڻ ٻيهر موت نه ايندو، هميشه زندگيءَ جو مزو ماڻيندا رهندا.

سُوْرَةُ الْجَاثِيَةِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ ثَمَانٍ وَّ ثَلَاثُوْنَ اٰيَةً وَّ اَرْبَعَةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت جاثيه ـ هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون اٺٽيهه آيتون ۽ چار رڪوع آهن.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ ۝١

١ـ(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

حٰمٓ ۝٢

٢ـحميد (۽) مجيد (خدا هن سورت کي نازل ڪرڻ وارو آهي).

تَنۡزِيۡلُ الۡكِتٰبِ مِنَ اللّٰهِ الۡعَزِيۡزِ الۡحَكِيۡمِ ۝٣

٣ـغالب ۽ حڪمت واري اللّٰه جي طرفان هن ڪتاب کي نازل ڪيو ويو آهي.

اِنَّ فِى السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ لَاٰيٰتٍ لِّلۡمُؤۡمِنِيۡنَ ۝٤

٤ـ آسمانن ۽ زمين ۾ مومنن لاءِ وڏا نشان آهن.

وَفِىۡ خَلۡقِكُمۡ وَمَا يَبُثُّ مِنۡ دَآبَّةٍ اٰيٰتٌ لِّقَوۡمٍ يُّوۡقِنُوۡنَ ۝٥

٥ـ۽ اهڙيءَ طرح توهانجي پيدائش ۾ ۽ انهيءَ ۾ جيڪي اهو (اللّٰه) ساهه وارن مان (زمين ۾) پکيڙي ٿو يقين ڪرڻ واريءَ قوم جي لاءِ نشان آهن.

وَاخۡتِلَافِ الَّيۡلِ وَالنَّهَارِ وَمَاۤ اَنۡزَلَ اللّٰهُ مِنَ السَّمَآءِ مِنۡ رِّزۡقٍ فَاَحۡيَا بِهِ الۡاَرۡضَ بَعۡدَ مَوۡتِهَا وَتَصۡرِيۡفِ الرِّيٰحِ اٰيٰتٌ لِّقَوۡمٍ يَّعۡقِلُوۡنَ ۝٦

٦ـ۽ رات ۽ ڏينهن جي اڳيان پنيان اچڻ وڃڻ ۾ به ۽ جيڪي اللّٰه رزق جو سبب (يعني پاڻي) ڪڪر مان لاٿو آهي پوءِ انهيءَ مان زمين کي انهيءَ جي مرڻ کانپوءِ جيئرو ڪيو آهي (انهيءَ ۾ به) ۽ هوائن جي هيڏانهن هوڏانهن هلائڻ ۾ به عقل واري قوم جي لاءِ ڪيترا ئي نشان آهن.

تِلْكَ اٰيٰتُ اللّٰهِ نَتْلُوْهَا عَلَيْكَ بِالْحَقِّ ۚ فَبِاَيِّ حَدِيْثٍۭ بَعْدَ اللّٰهِ وَاٰيٰتِهٖ يُؤْمِنُوْنَ ۝٧

٧-اهي سڀ اللّٰه جا نشان آهن جن کي اسان تنهنجي سامهون پوري سچائيءَ سان بيان ڪيون ٿا پوءِ (ٻڌايو ته) اللّٰه ۽ انهيءَ جي نشانن کانپوءِ اُهي ڪهڙي شيءِ تي ايمان آڻيندا.

وَيْلٌ لِّكُلِّ اَفَّاكٍ اَثِيْمٍ ۝٨

٨-هر ڪوڙي ۽ گنهگار جي لاءِ عذاب مقدر آهي.

يَّسْمَعُ اٰيٰتِ اللّٰهِ تُتْلٰى عَلَيْهِ ثُمَّ يُصِرُّ مُسْتَكْبِرًا كَاَنْ لَّمْ يَسْمَعْهَا ۚ فَبَشِّرْهُ بِعَذَابٍ اَلِيْمٍ ۝٩

٩-جيڪو انهن آيتن کي جيڪي انهيءَ جي اڳيان بيان ڪيون وڃن ٿيون ٻڌي ٿو. پوءِ تڪبر سان پنهنجي هر ڳالهه تي ضد ڪندو رهي ٿو ڄڻ ته انهيءَ خدا جا نشان ٻڌائي ڪونهن- سوءِ اهڙي شخص کي دردناڪ عذاب جي خبر ڏي.

وَاِذَا عَلِمَ مِنْ اٰيٰتِنَا شَيْئَا ۨاتَّخَذَهَا هُزُوًا ؕ اُولٰٓئِكَ لَهُمْ عَذَابٌ مُّهِيْنٌ ۝١٠

١٠-۽ جڏهن اهو شخص اسانجن آيتن مان ڪنهن جي خبر ٻڌي ٿو ته انهيءَ سان چٿر ڪرڻ لڳي ٿو- اهڙن ماڻهن کي خوار ڪرڻ وارو عذاب ملندو.

مِنْ وَّرَآئِهِمْ جَهَنَّمُ ۚ وَلَا يُغْنِيْ عَنْهُمْ مَّا كَسَبُوْا شَيْئًا وَّلَا مَا اتَّخَذُوْا مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ اَوْلِيَآءَ ۚ وَلَهُمْ عَذَابٌ عَظِيْمٌ ۝١١

١١-انهن جي اڳيان جهنم آهي، ۽ انهن جا عمل ڪين ڪجهه به نفعو نه ڏيندا ۽ نه اُهي معبود (نفعو ڏيندا) جن کي انهن اللّٰه کانسواءِ اختيار ڪري رکيو آهي ۽ انهن کي ڏاڍو وڏو عذاب ملندو.

هٰذَا هُدًى ۚ وَالَّذِيْنَ كَفَرُوْا بِاٰيٰتِ رَبِّهِمْ لَهُمْ عَذَابٌ مِّنْ رِّجْزٍ اَلِيْمٌ ۝١٢ ع ١٢/١٧

١٢-هيءَ (سچي) هدايت آهي ۽ جن پنهنجي رب جي آيتن جو ڪفر ڪيو آهي- انهن کي بتن جي پوڄا جي سببان دردناڪ

عذاب ملندو.

اَللّٰهُ الَّذِیْ سَخَّرَ لَكُمُ الْبَحْرَ لِتَجْرِیَ الْفُلْكُ فِیْهِ بِاَمْرِهٖ وَ لِتَبْتَغُوْا مِنْ فَضْلِهٖ وَ لَعَلَّكُمْ تَشْكُرُوْنَ ﴿١٢﴾

**١٢**۔ الله اهو ئي آهي جنهن سمنڊ کي توهانجي خدمت تي لڳائي ڇڏيو آهي انهيءَ لاءِ ته انهيءَ جي حڪم سان انهيءَ ۾ ٻيڙيون هلن ۽ انهيءَ لاءِ ته توهان (انهن جي ذريعي) انهيءَ جي فضل کي تلاش ڪيو ۽ انهيءَ لاءِ ته توهان شڪر ڪيو.

وَ سَخَّرَ لَكُمْ مَّا فِی السَّمٰوٰتِ وَ مَا فِی الْاَرْضِ جَمِیْعًا مِّنْهُ ؕ اِنَّ فِیْ ذٰلِكَ لَاٰیٰتٍ لِّقَوْمٍ یَّتَفَكَّرُوْنَ ﴿١٣﴾

**١٣**۔ ۽ جيڪي ڪي آسمانن ۾ آهي ۽ زمين ۾ آهي سمورو انهيءَ توهانجي خدمت تي لڳائي ڇڏيو آهي انهيءَ ۾ فڪر ڪرڻ واري قوم جي لاءِ وڏا نشان آهن.

قُلْ لِّلَّذِیْنَ اٰمَنُوْا یَغْفِرُوْا لِلَّذِیْنَ لَا یَرْجُوْنَ اَیَّامَ اللّٰهِ لِیَجْزِیَ قَوْمًۢا بِمَا كَانُوْا یَكْسِبُوْنَ ﴿١٤﴾

**١٤**۔ تون مومنن کي چؤ ته جيڪي ماڻهو الله جي سزا کان نٿا ڊڄن انهن کي معاف ڪري ڇڏين، انهيءَ جو نتيجو اهو نڪرندو جو خدا (خود) اهڙي قوم کي انهن جي عملن جي جزا ڏيندو.

مَنْ عَمِلَ صَالِحًا فَلِنَفْسِهٖ ۚ وَ مَنْ اَسَآءَ فَعَلَیْهَا ؗ ثُمَّ اِلٰى رَبِّكُمْ تُرْجَعُوْنَ ﴿١٥﴾

**١٥**۔ جيڪو به ايمان جي مطابق عمل ڪري ٿو انهيءَ جو فائدو انهيءَ جي جان کي پهچي ٿو ۽ جيڪو به برا ڪم ڪري ٿو انهي جو نقصان ① (به) انهيءَ جي جان کي پهچي ٿو پوءِ توهان پنهنجي رب ڏانهن موٽائي نيا ويندا.

وَ لَقَدْ اٰتَیْنَا بَنِیْۤ اِسْرَآءِیْلَ الْكِتٰبَ

**١٦**۔ ۽ اسان بني اسرائيل کي ڪتاب ۽

١۔ هتي علىٰ جو صلو آهي جنهن جي معنيٰ کنهن مخالف شيءِ جي هوندي آهي ان ڪري اسان ان جو ترجمو نقصان ڪيو آهي.

وَالْحُكْمَ وَالنُّبُوَّةَ وَرَزَقْنٰهُمْ مِّنَ الطَّيِّبٰتِ وَفَضَّلْنٰهُمْ عَلَى الْعٰلَمِيْنَ ﴿١٧﴾

حڪومت ۽ نبوت بخشي هئي ۽ پاڪ شين سان رزق عطا فرمايو هو ۽ پنهنجي زماني جي ماڻهن تي ڪين فضيلت بخشي هئي.

وَاٰتَيْنٰهُمْ بَيِّنٰتٍ مِّنَ الْاَمْرِ ۚ فَمَا اخْتَلَفُوْٓا اِلَّا مِنْۢ بَعْدِ مَا جَآءَهُمُ الْعِلْمُ ۙ بَغْيًۢا بَيْنَهُمْ ۭ اِنَّ رَبَّكَ يَقْضِيْ بَيْنَهُمْ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ فِيْمَا كَانُوْا فِيْهِ يَخْتَلِفُوْنَ ﴿١٨﴾

**١٨**ـ۽ اسان انهن کي ظاهر ظهور شريعت عطا ڪئي هئي ۽ بني اسرائيل انهيءَ وقت انهيءَ جي باري ۾ اختلاف ڪيو جڏهن انهن وٽ ڪامل علم (قرآن) اچي ويو (اهو اختلاف) انهن جي پاڻ ۾ سرڪشيءَ جي سببان هو، تنهنجو رب انهن جي وچ ۾ قيامت جي ڏينهن انهن جي اختلافي ڳالهين متعلق فيصلو ڪندو.

ثُمَّ جَعَلْنٰكَ عَلٰى شَرِيْعَةٍ مِّنَ الْاَمْرِ فَاتَّبِعْهَا وَلَا تَتَّبِعْ اَهْوَآءَ الَّذِيْنَ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿١٩﴾

**١٩**ـ۽ اسان توکي شريعت جي هڪ طريقي ① تي مقرر ڪيو آهي پوءِ تون انهيءَ جي پنيان هل ۽ انهن ماڻهن جي خواهشن جي پويان نه هل جيڪي علم نٿا رکن.

اِنَّهُمْ لَنْ يُّغْنُوْا عَنْكَ مِنَ اللّٰهِ شَيْـًٔا ۭ وَاِنَّ الظّٰلِمِيْنَ بَعْضُهُمْ اَوْلِيَآءُ بَعْضٍ ۚ وَاللّٰهُ وَلِيُّ الْمُتَّقِيْنَ ﴿٢٠﴾

**٢٠**ـ اهي اللّٰه جي مقابلي ۾ توکي ڪجهه فائدو نٿا پهچائي سگهن- ۽ ظالم پاڻ ۾ هڪ ٻئي کي پناهه ڏيڻ وارا آهن ۽ اللّٰه متقين کي پناهه ڏيڻ وارو آهي.

هٰذَا بَصَآئِرُ لِلنَّاسِ وَهُدًى وَّرَحْمَةٌ

**٢١**ـ هي (تعليمون) ماڻهن جي لاءِ عقلي

١ـ شريعت جا مختلف طريقا آهن. مثال طور تورات بدلو وٺڻ تي زور ڀري ٿي ۽ انجيل معاف ڪرڻ ۽ نرمي ڏيکارڻ تي زور ڏئي ٿي. اسلام انهن جي وچ وچ اصلاح تي زور ڏئي ٿو ۽ سختيءَ جي موقعي تي سختي ۽ نرميءَ جي موقعي تي نرميءَ جي تعليم ڏئي ٿو ان ڪري هن جي تعليم عيسائين ۽ موسيٰ واري تعليم جي طريقي کان مختلف آهي.

لِّقَوۡمٍ يُّوۡقِنُوۡنَ ﴿٢١﴾

دليل آهن ۽ يقين① رکڻ واري قوم جي لاءِ هدايت ۽ رحمت جو سبب آهن.

اَمۡ حَسِبَ الَّذِيۡنَ اجۡتَرَحُوا السَّيِّاٰتِ اَنۡ نَّجۡعَلَهُمۡ كَالَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ ۙ سَوَآءً مَّحۡيَاهُمۡ وَمَمَاتُهُمۡ ؕ سَآءَ مَا يَحۡكُمُوۡنَ ﴿٢٢﴾ ع ٢ / ١٨

٢٢-ڇا جن ماڻهن بديون ڪيون آهن اُهي خيال ڪن ٿا ته اسان انهن کي مومنن ۽ ايمان جي مطابق عمل ڪرڻ وارن جهڙو درجو ڏينداسين ايستائين جو انهن ٻنهي جي زندگي ۽ موت② برابر ٿي ويندا. اهي ڏاڍو برو فيصلو ڪن ٿا.

وَخَلَقَ اللّٰهُ السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضَ بِالۡحَقِّ وَلِتُجۡزٰى كُلُّ نَفۡسٍۢ بِمَا كَسَبَتۡ وَهُمۡ لَا يُظۡلَمُوۡنَ ﴿٢٣﴾

٢٣-۽ اللّٰه آسمانن ۽ زمين کي هڪ ابدي قانون جي مطابق پيدا ڪيو آهي ۽ انهيءَ جو نتيجو اهو نڪرندو جو هر شخص کي انهيءَ جي عمل جي مطابق جزا ملندي ۽ انهن مان ڪنهن تي به ظلم نه ڪيو ويندو.

اَفَرَءَيۡتَ مَنِ اتَّخَذَ اِلٰهَهٗ هَوٰىهُ وَاَضَلَّهُ اللّٰهُ عَلٰى عِلۡمٍ وَّخَتَمَ عَلٰى سَمۡعِهٖ وَقَلۡبِهٖ وَجَعَلَ عَلٰى بَصَرِهٖ غِشٰوَةً ؕ فَمَنۡ يَّهۡدِيۡهِ مِنۡۢ بَعۡدِ اللّٰهِ ؕ اَفَلَا تَذَكَّرُوۡنَ ﴿٢٤﴾

٢٤-ڇا تو انهيءَ شخص جي حالت تي به غور ڪيو آهي جنهن پنهنجي نفساني خواهش کي پنهنجو معبود بڻائي ڇڏيو آهي ۽ اللّٰه انهي کي (پنهنجي) ڪامل علم سبب گمراهه قرار ڏنو آهي، ۽ انهيءَ جي ڪنن ۽ انهيءَ جي دل تي مهر لڳائي ڇڏي آهي ۽ انهيءَ جي اکين تي پردو وجهي ڇڏيو آهي. سو هاڻي اللّٰه جي (انهيءَ فعل کان) پوءِ انهيءَ کي ڪير هدايت ڏيئي

---

١-يعني جيڪڏهن انسان جي تاريخ تي غور ڪريون ته معلوم ٿيندو ته ظالم هميشه ظالمن جي مدد ڪندا آيا آهن ۽ اللّٰه تعاليٰ هميشه ئي متقين جي مدد ڪندو آيو آهي. ۽ کين پناهه ڏيندو آيو آهي.

٢-يعني زندگيءَ ۾ به ۽ موت ۾ به انهن سان هڪ جهڙو سلوڪ ڪيو ويندو.

سگهندو؟ ڇا توهان نصيحت نٿا حاصل ڪيو؟

وَقَالُوْا مَا هِيَ اِلَّا حَيَاتُنَا الدُّنْيَا نَمُوْتُ وَنَحْيَا وَمَا يُهْلِكُنَآ اِلَّا الدَّهْرُ ۚ وَمَا لَهُمْ بِذٰلِكَ مِنْ عِلْمٍ ۚ اِنْ هُمْ اِلَّا يَظُنُّوْنَ ﴿٢٥﴾

**٢٥**۔۽ اهي چون ٿا ته اها ئي دنياوي زندگي اسان جي لاءِ مقدر آهي انهيءَ زندگيءَ کي گذاريندي اسان مرنداسين ۽ انهيءَ جو لطف وٺندي اسان زنده رهنداسين ۽ زمانو ئي اسان کي (پنهنجي اثر سان) ماري ٿو پر انهن کي انهيءَ ڳالهه جو ڪو حقيقي علم ڪونهي اهي صرف دوکو ڪري رهيا آهن.

وَاِذَا تُتْلٰى عَلَيْهِمْ اٰيٰتُنَا بَيِّنٰتٍ مَّا كَانَ حُجَّتَهُمْ اِلَّآ اَنْ قَالُوا ائْتُوْا بِاٰبَآئِنَآ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ﴿٢٦﴾

**٢٦**۔۽ جڏهن انهن کي اسانجون ظاهر ظهور آيتون ٻڌايون وڃن ٿيون ته انهن جو انهيءَ کانسواءِ ڪو جواب نه هوندو آهي جو اهي چوندا آهن ته جيڪڏهن توهان سچا آهيو ته اسانجن ابن ڏاڏن کي به (زنده ڪري) وٺي اچو.

قُلِ اللّٰهُ يُحْيِيْكُمْ ثُمَّ يُمِيْتُكُمْ ثُمَّ يَجْمَعُكُمْ اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ لَا رَيْبَ فِيْهِ وَلٰكِنَّ اَكْثَرَ النَّاسِ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿٢٧﴾ ع

**٢٧**۔تون چوءُ ته اللّٰـه ئي توهانکي زنده ڪري ٿو۔ وري اهو ئي توهان کي ماريندو وري اهو ئي توهان کي قيامت جي ڏينهن تائين جمع ڪندو ويندو① (۽) انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي پر اڪثر ماڻهو انهيءَ جو علم نٿا رکن.

وَلِلّٰهِ مُلْكُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۭ وَيَوْمَ

**٢٨**۔۽ آسمانن ۽ زمين جي بادشاهت خدا

١۔هن جو هي مطلب آهي ته موت ۽ زندگي اللّٰـه تعالٰي جي وَسَ ۾ آهي ۽ اهو ئي مارڻ کانپوءِ روحن کي قيامت تائين زنده رکندو ويندو. پر جيئن ته اِهي ڳالهيون نظرن کان لِڪل هونديون آهن گهڻي قدر ماڻهو ان کي نٿا ڄاڻن.

تَقُوْمُ السَّاعَةُ يَوْمَئِذٍ يَّخْسَرُ الْمُبْطِلُوْنَ ﴿٢٨﴾

جي ئي آهي ۽ جنهن وقت واعدو ڪيل گهڙي ايندي انهيءَ ڏينهن ڪوڙ ڳالهائڻ وارا وڏي گهاٽي ۾ هوندا.

وَتَرٰى كُلَّ اُمَّةٍ جَاثِيَةً كُلُّ اُمَّةٍ تُدْعٰٓى اِلٰى كِتٰبِهَا اَلْيَوْمَ تُجْزَوْنَ مَا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ﴿٢٩﴾

**٢٩**-۽ تون هر هڪ امت کي ڏسندين ته اها زمين تي گوڏن ڀر ڪريل هوندي- هر هڪ قوم کي پنهنجي شريعت ① ڏانهن سڏيو ويندو.انهيءَ ڏينهن توهانکي توهانجي عملن جي مطابق جزا ڏني ويندي.

هٰذَا كِتٰبُنَا يَنْطِقُ عَلَيْكُمْ بِالْحَقِّ اِنَّا كُنَّا نَسْتَنْسِخُ مَا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ﴿٣٠﴾

**٣٠**-(۽ اسين چونداسين ڏسو) هي اسانجو ڪتاب② آهي جيڪو توهانجي خلاف سچي سچي شاهدي ڏيئي رهيو آهي- جيڪي ڪجهہ توهان عمل ڪندا هئا اسان انهيءَ کي لکندا ٿي وياسين.

فَاَمَّا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ فَيُدْخِلُهُمْ رَبُّهُمْ فِيْ رَحْمَتِهٖ ذٰلِكَ هُوَ الْفَوْزُ الْمُبِيْنُ ﴿٣١﴾

**٣١**-پوءِ جيڪي ماڻهو مومن هئا ۽ جن نيڪ عمل ڪيا هئا انهن کي انهن جو رب پنهنجي رحمت جي (ڇانو جي) هينيان رکندو ۽ اهائي ظاهر ظهور ڪاميابي آهي.

وَاَمَّا الَّذِيْنَ كَفَرُوْا اَفَلَمْ تَكُنْ اٰيٰتِيْ تُتْلٰى عَلَيْكُمْ فَاسْتَكْبَرْتُمْ وَكُنْتُمْ

**٣٢**-۽ اهي ماڻهو جيڪي ڪافر ٿي ويا هئا (انهن کي چيو ويندو ته) ڇا منهنجون آيتون توهانکي پڙهي نه ٻڌايون وينديون

١-يعني هر قوم جو پهريون فيصلو سندن شريعت مطابق ٿيندو ڇاڪاڻ ته هو ٻي شريعت کي ته ڪوڙو سمجهندي هئي پر ڇا ان جو پنهنجي شريعت تي عمل هيو؟ هاڻوڪي زماني ۾ ڏسو ته ان اصول کي سامهون رکي ڪري نه مسلمان ڇوٽڪارو حاصل ڪن ٿا، نه عيسائي، نه ڪا ٻي قوم. ڇاڪاڻ ته ٻين شريعتن کي ڇڏي هو پنهنجي شريعت تي به عمل نٿا ڪن.

٢-يعني انسان جو اعمال نامو.

قَوۡمًا مُّجۡرِمِيۡنَ ﴿٣٢﴾

هيون، پر (باوجود انهيءَ جي) توهان تڪبر ڪندا هئا. ۽ توهان ڏوهاري قوم ۾ داخل ٿي ويا هئا.

وَ اِذَا قِيۡلَ اِنَّ وَعۡدَ اللّٰهِ حَقٌّ وَّ السَّاعَةُ لَا رَيۡبَ فِيۡهَا قُلۡتُمۡ مَّا نَدۡرِىۡ مَا السَّاعَةُ ۙ اِنۡ نَّظُنُّ اِلَّا ظَنًّا وَّ مَا نَحۡنُ بِمُسۡتَيۡقِنِيۡنَ ﴿٣٣﴾

**٣٣**۔۽ جڏهن انهن کي اهو چيو ويجي ٿو ته اللّٰه جو واعدو ته سچو آهي ۽ (دنيا جي) آخري تباهي ضرور اچڻ واري آهي. انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي ته انهيءَ① تي اُهي چوندا آهن ته اسان نٿا ڄاڻون قيامت ڪهڙي شيءِ آهي؟ اسانکي ته انهيءَ جي متعلق صرف شڪ آهي ۽ اسانکي انهيءَ تي يقين ڪو نه آهي.

وَ بَدَا لَهُمۡ سَيِّاٰتُ مَا عَمِلُوۡا وَ حَاقَ بِهِمۡ مَّا كَانُوۡا بِهٖ يَسۡتَهۡزِءُوۡنَ ﴿٣٤﴾

**٣٤**۔۽ انهيءَ وقت انهن تي انهن جي عملن جون خرابيون ظاهر ٿي ونديون ۽ جن ڳالهين تي اهي کلندا هئا (يعني انهن جو انڪار ڪندا هئا) اهي انهن جو گهيرو ڪنديون (۽ سچ پچ انهن جي اکين اڳيان اچي ونديون).

وَ قِيۡلَ الۡيَوۡمَ نَنۡسٰكُمۡ كَمَا نَسِيۡتُمۡ لِقَآءَ يَوۡمِكُمۡ هٰذَا وَ مَاۡوٰكُمُ النَّارُ وَ مَا لَـكُمۡ مِّنۡ نّٰصِرِيۡنَ ﴿٣٥﴾

**٣٥**۔۽ انهن کي چيو ويندو ته اڄ اسان توهانکي اهڙيءَ طرح بي مدد ڇڏي ڏنو آهي جهڙي طرح توهان انهيءَ ڏينهن جي ملاقات جي خيال کي ڇڏي ڏنو هو ۽ توهانجو ٺڪاڻو باهه هوندو ۽ ڪو توهانجي مدد ڪرڻ وارو نه هوندو.

ذٰلِكُمۡ بِاَنَّكُمُ اتَّخَذۡتُمۡ اٰيٰتِ اللّٰهِ هُزُوًا وَّ غَرَّتۡكُمُ الۡحَيٰوةُ الدُّنۡيَا ۚ فَالۡيَوۡمَ لَا

**٣٦**۔ اهو انهيءَ ڪري هوندو جو توهان اللّٰه جي نشانن کي کلّ جو سبب بڻائي ڇڏيو هو ۽ دنيا جي زندگي توهانکي دوکو ڏئي

١۔ڏسو سورت الحج آيت ٩ ٢ نوٽ ٢.

يُخْرَجُوْنَ مِنْهَا وَلَا هُمْ يُسْتَعْتَبُوْنَ ۝٣٦

چڙيو هو. پوءِ اڄ نه ته اُهي هِن عذاب مان ڪڍيا ويندا ۽ نه انهن جي طرفان خدا کي راضي ڪرڻ جي ڪوشش قبول ڪئي ويندي.

فَلِلّٰهِ الْحَمْدُ رَبِّ السَّمٰوٰتِ وَرَبِّ الْاَرْضِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ۝٣٧

**٣٧**-بس اللّٰه جيڪو آسمانن ۽ زمين جو رب آهي ۽ سڀني جهانن جو رب آهي سڀ تعريف انهيءَ جي ئي آهي.

وَلَهُ الْكِبْرِيَآءُ فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۖ وَهُوَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ۝٣٨ ع

**٣٨**-۽ آسمانن ۽ زمين ۾ سڀ وڏائي به انهيءَ جي ئي آهي ۽ اهو غالب (۽) حڪمت وارو آهي.

سُوْرَةُ الْاَحْقَافِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ سِتٌّ وَّ ثَلَاثُوْنَ اٰيَةً وَّاَرْبَعَةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت احقاف ـ هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ڇٽيهه آيتون ۽ چار رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١ـ(مان) اللّٰـه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

حٰمٓ ②

٢ـحميد ۽ مجيد(خدا هن سورت جو نازل ڪرڻ وارو آهي).

تَنْزِيْلُ الْكِتٰبِ مِنَ اللّٰهِ الْعَزِيْزِ الْحَكِيْمِ ③

٣ـاللّٰه(يعني)غالب ۽ حڪمت واري هستيءَ جي طرفان هن ڪتاب(مجيد)کي نازل ڪيو ويو آهي.

مَا خَلَقْنَا السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ وَمَا بَيْنَهُمَآ اِلَّا بِالْحَقِّ وَاَجَلٍ مُّسَمًّى ؕ وَالَّذِيْنَ كَفَرُوْا عَمَّآ اُنْذِرُوْا مُعْرِضُوْنَ ④

٤ـ(۽ هو چوي ٿو ته)اسان آسمانن ۽ زمين کي ۽ جيڪي ڪي انهيءَ جي وچ ۾ آهي بنان سبب جي پيدا ناهي ڪيو ۽ نه بنان ڪنهن مدت مقرر ڪرڻ جي پيدا ڪيو آهي ۽ اُهي ماڻهو جن انڪار ڪيو آهي اُهي هن ڳالهه کان منهن موڙي رهيا آهن جنهن کان اهي ڊيڄاريا ويا آهن.

قُلْ اَرَءَيْتُمْ مَّا تَدْعُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ اَرُوْنِيْ مَاذَا خَلَقُوْا مِنَ الْاَرْضِ اَمْ لَهُمْ شِرْكٌ فِي السَّمٰوٰتِ ؕ اِيْتُوْنِيْ بِكِتٰبٍ مِّنْ قَبْلِ هٰذَآ اَوْ اَثٰرَةٍ مِّنْ عِلْمٍ

٥ـتون (انهن کي) چؤ ته مون کي ٻڌايو ته سهي ته جن کي توهان خدا کانسواءِ پڪاريو ٿا، اُنهن زمين جي ڪهڙي ڪهڙي شيءِ پيدا ڪئي آهي؟ يا انهن جو آسمان جي پيدائش ۾ ڪو دخل آهي- جيڪڏهن توهان انهيءَ دعويٰ ۾ سچا آهيو، ته انهيءَ کان پهرين

اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ۝٥

جي ڪنهن ڪتاب جو دليل پيش ڪيو. يا جيڪڏهن (ڪو ڪتاب ڪونهي ۽) توهان سچا آهيو، ته ڪو علمي دليل ئي پيش ڪيو.

وَمَنْ اَضَلُّ مِمَّنْ يَّدْعُوْا مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ مَنْ لَّا يَسْتَجِيْبُ لَهٗٓ اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ وَهُمْ عَنْ دُعَآئِهِمْ غٰفِلُوْنَ۝٦

٦- ۽ انهيءَ کان وڌيڪ گمراهه ڪير ٿي سگهي ٿو جيڪو الله کانسواءِ انهن (هستين) کي پڪاري ٿو جيڪي قيامت تائين انهيءَ جي ڪا دعا قبول نٿيون ڪري سگهن، بلڪ اُهي (هستيون) سندن دعائن کان بلڪل بي علم آهن.

وَاِذَا حُشِرَ النَّاسُ كَانُوْا لَهُمْ اَعْدَآءً وَّكَانُوْا بِعِبَادَتِهِمْ كٰفِرِيْنَ۝٧

٧- ۽ جڏهن ماڻهن کي پيهر جيئرو ڪري اٿاريو ويندو اُهي (ڪوڙا ٺاهيل معبود①) سندن دشمن هوندا ۽ انهن جي عبادت جو انڪار ڪندا.

وَاِذَا تُتْلٰى عَلَيْهِمْ اٰيٰتُنَا بَيِّنٰتٍ قَالَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا لِلْحَقِّ لَمَّا جَآءَهُمْ ۙ هٰذَا سِحْرٌ مُّبِيْنٌ۝٨

٨- ۽ جڏهن انهن کي اسان جون ظاهر ظهور آيتون ٻڌايون وڃن ٿيون ته ڪافر حق جي ڳالهه ٻڌي چون ٿا. ته هيءُ ته هڪ ظاهر ظهور جادو آهي (پوءِ اسان انهيءَ کي ڪيئن مڃون).

اَمْ يَقُوْلُوْنَ افْتَرٰىهُ ۭ قُلْ اِنِ افْتَرَيْتُهٗ فَلَا تَمْلِكُوْنَ لِيْ مِنَ اللّٰهِ شَيْـًٔا ۭ هُوَ اَعْلَمُ بِمَا تُفِيْضُوْنَ فِيْهِ ۭ كَفٰى بِهٖ شَهِيْدًۢا بَيْنِيْ وَبَيْنَكُمْ ۭ وَهُوَ الْغَفُوْرُ الرَّحِيْمُ۝٩

٩- ڇا اُهي هي چون ٿا ته هي (قرآن) هن پاڻ وٽان ناهيو آهي تون انهن کي چئو ته جيڪڏهن مون انهيءَ کي پاڻ وٽان ناهيو آهي ته (مان خدا جي سزا جو مستحق آهيان ۽) توهان مونکي خدا جي عذاب

**١-** ان مان مراد اهي معبود آهن جن جو ذڪر پهرين آيت ۾ هِن لفظن ۾ اچي چڪو آهي ته جيڪو شخص الله کانسواءِ اُنهن هستين کي سڏي ٿو جيڪي هُن کي قيامت تائين جواب نه ٿيون ڏئي سگهن بلڪ اُهي هستيون ان جي دعائن کان بلڪل غافل آهن، هُو پنهنجي سڏڻ سان ڪهڙو فائدو وٺي سگهي ٿو.

جي ڪنهن حصي کان به بچائي نٿا سگهو هُو اُنهن ڳالهين کي چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو جيڪي توهان اجايوڪندا رهو ٿا، هُو توهان جي ۽ منهنجي وچ ۾ شاهد طور ڪافي آهي ۽ هُو ڏاڍو بخشڻ وارو(۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

قُلْ مَا كُنْتُ بِدْعًا مِّنَ الرُّسُلِ وَمَآ اَدْرِيْ مَا يُفْعَلُ بِيْ وَلَا بِكُمْ ؕ اِنْ اَتَّبِعُ اِلَّا مَا يُوْحٰٓى اِلَيَّ وَمَآ اَنَا اِلَّا نَذِيْرٌ مُّبِيْنٌ ۝١٠

**١٠**-تون انهن کي چئو ته مان دنيا ۾ پهريون رسول ته نه آيو آهيان(مون کان پهرين ٻيا ڪيترائي رسول گذري چڪا آهن) ۽ مان نٿو ڄاڻان ته مون سان خدا ڪهڙو معاملو ڪندو.۽ نه اِهو ڄاڻان ٿو ته توهان سان ڪهڙو معاملو ڪندو مان ته صرف انهيءَ وحيءَ جي پيروي ڪيان ٿو جيڪا مون تي نازل ٿي آهي ۽ مان ته صرف هڪ ظاهر ظهور ڏيڄارڻ وارو آهيان.

قُلْ اَرَءَيْتُمْ اِنْ كَانَ مِنْ عِنْدِ اللّٰهِ وَكَفَرْتُمْ بِهٖ وَشَهِدَ شَاهِدٌ مِّنْۢ بَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ عَلٰى مِثْلِهٖ فَاٰمَنَ وَاسْتَكْبَرْتُمْ ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَا يَهْدِي الْقَوْمَ الظّٰلِمِيْنَ ۝١١ ع

**١١**-تون چوءِ، مونکي ٻڌايو ته سهي ته جيڪڏهن منهنجي وحي خدا جي طرفان هجي ۽ توهان انهيءَ جو انڪار ڪري ڇڏيو باوجود انهيءَ جي جو بني اسرائيل مان هڪ شاهد(يعني موسيٰ) شاهدي ڏئي چڪو آهي ته هن وانگر هڪ شخص ظاهر ① ٿيندو(ته ڇا اِها عجيب ڳالهه نه ٿيندي ته اُهو جيڪو پهرين گذريو هو)انهيءَ ته ايمان آندو ۽ توهان(جن جي زماني ۾ اُهو آيو آهي)تڪبر کان

١-ان ۾ استثناء باب ١٨ آيت ١٨ جي ان پيشگوئي ڏانهن اشارو ڪيو ويو آهي ته ”خداوند تنهنجو خدا تنهنجي لاءِ تنهنجي ئي وچان تنهنجي ڀائرن منجهان تو جهڙو هڪ نبي قائم ڪندو“.

ڪم ونئي رهيا آهيو الله ظلم ڪرڻ وارن کي ڪڏهن هدايت جي واٽ ناهي ڏيکاريندو.

وَقَالَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا لِلَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَوْ كَانَ خَيْرًا مَّا سَبَقُوْنَآ اِلَيْهِ ۭ وَاِذْ لَمْ يَهْتَدُوْا بِهٖ فَسَيَقُوْلُوْنَ هٰذَآ اِفْكٌ قَدِيْمٌ ⑪

١٢- ۽ ڪافر مومنن کي چون ٿا ته جيڪڏهن قرآن ڪا سني تعليم هجي ها ته هي (مومن) اسان کان پهرين انهيءَ تي ايمان نه آڻين ها ۽ جيئن ته انهن (ڪافرن) تي انهيءَ جي صداقت ناهي کلي اُهي (نامراديءَ ۽ غصي کان اِها ئي ڳالهه) چوندا ته هيءُ ته هڪ پراڻو ڪوڙ آهي (جيڪو پهريان ماڻهو به خدا جي متعلق ڳالهائيندا آيا آهن).

وَمِنْ قَبْلِهٖ كِتٰبُ مُوْسٰٓى اِمَامًا وَّرَحْمَةً ۭ وَهٰذَا كِتٰبٌ مُّصَدِّقٌ لِّسَانًا عَرَبِيًّا لِّيُنْذِرَ الَّذِيْنَ ظَلَمُوْا ڰ وَبُشْرٰى لِلْمُحْسِنِيْنَ ⑫

١٣- حالانڪ هن کان پهرين موسيٰ جو ڪتاب گذري چڪو آهي جيڪو رهنمائي ڪرڻ وارو به هو ۽ رحمت به هو. ۽ هيءُ (قرآن) هڪ اهڙو ڪتاب آهي جيڪو پاڻ کان پهرين ڪتابن جي تصديق ① ڪري ٿو ۽ عربي زبان ۾ آهي انهيءَ لاءِ ته جن ظلم ڪيو آهي انهن کي ڊيڄاري ۽ جيڪي ماڻهو خدا جي حڪم مطابق ڪم ڪن ٿا انهن کي خوشخبري ② ڏي.

اِنَّ الَّذِيْنَ قَالُوْا رَبُّنَا اللّٰهُ ثُمَّ اسْتَقَامُوْا

١٤- (يعني) اُهي ماڻهو جيڪي هي چون

١- يسعياه باب ٢١ آيت ١٣ تا ١٧ ۾ عرب ۾ هڪ نبيءَ جي ظاهر ٿيڻ جي خبر ڏني وئي آهي ۽ ان ۾ ٻڌايو ويو آهي ته هُن کي پنهنجي وطن مان هجرت ڪرڻي پوندي ۽ پنهنجي مخالفن سان جنگ به ڪرڻي پوندي جنهن ۾ هو سوڀ ماڻيندو ۽ ان جا دشمن ذليل ٿيندا.

٢- يعني ظالمن لاءِ رستو کلي ويندو ته هو پنهنجي ظلمن کان ڪجهه پاسو ڪن ۽ محسنن ۾ نيڪي ڪرڻ جي وڌيڪ رغبت پيدا ٿيندي.

فَلَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ ۚ﴿١٤﴾

ٿا ته الله ئي اسانجو رب آهي (ءُ) پوءِ اُهي انهيءَ دعويٰ تي مضبوطيءَ سان قائم ٿي وڃن ٿا سو اهڙن ماڻهن کي نه ته ڪنهن آئيندي ڳالهه جو ڊپ ٿيندو ءُ نه پوئين زماني جي ڪنهن ڪوتاهيءَ جو غم ٿيندو.

اُولٰٓئِكَ اَصْحٰبُ الْجَنَّةِ خٰلِدِيْنَ فِيْهَا ۚ جَزَآءًۢ بِمَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿١٥﴾

**١٥-** اِهي ماڻهو جنت ۾ وڃڻ وارا آهن هُو انهيءَ ۾ پنهنجن گذريل عملن جي بدلي جي طور تي هميشه رهندا ايندا.

وَوَصَّيْنَا الْاِنْسَانَ بِوَالِدَيْهِ اِحْسٰنًا ۭ حَمَلَتْهُ اُمُّهٗ كُرْهًا وَّوَضَعَتْهُ كُرْهًا ۭ وَحَمْلُهٗ وَفِصٰلُهٗ ثَلٰثُوْنَ شَهْرًا ۭ حَتّٰٓى اِذَا بَلَغَ اَشُدَّهٗ وَبَلَغَ اَرْبَعِيْنَ سَنَةً ۙ قَالَ رَبِّ اَوْزِعْنِيْٓ اَنْ اَشْكُرَ نِعْمَتَكَ الَّتِيْٓ اَنْعَمْتَ عَلَيَّ وَعَلٰي وَالِدَيَّ وَاَنْ اَعْمَلَ صَالِحًا تَرْضٰىهُ وَاَصْلِحْ لِيْ فِيْ ذُرِّيَّتِيْ ۚ اِنِّىْ تُبْتُ اِلَيْكَ وَاِنِّىْ مِنَ الْمُسْلِمِيْنَ ﴿١٦﴾

**١٦-** ءُ اسان انسانن کي پنهنجي والدين سان احسان جي تعليم ڏني هئي ڇو جو انهيءَ جي ماءُ ڪيس تڪليف سان پيٽ ۾ کنيو هو ءُ پوءِ تڪليف سان انهيءَ کي ڄڻيو هو ءُ انهيءَ جي کڻڻ ءُ انهيءَ جي کير ڇڏائڻ تي ٽيهه① مهينا لڳا هئا.پوءِ جڏهن اِهو انسان پنهنجي ڪامل جواني يعني چاليهن سالن کي پهچي ويو ته هنَ چيو- اي منهنجا رب! مونکي انهيءَ ڳالهه جي توفيق ڏي جو مان تنهنجي اُن نعمت جو شڪر ادا ڪريان جيڪا تو مون تي ءُ منهنجي ماءُ پيءُ تي ڪئي آهي ءُ (انهيءَ ڳالهه جي به توفيق ڏي) ته مان اهڙا سنا عمل ڪيان جن کي تون پسند ڪرين ءُ منهنجي اولاد ۾ به نيڪيءَ جو بنياد قائم ڪر. مان تنهنجي طرف جهڪان ٿو ءُ مان تنهنجن فرمانبردار

١-ڏسو نوٽ سورت لقمان آيت ١٥.

بانهن مان آهيان.

أُولَٰٓئِكَ الَّذِيْنَ نَتَقَبَّلُ عَنْهُمْ اَحْسَنَ مَا عَمِلُوْا وَنَتَجَاوَزُ عَنْ سَيِّاٰتِهِمْ فِيٓ اَصْحٰبِ الْجَنَّةِ ؕ وَعْدَ الصِّدْقِ الَّذِيْ كَانُوْا يُوْعَدُوْنَ ﴿١٧﴾

١٧- (جيڪي ماڻهو ائين ڪندا) اُهي ئي ماڻهو اهڙا هوندا جن جا سٺا عمل اسان قبول ڪنداسين ۽ انهن جي بدين کان اسان درگذر ڪنداسين- اِهي ماڻهو جنت ۾ ويندا هي هڪ سچو واعدو آهي. جيڪو شروع (آدم جي پيدائش) کان مومنن سان ڪيو پيو وڃي.

وَالَّذِيْ قَالَ لِوَالِدَيْهِ اُفٍّ لَّكُمَآ اَتَعِدٰنِنِيٓ اَنْ اُخْرَجَ وَقَدْ خَلَتِ الْقُرُوْنُ مِنْ قَبْلِيْ ۚ وَهُمَا يَسْتَغِيْثٰنِ اللّٰهَ وَيْلَكَ اٰمِنْ ۖ اِنَّ وَعْدَ اللّٰهِ حَقٌّ ۚ فَيَقُوْلُ مَا هٰذَآ اِلَّآ اَسَاطِيْرُ الْاَوَّلِيْنَ ﴿١٨﴾

١٨- ۽ (هڪ) اهڙو شخص (به هوندو آهي) جيڪو پنهنجي والدين کي چوندو آهي توهان تي افسوس! ڇا توهان مون کي هيءَ خبر پڪيءَ طرح ڏيو ٿا ته مون کي زنده ڪري زمين مان ڪڍيو ويندو، ۽ صديءَ مٿان صدي پهريان گذري چڪي آهي (پر انهن مان ڪو شخص جيئرو ٿي ناهي آيو) ۽ (انهيءَ جا) ٻئي (ماءُ پيءُ) اللّٰه کان فرياد ڪندي چوندا آهن. اي ٻچا! توتي افسوس! خدا تي ايمان آڻ، اللّٰه جو واعدو ضرور پورو ٿي رهندو انهيءَ تي هُو انهن کي جواب ڏيندو آهي هي ته صرف پهرين جون آکاڻيون آهن.

أُولَٰٓئِكَ الَّذِيْنَ حَقَّ عَلَيْهِمُ الْقَوْلُ فِيٓ اُمَمٍ قَدْ خَلَتْ مِنْ قَبْلِهِمْ مِّنَ الْجِنِّ وَالْاِنْسِ ؕ اِنَّهُمْ كَانُوْا خٰسِرِيْنَ ﴿١٩﴾

١٩- اهڙا ئي ماڻهو آهن جن تي انهن امتن مان جيڪي انهن کان پهرين گذري چڪيون آهن توڙي جنن[١] مان هيون يا انسانن مان عذاب جي پيشنگوئي پوري ٿي وئي- اُهي ماڻهو نقصان ماڻڻ وارا هئا.

---

١- ڏسو نوٽ سورت سبا آيت ١٥.

وَلِكُلٍّ دَرَجٰتٌ مِّمَّا عَمِلُوْا ۚ وَلِيُوَفِّيَهُمْ اَعْمَالَهُمْ وَهُمْ لَا يُظْلَمُوْنَ ﴿٢٠﴾

**٢٠-** ۽ انهن سڀني کي انهن جي عملن جي مطابق درجا ملندا ۽ اِهو انهيءَ لاءِ هوندو ته الله انهن کي سندن عملن جو پورو بدلو ڏئي ۽ انهن تي ظلم نه ڪيو ويجي.

وَيَوْمَ يُعْرَضُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا عَلَى النَّارِ ۭ اَذْهَبْتُمْ طَيِّبٰتِكُمْ فِيْ حَيَاتِكُمُ الدُّنْيَا وَاسْتَمْتَعْتُمْ بِهَا ۚ فَالْيَوْمَ تُجْزَوْنَ عَذَابَ الْهُوْنِ بِمَا كُنْتُمْ تَسْتَكْبِرُوْنَ فِي الْاَرْضِ بِغَيْرِ الْحَقِّ وَبِمَا كُنْتُمْ تَفْسُقُوْنَ ﴿٢١﴾ ع

**٢١-** ۽ جنهن ڏينهن ڪافرن کي دوزخ جي سامهون پيش ڪيو ويندو(۽ چيو ويندو) توهان دنيا جي زندگيءَ ۾ پنهنجا سڀ انعام ختم ڪري چڪا آهيو ۽ دنيا جي زندگيءَ مان جيترو فائدو وٺڻو هو وٺي چڪا آهيو. پوءِ اڄ توهان کي زمين ۾ بنان حق جي تڪبر ڪرڻ ۽ نافرماني ڪرڻ جي سببان خواريءَ جو عذاب ڏنو ويندو.

وَاذْكُرْ اَخَا عَادٍ ۭ اِذْ اَنْذَرَ قَوْمَهٗ بِالْاَحْقَافِ وَقَدْ خَلَتِ النُّذُرُ مِنْ بَيْنِ يَدَيْهِ وَمِنْ خَلْفِهٖٓ اَلَّا تَعْبُدُوْٓا اِلَّا اللّٰهَ ۭ اِنِّيْٓ اَخَافُ عَلَيْكُمْ عَذَابَ يَوْمٍ عَظِيْمٍ ﴿٢٢﴾

**٢٢-** ۽(اي نبي!)عاد جي ڀاءُ (هود) کي به ياد ڪر جڏهن هُنَ پنهنجي قوم کي احقاف ① ۾ ڊيڄاريو هو ۽ انهيءَ (هود) کان پهرينءَ به ڪيترا نبي گذري چڪا هئا ۽ هن کانپوءِ به ظاهر ٿيا ۽ انهن مان هر هڪ هيءَ تعليم ڏيندو هو ته الله کانسواءِ ڪنهن جي پوڄا نه ڪيو. مان توهان تي هڪ وڏي ② ڏينهن

١- اَحقاف حِقف جي جمع آهي جنهن جي معنيٰ واريءَ جي وڏي ڀِٽ جي هوندي آهي. هي نالو هُن قوم جي انجام جي ڪري رکيو ويو آهي. نه ته هو اڳ ۾ سرسبز زمين ۾ رهندا هئا. پر جهڙي طرح قرآن ڪريم ۾ بيان ڪيو ويو آهي، انهن تي هڪ وڏي آنڌي آئي جيڪا ست ڏينهن رات هلندي رهي ۽ هو تباهه ٿي ويا (سورت الحاقه ٧،٨) ۽ ان آنڌيءَ جي ڪري سندن ملڪ ۾ ڪثرت سان واريءَ جا دڙا ٺهي ويا جن ۾ اها قوم دٻجي وئي.

٢-عذاب جي ننڍڙي گهڙي به ڊگهي لڳندي آهي. ان ڪري قرآن ڪريم ۾ عذاب جي ڏينهن

جي عذاب جي اچڻ کان ڊڄان ٿو.

قَالُوْٓا اَجِئْتَنَا لِتَاْفِكَنَا عَنْ اٰلِهَتِنَا ۚ فَاْتِنَا بِمَا تَعِدُنَآ اِنْ كُنْتَ مِنَ الصّٰدِقِيْنَ ﴿٢٣﴾

۲۳-انهن ماڻهن چيو ڇا تون اسان وٽ انهيءَ لاءِ آيو آهين ته اسانکي پنهنجن معبودن کان هٽائي ڇڏين جيڪڏهن ائين آهي ته تون پنهنجي سچي هئڻ جي صورت ۾ جنهن شيءِ جو تون اسان سان واعدو ڪرين ٿو اُن کي اسان وٽ آڻ.

قَالَ اِنَّمَا الْعِلْمُ عِنْدَ اللّٰهِ ۖ وَاُبَلِّغُكُمْ مَّآ اُرْسِلْتُ بِهٖ وَلٰكِنِّيْٓ اَرٰىكُمْ قَوْمًا تَجْهَلُوْنَ ﴿٢٤﴾

۲۴-(هود) چيو ته حقيقي علم ته اللّٰه وٽ آهي ۽ مان ته صرف اها تعليم توهان تائين پهچايان ٿو جنهن جي پهچائڻ جي ذميداري خدا مون تي وڌي آهي پر مان ڏسان ٿو ته توهان هڪ جاهل قوم آهيو.

فَلَمَّا رَاَوْهُ عَارِضًا مُّسْتَقْبِلَ اَوْدِيَتِهِمْ ۙ قَالُوْا هٰذَا عَارِضٌ مُّمْطِرُنَا ۭ بَلْ هُوَ مَا اسْتَعْجَلْتُمْ بِهٖ ۭ رِيْحٌ فِيْهَا عَذَابٌ اَلِيْمٌ ﴿٢٥﴾

۲۵-پوءِ جڏهن سندس قوم انهيءَ عذاب کي هڪ ڪڪر جي صورت ۾ پنهنجي وادين ڏانهن وڌندي ڏٺو ته انهن چيو ته اِهو هڪ ڪڪر آهي جيڪو اسان تي مينهن وسائيندو (اسان چيو) نه، هيُ اُهو (عذاب) آهي جنهن کي توهان جلد گهريو ٿي (هيءَ) هڪ هوا آهي جنهن ۾ دردناڪ عذاب لڪل آهي.

تُدَمِّرُ كُلَّ شَيْءٍۭ بِاَمْرِ رَبِّهَا فَاَصْبَحُوْا لَا يُرٰٓى اِلَّا مَسٰكِنُهُمْ ۭ كَذٰلِكَ نَجْزِي الْقَوْمَ الْمُجْرِمِيْنَ ﴿٢٦﴾

۲٦-هيءَ هوا پنهنجي رب جي حڪم سان هر شي ءِ کي تباهه ڪندي ويندي. پوءِ نتيجو اهو ٿيو جو انهن تي صبح اهڙي وقت ۾ آئي جو صرف سندن گهر ئي نظر

**(باقي حاشيو)** کي اڪثر يوم عظيم چيو ويندو آهي. چاڪاڻ ته عذاب جو ڏينهن ختم ٿيندي نظر ناهي ايندو.

آيا ٿي(سڀني قوم واريءَ ۾ ڏٺي وئي) اهڙيءَ طرح اسان ڏوهاري قوم کي جزا ڏيندا آهيون.

وَلَقَدْ مَكَّنّٰهُمْ فِيْمَآ اِنْ مَّكَّنّٰكُمْ فِيْهِ وَجَعَلْنَا لَهُمْ سَمْعًا وَّاَبْصَارًا وَّاَفْـِٕدَةً ۖ فَمَآ اَغْنٰى عَنْهُمْ سَمْعُهُمْ وَلَآ اَبْصَارُهُمْ وَلَآ اَفْـِٕدَتُهُمْ مِّنْ شَيْءٍ اِذْ كَانُوْا يَجْحَدُوْنَ ۙ بِاٰيٰتِ اللّٰهِ وَحَاقَ بِهِمْ مَّا كَانُوْا بِهٖ يَسْتَهْزِءُوْنَ ﴿٢٧﴾ ع ٣

٢٧- ۽ اسان انهن کي اُها طاقت بخشي هئي- جيڪا طاقت توهان کي نه هي بخشي ۽ اسان انهن کي توهان وانگر ڪن ۽ اکيون ۽ دليون به ڏنيون هيون(پر انهن به توهان وانگر انهن شين کان ڪم نه ورتو)سو انهن جي ڪنن ۽ اکين ۽ دلين انهن کي ڪو نفعو نه ڏنو ڇو جو اُهي الله جي آيتن جي انڪار تي هوڏ ڪندا هئا۽ جنهن عذاب تي اهي ٺٺول ڪندا هئا،انهيءَ کين چئني طرفن کان گهيري ورتو.

وَلَقَدْ اَهْلَكْنَا مَا حَوْلَكُمْ مِّنَ الْقُرٰى وَصَرَّفْنَا الْاٰيٰتِ لَعَلَّهُمْ يَرْجِعُوْنَ ﴿٢٨﴾

٢٨- ۽ اسان انهن وسندين کي به هلاڪ ڪري ڇڪا آهيون جيڪي توهانجي آسي پاسي آهن- ۽ اسان نشانن کي کولي کولي بيان ڪيو آهي انهيءَ لاءِ ته (انهن آيتن جا مخاطب) پنهنجي ضد کان باز اچن.

فَلَوْلَا نَصَرَهُمُ الَّذِيْنَ اتَّخَذُوْا مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ قُرْبَانًا اٰلِهَةً ۭ بَلْ ضَلُّوْا عَنْهُمْ ۚ وَذٰلِكَ اِفْكُهُمْ وَمَا كَانُوْا يَفْتَرُوْنَ ﴿٢٩﴾

٢٩- پوءِ ڇو نه انهن ماڻهن جن کي انهن اللّٰه کانسواءِ انهيءَ لاءِ معبود بڻائي رکيو هو ته اُهي انهن کي خدا جي ويجهو ڪن انهن جي مدد ڪئي،بلڪ اُهي موقعي تي اُنهن (جي اکين)کان غائب ٿي ويا ۽ اِهو سندن ڪوڙ ۽ افترا جو نتيجو آهي.

وَاِذْ صَرَفْنَآ اِلَيْكَ نَفَرًا مِّنَ الْجِنِّ

٣٠- ۽ جڏهن اسان جنن مان ڪن ماڻهن

يَسْتَمِعُوْنَ الْقُرْاٰنَ ۚ فَلَمَّا حَضَرُوْهُ قَالُوْٓا اَنْصِتُوْا ۚ فَلَمَّا قُضِيَ وَلَّوْا اِلٰى قَوْمِهِمْ مُّنْذِرِيْنَ ﴿٣٠﴾

ڪي تو ڏانهن ڦيرائي① ونئي آياسين جيڪي قرآن ٻڌڻ جي خواهش رکندا هئا. پوءِ جڏهن اُهي(قرآن پڙهڻ جي مجلس ۾) حاضر ٿيا تہ انهن هڪ ٻئي ڪي چيو تہ چپ ٿي وڃو. پوءِ جڏهن قرآن جي تلاوت ختم ٿي وئي تہ اُهي پنهنجي قوم ڏانهن واپس هليا ويا ۽ انهن ۾ وڃي اسلام جي اشاعت شروع ڪري ڏني.

قَالُوْا يٰقَوْمَنَآ اِنَّا سَمِعْنَا كِتٰبًا اُنْزِلَ مِنْۢ بَعْدِ مُوْسٰى مُصَدِّقًا لِّمَا بَيْنَ يَدَيْهِ يَهْدِيْٓ اِلَى الْحَقِّ وَاِلٰى طَرِيْقٍ مُّسْتَقِيْمٍ ﴿٣١﴾

**۳۱**-(۽)پنهنجي قوم ڪي چيائون،اي اسانجي قوم! اسان هڪ اهڙي ڪتاب ڪي ٻڌو آهي جيڪو موسيٰ ڪانپوءِ لاٿو ويو آهي ۽ جيڪي ڪتاب انهيءَ ڪان پهرين لٿا آهن انهن جي تصديق ڪري ٿو ۽ سچ ڏانهن ۽ سڌي رستي ڏانهن رهنمائي ڪري ٿو.

يٰقَوْمَنَآ اَجِيْبُوْا دَاعِيَ اللّٰهِ وَاٰمِنُوْا بِهٖ يَغْفِرْ لَكُمْ مِّنْ ذُنُوْبِكُمْ وَيُجِرْكُمْ مِّنْ عَذَابٍ اَلِيْمٍ ﴿٣٢﴾

**۳۲**-اي اسانجي قوم! اللّٰه جي طرفان نئين ڪتاب آڻڻ واري شخص جي پڪار ڪي قبول ڪيو ۽ انهيءَ تي ايمان آڻيو،نتيجو اهو ٿيندو جو اللّٰه توهانجي گناهن ڪي معاف ڪري ڇڏيندو ۽ توهان ڪي اچڻ واري دردناڪ عذاب ڪان پناهہ ڏيندو.

وَمَنْ لَّا يُجِبْ دَاعِيَ اللّٰهِ فَلَيْسَ بِمُعْجِزٍ

**۳۳**- ۽ جيڪو اللّٰه جي طرف سڏڻ واري

١-هن آيت ۾ جِنّ جو لفظ استعاري طور هڪ يهودي وفد لاءِ ڳالهايو ويو آهي جيڪو رسول ڪريم ﷺ جي خبر ٻڌي لڪي ساڻن ملڻ آيو هو ۽ نصيبين عراق جو رهڻ وارو هو. اُهي ماڻهو جيئن تہ پري ڪان آيا هئا. لڪي رسول ڪريم ﷺ سان مليا تہ جيئن سندن قوم ۽ عرب جا ماڻهو دشمن نہ ٿي وڃن. (فتح البيان جلد ٨ صفحہ ٣٥٥)

فِی الْاَرْضِ وَلَیْسَ لَهٗ مِنْ دُوْنِهٖۤ اَوْلِیَآءُ ؕ اُولٰٓىِٕكَ فِیْ ضَلٰلٍ مُّبِیْنٍ ﴿۳۲﴾

جي ڳالهہ کي قبول نا هي ڪندو اُهو هن کي دنيا ۾ هارائي نٿو سگهي ۽ خدا کانسواءِ انهيءَ کي پناهہ ڏيڻ وارا وجود ڪٿي ڪو نہ آهن، اهڙا ماڻهو ڪليل گمراهيءَ ۾ مبتلا هوندا آهن.

اَوَلَمْ یَرَوْا اَنَّ اللّٰهَ الَّذِیْ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ وَلَمْ یَعْیَ بِخَلْقِهِنَّ بِقٰدِرٍ عَلٰۤی اَنْ یُّحْیِ الْمَوْتٰی ؕ بَلٰۤی اِنَّهٗ عَلٰی كُلِّ شَیْءٍ قَدِیْرٌ ﴿۳۳﴾

**٣٣**-ڇا اُهي نٿا ڏسن تہ اُهو خدا جنهن آسمانن ۽ زمين کي پيدا ڪيو آهي ۽ انهن جي پيدائش کان ٿڪيو نا هي اُهو انهيءَ تي بہ قادر آهي جو مئلن کي جيئرو ڪري هُو پنهنجي هر ارادي کي پورو ڪرڻ تي قادر آهي.

وَیَوْمَ یُعْرَضُ الَّذِیْنَ كَفَرُوْا عَلَی النَّارِ ؕ اَلَیْسَ هٰذَا بِالْحَقِّ ؕ قَالُوْا بَلٰی وَرَبِّنَا ؕ قَالَ فَذُوْقُوا الْعَذَابَ بِمَا كُنْتُمْ تَكْفُرُوْنَ ﴿۳۴﴾

**٣٥**-۽ جنهن ڏينهن ڪافرن کي باهہ جي سامهون پيش ڪيو ويندو ۽ چيو ويندو ڇا هي حق ڪونهي؟ اُهي چوندا هائو هائو! اسانکي پنهنجي رب جو قسم! (اِهو بلڪل سچ آهي) تڏهن (اللّٰـــه) فرمائيندو، چکو توهان پنهنجي ڪفر جي سببان عذاب چکو.

فَاصْبِرْ كَمَا صَبَرَ اُولُوا الْعَزْمِ مِنَ الرُّسُلِ وَلَا تَسْتَعْجِلْ لَّهُمْ ؕ كَاَنَّهُمْ یَوْمَ یَرَوْنَ مَا یُوْعَدُوْنَ ۙ لَمْ یَلْبَثُوْۤا اِلَّا سَاعَةً مِّنْ نَّهَارٍ ؕ بَلٰغٌ ۚ فَهَلْ یُهْلَكُ اِلَّا الْقَوْمُ الْفٰسِقُوْنَ ﴿۳۵﴾ ع ٩

**٣٦**-پوءِ (اي نبي!) تون بہ (اهڙيءَ طرح) صبر ڪر جهڙيءَ طرح پختي ارادي وارا رسول (تو کان پهرين) صبر ڪري چڪا آهن ۽ انهن جي لاءِ هيءَ دعا نہ ڪر تہ انهن تي جلدي عذاب اچي وڃي جنهن ڏينهن اهي پنهنجي موعود عذاب کي ڏسندا سندن حالت اهڙي هوندي جو جڻ اُهي

هِن دنيا ۾ تمام ٿورڙو وقت رهيا آهن.
اِها ڳالهہ(انهن ڪافرن جي لاءِ)رڳو هڪ
نصيحت طور چئي وئي آهي.۽ فاسق قوم
کانسواءِ ڪنهن کي هلاڪ نه ڪري سگهجي.

## سُوْرَةُ مُحَمَّدٍ مَّدَنِيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ تِسْعٌ وَّ ثَلَاثُوْنَ اٰيَةً وَّ اَرْبَعَةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت محمد ـ هيءَ سورت مدني آهي ۽ بسم اللّٰه سميت انهيءَ جون اُٺيتاليهه٩ ٣ آيتون ۽ چار٤ رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

۱ـ(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

اَلَّذِيْنَ كَفَرُوْا وَصَدُّوْا عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ اَضَلَّ اَعْمَالَهُمْ ②

۲ـاُهي ماڻهو جن ڪفر ڪيو ۽ اللّٰه جي رستي کان روڪيو،اللّٰه انهن جي عملن کي تباهه ڪري ڇڏيو.

وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ وَاٰمَنُوْا بِمَا نُزِّلَ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّهُوَ الْحَقُّ مِنْ رَّبِّهِمْ ۙ كَفَّرَ عَنْهُمْ سَيِّاٰتِهِمْ وَاَصْلَحَ بَالَهُمْ ③

۳ـ۽ جن ايمان آندو ۽ انهن ايمان جي مطابق عمل ڪيا ۽ جيڪي محمد (رسول اللّٰه ﷺ) تي نازل ٿيو،انهيءَ تي ايمان آندائون ۽ اُهو ئي انهن جي رب جي طرفان حق آهي- اللّٰه انهن جي بدين کي ڍڪيندو ۽ انهن جي حالات کي درست ڪري ڇڏيندو.

ذٰلِكَ بِاَنَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوا اتَّبَعُوا الْبَاطِلَ وَاَنَّ الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اتَّبَعُوا الْحَقَّ مِنْ رَّبِّهِمْ ؕ كَذٰلِكَ يَضْرِبُ اللّٰهُ لِلنَّاسِ اَمْثَالَهُمْ ④

۴ـاهو انهيءَ لاءِ ڪيو ويو جو جن ڪفر ڪيو هو انهن ڪوڙ جي پيروي ڪئي هئي ۽ جن ايمان آندو هو اُهي پنهنجي رب جي طرفان اچڻ واري حق جي پويان هليا هئا اللّٰه اهڙيءَ طرح ماڻهن جي اڳيان انهن جو (اصل) حال بيان ڪري ٿو.

فَاِذَا لَقِيْتُمُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا فَضَرْبَ

۵ـسو(گهرجي ته) جڏهن توهان ڪافرن سان ميدان جنگ ۾ ملو، ته ڪنڌَ① ڪپيو.

۱ـڪي ماڻهو هنن آيتن تي اعتراض ڪندا آهن.حالانڪ اج به دنيا ۾ جنگيون ٿي رهيون آهن ۽ هر

الرِّقَابِ ؕ حَتّٰٓی اِذَآ اَثۡخَنۡتُمُوۡهُمۡ فَشُدُّوا الۡوَثَاقَ ٭ۙ فَاِمَّا مَنًّاۢ بَعۡدُ وَ اِمَّا فِدَآءً حَتّٰی تَضَعَ الۡحَرۡبُ اَوۡزَارَهَا ۬ۚ ذٰلِكَ ؕۛ وَلَوۡ يَشَآءُ اللّٰهُ لَانۡتَصَرَ مِنۡهُمۡ وَلٰكِنۡ لِّيَبۡلُوَا۟ بَعۡضَكُمۡ بِبَعۡضٍ ؕ وَالَّذِيۡنَ قُتِلُوۡا فِىۡ سَبِيۡلِ اللّٰهِ فَلَنۡ يُّضِلَّ اَعۡمَالَهُمۡ ۝۵

ايستائين جو جڏهن توهان انهن جو رت وهائي وٺو، ته چڱيءَ طرح زور سان مُشڪون ٻڌو پوءِ انهيءَ کان بعد يا ته احسان ڪري (انهن کي ڇڏي ڏيو) يا جنگ جو تاوان وٺي (ڇڏي ڏيو) ايستائين جو جنگ پنهنجا هٿيار رکي ڇڏي (يعني ختم ٿي وڃي) اهو سڀ ڪجهه حالات جي ماتحت ٿيو آهي ۽ جيڪڏهن اللّٰه چاهي ها ته خود ئي انهن کان بدلو وٺي ڇڏي ها. پر انهيءَ گهريو ته توهان مان ڪن کي ڪن جي ذريعي آزمائي جيڪي ماڻهو اللّٰه جي راهه ۾ ماريا ويا. اللّٰه انهن جي عملن کي ڪڏهن ضايع نه ڪندو.

سَيَهۡدِيۡهِمۡ وَيُصۡلِحُ بَالَهُمۡ ۝۶ۚ

٦ ـ اُهو کين ضرور ڪاميابيءَ ڏانهن وٺي ويندو ۽ سندن حالت کي درست ڪندو.

وَيُدۡخِلُهُمُ الۡجَنَّةَ عَرَّفَهَا لَهُمۡ ۝۷

٧ ـ ۽ کين اُنهن جنتن ۾ داخل ڪندو جيڪي هن کين پهرين ئي ٻڌائي ڇڏيون آهن.

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡۤا اِنۡ تَنۡصُرُوا اللّٰهَ يَنۡصُرۡكُمۡ وَيُثَبِّتۡ اَقۡدَامَكُمۡ ۝۸

٨ ـ اي مومنو! جيڪڏهن توهان اللّٰه جي مدد① ڪندؤ ته هُو توهان جي مدد ڪندو ۽ توهانجن قدمن کي مضبوط ڪندو.

**(باقي حاشيو)** جنگ ۾ مقابلي تي آيل سپاهي دشمن جي ڳچي ئي وڍيندو آهي. جيڪڏهن ڇئو ته پوءِ ذڪر چو ڪيائون ته ان جو جواب هي آهي ته اسلام ايتري قدر نرميءَ جي تعليم ڏني آهي جو ڊپ هو ته جيڪڏهن هيءَ آيت نازل نه ٿئي ها ته مسلمان جنگ ۾ دشمن کي قتل ڪرڻ ناجائز سمجهن ها.

١ ـ مراد هيءَ آهي ته اللّٰه جي دين جي. ڇاڪاڻ ته اللّٰه تعاليٰ پنهنجي ذات ۾ ڪنهن مدد جو محتاج ناهي. جيئن ته هُو پاڻ فرمائي ٿو ته مان غني ۽ صمد آهيان.

وَالَّذِيْنَ كَفَرُوْا فَتَعْسًا لَّهُمْ وَاَضَلَّ اَعْمَالَهُمْ ﴿٩﴾

ذٰلِكَ بِاَنَّهُمْ كَرِهُوْا مَآ اَنْزَلَ اللّٰهُ فَاَحْبَطَ اَعْمَالَهُمْ ﴿١٠﴾

اَفَلَمْ يَسِيْرُوْا فِى الْاَرْضِ فَيَنْظُرُوْا كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ ؕ دَمَّرَ اللّٰهُ عَلَيْهِمْ ۫ وَ لِلْكٰفِرِيْنَ اَمْثَالُهَا ﴿١١﴾

ذٰلِكَ بِاَنَّ اللّٰهَ مَوْلَى الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَاَنَّ الْكٰفِرِيْنَ لَا مَوْلٰى لَهُمْ ﴿١٢﴾ ع

اِنَّ اللّٰهَ يُدْخِلُ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ جَنّٰتٍ تَجْرِىْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ ؕ وَالَّذِيْنَ كَفَرُوْا يَتَمَتَّعُوْنَ وَيَاْكُلُوْنَ كَمَا تَاْكُلُ الْاَنْعَامُ وَالنَّارُ مَثْوًى لَّهُمْ ﴿١٣﴾

وَكَاَيِّنْ مِّنْ قَرْيَةٍ هِىَ اَشَدُّ قُوَّةً مِّنْ قَرْيَتِكَ الَّتِىْٓ اَخْرَجَتْكَ ۚ اَهْلَكْنٰهُمْ فَلَا نَاصِرَ لَهُمْ ﴿١٤﴾

**٩**-۽ جن ڪفر ڪيو آهي انهن تي افسوس آهي ۽ خدا انهن جي عملن کي ضايع ڪري ڇڏيندو.

**١٠**-ڇو جو انهن الله جي لاٿل (ڪلام) کي ناپسند ڪيو آهي سو خدا به انهن جي عملن کي ضايع ڪري ڇڏيو.

**١١**-ڇا اُهي زمين ۾ نه گُهميا جو ڏسن ها ته جيڪي انهن کان پهرين گذري چڪا آهن انهن جي پڇاڙي ڪهڙي ٿي. الله انهن تي عذاب نازل ڪيو هو ۽(اڄ ڪلهه جي) ڪافرن جو به انهن جهڙو ئي حال ٿيندو.

**١٢**- اِهو(انهيءَ لاءِ ٿيندو)جو الله مومنن جو مددگار آهي ۽ ڪافرن جو ڪو مددگار ڪونهي.

**١٣**-الله مومنن ۽ ايمان جي مطابق عمل ڪرڻ وارن کي اهڙن باغن ۾ داخل ڪندو جن جي هيٺان نهرون وهي رهيون هونديون ۽ جن ڪفر ڪيو آهي اُهي ڪجهه دنياوي فائدو حاصل ڪندا ۽ اهڙيءَ طرح کائيندا پيئندا جهڙي طرح چوپايا کائيندا پيئندا آهن ۽ دوزخ انهن جو ٺڪاڻو هوندو.

**١٤**-۽ ڪيتريون وسنديون اهڙيون هيون جيڪي تنهنجي هن بستيءَ کان جنهن توکي ڪڍي ڇڏيو وڌيڪ طاقتور هيون(پوءِ به) اسان(انهن جي طاقت جي باوجود)انهن

کي هلاڪ ڪري ڇڏيو ۽ ڪوئي انهن جو مددگار نہ بڻجي سگھيو.

اَفَمَنْ كَانَ عَلٰى بَيِّنَةٍ مِّنْ رَّبِّهٖ كَمَنْ زُيِّنَ لَهٗ سُوْٓءُ عَمَلِهٖ وَاتَّبَعُوْٓا اَهْوَآءَهُمْ ﴿١٥﴾

**١٥**ـڇا اُهو جيڪو پنهنجي رب جي طرفان هڪ (مضبوط) دليل تي قائم هوندو آهي اُنهن وانگر ٿي سگھي ٿو جن جا برا عمل کين خوبصورت ڪري ڏيکاريا ويا هجن ۽ جيڪي پنهنجي خواهشن جي پويان هلندا هجن.

مَثَلُ الْجَنَّةِ الَّتِيْ وُعِدَ الْمُتَّقُوْنَ ۭ فِيْهَآ اَنْهٰرٌ مِّنْ مَّآءٍ غَيْرِ اٰسِنٍ ۚ وَاَنْهٰرٌ مِّنْ لَّبَنٍ لَّمْ يَتَغَيَّرْ طَعْمُهٗ ۚ وَاَنْهٰرٌ مِّنْ خَمْرٍ لَّذَّةٍ لِّلشّٰرِبِيْنَ ڬ وَاَنْهٰرٌ مِّنْ عَسَلٍ مُّصَفًّى ۭ وَلَهُمْ فِيْهَا مِنْ كُلِّ الثَّمَرٰتِ وَمَغْفِرَةٌ مِّنْ رَّبِّهِمْ ۭ كَمَنْ هُوَ خَالِدٌ فِي النَّارِ وَسُقُوْا مَآءً حَمِيْمًا فَقَطَّعَ اَمْعَاۗءَهُمْ ﴿١٦﴾

**١٦**ـمتقين سان جن جنتن جو واعدو ڪيو ويو آهي انهن ۾ اهڙي پاڻيءَ جون نهرون هونديون جنهن ۾ ذَبّ جو مادو نہ هوندو ۽ اهڙيون نهرون هونديون جن ۾ اهڙو کير وهندڙ هوندو جنهن جو مزو ڪڏهن نہ بدلبو (يعني اُهو بہ خراب نہ ٿيندو) ۽ اهڙيون شراب جون نهرون هونديون جيڪي پيڻ وارن کي مزيدار لڳنديون ۽ پاڪ ۽ صاف ماکيءَ جون نهرون بہ هونديون ۽ کين اُنهن جنتن ۾ هر قسم جا ميوا بہ ملندا ۽ پنهنجي رب جي طرفان مغفرت بہ ملندي(ڇا اِهي جنتي) اُنهن ماڻهن وانگر ٿي سگھن ٿا جيڪي دير تائين باهہ ۾ رهڻ جا مستحق قرار ڏنا ويا آهن ۽ جن کي اهڙو گرم پاڻي پياريو ويندو جيڪو سندن آنڊن کي وڍي ڇڏيندو.

وَمِنْهُمْ مَّنْ يَّسْتَمِعُ اِلَيْكَ ۚ حَتّٰٓى اِذَا

**١٧**ـ۽ انهن مان ڪي اهڙا بہ آهن جيڪي ظاهر ۾ توڏانهن ڪن ڏين ٿا پر جڏهن①

١ ـقرآن مجيد ۾ حَتّٰى جو لفظ آهي جيڪو ابتدائيہ (شروعاتي) بہ ٿيندو آهي ۽ ان جي معنيٰ واوُ

خَرَجُوْا مِنْ عِنْدِكَ قَالُوْا لِلَّذِيْنَ اُوْتُوا الْعِلْمَ مَاذَا قَالَ اٰنِفًا ۟ اُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ طَبَعَ اللّٰهُ عَلٰى قُلُوْبِهِمْ وَاتَّبَعُوْٓا اَهْوَآءَهُمْ ﴿١٧﴾

اُهي تو وٽان اٿي هليا وڃن ٿا تہ انهن ماڻهن کي جن کي علم ڏنو ويو آهي چون ٿا هن (رسول) هينئر ڇا چيو هو. اُهي ماڻهو اهڙا آهن جن جي دلين تي اللّٰه مهر ڪري ڇڏي ۽ اُهي پنهنجي خواهشن جي پنيان لڳي پيا آهن.

وَالَّذِيْنَ اهْتَدَوْا زَادَهُمْ هُدًى وَّاٰتٰىهُمْ تَقْوٰىهُمْ ﴿١٨﴾

**١٨**۔ ۽ اُهي ماڻهو جيڪي هدايت حاصل ڪن ٿا، اللّٰه انهن کي هدايت ۾ وڌائيندو ٿو وڃي ۽ کين سندن حال سارو تقويٰ بخشي ٿو.

فَهَلْ يَنْظُرُوْنَ اِلَّا السَّاعَةَ اَنْ تَاْتِيَهُمْ بَغْتَةً ۚ فَقَدْ جَآءَ اَشْرَاطُهَا ۚ فَاَنّٰى لَهُمْ اِذَا جَآءَتْهُمْ ذِكْرٰىهُمْ ﴿١٩﴾

**١٩**۔ سو اُهي صرف آخري فيصلي جي گهڙيءَ جو انتظار ڪري رهيا آهن تہ اُها اُنهن وٽ اوچتو اچي وڃي. سو انهيءَ جون نشانيون تہ ظاهر ٿي چڪيون آهن ۽ جڏهن انهيءَ جي اصل حقيقت انهن وٽ اچي پهچندي تہ (ٻڌائين تہ) انهيءَ وقت کين ڪهڙي شي ۽ نفعو ڏيندي؟

فَاعْلَمْ اَنَّهٗ لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ وَاسْتَغْفِرْ لِذَنْۢبِكَ وَلِلْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُؤْمِنٰتِ ؕ وَاللّٰهُ يَعْلَمُ مُتَقَلَّبَكُمْ وَمَثْوٰىكُمْ ﴿٢٠﴾ ع

**٢٠**۔ ۽ ڄاڻي وٺ تہ اللّٰه کانسواءِ ڪو معبود ڪونهي ۽ تنهنجي حق ۾ جيڪي (تنهنجي منڪر قوم) گناهه① ڪيا آهن انهن جي لاءِ خدا کان معافي گهرندو رهُہ ۽ مومن مردن ۽ مومن عورتن جي باري ۾ بہ معافي گهرندو رهُہ تہ اللّٰه سندن ڪوتاهين کي معاف ڪري

**(باقي حاشيو)** جي بہ هوندي آهي. انهيءَ جي مطابق اسان ”پر“ جو ترجمو ڪيو آهي. (اقرب)

١۔ ڏسو سورت فتح آيت ٣ پڻ ڏسو تفسير ڪبير جلد ١٠ صفحه ٣٨٣ تا ٣٩٥ تفسير سورت نصر.

وَيَقُوْلُ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَوْلَا نُزِّلَتْ سُوْرَةٌ ۚ فَاِذَآ اُنْزِلَتْ سُوْرَةٌ مُّحْكَمَةٌ وَّذُكِرَ فِيْهَا الْقِتَالُ ۙ رَاَيْتَ الَّذِيْنَ فِيْ قُلُوْبِهِمْ مَّرَضٌ يَّنْظُرُوْنَ اِلَيْكَ نَظَرَ الْمَغْشِيِّ عَلَيْهِ مِنَ الْمَوْتِ ۭ فَاَوْلٰى لَهُمْ ۚ﴿٢١﴾

چڏي ۽ الله توهانجي هيڏانهن هوڏانهن ڦرڻ ۽ ڪنهن جاءِ تي ترسڻ ڪي چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو.

**٢١**-۽ مومن چون ٿا ته ڇو (انهيءَ تي) ڪا اهڙي① صورت نازل نٿي ٿئي (جنهن ۾ جنگ جو حڪم هجي) پوءِ جڏهن ڪا اهڙي پختي (حڪمن واري) سورت نازل ٿيندي آهي ۽ انهيءَ ۾ لڙائيءَ جو ذڪر هوندو آهي ته تون اُنهن ماڻهن ڪي جن جي دلين ۾ بيماري آهي ڏسين ٿو ته اهي توڏانهن اهڙي ماڻهوءَ وانگر ڏسن ٿا جنهن تي موت② جي غشي ڇانئيل هجي. پوءِ انهن جي لاءِ (خدا جي طرفان) هلاڪت مقدر آهي.

طَاعَةٌ وَّقَوْلٌ مَّعْرُوْفٌ ۣ فَاِذَا عَزَمَ الْاَمْرُ ۣ فَلَوْ صَدَقُوا اللّٰهَ لَكَانَ خَيْرًا لَّهُمْ ۚ﴿٢٢﴾

**٢٢**-(اُنهن جو اصلي طريقو ۽ اهو هئڻ گهربو هو جو اُهي چون ها ته اسان ڪي ڪنهن جلد بازيءَ جي ضرورت ڪانهي) اسانجو ڪم ته اطاعت ڪرڻ ۽ (ماڻهن ڪي) نيڪ ڳالهيون ٻڌائڻ آهي پوءِ جڏهن ڳالهه پختي ٿي وڃي ها (يعني جنگ شروع ٿي پوي ها) ته جيڪڏهن اُهي الله جي حضور سچا بڻجن ها (يعني جيڪو اطاعت جو واعدو

١-يعني مومنن ڪي شريعت تي عمل جو ايتري قدر شوق هوندو آهي جو هو ته انتظار ڪندا رهندا آهن ته خدا جو ڪو حڪم نازل ٿئي ۽ اسان ان تي عمل ڪريون. پر منافق جي هيءَ حالت هوندي آهي ته جڏهن ڪو قربانيءَ وارو حڪم نازل ٿئي ته ان تي موت اچڻ ڪان اڳ موت اچي ويندو اٿس.

٢-جڻ اهڙي غشي جيڪا موت جو وقت ويجهو اچڻ تي ٿيندي آهي جنهن وقت اکيون ڦاڙيل جون ڦاڙيل رهجي ويندديون آهن.

كيو هو انهيءَ كي پورو ڪن ها)ته اِهو اُنهن جي لاءِ بهتر ٿئي ها.

فَهَلۡ عَسَيۡتُمۡ اِنۡ تَوَلَّيۡتُمۡ اَنۡ تُفۡسِدُوۡا فِى الۡاَرۡضِ وَتُقَطِّعُوۡۤا اَرۡحَامَكُمۡ ﴿٢٣﴾

**٢٣**-پوءِ ڇا اها ڳالهه ويجهي① نه آهي ته جيڪڏهن توهان پنهنجي ڦيرائي ڇڏيو ته (پوءِ به) زمين ۾ فساد ڪرڻ جو سبب ٿي وجو ۽ مائٽين کي ڇنو.

اُولٰٓئِكَ الَّذِيۡنَ لَعَنَهُمُ اللّٰهُ فَاَصَمَّهُمۡ وَاَعۡمٰٓى اَبۡصَارَهُمۡ ﴿٢٤﴾

**٢٤**-اِهي ئي اُهي ماڻهو آهن جن تي اللّٰه لعنت ڪئي آهي ۽ انهن کي ٻوڙو ڪري ڇڏيو آهي، ۽ انهن جي اکين جي بينائي ضايع ڪري ڇڏي آهي.

اَفَلَا يَتَدَبَّرُوۡنَ الۡقُرۡاٰنَ اَمۡ عَلٰى قُلُوۡبٍ اَقۡفَالُهَا ﴿٢٥﴾

**٢٥**-ڇا اُهي قرآن تي غور نٿا ڪن، ڇا انهن جي دلين تي اهڙا ڪُرف آهن جيڪي انهن جي دلين② جي ئي پيداوار آهن.

اِنَّ الَّذِيۡنَ ارۡتَدُّوۡا عَلٰٓى اَدۡبَارِهِمۡ مِّنۡۢ بَعۡدِ مَا تَبَيَّنَ لَهُمُ الۡهُدَى ۙ الشَّيۡطٰنُ سَوَّلَ لَهُمۡ ؕ وَاَمۡلٰى لَهُمۡ ﴿٢٦﴾

**٢٦**- اُهي ماڻهو جيڪي هدايت ظاهر ٿيڻ تي ڦري ويا- شيطان انهن کي سندن عمل سنوڪري ڏيکاريو آهي ۽ انهن کي (ڪوڙيون) اميدون ڏياريون آهن.

ذٰلِكَ بِاَنَّهُمۡ قَالُوۡا لِلَّذِيۡنَ كَرِهُوۡا مَا نَزَّلَ اللّٰهُ سَنُطِيۡعُكُمۡ فِىۡ بَعۡضِ الۡاَمۡرِ ۖۚ وَاللّٰهُ

**٢٧**-هي انهيءَ ڪري(ٿيو)آهي ته هو انهن ماڻهن کي جيڪي خدائي تعليم کي ناپسنديدگيءَ جي نگاهه سان ڏسي رهيا آهن چئي رهيا

---

١ـ يعني ڇا توهان ماڻهو ڏسو نٿا ته اسلامي جنگيون فساد پيدا ناهن ڪنديون. بلڪ جيڪڏهن اِهي جنگيون نه ڪيون وڃن، ۽ مظلومن جي حفاظت نه ڪئي وڃي ته فساد پيدا ٿيندو آهي.ان ڪري مومن اهڙي اعليٰ حڪمت واري جنگين کان گهبرائي ئي نٿو سگهي.

٢ـ يعني خدا ناهن لڳايا بلڪ انهن جي بدعمليءَ سان اُهي تالا اُنهن جي دلين تي لڳا آهن.

يَعۡلَمُ اِسۡرَارَهُمۡ ﴿٢٦﴾

آهن ته اسان توهانجي ڪن ① ڳالهين ۾ فرمانبرداري ڪنداسين ۽ الله انهن جي ڳجهين ڳالهين کي ڄاڻي ٿو.

فَكَيۡفَ اِذَا تَوَفَّتۡهُمُ الۡمَلٰٓـئِكَةُ يَضۡرِبُوۡنَ وُجُوۡهَهُمۡ وَ اَدۡبَارَهُمۡ ﴿٢٧﴾

**٢٨**- سو انهيءَ وقت ڪهڙو حال هوندو- جڏهن فرشتا انهن جو روح قبض ڪري رهيا هوندا(۽)انهن جي منهنِ ۽ انهن جي پٺين تي ڦٽڪا لڳائي رهيا هوندا.

ذٰلِكَ بِاَنَّهُمُ اتَّبَعُوۡا مَاۤ اَسۡخَطَ اللّٰهَ وَكَرِهُوۡا رِضۡوَانَهٗ فَاَحۡبَطَ اَعۡمَالَهُمۡ ﴿٢٨﴾ ع

**٢٩**-اِهو انهيءَ ڪري هوندو جو جنهن ڳالهه کي الله ناپسند ڪيو اُهي انهيءَ جي پٺيان هلي پيا ۽ خدا جي رضا(جي ڳولا) کي پسند نه ڪيائون سو خدا به سندن عمل ضايع ڪري ڇڏيا.

اَمۡ حَسِبَ الَّذِيۡنَ فِىۡ قُلُوۡبِهِمۡ مَّرَضٌ اَنۡ لَّنۡ يُّخۡرِجَ اللّٰهُ اَضۡغَانَهُمۡ ﴿٢٩﴾

**٣٠**-ڇا اُهي ماڻهو جن جي دلين ۾ بيماري آهي سمجهن ٿا ته الله انهن جي دلين جي ڳجهن بغضن کي ڪڏهن ظاهر نه ڪندو.

وَلَوۡ نَشَآءُ لَاَرَيۡنٰكَهُمۡ فَلَعَرَفۡتَهُمۡ بِسِيۡمٰهُمۡ ؕ وَلَتَعۡرِفَنَّهُمۡ فِىۡ لَحۡنِ الۡقَوۡلِ ؕ وَاللّٰهُ يَعۡلَمُ اَعۡمَالَكُمۡ ﴿٣٠﴾

**٣١**-۽ جيڪڏهن اسان چاهيون ته انهن جو وجود توتي ظاهر ڪري ڇڏيون، ۽ تون انهن کي سندن منهنِ مان سڃاڻي وٺين ۽ (هينئر به)تون کين سندن ڳالهائڻ جي ڍَنگَ مان سڃاڻي وٺين ٿو،۽ الله توهانجي عملن کي ڄاڻي ٿو.

وَلَنَبۡلُوَنَّكُمۡ حَتّٰى نَعۡلَمَ الۡمُجٰهِدِيۡنَ

**٣٢**- ۽ اسان توهانجي ضرور آزمائش ڪنداسين، انهيءَ وقت تائين جو اسان

١-مطلب هي آهي ته اسلام جي مقابلي ۾ اسان هڪ حد تائين توهان جو ساٿ ڏينداسون. ها قاسي ئي پياسين ته پوءِ مجبوري آهي.

مِنۡكُمۡ وَالصّٰبِرِيۡنَ ۙ وَنَبۡلُوَا۟ اَخۡبَارَكُمۡ ﴿٣١﴾

توهان مان خدا جي راهه ۾ جهاد ڪرڻ وارن ۽ صبر ڪرڻ وارن ڪي جاڻي وٺون ① ۽ اسان توهانجي اندروني حالت جي ضرور آزمائش ڪنداسين.

اِنَّ الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا وَصَدُّوۡا عَنۡ سَبِيۡلِ اللّٰهِ وَشَآقُّوا الرَّسُوۡلَ مِنۡۢ بَعۡدِ مَا تَبَيَّنَ لَهُمُ الۡهُدٰى ۙ لَنۡ يَّضُرُّوا اللّٰهَ شَيۡـًٔا ؕ وَسَيُحۡبِطُ اَعۡمَالَهُمۡ ﴿٣٢﴾

٣٣- جن ماڻهن ڪفر ڪيو آهي ۽ اللّٰه جي رستي کان (ماڻهن کي) روڪين ٿا ۽ رسول کان هدايت جي ظاهر ٿي وڃڻ کانپوءِ اختلاف ڪن ٿا. اِهي ماڻهو اللّٰه کي ڪجهه به نقصان نه پهچائيندا، بلڪ هُو (اللّٰه) سندن عملن کي ضايع ڪري ڇڏيندو.

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡۤا اَطِيۡعُوا اللّٰهَ وَاَطِيۡعُوا الرَّسُوۡلَ وَلَا تُبۡطِلُوۡۤا اَعۡمَالَكُمۡ ﴿٣٣﴾

٣٤- اي ايمان وارا! اللّٰه ۽ ان جي رسول جي فرمانبرداري ڪيو، ۽ پنهنجي عملن کي ضايع نه ڪيو.

اِنَّ الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا وَصَدُّوۡا عَنۡ سَبِيۡلِ اللّٰهِ ثُمَّ مَاتُوۡا وَهُمۡ كُفَّارٌ فَلَنۡ يَّغۡفِرَ اللّٰهُ لَهُمۡ ﴿٣٤﴾

٣٥- يقيناً جن ڪفر ڪيو آهي ۽ اللّٰه جي رستي کان ماڻهن کي روڪيو آهي، پوءِ اُهي انهيءَ حالت ۾ مري به ويا جو اُهي ڪافرن مان هئا، ته اللّٰه انهن کي ڪڏهن معاف نه ڪندو.

فَلَا تَهِنُوۡا وَتَدۡعُوۡۤا اِلَى السَّلۡمِ ۖ وَاَنۡتُمُ الۡاَعۡلَوۡنَ ۖ وَاللّٰهُ مَعَكُمۡ وَلَنۡ يَّتِرَكُمۡ اَعۡمَالَكُمۡ ﴿٣٥﴾

٣٦- پوءِ اي مومنو! سُست نه ٿيو جنهن جي نتيجي ۾ صلح ڏانهن سڏڻ ② شروع ڪيو. نيٺ توهان ئي غالب رهندؤ ۽ اللّٰه توهان سان آهي ۽ ڪڏهن به توهان جن

١- يعني ظاهر ڪري ڇڏيون.

٢- اسلام صلح جي تعليم ته ڏئي ٿو پر ان کان جهلي ٿو ته ٻاڙي ٿي صلح ڪرڻ لاءِ وججي. هن آيت ۾ انهيءَ ڳالهه کان جهليو آهي.

اِنَّمَا الْحَيٰوةُ الدُّنْيَا لَعِبٌ وَّ لَهْوٌ ؕ وَاِنْ تُؤْمِنُوْا وَتَتَّقُوْا يُؤْتِكُمْ اُجُوْرَكُمْ وَلَا يَسْـَٔلْكُمْ اَمْوَالَكُمْ ۝٣٧

عملن ۾ گهٽتائي اچڻ نہ ڏيندو.

٣٧-هيءَ دنيا جي زندگي رڳو هڪ راند ۽ غفلت جو سامان آهي ۽ جيڪڏهن توهان ايمان آڻيو ۽ تقويٰ اختيار ڪيو، تہ اللّٰہ توهانجو اجر توهانکي ڏيندو. ۽ هُو توهانجو مال توهان کان ڪو نہ ٿو گهري.

اِنْ يَّسْـَٔلْكُمُوْهَا فَيُحْفِكُمْ تَبْخَلُوْا وَيُخْرِجْ اَضْغَانَكُمْ ۝٣٨

٣٨-جيڪڏهن هُو توهان جو مال توهان کان گهري ۽ (انهيءَ تي)توهان کان اصرار ڪري، تہ توهان بخل کان ڪم وٺي سگهو ٿا، ۽ هُو ضرور توهانجا بُغضَ توهانجن دلين مان ڪڍي ڇڏيندو.

هٰۤاَنْتُمْ هٰۤؤُلَآءِ تُدْعَوْنَ لِتُنْفِقُوْا فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ ۚ فَمِنْكُمْ مَّنْ يَّبْخَلُ ۚ وَمَنْ يَّبْخَلْ فَاِنَّمَا يَبْخَلُ عَنْ نَّفْسِهٖ ؕ وَاللّٰهُ الْغَنِيُّ وَاَنْتُمُ الْفُقَرَآءُ ۚ وَاِنْ تَتَوَلَّوْا يَسْتَبْدِلْ قَوْمًا غَيْرَكُمْ ۙ ثُمَّ لَا يَكُوْنُوْٓا اَمْثَالَكُمْ ۝٣٩ ع ٨

٣٩-ٻڌو! توهان اُهي ماڻهو آهيو جن کي انهيءَ لاءِ سڏيو وڃي ٿو تہ توهان اللّٰہ جي رستي ۾ خرچ ڪيو، ۽ توهان مان ڪي اهڙا هونداآهن جيڪي بخل کان ڪم وٺندا آهن ۽ جيڪو بہ بخل کان ڪم وٺي اُهو پنهنجي جان(١)جي متعلق ئي بخل کان ڪم وٺي ٿو نہ تہ اللّٰہ بي نياز آهي ۽ توهان ئي محتاج آهيو.۽ جيڪڏهن توهان ڦري وڃو، تہ هُو توهانجي جاءِ تيهڪ ٻي قوم کي بدلائي وٺي ايندو ۽(٢) اُهي توهان وانگر(سُستي ڪرڻ وارا)نہ هوندا.

١-يعني پنهنجي جان کي ئي ثواب کان محروم رکندو آهي.

٢ هتيثُمَّ جو لفظ آهي جنهن جي عام معنيٰ ”پوءِ“ جي هوندي آهي پر لغت ۾ ثُمَّ جي معنيٰ ”۽“ جي بہ لکيل آهي. (مغني اللبيب جلد اوّل صفحہ ١٠٠ و املاء ابو البقاً جلد ٢ صفحہ ١٢٥) ۽ اُهائي اڙدوءَ ۾ لڳي ٿي ان ڪري اسان بہ اِها معنيٰ اختيار ڪئي آهي.

# سُوْرَةُ الْفَتْحِ مَدَنِيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ ثَلَا ثُوْنَ اٰيَةً وَّ اَرْبَعَةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت فتح۔ هيءَ سورت مدني آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ٽيهه ٣٠ آيتون ۽ چار ٤ رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١۔(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

اِنَّا فَتَحْنَا لَكَ فَتْحًا مُّبِيْنًا ②

٢۔اسان توکي هڪ ظاهر ظهور فتح بخشي آهي.

لِّيَغْفِرَ لَكَ اللّٰهُ مَا تَقَدَّمَ مِنْ ذَنْۢبِكَ وَمَا تَاَخَّرَ وَيُتِمَّ نِعْمَتَهٗ عَلَيْكَ وَيَهْدِيَكَ صِرَاطًا مُّسْتَقِيْمًا ③

٣۔جنهن جو نتيجو① اهو ٿيندو جو اللّٰه تنهنجي متعلق ڪيل اُهي گناهه به جيڪي پهرين گذري چڪا آهن ڍڪي ڇڏيندو ۽ جيڪي اجا تائين ٿيا ناهن (پر آئيندي ٿيڻ جو امڪان آهي) انهن کي به ڍڪي ڇڏيندو ۽ توتي پنهنجي نعمت پوري ڪندو ۽ توکي سڌو رستو ڏيکاريندو.

وَّيَنْصُرَكَ اللّٰهُ نَصْرًا عَزِيْزًا ④

٤۔۽ اللّٰه تنهنجي شاندار مدد ڪندو.

---

**١۔**هيءَ سورت صلح حديبيه جي باري ۾ آهي ۽ ان ۾ چيو ويو آهي ته مڪي جي فتح کان اڳ هڪ بي سوڀ اچڻ واري آهي يعني حديبيه جي سوڀ.جنهن ۾ عرب جا ڪيترائي قبيلا رسول ڪريمﷺ سان ناهُه ڪندا.محمد رسول اللّٰهﷺ کي گهرجي ته ان وقت عفو(بخشش) کان ڪم وٺن ۽ جيڪي خطائون عرب اڳ ۾ ڪري چڪا آهن انهن لاءِ به بخشش گهرن ۽ انهن(خطائن)لاءِ به جيڪي صلح حديبيه ۽ مڪي جي فتح جي زماني جي وچ ۾ ٿيڻ واريون آهن.نه ته هيءَ مراد ناهي ته رسول ڪريمﷺ کو ڏوهه ڪيوهو.جيئن ته هر ماڻهو سمجهي سگهي ٿو ته جٺي به **ذَنْب** جو ذڪر ايندو آهي فتح جي موقعي تي ايندو آهي.ان ڪري **ذَنْب** مان مراد پاڻ سڳورن جو ڪيل گناهه ناهي بلڪ پاڻ سڳورن جي باري ۾ عرب قبيلن جو يا ڪافرن جو ڪيل گناهه مراد آهي.

هُوَ الَّذِیۡۤ اَنۡزَلَ السَّکِیۡنَۃَ فِیۡ قُلُوۡبِ الۡمُؤۡمِنِیۡنَ لِیَزۡدَادُوۡۤا اِیۡمَانًا مَّعَ اِیۡمَانِہِمۡ ؕ وَ لِلّٰہِ جُنُوۡدُ السَّمٰوٰتِ وَالۡاَرۡضِ ؕ وَکَانَ اللّٰہُ عَلِیۡمًا حَکِیۡمًا ۙ﴿۵﴾

۵-اُهو(خدا)ئي آهي جنهن مومنن جي دلين تي سڪون لاٿو انهيءَ لاءِ ته جيڪو ايمان ڪين اڳُ نصيب هو انَ سان پيو ايمان به انهن ڪي حاصل ٿي وڃي، ۽ اللّٰه جا آسمانن ۾ به لشڪر آهن ۽ زمين ۾ به ۽ اللّٰه وڏي علم وارو ۽ وڏي حڪمت وارو آهي.

لِّیُدۡخِلَ الۡمُؤۡمِنِیۡنَ وَالۡمُؤۡمِنٰتِ جَنّٰتٍ تَجۡرِیۡ مِنۡ تَحۡتِہَا الۡاَنۡہٰرُ خٰلِدِیۡنَ فِیۡہَا وَیُکَفِّرَ عَنۡہُمۡ سَیِّاٰتِہِمۡ ؕ وَکَانَ ذٰلِکَ عِنۡدَ اللّٰہِ فَوۡزًا عَظِیۡمًا ۙ﴿۶﴾

٦-(مومنن جو ايمان وڌائڻ)انهيءَ ڪري هوندو جو اُهو(اللّٰه)مومن مردن ۽ مومن عورتن ڪي اهڙين جنتن ۾ داخل ڪري جن جي هيٺيان نهرون وهنديون هونديون اُهي انَ ۾ هميشه رهندا ايندا ۽ انَ لاءِ به ته اُهو (اللّٰه)سندن گناه① مِٽائي ڇڏي ۽ اللّٰه جي ويجهو اِها ئي وڏي ڪاميابي آهي.

وَّ یُعَذِّبَ الۡمُنٰفِقِیۡنَ وَالۡمُنٰفِقٰتِ وَالۡمُشۡرِکِیۡنَ وَالۡمُشۡرِکٰتِ الظَّآنِّیۡنَ بِاللّٰہِ ظَنَّ السَّوۡءِ ؕ عَلَیۡہِمۡ دَآئِرَۃُ السَّوۡءِ ۚ وَغَضِبَ اللّٰہُ عَلَیۡہِمۡ وَلَعَنَہُمۡ وَاَعَدَّ

٧-۽ انهيءَ لاءِ ته منافق مردن ۽ منافق عورتن ۽ مشرڪ مردن ۽ مشرڪ عورتن ڪي جيڪي اللّٰه تي بدگماني ڪرڻ وارا آهن عذاب ② ڏئي. مصيبت جو چڪر انهن تي ئي ايندو ۽ اللّٰه انهن تي غضب نازل ڪيو آهي

١-يعني ايمان جي واڌاري جي نتيجي ۾ هڪ ته آخرت جو انعام وڏي ويندو. ٻيو هُو گناهن ڪان پاڪ ٿي ويندا.

٢-يعني مومنن جي ايمان جو واڌارو منافق مردن ۽ منافق عورتن جي عذاب جو سبب ٿي ويندو. يعني اُهي ته هيءَ اميد رکن پيا ته هنن حالتن ۾ مومن ٿڙڪي ويندا. پر ان جو نتيجو ابتڙ نڪتو ته هُو ايمان ۾ اجان به وڌي ويا ان ڪري منافقن ۽ مشرڪن جي هٿ ۾ سواءِ افسوس ۽ ساڙ جي عذاب ڪان ٻيو ڪجهه به نه آيو. اهڙي طرح انهن ماڻهن جي هٿ به ڪجهه نه آيو. جيڪي اللّٰه تعاليٰ تي شڪ ڪندا هئا ۽ سمجهندا هئا ته انهن جون اٽڪلون اسلام ڪي نقصان پهچائينديون.

لَهُمْ جَهَنَّمَ ۚ وَسَآءَتْ مَصِيْرًا ⑦

۽ پنهنجي درگاھ مان انھن کي پري ڪري ڇڏيو آهي ۽ انھن جي لاءِ ھُن جھنم تيار ڪري رکيو آهي، جيڪو ڏاڍو برو ٺڪاڻو آهي.

وَلِلّٰهِ جُنُوْدُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۚ وَكَانَ اللّٰهُ عَزِيْزًا حَكِيْمًا ⑧

**٨**-۽ آسمانن ۽ زمين جا لشڪر اللّٰه جا ئي آهن- ۽ اللّٰه وڏو غالب (۽) حڪمت وارو آهي.

اِنَّآ اَرْسَلْنٰكَ شَاهِدًا وَّ مُبَشِّرًا وَّنَذِيْرًا ⑨

**٩**-اسان توکي (پنھنجي صفتن جي لاءِ) شاهد ۽ (مومنن جي لاءِ) بشارت ڏيڻ وارو ۽ (ڪافرن جي لاءِ) هوشيار ڪرڻ وارو بڻائي موڪليو آهي.

لِّتُؤْمِنُوْا بِاللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ وَتُعَزِّرُوْهُ وَتُوَقِّرُوْهُ ۚ وَتُسَبِّحُوْهُ بُكْرَةً وَّاَصِيْلًا ⑩

**١٠**-انَ لاءِ تہ توھان انھيءَ جي ذريعي سان اللّٰه ۽ انھيءَ جي رسول تي ايمان آڻيو ۽ هنَ جي مددڪيو ۽ انھيءَ جي عزت ڪيو- ۽ صبح ۽ شام انھيءَ جي تسبيح ڪيو①.

اِنَّ الَّذِيْنَ يُبَايِعُوْنَكَ اِنَّمَا يُبَايِعُوْنَ اللّٰهَ ۚ يَدُ اللّٰهِ فَوْقَ اَيْدِيْهِمْ ۚ فَمَنْ نَّكَثَ فَاِنَّمَا يَنْكُثُ عَلٰى نَفْسِهٖ ۚ وَمَنْ اَوْفٰى بِمَا عٰهَدَ عَلَيْهُ اللّٰهَ فَسَيُؤْتِيْهِ اَجْرًا عَظِيْمًا ⑪ ع

**١١**-اُهي ماڻھو جيڪي تنھنجي بيعت ڪن ٿا اُهي صرف اللّٰه جي بيعت ڪن ٿا. اللّٰه جو هٿ سندن هٿ تي آهي- پوءِ جيڪو بہ انھيءَ واعدي کي ٽوڙيندو تہ انھيءَ جي ٽوڙڻ جو وبال سندس جان تي پوندو. ۽ جيڪو بہ انھيءَ واعدي کي جيڪو انھيءَ خدا سان

١-عربيءَ جو هڪ قاعدو انتشار ضمائر جو بہ آهي جنھن جي معنيٰ هيءَ ٿيندي آهي تہ هڪ ئي جملي ۾ گھڻن ئي اڳوڻن وجودن ڏانھن هڪ ضمير ڦيرائي ويندي آهي ۽ ان ضمير جي معنيٰ ڪرڻ وقت ڪڏهن اُها هڪ وجود ڏانھن ڦرندي آهي ۽ ڪڏهن ٻئي ڏانھن. جھڙوڪ هن آيت ۾ تُعَزِّرُوْهُ ۾ ہٗ جي ضمير رسول ڏانھن ڦري ٿي ۽ تُوَقِّرُوْهُ ۾ ہٗ جي ضمير خداتعاليٰ ۽ رسول ٻنھي ڏانھن ڦري ٿي ۽ تُسَبِّحُوْهُ ۾ خداتعاليٰ ڏانھن ڦري ٿي جڻ ضمير تہ هڪ ئي آهي پر ان جا ڦيرا مختلف آهن. ڪڏهن خداتعاليٰ ڏي ۽ ڪڏهن رسول ڏي.

کيو هو پورو ڪندو الــلّٰــه ڪيس انَ جو تمام وڏو اجر ڏيندو.

سَيَقُوۡلُ لَكَ الۡمُخَلَّفُوۡنَ مِنَ الۡاَعۡرَابِ شَغَلَتۡنَاۤ اَمۡوَالُنَا وَاَهۡلُوۡنَا فَاسۡتَغۡفِرۡ لَنَا‌ۚ يَقُوۡلُوۡنَ بِاَلۡسِنَتِهِمۡ مَّا لَيۡسَ فِىۡ قُلُوۡبِهِمۡ‌ؕ قُلۡ فَمَنۡ يَّمۡلِكُ لَـكُمۡ مِّنَ اللّٰهِ شَيۡـًٔـا اِنۡ اَرَادَ بِكُمۡ ضَرًّا اَوۡ اَرَادَ بِكُمۡ نَفۡعًا‌ؕ بَلۡ كَانَ اللّٰهُ بِمَا تَعۡمَلُوۡنَ خَبِيۡرًا ﴿۱۱﴾

**١٢**۔اعراب① مان جيڪي پوئتي ڇڏيا ويا هئا ضرور چوندا ته اسانجي مالن ۽ اسانجي اهل و عيال اسان کي مشغول ڪري رکيو(انهيءَ ڪري اسان انهيءَ سفر② تي نه وياسين)پوءِ تون اسان لاءِ استغفار ڪر۔اُهي پنهنجي زبانن سان اها ڳالهه چون ٿا جيڪا انهن جي دلين ۾ ناهي۔ تون چؤ جيڪڏهن الــلّٰــه توهان کي ڪو نقصان پهچائڻ چاهي يا توهان کي ڪو نفعو ڏيڻ چاهي ته ڪهڙو وجود آهي جو انهيءَ جي خلاف توهانجي لاءِ ڪجهه به ڪري سگهي ٿو؟ائين هرگز ڪونهي بلڪ اللّٰه توهانجن عملن کان خبردار آهي.

بَلۡ ظَنَنۡتُمۡ اَنۡ لَّنۡ يَّنۡقَلِبَ الرَّسُوۡلُ وَالۡمُؤۡمِنُوۡنَ اِلٰٓى اَهۡلِيۡهِمۡ اَبَدًا وَّزُيِّنَ ذٰلِكَ فِىۡ قُلُوۡبِكُمۡ وَظَنَنۡتُمۡ ظَنَّ السَّوۡءِ‌ۖ‌

**١٣**۔حقيقت اِها آهي ته توهان گمان ڪيو هو ته رسول ۽ مومن ڪڏهن به پنهنجي اهل ۽ عيال ڏانهن سلامت موٽي نه ايندا ۽ اِها ڳالهه توهانجي نظر ۾ خوبصورت ڪري ڏيکاري ويئي هئي(۽ توهان دل ۾ ڏاڍا

١۔اعراب مان مراد اُهي عرب آهن جيڪي جهنگ ۾ رهندا هئا.هن آيتن ۾ انهن ماڻهن مان جيڪي منافق هئا،يعني عامر، اسد ۽ غطفان جي قبيلن منجهان،انهن جو ذڪر آهي.

٢۔يعني جنگ تبوڪ ۾. مفسرَ ان کي مڪي جي فتح تي مڙهن ٿا. اسان تبوڪ مراد ورتي آهي جيڪا بعد ۾ ٿي آهي.جيئن ته هن سورت ۾ سَيَقُوۡلُ لَكَ الۡمُخَلَّفُوۡنَ جا لفظ آهن جيڪي آئينده تي دلالت ڪن ٿا ان ڪري اسانجو دليل وڌيڪ صحيح آهي ڇاڪاڻ ته سورت توبه مان معلوم ٿئي ٿو ته پوئتي رهڻ وارا ماڻهو تبوڪ جي واقعي سان تعلق رکندڙ هئا.

وَّكُنْتُمْ قَوْمًا بُوْرًا ⑫

خوش هئا)۽ توهان(مومنن جي باري ۾ ۽ خدا جي باري ۾)برا گمان ڪندا هئا (حالانڪ مومن نہ)پر توهان خود هلاڪ ٿيڻ وارن ماڻهن ۾ شامل ٿي ويا هئا.

وَمَنْ لَّمْ يُؤْمِنْ بِاللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ فَاِنَّآ اَعْتَدْنَا لِلْكٰفِرِيْنَ سَعِيْرًا ⑬

١٣-۽ جيڪو شخص اللّٰه ۽ انهيءَ جي رسول تي ايمان نٿو آڻي(اُهو ياد رکي تہ)اسان ڪافرن جي لاءِ ڀڙڪندڙ عذاب مقدر ڪري ڇڏيو آهي.

وَلِلّٰهِ مُلْكُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ يَغْفِرُ لِمَنْ يَّشَآءُ وَيُعَذِّبُ مَنْ يَّشَآءُ ؕ وَكَانَ اللّٰهُ غَفُوْرًا رَّحِيْمًا ⑭

١٤-۽ آسمانن ۽ زمين جي بادشاهت اللّٰه جي ئي قبضي ۾ آهي جنهن کي چاهي ٿو معاف ڪري ڇڏي ٿو ۽ جنهن کي چاهي ٿو عذاب ڏئي ٿو ۽ اللّٰه ڏاڍو معاف ڪرڻ وارو(۽)بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

سَيَقُوْلُ الْمُخَلَّفُوْنَ اِذَا انْطَلَقْتُمْ اِلٰى مَغَانِمَ لِتَاْخُذُوْهَا ذَرُوْنَا نَتَّبِعْكُمْ ۚ يُرِيْدُوْنَ اَنْ يُّبَدِّلُوْا كَلٰمَ اللّٰهِ ؕ قُلْ لَّنْ تَتَّبِعُوْنَا كَذٰلِكُمْ قَالَ اللّٰهُ مِنْ قَبْلُ ۚ فَسَيَقُوْلُوْنَ بَلْ تَحْسُدُوْنَنَا ؕ بَلْ كَانُوْا لَا يَفْقَهُوْنَ اِلَّا قَلِيْلًا ⑮

١٥-جڏهن توهان غنيمت① جا مال جمع ڪرڻ لاءِ هلندؤ تہ پوئتي ڇڏيل ماڻهو چوندا تہ اسانکي اجازت ڏيو تہ اسان بہ توهانجي پنيان هلون،اُهي چاهيندا تہ اللّٰه جي فيصلي کي بدلائي ڇڏين تون چئو توهان هرگز اسانجي پنيان نٿا اچي سگهو. اهو ئي توهانجي متعلق فيصلو آهي جيڪو اللّٰه انهيءَ کان اڳ ڏيئي چڪو آهي- انهيءَ تي اُهي چوندا.اصل ۾ توهان اسان تي حسد ڪيو ٿا- پر حقيقت اِها آهي جو اُهي سمجهہ کان بلڪل ڪورا آهن.

١-تبوڪ مان آندل مال يا جنگ خيبر ۾ حاصل ٿيل مال ڏانهن اشارو آهي.

قُلْ لِّلْمُخَلَّفِيْنَ مِنَ الْاَعْرَابِ سَتُدْعَوْنَ اِلٰى قَوْمٍ اُولِيْ بَاْسٍ شَدِيْدٍ تُقَاتِلُوْنَهُمْ اَوْ يُسْلِمُوْنَ ۚ فَاِنْ تُطِيْعُوْا يُؤْتِكُمُ اللّٰهُ اَجْرًا حَسَنًا ۚ وَاِنْ تَتَوَلَّوْا كَمَا تَوَلَّيْتُمْ مِّنْ قَبْلُ يُعَذِّبْكُمْ عَذَابًا اَلِيْمًا ﴿١٧﴾

١٧ـ اعراب مان جيڪي ماٺھو پوئتي ڇڏيا ويا آهن تون انهن کي چئو ته توهان ضرور هڪ اهڙي قوم سان جنگ ڪرڻ لاءِ ڪوٺايا⑴ ويندؤ جيڪا جنگ جي فن ۾ ڏاڍي ماهر⑵ آهي توهان انهن سان ايستائين جنگ ڪندؤ جو اُهي مسلمان⑶ ٿي وڃن. پوءِ جيڪڏهن توهان(انَ وقت خدا جو آواز)مڃيندؤ ته اللّٰه توهان کي تمام سٺو اجر ڏيندو ۽ جيڪڏهن توهان (حڪم کان) منهن موڙيندؤ جهڙيءَ طرح هن کان پهرين (منهن موڙيو) هو ته اللّٰه توهان کي دردناڪ عذاب ڏيندو.

لَيْسَ عَلَى الْاَعْمٰى حَرَجٌ وَّلَا عَلَى

١٨ـ نه ته ڪنهن انڌي تي سختي آهي ۽

١ـ هن آيت ۾ ڪسريٰ ۽ قيصر سان جنگين جو ذڪر آهي.منافقن کي چيو ويو آهي ته جيڪڏهن انهن سان جنگين ۾ همت ڏيکاريندؤ ته قصور معاف ٿي ويندو، نه ته خداتعاليٰ جو عذاب توهان کي ملندو.حضرت عمرؓ جي زماني ۾ ڪجهه عرب سردارن جا پٽ انهن وٽ آيا ۽ چيائون ته اسان چاهيون ٿا ته اسانجي پيءُ ڏاڏن جا عمل اسانجي راهه ۾ رڪاوٽ نه بڻجن.اوهان اسانجي خاندانن کان واقف آهيو ڪا اهڙي اٽڪل ٻڌايو ته هي اڳوڻو داغ ڌوپجي وڃي.ان وقت حضرت عمرؓ جي اکين ۾ لڙڪ اچي ويا ۽ ڳالهائي نه سگهيا.هٿ سان شام ڏانهن اشارو ڪيائين ۽ اشاري سان ٻڌايائين ته جيڪڏهن هوڏانهن هليا وڃو ته شايد ڪفارو ٿي سگهي.سو اهي رئيس زادا انهيءَ وقت گهوڙن تي چڙهي هليا ويا ۽ اسلامي لشڪر ۾ شامل ٿيا ۽ تاريخ ٻڌائي ٿي ته انهن مان ڪو جيئرو واپس نه آيو.معلوم ٿئي ٿو ته حضرت عمرؓ هن ئي آيت مان دليل ڪڍيو هو.

٢ـ ان ۾ اشارو آهي ته اُهي جنگيون تمام ڊگهي عرصي تائين هلنديون وينديون.

٣ـ هي حڪم ناهي ته مسلمان ٿيڻ تائين انهن سان وڙهو بلڪ مستقبل جو صيغو آهي ۽ واقعو ٻڌايو آهي ته اُهي دشمن جيستائين مسلمان نه ٿيندا توهان سان وڙهندا رهندا.جيئن روم ۽ فارس وارن ائين ئي ڪيو.

الْاَعْرَجِ حَرَجٌ وَّلَا عَلَى الْمَرِيْضِ حَرَجٌ ۗ وَمَنْ يُّطِعِ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ يُدْخِلْهُ جَنّٰتٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ ۚ وَمَنْ يَّتَوَلَّ يُعَذِّبْهُ عَذَابًا اَلِيْمًا ﴿١٨﴾

نہ منڊي تي سختي آهي ۽ نہ مريض تي سختي آهي(جو اُهي باوجود معذوريءَ جي لڙائي ۾ شامل ٿين)۽ جيڪو اللّٰه ۽ ان جي رسول جي اطاعت ڪري تہ هُو انَ ڪي اهڙين جنتن ۾ داخل ڪندو جنهن جي هيٺان نهرون وهن ٿيون ۽ جيڪو(حڪم کان) منهن موڙيندو اللّٰه انهيءَ ڪي دردناڪ عذاب ڏيندو.

لَقَدْ رَضِيَ اللّٰهُ عَنِ الْمُؤْمِنِيْنَ اِذْ يُبَايِعُوْنَكَ تَحْتَ الشَّجَرَةِ فَعَلِمَ مَا فِيْ قُلُوْبِهِمْ فَاَنْزَلَ السَّكِيْنَةَ عَلَيْهِمْ وَاَثَابَهُمْ فَتْحًا قَرِيْبًا ﴿١٩﴾

**١٩**۔اللّٰه مومنن کان انهيءَ وقت بلڪل خوش ٿي ويو جڏهن اُهي وڻ① جي هيٺان تنهنجي بيعت ڪري رهيا هئا ۽ هُن انهيءَ (ايمان) ڪي جيڪو سندن دلين ۾ هو چڱيءَ طرح ڄاڻي ورتو سو انهيءَ جي نتيجي ۾ هُن انهن جي دلين تي سڪون نازل ڪيو ۽ ڪين هڪ ويجهڙائي ۾ اچڻ واري فتح بخشي②.

وَّمَغَانِمَ كَثِيْرَةً يَّاْخُذُوْنَهَا ۗ وَكَانَ اللّٰهُ عَزِيْزًا حَكِيْمًا ﴿٢٠﴾

**٢٠**۔۽ ڪيترائي غنيمت جا مال بہ بخشيا جن ڪي اُهي قبضي ۾ آڻي رهيا هئا ۽ اللّٰه غالب (۽) حڪمت وارو آهي.

وَعَدَكُمُ اللّٰهُ مَغَانِمَ كَثِيْرَةً تَاْخُذُوْنَهَا فَعَجَّلَ لَكُمْ هٰذِهٖ وَكَفَّ اَيْدِيَ النَّاسِ عَنْكُمْ ۚ وَلِتَكُوْنَ اٰيَةً لِّلْمُؤْمِنِيْنَ

**٢١**۔اللّٰه توهان سان ڪيترين ئي غنيمتن جو واعدو ڪيو آهي جيڪي توهان پنهنجي قبضي ۾ آڻيندؤ ۽ هي موجود هم③ غنيمت جو مال توهان ڪي انهن واعدن مان جلدي عطا ڪري ڇڏيو آهي۔ ۽ ماڻهن

١۔حديبيہ جي بيعت جو ذڪر آهي جڏهن تہ صحابہؓ موت جو قسم کڻي حضرت محمد رسول اللّٰه ﷺ جي بيعت ڪري رهيا هئا.

٢۔يعني خيبر.

٣۔يعني خيبر جا مال.

وَيَهْدِيَكُمْ صِرَاطًا مُّسْتَقِيْمًا ﴿٢١﴾

جي هٿن کي توهان کان روڪي ① ڇڏيو آهي انهيءَ لاءِ ته اِهي(واقعا) مومنن جي لاءِ هڪ نشان بڻجي وڃن ۽ اُهو (الله) توهان کي انهيءَ جي ذريعي سڌو رستو ڏيکاري.

وَّاُخْرٰى لَمْ تَقْدِرُوْا عَلَيْهَا قَدْ اَحَاطَ اللّٰهُ بِهَا ۭ وَكَانَ اللّٰهُ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرًا ﴿٢٢﴾

**٢٢**ـ۽ (انهيءَ کان علاوه) هڪ ٻي به ② (فتح) آهي جيڪا توهان کي اڃا تائين حاصل نه ٿي آهي- الله انهيءَ جو فيصلو ڪري ڇڏيو آهي ۽ الله پنهنجي ارادي کي پورو ڪرڻ تي پوري طرح قادر آهي.

وَلَوْ قٰتَلَكُمُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا لَوَلَّوُا الْاَدْبَارَ ثُمَّ لَا يَجِدُوْنَ وَلِيًّا وَّلَا نَصِيْرًا ﴿٢٣﴾

**٢٣**ـ۽ جيڪڏهن ڪافر(صلح حديبيه جي وقت)توهان سان وڙهن ها، ته اُهي انهيءَ وقت پٺي ڦيرائي ڀڄي وڃن ها ۽ نه ڪو پناهه ڏيڻ وارو پائين ها، نه مددگار(پائين ها).

سُنَّةَ اللّٰهِ الَّتِيْ قَدْ خَلَتْ مِنْ قَبْلُ ښ وَلَنْ تَجِدَ لِسُنَّةِ اللّٰهِ تَبْدِيْلًا ﴿٢٤﴾

**٢٤**ـ الله جي انهيءَ سنت کي ياد رکو، جيڪا هميشه کان هلي آئي آهي ۽ تون ڪڏهن به الله جي مقرر ڪيل طريقي ۾ ڪا تبديلي نه لهندين.

وَهُوَ الَّذِيْ كَفَّ اَيْدِيَهُمْ عَنْكُمْ وَاَيْدِيَكُمْ عَنْهُمْ بِبَطْنِ مَكَّةَ مِنْۢ بَعْدِ اَنْ اَظْفَرَكُمْ عَلَيْهِمْ ۭ وَكَانَ اللّٰهُ بِمَا تَعْمَلُوْنَ بَصِيْرًا ﴿٢٥﴾

**٢٥**ـ۽ اُهو خدا ئي آهي جنهن اُنهن جي هٿن کي توهان کان ۽ توهانجن هٿن کي انهن کان مڪي جي واديءَ ۾ روڪي ڇڏيو، انهيءَ کانپوءِ جو توهان(حالتن جي مطابق)انهن تي فتح ماڻي چڪا هئا ۽ الله توهانجن عملن کي ڏسي رهيو هو(۽ جاتائين ٿي ته

---

١ـ يعني حديبيه جي موقعي تي.

٢ـ هن آيت ۾ ٻڌايو آهي ته خيبر جي ڪاميابين کانپوءِ پيون به ڪاميابيون ملنديون.

هُمُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا وَصَدُّوْكُمْ عَنِ الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ وَالْهَدْيَ مَعْكُوْفًا اَنْ يَّبْلُغَ مَحِلَّهٗ ؕ وَلَوْلَا رِجَالٌ مُّؤْمِنُوْنَ وَنِسَآءٌ مُّؤْمِنٰتٌ لَّمْ تَعْلَمُوْهُمْ اَنْ تَطَـُٔوْهُمْ فَتُصِيْبَكُمْ مِّنْهُمْ مَّعَرَّةٌۢ بِغَيْرِ عِلْمٍ ۚ لِيُدْخِلَ اللّٰهُ فِيْ رَحْمَتِهٖ مَنْ يَّشَآءُ ۚ لَوْ تَزَيَّلُوْا لَعَذَّبْنَا الَّذِيْنَ كَفَرُوْا مِنْهُمْ عَذَابًا اَلِيْمًا ﴿۲۶﴾

توهان وڙهڻ کان نٽا ڍجو).

**٢٦**۔اُهي(توهان جا دشمن)ئي هئا جن ڪفر ڪيو ۽ توهان کي مسجد حرام(جي زيارت) کان روڪيو.۽ اهڙيءَ طرح قربانين کي جيڪي(مڪي جي لاءِ)وقف ٿي چڪيون هيون (انهيءَ ڳالھ کان روڪي ڇڏيو تہ) اُهي پنهنجي منزل مقصود تائين پهچي سگهن. ۽ جيڪڏهن(مڪي ۾)ڪجهہ مومن مرد اهڙا نہ هجن ها ۽ ڪجهہ مومن عورتون اهڙيون نہ هجن ها جن کي توهان نہ ڄاڻيندا هئا ۽ اهو خطرو نہ هجي ها تہ توهان انهن کي نادانستہ پيرن جي هيٺان لتاڙي ويندا ۽ انهيءَ جي نتيجي ۾ توهان تي عيب لڳايو ويندو(تہ اسان توهانکي وڙهڻ ڏيون ها پر خدا روڪي رکيو) انهيءَ لاءِ تہ اللّٰه جنهن کي پسند ڪري ٿو انهيءَ کي پنهنجي رحمت ۾ داخل ڪري جيڪڏهن(لڪل مومن) ڪٿي هيڏانهن هوڏانهن ٿي وڃن ها تہ انهن(مڪي جي رهڻ وارن) مان جيڪي ڪافر هئا اسان انهن کي دردناڪ عذاب پهچايون ها.

اِذْ جَعَلَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا فِيْ قُلُوْبِهِمُ الْحَمِيَّةَ حَمِيَّةَ الْجَاهِلِيَّةِ فَاَنْزَلَ اللّٰهُ سَكِيْنَتَهٗ عَلٰى رَسُوْلِهٖ وَعَلَى الْمُؤْمِنِيْنَ

**٢٧**۔انَ وقت کي ياد ڪيو جڏهن ڪافرن پنهنجي دلين ۾ اهڙو طرفداريءَ جو روح ڦوڪيو جيڪو جاهليت جي طرفداريءَ جو روح هو،انهيءَ تي اللّٰه پنهنجي طرفان نازل

وَاَلْزَمَهُمْ كَلِمَةَ التَّقْوٰى وَكَانُوْٓا اَحَقَّ بِهَا وَاَهْلَهَا ؕ وَكَانَ اللّٰهُ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيْمًا ۟ ع

ٽيڻ وارو سڪون پنهنجي رسول جي دل تي ۽ مومنن جي دل تي لاٿو ۽ تقويٰ جي طريقي تي سندن قدم ڪي مضبوط ڪري ڇڏيو ۽ اُهي ئي انهيءَ جا وڌيڪ مستحق هئا ۽ انهيءَ جا لائق هئا ۽ اللّٰه هر هڪ شيءِ ڪي ڄاڻي ٿو.

لَقَدْ صَدَقَ اللّٰهُ رَسُوْلَهُ الرُّءْيَا بِالْحَقِّ ۚ لَتَدْخُلُنَّ الْمَسْجِدَ الْحَرَامَ اِنْ شَآءَ اللّٰهُ اٰمِنِيْنَ ۙ مُحَلِّقِيْنَ رُءُوْسَكُمْ وَمُقَصِّرِيْنَ ۙ لَا تَخَافُوْنَ ؕ فَعَلِمَ مَا لَمْ تَعْلَمُوْا فَجَعَلَ مِنْ دُوْنِ ذٰلِكَ فَتْحًا قَرِيْبًا ۟

٢٨- اللّٰه پنهنجي رسول ڪي انهيءَ رويا① جو مضمون پوريءَ طرح سچو ڪري ڏيڪاريو (جنهن ۾ اِهو بيان هو) ته توهان مسجد حرام ۾ جيڪڏهن خدا چاهيو ته امن سان ضرور داخل ٿيندؤ (۽)پنهنجا مٿا پوريءَ طرح ڪوڙايل يا ننڍا وار ڪرايل هوندؤ ڪنهن ڪان نه ڊڄندا هوندؤ سو اللّٰه اُهو ڪجهه ڄاڻي ورتو جيڪي توهان نه ڄاڻندا هئا ۽ هُن انهيءَ جي ويجهو هڪ ٻي فتح رکي ڇڏي② آهي.

هُوَ الَّذِيْٓ اَرْسَلَ رَسُوْلَهٗ بِالْهُدٰى وَدِيْنِ الْحَقِّ لِيُظْهِرَهٗ عَلَى الدِّيْنِ كُلِّهٖ ؕ

٢٩-اُهو خدا ئي آهي جنهن پنهنجي رسول ڪي هدايت ۽ حق واري دين سان موڪليو آهي انهيءَ لاءِ ته سڀني دينن تي انهيءَ ڪي غالب

١-رسول ڪريمﷺ جن خواب ۾ ڏٺو هو ته اسان ڪعبي جو طواف ڪري رهيا آهيون.ان خواب ڪي پورو ڪرڻ لاءِ پاڻ سڳورا مڪي وڃڻ لاءِ روانا ٿيا.پر حديبيه جي جاءِ تي روڪيا ويا.آخر ڪافرن درخواست ڪئي ته هن سال طواف نه ڪيو. پر ايندڙ سال اسان توهانجو رستو ڪليل ڇڏي ڏينداسين ان وقت طواف ڪري وڃجو.ان درخواست ڪي پاڻ سڳورن منظور ڪري ورتو ۽ ناهه ۾ شامل ڪري ورتو.انهيءَ وعدي ڏانهن هن آيت ۾ اشارو آهي.

٢-هيءَ وري خيبر جي فتح جو ذڪر آهي.

وَكَفٰى بِاللّٰهِ شَهِيْدًا ﴿٢٩﴾

كري ڇڏي ۽ الله ئي ڪافي شاهد آهي.

مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ ؕ وَالَّذِيْنَ مَعَهٗۤ اَشِدَّآءُ عَلَى الْكُفَّارِ رُحَمَآءُ بَيْنَهُمْ تَرٰىهُمْ رُكَّعًا سُجَّدًا يَّبْتَغُوْنَ فَضْلًا مِّنَ اللّٰهِ وَرِضْوَانًا ؗ سِيْمَاهُمْ فِيْ وُجُوْهِهِمْ مِّنْ اَثَرِ السُّجُوْدِ ؕ ذٰلِكَ مَثَلُهُمْ فِي التَّوْرٰىةِ ۛۚ وَمَثَلُهُمْ فِي الْاِنْجِيْلِ ۛ۫ كَزَرْعٍ اَخْرَجَ شَطْـَٔهٗ فَاٰزَرَهٗ فَاسْتَغْلَظَ فَاسْتَوٰى عَلٰى سُوْقِهٖ يُعْجِبُ الزُّرَّاعَ لِيَغِيْظَ بِهِمُ الْكُفَّارَ ؕ وَعَدَ اللّٰهُ

**٣٠**-محمد الله جو رسول آهي ۽ جيڪي ساڻهو انهيءَ سان آهن اُهي ڪافرن جي مقابلي ۾ ڏاڍو جوش رکن ٿا،پر پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان ڀلائي ڪرڻ وارا آهن جڏهن تون انهن کي ڏسندين انهن کي شرڪ کان پاڪ ۽ الله جو تابعدار لهندين،اُهي الله جي فضل ۽ رضا جي تلاش ۾ رهن ٿا، انهن جي سڃاڻپ انهن جي منهن تي سجدن جي نشانن جي ذريعي موجود آهي.سندن هيءَ حالت تورات ۾ بيان ٿيل آهي ۽ انجيل① ۾ سندن حالت هئين بيان آهي ته اُهي هڪ پوک ②وانگر( هوندا) جنهن ڦهرين ته پنهنجو اوڀڙ ڪڍيو- پوءِ انهيءَ کي(آسماني ۽

معانقة ٢ عند المتأخرين

١-هن آيت ۾ انجيل وارن جي پيٽ ۾ اسلامي حصي جو مثال بيان ڪيو ويو آهي جيڪو مسيح محمدي جي جماعت آهي.

٢-هن آيت ۾ ان پيشگوئيءَ ڏانهن اشارو ڪيو ويو آهي جيڪا متي باب ١٣ آيت ٣ تا ٩ ۾ هن ريت آهي ته:"هڪ پوکڻ وارو ٻج پوکڻ نڪتو ۽ پوکيندي ڪجهه داڻا رستي جي ڪپ تي ڪريا ۽ پکين اچي کاڌا ۽ ڪي جابلو زمين تي ڪريا جتي انهن کي گهڻي مٽي نه ملي ۽ اونهي مٽي نه هئڻ جي ڪري جلد ڦُٽي پيا ۽ جڏهن سج اُڀريو ته سڙي ويا ۽ پاڙ نه هجڻ جي ڪري سُڪي ويا ۽ ڪجهه جهنگ ۾ ڪريا.۽ ٻيلي ۾ ٻوٽن وڌي کين دٻائي ڇڏيو ۽ ڪجهه ڀلي زمين تي ڪريا ۽ ميوو آندائون. ڪي سئوڻُٽان ٿيا ته ڪي سَٺوٽا ته ڪي ٽيهُوٽا".قرآن مجيد جي هن آيت ۾ ٻڌايو ويو آهي ته محمدي امت ۾اچڻ واري مسيح جي قوم به اهڙي ئي هوندي جهڙوڪ ڀلي ٻني ۾ پوکيل داڻو ۽ الله تعاليٰ ان ۾ اهڙي برڪت پيدا ڪندو جو هڪ داڻي مان سٺ سٺ ستر ستر پر سئو سئو ٽا پيدا ٿيندا.پرهي يڪدم نه پر آهستي آهستي ٿيندو.

الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ مِنْهُمْ مَّغْفِرَةً وَّ اَجْرًا عَظِيْمًا ﴿٣٠﴾ ع ۴ ١٢

زميني خوراڪ جي ذريعي)مضبوط ڪيو ۽ اُهو اوپڙ وڏيڪ مضبوط ٿي ويو۔ پوءِ پنهنجي پاڙ تي مضبوطيءَ سان قائم ٿي ويو ايتري قدر جو زميندار کي پسند اچڻ لڳو۔ انهيءَ جو نتيجو اهو نڪرندو جو ڪافر انهن کي ڏسي جلندا.اللّٰه مومنن ۽ ايمان جي مطابق عمل ڪرڻ وارن سان اِهو واعدو ڪيو آهي ته کين مغفرت ۽ وڏو اجر ملندو.

## سُوْرَةُ الْحُجُرَاتِ مَدَنِيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ تِسْعَ عَشْرَةَ اٰيَةً وَّ رُكُوْعَانِ

سورت حجرات۔ هيءَ سورت مدني آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون اُڻويهه۱۹ آيتون ۽ ٻه۲ رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ﴿۱﴾

۱۔(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تُقَدِّمُوْا بَيْنَ يَدَيِ اللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ وَاتَّقُوا اللّٰهَ ؕ اِنَّ اللّٰهَ سَمِيْعٌ عَلِيْمٌ ﴿۲﴾

۲۔اي مومنو! اللّٰه ۽ ان جي رسول جي سامهون وڌي وڌي ڳالهيون نه ڪندا ڪيو، ۽ اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو، اللّٰه ڏاڍو ٻڌڻ وارو(۽)ڄاڻڻ وارو آهي.

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تَرْفَعُوْۤا اَصْوَاتَكُمْ فَوْقَ صَوْتِ النَّبِيِّ وَلَا تَجْهَرُوْا لَهٗ بِالْقَوْلِ كَجَهْرِ بَعْضِكُمْ لِبَعْضٍ اَنْ تَحْبَطَ اَعْمَالُكُمْ وَاَنْتُمْ لَا تَشْعُرُوْنَ ﴿۳﴾

۳۔اي مومنو! نبيءَ جي آواز کان پنهنجو آواز ڏاڍيان نه ڪندا ڪيو۔ ۽ نه اوچي آواز سان انهيءَ جي سامهون اهڙيءَ طرح سان ڳالهائيندا ڪيو جهڙيءَ طرح توهان پاڻ ۾ هڪ ٻئي جي اڳيان ڏاڍيان ڳالهائيندا آهيو۔ ائين نه ٿئي جو اوهان جا عمل ضايع ٿي وڃن ۽ توهان ڄاڻندا به نه هجو.

اِنَّ الَّذِيْنَ يَغُضُّوْنَ اَصْوَاتَهُمْ عِنْدَ رَسُوْلِ اللّٰهِ اُولٰٓئِكَ الَّذِيْنَ امْتَحَنَ اللّٰهُ قُلُوْبَهُمْ لِلتَّقْوٰى ؕ لَهُمْ مَّغْفِرَةٌ وَّاَجْرٌ عَظِيْمٌ ﴿۴﴾

۴۔اُهي ماڻهو جيڪي پنهنجي آوازن کي رسول جي سامهون جهڪو رکن ٿا،اُهي ئي آهن جن جي دلين جو اللّٰه تقويٰ جي لاءِ پوريءَ طرح جائزو وٺي چڪو آهي، ۽ انهن جي لاءِ بخشش ۽ وڏو اجر مقدر آهي.

اِنَّ الَّذِيْنَ يُنَادُوْنَكَ مِنْ وَّرَآءِ الْحُجُرٰتِ

۵۔اُهي ماڻهو جيڪي ڪمرن جي پٺين پنيان توکي سڏين ٿا، انهن مان اڪثر

أَكْثَرُهُمْ لَا يَعْقِلُونَ ۝

بيوقوف آهن.

وَلَوْ أَنَّهُمْ صَبَرُوا حَتّٰى تَخْرُجَ إِلَيْهِمْ لَكَانَ خَيْرًا لَّهُمْ ۚ وَاللّٰهُ غَفُورٌ رَّحِيمٌ ۝٦

٦-جيڪڏهن اُهي انهيءَ وقت تائين انتظار ڪن ها جو تون انهن وٽ نڪري ٻاهر اچين ها تہ اِهو انهن جي لاءِ بهتر ٿئي ها ۽ اللّٰه ڏاڍو بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

يٰٓأَيُّهَا الَّذِينَ اٰمَنُوٓا إِنْ جَآءَكُمْ فَاسِقٌۢ بِنَبَإٍ فَتَبَيَّنُوٓا أَنْ تُصِيبُوا قَوْمًا بِجَهَالَةٍ فَتُصْبِحُوا عَلٰى مَا فَعَلْتُمْ نٰدِمِينَ ۝٧

٧-اي مومنو! جيڪڏهن توهان وٽ ڪو فاسق ڪا اهم خبر آڻي، تہ انهيءَ جي جاچ پڙتال ڪندا ڪيو- ائين نہ ٿئي جو توهان ناواقفيءَ سان ڪنهن قوم تي حملو ڪري ڏيو، ۽ پوءِ پنهنجي ڪئي تي شرمندا ٿي پئو.

وَاعْلَمُوٓا أَنَّ فِيكُمْ رَسُولَ اللّٰهِ ۚ لَوْ يُطِيعُكُمْ فِي كَثِيرٍ مِّنَ الْأَمْرِ لَعَنِتُّمْ وَلٰكِنَّ اللّٰهَ حَبَّبَ إِلَيْكُمُ الْإِيمَانَ وَزَيَّنَهُ فِي قُلُوبِكُمْ وَكَرَّهَ إِلَيْكُمُ الْكُفْرَ وَالْفُسُوقَ وَالْعِصْيَانَ ۚ أُولٰٓئِكَ هُمُ الرّٰشِدُونَ ۝٨

٨-۽ ڄاڻو تہ هن وقت اللّٰه جو رسول توهان ۾ موجود آهي، جيڪڏهن اڪثر ڪمن ۾ هُو توهانجي ڳالهہ مڃيندو ڪري تہ توهان تڪليف ۾ پئجي وڃو- پر اللّٰه توهانجي نگاهہ ۾ ايمان ڪي پيارو بڻايو آهي ۽ توهانجي دلين ۾ انهيءَ ڪي خوبصورت ڪري ڏيکاريو آهي ۽ توهانجي نگاهہ ۾ ڪفر ۽ اطاعت مان نڪري وڃڻ ۽ نافرماني ڪرڻ ڪي ناپسند ڪري ڏيکاريو آهي (جيڪي ماڻهو هِن آيت جي تصديق ڪرڻ وارا آهن) اُهي ئي ماڻهو سڌي رستي تي آهن.

فَضْلًا مِّنَ اللّٰهِ وَنِعْمَةً ۚ وَاللّٰهُ عَلِيمٌ حَكِيمٌ ۝٩

٩-(اِهو صرف) اللّٰه جي فضل ۽ نعمت جي ڪري آهي ۽ اللّٰه چڱيءَ طرح ڄاڻڻ

وَاِنۡ طَآٮِٕفَتٰنِ مِنَ الۡمُؤۡمِنِيۡنَ اقۡتَتَلُوۡا فَاَصۡلِحُوۡا بَيۡنَهُمَا‌ ۚ فَاِنۡۢ بَغَتۡ اِحۡدٰٮهُمَا عَلَى الۡاُخۡرٰى فَقَاتِلُوا الَّتِىۡ تَبۡغِىۡ حَتّٰى تَفِىۡٓءَ اِلٰٓى اَمۡرِ اللّٰهِ‌ ۚ فَاِنۡ فَآءَتۡ فَاَصۡلِحُوۡا بَيۡنَهُمَا بِالۡعَدۡلِ وَاَقۡسِطُوۡا‌ ؕ اِنَّ اللّٰهَ يُحِبُّ الۡمُقۡسِطِيۡنَ ⑩

وارو(ءِ) حڪمت وارو آهي.

**١٠**-ءِ جيڪڏهن مومنن جا ٻه گروهه① پاڻ ۾ وڙهي پون ته انهن ٻنهي ② ۾ صلح ڪرائي ڇڏيو ءِ پوءِ جيڪڏهن صلح تي وڃڻ ڪانپوءِ انهن مان ڪو ٻئي تي چڙهائي ڪري،ته سيئي گڏجي انهيءَ چڙهائي ڪرڻ واري جي خلاف جنگ ڪيو-ايستائين جو هُو اللّٰه جي حڪم ڏانهن موٽي اچي پوءِ جيڪڏهن اهو اللّٰه جي حڪم ڏانهن موٽي اچي ته عدل③ سان انهن(ٻنهي وڙهڻ وارن)۾ صلح ڪرائي ڇڏيو ءِ انصاف④ ڪي مدنظر رکو اللّٰه انصاف ڪرڻ وارن ڪي پسند ڪري ٿو.

اِنَّمَا الۡمُؤۡمِنُوۡنَ اِخۡوَةٌ فَاَصۡلِحُوۡا

**١١**-مومنن⑤ جو ناتو پاڻ ۾ صرف ڀائرن

---

١- هن آيت ۾ UNO يو، اين، او جو نقشو بيان ڪيو ويو آهي. افسوس LEAGUE OF NATIONS ان تي پورو عمل نه ڪيو ءِ ناڪام رهي. UNO ٻه ڊڄي رهي آهي ءِ ناڪاميءَ جا آثار آهن. جيستائين هن آيت ۾ ٻڌايل ڳالهين تي پوري طرح يو، اين، او عمل نه ڪندي ڪامياب نه ٿيندي.

٢-لفظ مومن مان دوکو نه لڳڻ گهرجي. مومن جو لفظ ان ڪري رکيو ويو آهي ته مسلمان قومون مسلمانن جي وچه ۾ فيصلو ڪرائي سگهن ٿيون. نه ته اصول طور تي هي آيتون سيني قومن لاءِ پنهنجي اندر رهنمائي رکن ٿيون.

٣-يعني ناهه ڪرائڻ وقت پنهنجا فائدا اڳ نه رکندا ڪيو.اصل مسئلي جو فيصلو ڪرائيندا ڪيو.هن باري ۾ صرف هڪ مثال ملي ٿو ءِ اهو امريڪا جو آهي جنهن ڪوريا ءِ سويز جي جهيڙن ۾ هي نيڪ نمونو ڏيکاريو آهي.

٤- ان مان هيءَ مراد آهي ته انهن وڙهڻ وارين قومن ۾ ناهه ڪرائڻ وقت پنهنجو ڪو فائدو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نه ڪندا ڪيو.

٥-يعني جيڪڏهن ڪنهن وقت قوت پئجي ٻه وڃي ته انهن ڪي ياد رکڻ گهرجي ته انهن جو پاڻ ۾ وڏو تعلق اسلامي ڀائيچاري جو آهي.ننڍا ننڍا جهيڙا اسلامي ڀائيچاري ڪي ٽوڙڻ جو ڪارڻ نه ٿيڻ گهرجن.

بَيْنَ اَخَوَيْكُمْ وَاتَّقُوا اللّٰهَ لَعَلَّكُمْ تُرْحَمُوْنَ ۝١٠ ع

وارو آهي پوءِ توهان پنهنجن ٻن ڀائرن جي وچ ۾ جيڪي پاڻ ۾ وڙهندا هجن صلح ڪرائي ڇڏيندا ڪيو ۽ اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو انهيءَ لاءِ ته توهان تي رحم ڪيو وڃي.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا يَسْخَرْ قَوْمٌ مِّنْ قَوْمٍ عَسٰٓى اَنْ يَّكُوْنُوْا خَيْرًا مِّنْهُمْ وَلَا نِسَآءٌ مِّنْ نِّسَآءٍ عَسٰٓى اَنْ يَّكُنَّ خَيْرًا مِّنْهُنَّ ۚ وَلَا تَلْمِزُوْٓا اَنْفُسَكُمْ وَلَا تَنَابَزُوْا بِالْاَلْقَابِ ۭ بِئْسَ الِاسْمُ الْفُسُوْقُ بَعْدَ الْاِيْمَانِ ۚ وَمَنْ لَّمْ يَتُبْ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الظّٰلِمُوْنَ ۝١١

١٢-اي مومنو! ڪا قوم ڪنهن قوم ڪي پاڻ ڪان حقير سمجهي انهيءَ تي ٺٺول نه ڪندي ڪري، ممڪن آهي ته اها انهيءَ ڪان سٺي هجي ۽ نه (ڪنهن قوم جون) عورتون ٻي (قوم جي) عورتن ڪي گهٽ سمجهي انهن تي ڪل مسخري ڪن- ممڪن آهي جو اُهي (ٻي قوم يا حالتن واريون) عورتون انهن ڪان بهتر هجن ۽ نه توهان هڪ ٻئي ڪي طعنا ڏينداڪيو ۽ نه هڪ ٻئي ڪي خراب نالن سان ياد ڪندا ڪيو، ڇاڪاڻ ته ايمان ڪانپوءِ فرمانبرداريءَ مان نڪري وڃڻ هڪ تمام بري نالي جو مستحق بڻائي ڇڏي ٿو (يعني فاسق جو)۽ جيڪو به توبهه نه ڪندو اهو ظالم هوندو.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اجْتَنِبُوْا كَثِيْرًا مِّنَ الظَّنِّ ۡ اِنَّ بَعْضَ الظَّنِّ اِثْمٌ وَّلَا تَجَسَّسُوْا وَلَا يَغْتَبْ بَّعْضُكُمْ بَعْضًا ۭ اَيُحِبُّ اَحَدُكُمْ اَنْ يَّاْكُلَ لَحْمَ اَخِيْهِ مَيْتًا فَكَرِهْتُمُوْهُ ۭ وَاتَّقُوا اللّٰهَ ۭ اِنَّ اللّٰهَ

١٣-اي ايمان وارؤ! گهڻن گمانن ڪان بچندا ڪيو، ڇو جو ڪي گمان گناهه بڻجي ويندا آهن، ۽ تَجَسُسَ ڪان ڪم نه وٺندا ڪيو ۽ توهان مان ڪي به، ڪنهن جي غيبت نه ڪندا ڪن ڇا توهان مان ڪو پنهنجي مُئل ڀاءُ جو گوشت ڪائڻ پسند ڪندو (جيڪڏهن توهان ڏانهن اِها ڳالهه منسوب

تَوَّابٌ رَّحِيْمٌ ﴿١٣﴾

كئي وجي تہ)توهان انهيءَ کي ناپسند ① ڪندؤ ۽ اللّٰہ جي تقويٰ اختيار ڪيو، اللّٰہ گھڻو توبہ قبول ڪرڻ وارو(۽)بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

يٰٓاَيُّهَا النَّاسُ اِنَّا خَلَقْنٰكُمْ مِّنْ ذَكَرٍ وَّ اُنْثٰى وَجَعَلْنٰكُمْ شُعُوْبًا وَّ قَبَآئِلَ لِتَعَارَفُوْا ؕ اِنَّ اَكْرَمَكُمْ عِنْدَ اللّٰهِ اَتْقٰىكُمْ ؕ اِنَّ اللّٰهَ عَلِيْمٌ خَبِيْرٌ ﴿١٤﴾

١٤- اي انسانو! اسان توهانکي مرد ۽ عورت مان پيدا ڪيو آهي ۽ توهانکي ڪيترن ئي گروهن ۽ قبيلن ۾ ورهائي ② ڇڏيو آهي انهيءَ لاءِ تہ توهان هڪ ٻئي کي سڃاڻو. اللّٰہ وٽ توهان مان وڌيڪ معزز اُهوئي آهي جيڪو سڀني کان وڌيڪ متقي آهي اللّٰہ يقيناً ڏاڍو علم رکڻ وارو(۽)گھڻي خبر رکڻ وارو آهي.

قَالَتِ الْاَعْرَابُ اٰمَنَّا ؕ قُلْ لَّمْ تُؤْمِنُوْا وَلٰكِنْ قُوْلُوْٓا اَسْلَمْنَا وَلَمَّا يَدْخُلِ الْاِيْمَانُ فِيْ قُلُوْبِكُمْ ؕ وَاِنْ تُطِيْعُوا اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ لَا يَلِتْكُمْ مِّنْ اَعْمَالِكُمْ شَيْـًٔا ؕ اِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿١٥﴾

١٥- اعراب③ چون ٿا تہ اسان ايمان آندو آهي تون انهن کي چئو تہ توهان حقيقتاً ايمان نہ آندو آهي پر توهان اِهو چوندا ڪيو تہ اسان ظاهري طور تي فرمانبرداري قبول ڪئي آهي.چو جو(اي اعراب)اجا ايمان توهانجي دلين ۾ حقيقتاً داخل نہ ٿيو آهي.۽ اي مومنو!جيڪڏهن توهان اللّٰہ ۽ انهيءَ جي رسول جي سچي اطاعت ڪندؤ،تہ اُهو توهانجن عملن مان ڪو

١ـ پوءِ غيبت چو ڪندا آهيو جيڪڏهن اهڙي ئي خراب شيءِ آهي.

٢ـ يعني قومون ۽ نسلَ صرف سڃاڻپ جي لاءِ آهن جيڪو انهن جي ذريعي فخر ۽ تڪبر ڪري ٿو اهو اسلام جي خلاف عمل ڪندڙ آهي.

٣ـ اعراب هڪ اصطلاح آهي جنهن جي معنيٰ هيءَ آهي تہ جهنگ ۾ رهڻ وارا.اهڙا عرب جيڪي ظاهري تعليم ۽ تهذيب کان محروم هئا.

عمل ۾ ضايع ٿيڻ نہ ڏيندو اللّٰه ڏاڍو بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

اِنَّمَا الْمُؤْمِنُوْنَ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا بِاللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ ثُمَّ لَمْ يَرْتَابُوْا وَجٰهَدُوْا بِاَمْوَالِهِمْ وَاَنْفُسِهِمْ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ ؕ اُولٰٓئِكَ هُمُ الصّٰدِقُوْنَ ﴿١٦﴾

١٦- مومن اُهي ئي هوندا آهن جيڪي اللّٰه ۽ انهيءَ جي رسول تي ايمان آڻيندا آهن- پوءِ شڪ ۾ مبتلا نہ ٿيندا آهن ۽ پنهنجي مالن ۽ پنهنجي جانين جي ذريعي اللّٰه جي واٽ ۾ جهاد ڪندا آهن اِهي ئي ماڻهو سچا آهن.

قُلْ اَتُعَلِّمُوْنَ اللّٰهَ بِدِيْنِكُمْ ؕ وَاللّٰهُ يَعْلَمُ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَمَا فِي الْاَرْضِ ؕ وَاللّٰهُ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيْمٌ ﴿١٧﴾

١٧- تون چوءُ ڇا توهان اللّٰه کي پنهنجي دين کان واقف ڪيو ٿا ۽ اللّٰه تہ انهيءَ کي بہ ڄاڻي ٿو جيڪو آسمانن ۾ آهي ۽ جيڪي زمين ۾ آهي ۽ اللّٰه (انهيءَ کان علاوه بہ) هر هڪ شيءِ کي ڄاڻي ٿو.

يَمُنُّوْنَ عَلَيْكَ اَنْ اَسْلَمُوْا ؕ قُلْ لَّا تَمُنُّوْا عَلَيَّ اِسْلَامَكُمْ ۚ بَلِ اللّٰهُ يَمُنُّ عَلَيْكُمْ اَنْ هَدٰىكُمْ لِلْاِيْمَانِ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ﴿١٨﴾

١٨- اِهي (اعراب) پنهنجي اسلام آڻڻ جو توتي احسان جتائين ٿا تون چئو پنهنجي اسلام آڻڻ جو احسان مون تي نہ ڪيو- حقيقت هيءَ آهي تہ اللّٰه توهانکي ايمان ڏانهن هدايت ڏيڻ جو توهان تي احسان ڪيو آهي جيڪڏهن توهان (انهيءَ دعويٰ ۾) سچا آهيو (تہ ايمان آندو اٿو. تہ انهيءَ حقيقت کي قبول ڪيو).

اِنَّ اللّٰهَ يَعْلَمُ غَيْبَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ وَاللّٰهُ بَصِيْرٌ بِمَا تَعْمَلُوْنَ ﴿١٩﴾ ع

١٩- اللّٰه آسمانن جو غيب بہ ڄاڻي ٿو ۽ زمين جو بہ- ۽ اللّٰه توهانجن عملن کي چڱيءَ طرح ڏسي رهيو آهي.

سُوْرَةُ قٓ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ سِتٌّ وَّ اَرْبَعُوْنَ ايَةً وَّ ثَلاثَةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت قٓ- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ڇائيتاليهه٤٦ آيتون ۽ ٽي٣ رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١-(مان) اللّٰــه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

قٓ ۚ وَالْقُرْاٰنِ الْمَجِيْدِ ۚ ②

٢-قادر خدا هن سورت جو نازل ڪرڻ وارو آهي. اسان انهيءَ بزرگي واري قرآن کي(هن سورت جي سچائي جي) شاهديءَ طور پيش ڪيون ٿا.

بَلْ عَجِبُوْٓا اَنْ جَآءَهُمْ مُّنْذِرٌ مِّنْهُمْ فَقَالَ الْكٰفِرُوْنَ هٰذَا شَيْءٌ عَجِيْبٌ ۚ ③

٣-پر اِهي ماڻهو تعجب ڪن ٿا ته اُنهن وٽ اُنهن مان ئي ڊيڄارڻ(۽ هوشيار ڪرڻ) وارو هڪ شخص آيو آهي ۽ ڪافر چون ٿا، اها ڪا عجيب ڳالهه لڳي ٿي.

ءَاِذَا مِتْنَا وَكُنَّا تُرَابًا ۚ ذٰلِكَ رَجْعٌۢ بَعِيْدٌ ④

٤-ڇا جڏهن اسان مري ويندا سين ۽ مٽي ٿي ويندا سين( ته پوءِ پيهر جيئرا ٿي ويندا سين؟) اِهو موٽڻ ته(عقل کان)پري آهي.

قَدْ عَلِمْنَا مَا تَنْقُصُ الْاَرْضُ مِنْهُمْ ۚ وَعِنْدَنَا كِتٰبٌ حَفِيْظٌ ⑤

٥-اسان کي چڱي طرح معلوم آهي اُهو به جيڪي زمين انهن مان گهٽ ڪري ٿي(۽ اهو به①جيڪو وڌائي ٿي)۽ اسان وٽ

١- اڳم لکيو ويو آهي ته هڪ ٻئي جي مقابلي ۾ آيل لفظن مان جڏهن هڪ بيان ڪيو وڃي ته عربي قاعدي جي مطابق ٻيو به ضرورت جي مطابق محذوف سمجهيو ويندو آهي ان قاعدي جي مطابق ”گهٽ ڪندي آهي“ جي مقابلي ۾ اسان ”وڌيڪ ڪندي آهي“ جا لفظ محذوف ڪڍيا آهن. هن آيت ۾ گهٽ ڪرڻ جو مطلب هي آهي ته مرڻ ڪانپوءِ مٽي انهن کي کائي ويندي آهي ۽ وڌيڪ ڪرڻ مان مراد هيءَ آهي ته مٽي جيڪا خوراڪ پيدا ڪندي آهي ان کي کائي کائي انساني جسم وڌندو آهي.

اهڙو ڪتاب آهي جيڪو هر شيءِ کي محفوظ رکي ٿو.

بَلْ كَذَّبُوْا بِالْحَقِّ لَمَّا جَآءَهُمْ فَهُمْ فِيْٓ اَمْرٍ مَّرِيْجٍ ۝٥

٦- ڳالهه هيءَ آهي ته اُنهن ماڻهن حق جو انڪار ڪري ڇڏيو. جڏهن اُهو انهن وٽ آيو انهيءَ ڪري اُهي هڪ اهڙي خيال ۾ پيل آهن جيڪو مليل جليل آهي (يعني سچ ۽ ڪوڙ انهن جي خيالن ۾ ملي ويا آهن).

اَفَلَمْ يَنْظُرُوْٓا اِلَى السَّمَآءِ فَوْقَهُمْ كَيْفَ بَنَيْنٰهَا وَزَيَّنّٰهَا وَمَا لَهَا مِنْ فُرُوْجٍ ۝٦

٧- ڇا انهن پنهنجي مٿان آسمان کي نه ڏٺو آهي ته اسان انهيءَ کي ڪهڙو بڻايو آهي ۽ ڪيس زينت ڏني آهي ۽ انهيءَ ۾ ڪا به ڦوٽ ڪانهي.

وَالْاَرْضَ مَدَدْنٰهَا وَاَلْقَيْنَا فِيْهَا رَوَاسِيَ وَاَنْۢبَتْنَا فِيْهَا مِنْ كُلِّ زَوْجٍۢ بَهِيْجٍ ۝٧

٨- ۽ زمين کي اسان وڇايو آهي ۽ انهيءَ ۾ جبل بڻايا آهن. پڻ اسان انهيءَ ۾ هر قسم جا خوبصورت جوڙا بڻايا آهن.

تَبْصِرَةً وَّذِكْرٰى لِكُلِّ عَبْدٍ مُّنِيْبٍ ۝٨

٩- اسان ڏانهن هر جهڪڻ واري ٻانهي جي لاءِ انهيءَ ڳالهه ۾ بصيرت ۽ نصيحت آهي.

وَنَزَّلْنَا مِنَ السَّمَآءِ مَآءً مُّبٰرَكًا فَاَنْۢبَتْنَا بِهٖ جَنّٰتٍ وَّحَبَّ الْحَصِيْدِ ۝٩

١٠- ۽ اسان ڪڪر مان برڪت وارو پاڻي وسايو آهي پوءِ انهيءَ جي ذريعي اسان باغ اپايا آهن ۽ لُنجڻ واري پوک جو اناج به.

وَالنَّخْلَ بٰسِقٰتٍ لَّهَا طَلْعٌ نَّضِيْدٌ ۝١٠

١١- ۽ ڊگها ڊگها کجين جا وڻ به (اپائيندا آهيون) جن ۾ ڦرن جا گوشا لڳن ٿا جيڪي چڱيءَ طرح هڪ ٻئي مٿان چڙهيل ⑴ هوندا آهن.

رِّزْقًا لِّلْعِبَادِ ۙ وَاَحْيَيْنَا بِهٖ بَلْدَةً مَّيْتًا ۭ

١٢- (اسان) ٻانهن کي رزق ڏيڻ جي لاءِ (ائين ڪيو آهي) ۽ اسان انهيءَ (پاڻي) جي

١- يعني تمام گهڻا ۽ گهاٽا ٿيندا آهن.

كَذٰلِكَ الْخُرُوْجُ ⑪

ذريعي مئل ملڪ کي جيئرو ڪيون ٿا. اهڙيءَ طرح سڀ ڪانپوءِ نڪرڻ به ٿيندو.

كَذَّبَتْ قَبْلَهُمْ قَوْمُ نُوْحٍ وَّ اَصْحٰبُ الرَّسِّ وَثَمُوْدُ ⑫

١٢- انهن کان پهرين نوح جي قوم ۽ کوهه وارن ۽ ثمود

وَعَادٌ وَّ فِرْعَوْنُ وَ اِخْوَانُ لُوْطٍ ⑬

١٣- ۽ عاد ۽ فرعون ۽ لوط جي ڀائرن

وَّ اَصْحٰبُ الْاَيْكَةِ وَقَوْمُ تُبَّعٍ ؕ كُلٌّ كَذَّبَ الرُّسُلَ فَحَقَّ وَعِيْدِ ⑭

١٤- ۽ جهنگ① جي رهڻ وارن ۽ تُبع (يعني يمن جي ماڻهن) اسانجي رسولن کي ڪوڙو ڪيو هو ۽ آخر منهنجي عذاب جو واعدو پورو ٿي رهيو.

اَفَعَيِيْنَا بِالْخَلْقِ الْاَوَّلِ ؕ بَلْ هُمْ فِيْ لَبْسٍ مِّنْ خَلْقٍ جَدِيْدٍ ⑮

١٥- ڇا اسان پهرين پيدائش کان ٿڪجي پيا آهيون؟ (نه!) پر حقيقت هيءَ آهي جو اُهي ٻيهر پيدائش جي باري ۾ شڪ ۾ پيل آهن.

وَلَقَدْ خَلَقْنَا الْاِنْسَانَ وَنَعْلَمُ مَا تُوَسْوِسُ بِهٖ نَفْسُهٗ ۖۚ وَنَحْنُ اَقْرَبُ اِلَيْهِ مِنْ حَبْلِ الْوَرِيْدِ ⑯

١٦- ۽ اسان انسان کي پيدا ڪيو آهي ۽ جيڪي وسوسا انهيءَ جو نفس پيدا ڪري ٿو انهيءَ کان چڱيءَ طرح واقف آهيون ۽ اسان انهيءَ (انسان) کي انهيءَ جي ساهه واري رڳ کان به وڌيڪ ويجهو آهيون.

اِذْ يَتَلَقَّى الْمُتَلَقِّيٰنِ عَنِ الْيَمِيْنِ وَعَنِ الشِّمَالِ قَعِيْدٌ ⑰

١٧- جڏهن به ساڄي ② ۽ کابي وينل به شاهد انهيءَ جي سڄي ڇُر پُر کي محفوظ ڪندا وڃن ٿا.

١- لفظي معني ''بن وارا'' جي آهي پر هتي مراد يمن کان فلسطين ويندي اهو جهنگ آهي جيڪو مدين جي ويجهو واقع آهي.

٢- انسان سان اهڙا فرشتا يا انسان جي جسم جا حصا مقرر آهن جيڪي ان جي عملن کي محفوظ رکندا ويندا آهن. هتي انهن جو ذڪر آهي.

مَا يَلْفِظُ مِنْ قَوْلٍ اِلَّا لَدَيْهِ رَقِيْبٌ عَتِيْدٌ ﴿١٩﴾

**١٩**ـ ۽ (انسان) ڪا ڳالهه نه ڪندو جو انهيءَ وٽ انهيءَ جو ڪو نگران يا محافظ نه هجي.

وَجَآءَتْ سَكْرَةُ الْمَوْتِ بِالْحَقِّ ۭ ذٰلِكَ مَا كُنْتَ مِنْهُ تَحِيْدُ ﴿٢٠﴾

**٢٠**ـ ۽ موت جي بيهوشي يقيناً ايندي ۽ انهيءَ وقت اسان انهيءَ (يعني غافل انسان) کي چونداسين ته هيءُ اُها حالت آهي جنهن کان تون بچڻ چاهيندو هُئين.

وَنُفِخَ فِي الصُّوْرِ ۭ ذٰلِكَ يَوْمُ الْوَعِيْدِ ﴿٢١﴾

**٢١**ـ ۽ بگل ۾ ڦوڪيو ويندو، هيءُ عذاب جي واعدي جو ڏينهن آهي.

وَجَآءَتْ كُلُّ نَفْسٍ مَّعَهَا سَآئِقٌ وَّشَهِيْدٌ ﴿٢٢﴾

**٢٢**ـ ۽ هر جان(انهيءَ حالت ۾) ايندي جو انهيءَ سان هڪ هڪلڻ وارو به لڳل هوندو ۽ هڪ شاهد به هوندو.

لَقَدْ كُنْتَ فِيْ غَفْلَةٍ مِّنْ هٰذَا فَكَشَفْنَا عَنْكَ غِطَآءَكَ فَبَصَرُكَ الْيَوْمَ حَدِيْدٌ ﴿٢٣﴾

**٢٣**ـ ۽ (اسان چونداسين)تون انهيءَ (ڏينهن) کان غفلت ۾ پيل هُئين سو آخر① اسان تنهنجو پردو لاهي ڇڏيو ۽ اجوڪي ڏينهن تنهنجي نظر ڏاڍي تيز آهي(۽ ② تون سڀ ڪجهه ڏسي رهيو آهين.)

وَقَالَ قَرِيْنُهٗ هٰذَا مَا لَدَيَّ عَتِيْدٌ ﴿٢٤﴾

**٢٤**ـ ۽③ انهيءَ جوساٿي چوندو ته ٿورو هِن کي به ڏسو جيڪو مون وٽ تيار آهي (يعني انهيءَ جو عمل نامون).

١ـ يعني اج تون پنهنجي چڱائيءَ منڊائيءَ کي چڱيءَ طرح سمجهي رهيو آهين ۽ اُها دنياوي حالت وساري وينو آهين جڏهن ته پنهنجي هر قول ۽ فعل جي چڱي هئڻ تي ضد ڪندو هئين.

٢ـ يعني ان سان گڏ لڳل شاهد.

٣ـ يعني انساني عضوا يا فرشتا چوندا ته هنن جي قولن ۽ فعلن جو سڀ رڪارڊ اسان وٽ موجود آهي. ان ڪري هي ڪيئن به انڪار نٿو ڪري سگهي. اسانجي ڪاتي کي ڏسي وٺو سڄي ڳالهه توهان تي ثابت ٿي ويندي.

اَلۡقِيَا فِىۡ جَهَنَّمَ كُلَّ كَفَّارٍ عَنِيۡدٍ ۙ﴿۲۵﴾

**۲۵**-پوءِ اسان انهن ٻنهي (يعني هڪلڻ واري ۽ شاهد) کي چونداسين هر ڪنهن انڪار ڪرڻ واري حق جي دشمن

مَّنَّاعٍ لِّلۡخَيۡرِ مُعۡتَدٍ مُّرِيۡبِۙ﴿۲۶﴾

**۲۶**-نيڪيءَ کان روڪڻ واري حد کان وڌي وڃڻ واري ۽ شڪ ڪرڻ واري کي توهان ٻئي دوزخ ۾ وجهي ڇڏيو.

الَّذِىۡ جَعَلَ مَعَ اللّٰهِ اِلٰهًا اٰخَرَ فَاَلۡقِيٰهُ فِى الۡعَذَابِ الشَّدِيۡدِ ﴿۲۷﴾

**۲۷**-جيڪو اللّٰه سان ٻيا معبود ٺاهيندو هو. سو توهان اڄ انهيءَ کي سخت عذاب ۾ وجهي ڇڏيو.

قَالَ قَرِيۡنُهٗ رَبَّنَا مَاۤ اَطۡغَيۡتُهٗ وَلٰـكِنۡ كَانَ فِىۡ ضَلٰلٍۢ بَعِيۡدٍ ﴿۲۸﴾

**۲۸**-(۽) انهيءَ① جو ساٿي چوندو اي اسانجا رب! مون انهيءَ کان سرڪشي نه ڪرائي آهي پر هو خود ئي هڪ بي حد گمراهيءَ ۾ مبتلا هو.

قَالَ لَا تَخۡتَصِمُوۡا لَدَىَّ وَقَدۡ قَدَّمۡتُ اِلَيۡكُمۡ بِالۡوَعِيۡدِ ﴿۲۹﴾

**۲۹**-(انهيءَ تي خدا) فرمائيندو ، مون وٽ جهڳڙو نه ڪيو، ۽ ياد رکو ته مان توهان ڏانهن پهرين ئي عذاب جي خبر موڪلي چڪو آهيان.

مَا يُبَدَّلُ الۡقَوۡلُ لَدَىَّ وَمَاۤ اَنَا بِظَلَّامٍ لِّلۡعَبِيۡدِ ﴿۳۰﴾ ع ۲ ۱۴ ۱۶

**۳۰**-۽ منهنجي حضور ۾ ڪا ڳالهه بدلائي پيش نٿي ڪري سگهجي② ۽ نه مان پنهنجن ٻانهن تي ڪنهن قسم جو ظلم ڪرڻ وارو

١-يعني انسان هينئر ته هي ٿو چوي ته مونکي خدا گمراهه ڪيو پر قيامت جي ڏينهن ان جا نگهبان فرشتا يا ان جي جسم جا نگهبان عضوا چوندا ته اسان هن جي گمراهيءَ جو سبب ناهيون هي پاڻ گمراهه ٿيو هو ۽ پنهنجي گمراهيءَ جو پاڻ ذميوار آهي.

٢-مان جيڪي گواهه انسانن تي فرشتن منجهان يا ان جي عضون مان مقرر ڪيا آهن اُهي جرأت ئي نٿا ڪري سگهن ته منهنجي آڏو ڳالهه کي مٽائي پيش ڪن ڇاڪاڻ ته اُهي صرف گواهه ناهن بلڪ انهن وٽ ڪاتو به هوندو ۽ ڪاتي کي ڪو غلط قرار نٿو ڏئي سگهي.

آهيان①.

يَوۡمَ نَقُوۡلُ لِجَهَنَّمَ هَلِ امۡتَلَاۡتِ وَ تَقُوۡلُ هَلۡ مِنۡ مَّزِيۡدٍ ﴿٣١﴾

٣١-انهيءَ ڏينهن اسان جهنم کي چونداسين، ڇا تون ڀرجي وئين؟ ۽ اُهو چوندو، ڇا اڃا ڪجهه ٻيو به آهي؟

وَ اُزۡلِفَتِ الۡجَنَّةُ لِلۡمُتَّقِيۡنَ غَيۡرَ بَعِيۡدٍ ﴿٣٢﴾

٣٢-۽ انهيءَ ڏينهن جنت متقين جي اهڙي ويجهو② ڪئي ويندي جو اُهي انهيءَ کي محسوس ڪرڻ لڳندا.

هٰذَا مَا تُوۡعَدُوۡنَ لِكُلِّ اَوَّابٍ حَفِيۡظٍ ﴿٣٣﴾

٣٣-۽ چيو ويندو ته توهان مان هر جهڪڻ واري ۽ شريعت جي حفاظت ڪرڻ واري سان انهيءَ انعام جو واعدو ڪيو ويو هو.

مَنۡ خَشِىَ الرَّحۡمٰنَ بِالۡغَيۡبِ وَ جَآءَ بِقَلۡبٍ مُّنِيۡبِۨ ﴿٣٤﴾

٣٤-(يعني انهيءَ سان) جيڪو رحمٰن (خدا) کان لِڪ ۾ ڊڄندو هو ۽ جهڪڻ واريءَ دل سان انهيءَ وٽ آيو هو.

ادۡخُلُوۡهَا بِسَلٰمٍ ؕ ذٰلِكَ يَوۡمُ الۡخُلُوۡدِ ﴿٣٥﴾

٣٥-(اسان چونداسين ته) توهين سڀ سلامتيءَ سان جنت ۾ داخل ٿي وڃو، هي اُهو برڪت وارو ڏينهن آهي جو ڪڏهن ختم نه ٿيندو.

لَهُمۡ مَّا يَشَآءُوۡنَ فِيۡهَا وَ لَدَيۡنَا مَزِيۡدٌ ﴿٣٦﴾

٣٦-اُهي جيڪي ڪي انهيءَ ۾ چاهيندا سڀ کين ملندو ۽ اسان وٽ انهيءَ کان به وڌيڪ کين ڏيڻ لاءِ موجود آهي.

وَ كَمۡ اَهۡلَكۡنَا قَبۡلَهُمۡ مِّنۡ قَرۡنٍ هُمۡ اَشَدُّ

٣٧-۽ اسان انهن کان پهرين ڪيتريون

١-يعني مان شاهديءَ جو اهڙو بندوبست ڪري ڇڏيو آهي جنهن جو انڪار نٿو ڪري سگهجي ۽ منهنجي سزا کي ظالمائي سزا نٿو چئي سگهجي.

٢-يعني مومن ان ڏينهن جنت کي چڱيءَ طرح ڏسي سگهندا ته جيئن دليون مطمئن ٿين يا هيءَ مراد آهي ته آخري زماني ۾ دين جي ايتري تفسير ٿيندي جو هر مومن پنهنجي دل ۾ جنت کي ويجهو ڏسندو.

مِنۡهُمۡ بَطۡشًا فَنَقَّبُوۡا فِی الۡبِلَادِ ؕ هَلۡ مِنۡ مَّحِیۡصٍ ﴿۳۷﴾

ئي قومون تباهہ ڪري چڪا آهيون اُهي انهن کان وڌيڪ پڪڙ جو مادو رکنديون هيون پر (جڏهن عذاب آيو تہ) انهن ملڪ جي هڪ ڪنڊ ۾ پنهنجي بچاءَ جي لاءِ سرنگهون وڃائي①ڇڏيون پر(ظاهر آهي تہ)خدا جي عذاب کان بچڻ جي گنجائش ڪٿي ٿي سگهي ٿي.

اِنَّ فِیۡ ذٰلِکَ لَذِکۡرٰی لِمَنۡ کَانَ لَهٗ قَلۡبٌ اَوۡ اَلۡقَی السَّمۡعَ وَ هُوَ شَهِیۡدٌ ﴿۳۸﴾

۳۸-انهيءَ ۾ هر شخص جي لاءِ جنهن جي سوچڻ واري دل موجود آهي يا جيڪو ٻڌڻ جي لاءِ ڪن ڏئي ٿو ۽ غور بہ ڪري ٿو نصيحت آهي.

وَ لَقَدۡ خَلَقۡنَا السَّمٰوٰتِ وَ الۡاَرۡضَ وَ مَا بَیۡنَهُمَا فِیۡ سِتَّةِ اَیَّامٍ ٭ۖ وَّ مَا مَسَّنَا مِنۡ لُّغُوۡبٍ ﴿۳۹﴾

۳۹-۽ اسان آسمانن ۽ زمين کي ۽ جيڪي ڪي انهن جي وچ ۾ آهي- انهن سڀني کي ڇهن وقتن ۾ پيدا ڪيو پوءِ اسان بلڪل نہ ٿڪاسين ②.

فَاصۡبِرۡ عَلٰی مَا یَقُوۡلُوۡنَ وَ سَبِّحۡ بِحَمۡدِ رَبِّکَ قَبۡلَ طُلُوۡعِ الشَّمۡسِ وَ قَبۡلَ الۡغُرُوۡبِ ﴿ۚ۴۰﴾

۴۰- پوءِ جيڪي ڪي اُهي چون ٿا انهيءَ تي صبر ڪر ۽ سج نڪرڻ کان پهرين ۽ لهڻ کان پهرين پنهنجي رب جي تسبيح ڪندو ڪر.

وَ مِنَ الَّیۡلِ فَسَبِّحۡهُ وَ اَدۡبَارَ السُّجُوۡدِ ﴿۴۱﴾

۴۱-۽ رات جي وقت بہ انهيءَ جي تسبيح

---

١-يعني ملڪ ۾ اهڙا سامان پيدا ڪرڻ شروع ڪيا تہ جيئن هُو اُن عذاب کان بچي وڃن پر خدا جي سزا کان بچڻ لاءِ انسان جون اٽڪلون ڪاٿي ڪم ڏئي سگهنديون آهن.

٢-بائيبل ۾ آهي تہ خداتعاليٰ دنيا کي پيدا ڪيو ۽ ٿڪجي پيو ۽ ستين ڏينهن هُن ڏينهن آرام ڪيو.قرآن جي تعليم ڪيڏي نہ شاندار ۽ خداتعاليٰ جي شان جي مطابق آهي جڏهن تہ بائيبل جي تعليم خداتعاليٰ جي شان کي ڏسندي ڪيتري تہ قابل نفرت ۽ ڇڏي ڏيڻ لائق نظر اچي ٿي.

كندو كر ۽ هر عبادت جي پڇاڙيءَ ۾ بہ (ائين ئي كندو كر).

وَاسْتَمِعْ يَوْمَ يُنَادِ الْمُنَادِ مِنْ مَّكَانٍ قَرِيْبٍ ﴿٤٢﴾

٤٢-۽ (اي نبي!) ٻڌي ڇڏ تہ هڪ ڏينهن پكارڻ وارو ويجهڙي جڳهہ ① كان پكاريندو.

يَّوْمَ يَسْمَعُوْنَ الصَّيْحَةَ بِالْحَقِّ ؕ ذٰلِكَ يَوْمُ الْخُرُوْجِ ﴿٤٣﴾

٤٣-جنهن ڏينهن سڀئي ماڻهو هڪ پوري تي رهڻ واري عذاب جو آواز ٻڌندا. اِهو ڏينهن جيئرو ٿي نكرڻ جو ڏينهن هوندو②.

اِنَّا نَحْنُ نُحْيٖ وَنُمِيْتُ وَاِلَيْنَا الْمَصِيْرُ ﴿٤٤﴾

٤٤-اسان ئي جيئرو بہ كيون ٿا ۽ ماريون بہ ٿا ۽ اسان ڏانهن ئي موٽي اچڻو آهي.

يَوْمَ تَشَقَّقُ الْاَرْضُ عَنْهُمْ سِرَاعًا ؕ ذٰلِكَ حَشْرٌ عَلَيْنَا يَسِيْرٌ ﴿٤٥﴾

٤٥-انهيءَ ڏينهن جڏهن زمين انهن جي شرارتن جي سبب كان ڦاٽي پوندي (انهيءَ كي يادكر، ۽) اهي انهيءَ مان جلدي③ جلدي نكرندا. اِهو مُئلن جو جيئرو كرڻ اسان لاءِ آسان آهي.

نَحْنُ اَعْلَمُ بِمَا يَقُوْلُوْنَ وَمَآ اَنْتَ

٤٦- اسان انهن جي ڳالهين كان چڱيءَ

١-مراد هيءَ آهي تہ مكي وارن كي هوشيار كرڻ لاءِ اللّٰہ تعاليٰ رسول كريم ﷺ جي پوءِ لڳن مان بہ كي ماڻهو بيهاريندو رهندو جيئن تہ حضرت ابوبكرؓ عمرؓ عثمانؓ عليؓ ۽ عبداللّٰہ بن زبيرؓ مكي وارن مان بيهندا رهيا ۽ كين هوشيار كندا رهيا.

٢-جيئن تہ حضرت ابوبكرؓ جي زماني ۾ بہ مديني جي ويجهو قومون مرتد ٿي ويون هيون پر حضرت ابوبكرؓ كين پيهر اسلام ڏانهن آندو اهڙي طرح حضرت عمرؓ جي زماني ۾ قيصر ۽ كسريٰ جي شان جي كري مسلمان قبيلا ڊڄي ويا هئا پر حضرت عمرؓ وعظ ۽ نصيحت سان انهن ۾ وري پيهر نئين سِر جوش پيدا كيو ۽ انهن كي ساڻ وٺي قيصر ۽ كسريٰ كي شكست ڏني.

٣-يعني عذاب اچڻ تي پنهنجو علائقو ڇڏي هيڏانهن هوڏانهن ڀڄندا، پر كا نجات جي واٽ نہ ملندي.

عَلَيْهِمْ بِجَبَّارٍ ۚ فَذَكِّرْ بِالْقُرْاٰنِ مَنْ يَّخَافُ وَعِيْدِ ۝٤٦ ع ٣ ١٦ ١٧

طرح واقف آهيون، ۽ تون انهن تي هڪ جابر (بادشاهه)جي طور تي مقرر نہ ڪيو ويو آهين- سو تون قرآن سان صرف انهيءَ کي نصيحت ڪر جيڪو منهن جي عذاب جي پيشگوئين کان ڊڄي ٿو.

## سُوْرَةُ الذّٰرِيٰتِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ اِحْدٰى وَ سِتُّوْنَ اٰيَةً وَّ ثَلاَ ثَةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت ذاريات۔ هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ايڪهٺ آيتون ۽ ٽي رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ① — ١۔(مان) اللّٰــه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

وَالذّٰرِيٰتِ ذَرْوًا ② — ٢۔اسان اُنهن(هوائن)ڪي شاهديءَ طور پيش ڪيون ٿا جيڪي (ڪکرن ڪي) اُڏائيندڙيون وتن ٿيون.

فَالْحٰمِلٰتِ وِقْرًا ③ — ٣۔وري (بارش جو) بوجهه کڻي وتن ٿيون.

فَالْجٰرِيٰتِ يُسْرًا ④ — ٤۔پوءِ آهستگيءَ سان هلن ٿيون.

فَالْمُقَسِّمٰتِ اَمْرًا ⑤ — ٥۔۽ آخر اسانجي حڪم(يعني بارش)ڪي (زمين ۾) تقسيم ڪري ڇڏينديون آهن.

اِنَّمَا تُوْعَدُوْنَ لَصَادِقٌ ⑥ — ٦۔توهان سان جيڪو واعدو ڪيو وڃي ٿو اهو ضرور پورو ٿي① رهندو.

وَّاِنَّ الدِّيْنَ لَوَاقِعٌ ⑦ — ٧۔۽ جزا سزا ضرور واقع ٿي رهندي.

---

١۔هنن آيتن ۾ صحابهؓ ڪي يا سندن تبليغي جدوجهد ڪي هوائن جهڙو قرار ڏنو ويو آهي ۽ ٻڌايو ويو آهي ته صحابه يا سندن تبليغي جدوجهد قرآن مجيد جي پاڻيءَ ڪي چئني پاسي اڏائي کڻي ويندي ۽ سندن تبليغي جدوجهد ڏينهون ڏينهن مضبوط ٿيندي ويندي ايستائين جو سندن ڪنيل تبليغي بادل پاڻيءَ سان پرجي ويندو ۽ پوءِ اهي ماڻهن جي دلين تي اسلام جو اهڙي طرح قبضو ڪري وٺندا جو سندن تبليغي جدوجهد آسانيءَ سان پکڙڻ شروع ٿي ويندي ۽ ڪفر پنهنجي مقابلي ۾ ڪمزور ٿي ويندو سو ان جو نتيجو هي ٿيندو ته هو اسلام ڪي دنيا جي مختلف ملڪن ۾ پکيڙي ڇڏيندا ۽ آخر اسلام غالب ٿي ويندو ۽ جنهن ڪاميابيءَ جي خبر توهان ڪي ڏني ٿي وڃي اها پوري ٿي ويندي.

| | |
|---|---|
| وَالسَّمَآءِ ذَاتِ الۡحُبُكِ ۙ﴿۸﴾ | ٨-انَ جي ثبوت ۾ اسان انهيءَ آسمان کي پيش ڪيون ٿا جنهن ۾ تارن① جا رستا آهن. |
| اِنَّكُمۡ لَفِىۡ قَوۡلٍ مُّخۡتَلِفٍ ۙ﴿۹﴾ | ٩-توهان سيئي هڪ اختلافي ڳالهه ۾ مبتلا آهيو. |
| يُّؤۡفَكُ عَنۡهُ مَنۡ اُفِكَ ؕ﴿۱۰﴾ | ١٠-جنهن جي سببان اهو ئي شخص حق کان ڦيرايو وڃي ٿو جنهن جو حق کان ڦيرائڻ جو حڪم صادر ٿي ويندو آهي. |
| قُتِلَ الۡخَرّٰصُوۡنَ ۙ﴿۱۱﴾ | ١١-خيالي ڳالهيون ڪرڻ وارا هلاڪ ٿي ويا. |
| الَّذِيۡنَ هُمۡ فِىۡ غَمۡرَةٍ سَاهُوۡنَ ۙ﴿۱۲﴾ | ١٢-جيڪي گمراهيءَ جي اونهائين ۾ پئجي حق کي ڀلائي رهيا آهن. |
| يَسۡـَٔلُوۡنَ اَيَّانَ يَوۡمُ الدِّيۡنِ ؕ﴿۱۳﴾ | ١٣- اُهي پڇن ٿا ته جزا سزا جو وقت ڪڏهن ايندو؟ |
| يَوۡمَ هُمۡ عَلَى النَّارِ يُفۡتَنُوۡنَ ﴿۱۴﴾ | ١٤- (تون چئو) انهيءَ وقت(ايندو)جڏهن کين باهه جي عذاب ۾ مبتلا ڪيو ويندو. |
| ذُوۡقُوۡا فِتۡنَتَكُمۡ ؕ هٰذَا الَّذِىۡ كُنۡتُمۡ بِهٖ تَسۡتَعۡجِلُوۡنَ ﴿۱۵﴾ | ١٥- (۽ چيو ويندو ته) پنهنجو عذاب چکو هيءُ اُهوئي(عذاب آهي)جنهن کي توهان جلدي گهرندا هئا. |
| اِنَّ الۡمُتَّقِيۡنَ فِىۡ جَنّٰتٍ وَّعُيُوۡنٍ ۙ﴿۱۶﴾ | ١٦-متقي باغن ۽ چشمن ۾ رهندا. |
| اٰخِذِيۡنَ مَاۤ اٰتٰهُمۡ رَبُّهُمۡ ؕ اِنَّهُمۡ كَانُوۡا قَبۡلَ ذٰلِكَ مُحۡسِنِيۡنَ ؕ﴿۱۷﴾ | ١٧-(۽)انهن جو رب کين جيڪي ڪجهه ڏيندو اُهي وٺندا ويندا- هُو انهيءَ وقت کان پهرين پوريءَ طرح حڪمن جي بجا آوري ڪرڻ وارا هئا. |
| كَانُوۡا قَلِيۡلًا مِّنَ الَّيۡلِ مَا يَهۡجَعُوۡنَ ﴿۱۸﴾ | ١٨-راتن جو گهٽ ئي سمهندا هئا. |

١ -ان مان مراد هي آهي ته مٿين فضا ۾ تارن جي هلڻ جا رستا آهن.

وَبِالۡاَسۡحَارِ هُمۡ يَسۡتَغۡفِرُوۡنَ ﴿١٩﴾

**١٩-** ۽ صبح جي وقت ۾ اُهي استغفار ڪندا هئا.

وَفِيۡۤ اَمۡوَالِهِمۡ حَقٌّ لِّلسَّآئِلِ وَالۡمَحۡرُوۡمِ ﴿٢٠﴾

**٢٠-** ۽ انهن جي مالن ۾ گهرڻ وارن جو ۽ حق هو ۽ جيڪي گهري① نٿي سگهيا انهن جو ۽ (حق هو).

وَفِي الۡاَرۡضِ اٰيٰتٌ لِّلۡمُوۡقِنِيۡنَ ﴿٢١﴾

**٢١-** ۽ زمين ۾ يقين ڪرڻ وارن جي لاءِ ڪيترائي نشان آهن.

وَفِيۡۤ اَنۡفُسِكُمۡ ؕ اَفَلَا تُبۡصِرُوۡنَ ﴿٢٢﴾

**٢٢-** ۽ توهانجن پنهنجن جانين ۾ ۽، ڇا توهان ڏسو نٿا؟

وَفِي السَّمَآءِ رِزۡقُكُمۡ وَمَا تُوۡعَدُوۡنَ ﴿٢٣﴾

**٢٣-** ۽ آسمان ۾ توهانجو رزق ۽ آهي ۽ جيڪي ڪي (انهيَ ڪانسواءِ) واعدو ڪيو وڃي ٿو، اُهو ۽ (آهي).

فَوَرَبِّ السَّمَآءِ وَالۡاَرۡضِ اِنَّهٗ لَحَقٌّ مِّثۡلَ مَاۤ اَنَّكُمۡ تَنۡطِقُوۡنَ ﴿٢٤﴾ ع

**٢٤-** سو آسمانن ۽ زمين جي رب جو قسم (ته جڏهن اِهي ڳالهيون پوريون ٿينديون ته خبر پئجي ويندي ته) هي (قرآن) اهڙيءَ طرح هڪ حقيقت آهي جهڙيءَ طرح توهانجو ڳالهيون ڪرڻ.

هَلۡ اَتٰىكَ حَدِيۡثُ ضَيۡفِ اِبۡرٰهِيۡمَ الۡمُكۡرَمِيۡنَ ﴿٢٥﴾

**٢٥-** ڇا تو وٽ ابراهيم جي معزز مهمانن جي خبر پهتي آهي.

اِذۡ دَخَلُوۡا عَلَيۡهِ فَقَالُوۡا سَلٰمًا ؕ قَالَ سَلٰمٌ ۚ قَوۡمٌ مُّنۡكَرُوۡنَ ﴿٢٦﴾

**٢٦-** جڏهن اُهي انهيءَ وٽ آيا ته انهن چيو (اسان توکي) سلام (چئون ٿا) هنَ چيو (مان ۽ چوان ٿو ته) توهانجي لاءِ (خدا جي

---

**١-** يعني جانور وغيره جيڪي ڳالهائي نٿا سگهن يا اهڙا شريف ماڻهو جيڪي گُهرڻ ۾ بي عزتي پائيندا آهن.

فَرَاغَ اِلٰٓى اَهۡلِهٖ فَجَآءَ بِعِجۡلٍ سَمِيۡنٍ ۙ﴿۲۷﴾

فَقَرَّبَهٗٓ اِلَيۡهِمۡ قَالَ اَلَا تَاۡكُلُوۡنَ ﴿۲۸﴾

فَاَوۡجَسَ مِنۡهُمۡ خِيۡفَةً ؕ قَالُوۡا لَا تَخَفۡ ؕ وَبَشَّرُوۡهُ بِغُلٰمٍ عَلِيۡمٍ ﴿۲۹﴾

فَاَقۡبَلَتِ امۡرَاَتُهٗ فِىۡ صَرَّةٍ فَصَكَّتۡ وَجۡهَهَا وَقَالَتۡ عَجُوۡزٌ عَقِيۡمٌ ﴿۳۰﴾

قَالُوۡا كَذٰلِكِ ۙ قَالَ رَبُّكِ ؕ اِنَّهٗ هُوَ

طرفان) دائمي① سلامتي مقدر آهي(۽ دل ۾ چيائين تہ) هي ماڻهو اوپرا معلوم ٿين ٿا.

**٢٧**-پوءِ هو ماٺ ڪري پنهنجي گهروارن ڏانهن هليو ويو ۽ هڪ ڀُڳل ڳابو ڪٽي آيو.

**٢٨**-۽ انڪي سندن اڳيان رکيائين(پوءِ) چيائين، ڇا توهان ڪجهہ کائڻ پسند نہ ڪندا؟

**٢٩**-۽ (دل ۾)اُنهن کان ڪجهہ ڊنو (اُهي هُن جي حالت کي سمجهي ويا)۽ چوڻ لڳا، ڊِڄُ نہ۔ ۽ کيس هڪ علم واري نينگر جي بشارت ڏني.

**٣٠**-ايتري ۾ هنَ جي گهرواري اڳتي آئي جنهن جي منهن تي شرم جا آثار② هئا سو انهيءَ زور سان پنهنجا هٿ منهن تي هنيا ۽ چيائين۔ مان تہ هڪ سَنڍ پوڙهي آهيان.

**٣١**-انهيءَ چيو(اِهو سچ آهي تہ)تون اهڙي ئي آهين پر تنهنجي رب(اهو ئي)چيو آهي

١۔هيءُ اُها ڳالهہ آهي جيڪا صرف خداتعاليٰ چئي سگهي ٿو پر هتي حضرت ابراهيم عليه السلام ڏانهن منسوب آهي.ان جي هيءَ معنيٰ آهي تہ حضرت ابراهيم عليه السلام کي خبر پئجي وئي هئي تہ اُهي ماڻهو ڪهڙي اعليٰ روحاني مقام تي فائز آهن ۽ الــلّٰــه تعاليٰ جي رحمت جي ڇانو ۾ اچي ويا آهن.ان ڪري يقين سان چئي ڇڏيائين تہ مان بہ چوان ٿو تہ توهان لاءِ دائمي سلامتي مقدر آهي.

٢۔قرآن مجيد چوي ٿو تہ حضرت ابراهيم عليه السلام جي زال فِىۡ صَرَّةٍ آئي ۽ لغت ۾ صَرَّةٌ جي هڪ معنيٰ منهن جي ڪارنهن لکيل آهي.ان ڪري مطلب هي آهي تہ شرم ۽ حيا سان سندس منهن بدليل هو.

الْحَكِيْمُ الْعَلِيْمُ ﴿٣١﴾

(جيڪي اسان چيو آهي) هُو يقيناً وڏي حڪمت وارو (۽) وڏي علم وارو آهي.

قَالَ فَمَا خَطْبُكُمْ اَيُّهَا الْمُرْسَلُوْنَ ﴿٣٢﴾

٣٢-(انهيءَ تي ابراهيم) چيو اي رسولو! توهانجي ذمي ڪهڙو وڏو ڪم لڳايو ويو آهي.

قَالُوْٓا اِنَّآ اُرْسِلْنَآ اِلٰى قَوْمٍ مُّجْرِمِيْنَ ﴿٣٣﴾

٣٣-هُنن چيو اسان هڪ مجرم قوم ڏانهن موڪليا ويا آهيون.

لِنُرْسِلَ عَلَيْهِمْ حِجَارَةً مِّنْ طِيْنٍ ﴿٣٤﴾

٣٤-انهيءَ لاءِ ته انهن تي آليءَ مٽيءَ مان ٺهيل پٿريون (لاٽيون) وسايون①.

مُّسَوَّمَةً عِنْدَ رَبِّكَ لِلْمُسْرِفِيْنَ ﴿٣٥﴾

٣٥-جن تي تنهنجي رب جي طرفان حد کان وڌي وڃڻ وارن کي سزا ڏيڻ جي لاءِ نشان لڳايو ويو آهي.

فَاَخْرَجْنَا مَنْ كَانَ فِيْهَا مِنَ الْمُؤْمِنِيْنَ ﴿٣٦﴾

٣٦-۽ اسان انهيءَ بستيءَ ۾ جيترا مومن هئا انهن کي ڪيڍي ورتو.

فَمَا وَجَدْنَا فِيْهَا غَيْرَ بَيْتٍ مِّنَ الْمُسْلِمِيْنَ ﴿٣٧﴾

٣٧-۽ اسان انهيءَ بستيءَ ۾ پنهنجن فرمانبردارن جو صرف هڪ گهر لڌو.

وَتَرَكْنَا فِيْهَآ اٰيَةً لِّلَّذِيْنَ يَخَافُوْنَ الْعَذَابَ الْاَلِيْمَ ﴿٣٨﴾

٣٨-۽ اسان انهيءَ (بستيءَ) ۾ هڪ اهڙو نشان ڇڏيو جيڪو هميشه انهن ماڻهن جي ڪم ايندو جيڪي دردناڪ عذاب کان ڊڄڻ وارا هوندا.

وَفِيْ مُوْسٰٓى اِذْ اَرْسَلْنٰهُ اِلٰى فِرْعَوْنَ بِسُلْطٰنٍ مُّبِيْنٍ ﴿٣٩﴾

٣٩-۽ موسيٰ جي واقعي ۾ به (ڪيتريون ئي نشانيون هيون) جڏهن اسان هن کي فرعون ڏانهن هڪ ظاهر ظهور دليل ڏئي موڪليو.

---

١-ڏسو سورت عنڪبوت آيت ٣٢ نوٽ نمبر ٣.

فَتَوَلّٰى بِرُكْنِهٖ وَقَالَ سٰحِرٌ اَوْ مَجْنُوْنٌ ﴿٤٠﴾

٤٠-۽ اهو (فرعون) پنهنجي بُت خاني① ڏانهن پٺي ورائي موٽي ويو ۽ چوڻ لڳو ته (موسيٰ) وڏيون بناوتي ڳالهيون ڪرڻ وارو ۽ چريو آهي.

فَاَخَذْنٰهُ وَجُنُوْدَهٗ فَنَبَذْنٰهُمْ فِي الْيَمِّ وَهُوَ مُلِيْمٌ ﴿٤١﴾

٤١-انهيءَ تي اسان هن کي ۽ سندس لشڪرن کي (پنهنجي قهر سان) پڪڙي ورتو ۽ اُنهن سڀني کي سمنڊ ۾ اڇلائي ڇڏيو ۽ (اڄ تائين) انهيءَ تي ملامت ٿي رهي آهي.

وَفِيْ عَادٍ اِذْ اَرْسَلْنَا عَلَيْهِمُ الرِّيْحَ الْعَقِيْمَ ﴿٤٢﴾

٤٢-۽ عاد جي واقعي ۾ به (اسان وڏا نشان ڇڏيا آهن. انهيءَ وقت) جڏهن ته اسان اُنهن تي هڪ سخت جَهڪَ هلائي هئي.

مَا تَذَرُ مِنْ شَيْءٍ اَتَتْ عَلَيْهِ اِلَّا جَعَلَتْهُ كَالرَّمِيْمِ ﴿٤٣﴾

٤٣-اُها جنهن شئي تي هلندي هئي انهيءَ کي (تباهه ڪري ڇڏيندي هئي ۽ انهيءَ کي) ڳريل هڏين وانگر ڪري ڇڏيندي هئي.

وَفِيْ ثَمُوْدَ اِذْ قِيْلَ لَهُمْ تَمَتَّعُوْا حَتّٰى حِيْنٍ ﴿٤٤﴾

٤٤-۽ ثمود ۾ به (اسان نشان ڇڏيو) جڏهن انهن کي چيو ويو ته هڪ عرصي تائين فائدو ماڻيو②.

فَعَتَوْا عَنْ اَمْرِ رَبِّهِمْ فَاَخَذَتْهُمُ

٤٥-۽ اُنهن پنهنجي رب جي حڪم جي نافرماني ڪئي ۽ انهن کي هڪ عذاب

١-قرآن ڪريم ۾ رُڪـــن جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ طاقت حاصل ڪرڻ جي جاءِ جي آهي ۽ لفظي معنيٰ هن آيت جي هيءَ ٿئي ٿي ته فرعون پنهنجي طاقت حاصل ڪرڻ جي جاءِ ڏانهن موٽي ويو. پر جيئن ته فرعون جي عقيدي جي مطابق هن کي سڀ طاقت ڏاند جي مندر مان ملندي هئي. ان ڪري اسان ترجمي ۾ بُت خانو لکي ڇڏيو آهي چاڪاڻ ته ڏاند جو مندر لڪئون ها ته ڪا معنيٰ نه نهي ها.

٢-ان جو هي مطلب آهي ته ٿورڙي عرصي ڪانپوءِ توهان تي عذاب اچي ويندو. جنهن ڪانپوءِ توهان دنيا جي سامان مان فائدو وٺڻ جي لائق نه رهندؤ.

الصّٰعِقَةُ وَهُمْ يَنْظُرُوْنَ ﴿٤٥﴾ اچي ورتو ۽ اهي ڏسندا ئي رهيا.

فَمَا اسْتَطَاعُوْا مِنْ قِيَامٍ وَّ مَا كَانُوْا مُنْتَصِرِيْنَ ﴿٤٦﴾

٤٦- ۽ نه ته بچڻ جي لاءِ اُٿي① سگهيا ۽ نه اُهي ڪنهن جي مدد حاصل ڪري سگهيا.

وَقَوْمَ نُوْحٍ مِّنْ قَبْلُ ؕ اِنَّهُمْ كَانُوْا قَوْمًا فٰسِقِيْنَ ﴿٤٧﴾ ع

٤٧- ۽ انهن کان پهرين نوح جي قوم کي به (اسان هلاڪ ڪري چڪا هئاسين) اُها فرمانبرداريءَ کان نڪرڻ واري قوم هئي.

وَالسَّمَآءَ بَنَيْنٰهَا بِاَيْدٍ وَّ اِنَّا لَمُوْسِعُوْنَ ﴿٤٨﴾

٤٨- ۽ آسمانن کي به اسان ڪيترين صفتن ② سان بڻايو آهي ۽ اسان وڏي ڪشادي طاقت رکون ٿا.

وَالْاَرْضَ فَرَشْنٰهَا فَنِعْمَ الْمٰهِدُوْنَ ﴿٤٩﴾

٤٩- ۽ زمين کي اسان هڪ وڇاڻي وانگر بڻايو آهي ۽ اسان ڏاڍو سنو وڇاڻو ٿاهڻ وارا آهيون.

وَمِنْ كُلِّ شَيْءٍ خَلَقْنَا زَوْجَيْنِ لَعَلَّكُمْ تَذَكَّرُوْنَ ﴿٥٠﴾

٥٠- ۽ هر هڪ شيءِ جا اسان نر ۽ ماديون ٺاهيون آهن انهيءَ لاءِ ته توهان نصيحت حاصل ڪيو.

فَفِرُّوْٓا اِلَى اللّٰهِ ؕ اِنِّيْ لَكُمْ مِّنْهُ نَذِيْرٌ

٥١- سو (گهرجي ته) توهان اللّٰه ڏانهن ڊوڙو ـ مان③ انهيءَ جي طرفان توهانکي

١- يعني ايتري توفيق نه ملين جو بيهي بچڻ جو ڪو بندوبست ڪن ها.

٢- قرآن ڪريم ۾ بِاَيْدٍ جو لفظ آهي يعني ڪيترن ئي هٿن سان ٺاهيو. پر يَدٌ جنهن جي جمع اَيْدٍ آهي ان جي معنيٰ لغت ۾ طاقت ۽ قدرت جي لکيل آهي. ۽ خدا تعاليٰ جي قدرت ۽ طاقت لاءِ مذهبي اصطلاح ۾ صفت جو لفظ ڳالهايو ويندو آهي ان ڪري اسان هي ترجمو ڪيو آهي ته ”آسمان کي سان ڪيترين ئي صفتن سان بڻايو آهي“ يعني انهن جي بڻائڻ ۾ قدرت جو هٿ به هو ۽ پاڪائيءَ ۽ عزت جو هٿ به هو. ان ڪري ڪئي صفتون آسمان مان ظاهر ٿينديون آهن.

٣- يعني رسول اللّٰه ﷺ.

مُّبِيْنٌ ﴿٥١﴾

وڏي واڪي سان هوشيار ڪرڻ وارو ٻڌجي آيو آهيان.

وَلَا تَجْعَلُوْا مَعَ اللّٰهِ اِلٰهًا اٰخَرَ ؕ اِنِّیْ لَكُمْ مِّنْهُ نَذِیْرٌ مُّبِیْنٌ ﴿٥٢﴾

**٥٢**۔ ۽ توهان الله سان ڪنهن ٻئي کي معبود نه بڻايو۔ مان انهيءَ جي طرفان توهان ڏانهن هڪ ظاهر ظهور هوشيار ڪرڻ وارو آهيان.

كَذٰلِكَ مَاۤ اَتَى الَّذِیْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ مِّنْ رَّسُوْلٍ اِلَّا قَالُوْا سَاحِرٌ اَوْ مَجْنُوْنٌ ﴿٥٣﴾

**٥٣**۔ اهڙيءَ ① طرح انهن کان پهرين جيڪي رسول ايندا رهيا اُنهن کي ماڻهن اِهوئي چيو ته اُهي دلفريب ڳالهيون ٺاهڻ وارا يا چريا آهن.

اَتَوَاصَوْا بِهٖ ۚ بَلْ هُمْ قَوْمٌ طَاغُوْنَ ﴿٥٤﴾

**٥٤**۔ ڇا اُهي انهيءَ (ڳالهه جي چوڻ) جي هڪ ٻئي کي وصيت ② ڪري ويا هئا (هرگز نه) پر اُهي سڀئي سرڪش ماڻهو آهن (انهيءَ ڪري هڪ ئي قسم جا گندا خيال سندن دل ۾ پيدا ٿين ٿا).

فَتَوَلَّ عَنْهُمْ فَمَاۤ اَنْتَ بِمَلُوْمٍ ﴿٥٥﴾

**٥٥**۔ پوءِ (اي نبي!) تون انهن کان منهن موڙي ڇڏ ۽ توکي (انهن جي ڪمن جي ڪري) ڪا ملامت نه ڪئي ويندي.

وَّ ذَكِّرْ فَاِنَّ الذِّكْرٰى تَنْفَعُ الْمُؤْمِنِیْنَ ﴿٥٦﴾

**٥٦**۔ ۽ ياد ڏياريندو رهه۔ ڇو جو ياد ڏيارڻ مومنن کي نفعو بخشيندو آهي.

وَمَا خَلَقْتُ الْجِنَّ وَ الْاِنْسَ اِلَّا

**٥٧**۔ ۽ مون جنن ۽ انسانن کي صرف

---

١۔ ”اهڙي طرح“ جو هي مطلب آهي ته جهڙي طرح حضرت موسيٰ ؑ ۽ حضرت صالح ؑ جو ماڻهن انڪار ڪيو، اُنهن کان اڳ نبين جو به انڪار ڪيائون ۽ کين ڪوڙو قرار ڏيندا رهيا.

٢۔ يعني سڀ مخالف انڪار جا هڪ ئي قسم جا دليل ڏيندا هئا ڄڻ ته هو هڪ ٻئي کي سيکاري ويا هئا ته هن ريت نبين جو انڪار ڪجو.

| | |
|---|---|
| لِيَعۡبُدُوۡنِ ﴿٥٧﴾ | پنهنجي عبادت جي لاءِ پيدا ڪيو آهي. |
| مَآ اُرِيۡدُ مِنۡهُمۡ مِّنۡ رِّزۡقٍ وَّ مَآ اُرِيۡدُ اَنۡ يُّطۡعِمُوۡنِ ﴿٥٨﴾ | **٥٨**-نہ مان انهن ڪان ڪو رزق گهران ٿو ۽ نہ مان انهن ڪان اِهو گُهران ٿو تہ اُهي مونکي ڪاڌو ڪارائين. |
| اِنَّ اللّٰهَ هُوَ الرَّزَّاقُ ذُو الۡقُوَّةِ الۡمَتِيۡنُ ﴿٥٩﴾ | **٥٩**-اللّٰـه ئي سڀني کي ڪاڌو ڪارائڻ وارو (آهي ۽) وڏي زبردست طاقت وارو آهي |
| فَاِنَّ لِلَّذِيۡنَ ظَلَمُوۡا ذَنُوۡبًا مِّثۡلَ ذَنُوۡبِ اَصۡحٰبِهِمۡ فَلَا يَسۡتَعۡجِلُوۡنِ ﴿٦٠﴾ | **٦٠**-سو جن ظلم ڪيو آهي انهن جي لاءِ بہ اهڙا① ئي ڊَنگَ آهن جهڙا انهن ساٿين جي لاءِ ڊَنگَ هئا پوءِ گهرجي تہ اهي عذاب طلب ڪرڻ جي مون کان جلدي نہ ڪن. |
| فَوَيۡلٌ لِّلَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا مِنۡ يَّوۡمِهِمُ الَّذِىۡ يُوۡعَدُوۡنَ ﴿٦١﴾ ع | **٦١**-۽ جن ڪفر ڪيو آهي انهن جي لاءِ انهيءَ ڏينهن جنهن جو انهن سان واعدو ڪيو وڃي ٿو هلاڪت نازل ٿيڻ واري آهي. |

١-يعني جزا ۽ سزا- عربيءَ ۾ جزا سزا يا حالتن لاءِ ڊَنگَ جو لفظ استعمال ٿيندو آهي (مفردات امام راغب).

## سُوْرَةُ الطُّوْرِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ خَمْسُوْنَ اٰيَةً وَّ رُكُوْعَانِ

سورت طور۔ هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون پنجاهه ٥٠ آيتون ۽ ٻه ٢ رڪوع آهن.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ ① — ١۔(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

وَالطُّوۡرِ ② — ٢۔مان① طور کي شاهديءَ طور پيش ڪريان ٿو.

وَكِتٰبٍ مَّسۡطُوۡرٍ ③ — ٣۔۽ (هن) لکيل ② ڪتاب کي به

فِىۡ رَقٍّ مَّنۡشُوۡرٍ ④ — ٤۔(جيڪو) کليل ③ ڪاغذن تي(لکيو ويو آهي).

وَّالۡبَيۡتِ الۡمَعۡمُوۡرِ ⑤ — ٥۔۽ خانه ④ ڪعبه کي جيڪو هميشه آباد رهندو.

وَالسَّقۡفِ الۡمَرۡفُوۡعِ ⑥ — ٦۔۽ انهيءَ ڇت کي جيڪا هميشه بلند ⑤ رهندي.

---

١۔طور تي موسىٰ جو ڪتاب نازل ٿيو هو جيڪو پاڻ سڳورن ﷺ جي سچائيءَ تي شاهد آهي.

٢۔هن لکيل ڪتاب مان مراد خود قرآن ڪريم آهي جنهن سان حضرت محمد مصطفىٰ ﷺ جي سچائي روشن ڏينهن وانگر ثابت آهي.

٣۔کليل ڪاغذن مان مراد هي آهي ته هو مسلمان جي عمل جي مطابق ٿيلهن ۾ رکڻ لاءِ ناهن بلڪ سچو مسلمان ان کي گهر ۾ ان ڪري رکندو آهي ته هر وقت پڙهندو رهي ۽ اهو هر وقت کليل رهي.

٤۔يعني ابراهيم عليه السلام کانپوءِ محمد رسول اللّٰه حج فرض ڪيو آهي ۽ هاڻي مسلمان هميشه حج ڪندا رهندا ۽ محمد رسول اللّٰه ﷺ جي سچائي ثابت ٿيندي رهندي.

٥۔هميشه بلند رهڻ واري ڇت مان به مراد ڪعبو آهي ۽ مطلب هي آهي ته ان جي عزت خدا تعالىٰ هميشه قائم رکندو.

| | |
|---|---|
| وَالْبَحْرِ الْمَسْجُوْرِ ﴿٧﴾ | ٧-۽ جوش ۾ اڇل واري سمنڊ① جي |
| اِنَّ عَذَابَ رَبِّكَ لَوَاقِعٌ ﴿٨﴾ | ٨-تنهنجي رب جي طرفان عذاب ضرور نازل ٿي رهندو |
| مَّالَهٗ مِنْ دَافِعٍ ﴿٩﴾ | ٩-انهيءَ کي ڪو ٽارڻ وارو ڪونهي |
| يَّوْمَ تَمُوْرُ السَّمَآءُ مَوْرًا ﴿١٠﴾ | ١٠-جنهن ڏينهن ڪڪرُ② لهرون هڻڻ لڳندو |
| وَّتَسِيْرُ الْجِبَالُ سَيْرًا ﴿١١﴾ | ١١-۽ جبل③ پنهنجي پوريءَ رفتار سان هلندا. |
| فَوَيْلٌ يَّوْمَئِذٍ لِّلْمُكَذِّبِيْنَ ﴿١٢﴾ | ١٢- پوءِ انهيءَ ڏينهن ڪوڙو ڪرڻ وارن تي عذاب نازل ٿيندو. |
| الَّذِيْنَ هُمْ فِيْ خَوْضٍ يَّلْعَبُوْنَ ﴿١٣﴾ وقف لازم | ١٣-(يعني انهن ماڻهن تي)جيڪي گند اڇلائي اڇلائي کيڏي رهيا هئا. |
| يَوْمَ يُدَعُّوْنَ اِلٰى نَارِ جَهَنَّمَ دَعًّا ﴿١٤﴾ | ١٤- جنهن ڏينهن انهن سڀني کي جهنم جي باهه ڏانهن ڌڪا ڏيئي نيو ويندو. |
| هٰذِهِ النَّارُ الَّتِيْ كُنْتُمْ بِهَا تُكَذِّبُوْنَ ﴿١٥﴾ | ١٥-(۽ چيو ويندو) هيءَ اها ئي باهه آهي جنهن جو توهان انڪار ڪندا هئا. |
| اَفَسِحْرٌ هٰذَآ اَمْ اَنْتُمْ لَا تُبْصِرُوْنَ ﴿١٦﴾ | ١٦-ڇا اها صرف بناوٽي ڳالهه هئي يا درحقيقت |

١ ـ قرآن ڪريم سمنڊ کي روحاني علمن جو نشان قرار ڏنئي ٿو.ان ڪري جوش هڻڻ واري سمنڊ مان مراد قرآني علوم آهن جيڪي هميشه ظاهر ٿيندا رهندا ۽ اسلام جي سچائي ثابت ڪندا رهندا.

٢ ـقرآن ڪريم ۾ سَـمَـآء جو لفظ آهي پر لغت ۾ سماء آسمان کان علاوه ڪڪر کي به چوندا آهن ۽ اُهائي معنيٰ هتي نهي ٿي ۽ مطلب هي آهي ته قرآن مجيد جي وسيلي رحمت جا ڪڪر دنيا تي ڇائنجي ويندا.

٣ ـجبل مان مراد وڏا انسان يا وڏا نظام هوندا آهن ۽ مراد هيءَ آهي ته جڏهن قرآني علم پکڙبا ته عرب حڪومت ۽ قيصر ۽ ڪسريٰ جو نظام ڇڙ وڇڙ ٿي ويندو ۽ دنيا جي پردي تان غائب ٿي ويندو.

توهان هيئنر به ڏسي نه رهيا آهيو.

اِصۡلَوۡهَا فَاصۡبِرُوۡۤا اَوۡ لَا تَصۡبِرُوۡا ۚ سَوَآءٌ عَلَيۡكُمۡ ؕ اِنَّمَا تُجۡزَوۡنَ مَا كُنۡتُمۡ تَعۡمَلُوۡنَ ﴿۱۷﴾

١٧-(جيڪڏهن اهو رڳو هڪ خيال آهي ته ٻي ڏڙڪ) انهيءَ ۾ داخل ٿي وڃو ۽ (توڙي) صبر ڪيو، يا صبر نه ڪيو توهان لاءِ برابر آهي(جيڪي ٿيڻو آهي اُهو ٿي رهندو) توهانکي صرف توهانجن عملن جي ئي سزا ڏني وڃي پئي.

اِنَّ الۡمُتَّقِيۡنَ فِىۡ جَنّٰتٍ وَّنَعِيۡمٍۙ ﴿۱۸﴾

١٨-متقي جنتن ۾ ۽ نعمتن ۾ هوندا.

فٰكِهِيۡنَ بِمَاۤ اٰتٰهُمۡ رَبُّهُمۡ ۚ وَوَقٰهُمۡ رَبُّهُمۡ عَذَابَ الۡجَحِيۡمِ ﴿۱۹﴾

١٩-(۽) جيڪي ڪي انهن جو رب ڪين ڏيندو انهيءَ تي خوش هوندا ۽ انهن جو رب ڪين دوزخ جي عذاب ڪان بچائي وٺندو.

كُلُوۡا وَاشۡرَبُوۡا هَنِيۡٓـئًا ۢ بِمَا كُنۡتُمۡ تَعۡمَلُوۡنَۙ ﴿۲۰﴾

٢٠-(۽ چوندو ته) ڪائو ۽ پيئو(جيڪي توهان ڪي ڏنو وڃي ٿو)اهو توهانجن عملن جي سببان توهانجي لاءِ برڪت وارو هوندو.

مُتَّكِـئِيۡنَ عَلٰى سُرُرٍ مَّصۡفُوۡفَةٍ ۚ وَزَوَّجۡنٰهُمۡ بِحُوۡرٍ عِيۡنٍ ﴿۲۱﴾

٢١-اهي انهيءَ ڏينهن قطارن ۾ وڇايل تختن تي ٽيڪ ڏيئي وينا هوندا ۽ اسان انهن کي وڏين ڪارين اکين واريون عورتون جوڙي جي طور عطا ڪنداسين.

وَالَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا وَاتَّبَعَتۡهُمۡ ذُرِّيَّتُهُمۡ بِاِيۡمَانٍ اَلۡحَقۡنَا بِهِمۡ ذُرِّيَّتَهُمۡ وَمَاۤ اَلَتۡنٰهُمۡ مِّنۡ عَمَلِهِمۡ مِّنۡ شَىۡءٍ ؕ كُلُّ امۡرِیًٴۢ بِمَا كَسَبَ رَهِيۡنٌ ﴿۲۲﴾

٢٢-۽ جن ماڻهن ايمان آندو آهي ۽ انهن جو اولاد به ايمان جي معاملي ۾ انهن جي پٺيان هليو آهي اسان انهن سان اعليٰ جنتن ۾ انهن جي اولاد کي به گڏ ڪنداسين ۽ انهن(ابن ڏاڏن)جي عملن ۾ به ڪا ڪمي نه ڪنداسين- هر هڪ شخص پنهنجي

عملن جي بدلي ۾ گروي (گهه) ٿيل ① آهي.

وَاَمۡدَدۡنٰهُمۡ بِفَاكِهَةٍ وَّلَحۡمٍ مِّمَّا يَشۡتَهُوۡنَ ﴿۲۳﴾

**٢٣**-۽ اسان انهن کي سندن خواهش مطابق قسمين قسمين ميوا ۽ قسم قسم جو گوشت مهيا ڪنداسين.

يَتَنَازَعُوۡنَ فِيۡهَا كَاۡسًا لَّا لَغۡوٌ فِيۡهَا وَلَا تَاۡثِيۡمٌ ﴿۲۴﴾

**٢٤**-اُهي انهيءَ ۾ اهڙن پيالن ② جي متعلق جهڳڙندا جنهن جو نتيجو نه بڪ بڪ ڪرڻ هوندو، ۽ نه گناهه(ڪرڻ هوندو).

وَيَطُوۡفُ عَلَيۡهِمۡ غِلۡمَانٌ لَّهُمۡ كَاَنَّهُمۡ لُؤۡلُؤٌ مَّكۡنُوۡنٌ ﴿۲۵﴾

**٢٥**-۽ جوان خادم هر وقت انهن جي خدمت ۾ حاضر هوندا، ڄڻ ته اُهي پردن ۾ ويڙهيل ③ موتي آهن.

وَاَقۡبَلَ بَعۡضُهُمۡ عَلٰى بَعۡضٍ يَّتَسَآءَلُوۡنَ ﴿۲۶﴾

**٢٦**-۽ اُهي هڪ ٻئي ڏانهن ڏيان ڪري پاڻ ۾ سوال جواب ڪندا.

قَالُوۡۤا اِنَّا كُنَّا قَبۡلُ فِىۡۤ اَهۡلِنَا مُشۡفِقِيۡنَ ﴿۲۷﴾

**٢٧**-۽ چوندا ته اسان ماڻهو④ پهرين پنهنجن مائٽن ۽ پنهنجي انجام کان ڊڄندا هئاسين.

فَمَنَّ اللّٰهُ عَلَيۡنَا وَوَقٰٮنَا عَذَابَ السَّمُوۡمِ ﴿۲۸﴾

**٢٨**-پر اللّٰه اسان تي احسان ڪيو ۽ اسانکي گرم جهولي جي عذاب کان بچائي ورتو.

اِنَّا كُنَّا مِنۡ قَبۡلُ نَدۡعُوۡهُ ؕ اِنَّهٗ هُوَ الۡبَرُّ الرَّحِيۡمُ ﴿۲۹﴾ ع

**٢٩**-اسان پهرين کان انهيءَ (خدا) کي پڪاريندا هئاسين،اهو وڏو نيڪ سلوڪ ڪرڻ وارو (۽) بي انتها ڪرم ڪرڻ وارو آهي.

١-يعني پنهنجي عملن جي جزا سزا سان هيڏانهن هوڏانهن نه ٿي سگهندو.

٢-يعني موت کانپوءِ جنهن شيءَ جو نالو شراب اچي ٿو،اُهو شراب اللّٰـه جي محبت جو آهي.اُن سان دماغ خراب نٿو ٿئي ۽ نه انسان اجايو فضول ڳالهائيندو آهي ۽ نه گار گند ڏيندو آهي.

٣-نيڪ سيرت.

٤-يعني دنيا ۾ ڪافرن جي ڌمڪين سان اسان کي پيرا گهبرائجي ويندا هئاسين پر اڄ هر قسم جي سوپ ۽ امن اسان جي نصيب ۾ آهي.

فَذَكِّرْ فَمَآ اَنْتَ بِنِعْمَتِ رَبِّكَ بِكَاهِنٍ وَّلَا مَجْنُوْنٍ ﴿۳۰﴾

**۳۰**-پوءِ (اي رسول) تون (ماڻهن کي) نصيحت ڪندو وڃ، ڇو جو تون پنهنجي رب جي احسان ڪان نہ تہ ڪاهن آهين ۽ نہ مجنون.

اَمْ يَقُوْلُوْنَ شَاعِرٌ نَّتَرَبَّصُ بِهٖ رَيْبَ الْمَنُوْنِ ﴿۳۱﴾

**۳۱**-ڇا اُهي چون ٿا تہ هيءُ شخص شاعر آهي (۽) اسان زماني جي تباهيءَ جو انهيءَ جي لاءِ انتظار ڪري رهيا آهيون.

قُلْ تَرَبَّصُوْا فَاِنِّيْ مَعَكُمْ مِّنَ الْمُتَرَبِّصِيْنَ ﴿۳۲﴾

**۳۲**-تون چئو انتظار ڪندا وڃو، ڇو جو مان بہ توهان لاءِ انتظار ڪري رهيو آهيان.

اَمْ تَاْمُرُهُمْ اَحْلَامُهُمْ بِهٰذَآ اَمْ هُمْ قَوْمٌ طَاغُوْنَ ﴿۳۳﴾

**۳۳**-ڇا انهن کي سندن عقلَ اها ئي ڳالهہ سيکارين ٿا يا اُهي سرڪش قوم آهن.

اَمْ يَقُوْلُوْنَ تَقَوَّلَهٗ ۚ بَلْ لَّا يُؤْمِنُوْنَ ﴿۳۴﴾

**۳۴**-يا اهي هيءُ چون ٿا تہ انهيءَ پنهنجي طرفان ڳالهہ ٺاهي آهي حقيقت هيءَ آهي تہ اُهي (وحي نازل ٿيڻ تي) ايمان ئي نٿا آڻين.

فَلْيَاْتُوْا بِحَدِيْثٍ مِّثْلِهٖٓ اِنْ كَانُوْا صٰدِقِيْنَ ﴿۳۵﴾

**۳۵**-جيڪڏهن اُهي سچا آهن تہ اهڙي قسم جو ڪو بہ ڪلام آڻين (جو دنيا فيصلو ڪري سگهي تہ ٻئي ڪلام برابر آهن).

اَمْ خُلِقُوْا مِنْ غَيْرِ شَيْءٍ اَمْ هُمُ الْخٰلِقُوْنَ ﴿۳۶﴾

**۳۶**-ڇا ڪين بنان ڪنهن مقصد جي پيدا ڪيو ويو آهي يا اهي خود ئي پنهنجا پيدا ڪندڙ آهن؟

اَمْ خَلَقُوا السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ ۚ بَلْ لَّا يُوْقِنُوْنَ ﴿۳۷﴾

**۳۷**- ڇا انهن آسمانن ۽ زمين کي پيدا ڪيو آهي؟ (نہ!) پر حقيقت هيءَ آهي تہ اهي (زمين ۽ آسمان جي خلقيندڙ تي) يقين ئي نٿا رکن.

| | |
|---|---|
| اَمۡ عِنۡدَهُمۡ خَزَآئِنُ رَبِّكَ اَمۡ هُمُ الۡمُصَيۡطِرُوۡنَ ؕ﴿۳۸﴾ | ٣٨-ڇا انهن وٽ تنهنجي رب جا خزانا آهن؟ يا اهي داروغا آهن؟ |
| اَمۡ لَهُمۡ سُلَّمٌ يَّسۡتَمِعُوۡنَ فِيۡهِ ۚ فَلۡيَاۡتِ مُسۡتَمِعُهُمۡ بِسُلۡطٰنٍ مُّبِيۡنٍ ؕ﴿۳۹﴾ | ٣٩-ڇا انهن وٽ ڪا ڏاڪڻ آهي جنهن تي چڙهي اُهي (خدا جون ڳالهيون) ٻڌن ٿا پوءِ گهرجي ته انهن جو ٻڌڻ وارو (محمد رسول اللّٰه ﷺ وانگر) ڪو کليل دليل پيش ڪري. |
| اَمۡ لَهُ الۡبَنٰتُ وَلَـكُمُ الۡبَنُوۡنَ ؕ﴿۴۰﴾ | ٤٠-ڇا خدا جي لاءِ ته ڌيئرون آهن ۽ توهان لاءِ پٽ؟- |
| اَمۡ تَسۡـَٔلُهُمۡ اَجۡرًا فَهُمۡ مِّنۡ مَّغۡرَمٍ مُّثۡقَلُوۡنَ ؕ﴿۴۱﴾ | ٤١-ڇا تون اُنهن کان ڪو اجر گهرين ٿو؟ سو اُهي انهيءَ چٽيءَ جي سببان دٻجي رهيا آهن؟ |
| اَمۡ عِنۡدَهُمُ الۡغَيۡبُ فَهُمۡ يَكۡتُبُوۡنَ ؕ﴿۴۲﴾ | ٤٢-ڇا انهن کي غيب جو علم آهي جنهن کي اهي لکي وٺن ٿا؟ |
| اَمۡ يُرِيۡدُوۡنَ كَيۡدًا ؕ فَالَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا هُمُ الۡمَكِيۡدُوۡنَ ؕ﴿۴۳﴾ | ٤٣-ڇا اُهي تنهنجي خلاف ڪا تدبير ڪرڻ چاهين ٿا؟ پوءِ ياد رکو ته انهن ڪافرن ئي جي خلاف (خدائي) تدبيرون ڪيون وينديون. |
| اَمۡ لَهُمۡ اِلٰهٌ غَيۡرُ اللّٰهِ ؕ سُبۡحٰنَ اللّٰهِ عَمَّا يُشۡرِكُوۡنَ ﴿۴۴﴾ | ٤٤-ڇا اللّٰه کانسواءِ انهن جو ڪو ٻيو معبود آهي؟ (ياد رکو) اُنهن جي شرڪ کان اللّٰه پاڪ آهي. |
| وَاِنۡ يَّرَوۡا كِسۡفًا مِّنَ السَّمَآءِ سَاقِطًا يَّقُوۡلُوۡا سَحَابٌ مَّرۡكُوۡمٌ ﴿۴۵﴾ | ٤٥-۽ جيڪڏهن اُهي ڪڪر جو ڪو ٽڪرو آسمان کان وسندو ڏسن ته چون ٿا ته اِهو ته (فقط) هڪ گهاٽو ڪڪر آهي. |
| فَذَرۡهُمۡ حَتّٰى يُلٰقُوۡا يَوۡمَهُمُ الَّذِىۡ فِيۡهِ | ٤٦-پوءِ تون انهن کي (انهن جي بيوقوفيءَ |

يُصۡعَقُوۡنَ ۝٤٦

۾) چڙي ڏي،ايستائين جو اُهي پنهنجي انهيءَ مقرر ڏينهن کي ڏسي وٺن جنهن ۾ (انهن تي عذاب نازل ڪيو ويندو ۽)اهي خوف جي ڪري بيهوش ڪيا ويندا.

يَوۡمَ لَا يُغۡنِىۡ عَنۡهُمۡ كَيۡدُهُمۡ شَيۡـًٔا وَّلَا هُمۡ يُنۡصَرُوۡنَ ۝٤٧

٤٧-جنهن ڏينهن انهن جي تدبير ڪين ڪو نفعو نہ پهچائيندي ۽ نہ سندن مدد ڪئي ويندي.

وَاِنَّ لِلَّذِيۡنَ ظَلَمُوۡا عَذَابًا دُوۡنَ ذٰلِكَ وَلٰكِنَّ اَكۡثَرَهُمۡ لَا يَعۡلَمُوۡنَ ۝٤٨

٤٨- ۽ ظالم ماڻهن کي انهيءَ کانسواءِ ٻيا بہ عذاب پهچندا پر انهن مان اڪثر نٿا ڄاڻن.

وَاصۡبِرۡ لِحُكۡمِ رَبِّكَ فَاِنَّكَ بِاَعۡيُنِنَا وَسَبِّحۡ بِحَمۡدِ رَبِّكَ حِيۡنَ تَقُوۡمُ ۝٤٩ وَمِنَ الَّيۡلِ فَسَبِّحۡهُ وَاِدۡبَارَ النُّجُوۡمِ ۝٥٠ ع

٤٩، ٥٠-۽ تون پنهنجي رب جي حڪم تي قائم رهہ ڇو جو تون اسانجن اکين جي سامهون (اسانجي حفاظت ۾)آهين ۽ گهرجي تہ جڏهن تون(عبادت جي لاءِ)بيهين،تہ اسان جي حمد سان گڏو گڏ تسبيح بہ ڪندو رهہ ۽ اهڙيءَ طرح(جڏهن تون)رات جي وقت (بيهين تہ). انهيءَ (خدا)جي تسبيح ڪندو رهہ ۽ جڏهن تارا ٻڏ ورائين(يعني رات ختم ٿيڻ واري هجي) تڏهن بہ.

سُوْرَةُ النَّجْمِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ ثَلَاثٌ وَّ سِتُّوْنَ اٰيَةً وَّ ثَلَاثَةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت نجم - هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون تيهٺ٦٣ آيتون ۽ ٽي رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ﴿١﴾

١-(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

وَالنَّجْمِ اِذَا هَوٰى ﴿٢﴾

٢- مان ڪَتِي①تاري(ثُريا) کي جڏهن اهو معنوي طور تي هيٺ اچي ويندو- انهيءَ ڳالهه جي شاهديءَ جي لاءِ پيش ڪيان ٿو.

مَا ضَلَّ صَاحِبُكُمْ وَمَا غَوٰى ﴿٣﴾

٣-ته توهان جو ساٿي نه رستو ڀليو آهي نه گمراهه ٿيو② آهي.

وَمَا يَنْطِقُ عَنِ الْهَوٰى ﴿٤﴾

٤-۽ اهو پنهنجي نفساني خواهشن سان ڪلام نٿو ڪري.

اِنْ هُوَ اِلَّا وَحْيٌ يُّوْحٰى ﴿٥﴾

٥-پر اهو (يعني انهيءَ جو پيش ڪيل قرآن مجيد) صرف خدا جي طرفان نازل ٿيڻ واري وحي آهي.

عَلَّمَهٗ شَدِيْدُ الْقُوٰى ﴿٦﴾

٦-انهيءَ کي(هي ڪلام) وڏين قوتن واري (خدا)سيکاريو آهي.

---

١- هي ان پيشگوئيءَ ڏانهن اشارو آهي جيڪا رسول ڪريم ﷺ هنن لفظن ۾ فرمائي آهي ته: لَوْ كَانَ الْإِيْمَانُ مُعَلَّقاً بِالثُّرَيَّا لَنَا لَهٗ رَجُلٌ مِّنْ فَارِسَ. يعني جيڪڏهن ايمان اُڏامي ثريّا تي به هليو ويندو ته به ان کي هڪ فارسي شخص اُتان واپس آڻيندو.

٢- يعني جڏهن اُهو شخص ظاهر ٿيندو ته هر هڪ تي اها ڳالهه کلي ويندي ته محمد رسول اللّٰه جي تعليم ڪامل هئي نه هو رستو ڀُليل هئا نه گمراهه هُئا ۽ نه ئي پنهنجي نفس جا پيروڪار هئا.

ذُوۡمِرَّةٍ ؕ فَاسۡتَوٰی ۙ﴿۷﴾

٧-جنهن جون قوتون بار بار ظاهر ٿيڻ واريون آهن ۽ جيڪو هن وقت پنهنجن قوتن جي اظهار جي لاءِ پنهنجي عرش تي مضبوطيءَ سان قائم ٿي ويو آهي.

وَ هُوَ بِالۡاُفُقِ الۡاَعۡلٰی ؕ﴿۸﴾

٨-۽ هر بالغ نظر واري ڪي آسمان جي ڪنارن تي انهيءَ جي ظاهر ٿيڻ جون نشانيون نظر اچي رهيون آهن.

ثُمَّ دَنَا فَتَدَلّٰی ۙ﴿۹﴾

٩-۽① هو② (يعني محمد رسول الله ﷺ بانهن جي انهيءَ بيقراريءَ ڪي ڏسي ۽ انهن تي رحم ڪري خدا سان ملڻ جي لاءِ) انهيءَ جي ويجهو③ ٿيا ۽ اهو (خدا) به (محمد رسول اللّٰه ﷺ جي ملاقات جي

---

١-يعني ان حالت ڪي ڏسي ۽ دنيا تي رحم ڪندي محمد رسول اللّٰه ﷺ هن سان ملڻ لاءِ روحاني طور تي مٿي چڙهڻ شروع ڪيائون جنهن تي اللّٰه تعاليٰ جي محبت ۾ جوش آيو ۽ اللّٰه تعاليٰ به هيٺ لهڻ لڳو ته جيئن محمديت جي نقطي سان ملي وڃي ۽ ٻئي پاڻ ۾ اهڙي طرح ڳنڍ ٿي ويا جيئن ٻن ڪمانين ڪي جوڙي تير هلايو وڃي يعني اهڙي طرح جيئن جتي هڪ ڪمان جو تير وڃي لڳي اتي ٻيءَ ڪمان جو به وڃي لڳي. به ڪمانيون ان لاءِ چيو ته ٻن ڪمانين جي زِهَه جي ڇِڪ سخت ٿيندي آهي ۽ تيز وڏي زور سان وڃي لڳندو آهي.

٢-هن آيت مان هي به ثابت ٿئي ٿو ته معراج روحاني هڪ دفعو نه بلڪ ٻه دفعا ٿيو هو جهڙوڪ مسلمانن جو خيال آهي هن آيت مان دوکو کائي مفسرن اسراء جي آيتن ڪي معراج جون آيتون قرار ڏنو آهي جڏهن ته ۾ اسراء بلڪل ٻي شيءِ هئي ۽ صرف دنيا تي هئي ۽ معراج ۾ آنحضرت ﷺ جو روح آسمان تي ويو هو ۽ انهيءَ جي باري ۾ فرمايو آهي ته هي ٻه دفعا ٿيو هو. هڪ دفعو دَنٰی جي صورت ۾ ۽ هڪ دفعو تَدَلّٰی جي صورت ۾.

٣-هي مثالُ به انتشار ضمائر جو آهي يعني ان کان اڳ اللّٰه تعاليٰ ڏانهن ضميرون وڃن پيون پر هاڻي هتي کان محمد رسول اللّٰه ﷺ ڏانهن ڦرڻ لڳيون آهن.

شوق ۾) مٿان کان هيٺ اچي ويو①.

فَكَانَ قَابَ قَوْسَيْنِ اَوْ اَدْنٰی ۝١٠

**١٠-** ۽ اُهي ٻئي ٻن ڪمانين جي ڳنڍيل وٽئَ جي شڪل ۾ تبديل ٿي ويا.۽ ٿيندي ٿيندي انهيءَ کان به وڌيڪ قرب جي صورت اختيار ڪري ورتي.

فَاَوْحٰی اِلٰی عَبْدِهٖ مَآ اَوْحٰی ۝١١

**١١-** سو انهيءَ پنهنجي ٻانهي ڏانهن وحي نازل ڪئي جنهن جو هو فيصلو ڪري چڪو هو.

مَا كَذَبَ الْفُؤَادُ مَا رَاٰی ۝١٢

**١٢-** (محمد رسول اللّٰه ﷺ جي) دل جيڪي ڪي ڏٺو هو اهو ئي بيان ڪيو.

اَفَتُمٰرُوْنَهٗ عَلٰی مَا يَرٰی ۝١٣

**١٣-** ڇا توهان انهيءَ سان ان (نظاري) جي باري ۾ جهڳڙو ڪيو ٿا جيڪو هن (يعني محمد رسول اللّٰه) جن (آسمان تي) ڏٺو هو.

وَلَقَدْ رَاٰهُ نَزْلَةً اُخْرٰی ۝١٤

**١٤-** حالانڪ هنَ اِهو (نظارو) هڪ دفعو نه ڏٺو پر ٻه دفعا ڏٺو آهي (يعني هڪ دفعو انهيءَ وقت جڏهن پاڻ خدا جي قريب ٿيڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا ۽ ٻيو دفعو انهيءَ وقت جڏهن خدا پاڻ سڳورن ڏانهن نزول فرمايو).

عِنْدَ سِدْرَةِ الْمُنْتَهٰی ۝١٥

**١٥-** (يعني) هڪ اهڙي ٻير② وٽ جيڪا آخري

---

١- دَنٰی جي معنيٰ عرش جي ويجهو ٿيڻ جي هوندي آهي ۽ تَدَلّٰی جي معنيٰ هيءَ ٿيندي آهي ته ڪنهن شخص جي ويجهو ٿيڻ جي طلب ۾ ٻي ڌُر پنهنجي طرفان به هُن کي ويجهو ٿيڻ جي ڪوشش ڪري.

٢- ٻير جي بابت سمجهيو ويندو آهي ته ان ۾ ترقيءَ جي خاصيت آهي ان ڪري مُردن جي جسم کي ٻيرِ جي پنن کي اُٻاري غسل ڏياريندا آهن ته جيئن اُهي خراب نه ٿين. هن جاءِ تي به **سدرة** جي لفظ مان انهيءَ طرف اشارو آهي ۽ ٻڌايو ويو آهي ته محمد رسول اللّٰه تي خداتعاليٰ **سِدره** جي وسيلي نازل ٿيو، يعني اوهان کي اهڙي تعليم ڏني جيڪا خراب ٿيڻي نه هئي.بلڪ ٻين کي به خراب ٿيڻ کان محفوظ رکڻ واري هئي.جهڙوڪ فرمايو ويو آهي **فِيْهَا كُتُبٌ قَيِّمَةٌ** يعني تمام اڳوڻا ڪتاب قرآن جي ذريعي محفوظ ڪيا ويا

عِنْدَهَا جَنَّةُ الْمَاْوٰى ﴿١٦﴾
جاءِ تي آهي.
١٦-انهيءَ جي ويجهو هميشه رهڻ واري جنت آهي.

اِذْ يَغْشَى السِّدْرَةَ مَا يَغْشٰى ﴿١٧﴾
١٧-۽ اِهو نظارو ڏٺو به انهيءَ وقت هئائون، جڏهن ٻيرِ کي انهيءَ شي ۽ ڍڪي ڇڏيو هو جيڪا اهڙي وقت ۾ ڍڪيندي آهي (يعني الٰهي تجليءَ).

مَا زَاغَ الْبَصَرُ وَمَا طَغٰى ﴿١٨﴾
١٨-نه ته انهيءَ جي اک انهيءَ وقت ٽيڏي ① ٿي نه اڳتي نڪري وئي.

لَقَدْ رَاٰى مِنْ اٰيٰتِ رَبِّهِ الْكُبْرٰى ﴿١٩﴾
١٩-انهيءَ وقت هن پنهنجي رب جي وڏين نشانين مان هڪ وڏي نشاني ڏٺي.

اَفَرَءَيْتُمُ اللّٰتَ وَالْعُزّٰى ﴿٢٠﴾
٢٠- توهان به ٽورو لات ۽ عزيٰ جو حال ٻڌايو (ڇا انهن جو به اِهو شان آهي؟)

وَمَنٰوةَ الثَّالِثَةَ الْاُخْرٰى ﴿٢١﴾
٢١-۽ ٽئين منات جو به جيڪو انهن کانسواءِ آهي.

اَلَكُمُ الذَّكَرُ وَلَهُ الْاُنْثٰى ﴿٢٢﴾
٢٢-ڇا توهانجي لاءِ ته پٽ آهن ۽ خدا جي لاءِ ڌيئر؟

تِلْكَ اِذًا قِسْمَةٌ ضِيْزٰى ﴿٢٣﴾
٢٣-اها ته نهايت ئي ناقص ورهاست آهي.

اِنْ هِيَ اِلَّآ اَسْمَآءٌ سَمَّيْتُمُوْهَآ اَنْتُمْ
٢٤-اِهي ته ڪجهہ نالا آهن جيڪي توهان ۽ توهانجن ابن ڏاڏن رکيا آهن(نه ته انهن

**(باقي حاشيو)** آهن.ڇاڪاڻ ته انهن جو خلاصو قرآن مجيد ۾ اچي ويو آهي ۽ قرآن پاڪ ڪڏهن نابود نه ٿيندو- ان ڪري ان سان گڏ ۽ ان جي وسيلي اهي به زنده رهندا.

١-يعني معراج جي ڏسڻ ۾ غلطيءَ جو ڪو امڪان نه هو.اُهو هڪ عاليشان ڪشف هو صرف عام لقاء يا عام ڪشف نه هو.

وَاٰبَآؤُكُمْ مَّآ اَنْزَلَ اللّٰهُ بِهَا مِنْ سُلْطٰنٍ ؕ اِنْ يَّتَّبِعُوْنَ اِلَّا الظَّنَّ وَمَا تَهْوَى الْاَنْفُسُ ۚ وَلَقَدْ جَآءَهُمْ مِّنْ رَّبِّهِمُ الْهُدٰى ﴿٢٤﴾

۾ حقيقت ڪجهه به نه آهي) اللّٰه انهن (بتن) جي لاءِ ڪو دليل نه لاٿو آهي. اُهي صرف هڪ وهم جي ۽ نفساني خواهشن جي پيروي ڪري رهيا آهن- ۽ انهن وٽ سندن رب جي طرفان هدايت اچي چڪي آهي (پر تڏهن به نٿا سمجهن).

اَمْ لِلْاِنْسَانِ مَا تَمَنّٰى ﴿٢٥﴾

**٢٥**-ڇا انسان جيڪا خواهش ڪري انهيءَ کي ملي وڃي ٿي؟

فَلِلّٰهِ الْاٰخِرَةُ وَالْاُوْلٰى ﴿٢٦﴾ ع

**٢٦**-سو ياد رکو ته آخرت ۽ دنيا جون سڀ نعمتون اللّٰه ئي جي قبضي ۾ آهن.

وَكَمْ مِّنْ مَّلَكٍ فِي السَّمٰوٰتِ لَا تُغْنِيْ شَفَاعَتُهُمْ شَيْئًا اِلَّا مِنْۢ بَعْدِ اَنْ يَّاْذَنَ اللّٰهُ لِمَنْ يَّشَآءُ وَيَرْضٰى ﴿٢٧﴾

**٢٧**-۽ آسمان ۾ ڪيترائي فرشتا آهن جن جي شفاعت (ڪنهن کي) ڪو فائدو نٿي پهچائي. سواءِ انهيءَ جي جو اللّٰه ائين ڪرڻ جي انهيءَ شخص متعلق اجازت ڏئي، جنهن کي هُو پنهنجي مرضي جي مطابق لهندو هجي ۽ پسند ڪندو هجي.

اِنَّ الَّذِيْنَ لَا يُؤْمِنُوْنَ بِالْاٰخِرَةِ لَيُسَمُّوْنَ الْمَلٰٓئِكَةَ تَسْمِيَةَ الْاُنْثٰى ﴿٢٨﴾

**٢٨**-جيڪي ماڻهو آخرت تي ايمان نٿا آڻين، اُهي فرشتن جا، عورتن جهڙا نالا رکن ٿا.

وَمَا لَهُمْ بِهٖ مِنْ عِلْمٍ ؕ اِنْ يَّتَّبِعُوْنَ اِلَّا الظَّنَّ ۚ وَاِنَّ الظَّنَّ لَا يُغْنِيْ مِنَ الْحَقِّ شَيْئًا ﴿٢٩﴾ ۚ

**٢٩**-۽ هُنن کي انهيءَ باري ۾ ڪو به علم ڪونهي، اُهي صرف هڪ وهم ۾ مبتلا آهن ۽ وهم حق جي مقابلي ۾ ڪجهه به فائدو نٿو ڏئي.

فَاَعْرِضْ عَنْ مَّنْ تَوَلّٰى ۙ عَنْ ذِكْرِنَا وَلَمْ

**٣٠**-۽ جيڪو ماڻهو اسانجي ذڪر① کان،

١-قرآن ڪريم ۾ ذِڪرَ جو لفظ رسول جي معنيٰ ۾ به استعمال ٿيو آهي ۽ قرآن مجيد جي معنيٰ

يُرِدْ اِلَّا الْحَيٰوةَ الدُّنْيَا ۝٣٠

منهن ڦيري ڇڏيو ۽ اهي دنيا جي زندگيءَ کانسواءِ ٻيو ڪجهه نٿا گهرن. (ان ڪري) تون به انهيءَ کان منهن ڦيرائي ڇڏ ۽ انهيءَ جي پيروي نه ڪر.

ذٰلِكَ مَبْلَغُهُمْ مِّنَ الْعِلْمِ ؕ اِنَّ رَبَّكَ هُوَ اَعْلَمُ بِمَنْ ضَلَّ عَنْ سَبِيْلِهٖ ۙ وَهُوَ اَعْلَمُ بِمَنِ اهْتَدٰى ۝٣١

٣١- اِها اُنهن ماڻهن جي علم جي انتها آهي. تنهنجو رب يقيناً انهيءَ شخص کي چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو جيڪو انهيءَ جي رستي کان ڀٽڪي وڃي ٿو ۽ انهيءَ کي به چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو. جيڪو سڌي رستي کي اختيار ڪري وٺي ٿو.

وَلِلّٰهِ مَا فِى السَّمٰوٰتِ وَمَا فِى الْاَرْضِ ۙ لِيَجْزِىَ الَّذِيْنَ اَسَآءُوْا بِمَا عَمِلُوْا وَيَجْزِىَ الَّذِيْنَ اَحْسَنُوْا بِالْحُسْنٰى ۝٣٢

٣٢-۽ آسمانن ۽ زمين ۾ جيڪي ڪجهه آهي سڀ اللّٰه جي قبضي ۾ آهي انهيءَ جو اِهو نتيجو نڪرندو آهي جو جن بدي ڪئي هُو انهيءَ جي عمل جي مطابق انهن کي بدلو ڏئي ٿو ۽ جن نيڪي ڪئي انهن کي نيڪ بدلا ڏئي ٿو.

اَلَّذِيْنَ يَجْتَنِبُوْنَ كَبٰٓئِرَ الْاِثْمِ وَالْفَوَاحِشَ اِلَّا اللَّمَمَ ؕ اِنَّ رَبَّكَ وَاسِعُ الْمَغْفِرَةِ ؕ هُوَ اَعْلَمُ بِكُمْ اِذْ اَنْشَاَكُمْ مِّنَ الْاَرْضِ وَاِذْ اَنْتُمْ اَجِنَّةٌ فِىْ بُطُوْنِ اُمَّهٰتِكُمْ ۚ فَلَا تُزَكُّوْٓا اَنْفُسَكُمْ ؕ هُوَ اَعْلَمُ بِمَنِ اتَّقٰى ۝٣٣

٣٣-(يعني) اهڙا ماڻهو جيڪي وڏن وڏن گناهن ۽ ظاهر ظهور بدڪارين کان بچندا رهن ٿا پر اهو جو ٿورڙي (گناهه کي) ڇهي وٺن (پوءِ پڇتائڻ لڳن) تنهنجو رب وڏي ڪشادي بخشش وارو آهي. هُو انهيءَ وقت کان توهانکي چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو جڏهن هُن توهانکي زمين مان پيدا ڪيو ۽ جڏهن توهان پنهنجن مائرن جي پيٽ ۾ مخفي هئا سو پنهنجي جانين کي پاڪ نه قرار ڏيو- متقين

(باقي حاشيو) ۾ به استعمال ٿيو آهي. ان ڪري هن جڳهه ذِڪرَ مان محمد رسول اللّٰه ﷺ به مراد ٿي سگهن ٿا ۽ قرآن ڪريم به ۽ وڌيڪ ڏسو سورة الصّٰفٰت آيت ١٦٩ نوٽ ٢.

| | |
|---|---|
| | کي اللّٰه ئي چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو. |
| اَفَرَءَيۡتَ الَّذِىۡ تَوَلّٰىۙ ﴿۳۴﴾ | ٣٤-ڇا تون انهيءَ ماڻهوءَ کي ڄاڻين ٿو جنهن (تنهن جي وحيءَ کان) منهن ڦيري ڇڏيو. |
| وَاَعۡطٰى قَلِيۡلًا وَّاَكۡدٰى ﴿۳۵﴾ | ٣٥-۽ (خدا جي رستي ۾) ٿورڙو ڏنو ۽ وري ڪنجوسيءَ کان ڪم وٺڻ لڳو. |
| اَعِنۡدَهٗ عِلۡمُ الۡغَيۡبِ فَهُوَ يَرٰى ﴿۳۶﴾ | ٣٦-ڇا انهيءَ وٽ غيب جو علم آهي؟ ۽ اُهو (پنهنجو انجام) ڏسي رهيو آهي. |
| اَمۡ لَمۡ يُنَبَّاۡ بِمَا فِىۡ صُحُفِ مُوۡسٰىۙ ﴿۳۷﴾ وَاِبۡرٰهِيۡمَ الَّذِىۡ وَفّٰٓىۙ ﴿۳۸﴾ | ٣٧،٣٨-ڇا انهيءَ کي موسيٰ ۽ وفادار ابراهيم جي ڪتابن ۾ جيڪي ڪجهه آهي، انهيءَ جو علم نا هي ڏنو ويو؟ |
| اَلَّا تَزِرُ وَازِرَةٌ وِّزۡرَ اُخۡرٰىۙ ﴿۳۹﴾ | ٣٩-(جيڪو هي آهي ته) ڪا بوجهه① کڻڻ واري جان ٻئي جو بوجهه نٿي کڻي سگهي. |
| وَاَنۡ لَّيۡسَ لِلۡاِنۡسَانِ اِلَّا مَا سَعٰىۙ ﴿۴۰﴾ | ٤٠-۽ انسان کي اهو ئي ملي ٿو جنهن جي هو ڪوشش ڪري ٿو. |
| وَاَنَّ سَعۡيَهٗ سَوۡفَ يُرٰى ﴿۴۱﴾ | ٤١-(پڻ انهن ڪتابن ۾ لکيل آهي ته) اُهو (انسان) پنهنجي ڪوشش جونتيجو ضرور ڏسندو. |
| ثُمَّ يُجۡزٰٮهُ الۡجَزَآءَ الۡاَوۡفٰىۙ ﴿۴۲﴾ | ٤٢-۽ انهيءَ کي پوري جزا ملي ويندي. |
| وَاَنَّ اِلٰى رَبِّكَ الۡمُنۡتَهٰىۙ ﴿۴۳﴾ | ٤٣-۽ اِهو به ته (گذريل ۽ موجوده سيني قومن جو) آخري فيصلو تنهنجي رب جي |

١-عيسائي چوندا آهن ته ان مان مراد هي آهي ته ڪفارو صرف بيگناهه انسان ڏئي سگهي ٿو ۽ اُهو مسيح هو. حالانڪ قرآن مجيد ۽ بائيبل جي مطابق بيگناهه محمد رسول اللّٰه ﷺ ئي هئا. هن آيت جو ته صرف هي مطلب آهي ته جيڪو شخص بوجهه کڻ جي حالت ۾ پيدا ڪيو ويو. اُهو ڪنهن جو به بوجهه نٿو کڻي سگهي. ڇاڪاڻ ته هو خداتعاليٰ جي حڪمن جو تابع آهي. ان ڪري بوجهه صرف خداتعاليٰ کڻي سگهي ٿو جنهن جي مٿان ڪو حڪم ڏيڻ وارو خدا نا هي.

ھٽ ۾ ئي آھي.

وَاَنَّهٗ هُوَ اَضْحَكَ وَاَبْكٰى ﴿٤٤﴾

۴۴-۽ ھي تہ اُھوئي کلائي ٿو ۽ اھوئي رُئاري ٿو.

وَاَنَّهٗ هُوَ اَمَاتَ وَاَحْيَا ﴿٤٥﴾

۴۵-۽ اُھوئي ماري ٿو ۽ اھوئي زندھ ڪري ٿو.

وَاَنَّهٗ خَلَقَ الزَّوْجَيْنِ الذَّكَرَ وَالْاُنْثٰى ﴿٤٦﴾ مِنْ نُّطْفَةٍ اِذَا تُمْنٰى ﴿٤٧﴾

۴۶، ۴۷-۽ انھيءَ نطفي مان جڏھن تہ اھو (ماءُ جي پيٽ ۾) ڪيرايو وڃي ٿو (سڀني جاندارن کي) نر ۽ ماديءَ جي شڪل ۾ پيدا ڪيو آھي.

وَاَنَّ عَلَيْهِ النَّشْاَةَ الْاُخْرٰى ﴿٤٨﴾

۴۸-۽ اِھو بہ تہ ٻيھر پيدا ڪرڻ بہ انھيءَ جي ذمي آھي.

وَاَنَّهٗ هُوَ اَغْنٰى وَاَقْنٰى ﴿٤٩﴾

۴۹-۽ اِھو بہ تہ اُھوئي آسودو بڻائي ٿو ۽ اُھوئي غريب بڻائي ٿو.

وَاَنَّهٗ هُوَ رَبُّ الشِّعْرٰى ﴿٥٠﴾

۵۰-۽ اُھوئي شعريٰ (تاري) جومالڪ آھي.

وَاَنَّهٗٓ اَهْلَكَ عَادَا ِۨ الْاُوْلٰى ﴿٥١﴾

۵۱-۽ انھيءَ ئي سڀني کان پھرين عاد قوم کي ھلاڪ ڪيو ھو.

وَثَمُوْدَاۡ فَمَآ اَبْقٰى ﴿٥٢﴾

۵۲-۽ ان کانپوءِ ثمود کي بہ (جيڪا عاد قوم جو ئي ھڪ حصو ھئي) ۽ (عذاب) انھن جو ڪجھہ بہ نہ ڇڏيو ھو.

وَقَوْمَ نُوْحٍ مِّنْ قَبْلُ ؕ اِنَّهُمْ كَانُوْا هُمْ اَظْلَمَ وَاَطْغٰى ﴿٥٣﴾

۵۳-۽ انھن کان پھرين نوح جي قوم کي بہ، اُھي وڏو ظلم ڪندا ھئا ۽ وڏا سرڪش ھئا.

وَالْمُؤْتَفِكَةَ اَهْوٰى ﴿٥٤﴾

۵۴-۽ اونڌو ڪيل بستين کي بہ. ھُن مٿان کان ھيٺ ڪيرايو ھو.

فَغَشّٰهَا مَا غَشّٰى ﴿٥٥﴾

۵۵-پوءِ کين انھيءَ شيءِ ڍڪي ڇڏيو

هو جيڪا اهڙن موقعن تي ڊڪي(١) ڇڏيندي آهي.

فَبِاَیِّ اٰلَآءِ رَبِّكَ تَتَمَارٰی ﴿٥٦﴾

٥٦- سو تون پنهنجي رب جي نعمتن مان ڪهڙي ڪهڙي نعمت تي شڪ ڪندين.

هٰذَا نَذِیْرٌ مِّنَ النُّذُرِ الْاُوْلٰی ﴿٥٧﴾

٥٧- هيءُ اسانجو رسول به پهرين رسولن جي طرز جو هڪ رسول آهي.

اَزِفَتِ الْاٰزِفَةُ ﴿٥٨﴾

٥٨- (هن قوم جي فيصلي جي) گهڙي ويجهي اچي وئي آهي.

لَیْسَ لَهَا مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ كَاشِفَةٌ ﴿٥٩﴾

٥٩- اللّٰه کانسواءِ ڪا (هستي به) انهيءَ کي ٽاري نٿي سگهي(٢).

اَفَمِنْ هٰذَا الْحَدِیْثِ تَعْجَبُوْنَ ﴿٦٠﴾

٦٠- ڇا توهان انهيءَ ڳالهه تي تعجب ڪيو ٿا؟

وَ تَضْحَكُوْنَ وَ لَا تَبْكُوْنَ ﴿٦١﴾

٦١- ۽ کلو ٿا ۽ رئو نٿا.

وَ اَنْتُمْ سٰمِدُوْنَ ﴿٦٢﴾

٦٢- ۽ توهان حيران ٿيا بيٺا آهيو (ڪنهن صحيح فيصلي ڪرڻ تي قادر نا هيو).

فَاسْجُدُوْا لِلّٰهِ وَ اعْبُدُوْا ﴿٦٣﴾ ع ٣ السجدة ١٣

٦٣- (سو اٿو) ۽ اللّٰه جي اڳيان سجدو ڪيو ۽ انهيءَ جي عبادت ڪيو.

١- يعني خداتعاليٰ جو عذاب.

٢- هن جڳهه ڏنگي نه پڙهجي ته ترجمو صحيح نٿو ٿيهي. جيئن ته مؤنث ۽ مذڪر جي فرق کي ظاهر ڪرڻ کانسواءِ ترجمو ٺيڪ نه پيو ٿئي- اسان ان نقص جي پروا هه نه ڪئي.

سُوْرَةُ الْقَمَرِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ سِتٌّ وَّ خَمْسُوْنَ اٰيَةً وَّ ثَلٰثَةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت قمر-هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم الله سميت هن جون ڇاونجاهه٥٦ آيتون ۽ ٽي٣ رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١-(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

اِقْتَرَبَتِ السَّاعَةُ وَانْشَقَّ الْقَمَرُ ②

٢-(عرب جي) تباهيءَ جي گهڙي اچي ويئي آهي ۽ چنڊ① ڦاٽي پيو آهي.

وَاِنْ يَّرَوْا اٰيَةً يُّعْرِضُوْا وَيَقُوْلُوْا سِحْرٌ

٣-۽ جيڪڏهن اُهي ڪو نشان ڏسندا ته ضرور منهن موڙيندا ۽ چوندا ته اِهو رڳو

١-عربن جي خيال ۾ چنڊُ عرب حڪومت جو نشان هو جيئن ته يهودي به ساڳيو يقين رکندا هئا. حضرت صفيهؓ جيڪا هڪ يهودي سردار جي ڌيءُ هئي ۽ بعد ۾ رسول ڪريمﷺ جي ازواج مطهرات ۾ داخل ٿي.انهن هڪ دفعو خواب ۾ ڏٺو ته سندن هنج ۾ چنڊ اچي ڪريو آهي.سندس پيءُ ان خواب مان اهيو نتيجو ڪڍيو ته تون وقت جي بادشاهه سان شادي ڪرڻ ٿي گهرين(اسد الغابه)ان ڪري چنڊ ڦاٽڻ ۽ عرب جي تباهي اچڻ جي هڪ هيءَ معنيٰ آهي ته سَــــاعَة يعني عرب جي تباهيءَ جي گهڙي اچي وئي آهي ۽ چنڊ يعني عرب جي حڪومت جو اوج ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويو آهي.مفسرن غلطيءَ سان ان جي هيءَ معنيٰ ڪئي آهي ته رسول ڪريمﷺ هڪ دفعو هي معجزو ڏيکاريو هو ته چنڊ ڏانهن اشارو ڪيائين ته هو حقيقت ۾ جسماني طور تي ڦاٽي به ٽُڪَر ٿي ويو(فتح البيان)حقيقت ۾ هي غلط آهي جيڪڏهن ائين ٿئي ها ته عرب جي سيني حصن ۾ ۽ دنيا جي سيني حصن ۾ ائين نظر اچي ها. بلڪ شمسي نظام جي لاءِ تباهه ڪندڙ ثابت ٿئي ها.ڇاڪاڻ ته اُهو انهيءَ صورت ۾ قائم رهي سگهي ٿو جڏهن ته هن جا سڀ سيارا پنهنجي پنهنجي جاءِ تي نيڪ رهن.پوءِ ڪنهن صحابيؓ به جيڪو ان وقت مجلس ۾ هجي يا مڪي يا عرب جي ڪنهن بي جاءِ تي هجي ان جي گواهي ناهي ڏني ته چنڊ جسماني طور تي ڦاٽي پيو هو.ان کان علاوه چنڊ جي جسماني طور تي ڦاٽڻ جو قيامت سان ڪو تعلق ناهي.

مُّسْتَمِرٌّ ۝٣ هڪ دوڪو آهي جيڪو هميشه① ڪان هليو اچي ٿو.

وَكَذَّبُوْا وَاتَّبَعُوْٓا اَهْوَآءَهُمْ وَكُلُّ اَمْرٍ مُّسْتَقِرٌّ ۝٤ ۴-۽ انهن ڪوڙو ڪيو ۽ پنهنجن خواهشن جي پنيان لڳي پيا ۽ هر ڪم جي لاءِ هڪ وقت مقرر هوندو آهي.

وَلَقَدْ جَآءَهُمْ مِّنَ الْاَنْۢبَآءِ مَا فِيْهِ مُزْدَجَرٌ ۝٥ ۵-۽ انهن وٽ اهڙيون حالتون پهچي چڪيون آهن جن ۾ چتاءَ جو سامان موجود هو.

حِكْمَةٌۢ بَالِغَةٌ فَمَا تُغْنِ النُّذُرُ ۝٦ ۶-پڻ اهڙيون حڪمت جون ڳالهيون به هيون جيڪي اثر ڪندڙ هيون. پر (افسوس جو) ڊيڄارڻ واري ② ڪين ڪو فائدو نه ڏنو.

فَتَوَلَّ عَنْهُمْ ۘ يَوْمَ يَدْعُ الدَّاعِ اِلٰى شَيْءٍ نُّكُرٍ ۝٧ ۷-پوءِ تون انهن ڪان منهن ڦيري ڇڏ ۽ انهيءَ وقت جو انتظار ڪر ته پڪارڻ وارو ناپسند شي ءِ (يعني عذاب) ڏانهن ڪين پڪاريندو.-

خُشَّعًا اَبْصَارُهُمْ يَخْرُجُوْنَ مِنَ الْاَجْدَاثِ كَاَنَّهُمْ جَرَادٌ مُّنْتَشِرٌ ۝٨ ۸-سندن اکيون جهڪيل هونديون. اُهي قبرن مان نڪرندا اهڙيءَ طرح جو جڻ پکڙيل مَڪڙَ آهي.

مُّهْطِعِيْنَ اِلَى الدَّاعِ ۭ يَقُوْلُ الْكٰفِرُوْنَ هٰذَا يَوْمٌ عَسِرٌ ۝٩ ۹-پڪارڻ واري ڏانهن ڀڄندا ويندا هوندا ۽ ڪافر هيءُ به چوندا ويندا ته هي ته وڏي تڪليف جو ڏينهن آهي.

كَذَّبَتْ قَبْلَهُمْ قَوْمُ نُوْحٍ فَكَذَّبُوْا ۱۰-انهن ڪان پهرينءَ نوح جي قوم ڪوڙو

---

١-مطلب هي آهي ته هيءَ فريب جي ڳالهه هميشه نبوت جي دعويٰ ڪرڻ وارا ڪندا آيا آهن.

٢- قرآن مجيد ”ڊيڄارڻ وارن“ چيو آهي حقيقت ۾ ڊيڄارڻ وارو صرف هڪ ئي هو. هي جمع يا ته محبت جي لاءِ آهي يا ان لاءِ ته پاڻ سڳورن جي ذات ۾ سڀ رسول جمع آهن.

عَبۡدَنَا وَقَالُوۡا مَجۡنُوۡنٌ وَّازۡدُجِرَ ﴿۱۰﴾

ڪيو، ۽ اسانجي ٻانهي کي ڪوڙو ڪيو ۽ چيائون ته هيءُ چريو آهي ۽(اسانجن ٻتن جي طرفان) انهيءَ تي ڦٽڪار وڌي وئي آهي.

فَدَعَا رَبَّهٗۤ اَنِّیۡ مَغۡلُوۡبٌ فَانۡتَصِرۡ ﴿۱۱﴾

١١- آخر هُن پنهنجي رب کان دعا ڪئي ۽ چيائين، مون تي دشمن غلبو حاصل ڪري ورتو آهي سو تون منهنجو بدلو وٺ.

فَفَتَحۡنَاۤ اَبۡوَابَ السَّمَآءِ بِمَآءٍ مُّنۡهَمِرٍ ﴿۱۲﴾

١٢-جنهن تي اسان ڪڪر جا دروازا هڪ جوش سان وهڻ واري پاڻي جي ذريعي کولي ڇڏيا.

وَّ فَجَّرۡنَا الۡاَرۡضَ عُیُوۡنًا فَالۡتَقَی الۡمَآءُ عَلٰۤی اَمۡرٍ قَدۡ قُدِرَ ﴿۱۳﴾

١٣-۽ زمين ۾ به اسان چشما وهائي ڇڏيا- پوءِ (آسمان جو) پاڻي(زمين جي پاڻيءَ سان) هڪ اهڙي ڳالهه جي لاءِ گڏجي ويو،جنهن جو فيصلو ٿي چڪو هو.

وَحَمَلۡنٰهُ عَلٰی ذَاتِ اَلۡوَاحٍ وَّدُسُرٍ ﴿۱۴﴾

١٤-۽ اسان انهيءَ (نوح) کي هڪ تختن ۽ ميخن واري شيءِ (يعني ٻيڙيءَ) تي کڻي ورتو.

تَجۡرِیۡ بِاَعۡیُنِنَا ۚ جَزَآءً لِّمَنۡ کَانَ کُفِرَ ﴿۱۵﴾

١٥- اُها اسانجن اکين جي اڳيان(اسانجي سنڀال هيٺ)هلندي هئي- هيءَ انهيءَ شخص جي جزا هئي جنهن جو انڪار ڪيو ويو هو.

وَلَقَدۡ تَّرَکۡنٰهَاۤ اٰیَۃً فَهَلۡ مِنۡ مُّدَّکِرٍ ﴿۱۶﴾

١٦-۽ اسان انهيءَ واقعي کي هڪ نشان طور (پوين قومن لاءِ) ڇڏيو①- پوءِ ڇا ڪو نصيحت حاصل ڪرڻ وارو آهي؟

فَکَیۡفَ کَانَ عَذَابِیۡ وَنُذُرِ ﴿۱۷﴾

١٧-۽ ڏسو! منهنجو عذاب ۽ منهنجو

١ ـ لڳ ڀڳ دنيا جي سڀني قومن جي تاريخ ۾ هڪ اهڙي ٻوڏ جو ذڪر اچي ٿو جيڪا دنيا جي وڏي حصي ۾ آئي ۽ نوح عليه السلام جي طوفان جهڙي هئي.

ڊيڄارڻ ڪهڙو (سخت ۽ صحيح) هو.

وَلَقَدْ يَسَّرْنَا الْقُرْاٰنَ لِلذِّكْرِ فَهَلْ مِنْ مُّدَّكِرٍ ﴿١٨﴾

١٨-اسان قرآن کي عمل جي لاءِ آسان بڻايو آهي- پوءِ ڇا ڪو نصيحت حاصل ڪرڻ وارو آهي؟

كَذَّبَتْ عَادٌ فَكَيْفَ كَانَ عَذَابِيْ وَنُذُرِ ﴿١٩﴾

١٩-عاد به (پنهنجي رسول جو) انڪار ڪيو هو، پوءِ ڏسو منهنجو عذاب ۽ منهنجو ڊيڄارڻ ڪهڙو هو؟ (يعني عذاب ڪهڙو سخت هو ۽ ڊيڄارڻ ڪهڙو سچو هو).

اِنَّآ اَرْسَلْنَا عَلَيْهِمْ رِيْحًا صَرْصَرًا فِيْ يَوْمِ نَحْسٍ مُّسْتَمِرٍّ ﴿٢٠﴾

٢٠-اسان انهن تي هڪ اهڙي هوا موڪلي، جيڪا تيز هلڻ واري هئي ۽ هڪ دير تائين رهڻ واري منحوس ① وقت ۾ هلائي ويئي هئي.

تَنْزِعُ النَّاسَ ۙ كَاَنَّهُمْ اَعْجَازُ نَخْلٍ مُّنْقَعِرٍ ﴿٢١﴾

٢١-اُها ماڻهن کي ائين پٽي اڇلائيندي هئي- جڻ اُهي کجيءَ جا اهڙا ٿُڙ آهن جن جي اندر جو ڳِپ ڳاڏل هو.

فَكَيْفَ كَانَ عَذَابِيْ وَنُذُرِ ﴿٢٢﴾

٢٢-پوءِ ڏسو ته منهنجو عذاب (ڪهڙو سخت) ۽ منهنجو ڊيڄارڻ ڪهڙو (سچو) هو.

وَلَقَدْ يَسَّرْنَا الْقُرْاٰنَ لِلذِّكْرِ فَهَلْ مِنْ مُّدَّكِرٍ ﴿٢٣﴾ ع

٢٣-۽ اسان قرآن کي عمل ڪرڻ جي لاءِ آسان بڻايو آهي پوءِ ڇا ڪو نصيحت حاصل ڪرڻ وارو آهي؟

كَذَّبَتْ ثَمُوْدُ بِالنُّذُرِ ﴿٢٤﴾

٢٤-ثمود به نبين ② جو انڪار ڪيو هو.

١-منحوس مان هيءُ مراد ناهي ته وقت جي ڪا گهڙي منحوس ٿيندي آهي ۽ ڪا مبارڪ. بلڪ مطلب هي آهي ته اُهو وقت هن قوم لاءِ منحوس ٿي ويو هو.

٢-هن جڳهه صرف صالحؑ جو ذڪر آهي پر سندس انڪار کي نبين جو انڪار چيو ويو آهي ڇاڪاڻ ته سڀ نبين جي صداقت جا دليل هڪ جهڙا هوندا آهن. هڪ جو انڪار سڀ نبين جو

فَقَالُوْٓا اَبَشَرًا مِّنَّا وَاحِدًا نَّتَّبِعُهٗٓ ۙ اِنَّآ اِذًا لَّفِيْ ضَلٰلٍ وَّسُعُرٍ ۝٢٥

**٢٥-** ۽ چيو ھو تہ ڇا اسان پاڻ مان ئي ھڪ ماڻھوءَ جي(جيڪو اسان ڏانھن موڪليو ويو آھي)تابعداري ڪيون؟ جيڪڏھن اسان ائين ڪنداسين تہ وڏي گمراھيءَ ۽ سڙڻ واري عذاب ۾ پئجي وينداسين.

ءَاُلْقِيَ الذِّكْرُ عَلَيْهِ مِنْۢ بَيْنِنَا بَلْ هُوَ كَذَّابٌ اَشِرٌ ۝٢٦

**٢٦-**ڇا خدا جي وحي اسان مان (صرف) ھن تي ئي نازل ڪئي ويئي آھي؟ حقيقت ھيءَ آھي تہ اھو ڏاڍو ڪوڙو ۽ متڪبر آھي.

سَيَعْلَمُوْنَ غَدًا مَّنِ الْكَذَّابُ الْاَشِرُ ۝٢٧

**٢٧-**(اسان چيو)اُھو سڀاڻي(يعني اچڻ واري زماني ۾)ڄاڻي وٺندا تہ ڪير ڪوڙو ۽ متڪبر آھي.

اِنَّا مُرْسِلُوا النَّاقَةِ فِتْنَةً لَّهُمْ فَارْتَقِبْهُمْ وَاصْطَبِرْ ۝٢٨

**٢٨-**(اسان ڪين چيو تہ)اسان ھڪ ڏاچي انھن جي آزمائش جي لاءِ موڪلڻ وارا آھيون (پوءِ اي صالح) انھن جي انجام جو انتظار ڪر ۽ صبر کان ڪم وٺ.

وَنَبِّئْهُمْ اَنَّ الْمَآءَ قِسْمَةٌۢ بَيْنَهُمْ ۚ كُلُّ شِرْبٍ مُّحْتَضَرٌ ۝٢٩

**٢٩-**۽ انھن کي چئو تہ پاڻي انھن جي ۽ تنھنجي وچ ۾ ورھايو ويو آھي- ھر گروھہ پنھنجي پيئڻ جي وقت تي حاضر ٿيندو ڪري.

فَنَادَوْا صَاحِبَهُمْ فَتَعَاطٰى فَعَقَرَ ۝٣٠

**٣٠-**انھيءَ تي ھُنن پنھنجي سردار کي سڏيو، جنھن تي ھو آيو ۽ ڏاچيءَ جا کُچَ ڪپي ڇڏيائين.

فَكَيْفَ كَانَ عَذَابِيْ وَنُذُرِ ۝٣١

**٣١-**پوءِ ڏسو منھنجو عذاب ۽ منھنجو ڊيڄارڻ ڪھڙو ھو؟ (يعني منھنجو عذاب ڪھڙو سخت ھو ۽ منھنجو ڊيڄارڻ ڪھڙو سچو ھو).

---

**(باقي حاشيو)** انڪار سمجھيو ويندو آھي.

اِنَّآ اَرْسَلْنَا عَلَيْهِمْ صَيْحَةً وَّاحِدَةً فَكَانُوْا كَهَشِيْمِ الْمُحْتَظِرِ ﴿٣١﴾

٣٢-اسان انهن تي هڪ ئي عذاب نازل ڪيو- ۽ اهي هڪ لوڙهي ٺاهڻ واري (وڻن سان) ڪيرايل چوري وانگر ٿي ويا.

وَلَقَدْ يَسَّرْنَا الْقُرْاٰنَ لِلذِّكْرِ فَهَلْ مِنْ مُّدَّكِرٍ ﴿٣٢﴾

٣٣-۽ اسان قرآن کي عمل ڪرڻ جي لاءِ آسان بڻايو آهي- پوءِ ڇا ڪو نصيحت حاصل ڪرڻ وارو آهي؟

كَذَّبَتْ قَوْمُ لُوْطٍۭ بِالنُّذُرِ ﴿٣٣﴾

٣٤-لوط جي قوم به نبين① کي ڪوڙو ڪيو هو.

اِنَّآ اَرْسَلْنَا عَلَيْهِمْ حَاصِبًا اِلَّآ اٰلَ لُوْطٍ ؕ نَجَّيْنٰهُمْ بِسَحَرٍ ۙ﴿٣٤﴾

٣٥-۽ اسان انهن جي تباهه ڪرڻ جي لاءِ به پٿرين سان پريل هوا هلائي (جنهن لوط جي آلِ کانسواءِ سڀني کي تباهه ڪري ڇڏيو) ها صبح جي وقت(جڏهن اهو عذاب آيو ته) اسان لوط جي خاندان کي بچائي ورتو.

نِّعْمَةً مِّنْ عِنْدِنَا ؕ كَذٰلِكَ نَجْزِىْ مَنْ شَكَرَ ﴿٣٥﴾

٣٦-اِها اسانجي طرفان هڪ نعمت هئي، جيڪو شڪر ڪري ٿو اسان انهيَ کي اهڙيءَ طرح جزا ڏيندا آهيون.

وَلَقَدْ اَنْذَرَهُمْ بَطْشَتَنَا فَتَمَارَوْا بِالنُّذُرِ ﴿٣٦﴾

٣٧-۽ انهيءَ(لوط)انهن کي اسان جي عذاب جي پهرين ئي خبر ڏئي ڇڏي هئي- پَر اُهي نبين سان بحث ڪرڻ لڳي پيا.

وَلَقَدْ رَاوَدُوْهُ عَنْ ضَيْفِهٖ فَطَمَسْنَآ

٣٨-۽ انهن هُن کي پنهنجن مهمانن جي

١-هن جاءِ تي نبين جو لفظ آهي جيڪو جمع آهي حالانڪ لوطؑ صرف هڪ ماڻهو هو.ان جي باري ۾ ياد رکڻ گهرجي ته هي قرآن مجيد جو هڪ محاورو آهي جيئن ته هر نبيءَ سان اهو ئي سلوڪ ڪيو ويندو آهي جيڪو سڀني نبين سان ڪيو ويو هو ۽ هُن جوطريقو به مخالفن سان اهوئي هوندو آهي جيڪو اڳوڻن نبين جو هو.ان ڪري هڪ نبيءَ کي جمع جي لفظ سان ياد ڪيو ويندو آهي.

اَعْيُنَهُمْ فَذُوْقُوْا عَذَابِيْ وَنُذُرِ ﴿٣٨﴾

خلاف برغلائڻ گھريو① ۽ اسان سندن اکين تي پردو وجھي ڇڏيو ۽ چيو، منھنجي عذاب ۽ منھنجي ڊيڄارڻ جو مزو چکو.

وَلَقَدْ صَبَّحَهُمْ بُكْرَةً عَذَابٌ مُّسْتَقِرٌّ ﴿٣٩﴾

٣٩-۽ صبح سان ئي انھن تي اھڙو عذاب اچي ويو جو اچٹو ئي ھو.

فَذُوْقُوْا عَذَابِيْ وَنُذُرِ ﴿٤٠﴾

٤٠-(۽ اسان انھن کي چيو ته) منھنجي عذاب ۽ منھنجي ڊيڄارڻ جو مزو چکو.

وَلَقَدْ يَسَّرْنَا الْقُرْاٰنَ لِلذِّكْرِ فَهَلْ مِنْ مُّدَّكِرٍ ﴿٤١﴾ ع

٤١-اسان قرآن کي عمل ڪرڻ جي لاءِ آسان بڻايو آھي- سو ڇا ڪو نصيحت حاصل ڪرڻ وارو آھي؟

وَلَقَدْ جَآءَ اٰلَ فِرْعَوْنَ النُّذُرُ ﴿٤٢﴾

٤٢-۽ آل فرعون وٽ به نبي آيا ھئا.

كَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَا كُلِّهَا فَاَخَذْنٰهُمْ اَخْذَ عَزِيْزٍ مُّقْتَدِرٍ ﴿٤٣﴾

٤٣-مگر آل فرعون اسانجن سڀني آيتن کي ڪوڙو ڪيو، جنھن تي اسان کين ھڪ غالب طاقتور وانگر عذاب سان پڪڙي ورتو

اَكُفَّارُكُمْ خَيْرٌ مِّنْ اُولٰٓئِكُمْ اَمْ لَكُمْ بَرَآءَةٌ فِي الزُّبُرِ ﴿٤٤﴾

٤٤-(اي مڪي وارؤ!) ڇا توھان مان ڪفر ڪرڻ وارا انھن پھرين ماڻھن کان سٺا آھن يا پھرين ڪتابن ۾ توھان جي لاءِ عذاب کان حفاظت لکيل آھي؟

اَمْ يَقُوْلُوْنَ نَحْنُ جَمِيْعٌ مُّنْتَصِرٌ ﴿٤٥﴾

٤٥-ڇا اُھي چون ٿا ته اسان ھڪ جماعت آھيون جيڪا غالب اچي رھندي.

سَيُهْزَمُ الْجَمْعُ وَ يُوَلُّوْنَ الدُّبُرَ ﴿٤٦﴾

٤٦-انھن جي جماعت کي ويجھڙائيءَ ۾ ② شڪست ڏني ويندي ۽ اُھي پٺي ڦيري ڀڄي ويندا.

١-يعني ھن کي ڇيائون ته اِنھن کي شھر مان ڪڍي ڇڏ.

٢-ھن ۾ احزاب جي جنگ جي پيشگوئي آھي. جيڪو اسلام جي صداقت جو زبردست نشان آھي.

بَلِ السَّاعَةُ مَوْعِدُهُمْ وَالسَّاعَةُ اَدْهٰى وَاَمَرُّ ﴿٤٧﴾

٤٧-بلڪ سندن تباهيءَ جي گهڙيءَ جو واعدو ڪيو ويو آهي ۽ اها وعدي جي گهڙي وڏي هلاڪ ڪرڻ واري ۽ سخت هوندي.

اِنَّ الْمُجْرِمِيْنَ فِيْ ضَلٰلٍ وَّسُعُرٍ ﴿٤٨﴾ وقف لازم

٤٨-ڏوهاري ماڻهو گمراهيءَ ۽ ساڙڻ واري عذاب ۾ مبتلا هوندا.

يَوْمَ يُسْحَبُوْنَ فِي النَّارِ عَلٰى وُجُوْهِهِمْ ؕ ذُوْقُوْا مَسَّ سَقَرَ ﴿٤٩﴾

٤٩-جنهن ڏينهن اُهي پنهنجي سردارن ①سميت باهه ۾ گهليا ويندا (۽ انهن کي چيو ويندو) ته دوزخ جو عذاب چکو.

اِنَّا كُلَّ شَيْءٍ خَلَقْنٰهُ بِقَدَرٍ ﴿٥٠﴾

٥٠-اسان هر شيءَ کي اندازي جي مطابق پيدا ڪيو آهي.

وَمَآ اَمْرُنَآ اِلَّا وَاحِدَةٌ كَلَمْحٍ بِالْبَصَرِ ﴿٥١﴾

٥١-۽ اسانجو حڪم اکِ جي ڇنڀڻ وانگر هڪدم پورو ٿي ويندو آهي.

وَلَقَدْ اَهْلَكْنَآ اَشْيَاعَكُمْ فَهَلْ مِنْ مُّدَّكِرٍ ﴿٥٢﴾

٥٢-۽ اسان توهان جهڙن ماڻهن کي پهرين به هلاڪ ڪري چڪا آهيون ۽ ڇا (انهيءَ ڳالهه کي جاڻي)ڪو نصيحت حاصل ڪرڻ وارو آهي؟

وَكُلُّ شَيْءٍ فَعَلُوْهُ فِي الزُّبُرِ ﴿٥٣﴾

٥٣-۽ هر ڪم جيڪو هُنن ڪيو آهي. اُهو ڪتابن ۾ موجود آهي.

وَكُلُّ صَغِيْرٍ وَّكَبِيْرٍ مُّسْتَطَرٌ ﴿٥٤﴾

٥٤-۽هر ننڍي ۽ وڏي ڳالهه لکيل ② آهي.

اِنَّ الْمُتَّقِيْنَ فِيْ جَنّٰتٍ وَّنَهَرٍ ﴿٥٥﴾

٥٥-(۽) مومن جنتن ۾ ۽ قسم قسم جي آسودگين ۾ هوندا.

---

١-هتي وُجُوْهٌ جو لفظ آهي جنهن جي لغت ۾ معنيٰ مُنهنَ جي به آهي ۽ سردار جي به .

٢-هيءَ مراد ناهي ته قلم سان لکيل آهي بلڪ مراد هيءَ آهي ته محفوظ آهي.جهڙوڪ ٻي جڳهه تي اچي ٿو ته قيامت جي ڏينهن گناهگارن جي خلاف انهن جا چمڙا ۽ سندن زبانون ۽ هٿ پير شاهدي ڏيندا.

فِيْ مَقْعَدِ صِدْقٍ عِنْدَ مَلِيْكٍ مُّقْتَدِرٍ ﴿٥٦﴾ ع

**٥٦**۔هڪ اهڙي جڳهه ۾ جيڪا هميشه رهڻ واري هوندي(۽ اهي)قدرت رکڻ واري بادشاهه وٽ(هوندا)(يعني اُهي ڪڏهن ذلت ۽ زوال جو منهن نه ڏسندا).

سُوْرَةُ الرَّحْمٰنِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ تِسْعٌ وَّ سَبْعُوْنَ اٰيَةً وَّ ثَلَاثَةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت رحمٰن- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون اُٺاسي ٧٩ آيتون ۽ ٽي ٣ رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١-(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

اَلرَّحْمٰنُ ②

٢-(اُهو) رحمٰن (خدا) ئي آهي.

عَلَّمَ الْقُرْاٰنَ ③

٣-جنهن قرآن سيکاريو آهي.

خَلَقَ الْاِنْسَانَ ④

٤-انهيءَ انسان کي بڻايو.

عَلَّمَهُ الْبَيَانَ ⑤

٥-۽ هن کي فصاحت ۽ بيان بخشيو.

اَلشَّمْسُ وَالْقَمَرُ بِحُسْبَانٍ ⑥

٦-سج ۽ چنڊ هڪ مقرر قاعدي جي مطابق هلي رهيا آهن.

وَّالنَّجْمُ وَالشَّجَرُ يَسْجُدٰنِ ⑦

٧-۽ جڙي ٻوٽيون ۽ وڻ به خدا جي اڳيان سجده گذار آهن.

وَالسَّمَآءَ رَفَعَهَا وَوَضَعَ الْمِيْزَانَ ⑧

٨-۽ آسمان کي هُن بلند ڪيو آهي ۽ (بني نوع انسان جي لاءِ) تَوازُنَ جو اصول مقرر ڪري ڇڏيو آهي.

اَلَّا تَطْغَوْا فِي الْمِيْزَانِ ⑨

٩-(اِهو چوندي) ته عدل جي سَاهِمِيءَ کي ڪڏهن نه جهڪايو.

وَاَقِيْمُوا الْوَزْنَ بِالْقِسْطِ وَلَا تُخْسِرُوا الْمِيْزَانَ ⑩

١٠-۽ وزن کي انصاف سان قائم ڪيو ۽ تور کي گهٽ نه ڪيو.

وَالْاَرْضَ وَضَعَهَا لِلْاَنَامِ ⑪

١١-۽ انهيءَ (خدا) زمين کي سڀني مخلوق

جي فائدي جي لاءِ بڻايو آهي.

فِيهَا فَاكِهَةٌ ۖ وَالنَّخْلُ ذَاتُ الْأَكْمَامِ ﴿١١﴾

١١-انهيءَ ۾ ميوا به آهن ۽ پوشيل ڪوارين کجين جا وڻ به (آهن).

وَالْحَبُّ ذُو الْعَصْفِ وَالرَّيْحَانُ ﴿١٢﴾

١٢-۽ هن (زمين) ۾ داڻا به آهن جنهن جي مٿان تُهه به هوندو آهي ۽ خوشبودار گُل به آهن.

فَبِأَيِّ آلَاءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبَانِ ﴿١٣﴾

١٣-سو ٻڌايو ته سهي ته توهان ٻئي (يعني جن ۽ انسان) پنهنجي رب جي نعمتن مان ڪنهن ڪنهن جو انڪار ڪندؤ.

خَلَقَ الْإِنْسَانَ مِنْ صَلْصَالٍ كَالْفَخَّارِ ﴿١٤﴾

١٤-انسان کي هن وڄندڙ خشڪ مٽيءَ مان پيدا ڪيو آهي.

وَخَلَقَ الْجَانَّ مِنْ مَارِجٍ مِنْ نَارٍ ﴿١٥﴾

١٥-۽ جنن کي باهه① جي شعلي مان پيدا ڪيو آهي.

فَبِأَيِّ آلَاءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبَانِ ﴿١٦﴾

١٦-پوءِ چئو، ته توهان ٻئي پنهنجي رب جي نعمتن مان ڪنهن ڪنهن جو انڪار ڪندؤ.

رَبُّ الْمَشْرِقَيْنِ وَرَبُّ الْمَغْرِبَيْنِ ﴿١٧﴾

١٧- اهو ٻنهي مشرقن جو به رب آهي ۽ ٻنهي مغربن ② جو به رب آهي.

فَبِأَيِّ آلَاءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبَانِ ﴿١٨﴾

١٨- هاڻي ٻڌايو ته توهان ٻئي پنهنجي رب جي نعمتن مان ڪنهن ڪنهن جو انڪار ڪندؤ.

مَرَجَ الْبَحْرَيْنِ يَلْتَقِيَانِ ﴿١٩﴾

١٩-هن ٻن سمنڊن کي اهڙيءَ طرح هلايو آهي جو اهي هڪ وقت ۾ ملي③ ويندا.

١-ڏسو نوٽ سورت سبا آيت ١٥.

٢-هي زمين جي گول هجڻ ڏانهن اشارو آهي.جنهن جي ڪري ٻه اوڀر ۽ ٻه اولهه ٿيا وڃن ٿا.

٣-هن ۾ نهر سوئيز ۽ نهر پاناما جي پيشگوئي آهي.فرمايائين ته سمنڊ ويجها ويجها آهن پر

بَيْنَهُمَا بَرْزَخٌ لَّا يَبْغِيٰنِ ﴿٢١﴾

**٢١**-(في الحال) انهن جي وچ ۾ هڪ پردو آهي جنهن جي سببان اهي هڪ ٻئي ۾ داخل نٿا ٿي سگهن.

فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿٢٢﴾

**٢٢**-هاڻي ٻڌايو ته توهان ٻئي پنهنجي رب جي نعمتن مان ڪنهن ڪنهن جو انڪار ڪندؤ.

يَخْرُجُ مِنْهُمَا اللُّؤْلُؤُ وَالْمَرْجَانُ ﴿٢٣﴾

**٢٣**-انهن ٻنهي سمندن مان موتي ۽ مرجان نڪرن ٿا.

فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿٢٤﴾

**٢٤**-پوءِ ٻڌايو ته توهان ٻئي پنهنجي رب جي نعمتن مانڪنهن ڪنهن جو انڪار ڪندؤ.

وَلَهُ الْجَوَارِ الْمُنْشَئٰتُ فِي الْبَحْرِ كَالْاَعْلَامِ ﴿٢٥﴾

**٢٥**-۽ انهيءَ جون ٺاهيل ٻيڙيون(به آهن)۽ (انهيءَ جا ٺاهيل)جهاز به آهن جيڪي سمندن ۾ جبلن ① وانگر ڏسڻ ۾ اچن ٿا.

النصف

فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿٢٦﴾

**٢٦**-سو ٻڌايو ته توهان ٻئي پنهنجي رب جي نعمتن مان ڪنهن ڪنهن جو انڪار ڪندؤ.

ع ١١

كُلُّ مَنْ عَلَيْهَا فَانٍ ﴿٢٧﴾

**٢٧**-هن(يعني زمين)تي جيڪو به آهي

**(باقي حاشيو)** انهن جي وچ ۾ خشڪي آهي هڪ ڏينهن اهي پاڻ ۾ ملي ويندا.انهن جي نشاني هيءَ آهي ته انهن مان موتي ۽ مرجان.اِهي ٻئي شيون سويز ۽ پاناما مان وڏي انگ ۾ نڪرنديون آهن.۽ ٻنهي نهرن سان بحيره قلزم ۽ روم کي هڪ پاسي ملايو ويو ۽ ٻي طرف بحر اوقيانوس ۽ بحر الڪاهل کي ملايو ويو آهي.

١-انهن وڏن جبلن وانگر جهازن مان مراد اهي دونهين وارا بحري جهاز آهن جيڪي اسان جي زماني ۾ نڪتا آهن هيءَ هڪ پيشگوئي هئي جيڪا پوري ٿي وئي.اڄڪلهه ساموندي سفر ڪرڻ وارا هن پيشگوئيءَ جي سچائيءَ جا شاهد آهن.

آخر هلاڪ ٿيڻ وارو آهي.

وَّيَبْقٰى وَجْهُ رَبِّكَ ذُوالْجَلٰلِ وَالْاِكْرَامِ ﴿٢٨﴾

٢٨- ۽ صرف اهو بچندو آهي جنهن ڏانهن تنهنجي جلال ۽ عزت واري خدا جو ڌيان هجي①.

فَبِاَيِّ اٰلَاۤءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿٢٩﴾

٢٩- هاڻي ٻڌايو ته توهان ٻئي پنهنجي رب جي نعمتن مان ڪنهن ڪنهن جو انڪار ڪندؤ.

يَسْئَلُهٗ مَنْ فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۗ كُلَّ يَوْمٍ هُوَ فِيْ شَاْنٍ ﴿٣٠﴾

٣٠- آسمانن ۽ زمين ۾ جيڪو به آهي، اُهو انهيءَ کان پنهنجون ضرورتون طلب ڪري ٿو. هُوهر وقت هڪ نئين حالت ②۾ هوندو آهي.

فَبِاَيِّ اٰلَاۤءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿٣١﴾

٣١- سو ٻڌايو ته توهان ٻئي پنهنجي رب جي نعمتن مان ڪنهن ڪنهن جو انڪار ڪندؤ.

سَنَفْرُغُ لَكُمْ اَيُّهَ الثَّقَلٰنِ ﴿٣٢﴾

٣٢- اي ٻئي زبردست③ طاقتور! اسان توهان ٻنهي جي لاءِ واندا④ ٿي رهيا آهيون.

فَبِاَيِّ اٰلَاۤءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿٣٣﴾

٣٣- پوءِ ٻڌايو⑤ ته توهان ٻئي پنهنجي

١- هتي وَجْهُ جو لفظ آهي جيڪو مصدر جي معنيٰ ۾ به ايندو آهي ۽ مصدر اسم فاعل جي معنيٰ ۾ به هوندو آهي ۽ اسم مفعول به. هتي اسان ان کي اسم مفعول جي معنيٰ ۾ استعمال ڪيو آهي جنهن جي مطابق آيت جو هي ترجمو ڪيو ويو آهي ته صرف اُها شيءِ بچندي آهي جنهن ڏانهن تنهنجي رب جو توجه هجي.

٢- مطلب هي آهي ته ان جون صفتون اڻترين حد کان وڌيڪ آهن جو هر مهل هُو نيون صفتون ظاهر ڪندو رهندو آهي ۽ اسان وانگر هن جون صفتون صرف چند صفتن تائين محدود ناهن.

٣- يعني روس ۽ امريڪا جي طاقتن جو گڏيل جوڙ.

٤- يعني ڪجهه ڏينهن ۾ ڏئي ٻنهي کي تباهه ڪري ڇڏينداسين.

٥- يعني بربادي جي وقت پڇنداسين ته ڇا توهان تي بيشمار نعمتون نازل نه ٿيون هيون ۽ توهان

رب جي نعمتن مان ڪنهن ڪنهن جو انڪار ڪندؤ.

يٰمَعْشَرَ الْجِنِّ وَالْاِنْسِ اِنِ اسْتَطَعْتُمْ اَنْ تَنْفُذُوْا مِنْ اَقْطَارِ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ فَانْفُذُوْا ؕ لَا تَنْفُذُوْنَ اِلَّا بِسُلْطٰنٍ ۚ﴿۳۳﴾

**۳۴**۔اي① جن ۽ انسان جا گروھ! جيڪڏهن توهان طاقت رکو ٿا تہ آسمانن② ۽ زمين جي ڪنارن کان نڪري پيجو، تہ نڪري ڏيکاريو۔ توهان دليل کانسواءِ هرگز نٿا نڪري سگهو③.

فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿۳۴﴾

**۳۵**۔سو ٻڌايو! تہ توهان ٻئي پنهنجي رب جي نعمتن مان ڪنهن ڪنهن جو انڪار ڪندؤ.

يُرْسَلُ عَلَيْكُمَا شُوَاظٌ مِّنْ نَّارٍ ۙ وَّ نُحَاسٌ فَلَا تَنْتَصِرٰنِ ۚ﴿۳۵﴾

**۳٦**۔توهان تي باھ④ جو هڪ شعلو ڪيرايو ويندو ۽ ٽامون⑤ بہ(ڪيرايو ويندو)پوءِ توهان ٻئي هرگز غالب نٿا اچي سگهو.

فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿۳٦﴾

**۳۷**۔هاڻي ٻڌايو تہ توهان ٻئي پنهنجي رب جي نعمتن مان ڪنهن ڪنهن

---

**(باقي حاشيو)**دين سان ٺٺولون نہ ڪندا هئا؟

١۔جن شاهوڪار ماڻهو ۽ انس عوام.سو اڄڪلهہ هڪ پاسي امير ماڻهن جو گروھ آهي يعني ڪيپيٽل ازم Capitalism ۽ ٻي پاسي پرولتاريت Proletariat يعني عوام جو.يا هيئن چئو تہ روس جو.

٢۔ٻئي گروھ اهڙا راڪٽ تيار ڪري رهيا آهن جن سان بلند آسماني سيارن تائين پهچي سگهن. پر فرمائي ٿو تہ هُو ان ۾ سوڀارا نہ ٿيندا ۽ وڏ ۾ وڏ انهن سيارن تائين پهچي سگهندا جيڪي هن زمين کان ڪليل اک سان نظر ايندا آهن.

٣۔يعني آسماني تعليم جو مقابلو توهان ڏاڍ سان نٿا ڪري سگهو ۽ پنهنجي طاقت جي زور سان ان کان آزاد نٿا ٿي سگهو صرف هڪ ئي وسيلو آهي تہ دليل سان آسماني تعليم کي باطل ڪيو.

۴۔ڪاسمڪ ريز ڏانهن اشارو آهي.

۵۔بمن ڏانهن اشارو آهي.

جو ڪندؤ.

فَإِذَا انْشَقَّتِ السَّمَآءُ فَكَانَتْ وَرْدَةً كَالدِّهَانِ ﴿٣٨﴾

٣٨-جڏهن آسمان ڦاٽي پوندو ۽ ڳاڙهي چمڙي وانگر ٿي پوندو (اها آخري فيصلي جي گهڙي هوندي).

فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿٣٩﴾

٣٩-هاڻي ٻڌايو ته توهان ٻئي پنهنجي رب جي نعمتن مان ڪنهن ڪنهن جو انڪار ڪندؤ.

فَيَوْمَئِذٍ لَّا يُسْئَلُ عَنْ ذَنْۢبِهٖٓ اِنْسٌ وَّلَا جَآنٌّ ﴿٤٠﴾

٤٠-انهيءَ فيصلي جي ڏينهن نه انسان کان انهيءَ جي گناهه① جي متعلق پڇيو ويندو نه جنّ کان.

فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿٤١﴾

٤١-هاڻي توهان ٻئي ٻڌايو ته سهي ته توهان ٻئي پنهنجي رب جي نعمتن مان ڪنهن ڪنهن جو انڪار ڪندؤ.

يُعْرَفُ الْمُجْرِمُوْنَ بِسِيْمٰهُمْ فَيُؤْخَذُ بِالنَّوَاصِيْ وَالْاَقْدَامِ ﴿٤٢﴾

٤٢-ڏوهاري پنهنجي منهن جي نشانين مان سڃاتا ويندا- ۽ پنهنجي مٿي جي وارن ۽ پيرن کان پڪڙيا ويندا.

فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿٤٣﴾

٤٣-هاڻي توهان ٻڌايو ته توهان ٻئي پنهنجي رب جي نعمتن مان ڪنهن ڪنهن جو انڪار ڪندؤ.

هٰذِهٖ جَهَنَّمُ الَّتِيْ يُكَذِّبُ بِهَا الْمُجْرِمُوْنَ ﴿٤٤﴾ وقف لازم

٤٤-هيءُ اهو جهنم آهي جنهن جو مجرم انڪار ڪن ٿا.

يَطُوْفُوْنَ بَيْنَهَا وَبَيْنَ حَمِيْمٍ اٰنٍ ﴿٤٥﴾

٤٥-(جڏهن انهيءَ ۾ داخل ٿيڻ جو ڏينهن

١-هي ناهي ته آزاد ٿيندا، بلڪ هيءَ مراد آهي ته انهن جي گناهن جي سزا کين پنهنجو پاڻ وڪوڙي وٺندي، پڇڻ جي ضرورت نه هوندي.

ايندو) اُهي انهيءَ(دوزخ①)جي وچ ۾ ٽهڪندڙ پاڻيءَ جي وچ ۾ ڦري رهيا هوندا.

فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿٤٦﴾

٤٦-هاڻي چوءُ ته توهان ٻئي پنهنجي رب جي نعمتن مان ڪنهن ڪنهن جو انڪار ڪندوءُ.

وَلِمَنْ خَافَ مَقَامَ رَبِّهٖ جَنَّتٰنِ ﴿٤٧﴾

٤٧-۽ جيڪو شخص پنهنجي رب جي شان کان ڊڄي ٿو انهيءَ لاءِ ٻه جنتون مقرر آهن (دنياوي ٻه ۽ آخرت واري ٻه).

فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿٤٨﴾

٤٨-پوءِ ٻڌايو ته سهي ته توهان ٻئي پنهنجي رب جي نعمتن مان ڪنهن ڪنهن جو انڪار ڪندوءُ.

ذَوَاتَآ اَفْنَانٍ ﴿٤٩﴾

٤٩-ٻئي جنتون ڪيترين ئي ٽارين وارويون هونديون(يعني انهن جا وڻ ڏاڍا گهاٽا هوندا).

فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿٥٠﴾

٥٠-پوءِ ٻڌايو ته سهي ته توهان ٻئي پنهنجي رب جي نعمتن مان ڪنهن ڪنهن جو انڪار ڪندوءُ.

فِيْهِمَا عَيْنٰنِ تَجْرِيٰنِ ﴿٥١﴾

٥١-انهن ٻنهي ۾ ٻه چشما(پاڻيءَ جي ڪثرت سان) وهي رهيا هوندا.

فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿٥٢﴾

٥٢-پوءِ ٻڌايو ته سهي ته توهان ٻئي پنهنجي رب جي نعمتن مان ڪنهن ڪنهن جو انڪار ڪندوءُ.

فِيْهِمَا مِنْ كُلِّ فَاكِهَةٍ زَوْجٰنِ ﴿٥٣﴾

٥٣-انهن ٻنهيءَ ۾ هر قسم جا ميوا ٻن ٻن

صادي مشڪلات ۾ پئجي ويندا ۽ جيڪڏهن تياري ڇڏيندا ته جنگ ۾ دشمن جو ڪاج ٿي ويندا.

١-يعني روحاني انعام وانگر انهن کي ٻن قِسمن جو بڻايو ويندو. هڪ صرف اندرين لذت وارا ۽

① قسمن جا هوندا.

فَبِاَيِّ اٰلَاۗءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ۝٥٤

٥٤-پوءِ ٻڌايو ته توهان ٻئي پنهنجي رب جي نعمتن مان ڪنهن ڪنهن جو انڪار ڪندؤ.

مُتَّكِـِٕيْنَ عَلٰى فُرُشٍۢ بَطَاۗىِٕنُهَا مِنْ اِسْتَبْرَقٍ ۭ وَجَنَا الْجَنَّتَيْنِ دَانٍ ۝٥٥

٥٥-(جنتي ماڻهو)فرش تي(اهڙا) وهاڻا لڳايو وينا هوندا جن جا اَستر استبرق جي پَٽ جا هوندا ۽ ٻنهي باغن جا ميوا(بار ڪان) جهڪيل هوندا.

فَبِاَيِّ اٰلَاۗءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ۝٥٦

٥٦-سو ٻڌايو ته توهان ٻئي پنهنجي رب جي نعمتن مان ڪنهن ڪنهن جو انڪار ڪندؤ.

فِيْهِنَّ قٰصِرٰتُ الطَّرْفِ ۙ لَمْ يَطْمِثْهُنَّ اِنْسٌ قَبْلَهُمْ وَلَا جَاۗنٌّ ۝٥٧

٥٧-انهن جنتن ۾ جهڪيل نگاهن واريون عورتون② هونديون جن سان نه ته انهن (جنتين)ڪان پهرين انسانن تعلق رکيو③ هوندو، نه جِنن.

فَبِاَيِّ اٰلَاۗءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ۝٥٨

٥٨-پوءِ ٻڌايو ته سهي ته توهان ٻئي پنهنجي رب جي نعمتن مان ڪنهن ڪنهن جو انڪار ڪندؤ.

---

هڪ ظاهري شڪل وارا ٻيو روحاني.

٢-پهريون ته روحاني انعام مراد آهي. پوءِ هيءَ ڳالهه به سامهون رکڻ گهرجي ته هتي صرف عورت چيو آهي ۽ ان مان مراد انسان جي دنياوي زال به ٿي سگهي ٿي جنهن کي اڳين جهان ۾ حسن عطا ٿيندو.

٣-ڪنهن سان تعلق نه رکيو هوندو جي هيءَ معنيٰ آهي ته ڪنهن غير مرد سان تعلق نه رکيو هوندو ۽ اُهي نيڪ ۽ پاڪدامن هونديون.

كَاَنَّهُنَّ الْيَاقُوْتُ وَالْمَرْجَانُ ۚ﴿٥٩﴾

**٥٩**-جڻ ته اهي عورتون ياقوت① ۽ مرجان هونديون.

فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿٦٠﴾

**٦٠**-سو توهان ٻڌايو ته سهي ته توهان ٻئي پنهنجي رب جي نعمتن مان ڪنهن ڪنهن جو انڪار ڪندؤ.

هَلْ جَزَآءُ الْاِحْسَانِ اِلَّا الْاِحْسَانُ ۚ﴿٦١﴾

**٦١**-ڇا احسان جي جزا احسان کانسواءِ ڪجهه ٻي به ٿي سگهي ٿي؟

فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ﴿٦٢﴾

**٦٢**-پوءِ ٻڌايو ته سهي ته توهان ٻئي پنهنجي رب جي نعمتن مان ڪنهن ڪنهن جو انڪار ڪندؤ.

وَمِنْ دُوْنِهِمَا جَنَّتٰنِ ۚ﴿٦٣﴾

**٦٣**-۽ انهن ٻنهي جنتن کانسواءِ ٻه ٻيون جنتون به هونديون.

فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ۙ﴿٦٤﴾

**٦٤**-پوءِ ٻڌايو ته سهي ته توهان ٻئي پنهنجي رب جي نعمتن مان ڪنهن ڪنهن جو انڪار ڪندؤ.

مُدْهَآمَّتٰنِ ۚ﴿٦٥﴾

**٦٥**-(اهي ٻئي جنتون) ڇهڇُ ساين هونديون.

فَبِاَيِّ اٰلَآءِ رَبِّكُمَا تُكَذِّبٰنِ ۚ﴿٦٦﴾

**٦٦**-پوءِ ٻڌايو ته سهي ته توهان ٻئي پنهنجي رب جي نعمتن مان ڪنهن ڪنهن جو انڪار ڪندؤ.

فِيْهِمَا عَيْنٰنِ نَضَّاخَتٰنِ ۚ﴿٦٧﴾

**٦٧**-انهن ٻنهي(جنتن)۾ ٻه چشما وڏي

---

١-يعني انهن جي رنگ ۾ اڇاڻ ۽ ڳاڙهاڻ مليل هوندي ۽ ڏاڍيون نازڪ هونديون. ياقوت پنهنجي ڳاڙهي رنگ جي لحاظ کان مشهور آهي ۽ مرجان پنهنجي قد ۽پنهنجي نزاڪت ۽ ڳاڙهاڻ ۽ اڇاڻ گڏيل هئڻ جي ڪري مشهور آهي.ان ڪري ان ٻنهي لفظن کي بيان ڪري ان عورتن جون سڀئي صفتون بيان ڪري ڇڏيون.

جوش مان ڦاٽي رهيا هوندا.

فَبِاَیِّ اٰلَآءِ رَبِّکُمَا تُکَذِّبٰنِ ﴿٦٨﴾

٦٨-سو ٻڌايو ته سهي توهان ٻئي پنهنجي رب جي نعمتن مان ڪنهن ڪنهن جو انڪار ڪندؤ.

فِیۡهِمَا فَاکِهَةٌ وَّ نَخۡلٌ وَّ رُمَّانٌ ﴿٦٩﴾

٦٩-انهن ۾ ميوا به هوندا ۽ کجيون ۽ ڏاڙهون به

فَبِاَیِّ اٰلَآءِ رَبِّکُمَا تُکَذِّبٰنِ ﴿٧٠﴾

٧٠-پوءِ ٻڌايو ته توهان ٻئي پنهنجي رب جي نعمتن مان ڪنهن ڪنهن جو انڪار ڪندؤ.

فِیۡهِنَّ خَیۡرٰتٌ حِسَانٌ ﴿٧١﴾

٧١-انهن باغن ۾ نيڪ ۽ خوبصورت عورتون هونديون.

فَبِاَیِّ اٰلَآءِ رَبِّکُمَا تُکَذِّبٰنِ ﴿٧٢﴾

٧٢-سو ٻڌايو ته توهان ٻئي پنهنجي رب جي نعمتن مان ڪنهن ڪنهن جو انڪار ڪندؤ.

حُوۡرٌ مَّقۡصُوۡرٰتٌ فِی الۡخِیَامِ ﴿٧٣﴾

٧٣-اهي عورتون① ڪارين اکين واريون هونديون (۽) تنبن ۾ رکيون ويون هونديون.

فَبِاَیِّ اٰلَآءِ رَبِّکُمَا تُکَذِّبٰنِ ﴿٧٤﴾

٧٤-پوءِ ٻڌايو توهان ٻئي پنهنجي رب جي نعمت مان ڪنهن ڪنهن جو انڪار ڪندؤ.

لَمۡ یَطۡمِثۡهُنَّ اِنۡسٌ قَبۡلَهُمۡ وَلَا جَآنٌّ ﴿٧٥﴾

٧٥-نه ته (انهن کي جنت ۾ داخل ٿيڻ واري جن ② ۽ انسان مان) پهرين ڪنهن انسان ڇهيو هوندو، نه جن.

---

١-يعني جن جو ذڪر آيت ٧٠ ۾ آهي.

٢-يعني اُهي پنهنجي مڙسن وٽ ئي هونديون.

فَبِاَیِّ اٰلَآءِ رَبِّکُمَا تُکَذِّبٰنِ ﴿٧٦﴾

٧٦-پوءِ ٻڌايو ته سهي ته توهان ٻئي پنهنجي رب جي نعمتن مان ڪنهن ڪنهن جو انڪار ڪندؤ.

مُتَّکِـِٕیۡنَ عَلٰی رَفۡرَفٍ خُضۡرٍ وَّ عَبۡقَرِیٍّ حِسَانٍ ﴿٧٧﴾

٧٧- اُهي (جنتي) تنبوءَ جي وڏيل ساون فرشن تي جيڪي نهايت اعليٰ هوندا ۽ خوبصورت هوندا وهاڻا لڳايو ويندا هوندا.

فَبِاَیِّ اٰلَآءِ رَبِّکُمَا تُکَذِّبٰنِ ﴿٧٨﴾

٧٨-پوءِ ٻڌايو ته سهي ته توهان ٻئي پنهنجي رب جي نعمتن مان ڪنهن ڪنهن جو انڪار ڪندؤ.

تَبٰرَکَ اسۡمُ رَبِّکَ ذِی الۡجَلٰلِ وَ الۡاِکۡرَامِ ﴿٧٩﴾ ع ٣ ٣٢ ١٣

٧٩-تنهنجي جلال ۽ عزت واري رب جو نالو وڏي برڪت وارو آهي.

سُوْرَةُ الْوَاقِعَةِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ سَبْعٌ وَّ تِسْعُوْنَ اٰيَةً وَّ ثَلَاثَةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت واقعه هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم الله سميت هن جون ستانوي۹۷ آيتون ۽ ٽي۳ رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ⓪

۱-(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

اِذَا وَقَعَتِ الْوَاقِعَةُ ①

۲-جڏهن اُها(ڳالهه)جنهن جي اٽل هئڻ جو فيصلو آهي عملن ٽي ونديي①.

لَيْسَ لِوَقْعَتِهَا كَاذِبَةٌ ②

۳-انهيءَ جي واقع ٿيڻ ڪي پنهنجي وقت ڪان ٽارڻ واري ڪا(شيءِ)ناهي.

خَافِضَةٌ رَّافِعَةٌ ③

۴-اُها ڪن ڪي هيٺائون ڪرڻ واري ۽ ڪن ڪي مٿاهون② ڪرڻ واري آهي.

اِذَا رُجَّتِ الْاَرْضُ رَجًّا ④

۵-جنهن ڏينهن ملڪ ڪي لوڏي ڇڏبو.

وَّ بُسَّتِ الْجِبَالُ بَسًّا ⑤

۶-۽ جبلن ڪي ذرا ذرا ڪيو ويندو.

فَكَانَتْ هَبَآءً مُّنْۢبَثًّا ⑥

۷-سو اُهي اهڙا ٿي ويندا جيئن هوا ۾ چوطرف اڏامڻ وارا سنها ذرا.

وَّ كُنْتُمْ اَزْوَاجًا ثَلٰثَةً ⑦

۸-۽ توهان ٽن گروهن ۾ تقسيم ٿي ويندوءُ.

فَاَصْحٰبُ الْمَيْمَنَةِ مَاۤ اَصْحٰبُ الْمَيْمَنَةِ ⑧

۹-هڪ ته ساڄي هٿ وارا هوندا ۽ توڪي

---

۱-يعني قيامت اچي ويندي.

۲-يعني مسلمانن ۽ ڪافرن جي وچ ۾ فيصلو ڪرڻ واري گهڙي ضرور ايندي.ڪافر ڪيتريون ئي تدبيرون ڪن،اُن ڪي پنهنجي وقت ڪان ٽاري نٿا سگهن ۽ جڏهن اُها ايندي ته ڪن ڪي هيٺائون ڪري ڇڏيندي ۽ ڪن ڪي مٿاهون ڪري ڇڏيندي.يعني ڪافر اڄ غالب آهن اُن ڏينهن مغلوب ٿي ويندا ۽ مسلمان اڄ مغلوب آهن اُن ڏينهن غالب ٿي ويندا.

وَاَصۡحٰبُ الۡمَشۡـَٔمَةِ ۙ۬ مَاۤ اَصۡحٰبُ الۡمَشۡـَٔمَةِ ؕ﴿۱۰﴾

چا معلوم ته ساڄي هٿ وارا ڪيئن هوندا؟
**۱۰**۔۽ هڪ کابي هٿ وارا، ۽ توکي ڇا معلوم ته کابي هٿ وارا ڪيئن هوندا؟

وَالسّٰبِقُوۡنَ السّٰبِقُوۡنَ ۚۙ﴿۱۱﴾

**۱۱**۔۽ هڪ گروهه(ايمان ۽ عمل ۾)اڳتي نڪري وڃڻ وارن جو هوندو،سو اُهي ته بهرحال ٻين کان اڳتي ئي رهندا.

اُولٰٓئِكَ الۡمُقَرَّبُوۡنَ ۚ﴿۱۲﴾

**۱۲**۔۽ اهي ماڻهو(خدا جا)مقرب هوندا.

فِىۡ جَنّٰتِ النَّعِيۡمِ ﴿۱۳﴾

**۱۳**۔نعمت وارين جنتن ۾(رهندا)

ثُلَّةٌ مِّنَ الۡاَوَّلِيۡنَ ۙ﴿۱۴﴾

**۱۴**۔پهرين ايمان① آڻڻ وارن ۾ انهن جو تعداد وڏيڪ هوندو.

وَقَلِيۡلٌ مِّنَ الۡاٰخِرِيۡنَ ؕ﴿۱۵﴾

**۱۵**۔۽ بعد ۾ ايمان آڻڻ وارن مان انهن جو تعداد ٿورو هوندو.

عَلٰى سُرُرٍ مَّوۡضُوۡنَةٍ ۙ﴿۱۶﴾

**۱۶**۔اهي مَڙهيَل تختن تي

مُّتَّكِـِٕيۡنَ عَلَيۡهَا مُتَقٰبِلِيۡنَ ﴿۱۷﴾

**۱۷**۔وهاڻا لڳائي آمهون سامهون وينا هوندا.

يَطُوۡفُ عَلَيۡهِمۡ وِلۡدَانٌ مُّخَلَّدُوۡنَ ۙ﴿۱۸﴾

**۱۸**۔انهن وٽ خدمت جي لاءِ ڪثرت سان نوجوان خادم ايندا جيڪي هميشه پنهنجي نيڪيءَ تي قائم رکيا ويندا.

---

١۔ڪن ان جي هيءَ معنيٰ ڪئي آهي ته رسول ڪريم ﷺ تي جن ماڻهن شروعات ۾ ايمان آندو هو انهن مان اڳوڻا ماڻهو گهڻا هوندا پر پاڻ سڳورن کانپوءِ جيڪي مسلمان ٿيندا انهن مان اهڙا ماڻهو گهٽ هوندا.پر سلسله احمديه جي بانيءَ هيءُ ٻڌايو آهي ته ان جي اِها معنيٰ ناهي بلڪ هيءَ آهي ته هر زماني ۾ جڏهن ڪو سچائيءَ جو پيغام ايندو آهي ته جيڪي شروعات ۾ مڃيندا آهن انهن مان گهڻي قدر وڏو درجو ماڻڻ وارا هوندا آهن.۽ جيڪي ترقيءَ جي وقت مڃيندا آهن.انهن مان وڏو درجو ماڻڻ وارا ٿورڙا هوندا آهن ۽ اِها ئي انصاف تي ٻڌل معنيٰ آهي.

بِاَكْوَابٍ وَّاَبَارِيْقَ ۙ وَكَاْسٍ مِّنْ مَّعِيْنٍ ۙ﴿١٩﴾

١٩-(اُهي) گلاس ۽ ڪُوزا ۽ چشمن مان پَريل پيالا کڻي (ايندا)

لَّا يُصَدَّعُوْنَ عَنْهَا وَلَا يُنْزِفُوْنَ ۙ﴿٢٠﴾

٢٠-(انهن پيالن ۽ آبخورن کي پي وٺي) نه ته جنتين کي خمار ٿيندو ۽ نه اهي بيهودو ڪلام ڪندا!

وَفَاكِهَةٍ مِّمَّا يَتَخَيَّرُوْنَ ۙ﴿٢١﴾

٢١-(۽ اهڙيءَ طرح نوجوان خادم) انهن (جنتين) وٽ اهڙن ميون جا ٿالهه کڻي ايندا، جن کي اُهي پسند ڪندا.

وَلَحْمِ طَيْرٍ مِّمَّا يَشْتَهُوْنَ ؕ﴿٢٢﴾

٢٢-۽ پکين مان انهن پکين جو گوشت جن کي اُهي (جنتي) پسند ڪندا.

وَحُوْرٌ عِيْنٌ ۙ﴿٢٣﴾

٢٣-۽ ڪارين ٻُڪلين واريون ۽ وڏين اکين واريون عورتون هونديون.

كَاَمْثَالِ اللُّؤْلُؤِ الْمَكْنُوْنِ ۚ﴿٢٤﴾

٢٤-جيڪي محفوظ① موتين وانگر هونديون (جيڪي پنهنجي قيمتي هئڻ سبب لڪائي رکيا ويندا آهن).

جَزَآءً ۢ بِمَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ ﴿٢٥﴾

٢٥-اِهو سڀ ڪجهه مومنن جي عملن جي سببان جزا جي طور تي ملندو.

لَا يَسْمَعُوْنَ فِيْهَا لَغْوًا وَّلَا تَاْثِيْمًا ۙ﴿٢٦﴾

٢٦-اُهي (مومن) جنتن ۾ نه ته ڪا بيهودي ڳالهه ٻڌندا ۽ نه گناهه جو جملو.

اِلَّا قِيْلًا سَلٰمًا سَلٰمًا ﴿٢٧﴾

٢٧- ها پر اهڙو قول ٻڌندا جيڪو سلام (يعني سلامتي جي دعا) تي مشتمل هوندو.

وَاَصْحٰبُ الْيَمِيْنِ ۙ مَآ اَصْحٰبُ الْيَمِيْنِ ؕ﴿٢٨﴾

٢٨-۽ (تون) ساڄي طرف جي ماڻهن جو ڪهڙو حال ٻڌ ۽ توکي ڇا معلوم آهي ته ساڄي طرف جا ماڻهو ڪهڙا آهن؟

---

١- يعني نيڪ ۽ پاڪدامن.

| | |
|---|---|
| فِيْ سِدْرٍ مَّخْضُوْدٍ ﴿٢٩﴾ | **٢٩**-اهي بنان ڪنڊن جي ٻيرن جي باغن ۾ رهندا. |
| وَّطَلْحٍ مَّنْضُوْدٍ ﴿٣٠﴾ | **٣٠**-۽ ڪيلن (جي باغن) ۾ جن جون ڦريون هڪ ٻئي تي چڙهيل هونديون |
| وَّظِلٍّ مَّمْدُوْدٍ ﴿٣١﴾ | **٣١**-۽ اهڙي ڇانئن ۾ جيڪا تمام ڊگهي هوندي. |
| وَّمَآءٍ مَّسْكُوْبٍ ﴿٣٢﴾ | **٣٢**-۽ اهڙن پاڻين (١) ۾ جيڪي ڪيرايا ويندا هوندا. |
| وَّفَاكِهَةٍ كَثِيْرَةٍ ﴿٣٣﴾ | **٣٣**-۽ گهڻن ئي ميون ۾ |
| لَّا مَقْطُوْعَةٍ وَّلَا مَمْنُوْعَةٍ ﴿٣٤﴾ | **٣٤**-نه ته اُهي کپيا ويندا (٢) ۽ نه انهن کان انهن (جنتين) کي روڪيو (٣) ويندو (يعني اهي انهن جي ئي ملڪيت قرار ڏنا ويندا) |
| وَّفُرُشٍ مَّرْفُوْعَةٍ ﴿٣٥﴾ | **٣٥**-۽ شاندار زالن سان گڏ رهندا. |
| اِنَّآ اَنْشَاْنٰهُنَّ اِنْشَآءً ﴿٣٦﴾ | **٣٦**-اسان ئي انهن کي نئاهي رڪيو آهي. |
| فَجَعَلْنٰهُنَّ اَبْكَارًا ﴿٣٧﴾ | **٣٧**-۽ ڪنواريون پيدا ڪيون آهن. |
| عُرُبًا اَتْرَابًا ﴿٣٨﴾ | **٣٨**-نهايت خوبصورت ۽ جنتين جون هم عمر |
| لِّاَصْحٰبِ الْيَمِيْنِ ﴿٣٩﴾ ع | **٣٩**-(جن کي) ساڄي طرف واري گروهه جي لاءِ (پيدا ڪيو ويو آهي). |
| ثُلَّةٌ مِّنَ الْاَوَّلِيْنَ ﴿٤٠﴾ | **٤٠**-هيءُ گروهه شروع ۾ ايمان آڻڻ وارن |

١-يعني آبشارن جي پر سان.

٢-نه کپيا ويندا مان مراد آهي ته اُهي ختم نه ٿيندا.

٣- ”نه انهن کان روڪيو ويندو“ مان هيءُ مراد آهي ته مومنن لاءِ انهن جو استعمال پوري طرح جائز هوندو.

ماڻهن مان بہ ڪثرت سان هوندو.

وَثُلَّةٌ مِّنَ الْاٰخِرِيْنَ ﴿٤١﴾

٤١- ۽ آخر ۾ ايمان آڻڻ وارن ماڻهن مان بہ ڪثرت سان هوندو.

وَاَصْحٰبُ الشِّمَالِ ۙ۬ مَآ اَصْحٰبُ الشِّمَالِ ﴿٤٢﴾

٤٢-۽ کابي طرف وارن(ماڻهن جو بہ حال ٻڌ)۽ توکي ڇا معلوم آهي تہ کابي طرف جا ماڻهو ڪيئن هوندا؟

فِيْ سَمُوْمٍ وَّحَمِيْمٍ ﴿٤٣﴾

٤٣- اُهي گرم هوائن ۽ گرم پاڻين ۾ رهندا.

وَّظِلٍّ مِّنْ يَّحْمُوْمٍ ﴿٤٤﴾

٤٤-۽ اهڙي پاڇي ۾ رهندا جيڪو ڪاري دونهين وانگر هوندو.

لَّا بَارِدٍ وَّلَا كَرِيْمٍ ﴿٤٥﴾

٤٥-نہ اهو ٺڌو هوندو ۽ نہ انهيءَ جي هيڻان رهڻ عزت بخشيندو.

اِنَّهُمْ كَانُوْا قَبْلَ ذٰلِكَ مُتْرَفِيْنَ ﴿٤٦﴾

٤٦- اُهي انهيءَ کان پهرين دنيا ۾ وڏي آرام سان رهندا هئا.

وَكَانُوْا يُصِرُّوْنَ عَلَى الْحِنْثِ الْعَظِيْمِ ﴿٤٧﴾

٤٧-۽ وڏي گناهہ(يعني شرڪ)تي ضد ڪندا هئا.

وَكَانُوْا يَقُوْلُوْنَ اَئِذَا مِتْنَا وَكُنَّا تُرَابًا وَّعِظَامًا ءَاِنَّا لَمَبْعُوْثُوْنَ ﴿٤٨﴾

٤٨-اُهي چوندا هئا تہ ڇا جڏهن اسان مري ويندا سين ۽ مٽي ۽ هڏا بڻجي ويندا سين ڇا اسانکي وري زندهہ ڪري اٿاريو ويندو.

اَوَاٰبَآؤُنَا الْاَوَّلُوْنَ ﴿٤٩﴾

٤٩-يا اسانجن ابن ڏاڏن سان بہ اهو ئي معاملو ٿيندو.

قُلْ اِنَّ الْاَوَّلِيْنَ وَالْاٰخِرِيْنَ ﴿٥٠﴾

٥٠-تون چؤ تہ پهريان بہ ۽ پويان بہ،

لَمَجْمُوْعُوْنَ ۙ۬ اِلٰى مِيْقَاتِ يَوْمٍ مَّعْلُوْمٍ ﴿٥١﴾

٥١-سيئي هڪ معلوم ڏينهن جي واعدي ڏانهن گڏ ڪري نيا ويندا.

ثُمَّ اِنَّكُمۡ اَيُّهَا الضَّآلُّوۡنَ الۡمُكَذِّبُوۡنَ ﴿٥٢﴾
لَاٰكِلُوۡنَ مِنۡ شَجَرٍ مِّنۡ زَقُّوۡمٍ ﴿٥٣﴾
فَمَالِـُٔوۡنَ مِنۡهَا الۡبُطُوۡنَ ﴿٥٤﴾
فَشٰرِبُوۡنَ عَلَيۡهِ مِنَ الۡحَمِيۡمِ ﴿٥٥﴾
فَشٰرِبُوۡنَ شُرۡبَ الۡهِيۡمِ ﴿٥٦﴾
هٰذَا نُزُلُهُمۡ يَوۡمَ الدِّيۡنِ ﴿٥٧﴾
نَحۡنُ خَلَقۡنٰكُمۡ فَلَوۡلَا تُصَدِّقُوۡنَ ﴿٥٨﴾
اَفَرَءَيۡتُمۡ مَّا تُمۡنُوۡنَ ﴿٥٩﴾
ءَاَنۡتُمۡ تَخۡلُقُوۡنَهٗۤ اَمۡ نَحۡنُ الۡخٰلِقُوۡنَ ﴿٦٠﴾
نَحۡنُ قَدَّرۡنَا بَيۡنَكُمُ الۡمَوۡتَ وَمَا نَحۡنُ بِمَسۡبُوۡقِيۡنَ ﴿٦١﴾
عَلٰٓى اَنۡ نُّبَدِّلَ اَمۡثَالَكُمۡ وَ نُنۡشِئَكُمۡ فِىۡ مَا لَا تَعۡلَمُوۡنَ ﴿٦٢﴾

**٥٢**-پوءِ توهان اي ڪوڙو چوڻ وارا گمراهو!

**٥٣**-ٿوهر① جي وڻ مان کائيندؤ.

**٥٤**-۽ انهيءَ سان پيٽ ڀريندؤ.

**٥٥**-۽ پوءِ انهيءَ جي مٿان گرم پاڻي پيئندؤ.

**٥٦**-۽ اجاري اُٺ جيان پيئندا ويندؤ.

**٥٧**-اِها انهن جي جزا سزا جي ڏينهن مهمان نوازي هوندي.

**٥٨**-اسان توهانکي پيدا ڪيو آهي.پوءِ ڇو توهان اسانجي ڳالهہ کي سچو قرار نٿا ڏيو.

**٥٩**-۽ انهيءَ شيءِ جي ڪيفيت تہ ٻڌايو، جيڪا توهان عورت جي پيٽ ۾ ڪيرايو ٿا.

**٦٠**-ڇا توهان انهيءَ کي پيدا ڪيو ٿا يا اسين انهيءَ کي پيدا ڪيون ٿا؟

**٦١**-اسان توهان جي وچ ۾ موت جو سلسلو جاري ڪيو آهي ۽ اسان کان ڪو بہ اڳتي نٿو نڪري سگهي②.

**٦٢**-۽ ڪوشخص انهيءَ باري ۾ تہ اسان توهانکي بدلائي ۽ توهان جهڙيون قومون آڻيون اسانکي عاجز نٿو ڪري سگهي ۽ (نہ انهيءَ ڳالهہ کان عاجز ڪري سگهي ٿو تہ) اسان توهانکي ڪنهن اهڙي صورت ۾ پيدا

---

١-يعني سخت تڪليف ڏيندڙ عذاب ماڻيندؤ.

٢-يعني اسانجي ان قانون کي ڪو منسوخ نٿو ڪري سگهي.

ڪري ڇڏيون① جنهن ڪي توهان نٿا ڄاڻو.

وَلَقَدْ عَلِمْتُمُ النَّشْاَةَ الْاُوْلٰى فَلَوْلَا تَذَكَّرُوْنَ ﴿٦٣﴾

٦٣- ۽ توهان پهرين پيدائش ڪي ته ڄاڻو ٿا، پوءِ توهانکي ڇا ٿيو آهي جو توهان نصيحت حاصل نٿا ڪيو.

اَفَرَءَيْتُمْ مَّا تَحْرُثُوْنَ ﴿٦٤﴾

٦٤- ڇا توهان ڪي معلوم آهي جيڪو توهان ڳالهايو ٿا.

ءَاَنْتُمْ تَزْرَعُوْنَهٗٓ اَمْ نَحْنُ الزّٰرِعُوْنَ ﴿٦٥﴾

٦٥-ڇا توهان انهيءَ ڪي پيدا ڪيو ٿا يا اسان انهيءَ ڪي پيدا ڪيون ٿا؟

لَوْ نَشَآءُ لَجَعَلْنٰهُ حُطَامًا فَظَلْتُمْ تَفَكَّهُوْنَ ﴿٦٦﴾

٦٦-جيڪڏهن اسان چاهيون ها ته انهيءَ ڪي بلڪل سڙيل چورو بڻائي ڇڏيون ها پوءِ توهان ڳالهيون ناهيندي رهجي وڃو ها.

اِنَّا لَمُغْرَمُوْنَ ﴿٦٧﴾

٦٧-۽ چئو ها ته اسان تي ته چٽي پئجي وئي آهي.

بَلْ نَحْنُ مَحْرُوْمُوْنَ ﴿٦٨﴾

٦٨-پر حق هيءُ آهي ته اسان پنهنجي محنت جي ڦَل ڪان بلڪل محروم ٿي ويا آهيون.

اَفَرَءَيْتُمُ الْمَآءَ الَّذِىْ تَشْرَبُوْنَ ﴿٦٩﴾

٦٩- ٿورو انهي پاڻيءَ ڪي ته ڏسو جيڪو توهان پئو ٿا.

ءَاَنْتُمْ اَنْزَلْتُمُوْهُ مِنَ الْمُزْنِ اَمْ نَحْنُ الْمُنْزِلُوْنَ ﴿٧٠﴾

٧٠-ڇا توهان انهيءَ ڪي ڪڪر مان لاٿو آهي يا اسان انهيءَ ڪي لاهيون ٿا؟.

لَوْ نَشَآءُ جَعَلْنٰهُ اُجَاجًا فَلَوْلَا تَشْكُرُوْنَ ﴿٧١﴾

٧١-جيڪڏهن اسان چاهيون ها ته انهيءَ ڪي ڪوڙو ڪري ڇڏيون ها، پوءِ توهان شڪر ڇو نٿا ڪيو.

---

١-بيوقوف آريه چوندا آهن ته هي تناسخ جي تعليم آهي جڏهن ته هتي ته مرڻ ڪانپوءِ جي زندگيءَ جو ذڪر آهي ۽ تناسخ ۾ هن ئي دنيا ۾ ٻئي جَمَ جو ذڪر هوندو آهي. هتي ٻڌايو ويو آهي ته هينئر ته توهان معزز آهيو پر محمد رسول اللّٰه ﷺ جي مخالفت جي ڪري توهان ڪي هڪ ٻي حالت ملندي ۽ اها ذلت واري هوندي.

اَفَرَءَيۡتُمُ النَّارَ الَّتِىۡ تُوۡرُوۡنَ ؕ﴿۷۱﴾

۷۲- ٿورو انهيءَ باهہ جو حال تہ ٻڌايو جيڪا توهان ٻاريو ٿا.

ءَاَنۡتُمۡ اَنۡشَاۡتُمۡ شَجَرَتَهَاۤ اَمۡ نَحۡنُ الۡمُنۡشِـُٔوۡنَ ﴿۷۲﴾

۷۳-ڇا توهان انهيءَ (باهہ) جي وڻ کي پيدا ڪيو آهي يا اسان انهيءَ کي پيدا ڪيون ٿا؟

نَحۡنُ جَعَلۡنٰهَا تَذۡكِرَةً وَّ مَتَاعًا لِّلۡمُقۡوِيۡنَ ۚ﴿۷۳﴾

۷۴- ۽ اسان انهيءَ کي نصيحت① ۽ مسافرن جي فائدي جي لاءِ پيدا ڪيو آهي.

فَسَبِّحۡ بِاسۡمِ رَبِّكَ الۡعَظِيۡمِ ﴿۷۴﴾ ع

۷۵-پوءِ تون پنهنجي عظمت واري رب جي نالي جي ذريعي سان تسبيح ڪر.

فَلَاۤ اُقۡسِمُ بِمَوٰقِعِ النُّجُوۡمِ ۙ﴿۷۵﴾

۷٦-سو مان تارن جي ٽٽڻ کي شاهديءَ جي طور تي پيش ڪيان ٿو.

وَاِنَّهٗ لَقَسَمٌ لَّوۡ تَعۡلَمُوۡنَ عَظِيۡمٌ ۙ﴿۷٦﴾

۷۷-جيڪڏهن توهان ڄاڻو ٿا تہ هيءَ شاهدي تمام وڏي (شاهدي) آهي.

اِنَّهٗ لَقُرۡاٰنٌ كَرِيۡمٌ ۙ﴿۷۷﴾

۷۸-يقيناً هيءُ قرآن وڏي عظمت وارو آهي.

فِىۡ كِتٰبٍ مَّكۡنُوۡنٍ ۙ﴿۷۸﴾

۷۹-۽ هڪ لڪل ② ڪتاب ۾ موجود آهي.

---

١-يعني آلي ڪاٺي سولائيءَ سان سڙي نٿي سگهي. خدا تعاليٰ ان آلي ڪاٺيءَ کي سُڪائي ڇڏيندو آهي ۽ پوءِ اها خوب سڙڻ لڳندي آهي. اهڙي طرح هڪ وقت ۾ قومون زنده ٿينديون آهن ۽ انهن تي تباهي نٿي اچي سگهي، پر ٻئي وقت ۾ اُهي پنهنجي طاقت وڃائي ويهنديون آهن ۽ سُڪَلَ ڪاٺيءَ وانگر پڙڪا ڏئي ٻرڻ لڳنديون آهن.

٢- لِڪَل ڪتاب مان مراد فطرت آهي ڇاڪاڻ تہ قرآن ڪريم جي تعليم فطرت جي مطابق آهي انهيءَ ڪري هر انسان جيڪو ضد نہ ڪري ان کي مڃڻ تي مجبور آهي. قرآن ڪريم ۾ صاف لکيل آهي فِطۡرَةَ اللّٰهِ الَّتِىۡ فَطَرَ النَّاسَ عَلَيۡهَا (روم: ۳۱) يعني توهان اللّٰه جي پيدا ڪيل فطرت کي اختيار ڪيو جنهن جي مطابق اللّٰه تعاليٰ انسان کي پيدا ڪيو آهي. يعني انسان جي فطرت ۾ اللّٰه تعاليٰ

لَّا يَمَسُّهٗۤ اِلَّا الْمُطَهَّرُوْنَ ؕ﴿۸۰﴾

**٨٠**-هن (قرآن) جي حقيقت کي اهي ئي ماڻهو حاصل ڪن ٿا جيڪي پاڪائيءَ① وارا هوندا آهن.

تَنْزِيْلٌ مِّنْ رَّبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿۸۱﴾

**٨١**-انهيءَ جو لهڻ رب العالمين خدا جي طرفان آهي.

اَفَبِهٰذَا الْحَدِيْثِ اَنْتُمْ مُّدْهِنُوْنَ ۙ﴿۸۲﴾

**٨٢**-ڇا انهيءَ ڪلام جي باري ۾ توهان سستيءَ کان ڪم وٺي رهيا آهيو؟

وَتَجْعَلُوْنَ رِزْقَكُمْ اَنَّكُمْ تُكَذِّبُوْنَ ﴿۸۳﴾

**٨٣**-۽ پنهنجو حصو توهان صرف اِهو بڻائي رکيو آهي جو توهان ڪوڙو ڪندا آهيو.

فَلَوْلَاۤ اِذَا بَلَغَتِ الْحُلْقُوْمَ ۙ﴿۸۴﴾

**٨٤**-پوءِ ڇو نه ٿيو جو جڏهن دم نڙيءَ تائين اچي پهتو.

وَاَنْتُمْ حِيْنَىِٕذٍ تَنْظُرُوْنَ ۙ﴿۸۵﴾

**٨٥**-۽ توهان انهيءَ وقت (مايوس ٿي ڇو

**(باقي حاشيو)** ڪي سچائيون رکيون آهن ۽ فيصلي ڪرڻ جي طاقت رکي آهي جڏهن انسان ان کان ڪم وٺندو آهي ته قرآن مجيد جون سچائيون ان تي ظاهر ٿي وينديون آهن ڇاڪاڻ ته هُو هڪ لِکَل ڪتاب يعني انساني فطرت ۾ موجود آهن.

١ - هن جاءِ تي مَسّ جو لفظ آهن جنهن جي معنيٰ ڇُهَڻَ جي آهي پر محاوري ۾ ڇهڻ جي هيءَ معنيٰ ٿيندي آهي ته ڪنهن مضمون ڏانهن انسان جو ايڏو لاڙو هجي جو ان جا ڳجهه هن تي ظاهر ٿيڻ لڳن جهڙوڪ اڙدوءَ ۾ به چوندا آهن ته فلاڻي شخص تاريخ کي ڇهيو ناهي. ان جو مطلب هي ناهي هوندو ته تاريخ جي ڪنهن هڪ مسئلي جي به کيس ڄاڻ ناهي، بلڪ مطلب هي هوندو آهي ته ان جي دل جو تاريخ ڏانهن ايترو لاڙو ناهي جو تاريخ جا سڀ نازڪ مسئلا هن تي روشن ٿي وڃن. اهڙي طرح آيت جو هي مطلب آهي ته قرآن ڪريم جا علوم اهڙي ماڻهن تي ئي کُلندا آهن جيڪي اللّٰه تعالٰي جي نظر ۾ پاڪ قرار ڏنا ويندا آهن نڪي انسانن جي نظر ۾. نه ته خدا جن کي بزرگ بڻائي موڪليندو آهي انسان انهن تي اعتراض ڪندا ئي رهندا آهن. مثال طور رسول ڪريم ﷺ تي عيسائي اڄ تائين اعتراض ڪري رهيا آهن اهڙي طرح محمد رسول اللّٰه ﷺ کان پوءِ جيڪي بزرگ ٿيا انهن تي به ڪي ماڻهو اڄ تائين اعتراض ڪندا ٿا اچن.

طرف) ڏسڻ لڳا (تہ توهان پنهنجي بچڻ جو ڪو سامان ڪري سگهوها).

وَ نَحْنُ اَقْرَبُ اِلَيْهِ مِنْكُمْ وَلٰكِنْ لَّا تُبْصِرُوْنَ ﴿٨٥﴾

٨٦- ۽ (انهيءَ وقت توهان تي ۽ توهانجن مائٽن تي ظاهر ٿي ويو تہ)اسان انهيءَ مرڻ واري جي جان ڪان خود توهانجي ذات جي نسبت بہ وڌيڪ ويجهاآهيون پر توهان تي هيءَ حقيقت اکِ روشن نہ هئي.

فَلَوْلَآ اِنْ كُنْتُمْ غَيْرَ مَدِيْنِيْنَ ﴿٨٦﴾

٨٧-پوءِ جيڪڏهن توهانکي ڪا جزا نہ ملڻي هئي ۽ توهان انهيءَ دعويٰ ۾ سچا آهيو تہ اِهو ڇو نہ ٿيو.

تَرْجِعُوْنَهَآ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ﴿٨٧﴾

٨٨-جو توهان انهيءَ حالت ڪي (جيڪا موت جي وقت ايندي آهي) واپس موٽائي سگهيا.

فَاَمَّآ اِنْ كَانَ مِنَ الْمُقَرَّبِيْنَ ﴿٨٨﴾

٨٩-پوءِ جيڪو بہ خدا جو قربائتو آهي.

فَرَوْحٌ وَّرَيْحَانٌ ۙ وَّجَنَّتُ نَعِيْمٍ ﴿٨٩﴾

٩٠-انهيءَ جي لاءِ تہ آرام ۽ آسائش مقدر آهي ۽ اهڙيءَ طرح نعمت تي مشتمل جنت.

وَاَمَّآ اِنْ كَانَ مِنْ اَصْحٰبِ الْيَمِيْنِ ﴿٩٠﴾

٩١-۽ جيڪڏهن اُهو شخص ساڄي طرف جي ماڻهن مان آهي.

فَسَلٰمٌ لَّكَ مِنْ اَصْحٰبِ الْيَمِيْنِ ﴿٩١﴾

٩٢-تہ انهيءَ کي چيو ويندوآهي تہ اي ساڄي طرف جي گروهہ وارا! تو تي هميشه سلامتي ٿيندي رهي.

وَاَمَّآ اِنْ كَانَ مِنَ الْمُكَذِّبِيْنَ الضَّآلِّيْنَ ﴿٩٢﴾

٩٣-۽ جيڪڏهن اهو مرڻ وارو صداقت جو انڪار ڪرڻ وارن ۽ گمراهن مان هوندو.

فَنُزُلٌ مِّنْ حَمِيْمٍ ﴿٩٣﴾

٩٤-تہ اهڙي شخص جي گرم پاڻيءَ سان دعوت ڪئي ويندي.

| | | |
|---|---|---|
| وَّ تَصۡلِيَةُ جَحِيۡمٍ ﴿۹۵﴾ | | **٩٥**-ءِ تڪاٽي جي طور تي انهيءَ کي جهنم ڏنو ويندو. |
| اِنَّ هٰذَا لَهُوَ حَقُّ الۡيَقِيۡنِ ﴿۹۶﴾ | | **٩٦**-هيءَ (ڳالهه) حق اليقين (١) جي مطابق آهي. |
| فَسَبِّحۡ بِاسۡمِ رَبِّكَ الۡعَظِيۡمِ ﴿۹۷﴾ | ع ٣ ٢٢ ١٦ | **٩٧**-پوءِ تون پنهنجي عظمت واري رب جي نالي جي ذريعي (٢) سان تسبيح ڪر. |

١-ان لاءِ ڏسو "اسلامي اصول جي فلاسفي" روحاني خزائن جلد ١٠ صفحه ٤٤٤.

٢-يعني پنهنجي رب جي سچي صفتن سان تسبيح ڪر.

## سُوْرَةُ الْحَدِيْدِ مَدَنِيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ ثَلَاثُوْنَ اٰيَةً وَّ اَرْبَعَةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت حديد۔ هيءَ سورت مدني آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ٽيهه آيتون ۽ چار رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١۔(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

سَبَّحَ لِلّٰهِ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۚ وَهُوَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ②

٢۔ آسمانن ۽ زمين ۾ جيڪي ڪي آهي اهو خدا جي تسبيح ڪري رهيو آهي ۽ اهو غالب (۽) حڪمت وارو آهي.

لَهٗ مُلْكُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۚ يُحْيٖ وَيُمِيْتُ ۚ وَهُوَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ③

٣۔ آسمانن ۽ زمين جي بادشاهت انهيءَ جي آهي، هو زندهه ڪري ٿو، ۽ ماري به ٿو ۽ هو هر شيءِ تي قادر آهي.

هُوَ الْاَوَّلُ وَالْاٰخِرُ وَالظَّاهِرُ وَالْبَاطِنُ ۚ وَهُوَ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيْمٌ ④

٤۔ اهو اول به آهي آخر به. ۽ ظاهر به آهي باطن به۔ ۽ هو هر شيءِ کي ڄاڻي ٿو.

هُوَ الَّذِيْ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ فِيْ سِتَّةِ اَيَّامٍ ثُمَّ اسْتَوٰى عَلَى الْعَرْشِ ۚ يَعْلَمُ مَا يَلِجُ فِي الْاَرْضِ وَمَا يَخْرُجُ مِنْهَا وَمَا يَنْزِلُ مِنَ السَّمَآءِ وَمَا يَعْرُجُ فِيْهَا ۚ وَهُوَ مَعَكُمْ اَيْنَ مَا كُنْتُمْ ۚ وَاللّٰهُ بِمَا تَعْمَلُوْنَ بَصِيْرٌ ⑤

٥۔انهيءَ آسمانن ۽ زمين کي ڇهن وقتن ۾ پيدا ڪيو آهي،پوءِ عرش تي مضبوطيءَ سان قائم ٿي ويو هو انهيءَ کي به ڄاڻي ٿو جيڪو زمين ۾ داخل ٿئي ٿو۔ ۽ انهيءَ کي به جيڪو انهيءَ مان نڪري ٿو ۽ انهيءَ کي به جيڪو آسمان① مان لهي ٿو ۽ انهيءَ کي به جيڪو انهيءَ ڏانهن چڙهي ٿو ۽ توهان جيڏانهن به وڃو هو توهان سان

١۔ڏسو سورت سبا آيت ٣ نوٽ ٣.

رهي ٿو ۽ اللّٰه توهانجن عملن کان خوب واقف آهي.

لَهٗ مُلْكُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۭ وَاِلَى اللّٰهِ تُرْجَعُ الْاُمُوْرُ ۝۶

٦-(۽) آسمانن جي بادشاهت به انهيءَ جي آهي ۽ زمين جي به (انهيءَ جي) ۽ انهيءَ ڏانهن سڀئي ڪم (فيصلي جي لاءِ) موٽايا ويندا.

يُوْلِجُ الَّيْلَ فِي النَّهَارِ وَيُوْلِجُ النَّهَارَ فِي الَّيْلِ ۭ وَهُوَ عَلِيْمٌۢ بِذَاتِ الصُّدُوْرِ ۝۷

٧-هو رات کي ڏينهن ۾ داخل ڪري ٿو ۽ ڏينهن کي رات ۾ داخل ڪري ٿو. ۽ هو دلين جي ڳالهين کي چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو.

اٰمِنُوْا بِاللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ وَاَنْفِقُوْا مِمَّا جَعَلَكُمْ مُّسْتَخْلَفِيْنَ فِيْهِ ۭ فَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا مِنْكُمْ وَاَنْفَقُوْا لَهُمْ اَجْرٌ كَبِيْرٌ ۝۸

٨-اي انسانو! اللّٰه ۽ انهيءَ جي رسول تي ايمان آڻيو، ۽ جن (جائدادن) جو (پهرين قومن کان پوءِ) توهانکي مالڪ بڻايو آهي انهن مان خرچ ڪيو ۽ توهان مان جيڪي مومن آهن ۽ خدا جي واٽ ۾ خرچ ڪندا رهن ٿا انهن کي تمام وڏو اجر ملندو.

وَمَا لَكُمْ لَا تُؤْمِنُوْنَ بِاللّٰهِ ۚ وَالرَّسُوْلُ يَدْعُوْكُمْ لِتُؤْمِنُوْا بِرَبِّكُمْ وَقَدْ اَخَذَ مِيْثَاقَكُمْ اِنْ كُنْتُمْ مُّؤْمِنِيْنَ ۝۹

٩-۽ توهان کي ڇا ٿي ويو آهي جو توهان اللّٰه (۽ رسول) تي ايمان نٿا آڻيو ۽ (اللّٰه جو) رسول توهانکي صرف انهيءَ ڪري سڏي ٿو ته توهان پنهنجي رب تي ايمان آڻيو (۽) جيڪڏهن توهان مومن آهيو ته خدا توهان کان هڪ واعدو⑴ وٺي چڪو آهي.

هُوَ الَّذِيْ يُنَزِّلُ عَلٰى عَبْدِهٖٓ اٰيٰتٍۢ بَيِّنٰتٍ لِّيُخْرِجَكُمْ مِّنَ الظُّلُمٰتِ اِلَى النُّوْرِ ۭ

١٠-اهو (اللّٰه) ئي آهي جيڪو پنهنجي ٻانهي تي ظاهر ظهور نشان نازل ڪري ٿو جنهن جو نتيجو اهو ٿئي ٿو ته هو انهن نشانن

١-يعني صحيح فطرت ۾ خدا تعاليٰ تي ايمان آڻڻ ۽ ان ڏانهن وڃڻ مخفي رکيو ويو آهي.

وَ اِنَّ اللّٰهَ بِكُمْ لَرَءُوْفٌ رَّحِيْمٌ ﴿١٠﴾

جي ذريعي توهانکي اونداهين مان ڪڍي نور جي طرف وٺي وڃي ٿو ۽ اللّٰه يقيناً ڏاڍي شفقت ڪان ڪم وٺندڙ (۽) بار بار ڪرم ڪرڻ وارو آهي.

وَمَا لَكُمْ اَلَّا تُنْفِقُوْا فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ وَلِلّٰهِ مِيْرَاثُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ؕ لَا يَسْتَوِيْ مِنْكُمْ مَّنْ اَنْفَقَ مِنْ قَبْلِ الْفَتْحِ وَقٰتَلَ ؕ اُولٰٓئِكَ اَعْظَمُ دَرَجَةً مِّنَ الَّذِيْنَ اَنْفَقُوْا مِنْۢ بَعْدُ وَقٰتَلُوْا ؕ وَكُلًّا وَّعَدَ اللّٰهُ الْحُسْنٰى ؕ وَاللّٰهُ بِمَا تَعْمَلُوْنَ خَبِيْرٌ ﴿١١﴾ ع ١٧

١١-۽ توهانکي ڇا ٿي ويو آهي جو توهان اللّٰه جي واٽ ۾ خرچ نٿا ڪيو حالانڪ آسمان ۽ زمين جي ميراث① اللّٰه جي ئي آهي اي مومنو! فتح کان پهرين جنهن خدا جي واٽ ۾ خرچ ڪيو ۽ انهيءَ جي راهه ۾ جنگ ڪئي اهو انهيءَ جي برابر نٿو ٿي سگهي جنهن فتح کانپوءِ خرچ ڪيو ۽ فتح کانپوءِ جنگ ڪئي- فتح کان پهرين خرچ ڪرڻ وارا ۽ جنگ ڪرڻ وارا درجي ۾ تمام وڏا آهن ۽ اللّٰه بنهي قسم جي ماڻهن سان نيڪيءَ جو واعدو ڪيو آهي.۽ اللّٰه توهانجن عملن کان تمام چڱيءَ طرح واقف آهي.

مَنْ ذَا الَّذِيْ يُقْرِضُ اللّٰهَ قَرْضًا حَسَنًا فَيُضٰعِفَهٗ لَهٗ وَلَهٗٓ اَجْرٌ كَرِيْمٌ ﴿١٢﴾

١٢-ڇا ڪو آهي جيڪو اللّٰه کي (پنهنجي مال جو) سنو ٽڪڙو ڪپي ڏئي انهيءَ لاءِ ته هو انهيءَ کي انهي جي لاءِ وڌائي.۽ انهيءَ جي لاءِ هڪ معزز بدلو مقرر آهي.

يَوْمَ تَرَى الْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُؤْمِنٰتِ يَسْعٰى نُوْرُهُمْ بَيْنَ اَيْدِيْهِمْ وَبِاَيْمَانِهِمْ

١٣-جنهن ڏينهن تون مومن مردن ۽ مومن عورتن کي ڏسندين ته انهن جو نور انهن جي سامهون به ۽ انهن جي ساڄي طرف به

١- يعني هن مادي دنيا مان جيڪو ڪجهه انسان جي هٿ ۾ آهي آخر انسان ان کي ڇڏي مري ويندو ۽ اهو خدا جي ئي قبضي ۾ اچي ويندو.

بُشْرٰىكُمُ الْيَوْمَ جَنّٰتٌ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ خٰلِدِيْنَ فِيْهَا ؕ ذٰلِكَ هُوَ الْفَوْزُ الْعَظِيْمُ ﴿١٢﴾

پڄندو ويندو (۽ خدا ۽ انهيءَ جا فرشتا چوندا) اڄ توهانکي قسم قسم جي باغن جي خوشخبري ڏني وڃي ٿي (اهڙا باغ) جن جي هيٺان نهرون وهنديون هونديون. اهي (بشارت ماڻ وارا) ماٺهو انهن جنتن ۾ رهندا ايندا ۽ اها تمام وڏي ڪاميابي آهي.

يَوْمَ يَقُوْلُ الْمُنٰفِقُوْنَ وَالْمُنٰفِقٰتُ لِلَّذِيْنَ اٰمَنُوا انْظُرُوْنَا نَقْتَبِسْ مِنْ نُّوْرِكُمْ ۚ قِيْلَ ارْجِعُوْا وَرَآءَكُمْ فَالْتَمِسُوْا نُوْرًا ؕ فَضُرِبَ بَيْنَهُمْ بِسُوْرٍ لَّهٗ بَابٌ ؕ بَاطِنُهٗ فِيْهِ الرَّحْمَةُ وَظَاهِرُهٗ مِنْ قِبَلِهِ الْعَذَابُ ﴿١٣﴾

١٣- جنهن ڏينهن منافق مرد ۽ منافق عورتون مومنن کي چوندا ته ٿورو اسانجو جو به انتظار ڪيو اسان توهانجي نور مان روشني حاصل ڪري وٺون، انهيءَ وقت انهن کي چيو ويندو پنهنجي پٺيئن① طرف موٽي وڃو ۽ اتي وڃي نور تلاش ڪيو. پوءِ (اللّٰه جي طرفان) انهن جي ۽ مومنن جي وچ ۾ هڪ ڀت حائل ڪئي ويندي، جنهن ۾ هڪ دروازو هوندو ۽ انهيءَ جي اندر② رحمت جو نظارو هوندو ۽ انهيءَ جي ٻاهرين طرف سامهون عذاب نظر اچي رهيو هوندو.

يُنَادُوْنَهُمْ اَلَمْ نَكُنْ مَّعَكُمْ ؕ قَالُوْا بَلٰى وَلٰكِنَّكُمْ فَتَنْتُمْ اَنْفُسَكُمْ وَتَرَبَّصْتُمْ

١٤- اهي (منافق) مومنن کي پڪاري چوندا، ڇا اسان توهان ساڻ نه هئاسين؟ اهي (يعني مومن) جواب ڏيندا، هائو هائو. پر

١- يعني اڳين جهان ۾ نور دنياوي عملن جي مطابق ملندو آهي جيڪڏهن سگهه اَٿَوْ ته دنيا ۾ واپس هليا وڃو.

٢- يعني مومن کي جيڏانهن وڃڻو آهي رحمت اوڏانهن هوندي ۽ ڪافرن جي پٺيان عذاب هوندو جنهن کان اهي پڄي ايندا پر ان کي پوئتي ڇڏي نه سگهندا.

وَارْتَبْتُمْ وَغَرَّتْكُمُ الْاَمَانِيُّ حَتّٰى جَآءَ اَمْرُ اللّٰهِ وَغَرَّكُمْ بِاللّٰهِ الْغَرُوْرُ ﴿١٥﴾

توهان پنهنجن جانين کي خود عذاب ۾ وڌو ۽ توهان (اسانجي تباهيءَ جو) انتظار ڪندا رهيا ۽ شڪ ۽ شبهي ڪان ڪم وٺندا رهيا ۽ توهانجون خواهشون توهانکي انهيءَ وقت تائين دوکو ڏينديون رهيون جو الله جو فيصلو اچي ويو ۽ الله جي (سيني ڪمن جي) متعلق شيطان توهانکي دوکو ڏيندو رهيو.

فَالْيَوْمَ لَا يُؤْخَذُ مِنْكُمْ فِدْيَةٌ وَّلَا مِنَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا ؕ مَاْوٰىكُمُ النَّارُ ؕ هِيَ مَوْلٰىكُمْ ؕ وَبِئْسَ الْمَصِيْرُ ﴿١٦﴾

١٦-پوءِ اڄوڪي ڏينهن (اي منافقو!) نه توهان کان ۽ نه ڪافرن کان ڪو فديو قبول ڪيو ويندو. توهان سڀني جو ٺڪاڻو دوزخ آهي- اهو ئي توهانجي دائمي تعلق واري شيءِ آهي ۽ اهو برو ٺڪاڻو آهي.

اَلَمْ يَاْنِ لِلَّذِيْنَ اٰمَنُوْۤا اَنْ تَخْشَعَ قُلُوْبُهُمْ لِذِكْرِ اللّٰهِ وَمَا نَزَلَ مِنَ الْحَقِّ ۙ وَلَا يَكُوْنُوْا كَالَّذِيْنَ اُوْتُوا الْكِتٰبَ مِنْ قَبْلُ فَطَالَ عَلَيْهِمُ الْاَمَدُ فَقَسَتْ قُلُوْبُهُمْ ؕ وَكَثِيْرٌ مِّنْهُمْ فٰسِقُوْنَ ﴿١٧﴾

١٧-هاڻي اسان مومنن کي چئون ٿا ته ڇا اڃا تائين انهن جون دليون الله جي ذڪر جي لاءِ ۽ انهيءَ ڪلام جي لاءِ جيڪو حق (۽ حڪمت) ساڻ لٿو آهي جهڪن ٿيون؟ ۽ (مومنن کي) گهرجي ته اهي انهن ماڻهن وانگر نه بڻجن جن کي انهن کان پهرين ڪتاب ڏنو ويو هو- پر (خدا جي فضل جي نزول جو) زمانو انهن لاءِ ڊگهو ٿي ويو- جنهن جي نتيجي ۾ انهن جون دليون سخت ٿي ويون ۽ انهن مان اڪثر فاسق ٿي ويا هئا.

اِعْلَمُوْۤا اَنَّ اللّٰهَ يُحْيِ الْاَرْضَ بَعْدَ مَوْتِهَا ؕ قَدْ بَيَّنَّا لَكُمُ الْاٰيٰتِ لَعَلَّكُمْ

١٨-ياد رکو ته الله زمين کي انهيءَ جي موت کانپوءِ زندهه ڪري ٿو- اسان توهان لاءِ پنهنجا نشان کولي کولي بيان ڪري

تَعۡقِلُوۡنَ ﴿۱۸﴾

چڏيا آهن انهيءَ لاءِ تہ توهان عقل کان ڪم وٺو.

اِنَّ الۡمُصَّدِّقِيۡنَ وَالۡمُصَّدِّقٰتِ وَاَقۡرَضُوا اللّٰهَ قَرۡضًا حَسَنًا يُّضٰعَفُ لَهُمۡ وَلَهُمۡ اَجۡرٌ كَرِيۡمٌ ﴿۱۹﴾

**١٩**-يقيناً صدقو ڏيڻ وارا مرد ۽ صدقو ڏيڻ واريون عورتون ۽ اهي ماڻهو جن **اللّٰه** جي لاءِ پنهنجي مال مان هڪ سٺو حصو ڪاٽي جدا ڪري ڇڏيو آهي، انهن جي مالن کي انهن جي خاطر وڌايو ويندو ۽ انهن کي عزت ڀريو بدلو ڏنو ويندو.

وَالَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا بِاللّٰهِ وَرُسُلِهٖۤ اُولٰٓئِكَ هُمُ الصِّدِّيۡقُوۡنَ ۖ وَالشُّهَدَآءُ عِنۡدَ رَبِّهِمۡ ؕ لَهُمۡ اَجۡرُهُمۡ وَنُوۡرُهُمۡ ؕ وَالَّذِيۡنَ

**٢٠**-۽ جن اللّٰه تي ۽ انهيءَ جي رسولن تي ايمان آندو اهي ئي پنهنجي رب جي نظر ۾ صديق ۽ شهيدن جو درجو ماڻڻ① وارا آهن انهن کي سندن پورو پورو اجر ملندو ۽ اهڙيءَ طرح انهن جو نور انهن کي ملندو.۽

١-ڪي ماڻهو چوندا آهن تہ اللّٰه ۽ انجي رسولن تي ايمان آڻڻ جي نتيجي ۾ انسان صرف صديق ۽ شهداء جي مرتبي تائين پهچي سگهي ٿو نبوت جي مقام تائين نہ. انهن کي سمجهائڻ لاءِ اسان سورت النساء جي هيءَ آيت پيش ڪندا آهيون تہ وَ مَنۡ يُّطِعِ اللّٰهَ وَ الرَّسُوۡلَ فَاُولٰٓئِكَ مَعَ الَّذِيۡنَ اَنۡعَمَ اللّٰهُ عَلَيۡهِمۡ مِّنَ النَّبِيّٖنَ وَ الصِّدِّيۡقِيۡنَ وَ الشُّهَدَآءِ وَالصّٰلِحِيۡنَ وَ حَسُنَ اُولٰٓئِكَ رَفِيۡقًا (النّساء ٧٠) ان بنهي آيتن تي غور ڪري هر ماڻهو ڄاڻي سگهي ٿو تہ سورت الحديد ۾ تہ هي چيو ويو آهي تہ جن ماڻهن اللّٰه ۽ ان جي رسولن تي ايمان آندو اهي ئي صديق ۽ شهداء جو درجو حاصل ڪرڻ وارا آهن پر سورت النّساء ۾ اَلرَّسُوۡل جو لفظ استعمال ڪيو ويو آهي جنهن مان مراد صرف محمد رسول اللّٰه ﷺ آهن ۽ چيو ويو آهي تہ جيڪي ماڻهو اللّٰه ۽ ان جي رسول جي اطاعت ڪندا اُهي نبين ۽ صديقن ۽ شهيدن ۽ صالحن جو درجو حاصل ڪندا ان ڪري معلوم ٿيو تہ محمد رسول اللّٰه ﷺ کان اڳ نبين جي اطاعت جي نتيجي ۾ انسان صرف صديق ۽ شهداء جي مقام تائين پهچي سگهيو ٿي پر اللّٰه تعاليٰ ۽ محمد رسول اللّٰه ﷺ جي اطاعت جي ڪري انسان نبين، صديقن، شهيدن ۽ صالحن جو رتبو حاصل ڪري سگهي ٿو.

كَفَرُوْا وَكَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَآ اُولٰٓئِكَ اَصْحٰبُ الْجَحِيْمِ ﴿٢٠﴾ ع ٢/٩ ١٨

اهي ماڻهو جن ڪفر ڪيو ۽ اسانجن آيتن کي ڪوڙو ڪيو، اُهي دوزخي هوندا.

اِعْلَمُوْٓا اَنَّمَا الْحَيٰوةُ الدُّنْيَا لَعِبٌ وَّلَهْوٌ وَّزِيْنَةٌ وَّتَفَاخُرٌۢ بَيْنَكُمْ وَتَكَاثُرٌ فِي الْاَمْوَالِ وَالْاَوْلَادِ ۭ كَمَثَلِ غَيْثٍ اَعْجَبَ الْكُفَّارَ نَبَاتُهٗ ثُمَّ يَهِيْجُ فَتَرٰىهُ مُصْفَرًّا ثُمَّ يَكُوْنُ حُطٰمًا ۭ وَفِي الْاٰخِرَةِ عَذَابٌ شَدِيْدٌ ۙ وَّمَغْفِرَةٌ مِّنَ اللّٰهِ وَرِضْوَانٌ ۭ وَمَا الْحَيٰوةُ الدُّنْيَآ اِلَّا مَتَاعُ الْغُرُوْرِ ﴿٢١﴾

**٢١**-اي انسانو! ڄاڻي ونو ته دنيا جي زندگي فقط هڪ راند آهي ۽ دل جي وندرآهي ۽ زينت حاصل ڪرڻ ۽ پاڻ ۾ فخر ڪرڻ ۽ هڪ ٻئي تي مال ۽ اولاد ۾ وڌائي جتائڻ جو ذريعو آهي- انهيءَ جي حالت ڪکر مان پيدا ٿيندڙ پوک جهڙي آهي جنهن جو جمڻ زميندارکي ڏاڍو پسند ايندو آهي ۽ اها چڱيءَ طرح جهولندي آهي پر آخر تون انهيءَ کي پيلي حالت ۾ ڏسندو آهين پوءِ (انهيءَ کانپوءِ) اها ڳريل چورو ٿي ويندي آهي ۽ آخرت ۾ (اهڙن دنيادارن لاءِ) سخت عذاب مقرر آهي ۽ ڪن جي لاءِ اللّٰه جي طرفان مغفرت ۽ رضا الٰهي مقرر آهي ۽ دنياوي زندگي صرف هڪ دوکي جو فائدو آهي.

سَابِقُوْٓا اِلٰى مَغْفِرَةٍ مِّنْ رَّبِّكُمْ وَجَنَّةٍ عَرْضُهَا كَعَرْضِ السَّمَاۗءِ وَالْاَرْضِ ۙ اُعِدَّتْ لِلَّذِيْنَ اٰمَنُوْا بِاللّٰهِ وَرُسُلِهٖ ۭ ذٰلِكَ فَضْلُ اللّٰهِ يُؤْتِيْهِ مَنْ يَّشَاۗءُ ۭ وَاللّٰهُ ذُو الْفَضْلِ الْعَظِيْمِ ﴿٢٢﴾

**٢٢**-(اي انسانو!) توهان پنهنجي رب جي طرفان اچڻ واري مغفرت ۽ اهڙي جنت جي طرف تيزيءَ سان وڌو جنهن جي قيمت سڄي آسمان ۽ زمين جي قيمت جي برابر آهي ۽ جيڪا اللّٰه ۽ انهيءَ جي رسول تي ايمان آڻڻ وارن لاءِ تجويز ڪئي ويئي آهي- اِهو اللّٰه جو فضل آهي. هو جنهن کي پسند ڪندو آهي ڏيندو آهي ۽ اللّٰه

وڏي فضل وارو آهي.

مَآ اَصَابَ مِنْ مُّصِيْبَةٍ فِي الْاَرْضِ وَلَا فِيْٓ اَنْفُسِكُمْ اِلَّا فِيْ كِتٰبٍ مِّنْ قَبْلِ اَنْ نَّبْرَاَهَا ۭ اِنَّ ذٰلِكَ عَلَى اللّٰهِ يَسِيْرٌ ﴿٢٢﴾

**٢٣**-زمين ۾ ڪا مصيبت ناهي ايندي نه وري توهان جي جانين تي ڪا مصيبت ايندي آهي. پر انهيءَ جي ظاهر ٿيڻ کان به پهرين اسان انهيءَ کي مقرر① ڪري چڪا هوندا آهيون اها ڳالهه الله جي لاءِ بلڪل آسان آهي.

لِّكَيْلَا تَاْسَوْا عَلٰي مَا فَاتَكُمْ وَلَا تَفْرَحُوْا بِمَآ اٰتٰىكُمْ ۭ وَاللّٰهُ لَا يُحِبُّ كُلَّ مُخْتَالٍ فَخُوْرِۨ ﴿٢٣﴾

**٢٤**-انهيءَ لاءِ ته پنهنجي ڪوتاهيءَ تي توهانکي ڪوافسوس نه ٿئي ۽ نه انهيءَ تي توهان خوش ٿيو جيڪي الله توهانکي ڏئي ۽ الله هر پاڻ پڏائيندڙ هٺيلي کي پسند ناهي ڪندو.

الَّذِيْنَ يَبْخَلُوْنَ وَيَاْمُرُوْنَ النَّاسَ بِالْبُخْلِ ۭ وَمَنْ يَّتَوَلَّ فَاِنَّ اللّٰهَ هُوَ الْغَنِيُّ الْحَمِيْدُ ﴿٢٤﴾

**٢٥**-اهڙا ماڻهو جيڪي پاڻ به بُخل کان ڪم وٺن ٿا ۽ ٻين کي به بخل جي تعليم ڏين ٿا ۽ جيڪو شخص انهيءَ نصيحت کان منهن موڙي ته ياد رکي ته الله ئي حقيقي بي نياز ۽ حقيقي تعريف جو مستحق آهي.

لَقَدْ اَرْسَلْنَا رُسُلَنَا بِالْبَيِّنٰتِ وَاَنْزَلْنَا مَعَهُمُ الْكِتٰبَ وَالْمِيْزَانَ لِيَقُوْمَ النَّاسُ بِالْقِسْطِ ۚ وَاَنْزَلْنَا الْحَدِيْدَ فِيْهِ بَاْسٌ

**٢٦**-اسان پنهنجن رسولن کي کليل نشانن سان موڪليو آهي ۽ انهن سان گڏ ڪتاب ۽ تارازي به لاٿي آهي انهيءَ لاءِ ته ماڻهو انصاف ڪندا ڪن ۽ اسان لوهه به لاٿو آهي جنهن ۾ سخت جنگ جو سامان

١ - هي مطلب ناهي نه هر سنو ۽ خراب بدلو مقدر آهي ۽ قسمت ۾ لکيل آهي بلڪ مراد هيءَ آهي ته هر ڪم جو نتيجو اسان مقرر ڪري ڇڏيو آهي ان ڪري جهڙو ڪو ڪم ڪندو آهي ان لاءِ مقرر بدلو ان کي ملي ويندو آهي. ان ڪري بدلو پيدا ڪرڻ وارو انسان خود آهي خدا ناهي. خداتعاليٰ ته صرف اصول ناهڻ وارو آهي.

شَدِيۡدٌ وَّمَنَافِعُ لِلنَّاسِ وَلِيَعۡلَمَ اللّٰهُ مَنۡ يَّنۡصُرُهٗ وَرُسُلَهٗ بِالۡغَيۡبِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ قَوِىٌّ عَزِيۡزٌ ؒ ﴿۲۶﴾

وَلَقَدۡ اَرۡسَلۡنَا نُوۡحًا وَّاِبۡرٰهِيۡمَ وَجَعَلۡنَا فِىۡ ذُرِّيَّتِهِمَا النُّبُوَّةَ وَالۡكِتٰبَ فَمِنۡهُمۡ مُّهۡتَدٍ ۚ وَكَثِيۡرٌ مِّنۡهُمۡ فٰسِقُوۡنَ ﴿۲۷﴾

ثُمَّ قَفَّيۡنَا عَلٰٓى اٰثَارِهِمۡ بِرُسُلِنَا وَقَفَّيۡنَا بِعِيۡسَى ابۡنِ مَرۡيَمَ وَاٰتَيۡنٰهُ الۡاِنۡجِيۡلَ ۙ وَجَعَلۡنَا فِىۡ قُلُوۡبِ الَّذِيۡنَ اتَّبَعُوۡهُ رَاۡفَةً وَّرَحۡمَةً ؕ وَرَهۡبَانِيَّةَ ۨ ابۡتَدَعُوۡهَا مَا كَتَبۡنٰهَا عَلَيۡهِمۡ اِلَّا ابۡتِغَآءَ رِضۡوَانِ اللّٰهِ فَمَا رَعَوۡهَا حَقَّ رِعَايَتِهَا ۚ فَاٰتَيۡنَا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا مِنۡهُمۡ اَجۡرَهُمۡ ۚ وَكَثِيۡرٌ مِّنۡهُمۡ فٰسِقُوۡنَ ﴿۲۸﴾

آهي ۽ ماڻهن جي لاءِ پيا بہ ڪيترن قسمن جا نفعا آهن ۽ اهو سڀ انهيءَ لاءِ پيدا ڪيو آهي تہ اللّٰه ڄاڻي وٺي تہ انهيءَ جي ۽ سندس رسولن جي غيب جي حالت ۾ ڪير مدد ڪري ٿو ۽ اللّٰه وڏي قوت وارو (۽) غالب آهي.

**٢٧**-۽ اسان نوح ۽ ابراهيم کي بہ رسول بڻائي موڪليو هو- ۽ انهن جي اولاد سان نبوت ۽ ڪتاب کي مخصوص ڪري ڇڏيو هو- پوءِ ڪي انهن مان هدايت حاصل ڪرڻ وارا هئا ۽ گهڻا انهن مان فاسق هئا.

**٢٨**-پوءِ اسان انهن کان (يعني نوح ۽ ابراهيم جي اولاد کان) پوءِ پنهنجا رسول انهن جي نقش قدم تي هلائي موڪليا ۽ عيسٰي ابن مريم کي بہ انهن جي نقش قدم تي هلايو ۽ انهيءَ کي انجيل بخشيو. ۽ جيڪي انهيءَ جي تابع ٿيا اسان انهن جي دل ۾ ٻاجهہ ۽ رحمت پيدا ڪئي ۽ انهن ڪنوارو رهڻ جو طريقو اختيار ڪيو، جنهن کي انهن خود اختيار ڪيو هو- اسان هيءُ حڪم انهن تي فرض نہ ڪيو هو (جيتوڻيڪ) انهن اللّٰه جي رضا حاصل ڪرڻ لاءِ اهو طريقو اختيار ڪيو هو پر انهيءَ جو پورو لحاظ نہ رکيائون- پوءِ انهن مان جيڪي مومن هئا انهن کي اسان مناسب حال اجر بخشيو ۽ انهن مان ڪيترائي فاسق هئا.

يَاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اتَّقُوا اللّٰهَ وَاٰمِنُوْا بِرَسُوْلِهٖ يُؤْتِكُمْ كِفْلَيْنِ مِنْ رَّحْمَتِهٖ وَيَجْعَلْ لَّكُمْ نُوْرًا تَمْشُوْنَ بِهٖ وَيَغْفِرْ لَكُمْ ؕ وَاللّٰهُ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ۙ﴿۲۹﴾

**٢٩**۔اي ايمان وارو! اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو ۽ انهيءَ جي رسول تي ايمان آڻيو۔ تڏهن توهانکي اللّٰه پنهنجي رحمت مان ٻٽو حصو ڏيندو ۽ توهان جي لاءِ نور مقرر ڪري ڇڏيندو جنهن جي مدد سان توهان هلندؤ ۽ توهانجا گناهہ معاف ڪندو ۽ اللّٰه وڏو بخشڻ وارو (۽) بي انتها ڪرم ڪرڻ وارو آهي.

لِّئَلَّا يَعْلَمَ اَهْلُ الْكِتٰبِ اَلَّا يَقْدِرُوْنَ عَلٰى شَىْءٍ مِّنْ فَضْلِ اللّٰهِ وَاَنَّ الْفَضْلَ بِيَدِ اللّٰهِ يُؤْتِيْهِ مَنْ يَّشَآءُ ؕ وَاللّٰهُ ذُو الْفَضْلِ الْعَظِيْمِ ﴿۳۰﴾ ع ۲۰

**٣٠**۔۽ اهو اسان انهيءَ لاءِ چئون ٿا جو اهل ڪتاب اِهو نہ سمجهن تہ مسلمانن کي اللّٰه جي فضل مان ڪجهہ مليو ئي ڪونهي۔ بلڪ اهو سمجهن تہ فضل اللّٰه جي هٿ ۾ آهي.جنهن کي چاهي ٿو ڏئي ٿو ۽ اللّٰه وڏن فضلن وارو آهي.

سُوْرَةُ الْمُجَادَلَةِ مَدَنِيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ ثَلاثٌ وَّ عِشْرُوْنَ ايَةً وَّ ثَلاثَةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت مجادلہ ـ هيءَ سورت مدني آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ٽيويهه آيتون ۽ ٽي رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١ـ(مان) اللّٰـه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

قَدْ سَمِعَ اللّٰهُ قَوْلَ الَّتِيْ تُجَادِلُكَ فِيْ زَوْجِهَا وَتَشْتَكِيْٓ اِلَى اللّٰهِ ۖ وَاللّٰهُ يَسْمَعُ تَحَاوُرَكُمَا ۭ اِنَّ اللّٰهَ سَمِيْعٌۢ بَصِيْرٌ ②

٢ـاللّٰـه انهيءَ عورت جي دعا ٻڌي ورتي، جيڪا پنهنجي مڙس جي متعلق تو سان بحث ڪري پئي، ۽ اللّٰه وٽ فرياد ڪري پئي، ۽ اللّٰـه توهان ٻنهي جو بحث ٻڌي رهيو هو، اللّٰه يقيناً ڏاڍو ٻڌڻ وارو (۽) ڏسڻ وارو آهي.

اَلَّذِيْنَ يُظٰهِرُوْنَ مِنْكُمْ مِّنْ نِّسَاۗىِٕهِمْ مَّا هُنَّ اُمَّهٰتِهِمْ ۭ اِنْ اُمَّهٰتُهُمْ اِلَّا الّٰۗـِٔيْ وَلَدْنَهُمْ ۭ وَاِنَّهُمْ لَيَقُوْلُوْنَ مُنْكَرًا مِّنَ الْقَوْلِ وَزُوْرًا ۭ وَاِنَّ اللّٰهَ لَعَفُوٌّ غَفُوْرٌ ③

٣ـ(سو ياد رکو تہ) توهان مان جيڪي ماٺهو پنهنجن زالن کي ماءُ چئي ويهن تہ اِهو چوڻ سان اُهي① انهن جون مائرون نٿيون ٿي وڃن، انهن جون مائرون اُهي ئي آهن جن انهن کي ڄڻيو آهي ۽ (جيڪي ڪي اهي غلطيءَ سان چئي وڃن ٿا انهيءَ جي متعلق اهو ئي چئي سگهجي ٿو تہ) اهي هڪ ناپسند

١ـ سورت احزاب ۾ چيو ويو هو تہ نبي جون زالون مومنن جون مائرون آهن هاڻي هي چيو ويو آهي تہ ڪو پنهنجي زال کي ماءُ چئي ويهي تہ اُها ماءُ ناهي ٿي ويندي. ان ۾ ڪو اختلاف ناهي ڇاڪاڻ تہ ڪنهن انسان جي چوڻ سان ڪا عورت ماءُ نٿي ٿي سگهي. پر جيڪڏهن خداتعاليٰ ڪنهن عورت کي ماءُ قرار ڏئي تہ جيئن تہ حقن جو قائم ڪرڻ وارو اهو ئي آهي ان جي حڪم مطابق هڪ عورت ماءُ ٻڻجي سگهي ٿي پر هي بہ ياد رکڻ گهرجي تہ هي نفيءَ جو حڪم آهي ڪنهن جي حقن کي هن ۾ ضايع ناهي ڪيو ويو. نہ ڪنهن جان تي ڪي واڌارا حق رکيا ويا آهن.

ءِ ڪوڙي ڳالهہ چون ٿا ءِ اللّٰه يقيناً گھڻو معاف ڪرڻ وارو (ءِ) گھڻو بخشڻ وارو آهي.

وَالَّذِيۡنَ يُظٰهِرُوۡنَ مِنۡ نِّسَآٮِٕهِمۡ ثُمَّ يَعُوۡدُوۡنَ لِمَا قَالُوۡا فَتَحۡرِيۡرُ رَقَبَةٍ مِّنۡ قَبۡلِ اَنۡ يَّتَمَآسَّا ؕ ذٰلِكُمۡ تُوۡعَظُوۡنَ بِهٖ ؕ وَاللّٰهُ بِمَا تَعۡمَلُوۡنَ خَبِيۡرٌ ۝٤

٤- ءِ اهي ماڻهو جيڪي پنهنجن زالن کي ماءُ ڪوٺين ٿا پوءِ انهيءَ بعد (باوجود خداتعاليٰ جي منع ڪرڻ جي) جيڪي ڪجهہ انهن چيو هو انهيءَ ڏانهن موٽي اچن ٿا انهن جي لاءِ ضروري آهي تہ انهيءَ کان اڳ جو اهي ٻئي (يعني زال مڙس) هڪ ٻئي کي ڇهن هڪ غلام آزاد ڪن، هيءُ اُها (ڳالهہ) آهي جنهن جي توهانکي نصيحت ڪئي وڃي ٿي ءِ اللّٰــه توهانجن عملن کان چڱيءَ طرح واقف آهي.

فَمَنۡ لَّمۡ يَجِدۡ فَصِيَامُ شَهۡرَيۡنِ مُتَتَابِعَيۡنِ مِنۡ قَبۡلِ اَنۡ يَّتَمَآسَّا ۚ فَمَنۡ لَّمۡ يَسۡتَطِعۡ فَاِطۡعَامُ سِتِّيۡنَ مِسۡكِيۡنًا ؕ ذٰلِكَ لِتُؤۡمِنُوۡا بِاللّٰهِ وَرَسُوۡلِهٖ ؕ وَتِلۡكَ حُدُوۡدُ اللّٰهِ ؕ وَلِلۡكٰفِرِيۡنَ عَذَابٌ اَلِيۡمٌ ۝٥

٥- ءِ جنهن شخص کي (غلام) نہ ملي اهو لاڳيتا ٻہ مهينا روزا رکي انهيءَ کان پهرين جو اُهي ٻئي هڪ ٻئي کي ڇهن ءِ جنهن ۾ اها طاقت بہ نہ هجي تہ سٺ مسڪينن کي کاڌو کارائي اِهو (حڪم) انهيءَ لاءِ (ڏنو ويو) آهي انهي لاءِ (جو) توهان اللّٰـه ءِ انهيءَ جي رسول جي ڳالهہ کي مڃيندا ڪيو۔ ءِ اهي اللّٰـه جون حدون آهن ءِ ڪافرن جي لاءِ دردناڪ عذاب (مقرر) آهي.

اِنَّ الَّذِيۡنَ يُحَآدُّوۡنَ اللّٰهَ وَرَسُوۡلَهٗ كُبِتُوۡا كَمَا كُبِتَ الَّذِيۡنَ مِنۡ قَبۡلِهِمۡ وَقَدۡ اَنۡزَلۡنَاۤ اٰيٰتٍۢ بَيِّنٰتٍ ؕ وَلِلۡكٰفِرِيۡنَ

٦- جيڪي ماڻهو اللّٰـه ءِ انهيءَ جي رسول جي حڪم جي خلاف وڃن ٿا اهي ذليل ڪيا ويندا، جهڙيءَ طرح انهن کان پهريان ماڻهو ذليل ڪيا ويا، ءِ اسان پنهنجا واضح حڪم

عَذَابٌ مُّهِيْنٌ ۚ﴿٦﴾

نازل ڪري چڪا آهيون. ۽ جيڪي ماڻهو (انهن واضح حڪمن جو) انڪار ڪندا انهن کي خوار ڪرڻ وارو عذاب پهچندو.

يَوْمَ يَبْعَثُهُمُ اللّٰهُ جَمِيْعًا فَيُنَبِّئُهُمْ بِمَا عَمِلُوْا ؕ اَحْصٰىهُ اللّٰهُ وَنَسُوْهُ ؕ وَاللّٰهُ عَلٰى كُلِّ شَیْءٍ شَهِيْدٌ ۧ﴿٧﴾ ع

٧-جنهن ڏينهن الله انهن سيني کي جمع ڪري اٿاريندو ۽ انهن کي انهن عملن جي خبر ڏيندو جيڪي الله ته ڳڻي رکيا آهن پر اهي انهن کي وساري ويٺا آهن ۽ الله هر هڪ شيءِ تي نگران آهي.

اَلَمْ تَرَ اَنَّ اللّٰهَ يَعْلَمُ مَا فِی السَّمٰوٰتِ وَمَا فِی الْاَرْضِ ؕ مَا يَكُوْنُ مِنْ نَّجْوٰى ثَلٰثَةٍ اِلَّا هُوَ رَابِعُهُمْ وَلَا خَمْسَةٍ اِلَّا هُوَ سَادِسُهُمْ وَلَاۤ اَدْنٰى مِنْ ذٰلِكَ وَلَاۤ اَكْثَرَ اِلَّا هُوَ مَعَهُمْ اَيْنَ مَا كَانُوْا ۚ ثُمَّ يُنَبِّئُهُمْ بِمَا عَمِلُوْا يَوْمَ الْقِيٰمَةِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ بِكُلِّ شَیْءٍ عَلِيْمٌ ﴿٨﴾

٨-ڇا توکي معلوم ڪونهي ته آسمانن ۽ زمين ۾ جيڪي به ڪي آهي، الله انهيءَ کي ڄاڻي ٿو. دنيا ۾ ڪي ٿي ماڻهو جدا مشوري ڪرڻ وارا نه هوندا آهن جڏهن هو انهن جو چوٿون نه هجي، ۽ نه پنج مشوري ڪرڻ وارا هوندا آهن جڏهن هو انهن جو ڇهون نه هجي، ۽ نه انهيءَ تعداد کان گهٽ هوندا آهن نه وڌيڪ جو هو (هر صورت ۾) انهن سان گڏ هوندو آهي خواهه اهي ڪٿي به (مشورو ڪري رهيا) هجن. پوءِ اهو انهن جي عملن جي قيامت جي ڏينهن انهن کي خبر ڏيندو، الله هر هڪ شيءِ کي ڄاڻڻ وارو آهي.

اَلَمْ تَرَ اِلَى الَّذِيْنَ نُهُوْا عَنِ النَّجْوٰى ثُمَّ يَعُوْدُوْنَ لِمَا نُهُوْا عَنْهُ وَيَتَنٰجَوْنَ بِالْاِثْمِ وَ الْعُدْوَانِ وَ مَعْصِيَتِ

٩-ڇا تو انهن (ماڻهن) کي نه ڏٺو آهي جن کي ڳجهين سازشن کان منع ڪئي ويئي آهي تڏهن به اهي انهيءَ منع ڪيل شيءِ ڏانهن موٽندائي رهن ٿا ۽ گناهه ۽ زيادتي

الرَّسُوْلِ ۫ وَ اِذَا جَآءُوْكَ حَيَّوْكَ بِمَا لَمْ يُحَيِّكَ بِهِ اللّٰهُ ۙ وَيَقُوْلُوْنَ فِيْٓ اَنْفُسِهِمْ لَوْ لَا يُعَذِّبُنَا اللّٰهُ بِمَا نَقُوْلُ ۭ حَسْبُهُمْ جَهَنَّمُ ۚ يَصْلَوْنَهَا ۚ فَبِئْسَ الْمَصِيْرُ ﴿٩﴾

۽ رسول جي نافرمانيءَ جي ڳالهين متعلق مشورو ڪن ٿا ۽ جڏهن اهي تو وٽ اچن ٿا تہ توکي اهڙن لفظن ۾ دعا ڏين ٿا جن (لفظن) ۾ خدا① دعا نہ ڏني آهي ۽ پنهنجي دلين ۾ چون ٿا تہ ڇو اللّٰه اسانجي (منافقانہ) قول جي سببان اسانکي عذاب نٿو ڏئي- جهنم انهن ماڻهن جي لاءِ ڪافي آهي- اهي انهيءَ ۾ داخل ٿيندا ۽ اهو ڏاڍو برو ٺڪاڻو آهي.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اِذَا تَنَاجَيْتُمْ فَلَا تَتَنَاجَوْا بِالْاِثْمِ وَالْعُدْوَانِ وَمَعْصِيَتِ الرَّسُوْلِ وَتَنَاجَوْا بِالْبِرِّ وَالتَّقْوٰى ۭ وَاتَّقُوا اللّٰهَ الَّذِيْٓ اِلَيْهِ تُحْشَرُوْنَ ﴿١٠﴾

•١- اي مومنو! جڏهن بہ ڪو ڳجهو مشورو ② ڪيو تہ گناهہ جي ڳالهہ ۽ زيادتيءَ جي ڳالهہ تي مشورو نہ ڪندا ڪيو ۽ نہ رسول جي نافرمانيءَ جي ڳالهين تي- پر نيڪيءَ جي ڳالهين تي ۽ تقويٰ جي ڳالهين تي مشورو ڪندا ڪيو، ۽ اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو، جنهن ڏانهن توهان سڀني کي (جيئرو ڪري) موٽايو ويندو.

اِنَّمَا النَّجْوٰى مِنَ الشَّيْطٰنِ لِيَحْزُنَ الَّذِيْنَ

١١- ڳجهي مشوري ڪرڻ جو طريقو③

١- يعني دعا ۾ وڏاءَ کان ڪم وٺندا آهن تہ جيئن انهن جي باري چڱي راءِ قائم ٿئي. حقيقت ۾ ان دعا کي مجيندا ناهن ان ڪري هي چوندا آهن تہ اسانجي ايڏي وڏي ڪوڙ تي جيڪڏهن هي شخص سچو آهي تہ سزا ڇو نہ ٿي ملي.

٢- هتي خفيہ مشوري مان مراد اهو مشورو آهي جيڪو نيڪيءَ جي باري ۾ هجي ۽ آيت ١١ ۾ جنهن مشوري کان جهليو ويو آهي اهو اهڙو مشورو آهي جيڪو بديءَ جي باري هجي ۽ اهو جائز ناهي جهڙوڪ انهيءَ آيت ۾ ان جو ذڪر ڪيو ويو آهي ان ڪري بنهي آيتن ۾ ڪو اختلاف ناهي.

٣- يعني اهڙن مشورن جو جيڪي برن ڪمن جي باري ۾ هجن.

اٰمَنُوْا وَلَيْسَ بِضَآرِّهِمْ شَيْـًٔا اِلَّا بِاِذْنِ اللّٰهِ ؕ وَعَلَى اللّٰهِ فَلْيَتَوَكَّلِ الْمُؤْمِنُوْنَ ﴿۱۱﴾

شيطان جي طرفان آيو آهي ۽ انهيءَ جو مطلب اهو آهي ته مومنن کي فڪر ۾ وجهي ۽ اهو انهن کي اللّٰه جي حڪم بنان ڪجهه به نقصان نٿو پهچائي سگهي ۽ گُهرجي ته مومن صرف اللّٰه تي توڪل ڪن.

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْۤا اِذَا قِيْلَ لَكُمْ تَفَسَّحُوْا فِي الْمَجٰلِسِ فَافْسَحُوْا يَفْسَحِ اللّٰهُ لَكُمْ ۚ وَاِذَا قِيْلَ انْشُزُوْا فَانْشُزُوْا يَرْفَعِ اللّٰهُ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا مِنْكُمْ ۙ وَالَّذِيْنَ اُوْتُوا الْعِلْمَ دَرَجٰتٍ ؕ وَاللّٰهُ بِمَا تَعْمَلُوْنَ خَبِيْرٌ ﴿۱۲﴾

۱۲- اي مومنو! جڏهن توهانکي اهو چيو وڃي ته مجلسن ۾ کُلي ويهو، ته کُلي ويهندا ڪيو- اللّٰه به توهان جي لاءِ ڪُشادگيءَ جو سامان پيدا ڪندو. ۽ جڏهن توهان کي چيو وڃي ته اُٿي وڃو ته اُٿي ويندا ڪيو اللّٰه انهن کي جيڪي مومن آهن ۽ حقيقي علم رکڻ وارا آهن درجن ۾ وڌائي ڇڏيندو ۽ اللّٰه توهانجن عملن کان چڱيءَ طرح خبردار آهي.

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْۤا اِذَا نَاجَيْتُمُ الرَّسُوْلَ فَقَدِّمُوْا بَيْنَ يَدَيْ نَجْوٰىكُمْ صَدَقَةً ؕ ذٰلِكَ خَيْرٌ لَّكُمْ وَاَطْهَرُ ؕ فَاِنْ لَّمْ تَجِدُوْا فَاِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿۱۳﴾

۱۳- اي ايمان وارؤ! جڏهن توهان رسول سان جُدا مشورو ڪرڻ چاهيو ته پنهنجي مشوري کان پهرين ڪجهه صدقو ڏيندا ڪيو- اهو توهانجي لاءِ سٺو ٿيندو ۽ دل کي پاڪ ڪرڻ جو سبب ٿيندو (پر اهو حڪم انهن جي لاءِ آهي جن کي توفيق هجي) جيڪڏهن توهان (ڪابه شيءِ صدقي جي لاءِ) نه لهو ته (ڊڄو نه) اللّٰه ڏاڍو بخشڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي.

ءَاَشْفَقْتُمْ اَنْ تُقَدِّمُوْا بَيْنَ يَدَيْ

۱۴- ڇا توهان مشوري ڪرڻ کان پهرين صدقي ڏيڻ کان ڊڄي(۱) ويا؟ سو ڇاڪاڻ

۱- هي ڊپ صدقو ڏيڻ کان نه هو بلڪ صدقي جو لفظ وسيع هو ان جي باري مسلمانن کي هي

نَجۡوٰىكُمۡ صَدَقٰتٍ ؕ فَاِذۡ لَمۡ تَفۡعَلُوۡا وَ تَابَ اللّٰهُ عَلَيۡكُمۡ فَاَقِيۡمُوا الصَّلٰوةَ وَاٰتُوا الزَّكٰوةَ وَ اَطِيۡعُوا اللّٰهَ وَرَسُوۡلَهٗ ؕ وَاللّٰهُ خَبِيۡرٌۢ بِمَا تَعۡمَلُوۡنَ ﴿١٤﴾ ع

ته توهان ائين نه ڪيو ۽ اللّٰه توهان تي فضل فرمايو آهي پوءِ توهان نماز قائم ڪيو، ۽ زڪواتون ڏيو ۽ اللّٰه ۽ انهيءَ جي رسول جي اطاعت ڪيو ۽ جيڪي ڪي توهان ڪيو ٿا اللّٰه انهيءَ کي چڱي طرح ڄاڻي ٿو.

اَلَمۡ تَرَ اِلَى الَّذِيۡنَ تَوَلَّوۡا قَوۡمًا غَضِبَ اللّٰهُ عَلَيۡهِمۡ ؕ مَا هُمۡ مِّنۡكُمۡ وَلَا مِنۡهُمۡ ۙ وَيَحۡلِفُوۡنَ عَلَى الۡكَذِبِ وَهُمۡ يَعۡلَمُوۡنَ ﴿١٥﴾

**١٥**۔ڇا تو انهن ماڻهن ڏانهن نه ڏٺو جن اهڙيءَ قوم سان دوستي ڪئي جن تي خدا غضب نازل ڪيو هو۔ اهڙا ماڻهو نه توهان سان آهن نه انهن مان ۽ اهي ڪوڙي ڳالهه تي ڄاڻي ٻجهي قسم کڻن ٿا.

اَعَدَّ اللّٰهُ لَهُمۡ عَذَابًا شَدِيۡدًا ؕ اِنَّهُمۡ سَآءَ مَا كَانُوۡا يَعۡمَلُوۡنَ ﴿١٦﴾

**١٦**۔اللّٰه انهن جي لاءِ سخت عذاب تيار ڪري رکيو آهي۔ انهن جا عمل نهايت بُرا آهن.

اِتَّخَذُوۡۤا اَيۡمَانَهُمۡ جُنَّةً فَصَدُّوۡا عَنۡ

**١٧**۔انهن پنهنجن قسمن کي ڍال① بڻائي

**(باقي حاشيو)** ڍپ ٿي سگهيو ٿي ته اوترو صدقو ڏنو آهي يا نه جيترو خداتعاليٰ جي حڪم مان مراد هو. ان ڪري ان جو جواب ڏنو آهي ته جڏهن توهان صدقو ڏيڻ تي تيار ٿيئو صرف هي وهم آهي ته اوترو صدقو ٿيو يا نه جيترو حڪم هو ته ان جي معنيٰ هي آهي ته توهان صرف اهو صدقو ناهي ڏنو جنهن جي توهان کي طاقت نه هئي ۽ طاقت کان وڌي ڪري صدقو اڳهِ ئي معاف ڪيو ويو آهي. ڇاڪاڻ ته پهرين آيت ۾ ٻڌايو ويو آهي ته جيڪڏهن توهان وٽ نه هجي ته معاف آهي. نه هجڻ مان اها ئي مراد آهي ته گُهرج مطابق توهان وٽ نه هجي. ان ڪري ٻنهي آيتن ۾ ڪو اختلاف ناهي. هيءَ آيت اُنهن پنج آيتن مان آهي جن جي باري ۾شاهه ولي اللّٰه صاحب فرمائين ٿا ته مون کان حل نه ٿيون. (الفوزالڪبير) اللّٰه تعاليٰ جو احسان آهي ته مون تي هي آيت به واضح ٿي وئي جهڙوڪ نوٽ مان هر هڪ تي ظاهر ٿي ويندو.

١۔يعني قسم کڻندا آهن ۽ سمجهندا آهن ته هاڻي اسانجي ڳالهه تي ايمان آڻڻ گُهرجي حقيقت ۾ اللّٰه تعاليٰ قسم ۽ گواهي جدا جدا معاملن لاءِ مقرر ڪئي آهي

سَبِيۡلِ اللّٰهِ فَلَهُمۡ عَذَابٌ مُّهِيۡنٌ ⑰

چڏيو آهي ۽ اهي اللّٰه جي رستي کان (انهن قسمن جي ذريعي) روڪين ٿا. پوءِ انهن کي خوار ڪندڙ عذاب ملندو.

لَنۡ تُغۡنِىَ عَنۡهُمۡ اَمۡوَالُهُمۡ وَلَاۤ اَوۡلَادُهُمۡ مِّنَ اللّٰهِ شَيۡـًٔا ؕ اُولٰٓـئِكَ اَصۡحٰبُ النَّارِ ؕ هُمۡ فِيۡهَا خٰلِدُوۡنَ ⑱

۱۸ـنہ انهن جو مال نہ انهن جو اولاد اللّٰه جي مقابلي ۾ ڪو نفعو ڏئي سگهندو. اِهي ماڻهو دوزخي آهن اهي انهيءَ ۾ هميشه رهندا.

يَوۡمَ يَبۡعَثُهُمُ اللّٰهُ جَمِيۡعًا فَيَحۡلِفُوۡنَ لَهٗ كَمَا يَحۡلِفُوۡنَ لَـكُمۡ وَيَحۡسَبُوۡنَ اَنَّهُمۡ عَلٰى شَىۡءٍ ؕ اَلَاۤ اِنَّهُمۡ هُمُ الۡكٰذِبُوۡنَ ⑲

۱۹ـجنهن ڏينهن اللّٰه انهن سڀني کي جمع ڪري اُٿاريندو تہ انهيءَ جي سامهون بہ اهڙيءَ طرح قسم کڻندا جهڙيءَ طرح توهانجي سامهون قسم کڻن ٿا ۽ خيال ڪندا تہ اهي وڏي پڪتي (۽ معقول) اصول تي آهن- بڌو! اِهي ماڻهو (باوجود پنهنجن قسمن جي) ڪوڙا آهن.

اِسۡتَحۡوَذَ عَلَيۡهِمُ الشَّيۡطٰنُ فَاَنۡسٰهُمۡ ذِكۡرَ اللّٰهِ ؕ اُولٰٓـئِكَ حِزۡبُ الشَّيۡطٰنِ ؕ اَلَاۤ اِنَّ حِزۡبَ الشَّيۡطٰنِ هُمُ الۡخٰسِرُوۡنَ ⑳

۲۰ـشيطان انهن تي غالب اچي ويو آهي ۽ انهيءَ اللّٰه جو ذڪر انهن کان وساري چڏيو آهي اِهي ماڻهو شيطان جو گروهہ آهن ۽ بڌي چڏيو تہ شيطان جو گروهہ آخر گهاٽو حاصل ڪرڻ وارو آهي.

اِنَّ الَّذِيۡنَ يُحَآدُّوۡنَ اللّٰهَ وَرَسُوۡلَهٗۤ اُولٰٓـئِكَ فِى الۡاَذَلِّيۡنَ ㉑

۲۱ـيقيناً جيڪي ماڻهو اللّٰه ۽ انهيءَ جي رسول جي مخالفت ڪن ٿا اهي سخت ذليل ماڻهن ۾ شمار ٿيندا.

كَتَبَ اللّٰهُ لَاَغۡلِبَنَّ اَنَا وَرُسُلِىۡ ؕ اِنَّ اللّٰهَ قَوِىٌّ عَزِيۡزٌ ㉒

۲۲ـاللّٰه فيصلو ڪري چڏيو آهي تہ مان ۽ منهنجا رسول غالب ايندا- اللّٰه يقيناً طاقتور (۽) غالب آهي.

لَا تَجِدُ قَوْمًا يُّؤْمِنُوْنَ بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ يُوَآدُّوْنَ مَنْ حَآدَّ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ وَلَوْ كَانُوْٓا اٰبَآءَهُمْ اَوْ اَبْنَآءَهُمْ اَوْ اِخْوَانَهُمْ اَوْ عَشِيْرَتَهُمْ ط اُولٰٓئِكَ كَتَبَ فِيْ قُلُوْبِهِمُ الْاِيْمَانَ وَاَيَّدَهُمْ بِرُوْحٍ مِّنْهُ ط وَيُدْخِلُهُمْ جَنّٰتٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ خٰلِدِيْنَ فِيْهَا ط رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهُمْ وَرَضُوْا عَنْهُ ط اُولٰٓئِكَ حِزْبُ اللّٰهِ ط اَلَآ اِنَّ حِزْبَ اللّٰهِ هُمُ الْمُفْلِحُوْنَ ﴿٢٢﴾ ع

**٢٣**۔ تون اهڙي(کا بہ)قوم نہ لهندين، جيڪا اللّٰه ۽ آخرت جي ڏينهن تي بہ ايمان آڻيندي هجي ۽ اللّٰه ۽ سندس رسول جي سخت مخالفت ڪرڻ واري سان بہ محبت رکندي هجي توڙي اهڙا ماڻهو انهن جا پيئر هجن يا پٽ هجن يا ڀائر هجن يا انهن جي ڪٽنب مان هجن۔ اِهي ئي (مومن) آهن جن جي دلين ۾ اللّٰه ايمان نقش ڪري ڇڏيو آهي ۽ پنهنجي طرفان ڪلام موڪلي انهن جي مدد ڪئي آهي ۽ هو انهن کي اهڙين جنتن ۾ داخل ڪندو جن جي هيٺان نهرون وهنديون هونديون اهي انهيءَ ۾ هميشه رهندا ايندا، اللّٰه انهن کان راضي ٿي ويو ۽ اهي اللّٰه کان راضي ٿي ويا۔ اُهي اللّٰه جو گروهہ آهن (۽) ٻڌي ڇڏيو تہ اللّٰه جو گروهہ ئي ڪامياب ٿيندو آهي.

سُوْرَةُ الْحَشْرِ مَدَنِيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ خَمْسٌ وَّ عِشْرُوْنَ اٰيَةً وَّ ثَلاَثَةُ رُكُوْعَاتٍ

سورت حشر۔ هيءَ سورت مدني آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون پنجويهہ آيتون ۽ ٽي رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١۔(مان) اللّٰـه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

سَبَّحَ لِلّٰهِ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَمَا فِي الْاَرْضِ ۚ وَهُوَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ②

٢۔ آسمانن ۽ زمين ۾ جيڪي ڪي آهي اللّٰه جي تسبيح ڪري رهيو آهي ۽ اهو (اللّٰه) غالب (۽) حڪمت وارو آهي.

هُوَ الَّذِيْٓ اَخْرَجَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا مِنْ اَهْلِ الْكِتٰبِ مِنْ دِيَارِهِمْ لِاَوَّلِ الْحَشْرِ ؕ مَا ظَنَنْتُمْ اَنْ يَّخْرُجُوْا وَظَنُّوْٓا اَنَّهُمْ مَّانِعَتُهُمْ حُصُوْنُهُمْ مِّنَ اللّٰهِ فَاَتٰىهُمُ اللّٰهُ مِنْ حَيْثُ لَمْ يَحْتَسِبُوْا ۗ وَقَذَفَ فِيْ قُلُوْبِهِمُ الرُّعْبَ يُخْرِبُوْنَ بُيُوْتَهُمْ بِاَيْدِيْهِمْ وَاَيْدِي الْمُؤْمِنِيْنَ ۗ فَاعْتَبِرُوْا يٰٓاُولِي الْاَبْصَارِ ③

٣۔اهو (خدا) ئي آهي جنهن اهل ڪتاب ڪافرن کي پهرين ① جنگ جي موقعي تي انهن جي گهرن مان ڪڍيو ۽ توهان خيال نہ ڪندا هئا تہ ڪي اهي نڪرندا ۽ اهي خيال ڪندا هئا تہ انهن جا قلعا اللّٰـه جي مقابلي ۾ انهن کي بچائيندا ۽ اللّٰـه انهن وٽ اتان ② آيو جتان کان انهن کي گمان بہ نہ هو.۽ انهن جي دلين ۾ انهيءَ دهشت وجهي ڇڏي.اُهي پنهنجن گهرن کي (ڪجهہ تہ) پنهنجن هٿن سان ۽ (ڪجهہ) مومنن جي هٿان خراب ڪري رهيا هئا۔

١۔ان مان مراد اها جنگ آهي جيڪا يهودي قبيلي بنو نضير سان مسلمانن جي ٿي. (فتح البيان جلد ٩ صفحه ٢٦٣)

٢۔قرآن ڪريم مان ثابت آهي تہ اللّٰه ۽ ان جي فرشتن جي اچڻ سان ڪن جڳهن تي عذاب مراد هوندو آهي. هتي بہ اهو ئي محاورو استعمال ڪيو ويو آهي.

پوءِ اي سوجهه ٻوجهه رکڻ وارا انسانو! عبرت حاصل ڪيو.

وَلَوْلَآ اَنْ كَتَبَ اللّٰهُ عَلَيْهِمُ الْجَلَآءَ لَعَذَّبَهُمْ فِى الدُّنْيَا ۭ وَلَهُمْ فِى الْاٰخِرَةِ عَذَابُ النَّارِ ۝۳

۳۔۽ جيڪڏهن الله انهن تي جلاوطني ① فرض ڪري نه رکي هجي ها ته انهن کي هن دنيا ۾ به عذاب ڏئي ها ۽ آخرت ۾ انهن جي لاءِ دوزخ جو عذاب مقرر آهي.

ذٰلِكَ بِاَنَّهُمْ شَآقُّوا اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ ۚ وَمَنْ يُّشَآقِّ اللّٰهَ فَاِنَّ اللّٰهَ شَدِيْدُ الْعِقَابِ ۝۴

۴۔اهو سڀ ڪجهه انهيءَ لاءِ ٿيو جو انهن الله ۽ انهيءَ جي رسول سان اختلاف ڪيو ۽ جيڪو الله سان اختلاف ڪندو آهي اهو ياد رکي ته الله جو عذاب يقيناً سخت آهي.

مَا قَطَعْتُمْ مِّنْ لِّيْنَةٍ اَوْ تَرَكْتُمُوْهَا قَآىِٕمَةً عَلٰٓى اُصُوْلِهَا فَبِاِذْنِ اللّٰهِ وَلِيُخْزِيَ الْفٰسِقِيْنَ ۝۵

۵۔توهان ڪا پاڙ ڪجيءَ ② جي وڻ جي نه ڪاٽي آهي يا انهيءَ کي پنهنجي پاڙن تي بيٺل نه ڇڏيو. پر اهو الله جي حڪم سان هو ۽ انهيءَ لاءِ هو ته نافرمانن کي خوار ڪيو وڃي.

وَمَآ اَفَآءَ اللّٰهُ عَلٰى رَسُوْلِهٖ مِنْهُمْ فَمَآ اَوْجَفْتُمْ عَلَيْهِ مِنْ خَيْلٍ وَّلَا رِكَابٍ

۶۔۽ جيڪي ڪي الله انهن (باغي ③ ماڻهن) جو مال پنهنجي رسول کي ڏنو (توهانکي معلوم آهي ته) توهان پنهنجا

۱۔بائيبل ۾ ذڪر آهي ته يهودي هڪ موقعي تي جلا وطن به ڪيا ويندا. (يسعياه باب ۲۳ آيت ۱۷، ۱۸)

۲۔هن آيت ۾ به بنو نضير جي جنگ جو ذڪر آهي جن جون کجيون وڍڻ جو رسول الله ﷺ حڪم ڏنو هو. (بخاري ۽ مسلم بروايت حضرت عبدالله بن عمرؓ)

۳۔هي واقعو به بنو نضير جو آهي جن اڳ ۾ رسول ڪريم ﷺ سان غداري ڪئي پر جڏهن جنگ ٿي ته ڏجي ويا ۽ ان شرط تي ٺاهه ڪيائون ته مديني کي ڇڏي ڀڄي ويندا سون. (فتح البيان جلد ۹ صفحه ۲٦۴)

وَّلٰكِنَّ اللّٰهَ يُسَلِّطُ رُسُلَهٗ عَلٰى مَنْ يَّشَآءُ ؕ وَاللّٰهُ عَلٰى كُلِّ شَىْءٍ قَدِيْرٌ ﴿۶﴾

گهوڙا ۽ اُٺ انهيءَ مال جي حاصل ڪرڻ لاءِ نه ڊوڙايا هئا. پر اللّٰه پنهنجن رسولن کي جنهن جو چاهي تو مالڪ بڻائي ڇڏي ٿو ۽ اللّٰه هر شيءِ تي قادر آهي.

مَآ اَفَآءَ اللّٰهُ عَلٰى رَسُوْلِهٖ مِنْ اَهْلِ الْقُرٰى فَلِلّٰهِ وَلِلرَّسُوْلِ وَلِذِى الْقُرْبٰى وَالْيَتٰمٰى وَالْمَسٰكِيْنِ وَابْنِ السَّبِيْلِ ۙ كَىْ لَا يَكُوْنَ دُوْلَةًۢ بَيْنَ الْاَغْنِيَآءِ مِنْكُمْ ؕ وَمَآ اٰتٰىكُمُ الرَّسُوْلُ فَخُذُوْهُ ۚ وَمَا نَهٰىكُمْ عَنْهُ فَانْتَهُوْا ۚ وَاتَّقُوا اللّٰهَ ؕ اِنَّ اللّٰهَ شَدِيْدُ الْعِقَابِ ﴿۷﴾ وقف لازم

٨-ڳوٺن ① جي ماڻهن جو جيڪو مال اللّٰه پنهنجي رسول کي عطا ڪيو اهو اللّٰه جو (آهي) ۽ رسول جو (آهي) ۽ مائٽن جو (آهي) ۽ يتيمن جو (آهي) ۽ مسڪينن جو (آهي) ۽ مسافرن جو آهي. انهيءَ لاءِ ته اهو مال توهان مان مالدارن ② اندر نه ڦرندو رهي ۽ رسول جيڪي ڪي توهانکي ڏئي اهو وٺو ۽ جنهن کان منع ڪري انهيءَ کان رڪجي وڃو ۽ اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو. اللّٰه جو عذاب يقيناً ڏاڍو سخت هوندو آهي.

لِلْفُقَرَآءِ الْمُهٰجِرِيْنَ الَّذِيْنَ اُخْرِجُوْا مِنْ دِيَارِهِمْ وَاَمْوَالِهِمْ يَبْتَغُوْنَ فَضْلًا

٩-اِهو (مال سواءِ مٿين ماڻهن جي) مهاجر غريبن جو حق آهي جن کي انهن جي گهرن ۽ مالن کان (بي دخل ڪري)

١-يعني خيبر جو. جيڪو ننڍي ننڍي ڳوٺن ۾ ورهايل هو.

٢-يعني اُهو مال رسول کي ان ڪري ڏنو آهي ته غريبن ۾ ورهائجي ان لاءِ نه ته مالدارن وٽ وڃي ۽ سندن مال وڌائي. ان حڪم سان ظاهر آهي ته خيبر جون بنيون ۽ باغ جيتوڻيڪ رسول اللّٰه ﷺ ۽ سندن خاندان کي مليا پر اصل غرض اِها هئي ته حقدار مسلمانن ۾ ورهائجن ۽ شيعن جو ان سان رد ڪيو ويو آهي جيڪي باغ فدڪ جو جهيڙو اڄ تائين ڪندا ٿا اچن. رسول ڪريم ﷺ جن وٽ خيبر جا باغ عارضي طور تي هئا ته جيئن سندن خاندان ان مان گذارو ڪري دائمي وراثت جي طور تي نه. ان ڪري حضرت ابوبڪرؓ جو فيصلو صحيح هو ۽ شيعن جو اعتراض غلط آهي.

مِّنَ اللهِ وَ رِضْوَانًا وَّ يَنْصُرُوْنَ اللهَ وَرَسُوْلَهٗ ؕ اُولٰٓئِكَ هُمُ الصّٰدِقُوْنَ ۚ﴿۹﴾

ڪڍيو ويو هو. اهي اللّٰه جو فضل ۽ انهيءَ جي رضا چاهين ٿا ۽ (هميشه) اللّٰه (جي دين) جي ۽ انهيءَ جي رسول جي مدد ڪندا رهن ٿا. اُهي ئي ماڻهو (ايمان ۾) سچا آهن.

وَالَّذِيْنَ تَبَوَّؤُ الدَّارَ وَالْاِيْمَانَ مِنْ قَبْلِهِمْ يُحِبُّوْنَ مَنْ هَاجَرَ اِلَيْهِمْ وَلَا يَجِدُوْنَ فِيْ صُدُوْرِهِمْ حَاجَةً مِّمَّآ اُوْتُوْا وَيُؤْثِرُوْنَ عَلٰٓى اَنْفُسِهِمْ وَلَوْ كَانَ بِهِمْ خَصَاصَةٌ ؕ وَمَنْ يُّوْقَ شُحَّ نَفْسِهٖ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْمُفْلِحُوْنَ ۚ﴿۱۰﴾

**١٠**- ۽ (اهڙيءَ طرح اهو مال انهن ماڻهن جي لاءِ به آهي) جيڪي مديني ۾ پهرين کان رهندڙ هئا ۽ (مهاجرن جي اچڻ کان پهرين) ايمان قبول ڪري چڪا هئا ۽ انهن سان محبت ڪندا هئا جيڪي انهن ڏانهن هجرت ڪري آيا ۽ پنهنجن دلين ۾ انهيءَ (مال) جي ڪا خواهش نه رکندا هئا جيڪي انهن کي ڏنو ويو ۽ اهي باوجود انهيءَ جي جو خود غريب هئا مهاجرن کي پنهنجي نفس تي ترجيح ڏيندا هئا،۽ جن ماڻهن کي پنهنجي نفس جي بخل کان محفوظ رکيو ويو اهڙا سڀ ماڻهو بامراد ٿيڻ وارا آهن.

وَالَّذِيْنَ جَآءُوْ مِنْۢ بَعْدِهِمْ يَقُوْلُوْنَ رَبَّنَا

**١١**- ۽ جيڪي ماڻهو① انهن جي زماني

١ - هي آيت به اُن ماڻهن جو رد ڪري ٿي جيڪي صحابهؓ کي بُرو چون ٿا. ڇاڪاڻ ته هي آيت ٻڌائي ٿي ته مومن جي نشاني هيءَ آهي ته هو پاڻ کان اڳ ايمان آڻڻ وارن جو نالو عزت سان وٺي ۽ انهن لاءِ دعائون ڪري. پر ڪي ماڻهو حضرت ابوبڪرؓ ۽ حضرت عمرؓ ۽ ٻين صحابين کي گاريون ڏيندا آهن بلڪ انهن تي لعنتون وجهندا آهن. حقيقت ۾ قرآن مجيد سيکاري ٿو ته مومنن کي اڳين پنهنجي ڀائرن لاءِ دعائون گُهرڻ کپن ۽ خداتعاليٰ کان دعا گُهرڻ کپي ته مومنن جي دلين ۾ اڳ گذريل ماڻهن جي بابت ڪنهن به قسم جو بغض ۽ ڪينو پيدا نه ٿئي.۽ پوءِ اڳتي انهيءَ آيت ۾ فرمائي ٿو ته اي اسان جا رب! تون وڏو مهربان ۽ رحم ڪرڻ وارو آهين. يعني جنهن کي هيءَ حالت نصيب ٿئي ان کي سمجهڻ گُهرجي ته

اغْفِرْ لَنَا وَلِإِخْوَانِنَا الَّذِيْنَ سَبَقُوْنَا بِالْإِيْمَانِ وَلَا تَجْعَلْ فِيْ قُلُوْبِنَا غِلًّا لِّلَّذِيْنَ اٰمَنُوْا رَبَّنَآ اِنَّكَ رَءُوْفٌ رَّحِيْمٌ ⑩

کانپوءِ آيا اهي چون ٿا ته اي اسانجا رب! اسانکي ۽ اسانجي انهن ڀائرن کي بخش جيڪي اسان کان پهرين ايمان آڻي چڪا آهن ۽ اسانجن دلين ۾ مومنن جي لاءِ ڪينو نه پيدا ٿيڻ ڏي. اي اسانجا رب! تون ڏاڍو مهربان (۽) بي انتها ڪرم ڪرڻ وارو آهين.

اَلَمْ تَرَ اِلَى الَّذِيْنَ نَافَقُوْا يَقُوْلُوْنَ لِإِخْوَانِهِمُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا مِنْ اَهْلِ الْكِتٰبِ لَئِنْ اُخْرِجْتُمْ لَنَخْرُجَنَّ مَعَكُمْ وَلَا نُطِيْعُ فِيْكُمْ اَحَدًا اَبَدًا ۙ وَّاِنْ قُوْتِلْتُمْ لَنَنْصُرَنَّكُمْ ؕ وَاللّٰهُ يَشْهَدُ اِنَّهُمْ لَكٰذِبُوْنَ ⑪

**١٢**-ڇا تو انهن منافقن کي ناهي ڏٺو، جيڪي اهل ڪتاب وارن مان پنهنجن ڪافر ڀائرن کي چون ٿا ته جيڪڏهن توهانکي (مديني مان) ڪڍيو ويو.ته اسان توهان سان گڏ ئي نڪري ويندا سين- ۽ توهانجي خلاف ڪڏهن ڪنهن جي ڳالهه نه مڃينداسين ۽ جيڪڏهن توهان سان جنگ ڪئي وئي ته اسان توهانجي مدد ڪنداسين ۽ الله شاهدي ڏئي ٿو ته اهي ڪوڙا آهن.

لَئِنْ اُخْرِجُوْا لَا يَخْرُجُوْنَ مَعَهُمْ ۚ وَلَئِنْ قُوْتِلُوْا لَا يَنْصُرُوْنَهُمْ ۚ وَلَئِنْ نَّصَرُوْهُمْ لَيُوَلُّنَّ الْاَدْبَارَ ۫ ثُمَّ لَا يُنْصَرُوْنَ ⑫

**١٣**-جيڪڏهن انهن (اهل ڪتاب) کي ڪڍيو ويو.ته اِهي (منافق) انهن سان گڏ ڪڏهن نه نڪرندا ۽ جيڪڏهن انهن (اهل ڪتاب) سان جنگ ڪئي ويئي ته اِهي (منافق) انهن جي ڪڏهن به مدد نه ڪندا. ۽ جيڪڏهن مدد ڪيائون به ته (اهڙي

**(باقي حاشيو)** خداتعاليٰ ان تي وڏو مهربان ۽ رحم ڪرڻ وارو آهي.پر جنهن کي صحابهؓ جي بابت هيءَ حالت نصيب نه ٿئي ان کي سمجهڻ گهرجي ته هُو خداتعاليٰ جي رحمت ۽ نرمي کان محروم ۽ سندس غضب جي هيٺ آهي.

ڪوڙيءَ دل سان ڪندا جو) جنگ ٿيندي ئي پٺي ورائي ڀڄي ويندا. ۽(انهن کي سندن مدد ته ڪهڙي ڪرڻي آهي. خطري جي موقعي تي) انهن جي پنهنجي مدد ڪرڻ وارو ڪو نه هوندو.

لَاَنْتُمْ اَشَدُّ رَهْبَةً فِيْ صُدُوْرِهِمْ مِّنَ اللّٰهِ ۭ ذٰلِكَ بِاَنَّهُمْ قَوْمٌ لَّا يَفْقَهُوْنَ ۝

١٤-(اي مومنو!) توهانجو ڊپ انهن (منافقن) جي دل ۾ الله کان به وڌيڪ آهي اها ڳالهه انهيءَ ڪري آهي جو اهو هڪ اهڙو گروهه آهي جيڪو سمجهه کان خالي آهي.

لَا يُقَاتِلُوْنَكُمْ جَمِيْعًا اِلَّا فِيْ قُرًى مُّحَصَّنَةٍ اَوْ مِنْ وَّرَاۗءِ جُدُرٍ ۭ بَاْسُهُمْ بَيْنَهُمْ شَدِيْدٌ ۭ تَحْسَبُهُمْ جَمِيْعًا وَّقُلُوْبُهُمْ شَتّٰى ۭ ذٰلِكَ بِاَنَّهُمْ قَوْمٌ لَّا يَعْقِلُوْنَ ۝

١٥-اهي ڪڏهن توهان سان جنگ نه ڪندا سواءِ انهيءَ جي جو مضبوط ڀتين وارن ڳوٺن ۾ ڀتين جي پنيان وينا هجن، انهن جي جنگ پاڻ ۾ ڏاڍي سخت هوندي آهي تون انهن کي هڪ قوم سمجهين ٿو پر انهن جون دليون ٽٽل هونديون آهن. اهو انهيءَ ڪري آهي جو اهي اهڙي قوم آهن جيڪا عقل نٿي رکي.

كَمَثَلِ الَّذِيْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ قَرِيْبًا ذَاقُوْا وَبَالَ اَمْرِهِمْ ۚ وَلَهُمْ عَذَابٌ اَلِيْمٌ ۝

١٦-انهن جو حال انهن (قومن) وانگر آهي جيڪي انهن کان ٿورو ئي اڳ گذري چڪيون آهن جن پنهنجن ڪمن جو نتيجو ڏسي ورتو ۽ انهن کي دردناڪ عذاب پهتو.

كَمَثَلِ الشَّيْطٰنِ اِذْ قَالَ لِلْاِنْسَانِ اكْفُرْ ۚ فَلَمَّا كَفَرَ قَالَ اِنِّىْ بَرِيْۗءٌ مِّنْكَ اِنِّىْٓ

١٧-(پڻ) انهن (منافقن) جي حالت شيطان سان ملي ٿي جڏهن ته اهو انسان کي ته هي چوي ٿو ته ڪفر ڪر- پر جڏهن اهو

اَخَافُ اللّٰهَ رَبَّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿١٦﴾

ڪفر ڪري ويهي ٿو تہ (شيطان) انهيءَ کي چوي ٿو تہ مان توکان آزاد آهيان۔ مان اللّٰه کان ڊڃان ٿو جيڪو سڀني جهانن جو رب آهي.

فَكَانَ عَاقِبَتَهُمَآ اَنَّهُمَا فِى النَّارِ خَالِدَيْنِ فِيْهَا ؕ وَذٰلِكَ جَزٰٓؤُا الظّٰلِمِيْنَ ﴿١٧﴾ ع

**١٧**-سو انهن ٻنهي جي پڇاڙي اها ٿئي ٿي جو اهي ٻئي جهنم ۾ وڃي پون ٿا ۽ انهيءَ ۾ هميشه رهندا ايندا ۽ ظالمن جو بدلو اهڙو ئي ٿيندو آهي.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اتَّقُوا اللّٰهَ وَلْتَنْظُرْ نَفْسٌ مَّا قَدَّمَتْ لِغَدٍ ۚ وَاتَّقُوا اللّٰهَ ؕ اِنَّ اللّٰهَ خَبِيْرٌۢ بِمَا تَعْمَلُوْنَ ﴿١٨﴾

**١٨**-اي مومنو! اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو، ۽ ڳُهرجي تہ هر ڪا جان انهيءَ ڳالهہ تي نظر رکي تہ انهيءَ سڀاڻي جي لاءِ اڳتي ڇا موڪليو آهي ۽ توهان سڀئي اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو. اللّٰه توهانجن عملن کان چڱيءَ طرح باخبر آهي.

وَلَا تَكُوْنُوْا كَالَّذِيْنَ نَسُوا اللّٰهَ فَاَنْسٰهُمْ اَنْفُسَهُمْ ؕ اُولٰٓئِكَ هُمُ الْفٰسِقُوْنَ ﴿١٩﴾

**١٩**-۽ انهن ماڻهن وانگر نہ ٿيجو، جن اللّٰه کي وساري ڇڏيو سو اللّٰه بہ انهن کان سندن جانين جو فائدو وساري[١] ڇڏيو اِهي ماڻهو فرمانبرداريءَ کان ٻاهر نڪرڻ وارا آهن.

لَا يَسْتَوِيْٓ اَصْحٰبُ النَّارِ وَاَصْحٰبُ الْجَنَّةِ ؕ اَصْحٰبُ الْجَنَّةِ هُمُ الْفَآئِزُوْنَ ﴿٢٠﴾

**٢٠**-دوزخي ۽ جنتي برابر نٿا ٿي سگهن۔ جنتي ماڻهو ئي ڪامياب آهن.

لَوْ اَنْزَلْنَا هٰذَا الْقُرْاٰنَ عَلٰى جَبَلٍ لَّرَاَيْتَهٗ

**٢١**-جيڪڏهن هي قرآن اسان ڪنهن

١۔ يعني خداتعاليٰ کي وسارڻ جو نتيجو هي ٿيندو آهي تہ انسان اهڙن ڪمن ۾ مبتلا ٿي ويندو آهي جيڪي سندس جان لاءِ وبال بڻجي ويندا آهن.

خَاشِعًا مُّتَصَدِّعًا مِّنْ خَشْيَةِ اللّٰهِ ؕ وَتِلْكَ الْاَمْثَالُ نَضْرِبُهَا لِلنَّاسِ لَعَلَّهُمْ يَتَفَكَّرُوْنَ ﴿٢١﴾

جبل① تي نازل ڪيون ها ته تون انهيءَ کي ڏسين ها ته اُهو (ادب وچان) جهڪي وڃي ها ۽ اللّٰه جي ڊپ کان ٽڪرا ٽڪرا ٿي وڃي ها ۽ اِهي ڳالهيون جيڪي اسان (توسان) ڪيون ٿا اهي سڀ انسانن جي لاءِ آهن انهيءَ لاءِ ته اهي سوچين.

هُوَ اللّٰهُ الَّذِیْ لَاۤ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ۚ عٰلِمُ الْغَیْبِ وَالشَّهَادَةِ ۚ هُوَ الرَّحْمٰنُ الرَّحِیْمُ ﴿٢٢﴾

٢٣ـ اللّٰه ئي آهي جنهن کانسواءِ ڪو معبود ڪونهي- هُو غائب ۽ حاضر کي ڄاڻي ٿو اُهو ئي بي انتها ڪرم ڪرڻ وارو (خدا) آهي (۽ اُهو ئي) بار بار رحم ڪرڻ وارو (خدا) آهي.

هُوَ اللّٰهُ الَّذِیْ لَاۤ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ۚ اَلْمَلِكُ الْقُدُّوْسُ السَّلٰمُ الْمُؤْمِنُ الْمُهَیْمِنُ الْعَزِیْزُ الْجَبَّارُ الْمُتَكَبِّرُ ؕ سُبْحٰنَ اللّٰهِ عَمَّا یُشْرِكُوْنَ ﴿٢٣﴾

٢٤ـ (حق اِهو آهي ته) اللّٰه اُهو آهي جنهن کانسواءِ ڪو معبود ڪونهي، هُو بادشاهه آهي، (خود) پاڪ آهي (۽ ٻين کي پاڪ ڪري ٿو، خود) هر عيب کان سلامت آهي (۽ ٻين کي سلامت رکي ٿو) سڀني کي امن ڏيڻ وارو آهي، ۽ سڀني جو نگران آهي غالب آهي ۽ سڀني ٽٽل دلين کي ڳنيدي ٿو- وڏي شان وارو آهي جن شين کي اِهي ماڻهو انهيءَ جو شريڪ قرار ڏين ٿا انهن کان اللّٰه پاڪ آهي.

---

١ـ هن آيت ۾ جيڪو جبل جو لفظ اچي ٿو ان مان مراد اصل حقيقت ۾ اهڙا ماڻهو آهن جيڪي پنهنجي قوم ۾ جبل جهڙي حيثيت رکن ٿا. ان ڪري جبل مان مراد پٽرن جا جبل ناهن بلڪ فرمائي ٿو ته قرآن ڪريم جي اندر جيڪا خشية اللّٰه جي تعليم آهي جيڪڏهن هي هڪ وڏي کان وڏي عزت دار، رعب دار ماڻهو تي به نازل ٿئي ها ته اُهو شخص به خداتعاليٰ جي سامهون ٽڪرا ٿي ڪري پوي ها.

هُوَ اللّٰهُ الۡخَالِقُ الۡبَارِئُ الۡمُصَوِّرُ لَهُ الۡاَسۡمَآءُ الۡحُسۡنٰی ؕ یُسَبِّحُ لَهٗ مَا فِی السَّمٰوٰتِ وَ الۡاَرۡضِ ۚ وَ هُوَ الۡعَزِیۡزُ الۡحَکِیۡمُ ﴿٢٥﴾ ع

**٢٥**۔(حق اِهوئي آهي تہ) اللّٰہ هر شيءِ جو پيدا ڪرڻ وارو ۽ هر شيءِ جو مُوجد بہ آهي. ۽ هر شيءِ کي انهيءَ جي حال سارو صورت ڏيڻ وارو آهي انهيءَ جون ڪيتريون ئي سٺيون صفتون آهن آسمانن ۽ زمين ۾ جيڪي ڪي آهي انهيءَ جي تسبيح ڪري رهيو آهي ۽ اهو غالب (۽) حڪمت وارو آهي.

سُوْرَةُ الْمُمْتَحِنَةِ مَدَنِيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ اَرْبَعَ عَشْرَةَ اٰيَةً وَّ رُكُوْعَانِ

سورت ممتحنه ـ هيءَ سورت مدني آهي ۽ بسم الله سميت هن جون چوڏنهن آيتون ۽ ٻه رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

۱ـ(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

يٰاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تَتَّخِذُوْا عَدُوِّيْ وَعَدُوَّكُمْ اَوْلِيَآءَ تُلْقُوْنَ اِلَيْهِمْ بِالْمَوَدَّةِ وَقَدْ كَفَرُوْا بِمَا جَآءَكُمْ مِّنَ الْحَقِّ ۚ يُخْرِجُوْنَ الرَّسُوْلَ وَاِيَّاكُمْ اَنْ تُؤْمِنُوْا بِاللّٰهِ رَبِّكُمْ ؕ اِنْ كُنْتُمْ خَرَجْتُمْ جِهَادًا فِيْ سَبِيْلِيْ وَابْتِغَآءَ مَرْضَاتِيْ ۖ تُسِرُّوْنَ اِلَيْهِمْ بِالْمَوَدَّةِ ۖ وَاَنَا اَعْلَمُ بِمَآ اَخْفَيْتُمْ وَمَآ اَعْلَنْتُمْ ؕ وَمَنْ يَّفْعَلْهُ مِنْكُمْ فَقَدْ ضَلَّ سَوَآءَ السَّبِيْلِ ②

۲ـاي مومنو! منهنجن ۽ پنهنجن دشمنن کي گهرا دوست نه بڻائيندا ڪيو. توهان ته انهن ڏانهن محبت جا پيغام موڪليو ٿا، حالانڪ اهي انهيءَ حق جا منڪر آهن جيڪو توهان ڏانهن آيو آهي. اهي توهانکي به ۽ رسول کي به صرف انهيءَ ڪري جو توهان سيني اللّٰه تي جيڪو توهانجو رب آهي،ايمان آندو آهي. وڙهڻ جي لاءِ (گهرن① مان) ڪين ٿا. جيڪڏهن توهان منهنجي رستي ۾ ڪوشش ڪرڻ، ۽ منهنجي رضا حاصل ڪرڻ جي لاءِ نڪرو، ته توهان مان ڪي چوري چوري انهن ڏانهن محبت جو پيغام موڪلين ٿا ۽ مان چڱيءَ ②

۱ـ يعني حملي ۾ اڳرائي ڪندا آهن جنهن جي ڪري رسول اللّٰه ﷺ ۽ صحابه رضه کي به گهرن کان ٻاهر نڪرڻو پوندو آهي.

۲ـڪن مسلمانن ڏانهن اشارو آهي جن ان يقين سان ته هر حال ۾ سوڀ مسلمانن جي ٿيندي، پنهنجي مڪي ۾ ڇڏيل مائٽن کي بچائڻ لاءِ مڪي تي ڪاهه ڪندڙ مسلمان لشڪر جي خبر اڳ ئي مڪي جي ڪافرن کي موڪلي هئي پر خداتعاليٰ وحيءَ سان ان جي خبر رسول ڪريم ﷺ کي ڏئي ڇڏي ۽ مخبر

اِنْ يَّثْقَفُوْكُمْ يَكُوْنُوْا لَكُمْ اَعْدَآءً وَّيَبْسُطُوْٓا اِلَيْكُمْ اَيْدِيَهُمْ وَاَلْسِنَتَهُمْ بِالسُّوْٓءِ وَوَدُّوْا لَوْ تَكْفُرُوْنَ ﴿٣﴾

لَنْ تَنْفَعَكُمْ اَرْحَامُكُمْ وَلَآ اَوْلَادُكُمْ ۚ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ ۚ يَفْصِلُ بَيْنَكُمْ ۗ وَاللّٰهُ بِمَا تَعْمَلُوْنَ بَصِيْرٌ ﴿٤﴾

قَدْ كَانَتْ لَكُمْ اُسْوَةٌ حَسَنَةٌ فِيْٓ اِبْرٰهِيْمَ وَالَّذِيْنَ مَعَهٗ ۚ اِذْ قَالُوْا لِقَوْمِهِمْ اِنَّا بُرَءٰٓؤُا مِنْكُمْ وَمِمَّا تَعْبُدُوْنَ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ ۡ كَفَرْنَا بِكُمْ وَبَدَا بَيْنَنَا وَبَيْنَكُمُ الْعَدَاوَةُ وَالْبَغْضَآءُ اَبَدًا حَتّٰى تُؤْمِنُوْا بِاللّٰهِ وَحْدَهٗٓ اِلَّا قَوْلَ اِبْرٰهِيْمَ لِاَبِيْهِ لَاَسْتَغْفِرَنَّ لَكَ وَمَآ اَمْلِكُ لَكَ

طرح جاڻان تہ انهيءَ کي جيڪي توهان لڪايو ٿا ۽ جيڪي ظاهر ڪيو ٿا. ۽ جيڪو توهان مان اهڙو ڪم ڪري اهو سمجهي ڇڏي تہ اهو سڌي رستي کان ڀٽڪي ويو.

**٣**-جيڪڏهن اهي توهان کي قابو ڪري وٺن تہ توهان سمجهي ويندو تہ اُهي توهانجا دشمن آهن ۽ توهانجي تباهيءَ جي لاءِ پنهنجا هٿ ۽ پنهنجون زبانون هلائي ڪوشش ڪري رهيا آهن ۽ انهن جي خواهش اها رهي ٿي تہ توهان ڪافر ٿي وڃو.

**٤**-توهانکي نہ تہ توهانجون مٽيون ۽ نہ اولاد قيامت جي ڏينهن نفعو پهچائي سگهن ٿا. انهيءَ ڏينهن خدائي فيصلو ڪندو ۽ الله توهانجن عملن کي چڱيءَ طرح ڏسي رهيو آهي.

**٥**- ابراهيم ۽ انهيءَ جي ساٿين ۾ توهان جي لاءِ هڪ سنو نمونو موجود آهي جڏهن تہ انهن پنهنجي قوم کي چيو تہ اسان توهان کان ۽ الله کانسواءِ توهانجن معبودن کان مڪمل طرح بيزار آهيون. اسان توهانجن ڳالهين جو انڪار ڪيون ٿا ۽ اسانجي ۽ توهانجي وچ ۾ دشمني ۽ بُغض انهيءَ وقت تائين جي لاءِ ظاهر ٿي ويو آهي جيستين توهان خدا تي ايمان آڻيو- ها اسان ابراهيم جي واعدي کي جيڪو انهيءَ پنهنجي پيءُ سان

(**باقي حاشيو**) پڪڙيو ويو. (صحيح بخاري ڪتاب المغازي باب غزوت الفتح وما بعث به حاطب بن ابی بلتعة--)

مِنَ اللّٰهِ مِنْ شَیْءٍ ؕ رَبَّنَا عَلَیْكَ تَوَكَّلْنَا وَ اِلَیْكَ اَنَبْنَا وَ اِلَیْكَ الْمَصِیْرُ ﴿۴﴾

ڪيو هو الڳ ڪيون ٿا، اُهو هي هو ته مان تنهنجي لاءِ استغفار① ڪندس- پر الله جي مقابلي ۾ تنهنجي ڪنهن قسم جي مدد تي مان قادر نه آهيان، (۽ ابراهيم اهو به چيو ته) اي اسانجا رب! اسان توتي توڪل ڪيون ٿا ۽ توڏانهن جُهڪون ٿا ۽ توڏانهن ئي اسانکي موٽي وڃڻو آهي.

رَبَّنَا لَا تَجْعَلْنَا فِتْنَةً لِّلَّذِیْنَ كَفَرُوْا وَاغْفِرْ لَنَا رَبَّنَا ۚ اِنَّكَ اَنْتَ الْعَزِیْزُ الْحَكِیْمُ ﴿۵﴾

٦-اي اسانجا رب! اسان کي ڪافرن جي لاءِ نوڪر جو سبب نه بڻاءِ، ۽ اسان جون خطائون معاف ڪر. اي اسانجا رب! تون ڏاڍو غالب (۽) حڪمت وارو آهين.

لَقَدْ كَانَ لَكُمْ فِیْهِمْ اُسْوَةٌ حَسَنَةٌ لِّمَنْ كَانَ یَرْجُوا اللّٰهَ وَالْیَوْمَ الْاٰخِرَ ؕ وَمَنْ یَّتَوَلَّ فَاِنَّ اللّٰهَ هُوَ الْغَنِیُّ الْحَمِیْدُ ﴿۶﴾ ع

٧-انهن ماڻهن ۾ توهانجي لاءِ هڪ ڏاڍو سٺو نمونو آهي يعني هر انهيءَ شخص جي لاءِ جيڪو الله ۽ آخرت جي ڏينهن کي ڏسڻ جي اميد رکي ٿو ۽ جيڪو به پٺي ڦيرائي ڇڏي اُهو ياد رکي ته الله بلڪل بي نياز آهي (۽) وڏين تعريفن جو مستحق آهي.

عَسَى اللّٰهُ اَنْ یَّجْعَلَ بَیْنَكُمْ وَ بَیْنَ الَّذِیْنَ

٨-ويجهو آهي جو الله توهان جي ۽ انهن ماڻهن جي وچ ۾ جيڪي ڪافرن مان توهان

١-قرآن ڪريم ۾ ٻي جڳهه تي اچي ٿو ته منافقن جي لاءِ به استغفار نه ڪيو- هي ان جي اُبتڙ ناهي. ڇاڪاڻ ته هن آيت مان صرف هي ظاهر ٿئي ٿو ته ابراهيمؑ جو چاچو جنهن جو هتي ذڪر آهي منافق نه هو بلڪ مذهب جي باري ۾ دوکي ۾ پيل هو. ان ڪري جيئن ته نيڪ نيت سان شرڪ ڪندا هئا انهن لاءِ استغفار جائز هو .پر سورت توبه جي آيت ١١٤ مان خبر پوي ٿي ته هڪ وقت اهڙو آيو جو حضرت ابراهيم عليه السلام کي خبر پئجي وئي ته سندس چاچو دوکي ۾ ناهي بلڪ سچي مذهب جو دشمن آهي تڏهن انهن هن کان بيزاريءَ جو اظهار ڪيو.

عَادَيْتُمْ مِّنْهُمْ مَّوَدَّةً ؕ وَاللّٰهُ قَدِيْرٌ ؕ وَاللّٰهُ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿۸﴾

لَا يَنْهٰىكُمُ اللّٰهُ عَنِ الَّذِيْنَ لَمْ يُقَاتِلُوْكُمْ فِى الدِّيْنِ وَلَمْ يُخْرِجُوْكُمْ مِّنْ دِيَارِكُمْ اَنْ تَبَرُّوْهُمْ وَتُقْسِطُوْۤا اِلَيْهِمْ ؕ اِنَّ اللّٰهَ يُحِبُّ الْمُقْسِطِيْنَ ﴿۹﴾

اِنَّمَا يَنْهٰىكُمُ اللّٰهُ عَنِ الَّذِيْنَ قٰتَلُوْكُمْ فِى الدِّيْنِ وَاَخْرَجُوْكُمْ مِّنْ دِيَارِكُمْ وَظٰهَرُوْا عَلٰۤى اِخْرَاجِكُمْ اَنْ تَوَلَّوْهُمْ ۚ وَمَنْ يَّتَوَلَّهُمْ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الظّٰلِمُوْنَ ﴿۱۰﴾

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْۤا اِذَا جَآءَكُمُ الْمُؤْمِنٰتُ مُهٰجِرٰتٍ فَامْتَحِنُوْهُنَّ ؕ اَللّٰهُ اَعْلَمُ بِاِيْمَانِهِنَّ ۚ فَاِنْ عَلِمْتُمُوْهُنَّ مُؤْمِنٰتٍ فَلَا تَرْجِعُوْهُنَّ اِلَى الْكُفَّارِ ؕ لَا هُنَّ حِلٌّ لَّهُمْ وَلَا هُمْ يَحِلُّوْنَ لَهُنَّ ؕ وَاٰتُوْهُمْ مَّاۤ اَنْفَقُوْا ؕ وَلَا جُنَاحَ عَلَيْكُمْ اَنْ

جا دشمن آهن محبت پيدا ڪري ڇڏي ۽ اللّٰه انهيءَ تي قادر آهي ۽ اللّٰه گهڻو بخشڻ وارو (۽) بي انتها رحم ڪرڻ وارو آهي.

**۹.** اللّٰه توهان کي انهن ماڻهن سان نيڪي ڪرڻ ۽ عدل جي معاملي کان نٿو روڪي جيڪي توهان سان ديني اختلاف جي سببان نه وڙهيا ۽ جن توهانکي توهانجن گهرن مان ناهي ڪڍيو. اللّٰه انصاف ڪرڻ وارن کي پسند ڪري ٿو.

**۱۰.** اللّٰه توهانکي صرف انهن ماڻهن سان (دوستي ڪرڻ کان) روڪي ٿو جن توهان سان ديني اختلاف سببان جنگ ڪئي ۽ جن توهانکي گهرن مان ڪڍيو يا توهانجي ڪڍڻ تي توهانجن پين دشمنن جي مدد ڪئي ۽ جيڪي ماڻهو به اهڙن ماڻهن سان دوستي ڪن اهي ظالم آهن.

**۱۱.** اي مومنو! جڏهن توهان وٽ مومن عورتون هجرت ڪري اچن، ته انهن کي چڱيءَ طرح آزمائيندا ڪيو. اللّٰه انهن جي ايمان کي چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو پر جيڪڏهن توهان به سمجهو ته اُهي مومن عورتون آهن ته انهن کي ڪافرن ڏانهن نه موٽايو. نه اُهي انهن (ڪافرن) جي لاءِ جائز آهن ۽ نه اهي (ڪافر) انهن (عورتن) جي لاءِ جائز آهن ۽ گُهرجي ته ڪافرن جيڪو

تَنْكِحُوْهُنَّ اِذَآ اٰتَيْتُمُوْهُنَّ اُجُوْرَهُنَّ ؕ وَلَا تُمْسِكُوْا بِعِصَمِ الْكَوَافِرِ وَسْـَٔلُوْا مَآ اَنْفَقْتُمْ وَلْيَسْـَٔلُوْا مَآ اَنْفَقُوْا ؕ ذٰلِكُمْ حُكْمُ اللّٰهِ ؕ يَحْكُمُ بَيْنَكُمْ ؕ وَاللّٰهُ عَلِيْمٌ حَكِيْمٌ ﴿۱۱﴾

انهن (عورتن جي نڪاح) تي خرچ ڪيو هجي اهو انهن کي واپس ڪيو ۽ (جڏهن توهان انهن عورتن کي ڪافرن کان فارغ ڪرائي ونو ته) انهن جي معاوضي (يعني مهر) ادا ڪرڻ جي صورت ۾ جيڪڏهن توهان انهن سان شادي ڪيو ته توهان تي ڪو اعتراض ڪونهي. ۽ ڪافر عورتن جي ننگ ناموس کي قبضي ۾ نه رکو ۽ جيڪي ڪجهه توهان انهن تي خرچ ڪيو آهي (جيڪڏهن اهي پيڃي ڪافرن ڏانهن هليون وڃن ته) ڪافرن کان گهرو① ۽ (جيڪڏهن ڪافرن جون زالون مسلمان ٿي مسلمان سان اچي ملن ته) جيڪي ڪجهه انهن (پنهنجن نڪاحن تي) خرچ ڪيو آهي مسلمانن کان گهرن②. هيءُ توهانکي الله جو ارشاد آهي اهو توهانجي وچ ۾ فيصلو ڪري ٿو ۽ الله ڄاڻڻ وارو (۽) حڪمت وارو آهي.

وَاِنْ فَاتَكُمْ شَيْءٌ مِّنْ اَزْوَاجِكُمْ اِلَى الْكُفَّارِ فَعَاقَبْتُمْ فَاٰتُوا الَّذِيْنَ ذَهَبَتْ اَزْوَاجُهُمْ مِّثْلَ مَآ اَنْفَقُوْا ؕ وَاتَّقُوا اللّٰهَ

۱۲- ۽ جيڪڏهن توهانجن زالن مان ڪا پيڃي ڪافرن وٽ هلي وڃي ۽ انهيءَ کانپوءِ توهانجي هٿ ۾ به ڪا ڪافر عورت (جنگي قيديءَ جي حيثيت ۾) اچي ته توهان انهن ماڻهن کي جن جون زالون پيڃي ڪافرن

١- يعني حڪومت طرفان ڪافرن کان ان خرچ جي گهُر ڪيو.

٢- يعني ڪافر به اهڙين عورتن جو خرچ حڪومت طرفان مسلمانن کان گهرن جيتوڻيڪ ٻنهي آيتن ۾ اهڙي قسم جا حق حڪومت جا حق مڃيا ويا آهن.

الَّذِيْٓ اَنْتُمْ بِهٖ مُؤْمِنُوْنَ ⑪

سان وڃي مليون آهن انهن جي اصل خرچ جي برابر جيڪو انهن پنهنجي نڪاحن تي ڪيو هو ادا ڪري ڇڏيو①. ۽ اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو. جنهن تي اوهان ايمان آڻيو ٿا.

يٰٓاَيُّهَا النَّبِيُّ اِذَا جَآءَكَ الْمُؤْمِنٰتُ يُبَايِعْنَكَ عَلٰٓى اَنْ لَّا يُشْرِكْنَ بِاللّٰهِ شَيْـًٔا وَّلَا يَسْرِقْنَ وَلَا يَزْنِيْنَ وَلَا يَقْتُلْنَ اَوْلَادَهُنَّ وَلَا يَاْتِيْنَ بِبُهْتَانٍ يَّفْتَرِيْنَهٗ بَيْنَ اَيْدِيْهِنَّ وَاَرْجُلِهِنَّ وَلَا يَعْصِيْنَكَ فِيْ مَعْرُوْفٍ فَبَايِعْهُنَّ وَاسْتَغْفِرْ لَهُنَّ اللّٰهَ ۭ اِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ⑫

١٢- اي نبي! جڏهن تو وٽ عورتون مسلمان ٿي اچن ۽ بيعت ڪرڻ جي خواهش ڪن، انهيءَ شرط تي ته اهي اللّٰه جو شريڪ ڪنهن کي قرار نه ڏينديون ۽ نه ئي چوري ڪنديون ۽ نه ئي زنا ڪنديون ۽ نه ئي اولاد کي قتل ڪنديون ۽ نه ئي ڪوڙو بهتان ڪنهن تي ٻڌنديون، ۽ نيڪ ڳالهين ۾ تنهنجي نافرماني نه ڪنديون. ته انهن جي بيعت وٺندو ڪر، ۽ انهن جي لاءِ استغفار ڪندو ڪر. اللّٰه وڏو بخشڻ وارو (۽) بيحد رحم ڪرڻ وارو آهي.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تَتَوَلَّوْا قَوْمًا غَضِبَ اللّٰهُ عَلَيْهِمْ قَدْ يَىِٕسُوْا مِنَ الْاٰخِرَةِ كَمَا يَىِٕسَ الْكُفَّارُ مِنْ اَصْحٰبِ الْقُبُوْرِ ⑬ ع

١٤- اي مومنو! ڪنهن اهڙي قوم سان دوستي نه ڪيو، جنهن تي خدا ناراض ② آهي اُهي ماڻهو اُخروي زندگيءَ کان اهڙا مايوس ٿي ويا آهن جهڙيءَ طرح ڪافر قبرن ۾ پيل ماڻهن کان مايوس ٿي ويا آهن.

١- يعني جيڪي مسلمان پنهنجي زالن جي پيڇي وڃڻ يا جنگي بانديون بڻجڻ جي ڪري نقصان ماڻين ته حڪومت ان جو بدلو ڪافر جنگي قيديءَ جي صورت ۾ نه ڏين بلڪ پنهنجي طرفان مالي نقصان جو معاوضو ڏئي ته جيئن عورت جي عزت جيڪا اسلام قائم ڪرڻ گهري ٿو ان کي ڪو ڇيهو نه رسي.

٢- مراد هي آهي ته جن ماڻهن تي خداتعاليٰ ناراض نه هوندو آهي اهي پنهنجي دشمنيءَ ۾ حد کان ناهن وڌندا پر جن تي خداتعاليٰ ناراض هوندو آهي اُهي پنهنجي دشمنيءَ ۾ حد کان وڌي ويندا آهن ۽ ان ڪري انهن سان تعلق رکڻ ناجائز ٿي ويندو آهي.

## سُوْرَةُ الصَّفِّ مَدَنِيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ خَمْسَ عَشْرَةَ اٰيَةً وَّ رُكُوْعَانِ

سورت صف - هيءَ سورت مدني آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون پندرهن آيتون ۽ ٻہ رکوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١-(مان) اللّٰـه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

سَبَّحَ لِلّٰهِ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَمَا فِي الْاَرْضِ ۚ وَهُوَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ②

٢- آسمانن ۽ زمين ۾ جيڪي ڪي آهي، اللّٰه جي تسبيح ڪري رهيو آهي، هو غالب (۽) حڪمت وارو آهي.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لِمَ تَقُوْلُوْنَ مَا لَا تَفْعَلُوْنَ ③

٣-اي مومنو! توهان اهي ڳالهيون ڇو چئو ٿا، جيڪي ڪيو نہ ٿا.

كَبُرَ مَقْتًا عِنْدَ اللّٰهِ اَنْ تَقُوْلُوْا مَا لَا تَفْعَلُوْنَ ④

٤-خدا جي ويجهو انهيءَ ڳالهہ جي دعويٰ ڪرڻ جيڪا توهان ڪيو نہ ٿا ڏاڍي ناپسند آهي.

اِنَّ اللّٰهَ يُحِبُّ الَّذِيْنَ يُقَاتِلُوْنَ فِيْ سَبِيْلِهٖ صَفًّا كَاَنَّهُمْ بُنْيَانٌ مَّرْصُوْصٌ ⑤

٥-اللّٰه تہ انهن ماڻهن کي پسند ڪري ٿو جيڪي انهيءَ جي رستي ۾ صف ٻڌي وڙهن ٿا، ڄڻ اهي هڪ پِت آهن جنهن جي مضبوطيءَ لاءِ انهيءَ تي شِيْهَو رِجائي وڌو ويو هجي.

وَاِذْ قَالَ مُوْسٰى لِقَوْمِهٖ يٰقَوْمِ لِمَ تُؤْذُوْنَنِيْ وَقَدْ تَّعْلَمُوْنَ اَنِّيْ رَسُوْلُ اللّٰهِ اِلَيْكُمْ ۭ فَلَمَّا زَاغُوْٓا اَزَاغَ اللّٰهُ قُلُوْبَهُمْ ۭ وَاللّٰهُ لَا يَهْدِي الْقَوْمَ

٦-۽ (ياد ڪيو) جڏهن موسيٰ پنهنجي قوم کي چيو، اي منهنجي قوم! توهان مونکي ڇو ٿا تڪليف ڏيو، حالانڪ توهان ڄاڻو ٿا تہ مان توهان ڏانهن اللّٰه جي طرفان رسول ٿي آيو آهيان. پر جڏهن انهي هوندي اهي ماڻهو سڌي رستي کان ڦِرڪي ويا تہ اللّٰه

الْفٰسِقِيْنَ۝٦

انهن جي دلين کي ٽيڏو ڪري ڇڏيو ۽ اللّٰه فرمانبرداريءَ کان نڪري وڃڻ وارن کي ڪاميابيءَ جو رستو نه ٿو ڏيکاريندو.

وَ اِذْ قَالَ عِيْسَى ابْنُ مَرْيَمَ يٰبَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ اِنِّيْ رَسُوْلُ اللّٰهِ اِلَيْكُمْ مُّصَدِّقًا لِّمَا بَيْنَ يَدَيَّ مِنَ التَّوْرٰىةِ وَ مُبَشِّرًۢا بِرَسُوْلٍ يَّاْتِيْ مِنْۢ بَعْدِي اسْمُهٗٓ اَحْمَدُ ؕ فَلَمَّا جَآءَهُمْ بِالْبَيِّنٰتِ قَالُوْا هٰذَا سِحْرٌ مُّبِيْنٌ۝٧

٧-۽ (ياد ڪيو) جڏهن عيسيٰ ابن مريم پنهنجي قوم کي چيو ته اي بني اسرائيل! مان اللّٰه جي طرفان توهان ڏانهن رسول ٿي آيو آهيان، جيڪو (ڪلام) منهنجي اچڻ کان پهرين نازل ٿي چڪو آهي يعني تورات، انهيءَ جي پيشگوئين کي مان پورو ڪيان ٿو ۽ هڪ اهڙي رسول جي خبر به ڏيان ٿو جيڪو مون کان پوءِ ايندو، جنهن جو نالو احمد① هوندو. پوءِ جڏهن اهو رسول دليل کڻي اچي ويو، ته انهن چيو ته اهو ته ظاهر ظهور دوکو آهي.

وَمَنْ اَظْلَمُ مِمَّنِ افْتَرٰى عَلَى اللّٰهِ الْكَذِبَ وَ هُوَ يُدْعٰٓى اِلَى الْاِسْلَامِ ؕ

٨-۽ انهيءَ کان وڌيڪ ظالم ڪير ٿي سگهي ٿو، جيڪو اللّٰه تي ڪوڙ ٻڌي، حالانڪ هو اسلام② جي طرف سڏيو وڃي ٿو ۽

١- هن آيت ۾ رسول ڪريم ﷺ جي پيشگوئي آهي. جيڪا انجيل برنباس ۾ لکيل آهي. عيسائي ان کي ڪوڙي انجيل قرار ڏيندا آهن پر هي پوپ جي لائبريري ۾ موجود آهي. ان کان علاوه هيءُ دليل به آهي ته هلندڙ انجيلن ۾ ”فارقليط“ جي خبر ڏني وئي آهي جنهن جي معني ”احمد“ ئي ٿئي ٿي. ان ڪري هن آيت ۾ رسول ڪريم ﷺ جي باري ۾ سڌي طرح ۽ سندن هڪ بروز جي جنهن جو ذڪر اڳين سورت ۾ آهي اڻ سڌي طرح خبر ڏني وئي آهي.

٢- هن آيت ۾ ان ڳالهه کي ظاهر ڪيو ويو آهي ته سندن بروز جي باري ۾ خاص غور ڪرڻ گهرجي جيڪو آهي ته اڻ سڌي طرح پيشگوئيءَ جي مطابق، پر اسلام ڏانهن انکي سڏيو ويندو محمد رسول اللّٰه ﷺ ته خود دنيا کي اسلام ڏانهن سڏيندا هئا.

وَ اللّٰهُ لَا يَهْدِي الْقَوْمَ الظّٰلِمِيْنَ ۝٨ يُرِيْدُوْنَ لِيُطْفِـُٔوْا نُوْرَ اللّٰهِ بِاَفْوَاهِهِمْ وَاللّٰهُ مُتِمُّ نُوْرِهٖ وَلَوْ كَرِهَ الْكٰفِرُوْنَ ۝٩

اللّٰه ظالمن کي ڪڏهن هدايت ناهي ڏيندو.

٩-هو گهرن ٿا ته پنهنجي وات سان اللّٰه جي نور کي وسائي ڇڏين، ۽ اللّٰه پنهنجي نور کي پورو ڪري ڇڏيندو، پلي ڪافر (ماڻهو) ڪيترو به ناپسند ڪن.

هُوَ الَّذِيْٓ اَرْسَلَ رَسُوْلَهٗ بِالْهُدٰى وَدِيْنِ الْحَقِّ لِيُظْهِرَهٗ عَلَى الدِّيْنِ كُلِّهٖ وَلَوْ كَرِهَ الْمُشْرِكُوْنَ ۝١٠ ع

١٠-اهو خدا ئي آهي جنهن پنهنجي رسول کي هدايت سان ۽ سچو دين ڏئي موڪليو آهي انهيءَ لاءِ ته انهيءَ کي سڀني دينن تي غالب ڪري. پلي مشرڪ ڪيترو ئي ناپسند ڪن.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا هَلْ اَدُلُّكُمْ عَلٰى تِجَارَةٍ تُنْجِيْكُمْ مِّنْ عَذَابٍ اَلِيْمٍ ۝١١

١١-اي مومنو! ڇا مان توهانکي هڪ اهڙي واپار جي خبر ڏيان، جيڪو توهانکي دردناڪ عذاب کان بچائي وٺندو.

تُؤْمِنُوْنَ بِاللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ وَتُجَاهِدُوْنَ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ بِاَمْوَالِكُمْ وَاَنْفُسِكُمْ ۭ ذٰلِكُمْ خَيْرٌ لَّكُمْ اِنْ كُنْتُمْ تَعْلَمُوْنَ ۝١٢

١٢-(اهو واپار هيءُ آهي ته) توهان اللّٰه ۽ انهيءَ جي رسول تي ايمان آڻيو، ۽ اللّٰه جي رستي ۾ پنهنجن مالن ۽ پنهنجي جانين سان جهاد ڪيو. جيڪڏهن توهان سمجهو ته اهو توهانجي لاءِ ڏاڍو بهتر آهي.

يَغْفِرْ لَكُمْ ذُنُوْبَكُمْ وَيُدْخِلْكُمْ جَنّٰتٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ وَمَسٰكِنَ طَيِّبَةً فِيْ جَنّٰتِ عَدْنٍ ۭ ذٰلِكَ الْفَوْزُ الْعَظِيْمُ ۝١٣

١٣-(توهانجي ائين ڪرڻ تي) هو توهانجن گناهن کي معاف ڪندو ۽ توهانکي انهن جنتن ۾ داخل ڪندو جن جي هيٺان نهرون وهن ٿيون ۽ هميشه رهڻ وارين جنتن جي پاڪ گهرن ۾ (توهان کي رکندو) اها وڏي ڪاميابي آهي (جيڪا هُو توهانکي ڏيندو).

وَاُخْرٰى تُحِبُّوْنَهَا ۭ نَصْرٌ مِّنَ اللّٰهِ وَفَتْحٌ

١٤-انهيءَ کانسواءِ هڪ ٻي شيءِ به آهي

قَرِيْبٌ ؕ وَبَشِّرِ الْمُؤْمِنِيْنَ۝۱۴

جنهن کي توهان ڏاڍو چاهيو ٿا اها الله جي تائيد آهي، ۽ هڪ جلد حاصل ٿيڻ واري فتح آهي ۽ مومنن کي خوشخبري ڏي (ته انهن کي هڪ بي جلد حاصل ٿيڻ واري فتح به ملندي).

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا كُوْنُوْٓا اَنْصَارَ اللّٰهِ كَمَا قَالَ عِيْسَى ابْنُ مَرْيَمَ لِلْحَوَارِيّٖنَ مَنْ اَنْصَارِيْٓ اِلَى اللّٰهِ ؕ قَالَ الْحَوَارِيُّوْنَ نَحْنُ اَنْصَارُ اللّٰهِ فَاٰمَنَتْ طَّآئِفَةٌ مِّنْۢ بَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ وَكَفَرَتْ طَّآئِفَةٌ ۚ فَاَيَّدْنَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا عَلٰى عَدُوِّهِمْ فَاَصْبَحُوْا ظٰهِرِيْنَ۝۱۵ ع ۲ ۱۰

**١٥ـ** اي مومنو! توهان الله (جي دين) جا مددگار بڻجي وڃو، جيئن عيسٰي بن مريم جڏهن حوارين کي چيو ته خدا جي (ويجهو وٺي وڃڻ وارن) کمن ۾ منهنجو ڪير مددگار آهي- ته انهن چيو ته اسان الله جي (دين جا) مددگار آهيون. پوءِ بني اسرائيل جي هڪ گروهه ته ايمان آندو، ۽ هڪ گروهه انڪار ڪري ڇڏيو. جنهن تي اسان مومنن جي انهن جي دشمنن جي خلاف مدد ڪئي ۽ مومن غالب اچي ويا.

سُوْرَةُ الْجُمُعَةِ مَدَنِيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ اثْنَتَا عَشْرَةَ اٰيَةً وَّ رُكُوْعَانِ

سورت جمعه ـ هيءَ سورت مدني آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ٻارنهن آيتون ۽ ٻه رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١ـ(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

يُسَبِّحُ لِلّٰهِ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَمَا فِي الْاَرْضِ الْمَلِكِ الْقُدُّوْسِ الْعَزِيْزِ الْحَكِيْمِ ②

٢ـآسمانن ۽ زمين ۾ جيڪي ڪي آهي اهو اللّٰه جي تسبيح ڪري ٿو انهيءَ (اللّٰه) جي جيڪو بادشاهه به آهي ۽ پاڪ (به آهي ۽ سڀني خوبين جو جامع) آهي ۽ غالب (۽) حڪمت وارو آهي.

هُوَ الَّذِيْ بَعَثَ فِي الْاُمِّيّٖنَ رَسُوْلًا مِّنْهُمْ يَتْلُوْا عَلَيْهِمْ اٰيٰتِهٖ وَيُزَكِّيْهِمْ وَيُعَلِّمُهُمُ الْكِتٰبَ وَالْحِكْمَةَ ۗ وَاِنْ كَانُوْا مِنْ قَبْلُ لَفِيْ ضَلٰلٍ مُّبِيْنٍ ③

٣ـاهو ئي خدا آهي جنهن هڪ اڻ پڙهيل قوم ڏانهن انهيءَ مان ئي هڪ شخص کي رسول بڻائي موڪليو (جيڪو اڻ پڙهيل هوندي به) انهن کي خدا جا حڪم ٻڌائي ٿو، ۽ انهن کي پاڪ ڪري ٿو ۽ انهن کي ڪتاب ۽ حڪمت سيکاري ٿو۔ حالانڪ اهي انهيءَ کان پهرين وڏي ڀُل ۾ هئا.

وَّاٰخَرِيْنَ مِنْهُمْ لَمَّا يَلْحَقُوْا بِهِمْ ۭ وَهُوَ

٤ـ۽ انهن کانسواءِ هڪ ٻي قوم① ۾ به

١ ـهن آيت ۾ ان حديث ڏانهن اشارو آهي جنهن ۾ اچي ٿو ته رسول ڪريمﷺ کان اصحابين پڇيو ته يارسول اللّٰه هي آخرين ڪير آهن؟ ته پاڻ سڳورن سلمان فارسيءَ جي ڪُلهي تي هٿ رکي فرمايو ته: لَوْ كَانَ الْاِيْمَانُ مُعَلَّقاً بِالثُّرَيَّا لَنَالَهٗ رَجُلٌ اَوْ رِجَالٌ مِّنْ فَارِسَ (بخاري) يعني جيڪڏهن هڪ وقت ايمان ثريا تائين به اُڏامي ويو ته ايران وارن جي نسل مان هڪ يا هڪ کان وڌيڪ ماڻهو انکي واپس آڻيندا ان ۾ مهدي موعود جي خبر آهي.

الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ۝٤

هو انهيءَ کي موڪليندو جيڪا اجا تائين انهن سان نه ملي آهي ۽ اهو غالب (۽) حڪمت وارو آهي.

ذٰلِكَ فَضْلُ اللّٰهِ يُؤْتِيْهِ مَنْ يَّشَآءُ ؕ وَاللّٰهُ ذُو الْفَضْلِ الْعَظِيْمِ ۝٥

**٥**-هي اللّٰه جو فضل آهي جنهن کي چاهي تو ڏئي ٿو ۽ اللّٰه وڏي فضل وارو آهي.

مَثَلُ الَّذِيْنَ حُمِّلُوا التَّوْرٰىةَ ثُمَّ لَمْ يَحْمِلُوْهَا كَمَثَلِ الْحِمَارِ يَحْمِلُ اَسْفَارًا ؕ بِئْسَ مَثَلُ الْقَوْمِ الَّذِيْنَ كَذَّبُوْا بِاٰيٰتِ اللّٰهِ ؕ وَاللّٰهُ لَا يَهْدِى الْقَوْمَ الظّٰلِمِيْنَ ۝٦

**٦**-جن ماڻهن تي تورات جي فرمانبرداري واجب ڪئي ويئي آهي پر انهيءَ هوندي به هُنن انهيءَ تي عمل نه ڪيو، انهن جو مثال گڏهه وارو آهي، جنهن کي گهڻا ڪتاب ڪنيل هوندا آهن (پر ڄاڻندو ڪجهه به نه آهي) اللّٰه جي حڪمن کان انڪار ڪرڻ واري قوم جي حالت ڏاڍي بُري هوندي آهي ۽ اللّٰه ظالم قوم کي ڪڏهن ڪاميابي جو منهن نه ڏيکاريندو.

قُلْ يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ هَادُوْٓا اِنْ زَعَمْتُمْ اَنَّكُمْ اَوْلِيَآءُ لِلّٰهِ مِنْ دُوْنِ النَّاسِ فَتَمَنَّوُا الْمَوْتَ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِيْنَ ۝٧

**٧**-تون چؤ، اي يهوديو! جيڪڏهن توهانجي اها دعويٰ آهي ته توهان باقي دنيا کي ڇڏي اللّٰه جا دوست آهيو ۽ انهيءَ جي پناهه ۾ آهيو ته جيڪڏهن توهان (انهيءَ دعويٰ ۾) سچا آهيو، ته موت جي خواهش ڪيو (يعني رسول ڪريم ﷺ سان مباهلو ڪيو).

وَلَا يَتَمَنَّوْنَهٗٓ اَبَدًا ۢ بِمَا قَدَّمَتْ اَيْدِيْهِمْ ؕ وَاللّٰهُ عَلِيْمٌ ۢ بِالظّٰلِمِيْنَ ۝٨

**٨**-پر اهي پنهنجن گذريل عملن جي سببان ڪڏهن به مباهلي جي لاءِ تيار نه ٿيندا ۽ اللّٰه ظالمن کي چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو.

قُلْ اِنَّ الْمَوْتَ الَّذِىْ تَفِرُّوْنَ مِنْهُ فَاِنَّهٗ

**٩**-تون چؤ ته اهو موت جنهن کان توهان

مُلٰقِيۡكُمۡ ثُمَّ تُرَدُّوۡنَ اِلٰى عٰلِمِ الۡغَيۡبِ وَالشَّهَادَةِ فَيُنَبِّئُكُمۡ بِمَا كُنۡتُمۡ تَعۡمَلُوۡنَ ۝٩ ع

پجو ٿا، هڪ ڏينهن يقيناً توهانکي اچي پڪڙيندو. پوءِ توهان ڳجهه ۽ ظاهر جي ڄاڻڻ واري خدا ڏانهن موٽايا ويندؤ ۽ اهو توهانکي توهان جي عملن جي خبر ڏيندو

يٰۤاَيُّهَا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡۤا اِذَا نُوۡدِىَ لِلصَّلٰوةِ مِنۡ يَّوۡمِ الۡجُمُعَةِ فَاسۡعَوۡا اِلٰى ذِكۡرِ اللّٰهِ وَذَرُوا الۡبَيۡعَ‌ ؕ ذٰلِكُمۡ خَيۡرٌ لَّكُمۡ اِنۡ كُنۡتُمۡ تَعۡلَمُوۡنَ ۝١٠

١٠-اي مومنو! جڏهن توهان کي جمعي جي ڏينهن نماز جي لاءِ سڏيو وڃي (يعني جمعي جي نماز لاءِ) ته اللّٰه جي ذڪر جي لاءِ تڪڙا تڪڙا ويندا ڪيو ۽ (خريداري ۽) وڪري کي ڇڏي ڏيندا ڪيو، جيڪڏهن توهان ٿورو به علم رکو ٿا ته اها توهانجي لاءِ سٺي ڳالهه آهي.

فَاِذَا قُضِيَتِ الصَّلٰوةُ فَانۡتَشِرُوۡا فِى الۡاَرۡضِ وَابۡتَغُوۡا مِنۡ فَضۡلِ اللّٰهِ وَاذۡكُرُوا اللّٰهَ كَثِيۡرًا لَّعَلَّكُمۡ تُفۡلِحُوۡنَ ۝١١

١١-۽ جڏهن نماز ختم ٿي وڃي ته زمين ۾ پکڙجي ويندا ڪيو،۽ اللّٰه جو فضل تلاش ڪندا ڪيو،اللّٰه کي ڏاڍو ياد ڪندا ڪيو، انهيءَ لاءِ ته توهان ڪامياب ٿي وڃو.

وَاِذَا رَاَوۡا تِجَارَةً اَوۡ لَهۡوَا۟ اۨنْفَضُّوۡۤا اِلَيۡهَا وَتَرَكُوۡكَ قَآئِمًا‌ ؕ قُلۡ مَا عِنۡدَ اللّٰهِ خَيۡرٌ مِّنَ اللَّهۡوِ وَمِنَ التِّجَارَةِ‌ ؕ وَاللّٰهُ خَيۡرُ الرّٰزِقِيۡنَ ۝١٢ ع

١٢-۽ جڏهن اهي ماڻهو واپار يا راند جي ڳالهه ڏسن ٿا ته توکان جدا ٿي انهي ڏانهن هليا وڃن ٿا ۽ توکي اڪيلو ڇڏي ٿا ڏين تون انهن کي چؤ جيڪي ڪي اللّٰه وٽ آهي اهو راند جي ڳالهه بلڪ واپارڪان به سٺو① آهي ۽ اللّٰه بهتر رزق ڏيڻ وارو آهي.

١-هن آيت جي شروعات ۾ ٻڌايو ويو آهي ته ڪيترائي دفعا منافق ڪاروبار ۽ راند روند جي سبب رسول ڪريم ﷺ کي اڪيلو ڇڏي هليا ويندا آهن. پر آخر فرمايائين ته جو ڪجهه اللّٰه وٽ آهي اهو راند بلڪ ڪاروبارڪان به سٺو آهي. جيتوڻيڪ آيت جي پهرين حصي ۾ تجارت کي اڳ۾ رکيائين ۽ لَهُـو کي پوئتي. پر آيت جي ٻئي حصي ۾ لَهُـو کي اڳ۾ رکيائين ۽ تجارت کي پوءِ. ان جي باري ۾ اِها

سُوْرَةُ الْمُنَافِقُوْنَ مَدَنِيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ اثْنَتَا عَشْرَةَ اٰيَةً وَّ رُكُوْعَانِ

سورت منافقون ـ هيءَ سورت مدني آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ٻارنهن آيتون ۽ ٻہ رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١ـ(مان) اللّٰـــه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

اِذَا جَآءَكَ الْمُنٰفِقُوْنَ قَالُوْا نَشْهَدُ اِنَّكَ لَرَسُوْلُ اللّٰهِ ۘ وَاللّٰهُ يَعْلَمُ اِنَّكَ لَرَسُوْلُهٗ ؕ وَاللّٰهُ يَشْهَدُ اِنَّ الْمُنٰفِقِيْنَ لَكٰذِبُوْنَ ②

٢ـجڏهن تو وٽ منافق اچن ٿا تہ اهي چون ٿا تہ اسان قسم کائي شاهدي ڏيون ٿا تہ تون اللّٰه جو رسول آهين. ۽ اللّٰه ڄاڻي ٿو تہ تون انهيءَ جو رسول آهين. پر (انهيءَ سان گڏ) اللّٰـه قسم کائي شاهدي ڏئي ٿو تہ منافق ڪوڙا آهن.

اِتَّخَذُوْٓا اَيْمَانَهُمْ جُنَّةً فَصَدُّوْا عَنْ سَبِيْلِ اللّٰهِ ؕ اِنَّهُمْ سَآءَ مَا كَانُوْا

٣ـانهن پنهنجن قسمن کي (تنهنجي پڪڙ کان بچڻ لاءِ) ڍال بڻائي ڇڏيو آهي ۽ اهي اللّٰـه جي رستي کان ماڻهن کي روڪين

**(باقي حاشيو)** ڳالهہ ياد رکڻ گھرجي تہ پهرين جڳهہ تجارت کي ان ڪري اڳهہ رکيو ويو آهي تہ تجارت ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ فائدو ٿيندو آهي ۽ لَهُو ۾ ڪو جسماني يا مالي فائدو نا هي ٿيندو ان ڪري تجارت کي اڳهہ ۽ لَهُـو کي پوئتي رکي ٻڌايائين تہ هي ماڻهو تجارت جي ڪري بہ توکي ڇڏي هليا ويندا آهن ۽ لَهُــــو جي ڪري بہ. جنهن جي معنيٰ هيءَ آهي تہ انهن جي دل ۾ تنهنجو ڪو قدر نا هي. پر آخر ۾ فرمائي ٿو تہ قُلْ مَا عِنْدَ اللّٰهِ خَيْرٌ مِّنَ اللَّهْوِ وَمِنَ التِّجَارَةِ. تون انهن کي چئي ڇڏ جيڪو ڪجهہ اللّٰه وٽ آهي اهو لَهُـو بلڪ تجارت کان بہ سنو آهي. هن جڳهہ تي لَهُـو کي اڳهہ رکيو ويو آهي ۽ تجارت کي پوءِ. ڇاڪاڻ تہ مقصد هتي هي ٻڌائڻ آهي تہ تجارت بيشڪ لَهُـــــو کان سني آهي پر جو ڪجهہ خداتعاليٰ وٽ آهي اهو لَهُــــو کان بہ سنو آهي ۽ تجارت کان بہ سنو آهي. ان ڪري ٻنهي جڳهن تي قرآن مجيد جي ترتيب پنهنجي اندر حڪمت رکي ٿي.

يَعۡمَلُوۡنَ ۝٣

ذٰلِكَ بِاَنَّهُمۡ اٰمَنُوۡا ثُمَّ كَفَرُوۡا فَطُبِعَ عَلٰى قُلُوۡبِهِمۡ فَهُمۡ لَا يَفۡقَهُوۡنَ ۝٤

وَاِذَا رَاَيۡتَهُمۡ تُعۡجِبُكَ اَجۡسَامُهُمۡ‌ؕ وَاِنۡ يَّقُوۡلُوۡا تَسۡمَعۡ لِقَوۡلِهِمۡ‌ؕ كَاَنَّهُمۡ خُشُبٌ مُّسَنَّدَةٌ‌ؕ يَحۡسَبُوۡنَ كُلَّ صَيۡحَةٍ عَلَيۡهِمۡ‌ؕ هُمُ الۡعَدُوُّ فَاحۡذَرۡهُمۡ‌ؕ قٰتَلَهُمُ اللّٰهُ‌ۚ اَنّٰى يُؤۡفَكُوۡنَ ۝٥

وَاِذَا قِيۡلَ لَهُمۡ تَعَالَوۡا يَسۡتَغۡفِرۡ لَـكُمۡ

ٿا، جيڪي ڪي اُهي ڪن ٿا ڏاڍو بُرو آهي.

٤-اِهو ڪم انهيءَ لاءِ ڪن ٿا جو انهن پهرين ايمان آندو پوءِ انهن انڪار ڪري ڇڏيو.جنهن جي نتيجي ۾ انهن جي دلين تي مهر لڳائي ويئي① هاڻي اهي سمجهن نٿا.

٥-جڏهن تون انهن کي ڏسين ٿو ته انهن جا مضبوط جسم توکي ڏاڍا وڻن ٿا. ۽ جيڪڏهن اهي ڪا ڳالهه ڪن ٿا (ته اهڙي شاندار طريقي سان جو) تون انهن جي ڳالهه کي (حالتن جي جاڻ هوندي به) ٻڌين ٿو (اهي مجلس ۾ اهڙي طرح وينا هوندا آهن) ڄڻ ته اهي وڏاوڏا شهتير آهن جيڪي (ڀت سان) اٽڪيل آهن- جڏهن ڪنهن عذاب جي خبر (قرآن ۾) نازل ٿئي ٿي ته اهي سمجهن ٿا ته اها اسانجي ئي متعلق آهي- اُهي پڪا دشمن آهن سو تون انهن کان هوشيار رهه - اللّٰه انهن کي هلاڪ ڪري، اُهي ڪٿان کان ڦيرائي (حق جي راهه کان پري) نيا وجن ٿا.

٦-۽ جڏهن انهن کي چيو وڃي ٿو ته اچو! اللّٰه جو رسول توهان لاءِ استغفار

١-مجهول جو صيغو ان ڪري استعمال ڪيو ويو آهي ته اِهو ٻڌايو وڃي ته مُهر اللّٰه تعاليٰ جي طرفان بنان سبب نا هي لڳي بلڪ ان جو ڪارڻ ان ماڻهن جا پنهنجا عمل هئا جن جي مخفي هجڻ جي ڪري مجهول جو صيغو استعمال ڪيو ويو آهي ته جيئن مُهر لڳائڻ جو فاعل اللّٰه تعاليٰ کي قرار نه ڏنو وڃي بلڪ مُهر لڳڻ جو سبب سندن مخفي عمل قرار ڏنا وڃن.

رَسُوْلُ اللّٰهِ لَوَّوْا رُءُوْسَهُمْ وَرَاَيْتَهُمْ يَصُدُّوْنَ وَهُمْ مُّسْتَكْبِرُوْنَ۝٦

ڪري ته اهي پنهنجا مٿا (تڪبر ۽ انڪار ڪان) ڦيرائي ڇڏين ٿا ۽ تون انهن ڪي ڏسين ٿو ته اهي حق جي راهه ڪان ماڻهن ڪي ڦيرائي رهيا آهن ۽ اهي تڪبر جي مرض ۾ مبتلا آهن.

سَوَآءٌ عَلَيْهِمْ اَسْتَغْفَرْتَ لَهُمْ اَمْ لَمْ تَسْتَغْفِرْ لَهُمْ ؕ لَنْ يَّغْفِرَ اللّٰهُ لَهُمْ ؕ اِنَّ اللّٰهَ لَا يَهْدِى الْقَوْمَ الْفٰسِقِيْنَ۝٧

٧-تون انهن جي لاءِ استغفار ڪرين يا استغفار نه ڪرين انهن جي حق ۾ سڀ برابر آهي ڇو جو الـلّٰه انهن ڪي ڪڏهن معاف نه ڪندو (جيستائين اهي خود توبهه نه ڪن) اللّٰه فرمانبرداريءَ ڪان نڪري وڃڻ واري قوم ڪي ڪاميابيءَ جو منهن ناهي ڏيکاريندو.

هُمُ الَّذِيْنَ يَقُوْلُوْنَ لَا تُنْفِقُوْا عَلٰى مَنْ عِنْدَ رَسُوْلِ اللّٰهِ حَتّٰى يَنْفَضُّوْا ؕ وَلِلّٰهِ خَزَآئِنُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَلٰكِنَّ الْمُنٰفِقِيْنَ لَا يَفْقَهُوْنَ۝٨

٨-اهي ئي ماڻهوآهن جيڪي چون ٿا ته الـلّٰه جي رسول وٽ جيڪي ماڻهو رهن ٿا انهن تي خرچ نه ڪيو، ايستائين جو اهي (بکن ڪان تنگ اچي) ڀڄي وڃن- حالانڪ آسمان ۽ زمين جا خزانا الـلّٰـه وٽ آهن،پر منافق سمجهن نٿا.

يَقُوْلُوْنَ لَئِنْ رَّجَعْنَآ اِلَى الْمَدِيْنَةِ لَيُخْرِجَنَّ الْاَعَزُّ مِنْهَا الْاَذَلَّ ؕ وَلِلّٰهِ الْعِزَّةُ وَلِرَسُوْلِهٖ وَلِلْمُؤْمِنِيْنَ وَلٰكِنَّ

٩-اُهي چون ٿا ته جيڪڏهن اسان مديني ڏانهن موٽي وياسين ته جيڪو مديني جو سڀ ڪان معزز ماڻهو آهي اهو مديني جي سڀ ڪان ذليل(١) ماڻهوءَ ڪي انهيءَ مان

١ ـعبدالــلّٰـــه ابن ابي ابن سلول جيڪو منافقن جو سردار هو غزوه بني مصطلق جي موقعي تي مسلمانن ڪي ويڙهائڻ لاءِ هي چيو هو پر ان جي پٽ ڪي جيڪو سچو مومن هو ان واقعي جي خبر پئجي وئي. جڏهن لشڪر واپس مديني موٽيو ته هو ڊُڪي مديني جي دروازي جي آڏو بيهي رهيو ۽ هُن تلوار ڪيدي ورتي ۽ پيُءُ ڪي چيائين ته اُن تان هيٺ لهي آءُ. ۽ سڀني مديني وارن جي سامهون وڏي آوازسان چوُ ته

الْمُنٰفِقِيْنَ لَا يَعْلَمُوْنَ ﴿٩﴾

ع ١ ٩ ١٣

ڪيدي ڇڏيندو. ۽ عزت الــلّٰــه ۽ انهيءَ جي رسول ۽ مومنن کي ئي حاصل آهي پر منافق جاڻن نٿا.

يٰاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَا تُلْهِكُمْ اَمْوَالُكُمْ وَلَآ اَوْلَادُكُمْ عَنْ ذِكْرِ اللّٰهِ ۚ وَمَنْ يَّفْعَلْ ذٰلِكَ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْخٰسِرُوْنَ ﴿١٠﴾

**١٠**-اي مومنو! توهانکي توهانجو مال ۽ توهانجو اولاد اللّٰه جي ذڪر کان غافل نه ڪري ڇڏين ۽ جيڪي ماڻهو ائين ڪندا، اُهي ئي گهاٽو ماڻڻ وارا هوندا.

وَاَنْفِقُوْا مِنْ مَّا رَزَقْنٰكُمْ مِّنْ قَبْلِ اَنْ يَّاْتِيَ اَحَدَكُمُ الْمَوْتُ فَيَقُوْلَ رَبِّ لَوْلَآ اَخَّرْتَنِيْٓ اِلٰٓى اَجَلٍ قَرِيْبٍ ۙ فَاَصَّدَّقَ وَاَكُنْ مِّنَ الصّٰلِحِيْنَ ﴿١١﴾

**١١**-۽ (اي مومنو!) جيڪي ڪي اسان توهان کي ڏنو آهي انهيءَ مان موت اچڻ کان پهرين خرچ ڪيو. ته ائين نه ٿئي جو (جڏهن موت اچي ته خرچ نه ڪرڻ واري کي) چوڻو پوي ته اي منهنجا رب! تو مون کي ڇو نه ٿورڙي مهلت ڏني جو مان انهيءَ (مهلت) ۾ ڪجهه صدقو ڪري وٺان ها ۽ نيڪ بڻجي وڃان ها.

وَلَنْ يُّؤَخِّرَ اللّٰهُ نَفْسًا اِذَا جَآءَ اَجَلُهَا ۭ وَاللّٰهُ خَبِيْرٌۢ بِمَا تَعْمَلُوْنَ ﴿١٢﴾

ع ٢ ٣ ١٤

**١٢**-پر جڏهن ڪنهن نفس جو موت اچي وڃي ٿو ته الــلّٰـه انهيءَ کي مهلت ناهي ڏيندو ، ۽ اللّٰه توهانجن عملن کان واقف آهي.

---

**(باقي حاشيو)** مديني جا سڀ کان معزز ماڻهو محمد رسول الــلّٰـه ﷺ آهن ۽ سڀ کان ذليل مان آهيان. جيستائين اِهو نه چوندين مديني ۾ داخل نه ٿي سگهندين ۽ جيڪڏهن ڪوشش ڪندين ته تنهنجي سِسي لاهي ڇڏيندس. عبدالــلّٰـه ڊجي ويو. ۽ سيني جي سامهون هن اها ڳالهه چئي تڏهن پٽ ان کي مديني ۾ داخل ٿيڻ ڏنو. (السيرت الحلبيه)

سُوْرَةُ التَّغَابُنِ مَدَنِيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ تِسْعَ عَشْرَةَ اٰيَةً وَّ رُكُوْعَانِ

سورت تغابن ـ هيءَ سورت مدني آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون اُڻويهہ آيتون ۽ ٻہ رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

۱ـ(مان) اللّٰـه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

يُسَبِّحُ لِلّٰهِ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَمَا فِي الْاَرْضِ ۚ لَهُ الْمُلْكُ وَلَهُ الْحَمْدُ ۖ وَهُوَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ②

۲ـ آسمانن ۽ زمين ۾ جيڪي ڪي آهي اللّٰه جي تسبيح ڪري رهيو آهي. بادشاهت بہ انهيءَ جي آهي ۽ تعريف بہ انهيءَ جي آهي ۽ اهو هر شيءِ تي قادر آهي.

هُوَ الَّذِيْ خَلَقَكُمْ فَمِنْكُمْ كَافِرٌ وَّمِنْكُمْ مُّؤْمِنٌ ۭ وَاللّٰهُ بِمَا تَعْمَلُوْنَ بَصِيْرٌ ③

۳ـاُهو ئي آهي جنهن توهان کي پيدا ڪيو آهي. پوءِ توهان مان ڪو تہ ڪافر بڻجي وڃي ٿو ۽ ڪو مومن بڻجي وڃي ٿو. ۽ اللّٰه توهانجن عملن کي ڏسي رهيو آهي.

خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ بِالْحَقِّ وَصَوَّرَكُمْ فَاَحْسَنَ صُوَرَكُمْ ۚ وَاِلَيْهِ الْمَصِيْرُ ④

۴ـ آسمانن ۽ زمين کي هن هڪ خاص مقصد لاءِ ٺاهيو آهي ۽ انهيءَ توهانجون صورتون بڻايون آهن ۽ توهانجين صورتن کي تمام سهڻو بڻايو آهي ۽ انهيءَ ڏانهن توهانکي موٽي وڃڻو آهي.

يَعْلَمُ مَا فِي السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَيَعْلَمُ مَا تُسِرُّوْنَ وَمَا تُعْلِنُوْنَ ۭ وَاللّٰهُ عَلِيْمٌۢ بِذَاتِ الصُّدُوْرِ ⑤

۵ـآسمانن ۽ زمين ۾ جيڪي ڪي آهي هُو انهيءَ کي ڄاڻي ٿو. ۽ انهيءَ عمل کي بہ ڄاڻي ٿو جنهن کي توهان لڪايو ٿا يا ظاهر ڪيو ٿا ۽ اللّٰه دل جي ڳالهين کي بہ ڄاڻي ٿو.

اَلَمْ يَاْتِكُمْ نَبَؤُا الَّذِيْنَ كَفَرُوْا مِنْ

۶ـچا توهانکي پاڻ کان پهرين ڪافرن

قَبْلُ ۡ فَذَاقُوْا وَبَالَ اَمْرِهِمْ وَلَهُمْ عَذَابٌ اَلِيْمٌ ﴿٦﴾

جون خبرون نا هن پهتيون. انهن پنهنجن عملن جي سزا ڀوڳي ۽ انهن جي لاءِ دردناڪ عذاب (مقدر) آهي.

ذٰلِكَ بِاَنَّهٗ كَانَتْ تَّاْتِيْهِمْ رُسُلُهُمْ بِالْبَيِّنٰتِ فَقَالُوْٓا اَبَشَرٌ يَّهْدُوْنَنَا ۡ فَكَفَرُوْا وَتَوَلَّوْا وَّاسْتَغْنَى اللّٰهُ ؕ وَاللّٰهُ غَنِيٌّ حَمِيْدٌ ﴿٧﴾

٧-اهو انهيءَ ڪري ٿيو جو انهن وٽ انهن جا رسول دليل کڻي ايندا رهيا پر اهي اهو ئي جواب ڏيندا رهيا ته ڇا انساني شڪل ۾ اچڻ وارا ماڻهو ئي اسانکي هدايت ڏيندا (جيڪڏهن هدايت ڏيڻي هجي ها ته فرشتا آسمان مان لهن ها) سو انهن ڪفر ڪيو ۽ پٺي ڦيري ڇڏي ۽ اللّٰه به انهن جي ايمان کان بي نيازي ظاهر ڪئي ۽ اللّٰه هر هڪ کان بي احتياج (۽) وڏين تعريفن جو مستحق آهي.

زَعَمَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْٓا اَنْ لَّنْ يُّبْعَثُوْا ؕ قُلْ بَلٰى وَرَبِّىْ لَتُبْعَثُنَّ ثُمَّ لَتُنَبَّؤُنَّ بِمَا عَمِلْتُمْ ؕ وَذٰلِكَ عَلَى اللّٰهِ يَسِيْرٌ ﴿٨﴾

٨-ڪافر خيال ڪن ٿا ته ڪڏهن به اهي (زندهه ڪري) نه اُٿاريا ويندا تون چؤ جهڙي طرح توهان خيال ڪيو ٿا.ائين نه ٿيندو. بلڪ مون کي پنهنجي رب جو قسم توهانکي زندهه ڪري اُٿاريو ويندو، پوءِ توهانکي توهانجن عملن کان واقف ڪيو ويندو ۽ اها ڳالهه اللّٰه لاءِ آسان آهي.

فَاٰمِنُوْا بِاللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ وَالنُّوْرِ الَّذِىْٓ اَنْزَلْنَا ؕ وَاللّٰهُ بِمَا تَعْمَلُوْنَ خَبِيْرٌ ﴿٩﴾

٩-پوءِ اي انسانو! اللّٰه ۽ انهيءَ جي رسول تي ايمان آڻيو ۽ هِن نور (يعني قرآن) تي به جيڪو اسان لاٿو آهي ۽ اللّٰه توهانجن عملن کان خبردار آهي.

يَوْمَ يَجْمَعُكُمْ لِيَوْمِ الْجَمْعِ ذٰلِكَ يَوْمُ

١٠-جنهن ڏينهن توهان سڀني کي گڏ ڪرڻ واري ڏينهن (يعني قيامت جي ڏينهن

التَّغَابُنِ ؕ وَمَنْ يُّؤْمِنْ بِاللّٰهِ وَيَعْمَلْ صَالِحًا يُّكَفِّرْ عَنْهُ سَيِّاٰتِهٖ وَيُدْخِلْهُ جَنّٰتٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ خٰلِدِيْنَ فِيْهَآ اَبَدًا ؕ ذٰلِكَ الْفَوْزُ الْعَظِيْمُ ⑩

جيئرو ڪري) جمع ڪندو،اِهو هارڻ ۽ کٽڻ جي فيصلي جو ڏينهن هوندو، ۽ جيڪو الــلّٰـه تي ايمان آڻي ٿو ۽ انهيءَ جي مطابق عمل ڪري ٿو اللّٰه ته انهيءَ جي بدين کي ڍڪي ڇڏي ٿو ۽ انهيءَ کي اهڙين جنتن ۾ داخل ڪري ٿو جن جي هينان نهرون وهن ٿيون. اُهي هميشه جي لاءِ انهيءَ ۾ رهندا ايندا، اها تمام وڏي ڪاميابي آهي.

وَالَّذِيْنَ كَفَرُوْا وَكَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَآ اُولٰٓئِكَ اَصْحٰبُ النَّارِ خٰلِدِيْنَ فِيْهَا ؕ وَبِئْسَ الْمَصِيْرُ ⑪

١١ـ ۽ جن ڪفر ڪيو ۽ اسانجن آيتن کي ڪوڙو ڪيو، اُهي دوزخي آهن (۽) اُهي هميشه دوزخ ۾ رهندا ايندا ۽ اُهو ڏاڍو برو ٺڪاڻو آهي.

مَآ اَصَابَ مِنْ مُّصِيْبَةٍ اِلَّا بِاِذْنِ اللّٰهِ ؕ وَمَنْ يُّؤْمِنْ بِاللّٰهِ يَهْدِ قَلْبَهٗ ؕ وَاللّٰهُ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيْمٌ ⑫

١٢ـ ڪا به مصيبت نٿي اچي، پر اللّٰه جي حڪم سان. ۽ جيڪو اللّٰه تي ايمان آڻي ٿو، هُو انهيءَ جي دل کي ڪاميابيءَ جي طريقن ڏانهن ڦيرائي ڇڏي ٿو ۽ اللّٰه هر شيءِ کي ڄاڻي ٿو.

وَاَطِيْعُوا اللّٰهَ وَاَطِيْعُوا الرَّسُوْلَ ۚ فَاِنْ تَوَلَّيْتُمْ فَاِنَّمَا عَلٰى رَسُوْلِنَا الْبَلٰغُ الْمُبِيْنُ ⑬

١٣ـ ۽ اللّٰه ۽ رسول جي فرمانبرداري ڪيو. پر جيڪڏهن توهان ڦري وڃو، ته اسانجي رسول تي صرف کولي ڳالهه پهچائي ڇڏڻ ئي فرض آهي.

اَللّٰهُ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ ؕ وَعَلَى اللّٰهِ فَلْيَتَوَكَّلِ الْمُؤْمِنُوْنَ ⑭

١٤ـ اللّٰه کانسواءِ ڪو معبود ڪونهي ۽ مومنن کي اللّٰه تي ئي توڪل ڪرڻ گهرجي.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اِنَّ مِنْ اَزْوَاجِكُمْ

١٥ـ اي مومنو! توهانجن زالن ۽ اولادن مان ڪي اهڙا آهن جيڪي توهان جا

وَاَوْلَادِكُمْ عَدُوًّا لَّكُمْ فَاحْذَرُوْهُمْ ۚ وَاِنْ تَعْفُوْا وَتَصْفَحُوْا وَتَغْفِرُوْا فَاِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿١٥﴾

دشمن آهن. سو انهن کان هوشيار رهو ۽ جيڪڏهن توهان معافيءَ کان ڪم وٺو ۽ درگذر ڪيو، ۽ معاف① ڪيو ته اللّٰه وڏو معاف ڪرڻ وارو (۽) بي انتها ڪرم ڪرڻ وارو آهي.

اِنَّمَآ اَمْوَالُكُمْ وَاَوْلَادُكُمْ فِتْنَةٌ ۗ وَاللّٰهُ عِنْدَهٗٓ اَجْرٌ عَظِيْمٌ ﴿١٦﴾

١٦-توهانجا مالَ ۽ توهان جو اولاد صرف هڪ آزمائش جو ذريعو آهن. ۽ اللّٰه وٽ وڏو اجر آهي.

فَاتَّقُوا اللّٰهَ مَا اسْتَطَعْتُمْ وَاسْمَعُوْا وَاَطِيْعُوْا وَاَنْفِقُوْا خَيْرًا لِّاَنْفُسِكُمْ ۗ وَمَنْ يُّوْقَ شُحَّ نَفْسِهٖ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْمُفْلِحُوْنَ ﴿١٧﴾

١٧-سو جيترو ٿي سگهي اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪيو ۽ انهيءَ جي ڳالهه ٻڌو ۽ انهيءَ جي فرمانبرداري ڪيو، ۽ پنهنجا مالَ انهيءَ جي راهه ۾ خرچ ڪندا رهو- اهو توهانجي جانين جي لاءِ بهتر ٿيندو ۽ جيڪي ماڻهو پنهنجي دل جي بخل کان بچايا ويندا آهن اُهي ڪامياب ٿيندا آهن.

اِنْ تُقْرِضُوا اللّٰهَ قَرْضًا حَسَنًا يُّضٰعِفْهُ لَكُمْ وَيَغْفِرْ لَكُمْ ۗ وَاللّٰهُ شَكُوْرٌ حَلِيْمٌ ۙ﴿١٨﴾

١٨-جيڪڏهن توهان اللّٰه جي لاءِ پنهنجي مالن مان هڪ سٺو حصو ڪٽي الڳ ڪري ڇڏيو، ته هُو انهيءَ حصي کي توهانجي لاءِ وڌائيندو ۽ توهانجي لاءِ بخشش جا سامان پيدا ڪندو ۽ اللّٰه وڏو قدردان (۽) هر ڳالهه کي سمجهڻ وارو آهي.

---

١-عَفُو- صَفُح ۽ مَغْفِرَة ڏسڻ ۾ هڪ جهڙي معنيٰ رکن ٿا. پر حقيقت ۾ ان جي معنيٰ ۾ فرق آهي. عَفُو اهڙي طرح معاف ڪرڻ کي چوندا آهن جنهن ۾ دل سان معاف ڪيو وڃي ۽ صَفُحٌ اهڙي معاف ڪرڻ کي چوندا آهن جنهن ۾ سزا ڏيڻ کان پاسو ڪجي. ۽ غُفُرَان اهڙي معافيءَ کي چوندا آهن جنهن ۾ گناهگار جي گناهه جو به ماڻهن سان ذڪر نه ڪيو وڃي ۽ اهڙي طرح گناهه جي بلڪل پردهه پوشي ڪري ڇڏجي.

عٰلِمُ الْغَيْبِ وَالشَّهَادَةِ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ ﴿١٩﴾ ع

۱۹- هُو حاضر ۽ غائب کي ڄاڻي ٿو ۽ غالب (۽) حڪمت وارو آهي.

سُوْرَةُ الطَّلَاقِ مَدَنِيَّةٌ وَّ هِىَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ ثَلَا ثَ عَشْرَةَ اٰيَةً وَّ رُكُوْعَانِ

سورت طلاق- هيءَ سورت مدني آهي ۽ بسم الله سميت هن جون تيرهن آيتون ۽ ٻه رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ﴿١﴾

١-(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

يٰٓاَيُّهَا النَّبِيُّ اِذَا طَلَّقْتُمُ النِّسَآءَ فَطَلِّقُوْهُنَّ لِعِدَّتِهِنَّ وَاَحْصُوا الْعِدَّةَ ۚ وَاتَّقُوا اللّٰهَ رَبَّكُمْ ۚ لَا تُخْرِجُوْهُنَّ مِنْ بُيُوْتِهِنَّ وَلَا يَخْرُجْنَ اِلَّآ اَنْ يَّاْتِيْنَ بِفَاحِشَةٍ مُّبَيِّنَةٍ ۭ وَتِلْكَ حُدُوْدُ اللّٰهِ ۭ وَمَنْ يَّتَعَدَّ حُدُوْدَ اللّٰهِ فَقَدْ ظَلَمَ نَفْسَهٗ ۭ لَا تَدْرِيْ لَعَلَّ اللّٰهَ يُحْدِثُ بَعْدَ ذٰلِكَ اَمْرًا ﴿٢﴾

٢-اي① نبي! (۽ سندس مڄڻ وارؤ) جڏهن توهان زالن کي طلاق ڏيو ته انهن کي مقرر② ڪيل وقت جي مطابق طلاق ڏيو ۽ (طلاق ڪانپوءِ) وقت جو اندازو رکو ۽ اللّٰه جي جيڪو توهان جو رب آهي تقويٰ اختيار ڪيو، انهن کي سندن گهرن مان نه ڪيو ۽ نه اهي خود نڪرن سواءِ انهيءَ جي جو اهي هڪ پڌري③ گناهه جون ڏوهي هجن- ۽ اِهي اللّٰه جون حدون آهن ۽ جيڪو به اللّٰه جي حدن کي ٽوڙي ٿو اهو پنهنجي جان تي ظلم ٿو ڪري (اي طلاق ڏيڻ وارا!) توکي معلوم ڪونهي ته شايد اللّٰه انهيءَ واقعي ڪانپوءِ ڪجهه پيو ظاهر ڪري.

١-خطاب ۾ لفظ نبي آهي پر مراد ان جا مڄڻ وارا آهن. ڇاڪاڻ ته پوئلڳ نبي جي ماتحت هوندا آهن.

٢- يعني ڪاوڙ جي حالت ۾ طلاق نه ڏيو بلڪ اهڙي طُهر (پاڪائيءَ) ۾ طلاق ڏيو جنهن ۾ اڳ صحبت نه ڪئي هجي ته جيئن سڀ ڪاوڙ ختم ٿي چڪي هجي ۽ شهوت پڙڪي محبت پيدا ڪئي هجي ۽ طلاق جي نوبت ئي نه اچي.

٣- مطلب هي آهي ته جيڪڏهن هو ٻاهر نڪرنديون ته هڪ کليل ڏوهه ڪندڙ هونديون.

فَاِذَا بَلَغۡنَ اَجَلَهُنَّ فَاَمۡسِكُوۡهُنَّ بِمَعۡرُوۡفٍ اَوۡ فَارِقُوۡهُنَّ بِمَعۡرُوۡفٍ وَّاَشۡهِدُوۡا ذَوَىۡ عَدۡلٍ مِّنۡكُمۡ وَاَقِيۡمُوا الشَّهَادَةَ لِلّٰهِ ؕ ذٰلِكُمۡ يُوۡعَظُ بِهٖ مَنۡ كَانَ يُؤۡمِنُ بِاللّٰهِ وَالۡيَوۡمِ الۡاٰخِرِ ۙ وَمَنۡ يَّتَّقِ اللّٰهَ يَجۡعَلۡ لَّهٗ مَخۡرَجًا ۙ﴿۲﴾

**٣**- پوءِ جڏهن عورتون عدت جي آخري حد کي پهچي وڃن ته انهن کي مناسب طريقي سان روڪيو يا انهن کي مناسب طريقي سان ڇڏي ڏيو ۽ پاڻ منجهان ٻه منصف شاهد مقرر ڪيو۽ خدا جي لاءِ سچي شاهدي ڏيو- توهان مان جيڪو الله ۽ آخرت جي ڏينهن تي ايمان آڻي تو انهيءَ کي هيءَ نصيحت ڪئي وڃي ٿي ۽ جيڪو ماڻهو اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪندو اللّٰه انهيءَ جي لاءِ ڪو نه ڪو رستو ڪيندو.

وَّيَرۡزُقۡهُ مِنۡ حَيۡثُ لَا يَحۡتَسِبُ ؕ وَمَنۡ يَّتَوَكَّلۡ عَلَى اللّٰهِ فَهُوَ حَسۡبُهٗ ؕ اِنَّ اللّٰهَ بَالِغُ اَمۡرِهٖ ؕ قَدۡ جَعَلَ اللّٰهُ لِكُلِّ شَىۡءٍ قَدۡرًا ﴿۳﴾

**٤**- ۽ انهيءَ کي اتان رزق ڏيندو جتان رزق اچڻ جو انهيءَ کي خيال به نه هوندو ۽ جيڪو اللّٰه تي توڪل ڪري ٿو اهو (اللّٰه) انهيءَ جي لاءِ ڪافي آهي الله يقيناً پنهنجي مقصد کي پورو ڪري ڇڏي ٿو اللّٰه هر شيءَ جو اندازو مقرر ڪري ڇڏيو آهي.

وَالّٰٓـىِٔۡ يَئِسۡنَ مِنَ الۡمَحِيۡضِ مِنۡ نِّسَآئِكُمۡ اِنِ ارۡتَبۡتُمۡ فَعِدَّتُهُنَّ ثَلٰثَةُ اَشۡهُرٍ ۙ وَّالّٰٓـىِٔۡ لَمۡ يَحِضۡنَ ؕ وَاُولَاتُ الۡاَحۡمَالِ اَجَلُهُنَّ اَنۡ يَّضَعۡنَ حَمۡلَهُنَّ ؕ وَمَنۡ يَّتَّقِ اللّٰهَ يَجۡعَلۡ لَّهٗ مِنۡ اَمۡرِهٖ يُسۡرًا ﴿۴﴾

**٥**-۽ (توهانجن زالن مان) اُهي (عورتون) جيڪي حيض کان مايوس ٿي چڪيون هجن جيڪڏهن (انهن جي عدت جي متعلق) توهانکي شڪ هجي ته انهن جي عدت ٽي مهينا آهي ۽ اهڙي طرح انهن جي به جن کي حيض ①نٿو اچي- ۽ جن عورتن کي پيٽ هجي انهن جي عدت ٻار ڄڻڻ تائين آهي ۽ جيڪو به اللّٰه جي تقويٰ اختيار ڪري اللّٰه

ا-يعني ان وقت حيض بند ٿي چڪو آهي يا آيو ئي ناهي، جهڙوڪ ڪن عورتن کي بيماري هوندي آهي.

ضرور انهيءَ جي معاملي ۾ آساني پيدا ڪري ڇڏي ٿو.

ذٰلِكَ اَمْرُ اللّٰهِ اَنْزَلَهٗۤ اِلَيْكُمْ ؕ وَمَنْ يَّتَّقِ اللّٰهَ يُكَفِّرْ عَنْهُ سَيِّاٰتِهٖ وَيُعْظِمْ لَهٗۤ اَجْرًا ۞

٦-اهو الله جو حڪم آهي جو انهيءَ توهان لاءِ لاٿو آهي ۽ جيڪو الله جي تقويٰ اختيار ڪري ٿو (خدا) انهيءَ جون بديون مٽائي ڇڏيندو آهي ۽ انهيءَ جي اجر کي وڌائي ڇڏيندو آهي.

اَسْكِنُوْهُنَّ مِنْ حَيْثُ سَكَنْتُمْ مِّنْ وُّجْدِكُمْ وَلَا تُضَآرُّوْهُنَّ لِتُضَيِّقُوْا عَلَيْهِنَّ ؕ وَاِنْ كُنَّ اُولَاتِ حَمْلٍ فَاَنْفِقُوْا عَلَيْهِنَّ حَتّٰى يَضَعْنَ حَمْلَهُنَّ ۚ فَاِنْ اَرْضَعْنَ لَكُمْ فَاٰتُوْهُنَّ اُجُوْرَهُنَّ ۚ وَاْتَمِرُوْا بَيْنَكُمْ بِمَعْرُوْفٍ ۚ وَاِنْ تَعَاسَرْتُمْ فَسَتُرْضِعُ لَهٗۤ اُخْرٰى ۞

٧-(اي مسلمانو! طلاق ڏنل عورتن جي حق کي نه وساريو) انهن کي اُتي ئي رکو جتي توهان پنهنجي طاقت جي مطابق رهو ٿا- ۽ انهن کي ڪنهن قسم جو نقصان نه پهچايو انهيءَ لاءِ ته انهن کي تنگ ڪري (گهر کان) ڪيدي ڇڏيو. ۽ جيڪڏهن اُهي پيٽ واريون هجن،ته انهيءَ وقت تائين انهن تي خرچ ڪيو جيستائين ٻار جمي ۽ جيڪڏهن اهي توهانجي لاءِ ٻارن کي کير پيارين، ته انهن کي مناسب مزوري ڏيو، ۽ انهي جو فيصلو دستور مطابق هڪ ٻئي جي صلاح سان ڪيو- ۽ جيڪڏهن پاڻ ۾ ڪنهن فيصلي تي يڪراءِ نه ٿي سگهو ته ڪا ٻي عورت انهيءَ ٻار کي کير پياري.

لِيُنْفِقْ ذُوْ سَعَةٍ مِّنْ سَعَتِهٖ ؕ وَمَنْ قُدِرَ عَلَيْهِ رِزْقُهٗ فَلْيُنْفِقْ مِمَّاۤ اٰتٰىهُ اللّٰهُ ؕ لَا يُكَلِّفُ اللّٰهُ نَفْسًا اِلَّا مَاۤ اٰتٰىهَا ؕ سَيَجْعَلُ

٨-گُهرجي ته مالدار مرد (کير پيارڻ واري عورت تي) پنهنجي طاقت مطابق خرچ ڪري ۽ جيڪو مالدار نه آهي اهو الله جي ڏني جي مطابق خرچ ڪري الله ڪنهن

اللهُ بَعْدَ عُسْرٍ يُّسْرًا ﴿٨﴾ ع ١ ١٧

نفس کي اهڙا حڪم ٿو ڏئي جيڪي سندس طاقت کان ٻاهر هجن بلڪ اهڙائي حڪم ڏئي ٿو جن کي پوري ڪرڻ جي توفيق به ڪين بخشي هجي۔ اهڙيءَ طرح جيڪڏهن ڪو شخص خدا جي حڪم تي عمل ڪندي ڪير پيارڻ واري عورت جي مزدوري صحيح طور تي ڏيندو ته جيڪڏهن اهو تنگيءَ جي حالت ۾ به آهي ته الله انهيءَ ڪانپوءِ انهيءَ جي لاءِ آسودگيءَ جي حالت پيدا ڪري ڇڏيندو.

وَكَاَيِّنْ مِّنْ قَرْيَةٍ عَتَتْ عَنْ اَمْرِ رَبِّهَا وَرُسُلِهٖ فَحَاسَبْنٰهَا حِسَابًا شَدِيْدًا ۙ وَّعَذَّبْنٰهَا عَذَابًا نُّكْرًا ﴿٩﴾

**٩**۔ ۽ ڪيترائي ڳوٺ آهن جن پنهنجي رب جي حڪم جو ۽ رسولن جو انڪار ڪيو۔ انهيءَ تي اسان انهن کان ڏاڍي سختيءَ سان حساب ورتو ۽ انهن تي وڏو عذاب نازل ڪيو.

فَذَاقَتْ وَبَالَ اَمْرِهَا وَكَانَ عَاقِبَةُ اَمْرِهَا خُسْرًا ﴿١٠﴾

**١٠**۔ ۽ انهن پنهنجي ڪئي جي سزا ڀوڳي ۽ انهن جو انجام گهاٽو ئي نڪتو.

اَعَدَّ اللّٰهُ لَهُمْ عَذَابًا شَدِيْدًا ۙ فَاتَّقُوا اللّٰهَ يٰٓاُولِي الْاَلْبَابِ ۛ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا ۛ قَدْ اَنْزَلَ اللّٰهُ اِلَيْكُمْ ذِكْرًا ﴿١١﴾ رَّسُوْلًا يَّتْلُوْا عَلَيْكُمْ اٰيٰتِ اللّٰهِ مُبَيِّنٰتٍ لِّيُخْرِجَ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ

معانقة ٢ عند المتقدمين

**١٢،١١**۔ اهڙن ماڻهن جي لاءِ الله سخت عذاب مقرر ڪيو آهي.پوءِ اي مومنن سان عقلمندؤ! الله جي تقويٰ اختيار ڪيو۔ الله توهانجي لاءِ شرف جو سامان يعني رسول نازل ڪيو آهي جيڪو توهانکي الله جون اهڙيون آيتون ٻڌائي ٿو جيڪي (هر نيڪي ۽ بديءَ کي) ظاهر ڪري ڇڏين ٿيون

مِنَ الظُّلُمٰتِ اِلَى النُّوْرِ ؕ وَمَنْ يُّؤْمِنْ بِاللّٰهِ وَيَعْمَلْ صَالِحًا يُّدْخِلْهُ جَنّٰتٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ خٰلِدِيْنَ فِيْهَآ اَبَدًا ؕ قَدْ اَحْسَنَ اللّٰهُ لَهٗ رِزْقًا ﴿١١﴾

جنهن جو نتيجو اهو ٿيو ① ته مومن ماڻهو جيڪي پنهنجي ايمان جي مطابق عمل ڪن ٿا، اهي اونداهين مان نڪري سوجهري ۾ اچي وڃن ٿا ۽ جيڪو به اللّٰه تي ايمان آڻي، ۽ انهيءَ جي مطابق عمل ڪري، هو انهيءَ کي اهڙين جنتن ۾ داخل ڪندو جن جي هيٺان نهرون وهنديون هونديون. اهي انهيءَ ۾ هميشه رهندا ايندا اللّٰه اهڙي شخص کي ڏاڍي پسنديدهه روزي عطا فرمائي آهي.

اَللّٰهُ الَّذِيْ خَلَقَ سَبْعَ سَمٰوٰتٍ وَّمِنَ الْاَرْضِ مِثْلَهُنَّ ؕ يَتَنَزَّلُ الْاَمْرُ بَيْنَهُنَّ لِتَعْلَمُوْٓا اَنَّ اللّٰهَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ۙ وَّاَنَّ اللّٰهَ قَدْ اَحَاطَ بِكُلِّ شَيْءٍ عِلْمًا ﴿١٢﴾ ع ٢ / ١٨

١٣۔ اللّٰه اهو ئي آهي جنهن ست آسمان پيدا ڪيا آهن ۽ زمينون ② به آسمانن جي عدد مطابق (پيدا ڪيون آهن) انهن (آسمانن ۽ انهن زمينن) جي وچ ۾ انهيءَ جو حڪم نازل ٿيندو رهي ٿو انهيءَ لاءِ ته توهان سمجهي وڃو ته اللّٰه هر شيءِ تي قادر ③ آهي ۽ اهڙي طرح اللّٰه هر شيءِ جو علم سان گهيرو ڪري رکيو آهي ④.

١۔ هتي لام عاقبت آهي.

٢۔ هن جاءِ اَرض اسم جنس جي طور تي استعمال ٿيو آهي جيڪو مفرد ۽ جمع ٻئي معنائون ڏيندو آهي. ان ڪري اسان زمينون ترجمو ڪيو آهي ”زمين“ ترجمو نا هي ڪيو.

٣۔ پلي توهان گمراهيءَ ۾ ڪيترو به وڌي وڃو پوءِ به هو پنهنجي هدايت موڪلي توهان کي واپس آڻي سگهي ٿو.

٤۔ يعني جڏهن خدا جي تعليم ايندي آهي ته هر انسان جي اندروني قابليت جي مطابق ايندي آهي. جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته اللّٰه تعاليٰ انسان جي تمام طاقتن جو پنهنجي علم جي ذريعي گهيرو ڪري رکيو آهي.

# سُوْرَةُ التَّحْرِيْمِ مَدَنِيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ ثَلاثَ عَشْرَةَ اٰيَةً وَّ رُكُوْعَانِ

سورت تحريم ـ هيءَ سورت مدني آهي ۽ بسم الله سميت هن جون تيرهن آيتون ۽ ٻه رڪوع آهن.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ ①

۱ـ(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

يٰۤاَيُّهَا النَّبِيُّ لِمَ تُحَرِّمُ مَاۤ اَحَلَّ اللّٰهُ لَكَ ۚ تَبۡتَغِيۡ مَرۡضَاتَ اَزۡوَاجِكَ ؕ وَاللّٰهُ غَفُوۡرٌ رَّحِيۡمٌ ②

۲ـاي نبي! تون انهيءَ (شيءِ) کي ڇو① حرام ڪرين ٿو جنهن کي اللّٰه تنهنجي لاءِ حلال ڪيو آهي تون پنهنجن زالن جي خوشي گُهرين ٿو ۽ اللّٰه گهڻو بخشڻ وارو (۽) بي انتها ڪرم ڪرڻ وارو آهي.

۱ـرسول ڪريمﷺ کي هڪ دفعي هڪ زال جنهن جي گهر وارو هو ماکيءَ جو شربت پياريو جيڪو کين وڻندو هو ان ڪري پاڻ دير تائين ان وٽ ترسيا ٻين زالن کي اهو چڱو نه لڳو. هڪ زال جنهن کي شايد ماکي چڱي نه لڳندي هئي پاڻ سڳورن کي چيو يا رسول اللّٰه اوهان جي وات مان ڌپ پئي اچي. پاڻ سڳورا طبيعت جا نازڪ هئا پاڻ سڳورن دل ۾ پڪو پَهُه ڪيو ته اڳتي ماکي نه پيئندس.ان تي هي آيتون نازل ٿيون ۽ چيو ويو ته ماکيءَ کي خداتعاليٰ سنو قرار ڏنو آهي ڪنهن زال جي خاطر ان کي ڇڏڻ خراب ڳالهه آهي. ڪن مفسرن هن آيت جي ڏاڍي خراب تفسير ڪئي آهي يعني هيءَ ته پاڻ سڳورن حضرت ماريهؓ جيڪا سندن ٻانهي هئي سان صحبت ڪئي ۽ پوءِ هڪ زال کان وعدو ورتي کيس ٻڌائي ڇڏي هن ٻين زالن کي ٻڌائي ڇڏيو ۽ اها ڳالهه پکڙجي وئي. هي سڄو قصو غلط آهي ۽ رسول ڪريمﷺ کي بدنام ڪرڻ لاءِ گهڙيو ويو آهي. صحيح واقعو اهو ئي آهي جيڪو اسان لکيو آهي. پاڻ سڳورن هڪ زال وٽ ماکيءَ جو شربت پيتو ۽ ٻيءَ زال کي دير جو سبب ٻڌايائون. ان تي هُن ۽ هن جي ڪنهن ساهيڙيءَ سمجهيو ته ماکي ڪئي دفعه بدبودار ٿيندي ٿي. پاڻ سڳورن کي ٻڌائڻ گهرجي ته ماکيءَ مان ڪئي دفعه ڌپ ايندي آهي ان سان پاڻ سڳورا ان زال وٽ گهڻو اچڻ وڃڻ ڇڏي ڏيندا انهيءَ واقعي جو هتي ذڪر آهي.(فتح البيان جلد ۹)

قَدْ فَرَضَ اللّٰهُ لَكُمْ تَحِلَّةَ اَيْمَانِكُمْ ۚ وَاللّٰهُ مَوْلٰكُمْ ۚ وَهُوَ الْعَلِيْمُ الْحَكِيْمُ ۝۲

۳-اللّٰه توهان تي اهڙن قسمن جي کولڻ کي واجب ڪيو آهي (جن مان فتنو پيدا ٿئي) ۽ اللّٰه توهانجو آقا آهي ۽ اهو گهڻو ڄاڻڻ وارو (۽) حڪمت وارو آهي.

وَاِذْ اَسَرَّ النَّبِيُّ اِلٰى بَعْضِ اَزْوَاجِهٖ حَدِيْثًا ۚ فَلَمَّا نَبَّاَتْ بِهٖ وَاَظْهَرَهُ اللّٰهُ عَلَيْهِ عَرَّفَ بَعْضَهٗ وَاَعْرَضَ عَنْۢ بَعْضٍ ۚ فَلَمَّا نَبَّاَهَا بِهٖ قَالَتْ مَنْ اَنْۢبَاَكَ هٰذَا ۭ قَالَ نَبَّاَنِيَ الْعَلِيْمُ الْخَبِيْرُ ۝۳

۴-۽ ياد ڪيو جڏهن نبيءَ پنهنجن زالن مان ڪنهن هڪ کي هڪ ڳجهي ڳالهه چئي- پوءِ جڏهن هن اها ڳالهه ڪنهن کي ٻڌائي ڇڏي ۽ اللّٰه انهيءَ (ڪمزوريءَ) جي خبر انهيءَ (يعني نبي) کي ڏني، ته انهيءَ (ڳالهه جو) ڪجهه حصو زال کي ٻڌائي ڇڏيو ۽ ڪجهه حصي کان پردهه پوشي ڪئي. پوءِ جڏهن هن انهي واقعي جي خبر انهيءَ (زال) کي ڏني ته انهيءَ چيو ته توهانکي اها خبر ڪنهن ڏني آهي انهيءَ تي هن (يعني نبيءَ) چيو ته مونکي وڏي علم واري (۽) ڄاڻندڙ خدا خبر ڏني آهي.

اِنْ تَتُوْبَآ اِلَى اللّٰهِ فَقَدْ صَغَتْ قُلُوْبُكُمَا ۚ وَاِنْ تَظٰهَرَا عَلَيْهِ فَاِنَّ اللّٰهَ هُوَ مَوْلٰىهُ وَجِبْرِيْلُ وَصَالِحُ الْمُؤْمِنِيْنَ ۚ وَالْمَلٰٓئِكَةُ

۵-پوءِ انهيءَ چيو ته اي ٻئي زالون! جيڪڏهن توهان پنهنجي غلطيءَ تي اللّٰه وٽ توبهه ڪيو ته توهان ٻنهي جون دليون ته پهرين ئي انهيءَ ڳالهه ڏانهن جهڪيل ①

١-مفسرن هتي وري غلطي ڪئي آهي ۽ هيءَ معنيٰ ڪئي آهي ته توهان جون دليون ٽيڏيون ٿي ويون آهن. حقيقت هي آهي ته خداتعاليٰ فرمايو هو ته توهان جون دليون اڳ ئي توبهه ڏانهن لاڙو رکن ٿيون لغت ۾ لکيل آهي ته صَغىٰ اِلَيْهِ جي معنيٰ آهي مَالَ(مفردات) ان ڪري فَقَدْ صَغَتْ قُلُوْبُكُمَا جي اِها ئي معنيٰ ٿي سگهي ٿي ته توهان جون دليون توبهه ڏانهن اڳ ئي لاڙو رکن ٿيون. خبر ناهي ته مفسرن کي هي شوق ڇو ٿيو ته ازواج مطهرات کي جن جي باري خداتعاليٰ فرمائي ڇڪو آهي ته اِنَّمَا

بَعْدَ ذٰلِكَ ظَهِيْرٌ ۝

آهن (۽ توبهہ لاءِ تيار آهن) ۽ جيڪڏهن توهان ٻئي هڪ ٻئي جي پشت پناهيءَ جي لاءِ اٿي پئو تہ ياد رکو تہ الله انهيءَ رسول جو دوست آهي، اهڙيءَ طرح جبريل ۽ سڀ مومن ۽ انهيءَ کانسواءِ فرشتا بہ نبيءَ جي حمايت ۾ آهن.

عَسٰى رَبُّهٗٓ اِنْ طَلَّقَكُنَّ اَنْ يُّبْدِلَهٗٓ اَزْوَاجًا خَيْرًا مِّنْكُنَّ مُسْلِمٰتٍ مُّؤْمِنٰتٍ قٰنِتٰتٍ تٰٓئِبٰتٍ عٰبِدٰتٍ سٰٓئِحٰتٍ ثَيِّبٰتٍ وَّاَبْكَارًا ۝

٦-انهيءَ جي رب جي لاءِ بلڪل ممڪن آهي جو جيڪڏهن اهو توهانکي طلاق ڏئي ڇڏي تہ هو توهان کان وڌيڪ سٺيون زالون بدلائي کيس ڏئي ڇڏي جيڪي مسلمان بہ هجن مومن بہ هجن فرمانبردار بہ هجن، توبهہ ڪرڻ واريون، عبادت ڪرڻ واريون،روزا رکڻ واريون،رنيل بہ هجن ۽ ڪنواريون بہ.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا قُوْٓا اَنْفُسَكُمْ وَاَهْلِيْكُمْ نَارًا وَّقُوْدُهَا النَّاسُ وَالْحِجَارَةُ عَلَيْهَا مَلٰٓئِكَةٌ غِلَاظٌ شِدَادٌ

٧-اي مومنو! پنهنجي ڪتنب کي بہ ۽ پنهنجي جانين کي بہ دوزخ کان بچايو جنهن جو بارڻ خاص ماڻهو (يعني ڪافر) هوندا ۽ اهڙيءَ طرح پٿر (جن ① جا بت ٺٺيا) انهيءَ

**(باقي حاشيو)** يُرِيْدُ اللّٰهُ لِيُذْهِبَ عَنْكُمُ الرِّجْسَ اَهْلَ الْبَيْتِ وَيُطَهِّرَكُمْ تَطْهِيْرًا (الاحزاب:٣٣) برو قرار ڏين. شايد ڪنهن شيعي تفسيرن ۾ اها ڳالهہ لکي ڇڏي آهي ڇاڪاڻ تہ انهن جو عقيدو آهي تہ اهل بيت صرف حضرت فاطمہؓ ۽ حضرت عليؓ ۽ سندن ٻار آهن زالون اهل بيت ناهن. جڏهن تہ ۾ قرآن ڪريم حضرت ابراهيمؑ جي زال کي اهل بيت قرار ڏنو آهي.

١-سوال ٿي سگهي ٿو تہ بُتن کي باهہ ۾ وجهڻ جي ڪهڙي غرض آهي هو تہ بيجان آهن ان جو جواب هي آهي تہ جيتوڻيڪ اهي بيجان آهن پر ڪافر تہ کين خدائي صفتون ڏيندا هئا. انهن کي جهنم ۾ وجهڻ سان ڪافرن تي سندن عقيدي جي غلطي ثابت ٿي پئي. ۽ بُتن تي ڪو ظلم نہ هو ڇاڪاڻ تہ اُهي بيجان آهن.

لَّا يَعْصُوْنَ اللّٰهَ مَآ اَمَرَهُمْ وَ يَفْعَلُوْنَ مَا يُؤْمَرُوْنَ ﴿٧﴾

(دوزخ) تي اهڙا ملائڪ مقرر آهن جيڪي ڪنهن جي منٿ ميڙ ٻڌڻ وارا نه آهن بلڪ پنهنجي فرض ادا ڪرڻ ۾ ڏاڍا سخت آهن ۽ اللّٰه جيڪو حڪم انهن کي ڏنو آهي انهيءَ جي اهي نافرماني نٿا ڪن ۽ جيڪي ڪي چيو وڃي ٿو اهو ئي ڪن ٿا.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ كَفَرُوْا لَا تَعْتَذِرُوا الْيَوْمَ ؕ اِنَّمَا تُجْزَوْنَ مَا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ﴿٨﴾ ع ٨ ١٩

٨-اي ڪافرو! اڄ بهانو نه ڪيو. توهانکي توهانجن عملن جي مطابق سزا ملندي.

يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا تُوْبُوْٓا اِلَى اللّٰهِ تَوْبَةً نَّصُوْحًا ؕ عَسٰى رَبُّكُمْ اَنْ يُّكَفِّرَ عَنْكُمْ سَيِّاٰتِكُمْ وَ يُدْخِلَكُمْ جَنّٰتٍ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ ۙ يَوْمَ لَا يُخْزِي اللّٰهُ النَّبِيَّ وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا مَعَهٗ ۚ نُوْرُهُمْ يَسْعٰى بَيْنَ اَيْدِيْهِمْ وَ بِاَيْمَانِهِمْ يَقُوْلُوْنَ رَبَّنَآ اَتْمِمْ لَنَا نُوْرَنَا وَاغْفِرْ لَنَا ۚ اِنَّكَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ﴿٩﴾

٩-اي مومنو! اللّٰه جي طرف سچائيءَ سان توبهه ڪيو (منافقت جي ڪا ملاوٽ نه هجي) ڪو تعجب ڪونهي جو توهانجو رب توهانجن بدين کي مٽائي ڇڏي ۽ توهان کي اهڙين جنتن ۾ داخل ڪري جن جي هيٺان نهرون وهن ٿيون انهيءَ ڏينهن جنهن ڏينهن اللّٰه پنهنجي نبيءَ کي خوار نه ڪندو ۽ نه انهن ماڻهن کي جن انهيءَ سان گڏ ايمان آندو آهي انهن جو نور انهن جي اڳيان به پڄندو ويندو ۽ ساڄي پاسي سان گڏوگڏ به، اهي چوندا اي اسانجا رب! اسانجو نور اسانجي فائدي جي①لاءِ پورو ڪر ۽ اسان کي معاف ڪر، تون هر شيءِ تي قادر آهين.

١- لام عربيءَ ۾ فائدي جي معنيٰ ڏيڻ لاءِ ايندو آهي ان ڪري اسان ان جو ترجمو هي ڪيو آهي ته اي اسانجا رب اسانجو نور اسانجي فائدي لاءِ پورو ڪري ڇڏ.

يٰٓاَيُّهَا النَّبِيُّ جَاهِدِ الْكُفَّارَ وَالْمُنٰفِقِيْنَ وَاغْلُظْ عَلَيْهِمْ ؕ وَمَاْوٰىهُمْ جَهَنَّمُ ؕ وَبِئْسَ الْمَصِيْرُ ⑩

ضَرَبَ اللّٰهُ مَثَلًا لِّلَّذِيْنَ كَفَرُوا امْرَاَتَ نُوْحٍ وَّامْرَاَتَ لُوْطٍ ؕ كَانَتَا تَحْتَ عَبْدَيْنِ مِنْ عِبَادِنَا صَالِحَيْنِ فَخَانَتٰهُمَا فَلَمْ يُغْنِيَا عَنْهُمَا مِنَ اللّٰهِ شَيْئًا وَّ قِيْلَ

**۱۰**-اي نبي! ڪافرن ۽ منافقن جي خلاف چڱيءَ طرح تبليغ ڪر ۽ انهن جو ڪو اثر قبول نہ ڪر①، ۽ (سمجهہ تہ) انهن جو ٺڪاڻو جهنم آهي ۽ اهو ڏاڍو برو ٺڪاڻو آهي.

**۱۱**-اللّٰہ ڪافرن جي حالت نوح ۽ لوط جي زالن جهڙي بيان ڪري ٿو اهي ٻئي اسانجن نيڪ ٻانهن جي نڪاح ۾② هيون- پر انهن ٻنهي، انهن ٻنهي (ٻانهن) جي خيانت ڪئي هئي ۽ اهي ٻئي الٰهي عذاب جي وقت انهن (زالن) جي ڪنهن ڪم نہ اچي

١-غِلْظَةٌ جي معنيٰ اهڙي سخت جي هوندي آهي جنهن ۾ ڪا شيءِ گهڙي نہ سگهي. ان ڪري هن آيت ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ ڪافرن جو ڪو اثر قبول نہ ڪر- ان جي هيءَ معنيٰ ناهي تہ انهن جي ڪفر جون ڳالهيون قبول نہ ڪر ڇاڪاڻ تہ انهن جو قبول ڪرڻ تہ رسول ڪريم ﷺ لاءِ ناممڪن هو. اثر قبول ڪرڻ سان اهائي مراد ٿي سگهي ٿي تہ جيڪڏهن هو ڪنهن وقت حملو ڪن تہ دل ۾ هي خيال نہ ڪر تہ ايئن نہ ٿئي جو هي اسلامي ملڪ کي نقصان رسائين يا اسلام جي ترقيءَ ۾ روڪ بڻجي وجن ڇاڪاڻ تہ انهن کي اسان پنهنجي قابوءَ ۾ رکيو آهي ۽ تنهنجي قبضي ۾ بہ ڪري ڇڏيا آهن ۽ انهن لاءِ تباهي مقدر آهي. ان ڪري هي ممڪن ئي ناهي تہ جيڪڏهن وقتي طور تي کين ڪائي ترقي ملي بہ تہ ان جي نتيجي ۾ هي مسلمانن کي ڪو نقصان رسائي سگهن.

٢-قرآن مجيد ۾ تَحْت جو لفظ اچي ٿو جنهن جي معنيٰ هيٺ جي آهي پر عربي محاوري جي مطابق عورت جو مرد جي ماتحت هجڻ جي هيءَ معنيٰ ٿيندي آهي تہ اُها هن جي زال هئي.اِهو بہ ياد رکڻ گهرجي تہ هتي قرآن ڪريم اِهو ناهي فرمايو تہ كَانَتَا تَحْتَهُمَا اُهي انهن ٻنهي جي ماتحت هيون بلڪ هي چيو آهي تہ اُهي اسانجي ٻن ٻانهن جي ماتحت هيون ۽ جيڪو خدا جو ٻانهو هوندو اهو ڪنهن بہ قسم جو ظلم ڪو ڪري سگهي. ان ڪري انهن لفظن سان ٻڌائي ڇڏيو آهي تہ جيتوڻيڪ اهي عورتون نوح ۽ لوط جي ماتحت هيون پر پوءِ بہ اها ماتحتي مجبوريءَ جي نہ هئي بلڪ ارادي ۽ عقيدت جي هئي.

اُدْخُلَا النَّارَ مَعَ الدّٰخِلِيْنَ ⑩

سگهيا①- ۽ انهن ٻنهي عورتن کي چيو ويو هو ته جهنم ۾ وڃڻ وارن سان گڏ توهان به جهنم ۾ هليون وڃو.

وَضَرَبَ اللّٰهُ مَثَلًا لِّلَّذِيْنَ اٰمَنُوا امْرَاَتَ فِرْعَوْنَ ۘ اِذْ قَالَتْ رَبِّ ابْنِ لِيْ عِنْدَكَ بَيْتًا فِي الْجَنَّةِ وَنَجِّنِيْ مِنْ فِرْعَوْنَ وَعَمَلِهٖ وَنَجِّنِيْ مِنَ الْقَوْمِ الظّٰلِمِيْنَ ⑪

١٢- ۽ مومنن جي حالت اللّٰه فرعون جي زال جهڙي بيان ڪري ٿو جڏهن انهيءَ پنهنجي رب کي چيو، ته اي خدا! تون پاڻ وٽ هڪ گهر جنت ۾ منهنجي لاءِ به ٺاءِ ۽ مونکي فرعون ۽ انهيءَ جي بدعملين کان بچاءِ ۽ اُهڙي طرح (انهيءَ جي) ظالم قوم کان ڇوٽڪارو ڏي.

وَمَرْيَمَ ابْنَتَ عِمْرٰنَ الَّتِيْ اَحْصَنَتْ فَرْجَهَا فَنَفَخْنَا فِيْهِ مِنْ رُّوْحِنَا وَصَدَّقَتْ بِكَلِمٰتِ رَبِّهَا وَكُتُبِهٖ وَكَانَتْ

١٣- ۽ پوءِ اللّٰه مومنن جي حالت مريم وانگر بيان ڪري ٿو جيڪا عمران② جي ڌيءُ هئي- جنهن پنهنجي ننگ جي حفاظت ڪئي ۽ اسان انهيءَ ۾ پنهنجو ڪلام

١- جيئن ته خداتعاليٰ جو سلوڪ هر انسان سان ڌار ڌار هوندو آهي. جيڪڏهن ڪو نيڪ ٻانهو هجي ته هو پنهنجو ئي بار کڻي سگهي ٿو ٻئي ڪنهن جو نه. بلڪ قرآن ڪريم ۾ اللّٰه تعاليٰ فرمائي ٿو ته جيڪڏهن محمد رسول اللّٰه ﷺ جون گهرواريون ڪا بُرائي ڪنديون ته کين ٻيڻو عذاب ملندو (احزاب: ٣١) ان ڪري نيڪ ماڻهوءَ جي زال ٻڌڻ سان عورت ڪنهن رعايت جي حقدار ناهي ٿيندي بلڪ ان جي ذميواري وڌي ويندي آهي.

٢- ماڻهو اعتراض ڪندا آهن ته عمران ته موسيٰ عہ جو پيءُ هو ۽ حضرت مريم عہ انهن کان ڏيڍ هزار (١٥٠٠) سال پوءِ پيدا ٿي هئي. معلوم ٿئي ٿو ته قرآن ڪريم جي موڪلڻ واري کي تاريخ جو به علم نه هيو. پر هي اعتراض بي عقليءَ تي دلالت ڪري ٿو. رسول ڪريم ﷺ جي سامهون پڻ اهڙي قسم جو اعتراض ڪيو ويو هو ۽ پاڻ سڳورن فرمايو هو ته هيءَ ڪا عجيب ڳالهه ناهي. هر قوم ۾ هي رواج آهي ته پنهنجي وڏن ماڻهن جو نالو برڪت جي طور تي رکندا آهن. ان ڪري مريم جي پيءُ جو به جيڪڏهن سندس پيءُ برڪت جي طور تي عمران نالو رکيو هجي ته ان ۾ تعجب جي ڪهڙي ڳالهه آهي.

مِنَ الْقٰنِتِيْنَ ﴿١٢﴾ ع ٢٠

وجهي ڇڏيو① هو ۽ هُن انهي ڪلام جي جيڪو سندس رب انهيءَ تي نازل ڪيو هو تصديق ڪري ڇڏي هئي②- ۽ انهيءَ (خدا) جي ڪتابن تي به ايمان آندو هئائين③ ۽ (ٿيندي ٿيندي اهڙي حالت ۾ اچي پئي هئي جو) انهيءَ فرمانبردارن جو مقام حاصل ڪري ورتو هو④.

---

١-ماڻهو چوندا آهن ته مسيحؑ روح آهي ڇاڪاڻ ته اهو مريم جي پيٽ ۾ وڌو ويو هو. پر اها ناسمجهيءَ جي ڳالهه آهي روح جي معنيٰ جهڙوڪ اسان اڳ لکي چڪا آهيون ڪلام جي به هوندي آهي. ان ڪري ان جي معنيٰ صرف هيءَ آهي ته اسان مريمؑ تي پنهنجو ڪلام نازل ڪيو هو ۽ ان ڪي الهام جي ذريعي سان مسيحؑ جي پيدائش جي خبر ڏني هئي.

٢-يعني هُنَ ان ڳالهه تي ايمان آندو هو ته حقيقت ۾ سونکي خداتعاليٰ طرفان هڪ پٽ ڏيڻو ڪيو ويو آهي.

٣-يعني مسيحؑ جي باري ۾ جيڪي پيشگوئيون پراڻي ڪتابن ۾ هيون، مريمؑ صرف پنهنجي وحيءَ وسيلي ايمان نه آندو، بلڪ انهن ڪتابن جي پيشگوئين جي ذريعي به ايمان آندو.

۴-كَانَتْ جو صيغو مؤنث جو آهي پر مِنَ الْقٰنِتِيْنَ ۾ قَانِتٌ مذڪر آيو آهي. جنهن جي هيءَ معنيٰ ٿئي ٿي ته اُها عورت ذات فرمانبردارن ۾ شامل ٿي وئي. يعني هن ڪي ترقي ڏيندي ڏيندي اللّٰه تعاليٰ اهو مقام ڏئي ڇڏيو، جو ڪامل مردن ڪي حاصل ٿيندو آهي هيءَ هڪ پيشگوئي هُئي ته ايندڙ زماني ۾ خداتعاليٰ جي طرفان هڪ اهڙو ماڻهو ظاهر ٿيندو جنهن ڪي اڳ ۾ مريم جو نالو ڏنو ويندو ۽ پوءِ ترقي ماڻيندي ماڻيندي اُن ڪي عيسيٰؑ جو نالو ڏنو ويندو.جيڪو ڪامل مرد هو.

## سُوْرَةُ الْمُلْكِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ اِحْدٰی وَ ثَلَاثُوْنَ اٰيَةً وَّ رُكُوْعَانِ

سورت ملڪ ـ هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ايڪٽيهه آيتون ۽ ٻه رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١ـ(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

تَبٰرَكَ الَّذِيْ بِيَدِهِ الْمُلْكُ ۫ وَهُوَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرُ ۨ ②

٢ـوڏي برڪت وارو آهي اهو خدا جنهن جي قبضي ۾ بادشاهت آهي ۽ هُو هر هڪ ارادي جي پوري ڪرڻ تي قادر آهي.

الَّذِيْ خَلَقَ الْمَوْتَ وَالْحَيٰوةَ لِيَبْلُوَكُمْ اَيُّكُمْ اَحْسَنُ عَمَلًا ۭ وَهُوَ الْعَزِيْزُ الْغَفُوْرُ ۙ ③

٣ـهنَ موت ۽ زندگيءَ کي انهيءَ لاءِ پيدا ڪيو آهي ته هُو توهانکي آزمائي ته توهان مان ڪير وڌيڪ سُٺا عمل ڪرڻ وارو آهي، ۽ هو غالب (۽) گهڻو بخشڻ وارو آهي.

الَّذِيْ خَلَقَ سَبْعَ سَمٰوٰتٍ طِبَاقًا ۭ مَا تَرٰى فِيْ خَلْقِ الرَّحْمٰنِ مِنْ تَفٰوُتٍ ۭ فَارْجِعِ الْبَصَرَ ۙ هَلْ تَرٰى مِنْ فُطُوْرٍ ④

٤ـاُهو ئي آهي جنهن ست آسمان درجي بدرجي ناهيا آهن (۽) تون رحمٰن (خدا) جي پيدائش ۾ ڪو رُخنو نٿو ڏسين ـ ۽ تون پنهنجي اک کي (هيڏانهن هوڏانهن) ڦيرائي چڱيءَ طرح سان ڏسي وٺ! ڇا توکي (خدا جي مخلوق ۾ ڪنهن جڳهه به) ڪو رُخنو نظر اچي ٿو.

ثُمَّ ارْجِعِ الْبَصَرَ كَرَّتَيْنِ يَنْقَلِبْ اِلَيْكَ الْبَصَرُ خَاسِئًا وَّهُوَ حَسِيْرٌ ⑤

٥ـپوءِ بار بار نظر ڦيراءِ، اُها آخر تو ڏانهن ناڪام ٿي واپس ايندي، ۽ اها ٿڪيل هوندي (۽ ڪو رُخنو نظر نه ايندو).

وَلَقَدْ زَيَّنَّا السَّمَآءَ الدُّنْيَا بِمَصَابِيْحَ

٦ـ۽ اسان هينين آسمان کي ڏيئن سان

وَجَعَلْنٰهَا رُجُوْمًا لِّلشَّيٰطِيْنِ وَاَعْتَدْنَا لَهُمْ عَذَابَ السَّعِيْرِ ۝٦

سينگاريو آهي ۽ انهن (ڏيئن) کي شيطانن جي لاءِ پٿراءَ جو سبب بڻايو آهي ۽ اسان انهن (شيطانن) جي لاءِ هڪ ڀڙڪڻ وارو عذاب مقرر ڪيو آهي.

وَلِلَّذِيْنَ كَفَرُوْا بِرَبِّهِمْ عَذَابُ جَهَنَّمَ ۭ وَبِئْسَ الْمَصِيْرُ ۝٧

۷-۽ جن پنهنجي رب جو انڪار ڪيو آهي انهن کي جهنم جو عذاب ملندو ۽ اهو ڏاڍو برو ٺڪاڻو آهي.

اِذَآ اُلْقُوْا فِيْهَا سَمِعُوْا لَهَا شَهِيْقًا وَّهِىَ تَفُوْرُ ۝٨

۸-جڏهن اهي انهيءَ (جهنم) ۾ وڌا ويندا ته اُهي اُن ۾ انهيءَ جي هڪ وڏي۝١ ڪِيهه ٻڌندا (جهڙي گڏهه جي هينگ جو آواز) ۽ اهو (جهنم ڏاڍي) جوش ۾ هوندو.

تَكَادُ تَمَيَّزُ مِنَ الْغَيْظِ ۭ كُلَّمَآ اُلْقِىَ فِيْهَا فَوْجٌ سَاَلَهُمْ خَزَنَتُهَآ اَلَمْ يَاْتِكُمْ نَذِيْرٌ ۝٩

۹-ويجهو هوندو جو اهو غصي جي سببان ڦاٽي پوي. جڏهن به انهيءَ ۾ ڪا جماعت وڌي ويندي انهيءَ (جهنم) جا دربان انهن کان پڇندا ته ڇا توهان وٽ ڪو نبي نه آيو هو.

قَالُوْا بَلٰى قَدْ جَاۗءَنَا نَذِيْرٌ ڏ فَكَذَّبْنَا وَقُلْنَا مَا نَزَّلَ اللّٰهُ مِنْ شَيْءٍ ښ اِنْ اَنْتُمْ اِلَّا فِيْ ضَلٰلٍ كَبِيْرٍ ۝١٠

۱۰-اُهي چوندا، هائو اسان وٽ نبي ضرور آيو هو پر اسان انهيءَ کي ڪوڙو ڪيو هو ۽ انهيءَ کي چيو هو ته اللّٰه ڪجهه به نه لاٿو آهي (سڀ تنهنجو ڪوڙ آهي) تون هڪ ڪليل گمراهيءَ ۾ مبتلا آهين (۽ پنهنجن خيالن کي الهام سمجهين ٿو).

---

۱-هتي سَمِعُوا لَهَا جا لفظ آهن ۽ لام ملڪيت جي لاءِ به ايندو آهي ۽ اِها ئي معنيٰ اسان ڪئي آهي، يعني اُها ڪيهه جهنم جي هوندي جنهن مان گرميءَ جي تپش جي ڪري آواز نڪرندا هوندا. جهڙوڪ گهڻو گرم ٿي وڃي ته تنور مان آواز نڪرڻ لڳندا آهن.

وَقَالُوْا لَوْ كُنَّا نَسْمَعُ اَوْ نَعْقِلُ مَا كُنَّا فِیْۤ اَصْحٰبِ السَّعِیْرِ ﴿۱۱﴾

١١- ۽ انهن ماڻهن اهو به چيو ته جيڪڏهن اسان ٻڌڻ جي طاقت رکون ها يا عقل رکون ها ته ڪڏهن به دوزخي نه بڻجون ها.

فَاعْتَرَفُوْا بِذَنْۢبِهِمْ ۚ فَسُحْقًا لِّاَصْحٰبِ السَّعِیْرِ ﴿۱۲﴾

١٢- پوءِ انهن پنهنجي گناهن جو اعتراف ڪيو، سو (اي فرشتو!) دوزخين جي لاءِ لعنت مقدر① ڪري ڇڏيو.

اِنَّ الَّذِیْنَ یَخْشَوْنَ رَبَّهُمْ بِالْغَیْبِ لَهُمْ مَّغْفِرَةٌ وَّاَجْرٌ كَبِیْرٌ ﴿۱۳﴾

١٣- يقيناً اهي ماڻهو جيڪي پنهنجي رب کان اڪيلائيءَ ۾ ڊڄن ٿا، انهن کي مغفرت ۽ وڏو اجر ملندو.

وَاَسِرُّوْا قَوْلَكُمْ اَوِ اجْهَرُوْا بِهٖ ؕ اِنَّهٗ عَلِیْمٌۢ بِذَاتِ الصُّدُوْرِ ﴿۱۴﴾

١٤- ۽ (اي انسانو!) توهان پنهنجي ڳالهه لڪايو يا ظاهر ڪيو،اُهو (خدا) دلين جي ڳالهه کي به چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو.

اَلَا یَعْلَمُ مَنْ خَلَقَ ؕ وَهُوَ اللَّطِیْفُ الْخَبِیْرُ ﴿۱۵﴾ ع

١٥- ڇا ائين ٿي سگهي ٿو ته جنهن پيدا ڪيو هجي اهو ئي اندر جو حال نه ڄاڻي، حالانڪ هو ڳجهن کان ڳجهن رازن جو واقف ۽ ڏاڍو خبردار آهي.

هُوَ الَّذِیْ جَعَلَ لَكُمُ الْاَرْضَ ذَلُوْلًا فَامْشُوْا فِیْ مَنَاكِبِهَا وَكُلُوْا مِنْ رِّزْقِهٖ ؕ وَاِلَیْهِ النُّشُوْرُ ﴿۱۶﴾

١٦- اهو ئي آهي جنهن توهانجي لاءِ زمين کي رهڻ جي لائق بڻايو آهي- پوءِ انهيءَ جي وادين ۾ جيڏانهن وڻيو وڃو ۽ انهيءَ (خدا) جي رزق مان کائو ۽ انهيءَ ڏانهن موٽي وڃڻو آهي.

ءَاَمِنْتُمْ مَّنْ فِی السَّمَآءِ اَنْ یَّخْسِفَ بِكُمُ

١٧- ڇا توهان آسمان ۾ رهڻ واري هستي

---

١ ـ لعنت سُحُقاً جو ترجمو آهي ۽ سُحُقاً مفعول مطلق آهي جنهن کان اڳ هڪ فعل محذوف قرار ڏيڻ نحو جي لحاظ سان ضروري آهي ان ڪري اسان ”مقدر ڪري ڇڏيو“ جا لفظ ترجمي کي ٺيڪ ڪرڻ لاءِ محذوف قرار ڏنا آهن.

الْاَرْضَ فَاِذَا هِیَ تَمُوْرُ ﴿١٧﴾

ڪان انهيءَ ڳالهہ جي ڪري امن ۾ اچي ويا آهيو تہ اهو اوهانکي دنيا ۾ ذليل ڪري ڇڏي ۽ توهان ڏسي وٺو تہ اها (زمين) چڪر ڪائي رهي آهي (۽ توهان تباهيءَ جي ويجها آهيو).

اَمْ اَمِنْتُمْ مَّنْ فِی السَّمَآءِ اَنْ یُّرْسِلَ عَلَیْكُمْ حَاصِبًا ؕ فَسَتَعْلَمُوْنَ كَیْفَ نَذِیْرِ ﴿١٨﴾

**١٨**-ڇا آسمان ۾ رهڻ واري هستيءَ ڪان توهان انهيءَ ڳالهہ ڪان امن ۾ اچي ويا، تہ هو توهان تي پٿرن جو مينهن وسائي ڇڏي، سو (جنهن شڪل ۾ بہ منهنجو غضب نازل ٿيندو) توهان ڄاڻي وٺندؤ تہ منهنجو ڊيڄارڻ ڪهڙو سخت هو.

وَلَقَدْ كَذَّبَ الَّذِیْنَ مِنْ قَبْلِهِمْ فَكَیْفَ كَانَ نَكِیْرِ ﴿١٩﴾

**١٩**-۽ انهن ڪان پهرين ماڻهن بہ رسولن کي ڪوڙو ڪيو هو. پوءِ(انهن ڏنو يا نہ ڏٺو تہ) منهنجو عذاب ڪهڙو سخت هو.

اَوَلَمْ یَرَوْا اِلَی الطَّیْرِ فَوْقَهُمْ صٰٓفّٰتٍ وَّ یَقْبِضْنَ ؔۘ مَا یُمْسِكُهُنَّ اِلَّا الرَّحْمٰنُ ؕ اِنَّهٗ بِكُلِّ شَیْءٍۭ بَصِیْرٌ ﴿٢٠﴾

وقف غفران · وقف منزل · وقف لازم · باختلاف

**٢٠**-ڇا انهن پنهنجي مٿان اڏامندڙ پکين کي نہ ڏٺو تہ اهي قطارن جي صورت ۾ اڏامي رهيا آهن ۽ ڪڏهن پنهنجا پر بند ڪري ڇڏين ٿا- رحمٰن (خدا) ئي انهن کي روڪي ① ٿو- هو هر شيءَ ڪان چڱيءَ طرح واقف آهي.

اَمَّنْ هٰذَا الَّذِیْ هُوَ جُنْدٌ لَّكُمْ یَنْصُرُكُمْ مِّنْ دُوْنِ الرَّحْمٰنِ ؕ اِنِ الْكٰفِرُوْنَ اِلَّا

**٢١**-ڇا اُهي ماڻهو جيڪي تنهنجو لشڪر سڏائين ٿا رحمٰن (خدا) جي مقابلي ۾ تنهنجي مدد ڪري سگهندا؟ ڪافر تہ صرف دوکي

---

١-يعني زلزلن ڪان ۽ بيمارين ڪان هُن توهان کي محفوظ ڪري ڇڏيو آهي. نہ تہ پکي آسمان ۾ اُڏندي انتظار ڪري رهيا آهن تہ توهان تي عذاب اچي ۽ اُهي لاما را ڏئي توهان جا لاش ڪائين.

فِیْ غُرُوْرٍ ﴿٢١﴾

۾ مبتلا آهن.

اَمَّنْ هٰذَا الَّذِیْ یَرْزُقُكُمْ اِنْ اَمْسَكَ رِزْقَهٗ ۚ بَلْ لَّجُّوْا فِیْ عُتُوٍّ وَّ نُفُوْرٍ ﴿٢٢﴾

**٢٢**۔ڀلا اها هستي جيڪا توهانکي رزق ڏئي ٿي جيڪڏهن پنهنجو رزق روڪي ڇڏي (ته ڪو آهي جو توهانکي رزق ڏئي؟) حقيقت اها آهي ته اُهي سرڪشي ۽ حق کان پري ڀڄڻ (جي عادت) ۾ وڌي ويا آهن.

اَفَمَنْ یَّمْشِیْ مُكِبًّا عَلٰی وَجْهِهٖۤ اَهْدٰۤی اَمَّنْ یَّمْشِیْ سَوِیًّا عَلٰی صِرَاطٍ مُّسْتَقِیْمٍ ﴿٢٣﴾

**٢٣**۔ڀلا اُهو شخص جيڪو پنهنجي منهن ڀر اونڌو هلي ٿو هدايت ۾ انهيءَ جي برابر ٿي سگهي ٿو جيڪو سڌو هلي ٿو؟ (۽) آهي به سڌي رستي تي۔

قُلْ هُوَ الَّذِیْۤ اَنْشَاَكُمْ وَ جَعَلَ لَكُمُ السَّمْعَ وَ الْاَبْصَارَ وَ الْاَفْـِٕدَةَ ؕ قَلِیْلًا مَّا تَشْكُرُوْنَ ﴿٢٤﴾

**٢٤**۔تون چؤ ته اهو خدا ئي آهي جنهن توهانکي پيدا ڪيو آهي ۽ توهانجي لاءِ ڪَن ۽ اکيون ۽ دل ناهيا آهن۔ پر توهان بلڪل شڪر ٿا ڪيو.

قُلْ هُوَ الَّذِیْ ذَرَاَكُمْ فِی الْاَرْضِ وَ اِلَیْهِ تُحْشَرُوْنَ ﴿٢٥﴾

**٢٥**۔تون چؤ ته اهو ئي آهي جنهن توهانکي زمين ۾ پيدا ڪيو آهي ۽ انهيءَ ڏانهن توهان جيئرا ڪري وري نيا ويندا.

وَ یَقُوْلُوْنَ مَتٰی هٰذَا الْوَعْدُ اِنْ كُنْتُمْ صٰدِقِیْنَ ﴿٢٦﴾

**٢٦**۔۽ اهي چون ٿا ته جيڪڏهن توهان سچا آهيو ته اِهو واعدو ڪڏهن پورو ٿيندو.

قُلْ اِنَّمَا الْعِلْمُ عِنْدَ اللّٰهِ ۪ وَ اِنَّمَاۤ اَنَا نَذِیْرٌ مُّبِیْنٌ ﴿٢٧﴾

**٢٧**۔تون چؤ ته انهيءَ جو علم صرف اللّٰه کي آهي ۽ مان ته صرف هڪ کولي کولي هوشيار ڪرڻ وارو (شخص) آهيان.

فَلَمَّا رَاَوْهُ زُلْفَةً سِیْٓـَٔتْ وُجُوْهُ الَّذِیْنَ

**٢٨**۔۽ جڏهن اهي انهيءَ (موعود عذاب) کي ويجهو ايندي ڏسندا ته ڪافرن جا

كَفَرُوْا وَقِيْلَ هٰذَا الَّذِيْ كُنْتُمْ بِهٖ تَدَّعُوْنَ ﴿٢٨﴾

منهن ڦري ويندا ۽ انهن کي چيو ويندو اها ئي اها شيءِ آهي جنهن کي توهان بار بار سڏي رهيا هئا.

قُلْ اَرَءَيْتُمْ اِنْ اَهْلَكَنِيَ اللّٰهُ وَمَنْ مَّعِيَ اَوْ رَحِمَنَا ۙ فَمَنْ يُّجِيْرُ الْكٰفِرِيْنَ مِنْ عَذَابٍ اَلِيْمٍ ﴿٢٩﴾

**٢٩**ـتون چؤ مونکي ٻڌايو ته سهي ته جيڪڏهن اللّٰه مونکي ۽ منهنجن ساٿين کي هلاڪ ڪري ڇڏي يا اسان تي رحم ڪري ڇڏي ته به ڪافرن① کي دردناڪ عذاب کان ڪير پناهه ② ڏيندو.

قُلْ هُوَ الرَّحْمٰنُ اٰمَنَّا بِهٖ وَعَلَيْهِ تَوَكَّلْنَا ۚ فَسَتَعْلَمُوْنَ مَنْ هُوَ فِيْ ضَلٰلٍ مُّبِيْنٍ ﴿٣٠﴾

**٣٠**ـتون چؤ ته (رحمٰن خدا) کانسواءِ ڪو ناهي اسان انهيءَ تي ايمان آندو آهي ۽ اسان انهيءَ تي توڪل ڪيو آهي پوءِ توهانکي جلدي خبر پوندي ته ڪير ظاهر ظهور گمراهيءَ ۾ مبتلا آهي.

قُلْ اَرَءَيْتُمْ اِنْ اَصْبَحَ مَآؤُكُمْ غَوْرًا فَمَنْ يَّاْتِيْكُمْ بِمَآءٍ مَّعِيْنٍ ﴿٣١﴾ ع

**٣١**ـتون اهو به چؤ ته مونکي ٻڌايو ته سهي ته جيڪڏهن توهان جو پاڻي زمين جي گهرائيءَ ۾ غائب ٿي وڃي ته وهڻ وارو پاڻي توهان جي لاءِ (خدا کانسواءِ) ڪير آڻيندو.

---

١ـيعني اسانجي مرڻ کانپوءِ به ڪافرن تي عذاب آيو، ته اسانجي مرڻ سان ڪين ڪهڙو فائدو ٿيندو.

٢ ـ هڪ روسي پروفيسر جيڪو ايٽمي تجربن تي مقرر هو مون سان ملڻ آيو مون هن کان اِهوئي سوال ڪيو ته امريڪا به بم ٺاٽيا ۽ توهان به ناهيا ان سان ٻنهي قومن کي ڪهڙو فائدو پهتو. جيڪڏهن امريڪا روس کي تباهه ڪري ڇڏيو يا روس امريڪا کي، ته ان سان ٻنهي قومن کي ڪهڙي خوشي ٿيندي؟ هن اِهوئي جواب ڏنو ته اسان ڪوشش ڪري رهيا آهيون ته بم استعمال نه ٿين پيو ڪجهه نٿا ڪري سگهون.

سُوْرَةُ الْقَلَمِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ ثَلَاثٌ وَّ خَمْسُوْنَ اٰيَةً وَّ رُكُوْعَانِ

سورت قلم ـ هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ٽيونجاهہ آيتون ۽ ٻہ رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

۱ـ(شروع ڪريان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

نٓ وَالْقَلَمِ وَمَا يَسْطُرُوْنَ ②

۲ـ(اسان) قلم ۽ مس کي ۽ انهيءَ کي جيڪو انهن (جي ذريعي) لکيو وڃي ٿو شاهديءَ طور پيش ڪندي چئون ٿا①.

مَآ اَنْتَ بِنِعْمَةِ رَبِّكَ بِمَجْنُوْنٍ ③

۳ـتہ تون پنهنجي رب جي فضل سان چريو ناهين.

وَاِنَّ لَكَ لَاَجْرًا غَيْرَ مَمْنُوْنٍ ④

۴ـ۽ توکي خدا جي طرفان② هڪ اهڙو بدلو ملندو جيڪو ڪڏهن ختم نہ ٿيندو.

وَاِنَّكَ لَعَلٰى خُلُقٍ عَظِيْمٍ ⑤

۵ـ(انهيءَ کانسواءِ اسان اهو بہ قسم کڻون ٿا تہ) تون (پنهنجي تعليم ۽ عمل ۾) نهايت اعليٰ درجي③ جي اخلاق تي قائم آهين.

---

۱ـقرآن مجيد ۾ جيتري قدر قسمَ آهن اصل حقيقت ۾ انهن شين جي شاهدي پيش ڪرڻ لاءِ آهن. هتي بہ اهيا مراد آهي ۽ اللّٰه تعاليٰ فرمائي ٿو تہ قلم ۽ مَسّ ۽ سڀ عِلمَ جيڪي انهن سان لکيا ويندا آهن ان ڳالهہ تي گواهہ آهن تہ محمد رسول اللّٰه ﷺ سودائي ناهن.

۲ـهي ٻي گواهي ڏني آهي تہ سودائيءَ جا ڪم تہ بغير بدلي جي رهندا آهن پر محمد رسول اللّٰه ﷺ کي تہ اهو بدلو ملندو جيڪو قيامت تائين قائم رهندو ۽ ڪڏهن نہ گهٽبو. يعني جيڪڏهن مسلمانن جي ڪمزوريءَ جي ڪري ان ۾ ڪا ڪمزوري پيدا ٿي تہ اللّٰه تعاليٰ رسول ڪريم ﷺ جا اهڙا ماتحت بيهاري ڇڏيندو جيڪي وري اسلام کي پنهنجي اصلي شان جي مطابق دنيا جي سامهون پيش ڪندا.

۳ـهيءَ ٽين گواهي پاڻ سڳورن جي سودائي نہ هجڻ جي بيان ڪيائين ۽ فرمايائين تہ سودائي تہ

فَسَتُبۡصِرُ وَيُبۡصِرُوۡنَ ۙ﴿٦﴾

٦-پوءِ جلدي تون بہ ڏسندين ۽ اُهي بہ ڏسندا تہ (الٰهي① مدد کان تون محروم رهين ٿو يا هُو).

بِاَيِّىكُمُ الۡمَفۡتُوۡنُ ﴿٧﴾

٧-ته (انهن کي خبر پئجي ويندي تہ) توهان ۾ کير گمراھ آهي.

اِنَّ رَبَّكَ هُوَ اَعۡلَمُ بِمَنۡ ضَلَّ عَنۡ سَبِيۡلِهٖ ۖ وَهُوَ اَعۡلَمُ بِالۡمُهۡتَدِيۡنَ ﴿٨﴾

٨-تنهنجو رب انهيءَ کي بہ چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو، جيڪو انهيءَ جي رستي کان ڀٽڪي ويو آهي ۽ انهيءَ کي بہ چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو جيڪو هدايت وارن ماڻهن ۾ شامل آهي.

فَلَا تُطِعِ الۡمُكَذِّبِيۡنَ ﴿٩﴾

٩-(۽ جڏهن تون خدا جي هدايت تي قائم آهين ۽ تنهنجا منڪر تباھ ٿيڻ وارا آهن تہ) تون انهن منڪرن جي ڳالھ نہ مڃ.

وَدُّوۡا لَوۡ تُدۡهِنُ فَيُدۡهِنُوۡنَ ﴿١٠﴾

١٠-اهي (ڪافر) خواهش رکن ٿا تہ تون پنهنجي دين ۾ ڪجھ نرمي ڪرين تہ اهي بہ (پنهنجي طريقي ۾ ڪجھ) نرمي ڪن.

وَلَا تُطِعۡ كُلَّ حَلَّافٍ مَّهِيۡنٍ ۙ﴿١١﴾

١١-۽ تون انهيءَ جي ڳالھ ڪڏهن نہ مڃ جيڪو قسم کڻي ٿو (پر خدا جي طرفان مدد نہ ملڻ جي سبب) اهو② ذليل (جو ذليل

**(باقي حاشيو)** فضول اجايا ڪم ڪندو آهي پر محمد رسول اللّٰه ﷺ تمام سُٺا اخلاق ڏيکاريندا آهن پوءِ انهن کي چريو ڪيئن ٿو چيو وڃي.

١- هيءَ چوٿين گواهي ڏنائين تہ پاڻ سڀ چريا ناهن ۽ فرمايائين تہ ڇا چري کي بہ خدا جي مدد ملندي آهي؟ ان ڪري جيڪڏهن محمد رسول اللّٰه ﷺ جو انجام اهڙو ٿيو جو دشمنن ۽ دوستن ان کي تمام غير معمولي قرار ڏنو تہ ڪين چريو چوڻ وارو چريو هوندو يا هُو؟

٢- يعني گواهيءَ جو طريقو عقل ۽ شريعت مقرر ڪري ڇڏيو آهي. جيڪو شخص عقل جي خلاف هوندي بہ پنهنجي ڳالھ کي سچو بڻائڻ لاءِ قسم کڻندو آهي پر خدا جو فعل ان کي ذليل ٿي ڪندو

ئي) رهي ٿو.

هَمَّازٍ مَّشَّآءٍۢ بِنَمِيْمٍ ۙ﴿١٢﴾

١٢-جنهن ڪي (نيڪن تي) طعنا هڻڻ ۽ (انهن جون) چغليون هڻڻ جي عادت آهي.

مَّنَّاعٍ لِّلْخَيْرِ مُعْتَدٍ اَثِيْمٍ ۙ﴿١٣﴾

١٣-جيڪو ماڻهن ڪي نيڪين ڪان روڪڻ وارو، حد ڪان ٽپندڙ ۽ گناهگار آهي.

عُتُلٍّۭ بَعْدَ ذٰلِكَ زَنِيْمٍ ۙ﴿١٤﴾

١٤-اُهو ڇڙواڳ① به آهي ۽ خدا جو بندو ٿي ڪري شيطان سان تعلق رکندڙ به②.

اَنْ كَانَ ذَا مَالٍ وَّ بَنِيْنَ ؕ﴿١٥﴾

١٥-صرف انهيءَ ڪري جو هو گهڻو مالدار آهي ۽ انهيءَ جو اولاد ۽ ساٿي گهڻا آهن.

اِذَا تُتْلٰى عَلَيْهِ اٰيٰتُنَا قَالَ اَسَاطِيْرُ الْاَوَّلِيْنَ ﴿١٦﴾

١٦-جڏهن انهيءَ جي اڳيان اسانجون آيتون پڙهي ٻڌايون ٿيون وڃن ته چوي ٿو ته هي ته پهرين جون آکاڻيون آهن.

سَنَسِمُهٗ عَلَى الْخُرْطُوْمِ ﴿١٧﴾

١٧-اسان جلد ئي انهيءَ جي نڪ تي داڳ لڳائينداسين (۽ انهيءَ کي پنهنجي مدد کان محروم ڪري ڇڏينداسين).

اِنَّا بَلَوْنٰهُمْ كَمَا بَلَوْنَآ اَصْحٰبَ

١٨-اسان انهن دشمنن کي اهڙي ئي مصيبت ۾ وڌو آهي، جنهن مصيبت ۾ انهن باغن

---

**(باقي حاشيو)** ويندو آهي اهو ڪٺي لڪ قسمَ ڪٺي ان جي ڳالهه کي نه مڃڻ گُهرجي.

١-عُتُلٍّ جي معنيٰ لغت ۾ سخت ڪلام ڪرڻ واري جي لکيل آهي (اقرب) اسان هتي ڇڙواڳ جو لفظ استعمال ڪيو آهي جيڪو ننڍو لفظ آهي ۽ اها ئي معنيٰ ڏيندو آهي.

٢-قرآن مجيد ۾ زَنِيْمٍ جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ ٿيندي آهي ته اُهو شخص جيڪو ڪنهن قوم جو فرد ته ناهي پر پنهنجو پاڻ کي انهن مان ئي سمجهي ٿو (مفردات) اسان ان جو ترجمو ”خدا جو بندو ٿي ڪري شيطان سان تعلق رکندو آهي“ ڪيو آهي. يعني آهي ته هو خدا جو پر پنهنجو پاڻ کي بُتن ڏانهن منسوب ڪري ٿو.

الْجَنَّةِ ۚ اِذْ اَقْسَمُوْا لَيَصْرِمُنَّهَا مُصْبِحِيْنَ ۙ﴿١٨﴾

① وارن ماڻهن کي وڏو هو، جن پاڻ ۾ هڪ ٻئي کي قسم کڻي چيو هو ته اسان صبح وجي پنهنجي باغ جو ڦر پٽينداسين.

وَلَا يَسْتَثْنُوْنَ ﴿١٩﴾

**١٩**۔ ۽ خدا جو نالو نه ورتو هئائون.

فَطَافَ عَلَيْهَا طَآئِفٌ مِّنْ رَّبِّكَ وَهُمْ نَآئِمُوْنَ ﴿٢٠﴾

**٢٠**۔ نتيجو اهو ٿيو جو رات جو انهن جي باغ تي هڪ عذاب نازل ٿي ويو جنهن وقت اهي سُتا پيا هئا.

فَاَصْبَحَتْ كَالصَّرِيْمِ ۙ﴿٢١﴾

**٢١**۔ جڏهن صبح جي وقت ڏٺو ويو ته اهو باغ اهڙو ئي ٿي ويو جڻ ته ڪپيل ② هو.

فَتَنَادَوْا مُصْبِحِيْنَ ۙ﴿٢٢﴾

**٢٢**۔ سو صبح سوير انهن پاڻ ۾ هڪ ٻئي کي سڏيو.

اَنِ اغْدُوْا عَلٰى حَرْثِكُمْ اِنْ كُنْتُمْ صٰرِمِيْنَ ﴿٢٣﴾

**٢٣**۔ ۽ چيو ته جيڪڏهن توهانجي نيت باغ جو ڦر پٽڻ جي آهي ته هِن ئي وقت پنهنجي باغ ڏانهن هلو.

---

١۔ هن جاءِ تي اَصْحَابُ الْجَنَّه يعني باغ وارن مان مراد محمد رسول اللّٰه ﷺ جا مکي وارا مائٽ آهن جن لاءِ خدا تعاليٰ قرآن مجيد جي جنت لاءِ ٿي هئي پر انهن هن جنت مان فائدو وٺڻ جي بجاءِ ماڻهن کي ان جنت کان محروم ڪرڻ جي ڪوشش شروع ڪري ڇڏي ۽ پاڻ ۾ اِهو ناهه ڪيائون ته اهڙي وقت ۾ ان جنت ۾ هلو جڏهن ڪو بيو اچڻ وارو نه هجي.اهوئي مکي وارا ڪندا هئا. يعني جيڪو شخص پاڻ سڳورن جون ڳالهيون ٻڌڻ ايندو هو ان جي ڪنن ۾ ڪپهه وجهي ڇڏيندا هئا يا جڏهن پاڻ سڳورا ڳالهائيندا هئا ته لُڙ ڪندا هئا ته ڪو نه ٻڌي ۽ ان مان فائدو نه وٺي جهڙوڪ اللّٰه تعالٰي فرمائي ٿو ته: وَقَالَ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا لَا تَسْمَعُوْا لِهٰذَا الْقُرْاٰنِ وَالْغَوْا فِيْهِ لَعَلَّكُمْ تَغْلِبُوْنَ (حٰمٓ السجده: ٢٧) يعني جڏهن به هو هن قرآن کي ٻڌڻ لڳندا آهن ته ڪافر هڪ ٻئي کي چوندا آهن ته توهان لُڙ ڪيو ته جيئن ڪو ان ڳالهين کي ٻڌي نه سگهي.

٢۔ يعني انهن ڪافرن جو انجام ان باغ جي مثال مطابق ٿيندو ۽ پنهنجي عملن جي نتيجي کان هي محروم رهندا.

فَانْطَلَقُوْا وَهُمْ يَتَخَافَتُوْنَ ﴿٢٤﴾

٢٤-سو اهي هليا ويا ۽ اهي آهستي آهستي هيئئن چوندا ٿي ويا.

اَنْ لَّا يَدْخُلَنَّهَا الْيَوْمَ عَلَيْكُمْ مِّسْكِيْنٌ ﴿٢٥﴾

٢٥-تہ اڄ توهانجي موجودگيءَ ۾ ڪو مسڪين باغ ۾ داخل نہ ٿئي.

وَّغَدَوْا عَلٰى حَرْدٍ قٰدِرِيْنَ ﴿٢٦﴾

٢٦-۽ صبح ٿيڻ ڪان پهرين اهي بخل جو فيصلو ڪري چڪا هئا ①.

فَلَمَّا رَاَوْهَا قَالُوْۤا اِنَّا لَضَآلُّوْنَ ﴿٢٧﴾

٢٧-پوءِ جڏهن انهن انهيءَ باغ ڪي ڏٺو تہ چيو، اسان تہ رستو ڀلجي آيا آهيون.

بَلْ نَحْنُ مَحْرُوْمُوْنَ ﴿٢٨﴾

٢٨-بلڪ حقيقت هيءَ آهي تہ اسان (پنهنجي قرڪان) بلڪل محروم ٿي چڪا آهيون.

قَالَ اَوْسَطُهُمْ اَلَمْ اَقُلْ لَّكُمْ لَوْلَا تُسَبِّحُوْنَ ﴿٢٩﴾

٢٩-جيڪو انهن مان چڱو ماڻهو هو، انهيءَ چيو ڇا مون توهانکي نہ چيو هو تہ توهان خدا جي تسبيح ڇونٿا ڪيو؟

قَالُوْا سُبْحٰنَ رَبِّنَاۤ اِنَّا كُنَّا ظٰلِمِيْنَ ﴿٣٠﴾

٣٠-انهن چيو اسانجو رب هر عيب ڪان پاڪ آهي اسان ئي ظلم ڪرڻ وارا هئاسون.

فَاَقْبَلَ بَعْضُهُمْ عَلٰى بَعْضٍ يَّتَلَاوَمُوْنَ ﴿٣١﴾

٣١-پوءِ اهي هڪ ٻئي ڏانهن ملامت ڪندي، متوجهہ ٿيا.

قَالُوْا يٰوَيْلَنَاۤ اِنَّا كُنَّا طٰغِيْنَ ﴿٣٢﴾

٣٢-۽ چوڻ لڳا،اسانتي افسوس! اسان سرڪش بڻجي وياسين.

عَسٰى رَبُّنَاۤ اَنْ يُّبْدِلَنَا خَيْرًا مِّنْهَاۤ اِنَّاۤ اِلٰى رَبِّنَا رٰغِبُوْنَ ﴿٣٣﴾

٣٣-ويجهو ② آهي تہ (جيڪڏهن اسان توبهہ ڪيون تہ) اسانجو رب انهيءَ ڪان بهتر (باغ) اسانکي ڏئي ڇڏي اسان

---

١- يعني انهن ان حال ۾ صبح ڪيو تہ هو پنهنجو مال پاڻ لاءِ روڪي رکڻ ۽ ان ۾ ڪنهن ڪي شريڪ نہ بڻائڻ جو فيصلو ڪري چُڪا هئا.

٢- يعني انجام ڏسي مڪي جا ڪجهہ ماڻهو توبهہ ڪندا. سو ائين ئي ٿيو ۽ ڪين انعام بہ مليا.

ضرور پنهنجي رب ڏانهن جهڪنداسين.

كَذٰلِكَ الْعَذَابُ ؕ وَلَعَذَابُ الْاٰخِرَةِ اَكْبَرُ ۘ لَوْ كَانُوْا يَعْلَمُوْنَ ﴿٣٣﴾

٣٣-اهڙيءَ طرح عذاب لهندو آهي ۽ جيڪڏهن اهي سمجهن ته آخرت جو عذاب دنيا جي عذاب کان تمام وڏو آهي.

اِنَّ لِلْمُتَّقِيْنَ عِنْدَ رَبِّهِمْ جَنّٰتِ النَّعِيْمِ ﴿٣٤﴾

٣٤-متقين جي لاءِ پنهنجي رب وٽ نعمت سان ڀريل باغ هوندا.

اَفَنَجْعَلُ الْمُسْلِمِيْنَ كَالْمُجْرِمِيْنَ ﴿٣٥﴾

٣٥-ڇا اسان مسلمانن کي ڏوهارين جي برابر سمجهنداسين؟

مَا لَكُمْ ۫ كَيْفَ تَحْكُمُوْنَ ﴿٣٦﴾

٣٦-توهانکي ڇا ٿي ويو آهي، توهان ڪهڙو فيصلو ٿا ڪيو.

اَمْ لَكُمْ كِتٰبٌ فِيْهِ تَدْرُسُوْنَ ﴿٣٧﴾

٣٧-ڇا توهان وٽ ڪو (اهڙو الٰهي) ڪتاب آهي جنهن ۾ اها ڳالهه پڙهو ٿا.

اِنَّ لَكُمْ فِيْهِ لَمَا تَخَيَّرُوْنَ ﴿٣٨﴾

٣٨-ته توهان جيڪي پسند ڪندؤ توهانکي ملندو.

اَمْ لَكُمْ اَيْمَانٌ عَلَيْنَا بَالِغَةٌ اِلٰى يَوْمِ الْقِيٰمَةِ ۙ اِنَّ لَكُمْ لَمَا تَحْكُمُوْنَ ﴿٣٩﴾

٣٩-يا ڇا توهان اسان کان ڪي قسم تي واعدا ورتا آهن جيڪي قيامت تائين جاري رهندا ۽ اهو ته جيڪي توهان چوندؤ اهو ئي توهانکي ملي ويندو.

سَلْهُمْ اَيُّهُمْ بِذٰلِكَ زَعِيْمٌ ﴿٤٠﴾

٤٠-انهن کان پڇا پڇو ته انهيءَ ڳالهه جو انهن مان ڪير ذميوار آهي.

اَمْ لَهُمْ شُرَكَآءُ ۚ فَلْيَاْتُوْا بِشُرَكَآئِهِمْ اِنْ كَانُوْا صٰدِقِيْنَ ﴿٤١﴾

٤١-ڇا انهن ماڻهن جي حق ۾ خدا جا ڪي گمان ڪيل شريڪ آهن؟ سو جيڪڏهن اُهي سچا آهن ته انهن شريڪن کي پيش ڪن.

يَوْمَ يُكْشَفُ عَنْ سَاقٍ وَّيُدْعَوْنَ اِلَى

٤٢-جنهن ڏينهن مصيبت جو وقت اچي ويندو ۽ انهن کي سجدي ڪرڻ جي لاءِ

السُّجُوۡدِ فَلَا يَسۡتَطِيۡعُوۡنَ ۙ‏ ﴿۴۲﴾

سڏيو ويندو ته اهي سجدي جي طاقت نه رکندا.

خَاشِعَةً اَبۡصَارُهُمۡ تَرۡهَقُهُمۡ ذِلَّةٌ ؕ وَقَدۡ كَانُوۡا يُدۡعَوۡنَ اِلَى السُّجُوۡدِ وَهُمۡ سٰلِمُوۡنَ‏ ﴿۴۳﴾

۴۳-انهن جون نظرون شرم کان جهڪيل هونديون ۽ خواري انهن جي منهن تي وسي رهي هوندي ۽ هڪ اهو وقت هو جو انهن کي سجدي لاءِ سڏايو ويندو هو ۽ انهن کي ڪا بيماري نه هئي (پر انهن سجدي کان انڪار ڪيو. پر هاڻي جڏهن شرڪ جي ڪس دير تائين انهن جي دل تي لڳي رهي آهي اهي سجدو ڪيئن ڪري سگهن ٿا).

فَذَرۡنِىۡ وَمَنۡ يُّكَذِّبُ بِهٰذَا الۡحَدِيۡثِ ؕ سَنَسۡتَدۡرِجُهُمۡ مِّنۡ حَيۡثُ لَا يَعۡلَمُوۡنَ ۙ‏ ﴿۴۴﴾

۴۵-پوءِ تون مونکي ۽ انهن کي جيڪي انهيءَ ڪتاب کي ڪوڙو ڪن ٿا، ڇڏي ڏي (پاڻ سزا ڏيڻ جي فڪر نه ڪر) اسان انهن کي درجي بدرجي تباهيءَ ڏانهن اهڙن طرفن کان ڇڪي آڻينداسين. جن کي اهي ڄاڻن به نه ٿا.

وَاُمۡلِىۡ لَهُمۡ ؕ اِنَّ كَيۡدِىۡ مَتِيۡنٌ‏ ﴿۴۵﴾

۴٦-۽ مان انهن کي ڍر ڏيندس (يعني تون انهن جي تباهيءَ جي دعا نه ڪر) منهنجي تدبير ڏاڍي مضبوط آهي (اها آخر انهن کي تباهه ڪري ڇڏيندي).

اَمۡ تَسۡـَٔلُهُمۡ اَجۡرًا فَهُمۡ مِّنۡ مَّغۡرَمٍ مُّثۡقَلُوۡنَ ۚ‏ ﴿۴۶﴾

۴۷-ڇا تون انهن کان ڪو اجر گهرين ٿو ۽ اُهي اُن چٽيءَ جي ڪري بوجهه ۾ دٻيا پيا آهن.

اَمۡ عِنۡدَهُمُ الۡغَيۡبُ فَهُمۡ يَكۡتُبُوۡنَ‏ ﴿۴۷﴾

۴۸-ڇا انهن وٽ غيب جو علم آهي ۽ اُهي انهيءَ کي لکندا وڃن ٿا.

فَاصۡبِرۡ لِحُكۡمِ رَبِّكَ وَلَا تَكُنۡ كَصَاحِبِ الۡحُوۡتِ‌ۘ اِذۡ نَادٰى وَهُوَ مَكۡظُوۡمٌؕ ﴿۴۹﴾

۴۹-پوءِ تون پنهنجي رب جي حڪم تي قائم رهه ۽ مڇيءَ① واري وانگر نه ٿج- جڏهن انهيءَ پنهنجي رب کي پڪاريو ۽ اهو غم سان پريو پيو هو.

لَوۡلَاۤ اَنۡ تَدٰرَكَهٗ نِعۡمَةٌ مِّنۡ رَّبِّهٖ لَـنُبِذَ بِالۡعَرَآءِ وَهُوَ مَذۡمُوۡمٌ ﴿۵۰﴾

۵۰-جيڪڏهن انهيءَ جي رب جي نعمت هن جي تڪليف جو تدارڪ نه ڪري ها ته هن کي هڪ غير آباد جهنگ ۾ اڇليو وڃي ها ۽ سندس دنيا ۾ نِنْدا ڪئي وڃي ها.

فَاجۡتَبٰهُ رَبُّهٗ فَجَعَلَهٗ مِنَ الصّٰلِحِيۡنَ ﴿۵۱﴾

۵۱-پر سندس رب کيس چونڊي چڏيوءِ کيس نيڪو ڪار ٻانهن ۾ شامل ڪري ڇڏيو.

وَاِنۡ يَّكَادُ الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا لَيُزۡلِقُوۡنَكَ بِاَبۡصَارِهِمۡ لَمَّا سَمِعُوا الذِّكۡرَ وَيَقُوۡلُوۡنَ اِنَّهٗ لَمَجۡنُوۡنٌ‌ۘ ﴿۵۲﴾

۵۲-ڪافر ماڻهو، ويجهو هو ته جڏهن قرآن توکان ٻڌو هو ته پنهنجي غصي سان پريل اکين سان ڏسي توکي پنهنجي مقام تان ٿيڙي ڇڏين ها، ۽ اهي چوندا وڃن ٿا ته هي شخص ته چريو آهي.

وَمَا هُوَ اِلَّا ذِكۡرٌ لِّلۡعٰلَمِيۡنَ ﴿۵۳﴾

۵۳-حالانڪ هي (قرآن) ته سڀني دنيا جي لاءِ شرف ②ڪٺي آيو آهي.

١-مراد هي آهي ته حضرت يونسؑ وانگر نه ٿيءُ. يعني قوم جو فيصلو تُرت طلب نه ڪر. اللّٰه تعاليٰ وقت اچڻ تي پاڻ فيصلو ڪندو.

سُوْرَةُ الْحَآقَّةِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ ثَلَاثٌ وَّ خَمْسُوْنَ اٰيَةً وَّ رُكُوْعَانِ

سورت حاقہ ـ هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ٽيونجاھ آيتون ۽ ٻہ رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١ـ (سان) اللّٰـــه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

اَلْحَآقَّةُ ۙ②

٢ـ (اها) پوري ٿي رهڻ واري خبر (جيڪا قرآن ٻڌائي آهي)

مَا الْحَآقَّةُ ۚ③

٣ـ ڇا توهانکي معلوم آهي تہ اُها ڇا آهي؟

وَمَآ اَدْرٰىكَ مَا الْحَآقَّةُ ۗ④

٤ـ ۽ توکي ڪهڙيءَ شيءِ ٻڌايو آهي تہ اها پوري ٿي رهڻ واري خبر ڇا آهي؟

كَذَّبَتْ ثَمُوْدُ وَعَادٌۢ بِالْقَارِعَةِ ⑤

٥ـ ثمود ۽ عاد بہ قارعہ کي ڪوڙو ڪيو هو (جيڪا انهيءَ زماني جي عذاب جي خبر هئي)

فَاَمَّا ثَمُوْدُ فَاُهْلِكُوْا بِالطَّاغِيَةِ ⑥

٦ـ (سو انهيءَ خبر جي مطابق) ثمود هڪ اهڙي عذاب سان تباھ ڪيا ويا جيڪو سختيءَ ۾ انتها کي پهچي ويو هو.

وَاَمَّا عَادٌ فَاُهْلِكُوْا بِرِيْحٍ صَرْصَرٍ عَاتِيَةٍ ۙ⑦

٧ـ ۽ عاد هڪ اهڙي عذاب سان تباھ ڪيا ويا جيڪو هوا جي صورت ۾ آيو هو ـ جيڪا هڪ جهڙي هلندي ٿي ويئي ۽ سخت تيز هئي.

سَخَّرَهَا عَلَيْهِمْ سَبْعَ لَيَالٍ وَّ ثَمٰنِيَةَ اَيَّامٍ ۙ حُسُوْمًا ۙ فَتَرَى الْقَوْمَ فِيْهَا

٨ـ انهيءَ (اللّٰه) هوا کي لاڳيتو ست راتيون ۽ اٺ ڏينهن انهن جي تباهيءَ جي لاءِ مقرر ڪري ڇڏيو هو، سو انهيءَ جو نتيجو

صَرْعٰى ۙ كَاَنَّهُمْ اَعْجَازُ نَخْلٍ خَاوِيَةٍ ۚ ﴿٨﴾

اوهان کي معلوم آهي ته اها قوم بلڪل ڪري پئي جڻ ته اهي کجي جي هڪ پُٽَي وڻ جون پاڙون① آهن جن کي تکيً جَهڪ ڪيرائي ڇڏيو.

فَهَلْ تَرٰى لَهُمْ مِّنْۢ بَاقِيَةٍ ﴿٩﴾

٩-(اي مخاطب!) هاڻي ٻڌاءِ ته ڇا انهن جو ڪو نشان توکي نظر اچي ٿو.

وَجَآءَ فِرْعَوْنُ وَمَنْ قَبْلَهٗ وَالْمُؤْتَفِكٰتُ بِالْخَاطِئَةِ ۚ ﴿١٠﴾

١٠-۽ فرعون ۽ جيڪي ماڻهو انهيً کان پهرين هئا (هن دنيا ۾) خطا ڪار ٿي آيا ۽ (لوط جي قوم جا) اهي ڳوٺ به جيڪي گناهه جي سببان اونڌا ڪيا ويا هئا.

فَعَصَوْا رَسُوْلَ رَبِّهِمْ فَاَخَذَهُمْ اَخْذَةً رَّابِيَةً ﴿١١﴾

١١-(۽) انهن (به ڏوهه ڪيا هئا ۽) پنهنجي رب جي رسول جي نافرماني ڪئي هئي- پوءِ انهن کي به اللّٰه هڪ اهڙي عذاب سان پڪڙيو جيڪو وڌندو ٿي ويو (۽ ڏاڍو سخت هو).

اِنَّا لَمَّا طَغَا الْمَآءُ حَمَلْنٰكُمْ فِي الْجَارِيَةِ ۙ ﴿١٢﴾

١٢-اسان (نوح جي وقت ۾) جڏهن پاڻي بلند ٿيڻ شروع ٿيو ته توهان ماڻهن کي هڪ ٻيڙيً ۾ سوار ڪري ڇڏيو هو.

لِنَجْعَلَهَا لَكُمْ تَذْكِرَةً وَّتَعِيَهَآ اُذُنٌ وَّاعِيَةٌ ﴿١٣﴾

١٣-انهيً لاءِ ته انهيً (واقعي) کي توهانجي لاءِ هڪ نشان② قرار ڏيون ۽ ٻڌڻ وارا ڪن ٻڌن (۽ دليون انهيً کي ياد رکن).

فَاِذَا نُفِخَ فِي الصُّوْرِ نَفْخَةٌ وَّاحِدَةٌ ۙ ﴿١٤﴾

١٤-پوءِ جڏهن صور ۾ زور سان هڪ ئي

١-اَعْجَازُ النَّخْلِ جي معنٰي آهي اُصُوْلُهَا- کجيً جي وڻ جون پاڙون.(اقرب)

٢-يعني اهڙو ئي هاڻي محمد رسول اللّٰه ﷺ جي قوم سان ٿيندو ۽ اها به مختلف قِسمَ جي عذابن ۾ مبتلا ڪئي ويندي.

وَّ حُمِلَتِ الْاَرْضُ وَالْجِبَالُ فَدُكَّتَا دَكَّةً وَّاحِدَةً ﴿١٥﴾

فَيَوْمَئِذٍ وَّقَعَتِ الْوَاقِعَةُ ﴿١٦﴾

وَانْشَقَّتِ السَّمَآءُ فَهِيَ يَوْمَئِذٍ وَّاهِيَةٌ ﴿١٧﴾

وَّالْمَلَكُ عَلٰٓى اَرْجَآئِهَا ؕ وَيَحْمِلُ عَرْشَ رَبِّكَ فَوْقَهُمْ يَوْمَئِذٍ ثَمٰنِيَةٌ ﴿١٨﴾

يَوْمَئِذٍ تُعْرَضُوْنَ لَا تَخْفٰى مِنْكُمْ خَافِيَةٌ ﴿١٩﴾

دفعو هوا ڦوڪي ويندي.

**١۵**۔۽ زمين ۽ جبلن کي انهن جي جاءِ تان کنيو ويندو، ۽ اهي ذرا ذرا ٿي ويندا.

**١٦**۔ انهيءَ ڏينهن مقرر① ٿيل واقعو ظاهر ٿي ويندو.

**١٧**۔۽ آسمان ڦاٽي② پوندو ۽ اهو انهيءَ ڏينهن بلڪل ڍلو نظر ايندو.

**١٨**۔۽ فرشتا انهيءَ جي ڪنارن③ تي هوندا ۽ انهيءَ ڏينهن تنهنجي رب جي عرش کي اٺ④ فرشتا کڻي رهيا هوندا.

**١٩**۔انَ ڏينهن توهان خدا جي سامهون پيش ڪيا ويندؤ ۽ ڪا ڳالهه توهان کان ڳجهي نه رهندي (يعني توهانجو سڄو حساب

١ ـ يعني اَلْحآقّه جي پيشگوئي ان ڏينهن پوري ٿيندي جڏهن مڪي جا سردار ۽ عوام تباهه ٿيڻ لڳندا ۽ مات تي مات ماٽيندا.

٢ ـ يعني مڪي وارن جو آسمان يعني انهن جو مذهب بلڪل کوکلو ٿي ويندو ۽ ماڻهن جي دلين مان ان جي سچائيءَ تان يقين ختم ٿي ويندو.

٣ ـ ”فرشتا انهيءَ جي ڪنارن تي هوندا“ ان ۾ هي ٻڌايو آهي ته اهي مسلمان جن کي ڪافر دشمن سمجهندا آهن آخري عذاب جي وقت ڪافرن کي بچائڻ لاءِ دعائون ڪري رهيا هوندا.

۴ـ هي جو چيائين ته ان ڏينهن تنهنجي رب جي عرش کي اَٺَ فرشتا کنيو بينا هوندا ان مان ان طرف اشارو ڪيائين ته سورت فاتحه ۾ ته خدا تعاليٰ جي چئن صفتن جو ذڪر آهي يعني رب، رحمٰن، رحيم، مالڪ يوم الدين پر مڪي جي فتح جي وقت خداتعاليٰ جون صفتون اهڙي زور سان ظاهر ٿينديون جڻ چئن جي جاءِ تي اَٺَ ٿي ونديون ۽ زمين جي چپي چپي تي محمد رسول الله ﷺ لاءِ الٰهي جلال ظاهر ٿي رهيو هوندو.

توهانجي سامهون پيش ڪيو ويندو).

فَاَمَّا مَنْ اُوْتِيَ كِتٰبَهٗ بِيَمِيْنِهٖ ۙ فَيَقُوْلُ هَآؤُمُ اقْرَءُوْا كِتٰبِيَهْ ۚ﴿۲۰﴾

۲۰- پوءِ جنهن جي ساڄي هٿ ۾ انهيءَ جو عمل نامون ڏنو ويندو اهو باقي ساٿين کي چوندو اچو اچو! منهنجو عمل نامون ڏسو①.

اِنِّيْ ظَنَنْتُ اَنِّيْ مُلٰقٍ حِسَابِيَهْ ۚ﴿۲۱﴾

۲۱-مونکي يقين هو ته مان هڪ ڏينهن پنهنجو حساب ڏسندس②.

فَهُوَ فِيْ عِيْشَةٍ رَّاضِيَةٍ ۙ﴿۲۲﴾

۲۲- پوءِ اهڙو شخص ڏاڍي وڻندڙ زندگيءَ جا ڏينهن ڏسندو.

فِيْ جَنَّةٍ عَالِيَةٍ ۙ﴿۲۳﴾

۲۳-۽ بلند باغن ۾ رهندو.

قُطُوْفُهَا دَانِيَةٌ ﴿۲۴﴾

۲۴-انهن جا ڦر جُهڪيل هوندا.

كُلُوْا وَاشْرَبُوْا هَنِيْٓـًٔا بِمَآ اَسْلَفْتُمْ فِي الْاَيَّامِ الْخَالِيَةِ ﴿۲۵﴾

۲۵-(۽ انهن کي چيو ويندو ته) گذريل زماني ۾ جيڪي عمل توهان ڪيا هئا انهن جي نتيجي ۾ چڱيءَ طرح (ميوا) کائو ۽ (چشمن جو) پاڻي پيئو جو انهن مان هر هڪ شي ۽ توهانکي خوب هضم ٿيندي.

وَاَمَّا مَنْ اُوْتِيَ كِتٰبَهٗ بِشِمَالِهٖ ۙ

۲۶-۽ جنهن شخص جي کابي هٿ ۾ انهيءَ جو عمل نامون ڏنو ويندو- اهو چوندو

١-ساڄو هٿ برڪت تي دلالت ڪري ٿو ان ڪري جنهن جي ساڄي هٿ ۾ ان جو اعمال نامو ڏنو ويندو اهو سمجهي ويندو ته منهنجي لاءِ سٺو فيصلو ٿيو آهي ۽ منهنجي عملن کي نيڪ قرار ڏنو ويو آهي. ان ڪري هو پنهنجي ساٿين کي سڏ ڪندو ۽ چوندو ته اچو ۽ منهنجو نتيجو ۽ منهنجو اعمال نامو ڏسو.

٢-مطلب هي ته قيامت تي يقين جي ڪارڻ، مان قيامت جي ڏينهن لاءِ تياري ڪري رهيو هُيس ۽ ان جو فائدو مونکي پهچي ويو ۽ اللّٰه تعاليٰ منهنجي باري فيصلو ڪري ڇڏيو ته هي بندو تمام سُٺي زندگيءَ جا ڏينهن ڏسندو.

فَيَقُوْلُ يٰلَيْتَنِيْ لَمْ اُوْتَ كِتٰبِيَهْ ۚ﴿۲۶﴾

ڪاش! مونکي منهنجو عمل نامون نہ ڏنو وڃي ها!

وَلَمْ اَدْرِ مَا حِسَابِيَهْ ۚ﴿۲۷﴾

**۲۷**۔ ۽ مونکي پتو نہ پوي ها تہ منهنجو حساب ڇا آهي.

يٰلَيْتَهَا كَانَتِ الْقَاضِيَةَ ۚ﴿۲۸﴾

**۲۸**۔ڪاش! منهنجو موت مونکي بلڪل ختم ڪري ڇڏي ها.

مَآ اَغْنٰى عَنِّيْ مَالِيَهْ ۚ﴿۲۹﴾

**۲۹**۔منهنجي مال اڄ مونکي ڪو فائدو نہ ڏنو.

هَلَكَ عَنِّيْ سُلْطٰنِيَهْ ۚ﴿۳۰﴾

**۳۰**۔ ۽ منهنجو غلبو ويندو رهيو.

خُذُوْهُ فَغُلُّوْهُ ۙ﴿۳۱﴾

**۳۱**۔(انهيءَ وقت خدا فرشتن کي چوندو) انهيءَ کي پڪڙيو ۽ انهيءَ جي ڳلي ۾ ڳٽ وجهو.

ثُمَّ الْجَحِيْمَ صَلُّوْهُ ۙ﴿۳۲﴾

**۳۲**۔ ۽ جهنم ۾ انهيءَ کي اڇلي ڇڏيو.

ثُمَّ فِيْ سِلْسِلَةٍ ذَرْعُهَا سَبْعُوْنَ ذِرَاعًا فَاسْلُكُوْهُ ۭ﴿۳۳﴾

**۳۳**۔ پوءِ هڪ زنجير ۾ جيڪو ڊيگهہ ۾ بي انتها① آهي انهيءَ کي جڪڙي ② ڇڏيو.

اِنَّهٗ كَانَ لَا يُؤْمِنُ بِاللّٰهِ الْعَظِيْمِ ۙ﴿۳۴﴾

**۳۴**۔هي ڪشادي حڪومت واري اللّٰه تي ايمان نہ آڻيندو هو.

وَلَا يَحُضُّ عَلٰى طَعَامِ الْمِسْكِيْنِ ۭ﴿۳۵﴾

**۳۵**۔ ۽ مسڪينن کي کاڌي کارائڻ جي رغبت (ماڻهن کي) نہ ڏياريندو هو.

فَلَيْسَ لَهُ الْيَوْمَ هٰهُنَا حَمِيْمٌ ۙ﴿۳۶﴾

**۳۶**۔سو انهيءَ ڏينهن انهيءَ جو ڪو دوست نہ هوندو (ڇو جو پنهنجن ظلمن جي

---

۱۔قرآن ڪريم ۾ آهي، ان جا ستر ڪڙا آهن پر عربي زبان ۾ ستر جو لفظ بيشمار لاءِ ڳالهايو ويندو آهي (لسان العرب) ۽ اهوئي ترجمو اسان ڪيو آهي.

۲۔يعني ان جون پويون بدعمليون آئيندي بہ انکي ڪفر ۽ نافرمانيءَ تي راضي ڪنديون رهنديون ۽ هي ايمان طرف واپس نہ اچي سگهندو.

ڪري هو ماڻهن جي همدردي وڃائي ويٺو آهي).

وَّلَا طَعَامٌ اِلَّا مِنْ غِسْلِيْنٍ ﴿٣٧﴾

٣٧- ۽ انهيءَ ڪي ڪو ڪاڌو نہ ملندو سواءِ زخمن جي پُونءَ جي، (يعني جيڪو ظلم هي ماڻهن تي ڪري چڪو آهي انهيءَ جي يادگيري ڪيس ستائيندي رهندي)

لَّا يَاْكُلُهٗٓ اِلَّا الْخَاطِئُوْنَ ﴿٣٨﴾ ع

٣٨- اهو ڪاڌو صرف خطاڪار ماڻهو ڪائيندا آهن.

فَلَآ اُقْسِمُ بِمَا تُبْصِرُوْنَ ﴿٣٩﴾

٣٩- (سو ڪنهن دوکي ۾ نہ پئو) اسان شاهديءَ جي طور پيش ڪيون ٿا انهيءَ ڪي بہ جنهن ڪي توهين ڏسو ٿا.

وَمَا لَا تُبْصِرُوْنَ ﴿٤٠﴾

٤٠- ۽ جنهن ڪي توهين نٿا ڏسو (يعني ظاهري حالتون ۽ ڳجها جذبا انهيءَ ڳالھہ تي شاهد آهن تہ)

اِنَّهٗ لَقَوْلُ رَسُوْلٍ كَرِيْمٍ ﴿٤١﴾

٤١- هيُ (قرآن) هڪ عزت واري رسول جو ڪلام آهي.

وَّمَا هُوَ بِقَوْلِ شَاعِرٍ ؕ قَلِيْلًا مَّا تُؤْمِنُوْنَ ﴿٤٢﴾

٤٢- ۽ ڪنهن شاعر جو ڪلام ناهي- پر افسوس آهي جو توهان ايمان نٿا آڻيو.

وَلَا بِقَوْلِ كَاهِنٍ ؕ قَلِيْلًا مَّا تَذَكَّرُوْنَ ﴿٤٣﴾

٤٣- ۽ نہ هي ڪنهن پادري پنڊت جون ڳالهيون آهن پر توهان بلڪل نصيحت حاصل نٿا ڪيو.

تَنْزِيْلٌ مِّنْ رَّبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿٤٤﴾

٤٤- هي رب العالمين خدا جي طرفان لاٿو ويو آهي.

وَلَوْ تَقَوَّلَ عَلَيْنَا بَعْضَ الْاَقَاوِيْلِ ﴿٤٥﴾

٤٥- ۽ جيڪڏهن هي شخص اسان ڏانهن

کوڙو الهام① منسوب ڪري ها، ڪٿي هڪ ئي هجي ها.

لَاَخَذۡنَا مِنۡهُ بِالۡیَمِیۡنِ ﴿۴۶﴾

۴۶-ته اسان يقيناً هن کي ساڄي هٿ سان پڪڙيون ها.

ثُمَّ لَقَطَعۡنَا مِنۡهُ الۡوَتِیۡنَ ﴿۴۷﴾

۴۷- ۽ انهيءَ جي ساهه جي رڳ ڪپي ڇڏيون ها.

فَمَا مِنۡکُمۡ مِّنۡ اَحَدٍ عَنۡهُ حٰجِزِیۡنَ ﴿۴۸﴾

۴۸-سو انهيءَ صورت ۾ توهان مان ڪو به نه هجي ها جو هُن کي خدا جي عذاب کان بچائي سگهي ها.

وَ اِنَّهٗ لَتَذۡکِرَۃٌ لِّلۡمُتَّقِیۡنَ ﴿۴۹﴾

۴۹-۽ هيءُ (قرآن) ته خدا کان ڊڄڻ وارن جي لاءِ نصيحت (۽ وڏائيءَ) جو سبب آهي.

وَ اِنَّا لَنَعۡلَمُ اَنَّ مِنۡکُمۡ مُّکَذِّبِیۡنَ ﴿۵۰﴾

۵۰-۽ اسان چڱيءَ طرح ڄاڻون ٿا ته توهان ۾ هن (قرآن) کي ڪوڙو ڪرڻ وارن به آهن.

وَ اِنَّهٗ لَحَسۡرَۃٌ عَلَی الۡکٰفِرِیۡنَ ﴿۵۱﴾

۵۱-۽ (اهو به ڄاڻون ٿا ته) ڪافرن جي دل ۾ هي قرآن حسرت② پيدا ڪري ٿو.

وَ اِنَّهٗ لَحَقُّ الۡیَقِیۡنِ ﴿۵۲﴾

۵۲-۽ انهيءَ جي سچائي حق اليقين وانگر ظاهر آهي.

---

١-بَهَائي چوندا آهن، بَهَاءُاللّٰه ان ڪري سچو آهي ته هن کي دعويٰ کانپوءِ هڪ عرصي تائين رهڻ جو موقعو مليو. پر اِها دعويٰ ڪوڙي آهي. بَهَاءُاللّٰه خدا کان الهام ملڻ جي ڪڏهن دعويٰ نه ڪئي هئي. هو خود پنهنجو پاڻ کي خدا چوندو هو ۽ خدائيءَ جي دعويٰ ايتري ڪمزور آهي جو ان جي حقيقت کي هر انسان سمجهي سگهي ٿو. صرف الهام جي دعويٰ سان دوکو لڳندو آهي ان ڪري خدا ڪوڙي الهام جي تُرت سزا ڏيندو آهي پر خدائيءَ جي دعويٰ ڪرڻ واري جي اها سزا نه ٻڌائي. ڇاڪاڻ ته اُن کي هر عقلمند انسان پاڻ رد ڪري سگهي ٿو.

٢-يعني هن جي تعليم کي ڏسي گهٽائي پيرا سندن دل ۾ هيءَ خواهش هوندي آهي ته شل اهڙي تعليم اسان وٽ به هجي ها ۽ اسان بحث مباحثي ۾ اهڙي طرح ذليل نه ٿيون ها.

فَسَبِّحۡ بِاسۡمِ رَبِّكَ الۡعَظِيۡمِ ﴿٥٣﴾ ع ٢

**٥٣**-پوءِ تون پنهنجي وڏي رب جي نالي جي ذريعي انهيءَ جي پاڪائي بيان ڪر.

سُوْرَةُ الْمَعَارِجِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ خَمْسٌ وَّ اَرْبَعُوْنَ اٰيَةً وَّ رُكُوْعَانِ

سورت معارج- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون پنجيتاليهه آيتون ۽ ٻه رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١-(مان) اللّٰـه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

سَاَلَ سَآئِلٌۢ بِعَذَابٍ وَّاقِعٍ ②

٢-پڇڻ وارو پڇي ٿو (منڪرن تي) اٽل عذاب ڪڏهن ايندو؟

لِّلْكٰفِرِيْنَ لَيْسَ لَهٗ دَافِعٌ ③

٣-(ياد رکو تہ) ڪافرن کي انهيءَ کان بچائڻ وارو ڪوڪونهي (پوءِ وقت جي متعلق سوال غير متعلق ۽ اجايوآهي)

مِّنَ اللّٰهِ ذِى الْمَعَارِجِ ④

٤-اهو (عذاب) ذوالمعارج① خدا جي طرفان ايندو.

تَعْرُجُ الْمَلٰٓئِكَةُ وَالرُّوْحُ اِلَيْهِ فِيْ يَوْمٍ كَانَ مِقْدَارُهٗ خَمْسِيْنَ اَلْفَ سَنَةٍ ⑤

٥-عام فرشتا ۽ ڪلام الٰهي آڻڻ وارا فرشتا انهيءَ (خدا) جي طرف ايتري وقت ۾ چڙهن ٿا جنهن جو مقدار پنجاهہ② هزار

١-هوريان هوريان ترقي ڏيڻ واري خدا جي طرفان.

٢-ڪي حساب دان جن حساب جي ذريعي دنيا جي عمر جو ڪاٿو لڳايو آهي. انهن اٽڪل پنجاهہ هزار (٥٠,٠٠٠) سال ئي دنيا جي ڪُل عمر قرار ڏني آهي. ان ڪري جيڪڏهن انهن جو اندازو صحيح آهي تہ ان جي معنيٰ هيءَ آهي تہ هن آيت ۾ دنيا جي ڪُل عمر ڏانهن اشارو آهي. صلحاء ۽ اولياء حضرت آدمؑ کان وٺي رسول ڪريم ﷺ جي زماني تائين پنج هزار سال جي عمر قرار ڏني آهي. پر اندازا الڳ الڳ حساب سان ٿيندا آهن. ان ڪري هي ڪو اختلاف ناهي. آدم جي نسل مان نبين جي سلسلي جي عمر ٿي سگهي ٿي ست هزار (٧٠٠٠) سال هجي ۽ طبقات الارض جي اندازي جي لحاظ سان دنيا جي عمر پنجاهہ هزار سال هجي ان ڪري هي ڪو اختلاف ناهي.

سالن جي برابر هوندو آهي.

فَاصْبِرْ صَبْرًا جَمِيْلًا ﴿٦﴾

٦-پوءِ تون چڱيءَ طرح صبر ڪر.

اِنَّهُمْ يَرَوْنَهٗ بَعِيْدًا ﴿٧﴾

٧-اهي ماڻهو انهيءَ (ڏينهن) کي ڏاڍو پري سمجهن ٿا.

وَّنَرٰىهُ قَرِيْبًا ﴿٨﴾

٨- پر اسان انهيءَ کي ڏاڍو ويجهو ڏسون ٿا.

يَوْمَ تَكُوْنُ السَّمَآءُ كَالْمُهْلِ ﴿٩﴾

٩-انهيءَ ڏينهن (حرارت جي شدت جي سببان) آسمان رجيل ٽامي وانگر ٿي پوندو.

وَتَكُوْنُ الْجِبَالُ كَالْعِهْنِ ﴿١٠﴾

١٠-۽ جبل پڃيل اُن① وانگر ٿي پوندا.

وَلَا يَسْـَٔلُ حَمِيْمٌ حَمِيْمًا ﴿١١﴾

١١-۽ انهيءَ ڏينهن ڪو دوست ڪنهن دوست جي متعلق ڪو سوال نه ڪندو.

يُّبَصَّرُوْنَهُمْ يَوَدُّ الْمُجْرِمُ لَوْ يَفْتَدِيْ مِنْ عَذَابِ يَوْمِىٕذٍ بِبَنِيْهِ ﴿١٢﴾

١٢-چو جو انهيءَ ڏينهن هر شخص جي حالت سندس دوست کي ڏيکاري ويندي. انهيءَ ڏينهن ڏوهاري خواهش ڪندو ته ڪاش اهو اجوڪي ڏينهن پنهنجي پٽن،

وَصَاحِبَتِهٖ وَاَخِيْهِ ﴿١٣﴾

١٣-۽ پنهنجي زال ۽ پنهنجي ڀاءُ،

وَفَصِيْلَتِهِ الَّتِيْ تُــْٔوِيْهِ ﴿١٤﴾

١٤-۽ پنهنجي انهيءَ قبيلي جي ذريعي جنهن کان اهو پناهه وٺندو هو.

وَمَنْ فِي الْاَرْضِ جَمِيْعًا ۙ ثُمَّ يُنْجِيْهِ ﴿١٥﴾

١٥- ۽ دنيا ۾ جيڪي ڪي آهي انهيءَ جي قربانيءَ سان پنهنجي پاڻ کي عذاب کان بچائي وٺي.

كَلَّا ۭ اِنَّهَا لَظٰى ﴿١٦﴾

١٦-بڌو! هيءُ عذاب جنهن جي خبر ڏني ويئي آهي ڀيڙ وارو عذاب آهي.

نَزَّاعَةً لِّلشَّوٰى ﴿١٧﴾

١٧-مٿي تائين جي چمڙيءَ کي پٽي ڇڏڻ

---

١-يعني اهڙيون ايجادون نڪري اينديون جهڙوڪ ايٽم بم ۽ هائيڊروجن بم جن جي ڪرڻ سان جبلن جهڙيون مضبوط شيون به پڃيل ڪپهه وانگر اُڏامي وينديون.

وارو عذاب آهي.

تَدْعُوْا مَنْ اَدْبَرَ وَتَوَ لّٰى ﴿۱۸﴾

**١٨**-جيڪو شخص انهيءَ کان پڇڻ ڦرندو ۽ پٺي ڦيرائي ڇڏيندو انهيءَ کي به اُهو پاڻ ڏانهن سڏيندو.

وَجَمَعَ فَاَوْعٰى ﴿۱۹﴾

**١٩**-۽ انهيءَ کي به جيڪو سڄي عمر دنيا ۾ مال گڏ ڪندو رهيو ۽ هڪ وڏي رقم جمع ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو.

اِنَّ الْاِنْسَانَ خُلِقَ هَلُوْعًا ﴿۲۰﴾

**٢٠**-انسان جي فطرت ۾ غير مستقل مزاجي آهي.

اِذَا مَسَّهُ الشَّرُّ جَزُوْعًا ﴿۲۱﴾

**٢١**-جڏهن انهيءَ کي ڪا تڪليف پهچي ٿي ته گهبرائجي وڃي ٿو.

وَّ اِذَا مَسَّهُ الْخَيْرُ مَنُوْعًا ﴿۲۲﴾

**٢٢**-۽ جڏهن انهيءَ کي ڪو فائدو پهچي ٿو ته بخل ڪرڻ لڳي ٿو (۽ نٿو چاهي ته ڪو انهيءَ جو شريڪ هجي).

اِلَّا الْمُصَلِّيْنَ ﴿۲۳﴾

**٢٣**-سواءِ نماز پڙهڻ وارن جي.

الَّذِيْنَ هُمْ عَلٰى صَلَاتِهِمْ دَآئِمُوْنَ ﴿۲۴﴾

**٢٤**-جيڪي پنهنجن نمازن تي هميشه قائم رهن ٿا.

وَالَّذِيْنَ فِيْٓ اَمْوَالِهِمْ حَقٌّ مَّعْلُوْمٌ ﴿۲۵﴾

**٢٥**-۽ جن جي مالن ۾ هڪ مقرر ٿيل حصو غريب سوالين جو به هوندو آهي.

لِّلسَّآئِلِ وَالْمَحْرُوْمِ ﴿۲۶﴾

**٢٦**-۽ انهن جو به هوندو آهي جيڪي سوال ڪرڻ کان محروم① آهن.

وَالَّذِيْنَ يُصَدِّقُوْنَ بِيَوْمِ الدِّيْنِ ﴿۲۷﴾

**٢٧**-۽ جيڪي ساڻهو جزا ۽ سزا جي ڏينهن جي تصديق ڪن ٿا.

١-جهڙوڪ جانور يا عزت دار غريب.

| | |
|---|---|
| وَالَّذِيۡنَ هُمۡ مِّنۡ عَذَابِ رَبِّهِمۡ مُّشۡفِقُوۡنَ ۚ‏ ﴿۲۸﴾ | **٢٨**- ۽ جيڪي ماڻهو پنهنجي رب جي عذاب کان ڊڄن ٿا. |
| اِنَّ عَذَابَ رَبِّهِمۡ غَيۡرُ مَاۡمُوۡنٍ‏ ﴿۲۹﴾ | **٢٩**- (۽ حقيقت ۾ اها آهي) جو انهن جي رب جي عذاب کان ڪو پنهنجي زور سان بچي نٿو سگهي. |
| وَالَّذِيۡنَ هُمۡ لِفُرُوۡجِهِمۡ حٰفِظُوۡنَ ۙ‏ ﴿۳۰﴾ | **٣٠**-۽ اهي ماڻهو به جيڪي پنهنجن سوراخن جي حفاظت ڪن ٿا. |
| اِلَّا عَلٰٓى اَزۡوَاجِهِمۡ اَوۡ مَا مَلَـكَتۡ اَيۡمَانُهُمۡ فَاِنَّهُمۡ غَيۡرُ مَلُوۡمِيۡنَ ۚ‏ ﴿۳۱﴾ | **٣١**-سواءِ پنهنجن زالن يا ٻانهين جي- انهن تي ڪا ملامت ڪانهي. |
| فَمَنِ ابۡتَغٰى وَرَآءَ ذٰلِكَ فَاُولٰٓـئِكَ هُمُ الۡعٰدُوۡنَ ۚ‏ ﴿۳۲﴾ | **٣٢**-پر جيڪي ماڻهو انهيءَ کان اڳتي وڌڻ جي خواهش ڪن ٿا اهي حد کان وڌڻ وارا آهن. |
| وَالَّذِيۡنَ هُمۡ لِاَمٰنٰتِهِمۡ وَعَهۡدِهِمۡ رٰعُوۡنَ ۙ‏ ﴿۳۳﴾ | **٣٣**-(۽ اهڙيءَ طرح اهي ماڻهو به عذاب کان محفوظ آهن) جيڪي پاڻ وٽ رکيل امانتن ۽ پنهنجن انجامن جي حفاظت ڪن ٿا. |
| وَالَّذِيۡنَ هُمۡ بِشَهٰدٰتِهِمۡ قَآئِمُوۡنَ ۙ‏ ﴿۳۴﴾ | **٣٤**-۽ جيڪي پنهنجي شاهدين تي قائم رهن ٿا (ڪنهن کان ڊڄي ڪوڙيون شاهديون نٿا ڏين). |
| وَالَّذِيۡنَ هُمۡ عَلٰى صَلَاتِهِمۡ يُحَافِظُوۡنَ ؕ‏ ﴿۳۵﴾ | **٣٥**-۽ اهي ماڻهو به جيڪي پنهنجن نمازن جي حفاظت ڪن ٿا. |
| اُولٰٓـئِكَ فِىۡ جَنّٰتٍ مُّكۡرَمُوۡنَ ؕ‏ ﴿۳۶﴾ ع | **٣٦**-اهي جنتن ۾ اعزاز سان رکيا ويندا. |
| فَمَالِ الَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا قِبَلَكَ مُهۡطِعِيۡنَ ۙ‏ ﴿۳۷﴾ | **٣٧**-پوءِ ڪافرن کي ڇاٿي ويو آهي جو تو |

ڏانهن ڪاوڙ کان منهن ڪنيو ڀڄندا اچن ٿا.

عَنِ الْيَمِيْنِ وَعَنِ الشِّمَالِ عِزِيْنَ ﴿۳۸﴾

٣٨-ساڄي طرف کان به ۽ کابي طرف کان به، ٽولين ٽولين جي صورت ۾

اَيَطْمَعُ كُلُّ امْرِئٍ مِّنْهُمْ اَنْ يُّدْخَلَ جَنَّةَ نَعِيْمٍ ﴿۳۹﴾

٣٩-ڇا انهن مان هر شخص گهري ٿو ته انهيءَ کي نعمت واري جنت ۾ داخل ڪيو وڃي (توڙي دنياوي هجي يا آخرت واري)

كَلَّا ۭ اِنَّا خَلَقْنٰهُمْ مِّمَّا يَعْلَمُوْنَ ﴿۴۰﴾

٤٠-ائين هرگز نه ٿيندو، اسان انهن کي انهيءَ شيءِ مان پيدا ڪيو آهي، جنهن کي اُهي ڄاڻن ٿا.

فَلَآ اُقْسِمُ بِرَبِّ الْمَشٰرِقِ وَالْمَغٰرِبِ اِنَّا لَقٰدِرُوْنَ ﴿۴۱﴾

٤١-سو مان (هن قرآن کي نازل ڪرڻ واري) اوڀر ۽ اولهه جي رب کي شاهديءَ طور تي پيش ڪريان ٿو، ته اسان انهيءَ ڳالهه تي قادر آهيون.

عَلٰٓي اَنْ نُّبَدِّلَ خَيْرًا مِّنْهُمْ ۙ وَمَا نَحْنُ بِمَسْبُوْقِيْنَ ﴿۴۲﴾

٤٢-جو انهيءَ قوم کي تباهه ڪري هڪ ٻي سٺي قوم پيدا ڪيون، ۽ ڪو اسانکي انهيءَ ارادي کان روڪي نٿو سگهي.

فَذَرْهُمْ يَخُوْضُوْا وَيَلْعَبُوْا حَتّٰى يُلٰقُوْا يَوْمَهُمُ الَّذِيْ يُوْعَدُوْنَ ﴿۴۳﴾

٤٣-پوءِ تون انهن کي ڇڏي ڏي جو اهي سچائيءَ کي گدلو ڪندا رهن ۽ کل تماشي ۾ مبتلا رهن انهيءَ وقت تائين جو اهي انهيءَ ڏينهن کي ڏسن جنهن جو انهن سان واعدو ڪيو وڃي ٿو.

يَوْمَ يَخْرُجُوْنَ مِنَ الْاَجْدَاثِ سِرَاعًا كَاَنَّهُمْ اِلٰى نُصُبٍ يُّوْفِضُوْنَ ﴿۴۴﴾

٤٤-جنهن ڏينهن اهي قبرن مان جيئرا ٿي نڪرندا ۽ جلدي جلدي ڀڄي رهيا هوندا ڄڻ ته اهي خاص ٿنين ڏانهن ① ڀڄندا وڃن ٿا.

---

١-هتي جيڪڏهن دنياوي قيامت مراد ورتي وڃي ته ان جي معنيٰ هيءَ ٿيندي ته جڏهن دنياوي

خَاشِعَةً اَبْصَارُهُمْ تَرْهَقُهُمْ ذِلَّةٌ ؕ ذٰلِكَ الْيَوْمُ الَّذِيْ كَانُوْا يُوْعَدُوْنَ۝٤٤ ع

۴۵ـسندن اکيون شرم کان جهکيل هونديون ۽ انهن جي مُنهنِ تي خواري ڇانيل هوندي، هِي اُهو ڏينهن آهي جنهن جو انهن سان واعدو ڪيو ويجي ٿو.

**(باقي حاشيو)** عذاب اچي ويندو ۽ ڪافرن ۾ ڊپ جي ڪري هڪ نئين سجاڳي پيدا ٿي ويندي ته اهي پنهنجي قبرن مان تيزيءَ سان ٻاهر اچي ويندا يعني زندگيءَ جا وڏا نشان انهن ۾ پيدا ٿي ويندا. جهڙوڪ مڪي جي فتح ڪانپوءِ مڪي وارن ۾ پيدا ٿيا ۽ زندگيءَ جا آثار ايترو تيز پيدا ٿيندا جو ائين لڳندو ته ڄڻ ته هو عاليشان ٿنڀن ڏانهن ڊوڙندا وڃن پيا. ان جي معنيٰ هيءَ آهي ته ان ڏينهن هو عذاب کان پناهه وٺڻ لاءِ پنهنجي سردارن ڏانهن ڊُڪي ايندا. جيئن ته مڪي جي فتح جي موقعي تي اِهو ئي حال ٿيو ته رسول ڪريمﷺ جڏهن هي اعلان فرمايو ته جيڪو شخص پنهنجي گهر جا دروازا بند ڪري ويهي رهندو ان کي پناهه ڏني ويندي جيڪو شخص ابو سفيان جي گهر ۾ گهڙي ويندو انکي پناهه ڏني ويندي ۽ جيڪو شخص بلالؓ جي جهنڊي جي هيٺ ويهي رهندو ان کي پناهه ڏني ويندي ته ماڻهو چرين وانگر پنهنجي گهرن ڏانهن ڊوڙيا ته جيئن انهن جا دروازا بند ڪري وٺن ۽ ابوسفيان جي گهر ڏانهن ڊوڙيا ته جيئن ان ۾ پناهه وٺي سگهن ۽ بلالؓ جي جهنڊي ڏانهن ڊوڙيا ته جيئن انجي هيٺ ويهي امن ماڻي سگهن ۽ جيئن ته خانه ڪعبي کي به پناهه جي جڳهه مقرر ڪيو ويو هو ان ڪري اُهي چرين وانگر خانه ڪعبي ڏانهن ڊُڪن پيا ته جيئن بچي وڃن.

## سُوْرَةُ نُوْحٍ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ تِسْعٌ وَّ عِشْرُوْنَ اٰيَةً وَّ رُكُوْعَانِ

سورت نوح- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم الله سميت هن جون اُٺٽيهه آيتون ۽ ٻہ رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ﴿۱﴾

۱-(مان) الله جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

اِنَّآ اَرْسَلْنَا نُوْحًا اِلٰى قَوْمِهٖٓ اَنْ اَنْذِرْ قَوْمَكَ مِنْ قَبْلِ اَنْ يَّاْتِيَهُمْ عَذَابٌ اَلِيْمٌ ﴿۲﴾

۲-اسان نوح کي انهيءَ جي قوم ڏانهن هيءُ چئي موڪليو هو تہ پنهنجي قوم کي انَ وقت کان پهرين هوشيار ڪر جڏهن انهن تي دردناڪ عذاب نازل ٿئي.

قَالَ يٰقَوْمِ اِنِّيْ لَكُمْ نَذِيْرٌ مُّبِيْنٌ ﴿۳﴾

۳-هُن (پنهنجي قوم سان مخاطب ٿي) چيو هو- اي منهنجي قوم! مان توهان ڏانهن هڪ ظاهر ظهور ڊيڄارڻ وارو (نبي) ٿي آيو آهيان.

اَنِ اعْبُدُوا اللّٰهَ وَاتَّقُوْهُ وَاَطِيْعُوْنِ ﴿۴﴾

۴-(۽ توهانکي چوانٿو تہ) صرف الله جي عبادت ڪيو ۽ انهيءَ جي تقويٰ اختيار ڪيو ۽ منهنجي فرمانبرداري ڪيو.

يَغْفِرْ لَكُمْ مِّنْ ذُنُوْبِكُمْ وَيُؤَخِّرْكُمْ اِلٰٓى اَجَلٍ مُّسَمًّى ۭ اِنَّ اَجَلَ اللّٰهِ اِذَا جَاۗءَ لَا يُؤَخَّرُ ۘ لَوْ كُنْتُمْ تَعْلَمُوْنَ ﴿۵﴾ وقف لازم

۵-هُو توهانجن گناهن کي معاف ڪندو ۽ توهانکي هڪ وقت مقرر ڪيل تائين مهلت ڏيندو ۽ جيڪڏهن توهان ڄاڻو ٿا تہ سمجهي وجو تہ الله جيڪا مدت ڪنهن قوم جي تباهيءَ جي لاءِ مقرر ڪري ٿو جڏهن اها اچي وڃي ٿي تہ اڳتي پوئتي نٿي ڪري سگهجي.

قَالَ رَبِّ اِنِّیۡ دَعَوۡتُ قَوۡمِیۡ لَیۡلًا وَّ نَهَارًا ۙ﴿۶﴾

۶-چيو ته (الله کي) چيو، اي منهنجا رب! مون پنهنجي قوم کي رات جي وقت به سڏيو ۽ ڏينهن جي وقت به سڏيو.

فَلَمۡ یَزِدۡهُمۡ دُعَآءِیۡۤ اِلَّا فِرَارًا ﴿۷﴾

۷-پر منهنجي تبليغ جي سببان اهي اڃا به پري ڀڄڻ لڳا.

وَ اِنِّیۡ كُلَّمَا دَعَوۡتُهُمۡ لِتَغۡفِرَ لَهُمۡ جَعَلُوۡۤا اَصَابِعَهُمۡ فِیۡۤ اٰذَانِهِمۡ وَ اسۡتَغۡشَوۡا ثِیَابَهُمۡ وَ اَصَرُّوۡا وَ اسۡتَكۡبَرُوا اسۡتِكۡبَارًا ۚ﴿۸﴾

۸-۽ مون جڏهن به انهن کي تبليغ ڪئي انهيءَ لاءِ ته اُهي مڃي وڃن ۽ تون انهن کي معاف ڪري ڇڏين ته انهن پنهنجون آڱريون پنهنجن ڪنن ۾ وجهي ڇڏيون ۽ پنهنجا ڪپڙا (پنهنجي مٿي جي چوڌاري) ويڙهي ڇڏيا ۽ انڪار تي هٺ ڪيائون ۽ سخت تڪبر کان ڪم ورتائون.

ثُمَّ اِنِّیۡ دَعَوۡتُهُمۡ جِهَارًا ۙ﴿۹﴾

۹-پوءِ مون انهن کي بلند آواز سان (يعني تقريرن جي ذريعي) تبليغ ڪئي.

ثُمَّ اِنِّیۡۤ اَعۡلَنۡتُ لَهُمۡ وَ اَسۡرَرۡتُ لَهُمۡ اِسۡرَارًا ۙ﴿۱۰﴾

۱۰-پوءِ مون انهن کي ظاهر ۾ سمجهائڻ کانپوءِ انهن کي ڳجهي تبليغ ڪئي.

فَقُلۡتُ اسۡتَغۡفِرُوۡا رَبَّكُمۡ ؕ اِنَّهٗ كَانَ غَفَّارًا ۙ﴿۱۱﴾

۱۱-۽ مون انهن کي چيو پنهنجي رب کان استغفار ڪيو، هو وڏو بخشڻ وارو آهي.

یُّرۡسِلِ السَّمَآءَ عَلَیۡكُمۡ مِّدۡرَارًا ۙ﴿۱۲﴾

۱۲-جيڪڏهن توهان توبهه ڪندؤ ته اهو وسڻ واري ڪڪر کي توهان ڏانهن موڪليندو.

وَّ یُمۡدِدۡكُمۡ بِاَمۡوَالٍ وَّ بَنِیۡنَ وَ یَجۡعَلۡ لَّكُمۡ جَنّٰتٍ وَّ یَجۡعَلۡ لَّكُمۡ اَنۡهٰرًا ؕ﴿۱۳﴾

۱۳-۽ مالن ۽ اولاد سان توهانجي مدد ڪندو ۽ توهانجي لاءِ باغ اُپائيندو ۽ توهان جي لاءِ دريا هم وهائيندو.

مَا لَكُمۡ لَا تَرۡجُوۡنَ لِلّٰهِ وَقَارًا ۚ﴿۱۴﴾

۱۴-توهانکي ڇا ٿي ويو آهي جو توهان

اللّٰه کان حڪمت جي اميد نٿا رکون.

وَقَدْ خَلَقَكُمْ اَطْوَارًا ۝١٥

١٥-حالانڪ انهيءَ توهانکي وڏين ترقين حاصل ڪرڻ جي طاقت ڏيئي موڪليو آهي.

اَلَمْ تَرَوْا كَيْفَ خَلَقَ اللّٰهُ سَبْعَ سَمٰوٰتٍ طِبَاقًا ۝١٦

١٦-ڇا توهان ڏٺو ناهي ته اللّٰه ڪهڙيءَ طرح ست آسمان پيدا ڪيا آهن، جيڪي (قانون جي لحاظ کان) هڪ ٻئي جي مطابق ① آهن.

وَّ جَعَلَ الْقَمَرَ فِيْهِنَّ نُوْرًا وَّ جَعَلَ الشَّمْسَ سِرَاجًا ۝١٧

١٧-۽ هُن چنڊ کي انهن (آسمانن) ۾ نور جو ذريعو② بڻايو آهي ۽ سج کي آسمانن ۾ هڪ ڏيئي جي حيثيت ۾ بڻايو آهي.

وَاللّٰهُ اَنْۢبَتَكُمْ مِّنَ الْاَرْضِ نَبَاتًا ۝١٨

١٨-۽ اللّٰه زمين مان توهانکي پيدا ڪيو ۽ پرورش ڪئي.

ثُمَّ يُعِيْدُكُمْ فِيْهَا وَيُخْرِجُكُمْ اِخْرَاجًا ۝١٩

١٩-پوءِ هو توهانکي موٽائي انهيءَ ۾ وٺي ويندو ۽ توهانکي انهيءَ مان ڪيندو.

وَاللّٰهُ جَعَلَ لَكُمُ الْاَرْضَ بِسَاطًا ۝٢٠

٢٠-۽ اللّٰه زمين کي هموار بڻايو آهي.

لِّتَسْلُكُوْا مِنْهَا سُبُلًا فِجَاجًا ۝٢١ ع

٢١-انهيءَ لاءِ ته توهان انهيءَ جي کليل رستن تي هلو.

قَالَ نُوْحٌ رَّبِّ اِنَّهُمْ عَصَوْنِيْ وَاتَّبَعُوْا مَنْ لَّمْ يَزِدْهُ مَالُهٗ وَوَلَدُهٗۤ اِلَّا خَسَارًا ۝٢٢

٢٢-پوءِ نوح چيو، اي منهنجا رب! هُنن منهنجي نافرماني ڪئي آهي ۽ (منهنجي بدران) انَ جي پويان هلي پيا آهن جنهن جو مال ۽ اولاد هن کي روحاني گهاٽي ۾

١-يعني سڄو نظام شمسي هڪ خدا جي وجود تي شاهد آهي.

٢-عربي زبان جي لحاظ سان مضاف حذف به ٿي سگهي ٿو هتي اهو حذف آهي ۽ اصل لفظ هي آهن ته اسان چنڊ کي ذوالنور بڻايو آهي يعني نور وارو.

وڌائيندو ويو.

وَمَكَرُوْا مَكْرًا كُبَّارًا ﴿٢٢﴾

**٢٢**ـ ۽ (منهنجي خلاف) اُنهن وڏيون وڏيون تدبيرون ڪيون.

وَقَالُوْا لَا تَذَرُنَّ اٰلِهَتَكُمْ وَلَا تَذَرُنَّ وَدًّا وَّلَا سُوَاعًا ۙ وَّلَا يَغُوْثَ وَيَعُوْقَ وَنَسْرًا ﴿٢٣﴾

**٢٣**ـ ۽ (پنهنجي قوم کي) چوندا رهيا آهن ته توهان پنهنجن معبودن کي نه ڇڏجو نه وَد کي ڇڏجو، نه سَواع کي ڇڏجو ۽ نه يَغوث کي ۽ نه يَعوق کي ۽ نه نَسَرَ① کي.

وَقَدْ اَضَلُّوْا كَثِيْرًا ۚ وَلَا تَزِدِ الظّٰلِمِيْنَ اِلَّا ضَلٰلًا ﴿٢٤﴾

**٢٤**ـ ۽ اُنهن ڪيترن ماڻهن کي گمراهه ڪري ڇڏيو ۽ (اي خدا!) ظالمن کي صرف ناڪاميءَ ۾ ئي وڌائج.

مِمَّا خَطِيْٓـٰٔتِهِمْ اُغْرِقُوْا فَاُدْخِلُوْا نَارًا ۙ فَلَمْ يَجِدُوْا لَهُمْ مِّنْ دُوْنِ اللّٰهِ اَنْصَارًا ﴿٢٥﴾

**٢٥**ـ اُهي پنهنجن گناهن جي ڪري غرق ڪيا ويا، ۽ باهه ۾ داخل ڪيا ويا ۽ اللّٰه کانسواءِ انهن پنهنجي لاءِ ڪو به مددگار نه لڌو.

وَقَالَ نُوْحٌ رَّبِّ لَا تَذَرْ عَلَى الْاَرْضِ مِنَ الْكٰفِرِيْنَ دَيَّارًا ﴿٢٦﴾

**٢٦**ـ ۽ نوح اها به دعا ڪئي ته اي منهنجا رب! زمين تي ڪافرن جو ڪو گهر باقي نه رهي②.

١ـ انهن ئي نالن تي مڪي ۽ طائف وارن به بُت ناهيا هئا. اصل ۾ هي نالا ستارن ۽ انهن جي منزلن جي حساب سان آهن. عيسائي ليڪ پنهنجي بيوقوفيءَ سان چوندا آهن ته محمد رسول اللّٰه ﷺ مڪي جي بُتن کي نوحؑ جي قوم ڏانهن منسوب ڪري ڇڏيو آهي. حقيقت ۾ وهمي ڳالهيون هڪ ٻئي کان اڳتي وڌنديون وينديون آهن. بُت به وهمي آهن. مڪي وارن پنهنجي پيءُ ڏاڏن کان ٻڌي پنهنجي بُتن جا اهي نالا رکيا هئا.

٢ـ هيءَ بد دعا ناهي ته سڀ ڪافر ماريا وڃن، بلڪ دعا آهي ته سڀ قوم ايمان آڻي وٺي ۽ ڪافر ڪو نه رهي.

اِنَّكَ اِنْ تَذَرْهُمْ يُضِلُّوْا عِبَادَكَ وَلَا يَلِدُوْٓا اِلَّا فَاجِرًا كَفَّارًا ﴿۲۸﴾

**۲۸**۔جيڪڏهن تون انهن کي ائين ڇڏي ڏيندين ته اِهي تنهنجن ٻين ٻانهن کي به گمراهه ڪنداءِ اُهي فاجر ۽ ڪفر ڪرڻ واري ڪانسواءِ ڪو ٻار نه ڄڻيندا①.

رَبِّ اغْفِرْ لِيْ وَلِوَالِدَيَّ وَلِمَنْ دَخَلَ بَيْتِيَ مُؤْمِنًا وَّلِلْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُؤْمِنٰتِ ؕ وَلَا تَزِدِ الظّٰلِمِيْنَ اِلَّا تَبَارًا ﴿۲۹﴾ ع ۲ النصف

**۲۹**۔اي منهنجا رب! مونکي ۽ منهنجي ماءُ پيءُ کي ۽ هر انهيءَ شخص کي جيڪو منهنجي گهر②۾ مومن ٿي داخل ٿئي ٿو انهيءَ کي بخش ۽ سڀني مومن مردن ۽ سڀني مومن عورتن کي بہ ۽ ائين ٿئي جو ظالم صرف تباهيءَ ۾ ئي ترقي ڪن (انهن کي ڪاميابي نصيب نه ٿئي).

۱۔يعني جيڪڏهن هي ماڻهو ڪفر جي حال ۾ رهيا ته ٻين کي به ڪافر بڻائيندا ۽ جيڪو ٻار پيدا ٿيندو ان کي به پنهنجو مشرڪاڻو دين سيکاريندا. هي مطلب ناهي ته خدا تعاليٰ وٽان ٻار ڪفر کڻي ايندو.

۲۔يعني روحاني گهر ۽ طريقو.

## سُوْرَةُ الْجِنِّ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ تِسْعٌ وَّ عِشْرُوْنَ اٰيَةً وَّ رُكُوْعَانِ

سورت جنّ - هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون اُٺٽيهه آيتون ۽ ٻه رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١-(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

قُلْ اُوْحِيَ اِلَيَّ اَنَّهُ اسْتَمَعَ نَفَرٌ مِّنَ الْجِنِّ فَقَالُوْٓا اِنَّا سَمِعْنَا قُرْاٰنًا عَجَبًا ②

٢-تون چؤ مونکي① وحي ڪئي ويئي آهي ته جنن مان ڪن فردن توکان (قرآن) ٻڌو سو (جڏهن اهي پنهنجي قوم ڏانهن موٽي ويا ته) انهن پنهنجي قوم کي چيو ته اسان هڪ عجيب قرآن ٻڌو آهي.

يَّهْدِيْٓ اِلَى الرُّشْدِ فَاٰمَنَّا بِهٖ ؕ وَلَنْ نُّشْرِكَ بِرَبِّنَآ اَحَدًا ③

٣-هُو هدايت ڏانهن وٺي وڃي ٿو جنهن جي نتيجي ۾ اسان انهيءَ تي ايمان آندو آهي ۽ اسان آئيندي ڪڏهن پنهنجي رب جو ڪنهن کي شريڪ نه قرار ڏينداسين.

وَّاَنَّهٗ تَعٰلٰى جَدُّ رَبِّنَا مَا اتَّخَذَ صَاحِبَةً

٤-۽ حق هي آهي ته اسانجو رب وڏي بلند شان وارو آهي ۽ نه انهيءَ ڪڏهن

---

١-اڳ ٻه جنن جي اچڻ جو ذڪر آهي پر اُتي هي ذڪر آهي ته رسول ڪريم ﷺ وٽ ڪي جِنّ آيا. هتي هي ذڪر آهي ته خداتعاليٰ وحيءَ سان ٻڌايو ته ڪن جنن اوهان جو قرآن ٻڌو آهي.ان ڪري هي واقعو ٻيو آهي ۽ اُهو ٻيو. هن واقعي ۽ جنن کي سمجهڻ لاءِ ڏسو سورت احقاف آيت ٣٠ ۽ سورت سبا آيت ١٣. سورت احقاف ۾ جَن جِنن جو ذڪر آهي اسان تاريخ ۽ حديث مان ثابت ڪري چُڪا آهيون ته اُهي ڪجهه يهودي هئا. ان ڪري هتي به جنن مان مراد مڪي ڪان ٻاهر جا ڪجهه يهودي آهن. جن کي قرآن جو علم ٿيو ۽ اُهي ٻڌڻ آيا پر قوم کان ڊڄي لڪندي ئي ٻڌي هليا ويا.

وَّلَا وَلَدًا ۝٣

ڪا زال ٻڌائي آهي ۽ نه پٽ ٻڌايو① آهي.

وَّاَنَّهٗ كَانَ يَقُوْلُ سَفِيْهُنَا عَلَى اللّٰهِ شَطَطًا ۝٤

۵-۽ اِها بہ حقيقت آهي تہ اسان مان بيوقوف ماڻهو اللّٰه جي متعلق غير واجبي ڳالهيون چوندا هئا.

وَّاَنَّا ظَنَنَّآ اَنْ لَّنْ تَقُوْلَ الْاِنْسُ وَالْجِنُّ عَلَى اللّٰهِ كَذِبًا ۝٥

٦-۽ اسان انهيءَ خيال تي هئاسين تہ انسان ۽ جن اللّٰه جي متعلق تہ ڪوڙ نٿا ڳالهائي سگهن.

وَّاَنَّهٗ كَانَ رِجَالٌ مِّنَ الْاِنْسِ يَعُوْذُوْنَ بِرِجَالٍ مِّنَ الْجِنِّ فَزَادُوْهُمْ رَهَقًا ۝٦

٧-۽ وري هيءَ بہ حقيقت آهي تہ انسانن مان ڪي اهڙا ماڻهو هئا جيڪي جنن مان ڪن فردن جي پناهہ گهرندا هئا سو انهيءَ جو نتيجو اهو ٿيو (جو انسانن جي جنن جي پناهہ گهرڻ) جنن ڪي تڪبر ۾ اجا بہ وڌائي ڇڏيو.

وَّاَنَّهُمْ ظَنُّوْا كَمَا ظَنَنْتُمْ اَنْ لَّنْ يَّبْعَثَ اللّٰهُ اَحَدًا ۝٧

٨-۽ يقيناً اُهي (يهودي) جِنَ بہ يقين رکندا هئا جهڙيءَ طرح توهان يقين رکو ٿا تہ اللّٰه ڪنهن کي نبي بڻائي② مبعوث

١-ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ هو عيسائي اثر ۾ هئا. ڇاڪاڻ تہ هي عقيدو جيڪو انهن ٻڌايو آهي عيسائين جو آهي يهودين جو ناهي. تاريخ مان ثابت آهي تہ عيسائي ترقيءَ جي زماني ۾ ڪجهہ يهودي بہ عيسائي اثر جي هيٺ اچي ويا هئا.

٢-اسان چيو آهي تہ اُهي يهودي هئا ان جو ثبوت قرآن مجيد مان ملي ٿو. هو فرمائي ٿو تہ حَتّٰٓى اِذَا هَلَكَ قُلْتُمْ لَنْ يَّبْعَثَ اللّٰهُ مِنْۢ بَعْدِهٖ رَسُوْلًا (سورت مومن آيت ٣٥) تہ جڏهن يوسفؑ فوت ٿي ويو تہ توهان چيو تہ هاڻي آئيندي ڪو رسول نہ ايندو. هن جڳهہ بہ انهن جنن جي واتان انهيءَ عقيدي کي ورجايو ويو آهي تہ توهان يقين رکندا هئا تہ آئيندي اللّٰه تعاليٰ ڪنهن کي نبي نہ ٺاهيندو. ڇاڪاڻ تہ خَاتَمُ النَّبِيّٖنَ اچي چڪو آهي مسلمان هن آيت تي غور ڪن ۽ پنهنجي انجام جي باري سوچين.

نہ ڪندو.

وَّ اَنَّا لَمَسْنَا السَّمَآءَ فَوَجَدْنٰهَا مُلِئَتْ حَرَسًا شَدِيْدًا وَّ شُهُبًا ۙ﴿۹﴾

**٩**-۽ اسان آسمان کي ڇهيو (يعني آسماني علوم حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي) پر اسان انهيءَ کي مضبوط پهريدارن ۽ شهاب ثاقب سان ڀريل ڏٺو.

وَّ اَنَّا كُنَّا نَقْعُدُ مِنْهَا مَقَاعِدَ لِلسَّمْعِ ؕ فَمَنْ يَّسْتَمِعِ الْاٰنَ يَجِدْ لَهٗ شِهَابًا رَّصَدًا ۙ﴿۱۰﴾

**١٠**-۽ اسان انهيءَ ۾ (آسماني ڳالهين) ٻڌڻ جي لاءِ (پهرين) ويهندا هئاسين پر هاڻي جيڪو بہ (آسماني ڳالهين) ٻڌڻ جي ڪوشش ڪري ٿو تہ اهو هڪ (مارينڌڙ) اُلَي واري تاري کي پنهنجي تاڙ ۾ لهي ٿو①.

وَّ اَنَّا لَا نَدْرِيْۤ اَشَرٌّ اُرِيْدَ بِمَنْ فِي الْاَرْضِ اَمْ اَرَادَ بِهِمْ رَبُّهُمْ رَشَدًا ۙ﴿۱۱﴾

**١١**-۽ اسان نٿا ڄاڻون تہ انهيءَ اڇڻ واري جي ذريعي زمين ۾ رهڻ وارن ماڻهن جي لاءِ ڪنهن عذاب جو فيصلو ڪيو ويو آهي يا انهن جي لاءِ انهن جي رب هدايت ڏيڻ جو فيصلو ڪيو آهي.

وَّ اَنَّا مِنَّا الصّٰلِحُوْنَ وَ مِنَّا دُوْنَ ذٰلِكَ ؕ كُنَّا طَرَآئِقَ قِدَدًا ۙ﴿۱۲﴾

**١٢**-۽ اسان مان ڪي نيڪ ماڻهو بہ آهن ۽ ڪي انهيءَ جي خلاف بہ آهن. اسان مختلف رستن تي وڃي رهيا هئاسين.

وَّ اَنَّا ظَنَنَّاۤ اَنْ لَّنْ نُّعْجِزَ اللّٰهَ فِي الْاَرْضِ وَ لَنْ نُّعْجِزَهٗ هَرَبًا ۙ﴿۱۳﴾

**١٣**-۽ اسان يقين رکيو ٿي تہ اسان دنيا ۾ اللّٰه کي ناڪام نٿا بڻائي سگهون ۽ نہ اسان ان کي ڀڄي ڊڪي ناڪام بڻائي سگهون ٿا.

وَّ اَنَّا لَمَّا سَمِعْنَا الْهُدٰۤى اٰمَنَّا بِهٖ ؕ

**١٤**- ۽ اسان تہ جڏهن هدايت جي ڳالهہ ٻڌي انهيءَ تي ايمان آندو ۽ جيڪو شخص

١- يعني جيڪو شخص اسلام ۾ غلط ڳالهيون ملائڻ چاهي ٿو جهڙوڪ مٿيون عقيدو آهي اللّٰه تعاليٰ محمد رسول اللّٰه ﷺ جي برڪت سان ان جي تباهيءَ جو سامان ڪري ڇڏيندو آهي.

فَمَنْ يُّؤْمِنْۢ بِرَبِّهٖ فَلَا يَخَافُ بَخْسًا وَّلَا رَهَقًا ﴿۱۴﴾

پنهنجي رب تي ايمان آڻي ٿو تہ نہ ڪنهن نقصان کان ڊڄي ٿو ۽ نہ ڪنهن ظلم کان ڊڄي ٿو.

وَّاَنَّا مِنَّا الْمُسْلِمُوْنَ وَمِنَّا الْقٰسِطُوْنَ ؕ فَمَنْ اَسْلَمَ فَاُولٰٓئِكَ تَحَرَّوْا رَشَدًا ﴿۱۵﴾

**۱۵-**۽ اسان مان ڪي فرمانبردار آهن ۽ ڪي ظالم بہ آهن ۽ جيڪو بہ فرمانبردار بڻجي ٿو، اهو ئي هدايت جو طالب هوندو آهي.

وَاَمَّا الْقٰسِطُوْنَ فَكَانُوْا لِجَهَنَّمَ حَطَبًا ﴿۱۶﴾

**۱۶-**۽ جيڪي ظلم ڪندا آهن اهي ئي جهنم جو ٻارڻ بڻجندا آهن.

وَّاَنْ لَّوِ اسْتَقَامُوْا عَلَى الطَّرِيْقَةِ لَاَسْقَيْنٰهُمْ مَّآءً غَدَقًا ﴿۱۷﴾

**۱۷-**۽ (اي پيغمبر! مون فيصلو ڪري ڇڏيو هو تہ) جيڪڏهن هي (مڪي جا ڪافر) اسانجي ٻڌايل طريقي تي قائم ٿي وڃن ها تہ اسان انهن کي جام پاڻي پياريون ها.

لِّنَفْتِنَهُمْ فِيْهِ ؕ وَمَنْ يُّعْرِضْ عَنْ ذِكْرِ رَبِّهٖ يَسْلُكْهُ عَذَابًا صَعَدًا ﴿۱۸﴾

**۱۸-** انهيءَ لاءِ تہ ان جي ذريعي سان آزمائش ڪيون ۽ جيڪو شخص بہ پنهنجي رب جي ذڪر کان منهن موڙي ٿو اهو (خدا) انهيءَ کي اهڙي عذاب جي رستي تي هلائي ٿو جيڪو وڌندو ئي وڃي ٿو (۽ انهن اهو ئي رستو اختيار ڪيو آهي).

وَّاَنَّ الْمَسٰجِدَ لِلّٰهِ فَلَا تَدْعُوْا مَعَ اللّٰهِ اَحَدًا ﴿۱۹﴾

**۱۹-**۽ اسان اهو بہ فيصلو ڪيو هو تہ مسجدون هميشه اللّٰه جي ئي ملڪيت قرار ڏنيون وڃن. سو اي انسانو! توهان انهن ۾ هُن کانسواءِ ڪنهن کي نہ پڪاريو.

وَّاَنَّهٗ لَمَّا قَامَ عَبْدُ اللّٰهِ يَدْعُوْهُ كَادُوْا يَكُوْنُوْنَ عَلَيْهِ لِبَدًا ﴿۲۰﴾ ع

**۲۰-**۽ اسانکي نظر اچي رهيو آهي تہ جڏهن اللّٰه جو ٻانهو (محمد ﷺ) هُن کي پڪارڻ جي لاءِ کڙو ٿئي ٿو تہ اِهي (مڪي وارا)

قُلْ اِنَّمَاۤ اَدْعُوْا رَبِّیْ وَ لَاۤ اُشْرِكُ بِهٖۤ اَحَدًا ﴿۲۱﴾

قُلْ اِنِّیْ لَاۤ اَمْلِكُ لَكُمْ ضَرًّا وَّ لَا رَشَدًا ﴿۲۲﴾

قُلْ اِنِّیْ لَنْ یُّجِیْرَنِیْ مِنَ اللّٰهِ اَحَدٌ ۙ۬ وَّ لَنْ اَجِدَ مِنْ دُوْنِهٖ مُلْتَحَدًا ﴿۲۳﴾

اِلَّا بَلٰغًا مِّنَ اللّٰهِ وَ رِسٰلٰتِهٖ ؕ وَ مَنْ یَّعْصِ اللّٰهَ وَ رَسُوْلَهٗ فَاِنَّ لَهٗ نَارَ جَهَنَّمَ خٰلِدِیْنَ فِیْهَاۤ اَبَدًا ﴿۲۴﴾

حَتّٰۤی اِذَا رَاَوْا مَا یُوْعَدُوْنَ فَسَیَعْلَمُوْنَ مَنْ اَضْعَفُ نَاصِرًا وَّ اَقَلُّ عَدَدًا ﴿۲۵﴾

انهئَ جي مٿان ڳاهَٽُ ڪري اچي ڪرن ٿا.

**۲۱**-تون چوُ ته مان ته صرف پنهنجي رب کي سڏيان ٿوءِ ۽ ڪنهن کي انهئَ جو شريڪ مقرر نٿو ڪيان.

**۲۲**-۽ هيُ به چوُ ته توهانکي ڪنهن به قسم جو نقصان پهچائڻ يا هدايت ڏيڻ جي سون ۾ طاقت ڪانهي.

**۲۳**-(بلڪ اِهو به) چوُ (ته جيڪڏهن اللّٰه سون تي عذاب نازل ڪري ته) مونکي اللّٰه جي عذاب کان بچائڻ وارو ڪو ڪونهي ۽ انهئَ کي ڇڏي مان ڪو نڪاٽو نٿو لهان.

**۲۴**- منهنجو ڪم ته صرف اِهو آهي ته اللّٰه جي ڳالهه ۽ انهئَ جو پيغام پهچايان، ۽ جيڪي ماڻهو اللّٰه ۽ انهئَ جي رسول جي ڳالهه نٿا مڃين انهن کي دوزخ ملي ٿو،۽ اُهي انهئَ ۾ دير تائين رهندا ايندا.

**۲۵**-ها① ! جڏهن اُهي موعود عذاب کي ڏسندا ته خبر پوندين (ته انهن جو ۽ محمد ﷺ جو مقابلو مد نظر رکندي) مددگار جي لحاظ کان ڪير ڪمزور آهي، ۽ تعداد جي لحاظ کان ڪير ٿورو② آهي.

۱-هتي حتّٰى آهي جيڪو نحو جي لحاظ سان ڪڏهن شروعاتي به ٿيندو آهي. يعني ان جي ڪا معنيٰ نا هي ٿيندي صرف ڪلام جي سونهن جي لاءِ ايندو آهي. (مغني اللبيب)

۲-يعني فيصلي جي وقت جي ايندي ئي محمد رسول اللّٰه ﷺ کي مڃڻ وارن جو انگ وڌي ويندو ۽ ڪافرن جو گهٽجي ويندو. جهڙوڪ حقيقت ۾ به ٿيو. هيُ هڪ وڏي پيشگوئي هئي جيڪا

قُلۡ اِنۡ اَدۡرِیۡۤ اَقَرِیۡبٌ مَّا تُوۡعَدُوۡنَ اَمۡ یَجۡعَلُ لَهٗ رَبِّیۡۤ اَمَدًا ﴿٢٦﴾

**٢٦**ـتون چؤ ته مان نٿو ڄاڻان ته توهانجي واعدي ڪيل گهڙي ويجهي آهي يا انهيءَ جي لاءِ ڪا ڊگهي مدت مقرر ڪندو.

عٰلِمُ الۡغَیۡبِ فَلَا یُظۡهِرُ عَلٰی غَیۡبِهٖۤ اَحَدًا ﴿٢٧﴾

**٢٧**ـغيب جي ڄاڻڻ وارو اُهو آهي ۽ هُو پنهنجي غيب تي ڪنهن کي غالب نه ڪندو.

اِلَّا مَنِ ارۡتَضٰی مِنۡ رَّسُوۡلٍ فَاِنَّهٗ یَسۡلُكُ مِنۡۢ بَیۡنِ یَدَیۡهِ وَ مِنۡ خَلۡفِهٖ رَصَدًا ﴿٢٨﴾

**٢٨**ـسواءِ اهڙي رسول جي جنهن کي هو انهيءَ ڪم جي لاءِ پسند ڪري ٿو① ۽ انهيءَ رسول جو اِهو شان آهي جو انهيءَ جي اڳيان به ۽ انهيءَ جي پٺيان به حفاظتي فرشتن جو جٿو هلي ٿو.

لِّیَعۡلَمَ اَنۡ قَدۡ اَبۡلَغُوۡا رِسٰلٰتِ رَبِّهِمۡ وَ اَحَاطَ بِمَا لَدَیۡهِمۡ وَ اَحۡصٰی كُلَّ شَیۡءٍ عَدَدًا ﴿٢٩﴾ ع ٢

**٢٩**ـانهيءَ لاءِ ته اللّٰه کي ڄاڻي وٺي ته انهن رسولن② پنهنجي رب جي پيغام کي ماڻهن تائين پهچايو آهي ۽ اهو جيڪي ڪي انهن وٽ آهي انهيءَ کي گهيري ۾ رکي ٿو ۽ هر شيءِ کي ڳڻي رکي ٿو.

**(باقي حاشيو)**پنهنجي وقت تي پوري ٿي خاص طور تي جڏهن هي ڏنو وڃي ته هيءَ سورت مڪي آهي جڏهن مسلمان ڪمزور ۽ ٿورڙا هئا.

١ـ يعني هو هن کي ڪثرت سان غيب جا علوم بخشيندو آهي.

٢ـ هتي جمع جو صيغو آهي پر مراد محمد رسول اللّٰهﷺ آهن جيڪي سڀني نبين جا جامع آهن. جيئن ته پهرين آيت ۾ رسول جو لفظ واحد ئي آهي.

## سُوْرَةُ الْمُزَّمِّلِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ اِحْدٰى وَ عِشْرُوْنَ اٰيَةً وَّ رُكُوْعَانِ

سورت مزّمّل ـ هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ايڪيھ آيتون ۽ ٻہ رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١ـ(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

يٰٓاَيُّهَا الْمُزَّمِّلُ ②

٢ـاي چادر ۾ ويڙهيل (خدا جي رحمت جو انتظار ڪرڻ وارا)

قُمِ الَّيْلَ اِلَّا قَلِيْلًا ③

٣ـ رات جو اُٿي اُٿي عبادت ڪر. جنهن مان اسانجي مراد هيءَ آهي تہ رات جو اڪثر حصو عبادت ۾ گذاريندو ڪر.

نِّصْفَهٗٓ اَوِ انْقُصْ مِنْهُ قَلِيْلًا ④

٤ـيعني انهيءَ جو اڌ① يا اڌ کان ڪجھہ گھٽ ڪري ڇڏ.

اَوْ زِدْ عَلَيْهِ وَرَتِّلِ الْقُرْاٰنَ تَرْتِيْلًا ⑤

٥ـ يا انهيءَ تي ڪجھہ ٻيو وڌائي ڇڏ. ۽ قرآن کي ٺاهي ٺاهي پڙهندو ڪر.

اِنَّا سَنُلْقِيْ عَلَيْكَ قَوْلًا ثَقِيْلًا ⑥

٦ ـ اسان توتي هڪ اهڙو ڪلام لاهڻ وارا آهيون (جيڪو ذميواريءَ جي لحاظ کان) ڏاڍو ڳرو آهي.

اِنَّ نَاشِئَةَ الَّيْلِ هِيَ اَشَدُّ وَطْـًٔا

٧ـرات جو اٿڻ نفس کي پيرن هيٺان چيڀاٽڻ ۾ سڀ کان ڪامياب نسخو آهي ۽ رات

---

١ـڪي راتيون تمام ننڍڙيون ٿينديون آهن انهن ۾ رات جو صرف ٿورڙو حصو صحت کي مد نظر رکندي جاڳيو ويندو آهي پر فرمائي ٿو تہ جڏهن ڏينهن جي برابر راتيون هجن تہ اڌ رات جاڳندا ڪيو ۽ اڌ رات ننڊ ڪندا ڪيو. ۽ جڏهن راتيون ڊگهيون ٿين تہ گهڻو حصو رات جو جاڳندا ڪيو ۽ ٿورڙو سمهندا ڪيو. ۽ جڏهن جاڳو تہ ان ۾ قرآن جي تلاوت ڪندا ڪيو.

وَّاَقۡوَمُ قِيۡلًا ؕ﴿۶﴾

جو جاڳڻ وارن ڪي سچ جي به عادت پئجي وڃي ٿي①.

اِنَّ لَكَ فِى النَّهَارِ سَبۡحًا طَوِيۡلًا ؕ﴿۷﴾

۸-توکي ڏينهن جي وقت تمام گهڻو ڪم هوندو آهي②.

وَاذۡكُرِ اسۡمَ رَبِّكَ وَتَبَتَّلۡ اِلَيۡهِ تَبۡتِيۡلًا ؕ﴿۸﴾

۹-۽ گُهرجي ته تون پنهنجي رب جي صفتن کي ياد ڪندو ڪر ۽ انهيءَ سان دل لڳائيندو ڪر.

رَبُّ الۡمَشۡرِقِ وَالۡمَغۡرِبِ لَاۤ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ فَاتَّخِذۡهُ وَكِيۡلًا ﴿۹﴾

۱۰-اهو مشرق جو به رب آهي ۽ مغرب جو به رب آهي- انهيءَ کانسواءِ ڪو معبود ڪونهي- پوءِ انهيءَ کي پنهنجو ڪارساز بڻاءِ.

وَاصۡبِرۡ عَلٰى مَا يَقُوۡلُوۡنَ وَاهۡجُرۡهُمۡ هَجۡرًا جَمِيۡلًا ﴿۱۰﴾

۱۱-۽ جيڪي ڪي اهي (تنهنجا مخالف) چون ٿا انهيءَ تي صبر ڪر ۽ شريفانه طور تي انهن کان جدا ٿي وڃ.

وَذَرۡنِىۡ وَالۡمُكَذِّبِيۡنَ اُولِى النَّعۡمَةِ وَمَهِّلۡهُمۡ قَلِيۡلًا ﴿۱۱﴾

۱۲- ۽ نعمت وارن (مالدار) منڪرن کي ۽ مونکي اڪيلو ڇڏي ڏي ۽ تون انهن کي ٿوري دير ڏي (۽ انهن جي جلد تباهيءَ جي دعا نه ڪندو ڪر مان پاڻ ئي انهن

۱-يعني عبادت جي ڪري ان جي روحانيت ڪامل ٿي ويندي آهي ۽ هو ڪوڙ کان پاسو ڪرڻ لڳندو آهي.

۲-يعني رات جي عبادت جو اسان ان ڪري حڪم ڏنو آهي ته ڏينهن ۾ ماڻهو ملندا رهندا آهن ۽ پنهنجون دنيا جون حاجتون پيش ڪندا رهندا آهن يا ديني مسئلا پڇندا رهندا آهن. هتي **سَبۡحًا** جو لفظ استعمال ڪيو ويو آهي جنهن جي معنيٰ ترڻ جي هوندي آهي ان ڪري پري تائين ترڻ جا لفظ ٻڌائين ٿا ته هن جڳهه دين جو علم پکيڙڻ جو ذڪر آهي ڇاڪاڻ ته دين جو علم خاص طور تي محمد رسول اللّٰه ﷺ کي حاصل ٿيو هو ۽ ان کي پکيڙڻ لاءِ پاڻ سڀورا ڏينهن رات رُڌل رهندا هئا. ۽ قرآن ڪريم سندن دل ۾ داخل ٿي ويو هو جو هر مسئلي کي پاڻ آسانيءَ سان بيان ڪري پئي سگهيا.

ڪي تباهه ڪري ڇڏيندس).

اِنَّ لَدَيۡنَاۤ اَنۡكَالًا وَّجَحِيۡمًا ۙ﴿۱۳﴾

١٣-اسان وٽ قسم قسم جون هٿ ڪڙيون ۽ جهنم آهي.

وَّطَعَامًا ذَا غُصَّةٍ وَّعَذَابًا اَلِيۡمًا ﴿۱۴﴾

١٤-۽ اهڙو ڪاڌو به آهي جيڪو نڙيءَ ۾ ڦاسي پوي ٿو ۽ دردناڪ عذاب به آهي.

يَوۡمَ تَرۡجُفُ الۡاَرۡضُ وَالۡجِبَالُ وَكَانَتِ الۡجِبَالُ كَثِيۡبًا مَّهِيۡلًا ﴿۱۵﴾

١٥-جنهن ڏينهن زمين ۾ جبل ڌُٻندا ۽ جبل اهڙن دڙن وانگر ٿي ويندا جيڪي خود بخود ترڪيا ويندا آهن (انهيءَ ڏينهن اُهو عذاب ايندو).

اِنَّاۤ اَرۡسَلۡنَاۤ اِلَيۡكُمۡ رَسُوۡلًا ۙ شَاهِدًا عَلَيۡكُمۡ كَمَاۤ اَرۡسَلۡنَاۤ اِلٰى فِرۡعَوۡنَ رَسُوۡلًا ؕ﴿۱۶﴾

١٦-اي انسانوُ! اسان توهان ڏانهن هڪ اهڙو رسول موڪليو آهي جيڪو توهان تي نگران آهي اُهڙيءَ طرح جهڙي طرح فرعون ڏانهن رسول موڪليو هئوسين.

فَعَصٰى فِرۡعَوۡنُ الرَّسُوۡلَ فَاَخَذۡنٰهُ اَخۡذًا وَّبِيۡلًا ﴿۱۷﴾

١٧- پوءِ فرعون انهيءَ رسول جي نافرماني ڪئي هئي- ۽ اسان انهيءَ کي هڪ مصيبت واري عذاب سان پڪڙيو هو.

فَكَيۡفَ تَتَّقُوۡنَ اِنۡ كَفَرۡتُمۡ يَوۡمًا يَّجۡعَلُ الۡوِلۡدَانَ شِيۡبَا ۖ﴿۱۸﴾

١٨-۽ ٻڌايو ته جيڪڏهن توهان انهيءَ ڏينهن جو انڪار ڪيو- جيڪو جوانن کي پوڙهو ٻڻائي ڇڏي ٿو ته توهان ڪهڙيءَ طرح (عذاب کان) محفوظ رهندؤ.

السَّمَآءُ مُنۡفَطِرٌۢ بِهٖ ؕ كَانَ وَعۡدُهٗ مَفۡعُوۡلًا ﴿۱۹﴾

١٩- آسمان خود ئي انهيءَ عذاب کان ڦاٽڻ وارو آهي - اِهو انهيءَ (خدا) جو واعدو آهي جيڪو پورو ٿي رهندو.

اِنَّ هٰذِهٖ تَذۡكِرَةٌ ۚ فَمَنۡ شَآءَ اتَّخَذَ

٢٠-هيءُ (قرآن) هڪ نصيحت آهي- پوءِ جيڪو چاهي پنهنجي رب ڏانهن وڃڻ

اِلٰی رَبِّهٖ سَبِيْلًا ﴿٢٠﴾ ع

وارو رستو اختيار ڪري وٺي.

اِنَّ رَبَّكَ يَعْلَمُ اَنَّكَ تَقُوْمُ اَدْنٰی مِنْ ثُلُثَيِ الَّيْلِ وَنِصْفَهٗ وَثُلُثَهٗ وَطَآئِفَةٌ مِّنَ الَّذِيْنَ مَعَكَ ؕ وَاللّٰهُ يُقَدِّرُ الَّيْلَ وَالنَّهَارَ ؕ عَلِمَ اَنْ لَّنْ تُحْصُوْهُ فَتَابَ عَلَيْكُمْ فَاقْرَءُوْا مَا تَيَسَّرَ مِنَ الْقُرْاٰنِ ؕ عَلِمَ اَنْ سَيَكُوْنُ مِنْكُمْ مَّرْضٰی ۙ وَاٰخَرُوْنَ يَضْرِبُوْنَ فِی الْاَرْضِ يَبْتَغُوْنَ مِنْ فَضْلِ اللّٰهِ ۙ وَاٰخَرُوْنَ يُقَاتِلُوْنَ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ ۖ فَاقْرَءُوْا مَا تَيَسَّرَ مِنْهُ ۙ وَاَقِيْمُوا الصَّلٰوةَ وَاٰتُوا الزَّكٰوةَ وَاَقْرِضُوا اللّٰهَ قَرْضًا حَسَنًا ؕ وَمَا تُقَدِّمُوْا لِاَنْفُسِكُمْ مِّنْ خَيْرٍ تَجِدُوْهُ عِنْدَ اللّٰهِ هُوَ خَيْرًا وَّ اَعْظَمَ اَجْرًا ؕ وَاسْتَغْفِرُوا اللّٰهَ ؕ اِنَّ اللّٰهَ غَفُوْرٌ رَّحِيْمٌ ﴿٢١﴾ ع

**٢١۔**تنهنجو رب ڄاڻي ٿو ته تون ٻن ٽهائين رات کان ڪجهه گهٽ نماز جي لاءِ بيٺو رهين ٿو ۽ ڪڏهن ڪڏهن اڌ جي برابر ۽ ڪڏهن هڪ ٽهائيءَ جي برابر۔ ۽ اهڙي طرح ڪجهه تنهنجا ساٿي به.۽ الله رات ۽ ڏينهن کي ننڍو وڏو ڪندو رهي ٿو۔ خدا ڄاڻي ٿو ته توهان پوريءَ طرح نماز جي وقت جو اندازو نٿا لڳائي سگهو۔ سو هنَ توهان تي رحم ڪيو آهي سو گهرجي ته قرآن مان جيترو ميسر ٿئي توهان رات جي وقت پڙهندا ڪيو.الله ڄاڻي ٿو ته توهان مان ڪي بيمار به هوندا.۽ ڪي واپارجي مقصد سان سفر تي به نڪرندا ۽ ڪي ماڻهو الله جي رستي ۾ جهاد ڪرڻ به نڪرندا۔ سو (اسان ٻنان حد بنديءَ جي چئون ٿا ته) قرآن مان جيترو ميسر اچي پڙهندا ڪيو ۽ نمازون شرطن مطابق ادا ڪيو ۽ زڪوات ڏيندا ڪيو ۽ الله کي خوش ڪرڻجي لاءِ پنهنجي مال جو هڪ سنو ٽڪرو ڪٽي الڳ ڪندا ڪيو ۽ جيڪا ڀلائي به توهان پنهنجن جانين جي لاءِ اڳتي موڪليندؤ۔ توهان انهيءَ کي الله وٽ اهڙي حالت ۾ حاصل ڪندؤ جو اها بهتر ۽ اجر ۾ وڌيڪ هوندي ۽ الله کان استغفار ڪيو۔ الله گهڻو معاف ڪرڻ وارو (۽) بيحد ڪرم ڪرڻ وارو آهي.

سُوْرَةُ الْمُدَّثِّرِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِیَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ سَبْعٌ وَّ خَمْسُوْنَ اٰيَةً وَّ رُكُوْعَانِ

سورت مدّثّر- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ستونجاهہ آيتون ۽ ٻہ رڪوع آهن.

| | |
|---|---|
| بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ ﴿۱﴾ | ١-(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو). |
| یٰۤاَیُّہَا الۡمُدَّثِّرُ ۙ﴿۲﴾ | ٢-اي باراني ڪوٽ پائي ويهڻ وارا①. |
| قُمۡ فَاَنۡذِرۡ ۪ۙ﴿۳﴾ | ٣- اُٿي کڙو ٿيءُ ۽ پري پري وڃي ماڻهن کي هوشيار ڪر. |
| وَ رَبَّکَ فَکَبِّرۡ ۪ۙ﴿۴﴾ | ٤-۽ پنهنجي رب جي وڏائي بيان ڪر. |
| وَ ثِیَابَکَ فَطَہِّرۡ ۪ۙ﴿۵﴾ | ٥-۽ پاڻ وٽ رهڻ وارن ماڻهن کي پاڪ ڪر. |
| وَ الرُّجۡزَ فَاہۡجُرۡ ۪ۙ﴿۶﴾ | ٦-۽ شرڪ② کي مٽائي ڇڏ. |

١-مُدَّثِّر جي معنيٰ عام طور تي ڪمبل ويڙهڻ واري جي ڪئي ويندي آهي. پر ان کان علاوه لغت ۾ مُدَّثِّر جي هينين ريت معنيٰ لکيل آهي. (١) گهوڙي جي پرسان ويهڻ وارو تہ حڪم ملندي ئي تُرت ٽپو ڏئي ان تي سوار ٿي وڃي(اقرب) (٢)ڪپڙا پائي تيار ٿي وڃڻ وارو- پر دِثَار ان ڪپڙي کي چوندا آهن جيڪو پهرياڻ وغيره جي مٿان پاتو وڃي (اقرب). جڏهن انسان کي ٻاهر وڃڻو هوندو آهي تہ هو خالي پهرياڻ نا هي پائيندو بلڪ ڪوٽ پائيندو آهي. يا فوج وارا وڙهڻ ويندا آهن تہ وردي پائي ڇڏيندا آهن. ان ڪري آنحضرتﷺ جي شان جي مطابق اِها معنيٰ آهي تہ (١) اي وردي پائي ويهڻ وارا (٢) اي گهوڙي جي پرسان ويهڻ وارا تہ حڪم ملندي ئي ان تي سوار ٿي وڃي. اسان ترجمي ۾ ڪوٽ پائي ويهڻ واري جي معنيٰ ڪئي آهي يعني وڏو ڪوٽ يا باراني ڪوٽ جيڪي ڪپڙن جي مٿان پائبا آهن.

٢-رُجْز جي معنيٰ شرڪ جي ٿيندي آهي ۽ هَجْر جي معنيٰ وڏڻ ۽ ڌاهڻ جي آهي (اقرب) ان ڪري اسان وَالرُّجْزَ فَاهْجُرْ جي معنيٰ لغت جي مطابق ”شرڪ کي مِٽائي ڇڏ“ جي ڪئي آهي

| | |
|---|---|
| وَلَا تَمۡنُنۡ تَسۡتَكۡثِرُ ۟ۙ ⑦ | ٧- ۽ انَ نيت سان احسان نہ ڪر تہ انهيءَ جي بدلي ۾ توکي گهڻو ملندو. |
| وَلِرَبِّكَ فَاصۡبِرۡ ؕ ⑧ | ٨- ۽ (بزدليءَ سان نہ پر) پنهنجي رب کي خوش ڪرڻ جي لاءِ صبر کان ڪم وٺ. |
| فَاِذَا نُقِرَ فِى النَّاقُوۡرِ ۙ ⑨ | ٩- ۽ جڏهن بگل ① ۾ ڦوڪيو ويندو. |
| فَذٰلِكَ يَوۡمَئِذٍ يَّوۡمٌ عَسِيۡرٌ ۙ ⑩ | ١٠-تہ اِهو ڏينهن هڪ سخت ڏينهن هوندو. |
| عَلَى الۡكٰفِرِيۡنَ غَيۡرُ يَسِيۡرٍ ⑪ | ١١-ڪافرن جي لاءِ هرگز آسان نہ هوندو. |
| ذَرۡنِىۡ وَمَنۡ خَلَقۡتُ وَحِيۡدًا ۙ ⑫ | ١٢-(اي رسول!) مونکي ۽ انهيءَ کي جنهن کي مون بي يارو مددگار پيدا ڪيو هو اڪيلو ڇڏي ڏي. |
| وَّجَعَلۡتُ لَهٗ مَالًا مَّمۡدُوۡدًا ۙ ⑬ | ١٣- ۽ مون انهيءَ جي لاءِ ڏاڍو مال پيدا ڪيو هو. |
| وَّبَنِيۡنَ شُهُوۡدًا ۙ ⑭ | ١٤- ۽ اهڙو اولاد بہ جو هر وقت انهيءَ جي اڳيان پويان ڦرندو هو. |
| وَّمَهَّدۡتُّ لَهٗ تَمۡهِيۡدًا ۙ ⑮ | ١٥- ۽ مون انهيءَ جي لاءِ ڏاڍا ترقين جا سامان پيدا ڪيا هئا. |
| ثُمَّ يَطۡمَعُ اَنۡ اَزِيۡدَ ۗ ⑯ | ١٦-پوءِ بہ اهو طمع رکي ٿو تہ مان انهيءَ |

١-بِگل جيئن تہ فوج کي گڏ ڪرڻ لاءِ وڄايو ويندو آهي ان ڪري هتي مثال طور بگل جو ذڪر ڪيو ويو آهي ۽ ٻڌايو ويو آهي تہ هڪ ڏينهن ڪافرن کي گڏ ڪري محمد رسول اللّٰہ ﷺ جي سامهون پيش ڪيو ويندو ۽ جيتوڻيڪ محمد رسول اللّٰہ ﷺ کين معاف ڪري ڇڏيندا پر هي ڏينهن ڪافرن لاءِ ڏاڍو سخت هوندو ڇاڪاڻ تہ اُهي سڄي عمر دعويٰ ڪندا رهيا هئا تہ اسان کتنداسين ۽ رسول ڪريم ﷺ کي هڪ ناتجربيڪار ٻارُ چوندا هئا. جنهن وقت ان ناتجربيڪار ٻار مڪو فتح ڪيو ۽ ڪافر ان جي سامهون آيا ۽ سندس معافيءَ جو اعلان ٻڌڻ تي مجبور ٿيا تہ هر شخص سمجهي سگهي ٿو تہ اهو وقت انهن لاءِ ڪيترو سخت هوندو؟

| | |
|---|---|
| | ڪان وڏيڪ هنَ ڪي ڏيان. |
| كَلَّا ۭ اِنَّهٗ كَانَ لِاٰيٰتِنَا عَنِيْدًا ۝١٦ | ١٦-ٻڌو! هُو منهنجن آيتن جو دشمن هو. |
| سَاُرْهِقُهٗ صَعُوْدًا ۝١٧ | ١٧- سو(١)مان ٻه انهيءَ کي هڪ اهڙي عذاب ۾ مبتلا ڪندس جيڪو هر وقت وڌندو ويندو. |
| اِنَّهٗ فَكَّرَ وَقَدَّرَ ۝١٨ | ١٨-انهيءَ (منهنجن آيتن کي ٻڌو ۽ انهن تي) غور ڪيو ۽ اندازو ڪيو. |
| فَقُتِلَ كَيْفَ قَدَّرَ ۝١٩ | ١٩-۽ اهو هلاڪ ٿي وڃي، انهيءَ ڪهڙو غلط اندازو ڪيو. |
| ثُمَّ قُتِلَ كَيْفَ قَدَّرَ ۝٢٠ | ٢٠-اسين وري چئون ٿا هو هلاڪ ٿي وڃي- انهيءَ ڪهڙو غلط اندازو لڳايو. |
| ثُمَّ نَظَرَ ۝٢١ | ٢١- پوءِ انهي پيهر غور ڪيو. |
| ثُمَّ عَبَسَ وَبَسَرَ ۝٢٢ | ٢٢- پوءِ هن گُهنڊ وڌو ۽ منهن ٻُجِهڙو ڪيائين. |
| ثُمَّ اَدْبَرَ وَاسْتَكْبَرَ ۝٢٣ | ٢٣- پوءِ پٺي ڦيريائين ۽ تڪبر ڪان ڪم ورتائين. |
| فَقَالَ اِنْ هٰذَآ اِلَّا سِحْرٌ يُّؤْثَرُ ۝٢٤ | ٢٤-۽ چيائين ته هيءُ ته هڪ ڪوڙ آهي جيڪو پهرين ڪان نقل ڪيوويو آهي. |
| اِنْ هٰذَآ اِلَّا قَوْلُ الْبَشَرِ ۝٢٥ | ٢٥-هي هڪ انساني ڪلام آهي. |
| سَاُصْلِيْهِ سَقَرَ ۝٢٦ | ٢٦- اسان انهيءَ (شخص) کي سَقَر(٢) ۾ وجهنداسين. |

١- هتي سَاُرْهِقُهٗ جو لفظ آهي ۽ س عربي زبان ۾ جلديءَ جي معنيٰ ٻه ڏيندو آهي ۽ تاڪيد جي معنيٰ ٻه ڏيندو آهي ۽ ”سو“ مان هيءَ معنيٰ ظاهر ٿي وڃي ٿي.

٢- يعني دوزخ.

وَمَآ اَدۡرٰىكَ مَا سَقَرُ ﴿٢٨﴾

لَا تُبۡقِىۡ وَلَا تَذَرُ ﴿٢٩﴾

لَوَّاحَةٌ لِّلۡبَشَرِ ﴿٣٠﴾

عَلَيۡهَا تِسۡعَةَ عَشَرَ ﴿٣١﴾

وَمَا جَعَلۡنَآ اَصۡحٰبَ النَّارِ اِلَّا مَلٰٓٮِٕكَةً ۙ وَّمَا جَعَلۡنَا عِدَّتَهُمۡ اِلَّا فِتۡنَةً لِّلَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا ۙ لِيَسۡتَيۡقِنَ الَّذِيۡنَ اُوۡتُوا الۡكِتٰبَ وَيَزۡدَادَ الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡۤا اِيۡمَانًا وَّلَا يَرۡتَابَ الَّذِيۡنَ اُوۡتُوا الۡكِتٰبَ وَالۡمُؤۡمِنُوۡنَ ۙ وَلِيَقُوۡلَ الَّذِيۡنَ فِىۡ قُلُوۡبِهِمۡ مَّرَضٌ وَّالۡكٰفِرُوۡنَ مَاذَآ اَرَادَ اللّٰهُ بِهٰذَا مَثَلًا ؕ كَذٰلِكَ يُضِلُّ اللّٰهُ مَنۡ يَّشَآءُ وَيَهۡدِىۡ مَنۡ يَّشَآءُ ؕ وَمَا يَعۡلَمُ جُنُوۡدَ رَبِّكَ اِلَّا هُوَ ؕ وَمَا هِىَ اِلَّا ذِكۡرٰى لِلۡبَشَرِ ﴿٣٢﴾ ع ١

**٢٨**-۽ توکي ڪهڙي خبر ته سَقَر ڪهڙي شيءِ آهي.

**٢٩**-اهو (دوزخ) ڪجهه باقي رهڻ نه ڏئي ۽ ڪو عذاب جو طريقو ڇڏي نه.

**٣٠**-اهو کَل کي ساڙي ڇڏي

**٣١**-انهيءَ تي اُڻويهه داروغا مقرر آهن.

**٣٢**-۽ دوزخ جا داروغا اسان صرف فرشتن ① مان مقرر ڪيا آهن ۽ انهن جي ڳڻپ صرف ڪافرن جي آزمائش جي طور تي ٻڌائي آهي ۽ انهيءَ جو اهو نتيجو نڪرندو جو اهل ڪتاب کي يقين اچي ويندو ۽ مومن ايمان ۾ وڌي ويندا ۽ نه اهل ڪتاب شڪ ڪندا ۽ نه مومن- نتيجو اهو ٿيندو جو جن جي دلين ۾ بيماري آهي، اُهي ۽ بيا ڪافر چوندا ته انهيءَ ڳالهه جي چوڻ سان الله جي ڪهڙي مرضي آهي- اهڙيءَ طرح الله انهيءَ کي گمراهه قرار ڏئي ٿو جنهن جي متعلق ارادو ڪري ٿو ۽ جنهن جي متعلق ارادو ڪري ٿو انهيءَ کي هدايت ڏئي ڇڏي ٿو ۽ تنهنجي رب جي لشڪرن کي انهيءَ کانسواءِ ڪو نه ٿو ڄاڻي- ۽ هيءُ (قرآن)

١-ان جو هي مطلب آهي ته دوزخ ۾ رکڻ جو اصل سبب ته فرشتا هوندا ڇاڪاڻ ته ايترن ساڻهن کي روڪڻ جي طاقت فرشتن کي ئي آهي ها ڪڏهن ڪڏهن فرشتن سان پنهنجي هڪ جهڙائي ٻڌائي انسان به انهن جو ڪم ڪرڻ لڳي ويندا.

انسان جي لاءِ صرف هڪ نصيحت آهي.

كَلَّا وَالْقَمَرِ ﴿٣٣﴾

٣٣-ٻڌو! اسان چنڊ کي شاهديءَ جي طور تي پيش ڪيون ٿا.

وَالَّيْلِ اِذْ اَدْبَرَ ﴿٣٤﴾

٣٤-۽ اونداهيءَ کي جڏهن اها پٺي ورائي ٿي.

وَالصُّبْحِ اِذَآ اَسْفَرَ ﴿٣٥﴾

٣٥-۽ صبح کي جڏهن اهو روشن ٿي وڃي ٿو.

اِنَّهَا لَاِحْدَى الْكُبَرِ ﴿٣٦﴾

٣٦-جو اها (ساعت جنهن جو ذڪر ڪيو ويو آهي) تمام وڏين وڏين شين مان هڪ آهي.

نَذِيْرًا لِّلْبَشَرِ ﴿٣٧﴾

٣٧- انسان کي ڊيڄارڻ واري آهي.

لِمَنْ شَآءَ مِنْكُمْ اَنْ يَّتَقَدَّمَ اَوْ يَتَاَخَّرَ ﴿٣٨﴾

٣٨-انهيءَ (انسان) کي جيڪو چاهي ٿو ته ڪا اهڙي نيڪي ڪري جيڪا اڳئين جهان ۾ انهيءَ جو ڪم اچي يا ڪنهن بديءَ کان جنهن جي انهيءَ کي عادت پئجي ويئي هجي پوئتي هٽي وڃي (۽ انهيءَ جي ڪرڻ کان نجات ماڻي).

كُلُّ نَفْسٍ بِمَا كَسَبَتْ رَهِيْنَةٌ ﴿٣٩﴾

٣٩- هر جان جيڪي ڪي ڪيو آهي اهو انهيءَ جي بدلي ۾ گروي① آهي.

اِلَّآ اَصْحٰبَ الْيَمِيْنِ ﴿٤٠﴾

٤٠-سواءِ ساڄي پاسي وارن ماڻهن جي.

فِيْ جَنّٰتٍ ۚ يَتَسَآءَلُوْنَ ﴿٤١﴾

معانقة ٣ عند المتقدمين

٤٢،٤١-جو اُهي جنتن ۾ هوندا، ۽ ڏوهارين

١-گروي اها شيءِ هوندي آهي ته جيستائين ان جو فديو نه ڏنو وڃي اها آزاد ناهي ٿيندي پر سوِن هميشه آزاد هوندو آهي ان ڪري فرمائي ڇڏيائين ته پهرين آيتن جو حڪم مومنن تي نٿو لڳي ڇاڪاڻ ته هو ته آزاد ٿي آهن ڪنهن وٽ گروي ناهن.

| | |
|---|---|
| عَنِ الْمُجْرِمِيْنَ ﴿٤٢﴾ | کان سوال ڪندا. |
| مَا سَلَكَكُمْ فِيْ سَقَرَ ﴿٤٣﴾ | ۴۳-ته توهانکي ڪهڙي شيءِ دوزخ ڏانهن وٺي ويئي؟ |
| قَالُوْا لَمْ نَكُ مِنَ الْمُصَلِّيْنَ ﴿٤٤﴾ | ۴۴-اُهي جواب ڏيندا، اسان نمازون نه پڙهندا هئاسين. |
| وَلَمْ نَكُ نُطْعِمُ الْمِسْكِيْنَ ﴿٤٥﴾ | ۴۵-۽ اسان مسڪينن کي کاڌو نه کارائيندا هئاسين. |
| وَكُنَّا نَخُوْضُ مَعَ الْخَآئِضِيْنَ ﴿٤٦﴾ | ۴۶-۽ بي حڪمت ڳالهين ڪرڻ وارن سان ملي بي حڪمت ڳالهيون ڪندا هئاسين. |
| وَكُنَّا نُكَذِّبُ بِيَوْمِ الدِّيْنِ ﴿٤٧﴾ | ۴۷-۽ اسان جزا ۽ سزا جي ڏينهن جو انڪار ڪندا هئاسين. |
| حَتّٰىٓ اَتٰىنَا الْيَقِيْنُ ﴿٤٨﴾ | ۴۸-ايستائين جو اسان تي موت اچي ويو. |
| فَمَا تَنْفَعُهُمْ شَفَاعَةُ الشّٰفِعِيْنَ ﴿٤٩﴾ | ۴۹-سو اهڙن ماڻهن کي شفاعت ڪرڻ وارن جي شفاعت فائدو نه ڏيندي. |
| فَمَا لَهُمْ عَنِ التَّذْكِرَةِ مُعْرِضِيْنَ ﴿٥٠﴾ كَاَنَّهُمْ حُمُرٌ مُّسْتَنْفِرَةٌ ﴿٥١﴾ | ۵۰، ۵۱-انهن ماڻهن کي ڇا ٿي ويو آهي جو نصيحت کان اهڙيءَ طرح منهن موڙين ٿا، ڄڻ اهي ڊنل گڏهه آهن. |
| فَرَّتْ مِنْ قَسْوَرَةٍ ﴿٥٢﴾ | ۵۲-جيڪي شينهن کي ڏسي ڀڄا آهن. |
| بَلْ يُرِيْدُ كُلُّ امْرِئٍ مِّنْهُمْ اَنْ يُّؤْتٰى صُحُفًا مُّنَشَّرَةً ﴿٥٣﴾ | ۵۳-حقيقت اها آهي جو انهن مان هر شخص گهري ٿو ته انهيءَ جي هٿ ۾ کليل ڪتاب ڏنو وڃي. |
| كَلَّا ؕ بَلْ لَّا يَخَافُوْنَ الْاٰخِرَةَ ﴿٥٤﴾ | ۵۴-اها اميد پوري ٿيڻ واري ناهي بلڪ حقيقت اها آهي جو اهي آخرت کان نٽا ڊڄن. |

كَلَّآ اِنَّهٗ تَذْكِرَةٌ ۚ ۝٥٥

**٥٥**۔ بِدو! هيءُ ڪلام هڪ نصيحت آهي.

فَمَنْ شَآءَ ذَكَرَهٗ ۘ ۝٥٦

**٥٦**۔ سو جيڪو چاهي انهيءَ مان نصيحت حاصل ڪري.

وَمَا يَذْكُرُوْنَ اِلَّآ اَنْ يَّشَآءَ اللّٰهُ ۭ هُوَ اَهْلُ التَّقْوٰى وَاَهْلُ الْمَغْفِرَةِ ۝٥٧ ع

**٥٧**۔ ۽ منڪر ماڻهو اللّٰه جي ارادي کانسواءِ ڪڏهن نصيحت حاصل نہ ڪندا (۽ اها ڪا ڏوراهين ڳالهہ بہ نہ آهي ڇو جو) هُو (اللّٰه) تقويٰ بہ ڏئي ٿو ۽ بخشش بہ ڏئي ٿو.

سُوْرَةُ الْقِيَامَةِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِىَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ اِحْدٰى وَ اَرْبَعُوْنَ اٰيَةً وَّ رُكُوْعَانِ

سورت قيامت ـ هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ايڪيتاليهه آيتون ۽ ٻه رڪوع آهن.

| | |
|---|---|
| بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ ۝١ | ١ـ(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو). |
| لَاۤ اُقۡسِمُ بِیَوۡمِ الۡقِیٰمَةِ ۝٢ | ٢ـمان قيامت جي وقت جو قسم کڻان ٿو (يعني انهيءَ کي شاهديءَ جي طور تي پيش ڪيان ٿو). |
| وَلَاۤ اُقۡسِمُ بِالنَّفۡسِ اللَّوَّامَةِ ۝٣ | ٣ـ۽ مان نفس لوامه کي ٻه شاهديءَ جي طور تي پيش ڪيان ٿو. |
| اَیَحۡسَبُ الۡاِنۡسَانُ اَلَّنۡ نَّجۡمَعَ عِظَامَهٗ ۝٤ | ٤ـڇا انسان خيال ڪري ٿو ته اسان انهيءَ جا هڏا جمع نه ڪنداسين. |
| بَلٰی قٰدِرِیۡنَ عَلٰۤی اَنۡ نُّسَوِّیَ بَنَانَهٗ ۝٥ | ٥ـنه نه! اسان ته انهيءَ تي قادر آهيون جو انهيءَ جي انگ انگ کي وري ٺاهي ڇڏيون. |
| بَلۡ یُرِیۡدُ الۡاِنۡسَانُ لِیَفۡجُرَ اَمَامَهٗ ۝٦ | ٦ـحقيقت اها آهي جو انسان چاهي ٿو ته اهو آئيندي ٻه فسق ۽ فجور ۾ مبتلا رهي. |
| یَسۡـَٔلُ اَیَّانَ یَوۡمُ الۡقِیٰمَةِ ۝٧ | ٧ـهو پڇندو (رهي) ٿو ته قيامت جو ڏينهن ڪڏهن ٿيندو؟ |
| فَاِذَا بَرِقَ الۡبَصَرُ ۝٨ | ٨ـسو جڏهن اکين جو نور هليو ويندو. |
| وَخَسَفَ الۡقَمَرُ ۝٩ | ٩ـ۽ چنڊ کي گرهڻ لڳندو. |
| وَجُمِعَ الشَّمۡسُ وَالۡقَمَرُ ۝١٠ | ١٠ـ۽ سج ۽ چنڊ ٻنهي کي (گرهڻ ① جي |

١ـهي آخري زماني ۾ ظاهر ٿيڻ واري هڪ اهم پيشگوئيءَ ڏانهن اشارو آهي يعني رمضان جي

يَقُوْلُ الْاِنْسَانُ يَوْمَىِٕذٍ اَيْنَ الْمَفَرُّ ﴿١١﴾

حالت ۾) جمع ڪيو ويندو.

**١١**-انَ وقت انسان چوندو، هاڻي مان ڀڄي ڪيڏانهن وڃي سگهان ٿو.

كَلَّا لَا وَزَرَ ﴿١٢﴾

**١٢**-ٻڌو! اُج عذاب کان بچڻ جي ڪا جاءِ ڪانهي.

اِلٰى رَبِّكَ يَوْمَىِٕذِ الْمُسْتَقَرُّ ﴿١٣﴾

**١٣**-پر انهيءَ ڏينهن تنهنجي رب وٽ ئي ٽڪاڻو هوندو.

يُنَبَّؤُا الْاِنْسَانُ يَوْمَىِٕذٍ بِمَا قَدَّمَ وَاَخَّرَ ﴿١٤﴾

**١٤**-انهيءَ ڏينهن انسان کي خبر ڏني ويندي، انهن ڪمن جي به جيڪي انهيءَ کي نه ڪرڻ گهربا هئا، پر انهيءَ ڪري ورتا، ۽ انهن ڪمن جي به جيڪي انهيءَ کي ڪرڻ گهربا هئا پر انهيءَ نه ڪيا هئا.

بَلِ الْاِنْسَانُ عَلٰى نَفْسِهٖ بَصِيْرَةٌ ﴿١٥﴾

**١٥**-حقيقت هيءَ آهي ته انسان پنهنجي نفس کي چڱيءَ طرح ڏسي رهيو آهي ۽ ڄاڻي ٿو هو ڪيتري پاڻيءَ ۾ آهي.

وَّلَوْ اَلْقٰى مَعَاذِيْرَهٗ ﴿١٦﴾

**١٦**-توڙي هُو زبان سان ڪيتري ئي صفائي پيش ڪري.

لَا تُحَرِّكْ بِهٖ لِسَانَكَ لِتَعْجَلَ بِهٖ ﴿١٧﴾

**١٧**-(اي نبي) تون پنهنجي زبان کي نه چور ① انهيءَ لاءِ ته هيءُ قرآن جلد نازل ٿي وڃي.

اِنَّ عَلَيْنَا جَمْعَهٗ وَقُرْاٰنَهٗ ﴿١٨﴾

**١٨**-انهيءَ جو جمع ڪرڻ به اسانجي ذمي آهي ۽ انهيءَ کي دنيا جي اڳيان ٻڌائڻ به (اسانجي ذمي آهي).

---

**(باقي حاشيو)** مهيني ۾ سج ۽ چنڊ کي گرهڻ لڳڻ ڏانهن.

١-مطلب هي آهي ته ان جي جلد نازل ٿيڻ لاءِ دعا نه ڪر چاڪاڻ هيءَ ته هڪ ازلي تقدير آهي اِهو ٿي نٿو سگهي ته وقت اڳي وڃي ۽ خداتعاليٰ نازل نه ڪري.

| | |
|---|---|
| فَاِذَا قَرَاْنٰهُ فَاتَّبِعْ قُرْاٰنَهٗ ﴿١٩﴾ | ١٩-پوءِ جڏهن اسان انهيءَ کي پڙهي وٺندا ڪيون ته اسانجي پڙهڻ ڪانپوءِ تون به پڙهندو ڪر. |
| ثُمَّ اِنَّ عَلَيْنَا بَيَانَهٗ ﴿٢٠﴾ | ٢٠- ۽ هيءُ اسانجو فرض آهي ته اسان انهيءَ کي تنهنجي زبان سان ماڻهن کي کولي ٻڌايون. |
| كَلَّا بَلْ تُحِبُّوْنَ الْعَاجِلَةَ ﴿٢١﴾ | ٢١- ٻڌو! توهان جلدي ملڻ واري نعمت کي پسند ڪيو ٿا. |
| وَتَذَرُوْنَ الْاٰخِرَةَ ﴿٢٢﴾ | ٢٢-۽ پوءِ اچڻ واري نعمت کي نظر انداز ڪري ڇڏيو ٿا. |
| وُجُوْهٌ يَّوْمَئِذٍ نَّاضِرَةٌ ﴿٢٣﴾ | ٢٣-انهيءَ ڏينهن ڪي ماڻهو سَرَها هوندا. |
| اِلٰى رَبِّهَا نَاظِرَةٌ ﴿٢٤﴾ | ٢٤- پنهنجي خدا ڏانهن نظر وجهيو وينا هوندا. |
| وَوُجُوْهٌ يَّوْمَئِذٍۢ بَاسِرَةٌ ﴿٢٥﴾ | ٢٥-۽ ڪي ماڻهو انهيءَ ڏينهن منهن اُداس ٿيا وينا هوندا. |
| تَظُنُّ اَنْ يُّفْعَلَ بِهَا فَاقِرَةٌ ﴿٢٦﴾ | ٢٦-ڇو جو اهي خيال ڪندا ته انهن سان اهو سلوڪ ڪيو ويندو، جنهن سان چيلهه جا مڻڪا به ٽٽي پوندا. |
| كَلَّآ اِذَا بَلَغَتِ التَّرَاقِيَ ﴿٢٧﴾ | ٢٧-ٻڌو! جڏهن روح نڙيءَ تائين پهچي وڃي |
| وَقِيْلَ مَنْ ۜ رَاقٍ ﴿٢٨﴾ | ٢٨-۽ چيو وڃي ته اڄ ڪو آهي جيڪو ڦيٽي سان انهيءَ کي ٺيڪ ڪري ڇڏي. |
| وَّظَنَّ اَنَّهُ الْفِرَاقُ ﴿٢٩﴾ | ٢٩-۽ هر هڪ يقين ڪري وٺي ته هاڻي جدائي جي گهڙي اچي ويئي آهي. |
| وَالْتَفَّتِ السَّاقُ بِالسَّاقِ ﴿٣٠﴾ | ٣٠-۽ ساهه نڪرڻ جي گهڙي اچي وڃي. |
| اِلٰى رَبِّكَ يَوْمَئِذِ الْمَسَاقُ ﴿٣١﴾ ع | ٣١-انهيءَ ڏينهن تنهنجي رب ڏانهن ئي |

وڃڻو پوندو.

فَلَا صَدَّقَ وَلَا صَلّٰى ﴿٣١﴾

٣٢-پوءِ ڇا ٿيو جو اهڙي شخص نه صدقو ڏنو نه نماز پڙهي.

وَلٰكِنْ كَذَّبَ وَتَوَلّٰى ﴿٣٢﴾

٣٣-بلڪ (حق کي) ڪوڙو ڪندو رهيو ۽ (انهيءَ ڪان) پني ڦيرائي ڇڏيائين.

ثُمَّ ذَهَبَ اِلٰٓى اَهْلِهٖ يَتَمَطّٰى ﴿٣٣﴾

٣٤-(۽ انهيءَ ڪانپوءِ شرمندو ٿيڻ جي بجاءِ) پنهنجي گهر وارن ڏانهن فخر سان آڪڙجي هليو ويو.

اَوْلٰى لَكَ فَاَوْلٰى ﴿٣٤﴾

٣٥-(اي شخص) توتي هلاڪت هجي.

ثُمَّ اَوْلٰى لَكَ فَاَوْلٰى ﴿٣٥﴾

٣٦-اسان وري چئون ٿا ته توتي هلاڪت هجي.

اَيَحْسَبُ الْاِنْسَانُ اَنْ يُّتْرَكَ سُدًى ﴿٣٦﴾

٣٧-ڇا انسان خيال ڪري ٿو ته انهيءَ کي بي لغام ڇڏيو ويندو.

اَلَمْ يَكُ نُطْفَةً مِّنْ مَّنِيٍّ يُّمْنٰى ﴿٣٧﴾

٣٨-ڇا اهو ڪنهن وقت پاڻي جو هڪ قطرو نه هو جيڪو پنهنجي حال سارو جڳهه ۾ وڌو ويو.

ثُمَّ كَانَ عَلَقَةً فَخَلَقَ فَسَوّٰى ﴿٣٨﴾

٣٩- پوءِ اهو هڪ چمبڙي پوڻ وارو دڳ بڻجي ويو- پوءِ انهيءَ (خدا) انهيءَ کي بيءَ شڪل ۾ بڻائي ڇڏيو ۽ آخر انهيءَ کي مڪمل ڪري ڇڏيائين.

فَجَعَلَ مِنْهُ الزَّوْجَيْنِ الذَّكَرَ وَالْاُنْثٰى ﴿٣٩﴾

٤٠-۽ انهيءَ کي جوڙو جوڙوڪري ناهيو يعني نر ۽ ماديءَ جي شڪل ۾

اَلَيْسَ ذٰلِكَ بِقٰدِرٍ عَلٰٓى اَنْ يُّحْيِۦَ الْمَوْتٰى ﴿٤٠﴾ ع ٢/١٠ ١٨

٤١-ڇا هيُ(خدا) انهيءَ ڳالهه تي قادر ڪونهي جو مئلن کي وري جيئرو ڪري ڇڏي.

سُوْرَةُ الدَّهْرِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ اثْنَتَانِ وَ ثَلَاثُوْنَ اٰيَةً وَّ رُكُوْعَانِ

سورت دهر- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم الله سميت هن جون ٻٽيھ آيتون ۽ ٻه رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١-(مان) الله جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

هَلْ اَتٰى عَلَى الْاِنْسَانِ حِيْنٌ مِّنَ الدَّهْرِ لَمْ يَكُنْ شَيْئًا مَّذْكُوْرًا ②

٢-ڇا انسان تي اُها گهڙي نه آئي جڏهن هو بلڪل بي حقيقت هو، ۽ سندس ڪمن ڪي ڪو ياد نه ڪندو هو.

اِنَّا خَلَقْنَا الْاِنْسَانَ مِنْ نُّطْفَةٍ اَمْشَاجٍ ۖ نَّبْتَلِيْهِ فَجَعَلْنٰهُ سَمِيْعًا بَصِيْرًا ③

٣-اسان انسان کي هڪ اهڙي نطفي مان پيدا ڪيو آهي جنهن ۾ مختلف طاقتون مليل هيون انهيءَ لاءِ ته اسان سندس آزمائش ڪيون- وري اسان ڪيس گهڻو ٻڌڻ وارو (۽) ڏسڻ وارو بڻايو.

اِنَّا هَدَيْنٰهُ السَّبِيْلَ اِمَّا شَاكِرًا وَّ اِمَّا كَفُوْرًا ④

٤-اسان ڪيس حال مطابق رستو ٻڌايو يعني توڙي هُو شڪر ڪري يا نافرمان ٿي وڃي.

اِنَّآ اَعْتَدْنَا لِلْكٰفِرِيْنَ سَلٰسِلَاۡ وَ اَغْلٰلًا وَّ سَعِيْرًا ⑤

٥-اسان ڪافرن لاءِ زنجيرون ۽ ڳٽ ۽ جهنم تيار ڪري رکيا آهن.

اِنَّ الْاَبْرَارَ يَشْرَبُوْنَ مِنْ كَاْسٍ كَانَ مِزَاجُهَا كَافُوْرًا ⑥ۚ

٦-خدا جا نيڪ ٻانها اهڙا پيالا پيئندا، جن ۾ ڪافورجي خاصيت ملائي وئي هوندي.

عَيْنًا يَّشْرَبُ بِهَا عِبَادُ اللّٰهِ يُفَجِّرُوْنَهَا

٧-هيءُ (ڪافور①) هڪ چشمو هوندو

١- يعني اهو چشمو جنهن ۾ ڪافورجي خاصيت هوندي ان جو نالو به ڪافور هوندو يعني اهو

تَفْجِيْرًا ۝٧

جنهن مان اللّٰه جا ٻانها پيئندا اُهي ڪوشش ڪري۝ انهيءَ (چشمي) کي زمين ڦاڙي ڪڍن ٿا.

يُوْفُوْنَ بِالنَّذْرِ وَ يَخَافُوْنَ يَوْمًا كَانَ شَرُّهٗ مُسْتَطِيْرًا ۝٨

٨-اُهي پنهنجون نذرون ادا ڪن ٿا ۽ انهيءَ ڏينهن کان ڊڄن ٿا جنهن ڏينهن جي برائي سڀجي دنيا ۾ پکڙيل هوندي.

وَ يُطْعِمُوْنَ الطَّعَامَ عَلٰى حُبِّهٖ مِسْكِيْنًا وَّ يَتِيْمًا وَّ اَسِيْرًا ۝٩

٩-۽ انهيءَ (خدا) جي محبت ۾ مسڪين ۽ يتيم ۽ قيديءَ کي کاڌو کارائين ٿا.

اِنَّمَا نُطْعِمُكُمْ لِوَجْهِ اللّٰهِ لَا نُرِيْدُ مِنْكُمْ جَزَآءً وَّ لَا شُكُوْرًا ۝١٠

١٠-۽ چوندا وڃن ٿا ته اي انسانوءُ! اسان توهان کي صرف اللّٰه جي رضا جي لاءِ کاڌو کارايون ٿا نه اسان توهان کان جزا طلب ڪيون ٿا نه توهانجو شڪر چاهيون ٿا.

اِنَّا نَخَافُ مِنْ رَّبِّنَا يَوْمًا عَبُوْسًا قَمْطَرِيْرًا ۝١١

١١-اسان پنهنجي رب کان انهيءَ ڏينهن جو خوف رکون ٿا جڏهن ماڻهن جو ڊپ جي وڳهي منهن بگڙيل هوندو ۽ منهن تي گُهنڊُ پيل هوندو.

فَوَقٰهُمُ اللّٰهُ شَرَّ ذٰلِكَ الْيَوْمِ وَ لَقّٰهُمْ نَضْرَةً وَّ سُرُوْرًا ۝١٢

١٢-سو اللّٰه انهن کي انهيءَ ڏينهن جي تڪليف کان بچائيندو ۽ انهن کي تازگي ۽ خوشي بخشيندو.

وَ جَزٰىهُمْ بِمَا صَبَرُوْا جَنَّةً وَّ حَرِيْرًا ۝١٣

١٣-۽ انهن جي نيڪين تي قائم رهڻ جي سبٻان انهن کي (رهڻ جي لاءِ) باغ ۽ (پائڻ جي لاءِ) ريشم عطا ڪندو.

---

**(باقي حاشيو)** ٻُرن جذبن کي ٿڌو ڪري ڇڏيندو.

١-يعني انهن جي عملن جي سبب اهو چشمو ڦاڙيو ويندو.

مُتَّكِـِٕيۡنَ فِيۡهَا عَـلَى الۡاَرَآٮِٕكِ ‌ۚ لَا يَرَوۡنَ فِيۡهَا شَمۡسًا وَّلَا زَمۡهَرِيۡرًا ۚ‏ ﴿١٤﴾

١٤- اهي انهيءَ باغ ۾ پلنگن تي وهاڻا لڳايو وينا هوندا. نه ته انهيءَ باغ ۾ سخت گرمي ڏسندا ۽ نه سخت سردي.

وَدَانِيَةً عَلَيۡهِمۡ ظِلٰلُهَا وَذُلِّلَتۡ قُطُوۡفُهَا تَذۡلِيۡلًا‏ ﴿١٥﴾

١٥- ۽ انهيءَ باغ جون ڇانئون انهن تي جهڪيل هونديون ۽ انهيءَ جا ميوا انهن کي ويجهو ڪري ڏنا ويندا.

وَيُطَافُ عَلَيۡهِمۡ بِاٰنِيَةٍ مِّنۡ فِضَّةٍ وَّاَكۡوَابٍ كَانَتۡ قَوَارِيۡرَا۟ ‏ ﴿١٦﴾

١٦- ۽ چانديءَ جا ٿانو ۽ آبخوارا ۽ اهڙيون صراحيون ① ڪٽي جيڪي شيشي جون ② هونديون انهن وٽ بار بار ايندا.

قَوَارِيۡرَا۟ مِنۡ فِضَّةٍ قَدَّرُوۡهَا تَقۡدِيۡرًا‏ ﴿١٧﴾

١٧- اهي ظاهر ۾ شيشي جا نظر اچڻ وارا ٿانو اصل ۾ چانديءَ جا هوندا جن کي خدا جا فرشتا پنهنجي ڪامل ڪاريگريءَ سان ٺاهيندا (ايتري قدر جو اهي شيشي وانگر چمڪڻ لڳندا).

وَيُسۡقَوۡنَ فِيۡهَا كَاۡسًا كَانَ مِزَاجُهَا زَنۡجَبِيۡلًا ۚ‏ ﴿١٨﴾

١٨- ۽ مومنن کي انهن جنتن ۾ اهڙن گلاسن سان پاڻي پياريو ويندو جنهن ۾ سُنڍ مليل هوندي.

عَيۡنًا فِيۡهَا تُسَمّٰى سَلۡسَبِيۡلًا‏ ﴿١٩﴾

١٩- (۽) انهيءَ (جنت) ۾ سلسبيل ③ نالي به هڪ چشمو هوندو (جنهن مان مومن پيئندا ④).

قرء حفص بغير الالف فی الوصل فیھما وقف علی الاول بالالف وعلی الثانی بغیر الالف

١ ـ ڪُوب ان ٿانو کي چوندا آهن ته جنهن جي نه هٿي هجي نه ٽُوٽي ۽ هيءَ معنيٰ ان صراحيءَ تي ثابت ٿئي ٿي جنهن جي ڳچي سنهڙي ٿيندي آهي ۽ ان کي ڳچيءَ کان جهلي ڪٽبو آهي.

٢ ـ قَـوَارِيُـر مان هي مراد ناهي ته اُهي شيشي جون هونديون بلڪ مراد هي آهي ته اُهي تمام نازڪ هونديون. ۽ شيشي وانگر تمام صاف هونديون جن ۾ منهن نظر ايندو هوندو.

٣، ٤ ـ هي به مثال جي رنگ ۾ ڪلام آهي ۽ مراد هيءَ آهي ته مومنن کي اڳ ۾ ڪافوري پيالا ملندا جنهن جي ڪري سيئي بد خيال ختم ٿي ويندا. پوءِ سُنڍ جي چشمي جو پاڻي ملندو جنهن سان

وَيَطُوْفُ عَلَيْهِمْ وِلْدَانٌ مُّخَلَّدُوْنَ ۚ اِذَا رَاَيْتَهُمْ حَسِبْتَهُمْ لُؤْلُؤًا مَّنْثُوْرًا ﴿٢٠﴾

٢٠- ۽ انهن وٽ سدائين خدمت ڪرڻ وارا نوجوان بار بار حاضر ٿيندا رهندا- جڏهن تون انهن خادمن کي ڏسندين ته انهن جي نسبت گمان ڪندين ته اهي پکڙيل موتي آهن.

وَ اِذَا رَاَيْتَ ثَمَّ رَاَيْتَ نَعِيْمًا وَّ مُلْكًا كَبِيْرًا ﴿٢١﴾

٢١- ۽ جڏهن تون انهن کي ڏسندين ته انهن جي جاءِ تي هڪ تمام وڏي نعمت ۽ وڏي بادشاهت نظر ايندي.

عٰلِيَهُمْ ثِيَابُ سُنْدُسٍ خُضْرٌ وَّ اِسْتَبْرَقٌ ۖ وَّ حُلُّوْٓا اَسَاوِرَ مِنْ فِضَّةٍ ۚ وَسَقٰهُمْ رَبُّهُمْ شَرَابًا طَهُوْرًا ﴿٢٢﴾

٢٢- انهن جي مٿان سنهي سائي پَٽَ جا ڪپڙا هوندا ۽ اهڙيءَ طرح ٿلهي پَٽَ ① جا، ۽ انهن کي چانديءَ جا ڪڙا پارايا ويندا ۽ سندن رب کين پاڪ ڪرڻ وارو شراب پياريندو.

اِنَّ هٰذَا كَانَ لَكُمْ جَزَآءً وَّكَانَ سَعْيُكُمْ مَّشْكُوْرًا ﴿٢٣﴾ ع ١٩

٢٣- (۽ چيو ويندو ته اي جنتيو!) اِهو بدلو توهانجي لاءِ مقرر آهي ۽ توهانجي ڪوشش کي قدر جي نگاهه سان ڏٺو ويو آهي.

اِنَّا نَحْنُ نَزَّلْنَا عَلَيْكَ الْقُرْاٰنَ تَنْزِيْلًا ﴿٢٤﴾ ۚ

٢٤- اسان توتي قرآن ٿورو ٿورو ڪري لاٿو آهي.

فَاصْبِرْ لِحُكْمِ رَبِّكَ وَلَا تُطِعْ مِنْهُمْ اٰثِمًا اَوْ كَفُوْرًا ﴿٢٥﴾ ۚ

٢٥- پوءِ پنهنجي رب جي حڪم تي قائم رهه- ۽ انسانن مان گناهگار ۽ ناشڪر گذار جي فرمانبرداري نه ڪر.

---

(**باقي حاشيو**) نيڪ ڪمن ڏانهن شوق پيدا ٿيندو پر اجان تائين نيڪيءَ جو ايترو جوش نه هوندو جو طبعي طلب جي مطابق هلي ان ڪانپوءِ سلسبيل نالي واري چشمي مان کين پياريو ويندو سلسبيل گڏيل نالو آهي ۽ ان جي معنيٰ هيءَ آهي ته پنهنجي مقرر ڪيل رستي تي طبعي طور تي هلندو وڃ. تو کي ڪا ڪوشش ڪرڻ جي ضرورت نه پوندي. يعني سڀ روحاني درجا انهن چشمن جي نالن سان ظاهر ڪري ڇڏيا آهن.

١- پَٽُ ريشمي ڪپڙي جي هڪ قسم کي چوندا آهن.

وَاذْكُرِ اسْمَ رَبِّكَ بُكْرَةً وَّاَصِيْلًا ۝٢٦

وَمِنَ الَّيْلِ فَاسْجُدْ لَهٗ وَسَبِّحْهُ لَيْلًا طَوِيْلًا ۝٢٧

اِنَّ هٰۤؤُلَاۤءِ يُحِبُّوْنَ الْعَاجِلَةَ وَيَذَرُوْنَ وَرَآءَهُمْ يَوْمًا ثَقِيْلًا ۝٢٨

نَحْنُ خَلَقْنٰهُمْ وَشَدَدْنَاۤ اَسْرَهُمْ ۚ وَاِذَا شِئْنَا بَدَّلْنَاۤ اَمْثَالَهُمْ تَبْدِيْلًا ۝٢٩

اِنَّ هٰذِهٖ تَذْكِرَةٌ ۚ فَمَنْ شَآءَ اتَّخَذَ اِلٰى رَبِّهٖ سَبِيْلًا ۝٣٠

وَمَا تَشَآءُوْنَ اِلَّاۤ اَنْ يَّشَآءَ اللّٰهُ ؕ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ عَلِيْمًا حَكِيْمًا ۝٣١

يُّدْخِلُ مَنْ يَّشَآءُ فِيْ رَحْمَتِهٖ ؕ وَالظّٰلِمِيْنَ اَعَدَّ لَهُمْ عَذَابًا اَلِيْمًا ۝٣٢ ع ٢

**٢٦**۔ ۽ پنهنجي رب جو صبح ۽ شام ذڪر ڪندو ڪر.

**٢٧**۔ ۽ رات جي وقت به انهيءَ جي اڳيان سجدو ڪندو ڪر۔ ۽ رات جو دير تائين انهيءَ جي تسبيح ڪندو ڪر.

**٢٨**۔ اِهي ماڻهو دنيا جو انعام پسند ڪن ٿا ۽ پنهنجي پويان هڪ ڏاڍي سخت ڏينهن کي ڇڏي وڃن ٿا.

**٢٩**۔ اسان ئي انهن کي پيدا ڪيو آهي ۽ انهن جا جوڙ مضبوط بڻايا آهن ۽ جڏهن اسان گُهرنداسين انهن جهڙي ٻي مخلوق پيدا ڪري انهن جي جڳهه تي ڪٽي ٻيهارينداسين.

**٣٠**۔ هيءَ هڪ نصيحت آهي پوءِ جيڪو گُهري پنهنجي رب ڏانهن پهچڻ وارو رستو اختيار ڪري.

**٣١**۔ ۽ توهان خدا جي مرضيءَ بنان ائين نٿا گُهري سگهو ڇو جو اللّٰه ڏاڍو علم وارو (۽) وڏيءَ حڪمت وارو① آهي.

**٣٢**۔ هُو جنهن کي پسند ڪري وٺي ٿو پنهنجي رحمت ۾ داخل ڪري ڇڏي ٿو۔ ۽ ظالمن جي لاءِ ته هن دردناڪ عذاب مقرر ڪري ئي ڇڏيو آهي.

---

١۔ ۽ اِهو ممڪن ناهي ته خدا جو علم هڪ شخص کي هدايت جو حقدار قرار ڏئي پر هو هن کي گمراهه ٿيڻ ڏئي

سُوْرَةُ الْمُرْسَلَاتِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ اِحْدٰى وَ خَمْسُوْنَ اٰيَةً وَّ رُكُوْعَانِ

سورت مرسلات - هيءَ سورت مکي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ايکونجاهه آيتون ۽ ٻہ رکوع آهن.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ ①

١-(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيکو بيحد کرم کرڻ وارو (۽) بار بار رحم کرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

وَالۡمُرۡسَلٰتِ عُرۡفًا ②

٢-مان شاهديءَ طور انهن هستين① کي پيش کيان ٿو جيکي پهرين آهستي هلايون ويندڙيون آهن.

فَالۡعٰصِفٰتِ عَصۡفًا ③

٣-پوءِ② اهي تکيون هلڻ لڳنديون آهن.

وَّالنّٰشِرٰتِ نَشۡرًا ④

٤-۽ مان دنيا ۾ پکيڙڻ③ وارين هستين کي بہ شاهديءَ طور پيش کيان ٿو.

فَالۡفٰرِقٰتِ فَرۡقًا ⑤

٥-۽ حق ۽④ باطل ۾ فرق کرڻ وارين هستين کي.

فَالۡمُلۡقِیٰتِ ذِکۡرًا ⑥

٦-۽ خدا جي ڪلام ٻڌائڻ وارين هستين کي

عُذۡرًا اَوۡ نُذۡرًا ⑦

٧-انهيءَ مقصد سان بہ تہ ماڻهن تي حجت

---

١-هن آيت ۾ انهن گهوڙن يا صحابہ کي جيکي انهن تي سوار ٿيندا هئا بطور گواهہ پيش کيو آهي تہ اڳم خداتعاليٰ کين نيڪيءَ جي اشاعت لاءِ آهستي آهستي دنيا ۾ پکيڙيندو ۽ اِهائي معنيٰ مرسلات جي آهي.

٢-ان کانپوءِ ٻڌايائين تہ اهي تيزيءَ سان هلڻ لڳنديون آهن. يعني اڳم صحابہ آهستي آهستي دنيا ۾ پکڙبا پر پوءِ طاقت حاصل کندا ويندا ۽ سندن ترقيءَ جي رفتار تيز ٿي ويندي.

٣-هن آيت ۾ پيهر صحابہ جو ذکر آهي جيکي آخر اسلام کي دنيا ۾ پکيڙي ڇڏيندا.

٤-هن آيت ۾ بہ صحابہ جو ذکر آهي هو آخرکار حق ۽ باطل ۾ فرق ظاهر کري ڏيکاريندا.

پوري ٿي وڃي- ۽ انهيءَ مقصد سان به ته ماڻهن کي هوشيار ڪيو وڃي.

اِنَّمَا تُوۡعَدُوۡنَ لَوَاقِعٌ ؕ﴿۸﴾

٨-توهان سان جنهن ڳالهه جو واعدو ڪيو وڃي ٿو اها پوري ٿي رهندي.

فَاِذَا النُّجُوۡمُ طُمِسَتۡ ۙ﴿۹﴾

٩-۽ جڏهن تارا① بي نور ٿي ويندا.

وَ اِذَا السَّمَآءُ فُرِجَتۡ ۙ﴿۱۰﴾

١٠-۽ آسمان② ۾ شگاف ٿي ويندا.

وَ اِذَا الۡجِبَالُ نُسِفَتۡ ۙ﴿۱۱﴾

١١-۽ جڏهن جبل③ اُڏايا ويندا.

وَ اِذَا الرُّسُلُ اُقِّتَتۡ ؕ﴿۱۲﴾

١٢-۽ جڏهن سڀ④ رسول پنهنجي مقرر ٿيل وقت تي آندا ويندا.

لِاَیِّ یَوۡمٍ اُجِّلَتۡ ؕ﴿۱۳﴾

١٣-(۽ ماڻهن کي چيو ويندو ته) هيءَ ڳالهه ڪهڙي ڏينهن لاءِ ملتوي ڪري رکي ويئي هئي؟

لِیَوۡمِ الۡفَصۡلِ ۚ﴿۱۴﴾

١٤-(هڪ) فيصلي ڪرڻ واري ڏينهن جي لاءِ

وَ مَاۤ اَدۡرٰىكَ مَا یَوۡمُ الۡفَصۡلِ ﴿۱۵﴾ؕ

١٥- ۽ توکي ڪهڙي خبر ته فيصلي ڪرڻ وارو ڏينهن ڇا آهي؟

وَیۡلٌ یَّوۡمَئِذٍ لِّلۡمُکَذِّبِیۡنَ ﴿۱۶﴾

١٦-انَ ڏينهن ڪوڙو ڪرڻ وارن تي تباهي ايندي (انهيءَ ۾ ڪو به شڪ نه آهي)

١- يعني علماءَ بگڙجي ويندا.

٢- يعني الهام جو سلسلو وري شروع ٿي ويندو.

٣- يعني دنيا جا بادشاهه به برباد ڪيا ويندا.

٤- يعني هڪ اهڙو خدا جو ٻانهو پيهندو جنهن کي سڀني نبين جا نالا ڏنا ويندا يعني هن جي باري ۾ موسيٰؑ، عيسيٰؑ، ڪرشنؑ، رامچندرؑ ۽ ٻڌؑ سڀني جون پيشگوئيون هونديون. ۽ اهڙي طرح پوءِ وارن ولين جون. جهڙوڪ امام احمد سرهنديؒ ۽ نعمت اللّٰه وليؒ وغيره جون پيشگوئيون به هونديون.

اَلَمْ نُهْلِكِ الْاَوَّلِيْنَ ۝١٧

**۱۷**۔ڇا اسان پهرين قومن کي هلاڪ نہ ڪيو.

ثُمَّ نُتْبِعُهُمُ الْاٰخِرِيْنَ ۝١٨

**۱۸**۔پوءِ ڇا اسان انهن کان پوءِ اچڻ وارين قومن کي انهن جي پويان(۱)نہ هلائيندا سين؟ (آخر اهو مختلف سلوڪ ڇو ٿيندو)

كَذٰلِكَ نَفْعَلُ بِالْمُجْرِمِيْنَ ۝١٩

**۱۹**۔اسان ڏوهارين سان اهڙو ئي معاملو ڪندا آهيون(۲).

وَيْلٌ يَّوْمَئِذٍ لِّلْمُكَذِّبِيْنَ ۝٢٠

**۲۰**۔انَ ڏينهن ڪوڙو ڪرڻ وارن تي تباهي ايندي (انهيءَ ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي)

اَلَمْ نَخْلُقْكُّمْ مِّنْ مَّآءٍ مَّهِيْنٍ ۝٢١

**۲۱**۔۽ اسان انهن کي چونداسين تہ ڇا اسان توهان کي هڪ ذليل پاڻي (يعني نطفي) مان پيدا نا هي ڪيو.

فَجَعَلْنٰهُ فِيْ قَرَارٍ مَّكِيْنٍ ۝٢٢

**۲۲**۔۽ پوءِ انهيءَ کي هڪ اهڙي جڳهہ (يعني ماءُ جي رحم ۾) رکي ڇڏيو جيڪو انهيءَ کي صحيح طور تي محفوظ رکڻ جي قابل هو.

اِلٰى قَدَرٍ مَّعْلُوْمٍ ۝٢٣

**۲۳**۔۽ جيتري مدت انهيءَ نطفي جو رحم ۾ رکڻ مناسب هو ايتري مدت اسان انهيءَ کي رحم ۾ رکيو.

فَقَدَرْنَا ۖ فَنِعْمَ الْقٰدِرُوْنَ ۝٢٤

**۲۴**۔ ۽ اسان هڪ اندازو(۳)مقرر ڪيو ۽ اسان

---

۱۔يعني ڪين هلاڪ نہ ڪنداسين.

۲۔يعني گذريل تاريخ ٻڌائي ٿي تہ ڏوهارين سان اهڙو ئي سلوڪ ٿيندو آيو آهي پوءِ ڪهڙو سبب آهي جو محمد رسول اللّٰه ﷺ جي زماني جي ڏوهارين سان اهڙو سلوڪ نہ ٿيندو.

۳۔ان مان مراد هيءَ آهي تہ هر ٻار لاءِ ڪو الڳ قانون مقرر نا هي هوندو بلڪ اسان ان لاءِ اللّٰه جي سنت ۾ هڪ اندازو مقرر ڪري ڇڏيو آهي ۽ جڏهن کان دنيا پيدا ٿي آهي انهيءَ اندازي جي مطابق ڪم هلندو پيو اچي. يعني مختلف جانور ڪامل پيدائش جي لاءِ مختلف مهينن تائين مائرن جي پيٽن ۾ رهندا آهن.

کھڙو نہ سنو اندازو مقرر ڪرڻ وارا آھيون.

وَيۡلٌ يَّوۡمَئِذٍ لِّلۡمُكَذِّبِيۡنَ ۝٢٥

٢٥-انَ ڏينهن ڪوڙو ڪرڻ وارن تي تباهي ايندي (انهيءَ ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي)

اَلَمۡ نَجۡعَلِ الۡاَرۡضَ كِفَاتًا ۝٢٦ اَحۡيَآءً وَّاَمۡوَاتًا ۝٢٧

٢٦، ٢٧-ڇا اسان زمين کي جيئرن ۽ مئلن کي گڏ ڪرڻ وارو ناهي بڻايو(١)؟

وَّجَعَلۡنَا فِيۡهَا رَوَاسِىَ شٰمِخٰتٍ وَّاَسۡقَيۡنٰكُمۡ مَّآءً فُرَاتًا ۝٢٨

٢٨-۽ اسان انهيءَ ۾ اوچا جبل بڻايا آهن ۽ (انَ جي نتيجي ۾) توهان کي منو(٢) پاڻي پياريو آهي.

وَيۡلٌ يَّوۡمَئِذٍ لِّلۡمُكَذِّبِيۡنَ ۝٢٩

٢٩-انَ ڏينهن ڪوڙو ڪرڻ وارن تي تباهي ايندي (انهيءَ ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي)

اِنۡطَلِقُوۡۤا اِلٰى مَا كُنۡتُمۡ بِهٖ تُكَذِّبُوۡنَ ۝٣٠

٣٠-(اسان انهن کي چونداسين تہ) جنهن شيءِ کي توهان ڪوڙو ڪندا هئا انهيءَ ڏانهن وڃو.

اِنۡطَلِقُوۡۤا اِلٰى ظِلٍّ ذِىۡ ثَلٰثِ شُعَبٍ ۝٣١

٣١-يعني انَ پاڇي ڏانهن وڃو، جنهن جا ٽي(٣) حصا آهن.

لَّا ظَلِيۡلٍ وَّلَا يُغۡنِىۡ مِنَ اللَّهَبِ ۝٣٢

٣٢-نہ تہ اهو ڇانئو ڏئي ٿو ۽ نہ گرميءَ

---

١-يعني جيئرا ان جي مٿان آباد رهندا آهن ۽ مُئل يا تہ اُن ۾ پوريا ويندا آهن يا انهن جي خاڪ سندس درياهن ۾ وهائي ويندي آهي.

٢-يعني زمين ۾ ديني ۽ دنياوي وڏي قابليت وارا ماڻهو پيدا ڪيا ويندا آهن ۽ مادي ۽ روحاني پاڻي جيڪو تمام منو هوندو آهي انهن روحاني ۽ جسماني سردارن جي ذريعي ماڻهن کي پياريو ويندو آهي. يعني روحاني ماڻهو الهام ٻڌائيندي سندن روحاني اُڃ لاهيندا آهن ۽ جسماني ماڻهو نهرون ۽ ٽيوب ويل لڳائي انهن تائين منو پاڻي پهچائيندا آهن.

٣-يعني آخري زماني ۾ اسلام جي منڪرن جي پناهہ اهڙي هوندي جيڪا پناهہ ڇورائي نہ ٿي سگهجي بلڪ تڪليف جو باعث هوندي.

كان بچائي ٿو.

اِنَّهَا تَرۡمِیۡ بِشَرَرٍ كَالۡقَصۡرِ ﴿۳۳﴾

٣٣-بلڪ اُهو ايترا وڏا اُلا اڇلي ٿو جيڪي قلعي جي برابر هوندا آهن.

كَاَنَّهٗ جِمٰلَتٌ صُفۡرٌ ﴿۳۴﴾

٣٤-ايترا وڏا جو ڄڻ وڏن جهازن کي ٻَڌڻ وارا هيڊا رسا معلوم ٿين ٿا.

وَیۡلٌ یَّوۡمَئِذٍ لِّلۡمُكَذِّبِیۡنَ ﴿۳۵﴾

٣٥-انَ ڏينهن ڪوڙو ڪرڻ وارن تي تباهي ايندي (انهيءَ ۾ ڪو به شڪ نه آهي)

هٰذَا یَوۡمُ لَا یَنۡطِقُوۡنَ ﴿۳۶﴾

٣٦-اِهو اهڙو ڏينهن هوندو (جنهن ڏينهن ڏوهاري پنهنجي مرضيءَ سان) ڳالهائي نه سگهندا.

وَلَا یُؤۡذَنُ لَهُمۡ فَیَعۡتَذِرُوۡنَ ﴿۳۷﴾

٣٧-۽ انهن کي (خدا جي طرفان به ڳالهائڻ جي) اجازت نه ڏني ويندي جو اهي ڪو بهانو ٺاهي سگهن①.

وَیۡلٌ یَّوۡمَئِذٍ لِّلۡمُكَذِّبِیۡنَ ﴿۳۸﴾

٣٨-انَ ڏينهن ڪوڙو ڪرڻ وارن تي تباهي ايندي (انهيءَ ۾ ڪو به شڪ نه آهي)

هٰذَا یَوۡمُ الۡفَصۡلِ ۚ جَمَعۡنٰكُمۡ وَالۡاَوَّلِیۡنَ ﴿۳۹﴾

٣٩-اِهوفيصلي جو ڏينهن هوندو جنهن ۾ اسان توهان کي به ۽ پهرين قومن کي به جمع ڪنداسين.

فَاِنۡ كَانَ لَكُمۡ كَیۡدٌ فَكِیۡدُوۡنِ ﴿۴۰﴾

٤٠-پوءِ جيڪڏهن توهان وٽ ڪا تدبير آهي ته انهيءَ تدبير کي منهنجي خلاف هلايو.

وَیۡلٌ یَّوۡمَئِذٍ لِّلۡمُكَذِّبِیۡنَ ﴿۴۱﴾ ع ٢١

٤١-انَ ڏينهن ڪوڙو ڪرڻ وارن تي تباهي ايندي (انهيءَ ۾ ڪو به شڪ نه آهي)

اِنَّ الۡمُتَّقِیۡنَ فِیۡ ظِلٰلٍ وَّعُیُوۡنٍ ﴿۴۲﴾

٤٢-انَ ڏينهن متقي يقيناً ڇانئن ۽ چشمن وارين جڳهن ۾ هوندا.

---

١-ڇاڪاڻ ته ان ڏينهن خود انهن جا عضوا انهن تي شاهدي ڏئي رهيا هوندا ۽ ڪنهن زباني شهادت جي ضرورت نه هوندي.

وَّفَوَاكِهَ مِمَّا يَشْتَهُوْنَ ﴿٤٢﴾

٤٢- ۽ پنهنجن پسنديده ميون ۾ (گهيريل) هوندا (جيڪي انهن جي مرضيءَ مطابق انهن کي ملندا).

كُلُوْا وَاشْرَبُوْا هَنِيْٓـًٔا بِمَا كُنْتُمْ تَعْمَلُوْنَ ﴿٤٤﴾

٤٤- ۽ انهن کي چيو ويندو ته دل کي موهيندڙ ميوا کائو ۽ سنو پاڻي پيئو، اها توهانجن عملن جي جزا هوندي.

اِنَّا كَذٰلِكَ نَجْزِى الْمُحْسِنِيْنَ ﴿٤٥﴾

٤٥- اسان محسنن کي اهڙي طرح بدلو ڏيندا آهيون.

وَيْلٌ يَّوْمَىِٕذٍ لِّلْمُكَذِّبِيْنَ ﴿٤٦﴾

٤٦-انَ ڏينهن ڪوڙو ڪرڻ وارن تي تباهي ايندي (انهيءَ ۾ ڪو به شڪ نه آهي)

كُلُوْا وَتَمَتَّعُوْا قَلِيْلًا اِنَّكُمْ مُّجْرِمُوْنَ ﴿٤٧﴾

٤٧-(اسان انهن کي چئون ٿا ته) کائو ۽ هن دنيا جو ٿورو فائدو حاصل ڪري وٺو،توهان ڏوهاري آهيو.

وَيْلٌ يَّوْمَىِٕذٍ لِّلْمُكَذِّبِيْنَ ﴿٤٨﴾

٤٨-انَ ڏينهن ڪوڙو ڪرڻ وارن تي تباهي ايندي (انهيءَ ۾ ڪو به شڪ نه آهي)

وَاِذَا قِيْلَ لَهُمُ ارْكَعُوْا لَا يَرْكَعُوْنَ ﴿٤٩﴾

٤٩-انهن ماڻهن تي جن کي جڏهن به چيو ويجي ٿو ته توحيد تي قائم ٿي وڃو، ته اهي توحيد تي قائم نٿا ٿين (بلڪ شرڪ جي طرف موٽي وڃن ٿا)

وَيْلٌ يَّوْمَىِٕذٍ لِّلْمُكَذِّبِيْنَ ﴿٥٠﴾

٥٠-انَ ڏينهن ڪوڙو ڪرڻ وارن تي تباهي ايندي (انهيءَ ۾ ڪو به شڪ نه آهي)

فَبِاَيِّ حَدِيْثٍۢ بَعْدَهٗ يُؤْمِنُوْنَ ﴿٥١﴾ ع ٢ ٢٢

٥١-سو اُهي بڌائين ته سهي ته هن (قرآن) کانپوءِ اُهي ڪهڙي ڪتاب تي ايمان آڻيندا.

## سُوْرَةُ النَّبَاِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ اِحْدٰى وَ اَرْبَعُوْنَ اٰيَةً وَّ رُكُوْعَانِ

سورت نبا- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم الله سميت هن جون ايڪيتاليهه آيتون ۽ ٻه رڪوع آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١-(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

عَمَّ يَتَسَآءَلُوْنَ ۚ②

٢- اِهي (ماڻهو) ڪهڙي (شيءِ) جي باري ۾ هڪ ٻئي کان (تعجب سان) سوال ڪري رهيا آهن.

عَنِ النَّبَاِ الْعَظِيْمِ ۙ③

٣-ڇا انهي (متي ذڪر ڪيل يوم الفصل واري) عظيم (الشان) خبر جي باري ۾

الَّذِيْ هُمْ فِيْهِ مُخْتَلِفُوْنَ ؕ④

٤-جنهن جي باري ۾ اهي ماڻهو (قرآن جي ٻڌايل حقيقت سان) اختلاف رکن ٿا.

كَلَّا سَيَعْلَمُوْنَ ۙ⑤

٥-چڱيءَ طرح ياد رکن ته اصل حقيقت انهن جي عقيدن جي خلاف آهي ۽ هِڪ ڏينهن اُهي اُنهيءَ کي معلوم ڪري وٺندا.

ثُمَّ كَلَّا سَيَعْلَمُوْنَ ⑥

٦-وري اسان چئون ٿا ته ڳالهه انهن جي عقيدن جي خلاف آهي ۽ اهي ماڻهو انهيءَ پيشگوئي کي جيڪا هن سورت ۾ بيان ڪئي ويئي آهي ضرور سمجهي وٺندا.

اَلَمْ نَجْعَلِ الْاَرْضَ مِهٰدًا ۙ⑦

٧-(سوچين ته سهي ته) ڇا اسان زمين کي وڇاڻو نه بڻايو آهي.

وَّالْجِبَالَ اَوْتَادًا ۙ⑧

٨- ۽ جبلن کي ڪِلُين وانگر ناهي نوڪيو.

وَّخَلَقْنٰكُمْ اَزْوَاجًا ۙ⑨

٩-۽ (اهو به ياد رکو ته) اسان توهان

| | |
|---|---|
| | (سيني ماڻهن) کي جوڙو (جوڙو) ٺاهيو آهي. |
| وَّجَعَلْنَا نَوْمَكُمْ سُبَاتًا ۙ﴿۱۰﴾ | ١٠-۽ اسان توهانجي ننڊ کي راحت جو سبب بڻايو آهي. |
| وَّجَعَلْنَا الَّيْلَ لِبَاسًا ۙ﴿۱۱﴾ | ١١-۽ اسان رات کي پردي پوش بڻايو آهي. |
| وَّجَعَلْنَا النَّهَارَ مَعَاشًا ۠﴿۱۲﴾ | ١٢-۽ اسان ڏينهن کي زندگيءَ (جي اظهار) جو موقعو بڻايو آهي. |
| وَّبَنَيْنَا فَوْقَكُمْ سَبْعًا شِدَادًا ۙ﴿۱۳﴾ | ١٣-۽ اسان توهانجي مٿان ست (بلند ۽) مضبوط (آسمان) بڻايا آهن. |
| وَّجَعَلْنَا سِرَاجًا وَّهَّاجًا ۠﴿۱۴﴾ | ١٤-۽ اسان هڪ چمڪندڙ سج (به) بڻايو آهي. |
| وَّاَنْزَلْنَا مِنَ الْمُعْصِرٰتِ مَآءً ثَجَّاجًا ۙ﴿۱۵﴾ | ١٥-۽ اسان گهاٽن ڪڪرن مان ڪثرت سان وسڻ وارو پاڻي (به) لاٿو آهي. |
| لِّنُخْرِجَ بِهٖ حَبًّا وَّنَبَاتًا ۙ﴿۱۶﴾ | ١٦-انهيءَ لاءِ ته انهيءَ جي ذريعي اسان اَنّ ۽ ڀاڄيون اپايون |
| وَّجَنّٰتٍ اَلْفَافًا ؕ﴿۱۷﴾ | ١٧-۽ گهاٽا باغ (پيدا ڪيون) |
| اِنَّ يَوْمَ الْفَصْلِ كَانَ مِيْقَاتًا ۙ﴿۱۸﴾ | ١٨-يقيناً اِهو فيصلي جو ڏينهن هڪ مقرر وقت (تي اچڻ وارو) آهي. |
| يَّوْمَ يُنْفَخُ فِي الصُّوْرِ فَتَاْتُوْنَ اَفْوَاجًا ۙ﴿۱۹﴾ | ١٩-جنهن ڏينهن بِگل ۾ ڦوڪيو ويندو، پوءِ توهان ٽولا ٽولا ٿي (اسانجي حضور ۾) ايندؤ. |
| وَّفُتِحَتِ السَّمَآءُ فَكَانَتْ اَبْوَابًا ۙ﴿۲۰﴾ | ٢٠-۽ آسمان کوليو ويندو، ايتري قدر جو اهو دروازا① (دروازا) ٿي ويندو. |
| وَّسُيِّرَتِ الْجِبَالُ فَكَانَتْ سَرَابًا ؕ﴿۲۱﴾ | ٢١-جبل (پنهنجي جڳهه تان) هَلايا |

١-يعني آسمان مان وڏي رنگ ۾ نشان ظاهر ٿيندا جڻ ته آسمان ۾ دروزا لڳي ويا آهن مومنن لاءِ تمام گهڻي رحمت نازل ٿيندي ۽ ڪافرن لاءِ تمام گهڻا عذاب ظاهر ٿيندا.

①ويندا، ايتري قدر جو اُهي رُڄ ②(وانگر) ٿي ويندا.

اِنَّ جَهَنَّمَ كَانَتۡ مِرۡصَادًا ۝٢٢
**۲۲**۔ يقيناً جهنم (انهن ماڻهن جي) تاڙ ۾ (لڳل) آهي.

لِّلطّٰغِيۡنَ مَاٰبًا ۝٢٣
**۲۳**۔(۽) اها سرڪشن ③جي رهڻ جي جاءِ آهي.

لّٰبِثِيۡنَ فِيۡهَاۤ اَحۡقَابًا ۝٢٤
**۲۴**۔اهي انهيءَ ۾ ورهن جا ورهه رهندا ايندا.

لَا يَذُوۡقُوۡنَ فِيۡهَا بَرۡدًا وَّلَا شَرَابًا ۝٢٥
**۲۵**۔(اتي انهن ماڻهن جي اها حالت هوندي) جو نه ته اهي انهيءَ ۾ ڪنهن قسم جي ٿڌ (محسوس ڪندا) ۽ نه ڪا پيئڻ جي شيءِ انهن کي ملندي (جيڪا اُڃ لاهي سگهي).

اِلَّا حَمِيۡمًا وَّغَسَّاقًا ۝٢٦
**۲۶**۔ها پر الله انهن کي (تيز) گرم پاڻي ۽ (برداشت کان باهر) ٿڌو پاڻي ڏيندو.

۱۔يعني ڪافرن جون حڪومتون ۽ تنظيمون ٽوڙيون ويندون.

۲۔يعني آخري زماني ۾ پري پري کان ماڻهو بادشاهن جو ذڪر پڙهندا پر جڏهن کين ويجها ويندا ته بادشاهت هڪ دوکو لڳندو يعني کلي پوندو ته بادشاهه صرف نالي جو آهي نه ته عوام انهن تي به حڪومت ڪري رهيو آهي ۽ قانون کين پابند ڪري رکيو آهي ۽ جيڪڏهن هن آيت کي ديني انتظام جي باري ۾ سمجهيو وڃي ته ان جي معنيٰ هيءَ ٿيندي ته الله تعاليٰ ته روحاني عالِمَن کي جبل بڻائيندو پر جڏهن به عوام دين جي ترقيءَ لاءِ ڪا ڪوشش ڪندا ته بد عالِمَ انهن جي رستي ۾ اچي ويندا ۽ سندن تدبيرن کي ناڪام ڪري ڇڏيندا ۽ مومن ماڻهو حيرت ۾ پئجي ويندا ته اسان ته سمجهندا هئاسين ته انهن جي اچڻ سان دين ترقي ڪري ويندو پر دين ته پوءِ به ڪمزور ئي رهيو.انهيءَ طرف هن آيت ۾ اشارو ڪيو ويو آهي وَمَاۤ اَرۡسَلۡنَا مِنۡ قَبۡلِكَ مِنۡ رَّسُوۡلٍ وَّ لَا نَبِيٍّ اِلَّاۤ اِذَا تَمَنّٰۤى اَلۡقَى الشَّيۡطٰنُ فِىۡۤ اُمۡنِيَّتِهٖ (الحج:۵۳)

۳۔يعني هڪ ڏينهن جهنم انهن کي پڪڙي پنهنجي اندر داخل ڪري ونندو.

| | |
|---|---|
| جَزَآءً وِّفَاقًا ﴿٢٦﴾ | ٢٦-(اهڙيءَ طرح انهن کي سندن عملن جي) مطابق بدلو① (ڏنو ويندو). |
| اِنَّهُمْ كَانُوْا لَا يَرْجُوْنَ حِسَابًا ﴿٢٧﴾ | ٢٧-اُهي يقيناً (ڪنهن) حساب جو ڊپ (پنهنجي دلين ۾) نہ رکندا هئا. |
| وَّكَذَّبُوْا بِاٰيٰتِنَا كِذَّابًا ﴿٢٨﴾ | ٢٨-۽ اسانجن نشانن کي سختيءَ سان ڪوڙو ڪندا هئا. |
| وَكُلَّ شَيْءٍ اَحْصَيْنٰهُ كِتٰبًا ﴿٢٩﴾ | ٢٩-۽ اسان (تہ) هر هڪ شيءِ کي پوريءَ طرح ڳڻي رکيو آهي. |
| فَذُوْقُوْا فَلَنْ نَّزِيْدَكُمْ اِلَّا عَذَابًا ﴿٣٠﴾ ع | ٣٠-پوءِ (پنهنجن پنهنجن عملن مطابق) عذاب چکو ۽ اسان توهانکي (عذاب② کانپوءِ) عذاب ئي ڏيندا رهنداسين. |
| اِنَّ لِلْمُتَّقِيْنَ مَفَازًا ﴿٣١﴾ | ٣١-يقيناً متقين جي لاءِ ڪاميابي (مقدر) آهي. |
| حَدَآئِقَ وَاَعْنَابًا ﴿٣٢﴾ | ٣٢-(يعني) باغ ۽ انگور. |
| وَّكَوَاعِبَ اَتْرَابًا ﴿٣٣﴾ | ٣٣-۽ هَمَعُمِرِ نوجوان عورتون. |
| وَّكَاْسًا دِهَاقًا ﴿٣٤﴾ | ٣٤-۽ ڇُلڪندڙ پيالا. |
| لَا يَسْمَعُوْنَ فِيْهَا لَغْوًا وَّلَا كِذّٰبًا ﴿٣٥﴾ | ٣٥-نہ تہ اُهي انهن (جنتن) ۾ بيهوديون ڳالهيون ٻڌندا ۽ نہ (انهن جي ڳالهين |

١-يعني دين تي عمل ڪرڻ ۾ هو ٿڏائپ يعني سُستي ڏيکاريندا هئا.۽ دين جي خلاف عمل ڪرڻ ۾ اُهي گرمي يعني تيزي ڏيکاريندا هئا.

٢-قرآن ڪريم جي لفظن ۾ لَنْ نَّزِيْدَكُمْ اِلَّا عَذَابًا- اسان توهان کي عذاب کانسواءِ ٻي ڪنهن بہ شيءِ ۾ نہ وڌائينداسين ان کي اڙدو محاوري ۾ لکيو وڃي تہ اِهو ئي چئي سگهجي ٿو تہ اسان توهان کي عذاب کانپوءِ عذاب ڏيندا رهنداسين. ڇاڪاڻ تہ ان صورت ۾ عذاب وڌي ويندو آهي.

جَزَآءً مِّنْ رَّبِّكَ عَطَآءً حِسَابًا ﴿٣٦﴾

کي) ڪُوڙو ڪنڌهن ڪو ڪوڙو① ڪندو.

٣٦-انهن کي تنهنجي رب جي طرفان اهڙو بدلو ڏنو ويندو،جيڪو حال سارو انعام هوندو.

رَّبِّ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ وَمَا بَيْنَهُمَا الرَّحْمٰنِ لَا يَمْلِكُوْنَ مِنْهُ خِطَابًا ﴿٣٧﴾

٣٧-(تنهنجي انهيءَ رب جي طرفان جيڪو) آسمانن ۽ زمين ۽ انهن ٻنهي جي وچ ۾ جيڪي ڪي آهي انهن سڀني جو رب آهي (۽) بيحد ڪرم ڪرڻ وارو آهي- اُهي انهيءَ جي حضور ۾ (بنان اجازت جي) ڳالهه ڪرڻ جي طاقت نه رکندا.

يَوْمَ يَقُوْمُ الرُّوْحُ وَالْمَلٰٓئِكَةُ صَفًّا ۙ لَّا يَتَكَلَّمُوْنَ اِلَّا مَنْ اَذِنَ لَهُ الرَّحْمٰنُ وَقَالَ صَوَابًا ﴿٣٨﴾

٣٨-(اهو انهيءَ ڏينهن ٿيندو) جنهن ڏينهن ڪامل روح ۽ فرشتا صف ٻڌيو بيٺا هوندا (۽) اُهي ڳالهه نه ڪري سگهندا سواءِ انهيءَ جي جنهن کي رحمٰن (خدا) اجازت ڏني هوندي ۽ (اهڙو شخص صرف مناسب موقعو ۽) صحيح صحيح ڳالهه چوندو.

ذٰلِكَ الْيَوْمُ الْحَقُّ ۚ فَمَنْ شَآءَ اتَّخَذَ اِلٰى رَبِّهٖ مَاٰبًا ﴿٣٩﴾

٣٩- اِهو ڏينهن ٿي رهڻ وارو آهي پوءِ (توهان مان) جيڪو (شخص) گهري پنهنجي رب وٽ (پنهنجو) ٺڪاڻو ٺاهي وٺي.

اِنَّآ اَنْذَرْنٰكُمْ عَذَابًا قَرِيْبًا ۚ يَّوْمَ يَنْظُرُ الْمَرْءُ مَا قَدَّمَتْ يَدٰهُ وَيَقُوْلُ الْكٰفِرُ

٤٠-اسان توهان کي هڪ ويجهي (زماني ۾ اچڻ واري) عذاب کان چڱيءَ طرح هوشيار ڪري ڇڏيو آهي. جنهن ڏينهن

١-ليڪ لکن ٿا ته ڪِذّاباً ۾ بار بار جي معنيٰ هوندي آهي ان ڪري اسان ڪذهن جو لفظ وڌائي ڇڏيو آهي- پيو ڪِذّاباً مصدر آهي جيڪو مصدر معروف به ٿي سگهي ٿو ۽ مجهول به. ان لحاظ سان اسان هي ترجمو ڪيو آهي ته ”نه (انهن جي ڳالهين کي) ڪڏهن ڪو ڪوڙو ڪندو“.

| يٰلَيۡتَنِيۡ كُنۡتُ تُرٰبًا ﴿٤١﴾ | ع ٢ | انسان انهيءَ شيءِ کي ڏسي وٺندو جيڪا سندس هٿن اڳتي موڪلي① آهي ۽ ڪافر (انهيءَ ڏينهن) چوندو اي ڪاش! مان مٽي هجان ② ها. |
|---|---|---|

١ـ يعني جيڪو عمل هو ڪري چڪو آهي.

٢ـ ڪي مسلمان فرقا صحابهؓ جي بغض ۾ ايتري قدر وڌي ويا آهن جو هو چون ٿا ته حضرت ابوبڪرؓ موت جي وقت اِهوئي جملو چوندو هو. ان ڪري سندن ڪفر ثابت آهي. حقيقت ۾ جيڪڏهن هيءَ روايت ثابت ٿئي ۽ هي آيت حضرت ابوبڪرؓ جي باري ۾ هجي، ته ابوبڪرؓ جي ايمان جي لحاظ سان ان جي هيءَ معنيٰ ٿيندي ته ڪافرن جي ڳالهين جو منڪر يعني ابوبڪرؓ هي چوندو ته شل مون سان خداتعاليٰ جو سلوڪ اهڙو ئي هجي ها ته نه هو منهنجي نيڪ عملن جو بدلو ڏئي ها ۽ نه منهنجي غلطين جي سزا ڏئي ها. ۽ هي هڪ ڪاملَ مومن جو جملو آهي. حديثن ۾ ته خود رسول ڪريمﷺ جي باري ۾ به اچي ٿو ته پاڻ سڳورا هي فرمائيندا هئا ته مان پنهنجي عملن جي ڪري نه بخشيو ويندس بلڪ اللّٰـه تعاليٰ جي فضل سان بخشيو ويندس. ڪافر جو لفظ هتي نِنول ڪندي استعمال ٿيو آهي. ۽ مراد هيءَ آهي ته هي ماڻهو ان ڪي ڪافر چوندا آهن جيڪو جنگ ۾ رسول ڪريمﷺ کي سڀ ڪان وڌيڪ ويجهو هوندو هو ۽ جنهن پنهنجو سڄو مال رسول اللّٰهﷺ تي قربان ڪري ڇڏيو هو ۽ يارهن سالن جي نياڻي پاڻ سڳورن سان پرڻائي ڇڏي هئي جڏهن پاڻ سڳورن جي ڄمار چوونجاهه، پنجونجاهه ٥٥،٥٤ سال هئي، ۽ هجرت ۾ اوهان سان گڏ هو، جڏهن ته سڄي مڪي وارن جي مقابلي ۾ پاڻ سڳورا صرف ابوبڪرؓ کي ساڻ وٺي بيهي رهيا هئا. قرآن ڪريم نِنول ڪندي چوي ٿو ته هي قربانيون ڪرڻ وارو شخص ته ڪافر آهي پر اهي ماڻهو جن هن جي عملن جي پيٺ ۾ ڪا شيءِ عمل ڪري نا هي ڏيکاري. اُهي مومن بڻجن ٿا. ڪي ماڻهو چئي ڏيندا آهن ته رسول اللّٰـهﷺ هجرت جي ڏينهن حضرت عليؓ کي پنهنجي هَنڌ تي ڇو سمهاريو هو؟ هي ٻڌائي ٿو ته حضرت عليؓ سڀ ڪان وڌيڪ مخلص هو. پر جيڪڏهن اهڙي خطري جي موقعي تي ڪنهن شخص کي پنهنجي هنڌ تي سمهارڻ ان جي ڪنهن وڏائيءَ جي نشاني آهي ته غارثور ۾ اڪيلي هڪ شخص سان هٿين خالي لِڪڻ جڏهن ته اڪيلو ماڻهو ان ڪي ماري به سگهي پيو هي ان شخص جي وڏائيءَ تي وڌيڪ دلالت ڪري ٿي. پوءِ ان شخص کي وٺي به سو ميلن جو مديني جو سفر ڪرڻ جڏهن ته پيو ڪو ساڻ نه هو ۽ ڇئو

سُوْرَةُ النَّازِعَاتِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ سَبْعٌ وَّ اَرْبَعُوْنَ اٰيَةً وَّ رُكُوْعَانِ

سورت نازعات۔ هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ستيتاليهه آيتون ۽ ٻه رڪوع آهن.

بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ ﴿۱﴾

۱۔(مان) اللّٰــه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

وَالنّٰزِعٰتِ غَرۡقًا ۙ﴿۲﴾

۲۔مان انهن هستين کي شهادت طور پيش ڪريان ٿو جيڪي پوري ڏيان سان ديني علمن کي چڪين ① ٿيون.

**(باقي حاشيو)**طرف علائقي ۾ سڀ انهن جا جاني دشمن هئا ۽ مڪي وارن اوهان جي سِسي ڪٽي آڻڻ واري لاءِ انعام پڻ مقرر ڪري ڇڏيو هو دليل آهي ته رسول ڪريمﷺ جي نظر ۾ ابوبڪرؓ جو اخلاص تمام وڏو هو. ۽ تاريخ مان ثابت آهي ته بدر جي جنگ ۾ سيني صحابهؓ جي هڪ راءِ هئي ته عرشي تي محمد رسول اللّٰـهﷺ سان ابوبڪرؓ رهي. ۽ صحابه چوندا آهن ته اسان کي ڄاڻ هئي ته هميشه جنگ ۾ هي رسول ڪريم ﷺ جي ويجهو رهندو هو ۽ ان ڪري اسان کيس سڀ کان وڏو بهادر سمجهندا هئاسين. وري تاريخ ۾ لکيل آهي ته جڏهن رسولﷺ بدر جي جنگ ۾ وڏي عاجزيءَ سان دعا گُهرڻ لڳا ته حضرت ابوبڪرؓ جو ڪجهه چيو اهو به سندس ايمان جي نشاني آهي. جڏهن رسول ڪريمﷺ فرمايو ته اي خدا جيڪڏهن هي مسلمان اڄ مارجي ويا ته تنهنجي عبادت پوري ڌرتيءَ تي ڪو به نه ڪندو. ته حضرت ابوبڪرؓ فرمايو يا رسولاللّٰـه اوهان گهبرايو ڇو ٿا، جڏهن خدا جي مدد جا واعدا اوهان وٽ اچي چڪا آهن ته هي ڪيئن ٿو ٿي سگهي ته هي مسلمان ماريا وڃن. اهڙي طرح جڏهن رسول ڪريمﷺ مرض الموت ۾ هئا ته پاڻ فرمايائون ته منهنجي جاءِ تي ابوبڪرؓ نماز پڙهائي. ۽ جڏهن اوهان جي دل ۾ خيال آيو ته مون کان پوءِ خليفو ڪير ٿيندو ته پاڻ سڳورن حضرت عائشهؓ کي فرمايو ته منهنجي دل گُهرندي هئي ته مان ابوبڪرؓ کي خليفو مقرر ڪري ڇڏيان. پر مون سوچيو ته خدا ۽ مومنَ ابوبڪر کانسواءِ ڪنهن ٻي کي خليفو بڻائڻ کان انڪار ڪري ڇڏيندا .ان ڪري مون ان ارادي کي لڪائي ڇڏيو.

۱۔هن آيتن ۾ مؤنث جو صيغو ان ڪري استعمال ڪيو ويو آهي جو هتي صحابهؓ جي جماعتن جو ذڪر آهي ۽ ٻڌايو ويو آهي ته هو بهترين اخلاق دنيا ۾ قائم ڪرڻ لاءِ زور لڳائيندا هئا. مفسر

| | |
|---|---|
| وَّالنّٰشِطٰتِ نَشْطًا ③ | ٣ـ ۽ انهن (هستين) کي جيڪي تمام چڱيءَ طرح ٻَنڌ ٻڌن ① ٿيون. |
| وَّالسّٰبِحٰتِ سَبْحًا ④ | ٤ـ ۽ انهن (هستين) کي جيڪي پري پري نڪري② وڃن ٿيون. |
| فَالسّٰبِقٰتِ سَبْقًا ⑤ | ٥ـ پوءِ (مقابلو ڪري پنهنجي مقابلي واري کان) گهڻو اڳتي نڪري③ وڃن ٿيون. |
| فَالْمُدَبِّرٰتِ اَمْرًا ⑥ وقف لازم | ٦ـ وري (دنيا جو) ڪم (هلائڻ) جي تدبير ④ ۾ لڳي وڃن ٿيون. |
| يَوْمَ تَرْجُفُ الرَّاجِفَةُ ⑦ | ٧ـ (انهن صفتن واري قوم جي ظهور جو اهو ڏينهن هوندو) جنهن ڏينهن جنگ (جي تياري) ڪرڻ واري (قوم) جنگ جي تياري ڪندي⑤. |
| تَتْبَعُهَا الرَّادِفَةُ ⑧ | ٨ـ انَ(جنگ جي تياريءَ) کان پوءِ (اهڙي |

**(باقي حاشيو)** چون ٿا ته هن آيتن ۾ فرشتن جو ذڪر آهي پر مون فرشتن جي جڳهه صحابه مراد ورتا آهن. ڇاڪاڻ ته واوُ قسمَ لاءِ ايندو آهي ۽ قَسمُ گواهي لاءِ هوندو آهي. ۽ فرشتن جي گواهي نه مومن سمجهي سگهن ٿا نه ڪافر. ها صحابه جي گواهيءَ کي مومن ۽ ڪافر ٻئي سمجهي سگهن ٿا ان ڪري هن جاءِ تي صحابه جو ئي ذڪر آهي ۽ ترجمي ۾ مون انهن جو ذڪر ڪيو آهي.

١ـ يعني اللّٰه‌تعاليٰ سان تعلق مضبوط ڪندا آهن.

٢ـ يعني صحابه جون جماعتون جيڪي اسلام لاءِ ملڪَ ملڪَ ۾ گهمنديون هيون.

٣ـ يعني صحابه ۾ نيڪيءَ ۾ هڪ ٻئي کان اڳتي وڌڻ جو مادو موجود هو جنهن جي ڪري اُهي نيڪيءَ ۾ هڪ ٻئي کان اڳتي وڌڻ جي ڪوشش ۾ ڪا ڏُکيائي محسوس نه ڪندا هئا ۽ سندن تمام ڪوششون اهڙيون ئي هيون جهڙوڪ ترڻ واري کي ترڻ ۾ پاڻيءَ جي ڪري سهولت ملندي آهي.

٤ـ انهن جي زندگيءَ جو مقصد دنيا جي اصلاح ۽ ترقي هوندو آهي.

٥ـ يعني سڀئي آيتون اهو زمانو ٻڌائين ٿيون جڏهن مسلمان ڪافرن جي جنگين جو جواب جنگ سان ڏيڻ تي مجبور ٿي پوندا.

قسم جي) پويان اچڻ واري① (هڪ ٻي) ڳهڙي ايندي.

قُلُوْبٌ يَّوْمَىِٕذٍ وَّاجِفَةٌ ۙ⑨

**٩**-انهيءَ ڏينهن ڪن (ماڻهن جون) دليون ڌڙڪي① رهيون هونديون.

اَبْصَارُهَا خَاشِعَةٌ ۘ⑩

**١٠**-۽ انهن جون نظرون خوف کان جهڪيل هونديون.

يَقُوْلُوْنَ ءَاِنَّا لَمَرْدُوْدُوْنَ فِي الْحَافِرَةِ ؕ⑪

**١١**-(۽) اهي چوندا ڇا اسانکي پنهنجي رستي تي پوئين پير③ موٽايو ويندو.

ءَاِذَا كُنَّا عِظَامًا نَّخِرَةً ؕ⑫

**١٢**-ڇا(انهيءَ حالت ۾ به جو)جڏهن اسان ڳتا هڏا تي ويندا سين (ائين④ ٿيندو)؟

قَالُوْا تِلْكَ اِذًا كَرَّةٌ خَاسِرَةٌ ۘ⑬

**١٣**-اهي چون ٿا (جيڪڏهن ائين ٿيو) تڏهن ته اها وڏي ڳهاٽي واري واپسي ٿيندي.

فَاِنَّمَا هِيَ زَجْرَةٌ وَّاحِدَةٌ ۙ⑭

**١٤**-(۽ اهو به ياد رکو ته) اها جنگ جي خبر ته صرف هڪ دڙڪو⑤ هئي.

فَاِذَا هُمْ بِالسَّاهِرَةِ ؕ⑮

**١٥**-سو (انهيءَ دڙڪي ڪانپوءِ) اهي يڪدم وري (جنگ جي) ميدان ۾ اچي

١-يعني مسلمان جڏهن جنگ ڪرڻ تي مجبور هوندا ته تلوار هٿ مان نه رکندا بلڪ حملي مٿان حملو ڪندا ويندا. ايستائين جو فاتح ٿي ويندا.

٢- يعني ڪافر اُن وقت بي همتي ڏيکارڻ لڳي ويندا.

٣-يعني ڇا جهڙي طرح مسلمان هتي غالب اچي ويا آهن. اهڙي طرح انهن جي دعويٰ جي مطابق اسان اڳين جهان ۾ به هڪ نئين زندگي ماڻيندا سين ۽ وري الله جو عذاب ڏسندا سين؟

٤-يعني اسلام جي غلبي واري ڳالهه جڏهن پوري ٿيندي ته ڪافر چوندا ته ڇا هاڻي ٻي ڳالهه ته اسان کي مرڻ ڪانپوءِ زندهه ڪري اُٿاريو ويندو اُها به پوري ٿيندي؟

٥-يعني ڪافرن جي سزا صرف بدر جي شڪست نا هي بلڪ اهڙيون گهڻيون ئي شڪستون کين ملنديون.

①موجود ٿيندا.

هَلْ اَتٰىكَ حَدِيْثُ مُوْسٰى ۝١٦
**١٦**-ڇا توکي موسٰي جي ڳالهہ (بہ) پهتي آهي؟

اِذْ نَادٰىهُ رَبُّهٗ بِالْوَادِ الْمُقَدَّسِ طُوًى ۝١٧
**١٧**-جڏهن انهيءَ کي سندس رب مقدس ② وادي يعني طوٰي ۾ پڪاريو هو.

اِذْهَبْ اِلٰى فِرْعَوْنَ اِنَّهٗ طَغٰى ۝١٨
**١٨**-(ءِ فرمايو هو تہ) فرعون ڏانهن وڃ ڇو جو اهو باغي ٿي رهيو آهي.

فَقُلْ هَلْ لَّكَ اِلٰٓى اَنْ تَزَكّٰى ۝١٩
**١٩**-ءِ (انهيءَ کي) چؤ تہ ڇا توکي (انهيءَ ڳالهہ جي بہ ڪا) خواهش آهي تہ تون پاڪ ٿي وڃين.

وَاَهْدِيَكَ اِلٰى رَبِّكَ فَتَخْشٰى ۝٢٠
**٢٠**-ءِ (انهيءَ جي نتيجي ۾) مان توکي تنهنجي رب ڏانهن رستو ڏيکاريان ءِ تون (خدا کان) ڊڄڻ لڳين ③.

فَاَرٰىهُ الْاٰيَةَ الْكُبْرٰى ۝٢١
**٢١**- سو (موسٰي ويو ءِ انهن) انهيءَ کي هڪ وڏو نشان ڏيکاريو.

فَكَذَّبَ وَعَصٰى ۝٢٢
**٢٢**-جنهن تي انهي (موسٰي کي) ڪوڙو ڪيو ءِ نافرماني ڪئي.

ثُمَّ اَدْبَرَ يَسْعٰى ۝٢٣
**٢٣**-انهيءَ کانسواءِ انهي فساد جون تدبيرون ڪندي حق کان پٺي ڦيرائي ڇڏي.

١-يعني جڏهن جنگين جو اصلي وقت ايندو ڪافر بہ بار بار حملن ڏانهن توجهہ ڪندا پر آخر شڪست ماڻيندا.

٢-طُــوٰی جي معنيٰ عربي زبان ۾ چڪر ڪاٽڻ جي هوندي آهي. ان ڪري ان جي معنيٰ هيءَ آهي تہ اُها اهڙي واديءَ هئي جتان خداتعالٰي ڏانهن انسان ورندو آهي. يعني روحاني طور تي ان جي ترقيءَ جو سامان ٿا هيو ويندو هو.

٣-يعني موسٰي عليه السلام اڳوڻن سيني نبين وانگرءِ آئيندي جي نبين جي طريقي مطابق اِهو ئي ڪيو تہ فرعون کي چيو تہ سنو آهي تہ مونکي مڃي نصيحت حاصل ڪيو. ءِ منهنجي اچڻ کي پاڻ لاءِ عذاب جو سبب نہ بڻايو.

فَحَشَرَ فَنَادٰى ﴿٢٣﴾

٢٣-سو (انهيءَ پنهنجي درٻارين کي) جمع ڪيو ۽ (ملڪ ۾ عام) پڙهو ڏياريائين.

فَقَالَ اَنَا رَبُّكُمُ الْاَعْلٰى ﴿٢٤﴾

٢٤-۽ (ماڻهن کي ڳالهه ڪري) چيو ته مان توهانجو سڀ کان وڏو رب آهيان

فَاَخَذَهُ اللّٰهُ نَكَالَ الْاٰخِرَةِ وَالْاُوْلٰى ﴿٢٥﴾

٢٥-انهيءَ تي اللّٰه هن کي آخرت ۽ دنيا جي عذاب ۾ مبتلا ڪرڻ جي لاءِ پڪڙي ورتو.

اِنَّ فِيْ ذٰلِكَ لَعِبْرَةً لِّمَنْ يَّخْشٰى ﴿٢٦﴾ ع

٢٦-يقيناً انهيءَ (واقعي) ۾ انهيءَ جي لاءِ جيڪو خدا کان ڊڄي ٿو هڪ وڏي عبرت (جو سامان) آهي.

ءَاَنْتُمْ اَشَدُّ خَلْقًا اَمِ السَّمَآءُ ۚ بَنٰهَا ﴿٢٧﴾

٢٧-(سوچيو ته سهي) ڇا توهانکي (ٻيهر) پيدا ڪرڻ وڌيڪ ڏکيو آهي يا آسمان کي (پيدا ڪرڻ) جنهن کي انهيءَ (خدا) بڻايو آهي.

رَفَعَ سَمْكَهَا فَسَوّٰىهَا ﴿٢٨﴾

٢٨-(۽) انهيءَ جي بلنديءَ کي اوچو ڪيو آهي ۽ انهيءَ کي بي عيب بڻايو اٿس.

وَاَغْطَشَ لَيْلَهَا وَاَخْرَجَ ضُحٰىهَا ﴿٢٩﴾

٢٩-۽ انهيءَ جي رات کي (ته) اونداهو بڻايو آهي پر انهيءَ جي منجهند کي (روشن بڻائي) ظاهر ڪيو آهي.

وَالْاَرْضَ بَعْدَ ذٰلِكَ دَحٰىهَا ﴿٣٠﴾

٣٠-۽ انهيءَ سان گڏ (انهيءَ زماني① ۾) زمين کي به وڇايو اٿس.

اَخْرَجَ مِنْهَا مَآءَهَا وَمَرْعٰىهَا ﴿٣١﴾

٣١-پوءِ (انهيءَ مان) انهيءَ جو پاڻي ۽ انهيءَ جو چارو ڪڍيو اٿس.

وَالْجِبَالَ اَرْسٰىهَا ﴿٣٢﴾

٣٢-۽ جبلن کي به هُن اِنهيءَ ۾ کپايو آهي.

---

١-عربي زبان ۾ ڪڏهن بـــعـــد ”ساڻ“ جي معنيٰ ۾ به استعمال ٿيندو آهي. (ڏسو اقرب) انهيءَ مطابق ترجمو ڪيو ويو آهي ڇاڪاڻ ته شمسي نظام جهڙوڪ جوتشي علم سان ثابت آهي ته هڪ وقت ۾ بڻيو آهي.

مَتَاعًا لَّكُمْ وَلِاَنْعَامِكُمْ ﴿٣٤﴾

۳۴-(اهو سڀ ڪجهه) توهانجي ۽ توهانجن جانورن جي فائدي جي لاءِ (انهيءَ ڪيو آهي).

فَاِذَا جَآءَتِ الطَّآمَّةُ الْكُبْرٰى ﴿٣٥﴾

۳۵-پوءِ جڏهن اُها وڏي آفت ايندي.

يَوْمَ يَتَذَكَّرُ الْاِنْسَانُ مَا سَعٰى ﴿٣٦﴾

۳۶-جنهن ڏينهن انسان پنهنجي ڪئي ڪي ياد ڪندو.

وَبُرِّزَتِ الْجَحِيْمُ لِمَنْ يَّرٰى ﴿٣٧﴾

۳۷-۽ جهنم انهيءَ جي لاءِ جيڪو انهيءَ ڪي (عقل جي اک سان) ڏسندو ظاهر ڪيو ويندو.

فَاَمَّا مَنْ طَغٰى ﴿٣٨﴾

۳۸-پوءِ جنهن سرڪشي اختيار ڪئي

وَاٰثَرَ الْحَيٰوةَ الدُّنْيَا ﴿٣٩﴾

۳۹-۽ دنياوي زندگيءَ ڪي (آخرت تي) ترجيح ڏني.

فَاِنَّ الْجَحِيْمَ هِيَ الْمَاْوٰى ﴿٤٠﴾

۴۰-يقيناً جهنم (ئي) انهيءَ جو ٺڪاڻو آهي.

وَاَمَّا مَنْ خَافَ مَقَامَ رَبِّهٖ وَنَهَى النَّفْسَ عَنِ الْهَوٰى ﴿٤١﴾

۴۱- ۽ جنهن پنهنجي رب جي شان کان خوف ڪيو ۽ (پنهنجي) نفس ڪي ڪريل خواهشن کان روڪيو.

فَاِنَّ الْجَنَّةَ هِيَ الْمَاْوٰى ﴿٤٢﴾

۴۲-يقيناً جنت ئي ان جو ٺڪاڻو آهي.

يَسْـَٔلُوْنَكَ عَنِ السَّاعَةِ اَيَّانَ مُرْسٰهَا ﴿٤٣﴾

۴۳- اُهي توکان انهيءَ گهڙيءَ جي متعلق پڇن ٿا (ته) انهيءَ جو اچڻ ڪڏهن ٿيندو؟

فِيْمَ اَنْتَ مِنْ ذِكْرٰىهَا ﴿٤٤﴾

۴۴-توکي انهيءَ جي (اچڻ جي) ذڪر سان ڪهڙو تعلق؟

اِلٰى رَبِّكَ مُنْتَهٰهَا ﴿٤٥﴾

۴۵-انهيءَ (جي وقت) جي انتها (جو مقرر ڪرڻ) ته تنهنجي رب سان تعلق رکي ٿو.

اِنَّمَآ اَنْتَ مُنْذِرُ مَنْ يَّخْشٰهَا ﴿٤٦﴾

۴۶- تون ته صرف انهيءَ ڪي جيڪو انهيءَ (آفت) کان ڊڄي ٿو هوشيار ڪرڻ وارو آهين.

كَاَنَّهُمْ يَوْمَ يَرَوْنَهَا لَمْ يَلْبَثُوْٓا اِلَّا عَشِيَّةً اَوْ ضُحٰهَا ﴿٤٦﴾ ع ٢

٤٦- اُهي جنهن ڏينهن انهيءَ کي ڏسندا (انهن جي حالت اهڙي هوندي جو) ڄڻ اُهي صرف هڪ شام يا انهيءَ جو صبح (هن دنيا ۾) رهيا آهن.

سُوْرَةُ عَبَسَ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ ثَلَاثٌ وَّ اَرْبَعُوْنَ اٰيَةً وَّ رُكُوْعٌ

سورت عبس- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ٽيتاليهه آيتون ۽ هڪ رڪوع آهي.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ﴿١﴾

١- (مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

عَبَسَ وَتَوَلّٰٓى ﴿٢﴾

٢- (ڇا) منهن ۾ گُهنڊ وڌائين ۽ منهن موڙيائين ① ؟

اَنْ جَآءَهُ الْاَعْمٰى ﴿٣﴾

٣- (صرف) انهيءَ ڳالهه تي جو انهيءَ وٽ (هڪ) نابينا (جنهن کي واقف ماڻهو ڄاڻندا هئا) آيو.

وَمَا يُدْرِيْكَ لَعَلَّهٗ يَزَّكّٰٓى ﴿٤﴾

٤- ۽ (اي رسول!) ڪهڙي ڳالهه توکي (انهيءَ تي) آگاهه ڪري سگهندي هئي ته اُهو ضرور پاڪ ٿي ويندو.

اَوْ يَذَّكَّرُ فَتَنْفَعَهُ الذِّكْرٰى ﴿٥﴾

٥- يا (عبرت جي سببن کي) ياد ڪندو ته (اهو) ياد ڪرڻ انهيءَ کي نفعو بخشيندو.

اَمَّا مَنِ اسْتَغْنٰى ﴿٦﴾

٦- ڇا اهو ٿي سگهي ٿو ته جيڪو شخص (حق کان) بي پرواهي ڪري.

فَاَنْتَ لَهٗ تَصَدّٰى ﴿٧﴾

٧- (انهيءَ ڏانهن) ته تون چڱيءَ طرح

١- تفصيل لاءِ ڏسو تفسير ڪبير جلد ٨ صفحه ١٤٩ تا ١٥٧.

ڏيان ڏين (حالانڪ اهو سڄي قرآن جي خلاف آهي).

وَمَا عَلَيْكَ اَلَّا يَزَّكّٰى ⑧

٨ـ ۽ تون ائين ڪري به ڪيئن ٿو سگهين جڏهن ته انهيءَ جي هدايت نه حاصل ڪرڻ جي توتي ڪا ذميواري نه آهي.

وَاَمَّا مَنْ جَآءَكَ يَسْعٰى ⑨

٩ـ ۽ جيڪو به توڏانهن ڊوڙندو اچي.

وَهُوَ يَخْشٰى ⑩

١٠ـ ۽ هو (انهيءَ سان گڏ خدا کان به) ڊڄندو هجي.

فَاَنْتَ عَنْهُ تَلَهّٰى ⑪

١١ـ(ته اعتراض ڪندڙ جي چوڻ موجب) تون انهيءَ کان بي توجهي ڪرين ٿو.

كَلَّآ اِنَّهَا تَذْكِرَةٌ ⑫

١٢ـ (ائين) هرگز ڪونهي (اهي سڀ الزام غلط آهن) يقيناً هي (قرآن) ته هڪ نصيحت آهي (انهيءَ سان گڏ تلوار نه لاٿي ويئي جو تون ماڻهن کي مسلمان بڻائڻ تي مجبور ٿي پوين).

فَمَنْ شَآءَ ذَكَرَهٗ ⑬ وقف لازم

١٣ـ پوءِ جنهن وٽي انهيءَ کي پنهنجي ذهن ۾ ياد ڪري وٺي

فِيْ صُحُفٍ مُّكَرَّمَةٍ ⑭

١٤ـ(هي قرآن اهڙن) صحيفن ۾ آهي، (جيڪي) عزت وارا،

مَّرْفُوْعَةٍ مُّطَهَّرَةٍ ⑮

١٥ـ بلند شان ۽ پاڪ آهن.

بِاَيْدِيْ سَفَرَةٍ ⑯

١٦ـ اهي (صحيفا لکڻ وارن ۽ پري پري⁽¹⁾) سفر ڪرڻ وارن جي هٿن ۾ (آهن).

كِرَامٍ بَرَرَةٍ ⑰

١٧ـ(اهڙن ماڻهن جي هٿن ۾) جيڪي

---

١ ـ يعني صحابهؓ قرآن مجيد کڻي پري پري پکڙجي ويندا.

معزز آهن ۽ اعليٰ درجي جا نيڪو ڪار ① آهن.

قُتِلَ الْاِنْسَانُ مَآ اَكْفَرَهٗ ۝١٨
١٨-انسان هلاڪ ② ٿئي، هو ڪهڙو بي شڪرو آهي.

مِنْ اَيِّ شَيْءٍ خَلَقَهٗ ۝١٩
١٩-(هُو غور ته ڪري ته) خدا انهيءَ کي ڪهڙيءَ شيءِ مان پيدا ڪيو آهي.

مِنْ نُّطْفَةٍ ؕ خَلَقَهٗ فَقَدَّرَهٗ ۝٢٠
٢٠-(انهيءَ کي معلوم ٿيندو ته يقيناً) هڪ نطفي مان (پيدا ڪيو آهي پهرين ته) انهيءَ کي پيدا ڪيو پوءِ انهيءَ جي لاءِ (ترقيءَ جو هڪ) اندازو مقرر ڪيو.

ثُمَّ السَّبِيْلَ يَسَّرَهٗ ۝٢١
٢١-پوءِ (انهيءَ جي) رستي کي آسان ③ بڻايو (۽ انهيءَ کي) ڏاڍو آسان بڻايو.

ثُمَّ اَمَاتَهٗ فَاَقْبَرَهٗ ۝٢٢
٢٢-پوءِ (طبعي ④ عمر کانپوءِ) انهيءَ کي ماري ڇڏيو- پوءِ انهيءَ کي (موعود) قبر ⑤ ۾ رکيو.

ثُمَّ اِذَا شَآءَ اَنْشَرَهٗ ۝٢٣
٢٣- پوءِ جڏهن چاهيندو انهيءَ کي پيهر

١- يعني قرآن مجيد جي برڪت سان صحابه وڏيون وڏيون عزتون ماڻيندا ۽ نيڪين ۾ ترقي ڪندا.

٢- يعني ڪافر انسان موت جو حقدار آهي. ڇاڪاڻ ته هن وڏي ناشڪريءَ کان ڪم ورتو آهي.

٣- يعني هن جي ترقيءَ جي رستي کي جيڪو قرآن مجيد آهي عمل جي لاءِ سولو بڻايو آهي.

٤-جيئن ته هتي ثُمَّ آهي جيڪو ڪئي پيرا ترتيب مع التراخي تي دلالت ڪري ٿو. ان ڪري اسان ڏنگيءَ ۾ "طبعي عمر" جا لفظ وڌائي ڇڏيا آهن ته جيئن عربيءَ جو ترجمو صحيح ٿي وڃي.

٥-ان مان مراد هيءَ آهي ته دنيا ۾ انسان کي سندس مائٽ قبر ۾ رکندا آهن. پر اصل قبر انسان جي اُها آهي جتي اللّٰه تعاليٰ انسان جي روح کي رکندو آهي ان ڪري اسان "موعود" جو لفظ هتي وڌائي ڇڏيو آهي.

| | |
|---|---|
| | اُٿاري ڪڙو① ڪري ڇڏيندو. |
| كَلَّا لَمَّا يَقْضِ مَآ اَمَرَهٗ ۞٢٤ | ٢٤-(ائين) هرگز ناهي ②(جو توهان سمجهو ٿا، ڏسو ٿا ته) انهيءَ کي (يعني انسان کي) جيڪو حڪم مليو هو، اجا تائين هن انهيءَ کي پورو ناهي③ ڪيو. |
| فَلْيَنْظُرِ الْاِنْسَانُ اِلٰى طَعَامِهٖٓ ۞٢٥ | ٢٥-پوءِ گهرجي ته انسان پنهنجي کاڌي کي ڏسي |
| اَنَّا صَبَبْنَا الْمَآءَ صَبًّا ۞٢٦ | ٢٦-(ءِ ڏسي ته) اسان ڪڪرن مان پاڻي کي چڱيءَ طرح وسايو آهي. |
| ثُمَّ شَقَقْنَا الْاَرْضَ شَقًّا ۞٢٧ | ٢٧-پوءِ زمين کي چڱيءَ طرح ڦاڙيو④ آهي. |
| فَاَنْۢبَتْنَا فِيْهَا حَبًّا ۞٢٨ | ٢٨-سو انهيءَ ڦاڙڻ جي نتيجي ۾ اسان انهيءَ ۾ قسم قسم جا اَن پيدا ڪيا آهن. |
| وَّعِنَبًا وَّقَضْبًا ۞٢٩ | ٢٩-اهڙيءَ طرح انگور ۽ ڀاڄيون |
| وَّزَيْتُوْنًا وَّنَخْلًا ۞٣٠ | ٣٠-پڻ زيتون ۽ کجيون |
| وَّحَدَآئِقَ غُلْبًا ۞٣١ | ٣١-۽ انهيءَ سان گڏ گهاٽا باغ⑤ به |

١-هي آيت به ٻڌائي ٿي ته هتي قبر مان مراد هن دنيا جي قبر ناهي بلڪ آخرت واري قبر آهي ۽ معنيٰ هيءَ آهي ته الله تعاليٰ انسان کي اڳين جهان ۾ هڪ بي زندگي بخشيندو.

٢-يعني توهان هي سمجهندا آهيو ته مرڻ کانپوءِ ڪا زندگي انسان کي نه ملندي.

٣-مطلب هي آهي ته جڏهن انسان خداتعاليٰ جي موڪليل شريعت تي عمل نه ڪيو ته هي ڪيئن ٿي سگهي ٿو ته ان جو پڇاڻو نه ڪيو وڃي.۽ پڇاڻي جي صورت ۾ ضروري آهي ته ان کي مرڻ کانپوءِ زنده ڪيو وڃي.

٤-يعني داڻو اپائڻ جي لائق بڻايو آهي.

٥- اڳ۾ ڌار ڌار قسم جي ميوات گڏجي هئائين پوءِ ٻڌايائين ته انساني هنر جو ڪمال الڳ الڳ

| | |
|---|---|
| وَّفَاكِهَةً وَّاَبًّا ﴿٣١﴾ | **۳۲**۔۽ ميوا ۽ خشڪ گاهه (۽ جهاڙيون ① ٻه②) |
| مَّتَاعًا لَّكُمْ وَلِاَنْعَامِكُمْ ﴿٣٢﴾ | **۳۳**۔(اِهو سڀ) توهانجي لاءِ ۽ توهانجن جانورن جي فائدي جي لاءِ (پيدا ڪيو ويو③ آهي). |
| فَاِذَا جَآءَتِ الصَّآخَّةُ ﴿٣٣﴾ | **۳۴**۔۽ وري (اهو به ته سوچيو ته) جڏهن ڪنن ڪي ڦاڙڻ واري (مصيبت) ايندي |
| يَوْمَ يَفِرُّ الْمَرْءُ مِنْ اَخِيْهِ ﴿٣٤﴾ | **۳۵**۔جنهن ڏينهن انسان پنهنجي ڀاءُ کان (پري) ڀڄندو. |
| وَاُمِّهٖ وَاَبِيْهِ ﴿٣٥﴾ | **۳۶**۔۽ (اهڙي طرح) پنهنجي ماءُ ۽ پنهنجي پيءُ کان |

**(باقي حاشيو)**وڻن سان نه بلڪ باغن سان ڪلندو آهي. سو اسان باغ ڻاهڻ جي ڏات به انسان کي ڏني ۽ جيئن ته اها ڏات اسان ڏني آهي انهيءَ لاءِ باغن جو ڻاهڻ به اسان سان منسوب آهي.

۱۔هتي ابّجو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ لغت ۾ انهن سڀني جهنگلي ٻوٽين جي آهي جن کي انسان ناهي کائيندو (فتح البيان) ان ڪري اسان ان جو ترجمو ”خشڪ گاهه ۽ جهاڙيون“ ڪري ڇڏيو آهي.

۲۔هي سڀئي لفظ جيئن ته حَدَآئِقَ غُلْبًا جي ماتحت آهن ان ڪري فَاكِهَةً جي معنيٰ ٿيندي قِسمَ قِسمَ جا ميوا جيڪي باغ جو ئي حصو هوندا آهن ۽ اَبًّـــا جي معنيٰ ٿيندي قسمَ قسمَ جون جهاڙيون ۽ هي به حَدَآئِقَ غُلْبًا جي تحت آهي ڇاڪاڻ ته ڪي جهنگ جا ٻوٽا هوندا آهن جن کي ڏاڍا سُهڻا گُل لڳندا آهن ۽ انهن منجهان تمام سٺي خوشبو ايندي آهي جهڙوڪ هائيو سائيمس ٿيندو آهي جنهن تي هزارين گُل لڳل هوندا آهن ۽ اهي ڏاڍي خوشبو ڏيندا آهن.بازارن ۾ جيڪا خوشبودار ويزلين VASELINE وڪامندي آهي ان ۾ انهيءَ جي خوشبو ملائي ويندي آهي.

۳۔يعني انسانن جي لڳايل وڻن جا ميوا يا جهنگلي ٻوٽن جا ميوا يا انهن تي لڳڻ وارن گُلن کي ته انسان استعمال ڪندو آهي پر انهن جا پن ۽ ڪريل ميوا جانور به کائيندا آهن ان ڪري سڀ ڪجهه انسانن ۽ جانورن جي فائدي لاءِ پيدا ڪيو ويو آهي.

وَصَاحِبَتِهٖ وَبَنِيْهِ ﴿٣٦﴾

٣٦۔۽ پنهنجي زال ۽ پنهنجن پُٽن کان (ڀڄندو).

لِكُلِّ امْرِئٍ مِّنْهُمْ يَوْمَئِذٍ شَأْنٌ يُّغْنِيْهِ ﴿٣٧﴾

٣٧۔انهيءَ ڏينهن هر هڪ ماڻهوءَ جي حالت اهڙي هوندي جو اها کيس پنهنجي (ئي) طرف ڦاسائي رکندي.

وُجُوْهٌ يَّوْمَئِذٍ مُّسْفِرَةٌ ﴿٣٨﴾

٣٨۔ڪن (ماڻهن جا) منهن انهيءَ ڏينهن روشن هوندا.

ضَاحِكَةٌ مُّسْتَبْشِرَةٌ ﴿٣٩﴾

٣٩۔کِلندڙ ۽ خوش خوش

وَوُجُوْهٌ يَّوْمَئِذٍ عَلَيْهَا غَبَرَةٌ ﴿٤٠﴾

٤٠۔۽ ڪن (ماڻهن جا) مُنهن انهيءَ ڏينهن اهڙا هوندا جو ائين معلوم ٿيندو ته انهن تي رَئي پيل آهي.

تَرْهَقُهَا قَتَرَةٌ ﴿٤١﴾

٤١۔(اندروني حالت ظاهر ڪرڻ لاءِ) انهن جي مُنهن تي هڪ (اهڙي) ڪارنهن به ڇانيل هوندي (جيڪا اهڙي وقت ۾ ڇانئبي آهي).

أُولٰٓئِكَ هُمُ الْكَفَرَةُ الْفَجَرَةُ ﴿٤٢﴾ ع

٤٢۔ اِهي ئي ماڻهو ڪافر ۽ بدڪار قرار ڏنا ويندا.

سُوْرَةُ التَّكْوِيْرِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ ثَلَاثُوْنَ اٰيَةً وَّ رُكُوْعٌ

سورت تڪوير۔ هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ٽيهه آيتون آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ﴿١﴾

١۔(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

إِذَا الشَّمْسُ كُوِّرَتْ ﴿٢﴾

٢۔جڏهن سج (جي روشنيءَ) کي ويڙهيو ويندو①.

---

١۔هي ان وقتي ڪمزوريءَ ڏانهن اشارو آهي جيڪو مسلمانن تي اچڻ وارو هو. رسول ڪريم ﷺ کي

وَاِذَا النُّجُوْمُ انْكَدَرَتْ ۝٣ ٣ـ ۽ جڏهن تارا ڌُنڌلائجي ويندا.

وَاِذَا الْجِبَالُ سُيِّرَتْ ۝٤ ٤ـ ۽ جڏهن جبل هَلايا ويندا.

وَاِذَا الْعِشَارُ عُطِّلَتْ ۝٥ ٥ـ ۽ جڏهن ڏهن مهينن جون ڏُڪيون ڏاچيون⑵ بيڪار ڦرنديون.

وَاِذَا الْوُحُوْشُ حُشِرَتْ ۝٦ ٦ـ ۽ جڏهن وحشي گڏ⑶ ڪيا ويندا.

وَاِذَا الْبِحَارُ سُجِّرَتْ ۝٧ ٧ـ ۽ جڏهن دريائن (جي پاڻين) کي (ڪڏي بين درياهن يا نهرن ۾⑷) ملايو ويندو⑸.

---

**(باقي حاشيو)** قرآن مجيد ۾ سچ چيو ويو آهي ۽ هن آيت ۾ ٻڌايو ويو آهي ته هڪ زماني ۾ سچ تي پردو وڌو ويندو يعني محمد رسول اللهﷺ جي عظمت ماڻهن جي دلين ۾ ايتري نه رهندي جنهن جا پاڻ حقدار آهن.

٢ـ يعني ريل گاڏي ۽ موٽرڪارون ايجاد ٿي ونديون ته حجاز ۾ اُنن تي سفر ڪرڻ جي تمام گهٽ ضرورت پوندي. ڏهن مهينن جي ڏُڪي ڏاچي ٻه ان ڪري چئي وئي ته جڏهن ڏاچي ڏهن مهينن جي ڏُڪي هوندي آهي ته ان جي قُر جي انتظار ۾ سندس اڳهه تمام گهٽو ٿي ويندو آهي ۽ ان کي ٻه تڏهن ڇڏي سگهجي ٿو جڏهن اُن جي ضرورت ئي نه رهي. جهڙوڪ ريل، هوائي جهاز ۽ ڪارُن جي ايجاد هن پيشگوئي کي پورو ڪري ڇڏيو آهي.

٣ـ يعني عجائب گهر ناهيا ويندا يا هي ته وحشي انسان تهذيب وارا ٿي ويندا يا هي ته وحشي قومن کي سندن ملڪن مان ڪڍيو ويندو جهڙوڪ امريڪا ۽ آسٽريليا ۾ ٿيو. **حُشِرَتْ** جي معنيٰ جلاوطن ڪرڻ جي ٻه هوندي آهي (اقرب).

٤ـ هيءَ هِن زماني جي خبر آهي ۽ آخري زماني ۾ انجنيئرنگ جي ترقي تي دلالت ڪري ٿي جيئن ته هن وقت پاڪستان ۾ ٻه ڪئي درياهه ملايا پيا وڃن ۽ هندوستان ۾ ٻه ۽ روس ۽ امريڪا ۾ ٻه ۽ جرمني ۾ ته چوٽ صديءَ کان ملايا ويا آهن.

٥ـ **سَجَّرَ** جي معنيٰ سُڪائڻ جي ٻه هوندي آهي ۽ انهيءَ ڪري مفسرن ان جي هيءَ معنيٰ ڪئي آهي ته درياهه سُڪايا ويندا پر **سَجَّرَ** جي هيءَ ٻه معنيٰ ٿيندي آهي ته ان جو پاڻي ڪڍي پنهنجي مرضيءَ مطابق ڪاٿي ٻه وهائي وڃن جيئن نهرن جو اصول آهي (اقرب) ان ڪري ٻنهي طريقن سان اِهائي معنيٰ ٿي ته نهرون ڪڍي درياهن کي سُڪائي ڇڏبو ائين ناهي ته انهن جو پاڻي آسمان ڏانهن اُڏائي درياهه سُڪايا ويندا.

| | |
|---|---|
| وَاِذَا النُّفُوْسُ زُوِّجَتْ ﴿٨﴾ | **٨**-۽ جڏهن (مختلف) نفس① جمع ڪيا ويندا. |
| وَاِذَا الْمَوْءٗدَةُ سُئِلَتْ ﴿٩﴾ | **٩**-۽ جڏهن جيئرو پوري ڇڏڻ واري (ڇوڪريءَ) جي باري ۾ سوال② ڪيو ويندو. |
| بِاَيِّ ذَنْۢبٍ قُتِلَتْ ﴿١٠﴾ | **١٠**-(ته آخر) ڪهڙي گناهه جي بدلي ۾ انهيءَ کي قتل ڪيو ويو هو. |
| وَاِذَا الصُّحُفُ نُشِرَتْ ﴿١١﴾ | **١١**-۽ جڏهن ڪتاب③ پکيڙيا ويندا. |
| وَاِذَا السَّمَآءُ كُشِطَتْ ﴿١٢﴾ | **١٢**-۽ جڏهن آسمان جي کَلَ④ لاٿي ويندي. |
| وَاِذَا الْجَحِيْمُ سُعِّرَتْ ﴿١٣﴾ | **١٣**-۽ جڏهن جهنم کي ڀڙڪايو⑤ ويندو. |
| وَاِذَا الْجَنَّةُ اُزْلِفَتْ ﴿١٤﴾ | **١٤**-۽ جڏهن جنت کي ويجهو⑥ ڪيو ويندو. |
| عَلِمَتْ نَفْسٌ مَّآ اَحْضَرَتْ ﴿١٥﴾ | **١٥**-(انهيءَ ڏينهن) هر ڪا جان جيڪي ڪي انهيءَ حاضر ڪيو آهي ڄاڻي وٺندي. |
| فَلَآ اُقْسِمُ بِالْخُنَّسِ ﴿١٦﴾ | **١٦**-پوءِ ائين نه آهي (جيڪي توهان خيال ڪيو ٿا)مان شاهديءَ طور پيش ڪيان ٿو، |

---

١-يعني سفر سَوَلا ٿي ويندا ۽ مختلف ملڪن جا ماڻهو ريلن ۽ جهازن جي ذريعي پاڻ ۾ ملڻ جي قابل ٿي ويندا.

٢-يعني ڇوڪرين جو زنده پورڻ قومي جُرم نهي ويندو.

٣-يعني پريس PRESS ڇاپا خانا ڪثرت سان هوندا.

٤-يعني جوتشي علم ۾ وڏي ترقي ٿيندي.

٥-يعني ان آخري زماني ۾ گناهه تمام گهڻو وڌي ويندو. ۽ گناهن جي وڌڻ جي ڪري دوزخ انسان جي ويجهو اچي ويندو.

٦-يعني مذهب جون حڪمتون اهڙي طرح کولي بيان ڪيون ونديون جو ماڻهن لاءِ انهن جو سمجهڻ ۽ انهن تي عمل ڪرڻ سَوَلو ٿي ويندو.

هلندي هلندي پوئتي هٽي وڃڻ وارن کي.

الْجَوَارِ الْكُنَّسِ ﴿١٦﴾

١٦-(جيڪي ڳڌ) نڪ جي سڌ ۾ هلڻ وارا (به آهن وري) گهرن ۾ ويهي ① رهڻ وارا به.

وَالَّيْلِ اِذَا عَسْعَسَ ﴿١٧﴾

١٨- ۽ رات کي (شاهديءَ طور پيش ڪيان ٿو) جڏهن اها خاتمي کي پهچي ٿي.

وَالصُّبْحِ اِذَا تَنَفَّسَ ﴿١٨﴾

١٩-۽ صبح کي جڏهن اهو ساهه ② کڻڻ لڳي ٿو.

اِنَّهٗ لَقَوْلُ رَسُوْلٍ كَرِيْمٍ ﴿١٩﴾

٢٠-يقيناً اُهو (قرآن) هڪ بزرگ رسول ③ جو ڪلام آهي.

ذِيْ قُوَّةٍ عِنْدَ ذِي الْعَرْشِ مَكِيْنٍ ﴿٢٠﴾

٢١-(جيڪو رسول) طاقت وارو ۽ عرش جي مالڪ جي حضور وڏو درجو رکڻ وارو آهي.

مُّطَاعٍ ثَمَّ اَمِيْنٍ ﴿٢١﴾

٢٢-(۽) مڃيل (به) آهي (۽) انهيءَ سان گڏ امين ④ به آهي.

---

١-هتي تباهه ٿيڻ وارين قومن جي نشاني ٻڌائي آهي. (مسمان ان تي غور ڪن) هڪ نشاني هيءَ آهي ته خطري جي وقت پوئتي هٽي وڃڻ ۽ ٻي نشاني هيءَ ته پڇاڙيءَ جو انجام سوچڻ کانسواءِ جرئت ڪرڻ ۽ ٽين نشاني هيءَ ته سڀ ڪم ڇڏي گهر ۾ ويهي رهڻ.

٢-يعني مسلمانن تي تباهيءَ جو دور دائمي نه هوندو، رات کانپوءِ صبح ٿيندو.

٣-هي مطلب ناهي ته قرآن مجيد محمد رسول اللّٰه ﷺ جو ڪلام آهي بلڪ هن آيت هي ٻڌايو آهي ته محمد رسول اللّٰه ﷺ اللّٰه جا پيارا آهن ۽ فرشتا هي ڪلام کڻي ايندا آهن. ان ڪري هي ڪلام، ڪلام اللّٰه به آهي يعني اللّٰه جو ڪلام به آهي ۽ محمد رسول اللّٰه ﷺ جو ڪلام به.ڇاڪاڻ ته سندن واتان دنيا ٻڌو. پر قرآن مجيد اللّٰه جو ڪلام هجڻ تي وڌيڪ زور ڏنو آهي جيئن ته فرمائي ٿو وَاِنَّهٗ لَتَنْزِيْلُ رَبِّ الْعَالَمِيْنَ- نَزَلَ بِهِ الرُّوْحُ الْاَمِيْنُ- عَلٰى قَلْبِكَ لِتَكُوْنَ مِنَ الْمُنْذِرِيْنَ (شعراء آيت ١٩٣ تا ١٩٥)

٤-يعني جيئن ته هي رسول آهي هن تي ڪلام نازل ٿيڻ کپي ها ۽ پوءِ ان جي هڪ غيرمعمولي دعويٰ کانپوءِ هڪ وڏي فرمانبردار جماعت ان کي ملي آهي. ان ڪري هي سچو ۽ سندس دشمن جي اقرار مطابق هي امين به آهي ان ڪري جڏهن هي چوي ٿو ته هي ڪلام خدا جو آهي ته ان جي هي دعويٰ ڪوڙي نه ٿي ٿي سگهي.

| | |
|---|---|
| وَمَا صَاحِبُكُمْ بِمَجْنُوْنٍ ﴿٢٣﴾ | ٢٣- ۽ توهانجو ساٿي هرگز چريو نه آهي. |
| وَلَقَدْ رَاٰهُ بِالْاُفُقِ الْمُبِيْنِ ﴿٢٤﴾ | ٢٤- ۽ هن ان(غيب) کي يقيناً کُليل اُفق ۾ ڏٺو آهي |
| وَمَا هُوَ عَلَى الْغَيْبِ بِضَنِيْنٍ ﴿٢٥﴾ | ٢٥- ۽ هو غيب جي خبرن ٻڌائڻ ۾ هرگز بخيل نه آهي. |
| وَمَا هُوَ بِقَوْلِ شَيْطٰنٍ رَّجِيْمٍ ﴿٢٦﴾ | ٢٦- ۽ نه اهو (يعني انهيءَ تي نازل ٿيڻ وارو ڪلام) ڌڪاريل شيطان جي (چَيَل) ڳالهه آهي. |
| فَاَيْنَ تَذْهَبُوْنَ ﴿٢٧﴾ | ٢٧- پوءِ (باوجود انهيءَ جي) توهان ڪاڏي وڃو ٿا. |
| اِنْ هُوَ اِلَّا ذِكْرٌ لِّلْعٰلَمِيْنَ ﴿٢٨﴾ | ٢٨- اهو ته صرف سڀني جهانن جي لاءِ هڪ نصيحت آهي. |
| لِمَنْ شَآءَ مِنْكُمْ اَنْ يَّسْتَقِيْمَ ﴿٢٩﴾ | ٢٩- (خاص ڪري) توهان مان انهيءَ جي لاءِ جيڪو سڌي رستي تي هلڻ چاهي. |
| وَمَا تَشَآءُوْنَ اِلَّآ اَنْ يَّشَآءَ اللّٰهُ رَبُّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿٣٠﴾ ع | ٣٠- ۽ توهان اهو نٿا گُهري سگهو پر خدا جي مرضيءَ ① جي مطابق جيڪو سڀني جهانن جو رب آهي. |

١- ان جو هي مطلب ناهي ته خداتعاليٰ ڪا تقدير مقرر ڪري ڇڏي آهي ته فلاڻو ماڻهو نيڪ ٿئيءَ فلاڻو بد - قرآن مجيد ان عقيدي کي غلط قرار ڏئي ٿو. هن آيت ۾ قرآن مجيد جي هڪ ٻي آيت ڏانهن اشارو آهي جيڪا هيءَ آهي ته مَا خَلَقْتُ الْجِنَّ وَالْاِنْسَ اِلَّا لِيَعْبُدُوْنِ (ذاريات:٥٧) يعني مون جن ۽ انسان کي صرف ان لاءِ پيدا ڪيو آهي ته هو منهنجي عبادت ڪن. اهڙي طرح هن آيت ڏانهن اشارو آهي ته وَنَفْسٍ وَّمَا سَوّٰهَا (سورت شمس) يعني هر انساني جان کي اسان اعليٰ درجي جي طاقتن سان گڏ موڪليو آهي. ان ڪري سورت تڪوير جي هن آيت ۾ ٻڌايو ويو آهي ته جيئن ته خداتعاليٰ جي هيءَ مرضي نازل ٿي چڪي آهي ته توهان جي اصلاح ڪئي وڃي ۽ توهان کي ڪامل ٻانهو يا مومن بڻايو وڃي. ان ڪري توهان ان جي برخلاف نٿا وڃي سگهو. سوهن جڳهه تي بني نوع انسان جو بطور جنس ذڪر آهي ڪنهن هڪ خاص انسان جو ناهي. ۽ مراد هيءَ آهي ته جڏهن توهان خداتعاليٰ جي شريعت جي مطابق پنهنجا ارادا ڪري وٺو ته تڏهن توهانجو ايمان سڌي واٽ تي هلڻ جو باعث ٿي سگهي ٿو.

سُوْرَةُ الْاِنْفِطَارِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِیَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ عِشْرُوْنَ اٰيَةً وَّ رُكُوْعٌ

سورت انفطار۔ هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ويهہ آيتون آهن.

بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ ①

١۔(مان) اللّٰـه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

اِذَا السَّمَآءُ انۡفَطَرَتۡ ①

٢۔جڏهن① آسمان ڦاٽي پوندو②.

وَ اِذَا الۡكَوَاكِبُ انۡتَثَرَتۡ ②

٣۔۽ جڏهن تارا ڇڻي پوندا③.

وَ اِذَا الۡبِحَارُ فُجِّرَتۡ ③

٤۔۽ جڏهن سمنڊ ڦاڙي ملايا④ ويندا.

وَ اِذَا الۡقُبُوۡرُ بُعۡثِرَتۡ ④

٥۔ ۽ جڏهن قبرون کوٽي هيڏانهن هوڏانهن پکيڙيون وينديون⑤.

٦۔تڏهن اُها وڏي (خطاڪار) جان ⑥

---

١۔هن سورت ۾ بيان ڪيل سڀ نشانيون بہ آخري زماني بابت آهن. پر تفصيل ڏکهي تفسير سان تعلق رکي ٿي. بهر حال مختصر نوٽ هتي ترجمي سان ڏنا وڃن ٿا (تفصيل لاءِ ڏسو تفسير ڪبير جلد ٨ صفحه ٢٣٥)

٢۔يعني دنيا ۾ شرڪ ۽ ڪفر ايترو پکڙجي ويندو جو خداتعاليٰ زمين تي عذاب نازل ڪرڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيندو.

٣۔يعني عالِمَ دنيا مان نابود ٿي ويندا يا هدايت ڏيڻ وارا ماڻهو گهٽ ٿي ويندا.

٤۔يعني وڏيون وڏيون نهرون ٺاهيون وينديون جهڙوڪ نهر پاناما ۽ نهر سويز.

٥۔يعني پراڻي فرعونن جون قبرون کوٽي انهن جون مميون فرانس، روس ۽ برطانيه موڪليون وينديون.

٦۔هن جڳهہ تي نفس مان مراد عيسائيت آهي ڇاڪاڻ تہ شرڪ ۽ الحاد انهيءَ جي ذريعي سان دنيا ۾ پکڙجي رهيو آهي.

عَلِمَتْ نَفْسٌ مَّا قَدَّمَتْ وَاَخَّرَتْ ۞٦

(جنهن جو هتي ذڪر آهي) جاڻي وٺندي ته ڇا (ڪجهه) انهيءَ اڳتي موڪليو آهي ۽ ڇا (ڪجهه) پوئتي① ڇڏيو آهي.

يَاَيُّهَا الْاِنْسَانُ مَا غَرَّكَ بِرَبِّكَ الْكَرِيْمِ ۞٧

٧-اي انسان! توکي ڪنهن تنهنجي رب جي باري ۾ مغرور (۽ دوکي کاڌل) بڻائي ڇڏيو آهي②.

الَّذِىْ خَلَقَكَ فَسَوّٰىكَ فَعَدَلَكَ ۞٨

٨-(انهيءَ رب جي باري ۾) جنهن توکي پيدا ڪيو پوءِ توکي (يعني تنهنجي اندروني طاقتن کي) درست ڪيو پوءِ توکي مناسب قوتون بخشيون.

فِيْٓ اَيِّ صُوْرَةٍ مَّا شَآءَ رَكَّبَكَ ۞٩

٩-پوءِ جيڪا صورت انهيءَ پسند ڪئي، انهيءَ ۾ توکي جوڙيائين.

كَلَّا بَلْ تُكَذِّبُوْنَ بِالدِّيْنِ ۞١٠

١٠-ائين هرگز ڪونهي (جيڪي توهان خيال ڪيو ٿا) بلڪ توهان ته جزا ۽ سزا کي ڪوڙو ڪيو ٿا.

وَاِنَّ عَلَيْكُمْ لَحٰفِظِيْنَ ۞١١

١١-۽ يقيناً توهان تي (توهانجي خدا جي طرفان) نگران مقرر آهن.

كِرَامًا كَاتِبِيْنَ ۞١٢

١٢-(جيڪي) شريف (۽) هر ڳالهه کي لکڻ وارا آهن.

---

١-يعني خداتعاليٰ اهڙيون نشانيون پيدا ڪري ڇڏيندو جن سان عيسائيت جي تباهيءَ جا آثار ظاهر ٿي ويندا ۽ عيسائي قوم جاڻي وٺندي ته اسان وڏا برا عمل ڪيا آهن ۽ پنهنجي پنيان اهڙا نشان ڇڏيون ٿا وڃون. جيڪي ماڻهن جي دلين ۾ اسانجي باري نفرت پيدا ڪندا رهندا.

٢-ان ۾ به يورپ وارن جي فلسفي ڏانهن اشارو ڪيوويو آهي ته ان جي پڙهڻ وارا پنهنجو پاڻ کي شريعت ۽ خدا کان مٿانهون سمجهندا آهن ۽ اِهو نٿا سوچين ته ڪين خداتعاليٰ پيدا ڪيو آهي بلڪ پنهنجي بُري فلسفي جي بنياد تي هي خيال ڪندا آهن ته اسان پنهنجو پاڻ ئي پيدا ٿي ويا آهيون.

يَعْلَمُوْنَ مَا تَفْعَلُوْنَ ﴿١٣﴾

١٣-توهان جيڪي ڪي ڪيو ٿا اُهي انهيءَ کي ڄاڻن ٿا.

اِنَّ الْاَبْرَارَ لَفِيْ نَعِيْمٍ ﴿١٤﴾

١٤- يقيناً نيڪين ۾ وڌي وڃڻ وارا ماڻهو (هميشه) نعمت ۾ (رهن) ٿا.

وَاِنَّ الْفُجَّارَ لَفِيْ جَحِيْمٍ ﴿١٥﴾

١٥-۽ بدڪار ماڻهو يقيناً جهنم ۾ (رهن) ٿا.

يَّصْلَوْنَهَا يَوْمَ الدِّيْنِ ﴿١٦﴾

١٦- اهي (خاص ڪري) انهيءَ ۾ جزا سزا جي ڏينهن داخل ٿيندا.

وَمَا هُمْ عَنْهَا بِغَآئِبِيْنَ ﴿١٧﴾

١٧-۽ اُهي ڪهڙي طرح به انهيءَ کان بچي غائب نٿا ٿي سگهن.

وَمَآ اَدْرٰىكَ مَا يَوْمُ الدِّيْنِ ﴿١٨﴾

١٨-۽ (اي مخاطب!) توکي ڪنهن انهيءَ ڳالهه جو علم ڏنو آهي ته جزا سزا جو وقت ڇا آهي.

ثُمَّ مَآ اَدْرٰىكَ مَا يَوْمُ الدِّيْنِ ﴿١٩﴾

١٩- پوءِ (اسان توکي چئون ٿا ته) توکي ڪنهن علم ڏنو آهي ته جزا سزا جو وقت ڇا آهي

يَوْمَ لَا تَمْلِكُ نَفْسٌ لِّنَفْسٍ شَيْـًٔا ۭ وَالْاَمْرُ يَوْمَىِٕذٍ لِّلّٰهِ ﴿٢٠﴾

٢٠-(اِهو وقت)انهيءَ ڏينهن(ٿيندو)جنهن ۾ ڪا جان ڪنهن به جان کي فائدو پهچائڻ ① جي لاءِ ڪو اختيار نه رکندي ۽ سڀ فيصلو انهيءَ ڏينهن الله جي ئي هٿ ۾ هوندو.

١-يعني هيءَ جزا سزا اڳين جهان ۾ ٿيندي.جڏهن ڪو دوست ڪنهن دوست کي فائدو نه پهچائي سگهندو.

سُوْرَةُ الْمُطَفِّفِيْنَ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ سَبْعٌ وَّ ثَلَاثُوْنَ اٰيَةً وَّ رُكُوْعٌ

سورت مطففين- هيءُ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون سٽتيهہ آيتون آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

۱-(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

وَيْلٌ لِّلْمُطَفِّفِيْنَ ②

۲-سودي سلف ۾ تور گهٽ ڪري ڏيڻ وارن لاءِ عذاب (ئي عذاب) آهي.

الَّذِيْنَ اِذَا اكْتَالُوْا عَلَى النَّاسِ يَسْتَوْفُوْنَ ③

۳-(انهن جي لاءِ) جيڪي تور ڪري وٺن ٿا تہ چڱي طرح پوري ڪري وٺن ٿا

وَ اِذَا كَالُوْهُمْ اَوْ وَّزَنُوْهُمْ يُخْسِرُوْنَ ④

۴-۽ جڏهن (ڪا شيءُ) ٻين کي توري ڏين ٿا تہ پوءِ تور① ۾ گهٽائي ڏين ٿا.

اَلَا يَظُنُّ اُولٰٓئِكَ اَنَّهُمْ مَّبْعُوْثُوْنَ ⑤

۵-ڇا اهي ماڻهو يقين نٿا ڪن تہ اهي (جيئرو ڪري) اُٿاريا ويندا.

لِيَوْمٍ عَظِيْمٍ ⑥

۶-انهيءَ عظيم الشان وقت (جي فيصلي ڏسڻ) جي لاءِ.

يَّوْمَ يَقُوْمُ النَّاسُ لِرَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ⑦

۷-جنهن وقت (سڀ) ماڻهو سيني جهانن جي رب (جي فيصلي ٻڌڻ) جي لاءِ بيهندا.

---

۱- آيت ۾ كَالُوْهُمْ جا لفظ آهن جنهن جي معنيٰ آهي انهن کي توري ڏيندا آهن. پر جيئن تہ پهرين آيت ۾ انهن ماڻهن جو ذڪر آهي جن کان توري ورتو ويندو آهي ۽ ٻي آيت ۾ ان ماڻهن جو ذڪر آهي جن کي توري ڏنو ويندو آهي ۽ سلوڪ بہ مختلف قسم جابيان ڪيا ويا آهن. يعني هڪ کان وڌائي وٺي ظلم ڪيو ويو آهي ۽ هڪ کي گهٽ ڏئي ظلم ڪيو ويو آهي. ان ڪري صاف ثابت ٿي ويو تہ هتي هڪ قوم ناهي بلڪ بہ الڳ الڳ قومن جو ذڪر آهي ان ڪري اسان ترجمي ۾ ٻين جو لفظ وڌائي ڇڏيو آهي.

كَلَّآ اِنَّ كِتٰبَ الْفُجَّارِ لَفِىْ سِجِّيْنٍ ۝٨

٨- ائين ڪونهي (جيڪي اهي سمجهن ٿا) بدڪارن (جي جزا) جو حڪم يقيناً هڪ دائمي ڪتاب① ۾ آهي.

وَمَآ اَدْرٰىكَ مَا سِجِّيْنٌ ۝٩

٩- ۽ توکي ڪنهن ٻڌايو آهي ته سِجّين ڇا آهي؟

كِتٰبٌ مَّرْقُوْمٌ ۝١٠

١٠- اهو اهڙو حڪم آهي جيڪو (ازل کان) لکيل آهي.

وَيْلٌ يَّوْمَىِٕذٍ لِّلْمُكَذِّبِيْنَ ۝١١

١١- انهيءَ ڏينهن ڪوڙو ڪرڻ وارن لاءِ عذاب (ئي عذاب) هوندو.

الَّذِيْنَ يُكَذِّبُوْنَ بِيَوْمِ الدِّيْنِ ۝١٢

١٢- انهن (اهڙن ڪوڙو ڪرڻ وارن) جي لاءِ جيڪي جزا سزا جي ڏينهن جو انڪار ڪن ٿا.

وَمَا يُكَذِّبُ بِهٖٓ اِلَّا كُلُّ مُعْتَدٍ اَثِيْمٍ ۝١٣

١٣- ۽ انهيءَ جو انڪار نٿو ڪري سگهي پر اُهوئي جيڪو حد کان نڪتل (۽) سخت گنهگار آهي.

اِذَا تُتْلٰى عَلَيْهِ اٰيٰتُنَا قَالَ اَسَاطِيْرُ الْاَوَّلِيْنَ ۝١٤

١٤- جڏهن اهڙن ماڻهن جي اڳيان اسانجا نشان پڙهيا وڃن ته اهي چئي ڏين ٿا ته هي ته پهرين ماڻهن جون نقل ڪيل ڳالهيون آهن.

كَلَّا بَلْ ۜ رَانَ عَلٰى قُلُوْبِهِمْ مَّا كَانُوْا يَكْسِبُوْنَ ۝١٥

١٥- هرگز (ائين) ناهي (جيئن اُهي چون ٿا) پر (اصل ڳالهه هيءَ آهي ته) اُنهن جي دلين تي انهيءَ جيڪي اهي ڪمائي چڪا آهن ڪَٽُ لڳائي ڇڏي آهي.

كَلَّآ اِنَّهُمْ عَنْ رَّبِّهِمْ يَوْمَىِٕذٍ لَّمَحْجُوْبُوْنَ ۝١٦

١٦- بلڪ هينئن چئو ته انهيءَ ڏينهن اهي پنهنجي رب جي سامهون اچڻ کان يقيناً روڪيا ويندا.

---

١- سِــجِّيُــن جي معنيٰ عربيءَ ۾ هميشه ۽ سخت جي آهي ان ڪري سجّين ۾ نالو لکڻ جي هيءَ معنيٰ ٿي ته ڪافرن جو عذاب سخت ۽ دائمي هوندو (فتح البيان جلد ١٠)

ثُمَّ اِنَّهُمْ لَصَالُوا الْجَحِيْمِ ﴿١٦﴾

١٦-پوءِ اهي ضرور جهنم ۾ داخل ٿيندا.

ثُمَّ يُقَالُ هٰذَا الَّذِىْ كُنْتُمْ بِهٖ تُكَذِّبُوْنَ ﴿١٧﴾

١٧-پوءِ انهن کي چيو ويندو، اها ئي ته اها (پڇاڙي) آهي جنهن جو توهان انڪار ڪندا هئا.

كَلَّآ اِنَّ كِتٰبَ الْاَبْرَارِ لَفِىْ عِلِّيِّيْنَ ﴿١٨﴾

١٨-توهانجن خيالن جي خلاف ڀلارن (جي جزا) جو حڪم يقين عِلّيين ① ۾ آهي.

وَمَآ اَدْرٰىكَ مَا عِلِّيُّوْنَ ﴿١٩﴾

١٩-۽ توکي ڪنهن ٻڌايو آهي ته عِلّيون ڇا آهي؟

كِتٰبٌ مَّرْقُوْمٌ ﴿٢٠﴾

٢٠-اهو هڪ لکيل ② حڪم آهي.

يَّشْهَدُهُ الْمُقَرَّبُوْنَ ﴿٢١﴾

٢١-جنهن کي مقرب ماڻهو (خود پنهنجن اکين سان) ڏسندا.

اِنَّ الْاَبْرَارَ لَفِىْ نَعِيْمٍ ﴿٢٢﴾

٢٢- نيڪي ۾ وَڌيَل ماڻهو يقيناً نعمت (جي جاءِ) ۾ رکيا ويندا.

عَلَى الْاَرَآئِكِ يَنْظُرُوْنَ ﴿٢٣﴾

٢٣- تختن تي (ويٺي سڀ حال) ڏسي رهيا هوندا.

تَعْرِفُ فِىْ وُجُوْهِهِمْ نَضْرَةَ النَّعِيْمِ ﴿٢٤﴾

٢٤-تون (جيڪڏهن انهن کي ڏسين ته) انهن جي مُنهن تي نعمت جي تازگي محسوس ڪَندين.

يُسْقَوْنَ مِنْ رَّحِيْقٍ مَّخْتُوْمٍ ﴿٢٥﴾

٢٥-انهن کي خالص مهر لڳل شراب پيياريو ويندو.

خِتٰمُهٗ مِسْكٌ ۗ وَفِىْ ذٰلِكَ فَلْيَتَنَافَسِ

٢٦-انهيءَ جي پڇاڙيءَ ۾ مشڪ هوندو.۽

١-مفردات ۾ لکيل آهي ته ان جي معنيٰ اهڙي اعليٰ درجي وارن ماڻهن جي آهن جيڪي ٻين کان افضل هوندا.

٢-يعني عِلِّيُّوْن اُهي ماڻهو آهن جن جي باري ۾ خاص حڪمَ جاري ٿيندا آهن ۽ اللّٰه جو قرب ماڻڻ وارا پنهنجي اکين سان ان کي پڙهندا ۽ سَرَها ٿيندا.

الْمُتَنَافِسُوْنَ ﴿٢٧﴾

گُهرجي ته خواهش رکڻ وارا (انسان) اهڙي (ئي) شيءِ جي خواهش ڪن.

وَ مِزَاجُهٗ مِنْ تَسْنِيْمٍ ﴿٢٨﴾

٢٨-۽ انهيءَ ۾ تسنيم ① جي ملاوٽ هوندي.

عَيْنًا يَّشْرَبُ بِهَا الْمُقَرَّبُوْنَ ﴿٢٩﴾

٢٩-(اسانجي مراد انهيءَ) چشمي (مان) آهي جنهن مان مقرب ماڻهو پيئندا.

اِنَّ الَّذِيْنَ اَجْرَمُوْا كَانُوْا مِنَ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا يَضْحَكُوْنَ ﴿٣٠﴾

٣٠- اهي ماڻهو جيڪي ڏوهاري ٿيا، يقيناً مومنن سان کِل (مسخري) ڪندا هئا ②.

وَاِذَا مَرُّوْا بِهِمْ يَتَغَامَزُوْنَ ﴿٣١﴾

٣١-۽ جڏهن اُنهن جي ڀرسان لنگهندا هئا ته هڪ ٻئي کي اک سان اشارا ڪندا هئا.

وَ اِذَا انْقَلَبُوْا اِلٰى اَهْلِهِمُ انْقَلَبُوْا فَكِهِيْنَ ﴿٣٢﴾

٣٢-۽ جڏهن پنهنجي گهروارن ڏانهن موٽندا هئا ته (مسلمانن جي خلاف) ڏاڍيون ڳالهيون ٺاهيندي موٽندا هئا.

وَاِذَا رَاَوْهُمْ قَالُوْا اِنَّ هٰٓؤُلَآءِ لَضَآلُّوْنَ ﴿٣٣﴾

٣٣-۽ جڏهن (به) انهن کي ڏسندا هئا چوندا هئا ته هي ماڻهو ته بلڪل گمراهه آهن.

وَمَآ اُرْسِلُوْا عَلَيْهِمْ حٰفِظِيْنَ ﴿٣٤﴾

٣٤-۽ حق اِهو آهي جو اُهي اُنهن تي نگران بڻائي نه موڪليا ويا ③ هئا.

فَالْيَوْمَ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا مِنَ الْكُفَّارِ

٣٥-پوءِ جن ايمان آندو (اهي) انهيءَ (جزا

١-تسنيم جي معنيٰ لغت ۾ وڏو شان هجڻ جي آهي. ان ڪري تسنيم جي ملاوٽ مان مراد هيءَ آهي ته تسنيم جو پاڻي ان جنتين جي پيئڻ واري پاڻيءَ ۾ مليل هوندو جنهن جي ڪري سندن درجا بلند ٿيندا ويندا.

٢-مٿي جيڪو مومنن جو حال بيان ڪيو ويو آهي اهو ته دنيا ۾ فتوحات ۽ آخرت جي نعمتن جو آهي. ان جي ڀيٽ ۾ ڪافرن جو حال دنيا ۾ اهڙي طرح گذريو آهي ته هو مومنن سان چٿَرَ ۽ ٺٺول ڪرڻ ۾ ئي پنهنجو وقت گذاري ڇڏيندا هئا.

٣-هن آيت ۾ ٻڌايو ويو آهي ته ڪنهن جي دلي عقيدي جي بابت فتويٰ ڏيڻ جائز ناهي ڇاڪاڻ ته تي سگهي ٿو ته هن جي دل جي ڳالهه فتويٰ ڏيڻ واري تي ظاهر نه ٿئي ۽ هو ڪوڙو فتويٰ ڏئي ڇڏي.

يَضۡحَكُوۡنَ ﴿٣٥﴾ۙ

سزا جي) ڏينهن ڪافر تي کِلندا.

عَلَى الۡاَرَآئِكِ ۙ يَنۡظُرُوۡنَ ﴿٣٦﴾ؕ

٣٦-تختن تي ويٺل (انهن جو سڄو حال) ڏسي رهيا هوندا.

هَلۡ ثُوِّبَ الۡكُفَّارُ مَا كَانُوۡا يَفۡعَلُوۡنَ ﴿٣٧﴾ ع

٣٧-(۽ پاڻ ۾ چوندا ته) ڇا ڪافرن کي جيڪي ڪي اهي ڪندا هئا (انهيءَ جو) پورو بدلو مليو ويو (يا نه؟)

## سُوۡرَةُ الاِنۡشِقَاقِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الۡبَسۡمَلَةِ سِتٌّ وَّ عِشۡرُوۡنَ اٰيَةً وَّ رُكُوۡعٌ

سورت انشقاق- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت انهيءَ جون ڇويهه آيتون آهن.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ ﴿١﴾

١-(مان) اللّٰـه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

اِذَا السَّمَآءُ انۡشَقَّتۡ ﴿٢﴾ۙ

٢-جڏهن آسمان ڦاٽي① پوندو.

وَاَذِنَتۡ لِرَبِّهَا وَحُقَّتۡ ﴿٣﴾ۙ

٣-۽ پنهنجي رب (جي ڳالهه ٻڌڻ) لاءِ ڪن ② ڏيندو- ۽ اهو ئي (انهيءَ تي) فرض③ آهي.

وَاِذَا الۡاَرۡضُ مُدَّتۡ ﴿٤﴾ۙ

٤-۽ جڏهن زمين پکيڙي ويندي④.

١- يعني جڏهن آسمان مان لاڳيتا نشان ظاهر ٿيڻ لڳي ويندا.

٢- يعني نشانن جي گهڻائيءَ جي ڪري وڏا وڏا ماڻهو ۽ عالِمَ به خداتعاليٰ جون ڳالهين تي غور ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويندا.

٣- يعني ٻانهي جو اصل فرض ته هي آهي ته آسماني نشان اچن يا نه اچن، پنهنجي عقل کان ئي ڪم وٺي خدا ڏانهن هليو وڃي ۽ ان ڳالهه جو انتظار نه ڪري ته ڏيجارڻ يا بشارتن وارا نشان ظاهر ٿين پر هو ائين ناهي ڪندو.

٤- يعني ان زماني ۾ اهيو ثابت ٿي ويندو ته ڪيترائي سيارا جيڪي بظاهر آسمان سان

وَاَلْقَتْ مَافِيْهَا وَتَخَلَّتْ ۝٥

۵ـ ۽ جيڪي ڪي انهيءَ ۾ آهي اُها انهيءَ کي ڪيدي① ٻاهر ڪندي، ۽ خالي ٿي② ويندي.

وَاَذِنَتْ لِرَبِّهَا وَحُقَّتْ ۝٦

٦ـ ۽ پنهنجي رب (جي ڳالهه ٻڌڻ) جي لاءِ ڪن③ ڏيندي ۽ اهو ئي (انهيءَ تي) فرض آهي④.

يٰاَيُّهَا الْاِنْسَانُ اِنَّكَ كَادِحٌ اِلٰى

۷ـ اي انسان! تون پنهنجي رب جي طرف

---

**(باقي حاشيو)**واسطورکندڙ نظر ايندا آهن اهي زمين جو حصو آهن. جهڙوڪ چنڊ ۽ مريخ وغيره. هي سائنس جو انڪشاف هن زماني ۾ ٿيو آهي اڳ ۾ نه ٿيو هو بلڪ وڏيڪ هيءَ ڳالهه آهي ته انهن سيارن کي زمين جو حصو سمجهي ڪي ماڻهو جاڪوڙ ڪري رهيا آهن ته راڪيٽ جي ذريعي انهن تائين پهچي وڃن يا انهن کي به رهائش جي لحاظ سان زمين جو ئي هڪ حصو ثابت ڪري ڇڏين جيڪڏهن ائين ٿي وڃي يا ڪنهن طريقي سان چنڊ ۽ ٻين سيارن کان اهڙا فائدا وٺي سگهجن جنهن سان زمين فائدو وٺي سگهي ته ان جو مطلب اِهو ئي ٿيندو ته زمين پکڙجي وئي آهي.

١ـمطلب هي آهي ته زمين جي طبقن جو علم وڏو وسيع ٿي ويندو ۽ مخفي کان مخفي راز زمين جا معلوم ٿي ويندا جهڙوڪ اڄڪلهه زمين جي مختلف طبقن جوعلم ٿي رهيو آهي. ۽ ان سان زمين ۽ آسمان جي عمرين جو ڪاٿو لڳايو پيو وڃي. ۽ ان طبقن جي لحاظ سان ڪيترائي اهڙا فائدا حاصل ڪيا پيا وڃن جن سان انسان فائدو وٺي رهيو آهي.

٢ـخالي ٿي ويندي مان مراد هيءَ ناهي ته ڪو به فائدو ان ۾ نه رهندو بلڪ مطلب هي آهي ته ايتري ڪثرت سان ان جا رازظاهر ٿيندا ته ائين لڳندو ته جڻ ته ڪو راز باقي بچيو ئي ناهي.

٣ـهن جڳهه زمين مان مراد زمين جا رهڻ وارا آهن. ۽ مطلب هي آهي ته جنهن وقت هي ڳالهيون ظاهر ٿينديون اللّٰه تعاليٰ قرآن ڪريم جي اشاعت جا اهڙا سامان پيدا ڪري ڇڏيندو جو زمين جا رهاڪو ان تي اچرج ۾ پئجي ويندا.

۴ـان ۾ هن طرف اشارو آهي ته اُنَ آخري زماني جي اچڻ کان اڳ به ان جو اِهوئي فرض هو پر افسوس جو هن آخري زماني جو انتظار ڪيو ۽ ان ڏينهن جو انتظار ڪيائين جڏهن زمين به نشان ظاهر ڪرڻ لڳي ۽ آسمان به.

رَبِّكَ كَدْحًا فَمُلٰقِيْهِ ۚ﴿۶﴾

پورو زور① لڳائي وڃڻ وارو آهين (۽) پوءِ انهيءَ سان ملڻ وارو آهين.

فَاَمَّا مَنْ اُوْتِيَ كِتٰبَهٗ بِيَمِيْنِهٖ ۙ﴿۷﴾

٨-پوءِ جنهن جي ساڄي ② هٿ ۾ انهيءَ جو اعمال نامون ڏنو ويندو.

فَسَوْفَ يُحَاسَبُ حِسَابًا يَّسِيْرًا ۙ﴿۸﴾

٩-تہ انهيءَ کان جلد ئي آسان③ حساب ورتو ويندو.

وَّيَنْقَلِبُ اِلٰٓى اَهْلِهٖ مَسْرُوْرًا ۭ﴿۹﴾

١٠-۽ هُو پنهنجي ڪٽنب ڏانهن خوش (خرّم) موٽندو④.

وَاَمَّا مَنْ اُوْتِيَ كِتٰبَهٗ وَرَاۗءَ ظَهْرِهٖ ۙ﴿۱۰﴾

١١-۽ جنهن کي انهيءَ جي پُنيءَ⑤جي پويان انهيءَ جو اعمال نامون ڏنو ويندو.

فَسَوْفَ يَدْعُوْا ثُبُوْرًا ۙ﴿۱۱﴾

١٢-اُهو جلد ئي (پنهنجي واتان پنهنجي)

١-يعني الله جي زيارت سڄي جمار محنت ڪري حاصل ٿيندي آهي. اِلَّآ اَنْ يَّشَاۗءَ اللّٰهُ-

٢-ساڄي مان مراد نيڪي آهي ان ڪري ساڄي هٿ ۾ اعمال نامون ڏيڻ جي معنيٰ هيءَ آهي تہ ان جون نيڪيون غالب هونديون ۽ هن جي ساڄي هٿ ۾ اعمال نامون ايندي ئي هن کي خبر پئجي ويندي تہ هو جنتي آهي.

٣-مطلب هي آهي تہ ساڄي هٿ ۾ان جو اعمال نامون ڏيڻ سان ان کي خبر پئجي ويندي تہ خدا هن جو حساب وٺي ڇڏيو آهي ۽ هن کي جنتي قرار ڏئي ڇڏيو آهي ۽ ان کان وڌيڪ سَوَلو حساب ٻيو ڪهڙو ٿي سگهي ٿو.

٤-يعني جيئن تہ هن کي خبر پئجي ويندي تہ هو جنتي آهي هو پنهنجي گهر وارن کي خوشخبري ٻڌائڻ لاءِ انهن ڏانهن ويندو ۽ کين هيءَ خوشخبري ٻڌائيندو.

٥-قرآن مجيد مان خبر پوي ٿي تہ منافق ۽ ڪافر حقيقي شريعت کي پنهنجي پويان اُڇلائي ڇڏيندا آهن. انهيءَ محاوري کي هن جاءِ تي استعمال ڪيو ويو آهي يعني جهڙي طرح هو قرآن ڪريم کي پُٺيءَ جي پويان اُڇلائيندا هئا ساڳي طرح بدڪارن کي سندن اعمال نامون انهن جي پُٺيءَ جي پويان ڏنو ويندو. هي اشارو ڪرڻ لاءِ تہ توهان بہ دنيا ۾ اسان جي ڪتاب کي پُٺيءَ جي پويان اُڇلائيندا هئا.

هلاڪت ڪي سڏيندو①.

وَّيَصۡلٰى سَعِيۡرًا ؕ۝۱۲
۱۲- ۽ ٻڙڪندڙ باهہ ۾ داخل ٿيندو②.

اِنَّهٗ كَانَ فِىۡۤ اَهۡلِهٖ مَسۡرُوۡرًا ؕ۝۱۳
۱۳- اهو پنهنجي اهل و عيال ۾ ڏاڍو خوش رهندو هو③.

اِنَّهٗ ظَنَّ اَنۡ لَّنۡ يَّحُوۡرَ ۛۚ۝۱۴
۱۴- (۽) يقين رکندو هو تہ ڪشادگيءَ کانپوءِ ڪڏهن بہ انهيءَ کي تنگي نہ ايندي④.

بَلٰٓى ۛۚ اِنَّ رَبَّهٗ كَانَ بِهٖ بَصِيۡرًا ؕ۝۱۵
۱۵- پر ائين نہ (ضرور) ٿيڻو هو، ڇو جو انهيءَ جو رب کيس يقيناً ڏسي رهيو هو⑤.

فَلَاۤ اُقۡسِمُ بِالشَّفَقِۙ۝۱۶
۱۶- ۽ انهيءَ جي خيال جي غلطيءَ جي ثبوت ۾ اسان شفق⑥ کي پيش ڪيون ٿا.

وَالَّيۡلِ وَمَا وَسَقَۙ۝۱۷
۱۷- ۽ رات کي بہ ۽ انهيءَ کي بہ جنهن کي اُها گڏ ڪري ٿي وٺي.

وَالۡقَمَرِ اِذَا اتَّسَقَۙ۝۱۸
۱۸- ۽ چنڊ⑦ کي (بہ) جڏهن اهو تيرهين

مقاتلة ٢٧
عندالمتأخرين

١- يعني ان وقت اهڙي ڪافر تي هيءَ حقيقت کُلي ويندي تہ هو تمام وڏو عذاب ماڻڻ وارو آهي ۽ هو سمجهندو تہ ان عذاب کان ڇوٽڪاري جو هڪ ئي وسيلو آهي تہ ان کي بلڪل مٽايو وڃي ۽ خدا کان دعائون گهرندو تہ مونکي عذاب نہ ڏيو، مونکي مٽائي ڇڏيو.

٢- يعني ان جي دعا ٻڌي نہ ويندي ۽ ان کي هر حال ۾ دوزخ ۾ وجهي ڇڏيو ويندو.

٣- يعني هو دنيا ۾ وڏو تڪبر ڪندڙ هو ۽ پنهنجي گهروارن سان اهڙي خوش باش زندگي گذاريندو هو جڻ تہ هو وڏو ڪامياب انسان آهي.

۴- يعني کيس يقين هوندو هو تہ سندس تَوَنگرائيءَ جو زمانو ڪڏهن بہ نہ بدلجندو.

۵- فرمائي ٿو تہ ان جو هي خيال غلط نڪتو ڇاڪاڻ تہ خداتعاليٰ سندس عملن کي ڏسي رهيو هو ۽ سندس عملن جي مطابق ان کي بدلو ڏيڻ لاءِ تاڙ ۾ وينو هو.

٦- يعني جهڙي طرح شفق جو زمانو ننڍڙو هوندو آهي اهڙي طرح اسلام جو سج جڏهن لهندو تہ اهو زمانو بہ ننڍڙو هوندو. ۽ سج جو ٻيهر اُڀرڻ جو زمانو ويجهو هوندو.

٧- يعني جهڙي طرح تيرهين، چوڏهين، پندرهين ۽ سورهين جو چنڊ لڳ ڀڳ پورو هوندو آهي

جو ٿي وڃي- (شاهديءَ جي طور پيش ڪيون ٿا).

لَتَرۡكَبُنَّ طَبَقًا عَنۡ طَبَقٍ ﴿٢٠﴾
٢٠-توهان ضرور درجي بدرجي انهن حالتن کي پهچندا.

فَمَا لَهُمۡ لَا يُؤۡمِنُونَ ﴿٢١﴾
٢١-۽ انهن ڪافرن کي ڇا ٿيو آهي جو ايمان نٿا آڻين.

وَإِذَا قُرِئَ عَلَيۡهِمُ ٱلۡقُرۡءَانُ لَا يَسۡجُدُونَ ﴿٢٢﴾
٢٢-۽ جڏهن انهن جي اڳيان قرآن پڙهيو وڃي، ته سجدو نٿا ڪن.

السجدة ١٣

بَلِ ٱلَّذِينَ كَفَرُواْ يُكَذِّبُونَ ﴿٢٣﴾
٢٣-پر ڪافر پنهنجي ڪفر ۾ ايترو وڌي ويا آهن جو اهي (قرآن جي سچائيءَ کي) ڪوڙو ڪرڻ لڳا آهن.

وَٱللَّهُ أَعۡلَمُ بِمَا يُوعُونَ ﴿٢٤﴾
٢٤-۽ الله انهيءَ کي جنهن کي اهي (پنهنجي دلين ۾) لڪايو وينا آهن ڏاڍو ڄاڻي ٿو.

فَبَشِّرۡهُم بِعَذَابٍ أَلِيمٍ ﴿٢٥﴾
٢٥-پوءِ (انهن جي مخفي خيالن ۽ ظاهر عملن جي سببان) انهن کي دردناڪ عذاب جي خبر ڏئي ڇڏ.

إِلَّا ٱلَّذِينَ ءَامَنُواْ وَعَمِلُواْ ٱلصَّٰلِحَٰتِ لَهُمۡ أَجۡرٌ غَيۡرُ مَمۡنُونِۭ ﴿٢٦﴾
٢٦-پر اُهي (ماڻهو) جن ايمان آندو ۽ انهن حال سارو عمل ڪيا. اُنهن کي هڪ نه ختم ٿيڻ وارو (نيڪ) اجر ملڻ وارو آهي.

ع ٢٦ ٩

**(باقي حاشيو)** اهڙيءَ طرح تيرهين، چوڏهين، پندرهين ۽ سورهين صديءَ ۾ اسلام جي ترقي مڪمل ٿيندي ويندي. اِتَّسَقَ جي اِهائي معني علامه شوڪانيءَ **فتح القدير** ۾ ڪئي آهي.

## سُوْرَةُ الْبُرُوْجِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ ثَلَاثٌ وَّ عِشْرُوْنَ اٰيَةً وَّ رُكُوْعٌ

سورت بروج ـ هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ٽيويهہ آيتون آهن.

| | |
|---|---|
| بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ ① | ١ـ(مان) اللّٰــه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو). |
| وَالسَّمَآءِ ذَاتِ الۡبُرُوۡجِ ② | ٢ـمان بُرجن ① واري آسمان کي شاهديءَ طور پيش ڪيان ٿو. |
| وَالۡيَوۡمِ الۡمَوۡعُوۡدِ ③ | ٣ـ۽ انهيءَ ڏينهن کي بہ جنهن جو واعدو ② آهي. |
| وَشَاهِدٍ وَّمَشۡهُوۡدٍ ④ | ٤ـ۽ (موعود) شاهد ③ کي ۽ انهيءَ شخص کي جنهن جي پيشگوئي پهرين ڪتابن ۾ موجود آهي. |

---

١ـبُرج آسمان جي انهن فرضي جڳهن کي چوندا آهن جن جي باري ۾ فرض ڪيو ويندو آهي تہ سج گذرندو آهي. ان ڪري هن جڳهہ تي چيو ويو آهي تہ مان بُرجن واري آسمان جي شهادت پيش ڪريان ٿو يعني روحاني آسمان جا جيڪي سج آهن انهن جي روحاني ترقين کي مان گواهيءَ طور پيش ڪريان ٿو. يعني جيئن جيئن اُهي پنهنجي روحاني حالت ۾ ترقي ڪندا قرآن ڪريم جي سچائيءَ جي گواهي ڏيندا ويندا.

٢ـيعني اهوڏينهن جڏهن انسان خدا جي فضل سان وري پنهنجي رب کي حاصل ڪري وٺندو.

٣ـيعني اُن ڏينهن هڪ اهڙو انسان ظاهر ٿيندو جيڪو خداتعاليٰ کان الهام ماڻي محمد رسول اللّٰــه ﷺ جي سچائيءَ جي گواهي ڏيندو ۽ ٻئي طرف محمد رسول اللّٰــه ﷺ جي ڪلام ۾ سندس سچائيءَ تي گواهي هوندي. ان ڪري هو خود گواهہ بہ هوندو ۽ مشهود بہ هوندو. يعني جنهن لاءِ گواهي ڏنل آهي.

قُتِلَ اَصۡحٰبُ الۡاُخۡدُوۡدِ ۝٥

النَّارِ ذَاتِ الۡوَقُوۡدِ ۝٦

اِذۡ هُمۡ عَلَيۡهَا قُعُوۡدٌ ۝٧

وَّهُمۡ عَلٰى مَا يَفۡعَلُوۡنَ بِالۡمُؤۡمِنِيۡنَ شُهُوۡدٌ ۝٨

وَمَا نَقَمُوۡا مِنۡهُمۡ اِلَّاۤ اَنۡ يُّؤۡمِنُوۡا بِاللّٰهِ

**٥**- کاهِيُن ① وارا تباهہ ٿي ويا.

**٦**- يعني (کاهِيُن ۾) باهہ (ڀڙڪائڻ وارا) جنهن ۾ (گهڻو) ٻل (وِڏو② ويو) هو③.

**٧**- جڏهن اُهي انهيءَ باهہ تي (ڌرڻو هڻي) وينا هئا④.

**٨**- ۽ اُهي مومنن سان جيڪي ڪي (معاملو) ڪري رهيا هئا، انهن جي دل انهيءَ جي حقيقت کي سمجهيو ٿي⑤.

**٩**- ۽ اُهي هُنن سان صرف انهيءَ ڪري دشمني ڪندا هئا تہ انهن غالب (۽) سِڀني تعريفن

١- يعني سچن مذهبن جا دشمن هميشه مومنن کي هلاڪ ڪرڻ لاءِ پيڙ مچائيندا رهندا آهن پر انهن کي مارڻ ۾ ناڪام رهندا آهن ۽ پاڻ هلاڪ ٿي ويندا آهن.

٢- يعني هيءَ باهہ جيڪي سچن مذهبن جي خلاف يا انهن جي ليڊرن جي خلاف ڀڙڪائي ويندي آهي معمولي باهہ نہ هوندي آهي بلڪ بار بار دشمنيءَ جي ٻارڻ سان ان کي ڀڙڪايو ويندو آهي.

٣- هي لفظ ٻن طريقن سان اچي ٿو، هڪ وُقُـــوُدٌ (واوَ جي پيش سان) جنهن جي معنيٰ باهہ ڀڙڪائڻ ۽ هڪ وَقُــوُدٌ (واوَ جي زبر سان) جنهن جي معنيٰ ٻارڻ جي آهي ان ڪري اسان ان جي هيءَ معنيٰ ڪئي آهي تہ ان ۾ بار بار ٻارڻ وڌو ويندو. نہ تہ ٻرڻ واري تہ هر باهہ ٿيندي آهي. هي چوڻ تہ ٻارڻ واري باهہ هوندي ان جي معنيٰ اِهائي آهي تہ ان ۾ بار بار ٻارڻ وڌو ويندو.

٤- يعني سچائيءَ جا دشمن ان باهہ جي پرسان وينا رهندا آهن تہ جيڪڏهن ٿورو گهٽ ٿئي تہ ان ۾ ٻيو ٻارڻ وجهي ڇڏين.

٥- يعني جيتوڻيڪ مجدّدن ۽ ڪامل مومنن جي مخالفت ڪرڻ وارا ماڻهو انهن کي ڏک ڏيندا آهن. پر سندن دل گواهي ڏيندو آهي تہ هو ظلم ڪندا آهن. ۽ ڪئي ڀيرا انهن جي واتان نڪري ويندو آهي تہ هيءَ تہ ڏاڍي خراب ڳالهہ آهي.

الْعَزِيْزِ الْحَمِيْدِ ۝٩

الَّذِيْ لَهٗ مُلْكُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ ۭ وَاللّٰهُ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ شَهِيْدٌ ۝١٠

جي مالڪ اللّٰه تي ايمان ڇو آندو ①.

**١٠**-اهو اللّٰه جنهن جي قبضي ۾ آسمانن ۽ زمين جي بادشاهت آهي ۽ (اهو ڀُلا سوچين ته) اللّٰه هر شيءِ (جي حالتن) کان واقف ② آهي.

اِنَّ الَّذِيْنَ فَتَنُوا الْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُؤْمِنٰتِ ثُمَّ لَمْ يَتُوْبُوْا فَلَهُمْ عَذَابُ جَهَنَّمَ وَلَهُمْ عَذَابُ الْحَرِيْقِ ۝١١

**١١**- اُهي③ماڻهو جن مومن مردن ۽ مومن عورتن کي عذاب ۾ مبتلا ڪيو (۽) وري (پنهنجي فعل کان) توبهه به نه ڪئي، انهن کي يقيناً جهنم جو عذاب ملندو- ۽ (هن دنيا ۾ به) انهن کي (دل کي) ساڙي ڇڏڻ وارو عذاب ملندو.

اِنَّ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ لَهُمْ جَنّٰتٌ تَجْرِيْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ ڛ ذٰلِكَ الْفَوْزُ الْكَبِيْرُ ۝١٢

**١٢**-(۽) جن ماڻهن ايمان آندو ۽ انهيءَ سان گڏ انهيءَ (ايمان) جي حال سارو عمل به انهن ڪيا انهن کي باغ ملندا- جن جي هيٺان نهرون④ وهنديون هونديون (۽) اها ئي

١ -هيءَ آيت اُن دعويٰ جو دليل آهي جيڪا پهرين آيت ۾ بيان ٿي آهي يعني انهن جي مخالفت ڪنهن بنياد تي ناهي هوندي بلڪ صرف حسد جي ڪري هوندي آهي.

٢ -يعني انهن جي مخالفت جيتري جيتري بغض ۽ ڪيني جي نتيجي ۾ هوندي ان جي مطابق کين سزا ملندي.

٣ -مومنن ۾ مرد به هوندا آهن ۽ عورتون به. انهن سان ڪافر جيڪو سلوڪ ڪندا آهن ان جي تفصيل اڳ اچي چڪي آهي ان ڪري انکي ورجائڻ جي ضرورت ناهي.

۴ -قرآن ڪريم ۾ بار بار جنتن جي باري اچي ٿو ته انهن جي هيٺان نهرون وهنديون آهن. حقيقت ۾ جيڪي نهرون باغن ۾ وهنديون آهن اهي انهن جي هيٺ ناهن وهنديون ان ڪري ياد رکڻ گهرجي ته دنيا جي باغن ۾ جيڪي نهرون وهنديون آهن اهي سرڪار يا ڪنهن وڏي زميندار جي

وڏي ڪاميابي آهي.

اِنَّ بَطۡشَ رَبِّكَ لَشَدِيۡدٌ ؕ﴿۱۳﴾

**١٣**-يقيناً تنهنجي رب جي پڪڙ سخت هوندي آهي(١).

اِنَّهٗ هُوَ يُبۡدِئُ وَيُعِيۡدُ ۚ﴿۱۴﴾

**١٤**-(ڇو جو) اهو ئي دنيا جي عذاب کي شروع ڪري ٿو ۽ (جيڪڏهن ڪا قوم نه مُڙي ته) بار بار عذاب(٢) آڻي ٿو.

وَهُوَ الۡغَفُوۡرُ الۡوَدُوۡدُ ۙ﴿۱۵﴾

**١٥**-۽ (انهيءَ سان گڏ ئي) هو بي انتها بخشڻ وارو (۽) بي انتها محبت ڪرڻ وارو به(٣) آهي.

ذُو الۡعَرۡشِ الۡمَجِيۡدُ ۙ﴿۱۶﴾

**١٦**- (اُهو) عرش جو(٤) مالڪ (۽) بزرگ شان وارو آهي.

فَعَّالٌ لِّمَا يُرِيۡدُ ؕ﴿۱۷﴾

**١٧**-جنهن ڳالهه جو ارادو ڪري انهيءَ کي ڪري ئي رهڻ وارو آهي.

هَلۡ اَتٰىكَ حَدِيۡثُ الۡجُنُوۡدِ ۙ﴿۱۸﴾

**١٨**-ڇا توهانکي (صداقت جي دشمنن جي) لشڪرن جي خبر نا هي ملي.

---

**(باقي حاشيو)**ماتحت هونديون آهن پر اللّٰه تعاليٰ فرمائي ٿو ته جنتن ۾ وهڻ واريون نهرون انهن جنتن ۾ رهڻ وارن جي قبضي ۾ هونديون. ۽ اهي وٽن جا به ۽ پاڻين جا به پورا مالڪ هوندا.

١-ان ڪري ان کان بچندي رهڻ جي ڪوشش ڪرڻ کپي.

٢-يعني گناهه تي اصرار ڪندي رهي ته عذاب به بار بار ايندو آهي.

٣- يعني خداتعاليٰ جي عذاب ڏيڻ سان هي نه سمجهڻ گُهرجي ته اللّٰه تعاليٰ رحم کان خالي آهي ڇاڪاڻ ته سڄو قرآن ان ڳالهه سان ڀريو پيو آهي ته اللّٰه تعاليٰ ڪافرن تي به ڪڏهن هن دنيا ۾ ۽ ڪڏهن اڳين جهان ۾ رحم ڪندوآهي.

٤-عرش مان مراد خداتعاليٰ جي حڪومت جو تخت آهي ۽ عرش جو مالڪ هجڻ مان مراد هيءَ آهي ته خداتعاليٰ اهڙي قانونن سان دنيا ۾ حڪومت ڪندو آهي جن سان ان جو اعليٰ شان ظاهر ٿيندو آهي. ظلم ۽ ڏاڍ ثابت نا هي ٿيندو.

فِرْعَوْنَ وَثَمُوْدَ ﴿١٩﴾

**۱۹**ـ يعني فرعون ۽ ثمود جي لشڪرن جي.

بَلِ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا فِيْ تَكْذِيْبٍ ﴿٢٠﴾

**۲۰**ـ حقيقت ته اها آهي جو ڪافر (سخت) انڪار (جي مرضن) ۾ (مبتلا) آهن.

وَّاللّٰهُ مِنْ وَّرَآئِهِمْ مُّحِيْطٌ ﴿٢١﴾

**۲۱**ـ حالانڪ اللّٰه (انهن کي) انهن جي پويان (اچي) گهيرڻ وارو آهي.

بَلْ هُوَ قُرْاٰنٌ مَّجِيْدٌ ﴿٢٢﴾

**۲۲**ـ (انهيءَ ڪانسواءِ) هيءُ به هڪ حقيقت آهي ته اهو (ڪلام جيڪو انهن ڳالهين جي خبر ڏئي رهيو آهي) هڪ بزرگ ڪلام آهي ۽ هر جڳهه ۽ هر زماني ۾ پڙهيو[1] وڃڻ وارو ڪلام آهي.

فِيْ لَوْحٍ مَّحْفُوْظٍ ﴿٢٣﴾ ع ٢٣/١٠

**۲۳**ـ (۽ وڏيڪ ڪمال اِهو آهي ته) اُهو حفاظت ڪيل تختيءَ[2] ۾ آهي.

## سُوْرَةُ الطَّارِقِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ ثَمَانِيَ عَشْرَةَ اٰيَةً وَّ رُكُوْعٌ

سورت طارق- هيءُ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت انهيءَ جون ارڙنهن آيتون آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ﴿١﴾

**١**ـ (مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

وَالسَّمَآءِ وَالطَّارِقِ ﴿٢﴾

**۲**ـ مان آسمان کي ۽ صبح جي تاري کي شاهديءَ طور پيش ڪيان ٿو.

١ـ هيءُ معنيٰ اسان لفظ قرآن جي ڪئي آهي. جنهن جي معنيٰ آهي اُها شيءِ جيڪا هميشه پڙهي وڃي.

٢ـ يعني قيامت تائين قائم رهندو.

وَمَآ اَدۡرٰىكَ مَا الطَّارِقُ ۙ﴿٣﴾
٣-۽ ڪهڙي شيءِ توکي علم ڏنو آهي ته صبح جو تارو ڇا آهي.

النَّجۡمُ الثَّاقِبُ ۙ﴿٤﴾
٤-اُهو تارو (اهو آهي) جيڪو ڏاڍو چمڪي ٿو.

اِنۡ كُلُّ نَفۡسٍ لَّمَّا عَلَيۡهَا حَافِظٌ ؕ﴿٥﴾
٥-(اسان دعويٰ ڪيون ٿا ته انهيءَ قسم جي) ڪا جان ڪانهي، جنهن تي هڪ نگران (خدا جي طرفان) مقرر نه هجي.

فَلۡيَنۡظُرِ الۡاِنۡسَانُ مِمَّ خُلِقَ ؕ﴿٦﴾
٦-سو انسان کي ڏسڻ گُهرجي ته اهو ڪهڙي شيءِ مان پيدا ڪيو ويو آهي.

خُلِقَ مِنۡ مَّآءٍ دَافِقٍ ۙ﴿٧﴾
٧-هوهڪ ٽپو ڏيندڙ پاڻيءَ مان پيدا ڪيو ويو آهي.

يَّخۡرُجُ مِنۡۢ بَيۡنِ الصُّلۡبِ وَالتَّرَآئِبِ ؕ﴿٨﴾
٨-اهو (پاڻي يا انسان) پٺيءَ ۽ سيني (جي هڏن) جي وچ① مان نڪري ٿو.

اِنَّهٗ عَلٰى رَجۡعِهٖ لَقَادِرٌ ؕ﴿٩﴾
٩- هو (يعني خدا) انهيءَ کي پيهر موٽائڻ تي بہ يقيناً قادر آهي.

يَوۡمَ تُبۡلَى السَّرَآئِرُ ۙ﴿١٠﴾
١٠-انَ ڏينهن جڏهن لڪل ڀيد ظاهر ڪيا ويندا.

فَمَا لَهٗ مِنۡ قُوَّةٍ وَّلَا نَاصِرٍ ؕ﴿١١﴾
١١-جنهن جي نتيجي ۾ نه ته (پنهنجي مٿان مصيبت ٽارڻ جي) ڪا طاقت اُن (انسان) وٽ رهندي ۽ نه ھُن جو ڪو مددگار هوندو.

وَالسَّمَآءِ ذَاتِ الرَّجۡعِ ۙ﴿١٢﴾
١٢-مان شاهديءَ طور اُن ڪڪر کي پيش ڪيان ٿو جيڪو مينهن سان ڀريل بار

---

١-يعني آلاتِ تناسُل جيڪي پٺي ۽ سيني جي هڏين جي وچ ۾ ٿيندا آهن. هي قرآن پاڪ جو ڪمال آهي ته اُگهاڙيءَ ڳالهه کي اُگهاڙي ڳالهه بہ لطيف اشاري سان بيان ڪري ڇڏيندو آهي.

وَالۡاَرۡضِ ذَاتِ الصَّدۡعِ ۙ﴿۱۳﴾

اِنَّهٗ لَقَوۡلٌ فَصۡلٌ ۙ﴿۱۴﴾

وَّمَا هُوَ بِالۡهَزۡلِ ﴿ؕ۱۵﴾

①بار وسي ٿو.

**١٣**۔ ۽ انهيءَ زمين کي به شاهديءَ طور پيش ڪريان ٿو جيڪا بارش جي نازل ٿيڻ ڪانپوءِ ڦاٽي اويڙ اُپاري② ٿي.

**١٤**۔ اها شاهدي انهيءَ ڳالهه تي آهي ته اهو (قرآن) يقيناً قطعي③ ۽ آخري ڳالهه آهي.

**١٥**۔ ۽ اهو ڪو (بي فائدي④ ۽) ڪمزور ⑤ ڪلام ناهي.

---

١ ۔ هن جڳهه **سَمَآء** جو لفظ آهي جيڪو عام طور تي آسمان جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندو آهي پر لغت ۾ ان جي معنيٰ ڪڪر جي به لکيل آهي جيئن ته ان ڪانپوءِ **ذَاتِ الـرَّجۡـعِ** جا لفظ اچن ٿا جنهن جي معنيٰ باربار واپس اچڻ واري جي آهي ۽ بار بار اچڻُ وسندڙ ڪڪر جي صفت آهي ان ڪري اسان ان جو ترجمو ڪڪر ڪري ڇڏيو آهي.

٢ ۔ اصل لفظ **ذَاتِ الـصَّـدۡعِ** جا آهن جنهن جي عام معنيٰ ڦاٽڻ جي هوندي آهي پر لغت ۾ ان جي معنيٰ اويڙ ڪيڻ واري شيءِ جي به هوندي آهي جيڪو زمين جو ڪم آهي ۽ اِها ئي معنيٰ هتي اسان ڪئي آهي. خاص طور تي ان لاءِ ته اڳ ۾ ڪڪرن جو ذڪر آهي ۽ ڪڪرن جي نتيجي ۾ اويڙ اُپرندو آهي اِهو ناهي ته زمين ڦاٽي پوي.

٣۔ يعني جڏهن خداتعاليٰ مادي دنيا کي سيراب ڪرڻ لاءِ مينهن نازل ڪيو ۽ هڪ ئي دفعي نه ڪيو بلڪ ٿوري ٿوري فاصلي تي هو مينهن وسائيندو رهندو آهي ته هي ڪيئن ٿي سگهيو ٿي ته ضرورت جي موقعي تي روحاني مينهن نه وَسي جيڪي قرآن يا قرآن جي حمايت ڪندڙ وحيون آهن.

٤۔ مٿي بيان ڪيل دليلن مان هي به ثابت ٿئي ٿو ته قرآن هڪ فيصلو ڪرڻ وارو ڪتاب آهي ڇاڪاڻ ته هو هر هڪ ڳالهه کي دليل سان بيان ڪندو آهي جيڪڏهن ان جا دليل غلط نڪرندا ته ڪوڙو ثابت ٿيندو ۽ دليل سچا نڪرندا ته سچو ثابت ٿي ويندو.ان جي خلاف ٻيا ڪتاب بغير دليل ڳالهيون بيان ڪن ٿا ان ڪري انهن جي سچي ۽ ڪوڙي هجڻ جو فرق ڪرڻ ڏکيو ٿي پوندو آهي.

٥۔ هن جڳهه ڪڪرن ۽ زمين کي قرآن ڪريم جي سچائيءَ طور پيش ڪيو ويو آهي يعني جهڙي طرح مينهن وسندو آهي ۽ زمين اويڙ اُپاريندي آهي اهڙي طرح قرآن ڪريم جي نازل ٿيڻ تي تمام پاڪ

اِنَّهُمۡ يَكِيۡدُوۡنَ كَيۡدًا ۙ﴿۱۶﴾

١٦ـ اهي ماڻهو يقيناً (انهيءَ قرآن جي خلاف) ڏاڍا داءَ پيچ هڻندا.

وَّ اَكِيۡدُ كَيۡدًا ۚ﴿۱۷﴾

١٧ـ ۽ مان (خدا انهن جي خلاف) ڏاڍيون تدبيرون ڪندس (۽ حق ظاهر ٿي پوندو).

فَمَهِّلِ الۡكٰفِرِيۡنَ اَمۡهِلۡهُمۡ رُوَيۡدًا ﴿۱۸﴾

١٨ـ سو (اي رسول!) ڪافرن کي مهلت ① ڏيو (ها) انهن کي ڪجهه ڏينهن جي اجا مهلت ڏيو (انهيءَ لاءِ ته جيڪو زور لڳائڻ چاهين لڳائين).

سُوۡرَةُ الۡاَعۡلٰی مَكِّيَّةٌ وَّ هِیَ مَعَ الۡبَسۡمَلَةِ عِشۡرُوۡنَ اٰيَةً وَّ رُكُوۡعٌ

سورت اعلیٰ ـ هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ويهه آيتون آهن.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ ﴿۱﴾

١ـ (مان) اللّٰــه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ

**(باقي حاشيو)** ۽ نيڪ نسل پيدا ٿيندو ۽ اهڙو اعليٰ نسل پيدا ٿيندو جو ثابت ڪري ڇڏيندو ته قرآن مجيد آخري ڪتاب آهي ۽ ان ڪانپوءِ ڪنهن ٻئي ڪتاب جي اميد فضول آهي. نه هن ۾ ڪا ڪمزوري آهي ۽ نه ڪا بيڪار ڳالهه آهي. جيڪا به ڳالهه بيان ٿي آهي وڏي فائدي واري ۽ وڏي مضبوط آهي.

١ ـ هن آيت ۾ ٻڌايو آهي ته ڪافر قرآن مجيد جي خلاف هر قسم جون اٽڪلون ڪندا جيڪڏهن اهو ڪوڙو هجي ها ته ڪامياب نه ٿئي ها. پر جيئن ته اهو خدا جي طرفان آهي جڏهن اُهي خداتعاليٰ جي ڪلام کي مٽائڻ جي ڪوشش ڪندا ته هُو به انهن کي مٽائڻ جون تدبيرون ڪندو ۽ نتيجو اِهو ٿي نڪرندو ته اللّٰــه تعاليٰ کٽي ويندو ۽ هو هارائجي ويندا. ها جهڙوڪ اللّٰــه جي سنت آهي عذاب ٿورو دير سان ايندو آهي. ۽ انهيءَ طرف هِن ارڙهين آيت ۾ اشارو ڪيو ويو آهي جنهن ۾ چيو ويو آهي ته اي رسول! ڪافرن کي مهلت ڏي يعني مهلت ڏيڻ جي نتيجي ۾ هو پنهنجو سڄو زور اسلام کي ختم ڪرڻ لاءِ لڳائي ڇڏيندا ۽ هي چوڻ جو موقعو انهن کي نه ملندو ته اسان کي مسلمانن کي تباهه ڪرڻ جي مهلت نه ملي. جڏهن مهلت ملي ويندي ته پوءِ سندن وات بند ٿي ويندو.

وارو آهي (پڙهائيندو).

سَبِّحِ اسۡمَ رَبِّكَ الۡاَعۡلَى ۙ﴿۲﴾

٢-(اي رسول!) پنهنجي بزرگ (۽ برتر) رب جي نالي جو بي عيب هئڻ بيان ڪر.

الَّذِىۡ خَلَقَ فَسَوّٰى ۙ﴿۳﴾

٣-(اُهو) جنهن (انسان کي) پيدا ڪيو ۽ (انهيءَ کي) بي عيب① بڻايو.

وَالَّذِىۡ قَدَّرَ فَهَدٰى ۙ﴿۴﴾

٤-۽ جنهن (انهيءَ جي طاقتن جو) اندازو ڪيو ۽ (انهن جي مطابق) انهيءَ کي هدايت ڏني.

وَالَّذِىۡۤ اَخۡرَجَ الۡمَرۡعٰى ۙ﴿۵﴾

٥-۽ جنهن زمين مان گاهه اُپايو.

فَجَعَلَهٗ غُثَآءً اَحۡوٰى ؕ﴿۶﴾

٦-پوءِ انهيءَ کي ڪارو ڪچرو بڻائي ڇڏيو.

سَنُقۡرِئُكَ فَلَا تَنۡسٰٓى ۙ﴿۷﴾

٧-(اي مسلمان) اسان توکي (اهڙيءَ طرح) پڙهائينداسين جو انهيءَ جي نتيجي ۾ تون ڀُلبين ڪونه②.

اِلَّا مَا شَآءَ اللّٰهُ ؕ اِنَّهٗ يَعۡلَمُ الۡجَهۡرَ

٨-سواءِ انهيءَ جي جيڪو اللّٰه ڀُلائڻ چاهي③، اهو يقيناً ظاهر کي به ڄاڻي ٿو

١- يعني انسان جي وجود ۾ روحاني ترقيءَ جو بي انت مادو رکيو ويو آهي. اهڙي طرح علمي ترقيءَ جو به بي انت مادو رکيو ويو آهي. فرمائي ٿو ته هي ان ڳالهه جو ثبوت آهي ته هن انسان کي پيدا ڪرڻ وارو بي عيب آهي جيڪڏهن هو پاڻ بي عيب نه هجي ها ۽ سڀئي خوبيون ان ۾ جمع نه هجن ها ته اهڙو انسان ڪيئن پيدا ڪري ها.

٢-يعني قرآن ڪريم مسلمانن جي دلين ۾ اهڙي طرح ويهاريو ويندو جو انهن مان ڪو نه ڪو حصو قيامت تائين ان جي محبت ۾ سرشار رهندو ۽ بار بار اهڙا ڪامل انسان مسلمانن ۾ پيدا ٿيندا رهندا جيڪي قرآن مجيد جو جهنڊو بلند رکندا.

٣-ان مان خبر پوي ٿي ته اللّٰه تعاليٰ صداقت کان پري ناهي ڪندو بلڪ انسان پاڻ ٿيندو آهي. ان ڪري فرمائي ٿو ته اسانجو ڪم ته هي آهي ته اسان قرآن مسلمانن کي سيکاريندا سين پر مسلمانن

وَمَا يَخْفٰى ﴿٨﴾
۽ انهيءَ کي بہ جيڪو لڪل آهي.

وَنُيَسِّرُكَ لِلْيُسْرٰى ﴿٩﴾
**٩**-۽ اسان (اي مسلمان) تنهنجي لاءِ (ڪاميابين ۽) آسانين جو حاصل ڪرڻ آسان ڪري ڇڏينداسين ①.

فَذَكِّرْ اِنْ نَّفَعَتِ الذِّكْرٰى ﴿١٠﴾
**١٠**-پوءِ توهان بہ نصيحت② ڪيو، نصيحت ڪرڻ (هميشه دنيا ۾) مفيد ٿيندي رهي آهي.

سَيَذَّكَّرُ مَنْ يَّخْشٰى ﴿١١﴾
**١١**-جيڪو (خدا کان) ڊڄي ٿو اهو يقيناً نصيحت حاصل ڪندو.

وَيَتَجَنَّبُهَا الْاَشْقَى ﴿١٢﴾
**١٢**-۽ (انهيءَ جي برخلاف) جيڪو نهايت بدبخت هوندو اهو انهيءَ کان ڪنارو ئي ڪندو رهندو③.

الَّذِيْ يَصْلَى النَّارَ الْكُبْرٰى ﴿١٣﴾
**١٣**-(اُهو ئي) جيڪو وڏي باهہ ۾ داخل ٿيڻ وارو④ آهي.

---

**(باقي حاشيو)** مان ڪي بدبخت ان کي وسارڻ گُهرن تہ جيئن تہ خداتعاليٰ انهن جي اندر ۽ ٻاهر کي ڄاڻي ٿو هو سندن ارادي ۾ روڪ نہ ٻڻبو ۽ چوندو تہ جڏهن هي پاڻ تباهہ ٿيڻ چاهين ٿا تہ ٿيڻ ڏيو.

١-هن آيت ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ قرآن مجيد جيڪو فطرت جي مطابق آهي ان تي عمل ڏکيو ناهي. ۽ جيڪڏهن ڪو شخص ان تي عمل ڪرڻ گُهري تہ اللّٰه تعاليٰ بہ ان جي مدد ڪندو آهي ۽ ان تي عمل ڪرڻ ٻانهي لاءِ اجا وڌيڪ سَوَلو ڪري ڇڏيندو آهي.

٢-يعني جڏهن تہ خداتعاليٰ انسان کي هدايت ڏانهن وٺي ويندو آهي تہ انسان جو بہ فرض آهي تہ اللّٰه تعالٰي جونقل ڪندي باقي انسانن کي بہ نصيحت ڪندو رهي ۽ هي ڪڏهن بہ نہ سمجهي تہ گمراهہ انسان هدايت نٿا ماڻي سگهن.بلڪ اميد رکي تہ جنهن شخص جي دل ۾ ذرو بہخدا جو خوف هوندو اهو ضرور نصيحت حاصل ڪندو.

٣-يعني صرف اهو ئي شخص قرآن ڪريم کان لنوائيندو جنهن جي بدعملين سندس دل تي مهر لڳائي ڇڏي هوندي.

٤-يعني جنهن جي بدعملين جي ڪري خداتعاليٰ فيصلو ڪري ڇڏيو هوندو تہ ان کي باهہ ۾ وڌو وڃي.

ثُمَّ لَا يَمُوْتُ فِيْهَا وَلَا يَحْيٰى ﴿١٤﴾
١٤-پوءِ (انهيءَ ۾ داخل ٿيڻ کان بعد) نه ته اهو انهيءَ ۾ مرندو ۽ نه ① زنده رهندو.

قَدْ اَفْلَحَ مَنْ تَزَكّٰى ﴿١٥﴾
١٥-جيڪو پاڪ بڻبو، اهو يقيناً ڪامياب ٿيندو.

وَذَكَرَ اسْمَ رَبِّهٖ فَصَلّٰى ﴿١٦﴾
١٦-ان شرط سان ته (پاڪ ٿيڻ سان گڏوگڏ) انهيءَ پنهنجي رب جو نالو به ورتو ۽ نماز پڙهندو رهيو.

بَلْ تُؤْثِرُوْنَ الْحَيٰوةَ الدُّنْيَا ﴿١٧﴾
١٧-پر (اي مخالفو!) توهان (ماڻهو) ته دنياوي زندگيءَ کي (آخرت تي) ترجيح ڏيو ٿا.

وَالْاٰخِرَةُ خَيْرٌ وَّاَبْقٰى ﴿١٨﴾
١٨-حالانڪ آخرت ڪيڏي نه بهتر ۽ جٽادار آهي.

اِنَّ هٰذَا لَفِى الصُّحُفِ الْاُوْلٰى ﴿١٩﴾
١٩-يقيناً اِها ئي (ڳالهه) پهرين صحيفن ۾ به (لکيل) آهي.

صُحُفِ اِبْرٰهِيْمَ وَمُوْسٰى ﴿٢٠﴾ ع
٢٠-(يعني) ابراهيم ۽ موسيٰ جي صحيفن ② ۾.

---

١-يعني اهو عذاب وڏو سخت هوندو ۽ هو ان کي چکندو به. جيتوڻيڪ عذاب جي شدت جي سبب ان عذاب کي موت به چئي سگهجي ٿو ۽ زندگي به چاڪاڻ ته تيز ساڙڻ واري باهه جي سبب ان جو چمڙو سخت ٿي ويندو ۽ ان جي محسوس ڪرڻ جي طاقت گهٽ ٿي ويندي ان ڪري انسان جي حالت دوزخ ۾ اهڙي هوندي جو نه هو مُئل سڏائي سگهجندو ۽ نه جيئرو.

٢-يعني هي مٿي ڄاڻايل تعليم اهڙي عام آهي جو سڀني نبين جي تعليم جو جيڪو به حصو محفوظ آهي ان مان هن جي تصديق ٿئي ٿي. پراڻن نبين جي تعليم کي محفوظ رکڻ جي تمام گهٽ ڪوشش ڪئي وئي آهي. صرف يهودين پنهنجي ڪتاب طالمود ۾ اڪثر نبين ۽ صالحن جون تعليمون گڏ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ان جي پڙهڻ سان خبر پئجي سگهي ٿي ته اصل حقيقت ۾ قرآن ڪريم جون ڪئي سچائيون اڳوڻن نبين جي واتان به بيان ٿينديون رهيون آهن جيڪي ان ڳالهه جو ثبوت آهن ته اِنَّ هٰذَا لَفِى الصُّحُفِ الْاُوْلٰى صُحُفِ اِبْرَاهِيْمَ وَ مُوْسٰى- يعني قرآني تعليم جا خاص خاص ٽڪرا اڳوڻن ڪتابن ۾ به موجود آهن.

سُوْرَةُ الْغَاشِيَةِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ سَبْعٌ وَّ عِشْرُوْنَ اٰيَةً وَّ رُكُوْعٌ

سورت غاشيه ـ هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم الله سميت انهيءَ جون ستاويهہ آيتون آهن.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ ۝١

١-(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

هَلۡ اَتٰىكَ حَدِيۡثُ الۡغَاشِيَةِ ۝٢

٢-ڇا توکي (دنيا تي) ڇانئجي وڃڻ واري (مصيبت) جي بہ خبر پهتي آهي؟

وُجُوۡهٌ يَّوۡمَئِذٍ خَاشِعَةٌ ۝٣

٣-انهيءَ ڏينهن (جڏهن اها مصيبت ڇانئجي ① ويندي) ڪي منهن لٿل هوندا.

عَامِلَةٌ نَّاصِبَةٌ ۝٤

٤-(اُهي) محنت ڪري رهيا هوندا (۽) ٿڪجي چُور ٿي رهيا هوندا.

تَصۡلٰى نَارًا حَامِيَةً ۝٥

٥-(پر انهيءَ محنت مان ڪو فائدو نہ ٿيندو ۽) اها جماعت (بهرحال) هڪ ٻڙڪندڙ باهہ ۾ داخل ② ٿيندي.

تُسۡقٰى مِنۡ عَيۡنٍ اٰنِيَةٍ ۝٦

٦-۽ انهيءَ (سڄي جماعت) کي ٻڙهڪندڙ چشمي مان (پاڻي) پياريو ويندو.

لَيۡسَ لَهُمۡ طَعَامٌ اِلَّا مِنۡ ضَرِيۡعٍ ۝٧

٧-انهيءَ کي سُڪي ڪَنڊَن③ واري

---

١ـهن جڳهہ تي انسانن تي آخري زماني ۾ جيڪو عذاب اچڻ وارو آهي ان جي خبر ڏني وئي آهي ۽ ٻڌايو ويو آهي تہ جڏهن اهو عذاب ايندو تہ ڏوهاري ماڻهوءَ جو منهن لٿل هوندو ۽ هو وڏو زور لڳائيندو تہ ڪيئن بہ هو هن عذاب کي ٽاري ڇڏي.

٢ـتَصۡلٰى جو ضمير وُجُوۡهٌ ڏانهن ڦري ٿو ان ڪري ان جو ترجمو جماعت ڪيو ويو آهي.

٣ـعربيءَ ۾ ضريع ۽ شبرق بہ لفظ آهن جن مان مراد اهڙو گاهہ هوندو آهي جنهن جون پاڙون ناهن ٿينديون. جڏهن اهو سُڪي وڃي تہ ان کي ضريع چوندا آهن ۽ جڏهن تازو هجي تہ ان کي شبرق چوندا

گاهه کانسواءِ پيو کو کاڏو نه ملندو.

لَّا يُسْمِنُ وَلَا يُغْنِيْ مِنْ جُوْعٍ ۝٨

٨-جيڪو نه ته انهن کي ٿُلهو ڪندو ۽ نه بُک (جي تڪليف) کان بچائيندو.

وُجُوْهٌ يَّوْمَئِذٍ نَّاعِمَةٌ ۝٩

٩-ڪجهه (پيا) چهرا انهيءَ ڏينهن خوش خرّم هوندا

لِّسَعْيِهَا رَاضِيَةٌ ۝١٠

١٠-پنهنجن (گذريل) ڪوششن تي مطمئن هوندا.

فِيْ جَنَّةٍ عَالِيَةٍ ۝١١

١١-بلند (۽ مٿئين) جنت ۾ (رهيا پيا) هوندا.

لَّا تَسْمَعُ فِيْهَا لَاغِيَةً ۝١٢

١٢-اهي انهيءَ ۾ ڪا بيهودي ڳالهه نه ٻڌندا.

فِيْهَا عَيْنٌ جَارِيَةٌ ۝١٣

١٣-انهيءَ ۾ هڪ وهندڙ چشمون هوندو.

فِيْهَا سُرُرٌ مَّرْفُوْعَةٌ ۝١٤

١٤-(۽) انهيءَ (جنت) ۾ اوچا تخت (به) رکيل هوندا.

وَّاَكْوَابٌ مَّوْضُوْعَةٌ ۝١٥

١٥- ۽ آبخوارا رکيل هوندا.

وَّنَمَارِقُ مَصْفُوْفَةٌ ۝١٦

١٦-۽ ٽيڪ ونڻ وارا ننڍڙا وهاڻا قطارن ۾ (ٽيڪ لڳائڻ جي لاءِ) رکيل هوندا.

وَّزَرَابِيُّ مَبْثُوْثَةٌ ۝١٧

١٧-۽ غاليچا وڇايل هوندا.

**(باقي حاشيو)** آهن. ۽ ان جي خاصيت هيءَ هوندي آهي ته ان جي کائڻ سان ڪو فائدو نه ٿيندو آهي يعني نه ته انسان جي صحت کي ڪا طاقت ملندي آهي ۽ نه هو ٿُلهو ٿيندو آهي.جيئن ته قرآن ڪريم به اِهائي معني ڪئي آهي تهلَا يُسْمِنُ وَلَا يُغْنِيْ مِنْ جُوْعٍ ۽ آيت جو هي مطلب آهي ته هو دوزخ ۾ ويندا ۽ اهڙا کاڌا انهن کي نه ملندا جيڪي طاقت ڏيندڙ هجن بلڪ اُهي کاڌا ملندا جيڪي نه طاقت ڏيندا ۽ نه انهن سان ڍئو ٿيندو.ان تفصيل مان مراد دوزخ آهي جيئن ته اڳين آيت ۾ وري جنت جو ذڪر ڪيو آهي ۽ نائين آيت ۾ فرمايو آهي ته ڪي منهن خوش باش هوندا.

| | |
|---|---|
| اَفَلَا يَنْظُرُوْنَ اِلَى الْاِبِلِ كَيْفَ خُلِقَتْ ﴿١٨﴾ | ١٨ـ ڇا اهي ڪڪرن⑴ کي نٿا ڏسن تہ اهي ڪهڙي طرح پيدا ڪيا ويا آهن. |
| وَاِلَى السَّمَآءِ كَيْفَ رُفِعَتْ ﴿١٩﴾ | ١٩ـ ۽ آسمان⑵ کي (نٿا ڏسن تہ) ڪهڙيءَ طرح بُلند ڪيو ويو آهي. |
| وَاِلَى الْجِبَالِ كَيْفَ نُصِبَتْ ﴿٢٠﴾ | ٢٠ـ ۽ جبلن⑶ کي (نٿا ڏسن) تہ ڪهڙيءَ طرح کوڙيا ويا آهن. |
| وَاِلَى الْاَرْضِ كَيْفَ سُطِحَتْ ﴿٢١﴾ | ٢١ـ ۽ زمين کي (نٿا ڏسن) تہ ڪهڙيءَ طرح ⑷ هموار ڪيل آهي. |

١ـ هتي اِبِلِ جو لفظ آهي پر اِبِلِ جيڪو اُنَ جو عام نالو آهي ان جي لغت ۾ معنيٰ ڪڪر جي بہ آهي (مفردات) ۽ اهائي معنيٰ اسان ڪئي آهي. اللّٰہ تعاليٰ هن آيت ۾ فرمائي ٿو تہ ڪڪر هڪ جاءِ تان اُٿندا آهن ۽ سڄي دنيا ۾ پکڙجي ويندا آهن. ڇا قرآن جا منڪر اهو بہ نٿا سمجهن تہ ڪڪرن کي پيدا ڪرڻ وارو خدا جنهن مادي پاڻي انهن جي وسيلي سڄي دنيا ۾ پکيڙي ڇڏيو آهي ڇا قرآن ڪريم جي روحاني پاڻيءَ کي سڄي دنيا ۾ نٿو پکيڙي سگهي.

٢ـ يعني جهڙي طرح مادي آسمان مٿي ڪيو ويو آهي اهڙي طرح روحاني آسمان يعني محمد رسول اللّٰہ ﷺ کي مٿانهون ڪيو ويندو. جهڙوڪ رسول ڪريم ﷺ جي صحابہؓ جي گهرن جي بابت اچي ٿو تہ فِيْ بُيُوْتٍ اَذِنَ اللّٰهُ اَنْ تُرْفَعَ (نور: ٣٧) يعني اللّٰہ جو نور اهڙن گهرن ۾ آهي جن کي مٿانهون ڪرڻ جو فيصلو خداتعاليٰ ڪري ڇڏيو آهي. ظاهر آهي تہ جنهن جا صحابہ اوچا ڪيا ويندا ان جو پنهنجو گهر تہ انهن کان بہ وڏيڪ اوچو ڪيو ويندو ۽ آسمانن کان بہ اوچو هليو ويندو.

٣ـ جبل جي معنيٰ وڏي ماڻهوءَ جي بہ هوندي آهي جيئن تہ اڳ ۾ صحابہ جو ذڪر آهي ان ڪري هن جڳهہ بہ جبل مان مراد مسلمانن جا وڏا ماڻهو ورتا ويندا ۽ هن آيت جي هيءَ معنيٰ ٿيندي تہ ڇا هو صحابہؓ کي نٿا ڏسن تہ ڪهڙي طرح کُپيل آهن يعني دشمنن جي خطرناڪ ڪوششن جي باوجود پنهنجي جڳهہ کان نٿا لُڏن.

٤ـ هن مان بہ اها زمين مراد آهي جنهن تي صحابہ پنهنجا گهوڙا ڊوڙائيندا هئا ۽ ٻڌايو ويو آهي تہ ڇا ڪافر زمين کي نٿا ڏسن تہ اها مسلمانن لاءِ ڪهڙي طرح پڌري ڪئي وئي آهي. جيڏانهن دل

فَذَكِّرْ ۗ اِنَّمَآ اَنْتَ مُذَكِّرٌ ۝٢١
**٢٢**-سو نصيحت ڪر جو تون نہ صرف نصيحت ڪرڻ وارو آهين.

لَسْتَ عَلَيْهِمْ بِمُصَيْطِرٍ ۝٢٢
**٢٣**-تون انهن (ماڻهن) تي داروغي (جي طور تي) مقرر نہ آهين.

اِلَّا مَنْ تَوَلّٰى وَكَفَرَ ۝٢٣
**٢٤**-پر جنهن پٺي ڦيري ورتي ۽ ڪفر جو مرتڪب ٿيو.

فَيُعَذِّبُهُ اللّٰهُ الْعَذَابَ الْاَكْبَرَ ۝٢٤
**٢٥**-انهيءَ جي نتيجي ۾ الله انهيءَ کي سڀ کان وڏو عذاب ڏيندو.

اِنَّ اِلَيْنَآ اِيَابَهُمْ ۝٢٥
**٢٦**-يقيناً انهن کي اسان ڏانهن ئي موٽڻو آهي.

ثُمَّ اِنَّ عَلَيْنَا حِسَابَهُمْ ۝٢٦ ع
**٢٧**- پوءِ انهن کان حساب وٺڻ بہ يقيناً اسانجو ئي ڪم آهي.

## سُوْرَةُ الْفَجْرِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ اِحْدٰى وَ ثَلَاثُوْنَ اٰيَةً وَّ رُكُوْعٌ

سورت فجر- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم الله سميت هن جون ايڪٽيهہ آيتون آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ۝١
**١**-(مان) الله جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

وَالْفَجْرِ ۝٢
**٢**-مان شاهديءَ طور هڪ اچڻ واري فجر کي پيش ڪيان ٿو①.

وَلَيَالٍ عَشْرٍ ۝٣
**٣**-۽ ڏهن② راتين کي بہ.

(**باقي حاشيو**)ڪرين ٿي ڪاهہ ڪندا وڃن ٿا ۽ ڪو انهن جي سامهون نٿو بيهي.

١- يعني مديني جي هجرت جي.

٢- هن سورت جي نازل ٿيڻ کانپوءِ ڏهہ سال پاڻ سڳورا مڪي ۾ رهيا جيڪي تڪليف جا سال

وَّالشَّفْعِ وَالْوَتْرِ ۝٣

٣-۽ هڪ ٻئي کي ۽ اڪيلي کي

وَالَّيْلِ اِذَا يَسْرِ ۝٤

٤-۽ (مٿي ذڪر ڪيل ڏهن راتين ڪانپوءِ اچڻ واري) رات کي جڏهن اها هلي ① پوي.

هَلْ فِيْ ذٰلِكَ قَسَمٌ لِّذِيْ حِجْرٍ ۝٥

٥-ڇا انهيءَ ۾ عقلمند جي لاءِ ڪو قسم (يعني شاهدي) آهي (يا ڪونهي؟)

اَلَمْ تَرَ كَيْفَ فَعَلَ رَبُّكَ بِعَادٍ ۝٦

٦-ڇا توکي معلوم آهي ته تنهنجي رب عاد سان ڪهڙو (معاملو) ڪيو.

اِرَمَ ذَاتِ الْعِمَادِ ۝٧

٧-يعني (عاد) ارم سان جيڪي وڏين وڏين عمارتن وارا هئا.

الَّتِيْ لَمْ يُخْلَقْ مِثْلُهَا فِي الْبِلَادِ ۝٨

٨-اهي ماڻهو جن جي مثال ڪا قوم اُنهن ملڪن ۾ پيدا ئي نه ڪئي ويئي هئي.

وَثَمُوْدَ الَّذِيْنَ جَابُوا الصَّخْرَ بِالْوَادِ ۝٩

٩-۽ (ڇا) ثمود (جي متعلق به توکي خبرون آهن) جيڪي وادين ۾ ڪوٽي (پنهنجا گهر) ٺاهيندا هئا.

وَفِرْعَوْنَ ذِي الْاَوْتَادِ ۝١٠

١٠-۽ فرعون (جي متعلق به توکي ڪجهه

**(باقي حاشيو)** هئا ۽ رات چوراڻ جا حقدار هئا. ان کانپوءِ هجرت ٿي جنهن ۾ جُفت يعني **شَفْع** جو نظارو به هو ۽ وَتر جو به. يعني محمد رسول اللهﷺ ۽ ابوبڪرؓ هجرت ۾ شامل هئا ۽ خداتعاليٰ جيڪو هڪ آهي، آسمان مان انهن سان گڏ هو. جهڙوڪ فرمايائين **فَقَدْ نَصَرَهُ اللّٰهُ اِذْ اَخْرَجَهُ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا ثَانِيَ اثْنَيْنِ اِذْ هُمَا فِي الْغَارِ** (توبه: ٤٠) ان ۾ شفع ڏانهن اشارو هو ۽ وري فرمايائين **لَا تَحْزَنْ اِنَّ اللّٰهَ مَعَنَا** (توبه: ٤٠) ان ۾ وتر ڏانهن اشارو فرمايائين.

١-ان ۾ ٻڌايو آهي ته جڏهن مديني ۾ تڪليفن واري رات ايندي ته اها جلد ختم ٿي ويندي جنهن ڏانهن ”هلي پوي“ جي لفظ سان اشارو آهي.

خبر آهي) جو جبلن ① جو مالڪ هو.

الَّذِيْنَ طَغَوْا فِي الْبِلَادِ ۞

۱۲-اهي (جبل) جن شهرن ۾ سخت ② فساد ڪري رکيو هو.

فَاَكْثَرُوْا فِيْهَا الْفَسَادَ ۞

۱۳-۽ فساد ۾ وڌندا ئي ٿي ويا.

فَصَبَّ عَلَيْهِمْ رَبُّكَ سَوْطَ عَذَابٍ ۞

۱۴-جنهن تي تنهنجي رب انهن تي عذاب جا ڪوڙو وسايو.

اِنَّ رَبَّكَ لَبِالْمِرْصَادِ ۞

۱۵-تنهنجو رب يقيناً تاڙ ۾ (لڳل) آهي.

فَاَمَّا الْاِنْسَانُ اِذَا مَا ابْتَلٰىهُ رَبُّهٗ فَاَكْرَمَهٗ وَنَعَّمَهٗ ۙ فَيَقُوْلُ رَبِّيْٓ اَكْرَمَنِ ۞

۱۶-پوءِ (ٿورو ڌس ته) انسان جي حالت ڪي ته جڏهن سندس رب اُن ڪي آزمائش ۾ وجهي ٿو، ۽ انهيءَ جي عزت ڪري ٿو ۽ انهيءَ تي نعمت نازل ڪري ٿو ته اهو چوي ٿو ته (مان اهڙو شان وارو آهيان جو) منهنجي رب (به) منهنجي عزت ڪئي.

وَاَمَّآ اِذَا مَا ابْتَلٰىهُ فَقَدَرَ عَلَيْهِ رِزْقَهٗ ۙ فَيَقُوْلُ رَبِّيْٓ اَهَانَنِ ۞

۱۷-۽ جڏهن (خدا) ڪيس آزمائش ۾ وجهي ٿو ۽ سندس رزق ڪي تنگ ڪري ٿو ته هو چوي ٿو، منهنجي رب (بنان سبب) منهنجي بي عزتي ڪئي.

كَلَّا بَلْ لَّا تُكْرِمُوْنَ الْيَتِيْمَ ۞

۱۸-(خدا بنان سبب جي سزا ناهي ڏيندو) بلڪ (قصور توهانجو پنهنجو آهي جو) توهان يتيم جي عزت نه ڪندا هئا.

وَلَا تَحٰٓضُّوْنَ عَلٰى طَعَامِ الْمِسْكِيْنِ ۞

۱۹-۽ نه مسڪين ڪي ڪاڏي ڪارائڻ جي

---

۱-يعني اهڙا انسان جيڪي جبل چوائڻ جا حقدار هئا ۽ مصر جي نظام ڪي پنهنجي زور ۽ طاقت سان قائم رکيو ٿي آيا.

۲-هي مفهوم اَلُ مان ڪڍيو ويو آهي ڇاڪاڻ ته اَلُ جو لفظ خاص شيءِ ڏانهن اشارو ڪندو آهي.

هڪ ٻئي کي رغبت ڏياريندا هئا.

وَتَاْكُلُوْنَ التُّرَاثَ اَكْلًا لَّمًّا ۝٢٠

٢٠- ۽ ورثي جو سمورو مال (عيش ۾) اُڏائي ڇڏيندا هئا.

وَّتُحِبُّوْنَ الْمَالَ حُبًّا جَمًّا ۝٢١

٢١- ۽ توهان مال سان بي انتها محبت ڪندا هئا.

كَلَّآ اِذَا دُكَّتِ الْاَرْضُ دَكًّا دَكًّا ۝٢٢

٢٢- ٻڌو! جڏهن زمين کي ٽڪرا ٽڪرا ڪيو ويندو①.

وَّجَآءَ رَبُّكَ وَالْمَلَكُ صَفًّا صَفًّا ۝٢٣

٢٣- ۽ تنهنجو رب اهڙي شان ② سان ايندو جو فرشتا صفون ٻڌيو بيٺا هوندا.

وَجِایْٓءَ يَوْمَىِٕذٍۭ بِجَهَنَّمَ ۙ يَوْمَىِٕذٍ يَّتَذَكَّرُ الْاِنْسَانُ وَاَنّٰى لَهُ الذِّكْرٰى ۝٢٤

٢٤- ۽ انهيءَ ڏينهن جهنم (ويجهو)③ آندو ويندو، انهيءَ عذاب جي وقت انسان چاهيندو ته نصيحت حاصل ڪري پر اهو وقت نصيحت کان پورو پورو فائدو حاصل

---

١- يعني ڪافرن ۾ قوت پئجي ويندي ۽ هو ڏار ڏار ٿي ويندا. يا مسلمان جن علائقن کي فتح ڪندا انهن جي قومن ۾ اختلاف پيدا ٿي ويندو ۽ هو گڏ ٿي مسلمانن جو مقابلو نه ڪري سگهندا.

٢- يعني جهڙوڪ قرآن ڪريم ۾ بيان آهي ته الـلّٰه تعاليٰ ۽ ان جا فرشتا جڏهن ڪافرن ڏانهن ايندا آهن ته عذاب کڻي نازل ٿيندا آهن (ڏسو سورت حشر آيت ٣- ۽ سورت بقره آيت ٢١١) اِهو ئي ان وقت ٿيندو خدا جو اچڻ ۽ فرشتن جو اچڻ ٻڌائيندو ته انهن ماڻهن تي تباهي اچڻ واري آهي جهڙوڪ بدر جي موقعي تي تاريخ جي ڪتابن ۾ اچي ٿو ته بدر جي جنگ جي موقعي تي ڪافرن فرشتا ڏٺا هئا جيڪي انهن تي تلوارون هلائي رهيا هئا ۽ ڪين پٽر هٽي رهيا هئا ۽ ڪين فرشتن جي ڏسڻ جو ايتري قدر يقين هو جو جڏهن بعد ۾ مسلمان انهن سان مليا ته انهن ڪين چيو ته جنگ جي وقت توهان جي پر ۾ هن قسم جي وردي پاتل سوار وڙهي رهيو هو ۽ ان صحابيءَ به تصديق ڪئي ته ها! مون به ڏٺو هو. معلوم ٿئي ٿو ته بدر جي موقعي تي هي ڪشف عام ڪيو ويو هو جيڪو ڪافرن به ڏٺو هو ۽ مومنن به ڏٺو هو.

٣- يعني اهو سزا جو ڏينهن هوندو، ۽ جهنم ڪافرن کي نظر اچڻ لڳندو.

① ڪرڻ جو نہ هوندو.

يَقُوْلُ يٰلَيْتَنِيْ قَدَّمْتُ لِحَيَاتِيْ ﴿٢٥﴾

**٢٥**- هُو چوندو، ڪاش مان پنهنجي (هن) زندگيءَ جي لاءِ ڪجهہ اڳتي موڪليان ② ها.

فَيَوْمَئِذٍ لَّا يُعَذِّبُ عَذَابَهٗٓ اَحَدٌ ﴿٢٦﴾

**٢٦**- پوءِ انهيءَ ڏينهن خدا جي عذاب جهڙو انهيءَ ڪي ڪو عذاب ③ نہ ڏيندو.

وَّلَا يُوْثِقُ وَثَاقَهٗٓ اَحَدٌ ﴿٢٧﴾

**٢٧**- ۽ نہ انهيءَ جي پڪڙ جهڙي ڪو بيو پڪڙ ڪندو.

يٰٓاَيَّتُهَا النَّفْسُ الْمُطْمَئِنَّةُ ﴿٢٨﴾

**٢٨**- اي نفس مطمئنہ!

ارْجِعِيْٓ اِلٰى رَبِّكِ رَاضِيَةً مَّرْضِيَّةً ﴿٢٩﴾

**٢٩**- پنهنجي رب ڏانهن موٽي آءُ ④ (انهيءَ حال ۾ جو تون انهيءَ ڪي) پسند ڪرڻ وارو بہ آهين ۽ انهيءَ جو پسنديدهہ بہ.

---

١- الٰهي ڪتابن ۾ هميشه رحم جي تعليم ڏني ويندي آهي. فرعون آخري وقت ۾ ايمان آندو تہ ان جي باري ۾ بہ اِهوئي حڪم ٿيو تہ اسان تنهنجون سيئي دعائون قبول نٿا ڪري سگهون پر تنهنجي جسم ڪي هر حالت ۾ محفوظ رکنداسين (يونس:٩٣) اِهوئي حال مڪي وارن جو ٿيو جڏهن مڪو فتح ٿيو تہ رسول ڪريم ﷺ اعلان فرمايو تہ لَا تَثْرِيْبَ عَلَيْكُمُ الْيَوْمَ جنهن جي معنيٰ اِها هئي تہ قتل ۽ موت جي عذاب ڪان بچايا ويا پر انهن ڪي اهو مقام نہ مليو جيڪو شروعاتي صحابہ ڪي مليو هو. جيئن تہ قرآن ڪريم ۾ اللّٰہ تعاليٰ فرمائي ٿو تہ جن ماڻهن فتح ڪانپوءِ ايمان آندو اهي انهن ماڻهن جي برابر نٿا ٿي سگهن جن هن ڪان اڳ ايمان آندو هو (حديد: ١١).

٢- يعني نتيجو ظاهر ٿيڻ وقت پلي اهو هن دنيا ۾ نڪري يا آخرت ۾ اُهي ئي عمل ڪم ايندا آهن جيڪي انسان اڳ ڪري چڪو آهي.

٣- يعني جڏهن خداتعاليٰ جو عذاب اچي وجي تہ پوءِ بيو ڪو عذاب ان جو مقابلو نہ ڪري سگهندو.

٤- هن ۾ ٻڌايو آهي تہ ڪامل تسلي خداتعاليٰ جي وصال سان حاصل ٿيندي آهي. ۽ وصال ان جو نالو آهي تہ اللّٰہ تعاليٰ جي طرفان جيڪا تقدير ظاهر ٿئي انسان ان ڪي پسند ڪري ۽ انسان جيڪو ڪم ڪري اهو خدا ڪي پيارو لڳي.

فَادۡخُلِیۡ فِیۡ عِبٰدِیۡ ۝۳۰ — ۳۰-پوءِ (تنهنجو رب توکي چوي ٿو ته) آءُ منهنجي (خاص) ٻانهن ۾ داخل① ٿي وڃ.

وَ ادۡخُلِیۡ جَنَّتِیۡ ۝۳۱ ع — ۳۱-ءِ (اچ) منهنجي جنت ۾به داخل ٿي وڃ.

## سُوۡرَةُ الۡبَلَدِ مَکِّیَّةٌ وَّ هِیَ مَعَ الۡبَسۡمَلَةِ اِحۡدٰی وَ عِشۡرُوۡنَ اٰیَةً وَّ رُکُوۡعٌ

سورت بلد - هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ايڪيهه آيتون آهن.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ ۝۱ — ۱-(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

لَاۤ اُقۡسِمُ بِهٰذَا الۡبَلَدِ ۝۲ — ۲-ٻڌو! توهانجي ڳالهه غلط آهي مان هن شهر (مڪي) کي تنهنجي سچائي طور پيش ڪيان ٿو②.

وَ اَنۡتَ حِلٌّۢ بِهٰذَا الۡبَلَدِ ۝۳ — ۳-۽ (چوان ٿو ته اي محمد) تون (هڪ ڏينهن) وري هن شهر (مڪي) ۾ واپس اچڻو آهين.

وَ وَالِدٍ وَّ مَا وَلَدَ ۝۴ — ۴-۽ پيءُ ③ کي به ۽ پٽ کي به (شاهديءَ

---

۱-جڏهن انسان مٿي ڄاڻايل مقام تي پهچي ويندو آهي ته اللّٰه تعاليٰ فرمائيندو آهي تون منهنجي خاص ٻانهن ۾ داخل ٿي ويو آهين جيڪي لازمي طور تي جنت ۾ ويندا ۽ جڻ ته پنهنجي حالات ذريعي جنت انهن کي سڏ ڪري رهي هوندي آهي.

۲- يعني ان کي گواهي جي طور تي پيش ڪريان ٿو.

۳-هن جڳهه تي پيءُ ۽ پٽ مان مراد حضرت ابراهيم ۽ حضرت اسماعيل عليهم السلام آهن جن مڪو ٺاهيو هو. اهي ٻئي به محمد رسول اللّٰه ﷺ جي سچائيءَ جا گواهه آهن. ڇاڪاڻ ته ٻنهي مڪي

طور پيش ڪيان ٿو).

لَقَدۡ خَلَقۡنَا الۡاِنۡسَانَ فِىۡ كَبَدٍؕ﴿۵﴾
۵-اسان يقيناً انسان کي محنت① جي تابع بڻايو آهي.

اَيَحۡسَبُ اَنۡ لَّنۡ يَّقۡدِرَ عَلَيۡهِ اَحَدٌ ﴿۶﴾
۶-ڇا هو گمان ڪري ٿو ته انهيءَ تي ڪنهن جو زور نه هلندو②.

يَقُوۡلُ اَهۡلَكۡتُ مَالًا لُّبَدًاؕ﴿۷﴾
۷-هوچوي ٿو ته مون ته مال جا ڍير لُٽائي ڇڏيا آهن③.

اَيَحۡسَبُ اَنۡ لَّمۡ يَرَهٗۤ اَحَدٌؕ﴿۸﴾
۸-ڇا هو سمجهي ٿو ته انهيءَ کي ڪو ڏسڻ وارو نه آهي④.

اَلَمۡ نَجۡعَلۡ لَّهٗ عَيۡنَيۡنِۙ﴿۹﴾
۹-ڇا اسان انهيءَ لاءِ ٻه اکيون پيدا نه ڪيون⑤؟

---

**(باقي حاشيو)** جو بنياد رکندي چيو هو ته هن ۾ پاڪ ڪرڻ وارا ماڻهو اچي رهن. پر محمد رسول اللّٰهﷺ جي زماني ۾ اتي مشرڪ رهن پيا. ان ڪري ضروري هو ته محمد رسول اللّٰهﷺ فتح ماڻين ۽ ابراهيم ۽ اسماعيل عليهم السلام جي پيشگوئي به پوري ٿي وڃي ۽ مڪو به پاڪ ٿي وڃي.

۱-يعني مڪو سَوَلائيءَ سان فتح نه ٿيندو بلڪ ان لاءِ وڏيون محنتون ڪرڻيون پونديون جنگي ڪاهون به ۽ تبليغ به.

۲-ان مان مراد مڪي وارا آهن ۽ ان طرف اشارو ڪيو ويو آهي ته هو هي سمجهن ٿا آهن ته اسان تي ڪو غالب نٿو ٿي سگهي پر اِهو ڪوڙ آهي.

۳-يعني ڀلي هو دنيا جي دولت ڍيرن جا ڍير به اسلام جي مقابلي ۾ لُٽائي ڇڏين. پوءِ به اسلام ئي غالب ايندو ۽ اهي ناڪام رهندا.

۴-يعني نتيجا ته خداتعاليٰ پيدا ڪندو آهي. دنيا جي سامانن سان نتيجا ناهن نڪرندا. ان ڪري جڏهن خدا ڏسي رهيو آهي ته انهن جي دلين ۾ شرڪ ۽ ڪفر آهي ۽ هو سڀ نيڪ عمل ڏيکاءَ لاءِ ڪندا آهن ته يقيناً انهن جي نيڪ نظر اچڻ وارن عملن جي نتيجي ۾ ڪين سُک نه ڏيندو بلڪ ڪين عذاب ئي ڏيندو.

۵-يعني دل جون اکيون- جن سان هو سچائيءَ کي سمجهي سگهي ٿو.

| | |
|---|---|
| وَلِسَانًا وَّشَفَتَيۡنِ ﴿١٠﴾ | ١٠- ۽ زبان ۽ ٻه چپ ٻه (پيدا نه ڪيا ؟①) |
| وَهَدَيۡنٰهُ النَّجۡدَيۡنِ ﴿١١﴾ | ١١-پوءِ اسان انهيءَ کي (هدايت ۽ گمراهيءَ جا) ٻئي رستا ٻڌائي ڇڏيا آهن②. |
| فَلَا اقۡتَحَمَ الۡعَقَبَةَ ﴿١٢﴾ | ١٢-(مگر) هو وري به چوٽيءَ تي نه چڙهيو ③. |
| وَمَاۤ اَدۡرٰىكَ مَا الۡعَقَبَةُ ﴿١٣﴾ | ١٣-توکي ڪنهن ٻڌايو ته چوٽيءَ ڇا (آهي ۽ ڪهڙي شيءِ جو نالو) آهي؟ |
| فَكُّ رَقَبَةٍ ﴿١٤﴾ | ١٤- (چوٽيءَ تي چڙهڻ غلام جي) گردن ڇڏائڻ آهي. |
| اَوۡ اِطۡعٰمٌ فِىۡ يَوۡمٍ ذِىۡ مَسۡغَبَةٍ ﴿١٥﴾ | ١٥- يا بُک جي ڏينهن کاڌو کارائڻ آهي. |
| يَّتِيۡمًا ذَا مَقۡرَبَةٍ ﴿١٦﴾ | ١٦- يتيم کي، جيڪو مائٽ④ هجي. |

١- يعني زبان ۽ چپن سان پنهنجن شڪن جو اظهار ڪري ۽ اهڙي طرح پنهنجي دل کي پاڪ ڪري.

٢- يعني قرآن ڪريم کولي ٻڌائي ڇڏيو آهي ته هدايت ڇا آهي ۽ گمراهي ڇا آهي ان ڪانپوءِ به جيڪڏهن هو گمراهيءَ ڏانهن وڃي ته ان جو پنهنجو ڏوهه آهي. ڇاڪاڻ ته هن کي خداتعاليٰ اندريون اکيون به ڏئي ڇڏيون آهن ۽ جيڪڏهن اک سان ڪا شيءِ نظر نه اچي ته زبان ۽ چپن سان پڇي هو پنهنجا شڪ ختم ڪري سگهي ٿو ۽ اهڙي طرح هن سڀئي عذر ختم ڪري ڇڏيا ۽ ڪلام الٰهي نازل ڪري انهن تي کولي ڇڏيو آهي ته هدايت ڇا آهي ۽ گمراهي ڇا آهي. روحاني اکيون ڏئي انهن کي ان ڳالهه جي توفيق ڏئي ڇڏي آهي ته هو ڪلام الٰهي جون خوبيون سڃاڻي سگهن ۽ زبان ۽ هدايت ڏئي ان قابل بڻائي ڇڏيو آهي ته جيڪڏهن ڪلام الٰهيءَ جو ڪو حصو سمجهه ۾ نه اچي ته ٻين کان پڇي ان جو مطلب سمجهي وٺن.

٣- يعني ايتري قدر نيڪ سامانن ڪانپوءِ به ڪافر انسان ترقيءَ جي چوٽيءَ تي نه چڙهيو بلڪ گمراهيءَ جي کڏ ۾ ڪريو پيو رهيو.

٤- يعني روحاني ترقيون تڏهن ملنديون آهن جڏهن انسان دنيا مان غلاميءَ کي ختم ڪري يا دنيا مان غربت ختم ڪري ۽ اهڙي طرح يتيمن ۽ مسڪينن جو بندوبست ڪري.

اَوۡ مِسۡكِيۡنًا ذَا مَتۡرَبَةٍ ؕ﴿۱۷﴾

١٧-يا مسڪين کي جيڪو زمين تي ڪريل هجي①.

ثُمَّ كَانَ مِنَ الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا وَتَوَاصَوۡا بِالصَّبۡرِ وَتَوَاصَوۡا بِالۡمَرۡحَمَةِ ؕ﴿۱۸﴾

١٨-پوءِ (چوٽيءَ تي چڙهڻ اِهو هو ته انهن ڪمن ڪانسواءِ) هيءُ انهن مان بڻجي وڃي ها جن ايمان آندو ۽ (جن) هڪ ٻئي کي صبر جي نصيحت ڪئي ۽ هڪ ٻئي کي رحم ڪرڻ جي نصيحت ڪئي ②.

اُولٰٓئِكَ اَصۡحٰبُ الۡمَيۡمَنَةِ ؕ﴿۱۹﴾

١٩-اهي ئي ماڻهو ته برڪت وارا هوندا.

وَالَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا بِاٰيٰتِنَا هُمۡ اَصۡحٰبُ الۡمَشۡئَمَةِ ؕ﴿۲۰﴾

٢٠-۽ جن اسانجي آيتن جو ڪفر ڪيو اهي ڪم بختيءَ وارا هوندا.

عَلَيۡهِمۡ نَارٌ مُّؤۡصَدَةٌ ﴿۲۱﴾ ع

٢١-انهن تي بنيءَ جي باهه (جي سزا) نازل ٿيندي.

## سُوۡرَةُ الشَّمۡسِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الۡبَسۡمَلَةِ سِتَّ عَشۡرَةَ اٰيَةً وَّ رُكُوۡعٌ

سورت شمس- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم الله سميت هن جون سورنهن آيتون آهن.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ ﴿۱﴾

١-(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد

١-يعني اهڙو مسڪين جنهن جو ڪو مددگار نه هجي چاڪاڻ ته جنهن جادوست هوندا آهن اهو جيڪڏهن زمين تي ڪري پوي ته ان جا دوست ان کي ڪٽي اُٿاريندا آهن هي مسڪين جنهن کي اٿارڻ مسلمانن جو فرض آهي اهڙو مسڪين آهي جنهن جو ڪو به مددگار نه هوندو آهي. اهو جيڪڏهن ڪري پوندو آهي ته انکي کڻڻ وارو ڪو به نه هوندو آهي.

٢-چوٽيءَ تي چڙهڻ جي ڪجهه وضاحت مٿي ڪئي وئي آهي هاڻي انهيءَ ۾ واڌارو فرمائي ٿو ۽ ٻڌائي ٿو ته صرف نيڪ عمل فائدو ناهن ڏيندا جيستائين انسان ايمان نه آڻي ۽ صرف پنهنجي ايمان آڻڻ تي بس نه ڪري بلڪ ٻين کي به ايمان آڻڻ ۽ صالح عمل ڪرڻ جي تلقين ڪندو رهي.

ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانئو).

وَالشَّمۡسِ وَضُحٰهَا ۝۲ ۲-مان سج ① کي شاهديءَ طور پيش ڪيان ٿو، ۽ سوجهري جي وقت کي، جڏهن اهو اپرڻ ڪانپوءِ اوچو ٿي ويندو آهي.

وَالۡقَمَرِ اِذَا تَلٰهَا ۝۳ ۳-۽ چنڊ کي جڏهن اهو سج جي پويان ايندو آهي ②.

وَالنَّهَارِ اِذَا جَلّٰهَا ۝۴ ۴-۽ ڏينهن ③ کي (به شاهديءَ طور پيش ڪيان ٿو) جڏهن هُو(سج) کي ظاهر ڪري ڇڏي ٿو.

وَالَّيۡلِ اِذَا يَغۡشٰهَا ۝۵ ۵-۽ رات ④ کي به (شاهديءَ طور پيش ڪيان ٿو) جڏهن اها انهيءَ (سج) جي روشنيءَ کي اکين ڪان اوٽ ۾ ڪري ڇڏي ٿي.

وَالسَّمَآءِ وَمَا بَنٰهَا ۝۶ ۶-۽ آسمان ⑤ کي ۽ اُن جي بڻائي

---

۱-يعني محمد رسول اللّٰهﷺ کي اسلام جي سچائيءَ جو گواهه پيش ڪريان ٿو. ڇاڪاڻ ته هو پنهنجي اُپرڻ ڪانپوءِ هينئين حالت ڪان وڌي اعلٰي حالت تائين پهچي ويندا ۽ هڪ سدائين قائم رهڻ وارو ڪتاب دنيا جي آڏو پيش ڪري پنهنجو پاڻ کي سچ ثابت ڪندا.

۲- يعني مان ان مجددن ۽ مامورن کي به محمدرسول اللّٰهﷺ جي صداقت جي ثبوت ۾ پيش ڪريان ٿو. جيڪي پاڻ سڳورن ڪان پوءِ ايندا ڇاڪاڻ ته اهي جيڪو ڪجهه حاصل ڪندا محمد رسول اللّٰهﷺ جي پنيان اچڻ يعني سندن پيروي جي ڪارڻ حاصل ڪندا.

۳-هِن جڳهه ڏينهن کي گواهه جي طور تي پيش ڪيو ويو آهي جڏهن هو سج کي ظاهر ڪري ڇڏيندو آهي. مراد هيءَ آهي ته جڏهن اسلام جي ترقيءَ جو زمانو ايندو جيڪو ڏينهن جهڙو هوندو محمد رسول اللّٰهﷺ جو وجود درجي بدرجي ظاهر ٿيندو ويندو.

۴-يعني اُن وقت جڏهن ڪفر ۽ الحاد دنيا ۾ پکڙجي ويندا. اُن وقت محمد رسول اللّٰهﷺ جو نور دنيا جي نظرن ڪان اوٽ ۾ ٿي ويندو.

۵-هن آيت ۾ هي ٻڌايو ويو آهي ته بيشڪ اسلام جي ظاهري ترقي محمد رسول اللّٰهﷺ جي نور

وجڻ ڪي ٿو.

وَالْاَرْضِ وَمَا طَحٰهَا ⑦

٧- ۽ زمين ڪي ٿو ۽ انهيءَ جي وڇائي وجڻ ڪي ٿو (شاهديءَ طور پيش ڪيان ٿو).

وَنَفْسٍ وَّمَا سَوّٰىهَا ⑧

٨- ۽ انساني نفس ڪي ٿو ۽ انهيءَ جي بي عيب بڻائي وجڻ ڪي ٿو① (شاهديءَ طور پيش ڪيان ٿو).

فَاَلْهَمَهَا فُجُوْرَهَا وَتَقْوٰىهَا ⑨

٩- تہ انهيءَ (الـلّٰــه) نفس تي انهيءَ جي بدڪاريءَ (جي راهن ڪي ٿو) ۽ انهيءَ جي تقويٰ (جي رستن) ڪي ٿو چڱيءَ طرح ڪولي چڏيو آهي.

قَدْ اَفْلَحَ مَنْ زَكّٰىهَا ⑩

١٠- پوءِ جنهن انهيءَ (نفس) ڪي پاڪ ڪيو اُهو تہ (سمجهو تہ) پنهنجي مقصد ڪي حاصل ڪري چڪو.

وَقَدْ خَابَ مَنْ دَسّٰىهَا ⑪

١١- ۽ جنهن انهيءَ ڪي (مٽيءَ ۾) پوري چڏيو (سمجهو تہ) اهو نامراد ٿي ويو.

كَذَّبَتْ ثَمُوْدُ بِطَغْوٰىهَآ ⑫

١٢- ثمود پنهنجي حد کان وڌيل سرڪشيءَ جي سببان (زماني جي نبيءَ ڪي) ڪوڙو ڪيو.

---

**(باقي حاشيو)** ڪي ظاهر ڪندي ۽ اسلام جو زوال محمد رسول الـلّٰــه ﷺ جي نور ڪي ماٺهن جي نظرن کان لڪائي چڏيندو. پر آسمان جو وجود ۽ ان ڪي ٺاهڻ جي حڪمت ٻڌائي رهي آهي تہ صداقت هميشه غالب ٿيندي رهندي. پلي هن دنيا ۾ يا اڳين جهان ۾ ان ڪري وقتي ڪاميابين سان خوش نہ ٿيڻ گُهرجي ۽ وقتي بندشن کان گهبرائڻ نہ کپي.

١- هن آيت ۾ هن طرف اشارو ڪيو ويو آهي تہ انساني فطرت اللّٰه تعاليٰ پاڪ بڻائي آهي ان ڪري اِهو ٿي نٿو سگهي تہ سڄي دنيا يا دنيا جو ڪجهہ حصو هميشه لاءِ هدايت کان محروم ٿي وڃي. ڪجهہ عرصي لاءِ سڄي دنيا هدايت ماٺيندي. ۽ انسانن جو ڪجهہ حصو هميشه لاءِ هدايت ماٺيندو. جهڙوڪ محمد رسول اللّٰه ﷺ ۽ سندن خاص پوئلڳ.

| | |
|---|---|
| اِذِ انْۢبَعَثَ اَشْقٰىهَا ۝١٢ | ١٣- انهيءَ وقت جڏهن انهيءَ جي قوم مان سڀ کان وڏو بد بخت انهيءَ (زماني جي نبيءَ) جي مخالفت جي لاءِ کڙو ٿيو. |
| فَقَالَ لَهُمْ رَسُوْلُ اللّٰهِ نَاقَةَ اللّٰهِ وَسُقْيٰهَا ۝١٤ | ١٤- تنهن تي انهيءَ (يعني ثمود جي قوم) کي الله جي رسول (صالح) چيو ته الله جي لاءِ وقف ٿيل ڏاچيءَ کان بچندا رهو ۽ اهڙيءَ طرح انهيءَ جي پاڻي پيارڻ جي معاملي ۾ به هر قسم جي سرڪشيءَ کان باز اچو. |
| فَكَذَّبُوْهُ فَعَقَرُوْهَا ۙ فَدَمْدَمَ عَلَيْهِمْ رَبُّهُمْ بِذَنْۢبِهِمْ فَسَوّٰىهَا ۝١٥ | ١٥-پر انهن انهيءَ (نبيءَ) جي ڳالهه نه مڃي بلڪ انهيءَ کي ڪوڙو ڪري ڇڏيو ۽ (اُها) ڏاچي (جنهن کان بچي رهڻ جو ڪين حڪم ڏنو ويو هو انهيءَ) جون کُچون ڪپي ڇڏيائون جنهن جي سببان الله انهن کي خاڪ ۾ ملائڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو ۽ اهڙيون تدبيرون ڪيون جو ائين ٿي به ويو. |
| وَلَا يَخَافُ عُقْبٰهَا ۝١٦ ع | ١٦-۽ هو (اهڙيءَ طرح) انهن (مڪي وارن) جي انجام جي به پرواهه نه ڪندو. |

سُوْرَةُ الَّيْلِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ اثْنَتَانِ وَ عِشْرُوْنَ اٰيَةً وَّ رُكُوْعٌ

سورت ليل- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم الله سميت هن جون ٻاويهه آيتون آهن.

| | |
|---|---|
| بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ۝١ | ١-(مان) اللّٰــه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو). |
| وَالَّيْلِ اِذَا يَغْشٰى ۝٢ | ٢-مان رات کي شاهديءَ طور پيش ڪيان |

تو جڏهن اها ڍڪي ① ڇڏي.

وَالنَّهَارِ اِذَا تَجَلّٰى ③

٣- ۽ ڏينهن ② کي به (مان شاهديءَ طور پيش ڪيان ٿو) جڏهن اهو چڱيءَ طرح روشن ٿي وڃي.

وَمَا خَلَقَ الذَّكَرَ وَالْاُنْثٰٓى ④

٤-۽ نر ۽ ماديءَ ③ جي پيدائش کي به (شاهديءَ طور پيش ڪيان ٿو).

اِنَّ سَعْيَكُمْ لَشَتّٰى ⑤

٥-ته توهان ④ جون ڪوششون يقيناً مختلف آهن.

فَاَمَّا مَنْ اَعْطٰى وَاتَّقٰى ⑥

٦-پوءِ جنهن (خدا جي راهه ۾) ڏنو ۽ تقويٰ اختيار ڪئي.

وَصَدَّقَ بِالْحُسْنٰى ⑦

٧-۽ نيڪ ڳالهه جي تصديق ڪئي.

فَسَنُيَسِّرُهٗ لِلْيُسْرٰى ⑧

٨- انهيءَ کي ته اسان ضرور آسانيءَ (جا موقعا) مهيا ڪنداسين.

وَاَمَّا مَنْ بَخِلَ وَاسْتَغْنٰى ⑨

٩-۽ اهڙو (شخص) جنهن بخل کان ڪم ورتو ۽ بي پرواهيءَ جو اظهار ڪيو

وَكَذَّبَ بِالْحُسْنٰى ⑩

١٠-۽ نيڪ ڳالهه کي ڪوڙو ڪيو.

---

١-يعني جڏهن به دنيا ۾ مذهب جي لحاظ سان اونداهه ٿي ويندو آهي جيڪڏهن ڪو غور سان ڏسي ته ان کي معلوم ٿي ويندو ته اُهي ئي ڏينهن هوندا آهن جڏهن دنيا مجددن ۽ مامورن کان خالي ٿي ويندي آهي.

٢-يعني جڏهن به دنيا ۾ نيڪيءَ ۽ پاڪائيءَ جو دور اچي ته غور ڪرڻ سان صاف معلوم ٿي ويندو ته ان زماني ۾ مجددن ۽ مامورن ڪوشش ڪري اسلام جو نور ماڻهن جي دلين ۾ داخل ڪري ڇڏيو آهي.

٣-يعني انسانن مان ڪي اهڙا ماڻهو هوندا آهن جيڪي ماڻهن کي هدايت ڏيندا آهن ۽ ڪي ماڻهو اهڙا هوندا آهن جو انهن جي تبليغ سان هدايت حاصل ڪندا آهن يعني ماديءَ جي حيثيت رکندا آهن.

٤-يعني مسلمانن ۽ ڪافرن جون ته هڪ هدايت لاءِ ڪوشش ڪري رهيو آهي ۽ ٻيو گمراهيءَ لاءِ.

| | |
|---|---|
| فَسَنُيَسِّرُهٗ لِلْعُسْرٰى ⑪ | **١١**-انهيءَ کي اسان تڪليف (جو سامان) مهيا ڪنداسين. |
| وَمَا يُغْنِيْ عَنْهُ مَالُهٗٓ اِذَا تَرَدّٰى ⑫ | **١٢**-۽ جڏهن هوهلاڪ ٿيندو ته انهيءَ جو مال انهيءَ کي ڪو فائدو نه پهچائيندو. |
| اِنَّ عَلَيْنَا لَلْهُدٰى ⑬ | **١٣**-هدايت ڏيڻ يقيناً اسانجي ئي ذمي آهي. |
| وَاِنَّ لَنَا لَلْاٰخِرَةَ وَالْاُوْلٰى ⑭ | **١٤**-۽ هر ڳالهه جي انتها ۽ ابتدا به يقيناً اسانجي ئي اختيار ۾ آهي. |
| فَاَنْذَرْتُكُمْ نَارًا تَلَظّٰى ⑮ | **١٥**-پوءِ (ياد رکو ته) مون (ته) توهانکي هڪ ڀڙڪندڙ باهه کان هوشيار ڪري ڇڏيو آهي. |
| لَا يَصْلٰىهَآ اِلَّا الْاَشْقَى ⑯ | **١٦**-انهيءَ ۾ سواءِ ڪنهن وڏي بدبخت جي ڪو داخل نه ٿيندو. |
| الَّذِيْ كَذَّبَ وَتَوَلّٰى ⑰ | **١٧**-(اهڙو بدبخت) جنهن (حق کي) ڪوڙو ڪيو ۽ (سچ کان) منهن ڦيري ڇڏيو. |
| وَسَيُجَنَّبُهَا الْاَتْقَى ⑱ | **١٨**-۽ جيڪو وڏو متقي هوندو اهو ضرور انهيءَ کان پري رکيو ويندو. |
| الَّذِيْ يُؤْتِيْ مَالَهٗ يَتَزَكّٰى ⑲ | **١٩**- (اهڙو① متقي) جيڪو پنهنجو مال (انهيءَ ڪري خدا جي راهه ۾) ڏئي ٿو ته (انهيءَ مان) پاڪائي حاصل ڪري. |
| وَمَا لِاَحَدٍ عِنْدَهٗ مِنْ نِّعْمَةٍ تُجْزٰٓى ⑳ | **٢٠**-۽ ڪنهن جو انهيءَ تي ڪو احسان ناهي هوندو جنهن جو بدلو لاهڻ جو انهيءَ کي خيال هجي. |

١-يعني جنهن جو ذڪر ارڙهين آيت ۾ ڪيو ويو آهي جيڪو پنهنجو مال ان ڪري خدا جي واٽ ۾ ڏيندو آهي ته ان سان پاڪائي حاصل ڪري ۽ ڪنهن جو ان تي ڪو پراڻو احسان نه هوندو آهي جنهن جو ٿورو لاهڻ جو ان کي خيال هجي.

اِلَّا ابْتِغَآءَ وَجْهِ رَبِّهِ الْاَعْلٰى ۝٢١
**٢١**-ها پر پنهنجي عاليشان رب جي خوشنودي حاصل ڪرڻ (هن جو مقصد هوندو آهي).

وَلَسَوْفَ يَرْضٰى ۝٢٢
**٢٢**-۽ اهو (خدا) ضرور انهيءَ کان راضي ٿي ويندو.

سُوْرَةُ الضُّحٰى مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ اثْنَتَا عَشْرَةَ اٰيَةً وَّ رُكُوْعٌ

سورت ضحيٰ- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ٻارنهن آيتون آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ۝١
**١**-(مان) اللّٰــه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

وَالضُّحٰى ۝٢
**٢**-مان ڏينهن کي شاهديءَ طور پيش ڪيان ٿو، جڏهن اُهو روشن ① ٿي وڃي.

وَالَّيْلِ اِذَا سَجٰى ۝٣
**٣**-۽ رات کي (شاهديءَ طور پيش ڪيان ٿو) جڏهن انهيءَ جي اونداهي چئوطرف ② پکڙجي وڃي.

مَا وَدَّعَكَ رَبُّكَ وَمَا قَلٰى ۝٤
**٤**-۽ نه تنهنجي رب توکي ڇڏيو آهي③ ۽ نه توکان ناراض ٿيو آهي.

وَلَلْاٰخِرَةُ خَيْرٌ لَّكَ مِنَ الْاُوْلٰى ۝٥
**٥**-۽ (ڏس ته سهي ته) تنهنجي هر پويان

١-يعني جڏهن به اسلام کي ترقي حاصل ٿيندي محمد رسول اللّٰه ﷺ جي سچائي ظاهر ٿي ويندي.

٢-يعني جڏهن به دين ۾ هڪ ڊگهي ڪمزوري پيدا ٿيندي هي ثابت ٿي ويندو ته محمد رسول اللّٰه ﷺ جي نور ۾ ڪجهه رڪاوٽون پيدا ٿي ويون آهن.۽ ان ڪري دنيا سندن نور کان فائدو نٿي وٺي.

٣-ان ۾ ٻڌايو ويو آهي ته دنيا ۾ اونداهيءَ جو اچڻ ان ڳالهه جو ثبوت نه هوندو ته محمد رسول اللّٰــه ﷺ ڪوڙا آهن بلڪ ان ڳالهه جو ثبوت هوندو ته انسان بد ٿي ويو آهي ۽ ان جي اصلاح جي لاءِ نئون سج اُڀرڻ وارو آهي جيڪو وري اسلام کي غالب ڪري ڇڏيندو.

اجھ واري گھڙي پهرينءَ کان بهتر ① هوندي آهي.

وَلَسَوْفَ يُعْطِيْكَ رَبُّكَ فَتَرْضٰى ﴿٦﴾

٦-۽ ضرور تنهنجو رب توکي (اهو ڪجهه) ڏئي رهندو جنهن تي تون خوش ② ٿي ويندين.

اَلَمْ يَجِدْكَ يَتِيْمًا فَاٰوٰى ﴿٧﴾

٧-ڇا (هن زندگيءَ ۾ انهي جو سلوڪ توسان غير معمولي نه رهيو آهي ۽) انهيءَ توکي يتيم ڏسي (پنهنجي ڇانو ۾) جڳهه نه ڏني آهي.

وَوَجَدَكَ ضَآلًّا فَهَدٰى ﴿٨﴾

٨-۽ (جڏهن) انهيءَ توکي (پنهنجي قوم جي محبت ۾) سرشار③ ڏٺو ته (انهن جي اصلاح جو) صحيح رستو توکي ٻڌائي ڇڏيو.

وَوَجَدَكَ عَآئِلًا فَاَغْنٰى ﴿٩﴾

٩-۽ جڏهن توکي وڏي عيال وارو ڏٺو ته (پنهنجي فضل سان) آسودو ڪري ڇڏيو.

فَاَمَّا الْيَتِيْمَ فَلَا تَقْهَرْ ﴿١٠﴾

١٠-پوءِ (انهن احسانن جي نتيجي ۾) تون به يتيمن کي ستائهون ڪرڻ ۾ لڳو رهه④.

---

١-يعني جڏهن به دنيا ۾ ڪا خرابي پيدا ٿيندي آهي الله تعاليٰ تنهنجي تائيد ڪرڻ وارا ماڻهو بيهاري ڇڏيندو آهي ۽ قيامت تائين بيهاريندو رهندو. هي ان ڳالهه جو ثبوت هوندو ته تون سچو آهين.

٢- مطلب هي آهي ته جڏهن آخر تائين توکي سوڀ ئي ملندي ويندي ته تنهنجي خوشيءَ ۾ ڪهڙو شڪ آهي.

٣-هتي ضَآلٌّ جو لفظ آهي مفسرن لکيو آهي ته ان جي هيءَ معنيٰ آهي ته تون گمراهه هئين اسان توکي هدايت ڏني.پر لغت ۾ضَلَّ جي معنيٰ محبت ۾ سرشار ٿيڻ جي به آهي (ڏسو مفردات امام راغب) ۽ اِها ئي معنيٰ رسول ڪريم ﷺ جي شان جي مطابق آهي. يعني اي رسول! تون پنهنجي قوم جي هدايت جي خواهش ۾ سرشار هئين ان ڪري اسان توکي اهو رستو ٻڌائي ڇڏيو. جنهن سان تون قوم جي اصلاح ڪري سگهين.

٤-يعني انهن جي حالت اهڙي نه هجي جو هو سمجهن ته اسان ماڻهن جي صدقن سان پلجي

وَاَمَّا السَّآئِلَ فَلَا تَنْهَرْ ⑩
١١- ۽ سواليءَ کي تون ڇڙٻ نه ڏي.

وَاَمَّا بِنِعْمَةِ رَبِّكَ فَحَدِّثْ ⑪ ع ١٢/١٨
١٢- ۽ تون پنهنجي رب جي نعمت جو ضرور اظهار ڪندو رهه①.

سُوْرَةُ اَلَمْ نَشْرَحْ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ تِسْعُ اٰيَاتٍ وَّ رُكُوْعٌ

سورت الم نشرح- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون نو آيتون آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①
١-(مان) اللّٰــه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

اَلَمْ نَشْرَحْ لَكَ صَدْرَكَ ②
٢-ڇا اسان تنهنجي لاءِ تنهنجي سيني کي کولي نا هي ڇڏيو.

وَوَضَعْنَا عَنْكَ وِزْرَكَ ③
٣-۽ تنهنجي انهيءَ بوجهه کي تو تان لا هي اُڇلائي نا هي ڇڏيو.

الَّذِيْٓ اَنْقَضَ ظَهْرَكَ ④
٤-اهڙو بوجهه ②،جنهن تنهنجي چيلهه

(باقي حاشيو) رهيا آهيون. جنهن سان اُنهن جي همت ختم ٿي وڃي. بلڪ ماڻهو ڪين پنهنجي مائٽن وانگر پالين جنهن سان سندن حوصلو بلند رهي. جهڙوڪ محمد رسول اللّٰــه ﷺ سان ٿيو ته جيتوڻيڪ پاڻ يتيم هئا پر ڪين سندن ڏاڏي ۽ چاچي پٽن ڪان به ڇڱو رکيو ان ڪري فرمائي ٿو ته اهڙي ڪوشش ڪر ته ماڻهو يتيمن کي مائٽن ۽ پيارن وانگر سمجهن ۽ يتيمن جي جذبن کي ڪڏهن ڇيهو نه رسي بلڪ اُهي هميشه بلند ٿيندا رهن.

١ ـ دنياوي نعمت ته بيشڪ پاڻ سڳورن کي بادشاهه بڻجڻ ڪانپوءِ تمام گهڻي ملي وئي هئي.جنهن جو اظهار پاڻ مسلمان رعايا جي امداد جي ذريعي ڪندا هئا. پر هن جڳهه خاص طور تي هي ذڪر آهي ته خداتعاليٰ جيڪا قرآن جي نعمت تو تي نازل ڪئي آهي اُها سڄي دنيا کي پهچائيندو رهه جهڙوڪ ٻي جاءِ تي قرآن مجيد ۾ اللّٰه تعاليٰ فرمائي ٿو ته وَاِنْ اَحَدٌ مِّنَ الْمُشْرِكِيْنَ اسْتَجَارَكَ فَاَجِرْهُ حَتّٰى يَسْمَعَ كَلَامَ اللّٰهِ ثُمَّ اَبْلِغْهُ مَاْمَنَهٗ ــ الخ (سورت توبه:٦)

٢ـيعني ڪامل شريعت توتي نازل ڪري ڇڏي آهي ته جيئن خدا جي هدايت جي روشني ۾ هلو

وَرَفَعۡنَا لَكَ ذِكۡرَكَ ۝٥
۵-۽ تنهنجي ذڪر کي به اسان بلند ڪري ڇڏيو آهي.

فَاِنَّ مَعَ الۡعُسۡرِ يُسۡرًا ۝٦
٦-پوءِ (ياد رک ته) انهيءَ تنگيءَ سان گڏ هڪ وڏي ڪاميابي مقدر آهي.

اِنَّ مَعَ الۡعُسۡرِ يُسۡرًا ۝٧
٧-(ها) يقيناً انهيءَ تنگيءَ سان هڪ (ٻي به) وڏي ڪاميابي ② (مقدر) آهي.

فَاِذَا فَرَغۡتَ فَانۡصَبۡ ۝٨
٨-پوءِ جڏهن (به) تون فارغ ③ هجين ته (خداتعاليٰ سان ملڻ جي لاءِ) وري ڪوشش ۾ لڳي وڃ.

وَاِلٰى رَبِّكَ فَارۡغَبۡ ۝٩ ع ١٩
٩-۽ تون پنهنجي رب ڏانهن متوجه ٿيءُ.

**(باقي حاشيو)**۽ حيران نه ٿيو.

١-پاڻ سڳورا انهيءَ گهبراهٽ ۾ غار حرا ويندا هئا ته مان پنهنجي عقل سان خداتعاليٰ کي ماڻڻ ۽ قوم جي اصلاح ۾ ڪيئن ڪامياب ٿي سگهندس.خداتعاليٰ پنهنجي خاص هدايت يعني قرآن مجيد جي ذريعي گهبراهٽ کي ختم ڪري ڇڏيو جهڙوڪ سورت علق ۾ تفصيل اچي ٿي.

٢-يُسُر يعني ڪاميابيءَ جو لفظ نڪره بيان ڪيو آهي ۽ هن طرف اشارو ڪيو آهي ته اها بار بار ايندي پر عُسُر يعني ڏکيائيءَ کي معرفه بيان ڪيو آهي يعني اُها هڪ مقرر وقت تائين رهي ختم ٿي ويندي. ان آيت ۾ هيءَ پيشگوئي ڪئي وئي آهي ته رسول ڪريم ﷺ کي ڪا تڪليف اهڙي نه ايندي جيڪا جٽاء دار چوائي سگهي. پر آرام جون گهڙيون اهڙيون ايندڙ جيڪي جٽادار چوائي سگهن ٿيون. جيئن ته مڪي ۽ عرب جا ماڻهو اُنن سالن جي عرصي ۾ تباهه ٿي ويا پر رسول ڪريم ﷺ جڏهن مڪو فتح ڪيو ۽ اسلامي حڪومت جو بنياد پيو ۽ مسلمانن جي لاءِ سَوَلائيءَ جو رستو کليو, ته هيءَ حڪومت مختلف نمونن ۾ بدلجندي چوڏهين صدي هجريءَ تائين آئي بلڪ هاڻي پاڪستان جي صورت ۾ بدلجي وئي آهي ۽ خدائي چاڻي ٿو ته ڪيتريون صديون اجان هلندي.

٣-يعني جڏهن به حڪومت جي معاملن ۽ مسلمانن جي تعليم مان واندو ٿيئن ته روحاني سير ۾ لڳي وڃ ڇاڪاڻ ته ا هو تنهنجو اڻ کُٽ سفر آهي ان کان واندو ٿيڻ جو ڪو سوال ئي ناهي.

سُوْرَةُ التِّيْنِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِىَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ تِسْعُ اٰيَاتٍ وَّ رُكُوْعٌ

سورت تين- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون نو آيتون آهن.

بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ ۝

١-(مان) اللّٰـــه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

وَالتِّیۡنِ وَالزَّیۡتُوۡنِ ۙ۝

٢-مان انجير① کي ۽ زيتون② کي شاهديءَ

١ ـانجير جي لفظ مان حضرت آدم عليه السلام ڏانهن اشارو آهي.۽ اُهو هي آهي ته انسان جي فطرت اعليٰ درجي جي پيدا ڪئي وئي آهي. ڇاڪاڻ ته آدمؑ جي باري بائيبل ۾ لکيل آهي ته خدا هن کي پنهنجي صورت تي پيدا ڪيو (پيدائش باب ١) ۽ قرآن مجيد ۾ لکيل آهي ته خداتعاليٰ هن کي پنهنجو خليفو بڻايو (بقره: ٣١) ان ڪري ٻنهي ڪتابن جي متفق هجڻ سان خبر پوي ٿي ته آدمؑ جي اولاد آدم جون نيڪ خصلتون کٽي نيڪ پيدا ٿيندي ۽ ان جي پيدائش ۾ بُرائيءَ جي پاڙ نه ايندي بلڪ نيڪيءَ جي پاڙ ايندي.انهي ڏانهن اشارو ڪرڻ لاءِ هن جاءِ تي انجير کي گواهه طور پيش ڪيو ويو آهي. بائيبل ۾ لکيل آهي ته جڏهن آدمؑ ۽ حوا کي هي احساس ٿيو ته اسان کان ڪو خدا جي نافرمانيءَ وارو فعل ٿيو آهي ته حوا ۾ ۽ آدم ۾ ندامت جو احساس پيدا ٿيو ۽ انجير جي پنن سان انهن پنهنجي جسم کي ڍڪڻ شروع ڪيو (پيدائش باب ٣) پر قرآن چوي ٿو ته اِها ڳالهه غلط آهي آدمؑ ۽ حوا کان حقيقت ۾ ڪو گناهه نه ٿيو هو.بلڪ صرف هڪ ڀُلَ ٿي هئي جيڪا گناهه نا هي ٿيندي ۽ سندن دل ۾ ان جي بار بار ڪرڻ جو ڪو ارادو نه هو.

٢ ـزيتون جو ذڪر ان ڪري ڪيو ويوآهي ته زيتون جي ٿاري حضرت نوحؑ جي واقعي کي ياد ڏياري ٿي ۽ اُهو به رحم ۽ امن جي واقعي کي. جيئن ته بائيبل ۾ لکيل آهي ته حضرت نوحؑ جي ٻيڙي جڏهن جودي يعني اراراط (جبل جي ٽڪري)تي پهتي ته حضرت نوحؑ مختلف پکين کي ڇڏيو ته جيئن هو خبر وٺي اچن ته ڪاٿي زمين به نظر اچي ٿي يا نه؟ آخر ۾ انهن ڪبوتري ڇڏي جڏهن اُها واپس آئي ته زيتون جو هڪ تازو پن هن جي چنبِ ۾ هو. جنهن سان حضرت نوحؑ سمجهي ويو ته هاڻي خدا جي طرفان فضل نازل ٿي ويو آهي ۽ زمين نظر اچڻ لڳي آهي.سو هو پنهنجي قافلي سميت اُتي لهي پيا. قرآن مجيد ۾ جتي ٻيڙي بيني هئي ان جو نالو جودي رکيو ويو آهي پر بائيبل ۾ ان جو نالو اراراط رکيو

| | |
|---|---|
| | طور پيش ڪيان ٿو. |
| وَطُوْرِ سِيْنِيْنَ ③ | ٣-۽ اهڙيءَ طرح سينين ① جي جبل کي |
| وَهٰذَا الْبَلَدِ الْاَمِيْنِ ④ | ٤-۽ انهي امن ② واري شهر (مڪي) کي به |
| لَقَدْ خَلَقْنَا الْاِنْسَانَ فِيْٓ اَحْسَنِ تَقْوِيْمٍ ⑤ | ٥-(اِهي سڀئي شاهديون ثابت ڪن ٿيون ته) يقيناً اسان انسان کي نهايت سهڻي |

**(باقي حاشيو)** ويو آهي. جيڪو حقيقت ۾ عربي لفظ آهي. حضرت نوحؑ جيئن ته عراق ۾ رهندا هئا ان ڪري انهن لاءِ ان لفظ جو استعمال سَوَلو هو قرآن مجيد ۾ ان جو نالو جُودي رکڻ هڪ ٻوليءَ جو نُڪتو آهي. جُود جي معنيٰ عربي زبان ۾ رحمت ۽ احسان جي هوندي آهي. ان ڪري هن جڳهه جو نالو جودي رکي ان طرف اشارو ڪيائين ته اُهو منهنجي احسان ۽ رحمت جي اظهار جي جاءِ هئي. لغت ڏسڻ سان خبر پوي ٿي ته ارارات جي معنيٰ به اُهائي آهي جيڪا جُوديءَ جي آهي. جيئن ته عربي لغت ۾ لکيل آهي ته رَاطَ جي معنيٰ هوندي آهي پناهه گهري (اقرب) ۽ ارارات جي معنيٰ ٿي "مان پناهه جي جاءِ کي پنهنجي آڏو ڏسي رهيو آهيان" ان ڪري هن ۾ به اُها ئي جُوديءَ واري معنيٰ اچي وئي.

١-سَيُنَاء ته واحد آهي پر هن جڳهه تي جمع استعمال ٿيو آهي ان جو سبب هي آهي ته سينا جبلن جي هڪ ڊگهي سلسلي جو نالو آهي ۽ يهودي تاريخ سيني جبلن کي سينا قرار ڏئي ٿي. قرآن مجيد انهن جي گهڻن هجن جي ڪري سينا کي سينين چيو آهي ۽ هاڻوڪي تاريخ ۽ جاگرافيءَ ۾ وڏي انگ ۾ ان جي تائيد ۾ شهادتون موجود آهن.

٢-يعني مڪي کي حضرت ابراهيمؑ ۽ حضرت اسماعيلؑ امن وارو قرار ڏنو هو. جنهن تي هزارين سال گذري ويا هئا پر ان جي باوجود عرب ماڻهو اجان تائين ان جي حُرمت جو خيال رکندا هئا. هي ان ڳالهه جو ثبوت آهي ته مڪي سان تعلق رکڻ وارو مذهب سچو آهي. جيئن ته آخرڪار مڪو مسلمانن جي قبضي ۾ اچي ويو ۽ اسلام ئي مڪي جو مذهب چوائڻ لڳو. ۽ پوءِ مسلمانن سان لاڳاپي جي ڪري مڪي کي هڪ پيو نئون امن مليو. جيڪو اڄ تائين هلندو پيو وڃي. بلڪ اُهو امن اهڙو آهي جو ان کان اڳ به ڪيس نصيب نه هو. چاڪاڻ ته اڳوڻي زماني ۾ **نسئي** وغيره جي ذريعي سان ان جي امن کي اڳتي پوئتي ڪيو ويندو هو. پر هاڻي اسلام اهڙا ٻارنهن مهينا مقرر ڪري ڇڏيا آهن. جن کي اڳتي پوئتي ڪرڻ جي ڪنهن ۾ همت ناهي. ان ڪري حرم جي علائقي جي حفاظت سڄو سال علم جي ماتحت ٿيندي آهي ۽ هن کان اڳ صرف مڪي وارن جي پنهنجي خيالن جي ماتحت ٿيندي هئي.

ثُمَّ رَدَدْنٰهُ اَسْفَلَ سٰفِلِيْنَ ۝٦

حالت ۾ پيدا ڪيو آهي.

٦-پوءِ اسان انهيءَ کي ادنيٰ درجن کان (به) بدتر درجي ڏانهن موٽائي ڇڏيو.

اِلَّا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ فَلَهُمْ اَجْرٌ غَيْرُ مَمْنُوْنٍ ۝٧

٧-سواءِ انهن ماڻهن جي جن ايمان آندو ۽ جن حال سارو عمل ڪيا سو انهن جي لاءِ هڪ نه ختم ٿيڻ وارو نيڪ بدلو هوندو.

فَمَا يُكَذِّبُكَ بَعْدُ بِالدِّيْنِ ۝٨

٨-پوءِ انهيءَ (حقيقت جي کلي وڃڻ) کانپوءِ ڪهڙي شيءِ توکي جزا سزا جي معاملي ۾ ڪوڙو ڪري ٿي.

اَلَيْسَ اللّٰهُ بِاَحْكَمِ الْحٰكِمِيْنَ ۝٩ ع

٩-ڇا (هاڻي به ڪو خيال ڪري سگهي ٿو ته) اللّٰه سڀني حاڪمن کان وڌو حاڪم ناهي؟

## سُوْرَةُ الْعَلَقِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ عِشْرُوْنَ اٰيَةً وَّ رُكُوْعٌ

سورت علق - هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ويهه آيتون آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ۝

١-(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

اِقْرَاْ بِاسْمِ رَبِّكَ الَّذِيْ خَلَقَ ۝٢

٢- پنهنجي رب جو نالو وٺي① پڙهه، جنهن (سڀني شين کي) پيدا ڪيو.

---

١-مفسرن ۽ عيسائين هن جڳهه تي هڪ غلطي ڪئي آهي ۽ لکيو آهي ته فرشتي غار حرا ۾ پشم تي لکيل هڪ تحرير ڏيکاري چيو هو ته "پڙهو" پر اصل ڳالهه هيءَ آهي ته اِقْرَاْ جي معنيٰ عربي زبان ۾ صرف پڙهڻ جي ناهي بلڪ ٻئي جي ڳالهه کي ورجائڻ جي به آهي. ان ڪري هن سورت ۾ ٻڌايو ويو آهي ته جڏهن فرشتي پهريون ڀيرو خدا جي وحي آندي ته هن آنحضرت ﷺ کي چيو ته جو ڪجهه مان چوندو وڃان ان کي ورجائيندا وڃو. هن معنيٰ کان غفلت جي ڪري هڪ فضول قصو ٺهجي ويو.

خَلَقَ الْاِنْسَانَ مِنْ عَلَقٍ ۚ﴿٢﴾

٢-(۽ جنهن) انسان کي رت جي دِڳَ مان پيدا ڪيو.

اِقْرَاْ وَرَبُّكَ الْاَكْرَمُ ۙ﴿٣﴾

٣-(وري اسان چئون ٿا ته قرآن کي) پڙهي ٻڌائيندو رهه، ڇو جو تنهنجو رب وڏو ڪريم① آهي.

الَّذِيْ عَلَّمَ بِالْقَلَمِ ۙ﴿٤﴾

٤-اُهو رب جنهن قلم سان علم سيکاريو (آهي ۽ آئيندي به سيکاريندو).

عَلَّمَ الْاِنْسَانَ مَا لَمْ يَعْلَمْ ۭ﴿٥﴾

٥-هُن انسان کي (اهو ڪجهه) سيکاريو آهي جيڪو هو پهرين نه ڄاڻندو هو.

كَلَّآ اِنَّ الْاِنْسَانَ لَيَطْغٰٓى ۙ﴿٦﴾

٦-(جيئن اُهي خيال ڪن ٿا اهڙيءَ طرح) نه بلڪ انسان يقيناً حد کان ٽپي رهيو آهي.

اَنْ رَّاٰهُ اسْتَغْنٰى ۭ﴿٧﴾

٧-اهڙيءَ طرح جو اهو پنهنجي پاڻ کي (خدا جي فضل کان) بي پرواهه سمجهي ٿو.

اِنَّ اِلٰى رَبِّكَ الرُّجْعٰى ۭ﴿٨﴾

٨-حقيقت اِها آهي ته تنهنجي رب جي طرف ئي موٽي وڃڻو آهي.

اَرَءَيْتَ الَّذِيْ يَنْهٰى ۙ﴿٩﴾ عَبْدًا اِذَا صَلّٰى ۭ﴿١٠﴾

٩، ١٠-(اي مخاطب!) تون (مونکي) انهيءَ (شخص) جي (حالت جي) خبر ڏي، جيڪو هڪ (عبادت گذار) بندي کي جڏهن هو نماز ۾ مشغول هوندو آهي (نماز کان) روڪيندو② آهي.

---

١-يعني تون جيترو قرآن پڙهي ماڻهن کي ٻڌائيندين،اوترو ئي تنهنجي رب جو شرف ۽ انسان جوشرف ظاهر ٿيندو.

٢-ظاهري طور تي ته عبد جي لفظ سان محمد رسول اللّٰه ﷺ ڏانهن اشارو آهي ۽ ٻڌايو ويو آهي ته جڏهن پاڻ خاني ڪعبي ۾ نماز پڙهندا هئا ته ڪافر اچي سندن مٿي ۽ بدن مبارڪ تي مٿي وجهي ڇڏيندا هئا ۽ هڪ ڀيرو ته انهن اُنَ جي اوجهري پاڻ سڳورن جي مٿي تي رکي ڇڏي هئي جنهن جي ڪري پاڻ سجدي مان مٿو نٿي کڻي سگهيا.

اَرَءَيۡتَ اِنۡ كَانَ عَلَى الۡهُدٰٓى ۝١١

١٢-(اي مخاطب) تون (سونکي) ٻڌاءِ تہ سهي تہ جيڪڏهن اهو (نماز پڙهڻ وارو ٻانهو) هدايت تي هجي.

اَوۡ اَمَرَ بِالتَّقۡوٰى ۝١٢

١٣-يا تقويٰ جو حڪم ڏيندو هجي.

اَرَءَيۡتَ اِنۡ كَذَّبَ وَتَوَلّٰى ۝١٣

١٤-۽ انهيءَ کي روڪڻ وارو (هدايت جو) منڪر هجي ۽ (انهيءَ کان) منهن موڙيندو هجي (تہ پوءِ انهيءَ روڪڻ واري جو ڪهڙو انجام ٿيندو).

اَلَمۡ يَعۡلَمۡ بِاَنَّ اللّٰهَ يَرٰى ۝١٤

١٥-ڇا اهو (ايترو بہ) نٿو ڄاڻي تہ الله هر شيءِ کي ڄاڻي ٿو (تنهنڪري اهو ڪن ڪولي ٻڌي تہ اُهو غلطي ڪري رهيو آهي).

كَلَّا لَئِنۡ لَّمۡ يَنۡتَهِ ۙ لَنَسۡفَعًۢا بِالنَّاصِيَةِ ۝١٥

١٦-جهڙيءَ طرح اُهو چاهي ٿو اهڙيءَ طرح نہ ٿيندو بلڪ جيڪڏهن هُو (پنهنجي انهيءَ ڪم کان) نہ مڙيو تہ اسان انهيءَ جي پيشانيءَ جا وار پڪڙي زور① سان گهليندا سين.

نَاصِيَةٍ كَاذِبَةٍ خَاطِئَةٍ ۝١٦

١٧-اهڙي پيشانيءَ جي چوٽي جيڪا ڪوڙي آهي ۽ اها خطا ڪار بہ② آهي.

فَلۡيَدۡعُ نَادِيَهٗ ۝١٧

١٨-پوءِ (ڪافر کي) گُهرجي تہ هو پنهنجي مجلس کي سڏي.

سَنَدۡعُ الزَّبَانِيَةَ ۝١٨

١٩-اسان بہ پنهنجي پوليس③ کي سڏينداسين.

١-سَفَعَ جي معنيٰ عربي لغت ۾ نرڙ جي وارن کان جهلي زور سان ڌُوهڻ جي هوندي آهي (اقرب).

٢-يعني حقيقت ۾ تہ هو ذليل ماڻهو آهي پر اُها چوٽي ان جي وڏائي ۽ عزت جي نشاني هوندي آهي ان ڪري اُها ڪوڙي آهي ۽ پوءِ هو خطاوار بہ آهي يعني گناهہ جي حمايت ڪري رهي هوندي آهي ۽ هڪ گناهگار کي وڏو ماڻهو ظاهر ڪندي آهي.

٣-هن جڳهہ پوليس مان مراد عذاب جا فرشتا آهن جيڪي هن دنيا ۾ بہ ۽ اڳين جهان ۾ بہ

كَلَّا ۭ لَا تُطِعۡهُ وَاسۡجُدۡ وَاقۡتَرِبۡ ۞ ٢٠ ع

**٢٠**ـ دشمن جي مرضيءَ جي مطابق معاملو نہ ٿيندو (پوءِ اي نبي!) تون اهڙي (قسم جي ڪافر) جي اطاعت نہ ڪر ۽ (صرف پنهنجي رب جي حضور ۾) سجدو ڪر ۽ (انهيءَ سجدي جي نتيجي ۾ پنهنجي رب جي) وڌيڪ ويجهو ٿيندو وڃ.

## سُوۡرَةُ الۡقَدۡرِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الۡبَسۡمَلَةِ سِتُّ اٰيَاتٍ وَّ رُكُوۡعٌ

سورت قدر- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ڇهہ آيتون آهن.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ ۞ ١

**١**ـ (مان) اللّٰــه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

اِنَّاۤ اَنۡزَلۡنٰهُ فِىۡ لَيۡلَةِ الۡقَدۡرِ ۞ ٢

**٢**ـ اسان يقيناً هن (قرآن) کي هڪ (عظيم الشان) تقدير① واري رات ۾ لاٿو آهي.

وَمَاۤ اَدۡرٰىكَ مَا لَيۡلَةُ الۡقَدۡرِ ۞ ٣

**٣**ـ ۽ (اي مخاطب!) توکي ڇا معلوم آهي تہ (هيءَ عظيم الشان) رات جنهن ۾ تقديرون لهن ٿيون ڪهڙي شيءِ آهي.

---

**(باقي حاشيو)** صداقت جي منڪرن کي سزا ڏيندا رهندا آهن.

١ ـ ان جو مطلب هي آهي تہ نبيءَ جو زمانو رات وانگر هوندو آهي پر رات بہ اهڙي جنهن ۾ ايندڙ زماني جي باري خداتعاليٰ جا فيصلا لهندا آهن. جيئن تہ هن سورت ۾ هي ٻڌايو ويو آهي تہ قرآن ڪريم کي اسان تقديرون نازل ڪرڻ واري رات ۾ نازل ڪيو آهي يعني ايندڙ زماني ۾ جيڪو ڪجهہ هن دنيا کي پيش اچڻ وارو آهي، اُهو هن قرآن ۾ بيان ڪيو ويو آهي. اَنۡزَلۡنٰهُ ۾ ہُ جي ضمير آنحضرت صلى الله عليه وسلم جن ڏانهن بہ ڦري سگهي ٿي ان صورت ۾ هيءَ معنيٰ ٿيندي تہ اسان محمد رسول اللّٰــه صلى الله عليه وسلم کي هڪ عظيم الشان تقدير واري رات ۾ نازل ڪيو آهي.

لَيۡلَةُ الۡقَدۡرِ ۬ۙ خَيۡرٌ مِّنۡ اَلۡفِ شَهۡرٍ ؕ﴿۳﴾

۳-اِها (عظيم الشان) تقدير واري رات ته هزار مهينن ① کان به بهتر آهي.

تَنَزَّلُ الۡمَلٰٓـئِکَةُ وَ الرُّوۡحُ فِيۡهَا بِاِذۡنِ رَبِّهِمۡ ۚ مِنۡ کُلِّ اَمۡرٍ ۙ﴿۴﴾

۴-(هر قسم جا) فرشتا ۽ (ڪامل) روح انهيءَ (رات) ۾ پنهنجي رب جي حڪم سان سڀيئي (ديني ۽ دنياوي) ڪم ڪٽي نازل ٿين ٿا.

سَلٰمٌ ۟ۛ هِيَ حَتّٰى مَطۡلَعِ الۡفَجۡرِ ﴿۵﴾

۵-(پوءِ فرشتن جي لهڻ ڪانپوءِ ته) سلامتي ② (ئي سلامتي هوندي) آهي (۽) اهو (حال) صبح جي نڪرڻ تائين (رهندو) آهي.

---

۱-حديثن مان خبر پوي ٿي ته هزار سال فَيۡج اَعُوَج جا هوندا. جيئن ته رسول ڪريم ﷺ فرمائين ٿا: خَيۡرُ الۡقُرُوۡنِ قَرۡنِيۡ ثُمَّ الَّذِيۡنَ يَلُوۡنَهُمۡ ثُمَّ الَّذِيۡنَ يَلُوۡنَهُمۡ (بخاري) يعني سڀ کان پهرين صدي اُها آهي جنهن ۾ مان آهيان. ان ڪانپوءِ اُها صدي بهتر هوندي جيڪا ان ڪانپوءِ ايندي ۽ پوءِ ان کان بعد اچڻ واري صدي ۽ پوءِ فَيۡج اَعُوَج هوندو. (مشڪٰوت) ان ڪري هزار مهيني مان هزار سال مراد آهن ۽ سال به اُهي مراد آهن جن ۾ رسول ڪريم ﷺ جو پاڇوگهٽجي ويو هو ۽ بدي پکڙجي وئي هئي. انهيءَ طرف اشارو ڪري هن آيت ۾ چيو ويو آهي ته هي روحاني رات جو زمانو جنهن ۾ محمد رسول اللّٰه ﷺ يا قرآن نازل ٿيا آهن رات هجڻ جي باوجود محمد رسول اللّٰه ﷺ جي برڪت سان فَيۡج اَعُوَج جي هزار سالن کان بهتر هوندو.

۲-يعني نبيءَ جي فتح تائين خدا جا فرشتا ان سان گڏ رهندا آهن ان وقت تائين ساٿ ناهن ڇڏيندا جيستائين ڪاميابيءَ جو صبح نٿو اچي وڃي. ۽ هي جيڪو فرمايائين ته فرشتن جي نازل ٿيڻ ڪانپوءِ ته سلامتي ئي سلامتي هوندي آهي ان جو مطلب هي آهي ته اُهو زمانو اونداهيءَ وارو هجڻ جي باوجود پوءِ به نبي جي طفيل اللّٰه اُن زماني ۾ وڏيون برڪتون نازل ڪندو آهي ۽ اُهي برڪتون ان وقت تائين نازل ٿينديون رهنديون آهن جيستائين فجر جي ظاهر ٿيڻ جي زمانو وري نه اچي يعني اُهو زمانو جنهن ۾ فيج اعوج ڪانپوءِ رسول ڪريم ﷺ جو روحاني ظهور وري پيهر ٿيندو.

سُوْرَةُ الْبَيِّنَةِ مَدَنِيَّةٌ وَّ هِیَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ تِسْعُ اٰيَاتٍ وَّ رُكُوْعٌ

سورت بيّنه ـ هيءَ سورت مدني آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون نو آيتون آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١ـ(سان) اللّٰــه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانئو).

لَمْ يَكُنِ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا مِنْ اَهْلِ الْكِتٰبِ وَالْمُشْرِكِيْنَ مُنْفَكِّيْنَ حَتّٰى تَاْتِيَهُمُ الْبَيِّنَةُ ②

٢ـ اُهي ماڻهو جن ڪفر ڪيو آهي يعني اهل ڪتاب① ۽ مشرڪ (بئي) ڪڏهن به(پنهنجي ڪفر ڪان)باز رهڻ وارا نه هئا، جيستائين انهن وٽ پڌرو② دليل نه اچي وڃي ها.

رَسُوْلٌ مِّنَ اللّٰهِ يَتْلُوْا صُحُفًا مُّطَهَّرَةً ③

٣ـيعني اللّٰــه جي (طرف) ڪان اچڻ وارو هڪ رسول جيڪو (انهن ڪي اهڙا) پاڪ صحيفا پڙهي ٻڌائي ها.

فِيْهَا كُتُبٌ قَيِّمَةٌ ④

٤ـجن ۾ قائم رهڻ وارا حُڪمَ ③ هجن.

وَمَا تَفَرَّقَ الَّذِيْنَ اُوْتُوا الْكِتٰبَ اِلَّا مِنْۢ بَعْدِ مَا جَآءَتْهُمُ الْبَيِّنَةُ ⑤

٥ـ۽ (عجيب ڳالهه هيءَ آهي ته) جن ماڻهن ڪي (قرآن مجيد جهڙو مڪمل) ڪتاب ڏنو ويو آهي اُهي هِن واضح دليل (يعني رسول)

---

١ ـ هن آيت ۾ صاف طور تي اهل ڪتاب جو نالو به ڪافر رکيو آهي.

٢ ـ مطلب هي آهي ته اهل ڪتاب جيئن ته غلط يا صحيح هڪ آسماني ڪتاب سان لاڳاپو رکن ٿا ان ڪري جيستائين محمد رسول اللّٰه ﷺ قرآن ڪٺي نه اچن ها سندن اصلاح جو ڪو امڪان نه هو.

٣ ـ يعني هو بَيِّــنَة به اهڙو ڪتاب آڻي جنهن ۾ دائمي صداقتون هجن. ته جيئن يهودين ۽ عيسائين تي ثابت ٿي وڃي ته اسانجا ڪتاب ته بيڪار ۽ ختم ٿيڻ وارا آهن پر قائم رهڻ وارو ڪتاب اهوئي آهي جيڪو محمد رسول اللّٰه ﷺ آندو آهي. ان ڪري ان ڪي مڃڻ ڪان بغير بي ڪا واٽ ناهي.

وَمَآ اُمِرُوْٓا اِلَّا لِيَعْبُدُوا اللّٰهَ مُخْلِصِيْنَ لَهُ الدِّيْنَ ۙ حُنَفَآءَ وَ يُقِيْمُوا الصَّلٰوةَ وَيُؤْتُوا الزَّكٰوةَ وَذٰلِكَ دِيْنُ الْقَيِّمَةِ ۝٥

اِنَّ الَّذِيْنَ كَفَرُوْا مِنْ اَهْلِ الْكِتٰبِ وَالْمُشْرِكِيْنَ فِيْ نَارِ جَهَنَّمَ خٰلِدِيْنَ فِيْهَا ۭ اُولٰۗىِٕكَ هُمْ شَرُّ الْبَرِيَّةِ ۝٦

اِنَّ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ ۙ اُولٰۗىِٕكَ هُمْ خَيْرُ الْبَرِيَّةِ ۝٧

جي اچڻ کان پوءِ ئي (مختلف گروهن ① ۾) ورهائجي ويا آهن.

٥-حالانڪ انهن کي اهو ئي حڪم ڏنو ويو هو ته اُهي صرف هڪ خدا جي عبادت ڪن ۽ عبادت کي صرف انهيءَ جي لاءِ مخصوص ڪري ڇڏين (اهڙيءَ حالت ۾ جو) اُهي پنهنجي نيڪ خواهشن ۾ ثابت قدم رهڻ وارا هجن ۽ (پوءِ صرف انهيءَ ڳالهه جو حڪم ڏنو ويو هو ته) نماز باجماعت ادا ڪندا رهن ۽ زڪوات ڏين ۽ اهو ئي (هميشه سچائيءَ تي) قائم رهڻ وارو دين ② آهي.

٦-اهل ڪتاب ۽ مشرڪن مان ڪفر تي قائم رهڻ وارا ماڻهو يقيناً جهنم جي باهه ۾ (داخل) ٿيندا (۽ اهي) انهيءَ ۾ هميشه رهندا ايندا اُهي ئي ماڻهو بدترين مخلوقات آهن.

٨-(انهيءَ جي مقابلي ۾) اُهي ماڻهو جن (اهل ڪتاب ۽ مشرڪن مان) ايمان آندو ۽ انهن (ايمان جي) حال سارو عمل

١-يعني جن اهل ڪتاب جي زماني ۾ قرآن نازل ٿيو آهي. اڳ ۾ ته اُهي پنهنجن ڪوڙن قصن تي خوش هئا پر هاڻي اهي ئي ماڻهو قرآن جي بيان ڪيل سچن واقعن جي پيٽ ۾ بائيبل جا ڪوڙا واقعا پيش ڪري اختلاف ڪندا آهن.

٢-عربيءَ ۾ ڪڏهن ضمير معنيٰ سان گڏ ڦيري ويندي آهي. هن جڳهه دِيْــنٌ جو لفظ آهي جنهن جي هڪ معنيٰ طَـرِيْقَةٌ جي آهي. ان ڪري طَـرِيْقَة جي معنيٰ کي نظر ۾ رکي ڪري قرآن مجيد ان جي صفت قَيِّــمَة بيان ڪري ڇڏي آهي جيڪا مؤنث آهي ۽ جنهن جي مرتبي جي لحاظ سان اسان معنيٰ ڪري ڇڏي آهي. جيڪا تمام صاف ۽ سڌي معنيٰ آهي.

جَزَآؤُهُمْ عِنْدَ رَبِّهِمْ جَنّٰتُ عَدْنٍ تَجْرِىْ مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهٰرُ خٰلِدِيْنَ فِيْهَآ اَبَدًا ؕ رَضِىَ اللّٰهُ عَنْهُمْ وَرَضُوْا عَنْهُ ؕ ذٰلِكَ لِمَنْ خَشِىَ رَبَّهٗ ﴿٩﴾

ٻہ ڪيا، اُهي ئي ماڻهو بهترين مخلوقات آهن.
**٩**-انهن جو بدلو انهن جي رب جي حضور ۾ قائم رهڻ وارا باغ هوندا جن جي هيٺان نهرون وهنديون هونديون اُهي انهيءَ ۾ هميشه رهندا ايندا. الله انهن کان راضي ٿي ويو ۽ اُهي انهيءَ (الله) کان راضي ٿي ويا. اِها ئي (جزا) انهيءَ جي شان جي مطابق آهي جيڪو پنهنجي رب کان ڊڄي ٿو.

## سُوْرَةُ الزِّلْزَالِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِىَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ تِسْعُ اٰيَاتٍ وَّ رُكُوْعٌ

سورت زلزال - هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم الله سميت هن جون نو آيتون آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ﴿١﴾

**١**-(مان) الله جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

اِذَا زُلْزِلَتِ الْاَرْضُ زِلْزَالَهَا ﴿٢﴾

**٢**-جڏهن زمين کي پوريءَ طرح لوڏيو① ويندو.

وَاَخْرَجَتِ الْاَرْضُ اَثْقَالَهَا ﴿٣﴾

**٣**-۽ زمين پنهنجو بوجهه ڪڍي (اُڇلائي ②) ڇڏيندي.

---

**١**-يعني اندريان ۽ ٻاهريان ٻنهي قسمن جا زلزلا ايندا، جهڙوڪ اڄ ڪلهه زمين جي اندر جي لاوي جي ڪري ٻہ ان تي زلزلا اچي رهيا آهن. ۽ ايٽم بمن ۽ هائيڊروجن بمن جي ڪري ٻہ ان تي زلزلا اچي رهيا آهن ۽ اهڙيون روحاني تحريڪون جاري ٿي ويون آهن جن جي ڪري زمين وارن جا دِل لُڏي ويا آهن.

**٢**- ان جو مطلب هي آهي تہ جيترا علوم هن ۾ مخفي هئا اُهي ظاهر ٿيڻ لڳندا ڀلي ديني هجن يا دنياوي. جهڙوڪ هن وقت سائنس ٻہ ترقي ڪري رهي آهي ۽ نوان نوان قرآني علومَ ٻہ کُلي رهيا آهن.

وَقَالَ الْاِنْسَانُ مَا لَهَا ۝

۴-۽ انسان چئي اُٿندو ته هن کي ڇا ٿي ويو ① آهي.

يَوْمَئِذٍ تُحَدِّثُ اَخْبَارَهَا ۝

۵-انهيءَ ڏينهن اها پنهنجون (سموريون لڪل ②) خبرون بيان ڪري ڇڏيندي.

بِاَنَّ رَبَّكَ اَوْحٰى لَهَا ۝

۶-انهيءَ لاءِ جو تنهنجي رب هن (زمين) جي حق ۾ وحي ڪري ڇڏي③ آهي.

يَوْمَئِذٍ يَّصْدُرُ النَّاسُ اَشْتَاتًا ۙ لِّيُرَوْا اَعْمَالَهُمْ ۝

۷- انهيءَ ڏينهن ماڻهو مختلف گروهن ④ جي صورت ۾ جمع ٿيندا انهيءَ لاءِ ته پنهنجي پنهنجي ڪوششن جي نتيجن کي ڏسن.

فَمَنْ يَّعْمَلْ مِثْقَالَ ذَرَّةٍ خَيْرًا يَّرَهٗ ۝

۸-پوءِ جنهن هڪ ذري برابر (به) نيڪي ڪئي هوندي⑤ اُهو انهيءَ (جي نتيجي)

۱-يعني اُن زماني ۾ انسان اچرج ۾ پئجي ويندو ۽ چوندو ته ڇا ڳالهه آهي جو اڄ زمين جي اندران به زلزلي جو مادو ڦٽي رهيو آهي. ۽ ٻاهران به زلزلي جا سامان پيدا ڪيا پيا وڃن ۽ روحاني طور تي به اهڙيون تحريڪون جاري ڪيون ويون آهن جن سان زمين جي رهڻ وارن جون دليون لُڏي ويون آهن.

۲- ان ڏينهن يعني آخري زماني جي باري جيتريون پيشگوئيون هيون اُهي سڀ پوريون ٿي وينديون. جڻ ته زمين پنهنجا لِڪل خزانا ظاهر ڪري ڇڏيندي.

۳-هن آيت مان خبر پوي ٿي ته جيڪا معنيٰ اسان مٿي ڪئي آهي اُهائي صحيح آهي ڇاڪاڻ ته ان ۾ ٻڌايو ويو آهي ته زمين جو هي زلزلو طبعي حالات جي ماتحت نٿو اچي، بلڪ رسول ڪريم ﷺ جي زماني کان زمين کي حڪم ڏنو ويو هو ته هوَ آخري زماني ۾ انهن حالتن کي ظاهر ڪري ڇڏي.

۴-مطلب هي آهي ته اُهو زمانو آزاديءَ جو هوندو ۽ مختلف جماعتون ان ڳالهه جو اظهار ڪري ڇڏينديون ته اسانجي جماعت جو هي نالو آهي ۽ هي ڪم آهي ۽ ان سان انهن جو هي مقصد هوندو ته ماڻهو انهن جو نالي ۽ ڪم کي ڏسي انهن جي جماعت ۾ شامل ٿي وڃن ۽ دنيا انهن جي باري ۾ اعليٰ جماعت هجڻ جو فيصلو ڪري ڇڏي.

۵-هن ۾ ٻڌايو ويو آهي ته ان آخري زماني ۾ انسان سان الله تعاليٰ اُهوئي سلوڪ ڪندو جهڙا هن جا عمل هوندا ۽ ڪا قوم تڏهن نيڪ نتيجا ماڻيندي جڏهن اها نيڪ هوندي.

کي ڏسي وٺندو.

وَمَنْ يَّعْمَلْ مِثْقَالَ ذَرَّةٍ شَرًّا يَّرَهٗ ⑨ ع

٩-۽ جنهن هڪ ذري جي برابر به① بدي ڪئي هوندي اُهو انهيءَ (جي نتيجي) کي ڏسي وٺندو.

سُوْرَةُ الْعَادِيَاتِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ اثْنَتَا عَشْرَةَ اٰيَةً وَّ رُكُوْعٌ

سورت عاديات ـ هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ٻارنهن آيتون آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١-(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

وَالْعٰدِيٰتِ ضَبْحًا ②

٢-مان شاهديءَ طور انهن جماعتن کي پيش ڪيان ٿو جيڪي گهوڙن تي چڙهي اهڙي طرح بيحد ڊوڙن ٿيون جو انهن جي گهوڙن جي وات مان آواز نڪرڻ لڳي وڃن ٿا②.

فَالْمُوْرِيٰتِ قَدْحًا ③

٣-پڻ انهن گهوڙي سوارن کي جن جون سواريون ڏڪ هڻي چڻگون ڪين③ ٿيون.

١ ـ يعني ڪا قوم بد هوندي به ماڻهن کي دوکو نه ڏئي سگهندي.

٢ ـ هن آيت ۾ اسلام جي صداقت جي ثبوت ۾ صحابهؓ کي پيش ڪيو ويو آهي جيتوڻيڪ گهوڙن جا لفظ استعمال ڪيا ويا آهن پر جيئن ته گهوڙا پاڻ ناهن هلندا بلڪ انهن کي سوار هلائيندو آهي ان ڪري ان مان مراد گهوڙن تي چڙهڻ واريون جماعتون آهن يعني صحابهؓ جيڪي جهاد ڪندا هئا.

٣ ـ هن آيت جي وضاحت به ساڳي آهي جيڪا آيت نمبر ٢ جي نوٽ ۾ بيان ڪئي وئي آهي.

فَالۡمُغِيۡرٰتِ صُبۡحًا ۙ﴿۳﴾
٣-پوءِ صبح سوير حملي① ڪرڻ وارن ڪي.

فَاَثَرۡنَ بِهٖ نَقۡعًا ۙ﴿۴﴾
٥-جنهن جي نتيجي ۾ انهيءَ (صبح جي وقت) ۾ متي اُڏائين② ٿا.

فَوَسَطۡنَ بِهٖ جَمۡعًا ۙ﴿۵﴾
٦-۽ لشڪر ۾ ڪاهي پون ٿا③.

اِنَّ الۡاِنۡسَانَ لِرَبِّهٖ لَكَنُوۡدٌ ۚ﴿۶﴾
٧-انسان يقيناً پنهنجي رب جو ڏاڍو نا شڪرو④ آهي.

وَاِنَّهٗ عَلٰى ذٰلِكَ لَشَهِيۡدٌ ۚ﴿۷﴾
٨-۽ اُهو يقيناً انهيءَ تي (پنهنجي قول ۽ فعل سان) شاهدي ڏئي رهيو آهي.

وَاِنَّهٗ لِحُبِّ الۡخَيۡرِ لَشَدِيۡدٌ ؕ﴿۸﴾
٩-۽ هو (انهيءَ هوندي به) يقيناً مال جي محبت ۾ ڏاڍو وڏيل⑤ آهي.

---

١- هن آيت سڄو رازظاهر ڪري ڇڏيو آهي. ڇاڪاڻ ته هن جڳهه تي صبح جي وقت حملو ڪرڻ جو ذڪر آهي. ۽ اهڙي ڏيان سان حملو ڪرڻ گهوڙي جو ڪم ناهي بلڪ سوار جو ڪم آهي ان ڪري ثابت ٿي ويو ته هن جاءِ تي صحابه جو ذڪر آهي رڳو خالي سوارين جو ناهي.

٢- يعني جڏهن اُهي حملو ڪندا آهن ته رڳو رستن مان ئي چڻنگون ناهن نڪرنديون بلڪ هڪ اهڙو هُل مچي ويندو آهي ته جنهن ڳوٺ تي انهن حملو ڪيو هوندو آهي ان جا ماڻهو گهبرائجي نڪري ايندا آهن ۽ سڄي فضا ۾ دَزي اُڏڻ لڳندي آهي.

٣- يعني هي سوارن جي جماعت جيڪا حملو ڪندي آهي ان قبيلي جي ماڻهن ڪي ڏسي جن تي ڪاهه ڪئي وئي آهي ڊڄندي ناهي بلڪ دليريءَ سان انهي جي اندر گهڙي ويندي آهي جنهن جي نتيجي ۾ ويڙهه دُو بَدو ٿيڻ لڳندي آهي.

٤- هن آيت ۾ صحابهؓ سان وڙهڻ وارن جو ذڪر ڪيو ويو آهي ته هُو ڏاڍا ناشڪرا آهن. يعني صحابه جيڪي خدا جو ڪلام انهن جي آڏو پيش ڪندا آهن اهي سندن عزت ڪرڻ جي بجاءِ انهن سان جنگ ڪندا آهن ۽ پنهنجي قول ۽ فعل سان پنهنجي ناشڪريءَ جي گواهي ڏيندا آهن.

٥- يعني هي ڪافر ايتروبه نٿا سمجهن ته مسلمان جن لاءِ فتح مقدر آهي انهن سان ويڙهه جو نتيجو ته هي نڪرندو ته ملڪيتون ضايع ٿي ويندون. پر پنهنجي حرص جي باوجود پنهنجي نابينائيءَ

اَفَلَا يَعۡلَمُ اِذَا بُعۡثِرَ مَا فِي الۡقُبُوۡرِۙ ۝١٠

١٠-ڇا اهڙو انسان نٿو ڄاڻي ته جڏهن اُهي (ماڻهو) جيڪي قبرن ۾ آهن اُٿاريا ويندا.

وَحُصِّلَ مَا فِي الصُّدُوۡرِۙ ۝١١

١١-۽ جيڪي ڪي سينن ۾ (لڪو پيو) آهي ڪڍيو ويندو①.

**(باقي حاشيو)** جي ڪري وڙهندا ٿا وچن صرف ان خيال سان ته شل ڪا اهڙي صورت نڪري پوي جو اسان سوڀ ماڻيون ۽ اسانکي مالَ ملي وڃن.

١-جيڪڏهن هنن آيتن کي دنيا جي باري سمجهيو وڃي ته معنيٰ هيءَ ٿيندي ته اُهي ڪافر جيڪي بظاهر زنده آهن.پر دين جي لحاظ سان قبرن ۾ دفن آهن جڏهن کين اسلام جي مقابلي ۾ اُٿاريو ويندو ته انهن جي دلين ۾ جيڪي راز لڪيا پيا آهن اهي ظاهر ڪيا ويندا. يعني دلين ۾ ته اهي اسلام جون ڪيتريون ئي سچائيون مڃي چُڪا آهن صرف ظاهر ۾ اسلام جو مقابلو ڪري رهيا آهن. هن مضمون کي هڪ تاريخي واقعو تمام سٺي طريقي واضح ڪري ٿو.جڏهن مڪو فتح ٿيو ته رسول ڪريمﷺ اعلان فرمايو ته جن ماڻهن مسلمانن کي جنگ ۾ نه بلڪ جنگ کانسواءِ قتل ڪيو يا ڪرايو هو انهن جي سزا اِها ئي آهي ته کين معاف نه ڪيو وڃي بلڪ قتل ڪيو وڃي. اهڙي طرح ابوسفيان جي زال هنده به انهن ئي ماڻهن ۾ شامل هُئي ۽ اها سمجهي پئي ته جيڪڏهن مان مسلمانن جي هٿ آيس ته ماري ويندس ڇاڪاڻ ته مون ڪئي ڀيرا امن جي زماني ۾ مڪي وارن کي مسلمانن جي خلاف ڀڙڪايو آهي ۽ جنگ احد ۾ ان جي باوجود جو مان عورت هيس ۽ منهنجي خلاف وڙهڻ کان محمد رسول اللّٰهﷺ صحابهؓ کي جهليو هو ۽ فرمايو هو ته عورت تي حملو نه ڪيو وڃي.پوءِ به مون هڪ حبشي وحشي نالي غلام کي انعام ڏئي ان ڳالهه لاءِ تيار ڪيو ته هو حضرت حمزهؓ جو پيٽ چيري ان مان سندس جگر ڪڍي اچي ۽ اهڙي طرح سندن ڪن ڪپي ڇڏي. جڏهن عورتون بيعت ڪرڻ لاءِ رسول ڪريمﷺ جي خدمت ۾ حاضر ٿيون ته هنده به هڪ وڏي چادر اوڍي انهن سان گڏجي رسول ڪريمﷺ وٽ آئي. جڏهن پاڻ سڀني کان بيعت وٺڻ شروع ڪئي ۽ فرمايائون ته چئو ته اسان شرڪ نه ڪنديون سين ته هنده بي اختيار چئي ڏنو ۽ چيائين يا رسول اللّٰه! ڇا هاڻي به جڏهن تهاوهان جو اڪيلو خدا ڪٿي ويو آهي. ۽ اسانجا هزارين بُت هارائجي ويا آهن اسان شرڪ ڪري سگهون ٿا؟. رسول اللّٰهﷺ فرمايو. ڇا هيءَ هنده ڳالهائي رهي آهي.ان تي هن وراڻيو يا رسول اللّٰه هاڻي توهان منهنجو ڪجهه به نٿا بگاڙي سگهو ڇاڪاڻ ته مسلمان جو خداتعاليٰ محافظ هوندو آهي ۽

اِنَّ رَبَّهُمۡ بِهِمۡ يَوۡمَئِذٍ لَّخَبِيۡرٌ ۝١١ ع

١١-انهيءَ ڏينهن انهن جو رب يقيناً انهن جي نگراني ڪرڻ وارو هوندو.

## سُوۡرَةُ الۡقَارِعَةِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الۡبَسۡمَلَةِ اثۡنَتَا عَشۡرَةَ اٰيَةً وَّ رُكُوۡعٌ

سورت قارعه - هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ٻارنهن آيتون آهن.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ ۝١

١-(مان) اللّٰــه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

اَلۡقَارِعَةُ ۝٢

٢-(دنيا تي) هڪ سخت مصيبت (اچڻ واري آهي)

مَا الۡقَارِعَةُ ۝٣

٣-۽ توڪي ڪهڙي خبر ته اها مصيبت ڪهڙي آهي.

وَمَاۤ اَدۡرٰىكَ مَا الۡقَارِعَةُ ۝٤

٤- ۽ (وري اسان چئون ٿا ته اي مخاطب!) توڪي ڪهڙي خبر آهي ته اها (عظيم الشان) مصيبت ڪهڙي شيءِ آهي.

يَوۡمَ يَكُوۡنُ النَّاسُ كَالۡفَرَاشِ الۡمَبۡثُوۡثِ ۝٥

٥-(اِها مصيبت جڏهن ايندي) انهيءَ وقت ماڻهو پکڙيل پَتنگن وانگر (حيران ٿري رهيا) هوندا.

وَتَكُوۡنُ الۡجِبَالُ كَالۡعِهۡنِ الۡمَنۡفُوۡشِ ۝٦

٦-۽ جبل انهيءَ پشم وانگر ٿي ويندا جيڪا پڃيل هوندي آهي①.

**(باقي حاشيو)** سندس اڳوڻا سڀ گناهه معاف ٿي ويندا آهن. رسول اللّٰــه ﷺ فرمايو ته تون نيڪ ٿي چوين ۽ هن کي چڱي ڏنائون.

١-جهڙوڪ اسان اڳ ڪيترائي دفعا ٻڌائي چُڪا آهيون ته جبل جي معنيٰ عربي لغت ۾ وڏن ماڻهن جي به آهي ۽ هن جڳهه اُهي ئي مراد آهن ۽ مطلب هي آهي ته جڏهن اها عظيم مصيبت ايندي يعني ڪافرن جي

فَاَمَّا مَنْ ثَقُلَتْ مَوَازِيْنُهٗ ۙ﴿۷﴾
۷- انهيءَ وقت جنهن جي (عملن جا) پُڙ ڳرا هوندا.

فَهُوَ فِيْ عِيْشَةٍ رَّاضِيَةٍ ۭ﴿۸﴾
۸-اُهو ته (بهترين ۽) دلپسند حالت ۾ هوندو.

وَاَمَّا مَنْ خَفَّتْ مَوَازِيْنُهٗ ۙ﴿۹﴾
۹-۽ جنهن جي (عملن جا) پُڙ هلڪا هوندا.

فَاُمُّهٗ هَاوِيَةٌ ۭ﴿۱۰﴾
۱۰- اُن جو نڪاڻو هاويه① (يعني جهنم) هوندو

وَمَآ اَدْرٰىكَ مَاهِيَهْ ۭ﴿۱۱﴾
۱۱-۽ (اي مخاطب!) توکي ڪهڙي خبر آهي ته اِها (هاويه) ڇا آهي.

نَارٌ حَامِيَةٌ ﴿۱۲﴾ ع
۱۲-اِها هڪ ڀڙڪندڙ باهه آهي.

سُوْرَةُ التَّكَاثُرِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ تِسْعُ اٰيَاتٍ وَّ رُكُوْعٌ

سورت تڪاثر- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم الله سميت هن جون نو آيتون آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ﴿۰﴾
۱-(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ

(باقي حاشيو)شڪست جي ته ان وقت وڏا وڏا ماٺهوبجاءِ گڏ ٿي محمد رسول اللّٰه ﷺ تي حملو ڪن هيڏانهن هوڏانهن ڀڄندا وتندا. ڪوئي رسول ڪريم ﷺ جي بيعت لاءِ ڏُکي پوندو جهڙوڪ عمرو بن العاص ۽ ابوسفيان وغيره جيڪي رسول ڪريم ﷺ جي بيعت ڪرڻ لاءِ روانا ٿي ويا. ۽ ڪو مڪي کان ٻاهر ڀڄي ويندو جهڙوڪ عڪرمه بن ابي جهل جيڪو جان بچائڻ لاءِ حبشه ڀڄي ويو. سو اهڙي طرح سڀ عرب رئيس ڀڄيل اُنَ وانگر ٿي ويا.

۱-قرآن ڪريم ۾ اُمٌّ جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ ماءُ جي هوندي آهي پر اسان ان جو ترجمو نڪاڻو ڪيو آهي. ان ڪري ته قرآن ڪريم ماءُ کي به انسان جي ترسڻ جي جاءِ قرار ڏنو آهي جهڙوڪ هو فرمائي ٿو: جَعَلْنٰهُ نُطْفَةً فِيْ قَرَارٍ مَّكِيْنٍ (مؤمنون:۱۴) ان ڪري اسان نڪاڻي جو لفظ استعمال ڪري ڇڏيو آهي. ماءُ جو نه. جنهن کي اڙدو ڄاڻڻ وارا سمجهي نه پئي سگهيا.

وارو آهي (پڙهاڻتو).

اَلۡهٰىكُمُ التَّكَاثُرُ ۙ﴿۱﴾ ٢-توهانکي هڪ ٻئي کان وڌڻ جي خواهش غفلت ۾ وجهي ڇڏيو① (۽ توهان اهڙيءَ طرح غافل رهندؤ).

حَتّٰى زُرۡتُمُ الۡمَقَابِرَ ؕ﴿۲﴾ ٣-ايستائين جو توهان قبرن ۾ وڃي پهچندؤ②.

كَلَّا سَوۡفَ تَعۡلَمُوۡنَ ۙ﴿۳﴾ ٤-(چڱيءَ طرح ياد رکو تہ) توهان ماٺهو سگهو (قرآن ڪريم جي بيان ڪيل حقيقت کي) سمجهي وٺندؤ.

ثُمَّ كَلَّا سَوۡفَ تَعۡلَمُوۡنَ ؕ﴿۴﴾ ٥-وري (اسان چئون ٿا تہ توهانجي حالت اُهڙي نہ آهي جهڙي طرح توهان سمجهو ٿا ۽) سگهو توهانکي معلوم ٿي ويندو (تہ توهانجي اندروني حالت حقيقت ۾ اُها ئي آهي جيڪا قرآن ڪريم بيان ڪئي آهي).

كَلَّا لَوۡ تَعۡلَمُوۡنَ عِلۡمَ الۡيَقِيۡنِ ؕ﴿۵﴾ ٦-(اصل حقيقت توهانجي خيالن جي مطابق) هرگز نہ (آهي) ڪاش توهان اصل حقيقت علم يقين جي مدد سان سمجهي سگهو ها.

لَتَرَوُنَّ الۡجَحِيۡمَ ۙ﴿۶﴾ ٧-(تڏهن توهانکي معلوم ٿي وڃي ها تہ) توهان ضرور جهنم کي (هن ئي دنيا

١- هن آيت ۾ ان طرف اشارو آهي تہ ڪافرن ۾ نيڪيون تہ نہ هيون پر اُهي ڪنهن نہ ڪنهن دوکي سان مسلمانن کان وڌڻ ٿي گُهريا ۽ ان جو نتيجو اهيو ٿيندو هو تہ هُو پنهنجي نقلي عملن کي اصلي عمل سمجهي وٺندا هئا ۽ دين جي مقصد کان غافل ٿي ويندا هئا.

٢- يعني موت تائين انهن جو اِهو ئي حال هلندو هو. صرف ڪجهہ اهڙن ماڻهن کانسواءِ جن کي خداتعاليٰ هدايت ڏئي ڇڏيندو هو. ۽ پاڻ هدايت ماڻڻ ۽ خداتعاليٰ جي ڏنل هدايت مان فائدو وٺڻ ۾ وڏو فرق آهي. پاڻ حاصل ڪيل هدايت خداتعاليٰ ڏانهن منسوب نہ ٿي ٿي سگهي.

ثُمَّ لَتَرَوُنَّهَا عَيۡنَ الۡيَقِيۡنِ ۸

ثُمَّ لَتُسۡـَٔلُنَّ يَوۡمَئِذٍ عَنِ النَّعِيۡمِ ۹ ع ۹/۲۷

۾) ڏسندؤ.

**٨**-۽ اُن ڪانپوءِ توهان انهيءَ کي يقين جي اک سان (آخرت ۾) به ڏسي وٺندؤ.

**٩**-۽ (هيءُ به ياد رکو ته) توهان کان اُن ڏينهن (هر وڏي) نعمت جي متعلق سوال ڪيو ويندو (ته توهان اُن جو شڪر ادا ڪيو آهي يا نه ڪيو).

## سُوۡرَةُ الۡعَصۡرِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الۡبَسۡمَلَةِ اَرۡبَعُ اٰيَاتٍ وَّ رُكُوۡعٌ

سورت عصر- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون چا آيتون آهن.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ ۱

**١**-(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

وَالۡعَصۡرِ ۲

**٢**-مان (محمدﷺ جي①) زماني کي شاهديءَ طور پيش ڪيان ٿو.

اِنَّ الۡاِنۡسَانَ لَفِيۡ خُسۡرٍ ۳

**٣**-(ته) يقيناً (نبين②جو مخالف) انسان (هميشه ئي) گهاٽي ۾ (رهندو) آهي.

اِلَّا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ

**٤**- پر اُهي ماڻهو جن (نبين تي) ايمان آندو ۽ (پوءِ) انهن (موقعي جي) حال

١ ـقرآن مجيد ۾ اَلۡـعَـصۡـرِ آهي جيئن ته اِهو معرفه آهي اسان اَلۡـعَـصۡـرِ جي معنيٰ محمد رسول اللّٰهﷺ جي زماني جي ڪئي آهي.

٢ ـ قرآن مجيد ۾ اَلۡاِنۡسَانُ آهي جنهن جي معنيٰ آهي اهڙو انسان جنهن کي قرآن پڙهڻ وارا سڃاڻين ٿا. ان ڪري اسان ان جو ترجمو هي ڪيو آهي ته ”نبين جو مخالف انسان“.

وَتَوَاصَوْا بِالْحَقِّ ۙ وَتَوَاصَوْا بِالصَّبْرِ ﴿٣﴾ ع

سارو عمل ڪيا ۽ سچائي جي اصول تي قائم رهڻ جي پاڻ ۾ هڪ ٻئي کي تلقين ڪئي ۽ (پيش ايندڙ مشڪلات تي صبر ڪان ڪم وٺڻ جي) هڪ ٻئي کي هدايت ڪندا رهيا (اهڙا ماڻهو ڪڏهن به گهاٽي ۾ نٿا پئجي سگهن).

سُوْرَةُ الْهُمَزَةِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِىَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ عَشْرُ ايَاتٍ وَّ رُكُوْعٌ

سورت همزه - هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم الله سميت هن جون ڏهه آيتون آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ﴿١﴾

**١**-(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

وَيْلٌ لِّكُلِّ هُمَزَةٍ لُّمَزَةِ ﴿٢﴾

**٢**-هر غيبت ڪرڻ واري (۽) عيب جوئي ڪرڻ واري جي لاءِ عذاب (ئي عذاب) آهي.

الَّذِىْ جَمَعَ مَالًا وَّعَدَّدَهٗ ﴿٣﴾

**٣**-جيڪو مال گڏ ڪري ٿو ۽ انهيءَ کي ڳڻيندو رهي ٿو.

يَحْسَبُ اَنَّ مَالَهٗۤ اَخْلَدَهٗ ﴿٤﴾

**٤**- اُهو خيال ڪري ٿو ته انهيءَ جو مال سندس (نالي) کي باقي رکندو.

كَلَّا لَيُنْۢبَذَنَّ فِى الْحُطَمَةِ ﴿٥﴾

**٥**- هرگز ائين نه آهي (جيئن انهيءَ جو خيال آهي بلڪ) اهو يقيناً (پنهنجي مال سميت) حطمه① ۾ اُڇليو ويندو.

١-حُطَمَه مان مراد دوزخ آهي ڇاڪاڻ ته حُطَمَه جي معنيٰ آهي ته جنهن کي ٽوڙيو وڃي.۽ قرآن ڪريم ۽ حديثن مان ظاهر آهي ته آخر اللّٰه تعاليٰ پنهنجي ٻانهن تي رحم ڪري دوزخ کي ختم ڪري ڇڏيندو. جيئن ته قرآن ڪريم ۾ به آيو آهي ته **اُمُّهٗ هَاوِيَه (سورة قارعه)** يعني انسان هميشه

وَمَآ اَدْرٰىكَ مَا الْحُطَمَةُ ۝٦

٦-۽ (اي مخاطب!) توکي ڇا معلوم آهي ته اِها حُطَمَه ڪهڙي شيءِ آهي.

نَارُ اللّٰهِ الْمُوْقَدَةُ ۝٧

٧- اِها (حطمه) اللّٰه جي خوب① ٻڙڪايل باهه آهي.

الَّتِیْ تَطَّلِعُ عَلَى الْاَفْـِٕدَةِ ۝٨

٨-جيڪا دلين جي اندر تائين ② وڃي پهچندي.

اِنَّهَا عَلَيْهِمْ مُّؤْصَدَةٌ ۝٩

٩- پوءِ اُها (باهه) سيني طرفن کان بند ڪئي ويندي انهيءَ لاءِ ته انهيءَ جي گرمي کين اچا به وڌيڪ تڪليف ڏيندڙ محسوس ③ ٿئي.

فِیْ عَمَدٍ مُّمَدَّدَةٍ ۝١٠ ع ١ ٢٩

١٠-۽ (اُهي ماڻهو اُن وقت) ڊگهن ٿنين سان ٻڌل④ هوندا.

**(باقي حاشيو)** دوزخ ۾ نه رهندو. بلڪ جهڙي طرح ماءُ جي پيٽ ۾ ڪجهه عرصي لاءِ رهندو آهي. اهڙي طرح ڪجهه عرصي لاءِ هو دوزخ ۾ رهندو. پوءِ ٻاهر جي کُليل هوا يعني جنت ۾ اچي ويندو. اُهڙي طرح حديث ۾ رسول ڪريم ﷺ فرمائين ٿا ته **يَـاْتِـىْ عَلٰى جَهَنَّمَ زَمَانٌ لَيْسَ فِيْهَا اَحَدٌ وَنَسِيْمُ الصَّبَا تُـحَـرِّكُ اَبْوَابَهَا** (تفسير معالم التنزيل زير آيت **فَـاَمَّـا الَّـذِيْنَ شَقُوْا** سورت هود:١٠٧) يعني جهنم تي هڪ زمانو اهڙو ايندو ته ان ۾ ڪو شخص نه هوندو ۽ هوا ان جي دروازن کي کڙڪائيندي ان حديث مان به قرآن ڪريم جي هن آيت جي تصديق ٿئي ٿي.

١-خوب ٻڙڪايل جي صرف ايتري معنيٰ آهي ته جهنم جو عذاب ڏاڍو سخت هوندو. اِها مراد ناهي ته لامحدود هوندو.

٢- ان جي هيءَ معنيٰ ناهي ته اُها باهه سڄي جسم کي ڳاري دل تائين پهچي ويندي. بلڪ مراد هيءَ آهي ته انسان جي دل ۾ جيڪي گند هوندا اُها انهن کي به ساڙي ڇڏيندي.

٣-چاڪاڻ ته سگريءَ جي باهه ڏاڍي تيز ٿي ويندي آهي.

٤-يعني جڏهن الٰهي عذاب ايندو ته اللّٰه تعاليٰ جو رحم خواهش ڪندو ته کين دوزخ مان ٻاهر ڪڍي پر انهن جي پيءُ ڏاڏن جون ريتون جن تي اُهي هليا ٿي ۽ انهن جون رسمون ۽ عادتون انهن کي

## سُوْرَةُ الْفِيْلِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ سِتُّ اٰيَاتٍ وَّ رُكُوْعٌ

سورت فيل- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ڇهه آيتون آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١-(مان) اللّٰـه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

اَلَمْ تَرَ كَيْفَ فَعَلَ رَبُّكَ بِاَصْحٰبِ الْفِيْلِ ②

٢-(اي محمد) ڇا توکي① معلوم ڪونهي ته تنهنجي رب هاٿي (استعمال ڪرڻ) وارن سان ڪهڙو سلوڪ ڪيو②.

اَلَمْ يَجْعَلْ كَيْدَهُمْ فِيْ تَضْلِيْلٍ ③

٣-ڇا (انهن کي حملي کان پهرين هلاڪ ڪري) انهن جي منصوبي کي باطل نه ڪري ڇڏيو.

وَّ اَرْسَلَ عَلَيْهِمْ طَيْرًا اَبَابِيْلَ ④

٤-۽ (انهيءَ کانپوءِ) انهن (جي لاشن) تي پکين جا ولرن جا ولر موڪليا.

---

**(باقي حاشيو)** دوزخ ۾ رکڻ تي بضد هونديون. ڇاڪاڻ انهن جي ڪارڻ ئي هُنن اهڙا عمل ڪيا جن جي ڪري اُهي دوزخ جي سخت عذاب جا حقدار ٿي ويا.

١ - هن آيت ۾ اَلَمْ تَرَ جا لفظ آهن ۽ محمد رسول اللّٰه ﷺ فيل جي واقعي کان هڪ مهيني کانپوءِ پيدا ٿيا هئا. ان ڪري معلوم ٿيو ته قرآن جي زبان ۾ جڏهن اَلَمْ تَرَ جو لفظ اچي ته ان جي معنيٰ ڏسڻ جي ضروري ناهي ٿيندي، بلڪ ڪڏهن ان جي معنيٰ معلوم ڪرڻ جي هوندي آهي. ڇاڪاڻ ته هڪ مهينو بعد پيدا ٿيڻ وارو ٻار فيل جو واقعو ڏسي نه ٿي سگهيو. ان ڪري لازمي طور تي ان جي هيءَ معنيٰ ڪرڻي پوندي "ڇا توکي معلوم ڪونهي" يعني ڇا توهان ماڻهن کان هي روايتون ناهن ٻڌيون.

٢- ابرهه جيڪو ايبي سينا جي حڪومت جي طرفان يمن جو گورنر هو ۽ جنهن خانه ڪعبه کي ڪيرائڻ لاءِ ان ڪري قسم کنيو هو ته ڪنهن عرب عيسائي گرجا گهر ۾ ڪاڪوس ڪري ڇڏيو هو. هي ان واقعي ڏانهن اشارو آهي ته ان جي ڪاهه جي وقت ان کي ڪهڙي سزا ملي.

تَرْمِيْهِمْ بِحِجَارَةٍ مِّنْ سِجِّيْلٍ ﴿٥﴾

٥-(جيڪي) انهن (جي گوشت) کي سخت قسم جي پٿرن تي هڻن (۽ پٽين ①) پيا.

فَجَعَلَهُمْ كَعَصْفٍ مَّأْكُوْلٍ ﴿٦﴾ ع

٦-سو انهيءَ جي نتيجي ۾ انهيءَ انهن کي اهڙي ٻُهه جهڙو ڪري ڇڏيو جنهن کي جانورن کائي ② ڇڏيو هجي.

سُوْرَةُ قُرَيْشٍ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ خَمْسُ اٰيَاتٍ وَّ رُكُوْعٌ

سورت قريش- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون پنج آيتون آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ﴿١﴾

١-(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

لِاِيْلٰفِ قُرَيْشٍ ﴿٢﴾

٢-(ٻين مقصدن کان علاوه) قريش جي

١-هي جملو بطور مثال استعمال ٿيو آهي جيئن چوندا آهن ”نيسارو وهي ٿو“ يا ”نهر وهندي آهي“. حقيقت ۾ نه نهر وهندي آهي، نه نيسارو وهندو آهي.بلڪ پاڻي وهي رهيو هوندو آهي.ان ڪري اسان اِهو ترجمو ناهي ڪيو ته پکي هاٿيءَ وارن تي پٿر اُڇلائين پيا بلڪ هي ڪيو آهي ته انهن جي گوشت کي هو سخت قسم جي پٿرن تي هڻن پيا ۽ پٽين پيا ڇاڪاڻ ته هتي تَـرْمِيْهِمْ بِحِجَارَةٍ آيو آهي ۽ عربي زبان ۾ بَاء جي معنيٰ عَـلـىٰ جي به هوندي آهي.ان ڪري لفظي طور تي عربيءَ جي لحاظ سان هي ترجمو ٿي ويندو ته هُو انهن کي پٿرن تي هڻن پيا ۽ اِهو ئي ترجمو اسان ڪيو آهي. سِرڻ وغيرهه جڏهن مُردن جو گوشت کائيندا آهن ته اهڙي طرح کائيندا آهن اڳ ۾ مُردي جي هڪ ٻُوٽي کٽي ويندا آهن. پوءِ پٿر تي ويهندا آهن. پوءِ چهنب سان ان بوٽي کي جهلي بار بار پٿر تي هڻندا آهن ۽ پوءِ کائيندا آهن.گهڻو ڪري ان جو سبب اِهو هوندو آهي ته جيڪڏهن بوٽيءَ کي مٽي يا واري وغيره لڳي وئي هجي ته ان کي صاف ڪري ڇڏين.

٢-يعني جهڙي طرح کاڌل ٻُهه بيڪار ٿي ويندو آهي.اُهڙي طرح هاٿيءَ وارا بلڪل بيڪار ٿي ويا.

اِلٰفِهِمْ رِحْلَةَ الشِّتَآءِ وَالصَّيْفِ ③

دلين کي مانوس ڪرڻ جي لاءِ①.
٣-يعني انهن جي دلين کي اونهاري جي ۽ سياري جي سفرن ڏانهن مانوس ڪرڻ جي لاءِ (اسان ابرهه کي تباهه ڪيو).

فَلْيَعْبُدُوْا رَبَّ هٰذَا الْبَيْتِ ④

٤-پوءِ انهن تي لازم آهي ته اُهي (قريش) انهيءَ گهر (يعني ڪعبي) جي مالڪ جي عبادت ڪن،

الَّذِیْۤ اَطْعَمَهُمْ مِّنْ جُوْعٍ ۙ۬ وَّ اٰمَنَهُمْ مِّنْ خَوْفٍ ⑤ ع ٣١

٥-جنهن انهن کي (هر قسم جي) بُک (جي حالت) ۾ کاڌو کارايو ۽ (هر قسم جي) خوف جي حالت ۾ امن بخشيو.

سُوْرَةُ الْمَاعُوْنِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِیَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ ثَمَانِیَ اٰيَاتٍ وَّ رُكُوْعٌ

سورت ماعون - هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون اٺ آيتون آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١-(سان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

اَرَءَيْتَ الَّذِیْ يُكَذِّبُ بِالدِّيْنِ ②

٢-(اي مخاطب!) ڇا تو انهيءَ شخص کي سڃاتو جيڪو دين کي ڪوڙو ڪري ٿو.

فَذٰلِكَ الَّذِیْ يَدُعُّ الْيَتِيْمَ ③

٣-اُهو ئي ته آهي جيڪو يتيم کي ڌڪاريندو هو.

---

١-هن آيت ۾ جيڪو لام جو لفظ آهي اُهو هي ٻڌائڻ لاءِ آهي ته هن سورت جو تعلق پهرين سورت سان آهي. يعني ابرهه جي تباهيءَ جو واقعو ان ڪري ٿيو ته مڪي جا ماڻهو سَوَلائيءَ سان هيڏانهن هوڏانهن ڦري سگهن.

وَلَا يَحُضُّ عَلٰى طَعَامِ الْمِسْكِيْنِ ۝٤

۴- ۽ اهو مسڪين کي کاڌي کارائڻ جي لاءِ (ماڻهن کي ڪڏهن به) ترغيب نه ڏيندو هو.

فَوَيْلٌ لِّلْمُصَلِّيْنَ ۝٥

۵- ۽ انهن نمازين جي لاءِ به تباهي آهي.

الَّذِيْنَ هُمْ عَنْ صَلَاتِهِمْ سَاهُوْنَ ۝٦

۶- جيڪي پنهنجن نمازن کان غافل رهن ٿا.

الَّذِيْنَ هُمْ يُرَآءُوْنَ ۝٧

۷- (۽) جيڪي ماڻهو صرف ڏيکاءَ کان ڪم وٺن ٿا①.

وَيَمْنَعُوْنَ الْمَاعُوْنَ ۝٨

۸- ۽ اهي پنهنجي گهر جي معمولي سامان ڏيڻ کان (پنهنجن نفسن کي ۽ ٻين کي) روڪيندا رهن ٿا②.

سُوْرَةُ الْكَوْثَرِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِىَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ اَرْبَعُ اٰيَاتٍ وَّ رُكُوْعٌ

سورت ڪوثر- هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم الله سميت هن جون چار آيتون آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ۝١

۱- (مان) الله جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

اِنَّآ اَعْطَيْنٰكَ الْكَوْثَرَ ۝٢

۲- (اي نبي!) يقيناً اسان توکي ڪوثر③ عطا ڪيو آهي.

---

۱- مطلب هي آهي ته اهو شخص به تباهه ٿيندو جيڪو دين کي ڪوڙو ڪندو هو ۽ يتيم کي ڌڪاريندو هو ۽ مسڪين کي کاڌو کارائڻ جي رغبت نه ڏياريندو هو ۽ اُهو به جيڪو نمازون دل لڳائي نه پڙهندو هو ۽ صرف ڏيکاءَ لاءِ نمازون پڙهندو هو.

۲- يعني سندس دل ايترو سخت ٿي ويندو هو جو غريبن کي ڪا شيءَ ٿوري دير لاءِ اوڌاري ڏيڻ کان به لنوائيندو هو. ٻين ماڻهن کي به چوندو هو ته غريبن کي ڪا شيءَ اُڌاري نه ڏيندا ڪيو.

۳- ڪَوُثَر جي معنيٰ هر شيءِ جي ڪثرت جي آهي پڻ اهڙو ماڻهو جيڪو تمام گهڻي خيرات ڪرڻ

فَصَلِّ لِرَبِّكَ وَانْحَرْ ۝٣

٣-تون (انهيءَ جي شڪر ۾) پنهنجي رب جي (ڪثرت سان) عبادت ڪر ۽ انهيءَ جي خاطر قربانيون ڪر.

اِنَّ شَانِئَكَ هُوَ الْاَبْتَرُ ۝٤ ع ١ ٣٣

٤-۽ يقين رک ته تنهنجو مخالف ئي پُٽاٽي اولاد ڪان محروم ثابت① ٿيندو.

## سُوْرَةُ الْكَافِرُوْنِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ سَبْعُ اٰيَاتٍ وَّ رُكُوْعٌ

سورت ڪافرون ـ هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ست آيتون آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ۝١

١-(مان) اللّٰــه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ

**(باقي حاشيو)** وارو ۽ سخي هجي. جهڙوڪ حديثن ۾ مسيحؑ جي بابت اچي ٿو ته هو ايندو ۽ مال لُٽائيندو پر ماڻهو انکي قبول نه ڪندا. ان ڪري هن جڳهه هڪ اچڻ واري امتيءَ جو ذڪر آهي جيڪو روحاني طور تي رسول اللّٰــهﷺ جو پُٽ هوندو.سو هن سورت ۾ ٻڌايو آهي ته ڪافر چوندا آهن ته محمد رسول اللّٰــهﷺ نپٽا آهن.هو نِپٽا ڪيئن ٿا ٿي سگهن جڏهن ته سندس روحاني اولاد ۾ ته هڪ اهڙو شخص بيهڻ وارو آهي جيڪو محمد روسول اللّٰــه جي آندل تعليم جا خزانا ورهائيندو.ايستائين جو ماڻهو ان جي ڏنل مال کي قبول ڪرڻ ڪان انڪار ڪري ڇڏيندا ۽ اهڙو مال جنهن جي وٺڻ ڪان ماڻهو انڪار ڪندا آهن علمي خزانو ئي هوندو آهي. نه ته ظاهري مال جي لحاظ سان جيڪڏهن ڪنهن وٽ ڪروڙ پائونڊ هجن ته انکي جيڪڏهن هڪ پائونڊ به ڏنو وڃي ته انکي قبول ڪري وٺندوآهي.

١ ـ يعني روحاني طور تي پُٽ جي اولاد ڪان محروم آهي جيڪا قرآن ڪريم جي مطابق ملهم من اللّٰــه (جن تي اللّٰــه جو الهام نازل ٿيندو آهي- ناقل) گروهه ۾ شامل ثابت ٿئي ٿي . اهڙو اولاد صرف محمد رسول اللّٰهﷺ کي ملندو. سندن دشمن کي نه ملندو جهڙوڪ اللّٰه تعاليٰ قرآن ڪريم ۾ فرمائي ٿو مَا كَانَ مُحَمَّدٌ اَبَآ اَحَدٍمِّنْ رِّجَالِكُمْ وَلٰكِنْ رَّسُوْلَ اللّٰهِ وَ خَاتَمَ النَّبِيّٖنَ ـ (احزاب: ٤١) هن آيت ۾ اشارو آهي ته ڪافرن جو اولاد خدا جي فضلن ڪان محروم رهندو ۽ پُٽاٽي اولاد نه چورائي سگهندو. سواءِ هن صورت جي جو هي محمد رسول اللّٰــهﷺ تي ايمان آڻين جهڙوڪ عڪرمه بن ابوجهل ۽ معاويه بن ابوسفيان.

وارو آهي (پڙهائتو).

قُلْ يٰٓاَيُّهَا الْكٰفِرُوْنَ ۙ﴿١﴾

٢-(اسان هر زماني جي مسلمان کي چئون ٿا تہ) تون (پنهنجي زماني جي ڪافرن کي) چوندو رھ (تہ) ٻڌو! اي ڪافرو!

لَآ اَعْبُدُ مَا تَعْبُدُوْنَ ۙ﴿٢﴾

٣-مان توهان جي طريقي مطابق عبادت نٿو ڪيان.

وَلَآ اَنْتُمْ عٰبِدُوْنَ مَآ اَعْبُدُ ۚ﴿٣﴾

٤-۽ نہ توهان منهنجي طريقي مطابق عبادت ڪيو ٿا.

وَلَآ اَنَا عَابِدٌ مَّا عَبَدْتُّمْ ۙ﴿٤﴾

٥-۽ نہ مان (انهن جي) عبادت ڪيان ٿو جن جي توهان عبادت ڪندا آيا آهيو.

وَلَآ اَنْتُمْ عٰبِدُوْنَ مَآ اَعْبُدُ ۭ﴿٥﴾

٦-۽ نہ توهان (انهيءَ جي) عبادت ڪيو ٿا جنهن جي مان عبادت ڪري رهيو آهيان.

لَكُمْ دِيْنُكُمْ وَلِيَ دِيْنِ ۧ﴿٦﴾

٧-(مٿيون اعلان نتيجو آهي انهيءَ جو تہ) توهان جو① دين توهان جي لاءِ (هڪ طريقو مقرر ڪري) ٿو ۽ منهنجو دين منهنجي لاءِ (ٻيو طريقو مقرر ڪري) ٿو.

## سُوْرَةُ النَّصْرِ مَدَنِيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ اَرْبَعُ ايَاتٍ وَّ رُكُوْعٌ

سورت نصر ـ هيءَ سورت مدني آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون چار آيتون آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ﴿١﴾

١-(مان) اللّٰہ جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهائتو).

---

١-عربي ٻوليءَ ۾ دين جي ڪيترين ئي معنائون آهن جن مان هڪ معنيٰ ڪم جو طريقو بہ آهي.

اِذَا جَآءَ نَصۡرُ اللّٰهِ وَالۡفَتۡحُ ۙ﴿۱﴾

٢ـ جڏهن اللّٰه جي مدد ۽ ڪامل غلبو اچي ويندو.

وَرَاَيۡتَ النَّاسَ يَدۡخُلُوۡنَ فِيۡ دِيۡنِ اللّٰهِ اَفۡوَاجًا ۙ﴿۲﴾

٣ـ ۽ تون انهيءَ ڳالهه جا آثار ڏسندين ① ته اللّٰه جي دين ۾ ماڻهو ٽولن جا ٽولا داخل ٿيندا.

فَسَبِّحۡ بِحَمۡدِ رَبِّكَ وَاسۡتَغۡفِرۡهُ ؕ اِنَّهٗ كَانَ تَوَّابًا ﴿۳﴾

٤ـ انَ وقت تون پنهنجي رب جي تعريف سان (گڏ) انهيءَ جي پاڪائي بيان ڪرڻ ۾ به مشغول ٿي وڃجان ۽ (مسلمانن جي تربيت ۾ جيڪي ڪوتاهيون ٿيون هجن انهن تي) انهيءَ (خدا) کان پردي وجهڻ جي دعا ڪجان ۽ ـ اهو يقيناً پنهنجي ٻانهي ڏانهن رحمت سان موٽي موٽي اچڻ وارو② آهي.

## سُوۡرَةُ اللَّهَبِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الۡبَسۡمَلَةِ سِتُّ اٰيَاتٍ وَّ رُكُوۡعٌ

سورت اللهب ـ هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون ڇهه آيتون آهن.

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ ﴿۱﴾

١ـ (مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

---

١ـ هن آيت جو تعلق سورت ڪوثر سان ثابت ٿئي ٿو ڇاڪاڻ ته سورت ڪوثر ۾ به اِهو ئي واعدو هو ته روحاني ماڻهو وڏي انگ ۾ تنهنجي امت ۾ پيدا ٿيندا ۽ هن ۾ به اهو چيو ويو آهي ته تون ڏسندين ته ماڻهو اللّٰه جي دين ۾ ٽولن جا ٽولا داخل ٿيندا. ان ڪري هن آيت واضح ڪري ڇڏيو ته هيءَ سورت ڪوثر سان تعلق رکي ٿي.

٢ـ تَوَّاب جي معنٰي تَـوۡبَه قبول ڪرڻ جي جيڪا رسول اللّٰه ﷺ تي لڳي نه ٿي سگهي، بار بار رحمت ڪرڻ جي به آهي ۽ اِهائي معنيٰ اسان ڪئي آهي. (ڏسو تاج العروس)

تَبَّتْ يَدَآ اَبِيْ لَهَبٍ وَّتَبَّ ①

٢-اُلَي① جي پيءُ جا ٻئي هٿ ساڻا ٿي ويا آهن ۽ هُو (خود) به ساڻو ٿي رهجي ويو آهي.

مَآ اَغْنٰى عَنْهُ مَالُهٗ وَمَا كَسَبَ ②

٣-انهيءَ جي مال انهيءَ کي ڪو فائدو نه ڏنو ۽ نه انهيءَ جي ڪوششن (ڪو فائدو) ڏنو آهي②.

سَيَصْلٰى نَارًا ذَاتَ لَهَبٍ ③

٤- هُو ضرور باهه ۾ پوندو③ جيڪا (اُنهيءَ وانگر) اُلاَ ڪيڻ واري هوندي.

وَّامْرَاَتُهٗ ۚ حَمَّالَةَ الْحَطَبِ ④

٥-۽ انهيءَ جي④ زال به جيڪا ٻارڻ ڪٺي ڪٺي آڻي ٿي (باهه ۾ پوندي).

١-يا ته اَبُوْ لَهَب جي رنگ ڏانهن اشارو آهي جيڪو تمام گهڻو اڇو هو يا سندس مزاج ڏانهن اشارو آهي جيڪو ڏاڍو ڪاوڙيلو هو يا اسلام جي هر دشمن ڏانهن اندرين حالت جي سببان اشارو آهي. يا امريڪا ۽ روس ڏانهن اشارو آهي، جن ٻنهي پنهنجا ٻه ٻه حليف ٺاهي ڇڏيا آهن ته جيئن جنگ جي وقت ڪم اچن.۽ حليف هٿ جو ترجمو به ٿي سگهي ٿو ڇاڪاڻ ته هٿ سان به مدد يا بچاءَ جو ڪم ورتو ويندو آهي اللّٰه تعاليٰ فرمائي ٿو ته جيئن ته اُهي ٻئي گروهه غلطيءَ تي هوندا. هڪ گروهه تثليث تي قائم هوندو ۽ ٻيو گروهه دهريت تي، ان ڪري اسان انهن ٻنهي گروهن جا ٻئي هٿ ساڻا ڪري ڇڏيا آهن. يعني انهن جا جيڪي ٻه وڏا وڏا ساٿي آهن انهن جي تباهيءَ جا سامان پيدا ڪري ڇڏيا آهن ۽ اهڙي طرح انهن ٻنهي گروهن جي سندي تباهيءَ جا به سامان ڪري ڇڏيا آهن.

٢-يعني اُهي وڏا مالدار هوندا پر انهن جو مال ڪين ڪو فائدو نه ڏيندو. وڏا وڏا سائنٽفڪ سامان انهن کي حاصل هوندا پر اُهي به انهن کي فائدو نه پهچائيندا.

٣-يعني هو آخر ۾ ضرور دنياوي يا آخرت واري عذاب ۾ پئجي رهندا جيڪا اُهڙي ئي اُلي واري باهه هوندي جهڙوڪ انهن جي دل اسلام جي خلاف بغض سان ڀڙڪاپئي ٿي ڏي.

٤-زال مان هتي پيروي ڪندڙ ماڻهو مراد آهن.يعني ملڪ جي رعايا ۽ مطلب هي آهي ته هو جيڪي ٻاهريان دوست ٺاهيندا اهي به تباهه ٿي ويندا ۽ سندن مالَ به تباهه ٿي ويندا ۽ سامانَ به تباهه ٿي ويندا ۽ رعايا به تباهه ٿي ويندي ان ڪري جو رعايا به انهن جي ڀڙڪايل باهه ۾ وڌيڪ ٻارڻ وجهندي ويندي هئي ۽ ڪين جوش ڏياريندي ويندي هئي.

فِيْ جِيْدِهَا حَبْلٌ مِّنْ مَّسَدٍ ﴿٦﴾ ع ١ ٣٦

٦- انهيءَ جي (زال جي) ڳچيءَ ۾ ڪجيءَ ① جو سخت وٽيل رسو ٻڌو ويندو.

سُوْرَةُ الْاِخْلَاصِ مَكِّيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ خَمْسُ اٰيَاتٍ وَّ رُكُوْعٌ

سورت اخلاص - هيءَ سورت مڪي آهي ۽ بسم اللّٰه سميت هن جون پنج آيتون آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ﴿١﴾

١-(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

قُلْ هُوَ اللّٰهُ اَحَدٌ ﴿٢﴾

٢-(اسان هر زماني جي مسلمانن کي حڪم ڏيون ٿا ته) تون (پين ماڻهن کي) چوندو وڃ ② ،ته(اصل) ڳالهه هيءَ آهي ته اللّٰه

---

١-جيئن ته هي جمهوري حڪومتون هونديون.ان ڪري انهن جي رعايا پنهنجي سياسي سردارن سان وڏو لڳاپو رکندي هوندي. اهڙو ساٿ جنهن کي ناهي ٽوڙيو ويندو.ان ڪري هتي ڪجيءَ جي رسي جو ذڪر ڪيو آهي. چاڪاڻ ته اُهو ٽٽندو ناهي ۽ هي ٻڌايو ويو آهي ته اُنهن جي رعايا هميشه انهن کي اُپاريندي رهندي ته ويڙهه لاءِ پيو سامان ناهيو.جنهن ڏانهن حَمَّالَةَ الْحَطَبِ ۾ اشارو آهي.

٢-قُـــــلْ جو لفظ آخري ٽنهي سورتن کان اڳ رکيو ويو آهي ان ۾ هي اشارو ڪيو ويو آهي ته اسانجو هي پيغام اڳتي پين ماڻهن تائين پهچائي ڇڏ.هاڻي هيءَ ڳالهه لازم آهي ته جڏهن محمد رسول اللّٰه ﷺ خدا جو پيغام ماڻهن تائين پهچائي ڇڏيندا ته جيئن ته ان کانپوءِ پيا ماڻهو به قُلْ جو لفظ پڙهندا ان ڪري انهن تي به فرض ٿي ويندو ته هو هن ڪلام کي پين ماڻهن تائين پهچائين.ان ڪري قُـــــلْ چئي ان طرف ڏيان ڏياريو ويو آهي ته توهان اسانجي تعليم کي پنهنجي ذات تائين محدود نه رکو،بلڪ ان کي پين تائين پهچايو. ۽ پوءِ توهان کان ٻڌڻ وارا پين ماڻهن جي آڏو ان کي بيان ڪن ۽ پوءِ اُهي ماڻهو اڳتي پين ماڻهن تائين پهچائين ايستائين جو ٿيندي ٿيندي سڄي دنيا تائين خداتعاليٰ جو پيغام پهچي وڃي.ان ڪري اسان هن جو ترجمو هي ڪيو آهي ته ”(اسان هر زماني جي مسلمان کي حڪم ڏيون ٿا ته) تون (پين ماڻهن کي) چوندو وڃ“.

پنهنجي ذات ۾ اڪيلو① آهي.

اَللّٰهُ الصَّمَدُ ۚ﴿٢﴾

٣-اللّٰه اُها (هستي) آهي جنهن جا سڀ محتاج آهن ②(۽ هو ڪنهن جو محتاج ڪونهي).

لَمۡ يَلِدۡ ۙ وَلَمۡ يُوۡلَدۡ ۙ﴿٣﴾

٤-نه هُن ڪنهن کي ڄڻيو آهي ۽ نه اُهو ڄڻيو ويو③ آهي.

---

١-واحد لاءِ عربي زبان ۾ ٻه لفظ استعمال ٿيندا آهن.واحد ۽ احد واحد جي معنيٰ ٿيندي آهي ”هڪ“ پر ان جي ڳالهائڻ سان ٻئي ذانهن ذهن ويندو آهي ۽ ڇوڻ وارو سمجهندو آهي ته هڪ کان پوءِ ٻه آهن ۽ ٻن کان پوءِ ٽي آهن ۽ ٽن کان پوءِ چار آهن.سو جيتوڻيڪ هي لفظ هڪ هجڻ تي دلالت ڪري ٿو پر واڌ جي امڪان کي رد ناهي ڪندو.ان جي ابتڙ احد جي معنيٰ هوندي آهي اڪيلو ۽ اڪيلي کانپوءِ ڪو دوڪيلو ناهي چوندو.ان ڪري هن لفظ جي معنيٰ هيءَ هوندي آهي ته هن وجود سان ڪنهن ٻئي اهڙي ئي وجود جوڪو امڪان ناهي.هن سورت ۾ اللّٰهتعاليٰ کي احد چيو ويو آهي يعني هن جي ڪامل توحيد جو ذڪر ڪيو ويو آهي ۽ ٻڌايو ويو آهي ته اللّٰهتعاليٰ پنهنجي ذات ۾ اڪيلو آهي اِهو خيال به نٿو ڪري سگهجي ته هن قسم جي ڪا ٻي ذات هوندي. ان ڪري هن سورت ۾ هن لفظ کي آڻڻ سان اللّٰهتعاليٰ پنهنجي ڪامل توحيد جو اعلان ڪري ڇڏيو آهي.

٢-عربي لفظ هن جڳهه صمد آهي ۽ صمد جي معنيٰ ٿيندي آهي جيڪو غني هجي يعني ڪنهن جو محتاج نه هجي پر ڪوئي هن کان وڌيڪ غني نه هجي يعني ڪو اهڙو وجود نه هجي جو هن جي مدد کان بغير قائم رهي سگهي.سو هن لفظ به ڪامل توحيد کي ظاهر ڪيو آهي.۽ ٻڌايو آهي ته تمام موجودات هن جي مدد کان بغير گذارو نه ٿيون ڪري سگهن ۽هن کي موجودات جي ڪا ضرورت ناهي. صمد جي معنيٰ سدائين قائم رهڻ واري جي به آهي ۽ تمام وڏي شان واري جي به آهي هي ٻئي معنائون به ڪامل توحيد تي دلالت ڪن ٿيون جيڪو هميشه قائم رهندو.موجودات منجهان هن جو ڪو مقابلو نه ٿو ڪري سگهي ۽ جيڪو بلنديءَ ۾ تمام وڏي ويندو ڪا ٻي شيءِ هن تائين پهچي نٿي سگهي .ان جو به اِهوئي مطلب آهي ته هُو اڪيلو آهي .

٣-هي آيت به ڪامل توحيد تي دلالت ڪري ٿي ڇاڪاڻ ته جنهن ڪنهن کي ڄڻيو نه هجي اُها يا ته سَنبِ هوندي آهي يا وري اهڙي هستين منجهان هوندي آهي جيڪي بدلجي نه سگهنديون هجن جهڙوڪ جبلَ ۽ درياهَ وغيره .پر خداتعاليٰ جي بابت چيو ويو آهي ته هُو رَفِيۡعٌ آهي يعني پنهنجي شان ۾ تمام بلند آهي. ان ڪري جبلن ۽ درياهن کي ان سان ڪا نسبت نه ٿي ٿي سگهي. ۽ نه هو ڄڻيو ويو

وَلَمْ يَكُنْ لَّهٗ كُفُوًا اَحَدٌ ۝٥ ع ١ ٣٧

**٥**۔۽ (انهيءَ جي صفتن ۾) هن جي ڪار ۾ ڪو به شريڪ ناهي①.

## سُوْرَةُ الْفَلَقِ مَدَنِيَّةٌ وَّ هِیَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ سِتُّ اٰيَاتٍ وَّ رُكُوْعٌ

سورت فلق- هيءَ سورت مدني آهي ۽ بسم الله سميت هن جون ڇهه آيتون آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ۝١

**١**۔(مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

قُلْ اَعُوْذُ بِرَبِّ الْفَلَقِ ۝٢

**٢**۔(اسان هر زماني جي مسلمان کي چئون ٿا ته) تون (پين ماڻهن کي) چوندو وڃ ته مان مخلوقات جي رب کان (انهيءَ جي) پناهه طلب ڪيان ٿو.

مِنْ شَرِّ مَا خَلَقَ ۝٣

**٣**۔انهيءَ جي هر مخلوق جي (ظاهري ۽ باطني) برائي کان (بچڻ جي لاءِ)

وَمِنْ شَرِّ غَاسِقٍ اِذَا وَقَبَ ۝٤

**٤**۔۽ اونداهه ② ڪرڻ واري جي هر

**(باقي حاشيو)** آهي جا لفظ به ڪامل توحيد تي دلالت ڪن ٿا. ڇاڪاڻ ته خداتعالىٰ کانسواءِ پيو ڪو اهڙو وجود دنيا ۾ نظر نه ٿو اچي جنهن کي ڪنهن ناهي جڻيو، پلي اهو معبود چوائيندو هجي يا نه چوائيندو هجي.

١۔اڳ ۾ ذاتي توحيد جو ذڪر ڪيو هو، هاڻي صفاتي توحيد کي بيان ڪيو ويو آهي. ياد رکڻ گهرجي ته صفتن ۾ شريڪ هجڻ جي هيءَ معنىٰ ناهي ته ان جهڙي ڪا حرڪت انسان ناهي ڪندو. انسان به بصير ۽ سميع آهي ۽ خداتعالىٰ به بصير ۽ سميع آهي.ان ڪري ڏسڻ ۾ ته هيءَ هڪ جهڙائي نظر اچي ٿي. پر خداتعالىٰ بصير آهي پر اکين سان ناهي ڏسندو ۽ خدا سميع آهي پر ڪنن سان ناهي ٻڌندو. هو پنهنجي ذات ۾ اوزارن کان بغير ڏسڻ وارو ۽ ٻڌڻ وارو آهي.ان ڪري جيتوڻيڪ انسان بصير ۽ سميع آهي پر هن جي صفتن ۾ شريڪ قرار نٿو ڏئي سگهجي.

٢۔**غَاسِق** جي معنىٰ عربي زبان ۾ چنڊ جي به هوندي آهي ۽ **غَسَقَ** جي معنىٰ هوندي آهي

شرارت ① کان (بچڻ جي لاءِ) جڏهن هو اونداهه ڪري ڇڏي.

وَمِنْ شَرِّ النَّفّٰثٰتِ فِي الْعُقَدِ ۙ⑤

۵۔ ۽ سيني اهڙن نفسن جي شرارت کان (بچڻ جي لاءِ به) جيڪي (هڪ ٻئي سان تعلقات جي) ڳنڍ ۾ (تعلق ٽوڙائڻ جي نيت سان) ڦوڪون ڏين ٿا.

وَمِنْ شَرِّ حَاسِدٍ اِذَا حَسَدَ ۧ⑥ ع ١ ٦ ٣٨

٦۔ ۽ هر حاسد ② جي شرارت کان (به) جڏهن اهو حسد تي قائم ٿي وڃي ٿو.

سُوْرَةُ النَّاسِ مَدَنِيَّةٌ وَّ هِيَ مَعَ الْبَسْمَلَةِ سَبْعُ اٰيَاتٍ وَّ رُكُوْعٌ

سورت ناس ـ هيءَ سورت مدني آهي ۽ بسم الله سميت هن جون ست آيتون آهن.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ①

١۔ (مان) اللّٰه جو نالو وٺي جيڪو بيحد ڪرم ڪرڻ وارو (۽) بار بار رحم ڪرڻ وارو آهي (پڙهانٿو).

---

**(باقي حاشيو)** جڏهن هو اونداهه ڪري ڇڏي. ۽ چنڊ تڏهن اونداهه ڪندو آهي جڏهن ان کي گرهڻ لڳي. ان ڪري هن آيت ۾ ٻڌايو ويو آهي ته اي خدا تون اسانکي اُن زماني جي خرابين کان بچاء جنهن ۾ چنڊ کي گرهڻ لڳندو. هي رسول ڪريم ﷺ جي ان حديث ڏانهن اشارو آهي جنهن ۾ اچي ٿو ته اِنَّ لِمَهْدِيِّنَا اٰيَتَيْنِ الخ يعني اسانجي مهديءَ لاءِ ٻه نشان ضرور مقرر آهن ته ان جي زماني ۾ سج ۽ چنڊ کي گرهڻ لڳندو. (دارقطني) ان ڪري هن آيت ۾ مهديءَ جي زماني ڏانهن اشارو ڪيو ويو آهي ۽ مسلمانن کي دعا سيکاري وئي آهي ته اسان کي ان ڳالهه کان بچاء جو اسان مهديءَ جو انڪار ڪري ڇڏيون.

١ ـ يعني ائين ڪر جو جيڪي ماڻهو اسان کي مهدي کان پري رکن اسان انهن جي دوکي ۾ نه اچي وڃون.

٢ ـ هن ۾ هي اشارو آهي ته مهدي معهود جي ذريعي سان اسلام کي جلدي جلدي ترقي حاصل ٿيندي ۽ مهدي جا مخالف ان تي وڏو حسد ڪندا ان ڪري ان زماني جي مسلمان کي دعا سيکاري

قُلْ اَعُوْذُ بِرَبِّ النَّاسِ ۝ ۲

۲-(اسان هر زماني جي مسلمانن کي چئون ٿا ته) تون (پين ماڻهن کي) چوندو وڃ، ته مان سڀني انسانن جي رب کان (انهيءَ جي) پناهه طلب ڪيان ٿو.

مَلِكِ النَّاسِ ۝ ۳

۳-(اهو رب) جيڪو سڀني انسانن جو بادشاهه ① (به) آهي.

اِلٰهِ النَّاسِ ۝ ۴

۴-۽ سڀني انسانن جو معبود ②(به) آهي.

مِنْ شَرِّ الْوَسْوَاسِ ۙ الْخَنَّاسِ ۝ ۵

۵-(مان انهيءَ جي پناهه طلب ڪيان ٿو) هن وسوسي وجهڻ واري جي شرارت ③ کان جيڪو (هر قسم جا وسوسا وجهي) پوئتي هٽي ويندو آهي.

---

**(باقي حاشيو)** وئي آهي ته هر اهڙي حسد ڪرڻ واري جي شر کان مونکي بچاء.

۱-هن آيت ۾ ان طرف اشارو ڪيو ويو آهي ته آخري زماني ۾ ڪيترائي بادشاهه اسلام جي مخالفت جي لاءِ بيهندا. جهڙوڪ اڄ ڪلهه انگليند جو بادشاهه عيسائيت جو محافظ چَوائي ٿو.امريڪا ۾ جيتوڻيڪ بادشاهه ناهي پر صدر به بادشاهه جي حيثيت رکندو آهي. ان ڪري مسلمانن کي سيکاريو ويو آهي ته دعا ڪيو ته اسانجو اصلي بادشاهه يعني خداتعاليٰ اسان کي انساني بادشاهن جي شر کان بچائي.

۲-هن آيت ۾ ٻڌايو ويو آهي ته اسانجو اصل بادشاهه يعني خداتعاليٰ دنيا جو حقيقي معبود به آهي. جيتوڻيڪ بني نوع انسان ان جي پيٺ ۾ ڪوڙا معبود پيش ڪندا آهن. پر مان پنهنجي اصل معبود کان هيءَ دعا گُهران ٿو ته مونکي ڪوڙن معبودن جي شر کان بچائي.

۳-هنن آيتن ۾ ٻڌايو ويو آهي ته آخري زماني ۾ جڏهن ته ڪوڙن بادشاهن ۽ ڪوڙن معبودن جو زور هوندو، اهڙا ماڻهو به پيدا ٿي ويندا،جيڪي دلين ۾ وسوسا وجهڻ وارا هوندا جهڙوڪ پروفيسر وغيره. ان ڪري خداتعاليٰ کان اِها به دعا گُهرندا رهو ته اهڙي فلاسفرن جي شر کان به هو مسلمانن کي بچائيندو رهي. ان کان اڳتي اهڙن فلاسفرن جو ڪم جو طريقو ٻڌايو آهي ته هو ماڻهن جي دلين ۾ وسوساپيدا ڪري پاڻ پوئتي ٿي ويندا آهن. يعني اهڙا ڪتاب لکندا آهن جن سان مذهب جي خلاف وسوسا ته پيدا ٿي ويندا آهن. پر ڏسڻ ۾ اهي ڪتاب مذهب جي خلاف نظر نه ايندا آهن.

الَّذِىۡ يُوَسۡوِسُ فِىۡ صُدُوۡرِ النَّاسِۙ ۝٦

٦-(۽) جيڪو انسانن جي دلين ۾ شڪ پيدا ڪندو آهي.

مِنَ الۡجِنَّةِ وَالنَّاسِ ۝٧ ع

٧- ڀلي اهو (فسادي) ڳجهين ① هستين مان هجي، توڙي عام انسانن مان هجي.

١- هن جڳهه تي جِنَّة جو لفظ مخفي رهڻ وارين هستين جي بابت استعمال ٿيو آهي ۽ اَلنَّاس جو لفظ عام انسانن جي لاءِ استعمال ٿيو آهي. مطلب هي آهي ته هي وسوسا پيدا ڪرڻ وارا ماڻهو ڪڏهن ٻين ملڪن جا هوندا جيڪي نظر نه ايندا هوندا ۽ ڪڏهن ملڪي عـامة الناس (عام ماڻهو- مترجم) هوندا جيڪي پنهنجي نعرن سان مومنن جي دلين ۾ وسوسا پيدا ڪندا.

# دُعَآءُ خَتْمِ الْقُرْآنِ

**اَللّٰهُمَّ اٰنِسْ وَحْشَتِىْ فِىْ قَبْرِىْ . اَللّٰهُمَّ ارْحَمْنِىْ بِالْقُرْاٰنِ الْعَظِيْمِ وَ اجْعَلْهُ لِىْٓ اِمَامًا وَّ نُوْرًا وَّ هُدًى وَّ رَحْمَةً . اَللّٰهُمَّ ذَكِّرْنِىْ مِنْهُ مَا نَسِيْتُ وَ عَلِّمْنِىْ مِنْهُ مَا جَهِلْتُ وَ ارْزُقْنِىْ تِلَاوَتَهٗ اٰنَآءَ الَّيْلِ وَ اٰنَآءَ النَّهَارِ وَ اجْعَلْهُ لِىْ حُجَّةً يَّارَبَّ الْعٰلَمِيْنَ.**

اي اللّٰه! منهنجي قبر ۾ منهنجي وحشت کي ختم ڪر.اي منهنجا خدا! مون تي قرآن عظيم جي برڪت سان رحم فرماءِ ۽ انهيءَ کي منهنجي لاءِ امام، نور، هدايت ۽ رحمت بڻاءِ ـ اي خدا! جيڪو ڪجهه مان قرآن مجيد مان وساري چڪو آهيان اهو مونکي ياد ڏيار، ۽ جيڪو مون کي نٿو اچي اهو مون کي سيکار ۽ ڏينهن رات مون کي هن جي تلاوت جي توفيق عطا فرماءِ ۽ اي رب العالمين! هن کي منهنجي فائدي جي لاءِ بطور حجت بڻاءِ.

# سناء

| عنوان | صفحو |
|---|---|

عنوان — صفحو

| عنوان | صفحو |
| --- | --- |

عنوان — صفحو



## اسلام جو پيو دور



## نشاة ثانيه



عنوان — صفحو

## اسماءِ حُسنيٰ



## اُسوه حسنہ



## اطاعت



## اقتصاديات



## اللّٰه تعاليٰ

| عنوان | صفحو | عنوان | صفحو |
| --- | --- | --- | --- |

| عنوان | صفحو |
| --- | --- |

### امانت



### امت



### امت محمديه



### امهات المومنين پڻ ڏسو ازواج مطهرات



### اُمي



### انسان

